جامع

# سنڌي لغات

[ادبي توڙي عام مروج سنڌي ٻوليءَ جي]

جلد ٽيون (ج - ز)

بسعي و اهتمام سنڌي ادبي بورڊ

-

مرتبه

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

-

نظر ثاني

علامه غلام مصطفيٰ قاسمي

-



سنڌي ادبي بورڊ

ڄامشورو / حيدرآباد

پاڪستان

۱۴۰۴ ھ

A COMPREHENSIVE

# SINDHI DICTIONARY

OF CLASSICAL & CURRENT SINDHI

## VOl. III (ج-ڙ)

*COMPILED*

*UNDER THE SINDHI ADABI BOARD's DICTIONARY PROJECT*

*DIRECTED BY*

N. A. BALOCH

-

*REVISED BY*

GHULAM MUSTAFA QASMI

-



SINDHI ADABI BOARD
HYDERABAD / JAM SHORO
SIND
PAKISTAN
1984

جيتوڻيڪ سنڌي لغات لکڻ جو سلسلو هڪ سو سال اڳ، ١٨ صديءَ جي وچ ڌاري شروع ٿيو، تنهن هوندي به باوجود ڪيترين ئي مخلصاڻه ڪوششن جي، سواءِ ڪن خاص لفظن تي مخصوص لغتن جي، سنڌي ٻوليءَ جي سنڌي لغات، جنهن ۾ مجموعي طور رائج ٻوليءَ جا مکيه لفظ ڏنل هجن ۽ معنائون پڻ سنڌيءَ ۾ لکيل هجن، هن کان اڳ لکجي شايع ٿي نه سگهي آهي. اِن ڏس ۾ هيءَ پهرين جامع سنڌي لغات آهي، جا سنڌي ادبي بورڊ طرفان هينئر پيش ٿي رهي آهي.

هن لغات جي لفظن جو ذخيرو هيٺين سرچشمن مان گڏ ڪيو ويو آهي:

(الف) ڇپيل ڪتاب،

(ب) اهي جملي ڇپيل لغاتون، جن جو سنڌي لفظن جي معنيٰ سان واسطو آهي،

(ج) ادب ۽ لغت جي اڻڇپيل قلمي ڪتابن جو ذخيرو، ۽

(د) اڻلکيل عوامي ادب ۽ عام رائج سنڌي ٻوليءَ جا اکر ۽ زنده جاويد ذخيرا، جنهن لاءِ سڄيءَ سنڌ جي هر ضلعي جي مکيه ڀاڱن ۾ مڪاني ماڻهو مقرر ڪيا ويا، انهيءَ لاءِ ته پنهنجي تَرَ جي ٻوليءَ جا الفاظ ۽ اصطلاح هٿ ڪري ڏين.

مٿين سلسلي ۾ هيءُ خاص احتياط پڻ رکيو ويو آهي ته جيئن سنڌي ٻولي جي مڙني مکيه محاورن يعني ته لاڙ، سري، ٿر، ڪاڇي، ڪاري، ڪڇ ۽ لسٻيلي جي مخصوص ٻولين جا انوکا عام لفظ ۽ اصطلاح، هن لغات ۾ شامل ڪري سگهجن.

نج سنڌي لفظن کان سواءِ عربي ۽ فارسي لفظن جو پڻ ڪافي وڏو ذخيرو سنڌي ٻوليءَ ۾ شامل ٿي چڪو آهي، اُن ڪري پڻ هن لغات ۾ ڪماحقه داخل ڪيو ويو آهي، انهيءَ لاءِ ته هيءَ لغات سڀني طبقن لاءِ ڪارآمد ٿي سگهي.

مطلب ته هيءَ پنهنجي نوع جي پهرين سنڌي لغات آهي، جنهن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي لفظن جي هڪ ججهي ذخيري کي شامل ڪيو ويو آهي ۽ هر لفظ جي عام توڙي اصطلاحي معنيٰ کي، شاهدن ۽ مثالن سان کولي ورجايو ويو آهي.

جامع

# سنڌي لغات

[ادبي توڙي عام مروج سنڌي ٻوليءَ جي]

## جلد ٻيون (ڄ - ز)

بسعي و اهتمام سنڌي ادبي بورڊ

-

مرتبه

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

-

نظر ثاني

علامه غلام مصطفيٰ قاسمي

-



سنڌي ادبي بورڊ

ڄامشورو/حيدرآباد

سنڌ

پاڪستان

١٤٠٤ھ

چاپو پهريون]                    سال ۱۹۸۴ع                    [تعداد چار هزار



قيمت: پنجاهه روپيا

---

هيءُ ڪتاب مئنيجر ميان الله بچائي يوسف زئي سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ ڇاپيو، ۽ غلام رباني آگري، سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، بورڊ جي آفيس مان شايع ڪيو.

# پيش لفظ

الحمد لله جامع سنڌي لغات جو ٽيون جلد شايع ٿي رهيو آهي.

اسان ٻئي جلد جي پيش لفظ ۾ عرض ڪيو هو ته پهريون جلد تقريباً ڏهه ورهيه تياريءَ ۽ ڇپائيءَ هيٺ رهيو، ٻيو جلد پهرئين جلد جي اشاعت کان ويهه ورهيه پوءِ شايع ٿيو، ليڪن توقع آهي ته ٽيون جلد انشاءالله جلد شايع ٿيندو. ڌڻيءَ دعا قبول ڪئي ۽ ٽيون جلد پوڻن ٽن ورهين جي عرصي اندر ڇپجي مڪمل ٿيو.

لغات جيئن ته اهم ڪتاب آهي، ان ڪري اهو بورڊ جي پنهنجيءَ پريس ۾ خيال ۽ خبرداريءَ سان ڇاپڻو پوي ٿو. پر بورڊ جي پريس ۾ لغات سان گڏ ٻيا ڪي ضروري ڪتاب ۽ رسالا، ٽماهي ”مهراڻ“ ۽ ماهنامو ”گل ڦل“ پڻ ڇپجندا رهن ٿا، ان ڪري لغات جي ڇپائي متاثر ٿيندي رهي ٿي. ورنه، ٻئي جلد جي ڇپائي شروع ڪرڻ شرط، جيئن اسان لغات جي ڪم ۾ مستعديءَ سان هٿ وڌو هو ته هوند هن وقت تائين سڄي لغات شايع ٿي وڃي ها. بهرحال، الله گهريو آهي، ته چوٿين جلد جي ڇپائي پڻ گهڻو وقت ڪونه وٺندي. ان جا هڪ سئو کان وڌيڪ صفحا، هن وقت تائين ڇپجي چڪا آهن ۽ ڇپائي اڳتي وڌي رهي آهي.

هن ٽئين جلد جي بنيادي مَتن تي نظرثاني ۽ پروف ڏسڻ جو ڪم سنڌي ادبي بورڊ جي لائق ۽ فائق چيئرمن، جناب مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جن سرانجام ڏنو آهي. اميد آهي ته چوٿون جلد پڻ سندن ئي نيڪ نظر هيٺ، تيار ٿي، مهربان پڙهندڙن تائين پهچندو. هونئن، لغات جي اسڪيم جو ڊائريڪٽر، سنڌي زبان جو مايهءِ ناز عالم، محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هو ۽ سڄيءَ لغات جو بنيادي مَتن موصوف جي نگرانيءَ هيٺ ئي تيار ٿيو هو. چنانچه، لغات جي هن ٽئين جلد تي محترم ڊاڪٽر صاحب ۽ محترم قاسمي صاحب جن جا اسماي گرامي ڏنا ويا آهن. بيشڪ، سنڌي زبان ۽ ادب جي خدمت ۾، هنن بزرگن جون ڪوششون هر وجه قابل تحسين آهن.

حيدرآباد
۲۱- اپريل ۱۹۸۴ع

غلام رباني
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ.

# ڄ

ڄ: ث. سنڌي "الف - ب" جو سو رهون اکر- تلفظ "ڄي" ابجد جي حساب موجب "ج" جي برابر (٣). هي اکر عربي ۽ فارسيءَ ۾ ڪونهي. اردو ۽ هندي ۾ "ج" ۽ "ھ" کي ملائي (جھ) هي اکر يعني "ڄ" بڻايو ويندو آهي.

● ڄ : ث. نفرت جي اظهار جو آواز - ڄي- وهٽ کي پاڻي پيارڻ جو آواز- ڄي.

● ڇَہ - (ڇَهَہ): صفت. هڪ عدد (٦) - پنج ۽ هڪ.

- ڇَہ رُخو: ڇَهَن پاسن وارو.

- ڇَہ ڪُنڊو: ڇَهَن پاسن واري جاميٽريءَ جي شڪل - ڇَهَن ڪُنڊن واري شڪل.

- ڇا: ضمير اِستِفهام (ف. چه) ڪُهڙو- ڪوهه - ڪهڙو. سوال ڪرڻ جو لفظ.

- ڇاہ ٿي پَوي: محاوره. جيڪي ٿيڻو هجي سو پَل ٿئي- هر حالت ۾- هر صورت ۾ - نتيجو ڪهڙو بہ نڪري.

- ڇا مان ڇا سمجهڻ: مفهوم ۽ مطلب جي برخلاف سمجهڻ.

- ڇا رهيو: ڪجهہ بہ باقي نہ رهيو- ڪابہ اميد باقي نہ رهي آهي. "تنهنجي منهن ۾ ڇا رهيو؟"

- ڇا تہ: حرف شبہ. شايد- مُبادا - الائجي.

- ڇا ڇنجي: تعجب ۽ عبرت جو محاورو- ڪهڙي ڳالهہ ڪجي! سُبحَانَ اللّٰہ! ڇا بيان ڪجي.

- ڇاڪاڻ: ڇا لاءِ- ڇو- ڇو جو- ڇو تہ.

- ڇاڪاڻ تہ: ڇو جو- انهيءَ لاءِ تہ - ڇو تہ.

- ڇا مان ڇا: اصل جي بلڪل خلاف. خيال جي برخلاف ٿي پوڻ.

- ڇا مان ڇا ٿي وڃڻ: حالت يا زماني جو بدلجي وڃڻ - حالت دگرگون ٿي وڃڻ. رنگ ڦري وڃڻ - وڏو انقلاب يا ڦيرو اچي وڃڻ.

- ڇا منجهان ڇا ڪري وجهڻ: ننڍي ڳالهہ کي وڏائي وڏو ڪرڻ. بگڙيل ڪم کي سَنوارڻ. ظاهري ناممڪن کي ممڪن ڪرڻ. عبرت جهڙو ڪم ڪري ڏيکارڻ.

● ڇاپ ۽ ڇاپُون: ث. وهندڙ پاڻيءَ کي روڪڻ لاءِ ڏنل بَند (جيڪو ڪکن ڪانن ۽ ڪاٺين مان ٺهيل هجي)- بُنڊو- روڪ - اٽڪ - اَڏ (وهندڙ پاڻيءَ کي)- آڏار - پَرجهَلو. ڪٽڪ وغيره جي ٿيلهيُن مان ٺالهيءَ جي نموني ٺهيل ٽوڪري (جنهن ۾ ماني وغيره رکجي)- ڏ بَڪي- ڀنڊي (ت). ڀيڙيُن وغيره بَڌَڻ لاءِ تماڪ رکڻ جي وڏي ڇٻي (ت). ننڍو پاڻي (ت). ويڪري ڇٽي (ت).

- ڇاپ ڏيڻ: وهندڙ پاڻيءَ کي روڪڻ لاءِ بُنڊو ڏيڻ. جهَلو ڏيڻ. سارِيُن ۾ "رونبي" ڪان اڳ ۾ پاڻي بند ڪرڻ.

- ڇاپ مارڻ (ت): پاڻي ڍُڪ پيي ٿوري آج لاهڻ.

● ڇاپاهي ۽ ڇاپاهيُون: ث. ٻيڙيءَ جو اڳيون حصو يا ٻيهڪ - اَڀَل.

● ڇاپَرَ (لس): ث. ڇپَرَ (هڪ گاهہ جو قسم).

● ڇاپراڻي (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڇاپرو (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڇاپَڙ ڇاپَڙ: پاڻيءَ ۾ هلڻ جو آواز- شَپ شَپ جو آواز.

● ڇاپڙيا: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● چاپَڻُ: مصدر. (سن. چپَ) روڪڻ - بند ڪرڻ - چاپ ڏيڻ (پاڻيءَ کي).
● چاپو ۽ چاپا: ذ. ٻنڌو - چاپ. (صفت) تمام ويڪرو - ڪشادو (ت).
● چات: ث. جُوال - ٻورو (ل). تپڙ تپر (ڪ).
● چاتر ۽ چاترَ (ت): ذ. صفت. چاتيءَ وارو - دليرُ - بهادر.
● چاترُ ۽ چاترُ (ت): ذ. ٻيڙ يا ٻيڙ جي ڍِڳهيرَن جو لوڙهو.
● چاتيلو ۽ چاتيلا: صفت. زمين تي پکڙيل (ٻوٽو).
● چاتو: ذ. صفت. (ٻه ڏڏندي تيڻ کان اڳ عمر جو گهيٽو يا ٻڪر). لوراپو - ڪيرو - پاڙو.
● چاتي ۽ چاتيون: ث. سينو - جسم جو ٿڻن يا ٻچن وارو حصو - آرهڙ. ٻُبتا (عورت جا) بهادري - مردانگي - سورهيائي. حوصلو - جُرات - همٿ. ٻڪريءَ جو ڇهن مهينن عمر وارو ڦرُ. جوان ٻڪ (ڪ).
- چاتيءَ تي مُڳ ڏرڻ: (محاورو) ڪنهن جي مرضيءَ جي خلاف ڪم سندس روبرو ڪرڻ. حسدُ جي باهه کان جلائڻ - رشڪُ جاڳائڻ.
- چاتيءَ تي هٿ رکي ڏسڻ (محاورو) ڪنهن به مسئلي کي پنهنجي حالتن سان ڀيٽائي پوءِ ڪا راءِ قائم ڪرڻ. ويچار ڪرڻ - قياس ڪرڻ. ڳالهه سيني سان غور ڪري ڪنهن نتيجي تي پهچڻ.
- چاتيءَ تي هٿَ هڻڻ: دل جهلڻ - پاڻ ۾ همت هڻڻ جو اظهار ڪرڻ. اقرار ڪرڻ - خاطري ڏيارڻ - تسلي ڏيڻ - ذميداري کڻڻ - هر حالت ۾ ٻڌل رهڻ.
- چاتي ٺرڻ: دل ٺرڻ - دل خوش ٿيڻ - سرهو ٿيڻ. دل جا مطلب پورا ٿيڻ.
- چاتي ٺوڪڻ: چاتيءَ تي هٿُ هڻڻ - خاطري ڏيارڻ - پڪو دلاسو ڏيڻ.
- چاتي ڇڄڻ: سخت صدمو رسڻ - تمام گهڻو ڏک ٿيڻ.
- چاتي ڇلڻ: مهڻا طعنا ڏيڻ - اندر ساڙڻ - صدمو پهچائڻ.
- چاتي ڇنڻ: وڏو صدمو رسائڻ. چاتي ڪٽڻ - ماتم ڪرڻ.
- چاتيءَ سان لڳائڻ: سيني سان لائڻ - پيار ڪرڻ - پنهنجو بڻائڻ - تسلي ڏيڻ - سِڪَ سان ڀاڪُر پائڻ.
- چاتي ڪُٽڻ: ماتم ڪرڻ - سينه ڪوبي ڪرڻ - پِٽڻ ڪُٽڻ - دانهون ڪرڻ.
- چاتي ڪيڏي هلڻ: سينو ڪيڏي هلڻ - اڪڙجي هلڻ - پهلوانن وانگر هلڻ - غرور ۽ تاڻ سان گهمڻ.
- چاتيءَ وارو: ذ. صفت. جگر وارو - بهادرُ - سُورمو - سُورِهيه - دِلير.
● چاتي (ساڪرو ۽ دابيچي): آوٽ - آڏٽ ٻن سالن کان واري ٻڪري.
● چاتَ ۽ چاتون: ث. هوا جي زور سان وَسندڙ سنهي ٻُوندَ
"ڳوڙهن جي ڳلن تان چڙي ٻيس چاتَ" ٻُوند جو وسڪارو. ڇنڊڪار. گهاٽو ڏندُ - ڪوهيرو. ڇٽَ. ٻوڪ تان پکين کي تڙڻ لاءِ ٺڪاءُ ڏيڻ وارو نوڙُ. (ت). ڏاس جي ٻوري (ث) - ننڍي ڳُوڻ (ث).
● چاتارڻ: مصدر. ڇنڊڪار ڪرڻ - ڇنڊڪار ڪرڻ. ڇنڊڻ (ٻج).
- چاتار ۽ چاتارون: ث. ڇِڪار - ڇنڊڪار. ٻُوند ٻُوندَ.
- چاتار ڪرڻ: ڇڪار ڪرڻ - ڇٽڪار ڪرڻ. پاڻي ڇٽڪڻ.
● چاتيلو ۽ چاتيلو ۽ چاتيلا (ل): ذ. پکڙيلُ - پٽيريلُ (وڻ) - وڏو ويڪرو وڻ.
● چاتو ۽ چاتا: ذ. وڻن ۾ پوکيل گاهه (جوئر، باجهري وغيره). گاهه جو هڪ قسم - ڇيچ (ڪ).
● چاتي: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو. (بلوچستان جي ڇتَ شهر کان آيل).

● چاپَ ۽ چاپون: ث. مُهر- ٺپو- سِيڪل. ڇاپو- طَبعُ. ڇَرُ. تصوير- صُورت- مارڪو- نشان- علامت.

● چاپخانو ۽ چاپخانا: ذ. (هہ. چاپ + ف. خانہ) ڪتابن ڇاپڻ جي جاءِ- پريس- مَطبَع.

● چاپاٽيو ۽ چاپاٽيا: ذ. جيت جو هڪ قسم (جو واريءَ جي دڙن ۾ رهي).

● چاپارُ (ڪ): اسم خاص. هڪ جبل جو نالو.

● چاپاڪو: ذ. بيماريءَ جو هڪ قسم (جنهن ۾ رت جي خرابيءَ سبب سڄي بدن تي ڏَبَڪ ٿي پون)- سيتانڪُ- ڇَپاڪو. پکيءَ جو هڪ قسم (ميرانجهڙي رنگ جو ننڍڙو پکي، اڪثر سج لٿي کان پوءِ نڪري، رستن ۽ پيچرن تي وهي).

● چاپرو ۽ چاپرا: ڇپرو- ڇَپَرَ- جهُو پڙي- ڪَکَن جو گهَرُ- سَهارو.

– چاپرو پهرَ: ذ. ڇَپَرَ يا جبل جا پهرَ- چاگُرا پهرَ (جي لنڊڙا ٿين).

● چاپرُو: ذ. صفت. ڇَپَر جو- جبل جو- جابلُو- ٽاڪُرو- پَهاڙِي.

– چاپري (لس): ذ. ڇپر جا آٿ- جابلو آٿ.

● چاپڙَ ۽ چاپڙون (ت): ث. سَنهون لَڪُڻ- ڇَهو. چورن جو گهوپاتو- چاپڙڪَ (ت). چاڙَپ (ل). طعنو.

– چاپڙَ هڻڻ (ت) (محاورو): گمان ٿيڻ- شڪ آڻڻ.

● چاپڙڪَ ۽ چاپڙڪُون (ت): ث. سَنُولٽِي- ڏنڊِي- سَنهي ڪاٺِي. چاڙَپ- ڏنڊي سان پاسيرو ڌڪُ. گهوپاتو.

– چاپڙ ڪَ هڻڻ: ڪُجهہ حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ. لوڙهہ سان ڌڪ هڻڻ. مخالفت ڪرڻ.

● چاپَڻُ: مصدر. چاپي هيٺ آڻڻ- ڇَپڻ- پڌرو ڪرڻ (ڪتاب وغيره) طبع ڪرڻ. چاپو هڻڻ- نقش ڪرڻ. ڇَرڻ.

● چاپو ۽ چاپا: ذ. ڪپڙي ڇُرڻ لاءِ ڪاٺ مان ٺهيل ٺپو- پورُ. مُهر- نقش- ڇِٽُ. نشان. طباعت- ڇَپائي. ڪنهن ڪتاب جي هڪ ڀيرو اشاعت. پهرَ وغيره جي وڻ ۾ آڇاهي هڻڻ لاءِ ڪاٺي ڀِترُ وغيره (ت).

پکين ڦاسائڻ جو ڪارو. اوچتو حملو- اوچتي چڙهائي.

– چاپو ڪوڙڻ: هڪ هنڌ ويهڻ. پَکين ڦاسائڻ لاءِ ڪانن جو ڪارو رکڻ- ڪَٽِي ويهڻ- آتڻ جي نَہ ڪرڻ.

– چاپو هڻڻ: اوچتو حملو ڪرڻ. نشان ڪرڻ. ٺَپو لڳائڻ. رات جو دشمن تي چڙهائي ڪري قتل عام ڪرڻ.

● چاپوٺو ۽ چاپاٺا: ذ. ننڍو ٿُوهو.

● چاپوٽيُون ۽ چاپوٽيا (ٿ): ذ. جيت جو هڪ قسم (ننڍڙو ساندي جهڙو، ڪرڪُ واريءَ ۾ رهندڙ).

● چاجڻِ (ٿ): ث. صفت. وڏِي- ويڪِري. چاجڻ ڪوڏَر- وڏي ڪوڏر.

● چاجو ۽ چاجا (ٿ): ذ. گاهہ وغيره جي ڇِٽ- چاجو.

● چاچَ (ت): ث. اڏاوت- تعمير- نئين سر بناوت.

● چاچُ ۽ چاچَ (ل): ذ. گاهڻ- چاچو- سَنَهڻُ.

● چاچڙِي: اسم خاص. لاڙڪاڻي ۽ ميرو خان تعلقن ۾ ديهن جو نالو.

● چاچلِي: ذ. گَڏَهَن جي هڪ ذات.

● چاچڻُ (ت): مصدر. اڏاوت ٿيڻ- تعمير ٿيڻ- ٺهڻ.

● چاچو ۽ چاچا: ذ. (سن. چَڊُ) ڪَڪائين ڇِت- اڳڻ جي ڇَڇَهرِي- سَنَهڻُ- ڇَپَرُ. لانيڊي- ڇَتو- ڇَنَ

"چاچو چمڪيون چوهہ مان،
جڏهن لڏُون ڪا سَنَهَن جي ڪل".

● چاچي ۽ چاچي: ذ. ڇَڇَ سان اڻ صاف ڪندڙ عورت.

● چاچِيا (ٿ): ذ. پَٽڪو- پَڳَ.

● چاچَ: ث. (سن. تَڪرَم) پَٽڙو ڏُڌُ- ڇِڊي لسِي- ڏُڌُ. کيرجي گَجي (جا ولوڙڻ وقت لسيءَ مٿان تَرِي بيهي).

● چاچَرَ ۽ چاچَرُون: ث. پاٽيءَ جي ڇَرَ
"چاچر چگيرن، گهور نہ اچي گهاتوئين"
(شاهہ ڪريم).

ٿانگھو پاڻي - ڇَڇُ. ٿانگھو تلاءُ. ڍوري.
ھوبي تي پاڻيءَ جو ڍَھو.
- چاچَرِ ۾ ڇپرون ڪرڻ: ٿوري پاڻيءَ
۾ ٻوڙڻ.
● چاچَرجَڻُ: فعل مجھول. ڪناتار ٿيڻ - ٿمتار
ٿيڻ - ٿُپ ٿيڻ. ڇُلڪڻ. ڪنن تائين پرجي وڃڻ.
● چاچِرو: ذ. پَسارڪي وکر جو ھڪ قسم -
شاھتَرو. پاڻيءَ جي لاٽ يا ڇينھرو (ت).
(اسم خاص) ضلعي ٿرپارڪر ۾ تعلقي، شھر ۽ ديھ
جو نالو.
● چاچِرِي: اسم خاص. ھالا، ٽنڊي باگي،
شاھبندر ۽ گولي تعلقن ۾ ديھن جو نالو.
● چاچَلَ ع چاچَلُون: ث. چاچَرَ.
● چچولِڻُ: مصدر. ڪنھن شيءَ کي پاڻيءَ ۾
اٿلائڻ پَٿلائڻ (ڌوئڻ خاطر). آگھارڻ. ڇھُوڳڻ -
لُٻِڻ. ڏُونداڙڻ. ھيٺ مٿي ڪرڻ. جُٺِ ڦِٺِ
ڪرڻ - آڏا آبتا سوال ڪرڻ (مَنُجھہ ڪيڻ لاءِ).
ڪِينداڙِ ڻ.
- چاچولَ ع چاچولُون: ث. اٿَل پُٿَل (پاڻيءَ
۾) جھوڳَ - لُبَ. ڏُونداڙَ.
● چاچِي (ت) اسم خاص. ھڪ ذات جو نالو.
● چاڏَ ع چاڏون: ث. آليتي - قَيءَ (ت). وڏي
ڪَڏَ (ت).
● چاڏولَ، چاڏھول (ت): ث. صفت. بي لَڄِيڻِي
- بي آفعالِي - چاڏوھَڙ عورت.
● چاڏوھَڙ ع چاڏوھَڙون (ت. ل): ث. اھا
سُوٽا ڏاچِي جنھن کي پنھنجو ڪَچو ڦر ڇڏائي
ٻئي ڦرَ تي لاتو ويو ھجي. بدچال عورت -
بي افعالي عورت - بي لڄي - واچان.
● چارِ، چارُ: ث. [سن. ڪُشَارُ] ڪيرِي -
رَڪَ - ڦُلھيار - چاري - پِيَٺُوت
"ڪلر غاليچا اوھان پاجھون چار پانيان سپ چائي"
(سچل).
خاڪ - مِٽي. چِرَ - ليٽ - بوڏِ
"ھي چارُون ۽ چِڇ، آچا اوڙاھ آڳاھُون ڏيو"
(شاه).

- چارِ ٿي پَوڻ، وڃڻ (لس): شرمندو ٿيڻ -
پشيمان ٿيڻ - ڦِڪو ٿيڻ.
● چارُ: ذ. آنن جو آکيرو (جنھن تي ڪُڪِڙِ
وِيھي آرو پچائي) آرو - چارو. دَٽُ - چانُھرِ.
ماٺِ - سانتِ (ل). نِگِي (ٿ).
- چارَ اوڳرائِي: ث. بدھضمي - کاڌي جو ھضم
نہ ٿيڻ سبب دل تي بار ڪرڻ ۽ ڪَتي اوڳرائي
ڏيڻ جي حالت.
- چارِ تي وِھڻ: ڪُڪِڙِ جو آنن تي وِيھڻ -
آرو پچائڻ - ڪُٻُ ڪوڙي ويھڻ.
- چارُ ڪَرڻ: آري تي وِيھڻ - آرو ڪرڻ.
وِيھَڪَ ڪرڻ.
- چار گودڙائِي (ڪ): ث. چار اوڳرائي - بدھضمي.
● چارو ع چارا: ذ. آرو - چارُ.
- چارو ڪَرڻ: آرو ڪرڻ - چار ڪرڻ.
آرام ڪرڻ.
● چارِي (ڪ): ث. چوپائي مال جي ھڪ قسم
جي بيماري (جنھن ۾ مال جا پيرَ ڪُرَ منڍا ٿي
پوندا آھن) - سمھڙو. ٻڪرين جي ھڪ بيماري
(جنھن ۾ ٻڪريءَ کي ڇپن تي لنڊا نِنڊا، پير
يا گيدوڙي جيترا ڳوڙھا نڪري پَون). ڪيرِي
- چارَ (ل). (اسم خاص) تعلقي گوني ۾ ھڪ
ديھ جو نالو.
● چارِي ع چارِيون (ڪ): ث. سمنڊ جي شاخ
(جنھن ۾ پاڻي ٿانگھو ٿئي) - کارِي. ڪوھستان
۾ ڍورِي يا ھيٺاھين زمين (جنھن جي پيٽ ۾
گاھ ھجي). چوپائي مال جي چرڻ جي سيم (لس)
"صبح سارِيون، ڇپَرَ چارِيون،
وَڇُنِ واريون، جھنگن ڦرون جال ميان"
(احمد شاه).
ٻڪري (ٿ).
● چارِڪَ ع چارِڪُون (ت): ث. چاڙڪي -
چار آگر ماپَ.
● چاڙَ ع چاڙُون: ث. آھو ڪپڙو (پوتي،
اجرڪ وغيره) جو فوتيءَ جي مٿان وجھجي.
فوتيءَ جي مٿان ڪپڙي وجھڻ بدران ڏلل رقم.

ٽُڙ کي ڇيري ڇورس بنائڻ وقت ان سان پاسن کان نڪتل ٽُڪرن سان هڪڙو ٽڪر- چاڙهو. ڍوري- سڪل واهڙ. ڪاري- چاڙهه. هيٺاهين زمين (ل). ڪڇ جي رڻ جي ڪنڌي واري زمين. ڪڇ ۽ سنڌ جي وچ وارو علائو (جو چاڙ پيٽ سڏبو آهي). ڪورين جي اصطلاح ۾ تاڃيءَ جي وچان وجهڻ جي ٽي فوٽ ڪن ڏگهي ڪاني (ت).

● چاڙِتو ۽ چاڙِتا: ٻئي جي پاران طرفداري يا ڪم ڪندڙ- هٿ ٺوڪيو. خوشامدڙيو- پَٽنو- چاپلوس- مُريدُ- چيلو- ٻوءِ لڳ. نوڪر. وڪيل- دلال- ٻئي جو سيکاريل ماڻهو (ڪم ڪيڻ لاءِ).

● چاڙَپ ۽ چاڙِپُون: سنهو ۽ ڏگهو لَڪڻُ- ڇڙهو. پاسيرو ڏَڪَ. سَنڪو- ڦَنڪو- چاپَڙَ- ڏُڪو- ٺوڪَرُ- طعنو.

● چاڙ جاگير: اسم خاص. تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چاڙِڪيي ۽ چاڙِڪيپُون: ث. چار آڱر ماپَ. هٿ جي چوٿين پٽي.

● چاڙو ۽ چاڙا (ڪ): ذ. صفت. نار ۾ ڪم ايندڙ هڪ ڪاٺيءَ جو نالو (شاهه وَنگڻَ ڪي پاسن کان پيون وَنگُون گڏجن ٿيون، جن مان ٻاهرين کي تاڙِيُون ۽ اندرين کي چاڙا چئبو آهي) چڙُواڳ (ڪ).

● چاڙَهڻُ ۽ چاڙهڻُون: فوتي جي لاش تي ٻراد ري طرفان وڌل ڪپڙو (جو اجرڪ، چادر وغيره جي صورت ۾ هوندو آهي). آهي رُپيا جي رسم طور فوتيءَ جي عزيزن کي ڏنا وڃن- اوچاڙ (ل)- چاڙ. لڳ لاڳاپو. لڳ لاڳاپي واري سفارش. درياءَ يا ڍوري جي شاخ. ڪاريءَ جي پُڇڙي. ڪانيءَ جي ڦتيڻلَ، جا ڪاٺ جي چيرڻ وقت پاسن کان بچي پوي. جُوئر جو هڪ قِسم (ان" ڳاڙهو ۽ سنگ ڏگهو ٿئي). دَتُ- چِمپُ. پاليل جانور جو ڏَنُ.

- چاڙَهڻ اچي ٽَنڻ: لڳ لاڳاپي جو اچي ٻارُ پَوڻ- ٻارُ پوڻ.

- چاڙَهڻ پنجي وڃڻ: رُعبُ چانئجي وڃڻ.

● چاڙهڻ: ذ. هڪ تسم جو شڪاري پکي.

● چاڙهو ۽ چاڙها: ذ. ڪاٺَ جو چيريل ڇوڏو- ڇِڙ. پَٽِي- تَختو. سنهي ۽ ڏگهي ڪاني. پاڻيءَ کان ٿورو مٿي بيٺل پاڻيءَ وارو هُرلو (ت).

● چاڙهي ۽ چاڙهيُون (ڪ. ٿ): ث. ٻن سالن جي ٻڪري- اُٺي (ڪ).

● چاڙِي: ث. ڪمند جي چُوپن کي ساڙڻ مان ٺهيل ڪيري.

● چاڪ: ث. (سن. شَاڪتِ) طاقت- سگهه- زور- قُوَّت- وَسُ- هَستي. وڏائي- حڪمراني- بيپرواهي- لاغرضي- غرور.

- چاڪ چَٽڻ: زور گهٽجڻ- هَستي مرڻ- حڪومت ختم ٿيڻ.

"ڇُٽي ويندين چاڪ، پاڻهي پوندا پيش مون" (مسافر).

● چاڪاتُ، چاڪوتو (ل): ذ. اوچتو ڏَپُ. تاهڙ. ڏَڦيڙُ- نِفاقُ- ڳُڙ ٻڙ- دشمني.

- چاڪاتو، چاڪات وجهڻ: نفاق وجهڻ. دشمني پيدا ڪرڻ. ڏَڦيڙُ وجهڻ.

● چاڪاريو ۽ چاڪاريا (ٿ): ذ. چَهن ورهين جي چمار جو آٺ.

● چاڪرُ ۽ چاڪرَ (ت): ذ. درياءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم- مُڪرُ- شُهڪَرُ.

● چاڪُو (ت): ذ. وَجهڻ- داءُ. چوريءَ جو موقعو.

- چاڪو لڳڻ: داءُ لڳڻ. مفت جو مال هٿ اچڻ- وَجهڻ ملي وڃڻ.

- چاڪو هڻڻ: مفت جو مال هٿ ڪرڻ- چوري ڪرڻ.

● چاڪانو ۽ چاڪانا (ت): ذ. مُلهه جر هڪ داءُ- آڏڙي. جهَل. وجهڻ. رَلبَڪ- الڪ. اڙتيي- ڦَنڌو- وَڪڙُ.

- چاڪانو وجهڻ: ٺهيل ڪم کي بگيڙڻ. جهيڙو وجهڻ. ڪم ۾ ڪانجاٽو وجهڻ.

● چاگيرو (ت): ذ. ٻڪريءَ جي ڏاس مان ٺهيل سٽ.

● ڇاڳُ ۽ ڇاڳ: ذ. (سن. ڇاڳ) ٻَڪريءَ جو ڦَرُ - ڇيلو.

● ڇاڳَر، ڇاڳِڙَ ۽ ڇاڳِرون، ڇاڳِڙون: ث. ڏسو "ڇاڳَلَ". ٻَڪريءَ جي ڪَلَ مان نهيل سانداري. ٽانگهي ڀاڻيءَ جي ڏوري.

● ڇاڳِرَڻُ (ل): مصدر. اڌو ڪارو ٿيڻ.

● ڇاڳَلَ ۽ ڇاڳَلون: ث. ٻَڪريءَ جي ڪَلَ مان نهيل سانداري (جا ڀاڻي وجهڻ يا سيٽاهه طور ڪم اچي). ڏوري. ڏنڊ. هَنر.

● ڇاڳِلائي ۽ ڇاڳِلايون (ت): ث. ڇاڳِلائي. چَسڪو - مزو.

- ڇاڳِلايون ڪرڻ: مزيدار ڪاڌا کائڻ - چَسڪا وَٺڻ.

● ڇاڳا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڇاڳائي: اسم خاص. تعلقي مجاول ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڇاڳو ۽ ڇاڳا: ذ. صفت. اهو ماڻهو، جنهن جي هٿن يا پيرن ۾ ڇهه - ڇهه آڱريون هجن - ڇانگَرُ.

● ڇالَ: حرف نِدا. شالَ - شَلَ.

"واهڙ وَهِين مَ ڇالَ، سَڪي پيلاٽيون ٿِيِين" (شاهه).

● ڇالَ ۽ ڇالون (ڪ): ث. ڇوڏو. ڪجيءَ جي ڦَر هَنِ مان نهيل جُتي. هڪ قسم جي جُتي جا پيشَ جي نوڙِيُن مان ٺاهِين.

● ڇالُ ۽ ڇال: ذ. (سن. آدُ + شَلُ + لَنگَ) ٽپو - ٽَپُ - آڇانگ - ڪُڏُ - پُلُ.

- ڇالِرُ ۽ ڇالِرَ: ذ. صفت. ڇال ڏيندڙ - ٽپا ڏيندڙ.

- ڇالِٽو، ڇالو: ذ. صفت. ڇال ڏيندڙ. ٽپ ڏيندڙ.

● ڇالا: ث. (هه) ڪَلَ - ڇوڏو.

● ڇالارُ ۽ ڇالارَ (ڪ): ذ. جهنگلي جانور جو هڪ قسم.

● ڇالِٽو ۽ ڇالِٽا: ذ. (هه. ڇهالا. سن. اڪَرُ) ڇُلٽو - ڦلٽو - ڦوڦيندو - ڇالو. لِڦَ - ڦُلُوڪِٽو - ڇالُون هڻندڙ - ڪُڏُنو - ٽَپٽو.

● ڇالو ۽ ڇالا (ت): ذ. ڇُلٽو - ڦُلٽو - ڦُلُوڪٽو.

● ڇالي ۽ ڇاليون: ث. اکين جي هڪ بيماري (جنهن ۾ ڇپر جو اندريون پاسو سُڄي پوي) ڳِچيءَ جي هڪ بيماري - سَلِي. ڇُلٽو - ڇالو. آنڊ جي هڪ بيماري (جنهن ۾ ڪَن جي پاڙ وٽ ڳِڙُ ٿئي ۽ ان مان گندُ وَهي). "جهڙي ڇالي تهڙي ٻني" (چوڻي). ڇَلي. دَٻڪي - ٻنڊي (ت). (صفت) زود هضم - هلڪو (کاڌو). ڇِڏرن واري - ڇپيلري (مڇي).

● ڇاليا: ث. (هه) سوپاري.

● ڇامَڪَ ۽ ڇامَڪون (ت): ث. سنهڙو لَڪڻ - ڇَمَڪَ - ڇَهو. تَلهڙُ.

● ڇانُ: ت. (هه. ڇهايا) ڇانوَ - ڇانءَ - سايه.

● ڇانُ: ذ. (سن. ڇَدَمُنُ) ٺڳي - دولابُ - ڪوٽُ - فريب.

● ڇانٻَ ۽ ڇانٻون: ث. سَنهي ڪاني. ڏِلگهري. ڇِنيو. ڏور کي رسيءَ وجهڻ کانسواءِ لڪڻ سان هڪليندو هلڻ جي حالت. سَنهون ماڻهو - ڏُٻرو ماڻهو. اکين جي ڇِنٻَ (ڪ). وڍَ - ٽُڪَ - ڇانگَ (وڻ جي).

- ڇانٻَ ڪاهڻُ: ٻنا رسيءَ جي ڪنهن چوپائي کي اڳيان ڪاهڻ.

- ڇانٻَ ڪري اچڻ: پاڻيءَ جو زور سان ڌوڪي اچڻ.

- ڇانٻَ لڳڻ: لَڪڻَ جو ڌڪ لڳڻ.

● ڇانٻَرُ ۽ ڇانٻَرَ: ذ. سُڪَل ۽ سَنهي ٽاري - ڇانٻو.

● ڇانٻَڻُ (ل): مصدر. وڻَ جون ٽاريون وڍڻ - ڇانگڻ. ٽارين جا پَنَ روڙِڻُ - ٽاريون سوڌڻ. اکيون ڇِنٻَڻ (ڪ).

● ڇانٻو ۽ ڇانٻا: ذ. سُڪل ٽاري - ڏِنگهر. ڪنڊن کانسواءِ ٽاري.

● ڇانٽَڻُ: مصدر. ڪاٽڻ - وَڍڻ. ڇانگڻ (وڻ). جدا ڪرڻ. ڇُونڊي ڌار ڪرڻ. چونڊڻ - انتخاب ڪرڻ. ورهائڻ. گهٽ ڪرڻ. مختصر ڪرڻ.

- ڇانٽَ: ث. ڪَتر. ڇانگ - وَڍَ. ڪاٽَ ڪُوٽَ. تخفيف - ڪَمي. ڇُونڊ. ورهاست.

- چانٽ ڪرڻ: چانگڻ. وَڍڻ (وڻ) چونڊي ڏار ڪرڻ.

● چانپَڻُ (ل - ڪ): مصدر. چاپڻ. چِپَڻ.

- چانپَ: ث. چاپَ. مُهر. ڇِٽُ. مُورت - اشان - مارڪو.

- چانپَ منڊي

"ڇلا چانپَ منڊيون ڏَسيو ڏيل ڏري" (مل).

- چانپو ۽ چانپا: ذ. چاپو. ڇِٽَ وغيره ڪيڻ جو پورُ.

● چانپيٽو ۽ چانپيٽا (ت): ذ. جهَٽُ. وَجهُ - داءُ.

- چانپيٽو هڻڻ: جهٽ وجهڻ. ٻَري ڪان ڏڪ هڻي زخمي ڪرڻ.

● چانجَبلُڙو ۽ چانجَبلُڙا (ل): ذ. صفت. ڇِليولو- البيلو. کيچيلو - مسخرو.

● چانجِرو ۽ چانجِرا (ل): ذ. چانگرو. نَخرو- انگَلُ - نازُ - ماٺو.

- چانجِرا ڪرڻ: چانگرا ڪرڻ - نَخرا ڪرڻ - انگَلَ ڪرڻ - ماٺا ڪرڻ.

- چانجُرائي: ث. چانگرائي - ڇِليو ِلائي. مَسخري.

● چانچولَڻُ: مصدر. چاچولڻ - آگهارڻ - آچلائڻ. آٿلائڻ پُٿلائڻ. مَناڙَڻُ.

- چانچولَ: ث. چاچولَ. چُلڪو. پاڻيءَ ۾ مَناڙِڻ جي حالت.

● چانڊَ ۽ چانڊوڻُ (ل): ث. اشارو- اکين جو اشارو - غَمزو- هَلڻ وقت هٿ لوڏڻ جو هڪ نمونو- هَلڻ جي لوڏَ. آسانگو - آسرو - آڌَرِ. ڪانيءَ جي چپَرَ.

● چانڊو ۽ چانڊا: ذ. حصو- ڀاڱو- ڀَتي. خيرات وغيره مان فقير کي مليل حصو. ڏورو ڪاڏو- نيرَن. نَڪيءَ سان هٿ ڪيل مالُ. رُشوت.

- چانڊا پانڊا ڪرڻ: حصا ڀَتيون ڪرڻ. مفت جو مال ورهائي کڻڻ. موجون ڪرڻ.

- چانڊا پاڻي (ت): (محاورو) چانڊو پاڻي.

- چانڊا چِڏائڻ (ت): خرچيون وٺڻ. رشوتون وٺڻ. زور پيچڻ.

- چانڊا ڪرڻ (ت): مفت جو مال ڪائڻ. مَزو وٺڻ.

- چانڊائي ۽ چانڊائي: ذ. چانڊو وٺندڙ. چندو وٺندڙ. ونڊ وٺندڙ. ورهائيندڙ.

- چانڊو پاڻي: محاورو. مختصر ڪاڏو- معمولي خرچ پکو. خرچي. رشوت نيرَن.

- چانڊو پاڻي ڪيڻ: خرچي ڪيڻ - رشوت وٺڻ.

- چانڊو پاڻي ڪرڻ: نيرن ڪرڻ. رشوت ڪائڻ - ٽورو ڪائڻ - هيانءُ جهَلَ ڪرڻ.

- چانڊو چڏائڻ: چانڊو پاڻي ڪيڻ - رشوت طور ڪجهه رقم وٺڻ.

- چانڊو ڪرڻ: نيرَن ڪرڻ - هيانءَ جهَلَ ڪرڻ. رشوت ڪائڻ.

● چانڊائي: ذ. صفت. چَندُ ڪندڙ - نَڪُ - مَڪارُ.

● چانڊَ: ث. ميهَن جي چاتَ - چانٽَ.

● چانڊُ، چانڊُ ۽ چانڊَ، چانڊَ: ذ. صفت. ڇَڙو- اڪيلو. فقط "ڇَڙو" سان گڏ ڪم ايندڙ "ڇڙو چانڊُ"، "ڇَڙهو چانڊُ" بمعني ڪنوارو- اڻ پرڻيَلُ.

● چانڊو ۽ چانڊا: ذ. صفت. چُڙُڪُ - چُستُ - ڦُڙُتُ - چالاڪ.

● چانڊَڻُ: مصدر. (پرا. ڇَنٽئي. سن. تُوَڪش) چنڊڻ. چانٽڻ. چانگڻ. گهٽ ڪرڻ. ڪاٽڻ. ورهائڻ. چونڊي ڏار ڪرڻ.

- چانڊَ: ث. چانگَ - تخفيف. چانٽَ.

- چانڊِڻُ چُونڊَڻ: ڪاٽَ ڪُوٽَ ڪرڻ. وڏي ٽُڪي هلڪو ڪرڻ. چانگڻ. صفا ڪرڻ - تخفيف ڪرڻ - گهٽائڻ.

- چانڊِي: ث. چانگَ - چانٽَ. ڪوٽِ. ڪَمي. تخفيف. چنڊ چاڻ. چنڊ ڦُوڪ. صفائي.

- چانڊي ڪرڻ: تخفيف ڪرڻ - گهٽائڻ.

● چانڊِي: ث. لاهياري کي سنگن جي صورت ۾ مليل آجورو- لائي - حصو- بکرو.

● چانگَ ج چانگُون: ث. ٻاڪري يا رِيڍي مال جو وَلَرُ. ٽولو- ميڙ- گَلو- جماعت- لشڪر- فوج.

● چانگُ ج چانگَ: ذ. چانگَ- وَلَرُ. ٽَپُ- آچانگَ. ٻَلُ- ڪُڏُ.

– چانگَ ڏيڻ: ٽَپ ڏيڻ- ڇال ڏيڻ.

● چانگارو ج چانگارا (ل): ذ. چانگرو. نخرو. ماٺو.

● چانگارِي ج چانگاريون (ت): ث. ٽوڪَ- چِٽَر.

– چانگاريون ڪرڻ: ٽوڪون ڪرڻ.

● چانگاسُ (ٿ): ذ. ڳئون يا مينهن جو مُٽُ.

● چانگائي: اسم خاص. برهمڻ جي هڪ ذات جو نالو.

● چانگرِجَڻُ (ت): فعل مجهول. ڦَونڊجڻ. وڏائيءَ ۾ پرجڻ- آڪڙجڻ.

● چانگرو ج چانگرا: ذ. ماٺو- آنڱَلُ. ناز نخرو- ٽانءِ.

– چانگرا ڪرڻ: نخرا ڪرڻ- ماٺا ڪرڻ. نٽ لٽائڻ ڪرڻ. بهانا ڪرڻ- ٽانءِ ڪرڻ.

● چانگِڙو ج چانگِڙا (ٿ): ذ. چانگرو- ناز نخرو- ماٺو ٽاٺو.

– چانگڙو ڪرڻ (ٿ): ڪِتَ ڦِتِ ڪرڻ.

● چانگلِي ج چانگليُون: ث. ڪڄيءَ جي ڦَر جهلڻ واري ٽاري- گوشو.

● چانگِڻُ: مصدر. وَڻُ جون ٽاريون ڪپڻ. جدا ڪرڻ. چانڇڻ. وڍڻ.

– چانگَ: ث. وڻ جي ٽارين جي وَڍَ. ڪاٽَ ڪُوتَ. آلي ٽاريءَ جي شاخ. سنهي ٽاري.

– چانگائِڻُ: مصدر. ”چانگڻ“ مان متعدي بالواسطه. وَڻ جون ٽاريون وڍائڻ.

– چانگَ پوڻ: وَڻ ۾ وڍُ پوڻ.

– چانگُرُ ج چانگُرَ: ذ. وڻ جي ٽاري- لامَ.

● چانگهُ ج چانگهُون (ڪ): ث. چانگ- وَلَرُ.

● چانگَهرُ ج چانگَهرَ: ذ. درياءُ مان نڪتل ننڍو واهڙُ.

● چانگهَڻُ (ڪ): مصدر. ڏسو ”چانگِڻُ“.

– چانگهَ ج چانگهُون: ث. ٽارين جي وَڍَ- چانگَ.

● چانئوَ ج چانئُون: [هه. ڇايا=: ف. سايه]. ڇانءَ- سايو- ڇاڇو- چانئولو (چانئِورو)- ڇاڇولو. آجهو- ڍَڪُ. اولو. ڪکن جو گهر يا منهُنُ- سهارو- پناهَ- آڙَ- بچاءُ- حفاظت- حِمايَت- پُشتي.

– چانئو مانئوَ رهڻ (ٿ) (محاورو). مانٺ ۾ رهڻ- صبر ۾ رهڻ.

– چانئولو ج چانئولا: ذ. ٿوري ڇانءَ- ڇاچولو. جنن" وغيره جو ڇاچو- ڪکائون گهر- معمولي گاهه.

– چانئو پرائي: ث. ڇانءَ- چانئولو.

– چانئو پرو، چانئو پلو ج چانئو پرا: ذ. ڇاچولو- چانئولو (چانئورو) (صفت) ڇانءَ وارو- سايه دار- ديوَ يا پَريءَ جو آثر.

– چانئهولو ج چانئهولا (ٿ): ذ. ڇانءَ- ڇاچو. ٻنيءَ ۾ ڇانءَ لاءِ ٺاهيل منهَنُ.

● چانئوڻي ج چانئوڻيون: ث. [هه. ڇايا=] فوج جي رهڻ جو هنڌ- لشڪرگاهه- صدرُ. شڪارپور ۽ جيڪب آباد ۾ ديهه جو نالو.

● چانئوان: ذ. [جمع صورت. چانئون ج چانئوان] رت جي ڪمي سبب ڳَلَ تي ٿيل ڪارا داغَ.

● چانئهرَ: ث. چَمپُ- دَتُ- چَنڊُ- مَڪَرُ- مِڪِرُ.

– چانئهرِ ڪرڻ: دَتُ هڻڻ. مَڪَرَ ڪري ويهي رهڻ. مِڪِر ڪرڻ- چَنڊُ پڪيڙڻ.

● چانئهوڻ ج چانئهاڻ: هنداڻو- چانئهين.

● چانئهي (ٿ): ث. چانئوَ چانئولو.

– چانهِي چپِلو (ٿ): ذ. هڪ قسم جي رانهه (آس ۽ ڇانءَ جي).

● چانئهيالَ: ث. وَل جو هڪ قِسم.

● چانئهين ج چانئهيُون: هنداڻو- تَربُوز.

● ڇانءَ ج ڇانئُون: ث. [هه- ڇايا=] چانئوَ- ڇاچولو- سايو.

- چانئيرُ: ذ. صفت. چانئوَ وارو ـ سايہ دار.

● چانئيري: ث. چيلر ي مَڇيءَ جو هڪ قسم.

● چانئڻُ: مصدر. (هہ. چايا) چانئوَ ڪرڻ ـ ڍَڪڻ. لڪائڻ. پڪيڙڻ. چانئجي وڃڻ ـ پڪڙجي وڃڻ. غلبو حاصل ڪرڻ.

- چانئيَلُ، چانئيَلُ: ذ. صفت. چانوَ ڪيل. پڪڙيل. ڍَڪيَل.

● چانئين ج چانئيئون: ث. رَت جي ڪَميءَ يا گرميءَ سبب منهن تي ٿيل ڪارو داغ.

● چانئي هڻڻ: سَڙڻ ـ پَچِرَڻ. حَسد ڪرڻ.

● چانئيالُ (ت): ذ. صفت. پِٺ جو اوله وارو پاسو (جنهن تي صبح جي پَهر ۾ چانئو ٿئي). "تِڙڪولَ" جو ضِد".

● چاڻِ ج چاڻيئون: ث. ساموندي ڪارِي ـ ڪاڙِي.

● چاڻِ: ث. جهَڻِ ـ لَسِي ـ ڇِڊو ڏُڌُ.

● چاڻُ ج چاڻَ: ذ. درياءَ جو هُرلو.

● چاڻڻُ: مصدر. پَرڻُ يا ڪپڙي سان ڪنهن پيٺل شيءَ کي صاف ڪرڻ. ڏُوڻڻ (وڻ). تارَڻ (چاڻي ۾). ڪوهڻ (ڪنپ). ڪپرائڻ (ميوو، وڻ مان). چانگڻ (وڻ).

- چاڻُ ج چاڻَ: ذ. اٽي کي چاڻڻ بعد باقي بچيل ڦوڪُ ـ بوسو. ڪپهه جا ذرا (جي پِڃَڻ وقت آڏامي پَري پَون).

- چاڻائي، چاڻائي: ث. چاڻڻ جي مزوري.

- چاڻڻ ڀُهارڻ: مسڪين ٿيڻ ـ رُلڻ ـ ڌِڪا کائڻ ـ ڏاڍي هيٺي حال ۾ اچي وڃڻ.

- چاڻڻي ج چاڻڻيئون: ث. چاڻڻ جو اوزار ـ پَرَڻُ ـ چاڻڻ جو طريقو.

- چاڻو (ل): ذ. چاڻڻ لاءِ ڪپڙو ـ صافو. پَرَڻَ. چاڻُ. بَڇَت. وڻن مان ڦلن ڇڻڻ جي حالت.

- چاڻو پوڻ: ڪجين (وڻن) جو ٻُورُ ڇڻڻ.

- چاڻو ڪرڻ: ڪجيءَ جو ٻُورُ چاڻي ڇڏڻ.

- چاڻي ج چاڻيئون: ث. پَرڻُ ـ گِيچَڻُ. هُرلو (درياءَ جو).

- چاڻي پيڻڻُ: چاڻڻ چندڻ، تفتيش ڪرڻ ـ جاچي جُوچي ڪم ڪرڻ.

● چاڻو: ذ. جانورن جي شَهوَت ـ وهُرَ.

- چاڻو ڪرڻ: جانورن جي ماديءَ جو نَر سان ملڻ لاءِ وَهُرجڻ ـ شَهوَت ٿيڻ.

● چاوَنجاهہ: صفت. هڪ عدد جو نالو (۵٦). ڇهه ايڪا پنج ڏَهاڪا ـ پنجاهہ ۽ ڇهه.

● چاهہِ: ث. جهَڻِ ـ ڇاڇ ـ چاڻِ "سياري ۾ سيئي چڱا جن گهٽي باهہ، اونهاري ۾ سيئي چڱا جن گهٽي چاهہ" (چوڻي).

● چاهاني: ڇهه آني ـ ڇهه آنا. آنڪي پرڻ.

● چاهتَر: صفت. هڪ عدد جو نالو (٧٦). ڇهه ايڪا ستَ ڏَهاڪا ـ ستَر ۽ ڇهه.

● چاهٺِ: صفت. هڪ عدد جو نالو (٦٦). ڇهه ايڪا ڇهه ڏهاڪا ـ سٺ ۽ ڇهه.

● چاهَرِ (ت): ث. دَتُ. مَڪَرُ ـ فَندُ. اٽڪل ـ فريب.

- چاهَرِ ڪرڻ: دَتُ هڻڻ. مَڪَرُ ڪرڻ ـ جاڻي واڻي بيهوش ٿيڻ.

● چاهَلُ ج چاهَلَ (ڪ): ذ. پيش (پيِسَ) مان ٺهيل جُتي "ڏند ستاڻا شينهن هڻا، سي چِٽي پيا چاهل".

● چاهو: ذ. تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چاهوتَڻُ (ل): ظرف. تمام پَري.

● چاهُون: ضمير. چاڪان ـ ڇالاءِ.

● چاهي ج چاهيئون (ڪ): چانءَ ـ چانئوَ. ڇاڇو ـ سايو.

● چاءِ ج چائون: ث. (سن. ڇايا) وَرڪا ـ ٻَرڪا ـ پَوَنِ ـ وَسڪارو (ڪُڻن وغيره جو).

● چاءِ: ث. ڏَونرو. لَسِي ـ ڏُڌُ.

- چائيرُ ج چائيرَ: ذ. صفت. ڏَونرو وڪٺه ڙ ـ ڏوڏِي.

● چائيلَ ج چائيلُون (ڪ): ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● چائيڻُ: مصدر. ڏِسو "چالئيڻُ".

● چائوڙِ ج چائوڙيون (ٿ): ڇهن سَرَن واري آٽ جي مَهارَ.

● چائُونَ: ذ. گرميءَ سبب سُنهَن تي ٿيل چِتو- چائُئين.

● چائِي: ث. (سن. ڪشار) رَڪَ- ڪِهر ي- چار- ڦُلهيار. مِٽي- خاڪ- ڏوڙ. چانُوَ- پاڇو- سايو. (اسم خاص) تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

– چائِي پائِڻُ: ڏوڙ پائڻ. خراب ڪم ڪرڻ- ناجائز ڪم ڪرڻ.

– چائِي جا ٻُڪَ وجهڻ: ڏوڙ مُنهَن ۾ وجهڻ. واويلا ڪرڻ. رُلڻ. ڏوڙ پائڻ.

– چائِي چِتو ع چائِي چِتا: ذ. گناهه جو ڪم. ڏوهه گناهه- بُڇڙي عادت.

– چائِي چِتا پائِڻ: گناهه جهڙا ڪم ڪرڻ. ڏوهه گناهه ڪرڻ.

– چائِي چِٽڻ: بڇڙائي ظاهر ٿيڻ. ڪنهن جي مُنهَن مان نحوست نُمايان هجڻ.

– چائِي ۾ چيهه هُئڻ: تمام نياڳو هئڻ.

● چائيتاليهَہ: صفت. هڪ عدد جو نالو (٤٦). ڇهه ايڪا چار ڏهاڪا- چاليهه ۽ ڇهه.

● چايا: ث. (هه. چايا: ف. سايہ) ڇانءَ- پاڇو- سايو. جِن" ڀُوت جو پاڇو. هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

– چايا پوڻ: پاڇو پوڻ. جِن" جو واسو ٿيڻ. ماٺ لڳڻ- خاموش ٿي وڃڻ.

– چاياتُ: ذ. صفت. ڇانءَ وارو- سايہ دار.

– چايا نيتَرُ: ذ. (سن) سج جي پاڇي تي وقت ڏسڻ جو اوزار- سورج گهڙِي.

● چايانٽَ: ث. ديپڪ راڳ جي هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

● چايان' ڦايان' ڪرڻ: نبيرڻ. نقصان وجهڻ. ضايع ڪري ڇڏڻ.

● چَپَ: ث. (سن. چَوِ هُ) حُسن- سُونهن- خوبصورتي.

● چَپَ: ث. پاڻيءَ جي چَرَ. پاڻيءَ وارو ميدان. ڊورو- نَئن (نَئين') وِهاڻي وغيره جي چِو (ٿ). ڏاڙهي- سُونهارِي. ڪَپَ (ڪ). (صفت) گهاٽي- جهَپَ (لس).

– چَپَ چَپَ: شَپ شَپ- پاڻيءَ ۾ هلڻ جو آواز.

– چَپَ چاچولِڻُ: پاڻيءَ ۾ ٿاڦوڙا هڻڻ.

– چَپَ مان جهلي چَنڊَ ڪَيڻ (ڪ): ڏاڙهيءَ مان جهلي سيکت ڏيڻ.

● چَپُ، چِپُ (ل): ذ. هيٺاهين زمين. چَن.

● چِپَ: اسم خاص. تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چِپَ ع چِپُون': ث. سواريءَ جي جانور کي ٻيهارڻ يا هلائڻ لاءِ لَغامَ جي اوچتي ڇِڪ- ڇِڪِي. هَٿ لائڻ- ڇُهاءُ (ٿ). گاهه واري ايراضي- ماٿِري.

● چَپائِي، چَپائُئين': ث. دريائي ٻيڙيءَ جي شيخلي جي جهَل لاءِ رَسو. کاري جي ٻيڙيءَ جي ڪُوهِي جو ڦيچو- چَپائِي.

● چِپَٽُ ع چِپَٽَ: ذ. صفت. گُم. چَريو- چَرپَٽ.

– چِپَٽ ڪرڻ: لِڪائڻ- گُم ڪرڻ. لَٽي مِٽي ڪرڻ. کُپَتِ ڪرڻ.

● چِپَتِي ع چِپَتِيُون' (ک): جُتيءَ جو هڪ قسم- چَنپَل'.

● چِپِ چَپَ: ث. پاڻيءَ ۾ هلڻ يا ٿاڦوڙا هڻڻ جو آواز.

– چَپ چَپ ڪرڻ: پاڻيءَ ۾ هلڻ. ٿاڦوڙا هڻڻ.

● چِپَرِ: ث. گاهه جو هڪ قسم. ٻَرت جو هڪ قسم.

– چَپرائو: صفت. چَپر وارو- گهٽيءَ چَپر وارو. چپرائين زمين.

● چَپَرِلو: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چَپِرو ع چَپِرا (ت): ذ. هڪ قسم جو ٽوڪرو- چَپو.

● چَپِرِي ع چَپِرِيُون (ت): ث. ڪَجائو.

● چَپَڙاتُ ع چَپَڙاتَ (ڪ): ذ. کائڻ وقت چَپاڙڻ جو آواز- چاپو- چَپڙاتُ.

● چَپَڙُ چَٽُ (ت): ذ. صفت. چالاڪ. ٺَڳُ. ڪَنجُوس. گهٽو کائيندڙ- پيٽوڙِي.

● چَپَڙُ چَدُ: ذ. صفت. چَپڙُ چَٽُ.

● چَپُڙِي ۽ چَپُڙِيُون: ث. "چَپِي" جو تصغير. ڏٻڪي (ٿ).

● چَپڙِيُونُ (ل): ث. سونارن جي اصطلاح ۾ سَنهڙا سونا مَڻيا.

● چَپڪو: ذ. پاڻيءَ ۾ هَلَڻ يا ڪِرَڻ جو آواز.

● چَپڪي (ل): ث. ٿوري الداز ۾ - تمام گهٽ - ٿوري.

● چَپَلَ ۽ چَپَلُون (ث): ث. بي ڍنگي (زال) - بدافعالي. ويڇهڙَ.

● چَپَلاڻِي: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● چَپلو ۽ چَپلا: ذ. خلاصو - ويڪرو (وڳو) - کهِرُ کهِلو.

● چَپڻُ (چِپَڻُ): مصدر. اوچتي چڪي ڏيڻ - چِپِي ڏيڻ. لغام کي چپي ڏيڻي گهوڙي کي روڪڻ. چُهَڻُ (هَٽ).

● چَپو ۽ چَپا: ذ. ڪجيءَ جي ڦرهن يا ڪٺڪ جي ڪانگڙي مان ٺهيل ويڪري مُنهن وارو ٺپُو (جنهن ۾ مانيُون يا ڪارڪُون وجهن). ٽوڪرو. گهورڙئي جي شين رکڻ جو وڏو چَپو. جُتيءَ جو هڪ قسم - پناڻڪو چمپل (ت).

- چَپي پڄ هئڻ: گهڻين ذاتين جو گڏوچڙ هئڻ. جدا جدا ذات وارن جو هڪ هند گڏ هجڻ.

● چَپِي ۽ چَپِيُون: ث. ننڍو چپو. چاپَ. پنڊي - ڏٻڪي. شڪل - شبيهه (ٿ).

● چَپِي ۽ چَپِيُونُ: ث. اوچتي چِڪ - جهپي (لغام جي). سَٽَ - ضرب - ڌڪو - ملامت - ڏڀاءُ.

- چَپِي اچڻ: چِڪَ اچڻ. هيانءَ ۾ سُور ٿيڻ. سَٽ اچڻ.

- چَپِي ڏيڻ: اوچتي چِڪ ڏيڻ. سَٽ ڏيڻ. لغڙ کي چِڪَ ڏيڻ.

● چَپيلو ۽ چَپيلا: ذ. صفت. سُهڻو - حَسين - خوبصورت - ڪشادو.

● چَپُ راڏِي: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چِتَ ۽ چِتيُونُ: ث. پالي جهڙو هڪ اوزار (ڏکي ڪانيءَ ۾ لڳل ڪُنڍيدار سُوئو جنهن سان مُهاڻا مڇي ماريندا آهن، ۽ پڻ پئي شڪار ۾ ٻه پالي وانگر ڪم اچي)

چِتَن منجهه چِتيون، هنيون هوت هڻن سين (راڄن شاهه).

چِتِ - ڪُنڍُ.

● چِتِ ۽ چِتِيُونُ: ث. جاءِ جو ڍَڪُ - ڪُنڍُ. ڪونو.

- چِتِ تان ٽالهه آڇڻ: ڳالهه وائکي ڪرڻ. راز ظاهر ڪرڻ. ڌارين کي همراز ڪرڻ. دشمن کي دل جو حال ڏيڻ.

- چِت مان آسمان ڏسڻ: جاءِ جي چِت کي سوراخ هئڻ. غريباڻو گهَرُ هئڻ.

● چِتِ (ت): ث. پَٽو. سُٽڻ (ت). پَٽڙِي جي اندران پاتڻ جو ڪپڙو. رِڏَ جو ننڍڙو ڦرُ (ڪ).

- چِتِ چُڙيو ۽ چِتِ چُڙيا: ذ. صفت. پِچِتو. هلڪيءَ دل وارو. بزدل. ٽرڙو.

- چِتِ چِنل هئڻ (ت): سست هئڻ. بزدل هئڻ.

- چِت چوڙڻ (ت): همت هارڻ - بزدل ٿيڻ.

● چِتا: ذ. هميشه جمع ۾ ڪم ايندڙ لفظ. زالن يا ٻارن جي مٿي جا ننڍڙا ۽ آيا وار - چُنڊا.

- چِتا اڇا ٿيڻ: وار اڇا ٿيڻ - عُمر وڏي ٿيڻ. زماني جو گهڻو تجربو پرائڻ.

- چِتا چِڏائڻ: مٿي جا وار رڪائڻ.

- چِتا چوڙائڻُ (ت): مينڍيُون چوڙائڻ. وارَ چوڙائڻ.

● چِتارا: اسم خاص. فيڊرل ايريا ڪراچيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چِتائي: چالدين جي حسنائي پاڙي سان هڪ پاڙو.

● چِتَرُ: ذ. چِتُ.

- چِتَرَ پَتِي: ذ. صفت. تاجدار - راجا.

- چِتَرُ ڌارِيُ: ذ. تاجدار - راجا.

● چِتَرُ ۽ چِتَرَ: ذ. تَڏي جو چِٽل ٽُڪر- چِتُرِي. تَڏو- ٻرڄ. چوڏو- چِپِتُر. چِٽيون ٽِيل شيءِ. ٻُراڻي جُتِي يا جهونو گهِيتِلو- ڪلِتَرُ. آڏِي ڪَتريَل ڪپڙي جي ڏَرَ جو وڏيل ٽُڪر- چِپِتَرُ. مُئي ماڻهوءَ جو ٻَتُر (ل). مُوءِ.

- چِتَر چُهائِڻ: مُوءِ لهرائڻ.

● چِتُرِڙي ۽ چِتُرِڙيُون (ٿ): ث. (سن. چِتُرِڪا) چِٽِي.

● چِتُرو ۽ چِتُرا: ذ. صفت. ڏُکيو- اهنجو. ڪُتَل. ماڪيءَ جو مانارو (ٿ). حرڪتي- اڻونڌرو- بي آرام- شرارتي.

- چِترائِي: ث. بي آرامي- کيچَل.

● چِتَرِ وَرنُ: ذ. صفت. هُنرمند. دغابازُ.

● چِتُرِي: اسم خاص. هندن ۽ مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو- کَتَرِي.

● چِتُري ۽ چِتُرِيُون (ٿ): ث. [هر] چِٽِي- ڦوپ چِٽِي.

- چِترِي آڏائِڻ: واپارين جي اصطلاح ۾ اگهه وڌائڻ- مهانگائي ڪرڻ.

● چِترِي ۽ چِترِيُون: ث. تَڏِي جو ٽُڪر- چِٽَل تَڏو. سَنها ۽ گهاٽا ڪَڪَر (ٿ).

● چِتُرِيس (ٿ): صفت. هڪ عدد جو نالو- چَٽيهَ (٣٦). ٽيهه ۽ ڇهه.

● چِتِڙا: ذ. ”چِتَا“ جو تصغير. ننڍڙا وارَ- چِتَا- چِنبا.

- چِتِڙنَ جي ساهيڙِي: محاورو. ننڍي هوندي جي ساهيڙي.

- چِتِڙنِ جي يارِي: محاورو. ننڍپڻ جي دوستي.

● چِتَڪُتائِي: ث. چِتِي ڪُتي واري حالت. ڏَڙهِيُون ۽ جهتَ. پِتَ ڪوهه- آندمانڊ. چرپائِي- ماليخوليا. ڪم جي گهڻائيءَ سبب ورڇ. بيزاري.

- چِتَڪُتائِي هُجڻ: گهڻي ڪم سبب بيزاري هُئڻ. پِتَ ڪوهه هُئڻ.

- چِتَڪَتائِي هَلڻ: بيهوُدِي هَلت هَلڻ. ڏِڙهِيُون ڏيڻ- چِتِي ڪُتي وارا چَڪَ هڻڻ.

● چِتَلَ: ث. ننڍن وارن واري عورت. (اسم خاص) عورت جو نالو.

● چِتَن شاهُ: اسم خاص. تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه جو نالو. مرد جو نالو.

● چِتو: اسم خاص. مرد جو نالو.

● چِتو ۽ چِتا: ذ. صفت. چِڙيل- مَستُ- پاگلُ- ديوانو- هُڙڪيو- سودائِي- بَد حواس- چَڪ هڻندڙ (ڪتو وغيره)- ”چِتائِي“ جي بيماريءَ ۾ ورتل (ماڻهو، ڪُتو وغيره).

- چِتو ٿيڻ: چريو ٿيڻ- چِڙجڻ. چِتي ڪُتي وانگر چَڪَ هڻڻ. ڪاوڙجڻ. بدحواس ٿيڻ.

- چِتِي ۽ چِتِيُون: ث. صفت. ڪائِيندڙ- قاڙيندڙ. سخت بُڇڙِي.

- چِتِي وارا چَڪَ: محاورو. چِتَڪُتائِي. چَڪر هڻڻ جي حالت. چرپائِي. بَد حواسي. هر ڪنهن کي ڏاڙهڻ واري حالت.

- چِتِي وارا چَڪَ هڻڻ: چِتِي ڪُتي وانگر ڏاڙهن لاءِ اچڻ- وڙهڻ- جهيڙو ڪرڻ- بد حواس ٿيڻ.

- چِتِي وارِي لُڙِي: محاورو. اوچتي لُوهَ. اوچتي ڊوڙ.

- چِتِي وارِي لُڙِي ڪرڻ: اوچتو حملو ڪرڻ. اوچتو سَٽ ڏئي وڃڻ.

● چُتو: مصدر ”چُهڻ“ مان اسم مفعول. چُهيو

”قاسم ڪر ڪڪوهه جو، تَرو نه چُتو تُن“
(خليفو نبي بخش)

(صفت) ناپاڪ- پليت. ليتڙيل- آلودو (ٿ). چُتِي.

● چِتو ڊهو: اسم خاص. تعلقي اوباوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چِتو منگِي: اسم خاص. تعلقي گڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چِتِي ۽ چِتِيُون (ڪ): ث. (سن. شَڪُتِهُ) پالي جهڙو هڪ اوزار- چِتِ. رِڍَ جو مادِي ٻچو (ڪ).

● چِتَ: ث. چِٽڪار- چِتڪار. ٻِجُ کي ٻنيءَ ۾ داڻو داڻو ڪري چِتَڻ جي حالت. پوک جو هڪ نمونو، جنهن ۾ ٻج چِتي مٿان هَر ڏيئي ڇڏ يندا آهن. تورڙو مينهن- ٻُوند. خراب ٻانس- ڏَپ- بَد بُوء. وڏيءَ عمر جي ڏاچِي (ت). آڪ جي ڪياڙيءَ جو پڳهرُ (ٿ). بُهتان- تُهمت- اِلزام.
- چِتَ اچڻ: ٻانس اچڻ- ڏَپَ اچڻ. بُڇان اچڻ- ڪراهت اچڻ.
- چِتَ ٻاٽي ٿيڻ: مينهن وسڻ. ٻُولد ٻُوند ٻوڻ.
- چِتَ ڦَتَ ٿيڻ (ت): جهيڙو ٿيڻ.
- چِتَ ڪاهَ: ث. پوک جو هڪ نمونو، (جنهن ۾ ٻج زمين ۾ چِتِبي، هَر ڪاهيو وڃي).
- چِتَ ڪرڻ: ٻج کي داڻو داڻو ڪري ٻنيءَ ۾ ڪيرڻ. زمين کي ريج ڪري مٿان ٻِجُ چِٽبي هَر ڏيڻ.
● چِتِ (ڪ): ث. بُهتان- الزام.
- چِتِ وجهڻ: بُهتان ڏيڻ- الزام مڙهڻ- ٽِڪ پِچَڻُ.
● چِتُ ۽ چِتَ: ذ. تاجُ- ڪَلنگي. موڙ (ڪڪيءَ جو). نار يا هُرلي جو هڪ چڪَرُ- ڊِينگهي جو مٿيون چڪر (مُهري وارو چڪر). چِتِبي. ٻيٺل ٻاٽيءَ تي چميل سپنُورُ. وڻ جون چٽني طرفن ڪٽيل ٻاڙون. ڇهن سالن جي اندر عمر وارو اٺُ (سنڌ جي مختلف ڀاڱن ۾ گهٽ وڌ عمر مقرر آهي، جيئن ٿر ۾ هڪ سال، آتر ۾ ٻي سال، ڪاڇي ۾ ڇهه سال ۽ وچولي ۾ ڇهه مهينا). توڏو. مانارو. گردن- ڪنڌُ.
- چِتُ جهُلائِڻ: سِرُ جي مٿان تاج آڻڻ. مٿان تاج يا غلاف جي ڇانءَ ڪرڻ
”مولئِا تنهنجي ميلڻ اٿي، لولاڪَ چِتُ جهُلايو“ (صالح شاهه).
- چِٽيرو: ذ. صفت. چِتَ وارو- تاجدار.
● چِتِ: حرف ندا. (نفرت ظاهر ڪندڙ لفظ) ڇيرا!
● چِتُ ڪرڻ (ت): وساري ڇڏڻ. صفا ڪرڻ.
● چِتا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (ڏاڙ هياري جبل ۾ ”نُومڙِيا“ ذات جو هڪ ڀاڙو، جي دوڏي چنيسر جا ماڻهو هئا، جڏهين دوڏي ۽ علاوالدين جي جنگ ۾ دوڏي هارايو، تڏهين سڀ آتي پيا، جن مان جيڪي جيند ڇڏائي پيا تن کي ”چِتا“ چيائون ۽ جيڪي پٺي نه سگهيا، رهجي ويا، تن کي ”ڪُهاوڙ“ چون).
● چِتارڻُ: چاتارڻ- چِتَڻُ- چِتَ ڪرڻ.
● چِتارو ۽ چِتارا: ذ. صفت. چِتَ وارو- ٻانسارو- بَد بُودار- ڏَپَ وارو. ڪِڪو. اڻ چِتيندڙ.
● چِتالو (ت): ذ. گاهه جو هڪ قسم. وڻن ۾ گاهه جي لاءِ چِتيل جوئر جو ٻج.
● چِتانڪُ ۽ چِتانڪَ: ث. [هه] ٻَنجَ تولا وزن- آنو.
● چِتانڪُ ۽ چِتانڪَ: ذ. ڏسو ”چِتانڪُ“.
● چِتاڻِ (ت): ث. جدائي. وڇوڙي. ڇِڃاڻِ. پريشاني.
- چِتاڻو (ت): ذ. جُدائِي. پريشاني.
● چِتائي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (ڪوسن جو ڀاڙو).
● چِتاءُ (ت): ذ. پاڻيءَ جي چِتڪار- چِٽڪار.
● چِتائِڻُ: مصدر. (پرا. ڇوڊا ويئِي. سن. آپ) ڇڏائڻ- آزاد ڪرڻ. جند ڇڏائڻ- ڇوٽڪارو ڏيارڻ- چاق ڪرڻ (علاج ذريعي).
- چِتائُو ۽ چِتائُو: ذ صفت. ڇوٽڪارو ڏيندڙ. بندُ خلاص ڪندڙ. بچائيندڙ.
● چِتائي (ت): ث. ڇِڃائي. جدائي- علحدگي.
● چِتڙائِڻُ (ت): مصدر. ڇِڃو ڪرائڻ- گهٽو پاڻي وجهي پتڙو ڪرڻ.
- چِتڙائي: ث. پتڙائي. ڇِڃائي.
● چِتڙو ۽ چِتڙا: ذ. صفت. ڇِڃڙو- پتڙو. پاڻيءَ جهڙو. سنهون- پتلو.
- چِتڙو ڪرڻ: پتڙو ڪرڻ- ڇِڃڙو ڪرڻ.
● چِتڪارڻُ: مصدر. چِتڻ. چِٽڪارڻ. پُرڪڻ.
- چِتڪارَ ۽ چِتڪارونَ: ث. چِٽڪارَ. چِتَ
- چِتڪارائِڻُ: مصدر ”چِتڪارڻ“ مان متعدي بالواسطه. چِٽڪارائڻ. چِڙڪائڻ. پُرڪائڻ.

- چٽڪارجڻ: مصدر ”چٽڪارڻ“مان فعل مجهول. چٽڪارجڻ. ڀڙڪجڻ.
- چٽڪار ڪرڻ: چٽڪار ڪرڻ. ڀڙڪڻ.
● چٽڪارو ۽ چٽڪارا: ذ. [سن. ڪارُ ڪهه=] آزادي - نجات - بند خلاصي - ڇوٽڪارو.
● چٽڪڻ: مصدر. [سن. ڪارُ ڪهه=] چٽڻ (ڪالهين ۾). روانو ٿيڻ (پنڌ ۾) شروع ٿيڻ. ٽڪڙو هلڻ. روئڻ ۾ پوڻ. ڀڄڻ.
● چٽڻ: مصدر. [پرا. چٽڪئي يا چٽڪيئي سن. ڪشپتيهه=] ٻج زمين ۾ ڇڪيڙڻ. داڻو داڻو ڪري ڦٽو ڪرڻ. چٽڪارڻ. چٽڪارڻ (پاڻي) - چٽڪار ڪرڻ - پاڻي چٽڪڻ.
● چٽڻ: مصدر [پرا. چٽڪئي يا چٽڪيئي سن. ڪارُ ڪهه=] چٽڻ - چٽڪارڻ. (شرڻ).
● چٽڻ: مصدر. [پرا. چٽئي سن. چٽ=] آزاد ٿيڻ. ڪلڻ (بند مان). ڇٽڻ (مرض مان) - شفاياب ٿيڻ - چاق ٿيڻ. هلڻ (ريل گاڏي). شروع ٿيڻ. انزال ٿيڻ. لڳڻ (بندوق، توب وغيره).
- چٽي پوڻ: آزاد ٿيڻ - بند خلاص ٿيڻ. آزار ڪان جند ڇٽڻ. ڇٽي پوڻ - انزال ٿيڻ.
- چٽي وڃڻ: آزاد ٿيڻ - بچي وڃڻ (سزا، ڏوهه ڪان) آزار مان جند ڇٽڻ. جيل مان ڇٽڻ. بي طاقت ٿيڻ.
● چٽو ۽ چٽا: ذ. مانارو (ڏينين، ماڪيءَ وغيره جو). سخت واءُ جو جهٽو (جو ماڻهوءَ کي چريو بنائي). تيکو واءُ - سخت طوفان.

”چٽا! چپر پرينءَ جو، پيرُ پرتيان تو“ (شاهه).

مچيءَ جو چلر. بيٺل پاڻيءَ تي چاول سينور. پيٽ - پاراتو (ث). (صفت). نيتر (ت). عادت (ت). هڪ عضوي جو نالو (ت).
- چٽو لڳڻ: ڪاوڙ جو سبب ملڻ. چريائيءَ جا پور اچڻ. وهمُ ويهجي وڃڻ.
● چٽو ۽ چٽا: ذ. صفت. جدو - چيڙو - پتڙو. پري. الڳ - جدا. پريشان.

- چٽو پاتو: ظرف. جدو پاڊو - ڪٿي ڪٿي - ورلي.
● چٽو: فعل. آزاد ٿيو. چٽي ويو. (اسم خاص) مرد جو نالو. ”ڏنو پٽ چٽي جو“.
- چٽاپٽ: محاورو. ننڍڙي ٻار جي نيچ ڏيڻ تي ماءُ يا دائي اِهي لفظ چوندي آهي.
● چٽو پاٽي: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● چٽو جويو: اسم خاص. تعلقي ميروخان ۾ هڪ ڳوٺ ۽ ديهه جو نالو.
● چٽو لوءِ: اسم خاص. تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● چٽو مهيسر: اسم خاص. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● چٽي ۽ چٽيون: ث. [سن. چٽرڪا] آس يا مينهن کان بچاءُ لاءِ تارن ۽ ڪپڙي مان ٺهيل ڇت (جنهن جي وچ مان لڪڻ هوندو آهي جنهن مان جهلي مٿي جي مٿان جهليندا آهن). ڪنهن پاڪ شيءِ مٿان سٽيو ڇت. (ڪير جي) ٽر - ملائي. ڇڪيءَ جي ڇوٽي - موڙ - چونڊ. ڇڪيءَ جي ڳجهي - چٽي - ڇهن ڏينهن واري رسم.
- چٽيرو ۽ چٽيرا: صفت. تاجدار - چٽر پٽي - راجا.
● چٽي ۽ چٽيون“: ث. [پرا. آت“ آ سن. آپٽڪا] موڪل - رخصت. اجازت - رهائي - ڇوٽڪارو - نجات - تعطيل.
- چٽي وٺڻ: موڪل وٺڻ - اجازت وٺڻ - رخصت وٺڻ.
● چٽيسو ۽ چٽيسا: ذ. صفت. وڏو بدمعاش - لچو - اوباش.
● چٽيلو ۽ چٽيلا: ذ. صفت. حرفتي - اٽڪلي - چالاڪ - چالباز - فريبي.
● چٽيهه: صفت. هڪ عدد جو نالو - ٽن ڏهاڪن ۽ ڇهن ايڪن وارو انگ (٣٦).
- چٽيهه لکڻو ۽ چٽيهه لکڻا: ذ. صفت چٽيهن لڇڻن وارو. سلڇڻو. نيڪ بخت - ڀڳتاور - ڳهڻين خوبين وارو. ڀڳوان. سڀاڳو - سڌورو.

- ڇنيھو: ذ. ڏاج ۾ ڏنل ڪپڙن جا ڇنيهه جوڙا. سٽ جو هڪ قسم.

● ڇٽ: ث. (١- سن. شش)، (٢- سن. ششٽ) قمري مهيني جي ڇهين تاريخ - ڇهين. ڇهه (ڏينهن). ڇهه مهينا.

- ڇٽ ڇٽ ڪرڻ: نه ونڻ. ڌڪارڻ.

- ڇٽ ڇماهي: محاورو. ڇهه ڏينهن يا ڇهه مهينا (ظرف) ڪڏهين ڪڏهين - ورلي - ڪاهي ڪاهي.

- ڇنيڙيو ۽ ڇنيڙيا: ذ. ڇهين مهيني چاول ٻارڻ. ڇهون.

● ڇٽي ۽ ڇٽيون: ث. (سن. ششٽ) ٻار ڄمڻ کان پوءِ ڇهين ڏينهن ادا ٿيندڙ رسم (جنهن ۾ ٻارجو نالو رکندا آهن) - عقيقه جي رسم.

- ڇٽيءَ جو ڇورو هئڻ: محاورو. ننڍي کان يتيم هئڻ - زماني جا ڌڪا کائي پختو ٿيڻ.

- ڇٽي کائو: محاورو. اهو ماڻهو جو ٻئي جو ڄم سڃيري. ڄائي ڄم کان واقف - چڱيءَ طرح ڄاڻڻ سڃاڻڻ وارو.

- ڇٽي مانجهاندو: ذ. هندن جي هڪ رسم.

- ڇٽيون کائڻ: ڄائي ڄم کان واقف هئڻ. سڀني حرفتن کان واقف هجڻ.

● ڇپ (ت): ث. لڪ. دٽ - ماٺ - خاموشي. ڏسو "ڇپ".

- ڇپ چاڻ (ت): محاورو. ڪجهه جهڳو پڙي.

● ڇپ: ذ. لڪ. ماٺ - ڇپ - خاموشي. دٽ - ڇانهر. جڪ. شڪاريءَ جو جانور جي شڪار ڪرڻ لاءِ لڪ. متقعد جو اندريون ٻاسو - پڇو - سڦرو.

- ڇپ ڪرڻ: لڪي ويهڻ. دٽ هڻڻ.

- ڇپ مارڻ: شڪار ڪرڻ وقت لڪي ويهڻ.

- ڇپ ماري ويهڻ: لڪي ويهڻ - دٽ هڻي ويهڻ. ڇپهه مارڻ.

● ڇپ ۽ ڇپون: ث. جبل جو وڏو پٿر. ڳري شيءِ. ڳرو بار - آفت - مصيبت. جهڪاڻ وارو جهنگ (ڪ).

- ڇپ پوڻ: بار پوڻ. مصيبت پوڻ (ٻاراتي طور ڪم ايندڙ).

- ڇپ ڇپيتيون ٿيڻ: مصيبت ٽري وڃڻ.

- ڇپ ڪرڻ: مصيبت نازل ٿيڻ. تڪليف رسڻ.

● ڇپ: ث. هڪ شيءِ جو ٻيءَ سان ڇهاءُ - ڇوپ - ناپاڪي.

● ڇپاتي: ظرف. ڳجهه ڳوهه ۾. "ڇپ ڇپاتي ڇپ دي بازي".

● ڇپاڪو: ذ. چمڙيءَ جي بيماريءَ جو هڪ قسم (جا رت خراب ٿيڻ ڪري چمڙيءَ تي دٻ دٻ ٿيڻ جي صورت ۾ ظاهر ٿئي) - ڇاپاڪو. پکيءَ جو هڪ قسم (جو گهڻو ڪري رات جو آڏامندو آهي).

● ڇپڻ: مصدر. طبع ڪرڻ - ڪتاب ڇاپڻ.

● ڇپڻ: مصدر. لڪڻ - پوشيده ٿيڻ - ڇپ هڻي ويهڻ.

● ڇپائڻ: مصدر. "ڇپڻ" مان متعدي بالواسطه. ڇاپائڻ - طبع ڪرائڻ (ڪتاب وغيره).

- ڇپائي: ث. ڇاپڻ جي حالت - ڇاپو. ڇپائڻ جو خرچ - طباعت.

● ڇپائڻ (ت)، ڇپائڻ: مصدر. (ٻرا. ڇپٽي يا ڇپٽي) لڪائڻ - مخفي رکڻ. گم ڪرڻ.

● ڇپٽ ۽ ڇپٽ (ل): ذ. جسم تي ٿيل داغ - دٻ.

● ڇپتر (ث): ذ. ڇوڏو. ڪک پن.

● ڇپٽي ۽ ڇپٽيون (ت): ث. ننڍي يا ھڪي جو قائل ٽڪر.

● ڇپجڻ: مصدر. "ڇپڻ" مان فعل مجهول. ڇاپجڻ - طبع ٿيڻ.

● ڇپجڻ: فعل مجهول. ڪنهن پليت شيءِ سان لڳڻ - ڇوپ لڳڻ - ڇوپجڻ - ناپاڪ ٿيڻ.

● ڇپر ۽ ڇپرون (ث). کاٽ جي ڇپر. رلدي ۾ وجهڻ جي ٽيڪ.

● ڇپر ۽ ڇپر: ذ. (سن. ڇٽ) ڇانءَ لاءِ ڍڪ (ڪکائين ڇت). ڪکائين منهن جي ڇت. منهن - ڇن - ڇنو - ڪڙ. لانڍي - جهڳو پڙي - ڀنڪي. ڍڪ - ڇانءَ. لڪ. آڏار - ڏڌ. اک جو مٿيون پردو - پلڪ - پڏر. جبل - ڏونگر.

- چپر پٽڻ: منهن ڏاهڻ. چانهه لاءِ ڪڪائين چيت ڏاهڻ.
- چپر چيڪڙ: اکين ۾ شور وجهڻ. ڪاوڙجڻ.
- چپرُ ڪرڻُ: گُم ڪرڻ- لڪائڻ.
- چپرُ ڪري ويهڻ: اجهو ڪري ويهڻ.
- چپر ڪٽ ۽ چپر ڪٽون: ث. هڪ قسم جي وڏي کٽ (جنهن جي مٿان مهاري وجهڻ لاءِ ڏڪ نهيل هجي). پلنگ.
- چپرُ ڪڻڻ: بارُ کڻڻ- مدد ڪرڻ- وڏي ذميداري کڻڻ.
- چپر ۾ چڙڻ: جبل ۾ رولڻ. مصيبت ۾ چڙي وڃڻ.
- چپر هجڻ: منهن هئڻ. چانهه هئڻ. پرجهلو هئڻ.

● چپرو ۽ چپرا: ذ. لوهي پڙچ. ڏڪ. چيت. ڳاڏين وغيره جي ٻيهڻ لاءِ ڏڪ سان جاءِ.
- چپرائون: ذ. صفت. چپر وارو- ڏڪ سان.

● چپرو ۽ چپرا (ڪ): ذ. مرد- ماڻهو. مڙس.

● چپرو ۽ چپرا (ڪ): ذ. ڪاٺ مان ٺهيل چاري- ٻچرو- جعفري دروازو- شبڪو.

● چپري ۽ چپريون: ث. ننڍڙي تڏي. تڏي ٽڪر- چپري. ڪانن وغيره مان ٺهيل پڙچ (جو دروازي آڏو ڏجي). پٽر. لنڊي لانڊي. رڍ جو هڪ قسم (وڏن ڪنن سان) هڪ ٻوٽيءَ جو قسم.

● چپري (ت): ث. رڍ جو هڪ قسم (وڏن ڪنن سان). جابلو ٻوٽيءَ جو هڪ قسم (جا ٻڪڙجي ۽ ڪنڊا ٿينس، دوا ۾ ڪم اچي). ڪانن يا ٻوٽن جي ٺهيل چيت. چپري. ننڍي لانڊي. تڏي ٽڪر.
- چپريائون: ذ. صفت. چپرائون- چپري وارو- ڪانن جي چيت وارو.

● چپڪوري (ت): ث. (ف. شب ڪوري) رات جي نابينائي- اکين جي هڪ بيماري (جنهن ۾ رات جو نظر نه پوي).

● چپلو (ٿ): ذ. آس.

● چپن (ٿ): صفت. هڪ عدد جو نالو- ڇاونجاهه (٥٦). پنجاهه ۽ ڇهه.
- چپني وارو ڏڪار: ذ. ١٩٥٦ سنبت وارو ڏڪار.

● چپنو: ١٩٥٦ (چپن) سنبت ۾ پيل ڏڪار- ڏڪار ”چپنار ڪاڙ، ترمتي چپنو ڏڪار آووڙي مارو واڙسين“ (مارواڙه جي مينگهواڙن جو ڳائڻ).

● چپڻُ: مصدر. لڪڻ.

● چپڻُ: مصدر. (پرا. چپو ٿيي. سن. چپ) پليت شيءِ سان لڳڻ سان ناپاڪ ٿيڻ- لڪڻ- لڪي وڃڻ- روپوش ٿيڻ.

● چپٺهار: اسم خاص. تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چپپرو، چپپريو ۽ چپپرا، چپپريا: ذ. صفت. (ڇهه + پپرو) ڇهن پيرن وارو- چالاڪ- ڏنگو- لچ- شرير.

● چپريل ۽ چپريل (ت): ذ. صفت. الڏو- نابين.

● چجاڻي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● چجڙو ۽ چجڙا (ٿ): ذ. چجُ- سپُ.

● چجُ ۽ چج: ذ. انُ چڻڻ ۽ وائڻ لاءِ سر جي تيلين مان ٺهيل وڏو ويڪرو ٿانءُ. سپُ- فيل گوش (ف)- هاٿيءَ جو ڪنُ.
- چجُ ڏيڻ (ت): انُ صاف ڪرڻ. مشهور ڪرڻ. خوار ڪرڻ- بدنام ڪرڻ. راز کولڻ.
- چج مان ڪاڍڻ: شڪارين جي اصطلاح ۾ سوئر جو هيري وڃڻ ۽ ماڻهوءَ جي هٿ ۾ چج مان انُ وغيره کائڻ.

● چجڙا: اسم خاص. سنڌ جي مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو. قنبر، جيڪب آباد ۽ لاڙڪاڻي تعلقن ۾ ديهن جو نالو.

● چجڙو: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چچلي ۽ چچليون (ت): ث. ننڍڙو چجُ.

● چچڙ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي ميرپورماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڇِڇڻُ: مصدر. (پرا. ڇڇڻي. من. ڇِڊُ) ٽُٽڻُ - ڀڄڻ. ڏارَ ٿيڻ - جدا ٿيڻ - الڳ ٿيڻ. هڄڻُ - ٽڪجڻ. لهي وڃڻ (پاڻي). موٽ کائڻ.

- ڇِڇُو: ذ. صفت. ڇِڇڻ وارو. ٽُٽندڙ.

● ڇَڇو ۽ ڇَڇا: ذ. ڇاڇو - ڇِت. ڇَنو.

● ڇَڇهرِي ۽ ڇَڇَهريُون: ث. دروازي يا دريءَ جي اڳيان ٿهيل ننڍڙي ڇِت. شڪارين جي اصطلاح ۾ ڳُڏُٽي ۾ اڏيءَ جي اڳيان مَنهَن جي ڇِت جو وڌيل حصو (جئن جانور جي نظر شڪاريءَ تي نه پوي). ورانڊو - برآمده.

● ڇُڇُ، ڇُڇُ: ث. (آواز) ريل گاڏيءَ جي انجڻ جي هلڻ جو آواز.

● ڇَڇ ۽ ڇَڇيُون (ل): ث. هيٺاهين زمين - ڍورو - ڊيلي - تَرائي. پاڻيءَ جي ڇَر - ڇاڇَر. ليٽَ - ٻوڏَ. درياءُ جي ٽانگهي ڍنڍَ (جنهن ۾ مَڇي مري). سيوهڻ ۽ ساماري تعلقن ۾ ديهن جو نالو.

● ڇَڇُ ۽ ڇَڇَ: ذ. تَلاءُ - ڪُنب. ڍَنڍَ. گهڻو پاڻي. پَلي جو پيٽُ. اها زمين، جنهن ۾ گِدرا پوکيا وڃن. (اسم خاص) ٽنڊي باگي ۽ ٽنڊي الهيار تعلقن ۾ ديهن جو نالو. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو. صفت. ٿلهو - ٻيڊَنگو.

- ڇَڇُ ڇِنڻُ: شوخي ظاهر ڪرڻ.

- ڇَڇُ ڪرڻ: ڪيمياگريءَ جي اصطلاح ۾ پاري کي گرم ڪرڻ بعد اهڙي حالت تي آڻڻ، جو باهه جي آماڙي ڏيڻ تي به نه اڏامي - قائمُ النّارِ ڪرڻ.

● ڇُڇُ ۽ ڇُڇ (ل. ٿ): ذ. صفت. بيوقوف - اڻڄاڻ. ڇَريو. (ذ) اُٺ جو مخصوص عضوو.

- ڇُڇائي: ث. بي عقلي - بيوقوفي - بي خبري - لاعلمي.

● ڇِڇائڻُ (ل): مصدر. ڪنهن شيءِ کي ڪراهت سان کائڻ.

● ڇَڇرَ: اسم خاص. مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو. (جُوڻيجن جو پاڙو) تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڇَڇَر ۽ ڇَڇَرُون: ث. ڇَرَ (پاڻيءَ جي) - ڇاڇَر. ٽوله.

● ڇَڇَرُ ۽ ڇَڇَرَ: ذ. صفت. اجايو ٿُلهو - ڦيڦو (جسم) - ٿُلهو ۽ لَڙڪيل پيٽُ.

● ڇَڇَرڪي: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڇَڇِڙُ ۽ ڇِڇِڙَ: ذ. گوشت جو بيڪار حصو (جو لڳلڳڙو ٿئي ۽ گوشت تان لاهي ڌار ڪيو وڃي) - ليبو - ڇيڇڙو - ڇِڇڙو.

- ڇِڇڙو ۽ ڇِڇِڙا: ذ. ڇِڇِڙُ.

- ڇِڇڙا ڇِڪڻ: خراب ڪم ڪرڻ.

● ڇَڇُ ڀُرڳِڙِي: اسم خاص. جيمس آباد ۽ ساماري تعلقن ۾ ديهن جو نالو.

● ڇَڇ جَوارُ يا سَرُ: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڇَڇُ ساهڙڪو: اسم خاص "ننگي" جي ويجهو هڪ ڍنڍ جو نالو.

● ڇَڇُ عاقل ناهيو: اسم خاص. "ننگي" جي ويجهو هڪ ڍنڍ جو نالو.

● ڇَڇِڪارَ (ث)، ڇَڇِڪارُ (ذ): (ل) پاڻيءَ هارڻ يا ڇُلڪڻ جو آواز.

● ڇُڇِڪارَ (ل): ث. مال کي پاڻي پيارڻ وقت آواز - "ڇي ڇي" جو آواز.

● ڇُڇُڪارڻُ: مصدر. ڪُتي کي ڇَڇَ ڪرڻ. ڇُڇڪار جو آواز ڪرڻ.

● ڇَڇَڪَتَر: ث. راند جو هڪ قسم.

● ڇِڇِڪو: ذ. پاڻيءَ ڇلڪڻ جو آواز. ڇاڇول. زوردار مينهن وسڻ جو آواز. ريل گاڏيءَ جي انجڻ جو آواز. لوڏو - ڌوڏو. ڌڪي.

- ڇِڇِڪا ڏيڻ: مينهَن جو رکي رکي وسڻ.

- ڇَڇِڪو ڏيڻ: مينهَن جو زوردار وسڪارو ٿيڻ. ڇاڇولڻ. ڦُٽڻُ. ڇولين جو آواز ڪرڻ.

● ڇُڇڪي (ت): ث. مينهَن جو ٿوري وقت لاءِ زور سان وسڪارو - ڇوهو.

● ڇَڇُنڊَڙُ، ڇُڇَنڊَڙُ ۽ ڇَڇَنڊَڙَ: ذ. ڇِڇُونڊرُ - ڪُئي جو هڪ قسم.

● ڇَڇو: ذ. آٽڪ - رُڪاوٽ - رنڊَڪَ. ڦنڌو.

● ڇِڇو ۽ ڇِڇا: ذ. صفت. ڍرو- سُست - آهستي ڪم ڪندڙ- بيڪار.

● ڇِڇوڙڻُ: مصدر. ڏُونداڙڻ. مٽيءَ ۾ لوٽِڻ - لِتوڙِڻُ- بيزار ڪرڻ- خفي ڪرڻ. ڳِينداڙڻ.

● ڇَڇُونڊرُ ۽ ڇَڇُونڊرَ: ذ. [هہ] هڪ قسم جو ڪُوئو (جنهن ۾ بَدبُو تمام گهڻي ٿئي)- انڌو ڪُوئو.

● ڇُڇَو والو: ذ. ڪپڙن جي ڍِڳهہ ۽ ويڪر.

● ڇَڇ و رهياڪو: اسم خاص. "ٺٽي" جي ويجهو هڪ ڍنڍ جو نالو.

● ڇُڇُوهَرُ (ت): ذ. بهتان - الزام.

● ڇَڇي ۽ ڇَڇِيُون: ث. ڇَڇِ- ڇَنِ. هيٺاهين ڪلراٺي زمين.

- ڇَڇي ٿيڻ: زمين ڪلراٺي ٿيڻ.

● ڇِڇِيُ ۽ ڇِڇِيُونُ: ث. ڪِڪِي. مَڇيءَ جي ڦِپَ- ڪِڪاڻ- ڪِڪَ- گندگي- ڪِنِ ڪِچرو- مڇيءَ جي بدبُوءِ

" ڏِکيءَ هاٺيُون ڪارِيُون، ڇِڇِيءَ هاٺا ڇَڇ "
(شاهہ).

گهٽ قيمت واري مَڇي. ڍلڍ جي مَڇِي. ٻارَ جو پيشابُ يا پاخانو.

● ڇِڇِي مورا: اسم خاص. تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڇِڊِرُ ۽ ڇِڊِرَ: ذ. شِڳوفو- مُسڪري. ڦند - فريب.

● ڇِڊِرڻُ (ٿ) مصدر. ڪپڙي تي ڪچي ڏاڳي سان ٽِڪُونُ اٽڪائڻ- ٽِڪُن جو پرت ڪرڻ.

● ڇِڊُرو ۽ ڇِڊرا (ٿ): ذ. صفت. ڇِڊو- پَترو. وِرلو.

● ڇَڏَ: ث. ڇڏڻ جي حالت. ڇُوٽِ (قيمت ۾) - لاٽ.

- ڇَڏَ ڇُوٽَ ڪرڻ: (قيمت ۾) ڪُجهہ رقم گهٽ ڪرڻ- ڪُجهہ رعايت ڪرڻ.

● ڇَڏَتِ: ث. ڇَڏَ- ڇُوٽِ. لاٽِ. معافي- قيمت ۾ ڪَمِي.

● ڇَڏائِڻُ: مصدر. "ڇڏڻ" مان متعدي بالواسطه. آزاد ڪرائڻ - بندخلاص ڪرائڻ. ونڻ - ڪجهہ حاصل ڪرڻ. گهٽ ڪرائڻ (قيمت). هڪ ٻئي کان جدا ڪرڻ (وڙهڻ وارن کي).

● ڇَڏِڻُ (ڇَڏَڻ): مصدر. ڇڏي ڏيڻ - ترڪ ڪرڻ- ڦِٽو ڪرڻ. تياڳڻ. رِها ڪرڻ- ڇوٽڪارو ڏيڻ. معاف ڪرڻ. ڏيڻ (استعفا، طَلاق). سُلڪ ڇڏڻ. ڇُوٽ ڏيڻ. شڪار پنيان ڇڏڻ (شڪاري ڪتي کي). درگذر ڪرڻ- نظرانداز ڪرڻ.

- ڇڏي ڏيڻ: رها ڪرڻ- آزاد ڪرڻ. نظرانداز ڪرڻ- درگذر ڪرڻ.

- ڇڏي ڍارڻ: ڇڏي ڏيڻ. آزاد ڪرڻ.

- ڇڏي وڃڻ: ڦِٽو ڪري وڃڻ. دست بردار ٿيڻ. مري وڃڻ- لاڏاڻو ڪرڻ.

● ڇَڏو ۽ ڇَڏا (ل): ذ. پاڻيءَ جو ننڍو ڍُٻو - ڍَهو.

● ڇڏوچاڻُ: ذ. صفت. ڪنهن نہ ڪم جو- نِڪمو. خسيس. بيعقل.

● ڇِڊَ: ث. ڇِڊائي- پَترائي. ٿلائِي- رِقّت. ڏُورِي- پريَرائِي. ڇِڊِري لَسِي- پاڻياٺ.

● ڇِڊُ ۽ ڇِڊَ (ت): ذ. [ع. شرّ > ڇِرُ > ڇِڊُ] ڪِپڏُ- فريب. (صفت). حرڪتي- ڏِنگو.

- ڇِڊُ ڇِنڇَرُ (ت): محاورو. تمام ڏنگو- لُچو- حرڪتي- بدمعاش.

- ڇِڊُ جاڳائِڻُ: حرڪت ڪرڻ. جهيڙو جاڳائڻ.

- ڇِڊُ مچائڻ: ڇِڊُ جاڳائڻ. فساد جاڳائڻ - جهيڙو وڌائڻ.

● ڇِڊڙائِڻُ: مصدر. ڇڊو ڪرڻ- ٿڙو ڪرڻ. گهٽائڻ- ٿورو ڪرڻ.

● ڇِڊڙو ۽ ڇِڊڙا: ذ. صفت. "ڇڊو" جو تصغير. پترو- پاڻيءَ جهڙو. پاڻياٺو (ذ) فريب- ٺڳي- دولابُ.

● ڇِڊَڻُ (ڪ): مصدر. شاديءَ جا ساٺسَوَڻ ڪرڻ.

● ڇِڊو ۽ ڇِڊا: ذ. صفت. گهٽو ٻاٽي ٻيل- پترو- پتلو. ٻَري - وِٿيرڪو. جُدا - الڳ. پَترو. (ث). ڇِڊِي ۽ ڇِڊيُونُ.

- چِڏائي، چِڏائِي: ث. پَنڌائي. ڏُوري - ڀرپرائي - گهٽتائي - ڪَمِي - فاصلو - وِٿي.
- چِڏو پاڏو: محاورو: اِيڪڙ ٻيڪڙ - ٿوري انداز ۾ - وِرلو. ڪڏهين ڪڏهين - اتفاق سان - مشڪل سان.
- چِڏو پاڏو لَڀڻ: ٿوري انداز ۾ هٿ اچڻ - وِرلي هٿ اچڻ - مشڪل سان لڀڻ - ڪڏهين ڪڏهين لڀڻ - آتفاقي هٿ اچڻ.

● چِڏُ ۽ چِڏَ (ث): ذ. [ع. شَرّ" > چِرُ > چِڏُ] جِن" يا ڀُوت جو اثر.

● چَر: اسم خاص. مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو. تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چَرَ ۽ چَرُون: ث. پاڻيءَ جي آٿل - لِيٽَ - ٻوڏِ. هيٺاهينءَ زمين ۾ بيٺل تالڳهو پاڻي. پاڻيءَ جي لَسَ. درياءُ جي چاڙهه جو پاڻي. ٻڪين، مڪڙن يا ٻڪرين جو وڏو تعداد

"اچي نمي نوتيارڪيءَ ۾، چاڳي سندي چَرَ"
(چام خان)

چانڳَ - وَلَرُ - قطار (ڪ).

● چِرُ ۽ چِرَ (ت): ذ. [ع. شَرّ"] فساد - جهيڙو - معاملو. چرپائي - شرارت.
- چِرُ ڪڍائڻ: شرُ ڪُڍائڻ. رِيسَ ڏيارڻ - شرارت پيدا ڪرڻ.
- چِرُ وجهڻ: فساد وجهڻ - جهيڙو مچائڻ - فساد برپا ڪرڻ.
- چَرڙِي: ذ. صفت. شيطان - فسادي - جهيڙاڪار.

● چُرَ: ث. مصدر "چرڻ" مان اسم. 'پور' سان ڪپڙي تي چاپي هڻڻ جي حالت. ڪپڙي تي لڪتل چِتِسالي.

● چُرُ ۽ چُرَ (ل): ذ. چُرڻ جو اوزار - پورُ - چُرَ جو ڪم.

● چَراڙو ۽ چَراڙا: ذ. پاڻيءَ جي جيت جو هڪ قِسم - سَرُطان - ڪيڪڙو.

● چُراڙِيُ (ل): ث. ريزگاري - ريزو - ريجو - روپئي جا چِٽل يا پيڳل پئسا - وڏي نوٽ جي عوض لنيدا نوٽَ.

● چِرائِڻُ: مصدر. چيڙڻ - چيڙائڻ - ڪاوڙائڻ. چريو ڪرڻ.
- چِراٽَلُ ۽ چِراٽَلَ: ذ. صفت. ڪاوڙيل - چِڙيل - چِريل - مَست.

● چُرائِڻُ: مصر "چرڻ" مان متعدي بالواسطه. چِٽَ ڪيائڻ (ڪپڙي تي).

● چِربِر: ث. چُوهو پاڻي. ڪَريَلُ ڪير.

● چِرِتِ (لس)؛ ث. جهيڙو - بکيڙو - معاملو. چِيڏَڪُ - چِندُ - مَڪَرُ - سُرتِ - سنيالَ.

● چَرچوتِ: ث. آڪلاءُ - جلدائي.

● چَرُڙِ: ذ. صفت. چونڪو - ريزڪي - "چَرڙ ڪم". چِتَل (پئسا). رولو - بيگانو - آواره - بيوا هو.

● چِرُڙ ٻِرُڙ، چِرُڙِو رُڙِ: ظرف. چِڙِو چِڙِ - مُنتَشَر - ڊانوان ڊول - ٽِڙيل ٻِکِڙِيلُ. ڪَريَلُ ڪير جو پاڻي. چوهو پاڻي.

● چَرڙِيُ ۽ چَرڙيُونُ: ث. جالور جو هڪ قِسم - گِلوئِي - ڪِرِڙي.

● چِرُڪَ: ث. هوا جو ٿورو جهوٽو. ٿوري وقت لاءِ مِينهن جو وسڪارو. لوڻ ڀُرڪڻ جي حالت،

● چِرُڪَڻُ: مصدر. چرڪ پرڻ - اوچتو ڏڪي وڃڻ. ڊڄڻ - ڊَپ ڪرڻ - ٿَهڪَڻُ - ٿاهه کائڻ. ڀُرڪڻ - چِتڪارڻ (لوڻ، مصالح وغيره).
- چِرُڪُ، چِرِڪُ ۽ چِرڪَ: ذ. اوچتو ڊَپُ - تاهڻ - ڊيهو - اَڊِڪو - خوف - ڀؤ - آڏمو - جذبو - سوجَ.
- چِرڪائِڻُ: مصدر "چرڪڻ" مان متعدي بالواسطه. ڊيڄارڻ - تاهڻ. اوچتو ڊَپُ وجهڻ. ٿورو ٿورو ڏ ونڊرو وِلوڙڻُ (ل).
- چِرڪ پَرڻ، مارڻ: ڊپ کان اوچتو ڏڪي وڃڻ. ڊڄي وڃڻ. ٿَهڪَڻُ - چِرِڪڻ. ڪنهن ڊپ جي سببان اوچتو ٽپ ڏيئي آٿڻ.
- چِرڪ ٿيڻ: چِرڪ پوڻ. ڪنهن نامعلوم خوف جو احساس ٿيڻ - ڊِجي وڃڻ.

– چيرڪ پَوڻ: ٽاهہ پوڻ (جانورن يا پکين ۾). اوچتو ڏپ لڳڻ.
– چيرڪ ٿيڻَ (ت): ٽاهہ پوڻ. ڏڇڻ - ڏپ ٿيڻ.
– چيرڪيٺو ۽ چيرڪيٺا: ذ. صفت. ڏڇڻو - ڏيڇڻو - ٽهڪو (ث) چيرڪيٺي ۽ چيرڪيٺيون.
– چيرڪيل ۽ چيرڪيل: ذ. صفت. چرڪ پيل - ڏڇل. ٽهڪل.
● چِرَنٿ ۽ چِرَنٿون: ث. زناني زيور جو (هڪ قسم. هڪ قسم جي وڏي نٿ).
● چيرڻ: مصدر. چيري پوڻ - چيرڻ - ڪاوڙجڻ. چيتو ٿيڻ - بگڙي وڃڻ - چڙيو ٿيڻ. رلڻ - رمڻ - پيتڪڻ - ڪاٽڻ لاءِ اچڻ.
● چِرڻ: مصدر. (سن. چِرَ) چِرَ ڪرڻ - ڪپڙي تي رنگين پور هڻي، چِٽ گُل ڪيڻ. آڪرڻ - چِٽڻ.
– چِرِڻي: ث. ڪپڙي تي چِرَ.
● چيرڻي ۽ چيرڻيون: ث اوزار جو هڪ قسم (جا ڪاٺين وغيره چيرڻ ۾ ڪم اچي) - چيڻي.
● چِرِڻي ۽ چِرِڻيون: سونارن جي اصطلاح ۾ لوهي پٽ (جو ڳهن صاف ڪرڻ لاءِ ڪم اچي).
● چيرو ۽ چيرا: ذ (هہ. چـشرا) شيهي جي گولي. ڇيرو (بندوق وغيره جو).
● چِرو ۽ چِرا: ذ. اوزار جو هڪ قسم - وڏي ڪاتي - ڪات. رازڪي ڪم جو هڪ اوزار (انچ کن موڪرو، اڌ انچ کن ٿُلهو ۽ فوٽ کن ڊگهو لوهہ جو ٽڪرو جو درزن کي نوڪ ڏيڻ ۾ ڪم اچي).
● چِرو چِرِ، چيرو ڪير: صفت. چڙو ڇڙو - منتشر - ڏار ڏار - ٽيڙ ڀيل ڀڪڙيل.
● چِرَهو ۽ چِرَها (ت): ذ. سٽ جو ڏيرو.
● چِري ۽ چِريون: ث. وڍڻ جو هڪ اوزار - ڪاتي.
● چِرِيتائي: اسم خاص. تعلقي سجاول ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● چِرِيلو ۽ چِريلا (ت): ذ. صفت. چالاڪ - اٽڪلي.

● چِرِ ڀُهر: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● چِرِ ڀُٽ (ت): اسم خاص. مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.
● چِرِ يٺو ۽ چِرِ يٺا: ذ. ننڍي ڪاتي.
● چِڙ ۽ چِڙون: ث. ڏکي ڪاني. چِمڪ. ڪنجيءَ جي تاڙي. ان" وغيره چڙڻ جي حالت. صفائي - چنڊ. مار - پيچ - سزا. لوهارن جي اصطلاح ۾ 'ڌوڻ' کي هلائڻ جي حالت. (صفت) تيز - تکو - سڌو
"چنبو وجهي چور کي، آءُ چِڙ، عقاب" (شاهہ).
● چِڙائڻ: مصدر "چڙڻ" مان متعدي بالواسطه. جانورن تان ٻوسو لهرائڻ - ان" صفا ڪرائڻ - چِڙ ڪرائڻ.
– چِڙائي، چِڙائي: ث. ان" چڙائڻ جو اجورو. ان" جي چِڙ - سارڻ منجهان جانور ڪيرائڻ جي حالت.
● چِڙائو: اسم خاص. تعلقي ڏکڙيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● چِڙائو جاگير: اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● چِڙ ٻچاندو ۽ چِڙ ٻچاندا: ذ. صفت. اڪيلو - چِڙو.
● چِڙ ٻِڙ: ظرف. چِرِڙ وِرِڙ - منتشر.
● چِڙ ٻڻ: مصدر. چِڙٻ ڏيڻ - تڙي ڏيڻ. ڌمڪائڻ - دڙڪو ڏيڻ. چيڀڙڻ - سڻڻ. چنبو ڪيڻ.
– چِڙٻ ۽ چِڙٻون: ث. تڙي - پيڪ - ڌڙهي - دڙڪو. چيڀ. کهرو ڳالهاءُ.
– چِڙٻائتو: ذ. صفت. چِڙٻون ڏيندڙ - زود رنج.
– چِڙ ٻڪ ۽ چِڙ ٻڪ (ڪ): ذ. چِڙٻ - دڙڪو.
– چِڙٻون ڏيڻ: تڙيون چاڙهڻ - ڌڙهيون ڏيڻ - دڙڪا ڏيڻ - ڌمڪائڻ.
– چِڙٻي ۽ چِڙٻيون: ث. چِڙٻ - ڌڙهي - تڙي.
– چِڙٻي، چِڙٻيل: ذ. صفت. چِڙٻائتو - هُڙڪيل.

- چڙ پيسون ڏيڻ: چڙ پسون ڏيڻ - تڙيون ميلائڻ - ڏمڪائڻ.

● چڙت ۽ چڙت: ذ. صفت. چالاڪ - ڦڙت - جهنجهرو. آجو. چٽل - جلد باز.

● چڙ چڙ گابا (گابڙا): محاورو: چڙيل گابن وانگر پنهنجي مُنهن هلندڙ. ڪُليل گابن وانگر پنهنجي مُنهن چرندڙ. روءِ سوءِ - خود خيال - پنهنجي مُنهن.

● چڙ چڙ گابا (گابڙا) هئڻ: پنهنجي مُنهن مان هئڻ - چڙ وچڙ هئڻ. پڌيءَ ۾ نه هئڻ - سيني جو پنهنجو مُنهن هئڻ.

● چڙ چنبڊ: ث. آن" چڙڻ جي حالت. آن" جي چڙائي - چڙ.

● چڙ چوت: ث. ڪم جي جلدائي - آڪلاءُ - تڪڙ - تڙ تڪڙ - آپاهر - تيزي - تڪائي - عجلت - جلد بازي.

● چڙڪ: صفت. چوهو. ڪڙو تڙو - چست. ڦڙت. جل ڦتاڪو. تڪڙو.

● چڙڪو: ذ. صفت. چست - ڦڙت - چڙت. همت وارو (ذ) دٻاءُ - ڊپ (ت).

● چڙڪ ۽ چڙڪون: ث. ڪوڙڪي وانگر دام (جو عموماً ننڍڙن پکين جهرڪ بلبلن، جهرڪين وغيره جي ڦاسائڻ لاءِ آڏيندا آهن).

- چڙڪ آڏڻ (ت): اوسيئڙو ڪيڻ - انتظار ڪرڻ.

- چڙڪ مندڻ: پکين ڦاسائڻ لاءِ دام آڏڻ.

- چڙڪ (چڙڪون) هڻڻ (ت): بي لحاظو ڳالهائڻ. طعنا تنڪا هڻڻ. ڪُليل هڻڻ.

● چڙڪ: صفت. ڪُليل - چٽل. ڪُتو (جواب).

- چڙڪ جواب ڏيڻ: روکڙو جواب ڏيڻ. ٺهه ٺڪ جواب ڏيڻ. انڪار ڪرڻ. صفا جواب ڏيڻ.

- چڙڪ هڻڻ: بي لحاظو هئڻ. ڳالهائڻ جو چُرت هئڻ (جو رک رکاءُ نه ڪري ۽ منهن تي سچ چئي).

● چڙڪڻ: مصدر. چڙڻ (ل). وڄائڻ (ت) - آواز ڪيڻ (ٺالهيءَ وغيره کي ڏک هڻي).

● چڙڪڻ (ل): مصدر. آلڙڻ - آڪڙڻ (سنڌ). تنهن سبب عضوا ڍرا ٿيڻ.

● چڙ ڳاهي (ت): ث. ڳاهه ڳاهڻ جو هڪ نمونو - ٻنا ڦرنهي ڳاهه. ڳاهه مٿان چئن يا ڇهن ڏاندن جي هلر.

● چڙ مُوڙي (ل): ث. صفت. چڙ وچڙ. جدا جدا.

● چڙڻ (چڙڻ): مصدر. آن" جي داڻن تان ٻوسو لاهڻ لاءِ آڪريءَ ۾ ڪُٽڻ (فقط چانورن ۽ سانٺهي کي چڙيندا آهن) - چڙ ڏيڻ.

● چڙڻ: مصدر. چڙڻ - ڪاوڙجڻ. چڙڻ - سڙ جڻ. جوش ۾ پرجڻ.

● چڙڻ: مصدر. [پرا. ڇُٽئي سن. ڇُٽ] ڪُلڻ (ڳنڍ، هڙ). وهٽ جو رسي وغيره مان ڇُٽڻ. ڇُٽڻ - آزاد ٿيڻ - نڪرڻ (قيد مان) ڇُٽڻ (بندوق). وهڻ - جاري ٿيڻ (پاڻي). انزال ٿيڻ - خلاص ٿيڻ - ڇُٽي پوڻ.

- چڙنهي پلاند: آزاد - روءِ سوءِ - پنهنجي ٿي ڪٿي - خود مختار.

- چڙي پوڻ: ڇٽي پوڻ - انزال ٿيڻ.

- چڙي ڪوتا: ث. نثر.

- چڙيو (ڇڙيو) ڳالهائڻ: جئن آيو تئن ڳالهائڻ - خيال کان سواءِ ڳالهائڻ. ٻنا روڪ ٽوڪ ڳالهائڻ.

● چڙو ۽ چڙا: ذ. صفت. ڇڙهو هڪڙو - اڪيلو. اڻ پرڻيل - وانڍو. فقط - رڳو. (ث. چڙي ۽ چڙيون).

- چڙو چڙ سل: محاورو. اڪيلو - اڪيلي سر. وانڍو. اڻ پرڻيل - ڪنوارو (ث). چڙي چڙ مل.

- چڙو پڙو: ظرف. فقط - رڳو.

- چڙو چانڊو: ذ. صفت. ڪنوارو - اڪيلو. ٻارن کان سواءِ - چڙو چڙ مل. (ث). چڙي چانڊي.

● چڙ واڪ: ذ. صفت. آزاد - چٽل. واڳ کان سواءِ (گهوڙو، وهٽ). روءِ سوءِ - خود مختار. اختيار کان ٻاهر.

- چڙواڳي: ث. خود مختاري. پنهنجي مُنهن هڻڻ جي حالت. آزادي.

● چڙهه: ث. تيز وهڪرو (پاڻيءَ جو). ماٺِ - چُپ.

- چڙهه ڪرڻ، هڻڻ: چپ هڻڻ - دَٽ هڻڻ. ماٺ ڪري ڪري ٻوڻ.

● چڙهه ۽ چڙهون: ث. ڊگهي ڪاني - لڙهو. لام - ٽاري. سنهي ۽ ڊگهي ڪاني. ٻانس جو لڙهو. ڦڇڙي. ٽنگ. لت. درياءَ جي شاخ - چاڙهه.

- چڙهه لڳڻ (ت): ڦڇڙي لڳڻ. لت جو ڌڪ لڳڻ. نقصان رسڻ.

- چڙهه نہ ڇورڻ (ت): چنگهہ بہ نہ چورڻ. ڦڇڙي بہ نہ چورڻ. ماٺ ۾ پيو رهڻ.

- چڙهون هڻڻ (ت): چڙيون هڻڻ. هٿ پير هڻڻ - ڪوشش ڪرڻ.

- چڙهي ۽ چڙهيون: ث. چڙي - لت.

- چڙهيون هڻڻ: لتون هڻڻ - چڙيون هڻڻ.

● چڙهه: ذ. اجرڪ چرڻ جو ڇڊو رنگ.

● چڙهاٽ ۽ چڙهاٽون: ث. نار جو هڪ عضوو (پانڊي جي مٿان منجڻ واري ڪاني).

- چڙهه، چڙهائي: ث. سارين جي چڙ - چڙ ڻي.

- چڙهو چنڊ: ث. سارين جي چڙ. چڙچنڊ.

● چڙهو ۽ چڙها: ذ. صفت. چڙو - اڪيلو. هڪڙو. ڪنوارو. سُٽ جو ڦورو (ٽ). اها ڪاني جنهن تي ڪپهہ ويڙهي، دوا مان ٻوڙي ڪاڪڙي ڪي لائجي (ل). ڏپ - ٻانس (ل).

- چڙهو چانڊ ۽ چڙها چانڊ: ذ. صفت. اڪيلو. ڪنوارو - چڙو چانڊ. (ث). چڙهي چانڊ.

- چڙو چڙمل: ذ. صفت. ڪنوارو - اڻ پرڻيل. چڙو چڙمل. (ث) چڙهي چڙمل.

● چڙهي ۽ چڙهيون: ث. سنهي ڪاني. لڪڻ - ٽلهڙ - چڙي. لٺ. ٽاري - لام. لت - ڪجيءَ جي ٽاري. چانديءَ جي لٺ. سُٽ جو ڦورو (ٽ). اختياري (ٽ).

- چڙهيدار ۽ چڙهيدار: ذ. صفت. اهو ماڻهو، جو هٿ ۾ لڪڻ ڪٺندو هجي. بااختيار. لاٺن وارو - ٽارين وارو (وڻ). چوبدار - دربان.

- چڙهيون هڻڻ: چڙيون هڻڻ - هٿ پير هڻڻ - ڦٿڪڻ. ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪرڻ.

● چڙي ۽ چڙيون: ث. لڪڻ - لٺ - ٽلهڙ. ٽاري - شاخ ڪجيءَ جي ٽاري - لت - چڙهي. (صفت) اڪيلي. ڪنواري.

- چڙيون چانگڙ، ڪپڻ، وڍڻ (ت): ڪجيءَ جون ٽاريون چانگڻ.

- چڙيون ڏيڻ (ت): ڪجيءَ جي اصطلاح ۾، ڪجين ۾ سال جي گهٽائي هئڻ.

- چڙيون هڻڻ: لتون هڻڻ. ڦٿڪڻ. جند ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪرڻ. ڪپهہ وغيره ڪي سٽڻ (ڪ).

● چڙيتر ۽ چڙيتر (ت): ذ. صفت. حرڪتي - ائنترو - ڪپچلو - ڏنگو.

● چڙيو ۽ چڙيا: صفت چڙيل - ڪُليل. چوٽ (ريزو). (ذ) جلاب کان آيل ڪاڪوس. درياءَ جو (پاڻي).

- چڙيو ڦچڙيو ڳالهائڻ: بنا سوچ سمجهہ جي ڳالهائڻ.

- چڙيو ڳالهائڻ: چوٽ ڳالهائڻ. گستاخيءَ مان ڳالهائڻ. گهٽ وڌ ڳالهائڻ.

- چڙيو مٽائڻ: بدڪار ٿيڻ - بد پيشو ڪرائڻ.

● چسو ۽ چسا (ل): ذ. بيوقوف - بي عقل. هيڻو. بزدل - نادان - اناڙي - زن مريد - چهہ سو ٽارن وارو آئيل ڪڙو. مڇو (ث). چسي ۽ چسيون.

● چڪ ۽ چڪون: ث. (سن. چڪر) پسگردائي - آسپاس - ترُ. وسڻ - آبادي "ويجهي چڪ". ويجهڙائي - نزديڪي. (ف. شش = ڇهہ) تاس ۾ ڇهن داڻن وارو پتو. چڪي.

● چڪ ۽ چڪيون: ث. دريائي ٻيڙيءَ جي سڙهہ کي ٻڌڻ جي رسن مان هڪ رسو.

● چڪ: ذ. جهڙالو - ملار.

- چَڪَ اڇڻ (ت): سوداءُ ٿيڻ. دل تي ڪو خيال اڇڻ.

● چِڪَ ۽ چِڪُون: ث. [مصدر. چڪڻ > اسم چِڪَ] چِڪِيءَ - تاڻَ - زور. تڻڪ. ڪَٽَ جي واڻ وغيره کي ڏنل چِڪِي. ڪشش - تاڻگهه - آڪير - آڪنڊ - سِڪَ - ياد گيري - گهُرَ - طلب - ضرورت - تِڪَ (پاڻيءَ جي). تڪ مان زور سان هوا نڪرڻ جي حالت نڇ. هڪ دفعو چِڪايل شرابُ. مَنُڊِيءَ ۾ پيل نوڙِي - نيٺو - پَڪڙَ - گرفت - جذبو.

- چِڪَ چِپيڙَ ڪرڻ: چڪتاڻ ڪرڻ. گِهِلِ ڪرڻ. تڪليف ڏيڻ.

- چِڪَ چِڪاڻُ: ث. چِڪتاڻ. گِهِلَ گِينداڙَ. ڪشمَڪش.

- چِڪ مُنجهڻُ: تڪليف ۾ پوڻ.

● چِڪاچِڪ: ظرف. ڪناتار- تِيمتار- پَرپُور.

- چِڪاچِڪ ڪَرڻ: چِگيءَ طرح سان پَرڻ. ڊُوُ ڪرڻ. تِيمتار ڪرڻ.

● چِڪائِڻُ: مصدر. چِڪن ڪرائڻ - پاڻ تي موهت ڪرڻ.

● چِڪائِڻُ: مصدر. "چِڪڻ" مان متعدي بالواسطه. چِڪَ ڏيارڻ - تاڻائڻ - وڻڻ (پاڻي يا بجلي جو ڪنيڪشن). گهُرڻُ (سڱ). گِهِلائڻ (ڪورٽ ۾). وڻڻ (حق). دعوي چمائڻ.

● چِڪتاڻ: ث. [چِڪن > چِڪَ + تاڻڻ > تاڻ] چِڪِ چِڪاڻ - گِهِلَ گِينداڙ. رَڳِڙو- معاملو- تقاضا- طلب - ڪشمڪش.

- چِڪتاڻَ ڪرڻ: چِڪ چِڪان ڪرڻ. سختيءَ سان گهُر ڪرڻ. گِهِلَ ڪرڻ.

- چِڪَ پؤڻُ: محاورو. ڏاري جو چِڪو (چهه داٽا) يا پؤڻُ (هڪ داٽو). چوپڙ يا ڏاري راند ۾ ڪنهن ڊر جي رالد جي اها حالت جنهن ۾ چِڪو پوڻ سان رالد اجا بس هلي سگهي ٿي ۽ پؤڻُ جي داءُ پوڻ سان راند ختم ٿي وڃي. آخرين داءُ پچاڙي (راند جي). انتها (ڪنهن ڪم جي). پويان پساهه. باقي ٿوري وقت تي.

- چِڪَ پؤن تي اچي بيهڻ: راند جو نبرڻ. راند (چوپڙ جُوا) آخرين داءُ تي هئڻ. ڪنهن بس شئي جو خاتمو ٿيڻ. پڇاڙي ٿيڻ. مَرڻ جي ڪَنڌيءَ تي هُئڻ.

- چِڪَ پؤن تي هُئڻ: چِڪ پؤن تي اچي بيهڻ. مَرڻَ جي ڪنڌيءَ تي هئڻ. تمام جلدي ختم ٿي وڃڻ واري حالت ۾ هئڻ.

● چِڪجَڻُ: مصدر. "چِڪڻ" مان فعل مجهول. سِڪو نهڻ.

● چِڪجَڻُ: مصدر "چِڪڻُ" مان فعل مجهول. تاڻجَڻ- ڪَشجڻ-اينگهجڻ- گهِلجڻ (ڪورٽ ۾).

● چِڪَرُ ۽ چِڪَرَ (ت): ذ. صفت. آهو ماڻهو جنهن کي هٿ ۾ چِهَه آگريون هجن - ڇاگو.

● چِڪِرُ ۽ چِڪِرَ: ذ. صفت. چِڪيندڙ - زوري ڪَسيندڙ- چِنَندڙ- چِڪيءَ وارو (مريض).

● چِڪَ رَسِ: ث. دريائي پيڙيءَ جي چِڪڻ لاءِ رسو- لانُهه.

● چِڪِڙو ۽ چِڪِڙا: ذ [سن. شَڪَٽُڪَهُ] بيل گاڏي جو هڪ قسم (جنهن کي چار ڦيٿا هجن، مٿان ۽ پاسن کان بند ٿيل هجي، سواريءَ جي ڪم اچي). هڪ قِسم جي ڊَڪَ واري بيل گاڏي. ريل گاڏيءَ جو ننڍو گاڏو.

● چِڪڙيءَ چِڪِڙيُون: ث.[سن. شَڪَٽُڪَهُ] گاڏيءَ جو هڪ قِسم. اجائي ميار رکڻ. چوپڙ راند جو هڪ داءُ. چِهن داڻن وارو پتو- چِڪَ.

● چِڪَن: صفت. موهت - عاشق - فريفته - نشي ۾ غلطان - شيدا- مفتون - بدمَست - آلهُوتُ.

● چِڪُنڊو ۽ چِڪُنڊا: ذ. صفت. [سن. شَشُٽُ + ڪوڻُهُ] چِهن ڪندن وارو. چهن ڪندن واري شڪل.

● چِڪَڻُ: مصدر. چِڪَنَ ٿيڻ - موهت ٿيڻ - عاشق ٿيڻ.

● چِڪَڻ: ث. وَڏِي يا نوڙي جا مَنُڊِيُڙِي کي ڦيرائڻ لاءِ ڪم اچي (ل)- وَڏِي- نيٽو. ننيڊڙي ٻار کي سَٽَ جي سَوڻ ڪرڻ لاءِ آڪ جي پُورن پنن کي باهه تي سيکي انهن سان

ڪيڏيل رس (جا پار جي نَڪ ۾ وجهندا آهن). ٻُوٽيءَ جو هڪ قسم (جا ڪُٽِي ڇاڻي ناس وانگر ڪم آڻجي ته گهاٽي بلغم کي چِڪن رستي ٻاهر ڪڍي ۽ مٿي جي سُورَ کي فائدو ڪري) - نَڪَ چِڪِڻي.

● چِڪِڻُ (چِڪَڻُ): مصدر. (سن. ڪُرِشُ) چِڪَ ڏيڻ - زور سان ڀاڻ ڏانهن آڻڻ - تاڻڻ. ڪَشڻ. ڊِوَهڻُ. گِهِلَڻُ. لَلڪارڻ (مقابلي يا پَلاند لاءِ). ويجهو آڻڻ. گهُرڻ (سَڱ). طَلبَڻ (حق) - تقاضا ڪرڻ. ڀِيئَڻ (ٻيڙي، چِلم وغيره). اِينگهائڻ.

- چِڪِڻِي ۽ چِڪِڻِيُون: ث. ڀِچَڻ ۾ ڪم ايندڙ هڪ رسي (جنهن سان ٻچڙي جي پکي کي چِکي ٻَڌجي) - ڀچارن جو هڪ اوزار.

● ڇَڪو: صفت. (سن. شَشٽ = ڇهه) ڇهه (٦).

- ڇَڪو پنُجو ڪرڻ: ئِڙڪ ٽَڳي ڪرڻ - اٿَڪل سَتَڪَل ڪرڻ. دولاب ڪرڻ - ٽَڳي ڪرڻ.

● ڇَڪو ۽ ڇَڪا: ذ. (سن. شَشٽ = ڇَهه) هڏي، پٿر وغيره مان ٺهيل ڇهن پاسن وارو ننڍڙو مڪعب (جنهن تي هڪ کان ڇهن تائين ٽُپڪن جي صورت ۾ نشان ٽيل هجن، چوپڙ راند يا جوا ۾ داءُ هڻڻ جي ڪم اچي) - ڊارو - ڪُٽو (قُرعَہ). هڪ عدد جو نالو.

- ڇَڪائِي: ذ. صفت. ڇَڪا هڻندڙ - جُواري.

- ڇَڪو هڻڻ: ڊارو هڻڻ - جُوا ڪرڻ.

● چِڪو ۽ چِڪا: ذ. نوڙين مان ٺهيل گول سينهوڙي، جا ٽن يا چئن نوڙين ۾ ٻڌل هوندي آهي ۽ ساهميءَ جي پڙ وانگر ڇِت ۾ ٽنگيي، ان ۾ کاڌي جون شيون حفاظت سان رکي سگهبيون آهن (جيئن ماڪوڙين يا ٻلين وغيره جي نقصان کان محفوظ رهڻ). نوڙين سان ٺهيل چاريدار ڳوٿري جا ڳاهَ وقت ڍڳن جي ٻوٿ تي ٻڌندا آهن (جيئن ڏاند ان" نه کائي سگهن) - ٻُوتاڙو. سِڪي جي مٿان لڳل ٺپو يا نشان - مُهر. سِڪو. گهوڙي جي هڪ بيماري (جا اکين ٽنگن ۾ ٿئي).

- چِڪا ڏيڻ: ڳاهه وقت ڏاندن جي ٻُوٿن تي ٻوتاڙا چاڙهڻ.

- چِڪائِي ۽ چِڪائِي: ذ. صفت. چِڪا ٺاهيندڙ - چِڪن وارو.

- چِڪو چِڙڻ: آزاد ٿيڻ - ڇُڙواڳ ٿيڻ. پابندي لهڻ.

- چِڪو لَهڻُ: وات کُلڻ - گهٽيءَ نَڪَ ڪرڻ - گهٽو ڳالهائڻ.

- چِڪي تي (ڪُنڍي) رکڻ: وڏائي ڪرڻ - ٽيڙ ڪرڻ - پاڻ کي ڪجهه سمجهڻ.

● ڇَڪِي ۽ ڇَڪِيُون: ث. (سن. شَشٽ = ڇهه) تاس ۾ ڇهن انگن وارو پتو. (صفت). حيران - پريشان. مستاني - متوالي

"ڇَڪِي چوليءَ ۾ گهڙي، جِتي جي وِڙاهُ" (شاهه).

درياءُ ٻيڙيءَ جي قلميءَ کي قابو ڪرڻ جو رسو.

● چِڪِي: ث. هڪ قسم جي بيماري (ڪنهن ڳري بار کڻڻ يا ٽِپُ ڏيڻ وغيره سبب چيلهه ۾ سَٽ پوڻ جي بيماري) - ناف جي بيماري. چيلهه جو سُور. ڪچو ٻار ڪرڻ جي زناني بيماري (ت). مَلَهه جو هڪ انگ (جنهن ۾ هڪ مَلَهه ٻئي مَلَهه جي ٽَنگُن ۾ گوڏو ڏيئي، مُٺين جي زور تي مٿي آڇلي).

- چِڪِي اچڻ: ڪچو ٻار ڪرڻ. سَٽَ اچڻ. چيلهه ۾ سُور پوڻ.

- چِڪِيءَ تي کڻڻ: مَلَهه ۾ هڪ داءُ وڙهڻ (جنهن ۾ مخالف مَلَهه جي ٽنگن رچان گوڏو ڏيئي مُٺين جي زور تي مٿي کڻي آڇلجي).

- چِڪِي ٻَنَڻُ، کڻڻ: مَلَهه ۾ چِڪِيءَ جو وارو ڪيڻ.

- چِڪِي پَوَڻُ: ڪنهن ڳَري بار وغيره کڻڻ ڪري چيلهه ۾ سَٽَ پوڻ - ناف (دُنُ) ٽورو سِرڪي وڃڻ.

● چِڪِي ۽ چِڪِيُون: ث. چِڪَ - تاڻ. اوچتي چِڪَ - چِپي (لغام وغيره کي). سَٽَ "چِڪِيءَ چِناڻين، پَنڌُ مڙوئي پَبَ جو" (شاه).

جوهه. نقصان. دريائي ٻيڙيءَ جي سڙهه کي چڪي اڏ سان ٻڌڻ جي رسي. گهر - طلب.

- چڪي اچڻ: چڪ اچڻ. چپي اچڻ. نقصان ٿيڻ. گهُر ٿيڻ (قرض جي). گهٽو کاڌو ٿيڻ.

- چڪي پئڻ (ت): نقصان پهچائڻ.

- چڪي ڏيڻ: چڪ ڏيڻ. سٽ ڏيڻ. گهُر ڪرڻ. زور سان چڪي ٻڌڻ.

- چڪيون پائي وٺڻ: زوري ڪسي وٺڻ.

● چڪياري ۽ چڪياريون: صفت. [چڪ + ياري<واري] جنهن تي چڪتاڻ ڪجي

"آچاري پيئندي، چڪياري ڪين پيئندي".

● چڪيو: صفت. مُڙيو - چونڪيو.

● چڪيوڙو (ث): ذ. صفت. ٻئي جو زور - ٽيڪ - همت - مُڙسي.

● چگو ۽ چگا (ث): ذ. صفت. ڇهه ڏندو (جانور). ڇهن سالن جي ڄمار جو (وهٽ). ميجگو.

● چگو ۽ چگار (ث): ذ. طرو (پکي جو) - ڇيڙو.

● چگاٺي: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات (ضلعي لاڙڪاڻي ۾).

● چگر (ل): ذ. بدن جو لڪيل چمڙو (پيريءَ سبب).

- چگر لاڙڻ: ڳئون، مينهن وغيره جو اوهه لاڙڻ.

● چڳو ۽ چڳا: ذ. صفت. ڇهه ڏندو (جانور). ڇهن سالن جي ڄمار جو جانور. آهو ماڻهو جنهن جي هٿ يا پير ۾ ڇهه آڱريون هجن - ڇاڳو. (ث) چيڳي ۽ چيڳيون.

● چڳو ۽ چڳا: ذ. ميوي جو سڄو (خصوصاً انگور، ڊاک وغيره جو). ٽارين يا گلن جو جهڳٽو. چوٽو (وارن جو) ويڙهو (سٽ جو). موڙ. چٽ.

- چڳارو ۽ چڳائون: ذ. صفت. چڳن وارو. چٽ وارو.

● چڳي: ث. زناني ڪپڙي جو هڪ قسم - سوسي. (تر ڳاڙهو، جدا جدا رنگن جا سنها ليڪا، منجهانئس سٽڻون ناهين).

● چڳير ۽ چڳير: ذ. صفت. چڳي وارو. چڳن وارو. موڙ وارو. طري وارو. ڪلنگيدار. پهلوان - جودو.

"چاچر چڳيرن، گهورن اچي گهاتوئين".

(شاهه ڪريم).

ڏنل - پسنديده - سردار - اڳواڻ.

● چڳيري: سرلهه جو هڪ قسم.

● چل (ڪ): صفت. گهٽو - جنجهو - بي انداز.

● چل، چل ۽ چلن، چليون: ث. لشڪر - فوج - سپاهه. ستن سان پائي ڪيڏڻ لاءِ ٺڪر يا ٽين جو هڪ ٽانءُ - ڪنڃي - مڪ.

● چل: ث. ڪنڃي. فوج - ڪٽڪ.

● چل (ت): ث. ڪٽڪ جي ول جو ٿورو ٿورو حصو جو ڳاهه ڳاهڻ مهل ڏاندن جي پيرن هيٺان ڏيندا آهن.

- چل وجهڻ: ڳاهه ڳاهڻ مهل ڏاندن جي پيرن هيٺان ول وجهڻ.

● چل ۽ چل: ذ. [سن. چلهه يا چلم] مڪر - ڍونگ - ٺڳي - دولاب - سٽو - ڍڳ - دڙو (ڪ).

- چل چيدر: ذ. ٺڳي - مڪر - فريب - اٽڪل - ٽل.

- چل ڪرڻ: دولاب ڪرڻ. رسڻ - ٺڳڻ.

● چل: ث. [سن. شلڪهه] کل. چوڏو. چوڏي (ٻير جي). سنهون پردو. ڏاڙهونءَ جون کلون (جي رنگ طور ڪم اچن). ٿورو ذرو - زيور - ٽڪهه. چلڻ جي حالت. تڪليف - عذاب (ت).

- چيل مار: ث. مار موچڙو.

● چيل: ذ. کل. چوڏو. (اصطلاحاً) کل جهڙو زيور. ذرو.

- چيل ٻه نه ڏيڻ: ذرو ٻه نه ڏيڻ.

- چيل ٻٽ: ذ. ٽڪهه ٽڪنو. سامان سڙو.

- چيل ٻٽ پائڻ: ٽڪهه ٽڪنو پائڻ.

- چيل پٽ گڏ ڪرڻ: سنهي ٿلهي شيءِ گڏ ڪرڻ. ٽڪهه ٽڪنو جوڙائي رکڻ.

● چِلُ ۽ چِلُون: ث. (مصدر "چِلڻ" = هلڻ. سن. آچلڻ - چِلَ) هَلَڻي - پَندُ. جُنبش. رولڙو. تڪليف. ڪم جي کهٽائي (ت). ٽپو. ڊوڙ. آچل
"واهيري جي وير، چِلُون ڪَريان چِپَرين"
(شاهه).
(مصدر "چلڻ" مان امر) هَل
"تالڪي ڳوري چِل، لاڙائو سيج ٿيو"
(شاهه ڪريم).
● چِل هَل: ث. بيقراري. تِلان ولان.
- چِل هَل لڳڻ: بيقراري لڳڻ. آنڊ مانڊ ٿيڻ.
- چِلُون ڪرڻ: ٽِپَ ڏيڻ. آچِلُون ڏيڻ - ڊوڙڻ - خوشيءَ ۾ ٽينگ ٽپا ڏيڻ. جهوتو هڻڻ
"واهيري جي وير، چِلُون ڪريان چِپَرين"
(شاهه).
● چِلا چِل: ث. چِم چِم. بُوندَ وسڻ جو آواز
"چِرن چالُون چِلڙ چيها، چِلا چِل بوند ڏي چِٽڪا"
(احمد ملاح)
● چِلارُ ۽ چِلارَ: ذ. صفت. هٿ جو چُوٽ - سَخي.
● چِلابي ۽ چِلابيُون (ڪ): ث. چِبي - چِلي.
● چِلان: ڪَجيءَ جون چِلڪون.
● چِلانڪ ۽ چِلانڪُون: ث. آچانڪ - چالُ - ٽپو.
● چِلائڻُ (ل. ت): مصدر "چلڻ" مان متعدي بالواسطه. رَنڊي يا ڪُهاڙي سان ڪاٺيءَ جا چوڏا لهرائي سڌو ڪرائڻ - تَرائڻ. ڪڏو وغيره پاڻيءَ سان پَرائي تار ڪرڻ. ڪنان تار ڪرائڻ.
● چِلائڻُ: مصدر "چِلڻ" مان متعدي بالواسطه. هلائڻ - رَلائڻ.
● چِلتو ۽ چِلتا: ذ. (سن. شَلڪَهُ) ڪَلَ. چوڏو. چِلَرُ (مڇي وغيره جو).
● چِلَرُ، چِلَرُ ۽ چِلَرَ: ذ. (سن. شَلڪَم) مَڇيءَ جو چِلتو. چِلَڙ. ماليءَ جو پَڙُ. هلڪو ڳَهُ. چوپائي جا وڏيل ڏند (ل).
● چِلَرُ ۽ چِلَرَ (ت): ذ. صفت. تمام ٿُلهو - ڦِيڦو.

● چِلَڙُ ۽ چِلَڙَ: ذ. ڏسو "چِلَرُ".
- چِلَرُ چوڏو: محاورو. ڳهڻ ڳٺو. شاديءَ وغيره ۾ ڪم ايندڙ سنهي ٿلهي شيءِ.
- چِلَڙ چوڏو: ذ سنهو ٿلهو زيور - چِلُ چوڏو.
● چِلَڪ (ت): ذ. پاڻيءَ جي لَپَ.
● چِلِڪ (ٿ): ث. چَميل رت جو ڏِڳ، جو وات يا نَڪ مان نڪري.
● چِلِڪِ (ٿ): ث. چِرڪ.
● چِلڪَڻِ (ٿ): ث. صفت. بدچال ۽ گندلي عورت.
● چِلڪڻُ: مصدر. پاڻيءَ جو ڪنهن ٿانءَ ۾ لوڏا کائڻ - چاچولجڻ - چِلڻ.
- چِلڪائڻُ: مصدر. "چِلڪڻ" مان متعدي بالواسطه. چاچولڻ - لوڏڻ (پريل ٿانءَ کي). آگهارڻ - آچِلائڻ.
- چِلڪو ۽ چِلڪا (ت): ذ. پاڻيءَ مان پريل ٿانءَ کي لوڏو - چاچولَ. پاڻيءَ جي چلڪڻ جو آواز. چِڪو (ت).
- چِلڪي ۽ چِلڪيُون: ث. چولي - لَهَر. چاچول.
- چِلڪو: ذ. وَسڪارو (مينهن جو) - چِچڪو. جهُوٽو (واءُ جو). آڏمو. چاچول - لوڏو (پاڻيءَ جو). لالچ - رشوت (ت).
● چِلڪو ۽ چِلڪا: ذ مڇيءَ جو چِلَرُ.
- چِلڪا چڙهڻ: چِلَرَ چڙهڻ. تَهَه چڙهڻ.
● چِلڪي ۽ چِلڪيُون: ث. ٽولي - ماڻهن جو ميڙاڪو - چِلنگي. مينهَن جو وسڪارو. چِلڪو.
● چِلگِري: اسم خاص. مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو. مري بلوچن جو هڪ قبيلو.
● چِل مَردو ۽ چِل مَردا (ٿ): گهوڙي جو هڪ سَنجُ - هَنِي ۾ پَرتُ پَرِيَلُ چمڙو.
- چِلنگ: مينهن جو چِٽڪارو.
● چِلَنگار (ل): ظرف. چِڙواڳ - ري ڌڻيءَ - رولُو (چوپايو مال). نِڌَڻڪو.
● چِلِنگڙو ۽ چِلِنگڙا (ل): ذ. گالگَٽ - جهينگو. هڪ قسم جي ننڍي مڇي.

● چِلَنگي ۽ چِلَنگيُون (ل): ث. ٽن چئن ماڻهن جي ٽولي - ٽولو - ننڍو گروه - ڇِڳو.
- چِلَنگيُون ٿيڻ: ٽوليون ٿيڻ. وِرِڇجي وڃڻ.
● چِلَڻُ: مصدر. ٽِڪڻ - دولاب ڪرڻ. پَنيلائڻ. هيرڪائڻ.
● چِلڻُ: مصدر. چوڏا لاهڻ (وڻ جا). ترَڻ (ڪاٺي). رَنڊو هڻڻ. کَل لاهڻ - کَلِڻُ. چِلر لاهڻ (مڇي وغيره جا). گهڙڻ - تراشڻ. چِڙڻ - ٿُڪ لاهڻ. گهڙڻ (پٿر، قلم وغيره). رهڙڻ (بدن). پَرجڻ. تيمار ٿيڻ. ڪناتار ٿيڻ (ل).
● چِلڻُ: مصدر. پاڻيءَ جو لُڏڻ. چوليون هڻڻ. چِلڪڻ. ڇاڇولجڻ. ڪنارن تان اٿلڻ (پاڻي). ٿلڪڻ (پاڻيءَ ۾). رُلڻ - ٽولا ڪائڻ. هَلڻ. دربدر ٿيڻ. هلاڪ ٿيڻ (پنڌ ۾). ظاهر ڪرڻ (راز). چوڻ - ڳُلهائڻ.
● چِلٺو ۽ چِلٺا (ل): ڦَلٺو - چِلٺو. ڦَلُوڪٺو.
● چِلٺو ۽ چِلٺا: ذ. پاهه ۾ سڙڻ ڪري چمڙيءَ تي ٿيل ڦوڦينڊو - ڦَلٺو ڪٺو.
● چِلو ۽ چِلا: ذ. ڳهه جو هڪ قسم. چانديءَ يا ٽامي وغيره جي تار جو چِلو (جو هٿ جي آڱر ۾ پائجي). ستار وَڄائڻ جي زبان. لوڪ گيت جو هڪ قسم.
- چِلا ڪرڻ (ت): ڪجيءَ جي اصطلاح ۾ ڏونڪا ڪپي گول چِلَن جي صورت ۾ آڻڻ.
- چِلو مُنڊي پائڻ: زيور پائڻ. هار سينگار ڪرڻ.
- چِلو مُنڊي لاهي ويهڻ (ت): سڀ آسرا لاهي ويهڻ. بي اونو ٿي ويهڻ.
● چِلُو: اسم خاص. تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● چِلو ۽ چِلا: ذ. [ف. چِلہ] پار چمڻ يا ماتا جي بيماريءَ جي حالت ۾ مريض کي ٻين ماڻهن سان ميلڻ کان پرهيز ڪرڻ جي حالت (وِيمَ جي حالت ۾ ناپاڪ يا بيمار ماڻهوءَ جو اثر عورت تي پوندو آهي ۽ ماتا جي بيماريءَ جي حالت ۾ اها بيماري ٻين کي وِچڙندي آهي). عموماً ٻارهن ڏينهن چِلي جو تعداد آهي. پرهيزَ - ڪري ي.
- چلو ڇاڻڻ (ڪ)؛ چلو ڌوئڻ. ستين تي پاڻي وجهڻ.
- چِلو ڌوئڻ (ڪ): بيماريءَ سان اٿڻ. ستين تي پاڻي وجهڻ.
- چِلو ڪيڻ (ٿ): بيماريءَ کي ڪرڪ ڏيڻ. چاليهو ڪيڻ.
- چِلو ڪرڻ: بيمار جي رک ڪرڻ. مريض کي هڪ ڪوٺيءَ ۾ سنڀاري ٻاهر نڪرڻ نه ڏيڻ ۽ نه ڌارين سان ملڻ ڏيڻ.
- چِلي ۾ ويهڻ: بيماريءَ جي حالت ۾ پرهيز ۾ ويهڻ.
● چِلو د رُون: ذ. جانور جو هڪ قسم (قد ڪتي جيڏو، منهن اَبِلَقي رنگ، ان تي ليڪا آڇا، ڪارا ۽ ڪين جي کل بـ ابلقي ٿئي. ان جو گوشت جَلَندر ۽ جُذامَ جي بيماريءَ کي فائدو ڪري).
● چِلُورُ ۽ چِلُورَ: ذ. صفت. جنهن جا وار چِلاوان هجن. گهُنڊ پُدار وارن وارو. سهڻو. محبوب.
● چِلوري ۽ چِلورِيُون: مڇيءَ جو هڪ قسم. چِلي - چِلڪو.
● چِلُونگِڙيُ، چِلُونگِڙي ۽ چِلُونگڙيُون: ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.
● چِلهه (ت): ث. چِيل. تڪليف. عذاب.
- چِلهه ڪرڻ: چِيل ڪرڻ. چِلڻ.
- چِلهه ۾ هجڻ: وڏي تڪليف ۾ هجڻ. گهڻي ڪم ۾ مشغول هجڻ.
● چِلهوري: ث. مڇيءَ جو هڪ قسم (هلي جهڙي ۽ منهن پاڻيءَ جي ٿئي). چِلوري.
● چِلي ۽ چِليُون: ث. ڦيٿَسَ (ڦيٿس) مان ٺهيل هڪ قسم جي ٽوڪري (جنهن جو مُنهن ويڪرو ٿئي) - ڇٻي. مڇيءَ جو هڪ قسم (لهڙ جهڙي، رنگ اڇو، بناچيڊر، ڪليين، وٽان ۾ ڪنڊا، قد ڇهه - ست انچ ميٺي پاڻيءَ جي مڇي).

ڪنَ جي واليُنِ ڪي مضبوط رکڻ واري هڪ والي.

● چِلير حمُ: ذ. (ع. ”صلہ“ ڳنڍڻ + رَحم = مائٽي) قريب - لاڳاپي دار - ميٽ - مائٽ - عزيز.

● چِمُ ۽ چِمَ (ڪ): ذ. اک - چشم - عين.
چمڪو (گھنگھرن جو) - برف ڪرڻ جو غُبارُ.

= چِمُ ٻڌڻ (ڪ): ناچ ۾ گھنگھرن ٻڌل پيرُ واري تي ڪٽڻ (جئن تارَ تارَ ۾ ۽ ڳُر ڳُر ۾ ملندو اچي).

● چِماسيُ ۽ چِماسيُون: ث. ڇهن مهينن جو عرصو. هڪ رسم، جا ڪنهن فوتيءَ جي وفات کان پوءِ ڇهين مهيني ادا ڪندا آهن. (صفت). ڇهن مهينن جي.

● چِماهي ۽ چِماهيُون: ث. ڇهہ مهينا - ششماهي. ڇهن مهينن جو پگهار وغيره.

● چِمائڻُ: مصدر. (سن. شَمَ) آجهائڻ - وِسائڻ. ٿڌو ڪرڻ - ٺارڻ
”جي تتو تن تنور جئن، تہ چنڊي ساڻ چماءِ“ (شاهہ).
سانت ڪرائڻ.

● چِمچِرُ: ذ. ڪنهن ماڻهوءَ جي وفات کانپوءِ سندس وارث طرفان ٻارهين مهيني ادا ڪيل رسم - ورسي - ٻارهو. چنچر (ڏينهن).

● چِم چِمِ، چِم چِم: ث. گھنگھرن جو آواز. ڇيرِ جو آواز. مينهن وسڻ جو آواز.
= چِم چِم ڪرڻ: گھنگھرا وڄڻ - چِمڪو ڪرڻ.

● چِمچيرُ ۽ چِمچيريُون (لس): ث. (ف. شمشير) تلوار - ترار.

● چِمرُ ۽ چِمرَ: ذ. جهُڙ - ملار (ملهار). اچا ڪَڪر (جي مينهن نہ وسائين) - آپُون.

● چِمڪَ ۽ چِمڪُون: ث. سنهڙي ڪاني - ڇهو. وڻ جي تازي سنهڙي ٽاري. لڪُڻُ - تلهڙُ - قمچي.

● چِمڪاتُ ۽ چِمڪارُ: ذ. گھنگھرن جو آواز. ڌاتوءَ جي ڪنهن بہ شيءِ جي وڄڻ جو آواز - چٽڪات.

● چِمڪڻُ: مصدر. ڏسو ”چِمڪڻ“.

● چِمڪڻُ: مصدر. وڄڻ (گھنگھرا وغيره) چٽڪو ڪرڻ - ڌاتوءَ مان ٺهيل ڪنهن شيءِ جو آواز ڪرڻ. آواز ڪرڻ. چم چم ڪرڻ. گهٽو واءُ لڳڻ (ل).

= چِمڪو ۽ چِمڪا: ذ. واڄو (گھنگھرن جو). ڇير وغيره جو آواز. تکو واءُ (ل).

● چِمڪِٽو ۽ چِمڪِٽا (ت): ذ. رانديڪي جو هڪ قسم - جهنجهٽو.

● چِمڪِٽي: ث. ٻساري وکر جو هڪ قسم (هڪ قسم جي وڻ ۽ ان جي ڦر جو نالو) - املتاس جي هڪ ڦري، جيڪا چمڪڻ جو آواز ڪندي آهي.

● چِمڪولي (ک): ث. هڪ قسم جو ڦل (ناريل جهڙو ٿئي، پيٽان ايندڙ رت جي بند ڪرڻ لاءِ ڏؤنري ۾ ڳنڍي ڪارائيندا آهن. ڪچ ۽ ڪاٺياواڙ ۾ گهڻي ٿئي).

● چِمڪِي ۽ چِمڪِيُون: ث. سنهڙو لڪڻُ - چِمڪ. ننڍي ڪاني ۽ ان جي چوٽيءَ ۾ ٻڌل ڏورِ (جا مڇي مارڻ لاءِ ڪم اچي).

● چِمَڻُ (ت) ۽ مصدر. ٿڌو ٿيڻ. ٺرڻ. آٺرڻ.

● چِميا: ث. (سن. ڪشم) ڪميا. مهرباني.

● چِنِ: اسم خاص. تعلقي ٺٽي باڪي ۾ هڪ ديهہ جو نالو. هڪ ڳوٺ جو نالو.

● چِنَ، چِنِ ۽ چِنُون: ث. (سن. چِند) ٽوٽين تي بيٺل ڪڪائين ڇِت. ڇپرَ. وڏو چِنو. منٿهنُ. هيٺاهين زمين (جتي پاڻي گڏ ٿئي ۽ سُڪڻ بعد الهيءَ هنڌ گاهہ ٻوٽا وغيره پيدا ٿين). تانگهو تلاءُ - سم وغيره جي پاڻيءَ وارو هيٺاهون هنڌ - ڍنڍ (ل). گاهہ ۽ وڻڪار وارو هنڌ.
= چِنِ ٻڌڻ: چِنو ٺاهڻ. منٿهن اڏڻ.

● چِنَ: ث. ڪِنَ - پلڪَ - گهڙي - لحظو - ڪنُ.

● چِنُ: ذ. بيماريءَ جو هڪ قسم (جنهن ۾ نرو لهي پوندو آهي). [مصدر. ”چنڻ“ > چنُ] پڪَ - ٽوٽُ. نقصان.

● چِنَ پوڻ: چن جي بيماري ٿيڻ. خصوصيت لهي پوڻ جي بيماري. پڇي پوڻ. نقصان رسڻ.
● چنالَ ۽ چِنالُون: ث. صفت. چڙواڳ. بدچال - بدڪار (عورت) - لُچي - رنڊي - ڪنجري.
● چِنالو: ذ. صفت. حرامڪار - بدچال - ڪنجرُ. بي غيرت.
● چِنائِڻُ: مصدر "چِنڻ" مان متعدي بالواسطه. ٽوڙائڻ. جدا ڪرائڻ.
- چِنائي: ث. چِنڻ جي مزُوري. جدائي.
- چِنايل: صفت. ٽوڙايل - پٽايل - جدا ڪرايل.
● چِنَ بابُو: اسم خاص. تعلقي شهداد پور ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● چِنَ بِيار: اسم خاص. تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● چِنَ ٻيراهه: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● چِنَ پير واري: اسم خاص. تعلقي ڏگهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● چِنبُ: ث. مصدر "چِنبڻ" مان اسم. هڪ دفعو اکين پورڻَ ۽ کولڻ جي حالت. پيت ڪي پهريون ليپو (جنهن ۾ رڳو گارو ٿڦيندا ويندا آهن ۽ مٿان وري راڳي سان پيو سنو هٿ هڻندا آهن). وٽن جي ٽارين سان ٻن روڙڻَ جي حالت. روڙَ. پيت جو هڪ قسم. (اسم خاص) تعلقي شهداد پور ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- چِنبَ ڪرڻ: وٽن جي ٽارين تان ٻنَ روڙڻ. ٽارين تان ٻن پٽي صاف ڪرڻ.
● چِنبُ (ت): ذ. تلاءُ.
● چِنبِرُ، چِنبِڙُ ۽ چِنبِرَ، چِنبِڙَ: ذ. اک جو پلڪُ. اکين جي پلڪن جا وار - پنجهرُ - پنبڻُ.
● چِنبِڙُ ۽ چِنبِڙَ (ڪ): ذ. مڇي مارڻ جي رڇَ جو هڪ حصو.
● چِنبِڙِيُ (ت): صفت. تمام آيرو. ڪانيءَ جهڙو سنهون. تمام هلڪو. (ث) پنبڻي.
● چِنبِڪِيُ: ث. ڪانيءَ جو سنهون ٽڪر - چيپيو.

● چِنبِڪي ڳاڙهي: ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم (رنگ ڳاڙهو، ڪنن تي ڳاڙها ۽ اڇا ٽُپڪا، پُڇ ۽ پيچڙن تي وڏا وار، ڪن ڊگها، ٽنگون ڊگهيون، سڱ وڏا ۽ وِنيلَ ٿين).
● چِنُ پِنبِراڻي: اسم خاص. تعلقي ڏگهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● چِنبِڻُ (ت): مصدر. ڪنبڻ - مٽي ڪٽڻ.
- چِنبِي اچڻ: ڪنبي ڪٽي اچڻ. زوريءَ ڪٽي اچڻ.
● چِنبِڻُ ۽ چِنبِڻَ: ذ. ڏسو "چِنبِڙُ". (ل). سردري جي مٿان رکيل ڪاٺي جنهن تي اوساري ٿئي (ٿ).
● چِنبِڻُ: مصدر. پورڻ پٽڻ (اکيون) - ٽمڪائڻ - ٽيپڻ (اکيون). گارو هڻڻ - ليپو ڏيڻ - راڳڻ - راڳو ڏيڻ - چيڻ - جهٽڪڻ.
● چِنبِيُ: ث. ماٺ - ٽِنبي.
- چِنبِي هڻڻ: ٽنبي هڻڻ - دَتُ هڻڻ.
● چِنبُٽَ ۽ چِنبُٽُونُ (ٿ): ث. چِنبُڊَ - برسات جي بوند - چِنبُڊڪارُ - وسڪارو.
● چِنبُاجِڻُ (ٿ): فعل مجهول. ٻڪريون ڏڪيون رهجڻ.
● چِنِ پٽُوڙ: [چِنڻ < چِن + پٽوڙڻ > پٽوڙ] آنڌ مانڌ - بيقراري - پَتَ ڪوهَ.
● چن جمالي: اسم خاص. تعلقي مير پور خاص ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● چِنچاٽُ: ذ. باهه ۾ پاڻي وغيره جي پوڻ جو آواز - چونچاٽ - شُوشٽُ.
● چِنچارُ: ذ. ڏسو "چِنچر" چنچر - چمچر.
● چنچر: ذ. [سن. شَنيهُ] هفتي جي ستن ڏينهن مان هڪ ڏينهن جو نالو. هڪ گرهه جو نالو. زُحل (جو عام طرح نَحسُ سمجهيو ويندو آهي). نُحُوست - نياڳ - ڪمبختي.
- چنچر پيرن ۾ هُئڻ: هڪ هند ٽڪاءُ نه هئڻ - نُحُوست جو اثر هئڻ - چڪرن ۾ هئڻ.
- چِنچِري: ث. چنچر گرهه جي نُحُوست. نياڳ - بَدبختي. (اسم خاص). پاڻيڻن جو هڪ گروهه (جي چنچر گرهه جي نحوست لاهين).

- چنڇري لاهڻ: نحوست لاهڻ. نياڳ ڪيڏڻ. سخت سزا ڏيڻ (اهو خيال آهي ته چنڇرگرهه جو اثر پيل ماڻهو بدمزاج ٿيندو آهي). ڏاڍي مارَ ڏيئي سڌو ڪرڻ. مغرور جي دماغ مان غرور ڪيڏڻ.

● چنِ چرُوانِ: اسم خاص. تعلقي ڊگهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چنَ چڙڪي: ظرف. هوريان هوريان. ٿورو ٿورو ڪري.

● چنڊُ يا چنڊَ: ذ. (هه) مڪرُ - مڪر - ڦنڊُ - ٺڳي - فريب. ڍونگ - گيڪُ. دتُ - چُپ. بهانو - مينهن. شعرُ. شعر جو بحر يا وزن. پدُ. مصرعُ.

- چندائيتو: ذ. صفت. چند وارو - ٺڳُ - فريبي. حرفتي.

- چندائي: ذ. صفت. ٺڳُ. دولابي - مڪريلُ.

- چند بازُ يا چند بازَ: ذ. صفت. ٺڳي ڪندڙ - فريبي - مڪريل. حرفتي - انڪلي. دغاباز - دوکيباز - چالاڪ.

- چند بازي: ث. ٺڳيءَ جا ڪم - ٺڳي - فريب. مڪرُ - ڍونگ.

- چند ڪيڙڻ: ٺڳي ڪرڻ. مڪرُ ڪرڻ. ڍونگ ڪرڻ. دتُ هڻڻ.

- چنڊ چهل: ذ. مڪر - فريب - ٺڳي. ناز نخرا. انگل آرا.

- چنڊ ڦنڊ: ذ. ٺڳيون. انڪلون. حرفتون.

- چند ڪرڻ: مڪر ڪرڻ - ڍونگ ڪرڻ - چند ڪيڙڻ.

- چند وديا: ث. هندي شاعريءَ جا اصول ۽ وزن.

- چند ويچار: ذ. هندي شاعريءَ جا اصول ۽ وزن.

- چندي يا چنڊي: ذ. صفت. مڪريل. فريبي - دغاباز. ڍونگي - ڦنڊي - ٺڳُ.

- چنديلو يا چنديلا (ت): ذ. صفت. فريبي ڍونگي. چالاڪ.

● چنڊڻُ (ت): مصدر. گيهه جي ٿين جي منهن کي مٽي، ڪپڙي ۽ نوڙيءَ سان بند ڪرڻ.

● چنَ ڏاجهيرو: اسم خاص. تعلقي ڊگهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چنبَ يا چنبوَنُ: ث. سنهي بوندَ - ڦڙيون. مينهن.

- چنبوَن پوڻ: مينهن پوڻ - برسات پوڻ. دل کي اٿتُ اچڻ.

● چنڊڪي: اسم خاص. تعلقي ميرپورساڪري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چنبڻ يا چنبڻون: ث. ڪنهن ڍنڍ، نهر يا کيت منجهان زائد پاڻيءَ جي نيڪال ڪرڻ جي نالي.

● چنبڻُ (چنبڻُ): مصدر. انُ ڪي ڇڄَ سان صاف ڪرڻ. آڇلَ ڏيڻ. چنبڙي لاهڻ. صاف ڪرڻ. چانگڻ. ڪاتَ ڪُوتَ ڪري گهٽ ڪرڻ. گهٽ ڪرڻ (ٿولهه). جهڪو ڪرڻ (بار). آلتي ڪرڻ - قيءِ ڪيڏڻ. چٽڪار ڪرڻ. گهٽي پاڻيءَ جو نيڪال ڪرڻ.

- چنبَ: ث. مصدر "چنبڻَ" مان اسم. چنبڻ جي حالت. چنبڪو. چٽَ (پنيءَ ۾ انُ جي). پاڻَ جي سنهي دزَ ڪي پاڇيءَ يا ٻي ڪنهن پوڪ ۾ هارڻ (ت). چٽڪار. صفائي - آلتي - قيءِ. تنبيهه - جُٽِ - دڙڪو داب.

- چنباٺو يا چنباٺا (ڪ): ذ. ٻُهارو - جهاڙُو.

- چنبائڻ: مصدر "چنبڻ" مان متعدي بالواسطه. صفا ڪرائڻ. گهٽائڻ (ٿولهه). چانگائڻ.

- چنبجڻُ: مصدر "چنبڻ" مان فعل مجهول. صفا ٿيڻ. گهٽجڻ. هلڪو ٿيڻ (بار).

- چنبَ چاڻُ: ث. چنبَ ڦوڪَ. صفائي. ڪات ڪُوتَ.

- چنبَ چاڻ ڪرڻ: گهٽائڻ. وڍَ ڪٽَ ڪرڻ. صاف ڪرڻ. ڪنهن معاملي لسبت تڪَ تور ڪرڻ. چنبڙي هلڪائي ڪرڻ.

- چنبَ ڦوڪَ: ث. صفائي. سنائي. ٻُهاري سُهاري. آڪٽِ - سيٽَ - آرايش.

- چنبَ ڦوڪَ ڪرڻ: صفائي ڪرڻ. ٻُهاري سُهاري ڪرڻ. صفا ڪرڻ. مٽي مٽُ لاهڻ.

- چنڊَ ڦوڪيو ۽ چنڊَ ڦوڪيا: ذ. صفت. صفائي پسند. فيشن وارو. نفاست پسند.
- چنڊ ڪارَ ۽ چنڊ ڪارون: ث. چنڊ ڦوڪَ. صفائي. چٽڪار (پاڻيءَ جي). چٽڪار. برسات جي سنهي ڦُونڊَ.
- چنڊ ڪَڍڻ: تنبيهه ڪرڻ - دَڙڪو دَهمان ڪرڻ. جٽ ڪرڻ. مار ڪڍڻ.
- چنڊَ ڪرائڻ: گهٽائڻ. هلڪو ڪرائڻ. چانگائڻ (وڻ ڪي).
- چنڊڪو ۽ چنڊڪا: ذ. چنڊڻَ لاءِ ڏنل اُڇل. انّ وغيره ڪي چنڊڻ جي حالت.
- چنڊڪو ڏيڻ: مِٽِيءَ وغيره صفا ڪرڻ لاءِ انّ ڪي ڇڄ ۾ اُڇل ڏيڻ - صاف ڪرڻ. ڪورڪي ڪم جو اصطلاح. تاڃيءَ ڪي ڪانَن سان چنڊ ڪو ڏيئي تاڃيءَ ۾ ڪانن جو ڪَس ٺاهڻ.
● چنڊڻَ، چنڊڻ ۽ چنڊڻيون: ث. ڍَلڊَ، واهُ، نالي، ڪَنڊَ، ڀَنيءَ وغيره مان، خاص طرح برسات واري وقت ۾ وڌيڪ پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ نالي يا ڪَسي وغيره.
- چنڊڻ چاڻڻ: چنڊ چاڻ ڪرڻ. ڪنهن مسئلي جي جانچ ڪرڻ. جانچ جونچ ڪرڻ - غور فڪر ڪرڻ.
- چنڊٽو ۽ چنڊٽا (ڪ): ذ. ڀُهارو - جهاڙو.
- چنڊِڻي ۽ چنڊِڻيون: ث. مِٽِي وغيره لاءِ ڪانيءَ ۾ بدل ڪپڙي ٽڪر (جنهن سان مِٽِي پيل شئن ڪي چنڊي صاف ڪجي).
- چنڊي چڏڻ: صفا ڪرڻ. هلڪو ڪرڻ. گهٽائڻ (بار). صاف جواب ڏيڻ - انڪار ڪرڻ.
● چنڊو ۽ چنڊا: ذ. پاڻيءَ جو ڦُڙو - ڦُولڊَ. قطرو
"جي تتو تنُ تنُورَ جئن، تہ چنڊي سانُ ڇَماءِ" (شاهہ).
- چنڊا پوڻ: الزام لڳڻ. پاڻيءَ جا ڦڙا پوڻ. تهمت لڳڻ.
- چنڊا وِجهڻ: پاڻيءَ جا ڦڙا وجهڻ. تهمت مڙهڻ - الزام ڏَرڻ.

- چنڊا هڻڻ: پاڻي چٽڪارڻ. وِسائڻ - آجهائڻ. الزام هڻڻ - تهمت مڙهڻ.
- چنڊو پائڻ (ت): بيماريءَ مان اٿڻ - مٿي تي پاڻي وجهڻ. هندن جو دڪان ڪي صبح جو چنڊا هڻڻ.
- چنڊو ڦيٿو: ذ. دُعا ۽ دَوا. سُٽيي ڦَڪِيي - جنتر منتر - جهاڙَ ڦُوڪَ.
- چنڊو ڦيٿو ڪرڻ: دُعا ۽ دَوا ڪرڻ. سُٽِيي ڦَڪِيي ڪرڻ.
- چنڊو وِجهڻ: پاڻي چِٽڪارڻ. پاڻي وجهي ٺارڻ. ڪنهن بيماريءَ مان صحتياب ٿيڻ تي مٿي تي پاڻي وجهڻ (ماتا جي بيماريءَ جي حالت ۾ بيمار ڪي وِهنجاري سيٽيون ماليون وِرهائيندا آهن). آٿَت ڏيڻ. ڏک، نااميدي يا ڪاوڙ جي حالت ۾ همدردي ڪرڻ.
- چنڊو هڻڻ: وِسائڻ. ٺارڻ (جهيڙو). صبح جو دڪان کولڻ وقت پاڻيءَ جا چنڊا هڻڻ.
● چنڊي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● چنڊي ۽ چنڊيون (ت): ث. تڙِي - دڙڪو. چنڊ.
- چنڊيون ڏيڻ: تڙيون ڏيڻ - دڙڪا ڏيڻ. چنڊَ ڪڍڻ.
● چنقاڙَ: ث. [چنڻ > چِڻ + قاڙڻ > قاڙ] چنڻ ۽ قاڙڻ جي حالت. ڀَٽ ڪوهہ - تڙ تڪڙ. ڏاهہ ڏُوهہ. بيقراري - آنڌ مانڌ.
- چنقاڙ ڪرڻ: چنڻ ۽ قاڙڻ. ڀَٽَ ڪوهہ ڪرڻ. ڏاهہ ڏُوهہ ڪرڻ. بي صبريءَ جي حالت ۾ نقصان ڪرڻ.
● چنڙو ۽ چنڙا (ڪ): ذ. ٽانءُ جو هڪ قسم. وڏو وٽو (جو عموماً جَٽَ پاڻ سان ڏاچِيُن جي کير ڏُهڻ لاءِ کڻندا آهن، جنهن ڪي آتر سنڌ ۾ ڏُهائو چوندا آهن).
● چنَ سورَهڏِي: اسم خاص. تعلقي ديري محبت ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● چنَ سُومرو: اسم خاص. تعلقي ڏِگهڙيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● چِنَ سون راڻِي: اسم خاص. تعلقي ديري محبت ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چِنَ سونهري: اسم خاص. تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چِنَ طالِبا: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چِنَ قبول: اسم خاص. تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چِنَ ڪامِهِي: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چِنَ ڪُٽَ: ث. [چِنڻ < چِن + ڪُسڻ < ڪُٽ] چِنُ ڀَٽُ- چِنَ ڀَتوڙَ- بيقراري- حيراني- پَٽَ ڪوهَ.

● چِنگَ (ت): ث. چُرَ وارن جي ڪم ۾ ايندڙ تيليُن مان ٺهيل تختي (جنهن تي رنگ وارو ڪپڙو پيل هوندو آهي ۽ اُن تان ئي پو پَرِي ڪپڙو چُرِيندا آهن).

● چِنگَ ۽ چِنگُون: ث. جوئر يا ٻاجهريءَ جي ڪاني جي چيتِ.

● چِنَ ڪَنگا: اسم خاص. تعلقي ديري محبت ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چِنگهَ ۽ چِنگهُون: ث. ڪانيءَ جي چيتِ (جا ڏَندَ يا ڪَنَ ڪوٽڻ جي ڪم اچي). سنهي چيتِ. ڏَندَ ڪوٽِڻي. ڪَنَ ڪوٽِڻي. سنهي ۽ سُڪَل ڪاني. چِنيو. ڦٽي (آٽاوَت جي ڪم جي). چيتِ (ت). هرهر پيشاب اچڻ جي حالت (ل).

- چِيگهَ وجهڻ (ت): ڦٽيءَ جي ٻِڪَلُ چيتِ تبديل ڪرڻ.

● چِنگهو، چُنگهو ۽ چنگها (ت): ذ. چِگو. ڏاڪِي وغيره ۾ پوتَلَ شيون (جهڙوڪ ڪانيءَ ۾ ڪُنيُون، ڏورِ ۾ مَڇِيُون، ڏاڪِي ۾ گهنگهرا وغيره).

● چِنَ لاکو: اسم خاص. تعلقي ڏِگهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چِنَل چاتَ (ل): محاورو. ٻِرائي جٽي. ڪَنٽَلُ. پرائو.

● چِنَ مِرزا علي: اسم خاص تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چِنَڻُ: ٽوڙڻ. جدا ڪرڻ. ڀَڃِڻ. ڦِٽائڻ (دوستي). ڪوهڻُ- ختم ڪرڻ. قطع تعلقات ڪرڻ.

- چِنَڻ ڦاڙڻ: چِنڦاڙ ڪرڻ- ڀَڃِڻ- ڪوٽڙِڻ. ڪوهڻ- جدا ڪرڻ. نبيرِڻ- فيصلو ڪرڻ.

- چِنڻِي: ث. چِنَڻَ جي حالت. ڀَڃِڻِيُ.

- چِني ڦاڙِي ويهڻ: تعلقات بلڪل ٽوڙي ڇڏڻ- لاڳاپا ختم ڪري ڇڏڻ- مائٽي چِنڻ. برادريءَ جو رستو نه رکڻ.

● چِنو ۽ چِنا: ذ. ٽُوئن مان ٺهيل لانڍي جنهن تي ڪڪائين ڇت اڏيل هجي. ڇِپَرُ. سَنَهڻُ. ڪڪائون گهرُ

"مينهن پوي ۽ پَهَرَ، چِنو تيمي ڇَه ڀَهَرَ".

پناهه جي جاءِ. ڪڪائون سَنَهڻُ جو شاديءَ وغيره جي ڪاڄ ۾ جاڃِيُن ڪي ويهارڻ لاءِ ڪم اچي. جاءِ- گهر.

- چِناچانيُونُ: ث. ڪڪاوان گهرَ. مال جي ويهارڻ جا ڇِپَرَ.

- چِنو اَڏڻ: ڪَڪائينُ لانڍِيُ تيار ڪرڻ.

- چِنو ٻِڌڻ: لانڍِي اَڏِڻَ.

- چِنو: ١٩٥٦ سنبت وارو ڏڪار. چِپنُو.

- چِني چُومَ ڪرڻ: ٽڏي آئي جو آدرڀاءُ ڪرڻ. مهرباني ڪرڻ. بخش ڪرڻ.

- چِنيرُ: ذ. صفت. چِنِي وارو. گهر وارو.

● چِنوڙُ ۽ چِنوڙَ (ک): صفت. ڌار- جدا- الڳ- ڇُڙ- ڪَٽليو (رپيو).

● چِنَهڙو: ذ. چِنَهڙو- جدائي- تفريق- علحدگي.

● چِنهڙو: ذ. جدائي- علحدگي. حساب ڪتاب جي صفائي. ڀائيءَ جي گهٽتائي.

● چِنِهُون ۽ چِنِهانُ: ذ. ڏِسو "چِنو".

● چِني: اسم خاص. تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چنڀي ۽ چنڀيُون: ث. ننڍڙو چنو. ننڍو منڍهُن. چنو (فقط شاديءَ جي موقع لاءِ اڏيل). پاڻيءَ جي ڏوري. (ت). اسم خاص. هڪ شهر جو نالو.

● چنڀي: اسم خاص. ٽڪڙ (تعلقي ٽنڊي محمد خان) جي ويجهو گنجي ٽڪر جي هڪ دڳ جو نالو.

● چنڀي ٻٽي: اسم خاص. ڪاڇي جي جبلن ۾ هڪ هنڌ جو نالو.

● چنٽاٽ ۽ چنٽاٽ: ذ. واڄو- ڪڙڪو (ڪنهن ڌاتوءَ جي ٿانءَ، رپئي وغيره جو)- چنڪاٽ.

● چنٽان (ڪ): ظرف. الائي- خبر ناهي- نه ڄاڻان.

● چنٽائي ۽ چنٽائيُون (ت): ث. جيت جو هڪ قسم.

● چنٽيپ ۽ چنٽيپُون (ت): ث. هلڪي شيءِ. ضعيف.

● چنڻ چنڻ: ث. گهنگهرن يا ڇيپر وغيره جو آواز.

● چنٽڪ (ت): ث. ننڍڙن ٻڪين ڪسي ٺاساڻڻ جو هڪ اوزار. ڏسو "چنڙڪ".

- چنٽڪ اڏڻ: چنڙڪ اڏڻ. ڪوڙڪو منڍڻ.

● چنٽڪاٽ، چنٽڪاٽ: ذ. پئسن، ڇيپر يا ٿانءُ وغيره جي وڄڻ جو آواز- چنٽاٽ.

● چنٽڪارڻ: مصدر. چنٽڪڻ- چنٽڪارڻ. چنڪار ڪرڻ- پاڻي چنٽڪڻ- ٻرڪڻ (لوڻ مصالح وغيره). چنٽڪاٽ ڪرائڻ.

- چنٽڪار ۽ چنٽڪارُون: ث. چنٽڪار- چنڪار. ڇيپر وغيره جو آواز.

- چنٽڪار ڪرڻ: چنٽڪار ڪرڻ- چنڪار ڪرڻ.

● چنٽڪڻ: مصدر. چنڪار ڪرڻ- چنٽڪارڻ. ٻرڪڻ. وڄڻ- ٻرڻ.

- چنٽڪيڙو: ذ. چنٽڪو ڪندڙ- چمڪو ڪندڙ. راند ڪڪي جو هڪ قسم- جهنجهڻو.

- چنٽڪو ۽ چنٽڪا: ذ. چمڪو. واڄو (پئسن جو). ڇيپر جو آواز.

● چنٽڻ: مصدر. ڪيرڻ- ڇڇڻ- ٽنٽڻ (وڻ مان ميوو، پن وغيره). لهڻ. هيٺ اچڻ.

پترڻ يا ڪپڙي مان چنٽي صاف ٿيڻ (اٽو وغيره)- چٽي صاف ٿيڻ. لڙڻ (هيئانهين ڏانهن). جهڙڻ (گهوڙي جو گهوڙيءَ کي ڏسڻ).

- چنٽڻي ۽ چنٽڻيُون: ث. چنٽڻ جي حالت. ڪيرڻ يا لهڻ جو نمونو. ڇڇڻي.

- چنٽڻي پوڻ: ڇڇڻي ڪيري پوڻ. لهي پوڻ- لڙي پوڻ.

- چنٽيل: صفت. ڪيريل. صاف ٿيل- چنٽي بيٺل (پاڻي وغيره).

● چنٽُون (ڪ): صفت. گهٽو- جهجهو.

● چنٽچر (ڪڇ): اسم خاص. چنچر.

● چو: حرف جملو. سوال پڇڻ جو لفظ. ڇا جي ڪري- ڪهڙي سبب. ڪهڙو (لس).

● چو ۽ چوُن: ث. وهاڻي، سوڙ، پٿرائيءَ وغيره تي ڪپڙي جو چڙهيل پوش- چهنُ- غلاف.

● چو: ث. (آواز) وات مان زور سان هوا ڪڍڻ جو آواز. منتر يا دعا وغيره پڙهي ڦوڪڻ جو آواز- چوڪارو. اهو آواز جو ڪتي ڦرهي تي ڪپڙا سنبڻ وقت ڪري.

- چو وجهڻ: ڪو به نقصان نه ٿيڻ. "ڪتيءَ جي گهران ويندي رکو چو".

● چوا پاڻي: محاورو. پاڻيءَ جهڙو چيڊو (ٻوڙ، کير، ڏڌ وغيره). ڦڻل کير (جنهن ۾ کير جدا ۽ پاڻي جدا ٿيندو آهي).

● چوار: ذ. پسارڪي وکر جو هڪ قسم.

● چوائڻ (ل): مصدر. (سن. چند) چاچو ٻڌائڻ- ڪڪن جي چيت وجهڻ.

● چوپ: ذ. (سن. ڪشپ = لوڏڻ) ولوڙ. ڏڦيڙ- رولو- ڦيتاڙو.

● چوت: ڪنهن ناپاڪ شيءِ سان ڇهڻ جي حالت. پليتائي- ناپاڪي- چوپ.

- چوت ڇات: ث. پليتائي- ناپاڪي- ذات پات جو فرق. نفرت- پرهيز.

● چوتر (ٿ): ث. ڇيت. ڇپر. ڇيڻسو. چوڏو. ڪَل.

● چُوتو ۽ چُوتا: ذ. ڪمند جي چُوپيل ڪَل ـ چُوپو. ٿورو ذرو. ڪَل. چوڏو. چِلِڪو. پورَ ـ ٽُڪرُ (ڪ).

● چوتِي ۽ چوتِي (ت): ذ. صفت. هلڪو ـ ٽرڙو. ڳالهائڻ جو بي ڍنگو.

● چوپ (ث)، چوپُ (ذ): [سن. چُپُ=چهڻ] پليت شيءِ سان ڇُهاءُ. هندن ۾ پليتي. ناپاڪائي، چُوت. هندن ۾ ڪنهن گهٽ ذات واري سان ڇُهاءُ جي حالت.

● چُوتِ: ث. قيمت ۾ ڪَمِي اَٽڻ جي حالت. لاٽ ـ گهٽاءُ ـ تخفيف ـ ڇڏَت ـ معافي ـ (ظرف). تڪڙو ـ تيز ـ تڪو ـ معاف ـ آزاد.

ـ چُوتائُو: ذ. صفت. چوت ڇڏيندڙ. معاف ڪندڙ.

ـ چوت جواب ڏيڻ: يڪدم جواب ڏيڻ. اَڏو جواب ڏيڻ. بي ڏڙڪ جواب ڏيڻ. صفا انڪار ڪرڻ.

ـ چوت ڇڏڻ: آزاد ڇڏڻ. پنهنجي مرضيءَ تي ڇڏڻ. ڇڙواڳ ڇڏڻ. بندش لاهڻ. گاڏي، گهوڙي وغيره کي تمام تيز هلائڻ. قيمت ۾ تخفيف ڪرڻ.

ـ چوت ڪرڻ: معافي ڪرڻ. بي ڏوهي ٺهرائڻ. ڇڏي ڏيڻ. رپيو وغيره ڪُٽليو ڪرڻ.

ـ چوت واڳ ملڻ: آزادي ملڻ. خود مختياري ملڻ. ڇڙواڳي ملڻ.

● چُوٽائڻُ: مصدر. ڇٽائڻ. ڇڏائڻ. آجو ڪرائڻ.

● چوتِڪارو ۽ چوتڪارا: ذ. نجات ـ موڪَ ـ رهائي ـ آزادي ـ چوتڪو.

● چوتڪو: آزادي ـ چوتڪارو ـ نجات ـ موڪ. (صفت). مختصر ـ ننڍو ـ ڪُٽليو (ريزو). ريزڪي (واپار). ٿورو ٿورو (ڪم) ـ مختصر ـ ننڍو.

ـ چوتڪو پورهيو: ذ. ٿورو ٿورو پورهيو. مختصر ڪم ـ ريزڪي ڌنڌو.

● چوتِڪِي ۽ چوتِڪِيُون: ث. مختصر. ريزڪي (موڪل).

ـ چوتڪي موڪَل: ث. ريزڪي موڪل. اتفاقي رخصت (جا ملازمن کي ڪنهن اوچتي ڪم سبب ملندي آهي).

● چوت ڳابِڙِيُ (ث): ث. راند جو هڪ قسم.

● چوتو ۽ چوتا: ذ. صفت. [هه. چوتا] ننڍو. گهٽ. ٿورو. بندرو. ناس (نڪ جي) ـ چُوٽتو.

ـ چوتِي ۽ چوتيون: ث. ننڍي. ٿوري. بندري. چُوٽڻي (نڪ جي).

ـ چوتي موڪل: ث. ريزڪي موڪل. اتفاقي موڪل.

● چُوتِي ۽ چوتِيُون: ث. [سن. چُٽُ=ڇُٽڻ] موڪل ـ رخصت ـ اجازت ـ تعطيل ـ موقوفي ـ برطرفي (ملازمت تان).

● چوتِي لاٽِي: ث. لاٽيءَ جو هڪ قسم.

● چوتِياڻي: اسم خاص. هوتواڻي بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو.

● چُوچاٽُ، چونچاٽُ ۽ چُوچاٽَ، چُونچاٽَ: ذ. زور سان هوا لڳڻ جا سوساٽَ. تتشي تي ڪنهن شيءِ جي تَرڪَڻَ جو آواز.

● چوچِرُ ۽ چوچِرَ (ل. ث): ذ. اهو جانور جو جهنگ ۾ چَرڻ نه وڃي پر آسپاس مان چَڪواتُ ڪري وَرَ وَرَ ڏيو گهر ۾ اچي ويهي رهي. (صفت). بيوقوف ـ بيعقل ـ اَناڙي (ث).

● چوچا ۽ چوچا (ت): ذ. صفت. ڍَرو ـ ڍلو.

ـ چوچو ٿيڻ (ت): بي همت ٿيڻ. وائڙو ٿيڻ. حيران ٿيڻ. ڏڪيو ٿيڻ.

● چُوچو ۽ چُوچا: ذ. صفت. خالي ـ سڪڻو ـ ٽلهو ـ سست ـ ڪاهل ـ وچڙندڙ مرض.

● چُوچُو: ذ. ريلوي انجڻ جي هلڻ جو اواز. نفرت سان پري رهڻ جو آواز.

ـ چُوچُو ڪرڻ: ويجهو اچڻ نه ڏيڻ.

● چُوچِي (ت): ث. ننڍڙي ٻار جو مخصوص عضوو ـ لُلي.

● چودو ۽ چودا (ت): ذ. صفت. شهدو ـ شودو ـ بد معاش.

● چوڏاهو: اسم خاص. تعلقي ڪوٽ ڏيجيءَ ۾ هڪ ديهه ۽ ڳوٺ جو نالو.

● چوڏاهو ۽ چوڏاها (ت): ذ. صفت. چوڏو. آميڻُ. ٽياڪڙُ.

● چوڙِرُ يا چوڙِرَ (ت): ذ. صفت. بدچال. ڪُلڇڻو. گندلو. خراب.

● چوڙِڪي: اسم خاص. حيدرآباد شهر ۾ هڪ گهٽي ۽ بازار جو نالو.

● چوڙو يا چوڙا: ذ. (سن. شَلَڪَهُ) وڻ جي ڪَلَ. ڪاٺيءَ جي ڪَلَ - ڪجيءَ جي 'ڪاٺُر' مان ڇڙي ظاهر ٿيڻ وارو حصو. (صفت). بد معاش. ڪنجوس (ت).

- چوڙا لاهڻ: ڪَلون لاهڻ. مار ڪيڏڻ. سيڪت ڏيڻ. سڌو ڪرڻ. عيب آگهاڙڻ. بيعزت ڪرڻ - بدنام ڪرڻ.

- چوڙو وٺڻ: ڪاٺيءَ کي تري يا ڇلي ڪم جي لائق بنائڻ.

● چوڙِي يا چوڙِيُون: ث. (سن. شَلَڪَهُ) چوڙو. ڪَلون (وڻ جون). پير ۽ ڏاڙهونءَ وغيره جا چوڙا (جي رنگ ناهڻ ۾ ۽ دوا طور ڪم اچن)- ڇَل. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم (ٻه قسم ٿين، هڪ 'چوڙي' ويڪري منهن واري ۽ ٻي 'ڪاراسي چوڙي' سنهي منهن واري).

- چوڙي وجهڻ: ڇمڙي رڱڻ لاءِ پير جا چوڙا مصالح طور ڪم آڻڻ.

● چورا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● چورلو: اسم خاص. تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چورو يا چورا: ذ. اهو ڇوڪر، جنهن جو پيءُ مري ويو هجي (ماءُ جي مري وڃڻ تي به چورو چوندا آهن. چوڻي آهي ته "پيءُ مئو ته سچو چورو، ماءُ مئي ته اڌ چورو"). اهو ڇوڪرو جنهن جو پيءُ ماءُ مري ويا هجن، جنهن جو ڪو به وارث نه هجي - يتيم. لاوارث. ڇوڪرو- ٻنگر (ڪ). (ث). چوري يا چورِيُون.

- چوراٺو: ذ. صفت. چوري ٻار جو- يتيم جو. (ث). چوراٺي.

- چورڙو يا چورڙا: ذ. "چورو" مان اسم تصغير. چورو- يتيم. (ث). چورڙي يا چورڙِيُون.

- چورو چينو يا چورا چينا: ذ. صفت. يتيم. مائٽن مُئل - جنهن جو ڪو به ميٽ مائٽ نه هجي. لاوارث - نِڌڪو. (ث). چوري چيني يا چورِيُون چيِنيُون.

- چوري يا چورِيُون: ث. "چورو" جو مونث. آها ڇوڪري، جنهن جا ماءُ پيءُ مري ويا هجن. ڇوڪري - نينگري.

● چورِيُ: ث. ٻوٽيءَ جو هڪ قسم.

● چوريتاڻي: اسم خاص. تعلقي ماتليءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چوڙَ، چُوڙ (ث). چوڙُ، چوڙُ (ذ): ڪاوڙ ڪان پيشانيءَ ۾ پيل گهنڊ. گهنج (پيشانيءَ جا). منهن ۾ پيل شورُ. ڦِتَل ۽ سيرون پيل زمين (جا گهٽي پاڻيءَ جي بيهڪ ۽ سوڪ بعد ٿئي).

● چوڙُ يا چوڙَ: ذ. چَڙَڻُ. ڪنهن واهه يا ندي جو ڇيڙو (جو ڪنهن ڍنڍ، واهه يا سمنڊ ۾ پورو ٿئي، جيئن سنڌو نديءَ جو چوڙ عربي سمنڊ ۾ ٿئي). خَلاصُ- اِنزالُ. پيشاب "ناڙا چوڙ". برسات جي پاڻيءَ جو جبل تان وهندڙ وهڪرو. ڪنهن ڪپڙي يا چمڙي ۾ سخت يا پڪو چٽو. (صفت). چوڙيندڙ- ڪوليندڙ "ڳنڍِي چوڙ، روزي چوڙ وغيره".

- چوڙ ڪرڻ: نديءَ وغيره جو ختم ٿيڻ. اِنزال ڪرڻ - ڇٽڻ. پيشاب ڪرڻ.

● چوڙ ٽَر: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چوڙ پُراڻو: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چوڙِڪو يا چوڙ ڪا (ت): ذ. نوڙيءَ جو ٽُڪرُ (جو پٽڙ جي پاسن کي ٻڌڻ ۾ ڪم اچي).

● چوڙَڻُ: مصدر. (پرا. چودئي يا چوديئي. سن. ڇُٽ) کولڻ. ڇڏڻ. رسي وغيره سان ٻڌل کي ڇڏائڻ. بند خلاص ڪرڻ. ڇڏي ڏيڻ. هٽڻ (بند وق، توف وغيره). ڪاٻه گهوڙيل شيءِ ڇانڻ (ڪ).

- چوڙائِڻُ: مصدر. "چوڙڻ" مان متعدي بالواسطه. ڪولائڻ. ڇڏائڻ - آزاد ڪرائڻ.

- چوڙي ڏيڻ: ڪولي ڏيڻ. بنا محنت جي (معاوضو، رقم) ڏيڻ. مفت ۾ ڏيڻ (پئسا).

● چوڙو، چؤڙو ج چوڙا، چؤڙا: ذ. ڪنهن چوپائي جانور جي لَتَل کَلَ- کَلَ- چمڙو- کَلَ- سُڪَل کَلَ جهڙي ڪا به سُڪَل شيءِ. ڪاوڙ وغيره ڪان مُنهن ۾ پيل گهنڊ- گهنج.

- چوڙائي، چؤڙائي: ذ. کَلن جو واپاري. چمڙي جو واپاري.

- چوڙو، چؤڙو لاهڻ: کَلَ لاهڻ. مار ڏيڻ. سخت سزا ڏيڻ. جسماني مار ڪُٽ ڪرڻ.

- چوڙي، چؤڙي ج چوڙيون، چؤڙيون: ث. کَلَ- چمڙو.

- چوڙي، چؤڙي لاهڻ: کَلَ لاهڻ. سخت سزا ڏيڻ.

● چوڙي: اسم خاص. تعلقي ميروخان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چُوڪارڻ: مصدر. صلواة سڳوري يا ڪو قيٽو وغيره پڙهي دَمُ ڪرڻ. شوڪارو هڻڻ. ڦُوڪَ ڏيڻ.

- چُوڪار: ث. چُوڪارو- شوڪارو- ڦُوڪَ.

- چُوڪارو ج چُوڪارا: ذ. شوڪارو. صلواة يا قيٽي وغيره جو ڦوڪارو. دعا جو ڦوڪارو- ڦُوڪَ.

● چوڪَر ج چوڪَريون: ث. نينگري- چوڪري.

● چوڪَرُ ج چوڪَرَ: ذ. چوڪرو- نينگر- ٻارُ- پُٽُ.

- چوڪراتُ ج چوڪراتَ: ذ. نوجوان- ڇيرو- لاسيار- لاسڙات.

- چوڪراڻو ج چوڪراڻا: ذ. صفت. ٻاراڻو. ننڍپڻ وارو. بي سمجهه. چوڪرن جهڙو. بيوقوفيءَ جو (ڪم).

- چوڪراڻي ج چوڪراڻيون: ث. صفت. ٻارن واري. چوڪرن جهڙي. بي عقليءَ واري. بيوقوفي. ٻاراڻي حرڪت.

- چوڪراڻي ٻوتي: محاورو. ٻاراڻو ڪم. بيوقوفي جهڙو ڪم. بي همتي

"چوڪراڻي ٻوتي، جهڙي ڏوتي تهڙي نه ڏوتي."

- چوڪراڻي ڪرڻ: ٻاراڻي حرڪت ڪرڻ. ٻاراڻي ڪرڻ. بيوقوفي ڪرڻ. بناسوچ ويچار جي ڪم ڪرڻ.

- چوڪراڻي ڳالهه ڪرڻ: ڳالهه ڪان ڦرڻ. بي بنياد ڳالهه ڪرڻ. بيوقوفي وارو ڪم ڪرڻ.

- چوڪراڻي: ٻالڪپڻ- ننڍپڻ- چوڪراڻي.

- چوڪرو ج چوڪرا: ذ. چوڪر- نينگرُ- ٻار- طفل- ٻچو- پُٽُ. اڻ آزمودگار. ناتجربيڪار. (ث) چوڪري ج چوڪريون.

- چوڪِري ج چوڪِريون: چوڪِر- نينگِري.

- چوڪري بازي: ث. لونڊي بازي- لواطت.

- چوڪِرو ج چوڪِرا (ت): ذ. صفت. حيران- پريشان.

● چولا: ذ. [هه] چڻن جو هڪ قسم- وڏا چڻا. رذل چڻا.

● چولائي (ڪ): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● چولڙي ج چولڙِيون: ث. ڪَنڌ.

● چولڻ: مصدر. چاچولڻ. پاڻيءَ ڪي لوڏي لهريون پيدا ڪرڻ. لوڏڻ- ڏوڏڻ. ڪنهن شيءِ ڪي پاڻيءَ ۾ هيٺ مٿي ڪرڻ (ل). رولڻ

"ٻڌي هٿيالو هوت سان، چولي چپر چڏيائون."
(دليت).

ڏِڪڻ. آچلڻ. ڳولڻ. ٻتوڙڻ. ڪوشش ڪرڻ (ت).

- چولَ: ث. چولي- لَهرَ. ڏوڏو. چاچول. آڌل پٿل. مانداڻ. رولڙو. ڳولا.

- چولجڻُ: مصدر. "چولڻ" مان فعل مجهول. چاچولجڻ. لهريون ٿيڻ. رلڻ.

- چوليرُ ج چوليرَ: ذ. صفت. چوليون هڻندڙ.

- چولو: ذ. لَهرَ. ڏوڏو. چاچول. لوڏو. مصيبت. نقصان. ٽوٽو (ت).

● چولِٽي ج چولٽِيون (ت): ث. هڪ اوزار جو نالو (منهن وريل انبوري).

● چولِيءُ ج چولِيُون: ث. لهر- موج.
"ڇَڪي چوليءَ ۾ گهڙي، جتي جيءُ وڙاهہ"
(شاهہ).
پُور - آڏ مو.

● چوَنٽو ج چوَنٽا: ذ. نڪَ جو سوراخ - ناس - ناڪوتو - چونٽي.

- چوَنٽا چيرَڻ: ناسون چيرڻ. سخت مار ڪيڻ.

● چونٽيءُ ج چوَنٽيُون: ث. نڪَ جو سوراخ - ناس - ناڪوتو - ڦرٽي (ل).

● چُونڇُ (ل): ذ. ڏڳيءَ جي پيٽ هيٺان لڙڪيل چمڙو - ڇُڇُ.

● چُونڇاٽُ ج چُونڇاٽَ (ل): ذ. باهہ يا زور تتل شيءِ تي پاڻيءَ جي ڪِرڻ جو آواز. داغ ۾ پاڻي وجهڻ جو آواز.

- چُونڇاڙُ (ٿ): ذ. چونڇاٽ.

● چُونڇيءُ ج چُونڇيُون: ث. مٺي پاڻيءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم (اڇا چيلُر، سَتَ پَرَ، ڏيگهہ هڪ ڪان ٻن انچن تائين).

● چُونڊَ (ل): ث. گهوٽ ڪنوار تان پئسا يا ڪارڪون اُڇلائڻ جي حالت - گهورَ.

● چوَنڊو ج چوَنڊا (ت): ذ. ننڍڙي ڦُرڙي - ڦَٽُ - ڇُهُنڊو.

● چوَنڊو ٻنجڻ: آزار ٻڌجڻ. تڪليف جو سبب ٻڌجڻ.

● چَونڊِيءُ ج چَونڊِيُون: ث. نڪَ جي چوٽي.

● چونگِلاڻِي: اسم خاص. مزاري بلوچن جو هڪ قبيلو (جو رستماڻين جي شاخ آهي).

● چوهہَ ج چوهہَ: ذ. تيزي - تِڪَ "ڏسي سي چوهہ چولين جا". جوش - ڪاوڙ. پاڻيءَ جي وَهڪَ جي تِڪَ. زور. عُجلت - جذبو - اُمنگ. طوفان. رنج - ساڙ - حسد (ت) - غصو - ناراضگي - تيز هوا - وَسڪارو.

- چوهہَ چڙهڻ: جوش گهٽجڻ. ڍرڪي پوڻ. نِراس ٿيڻ - نااميد ٿيڻ "تڏهين ٻيس چُوهہَ چڙهي".

- چُوهہَ چَنبڻ: ڪاوڙ چنبڻ. ڪاوڙ ڏيکارڻ. ڪاوڙ مارڻ. ساڙ ڪَڍڻ. زور لائي بس ڪرڻ. آڄَ لاهڻ (ت).

● چُوهہَ: ث. تيزي - تِڪَ. جوش. جلدائي - تڪڙ. گهڻائي.

● چُوهارو ج چُوهارا: ذ. ڪارڪَ جو هڪ قسم. پَڪَل ڪارڪَ - ڪارڪَ.

● چُوهَرُ ج چُوهَرَ: ذ. [سرائڪي] چوڪر - چوڪرو - نينگر. ث. چوهِر.

● چوهو، چُوهو ج چوها، چُوها: ذ. (سن. ڪَشَپُ = لوڏڻ) هوا جو زوردار جهٽڪو. طوفان - جهٽڪَ. واءُ يا مينهن جو جهٽڪو. (صفت). تيز - تکو. جلد باز. تيز رفتار. تڪڙو.

- چوهيڪارُ ج چوهيڪارَ: ذ. صفت. طوفان، چوهو. زوردار. تيز رفتار.

● چوهِيءُ: ث. انءُ چنبڻ يا وائِرَڻ ڪانپوءِ ٻچيل ٿُهہ. ٿُهڙ. ڪاري پاڻي پيئڻ ڪري ٿيل آڄَ (ٿ).

- چوهي ٿيڻ: ڪاري پاڻي پيئڻ سبب آڄَ لڳڻ.

● چوهِيو (ٿ): ذ. مينهن جي تيزي. برسات - وَسڪارو.

● چوئِي: ذ. اٽي جو چاڻُ (ل).

● چَويهہ: صفت. [ڇهہ + ويهہ] هڪ عدد (۲٦).

● چويو ج چويا (ٿ): ذ. مرد جو نالو.

● ڇَهہ: صفت. [ف. شش؛ سن. ششٽ] هڪ عدد (٦).

- ڇَهہ آڱرو ج ڇَهہ آڱرا: ذ. صفت. ڇهن سالن جي عمر جو سوئر (جنهن جا وَڄ ڇَهہ آڱرَ ڊگها هجن).

- ڇَهہ باز ڪرڻ: ڇهن ڄڻن جو گڏجي پَٽَن راند ڪرڻ.

- ڇَهہ نو يا ڇڙَ وِڪامڻ: بيپرواهي هڻڻ. مغروريءَ سان هلڻ - بي فڪري هڻڻ.

- ڇَهہ نو يا لَڳڻ: رهڻي جا ڇهہ نو يا انءُ وڪامڻ. سستائي ٿيڻ - سهانگائي ٿيڻ.

- ڇھ ٽِي نَوَ ٿيڻ: کوٽ هيٺ اچڻ. ٻاڳ کِسَڻُ. ڇَڪِي راند ۾ هار جو داءُ پوڻ.
- ڇَھ پنج ڪرڻ: وائڙو ٿيڻ - حيران ٿيڻ - ششدر ٿيڻ.
- ڇَھ پيرو ۽ ڇَھ پيرا: ذ. صفت. ڇهن پيرن وارو. پير پير ۾ ڏيئي بنا آواز هلندڙ. چالاڪ - ڇَپيرو. ٿ. ڇھ پيري ۽ ڇپيريون.
- ڇَھ پيرِي ڀِلِي: محاورو. بنا آواز هلندڙ. ميسڻو ماڻهو. تمام چالاڪ.
- ڇَھ دائيُون پَوڻ: نقصان هيٺ اچڻ. هارَ جو داءُ پوڻ.
- ڇھ ڏَندو ۽ ڇَھ ڏندا: ذ. صفت. ڇهن ڏندن وارو (جانور). ڇهن سالن جي عمر جو چوپايو - ڇھ سالو - ڇَگو. ٿ. ڇھ ڏَندي.
- ڇَھڙُ: ذ. ڇَهين ڏينهن ايندڙ وارِي جو تَپُ.
- ڇَھ سالو ۽ ڇَھ سالا: ذ. صفت. ڇهن سالن جي عمر جو (جانور). (ٿ). ڇَھ سالِي ۽ ڇَھ سالِيُون.
- ڇَھ ماهِي ۽ ڇَھ ماهِيُون: ٿ. ڇَهن مهينن جو عرصو - ششماهي.
- ڇَھ ماهي ڪارڻ: ڪافي وقت وڃائڻ.
- ڇَھو ۽ ڇَها: ذ. "ڇَھ" يا "ڇَهَن سان" جي معنيٰ ڏيکاريندڙ. تاس ۾ ڇهن داڻن وارو پتو - ڇَڪِي.
- ڇَھوتر، ڇَھوتِرو: صفت. ڇھ سيڪڙو (وياج).
- ڇَھُون: صفت. سلسلي ۾ پنجن کان پوءِ - هڪ عدد قطاري.
- ڇَھُوڻِ ۽ ڇَھُوٽائِي: ٿ. ڇھ پيرا وڌيڪ هئڻ جي حالت.
- ڇَھُوٽو ۽ ڇَھُوٽا: صفت. ڇھ ڀيرا وڌيڪ. (ٿ). ڇَھُوٽِي.
- ڇَھئي ٽويا ڇڏڻ: سڀ اختياري ڇڏڻ. واسطو نہ رکڻ.
- ڇَهين ڏَندِين: محاورو. ڇهن ڏندن سان (جانور). ڇهن سالن جي عمر وارو (جانور، جو جوان ٿئي ۽ پنهنجي روءِ سوءِ رهڻ جي لائق ٿئي). (ڪنايتاً) روءِ سُوءِ - خود مختيار. ڇڙواڳ. جُوانُ جَماڻُ. ڪمائيءَ وارو.
- ڇَهين ڏَندين، ڇَھ اچڻ: هٿَن ٺَلهو اچڻ - سَکڻو اچڻ.

● ڇَھَ: ٿ. ڇَپِ - ماٺ - ڇُپِ - دَتُ - ڇُڪَ.
- ڇھ مارِي، هٿِي ويهڻ: ڇَپِ ماري ويهڻ. ڇُڪ هٽي وِيهڻ.
- ڇَھَ ڇِڄَڻ: همت هارجڻ. نااميد ٿيڻ. وسيلا ڇُڪڻ.
- ڇَھ ڇِڄِي پوڻ: نااميد ٿيڻ - سخت مايوس ٿيڻ.

● ڇَھَ، ڇُھُ ۽ ڇُهُون: ٿ. سَوڙِ، پٿراڻي، وِهاڻي وغيره جو غِلاف - ڇَوَ - پوش - ڍَڪُ.

● ڇُھُ ۽ ڇَھَ (ت): ذ. لَئِي جي وڻ جا ٽارا ۽ پَنَ.

● ڇُھَ: ٿ. ڇُهڻ جي حالت. ڇوپُ. پليتي. ڇَوَ.

● ڇُهارو ۽ ڇُهارا: ذ. ڪارَڪَ جو هڪ قسم. سُڪَل يا پَڪَلَ ڪارَڪَ.
- ڇُهارا ڪرڻ (ت): ڏؤنڪا رَڌي ڇُهارا تيار ڪرڻ.

● ڇَهاسُ ۽ ڇَهاسَ: ذ. (ڇھ + پاس = پاسا) ڇهن پاسن واري شڪل - ڇھ ڪُنڊو.
- ڇَهاس جو ڪارَبُ: ذ. فرشي سرن ٺاهڻ جو ڪارب.

● ڇَهاسِي: صفت. هڪ عدد (٨٦) - ڇھ ايڪا اٺ ڏهاڪا.

● ڇَهانَوي: صفت. هڪ عدد (٩٦) - ڇھ ايڪا نَوَ ڏهاڪا.

● ڇُهاڻِي ۽ ڇُهاڻِيُون (ڪ): ٿ. گهڻن ڏينهن جو گذر - مسافري - زال سان سمهڻ - رَڄُ صاف ڪرڻ.

● ڇُهائِڻ: مصدر. ڇُهڻ. لائڻ - گَسائڻ. ٿورو پاسو هئڻ.

● ڇُهائِي: ٿ. تيزي - تِکائِي. جلدي.

● ڇَھ ٻانهيُن (ڪ): ٿ. درياڻي ٻيڙيءَ ۾ ڪم ايندڙ هڪ رَسِي (جنهن سان آڏَ ڪجي).

● ڇَهَرَ (ل): ث. ٻهانو- مڪر- مَڪَرُ- ٺڳي- دولاب - ڇَهَل - لِڪَ - ڇَپَ - ڇَڪَ.
● ڇُهَرُ ۽ ڇُهَرَ (ل): ذ. [سرائڪي] ڇوڪرو- ڇوڪر- نينگر. (ث). ڇُهَر ۽ ڇُهرُون.
● ڇَهَر اوگرائي: ث. ڪيتي اوگرائي - چارَ اوگرائي.
● ڇَهڙائپَ: ذ. ڇَمڙيءَ ڪي ڇَهَڪ ڏيڻ جي حالت.
● ڇُهڙَم (ت): ذ. ڇَمڙيُ لاهڻ جو ڪم.
● ڇَهَلُ ۽ ڇَهَلَ: ذ. [سن. ڇَلُ=مڪر] چانهَرُ- ڊونگ - مَڪَرُ- ڇَلُ. (صفت). تڪو- تيز رفتار- چالاڪ (ل).
- ڇهل باز ۽ ڇهل باز: ذ. صفت. ٺڳ- مَڪر ٻل - چالباز- چالاڪ.
● ڇَهلائڻ: مصدر. ريبڻ - ٺڳڻ.
● ڇهندِ ڇُهندُ (ت): ث. رَهڙَ- رُهندَ- رَڳڙو- خراش - ڪَرڙو.
● ڇهندڻ (ت): مصدر. وڙهڻ. جهٽڪڻ. ڪاوڙ مان ڳالهائڻ.
● ڇُهندو ۽ ڇُهندا: ذ. رهڙ- رهند- ڦٽ- وڏي ڦرڙي.
- ڇُهندو لهڻ: ڦٽ يا ڦرڙيءَ تان ڪَرڙي لهي پوڻ.
● ڇُهنڪڻ، ڦُهنڪڻ: مصدر. ٻُڙڪڻ- ڪِنجهڻ - ڪُرڪڻ. ڪَنوِسَ ڪرڻ.
● ڇُهڻ: مصدر. [پرا. ڇُوئي. سن. ڇُپ] هٿ لائڻ. لائڻ - لڳائڻ.
● ڇَهو: اسم خاص. تعلقي مٺيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڇَهو ۽ ڇَها: ذ. "ڇهن" جو عدد. تاسَ ۾ ڇهن نشانن وارو پتو- ڇڪَ. سنهي ڪاني - ڇينيو. ڪَنڌَن واري تاري. نئڊي تَلِي (ٿ).
● ڇيهو ۽ ڇيها: ذ. نقصان - ڇيهو.
● ڇُهو ۽ ڇُها: ذ. ڏاڍو واءُ. هوا جو سخت جهوتو. طوفان. جهَڪَ. پاڻيءَ ۾ لهرين جو جوش. وهڪ جي تڪ. مينهن جو وسڪارو- اوريڪ. ڇُوهو. واءُ ۽ سيءُ جو زور. (صفت). تکڙو - تيز- تڪو. تورو ذرو.
● ڇهون: ث. هميشه جمع ۾ ڪم ايندڙ لفظ. ڇپتيون - ڇيهون - ٻرزا.
- ڇيهون ڇيهون ٿيڻ: ذرا ذرا ٿيڻ. ٻرزا ٻرزا ٿيڻ.
● ڇَهوٽو: ذ. رسي جي ٿهيل شيءِ جا مينهن يا گهوڙي ڪي پير ۾ ٻڌڻ لاءِ ڪم اچي. ڇهه دفعا (هڪ عدد جا).
● ڇَهِي ۽ ڇَهيون: ث. سنهي تاري- ڇينو. ڇَهو (ل). پاڻي گهٽ ڪرڻ لاءِ آڏَ جي مُنهَن ۾ ڏنل ڪکن جا تارا- ڪکن جي آڙَ- ٻَنڌو- چاپَ (ت). جهلَ- آڏَ- روڪَ.
- ڇَهِي ڏيڻ: آڏَ وغيره جي مُنهَن ۾ ڪک ۽ تارا ڏيئي پاڻيءَ کي ٻَنڌو ڏيڻ.
● ڇُهِي ۽ ڇُهيون: ٿوري ذري. تيزي - تڪ.
- ڇُهِي ڏيڻ: ڇپرو ڏيڻ - تڪو ڪرڻ (ڪاتي وغيره).
● ڇَهِي جو ڏَهر: اسم خاص. تعلقي چاچري ۾ هڪ ڏهر جو نالو.
● ڇِئو ۽ ڇِئا: ذ. ڇيهو- نقصان.
● ڇِئو ۽ ڇِئا: ذ. ذرو- هوَ.
- ڇِئا پاڻي ڪرڻ: دال وغيره کي تمام پٽيڙو ڪري رڌڻ. لوٽا پاڻي ڪرڻ.
● ڇِيِ: ذ. نفرت جو آواز- ٿُو. ڇِي ڇِي- ڇِيٽَ. حَيُف. چوپائي مال کي پاڻي پيارڻ لاءِ ڇِيڪارَ جو آواز. ٻار جو پيشاب (ل).
- ڇِي ڪرڻ: ٻار جو پيشاب ڪرڻ.
● ڇپيرَ ۽ ڇپيرونُ (ڪ): ث. خبرچار.
● ڇپيلو ۽ ڇپيلا (ت): ذ. صفت. ڇليو لو- لاڏلو- آئنٽيرو. حرڪتي. حَسين - سهڻو- ڇپيلو.
● ڇپنبو ۽ ڇپنبا (ڪ): ذ. ڇڙَبَ- ڇينپَ- جهٽڪَ. وهنجڻ - تڙ- غسل (ل).
● ڇپت ۽ ڇپتون، ڇپتيون: ث. ڪانيءَ جو سنهڙو ذرو. ڪک جيتري ڇهنباري ڪاني (ڏندن وغيره کوٽڻ لاءِ) ڪُٽَ.

– چيت ڪيڻ: هٿ يا پير ۾ لڳل ڪانيءَ جو ذرو ڪيڻ. خرچي يا رشوت طور ڪجهہ رقم ڇڏائڻ.

– چيتيون چيتيون: ث. ذرا ذرا- پرزا پرزا. چيهون چيهون.

– چيتيون ڪرڻ: ذرا ذرا ڪرڻ- پرزا پرزا ڪرڻ. چيهون چيهون ڪرڻ.

● چيتر ٻ چيتر: ذ. پڳل ڪاني يا پاسيري ڦاڙيل ڪپڙي مان ظاهر ٿيل چيتيون. شيشي وغيره جي چِل. زمين جو اهو ڀاڱو جو چورس يا مستطيل شڪل کان ٻاهر نڪتل هجي. جٺڙ ڏڳي کي هر ۾ وهو ڪرڻ جي حالت (ل). ٽڳي (ت).

– چيتراجڻ (ت): فعل مجهول. ٽڳجڻ. ڦرجڻ.

– چيتر پيندڙي (ت): ث. ٽڳي- دولاب- دغا.

● چيتراءُ: ذ. زيارت جي جاءِ. اها جاءِ جتي ساڌن کي کاڌو وغيره مفت ملي. ٻي حيسي.

● چيترائڻ (ل): مصدر. ”چيترڻ“ مان متعدي بالواسطه. چِلائڻ. جٺڙ ڏڳي کي هر ۾ وهو ڪرائڻ.

● چيترڻ: مصدر. تربيت ڏيڻ- سيکارڻ- وهو ڪرڻ (ڏاند کي). چِلڻ- شيشي کي پاسا وٺي مذو ڪرڻ.

● چيتا: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● چيٽ ٻ چيٽون: ث. [ف. چيت] هڪ قسم جو چِٽيل ڪپڙو (جنهن مان عام طرح زالون پوشاڪ ٺاهين).

● چيٽڪ ٻ چيٽڪ: ذ. چريائي- پاڳلپڻو.

● چيٿو: ذ. وچوٿي- مفاصلو- وٿي.

– چيٿو پوڻ: وڇوڙو پوڻ. وٿي پوڻ. رنجش سبب هڪ ٻئي کان ڌار ٿيڻ.

● چيٿي: ث. وٿي- وچوٿي- مفاصلو- وڇوٽ. ويساهي- موڪل. فرصت.

● چيپ: ذ. [سن. چپ = چپڻ] چُوت- پليتائي- آلودگي.

● چيچ (ت): ث. پاڻيءَ جو چينهڙو- سرءُ جي موسم ۾ پاڻيءَ جي لاٿ.

● چيچ (ل): ذ. دهل جي وڄت جو هڪ نمونو (ناچ جو تال). ڏانڊين يا ڏونڪن سان جهمر ناچ. تماشو- رونشو. خوشي. چنهي يا چپر جي اڏاوت. مهرباني- لطف

”ڪري چيچ چپر ۾، پنهون ايندو پاڻ“ (شاهه).

چوپائي مال جو هڪ مرض (ڍور کي بيماريءَ سبب يا اڪل وغيره لڳڻ سبب ڳنڍو ٿي پوي يا هڪڙي هنڌان ڪل لڙڪي پوي).

– چيچ وجهڻ: ناچ وجهڻ. خوشيءَ وچان ٽينگ ٽپا ڏيڻ. گوڙ مچائڻ. رونشو ڪرڻ. فساد ڪرڻ- هل مچائڻ.

– چيچ هڻڻ: ڏونڪا هڻڻ. ناچ ڪرڻ. هل فساد ڪرڻ. خوشيون ڪرڻ.

● چيچرو ٻ چيچرا: ذ. صفت. چياڳرو- اڏنگو. بدافعال- ڪلچٽو.

● چيچڪ ٻ چيچڪ: ذ. رنبڪ. هل. فساد. معاملو- رڳڙو.

● چيچهڙو (ت): ذ. پاڻيءَ جو چينهڙو. جدائي- وڇوڙو.

● چيچار (ڪ. ڪ): ڪڪ پن- ڦينجها- ڪک ڪهچر.

– چيچار ڪرڻ: ڪاٺيون گڏ ڪرڻ- ڦينجها گڏ ڪرڻ.

● چيچاڙڻ (ت): مصدر. ڏک ھڻي ڏونداڙڻ- چيچلائڻ- چيچائڻ. تڪليف ڏيڻ. هلاڪ ڪرڻ- تڙڦائڻ- ڦٿڪائڻ.

● چيچڙو ٻ چيچڙا: ذ. گوشت تي چڙهيل پردو- وڪو- چيچڙ ”ٻليءَ جي خواب ۾ چيچڙا“ (چوڻي). ڦاٽل اڳڙي- چِنل ليڙ.

● چيچلائڻ: مصدر. ڏندن ۾ جهلي ڏونداڙڻ. هلاڪ ڪرڻ- آزارڻ. ڏوڙڻ- چيچاڙڻ.

● چِي، چِي: ث. چوپائي مال کي پاڻي پيارڻ وقت ڏراڙ جو ڪيل آواز- چيڪار. نفرت يا ڪراهت جو آواز. ٻار کي پيشاب ڪرائڻ لاءِ هڪ آواز.

● ڇپيدَڻُ: مصد ر. [ پرا. ڇِدَّئي يا ڇِدَّيئي. سن. ڇِد] ٽُنگَ ڪرڻ - سوراخ ڪرڻ - سَل ڪيڻ. وِرهائڻ. تعريف ڪرڻ. پَڇَڻ.

● ڇپيدُ ۽ ڇپيدَ: ذ. [سن. ڇِدُرُ] سوراخ - سَلُ - ٽُنگَ. ڇيرُ - شِگافُ. پاڄَ - تعريف. علمِ نحو جي اصطلاح موجب جملي جي لفظن جي تقسيم. علمِ رياضي جي اصطلاح ۾ اٿپوري انگ جا جملي ڪيل پاڱا.

– ڇپيدُ ڪرڻ: جملي جي تفريق ڪرڻ. انگ پيچڻ.

● ڇپيڏڪُ ۽ ڇپيڏڪَ: ذ. رڪاوٽ - رنڊڪ - روڪ - جهڳڙو - خلل - پَڇَڪڙي. ڦَڏو - فساد - رولو - گوڙ. رَڳڙو. چرپائي وارو ڀور. آڏڪو. شدت. ڪُڏُ - شوق. مرگهيءَ جي علامتن واري بيماريءَ جو هڪ قسم - ڏَڪڻي يا لَرزو - وَعشہ (رَعشي جي بيماري).

– ڇپيڏڪ وِجهَڻ: رنڊڪ وجهڻ. خلل وجهڻ. فساد وجهڻ. جهيڙو مچائڻ. معاملو پيدا ڪرڻ.

– ڇپيڏڪي ۽ ڇپيڏڪِي: ذ. صفت. ڀُورالو - رِيچڪائي. حرڪتي. جهيڙاڪار.

● ڇپيرِ ۽ ڇپيرون: ث. گِهنہ جو هڪ قسم. پيرن ۾ پائڻ لاءِ گهنگهرن جي لَڙهي. گهنگهرا وغيره (جي نچڻ وقت ناچوءَ جي پيرن ۾ يا چوپائي مال جي ڳچي ۽ ٽنگن ۾ ٻَڌجن).

– ڇپيرون ڪرڻ: راند يون ڪرڻ. هَلَڻُ

”اِي ڪانپيرو ڪوهہ، جو چاچَرَ ۾ ڇپيرون ڪري“

(شاهہ ڪريم).

● ڇپيرُ (ڪ): ذ. پرت جو هڪ قسم (گهير جو پرت).

● ڇپيرڻُ: مصد ر. رُلائڻ - رولِڻُ - پَٽڪائڻ. گهَمائڻ. ڇپيڙائڻ - ڪاوڙائڻ.

● ڇپيرو ۽ ڇپيرا: ذ. اوزار تيکي ڪرڻ ۽ ان کي گسائڻ وقت ڏنل گهِڪو - ڪاٽ ڪري ڪنهن اوزار جي تيکائي. بندوق جي گولي - ڇپيرو. مال کي ڏکائي ٿيندڙ بيماريءَ جو هڪ قسم.

– ڇپيرو ڏيڻ: اوزار کي تيکو ڪرڻ لاءِ روهيءَ تي لائڻ. ڇپيڙائڻ - ڪاوڙائڻ.

● ڇپيڙَ ۽ ڇپيڙون: ث. بنا مزوريءَ جي زوري ڪنهن ڪم سان لڳايل ماڻهو. اهو ڪم جو گهڻا ماڻهو بنا مزوريءَ جي لڳائي پورو ڪرائجي (مثلاً واهہ جي کاٽي وغيره). بيگار. زميداري سَڏُ (جنهن ۾ هاري بنا آجوري کاٽي وغيره جو ڪم ڪندا آهن). گهڻن ماڻهن جو گڏجي ڪو ڪم ڪرڻ جي حالت (مثلاً جماع ڪرڻ). شڪار کي وَرائيندڙ ماڻهن جو ٽولو. وِيَلَ جانور جي پٺيان پيل ماڻهو (ڪ). وراڙو. ٻَچَ - هُشي. ڪؤنس - چُرچَ - حرڪت. ڪاوڙائڻ يا ٻَرغلائڻ جي حالت. پيڙيءَ چِڪڻ جو رَسو.

– ڇپيڙچاڙَ: ث. حرڪت - ڪؤنس. هَٽَ ڪَسُ. مسخري.

– ڇپيڙچاڙ ڪرڻ: حرڪت ڪرڻ - هٽ ڪس ڪرڻ. مسخري ڪرڻ. ڪاوڙائڻ لاءِ چورڻ.

– ڇپيڙچوڙَ ڪرڻ: گهڻا ماڻهو وٺي چڙهائي ڪرڻ. زبردست حملو ڪرڻ.

– ڇپيڙ ڪَرائڻ: ڪنهن راجوڻي ڪم تي بيگر ۾ ماڻهن جو ٽولو وٺي وڃڻ. گهڻن ماڻهن کان ٻَچَ يا جماع ڪرائڻ.

– ڇپيڙَ ڪرڻ: ٻَچَ ڪرڻ. حرڪت ڪرڻ - ڪَؤنسَ ڪرڻ.

– ڇپيڙَ وِهائڻ: بيگر وهائڻ - زوريءَ ڪم وٺڻ.

– ڇپيڙو ۽ ڇپيڙا: ذ. صفت. ڇپيڙَ ۾ وهندڙ - بيگَر ۾ وَهندڙ - بيگاري - وَنگاري. مفت پورهيو ڪندڙ.

● ڇپيڙڻُ: مصد ر. چُراند ڪرڻ - حرڪت ڪرڻ. هَٽَ ڪَسَ ڪرڻ. چورڻ. ڪاوڙائڻ. خَفي ڪرڻ - ستائڻ - تنگ ڪرڻ. ٻَچَ ڪرڻ - هُشي ڏيڻ. چوپائي مال کي چارڻ لاءِ جهنگ ڏي ڪاهڻ - ڀرائڻ. وَڄائڻ (ساز). شروع ڪرڻ (آلاپ، گفتگو). بيٺل پاڻيءَ ۾ واهہ جي کاٽي ڪٽڻ (ل).

● ڇپيڙو ۽ ڇپيڙا: ذ. پَڇاڙي. پوڇڙ - پُڇڙي. پٽڪي جو ٽُرو - بيگاري ماڻهو - مفت ۾ ڪم ڪرڻ وارو ”خانواهہ جو ڇپيڙو“.

- ڇپڙو ڇڏائڻ: ختم ڪرڻ. آخر ۾ فيصلو ڪرڻ- نبيرو ڪرڻ.

- ڇپڙو ڇڏڻ: جند ڇڏڻ. واسطو توڙڻ. سالڳو ڇڏڻ. آسرو لاهڻ. پنڪي جو پُٺو ڇڏڻ. ڇڏڻُ طُرّو ڇڏڻ.

● ڇپڙهڻ (ل): مصدر. ڇيڙڻ. چراند ڪرڻ. حرڪت ڪرڻ. ڇيڙائڻ.

- ڇپڙهُ: ث. ڇُر- ڪؤنس- ڪُنڊ- ڇيڙ.

- ڇپڙيُ نبيريُ ۽ ڇپڙيون نبيريون: ث. راجوڻي معاملن جو نياءُ- انصاف- نبيرو- پنچاتي فيصلو.

- ڇپڙي نبيري ڪرڻ: راجوڻا فيصلا ڪرڻ. نبيرا ڪرڻ.

● ڇپڪارڻُ: مصدر. چوپائي مال کي پاڻي پيارڻ لاءِ 'ڇي ڇي' جو آواز ڪرڻ. ڪاهڻ يا هڪلڻ جو آواز.

● ڇپڪَ: چوپائي کي چرڻ وقت پيرن ۾ پَنڊَل رسي. ڦيٿي کي مضبوط رکڻ لاءِ ڇاپي. رڪاوٽ- رُخنو.

● ڇپڪُ: ڪُليل- آزاد- ڇُڙواڳ.

- ڇپڪُ چرڻ: چوپائي جو ٻنيءَ ۾ آزاديءَ سان چرڻ- آزاديءَ سان گهمندو ڦرندو رهڻ.

- ڇپڪ ڇڏڻ: چوپائي کي ٻنيءَ ۾ چرڻ لاءِ آزاد ڇڏي ڏيڻ. هرقسم جي آزادي ڏيئي ڇڏڻ. ڇُڙواڳ ڇڏي ڏيڻ.

- ڇپڪارو ۽ ڇپڪارا: ذ. اهو وَهٽُ (ڍڳو وغيره) جنهن کي 'ڇي ڇي' ڪري پاڻي پيارجي. 'ڇي ڇي' جي آواز تي پاڻي پيئندڙ وهٽ. (ث). ڇپڪاري ۽ ڇپڪاريون

"آچاري پيئندي، ڇپڪاري ڪانه پيئندي." (چوڻي).

● ڇپڪارو ۽ ڇپڪارا (ت): ذ. نر هرڻ.

● ڇپڪاڻ (ڪ): ظرف. چاڪاڻ- ڇالاءِ- ڇپي لاءِ.

● ڇپڪائُو: ذ. صفت. ڇڪيندڙ- ڪِڙهليندڙ. گهڻو تماڪ ڇڪيندڙ- ڇپڪو- جڄا- پنڊ- پنڊيُ لائي ويهندڙ. مِراڻ. اهو گڏهه يا گهوڙو جو ڇڪائڻ کان سواءِ نه هلي.

● ڇپڪڙائُو ۽ ڇپڪڙائُو: ذ. صفت. طالبو- گهورو- مُدّعيُ- طالب- اميدوار.

● ڇپڪو ۽ ڇپڪا (ت): ظرف. يڪدم- جلد- ترت- جهٽ پٽ. (ذ). ڇهڪُ- وڍُ "پاڪيءَ سان ڇپڪو ڏنل اٿس."

● ڇپڪُو ۽ ڇپڪُو: ذ. صفت. تماڪُ ڇڪيندڙ. ٻانڌائي (چلم جو). طالبو- اميدوار- گهورو- سپڪڙو. (ذ) ٻيل گاڏيءَ جي پيرن کي ڇڪيندڙ ۽ سرائيءَ کي قابو جهليندڙ ڪاٺي (ت).

● ڇپڪُونُ (ت): ث. وارن جي ڳنڍ- ميڙهڍي.

● ڇپگِرو ۽ ڇپگِرا: ذ. صفت. گدلو- ميرو- ڪنو. آلُپيلو- چِلِوِلو- حرڪتي- شرير. (ث). ڇپگِري ۽ ڇپگِريون.

- ڇپگِرائي ۽ ڇپگِرائيون: ث. گدلائي- ڪِنائي- آلپيلائي- چِلِوِلائي.

● ڇپگلو ۽ ڇپگلا: ذ. صفت. ڏسو "ڇپگِرو." (ث). ڇپگلي ۽ ڇپگليون.

● ڇپلاءِ (لس): ڇو- ڇالاءِ.

● ڇپنگَ (ت): ث. تپگِر- آڪڙ- وڏائي- مغروري.

- ڇپنگ ٿيڻ: مٿي تي چڙهڻ- شينگهو ٿيڻ. ضِدّ تي چڙهڻ.

- ڇپنگ چڙهڻ: مٿي تي چڙهڻ. آڪرو ٿيڻ. هٺُ ڪرڻ.

- ڇپنگرجڻُ (ت): فعل مجهول. مغرور ٿيڻ. تپگِر جڻ. آڪِڙ جڻ.

● ڇپنگهو ۽ ڇپنگها: ذ. مڇي جهلڻ جي ڪاٺي.

● ڇپلَ (ل): ث. پَينتَلَ وارو پاڻي. اهو پاڻي جو واهه مان آتل ڪاٺي ڪنارن تان وَهي. بندنَ جي وچ ۾ پاڻيءَ جي ڇرَ. جالارو پاڻي. گهڻو پاڻي (اسم خاص). تعلقہ بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڇپلِ (ت): ث. ڇپلو. ڪَلَ. ٻڪريون.

● ڇپلُ ۽ ڇپلَ: ذ. ٻڪارَ. آلرَ. ڏَڪُ.

● چپل چپپلَ (ت): ث. ڪَلَ جدا ڪرڻ. چاچول (ڪپڙن کي).

● چپلا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● چپلارو: اسم خاص. تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چپلري ۽ چپلريُون: ث. چپلرن واري. چپلرن واري مڇي. هڪ قسم جي مڇي (جا مٺي پاڻي ۽ ڍنڍن ۾ ٿئي). ڪرڙو- ڏنيرو.

– چپلري مڇي: ث. چپلرن واري مڇي.

● چپلو ۽ چپلا: ذ. [سن. چڱلَهُ يا چڱلڪَهُ] [چڱلا يا چڱلي] ٻڪريءَ جو نَرُ ڦَر- ليلو- ننڍو ٻڪرو. (صفت). احمق - بيوقوف. (ث). چپلي ۽ چپليُون.

– چپلو (چپلي) ٿيڻ لڳڻ: پنيان لڳو رهڻ. پُٺي نه ڇڏڻ.

● چپلوڻُ چپلوانُ: صفت. چپلَ - گهَڙيل - تَربَل (ڪاٺي).

● چپليُونُ: اسم خاص. تعلقي ڪپري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● چپمَڪَ (ل): ث. بيماريءَ جو هڪ قسم (جا فقط گهوڙن ۽ اُٺن کي ٿئي).

● چپنُ: ذ. چپهو- نقصان- ٽوٽو- گهاٽو.

● چپنا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● چپنارو ۽ چپنارا (ت): ذ. پاڻيءَ جي لاٽ. درياءَ وغيره ۾ پاڻي گهٽجي وڃڻ جي حالت- چپنهَرو (ل).

– چپنارا ڪرڻ: سرءُ جي موسم ۾ پاڻيءَ جو لهي وڃڻ- چپنهَرو ٿيڻ. آتَلَ جو پاڻي لهڻ.

● چپنيَرُ: ذ. چپنيو- سُڪَل ٿاري- سَنهي ڪاٺي. سُڪَل ڏِنگري.

● چپنيَڪَ ۽ چپنيَڪُون (ڪ): ث. تازي وڍيل ٿاري (وڻ جي). چانگ.

● چپنيَڻُ: مصدر. جَٺ ڪرڻ- ملامت ڪرڻ- جهڙڪَڻ- تنبيهه ڪرڻ. ڌڙڪو تاب ڪرڻ. فهمائش ڪرڻ. هيَسَ ڪرڻ. لپيڻ- چپنيَ ڪرڻ- گارو هڻڻ.

– چپنپَ ۽ چپنپُونُ: ث. جَٺ- تنبيههَ. جهڙڪو. فهمائش- ميهڻو- طعنو. ليٻُ- لپيو- چپنپَ.

– چپنپَرُ ۽ چپنپَرَ: ذ. صفت. جهڙڪيندڙ- جَٺ ڪندڙ- هيَسَ ڪندڙ (ث). طعنا هڻندڙ.

– چپنپڪو (ل): جهڙڪَ- چپنپ.

● چپنپيو ۽ چپنپيا: ذ. سُڪَل ڏِنگري- چانيو. سنهي ۽ سُڪَل ڪاٺي- پانگڙ.

● چپنپيي ۽ چپنپيُونُ (ت): ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم (وڏن وارن ۽ سنهن رنگين نشانن واري ٿئي).

● چپنٽَ (ت): ث. ڪٽي جو مُٽُ.

● چپنڊو ۽ چپنڊا (ت): ذ. نڪَ مان وَهندڙ گَنڊُ- سينگهه- گوبو.

● چپنو ۽ چپنا (ت): ذ. جُدائي- علحدگي. ورهاست- تفريق.

– چپنو ڪرڻ: جدائي ڪرڻ. شراڪت وارو مال ورهائڻ. فيصلو ڪرڻ- نبيرڻ- معاملي جي صفائي ڪرڻ.

● چپنوڙُ ۽ چپنوڙَ (ڪ): ذ. صفت. چپنائيندڙ.

● چپنهَرو، چپنهَڙا: ذ. درياءَ جي پاڻيءَ ۾ لاٽ (جا عموماً سرءُ جي موسم ۾ ٿئي). ٻوڏ يا آتَل جي موٽَ. پاڻيءَ جي لاٽ. جدائي- علحدگي- تفريق.

– چپنهَڙو ۽ چپنهَڙا: ذ. صفت. چپنهَرو.

● چپڻُ: ذ. چپٽو. ياڻُ.

● چپڻُ، چپوَنُ: ذ. آهو ڏاڳو جنهن مان ڪُنيرَ ڪَڇن ٿانوَن کي چڪَ تي ڪَپي ڪوري.

● چپٽارو: ذ. ڏِڳي، ڳئون جي چپٽن لاهڻ جي جاءِ.

● چپٽو ۽ چپٽا: ذ. چوپائي مال جو ڦوسو- گوبَر. ڳوهو- ٿاڪَ. سُڪَل ڦوسي. ياڻُ.

– چپٽا پورُ ۽ چپٽا پورَ: ذ. صفت. ٻن ڪسي ويڙهائيندڙ- لائي چائي ڪندڙ- فساد وجهائيندڙ. منافق- فتنہ انگيز.

– چپٽا پورڻ: جهيڙو وجهائڻ. لائي چائي ڪرڻ. ويڙهائڻ. منافقي ڪرڻ "چپٽا پور ته لٽ لڳي." (چوٽي). فِتنو اٿارڻ.

- چيٽا ڪيڻ: ننڍي جانور کي پالڻ.
- چيٽي پور، پورُو: ذ. صفت. ڏسو "چيٽاپور."
● چيٽيهار: اسم خاص. ٿر ۾ هڪ ماڳ جو نالو.
● چيٽي ج چيٽيُون: ث. [سن. ڇيدُ=سوراخ ڪيڻ. ڇيدُرُ] هڪ قسم جو اوزار ڏاندڻ پڇي لوهي؛ ڇپرَ جا لوهہ وڍڻ يا ڪاٺين ڦوڙڻ ۾ ڪم اچي).
● ڇيو ج ڇيا: ذ. ڇيهو- نقصان- ٽوٽو- ضررُ.
● ڇيهہ ج ڇيهہ: ذ. پڇاڙي- آخر- انتها- پڄاڻي. دَنگُ- حدّ- نهايت. وڍُ- ڇيرُ- زخم- ڇيهڪَ.
- ڇيهہ ڇڄڻ: بيوس ٿيڻ. حوصلا خطا ٿيڻ. سڀ اميدون آسرا لاهڻ. بي همت ٿيڻ.
- ڇيهہ ڪرڻ: دنگ ڪرڻ. حدّ ڪرڻ. وس مان نہ گھٽائڻ. انتها تي پڄائڻ. پوري پوري ڪوشش ڪرڻ. سموري طاقت خرچ ڪرڻ.
- ڇيهہ ڪري ڇڏڻ: حد ڪري ڇڏڻ. ڪنهن ڪم ۾ ويھَنَ ئي نتنهَنِ جو زورُ لائڻ. حيرت ۾ وجهڻ جهڙو ڪم ڪرڻ. ڪمال ڪري ڏيکارڻ.
● ڇيهڙُ ج ڇيهڙَ: ذ. ڍَنگُ- طريقو- عادتون- اخلاق- لڇڻ- سگهڙِ پائي- صفائي- سگهڙائي- هوشياري- چالاڪي- لياقت- صلاحيت.

● ڇيهڙو ج ڇيهڙا (ث): ذ. فوتيءَ جي مٿُنهَنَ ڍڪڻ لاءِ پلاندُ.
● ڇيهلَ ج ڇيهلُون: ث. صفت. سهڻي عورت- حسين.
● ڇيهلُ ج ڇيهلَ: ذ. سهڻو مرد. هَرَڻُ "ڇَمِ ڇيهلُ=هرڻ جهڙيون اکيون." سيجُّ.
● ڇيهلو ج ڇيهلا (ت): ذ. صفت. سڀني کان پويون. پڇاڙيءَ وارو. آخري- پڇاڙي- دنگُ.
● ڇيهڻُ: مصدر. [سن. ڇِدُ=ڇنڻ] وڍڻ- ڦاڙڻ- ڪپڻ.
● ڇيهو ج ڇيها: ذ. خسارو- نقصان- ٽوٽو- گهاٽو- زيان. پڇاڙي- حدّ (ٿ).
- ڇيهو پائڻ: نقصان سهڻ. نقصان وجهڻ.
- ڇيهي کان نڪرڻ (ت): نقصان کان بچڻ. بيهوش ٿيڻ. سخت ڪاوڙجڻ.
● ڇيهُون ڇيهُون: ث. هميشه جمع ۾ ڪم ايندڙ. ذرا ذرا- ٽڪرا ٽڪرا- پرزا پرزا.
- ڇيهُون ڇيهُون ڪرڻ: ذرا ذرا ڪرڻ. پرزا پرزا ڪرڻ.
● ڇيٺو ج ڇيٺا: ذ. ڇيهو- ٽوٽو- نقصان.

# ح

ح: ث. [ع] سنڌي "الف ب" جو سترهون، عربي "الف بي" جو ڇهون اکر. (آچار، حائي حُطيُ) ابجد موجب عدد آٺ. علم نجوم موجب هن جي شڪل بُرج قوس جهڙي آهي.
● حاتِمُ: اسم خاص. [ع. حَتَمَ=فيصلو ڪيو] عربستان جي هڪ مشهور سخي مرد جو نالو. سخي- داتا- تمام گهڻو سخي.
- حاتم جي قبر کي لت هڻڻ: حاتم کان به وڌيڪ سخي بڻجڻ (ٽوڪ).
- حاتم طائي: اسم خاص. حاتم جيڪو سخي مرد مشهور آهي اهو "طيءِ قبيلي" جو سردار هو. انهيءَ ڪري کيس حاتم طائي (يعني طيءِ قبيلي وارو حاتم) ڪري سڏيندا آهن.

● حاجَ ۽ حاجُون: ث. [ع. حَاجَةٌ جو مُخَفَّف] حاجَتَ. احتياج - گهرج - ضرورت - طلب - مُدّعا - خواهش.

- حاجَ لاهڻ، حاجَ لاهي ڇڏڻ: سيکت ڏيڻ.

- حاجَ هُجڻ: اڃا ٿورو ڪم رهيل هجڻ. ٿوري حاج رهجي وڃڻ.

● حَاجّ: ذ. صفت. [ع. حَجّ = حَجّ ڪيو] حَجّ ڪرڻ وارو - حاجِي. زِيارتِي.

● حاجِب٘ ۽ حَاجِبَ: ذ. صفت. [ع. حَجَبَ = هن روڪيو] دربان - نگهبان - چوبدار - چوڪيدار - پاسبان - داروغو. پرده دار. خدمتگار - خادم اک جو ڀرون - ابرو.

● حاجَت ۽ حاجات: ث. ضرورت - غرض - مطلب - گهرج - ڪاپو - احتياج. قُوّت - خواهش - چاهه. جاءِ - برابري - پڄڻ جي جاءِ - پُڄَتِ. جيئن چئجي: "ڪنهن جي به هن سان حاجت نه آهي وغيره". ڪم - آرزو - اُميد - آسَ - تَمَنّا - مُراد - اِلتجا - نيازمندي.

- حَاجَتَ بَر٘ آرِي٘: ث. [حَاجَت٘ + بَر٘ + آوردن = ضرورت پوري ڪرڻ] ڪنهن جي ضرورت پوري ڪرڻ جي حالت.

- حاجَت خواه: ضرورت پوري ڪرڻ لاءِ سوال ڪرڻ وارو - سوالِي - سائل - محتاج.

- حاجَت رَفَعَ ڪرڻ: ڪنهن ڪم جي پوڻواري ڪرڻ. ضرورت پوري ڪرڻ. ڪاڪوس ڪرڻ.

- حاجَت رَوا: ضرورت پوري ڪرڻ وارو.

- حاجَتَ رَوائِي: ث. [حاجَت + روائِي = ضرورت پوري ٿيڻ] ضرورت جي پورائي - مطلب جي تڪميل. مُشڪل ڪُشائِي - ضرورت پوري ٿيڻ واري حالت.

- حاجَتَ ضَرورِي: ث. ضروري ڪم (خاص ڪري ڪاڪُوس جو خيال).

- حاجَتمَنَد: ذ. صفت. [ف. حاجت + مند] گهُرجائُو - ضرورت وارو - غرض مند - خواهش مند - آساوَند - اُميد وار. مُحتاج - مُفلس - تنگدست - تنگ حال - بُکيو - سُڃو - ڪَنْگال.

- حاجَت مَنْدِي: ث. [حاجَت٘ + مَنْدي] ضرورت - گهرج - طَلَبَ - احتياج غرض - مطلب.

- حاجَتِي ۽ حاجَتِي: ذ. صفت. حاجَت وارو - گهُرجائُو - ضرورتمند - حاجتمند - غرضمند - آسائو - بيمار لاءِ ڪَٽَ يا پلنگ وٽ پيشاب ڪرڻ لاءِ رکيل ٿانءُ.

● حَاجِي٘ ۽ حَاجِي٘ - عربيءَ ۾ حُجّاج٘: ذ. [ع. حَاجِي٘] ڏسو "حاجّ". حَجّ ادا ڪرڻ وارو - حَج ادا ڪري آيل مسلمان - زِيارتِي - پانڌيئڙو - مسافر. بُزرگ - ڀلارو (ث. حاجِياڻِي ۽ حاجِياڻِيُون٘).

- حَاجِي٘الْحَرَمَيْنِ: ذ. صفت. ٻن حَرَمَن٘ يعني مَڪي ۽ مَديني جي پاڪ جاين جي زيارت ڪري اچڻ وارو (هرهڪ حاجي مڪي ۾ ڪعبةالله جي زيارت ڪانپوءِ يا اڳ، سهولت آهر مديني مُنوره ڏي ويندو آهي).

● حاجِياڻا: اسم خاص. تعلقي شاهه بندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● حاجِي ٻوٽا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر نواب شاهه، حيدرآباد ۽ سکر ضلعي ۾).

● حاجِي ڀُورِ: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● حاجِي خان٘: اسم خاص. ضلعي دادوءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- حاجِيڙو (ڪ): ذ. وڻ جو هڪ قسم (ٻَٻُرَ جهڙو).

● حاجِي شاهُ: اسم خاص. تعلقي ڪنڌياري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● حاجِي ڪَرَمَ عَلي: اسم خاص. تعلقي ماتلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● حاجِي ڪورائِي: اسم خاص. تعلقي ميرپورماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● حادِث٘: صفت. [ع. حَدَثَ = ٿي پيو] نئين طرح وجود ۾ اچڻ وارو - نئون پيدا ٿيل - نئين شيءِ جا اڳ ۾ وجود ۾ نه هجي - هاڻي شروع ٿيل - جديد - تازو. فنا ٿيندڙ (جيڪا شيءِ وجود ۾ آندي

ويئي آهي، اها لازمي طور فنا ٿيڻ واري آهي). زوال کي پهچندڙ - فاني. ڪِنايَة "مخلوق" (يعني جيڪا شيءِ خلقي ويئي، آهي جهڙوڪ: زمين، آسمان، انسان، حيوان وغيره) - قديم جو ضِدُّ.

- حادِثو ۽ حادِثا: ذ. [ع. حادِثَه: حادِثُ] واقعو - سانحو - صدمو - تصادم - اتفاق. ڪنهن ڪم جي اوچتي رَنجَ ڳڌيل واردات - اِتفاقي واقعو. ماجِرا - قِصو - پَچاڙي - نتيجو.

● حاذِقُ عربي ۾ ۽ حُذاقُ: ذ. صفت. [ع. حَذَقَ] تمام هوشيار - قابل - ماهر - ڄاڻو - ڪامل - فن جو اُستاد - ڪاريگر - هُنرمند - هُنرائتو - تجربيڪار - آزمودگار - سياڻو - ڏاهو - پَڙُ - سُڄاڻُ سمجهُو - دانائُ - ذهين - زِيرَڪُ - چالاڪ - چَتَرُ. علاج ڪندڙ - حڪيم - ويد (هيءُ لفظ فقط حڪيمن جي تعريف لاءِ استعمال ۾ ايندو آهي).

● حَارُّ: ذ. صفت. [ع. حَرارَة] حرارت وارو - گرميءَ وارو - گرم (ت).

● حارِجُ ۽ حارِجَ: ذ. صفت. [ع. حَرَجَ] روڪيندڙ - اَڏو ايندڙ - تنگ ڪرڻ وارو.

● حاسِبُ: ذ. [ع. حَسَبَ] رقمن جو حساب ڪتاب ڪرڻ وارو - اڪائُونٽَنٽُ - خزانچي.

● حاسِدُ: ذ. [ع. حَسَدَ = هُن ساڙُ ڪيو] حَسدُ ڪرڻ وارو - ساڙِيلُ - مَتَسَهُو - جيڪو ٻئي کي نه سَهي.

● حَاسَّ: ث. [ع. حَسّ = محسوس ڪيو] محسوس ڪرڻ واري قُوَّت يا سَگهه - اِحساسُ.

● حَاشَا: ث. [ع]. پناهه! ڪڏهن به نه! هرگز نه! بلڪل نه! انڪار ۽ ترديد لاءِ هڪ قَسَمَ ڪڻڻ جو نمونو.

- حَاشَا ثُمَّ حَاشَا: ظرف. هرگز نه، هرگز نه.

- حَاشَا لِلرَّحمٰن: ڪنهن به ڪم نه ڪرڻ جو عهد ڪرڻ، قَسم ڪڻڻ لاءِ لاعلمي ظاهر ڪرڻ جي موقعي جو لفظ. خدا نه ڪري! خدا جي پناهه! هرگز نه.

- حَاشَا لِلّٰهِ: ظرف. ڏسو "حاشا لِلرَّحمٰن".

- حَاشَا وَكَلّا: ظرف. هرگز نه - ڪڏهن به نه - بلڪل نه - ڪجهه به ٿي پوي ته نه.

● حَاشو ۽ حَاشَا: ذ. [ع. حاشِيَة = ڪنارو] پاسو - وَٽ - سِنجاف - ڪتاب يا ورق جو چئني پاسن کان خالي ڇڏيل حصو - انهي جي پاسي تي ڇڏيل جاءِ (جنهن تي تبصرو لکيو وڃي). ڏنيُ - ڪَپُ - ڪِناري - حاشيو. سنڌي ڍڳهي ٿو پيءَ جي پَرت پريل ڪِنار. لَڪُڻ جو هڪ قِسم - نِيتُ - معنيٰ - ڄاڻ - خبر - ڏونگيو (ث). آمدني.

- حَاشِيُ: ث. [ع. حَاشِيَه = ڪِنارو] ڪتاب يا ڪاغذ ۾ لکيت کان آجو ڪنارو - حاشو - وٽِ - پاسو.

- حَاشِي چاڙهڻُ: وَٽِ لڳائڻ - ڪنهن ڪتاب تي شرح لکڻ - ڪنهن ڳالهه کي وڌائي بيان ڪرڻ - مرچ مصالحي سان بيان ڪرڻ.

- حَاشِيُ ڇڏڻُ: لکڻ وقت ڪاغذ تي پاسن کان ڪجهه خالي جاءِ ڇڏڻ.

- حَاشِيو ۽ حَاشِيا: ذ. حاشِيُ.

- حَاشِيَہ نَشِينُ: ذ. صفت. مُعزز مُلازم - هر وقت خدمت ۾ رهڻ وارو - مُصاحِبُ - گڏهه رهڻ وارو.

● حَاصِلُ: ذ. [ع. حَصَلَ = هن مطلب ڪڍيو] ڪنهن شيءِ جي بچت - بقايا - روڪڙ - لقدي. آمدني - پيدائش - آپت - پيداوار (پوک جي). عيوض - نتيجو - ڦَلُ. وڪرو. فائدو - لاڀ - نفعو - سُودُ - پراپت - سرسي - مطلب - مقصد - ارٿ - متن. هٿ ۾ هئڻ جي حالت - مالڪي - قبضو. حصي ۾ آيل - پِڙ پِيَلُ - پهتل - پَلَئه پِيَلُ.

- حَاصِلات ۽ حَاصِلاتُونُ: ث. آمدني - آپت - حصي ۾ آيل ڀاڱو - لاڀُ - پراپَت - پيدائش. فائدو - نفعو - سُود - ڏَنُ - مال - ملڪيت - قبضو - دِلَ. حَقابو.

- حَاصِلاتِ ٿيَڻُ: پلئه پوڻ - حاصِلُ ٿيڻ.

- حَاصِلُ مَصۡدَر: گرامر ۾ اهو مصدر جنهن منجهان حاصل ڪيل لفظ، جيڪو معنيٰ ۾ مصدر وانگر آهي، مگر نشاني "ڻ" جي کانئه هوندي اٿس ۽

نہ وري مصدر وانگر ان مان ڪي بہ ٻيا صيغا نڪري ٿا سگهن. انهيءَ ڪري "مصدر ترڪيبي" چوندا آهن. جيئن "دُکَڻُ" منجهان "دُکُ"، "ليکڻ" منجهان "ليکُ" ۽ "پهچڻ" منجهان "پَهُچَ".
- حاصِلُ ٿِيَڻُ: هٿ اچڻ - ملڻ (ڪنهن شيءِ جو) - قبضي ۾ اچڻ - وصول ٿيڻ. فائدو ٿيڻ - ٻڙ پوڻ - پراپت ٿيڻ.
- حاصِلُ ڪَرَڻُ: هٿ ڪرڻ - وٺڻ - قبضي ۾ ڪرڻ - ہاڻ وٽ آڻڻ. لهڻ - ڪمائڻ - اُپائڻ - پيدا ڪرڻ - گڏ ڪرڻ - جمع ڪرڻ.
- حاصِلُ ڪَلامُ: ظرف. مطلب تہ - القصہ - الغرض - خلاصہ ڪلام - خلاصہ مطلب - آخر - آخرڪار - نيٺ - نيٺان نيٺ.
- حاصِلُ مَطلب: ظرف. مطلب تہ - آخرڪار - نيٺان نيٺ - حاصل ڪلام.
● حاصِلاڻي (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● حاضِرُ ۽ حاضِرَ: ذ. صفت. [ع. حَضَرَ = هو موجود هو] اڳيان هجڻ جي حالت - موجود. اڳيان - سامهون. پيش - روبرو - مُقابل - تيار - سنبريل. هَڪيو تَڪيو - ٿيڻ لاءِ هَڪيو. خوشيءَ سان ڪم ڪرڻ وارو - خواهان - خواهشمند - راضي - خوش - رضامند - آماده. جيئن چئجي ائين - صحيح - ٺيڪ - برابر - هائو. "جيئن، حاضر سائين!" جلد - جهٽ پٽ - يڪدم - هاڻي جو هاڻي. هلندڙ - هاڻوڪو - موجوده حال (وقت). گرامر موجب هڪ ضمير جو نالو - "ضمير حاضر" (تون، توهان، توهين).
- حاضِراتُ ۽ حاضِراتُونُ: ث. جيئن ڀُوتن کي گهُرائڻ يا گڏ ڪرڻ جو ڪم يا حالت. هنيلن تي ضابطو رکڻ يا انهن تي حڪومت هلائڻ جي حالت. جيئن ڀُوتن کي قبضي ۾ رکڻ جي طاقت. مُراقبي ۾ ويهڻ جي حالت ۾ روحاني ڪشش. جنّ ڪيندڙ (ڀوپي) جي اڳيان جنّ ڪيڻ وقت نذراني طور لوبان، ڌوپ، خوشبوءِ وغيره. زبردست هستيون.
- حاضِراتِ ڪَرَڻُ: جيئن ڀُوتن کي گهُرائي ڪنهن ڳجهہ بابت پڇڻ.
- حاضِراتي: جيئن ۽ ڀُوتن کي سڏائڻ وارو عامِلُ - ڀوپو.
- حاضِران حُضُورُ: ذ. صفت هرهنڌ حاضر - هر وقت حاضر - هر جڳهہ موجود - حاضر ناظر.
- حاضِرُ ٿيڻ: موجود ٿيڻ - پيش ٿيڻ - تيار ٿي اچڻ. پيدا ٿيڻ. شامل ٿيڻ.
- حاضِرُ جَوابُ: ذ. صفت. يڪدم معقول جواب ڏيندڙ - تَنهہ ٺهہ مناسب جواب ڏيندڙ - بنا دير سوال جو موزون جواب ڏيندڙ. چتُر - چالاڪ.
- حاضِرُ جَوابُ ڏيڻ: آئي جو آئي موزون جواب ڏيڻ - تَنهہ ٺَهہ جواب ڏيڻ.
- حاضِرُ جَوابي ۽ حاضِرُ جَوابِيُون: ث. يڪدم صحيح ۽ معقول جواب ڏيڻ جي لياقت.
- حاضِرُ رهَڻُ: موجود رهڻ.
- حاضِرُ شَرَمُ: ذ. صفت. زبان تي مُهر لڳل. فضيلت وارو. حضور شرم - لڄارو - شرميلو - حياء وارو - جيڪو حياء ۽ شرم ڪان ڪجهہ ڪُڇي نہ سگهي.
- حاضِر ضامِنُ: ذ. صفت. وارنٽ پهچڻ کان اڳ، جوابدار جو ڪورٽ ۾ پهچي ڏنل ضامن.
- حاضِرُ ڪَرَڻُ: موجود ڪرڻ - پيش ڪرڻ - اڳيان ڪرڻ - روبرو آڻڻ. ڏيڻ (ڪا شيءِ سوکڙي يا نذراني طور) - پهچائي ڏيڻ.
- حاضِرُ ناظِرُ: ذ. صفت. هرهنڌ موجود رهندڙ ۽ ڏسندڙ (خدا تعالى جو هڪ صفاتي نالو).
- حاضِري ۽ حاضِريُونُ: ث. اڳيان رهڻ جي حالت - روبرائي - سَنمُکائي. پيشي - ڪورٽ يا عدالت ۾ پيش ٿيڻ - شُنوائي. مُلاقات. چاڪري - خدمت. ماڻهن جو ميڙ - ڪَٺ - مجموع. واپار جي اصلاح موجب حاضر مال (ڏيهي).
- حاضِري پُڪارَڻُ: حاضر هجڻ جي پَڪَ ڪرڻ لاءِ نالا پُڪارڻ يا وٺڻ.

= حاضِرِي پَرَڻُ: موجود ٿيڻ - موجود گيءَ جو ثبوت پيش ڪرڻ - پيش ٿيڻ. اچڻ. حاضر ٿيڻ. روبرو ٿيڻ - سامهون ٿيڻ. حاضريءَ جي ڪتاب ۾ حاضر ماڻهن جي داخلا ڪرڻ. خدمت ڪرڻ - حاضري ڏيڻ - خوشامد طور هر هر وڃڻ - ڪاڻِ ڪيڻ.

= حاضِرِي پَوَڻُ: ڪنهن ڏوهيءَ کي ڪنهن خاص مقرر ڏينهن تي ٿاڻي ۾ يا ڪورٽ ۾ شنوائي جو ڏينهن مقرر ٿيڻ.

= حاضِرِيءَ جو نَقشو: ملازمن جي موجودگيءَ جي داخلا جو ڪتاب يا ڪاغذ - مَسٽَرول - حاضريءَ جو ڪتاب.

= حاضِرِي ڏِيَڻُ: موجود رهڻ - اڳيان رهڻ - موجودگيءَ جي ثابتي ڏيڻ - خدمت ڪرڻ - نوڪري ڏيڻ.

= حاضِرِي لَڳائِڻُ: نوڪري لڳائڻ - حاضري پرڻ.

= حاضِرِي کائِڻُ: نيرن ڪرڻ - صبح جو ناشتو ڪرڻ.

= حاضِرِي ۾ رَهَڻُ: هردم موجود رهڻ - خدمت لاءِ هر وقت تيار رهڻ.

= حاضِرِي وٺَڻُ: حاضري پڪارڻ - نوڪريءَ جو ڪم ڪرائڻ - سيڪت ڏيڻ.

= حاضِرِيِنَ: ذ. (حاضر جو جمع سالم) حاضر ٿيل ماڻهو - مُتوَجهَ ٿيڻ وارا - مجلس يا محفل ۾ سڀ شريڪ ٿيل ماڻهو - جلسي جا موجود ماڻهو.

● حَاطو ۽ حَاطَا: ذ. [ع. حَاطَ = هُن گهيرو ڪيو] ڪنهن جاءِ جي چوڌاري ڏنل نندي پٽ جي اندران آيل ميدان. اگڻ - آڱَڻُ - پَدر - ميدان - احاطو يا گهيرو.

● حَافِظُ ۽ حَافِظ: ذ. [ع. حَفِظَ = هن ياد ڪيو، بچايو] حفاظت ڪندڙ - سنڀاليندڙ - نگهبان - پاسبان - راکو - چاري - سانڍيندڙ - بچائيندڙ - پناهه ڏيندڙ. ڌڻي - وارث - مالڪ. قرآن شريف کي برزبان ياد ڪندڙ - ياد حافظ. جيئن ته قرآن شريف کي اندا ماڻهو گهڻي انداز ۾ ياد ڪندا آهن، تنهنڪري محاوره ۾ "حافظ" جي معنيٰ بعضي بعضي "اندو" به ورتي ويندي آهي.

= حَافِظُ حَقِيقِي: ذ. صفت. اصلي نگهبان - خدا تعاليٰ.

= حَافِظو: ذ. اندرين ۽ ٻاهرين حواسن جي چُرپُر کي دماغ ۾ محفوظ رکندڙ قُوَّت - ياد رکڻ جي قُوَّت - چيتو - يادگيري - ياد آوري - يادگيرو.

= حَافِظَہ (حَافِظَةَ) ث. اها عورت جيڪا قرآن شريف حِفظ ڪري (برزبان ياد ڪري) - حافِظياڻي.

● حَاڪِمُ ۽ حَاڪِمَ: ذ. صفت. [ع. حَڪَمَ = هن فرمان ڪيو] حڪم هلائيندڙ - فرمانروا. حڪومت ڪندڙ - سردار - بادشاهه - راجا - سلطان - واليءِ. آقا - مالڪ - ڌڻي - فيصلو ڪندڙ - آچاري - مُنْصِفُ - قاضي - مفتي - جج - ناظم.

= حاڪِمِ اعليٰ: ذ. وڏو آفيسر - وڏو عملدار - سلطان - شهنشاهه - خداوند تعاليٰ (احڪم الحاڪمين - حاڪمن جو حاڪم).

= حَاڪِمانَہ: صفت. حاڪم جو - اميرَ جو - اميرائو - شاهائو - شاهي - حاڪماڻو.

= حَاڪِماڻو ۽ حَاڪِماڻا: ذ. صفت. حاڪم جو - حاڪم وانگر - اختياريءَ وارو - فوجداري - نادري - شاهائو. دٻدٻي وارو - شان وارو. (ذ) وڏ ماڻهپي - ٺيڪر. ث. حاڪمائپي ۽ حاڪمائپُون.

= حَاڪِمِ بَالا: ذ. وڏو عملدار - مٿانهون حاڪم - حاڪم اعليٰ - سلطان - شهنشاهه - خداوند تعاليٰ - بادشاهه حقيقي - فرمانروائي حقيقي.

= حاڪم جي اڳيان ۽ گهوڙي جي پٺيان کان ڊڄڻ: حاڪم اڳيان هرويرو هر هر وڃڻ ۽ گهوڙي جي پٺيان هر هر اچڻ ۾ هميشه خطرو هئڻ.

= حَاڪِمِ وَقتُ: ذ. صفت. موجوده وقت جو حاڪم - موجوده حاڪم - بَرسرِ اقتدار.

- حاڪِمِي: ث. حڪومت - سرڪار - راڄ - صاحبي - بادشاهي - سرداري - نوابي - حڪمراني - وڏيرپ.

● حالُ ۽ اَحوالُ: ذ. [ع. حالَ = گذري ويو] هلندڙ وقت (جيڪو اڃا گذريو نه هجي) - ماضي ۽ استقبال جي وچ وارو وقت. گرامر موجب ٽن زمانن مان هڪ زمان (ماضي - حال - مستقبل). حالت - گت - ڪيفيت. پُڇنڌ ي - حيثيت - طاقت - زور - پهچ - دم. ذِڪر - ماجرا. احوال - بيان - حقيقت - خبرچار. طريقو - طور. محويت جي حالت. وَجُدَ جي حالت. محبت اِلاهي جو جذبو. بيخودي - مَستي - رِقّت - وَجُد. (ظرف). هينئر - هن وقت - هاڻي - يڪدم - فِي الحال - اڃا - اڃا تائين.

- حالا: ظرف. هاڻي - هينئر - هن وقت - موجوده وقت.

- حالانڪ: ظرف. درحاليڪ - باوجوديڪ - انهيءَ هوندي به.

- حالُ آچڻُ: وَجُدُ اچڻ. جوش غالب پوڻ. جذبو اچڻ. مستي چڙهڻ (محبت اِلاهي جي). مجذوب ٿيڻ. بيخود ٿيڻ (راڳ يا ٻيو ڪو ڪتو پُڌي).

- حال احوال: خبرچار - ضرورت يا مقصد واري ڳالهه. پورو داستان. سڀ خبرون. ڳالهه ٻولهه.

- حالَ احوال ڪان نِڪرڻ: ڪنهن ماڻهوءَ جي حالت خراب افعالن ڪري چٽ ٿيڻ - بيڪار ٿيڻ. دين دنيا ڪان نڪرڻ.

- حال احوال وٺڻ: آيل ماڻهوءَ کان خبرچار پُڇڻ. اچڻ جو سبب معلوم ڪرڻ.

- حال اِسْتِمْرارِي: ذ. گرامر ۾ هڪ زمان جو نالو. اهو زمان جنهن مان خبر پوي ته شروع ڪيل ڪم اڃا هلندو اچي، يعني جنهن وقت ڳالهه ڪجي ٿي تنهن وقت به ڪم جاري يا هلندڙ آهي: (هو خط لکي پيو).

- حال پائيِ ۽ حالَ پائِي: ذ. صفت. اوريندڙ - همدرد. هرحالت ۾ شامل. ڏک سک ۾ همراهه. حال جو واقف. حال محرم - همراز - غمخوار - گهڻگهرو - خيرخواهه. گهرُو دوست. پڪڳ مَٽُ يارُ.

- حالَ پائي ٿيڻ: حال محرم ٿيڻ. غمگساري ڪرڻ. همدردي ڪرڻ. غم ۽ رنج ۾ شريڪ ٿيڻ.

- حال پِريان نال: ڪاڙِي ٻيٺي جي شيءِ جيڪا به موجود هجي اها پيش ڪرڻ. تَڪلف نه ڪرڻ.

- حال تي هلڻُ: وِت ۽ سگهه آهر هلڻ. پنهنجي حيثيت ۽ لياقت مطابق هلڻ.

- حالُ پوڻُ: صوفين جي هڪ اصطلاح ۾ سالڪ تي وَجُد يا حالَ واري حالت طاري ٿيڻ. حال اچڻ. بيخود ٿيڻ. رِقّت ٿيڻ. راڳ وغيره ٻُڌي جذبي ۾ اچي وڃڻ.

- حالَ جو نه قالَ جو رهڻُ: ڪنهن به ڪم جو نه رهڻ. نڪمو ٿيڻ. بيڪار ثابت ٿيڻ.

- حالُ چالُ ۽ حالَ چالَ: ذ. هلت چلت. رسم رواج - رِيت نِيت - دستور - هلڻي چلڻي - زماني جو رُخ رواج.

- حالُ حاضِرُ (ت): ذ. جيڪو موجود هجي. موجود - حاضر - هڪيو تڪيو - فِي الحال.

- حالَ ڏاڳا (ت): فقيرن جا ڪنڻا ڪولابا. فقيراڻا ٽَپڙ (رلي - گودڙي - ڪِشتو - لٺ - لوٽو وغيره) - فقيراڻو وَيس.

- حالُ فِي الْحالِ: ظرف. هينئر - هِن وقت - هاڻي - تيستائين - ڪجهه حصو - بِالْفِعْلِ - وقت لاءِ - جيترو ٿي سگهي اوترو - ڪجهه نه ڪجهه - تڪڙو - جلد.

- حال قال وِڃائڻ: ٻچڙا حال ڪري گهمڻ. سَوءِ يا ارمان ڪرڻ.

- حال ڪان بي حال ٿيڻ: چڱي حالت مان خراب حالت ٿيڻ - زارونزار ٿيڻ. ششدر ٿيڻ.

- حالَ ڪي وِسارڻ: موجوده نعمتن جو قدر نه ڪرڻ

”حيف تنهن جي حال، جن وساريو حال ڪي.“

- حالَ ۾ اچڻُ: حالُ اچڻ - بيخود ٿي وڃڻ - جذبي ۾ اچي وڃڻ.

- حال مُتَشَڪِّيِ: ذ. گرامر جو هڪ زمان - هلندڙ وقت ۾ ڪم ٿيڻ بابت شڪ ڏيکاريندڙ فعل جو زمان. جيئن: "خط لکندو هوندو"، "ماني کائيندو هوندو." وغيره.
- حالُ مَٽائِڻُ: رخ مَٽائڻ - مُنهن مَٽائڻ - ڌيان نه ڏيڻ. خيال بدلائڻ. عادت مَٽائڻ.
- حالُ وِڃائِڻُ: ٻُتَ ۾ گِهَرڻ - ضعيف ٿيڻ - گدلو ٿيڻ - خراب حالت ۾ پهچڻ - بُڇڙا افعال ٿيڻ.
- حالَ وَڃَڻُ: خراب ٿيڻ - بُرو ٿيڻ - چڱيءَ حالت مان خراب حالت ۾ اچڻ.
- حَالَ وَسَلا (ت): ذ. حال ڌاڳا - فقيرائو ويس.
- حَالَتُون ڦَالتُون وَڃَڻُ: دين کان وڃڻ ته دنيا کان به وڃڻ - افعالن کان نڪرڻ - ڪنهن به ڪم جو نه رهڻ.
- حَالِيَ: ظرف. وقتي - حال جو - موجود.
- حَالِيَ حَوالِيَ ٿِيَڻُ: حال کان واقف ٿيڻ - خبر لهڻ - مهمان کان اچڻ جو سبب معلوم ڪرڻ.
- حَالِيَ، حَالِيَ فِي الحَالِيَ: ظرف. هن وقت - هينئر - هيءَ گهڙي - وقتي - ٿوري وقت لاءِ.
- حَالِيَ مَوالِيَ: سنگتي ساٿي - يار دوست - هم پيالہ - هم نوالہ - گڏ گذارڻ وارا.
- ● حَالَتَ ۽ حَالَتُون: ث. [ع.] حال - حقيقت - احوال - خبر - ڪيفيت. جان - طاقت. نمونو - صورت. وجهہ. گرامر ۾ اسم يا ضمير جي صورت ۾ جيڪا ڦيرڦار ٿئي، تنهن ڪي اسم يا ضمير جي حالت چئبو آهي. (گرامر ۾ پنج حالتون آهن: ١. حالت فاعلي ٢. حالت مفعولي. ٣. حالت جَري ۴. حالت اضافت ٥. حالت نِدا).
- حالَتَ اِضافَتَ: ث. نسبت يا لاڳاپي واري صورت - گرامر موجب اسم يا ضمير جي اها حالت، جنهن ۾ اسم يا ضمير جي لفظ جي پويان "جو - جا - جي - جُون - جِهي - جَن" منجهان يا پيو ڪو حرف اضافت اچي.
- حالَتَ جَري: ث. گرامر موجب اسم يا ضمير جي اها حالت جنهن ۾ اسم يا ضمير جي پويان حرف جر جي علامت جهڙوڪ: "۾ - کي - تي وغيره" اچي.
- حالَتَ فاعِلِيَ: ث. اسم يا ضمير جي اها حالت، جنهن ۾ هو جملي جو "فاعل" ٿي ڪم اچي.
- حالَتَ ڪَرَڻُ: جُٽِ ڪرڻ - زيادتي ڪرڻ - تعدي ڪرڻ.
- حالَتَ مَفعُولِيَ: ث. اسم يا ضمير جي اها حالت، جنهن ۾ هو جملي جو "مفعول" ٿي ڪم اچي.
- حالَتَ نِدا: ث. گرامر موجب اسم جي اها حالت، جنهن ۾ ان کي ڪو سَڏُ ڪيو وڃي يا ڪنهن لفظ جي اها حالت، جنهن سان عجب، خوشي، سَڌَ يا ارمان ظاهر ڪيو وڃي.
- حالَتَ نَزعَ: ث. سَڪرات جي حالت - چالاڻي جو وقت - روح پرواز ٿيڻ واري حالت - دم نڪرڻ واري گهڙي.
- حالَتِيو ۽ حالَتِيا: ذ. صفت. حال ۾ آيل - مجذوب - عاشق.
- ● حالِيَ: اسم خاص. اردو زبان جو هڪ مشهور شاعر (مولانا الطاف‌حسين حالي پاڻي پَتيءَ جو تَخَلُّص).
- ● حامَ ۽ حامُونَ: ث. [ع. حِمايَة = طرفداري] ذِمو. قبوليت. ڍاڙ - ٻِتاڪَ - همت - يقين.
- حامَ ٻاسِڻُ: قبول ڪرڻ - ذمو کڻڻ.
- حامَ ڀَرَڻُ: ذمہ داري کڻڻ لاءِ هائوڪار ڪرڻ - دلاسو ڏيڻ - اقرار ڪرڻ.
- حامَ هَڻَڻُ: ٻِتاڪَ هڻڻ - ڍاڙَ هڻڻ.
- ● حامُ: اسم خاص. حضرت نُوحُ عليه‌السّلام جي ٻئي پٽ جو نالو (جنهن جي نسل مان حبشي پيدا ٿيا).
- ● حامِدُ ۽ حامِدَ: ذ. صفت. [ع. حَمِدَ = هن ساراهيو] تعريف يا ساراهہ ڪندڙ - ثنا ڪندڙ - حضرت مُحمّد صلي‌الله عليہ و سلم جو هڪ صفاتي نالو. اسم خاص. سنڌ جي هڪ ڪامياري شاعر جو نالو "حافظ حامد نڪڙائي".
- حامِدائُو ۽ حامِدائُو (ت): ذ. صفت. (جاڻي واڻي) پنهنجي تعريف پاڻ ڪندڙ - خود ثنائي.
- حامِدِ ين: ظرف. [ع. عَمداً جي بگڙيل صورت] جاڻي واڻي - ڏسي وائسي - عمداً - ارادي سان (ارادة).

● حَامِدُ واهُه: اسم خاص. تعلقي وارهه ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● حامِرو: اسم خاص. تعلقي گهوڙڪي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● حَامِلُ: صفت. [ع. حَمَلَ = هن کنيو] کڻي ويندڙ- کڻندڙ- ڍوئيندڙ- بار کڻندڙ- حَمَّالُ- قُلي- مزدور.

- حَامِلُ وَحِيُ: صفت. وَحي کڻي ايندڙ- خداتعاليٰ جو ڪلام کڻي اچڻ وارو. اِلهامُ آڻيندڙ. حضرت جبرئيل عليه السّلام جو هڪ لقب.

- حَامِلَه: ث. ٻار جو پيٽ ۾ بار کڻڻ واري عورت. پيٽ واري عورت. پيٽ سان. ٻن جيئن سان. گَرڀڻي- گَرڀونتي- ڍِڪي- ڳورَ هاري.

● حَامِيُ ج حَامِيُ: ذ. صفت. [ع. حَمَيٰ= هن بچايو] بچائيندڙ- مددگار- حمايتي- مدد ڪندڙ- مُعاون- پرجهلو- ٻانهن ٻيلي- واهرو- پُٺڀرائي ڪندڙ- حاميڪار- ساٿي- نگهبان- رکوال- سنڀال ڪندڙ- پاڻيوار. اللّٰه تعاليٰ جي صفاتي نالن مان هڪ نالو.

- حَامِيُ ٿِيَڻُ: مددگار ٿيڻ. ٻانهن ٻيلي ٿيڻ. حمايت ڪرڻ. طرفداري ڪرڻ. ٽيڪو ڏيڻ.

- حَامِيڪَارُ ج حَامِيڪَارَ: ذ. صفت. ڪنهن ڪم ۾ مدد ڪندڙ. طرفداري ڪندڙ. مددگار. ٻانهن ٻيلي. پرجهلو. حمايتي. حمايت ڪندڙ.

● حَامِيُ ج حَامِيُ: [ع. حَامَ] حمايت- مدد- آڌار- ٽيڪ- ڏِڍ.

- حامِيُ ڀَرڻُ: حامَ ڀرڻ- اقرار ڪرڻ- ذميداري کڻڻ.

● حَامِيدَهُور: اسم خاص. تعلقي آٻاوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● حَامِيو ج حَامِيا: ذ. صفت. [ع. حَامِيَة= گرم، بچاءَ ڪندڙ] گرم- ڪوسو- تَتَلُ- باهه ٿيل- ساڙيندڙ- ٻرندڙ.

● حَاوِيُ ج حَاوِيُ: ذ. صفت. [ع. حَوَيٰ= هن گڏ ڪيو] گهيرو ڪندڙ- گهيريندڙ- قابو ڪندڙ- ڇانئجي ويندڙ- غالب- ڪنهن فن ۾ ڪامل- ماهر.

● حَائِلُ ج حَائِلَ: ذ. صفت. [ع. حَالَ= هو وچ ۾ پيو] روڪيندڙ. وچ ۾ پوندڙ. آڏو ايندڙ. رنڊڪ وجهندڙ. (ظرف). پرسان. ڀاسي ۾. (ث) آڏَ- روڪَ- رنڊڪ- آڙ.

● حَبُ: اسم خاص. ضلعي ڪراچيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● حَبَ: اسم خاص. هڪ نديءَ جو نالو، جا ڪراچيءَ کان ست ڪوهه پري پَبِ جبل جي اتر واري قطار وٽان بلوچستان جي حد مان هلي ٻه سؤ چاليهه ميلن ۾ پٽ پسائيندي ڪراچي جي ڀرپاسان ڪيپ مانز (راس العماري) وٽ عربي سمنڊ ۾ ڇُڙي ٿي. بيابان- ميدان

"اڳيان هاڙهو حَبُ لڳو پيو آهي."

● حَبُّ ج حَبُّ (ع. حُبُوبُ): ذ. [ع] داڻو- دوا جي ناهيل گوري- ٽِڪي- ڳوڙهي- گوري- گولي. ٻج- تُخم.

● حُبُّ: ث. [ع. حُبُّ= پيار] پريت- پريم- عشق- سِڪَ- چاههَ- چِڪَ- انس- لاڙو- شوق- آرزو- تمنّا- سَڌَ- مرضي- دوستي- واقفيت- آشنائي- صحبت.

- حُبَائِتو ج حُبَائِتا: ذ. صفت. قرب وارو. محبت وارو. محبتي.

- حُبُّ ذَات: ث. پنهنجي ذات جو عشق. خود پسندي. خودي.

- حبُّ الوَطَنُ: ث. پنهنجي وطن، ملڪ يا ڳوٺ جي سڪ يا محبت. وطن لاءِ دلي پيار جو جذبو.

- حُبُّ الوَطِنيُ: ث. وطن يا ديس لاءِ دلي محبت جو جذبو.

● حُبَابُ ج حُبَابَ: ذ. [ع. حَبُّ= داڻو، گولي] پاڻيءَ جو ڦوٽو. پاڻيءَ جو ڦوڪڻو. بوڙيو- ڦوڦيندو- بُلبُلو. ڦڦڪڻو- ٻڙڪڻو (پاڻيءَ جو). جَرڦوٽو

"هوءَ جي جهرڪيا جَرَ تي، سي تان سڀ حُبَاب" (شاهه).

- حُبَابِيُ ۽ حُبَابِيُ: ذ. صفت. پاڻي قوتي وارو. پاڻيءَ جي قوتي جهڙو. سنهون - پتڙو - هلڪڙو - ذرڙو - باريڪ.

● حَبْسُ ۽ حبْسَ: ذ. [ع. حَبَسَ = هن قيد ڪيو] قيد - بند - قيدخانو - بنديخانو - جيل - تُرمُ - تُرنگُ - ٽيپ - سزا. هوا جي بند ٿيڻ جي حالت. رُڳهَ - پُوسات - سُونجهَ - گهٽ - آپس.

- حَبْسِ بيجا: ذ. ناجائز طور تي ڪنهن کي بند ڪرڻ جي حالت. ناحق روڪ ناحق بند.

- حَبْس ٿيڻ: هوا جو بند ٿيڻ. آپس ٿيڻ. ساهه گهٽجڻ.

- حَبْسِ دَمُ: دم جو گهٽجڻ يا ساهه بند ٿيڻ جي بيماري. دم جي بيماري. جوگين، صوفين وٽ گهڻي دير تائين دم بند ڪرڻ جو هڪ طريقو.

- حَبْس دَوام: ذ. جنم ٽيپ - عمر قيد.

● حَبْشُ: اسم خاص. [ع. حَبْش = شيدي] آفريڪا کنڊ ۾ هڪ ملڪ جنهن ۾ ڪارا ماڻهو گهڻا تا رهن. سوڊان - زنجبار - شيدين جو وطن. حبشين جو ملڪ. آئيبيسينيا.

- حَبْشِيُ ۽ حَبْشِيُ: ذ. صفت. حبش ملڪ جو رهاڪو. ڪاريءَ چمڙيءَ وارو ماڻهو. شيدي - ڪارو - سياهه (ث. حَبْشِڻِ ۽ حَبْشِڻُون).

● حَبْلُ: ث. [ع. حَبَلَ = هن ٻڌو] رَسي - نوڙي - ٽُلهو ڏاڳو - رَڳَ - نبض - نار - نس.

- حَبْلُ الوَرِيْد: ث شاهه رَڳَ - گردن جي رَڳَ.

● حُبُوبُ: ذ. [ع. حَبّ = داڻو، گولي]. حَبّ جو جمع - داڻا. پاڻيءَ جا بوڙيا - ڦوڪڙا - ڦوڦيندا. ڪوڙا افواهَ - ڊونڪَلَ - سَنْسَنَي - آڏو - هَوَرُ - گپ - هاواڻو - ڪوڙيون خبرون. هُلُ - بغاغو - آتاهَ.

- حُبُوبَاتُ: ذ. ڪوڙا افواهَ - ڪوڙَ بَدوڙَ - ڪوڙيون خبرون.

- حُبُوبَاتِي ۽ حُبُوبَاتِي: ذ. صفت. ڪوڙا افواهه آڻاريندڙ. اجايا هل هُلائيندڙ. افواهي - ڌاهه ڌاهيندڙ.

- حُبُوبَ آڻارڻ: ڪوڙا هُل آڻارڻ. افواهه پکيڙڻ. بدنامي ڪرڻ. الزام مڙهڻ.

- حُبُوبَ ڌاهڻ: ڪوڙا ڌاهَ ڌاهڻ.

● حَبِيبُ ۽ حَبِيبَ: ذ. [ع. حَبّ = هن پيار ڪيو] پيارو - پيار وارو - پرين - پريتم - حُبّ وارو - محبوب - دِل وارو - دِلدارُ - مُحِبّ - سڄڻ - دوست - يارُ - معشوق - محبوب. رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي صفاتي نالن مان هڪ نالو.

- حَبِيبْنَاڻو ۽ حَبِيبْنَاڻا: ذ. صفت. دوست وارو. دوست جو. دل گهرئي جو. پياري جو. دوستاڻو - ياراڻو. (ث. حبيباڻي ۽ حبيباڻيون).

- حَبِيبْنَاڻي هيجَ: ث. محبوب جي سِڪ يا چِڪ

"حبيباڻي هيجَ، پسين مُنهن ميهار جو."
(شاهه).

- حَبِيبِ خُدا: خدا جو پيارو - حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم.

- حَبِيبِي ۽ حَبِيبِي: ذ. صفت. حبيب جو. حبيب وارو. دوست جو. يار جو.

● حَتَرُ ۽ حَتَرَ (ت): ذ. [ع. حَذَر جي بگڙيل صورت] احتياط - پاسو - پرهيز - خيال - ڀؤ - لحاظ.

● حَتّيٰ: ظرف. [ع] تائين - ايستائين - ايستائين جو - جيستائين - ايتريقدر - جيتريقدر - ڪنهن حد تائين - تيستائين.

- حَتّيٰ الاِمْڪَانِ: ظرف. جيستائين ٿي سگهي. جيترو ٿيڻو هجي. وَسَ آهر. پُڄنديءَ سارُو.

- حَتّيٰ ڪِ: ظرف. ايستائين جو. ايتريقدر جو.

- حَتّيٰ المَقْدُور: ظرف. پهچ آهر. پُڄنديءَ سارو. وس آهر. حَتّيٰ الامڪان.

- حَتّيٰ الوُسْعِ: ظرف. حَتّيٰ المقدور. وُسعت يا پُڄنديءَ آهر. جيترو وس پُڄي. پنهنجي طاقت آهر. وس آهر.

● حَجّ ۽ حَجّہ: ذ. [ع. حَجّ = هن حج ڪيو] لغوي معنيٰ ”اراد و ڪرڻ“ ۽ اصطلاحي معنيٰ ”ڪعبة الله جي طواف ۽ ٻين احڪامن جو عبادت جي نيت سان اراد و ڪرڻ.“ اسلام جي پنجن رڪنن مان هڪ رڪن (جو عرفات جي ميدان ۾ ذوالحج جي نائين تاريخ خاص حڪمن جي بجاآوري سان ادا ٿئي).

- حَجّ اَصْغَرُ: ذ. ننڍو حَجّ. عمري جي ادائي ڪي حج اصغر سڏبو آهي، جنهن ۾ احرام ٻڌي مڪي ۾ اچبو آهي ۽ پوءِ بيت الله جو طواف ڪري، صفا مروه ڊوڙي احرام لاهبو آهي.

- حَجّ اَڪْبَرُ: ذ. وڏو حج. هن ۾ عمره سان گڏ عرفات تي وڃبو آهي، ۽ اهو نائين ذوالحج ۾ ادا ٿيندو آهي. عام ماڻهو جمعي جي ڏينهن واري حج کي حج اڪبر سڏيندا آهن. صوفين جي اصطلاح ۾ جذبِ قلوب (دليون گرويده ڪرڻ يا موهڻ). دل وٺڻ. نفس مارڻ.

- حَجّ پڙهڻُ: حَجّ ڪرڻ. حجّ جا مقرر شرط بجا آڻڻ.

- حَجّ چڙهڻُ (ت): من جو مطلب پورو ٿيڻ.

- حَجّ ڪَرڻُ: احرام ڪري بيت الله شريف جي زيارت تي وڃڻ. نائين تاريخ ذوالحج مهيني جي عرفات جي ميدان ۾ حاضر ٿيڻ ۽ مقرر شرط بجا آڻڻ.

- حَجّ ڪَٽڻُ: حَجّ جيترو ثواب حاصل ڪرڻ. وڏو خير جو ڪم ڪرڻ. حاجت روائي ڪرڻ.

● حُجَ ۽ حُجُونُ: ث. [ع. حُجت] حُجّت - گستاخي - کَهُرائپ - دوستانو ناتو. دلاسو - همٿ. آميد - آسرو - پروسو.

- حُجَ پائي اَچڻُ: آميد رکي اچڻ. آسرو سمجهي اچڻ.

- حُجَ ڪَرڻُ: گستاخي ڪرڻ. کَهُرائپ ڪرڻ. پڪو آسرو رکي ڪو ڪم ڪرڻ.

● حِجَابُ ۽ حِجَابَ: ذ. [ع. حَجَبَ = هُن ڍڪيو. هو وچ ۾ آيو] پردو - پڙدو - اوٽ - آڙ - آڏ - روڪ - رنڊڪ

”گهڙو ڀڳو ته گهوريو، پاڻا هو حجاب.“ (شاهہ).

ڦڪائي - شرم - پاڪدامني - ڀرم - غيرت - لحاظ - رياءُ - حياءُ - لَڄ.

- حِجَابَانہ: ظرف. حجاب سان. شرم وحياءَ سان.

- حِجَابُ ٽُٽڻُ: شرم لهڻ - لَڄ نہ ٿيڻ.

- حِجَابُ ڇڏڻُ: شرم حيا ڇڏڻ. بي حيا ٿيڻ.

- حِجَابُ ڪَرڻُ: لڄ ڪرڻ. پردو ڪرڻ. لحاظ ڪرڻ.

● حَجّاجُ: اسم خاص. [ع] عراق جي هڪ ظالم گورنر جو نالو (حجاج بن يوسف ثقفي سن ٦٦١ع کان ٧١٤ع تائين).

● حُجّاجُ ۽ حُجّاجَ: ذ. [ع] حَاجّ جو جمع - گهڻا حاجي.

● حِجَازُ: اسم خاص. [ع. حَجَزَ = هن روڪيو. هو وچ ۾ آيو] عربستان جو وچ وارو علائقو (جنهن ۾ مڪو، مدينو ۽ طائف اچي وڃن ٿا. جيئن تہ هيءُ ملڪ نجد ۽ تهامہ جي وچ ۾ آهي انهيءَ ڪري ”حِجاز“ سڏجي ٿو).

● حَجَامُ ۽ حَجَامَ (اصلي صورت حَجّامُ): ذ. صفت. [ع. حَجَمَ = هُن ٽُڪو ڏنو] حجامت ڪندڙ - سنوارتَ ڪاهيندڙ - آسٽو - نائي - حَجَمُ. (ث. حَجَامڻِ ۽ حَجاميڻيون). ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم (وات وڏو - مٿان ڳاڙهو - هيٺان اڇو، هڪ فوٽ ڊيگهہ ۽ هڪ فوٽ ويڪر). لَرُ پنيوري. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

- حَجَامَتَ ۽ حَجَامَتُونُ: ث. حجامڪو ڪم - سَنُوارت - وارن ڪوڙڻ يا ٺاهڻ جو ڪم - سپيرب.

- حَجَامَتَ ٺَاهِڻُ: مٿو ڪوڙڻ يا مٿي جا وارَ ٿاهڻ - لٿڻ - ڦگڻ.

- حَجَامَتَ ڪَرائِڻُ: وارن ۽ ڏاڙهي وغيره جي سنوارت ڪرائڻ. پاڻ ڦگائڻ - نقصان پرائڻ.

- حَجَامَتَ ڪَرڻُ: حجامڪو ڌندو ڪرڻ - سنوارت ٿاهڻ - وارَ ٿاهڻ - صفائي ڪرڻ - ڦگڻ.

- حَجَامَتَ لاهِڻُ (ت): حجامت ڪرڻ - سپيربَ لاهڻ - ڦگي ڪرڻ.

● حَجامڙو: اسم خاص. منڊو نديءَ مان اڪرندڙ هڪ ڦاٽ جو نالو (ضلعي ٺٽي ۾). تعلقي گهوڙاباريءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● حَجامڻ: اسم خاص. تعلقي ڊگهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● حَجامڻ ج حَجامڻيون: ث. 'حَجام' جو مؤنث. اها عورت جيڪا شادي غمي جي موقعي تي گهروارين عورتن کي ڪم ڪار ۾ مدد ڪري.

● حُجَّتَ ج حُجتُون: ث. [ع. حَاجَّ = هن بحث ڪيو] ثابتي - دليل - بُرهان. بحث مباحثو - قيل وقال - سوال جواب - دعويٰ جو جواب - دليل بازي - اعتراض - عذر - تڪرار - جهڳڙو - زيادتي. گستاخي - حُجَّ - اميد - آسرو - سَڌَ - تمنا.

- حُجتَ آڻڻ: سوال جواب ڪرڻ. اعتراض ڪرڻ. دليل بازي ڪرڻ. اجايا عذر ڏيڻ. بهانا ڏيڻ. ڦڏو وجهڻ. شڪ آڻڻ.

- حُجتَ پيچڻ: ٻئي کي ڪوڙو ثابت ڪرڻ.

- حُجَّتَ تَرديدي: ڪنهن ڏر جي خلاف بحث.

- حُجَّتَ ڪَرَڻُ: تڪرار ڪرڻ. بحث ڪرڻ. جهيڙو ڪرڻ. دليل ڏيڻ. هَٺ چُراند ڪرڻ. گستاخي ڪرڻ.

- حُجَّتُ الاِسلام: اسلامي تعليمات جو وڏو ۽ مستند عالم امام غزالي رحمة الله عليه جو لقب.

- حُجَّتِي ج حُجَّتِي: ذ. صفت. دعويٰ ڪندڙ. عذر ڪندڙ. سبب ڏيندڙ. تڪراري - جهيڙاڪ - جهڳڙالو - بحثي - بحث مباحثو ڪندڙ - حُجَّت ڪندڙ - گستاخي ڪندڙ - گهرو - گهاتو - دل گهُريو.

● حَجَرُ ج حَجَرَ (حِجارَةٌ): ذ. [ع] پٿر - پَهڻ - پاهڻ - سنگ.

- حَجَرُ اَسوَدُ: ذ. ڪَعبَةُ الله جي ڀت ۾ لڳل ڪاري رنگ جو پٿر، جنهن کي طواف ڪرڻ مهل چُمي ڏني ويندي آهي.

- حَجَرُ اليَهُودِ: ذ. هڪ قسم جو پٿر جو گردي جي پٿريءَ لاءِ دوا ۾ ڪم اچي ٿو سَنگ يَهُودُ.

● حُجرا (ڪ-ل): ذ. پيرت جو هڪ قسم.

● حُجَراتِ: ث. [ع] قرآن شريف جي اوڻونجاهين سورة جو نالو.

حُجرو ج حُجرا: ذ. [ع. حُجرَةٌ] ڪوٺڙي - عبادت ڪرڻ لاءِ خلوت خانو. مسجد سان لڳ ننڍڙي ڪوٺي.

- حُجرَه نَشِينُ: ذ. صفت. حُجري ۾ ويٺل. تارڪ الدنيا. ڏ هاڪي يا چليءَ ۾ ويٺل.

● حَجَفَ ج حَجَفُون (ت): ث. [ع. هَجوَ جي بگڙيل صورت] ٽوڪ - چٿر - ٺٺولي - مسخري.

● حَجلَہ: ث. [ع. حَجل + هُن ڪنوار جو پلنگ ٺاهيو] گهوٽ ڪنوار لاءِ ٺاهيل سيج.

● حَجَمُ ج حَجَمَ: ذ. [ع. حَجَمَ = هُن ڦُڪو ڏنو] سنوارت ٺاهيندڙ - حَجامُ - نائي - آستو - مچيءَ جو هڪ قسم. اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● حَدّ ج حَدّون: ث. [ع. حَدّ = هن نشان مقرر ڪيو، هُن سزا ڏني] ڪنارو - ڇيڙو - دنگ - پڇاڙي - پڇاڙي - آخري جاءِ - پُڄڻي - سرحد - پوڇڙ - پوڇڙي - وِيري - ڇيهُ - انتُ - نشانُ - سَنڌو - سيڙهو - حاطو. پيلو - جهنگ. (ت) - اسلامي شريعت موجب مقرر ڪيل سزا. (صفت). گهڻو - زياده - نهايت.

- حَدّ بَستُ: ث. حد بندي - حدّ جو بندوبست - دنگ ڪرڻ - نشان ڪرڻ - نبيرو ڪرڻ - زمين جون حدون مقرر ڪرڻ.

- حَدّ بُلُوغُ: ث بالغ ٿيڻ جي وَهي يا عمر.

- حَدّ بَندي ج حَدّ بَنديُون: ث. دنگ جي مقرري - سرحد بندي.

- حَدّ ٻَڌَڻُ: حَدّ مقرر ڪرڻ.

- حد ٽپڻُ: مقرر جاءِ کان اڳتي وڃڻ. گناهه جهڙو ڪم ڪرڻ. حدن کان ٻاهر نڪري وڃڻ.

- حدّ جي اندر: ظرف. حدّ ۾ - پُڄت ۾ - ٿي سگهڻ جي دائري ۾.

- حَد حَد: حَد اندر

"حد حد هليا هرڪوءِ بيحد چليا نہ ڪوءِ."

(شاهه).

ـ حَدّ شَرع : ث. شريعت موجب آخري سزا. مقرر سزا. سزا لاءِ شريعت جو قانون.
ـ حَدّ فَاصِل: ث. ٻن شين جي وچ ۾ اچي جُدا ڪندڙ شيءِ.
ـ حَدّ ڪَرَڻُ: ڇيهُ ڪرڻ ـ ڇيڙو ڪرڻ ـ آخر ڪرڻ ـ اِنتها ڪرڻ ـ دنگ ڪرڻ ـ پورو ڪرڻ ـ ختم ڪرڻ ـ اڳتي نہ وڌڻ ـ عجب جهڙو ڪم ڪرڻ ـ ڪمال ڪرڻ ـ تمام گهڻو ڪرڻ ـ ايترو گهڻو ڪرڻ جنهن کان وڌيڪ ناممڪن هجي.
ـ حَدّ کان ٻاهر: ظرف. دنگ کان پري. حدّ کان وڌيڪ. بي انتها ـ بيحد ـ تمام گهڻو.
ـ حَدّ کان زِيادہ: ظرف. حَدّ کان ٻاهر ـ تمام گهڻو ـ بي انداز.
ـ حَدّ کان وَڌَڻُ: پنهنجي حيثيت کان اڳتي قدم وڌائڻ ـ پَڇت کان ٻاهر قدم کڻڻ ـ وِت کان ٻاهر هلڻ.
ـ حَدّ کان وَڌِيڪَ: ظرف. حَدّ کان زيادہ. بي شمار ـ بي انداز ـ بيحد.
ـ حَدّ نہ رَهَڻُ: انتها تي پهچي وڃڻ ـ دنگ تي وڃڻ ـ تڪميل تي وڃڻ.
● حَدّادُ يا حَدّادَ: ذ. [ع. حدِيدُ+لوهہ] لوهہ جو ڪم ڪندڙ ـ لوهَرُ ـ لوهارُ. جيل جو داروغو.
● حِدّتَ يا حدّتُونَ: ث. [ع. حَدّ=هُن اوزار تکو ڪيو] تيزي ـ تکائي (گرمي جي). تلوار جي ڌارَ ـ زور ـ طاقت ـ قُوّتَ.
● حَدَسُ يا حَدَسَ (ت): ذ. (حَسَدَ جي بگڙيل صورت). ساڙُ ـ ڪينُو ـ بُغض ـ حَسَدُ.
● حُدُودُ: ث. [ع] 'حَدّ' جو جمع ـ حَدُون.
ـ حُدُودِ اَربَعُ: ث. [ع. حُدُودُ=حدون يا پاسا+اَربَعُ=چار يعني چار پاسا] چارئي طرف ـ چار حدون ـ چار پاسا (اولهہ ـ اوڀر ـ اُتر ۽ ڏکڻ).
ـ حدُودِ اَرضِيُ: ث. [ع. اَرضُ=زمين] زمين جي حد بندي.

● حَدِهُ زَئِيُ: اسم خاص. لاشاري بلوچن جو هڪ قبيلو, جو گُهراماڻين جي شاخ آهي.
● حُدِيُ: ث. [ع. حَدا=هُن تنوار ڪئي] (عربستان ۾) آٺ کي تکو هلائڻ لاءِ هڪ تَنوارَ.
ـ حُدِيُ خَوانُ: ذ. صفت. تنوارينڌڙ ـ جَتُ. آٺ کي تنواري هلائڻ وارو.
● حُدَيبِيَہ: اسم خاص. هڪ جاءِ جو نالو جتي ٦٢٨ع ۾ حضرت مُحمّد صلي الله عليہ وسلم ۽ قريش جي وچ ۾ صلح نامو ٿيو هو.
● حَدِيثَ يا حَدِيثُونُ: ث. [ع. حَدّثَ= هُن ڳالهہ ٻڌائي] نئين ڳالهہ ـ نئين شيءِ ـ خبر ـ روايت ـ حڪايت ـ بيان ـ قِصّو ـ نصيحت. رسول مقبول جي قول ۽ فعل جي خبر. ذِڪر.
ـ حَدِيثَ سمجهڻ: ڳالهہ کي صحيح سمجهڻ. خواهہ مخواهہ ڪنهن جي ڳالهہ تي يقين ڪرڻ.
ـ حَدِيثَ سُڻائِڻ: نئين ڳالهہ ٻُڌائڻ. هيئانهيون مٿانهيون ڳالهيون ٻُڌائڻ.
ـ حَدِيثُونُ ڪَرَڻُ: جُنيون ڪرڻ ـ تعدّيون ڪرڻ ـ تنگ ڪري ڇڏڻ.
● حَدِيدُ: ذ. [ع. حَدِيدُ=لوهہ] ڌاتوءَ جو هڪ قسم ـ لوهُ ـ لوهہ جو اوزار ـ لوهہ جو ٽوپ. اسم خاص. قرآن شريف جي هڪ سورة ـ (صفت). تکو ـ تيز.
● حَدِيقو يا حَدِيقَا (حَدَائِقُ): ذ. [ع. حَدِيقَۃ=چوديواريءَ وارو باغ] باغ ـ چمن ـ باغ جنهن جي چوڌاري ڀت هجي. کجيءَ جي وڻن جو باغ.
● حدِيڪِيُ: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● حَذاقَتَ: ع. ڏسو "حَاذِقُ". مهارت ـ عقلمندي ـ ڏاهپ ـ سياڻپ.
● حَذَرُ يا حَذَرَ: ذ. [ع. حَذِرَ=هو خبردار رهيو] خبرداري ـ اڳ چيتي ـ دورانديشي ـ ڏاهپ ـ انديشو ـ خوف ـ ڊپ ـ ڏَرُ ـ ڀؤ ـ پرهيز ـ پاسو ـ بچاءُ ـ اِجتِنابُ ـ اِحتِياطُ ـ اِنڪارُ.

- حَذَرُ ڪَرَڻُ: پرهيز ڪرڻ - نٽائڻ - انڪار ڪرڻ.
- حَذَرَنُون: ظرف. خيال سان - سمجهه سان.
● حذَفَ: ذ. [ع. حذَفَ = هٽن ڪٽيو، هٽن چانگيو] چانٽ - ڪٽ - چانگ - گهٽتائي - ڪمي.
- حذفُ ڪَرَڻُ: گهٽ ڪرڻ - چانگ ڪرڻ - ڪيڏي ڇڏڻ. وڍڻ - جُدا ڪرڻ.
● حُرُّ ۽ اَحُرارُ: ذ. صفت. [ع. حرُّ = هو آزاد ٿيو] جو ڪنهن جو پانهو نہ هجي. آزاد. (اسم خاص). پير پاڳاري جي مريدن جو لقب. هڪ ذات جو نالو. حضرت امام حسين جي مقابلي ۾ ميدانِ ڪربلا ۾ يزيد جي موڪليل لشڪر جو هڪ سپه سالارُ (جو بعد ۾ ڦري حضرت امام حُسين جي پاسي آيو):

"هُئي هدايت حُرَّ کي، آزل ۾ اصلا."
"حُرَّ هلي آيو، مانجهيءَ مَرَ دانو."
(شاهه).

- حُرِّيَت ۽ حُرِّيتُون: ث. غلامي نہ هئڻ جي حالت - آزادي.
● حِرا: اسم خاص. [ع] مڪه شريف جي ويجهو هڪ ٽڪريءَ جو نالو (جنهن جي چُر ۾ حضرت نبي ڪريم جن عبادت لاءِ وڃي رهندا هئا). اها جاءِ جتي پهرين وحي نازل ٿي - غارِ حِرا.
● حَرارَتُ ۽ حرارتون: ث. [ع. حرُّ = هو گرم ٿيو] گرمي - تپش - حِدَّت - ڪاڙهو - ڪوساڻ - سوزش - تابش - گرمائش - جوش - تاءُ. تپ - هلڪو بخار - بدن ۾ رت جي گرميءَ جو دؤرو. غُصو - غضب - ڪِروڌ - ڪاوڙ.
- حرارت ٿي پوڻ: ٿورو تپ ٿي پوڻ. بخار اچي وڃڻ.
- حَرارَتِ دِينُ: مذهبي جوش - مذهبي غيرت.
- حرارتِ غَرِيزِي: بدن جي قدرتي طاقت.
● حِراسَتَ ۽ حِراستُون: ث. [ع. حرَسَ = هن سنڀال ڪئي] سنڀال - حفاظت - نگراني - نگهباني - پهرو. قيد - قابو - بند - حوالات - نظربندي. دولاب - ٺڳي - دغا - فريب. انڪل بازي - حرفت - هوشياري.

- حِراسَت ۾ رَهَڻُ: حوالات ۾ رهڻ - نگهباني ۾ رهڻ - نظربند رهڻ.
● حَرامُ ۽ حَرامَ: ذ. [ع. حَرَمَ = هن منع ڪئي] منع ڪيل - رد ڪيل - ممنوع - منع ٿيل - بي قاعدي - ناجائز - ناروا - غير مُباح - اڻ رهائيندو - شريعت جي خلاف. پليت - نجس - ناپاڪ. زنا - بدڪاري - بد پيشو - ڪَسَبُ. 'حَلالُ' جو ضِد". حرمت وارو - "مَسجِدِ الحَرام - مُحَرَّمُ الحَرام وغيره." اصطلاح ۾: عظمت وارو - وڏائي وارو - حرمت وارو - پاڪ - پوتر - جنهن کي پليديءَ کان محفوظ رکيو وڃي. جنهن جو احترام ڪيو وڃي.
- حَرامُ ٿيڻُ: مُردارُ ٿيڻ - خراب ٿيڻ - جانور جو تڪبير سان ذبح ٿيڻ کان اڳ مري وڃڻ. ضايع ٿي وڃڻ.
- حَرامپائي ۽ حَرامپائيون: ث. حرامزادائي - حرامزادگي. لچائي - خرابي.
- حَرامَ جو مَالُ: ذ. صفت جو مال - ناجائز دولت. بدڪاريءَ جو ڪمايل مال. بچڙائي سان هٿ ڪيل مال.
- حَرامَ جي هَڏِي پيٽ ۾ پَوَڻُ: صفت جو مال کائڻ. ناجائز طريقي سان هٿ ڪيل مال کائڻ. رشوت ملڻ.
- حَرامُ خورُ ۽ حَرامُ خورَ: ذ. صفت. حرام کائُو - حرام کائيندڙ. مردار کائيندڙ. پڙوت کائيندڙ. نمڪ حرام - مفت خور - ناجائز ڪمائي تي گذران ڪ ڻ وارو.
- حَرامُ خوري ۽ حَرامُ خوريون: حرام جي مال تي گذران. رشوت خوري. حرامپائيءَ جو ڪم. بي قاعدگي - نافرماني.
- حَرامِڙائي ۽ حَرامِڙائيون: ث. لچائي - خرابي - بد معاشي - ٺڳي.
● حَرامِڙو ۽ حَرامِڙا: ذ. صفت. حَرامِي - بدمعاش - حرامزاده - لُچ. (ث). حَرامِڙِي ۽ حَرامِڙِيون.
- حَرامزادائي: ث. بد معاشي - لوفرپائي - لچائي - حرامزادگي - حرامپائي - بچڙائي - بي حيائي - نالائقي - بد فضيلتائي - نافرماني.

- حَرامزادِ گيي ۽ حَرامزادِ گيئون: ث. حرامزادائي- بي حيائي- ڪميڻپ- لچائي- شرارت- بد معاشي - بڇڙائي - نالائقي - نافرمالي.
- حَرامزاد و ۽ حَرامزادا: ذ. صفت. حرام جي نُطفي مان ڄاوَل- زنا مان پيدا ٿيل. حرامي- بي اڪاحو- ولدُالزّنا. بد معاش- ڪميڻو- لچو- لوفر- فسادي. (ث). حَرامزادي ۽ حَرامزاديون.
- حَرامڪارُ ۽ حَرامڪارَ: ذ. حرام ڪندڙ- ناجائز ڪم ڪندڙ- زالي- زناخور- بدڪار.
- حَرامڪاري ۽ حَرامڪاريون: ث. زنا- بدڪاري- بڇڙائي- ڪارِمَنُهَائيي.
- حَرامُ ڪَرَڻُ: پليت ڪرڻ. نجسُ ڪرڻ. بدمزي ڪرڻ. خراب ڪرڻ. زنا ڪرڻ. بدڪاري ڪرڻ.
- حَرامُ ڪائِڻُ: ناجائز ڪمائي جو مال ڪائڻ. زنا جي ڪمائي ڪائڻ. رشوت وٺڻ.
- حَرام ڪائُو ۽ حَرام ڪائُو: ذ. صفت. حرام جو مال ڪائيندڙ. رُشوتيي- رشوت خور.
- حَرامَ ڪي هَٿ وِجهَڻُ: بڇڙا ڪم ڪرڻ.
- حرام موت مرڻ: خودڪشي ڪرڻ. پنهنجي جان پاڻ وٺڻ.
- حَرامِيُ ۽ حَرامِيُ: ذ. صفت. زنا مان پيدا ٿيل ٻار. بي نِڪاحو. نڪاح کان اڳ ڄاول. وَلَدُالزِّنا- حَيضيي ٻار. بدمعاش- لُچ- لُفَنگُ- شرير- شيطان- ٺڳ- چور. الحرافي ڪندڙ- نافرمان- بيوقوف- حرام ڪائُو.
- حَرَبُ ۽ حَرَبُون: ث. [ع. حَرب = هن لُٽيو] لڙائي- جنگ- ڦرلُٽ- ڦرمار.
- حَرَبگاهَ ۽ حَرَبگاهَ: ذ. لڙائيءَ جو ميدان. ميدان جنگ. رَزمگاهه.
- حَرَبَه: ذ. لڙائيءَ جي هڪ هٿيار جو نالو. اوزار- حملو- ڪاهَ- هَلانُ- ٿپو- جهٽ.
- حَرَجُ (حَرِجُ) ۽ حَرَجَ: ذ. [ع. حَرِجَ = جڳهه تنگ ٿي] تنگي- سوڙهه- نقصان- ٽوٽ- ضَرَرُ- ڇيهو- گهاٽو- ڪمي- گهٽتائي- وقت جو ضايع ڪرڻ- دير.
- حَرَجاٽو ۽ حَرَجاٽا: نقصان جو عوضو.
- حَرَجُ وِجهَڻُ: ٽوٽ وجهڻ- ڇيهو وجهڻ.
- حِرزُ: ث. [ع. حَرزَ = هن سنڀال ورتي] پناهه- پناهه جي جاءِ- بچاءُ سنڀالَ- حفاظت. تعويذ- جنتر منتر.
- حِرزِ جان: پنهنجي سر جو بچاءُ.
- حِرصُ ۽ حِرصَ: ذ. [ع. حَرَصَ = هن لوڀ ڪيو] لالچ- طمع- لوڀ- چاهه- موهه- خواهش- اِڇا- رغبت- سڌَ- شوق- تَمنّا- آرزُو- اميد- وڏائي- مغروري- هٻچ.
- حِرصائِڻُ: مصدر. خواهش وڌائڻ- لالچائڻ- حرص ڏيارڻ- هِرڪائڻ.
- حِرص ڪَرَڻُ: لالچ ڪرڻ- طمع ڪرڻ- هٻچ ڪرڻ.
- حِرصِيُ ۽ حِرصِيُ: ذ. صفت. لالچي- طمعي- لوڀي- ٿاڪائُون- حَرِيصُ- حارصُ- هٻچي- ٻُڪيت- ٻُڪيو. ٿوريءَ ڳالهه تي سڌَ ڪندڙ- سڌڙيو.
- حَرفُ ۽ حَرفَ: [ع. حَرَفَ = هو ڦيريو، هُن مٽيو] لغوي معنيٰ طرف. پاسو- ڌارَ. ڪنارو- جبل جي چوٽي. ڪنهن ٻوليءَ جي 'الف بي' جو هڪ اکر. آواز ظاهر ڪرڻ جو نشان. حَرفِ تَهَجّي. اکر جيئن: "ا ب ت وغيره." لفظ جو پَدُ- لفظ- جملو- ڪلمو- پُٺڪو- سخن- قول- ڳالهه- ميار- مهڻو- ڏوراپو، جيئن:
"مون ڏي ماروئڙن جا، آهن حرف هزارين."
ڏوهه- ڀل- خطا- قصور- عتاب- الزام- حساب ڪتاب- ڀڃاڳاڇا- پڇاڻو، جيئن:
"آنُ تانُ حرف هرو، مورائين معاف ٿيو."
(شاهه).
عيب- نقص- گهٽتائي. گرامر ۾ هڪ ڳالهائڻ جو ڀاڱو.
- حَرفُ آچَڻُ: اکرن جي ڄاڻ پوڻ. پڙهڻ. خواري ٿيڻ. ڪِلا ٿيڻ. بدنامي ٿيڻ. الزام اچڻ. داغ لڳڻ. مَيار لڳڻ.

- حَرْفِ إسْتِثْناءَ: ذ. علم نحو جو هڪ اصطلاح. اهي حرف جي جُدائي يا نياري ڳالهه جي معنيٰ ڏيکارين يا منهجائن نٿين ڳالهه پيدا ٿئي جهڙوڪ: سواءِ - ڌارَ - مگر - بغير - بجز - پر - ليڪن - خواه وغيره.

- حرف إستفْهَام: ذ. اهو حرف يا لفظ جيڪو سوال يا پڇا ڪرڻ ۾ ڪم اچي. جهڙوڪ: ڇو- ڇا- ڪير- ڪهڙو- ڪجاڙو وغيره.

حَرْفِ إشارَهْ: ذ. اهو ضمير جو لفظ جيڪو اشاري لاءِ ڪم اچي جهڙوڪ: هي - اِهي - هُو- آهِي وغيره.

- حَرْفِ إشْتِراڪْ: ذ. اهو ضمير جو لفظ جيڪو ٻئي ضمير سان گڏجي ڪم اچي جهڙوڪ: پاڻ- خود - پنهنجو وغيره. مان پاڻ- اسان پاڻ - هو پاڻ - منهنجو خود - پنهنجو خود وغيره.

- حَرْفِ إضَافَتَ: ذ. اهو حرف جيڪو ٻن اسمن يا ضميرن جي وچ ۾ ملڪيت يا ٻي ڪا نسبت ظاهر ڪري جهڙوڪ: جو- جا- سند و وغيره. ملڪ جو بادشاهه. بادشاهه جو پٽ. پٽ جو لالو وغيره.

- حَرْفِ آفْسوس: ذ. حرف ندا جو اهو لفظ جيڪو افسوس يا ارمان ڏيکاري جهڙوڪ: هاءِ هاءِ- واءِ- واويلا- آهه وغيره.

- حَرْف بَہ حَرْف: اکر بہ اکر- اکري طرح - لفظ لفظ ڪري - هُو بَهُو- سربستو- سمورو- سڄو- جُملي.

- حَرْفِ بَيَانْ: ذ. علم نحو موجب اهي حرف جن مان ڪنهن جي ڪيل ڳالهه يا بيان جي معنيٰ نڪري. جيئن: هن چيو تہ، "آءٌ وڃان ٿو." (تہ حرف بيان).

- حَرْف تاڪيِدْ: ذ. تنبيهه يا تاڪيد جي معنيٰ ڏيکاريندڙ حرف جيئن: خبردارْ! سنڀال! چيت! هان! هون! هرگز! متان!

- حَرْف تَحْسِيِنْ: علم نحو موجب اهي حرف جن مان ساراهه جي معنيٰ نڪري. جهڙوڪ: "شاباس، واهه واهه، مرحبا، جس". حرف تعريف.

- حَرْفِ تَشْبِيهَہ: ذ. علم نحو موجب مشابهت يا هڪجهڙائي ڏيکاريندڙ لفظ جيئن: "وانگي - مثل - جان - جڻ تہ - گويا" وغيره.

- حَرْفِ تَمَنّا: ذ. علم نحو موجب 'سڌ يا تمنّا' جي معنيٰ ڏيکاريندڙ لفظ. جهڙوڪ: "مَرُ- پَلِ" وغيره.

- حَرْف تَميِزْ: ذ. علم نحو موجب. قدر ڏيکاريندڙ لفظ. جهڙوڪ: "مس مس- هرو ڀرو- هوريان - ڌاڍيان."

- حَرْفِ تَنْبِيهَہ: ذ. ڏسو "حرف تاڪيد."

- حَرْف ڀَتِي ڪَيَڻْ: ڳاريون ڏيڻ. گهٽ وڌ ڳالهائڻ.

- حَرْفِ جَرْ: ذ. گرامر جي انن لفظن سان هڪ لفظ. اهو لفظ جو اسم يا ضمير جي پٺيان اچي ۽ آن جو لاڳاپو ٻئي ڪنهن لفظ سان ڏيکاري. جيئن: "ڀيت تي ڪانءُ ويٺو آهي." هن جملي ۾ 'تي' حرف جر آهي.

- حرفُ جُمْلو: ذ. گرامر موجب ڳالهائڻ جي اٺن ڀاڱن مان هڪ ڀاڱو. اهو لفظ جو ٻن لفظن يا جملن کي پاڻ ۾ ڳنڍي. جيئن: ڪاغذ يا قلم، مَسُ ۽ قلم وغيره. "يا" ۽ "۽" حرف جملو آهي.

- حَرْفُ رکڻ: ميار رکڻ. ڏوهه رکڻ. الزام مڙهڻ. سزا جي لائق ثابت ڪرڻ. شرمندو ڪرڻ.

- حَرْفُ زنِيْ: ث. ڪنهن ڪي گهَٽِ وَڌِ ڳالهائڻ. جُٺ - تنبيهه - تنقيد - اجايو ڳالهاءُ.

- حَرْفُ ساڪِنُ: ذ. گرامر موجب جَزْمَ وارو اکر.

- حَرْف سُڃاڻَڻُ: اکر سڃاڻڻ. "الف- بي" ذهن نشين ڪرڻ.

- حَرْفِ شَرْطُ: ذ. علم نحو موجب شرط جي معنيٰ ڏيکاريندڙ لفظ. جهڙوڪ: "جي، جيڪڏهن، اگر، اگرچه، جيتوڻيڪ، جڏهن، مگر".

- حَرْفِ شَڪْ: ذ. علم نحو موجب، شڪ يا گمان ڏيکاريندڙ لفظ. جهڙوڪ: "متان، مبادا، شايد."

- حَرْف شَناسُ: ذ. صفت. اکر سڃاڻندڙ. ڪجهہ پڙهيل. ٿورو گهڻو پڙهيل.

- حَرْفُ صَحِيحُ: ذ. اهي حرف جيڪي حرف علت وانگر پي ڪنهن اکر مان ڪڍجي آواز پيدا نه ڪن (ا، و، ي کان سواءِ سنڌي ٻوليءَ ۾ باقي ائيتاليهه اکر سڀ حرف صحيح آهن. جهڙوڪ: ب، ٻ، ڀ، ن، ڻ، ه ۽ ي).

- حَرْفِ صَوْتُ: ذ. علم نحو موجب، اهي لفظ جي ڪنهن آواز مان نهيا هجن: ٺَڪ ٺَڪ، ڀُون ڀُون، ميائُو ميائُو، ٽيڪلو ٽيڪلو وغيره.

- حَرْفِ ظَرْفُ: ذ. علم نحو موجب، اهي لفظ جن مان جاءِ يا وقت جي معنيٰ نڪري، جيئن: "اڄ، ڪڏهن، ڪِٿي، هيٺي-وغيره".

- حَرْفِ عَطَفُ: ذ. حرف جملو. علم نحو موجب، ميلاپ يا لاڳاپي جي معنيٰ ڏيکاريندڙ حرف. جهڙوڪ: "ٻ، ۽ ٻئي، هم، بلڪ".

- حَرْفُ عِلَّتَ: ذ. اهو حرف، جو ٻئي ڪنهن ٻه حرف مان ڪڍجي آچار ٿاهي (حرف علت سنڌي ٻوليءَ ۾ ٽي آهن: ا، و ۽ ي).

- حَرْفُ گِيرُ: ذ. صفت. نُڪتہ چيني ڪرڻ وارو- نُڪتہ چِينُ. عيب ڪڍڻ وارو.

- حَرْفُ گِيرِي ۽ حَرْفُ گِيرِيُون: ث. نُڪتہ چيني- راءِ زني- عيب ڪڍڻ.

- حَرْفِ مُبْهَمُ: ذ. علم نحو موجب، ڪُجهه يا اِبْهام ڏيکارڻ وارا لفظ، جهڙوڪ: "ڪو، ڪا، ڪي وغيره".

- حَرْفُ مَنْفِيُ: ذ. گرامر موجب اهو لفظ، جنهن مان ناڪار جي معنيٰ نڪري، جهڙوڪ: "نہ، هرگز نہ، نہ نہ، ڪِينَ، نَڪو، نَڪا، نَڪي"وغيره.

- حَرْفُ نِدا: ذ. گرامر موجب اهو لفظ جيڪو سڏُ، سَڏَ، خوشي، عجب، ارمانُ وغيره ڏيکاري، جهڙوڪ: "او، شَل، واهَ، هاءِ" وغيره.

- حَرْفُ نِسبَتَ: ذ. علم نحو موجب، تعلق يا لاڳاپو ڏيکاريندڙ لفظ "آنہ، آنو، آٺو، اينہ، اينو، آڪ، وار، آن" جهڙوڪ: (شاهہ) شاهانہ = شاهاڻو، (سال) ساليانہ = ساليانو، (روز) روزينہ = روزينو وغيره.

- حَرْفُ هَرو: ذ. حرف حساب- ليکو چوکو- مَيارَ.

"آن تان حرف هَرو، موراڻين معاف ٿيو" (شاهہ).

- حَرْفِيُ ۽ حَرْفِيُ: ذ. صفت. حرف جو- حرف وارو- لفظي- اکري. ميار دار- ڏوهاري- گنهگار. شرمسار- پشيمان. پِلَيل- عيبدار.

● حِرْفَتَ ۽ حِرْفَتُون: ث. [ع] ڪاريگري- ڌنڌو- پيشو- ڪسب- ڪم- هنر- دستڪاري. ڪَڻ- فَنُ. علم. چالاڪي- تجويز- اٽڪل- ڪيڏ- ڏاهپ- هوشياري- حرڪت- حڪمت- عقلمندي- چَتُرائي- عَيّاري- مَڪّاري- ٺَڳي- مَڪرُ.

- حِرفَتُ بازُ ۽ حِرْفَتُ بازَ: ذ. صفت. چالاڪ- عَيّارُ- مَڪّارُ- ٺَڳُ- اٽڪلي- حرفتي- فتنہ باز.

- حِرْفَتْبازِي ۽ حِرْفَتْبازِيُون: ث. سياڻپ- اٽڪل بازي- چالاڪي. مڪاري- عياري- ٺَڳِي.

- حِرْفَتِي ۽ حِرْفَتِي: ذ. صفت. ڪيڏاري- اٽڪلي- ڪيڏيباز- سياڻو. هُنر وارو- ڪاريگر- هوشيار- چالاڪ- مڪريلو- ٺڳ- شرير- لُچ.

● حَرْڪَتَ ۽ حَرْڪَتُون: ث. [ع. حَرْڪَ = هو چُريو] چُرپُر- چال- رفتار- گردش- ڦيرو- لوڏو- ڌوڏو- جُنبش- ٿَڙَڪَ- تَحَرُّڪ- چورڦور. ڪم- فِعْل- عَمَلُ- ڪَرِتي. ڪنهن کي کاوڙائڻ لاءِ ڪيل چُرپُر اڻ وڻندڙ ڳالهہ (ٻارن جي)- اجائي آٽ ويهہَ (ٻارن جي)- مَستي- لُچائپ- ڪِيتَ- چُراند- ڪولس ڦِتائي- ڪينچل- چُرَ- شرارت- ڏِنگائي- خَلَلُ- مَسخري- چيڙ چاڙ- ڦَتِڪو- ڦَڙڪو- تَڙَپَ- بيقراري- اِضطراب. خراب ڪم- ڏوهہ گناهہ- قُصور- خطا- ننڍو ڏوهہ. پاپ- گناهہ- اپَراڌ- جُرم- رولو- مونجهارو. نقصان- زيان- ٽوٽ- حَرَجُ- ڇيهو- ضَرَرُ- رنڊڪ- روڪَ- رُڪاوٽ- اَڙَ- آڏَ. هلت چلت- آمد رفت- سفر- ڪُوچُ. علم نحو موجب، اکرن کي چورڻ يا آواز ڪرڻ ۾ ڪم ايندڙ نشاني "زبرَ، زيرِ ۽ پيش ُ" وغيره. اِعرابُ- ماترا.

▬ حَرڪتباز ۽ حَرڪتبازَ: ذ. صفت. حرڪت ڪندڙ. حرڪتي - شرير - ڪِڇِلو - زيان ڪار. حرفتي.

▬ حَرڪتبازي ۽ حَرڪتبازيُون: ث. حرڪت - چُر - ڪينچل - مَستي - ڪثونس - شَرارت.

▬ حَرڪتَ ڏِيَڻُ: لوڏڻ - چورڻ - زيروَن زَبروَن ڏيڻ.

▬ حَرڪتَ ڪَرَڻُ: لوڏڻ - چورڻ - هلائڻ. چُر ڪرڻ - شرارت ڪرڻ. قصور ڪرڻ - خطا ڪرڻ - ڏوھ ڪرڻ. حَرَجُ ڪرڻ - زيان ڪرڻ - نقصان ڪرڻ.

▬ حَرڪَت ۾ بَرڪت هُئڻ: ڪم ڪرڻ سان ئي فائدو ٿيڻ - محنت جو ڦل ضرور حاصل ٿيڻ.

▬ حَرڪتي ۽ حَرڪتِي: ذ. صفت. حرڪت ڪندڙ - چُرپُر ڪندڙ - بي صبر. مَستي ڪندڙ - مَستي خور - چُر ڪندڙ - مسخرو - ٻئي ڪي ڪاوڙائيندڙ. لُچو - ڪينچلو - زيان خور - نقصان ڪار. چالاڪ - ٺڳ.

● حَرَمُ ۽ حَرَمَ: ذ. ع. [حَرَمَ = هُن منع ڪئي] ممنوع - بند ٿيل - روڪيل - پوتر - پاڪ - مُقدس. آها جاءِ جتي گناهن ڪرڻ جي منع آهي - ڪعبةالله شريف جي چوديواري - حاطو. ادب جي جاءِ. (ف) نڪاح ۾ آيل عورت - زال - گهرواري. اندرين جاءِ - خلوت گاھ - زنان خانو - زال لاءِ مخصوص ڪيل ڪوٺي.

▬ حَرَمُ خانو ۽ حَرَمُ خانا: ذ. زنان خانو - حَرَمَ سراءِ.

▬ حَرَمسراءِ ۽ حَرَمسرائُون: ث. بيگمات يا زالن جي رهڻ جي جاءِ - حَويلي - زنان خانو - ديرو - حَرَمُ.

● حِرمانُ: ذ. [ع] مايوسي - نااميدي - محرومي - بدقسمتي.

● حُرمَتَ ۽ حُرمَتُون: ث. [ع] احترام - آدَرُش - عزت - شانُ - مانُ - آبرو. وڏائي - عظمت - اقتدار - شَرَفُ - رُتبو - تعظيم - پاڪائي - برڪت - حَقُ.

▬ حُرمَتُ ڪَرَڻُ: عزت ڪرڻ - تعظيم ڪرڻ.

● حَرِميرو: ذ. ٻساري وڪر جو هڪ قسم (جو دوا طور ڪم اچي) - حرمو - هرمَلُ.

● حَرمَلُ: ذ. هَرمَلُ. ڏسو "حَرِميرو".

● حَرميلو ٻُوٽي: ذ. ٻُوٽيءَ جو هڪ قسم (ٻائيءَ جي پَرَ تي ٿئي ٿي، ٻَن ٻيڊ جي ٻَنن والڪر - انهيءَ ۾ ڪير ٿئي ٿو، جو دوائن ۾ ڪم اچي ٿو).

● حَرَمَين: اسم خاص. [ع] حَرَمَ جو عدد تثنيه يعني مَڪّه مُعظمه ۽ مدينه مُنوره جا ٻه حرم.

● حَروائي: اسم خاص. مزاري بلوچن جو هڪ قبيلو (جو رستمائين جي هڪ شاخ آهي).

● حُرُوفَ: ذ. [ع. حَرفَ جو جمع] حَرفَ - اکرَ.

▬ حُرُوف تَهَجّي: ذ. 'الف - ب' جي اکرن جي صورت - هر ٻوليءَ جا ابتدائي مفرد اکر - الفا ٻيٽ.

▬ حُرُوفِ مُرَڪّبُ: ذ. اهي لفظ جيڪي ٻن يا وڌيڪ لفظن منجهان ٺهيل هجن.

▬ حُرُوفِ مُفرَدُ: ذ. حُروف تَهَجّي جي اکرن منجهان هرهڪ اکر "الف - بي" جو هرهڪ جدا جدا اکر.

● حَريا: ث. اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● حُرّيَتَ: ث. [ع. حُرّ = هو آزاد ٿيو] غلاميءَ کان پوءِ حاصل ڪيل آزادي - آزادي.

● حَرِيرُ: ذ. [ع] پَٽُ - ريشم - سلڪ. سٽيءَ مان ٺهيل هڪ خاص ڪپڙو. اهو ماڻهو جيڪو غصي ۽ غضب سان جهٽ پٽ گرم ٿي وڃي.

▬ حَرِيرِي ۽ حَرِيرِي: ذ. صفت. پَٽَ جو - ريشمي - سلڪي - ريشم وارو - سِلڪَ وارو. ريشم وڪڻندڙ - پاٽولي. ابو محمد قاسم بن علي بصري، عربي جي هڪ وڏي اديب ۽ مصنف جو لقب. سندس مشهور تصنيف "مقامات حريري".

● حَرِيصُ ۽ حَرِيصَ: ذ. صفت. [ع. حَرِصَ = هن لوڀ ڪيو] لالچي حرص وارو - حيرصي - لوڀي - هيچي - طمعي - ٻُڪي - گهڻَ ڪائو - پيٽو ڙو.

● حَرِيْفُ ۽ حَرِيْفَ: ذ. صفت. [ع] ماڳئي ڳالهه ڳالهائي وارو- هم پيشه. دشمن - بد خواه - رقيب. هوشيار - ڏاهو - سياڻو - ڳاهو - چالاڪ - خبردار - ڄاڻو. مقابلو ڪندڙ - مخالف - مُقابل - حرفت وارو - اٽڪلي - چالاڪ - هُنرمند. جوارين جي اصطلاح ۾ ڄاڻو جُواري. بدمعاش - ٺڳ - مڪّار - لُچ.

● حَرِيْمُ: ذ. [ع] منع ڪيل حد - گهر جي چار ديواري. ڪعبةالله جي ٻاهرين ديوار - گهر - مَڪانُ.

● حِزْبُ ۽ حِزْبَ: ذ. [ع. حَزَبَ = هن ورهايو] ماڻهن جو ميڙ - جٿو - گِروهه - ڏَرِ - ٽولو - جماعت. هٿيار. وِرد يا وظيفي جو روزانو مقرر حصو - قرآن ڪريم جو سٺيون حصو.

- حِزْبُالاحْرارِ: ذ. آزاد ماڻهن جي جماعت.

- حِزْبُاللهِ: ذ. الله وارن جي جماعت - الله جي بندگي ڪرڻ وارو - فرمانبردار ٽولو.

- حِزْبُ مُخالِفُ: پارليامينٽ يا اسيمبليءَ ۾ حڪومت جي مخالف ڌُر.

● حِزْقِيلُ: اسم خاص. [ع] حِزْقِيْلُ. يهودين جي هڪ پيغمبر جو نالو (توريت جو هڪ ڪتاب انهيءَ جي نالي تي آهي).

● حِزْقِيْلُ: اسم خاص. [ع] ڏسو "حِزْقِيلُ".

● حَزْمُ ۽ حَزْمَ: ذ. [ع. حَزُمَ = هو پڪو پختو ٿيو] خبرداري - احتياط - تياري - آسادگي - عاقبت انديشي.

● حُزْنُ: ذ. [ع. حَزَنَ = هو ڏُکويو] ڏُکُ - رَنجُ - صدمو - درد - غم - افسوس - ملال. ڳڻتي - ڪُوندر.

- حَزِيْنُ: ذ. صفت. دردمند - غمگين - ڏُکويل - مَلُولُ - رَنجيده - رَنجايل.

● حِسُّ: ث. [ع. حَسَّ = هن محسوس ڪيو] حواس مان ڄاڻڻ جي طاقت - ڇُهڻ جي طاقت - سَهَڻ جي طاقت - ڄاڻڻ جي قُوّت. ڪنهن اثر جي قبوليت جو جذبو - احساس. ڇُهڻ جو حَواس - اندري. (جمع حواسُّ). جذبو - جُنبش - حرڪت.

- حِسُّ باطِنِي: ث. دلي احساس - ضمير جو حِسُّ.

- حِسُّ ظاهِرِي: ث. ڏسڻ، ٻُڌڻ، سُنگهڻ - چکڻ ۽ ڇُهڻ جو هرهڪ ظاهري احساس.

- حِسُّ مُشْتَرَڪُ: ث. دماغ ۾ حواسن جي معلومات گڏ ڪرڻ جي طاقت. عقل - فهم - سمجهه - پروڙ.

● حِسابُ ۽ حِسابَ: ذ. [ع. حَسَبَ = هن ڳڻيو - هن ليکو ڪيو] ليکو - ڳاڻيٽو - ڳڻپ - شمار - تخمينو - اندازو - جاچ - ٺڙتال. انگن جو علم - علم رياضي - حساب ڪتاب - انگي حساب (زباني حساب - سليٽي حساب). اگهه - قيمت - ارغ - بها - قاعدو - ڍنگ - طور - طرح - لمولو. جيئن: "هتي جو حساب الائي ڪهڙو آهي؟". ميزان - جوڙ - معاملو - فرق. ڦيرڦار. نقص - رلڊڪ. خرابي - حرڪت. ڀُلَ - چوڪ - غلطي. جيئن: "ليکي ۾ ڪجهه حساب ڦي پيو آهي". ڀلو - ڏيتي ليتي. رقم - پئسا - ڏوڪڙ. جيئن: "پنهنجو حساب هرڪو وٺندو وڃي." جِنُّ ڀُوت جو اثر - لڳت جي بيماري - سحر - جادو. جيئن: "هن کي ڪجهه حساب ٿي پيو آهي".

- حِسابُ بي باقُ ڪَرَڻُ: حساب چُڪائڻ - ڏيتي ليتي صاف ڪرڻ - اڳيون پويون حساب صاف ڪرڻ - ڪجهه به باقي نه ڇڏڻ.

- حِسابُ پَتِجَڻُ: حساب جو جواب پُڄائڻ - حساب ڪرڻ.

- حِسابُ پُڇَڻُ: حساب پڇڻ لاءِ چوڻ.

- حِسابُ جَو جَو ڪَرَڻُ: ذري پُرزي جو حساب ڪرڻ

"بخشش سَو سَو حساب جَو جَو."

- حِسابُ جوڙڻُ: جوڙ لڳائڻ - ٽوٽل ڪرڻ - گڏ ڪرڻ.

- حِسابُ چَڪاسَ: لکتل حساب جي جانچ جوچ - چَڪاسَ.

- حِسابِدانُ ۽ حِسابِدانَ: ذ. صفت. ليکي ۾ هوشيار - حسابن جو ڄاڻو - ماهر - قابل.

- حِسابُ ڏِيَڻُ: ليکو ڏيڻ - وَهنوار ڏيڻ - ليکو صاف ڪرڻ لاءِ ڏيڻ - رقم ڏيڻ - عوضو ڏيڻ. ڪم جي جوابداري سونپڻ - چارج حوالي ڪرڻ. جواب ڏيڻ. لوڙڻ - نتيجو پوڳڻ.

- حِسابُ رَکَڻُ: ڏيتي ليتي رکڻ - ڪنهن جو وهنوار رکڻ. (حساب) داخل ڪرڻ. واسطو رکڻ.

- حِسابُ ڪِتابُ ۽ حِسابَ ڪِتابَ: ذ. ليکو چوکو - ڏيتي ليتي - ڏِنو وَرتو. وهنوار - ڪندو - پيتو. لاڳاپو - واسطو - ميلاپ. جيئن: "فلاڻي سان حساب ڪتاب رکيو اٿم".

- حِسابُ ڪَرَڻُ: ڳڻپ ڪرڻ - ليکو ڪرڻ - رقمن جو جوڙ ڪرڻ. وهنوار ڪرڻ - بي باق ڪرڻ.

- حِسابَ ڪان ٻاهِر: بي شمار - بي حَدّ - بي انداز - ڳاڻيٽي ڪان ٻاهر.

- حِسابُ ڪَنگهَڻُ: حساب ڏيڻ - ليکو ڪرڻ.

- حِسابُ لَڳائِڻُ: اندازو لڳائڻ - حساب ڦهلائڻ - تخمينو ڪرڻ.

- حِسابَ ۾ اچَڻُ: پڇاڻي هيٺ اچڻ. جيئن: "رب جي روبرو هرڪو حساب ۾ ايندو."

- حِسابُ ۾ جَمَعُ ڪَرائِڻُ: کاتي ۾ رقم چڙهائڻ.

- حِسابَ ۾ نَہ هُئَڻُ: ڪابہ حيثيت نہ رکڻ - ڪنهن بہ ڳاڻاٽي يا شمار ۾ نہ هئڻ.

- حِسابُ نَہ لَڳَڻُ: ٻيلو نہ لڳڻ - ياد گيري نہ پوڻ.

- حِسابُ وَٺَڻُ: ليکو وٺڻ - وهنوار وٺڻ - گذريل خطا يا گهٽتائيءَ جو حساب چڪائڻ - بدلو وٺڻ - انتقام وٺڻ.

- حِسابِي ۽ حِسابِيِ: ذ. صفت. حساب وارو - حساب پڄڻ جو ماهر - حساب جو - حساب ڄاڻندڙ - رياضي دان. ليکو ڄاڻندڙ - حساب ڪتاب سنڀاليندڙ - اڪائونٽي - ليکاري - ڪاڳري - منشي - ديوان. پُوت يا جِنّ" جو ورتل ماڻهو. جوتشي - نَجُومي.

- حِسابِي حِسابُ: ظرف. ليکي سان - حساب سان - وهنوار سان. حساب ۾ ٿيل غلطي مدارڻ ۽ ان جو عوضو پوري ڏيڻ جو اقرار (واپاري اڪثر رقم جي پهچ وقت لکندا آهن تہ: "ڀُل چوڪ حسابي حساب" يعني جيڪڏهن ڪابہ ڀُل چوڪ ٿي هوندي تہ پوري ڏيڻ ۾ ايندي).

● حَسّاسُ ۽ حَسّاسَ: ذ. صفت. [ع. حَسّ = هن محسوس ڪيو] محسوس ڪندڙ - ڇُهڻ سان معلوم ڪندڙ - ٿوري ذري بہ محسوس ڪرڻ وارو - سالم حواسن وارو. هوشيارُ - داناءُ - يڪدم اثر وٺڻ وارو.

- حَسّاسِيَّتَ: ث. جلد محسوس ڪرڻ جي قُوّتَ.

● حُسامُ: ث. [ع. حَسَمَ = هن ڪپيو - هن محروم ڪيو] تيز خنجر - ترار - تلوار - شمشير - سرواهي.

● حَسّانُ ۽ حَسّانَ: ذ. [ع. حَسُنَ = هو موچارو ٿيو - هو سهڻو ٿيو] تمام سنو - بهتر. عقلمند. (اسم خاص). حضرت حَسّان بن ثابت انصاري حضور صلي الله عليه و سلم جن جي ڪچهريءَ جو شاعر ۽ سندن مدح خوان).

● حَسَبُ: ظرف. [ع] مُوجِب - مُوافِق - ڪافي - سارو - پٽاندر - مطابق. جي سبب - جي ڪري. ان موجب - تنهن ڪري - تنهن موجب.

- حَسَبِ اِتِّفاق: ظرف. اتفاقاً - اوچتو - ناگهان - اتفاق سان - جنهن جو توقع يا امڪان نہ هجي.

- حَسَبِ اِرشاد: ظرف. حڪم موجب - ارشاد پٽاندر - چوڻ سارو.

- حَسَبُ الاَمْرِ: ظرف: حڪم موجب - چوڻ موجب - حڪم سان.

- حَسَبُ الاِمڪان: ظرف. جيترو ٿي سگهي.

- حَسَبُ الحُڪْمِ: ظرف. حڪم موجب - حڪم مطابق.

- حَسَبُ فَرْمائِشْ: فرمان موجب - فرمان مطابق.

- حَسَبُ المُراد: ظرف. مرضيءَ يا خواهش موجب.

- حَسَبِ توفيق: ظرف. پنهنجي حيثيت آهرَ. پُڄنديءَ سارو. خدا جي هدايت موجب.

- حَسْبِ حَال: ظرف. حال سارو. وقت سارو. قاعدي موجب - حالت پٽاندر.
- حَسْبِ دَسْتُور: ظرف. دستور موجب - قاعدي موجب. اڳين وانگر. هميشه وانگر - هلي چلي موجب.
- حَسْبِ ذَيْل: ظرف. هيٺين موجب - هيٺ لکيل موجب - هيٺين احوال موجب - جيئن تہ - جهڙوڪ.
- حَسْبِ ضَابِطَہ: ظرف. قاعدي موجب. ضابطي موجب - قانون مطابق - دستور موجب - حسب دستور.
- حَسْبِ عَادَتْ: ظرف. عادت موجب - دستور موجب - عام رواج موجب.
- حَسْبِ قَاعِدَہ: ظرف. قاعدي موجب - قانون مطابق - حسب دستور.
- حَسْبِ قَانُون: ظرف. قانون موجب - قاعدي موجب - حسب دستور.
- حَسْبِ مَعْمُول: ظرف. حسب دستور - عام دستور موجب - عام طرح - معمول موجب.
- حَسْبِ مِقْدَارُ: ظرف. حيثيت موجب - حيثيت آهر - پُڄت سارو - طاقت آهر - وس آهر.
- حَسْبِ مَنْشَا: ظرف. خواهش ۽ ارادي موجب - تمنا موجب - حسب مراد - دل جي گهُر مطابق.
- حَسَبُ ۽ حَسَبَ: ذ. [ع. حَسَبَ = هو شريف زاد و ٿيو] شجرو - ڳڻپ - شمار - انداز. خاندان جو سلسلو - خانداني شجرو - اصل نسل - نَسب - پيڙهي. نُک - ذات - پاڙو - قبيلو - طريقو - عزّت - مان شان - لياقت - درجو.
- حَسَبُ نَسَبُ: ذ. خانداني سلسلو - بُڻُ بنياد - ذات پات - اصل نسل - شجرو - ڪَڙم - قبيلو - نُک. ڏاڏاڻڪو ۽ ناناڻڪو (بنياد).

● حَسَدُ ۽ حَسَدَ: ذ. [ع. حَسَدَ = هن ساڙ ڪيو] بدخواهي - مَٺَ گهرائي - وروڌ - وير - دشمني - عداوت - پيائي. ساڙُ - پَچُ - ڪامَ - زَنگُ - جَلُ.
- حَسَدُ رَکَڻُ: دشمني رکڻ - سڙڻ - پچڻ - جلڻ - نہ سهڻ.

● حَسْرَتَ ۽ حَسْرَتُون: ث. [ع. حَسِرَ = هن ٿڌو ساهہ کنيو] ڪنهن شيءِ نہ ملڻ جو افسوس - پشيماني - پڇتاءُ - ندامت - شرمندگي - ارمان - غم. اميد - آرزو - تمنا - شوق - سَڌَ - چاهہ - هَوَسُ - آتساهہ.
- حَسْرَتْ آلُودُ: ذ. صفت. غم وارو - غمگين - ارمان ڀريو - وڏي افسوس وارو.
- حَسْرَتْ انگيز: ذ. صفت. حسرت آڻيندڙ - ارمان پيدا ڪندڙ.
- حَسْرَتْ باقي رَهڻ: ار مان رهجي وڃڻ - دل ۾ رهجي وڃڻ.
- حَسْرَتْ ڀَريو: ارمان وارو - شوق سان ڀريل.
- حَسْرَتْ ڀَريُون نِگاهُون: ڏک ۽ ارمان سان ڀريل نگاهون.
- حَسْرَتْ جُون هَنجُون هَارَڻُ: رنج ۽ غم جو اظهار ڪرڻ. پنهنجي قسمت کي روئڻ - ناڪاميابيءَ جي شڪايت ڪرڻ.
- حَسْرَتْ پُوري ڪرڻ: دل جو ارمان ڪڍڻ - خواهش يا آرزو پوري ڪرڻ.

حَسْرَتْ زده: ذ. صفت. غم جو ماريل - ڏُک ڀريل.

● حَسَنُ: ذ. صفت. [ع. حَسُنَ = موچارو ٿيو] سٺو - چڱو - ڀلو - عمدو - سهڻو - خوبصورت. (اسم خاص). حضرت عَلي جن جي فرزند ارجمند جو نالو، جن جي وفات زهر ملڻ سبب ٢٨ صفر ۴۷ هجريءَ ۾ ۴۷ ورهين جي ڄمار ۾ ٿي.
- حَسَنِي: ذ. صفت. حضرت امام حسن جن جو اولاد.

● حُسْنُ ۽ حُسْنَ: ذ. [ع. حَسُنَ = هو موچارو ٿيو] چڱائي - ڀلائي - سٺائي - خوبي - عمدگي. خوبصورتي - سهڻائي - سلوڻائي - جمال - سوڀيا - سونهن - جوڀَنُ - روپ - سنهرتا - دلرُبائي. نزاڪت - زينت - رونق - رنگ - سينگار.
- حُسْنِ آرا: سونهن وڌائڻ واري - حسن جو شان وڌائڻ واري.

- حُسْنِ آخْلاقُ: لڇڻن جي خوبي - سٺا لڇڻ.
- حُسْناکُ: ذ. صفت. حُسْن وارو - سُهڻو - مَلُوڪ - سُنْدَر.
"عبداللطيف چئي پرين اسان جو هميشه آ حسناڪ" (شاھ).
- حُسْنِ اِنْتِظامُ: بندوبست جي خوبي - سهڻو بندوبست.
- حُسْنِ بَيانُ: خوش بياني - وڻندڙ ۽ اثر واري تقرير.
- حُسْنِ تَدْبِير: ث. سهڻي اٽڪل - سٺي تدبير - سهڻي رٿ يا تجويز - سهڻي صلاح - عمده مشورو.
- حُسْنُ پَرَسْت: ذ. صفت. عاشق مزاج - حُسن کي پسند ڪندڙ.
- حُسْن خُلْق: نيڪ مزاج - سُٺي طبعيت - نيڪ طبعيت.
- حُسْن سُلُوڪُ: سهڻي رَوِش - سُٺو برتاءُ.
- حُسن راھ: ث. نيڪ خيالي - چڱي راھ - سُٺي راھ.
- حُسْن صَبِيْحُ: ذ. اڇو رنگ - نهايت دلڪش يا اعليٰ حُسن - گوراڻي - گوراڻ.
- حُسْنِ طَلَب: ث. تمام سهڻي نموني سان ڪنهن شيءِ لاءِ ڪيل گهُر يا طَلَبَ - گهُرڻ جو سهڻو طريقو.
- حُسْنِ ظَنّ: ذ. سهڻو گمان - نيڪ خيال - ڪنهن لاءِ چڱو خيال رکڻ.
- حُسْن مَلِيْح: ذ. سانورو يا ڪڻڪ رنگو حُسن.
- حُسْنِ يُوسُفُ: ذ. حد درجي جي سونهن - تمام وڏو حُسن.

● حَسْنائي: اسم خاص. تعلقي جوهي ۾ هڪ ديهه جو نالو. چانڊين بلوچن جو هڪ قبيلو.

● حَسَنْجو: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (اڪثر نوابشاهه ۽ حيدرآباد ضلعن ۾).

● حَسَنَعَلِي: اسم خاص. تعلقي سنجهوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● حَسْنِي: اسم خاص. کيتران بلوچن جو هڪ قبيلو.

● حُسْنِيٰ: سهڻي ۾ سهڻي عورت - بيحد سهڻي عورت. (ٿالي طور ٿڻ ڪم اچي).

● حَسَڻ واهڻُ: اسم خاص. تعلقي ڏوڪريءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● حَسَڻ وَڳڻ: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● حَسِيبُ ۽ حَسِيْبَ: ذ. صفت. [ع. حَسَبَ - مان ڪڍيو] حساب وٺندڙ - چڱي حسب نسب وارو - بزرگ. خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

● حَسِيْنُ ۽ حَسِيْنَ: ذ. صفت. ڏسو "حُسْنُ". سهڻو - حسن وارو - سولڇڻو وارو - سوپياوان - خوبصورت - خوبرو - سُندر - مَلُوڪ - جميل - شڪيل - سنو - وڻندڙ - سينگاريل.
- حَسِيْنُ و جَمِيْلُ: ذ. صفت. تمام سهڻو - نهايت خوبصورت.
- حَسِيْنَہ: ث. صفت. خوبصورت عورت - حسن واري عورت - سهڻي - سوپيا واري.

● حُسَيْنُ: ذ. حضرت عَلي ڪرم الله وجهه جن جو ٻيو فرزند، جنهن ١٠ محرم الحرام سنه ٦١ هجريءَ ۾ شهادت پاتي.
- حُسَيْنِي ۽ حُسَيْنِيَ: ذ. صفت. حضرت امام حُسين جو - حضرت امام حُسين جو پيروڪار - حضرت امام حُسين جو اولاد.

● حُسَين پور: اسم خاص. تعلقي ميرپور بٺوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● حُسَيْنِي: اسم خاص. [ع] فارسي راڳن جي ٻارهن نغمن يا سُرَن مان ٻئي نمبر سُرَ جو نالو - سج اڀرڻ کان ٽهر سج تائين سرائجي. شاھ جي رسالي ۾ سسئي جي سُرن مان هڪ سُر جو نالو. هڪ راڳڻيءَ جو نالو. فقيرن جو هڪ قسم - کاٺ پالڻ. هڪ ذات جو نالو.
- حُسَيْنِي راڳ ڪرڻ: ساڳي ڳالهه وري وري ڪرڻ.

● حَشَاشُ بَشَاشُ: صفت. نهايت خوش - کِلمُک - گدگد - مَسرور - حد کان وڌيڪ خوش.

● حَشَامُ ج حَشَامَ: ذ. [ع. حَشَمَ = هن شرمايو- هن دبايو] انبوهه- ميڙ- ميڙاڪو- پيِهَه (ماڻهن جي). لشڪر- خلق. غلغلو- گهمسان- شور- غوغاء- هُل- بکيڙو- ورلاپ- آهون دانهون- آهه و زاري. (صفت). تمام گهڻا- بي انداز- بِ ڪَٽ.

● حَشَرُ ج حَشَرَ: ذ. [ع. حَشَرَ = هُن ڪٺو ڪيو] گڏ ٿيڻ جي حالت- گڏجاڻي- وري جيئرو ٿي اُٿڻ جي حالت (قيامت ۾). مسلمانن جي عقيدي موجب پروردگار دو عالم هن دنيا کي صور اسرافيل جي آواز سان تباهه ڪري هرهڪ ساهه واري کي جيئرو ڪري، ان ڪان سندس عملن جو حساب وٺندو. هن سڄي عمل کي حَشر جو نالو ڏنو ويو آهي. قيامت- قيامت جو ڏينهن- مَحشَر- روزِ محشر. هُل- گوڙس گهمسان. پِٽَ- پِٽڪو- ماتم- واويلا- روڄ- راڙو. مُحَرّم جي ڏهين تاريخ. حضرت امام حُسين جي شهادت جو ڏينهن.

- حَشَرُ بَرپا ڪَرڻ: گوڙ گهمسان ڪرڻ. مصيبت ڪڙي ڪرڻ- فساد مچائڻ.

- حَشَرُ مَچائِڻُ: زور سان روئڻ- روڄ راڙو ڪرڻ- هُل هنگامو ڪرڻ- دانهون ڪرڻ- واويلا مچائڻ- ماتم ڪرڻ- گوڙ گهمسان ڪرڻ.

- حَشرِي ج حَشرِيون: ث. واويلا- ماتم- حشر- بد نامي- رُسوائي.

- حَشرِي لائِي ڏِيَڻُ: ڏاڍو تنگ ڪرڻ- بدنام ڪرڻ- رُسوا ڪرڻ.

● حَشَراتُ: ذ. [ع. حَشَرَةٌ = جيتُ] حَشَرَةٌ جو جمع. سُرندڙ جيت- سرڻا جهڙوڪ: "ڪيئان، نانگ، بَلائُون، ماڪوڙيُون، ڏِيئڊڻ وغيره." (برسات ۾ پيدا ٿيندڙ ۽ زمين ۾ ٽُنگ ڪري رهندڙ جيِتَ).

- حَشَراتُ الارض: ذ. زمين جا جيت جهڙوڪ: "ماڪوڙا، نانگ، بَلائُون، پِتُون، گوهون، نوريئڙا ۽ ڪِوُئا وغيره."

● حَشَمُ: ذ. [ع. حَشَمَ = هن دبدبو رکيو] نوڪر چاڪر- خدمتگار- همراهه- عَملو- اٿالو- سُواري. مُرَڪَّبات ۾ "جاهه" سان گڏ استعمال ٿئي، جيئن: "جاهه و حَشَم".

● حَشمَتَ ج حَشمَتُون: ث. [ع] دبدبو- رُعب تابُ- نوڪرچاڪر ۽ خدمتگارن جو اٿالو. نوڪرچاڪر- عَملو- اٿالو- فوج- لشڪر. اسباب- سازوسامان. وڏائي- عظمت- بزرگي- مرتبو- شان- اقبال. آب- مانُ- شوڪت- تُومان- تيجُ- تَتُ- پِيڪو- ڏَيا- ادَ نَبَرُ- ڏام ڏوم. مُڙسي- هِمّت- بهادري- مَٽيا.

- حَشمَتَ وارو ج حَشمَتَ وارا: ذ. صفت. دبدبي وارو- رعب وارو- طاقتمند- عزت وارو.

- حَشمَتَ وارو هُئَڻُ: همّت وارو هئڻ.

- حَشمَتَ و يهارَڻُ: رُعب وِيهارڻ- جَمَت ڪرڻ- دهشت يا ڏکو ويهارڻ- دبدبو رکڻ.

- حَشمَتِي ج حَشمَتِي: ذ. صفت. دبدبي وارو- زور وارو- جمت وارو- رعب تاب وارو.

● حَشو ج حَشا: ذ. [ع. حَشا = هن ڀريو] وِهاڻي جو ڀرڻ. ڀرڻ جي شيء- ڀرتي. ڀرتي وارو ڪَلام- زائد شعر يا ڪلام. بيهودو ڪلام.

● حَشِيشُ: ث. [ع] لشيدار ٻوٽي جو هڪ قسم- ڀَنگَ- سائي ٻوٽي.

● حِصارُ ج حِصارُون: ث. [ع. حَصَرَ = هُن گهيرو ڪيو] حاطو- چوڌيواري- جنگلو- لوڙهو. شهر پناهه- ڪوٽ- قِلعو.

● حِصو ج حِصا (حِصَصُ): ذ. [ع. حِصَةٌ: حصّ > حِصةٌ = ڪَٽڻُ، وِرهاست ڪرڻ] ڀتي- ڀاڱو- ٻخُرو- ٽُڪرو. وَنڊ- وِرڇ- وِرهاست- وِنڊي- ڦانڊ ٿِي- تقسيم- وِرهاڱو.

- حِصا ڪَرَڻُ: ڀاڱا ڪرڻ- ٽُڪرا ڪرڻ- وِرهائڻ.

- حِصائِتو ج حِصائِتا: صفت. ظرف. حصي وارو- حصي سان- ڀتيان ڀتي- ڀاڱي سان- وِرڇ موجب- ورچائتو- ڀاڱائتو- حِصن ۾- ڀاڱن ۾.

- حِصّي پائِي ج حِصّي پائِي: ذ. ڀتيارُ- ڀتيدارُ- پائيوارُ- حِصيدارُ- وِرڇدارُ- وَنڊ يارُ.

- حِصيدارُ ۽ حِصيدار: ذ. [حِصو + دار (داشتن جو امر)] حِصي پائي - حصو رکندڙ - ڀائيوار.
- حِصيداري: ث. ڀائيواري - ڀتياري - شراڪت.
- حِصي رَسي: ث. هڪجهڙي حِصي سان - حِصي رسد - حِصي سارو. انڪي حسابن جي طريقن منجهان هڪ طريقو.
- حِصي رَسَدُ: حِصي سان - ڀتيءَ سارو - ڀاڱي ۾ - ٽڪرن ۾. ڀتين رستي (ڀڇ). برابر سان - هڪجهڙي حِصي سان - حِصي موجب - ڀاڱي رُوءِ.
- حِصيرو ۽ حِصيرا: ذ. صفت. حِصي وارو - حصو وٺندڙ - حصيدار - ڀاڱيوارُ - ڀائيوارُ - ڀاڱي ڀائي. ظرف. حِصي رسد - حصن ۾ - ڀاڱن ۾ - ڀاڱي سان - نسبت سان.
● حُصُولُ: ذ. [ع. حَصَلَ = حاصل ٿيو] حاصل ٿيل - پيدائش - آمدني - آپت - حاصلات. فائدو - نفعو.
- حُصُولُ ٿيَڻُ: حاصل ٿيڻ - نصيب ٿيڻ.
● حَضَرُ ۽ حَضَرَ: ذ. [ع. حَضَرَ = هو حاضر ٿيو] حاضر رهڻ جي حالت - روبرائي - موجودگي - وطن جي رهائش - هڪ جڳهه جو قيام (ضد = سفر).
● حَضْرَتُ ۽ حَضْرَتَ: ذ. صفت. [ع. حَضَرَ = هو حاضر ٿيو] حاضر - موجود - روبرو. بزرگن ۽ بادشاهن لاءِ تعظيم جو لقب - جهڙوڪ: "حضور، قبلا، سڳورو، مانوارو، حضور اعليٰ، جناب اعليٰ، عزت مآب وغيره."
● حَضَرَ مُوتُ: اسم خاص. [ع] عربستان ۾ عمان ۽ يمن جي وچ واري هڪ صوبي جو نالو.
● حُضُورُ: ذ. [ع. حَضَرَ = هو حاضر ٿيو] جنهن جي اڳيان حاضر ٿجي. حاضر ٿيل - موجود - حاضر - روبرو - سامهون. ڪنهن بزرگ يا حاڪم جي تعظيم لاءِ ڪم ايندڙ لفظ - جهڙوڪ: "حضرت، قبلا، مخدوم، سائين، سڳورو، ڏڻي، آقا، سردار، مهاراج، آن داتا". حاضري - موجودگي - روبرائي. دربار - ڪچهري - مجلس. جيئن:

"سائين جن جي حضور ۾ اچي پهتو آهيان". هستي - حشمت. آري ڄام جي دربار

"تون وڃين هوت حضور،
منهنجو جيئڻ جيلاهين ٿئي."
(شاهه).

- حُضُورَ ۾: ظرف. موجودگيءَ ۾ - حاضريءَ ۾ - خدمت ۾ - درگاهه يا دربار ۾.
- حُضُورِ اَعْليٰ: جناب عالي - جناب اعليٰ - حضور والا.
- حُضُورِ والا: جناب عالي - حضور اعليٰ.
- حُضُوري: ث. قُرب - لزديڪي - ويجهڙائي - حاضري. صفت. حضور جو - حضور ۾ پهتل - واصل بالله. بادشاهي دربار يا ڪچهري.
● حَطَبُ: ث. [ع] ڪاٺي - لڪڙي. لَٽِ - لڪڻ. باهه ٻرڻي ٻلُ.
● حَطِيمُ: ث. [ع] ڪعبةالله جي ٻاهران اولهه طرف ڪان ڏنل هڪ پٽ - ڪعبه سان لڳ رهيل جاءِ جو ٽڪرو.
● حَظُّ ۽ حَظُ: ذ. [ع. حَظَّ = هو بختاور هو] سٺي قسمت - نصيب - ڀاڳ - بخت. خوشي - آنند - سَرَهائي - لطف - ذائقو - لذت - مزو - سوادُ.
- حَظُّ نَفْسانِي: ذ. حيواني خوشي - نفساني لذت.
- حَظُّ نه هُجَڻُ: مزو نه هجڻ - سواد نه هجڻ.
● حفاظت: ث. [ع. حَفَظَ = هن رکيو، هن بچايو، هن ياد ڪيو] يادگيري - حافظو - ذهن - سارَ - ياد - بچاءُ - سلامتي - پناهه - آڏ - آجهو - اولو - رکيا - خبرداري - نگراني - سماءُ - جاچ - سنڀال - نگهباني - چوڪسي.
- حِفَاظَتَ ڪَرَڻُ: سنڀال ڪرڻ - بچاءُ ڪرڻ.
● حِفْظُ: ظرف. [ع] ياد - برزبان - ازبر - ڪنٺُ - حفاظت - پناهه - رکيا.
- حِفْظُ اَمَنُ: ذ. امن جي حفاظت يا سنڀال.
- حِفْظُ صِحَتُ: ذ. تندرستيءَ جو بچاءُ - صفائيءَ جو بندوبست.
- حِفْظُ ڪَرَڻُ: ياد ڪرڻ (قرآن شريف).

- حِفظ ماتقدَّم: ذ. ڪنهن انديشي جو اڳواٽ ڪيل بچاءُ.
- حِفظِ مراتب: ذ. مرتبي جو لحاظ - درجي سارو عزّت (جهڙي حيثيت تهڙو برتاءُ).

● حَفيظُ ع حَفيظَ: ذ. صفت. [ع. حَفظَ = هن بچايو] سنڀاليندڙ - نگهبان - محافظ. خدا جو هڪ صفاتي نالو.

● حَقّ ع حَقّ: ذ. [ع. حَقّ = ثابت ٿيو] سَچُ - راستي - صدق - سچائي. صفت. صحيح - برابر - پورو - سچو. درست - ٺيڪ - بجا - ثابت - قائم - (ضد = باطل). لازم - لائق - واجب - حلال - جائز - مباح - روا. خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو. صوفين جي اصطلاح ۾ حقيقي وجود - خدا تعاليٰ. انصاف - عدل - نياءُ - فرض - ڊيوٽي - ذمي واري. عوضو - بدلو - اجرت - مزوري. حصو - ڀاڱو - ڀتي - انعام. زال جو مڙس - ڪانڌُ - ورُ. ظرف. واسطي - لاءِ - بابت. جيئن: ”الائي ڪنهن جي حق ۾ فيصلو ٿئي!“

- حَقّا: ظرف. ٺيڪ آهي - حق آهي - حقان - حق وٽان - خدا جي طرف - تحقيق

”حقان حق ٿِئوس، هئي طالب حَقّ جي“.
(شاهه).

- حَقّاً: ظرف. تحقيق - سچ پچ - يقيناً - سچ پچو ته - قسميه (قسم سان).
- حَقُ ادا ڪرَڻُ: فرض ادا ڪرڻ - نوڪري يا خدمت جو ڪم پورو ڪرڻ - ڪنهن کي پنهنجو سچو حصو ڏيڻ - حق ڏيڻ - فرض پورو ڪرڻ.
- حَقُ اللهُ: (هڪ ڪلمو) الله سچو - الله برحق.
- حَقّ اليَقين: ذ. سچو يقين - آها پڪي ڄاڻ، جا اکين ڏٺي مشاهدي کي (ڏسڻ)، پرجهڻ ۽ پروڙڻ سان حاصل ٿئي.
- حقّانو ع حقّانا: ذ. حق جي ڳالهه.
- حقّاني ع حقّاني: صفت. حق جو - حق وارو - حقيقي. صحيح - برابر - بلڪل پوري - درست - واجبي. سچي پچي - تحقيق.
- حقّانيت: ث. سچائي - صداقت - حقيقت.
- حقّائو ع حقّائا: ذ. حق وارو - حق جو - حقي - حقيقي. مڙس - ڀتار

”حقائو هت ٿيو، آءٌ هت ٻنديائي“
(شاهه).

- حقّائيتو ع حقّائيتا: ذ. صفت. حق وارو - حق جو - حقّي - صحيح - پورو. قانون جو - قانون وارو - باقاعدي - انصاف موجب.
- حقّ بجانب: ظرف. حق يا سچ جي پاسي هجڻ جي حالت.
- حَقُ بخشائڻُ: هڪ بد رسم موجب ڇوڪريءَ کي سڄي عمر ڪنواري رهڻ لاءِ قرآن شريف سان لائون ڪارائڻ - شادي نه ڪرائڻ. ستي جتي ڪري ويهارڻ.
- حَقُ بخشڻُ: ڇوڪريءَ جو نه پرڻجڻ - ڪنواري رهي وقت گذارڻ - ڇڙهي رهڻ. برهمچاري ٿي رهڻ.
- حَقُ بخشي ويهڻُ: بنا شادي عمر گذارڻ - نڪاح نه ڪرڻ.
- حَقُ بين ع حَقُ بين: ذ. صفت. انصاف ڪندڙ.
- حَقُ بي ناحَقُ: ظرف. بي انصافي سان - ڪُنياءُ سان. سواءِ ڪنهن ڏوهه جي - ناجائز طرح - بي سبب - هرو ڀرو - حقون بي ناحقون.
- حَقُ ٻوڙڻُ: حق غصب ڪري وڃڻ - بي انصافي ڪرڻ.
- حَقُ ڀڃڻُ: مڙس سان بي وفائي ڪرڻ - مڙس جو چيو نه وٺڻ.
- حَقُ تاليف: ذ. ڪنهن ڪتاب جي گڏ ڪرڻ جو حق.
- حَقُ تصنيف: ذ. مصنّف جو حق - ڪتاب لکڻ جو حق.
- حقّ تعاليٰ: تمام وڏو - خدا - خدا تعاليٰ - الله تعاليٰ.
- حقّ تلفي ع حقّ تلفيون: ث. حق مارڻ جي حالت - بي انصافي - حق ڦري وٺڻ جي حالت.

- حَق تهي: ظرف. سچ تي.
- حق پَرَسُتُ ۽ حَق پَرَسُتَ: ذ. صفت. خدا کي پوڄيندڙ. خدا جو مڃيندڙ. خداپرست. سچ کي پسند ڪندڙ. سچائيءَ سان هلندڙ. انصاف وارو. عادل.
- حَق پَرَسُتِيءُ: ث. حق جي مڃتا. خدا جي حڪمن جي پيروي. شريعت موجب هلڻ. سچائيءَ تي هلڻ جي حالت. انصاف - عدل.
- حَق پَسَنَدُ ۽ حَق پَسَنَدَ: ذ. صفت. انصاف پسند - سچ جو گهُرائو - سچار.
- حَق حَق ڪَرَڻُ: خدا جو نالو وٺڻ. انصاف ڪرڻ. عدل ڪرڻ.
- حَق حُقُوق: ذ. سڀ اختياريون - واسطا - لاڳاپا - ناتا. صحيح حق - حڪم احڪام - سڀ فرض.
- حَقدارُ ۽ حَقدارَ: ذ. صفت. حق وارو - حق رکندڙ - حقي - سچو مالڪ - اصل مالڪ - ذاتي - مالڪ - قبضيدار - واسطيدار - لاڳاپيدار.
- حقداري ۽ حقداريون: ث. واسطيداري - حق - ذاتي حصو.
- حَق رَسِيءُ ۽ حَق رَسِيُون: ث. انصاف - عدل يا نياءُ - پلئه پوڻ جي حالت.
- حَق شَرَعُ پَاڙَڻُ: مڙس جو پنهنجي نڪاح پٽي زال سان همبستر ٿيڻ.
- حَق شُفُعَهَ: پنهنجي گهر يا زمين جي پرواري گهر يا زمين جي خريد ڪرڻ جو سڀ کان وڏو حق. پاڙي واري جو حق. پَرِ واري جو حق.
- حَق شِنَاسُ ۽ حق شناسَ: ذ. صفت. خدا کي سڃاڻندڙ - حق سڃاڻندڙ - حق صحيح طرح ڪم آڻيندڙ - حق جو ڄاڻندڙ - حق بجا آڻيندڙ - عادل - مُنُصِفُ - انصاف وارو. قدردان - شڪرگذار - احسانمند.
- حَق شِنَاسِيءُ: ث. سچ جي سڃاڻپ - قورو ميڄ - احسانمندي - شڪرگذاري - قدرداني.
- حَق فِراموشُ: ذ. صفت. پٺي جو حق وساريندڙ - ناشناس - احسان فراموش - ٿورو نه مڃيندڙ.
- حق فِراموشِيءُ ۽ حَق فِراموشِيُون: ث. پٺي جو حق وسارڻ جي حالت.
- حَق فِروشِيءُ ۽ حَق فِروشِيُون: ث. بي ايماني - عدل ۽ انصاف کي رشوت وٺي وڪرو ڪرڻ - بي دياتني.
- حق ڪَرَڻُ: شادي ڪرڻ - انصاف ڪرڻ. عدل ڪرڻ - انصاف ڪرڻ.
- حَق گُذارُ ۽ حَق گُذارَ: ذ. صفت. انصاف ڪندڙ.
- حَق گو ۽ حَق گو: صفت. سچ چوندڙ - سچار.
- حَق گوئِيءُ ۽ حَق گوئِيُون: ث. سچ چوڻ جي حالت - سچ چئي ڏيڻ - سچائي - انصاف جو فيصلو. سچي شاهدي.
- حَق ۾: ظرف. جي باري ۾ - بابت - متعلق - جي طرف - واسطي - لاءِ - حمايت ۾ - فائدي ۾.
- حَق ۾ رَهَڻُ: بيوه عورت جو شادي نه ڪرڻ، بلڪ پهرئين مڙس جي حق ۾ گذارڻ.
- حَق مَارڻُ: ڪنهن جو حق گم ڪرڻ يا غَصَبُ ڪرڻ.
- حَق مُبِيِنُ: ذ. حَق يا سچ جيڪو پڌرو هجي.
- حَق ناحَق: ظرف. بي سبب - خواه مخواه - آهائي بَهاني - هرو پرو - آهِينئِي.
- حَق نَاشِنَاسُ: ذ. صفت. احسان فراموش - ناشڪر گذار.
- حَق نِمَڪ: ذ. نوڪري يا نمڪ خواريءَ جو حَق. اهو حَق جو مالڪ جو نوڪر تي هجي - وفاداري - دياتنداري - خيرخواهي.
- حَق وَنڊُ: پنهنجو حصو وٺڻ - پنهنجو آجورو وٺڻ.
- حَق وَڍَڻُ: ورثو ڦٻائڻ - حق غَصَبُ ڪرڻ - حقي ملڪيت کسي وٺڻ.
- حُقُوق اللّٰه: خداتعاليٰ جا حق جيئن ان کي "وَحدَهٗ لاشَرِيڪَ لَهٗ" ڪري مڃجي، ان جي عبادت ڪجي.

- حُقُوقُ الْعِبَادِ: انسانن جا حق - انسان جا انسان تي حق، ٻانهن جا حق.
- حَقُون لَاحَقُون: ظرف. واجب غيرواجب. هرحالت ۾ امان گهرڻ جي حالت
"رب" حقون نه رکي ناحقون نه رکي."
- حَقُون نَاحَقُون رَکَڻُ: بي انصافي ۽ ظلم کان پناهه ۾ رکڻ. بي ڏوهي هجڻ جي حالت ۾ نه ڪنهن سزا ملڻ کان امانُ گهرڻ.
- حَقِي: ذ. صفت. سچيءَ طرح. صحيح نموني ۾ - برابر حق - جائز نموني ۾ - واجبي - سچو - حقدار - انصاف وارو.
- حَقِيقِي: ذ. صفت. اصلي - سچو پچو - برابر - صحيح - حقيقت. علم لغت موجب، ٻنهنجي نهرايل ۽ مقرر ڪيل معنيٰ وارو لفظ.
- حَقِيقِي پَاءُ: ذ. سڳو پاءُ - ساڳي ماءُ پيءُ جو جاول ٻار.
- حَقِيقِي مُلْهه: ذ. سچو پچو اگهه يا قيمت.
- حَقِيي وارِثُ ۽ حَقِيي وارِثَ: ذ. شريعت موجب وارث. سچو پچو وارث.
● حَقَابو ۽ حَقَابَا: ذ. [ع. حَقّ + ف. آب = پاڻي = پاڻيءَ جو حق] ڍل جو هڪ قسم. جاگيردارن کان ٻوڪ لاءِ ڪم آندل پاڻيءَ جو ورتل مُعاوضو - پاڻيءَ جو حق.
● حِقَارَتَ ۽ حِقَارَتُون: ث. [ع. حَقَرَ = هو نيچ ٿيو] نيچائي - گهٽتائي - بُرائي - ڌڪارُ - نفرت - ڪراهت - بُڇان. ذلّت - خواري - بي عزتي - جُٺ ڦِٺ.
- حِقَارَتَ جي نظر سان ڏِسَڻُ: ٻئي کي ذليل ۽ خوار سمجهي، گهٽ تَوَجُّهه ڪرڻ - ڌِڪارڻ - نيچ ڪري سمجهڻ.
- حق داداڻي: اسم خاص. لاشاري بلوچن جو هڪ قبيلو.
● حُقْنُو ۽ حُقْنَا: ذ. [ع. حُقْنَهَ > حَقَنَ = هن پچڪاري هنئي] پيٽ صفا ڪرڻ جي هڪ پچڪاري. قبضي ڀڃيندڙ هڪ اوزار. مقعد کان پچڪاري ذريعي قبض ٽوڙڻ جو هڪ علاج جو نمونو.
- حُقْنُو ڪَرائِڻُ: پچڪاري سان پائخانو ڪرائڻ.
● حُقو ۽ حُقَا: ذ. [ع ف. حُقّةٌ = ننڍڙي پيتي] تماڪ وجهي ڇڪڻ لاءِ هڪ قسم جو (نڙ، گوءِ ۽ ٽوپيءَ جو) مانداڻو - گڙ گڙو - ننڍي چلم - دَٻي.
- حُقَا پَرَڻُ: چلم ڀاهي ڏيڻ - غلامي ڪرڻ - ذليل ٿي گذارڻ.
- حُقَائِي ۽ حُقَائِي: ذ. صفت. حُقي وارو - حُقي پيئڻ جو عادي - حُقو ڇڪيندڙ - حُقي پياڪ - تماڪ پيئندڙ - موالي - ٻانڌائي.
- حُقو تازو ڪَرڻُ: حُقي جو پاڻي بدلائڻ - نڙ ۽ گوءِ تي پاڻي وجهڻ.
- حُقو ٽِڪَڻُ: حُقو پَري ويهي پيئڻ. ڪم ڪار نه ڪرڻ.
- حُقو پاڻي بَند ڪَرَڻُ: برادري مان ڪڍي ڇڏڻ - تڪليف پهچائڻ.
- حُقو رَسائِڻُ (ڪ): حقو تيار ڪرڻ.
- حُقي بَرْدارُ ۽ حُقي بَرْدارَ: ذ. صفت. حقو جهليندڙ - حُقو يا چلم تيار ڪندڙ - گهٽ درجي جو نوڪر.
● حُقُوقُ: ذ. [ع] حَقّ جو جمع - برابر حصا - حَقّ - فرائِض - فَرض - سچا واسطا - قاعدا - ذميواريون.
● حَقِيرُ ۽ حَقِيرَ: ذ. صفت. [ع. حَقِرَ = هو نيچ ٿيو] حقارت جي لائق - نفرت جوڳو - گهٽ - ڪمتر - خسيس - نيچ - ادنيٰ - تمام ٿورو - خَفِيفُ - ڌِڪاريل - ذليل - خوار - غريب - مسڪين - ڪنگال - ٻڪيو - سُڃو - پِينگيو - بي ٻهچ - هيٺو - ڪمزور - ضعيف - لاچار.
- حَقِيرُ ڄاڻَڻُ: گهٽ سمجهڻ - ادنيٰ سمجهڻ - نيچ سمجهڻ.
● حَقِيقَتَ ۽ حَقِيقَتُون: ث. [ع. حَقّ = هو ٺيڪ هو] اصليّت - ماهيّت - اصل - جَڙَ - پيڙهه - بنياد - حالت - حال - ڪيفيت - ڀيدُ. سچي واقفيت يا معلومات - سچو احوال - سچي ڳالهه - سچائي - سُپت - صداقت. خبر - پروڙ - معلومات - ڄاڻُ - ڪهاڻي - ماجرا - بيان - احوال. حق - ملڪيت - حقداري. صوفين جي اصطلاح ۾ سلوڪ جي هڪ منزل.

- حَقِيقَتاً : ظرف. حقيقت ۾ - سچي طرح - صحيح نموني ۾ - سچ پچ.
- حَقِيقَتَ بِيِنُ ۽ حَقِيقَتَ بِيِنَ : ذ. صفت. اصليت کي جاچڻ وارو. حقيقت جاچڻ وارو. سچ سڃاڻندڙ. سچ پرکيندڙ.
- حَقِيقَتَ جو کُلَڻُ : راز ظاهر ٿيڻ. ڪيفيت جو معلوم ٿيڻ. اصليت پڌري ٿيڻ.
- حَقِيقَتَ حَالُ : ذ. پنهنجي اندر جي حقيقت. سچو بيان.
- حَقِيقَتَ شَنَاسُ : ذ. صفت. سچ سڃاڻندڙ - حقيقت سُڃاڻندڙ.
- حَقِيقَتَ ۾ : ظرف. سچ پچ ته - صحيح نموني ۾ - دراصل.

● حَقِيقُو ۽ حَقِيقَا : ذ. [ع. عَقِيقَه جي بگڙيل صورت] مسلمانن جي هڪ مذهبي سُنت (جا ٻار ڄمڻ وقت مٿي ڪوڙائڻ ۽ خيرات ڪرڻ ذريعي ادا ڪئي ويندي آهي) - عَقِيقُو.

● حقيو ۽ حقيا : ذ. صفت يا ظرف. [ع. حقّ حقي "> حقيو]. سچو - لازمي - پڪو - پختو - وعدي تي پورو - وعدي واري جاءِ تي يقيني موجود. لازمي طور گڏو گڏ

"هردم مون سان هونئج حقيو، فرياد رس يا مرشدا" (حمل).

- حقيو تڪيو : ظرف. پڪ ئي پڪ - لازمي طور يقيناً.

● حَڪَّاڪُ ۽ حَڪَّاڪَ : ذ صفت. [ع. حَڪّ = هن سونُ وِنڌيو يا پرکيو] وينجهارُ - هيري ۽ شيشي کي ونڌيندڙ - وينجهر - جوهر تلاش - لڳت ساز.

● حُڪَّامُ : ذ. [ع. حَڪَمَ = هن حڪم ڪيو، هن فيصلو ڪيو] حڪومت ڪرڻ وارا - عملدار - آفيسر. "حاڪم" جو جمع.

● حِڪَايَتَ ۽ حِڪَايَتُونَ : ث. [ع. حَڪِي = هن ڳالهه ٻڌائي] آکاڻي - ڳالهه - قصو - داستان - ڪهاڻي - ٽونڪو - لطيفو - بيان - خبر - احوال - حديث - روايت.

- حِڪَايتاً : ظرف. ذڪر طور - روايت طور - ڳالهه ڪندي.

● حڪَمُ ۽ حَڪَمَ : [ذ. صفت. ع. حَڪَمَ = هن فيصلو ڪيو] آمِينُ - فيصلو ڪندڙ - مُنْصِفُ - ٽياڪڙ - سَرپَنْچُ - ثالث - مُصلح - ترجمان.

- حَڪَمِي : ث. ٽياڪڙي - امانت - مصلحت.

● حُڪْمُ ۽ حُڪْمَ : ذ. [ع. حَڪَمَ = هن فرمان جاري ڪيو] فرمان - ارشاد - آگيا - امرُ - چَيو - آرڊر - اختياري. سرڪاري قاعدو - قانون. رخصت - موڪل - اجازت - پروانو. حڪومت - فرمان روائي - راڄ. تاس راند ۾ پوليل رنگ.

- حُڪْمِ اِسْتِنَاعِي : ڪنهن ڪم ڪان منع جو حڪم، جيڪو عدالت جاري ڪندي آهي.

- حُڪْمَانُ حُڪْمُ : ظرف. حڪم جي زور سان - ڏاڍائيءَ سان - ظلم سان - شوخيءَ سان - زبردستي. زوران زوريءَ سان - اختياريءَ سان.

- حُڪْمَانُ حُڪْمِي : ظرف. يڪدم - جهٽ پٽ - زبردستي - زوري.

- حُڪْمُ بجا آڻَڻُ : حڪم مڃڻ - چَيو وڻڻ - حڪم جي تعميل ڪرڻ.

- حُڪْمُ بَرْدارُ ۽ حُڪْمُ بَرْدَارَ : ذ. صفت. حڪم مڃيندڙ - فرمانبردار - تابعدار - نوڪر - نمڪ حلال.

- حُڪْمُ بَرْدَارِيُ : ث. فرمانبرداري - اطاعت - نمڪ حلالي - وفاداري.

- حُڪْمُ ٽوڙَڻُ : حڪم نه مڃڻ - نافرماني ڪرڻ.

- حُڪْمُ جَارِيُ ڪَرَڻُ : حڪم صادر ڪرڻ. اشتهار ڦيرائڻ. پڙهو ڏيارڻ. منادي ڦيرائڻ.

- حُڪْمُ جو بَنْدو : ذ. حڪم مڃيندڙ ماڻهو. فرمانبردار - چئيوانُ - نوڪر - غلام.

- حُڪْمُ جو بَنْدو هُئَڻُ : هرطرح چئيوان هئڻ. غلام هئڻ.

- حُڪْمُ ڏِيَڻُ : ارشاد ڪرڻ - فتويٰ ڏيڻ - فيصلو ڪرڻ. اجازت ڏيڻ - هدايت ڪرڻ.

- حُڪْمَرَانُ ۽ حُڪْمَرَانَ : ذ. صفت. حڪم هلائيندڙ. حڪومت ڪندڙ. اختياريءَ وارو. فرمان روا - بادشاهه - حاڪم.

- حُڪُمُرَانِي: ث. حڪم هلائڻ جي اختياري - فرمانروائي - اختياري - وس - واڳ. حڪومت جي جوڙجڪ - بندوبست - بادشاهت - سلطنت - حڪومت - راڄ. قاعدو - دستور - عمَلُ.

- حُڪُمُرَانِي ڪَرَڻُ: حڪم هلائڻ - فرمانروائي ڪرڻ - بادشاهي ڪَرَڻُ.

- حُڪُمُ ڪرڻ: حڪم هلائڻ - حڪم ڏيڻ - فرمائڻ. اجازت ڏيڻ. سختي ڪرڻ. جبر ڪرڻ.

- حُڪُمُنَامُو ۽ حُڪُمُنَامَا: ذ. لکيل حڪم - تحريري حڪم - فرمان نامو - اختياريءَ جو پروانو - لکيل هدايتون.

- حُڪُمَوُنُ: ظرف. زوري - زبردستي - زبردستي سان.

- حُڪُمُ هَلائِڻُ: حڪومت ڪرڻ. ويني ويني ڪنهن بابت حڪم ڏيڻ. امر ڪرڻ. فرمان ڪرڻ. سختي ڪرڻ. جبر ڪرڻ.

- حُڪُمِي بَنَدُو ۽ حُڪُمِي بَنَدا: ذ. صفت. حڪم جو نوڪر. حڪم مڃيندڙ - چئيوان - تابعدار.

● حِڪْمَتَ ۽ حِڪْمَتُون: ث. [ع. حَڪُمُ = هو سياڻو ٿيو] دانائي - سياڻپ - عقلمندي - ڏاهپ - هوشياري. هڪ علم جو نالو جنهن جي وسيلي دنيا ۾ پيدا ٿيل هرهڪ شيءِ تي بحث ڪجي. (حڪمت [نظري] جا ٽي قسم آهن: ١. حڪمت طبيعي. ٢. حڪمت رياضي. ٣. حڪمت الاهي). ڪن مُحققن جي راءِ موجب هرهڪ شيءِ جي حقيقت معلوم ڪرڻ جو علم، جنهن جا ٻه قسم آهن: ١. حڪمت عِلمي يا نظري. ٢. حڪمت عملي. تدبير - اٽڪل - ڪيڏ - هوشياري - چالاڪي. علاج ڪرڻ جو فن. طبابت - ڊاڪٽري - ڪاريگري - هنر - ڌنڌو - پيشو - ڪسب.

- حِڪْمَتَ الاهي: ث. باري تعاليٰ ۽ عقل تي بحث جو علم - قدرتي راز. خدائي ڳجهه.

- حِڪْمَتَ آميز: ذ. صفت. سياڻپ يا ڏاهپ وارو. جنهن ۾ ڪو خاص مطلب رکيل هجي.

- حِڪْمَتَ سان: ظرف. اٽڪل سان - تدبير سان - دانائيءَ سان - هوشياريءَ سان.

- حِڪْمَتَ عَمَلِي: ث. اٽڪل بازي. تهذيب، اخلاق ۽ سياست جي واقفيت. مُلڪي مصلحت. مُلڪي تدبير. سياسي چالبازي - پاليسي. هٿ جو هنر. هٿ جي اٽڪل. ظاهري فن. ظاهري چالاڪي. اٽڪل - چالاڪي - هوشياري - دورانديشي - سياڻپ.

- حِڪْمَتَ ڪَرَڻُ: طبابت ڪرڻ. ڊاڪٽري ڌنڌو ڪرڻ. دانائي ڪرڻ. تدبير ڪرڻ.

- حِڪْمَتِي ۽ حِڪْمَتِي: ذ. صفت. علم حڪمت جو ڄاڻو. حڪمت وارو - فلسفي - فيلسوف. چالاڪ - ڏاهو - سياڻو - هوشيار - اٽڪلي - حرفتي - هنري - هنرائتو - بَرڪَتُ - فن باز.

● حُڪَنُ (ت): ذ. پکيءَ جو هڪ قسم.

● حُڪُومَتَ ۽ حُڪُومَتُون: ث. [ع. حَڪَمَ = هن حڪم هلايو] حڪم هلائڻ جو اداره. بادشاهي - سلطنت - حُڪمراني - فرمان روائي - راڄائي - راڄ - حڪومت ڪان مليل اختيار - قاعدو - قانون - ضابطو - انتظام - بندوبست. سختي - زور - ڏاڍائي - دٻاءُ.

- حُڪُومَتَ جَمْهُورِي: ث. رعيت جي حڪومت. رعيتي راڄ. ڪنهن ملڪ جي بالغ باشندن جي ووٽ تي چونڊيل حڪومت. عام ماڻهن جي چونڊيل حڪومت. "بادشاهي راڄ" جو ضد".

- حُڪُومَتَ شَخْصِي: هڪ ماڻهوءَ جي چڙواڳيءَ واري حڪومت. ڏنڊي جي حڪومت.

- حُڪُومَتَ ڪَرَڻُ: راڄ ڪرڻ - بادشاهي ڪرڻ.

- حُڪُومَتَ گَاهُ: حڪومت هلائڻ جو هنڌ. تخت گاهه - گاديءَ جو هنڌ - راڄڌاني.

● حَڪِيڪو ۽ حَڪِيڪا: ذ. [ع. عَقِيقَة جي بگڙيل صورت] ڇٽي - عقيقو - ڇٽيءَ جي ڏينهن خيرات ڪرڻ جو هڪ قسم. ڇٽيءَ جي موقعي تي قرباني ۽ صدقي ڏيڻ جي هڪ رسم.

● حَڪِيمُ ۽ حَڪِيمَ: ذ. صفت. [ع. حَڪُمَ = هو ڏاهو ٿيو] ويچاروان - حڪمت جو ڄاڻو - عقلمند - ڏاهو - سياڻو - دانا. فيلسوف - طبابت جو ڄاڻو - علاج ڪندڙ. ويج - طبيب - ڊاڪٽر. خداتعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

- حَڪِيمَاڻو ۽ حَڪِيمَاڻا: ذ. صفت. حڪيم جو - حڪمت پريو - طبيب جو - طبيبڪو.

● حَلُّ ۽ حَلَّ: ذ. [ع. حَلَّ = هن سلجهايو] ڪنهن ڏکيءَ ڳالهه جو سُلجهاءُ. ڦولهه - کولُ - انڪشاف - سمجهاڻي - ماهيت - سمجهاءُ. صفت. پيچ - پيچڻي - ڪنهن مشڪل سوال جو جواب. آسان - سَولو. ملاوت - ميلاپ - گڏيل.

- حَلُّ ٿيڻُ: سلبي هڪ ٿي وڃڻ - جزن جو ملڻ - گڏ وچڙ ٿيڻ - مُنجهيل شيءِ جو آسان ٿيڻ.

- حَلُّ ڪَرَڻُ: سمجهائڻ - سلِڻُ - کولي پڌرائڻ - انڪشاف ڪرڻ - آسان ڪرڻ - مشڪلات لاهڻ - سُلجهائڻ. جُزا ملائڻ - ملاوت ڪرڻ - ميلائڻ - ڳارڻ. حساب جو ڪڍڻ - پچڻ - صحيح ڪرڻ - چڱيءَ طرح ياد ڪرڻ - سمجهڻ - ذهن ۾ ويهارڻ (سبق).

● حَلّاجُ: ذ. صفت. [ع. حَلَجَ = هُن ڪپهه ٽُنبي] ڪپهه پيڃڻ وارو - پيڃارو. (اسم خاص). حُسين بن منصور جو لقب (جنهن کي اَنَاالحَق چوڻ تي ڦاسيءَ چاڙهيو ويو).

● حَلالُ ۽ حَلالَ: ذ. صفت. [ع. حَلَّ = هو جائز ٿيو] مُباحُ - جائز - روا - رِهائيندو - حقّي - درست - صحيح. اجازت مليل - قانون موجب - قانوني - باقاعدي. شرع موجب - شرعي. ذبح ڪيل. (ضد - حَرامُ ۽ حرامَ).

- حَلالُ ٿيڻُ: جائز ٿيڻ - روا ٿيڻ.

- حَلالَ جو: ذ. صفت. حقّي - قانوني - شرعي - اصيل - واجبي - سچو - رِهندو - حقي واجبي. صحيح طريقي سان ڪمايل روزي.

- حَلالَ جو هُئڻُ: قاعدي موجب هئڻ - حق جو هئڻ.

- حَلالخورُ ۽ حَلالخورَ: ذ. صفت. حق حلال جي ڪمائي کائيندڙ. مباح شيءِ کائيندڙ. ايمانداريءَ سان ڪمائيندڙ - حَلالي. (ڪنايةً) ڀنگي - ٻُهاريءَ وارو - ٻالپيشاهي.

- حَلالُ ڪَرَڻُ: شريعت موجب جانور کي تڪبير وجهي ڇُري وَهائڻ - سِير وجهڻ - ذبح ڪرڻ - تڪبير وجهي ڪُهڻ.

- حَلالُ ڪري کائڻ: محنت ڪري کائڻ - جائز نموني سان کائڻ - ڊيوٽي پوريءَ طرح ادا ڪرڻ - سونپيل ڪم نهايت ايمانداريءَ سان ڪرڻ.

- حَلالَه: ث. اها عورت جا ٻئي ماڻهوءَ سان نڪاح ڪري ۽ ان کان طلاق ملڻ بعد وري پهرئين مڙس سان نڪاح ڪري.

- حَلالِي ۽ حَلالِي: ذ. صفت. حلال مان پيدا ٿيل - حقّي ٻارُ - حق حلال جو تخم. نيڪ - چڱيوانُ - فضيلت وارو - وفادار - حلال خور. (ضد - حَرامِي ۽ حَرامِي).

- حَلالِي چَمُ: ذ. ذبح ڪيل جانور جي کل مان تيار ڪيل چم. وفادار.

- حَلالِي ڦَرُ: ذ. جائز طريقي ۾ پيدا ٿيل ٻارُ.

● حَلاوت ۽ حَلاوَتُون: ث. (ع) مٺائي - ميٺاج - ميٺاڻ - شيريني - پڪل ميوي جو رس. لذت - مزو - ذائقو. راحت - آرام - سک - چين.

● حَلَبُ: اسم خاص. [ع] شام ملڪ ۾ هڪ مشهور شهر جو نالو (جيڪو قديم زماني ۾ آرسين ڌهڻ کان مشهور هو).

● حَلَفُ: ذ. [ع. حَلَفَ = هن قسم کنيو] قَسَمُ - سُنهُن - سوڳنڌ. اعتبار - ساک - ويساهه - پت. عهدُ - انجام - اقرار.

- حَلَفاً: ظرف. قسم سان - ساک سان.

- حَلَفُ کَڻَڻُ: قسم کڻڻ. قرآن کڻي قسم کڻڻ.

- حَلَفِ مَنصَب: ڪنهن عهدي وٺڻ وقت، ڪنهن سرڪاري آفيسر اڳيان سرڪار سان وفاداري ۽ خيرخواهيءَ جو قسم.

- حَلَفُ نامُو ۽ حَلَفُ ناما: ذ. لکيل قسم - قسم نامو.

● حَلْقُ ۽ حَلْقَ: ذ. [ع] ڪاڪڙو - ڪاڪڙي وارو هند - نڙي - نڙ گهٽ - ڪَنْٺُ - گهَٽُ - ڳاٽُ.

- حَلق بَنْد ڪَرَڻُ: زبان بند ڪرڻ. ماٺ ڪرڻ. چُپ ڪرائڻ. چُپ ڪرائي ڇڏڻ.

- حَلْقِيُ ۽ حَلْقِيٌ: صفت. نڙيءَ جو. نڙيءَ مان نڪتل.

- حَلْقِيُ حَرُفَ: ذ. نڙيءَ مان آواز ڪيندڙ اکر. جيئن، (ح - خ - ع - غ ق - ء).

- حَلْقِيُ پَنجي وِڃَڻُ (ت): گهٽي روئڻ سبب گهِگهي پنجي وڃڻ.

● حَلْقو ۽ حَلْقا: [ع. حَلْقَه: حَلْقَ = هن گول چڪر ڪاڏو] گهيرو - چڪرو - ڦيرو - گردو - گول - وراڪو. جهُنڊُ - ميڙ - ميڙاڪو - مجلس - جهُڳٽو - مَنڊلي - زمرو. مَنڊي - والي - ڇَلو - گول ڪُنڊو - ڇيڪلو - ڦيٿو - چَڪَرُ. طَوقُ - ڪنٺي - ڳانو - ڪمربند - پٽو.

- حَلْقو پَڌَڻُ: چوڌاري گهيرو ڪرڻ - چوڌاري گولائيءَ ۾ ويهڻ - گول پَڌڻ.

- حَلْقَہ اِنْتِخابُ: اهو علائقو جتان ماڻهو پنهنجو نمائندو چونڊين.

- حَلْقَہ بِگوشُ: ذ. صفت. اهو ماڻهو جنهن جي ڪن ۾ غلاميءَ جي نشاني يعني والي پيل هجي. ڪنوتي پيل شخص. غلام ٻانهو - فرمانبردارُ - مُطيع.

- حَلْقَہ بگوشِيُ: غلامي - اطاعت.

● حَلْڪائِيُ: اسم خاص. بگٽي بلوچن جو هڪ قبيلو.

● حِلْمُ ۽ حِلمَ: ذ. [ع. حَلْمَ = هو بردبار ٿيو] سَهَڻ جو مادو. برداشت جي طاقت. صبر - تَحَمُّلُ - ڪاٺ - برد باري. ڪنهن جي سزا ۾ نرمي ڪرڻ جي حالت. نرمي - نرم دلي - نرمائي - مُرُوَّت - مِهُرَ - جادو - ڪامڻ.

● حُلَّوُ: ذ. ع. [حَلَّي = هن سينگاريو يا پهرايو] ڪپڙن جو جوڙو - پوشاڪ - وڳو - چوغو - جامُو - جُبو - بهشتي لباس.

● حَلْوَانُ ۽ حُلْوَانَ: ذ. [ع. حُلْوان = مزيدار ٿيڻ] گهيٽي جو ڪير ٻڪ قَرُ - ٻڪريءَ جو قَرُ - ڇيلو - ليلو. (جنهن جو گوشت جلد ڳرندڙ ۽ مزيدار ٿئي). ڪچڙو گوشت. ڪڙي جو هڪ قسم. ڳاڙهي رنگ جو ڪپڙو.

● حُلُولُ: ذ. [ع. حَلَّ = اندر گهڙڻ] هڪ شيءِ جو ٻيءَ شيءِ ۾ اهڙيءَ ريت گهڙي وڃڻ جو ٻنهي ۾ ڪو فرق معلوم نہ ٿئي. دخول - واسو - سيلاپ. (حُلُول ٻن قسمن جو آهي، ۱. سَرَيَاني: جنهن ۾ سڄو جسم ٻئي جسم ۾ تحليل ٿئي). ۲. طرياني: جنهن ۾ هڪ جسم جا فقط ڪي جزا ٻئي جسم ۾ تحليل ڪن.

● حَلْوو ۽ حَلْوا: ذ. [ع. حَلاوَة = مٺو ٿيڻ] مٺائيءَ جو هڪ قسم (گيهہ، نشاستي، ميدي ۽ کنڊ جي ملاوت مان ٺهيل مٺائي). نرم کاڌو. (حلوي جا قسم: بادامي حلوو، چاٻون حلوو، پستائي حلوو، سونهري حلوو، سوڻ حلوو، کهنبو حلوو). ڪنايتاً: آسان ڪم.

- حَلْوائِيُ ۽ حَلْوائِيُ: ذ. صفت. مٺائي ٺاهيندڙ - حلوي وارو - مٺائي وڪڻندڙ.

- حَلْوو سمجهڻ: ڪنهن ڪم کي آسان سمجهڻ.

- حَلْوو سُسْتَطيُ: حلوي جو هڪ قسم (ڪڻڪ پچائي ان مان نشاستو ڪڍي کنڊ ۽ گيهہ سان گڏي باداميون ۽ پستا وجهي ٺاهجي).

- حَلْوو مانِي: حلوي سان ماني. ڏاڍو آسان ڪم.

- حَلْوو ماني ڪري وٺڻ: جلدي کائي ختم ڪرڻ. اڏاري ڇڏڻ. خرچ ڪري ڇڏڻ. تمام آسان ڪري سمجهڻ.

- حَلْوو مانِيُ کائِيُ نہ هُئڻ: آسان ڪم نہ هئڻ.

- حَلْوي پُوريءَ سان ڪَم هُئڻ: پنهنجي طلب جو فقط خيال رکڻ.

- حَلْوِي جو دڪان ۽ ڏاڏي سائين جي فاتحہ هُئڻ: پرائي مال تي دل کولي سخاوت ڪرڻ.

● حَلِيمُ ۽ حَلِيمَ: ذ. صفت. [ع. حَلُمَ = هو برد بار ٿيو] برد بار - تَحَمُّل وارو - گنڀير- ڪانڌ وارو - سَهندڙ - برداشت ڪندڙ - دير رنج - ڏيرج وارو. ڪُنشَرو - ڪومل - نرم - ملائم. مانيٺو - ساٽيڪو - نماڻو - صبر وارو - نهٺو - نرم سڀاءُ. ڪِلمُڪَ - خوش طبع - رلڻو ملڻو. خداتعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو (برداشت ڪرڻ وارو. معاف ڪرڻ وارو). ڪمياوان. هڪ قسم جو ڪاڌو (جو اناج، گوشت ۽ مسالا وجهي تيار ڪبو آهي). ڪِچڙو.

- حَلِيمَائيءَ ۽ حَلِيمَائيُون: ث. صبر - ڪميا - برداشت - ڪالڌ - نهٺائي - نرمائي - ماٺ.

- حَلِيمُ سُڀاءُ: ذ. صفت. نرم سُڀاءُ - ڪومل فطرت - نياز لوڙت.

- حَلِيمُ طَبعُ: ذ. صفت. حليم سڀاءُ - برد بار.

● حَلِيفُ: ذ. صفت. [ع. حَلَفَ = هن قسم کنيو] عهدنامو ڪندڙ ڌُرِ - معاهدو ڪندڙ ٻن ڌرين مان هڪ ڌُرِ - ساٿي - رفيق.

● حُلِيو ۽ حُليا: ذ. [ع. حُليَه = حَلَيٰ = هُن سينگاريو] زيوَرُ - ڳهڻُ - ڳهڻُو. خِلعَت - ٻاڪَرِ. انعامي پوشاڪ. ٻيرن ڪان مٿي تائين - سراپا. سڄاڻپ لاءِ شڪل ۽ آن جو بيان. شڪل - صورت - شبيهه - نمونو - ٻيهڪ - نانءُ - چهري سُڃاڻڻ جي نشاني. عام سڃاڻپ جي نشاني.

- حُليو بِگاڙَڻُ: شڪل ڦيري ڇڏڻ. بُري حالت ڪرڻ. تعدي ڪرڻ.

● حٰمٓ: ذ. [ع. حروف مُقَطَّعَاتُ] گهڻين سُورتن جو مُنڍ. قرآن شريف جي هڪ سورة جو نالو.

● حَمَاتَ: ث. [ع. حِمَايَةٌ = بچائڻ] مدد - ٻنيرائي - بچاءُ - همراهي - حمائت - حمايت.

- حِمَاتِيُ ۽ حِمَاتِيُ: ذ. صفت. بچائيندڙ - محافظ - سنڀاليندڙ. مددگارُ - ٻُنيرائُو - پرجهلو - حمائتي.

● حِمَارُ ۽ حِمَارَ: ذ. [ع] جانور جو هڪ قسم. گڏهه - خَرُ.

● حِمَاقَتَ ۽ حِمَاقَتُون: ث. [ع. حَمِقَ - حَمُقَ = هو بيوقوف ٿيو] بيوقوفي - ناداني - چريائي - بي عقلي - چَسَپائي - اياڻپ - چِتپائي.

● حَمَّالُ ۽ حَمَّالَ: ذ. صفت. [ع. حَمَلَ = هن کنيو] بار کڻندڙ - بار ڍوئيندڙ - بار ڍوهو - مزور - مزدور - ڪُولي - قُلي - پَرِيَتُ - پورهيت - پورڙو.

● حَمَّالِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد سنڌ ۽ ڪراچيءَ ۾).

● حَمَّامُ: ذ. [ع. حَمَّ = هن گرم ڪيو] گرم پاڻيءَ سان وهنجڻ جي جاءِ يا غسلخانو. دوائن يا مصالح کُٽڻ لاءِ ڌاتوءَ جي آڪري. پکيءَ جو هڪ قسم. ڪبوتر - پاريهل - ڳيرو.

- حَمَّامِ دَستو ۽ حَمَّامِ دَستا: ذ. آڪريءَ ۾ ڪم ايندڙ دَستو - مُهرو.

- حَمَّامُ ڪَرَڻُ: غسل ڪرڻ - وِهنجڻ - تَڙُ ڪرڻ.

- حَمَّامِيُ: ذ. صفت. وهنجڻ جو بندوبست رکندڙ - وهنجاريندڙ.

● حُمَّامُ ۽ حُمَّامَ: ذ. [ع. حُمَّةٌ = بخار] تپ - بخار. گرمي - ٻاهه.

"منگل منهنجي مَن تي ٻارِئو سوت حُمام."
(شاهه).

● حِمَائِتَ ۽ حِمَائِتُون: ث. [ع. حَمِيَ = هُن بچايو] مدد - بچاءُ - ٻنيرائي - حمايَتَ.

- حِمَائِتِيُ ۽ حِمَائِتِيُ: ذ. صفت. مددگار - ٻنيرائُو - پرجهلو - حامي - طرفدار.

● حَمَائِلَ ۽ حَمَائِلُون: ث. [ع] ڳچيءَ ۾ ترار جو پٽو ٻاميري وجهڻ جي حالت. ترار جو پٽو. دوال شمشير. ڳچيءَ ۾ وجهڻ جي شيءِ. ننڍي تقطيع وارو قران شريف جو ڳچيءَ ۾ وجهي سگهجي.

- حَمَائِل ڪَرَڻُ: ڪُلهي يا ڳچيءَ ۾ پٽو وجهڻ (تلوار يا بندوق وغيره لاءِ).

● حِمَايَتَ ۽ حِمَايَتُون: ث. [ع. حَمِيَ = هُن بچايو] بچاءُ - پناهه - سنڀال - محافظت - لڳهباني - رکيا - اوٽ - مدد - ٽيڪ.

- حِمَايَتِي ۽ حِمَايَتِي! ذ. صفت. بچائيندڙ - محافظ - سنڀاليندڙ - رکپال. مدد گار - ھٿيرو - واھرو. ٽَلھدار - طرفدار.

● حَمْدُ: ذ. [ع. حَمَدَ = ھن تعريف ڪئي] خدا پاڪ جي تعريف - ساراھ - نيڪي - واکاڻ - مَدَحَ - مداح - تعريف - ثنا - شڪرانو.

● حَمْزَائِي: اسم خاص. ھڪ ذات جو نالو. ڪِٽي بلوچن جو ھڪ قبيلو.

● حَمْزه: اسم خاص. [ع] حضور ڪريم جن جي ھڪ چاچي جو نالو.

● حَمَلُ ۽ حَمَلَ: ذ. [ع. حَمَلَ = ھن بار کنيو] بوجھو - بارُ - وزن - ڀَرِي. عورت جي پيٽ ۾ ٻار ھئڻ جي حالت. پيٽ - ڳَرَڀُ - ڳَڀُ - اميد واري. آسماني ٻارھن برجن مان ھڪ برج جو نالو (ڪھيڙي جي شڪل جو تارن جو ميڙ). ميک. اسم خاص. تعلقي واره ۾ ھڪ ديھ جو نالو.

- حَمَلُ ٽيڻ: عورت کي پيٽ ٽيڻ.

● حَمَلُ ڪيرائڻ: پيٽ ڪرائڻ - ٻار ڪيرائڻ - ڪُھائي ڪرڻ.

● حَمْلو ۽ حَمْلاَ: ذ. [ع. حَمَلَ = ھن حملو ڪيو - ھن ڪاھ ڪئي] ھلان - ڪاھہ - چڙھائي - جُلھ. وارُ - آلر - اورڙ - چوٽَ. ابوھ - ٺُڙڪُ.

- حَمْلہ آوَرُ ۽ حَمْلہ آوَرَ: ذ. صفت. حملو ڪندڙ - ھلان ڪندڙ - ڪاھيندڙ.

- حَمْلو ڪَرَڻُ: ڪاھہ ڪرڻ - ھلان ڪرڻ - چڙھائي ڪرڻ - وارُ ڪرڻ - آلر ڪرڻ.

● حَمِيَّتَ: [ع. حَمِيَ = ھن غيرت ڏيکاري] غيرت - ننگُ - شَرَمُ.

● حَمِيدُ: ذ. صفت. [ع. حَمَدَ = ھُن تعريف ڪئي] ساراھيل. تعريف ڪيل. اسم خاص. خداتعاليٰ جي صفاتي نالن مان ھڪ نالو.

● حَمِيرُ ۽ حَمِيرَ: ذ. صفت. [ع] بھادر - پھلوان - سورمو - وِير - دِلير - سُورِھہ. اسم خاص. ھڪ قبيلي جو نالو. سنڌ تي حاڪم سومري گھراڻي مان آخرين بادشاھ جو نالو

"حميرن ھڪون، جاڙَ جُسي کي ڀاتيون"
(شاھ).

● حَمِيرَائِي: اسم خاص. ھڪ ذات جو نالو.

● حِنا ۽ حِنَائُون ث. [ع. حَنَّأَ = ھن ڳاڙھو ڪيو] ھڪ ٻوٽي جو نالو - ميندي.

- حِنَائِي ۽ حِنَائِي: ذ. صفت. مينديءَ وارو - ميندي جھڙو.

● حَنَّانُ: ذ. [ع. حَنَّ = ھُن ٻاجھہ ڪئي] بيحد بخشيندڙ - رحمت ڪندڙ. اسم خاص. خدا جي صفاتي نالن مان ھڪ نالو.

● حَنْبَلُ: اسم خاص. اھل سُنت جي چئن فقيه امامن مان ھڪ جو نالو. امام احمد بن حَنْبَلُ رحمة الله عليہ.

- حَنْبَلِي: صفت. امام احمد بن حَنْبَل جا پيروڪار. سُني مسلمانن جو ھڪ فرقو.

- حَنْجِرِي ۽ حَنْجِرِيُون: [ع] گـلـو - نڙگھٽ. ساز جو ھڪ قسم. جھانجھہ (جا ڪدڙن جا ٻالدي وڄائيندا آھن) ڪنجري.

● حَنْظَلُ: [ع] ھڪ وَلِ ۽ اُن جي ڦَلَ جو نالو - ٽُوھہ.

● حَنَفِي: اسم خاص. [ع. حَنَفَ = ھو يڪسُو ٿيو - ھن لاڙو ڪيو] امام ابُوحَنِيفہ جو پوئلڳ. سُني مسلمانن جو ھڪ فرقو.

● حَنِيفُ: ذ. صفت. [ع] حضرت ابراھيم عليہ السّلام جي دين کي مڃيندڙ. پڪو مسلمان. يڪسُوئي اختيار ڪرڻ وارو. فقط ھڪ خدا کي ڪارساز ڪري مڃڻ وارو. دين جو سچو. مذھبي عقيدن جو پڪو. حق جو قائل.

● حُنَيْن: اسم خاص. [ع] عربستان ۾ مکي معظمہ ۽ طائف جي وچ ۾ ھڪ واديءَ جو نالو جتي نبي ڪريم سان ڪافرن جنگ ڪئي ھئي (جنگ حُنين).

● حَوّا: اسم خاص. [ع] حضرت آدم عليہ السّلام جي زال جو نالو. سڀني انسانن جي ماءُ. دنيا ۾ پھرين آيل عورت (ڏاڏي حَوّا).

● حَوادِثُ: ذ. [ع. حادثو- حادثة جو جمع] حادثا- واقعات. ڳالهيون. حالتون- نتيجا.

● حَوارِيُ ج حَوارِيُ: ذ. [ع. حَوّرَ = هن اڇو ڪيو (ڪپڙو)] ڌوٻي- ڪپڙن جي اڇاڻ ظاهر ڪندڙ. اڇي چمڙيءَ وارو. وفاداريءَ سان ڪم ڪندڙ ماڻهو حضرت عيسيٰ عليه السلام جا اصحاب- مسيح جا دوست (جيڪي ڪُل ٻارهن هئا). دوست- يار. همراهه- مدد ڪندڙ پيروي ڪندڙ.

● حَوّاسُ: ذ. [ع. حَسّ = هُن محسوس ڪيو] ڄاڻڻ جو عضوو- ڄاڻڻ جي طاقت (حواس ڪُل ڏهه آهن، جن مان پنج ظاهري ۽ پنج باطني آهن. ظاهري: اکيون، ڪَن، نَڪ، وات ۽ هٿ. باطني: حَس- مشترڪ، خيال، وَهم، حافظو ۽ مُتَصَرِّفُ) اندري- عضوو- هوش- اوسان- عقل- سمجهه- فهم- ٻُڌ.

- حَواس بَاختَہ: ذ. صفت. وائڙو- مُنجهيل- موڳو- هيراسيل.

- حَواس بَاختَہ ٿيڻُ: هوش نہ رهڻ- گهٻرائجي وڃڻ- هڪو ٻڪو ٿيڻ- وايون ٻطال ٿيڻ- حوص لا خطا ٿيڻ.

● حَوالُ ج حَوالَ: ذ. [ع. حَالَ = هو مٽيو- بدليو- ڦريو] حال- حالت- حقيقت- دُشا- ڪيفيت- روئداد- گَتي. ڳالهہ- احوال- خبرچار- معلومات.

● حَوالاتُ ج حَوالاتَ: ذ. سپردگي- نظربندي- قيد- حراست. اهي شيون، جيڪي قبضي ۾ هجن. جيل- تُرم- تُرنگ- قيد- بَندُ.

- حَوالات ۾ ڏيڻ: سپردگي ۾ ڏيڻ. قيد ۾ هڻڻ- فوجداري جي حوالي ڪرڻ- بند ڪرائڻ.

● حَوالدارُ ج حَوالدارَ: ذ. حوالات کي سنڀاليندڙ- جيل جو ننڍو عملدار- پلٽڻ يا پوليس ۾ هڪ عهدو- هيڊ ڪانسٽيبل- جمعدار. وڏو پٽيوالو- وڏو چپراسي- نائڪ.

● حَوالو ج حَوالا: ذ. [ع. حَوّلَ = هن اشارو ڏنو] ڪتاب جي ڪنهن لکيت جو پورو ڏَسُ- اشارو- لاڳاپو- واسطو- نسبت. نِشانُ- پَتو- ڏَسُ- آهُنجُ. ذِڪر- خبرچار- حال احوال- آهڃاڻ- معلومات.

- حَوالو ڏِيَڻُ: ڪنهن ڪتاب ۾ لکيل ڳالهہ يا واقعي ڏانهن اشارو ڪرڻ.

- حَوالِي: [ع. حَالَ = هو بدليو- هو ڦِري وٺ ويو] هٿ ۾ ڏيڻ جي حالت- سونپ- سپردگي- ذِمّہ واري. سپرد- هٿ هيٺ- ذمي- ٻيلهي- ملئل- زير.

- حَوالِي ڪَرَڻُ: سُپرد ڪرڻ- قبضي ۾ ڏيڻ- ڏيڻ- سنڀال ۾ ڏيڻ- ذمي ڪرڻ- هٿ هيٺ ڏيڻ. ڏيارڻ- جهلائڻ.

- حَوالِي مَوالِي: سنگتي ساٿي- دوست يار- هردم گڏ رهڻ وارا- همدم.

● حُوتُ: ث. [ع] وڏي مڇي. آسمان جو ٻارهون ٻرج (جنهن ۾ مڇيءَ جي شڪل جهڙو تارن جو هڪ ميڙ آهي).

● حَوضُ ج حَوضَ: ذ. [ع. حوض جي بگڙيل صورت] پاڻيءَ جو ننڍو تلاءُ- حوض- ڪُنڊ- ڪاڻ.

● حَوضو ج حَوضا (ت): ذ. [ع. حوض] ٽانگي (گهوڙي گاڏي) جو ٽانڊو.

- حَوضِي ج حَوضِيُون: ث. [ع. حوضي] ڪيني پاڻيءَ جي ننڍي ڪُنڊ.

● حُورَ ج حُورون: ث. (ع. حور = ڀُوري- ڪارين اکين واري عورت) ڪارن وارن ۽ ڪارين اکين واري بي حد خوبصورت عورت. بهشت ۾ رهندڙ حسين عورت. صفت. پاڪ عورت. نهايت خوبصورت- حسين- سُهڻي- اپڇرا- اپسَرا- تمام سهڻي عورت. پَري.

- حُور جو ٻَچو: ذ. تمام سهڻو- پريزادو.

- حُورَ بَدَنُ: ذ. صفت. حُورَ جي بدن جهڙو- تمام حَسين- خوبصورت.

- حُور وَش: ذ. صفت. حُورَ وانگر- حُورَ جهڙو. خوبصورت.

● حُورِيُ ج حُورِيُون: ث. حُورَ.

● حُوراڻِيُ: اسم خاص. سزاري بلوچن جو هڪ قبيلو.

● حَوصِلو ۽ حَوصِلا: ذ. [ع. حَوصَلَةُ = ڳُجي] پکيءَ جي ڳُجِي. دل جي هِمَّت - جُرأتَ - دليري - طاقت - قوت - بهادري، جيئن: "موت جي منهن ۾ وڃڻ لاءِ بہ حوصلو کپي." بُرد باري - سمجهہ - ڄاڻ - بُدي - هوش - عقل - خيال - سُرت - چيتو - جذبو - اوسان - دماغ - فهم - ذهن، جيئن: فلاڻي جو ايترو حوصلو ئي ڪونهي، جو سبق ياد ڪري." ٻُوجهہَ - ٻَروڙ. چاهہ - آمنگ.

– حَوصِلا خَطا ٿِيَڻُ: عقل ڇڏي وڃڻ - حيران ٿيڻ - وائڙو ٿيڻ - هوش گم ٿيڻ.

– حَوصِلائِتو ۽ حَوصِلائِتا: ذ. صفت. حوصلي وارو - حوصلي جو. عقلمند - سُريتو - سرتائتو - چيتي وارو - هوشائِتو - دانائُ - چالاڪ - حرفتي.

– حَوصِلو ڏارَڻُ: دل جمع ڪرڻ. بردبار ٿيڻ. خيال هڪ هنڌ ڪرڻ. عقل ڏارڻ - سياڻو ٿيڻ. همت ڪرڻ. ايمان رکڻ. هوش درست رکڻ.

– حَوصِلو رَکَڻُ: حوصلو ڏارڻ - حوصلو ڪرڻ.

– حَوصِلو ڪَرَڻُ: حوصلو ڏارڻ - حوصلو رکڻ.

– حَوصلو وِڃائِڻُ: سُدبُد وڃائڻ - هوش اڪري وڃڻ - بي همت ٿيڻ - بي ايمان ٿيڻ.

– حَوصَلي افزائي: ث. همَّت ڏيارڻ جي حالت. شاباس - دل کي ٽيڪ ڏيڻ - همت افزائي ڪرڻ.

● حَوصِلي دارُ: ذ. صفت. همت وارو سُچيتُ.

– حَوصلہ دارِي: ث. جُرأت - سُچيتائِي.

– حَوصِلي مَنْدُ: ذ. صفت. همت وارو. سمجهُو - سُچيتُ.

– حَوصِلي وارو: ذ. صفت. بردبار. سياڻو - دماغ وارو. فهم وارو - عقل مند. همَّت وارو - بهادر - دِلير.

● حَوضُ ۽ حَوضَ: ذ. [ع. حَاضَ = هُن پاڻي ڪٺو ڪيو - هن هَودي ٺاهي] پاڻي گڏ ڪرڻ جو هٿراڌو ٺاهيل چوڪنڊو تلاءُ - تلاءُ - تالابُ - هَودُ - حَودُ - ڪَنڊَ - ٽانڪِي.

– حَوضُ ڪَوثَرُ: اسم خاص. بهشت جي هڪ چشمي جو نالو.

● حول: [ع. حَالَ = هو بدليو - هُن ٽپيو] ست ست. طاقت. ٽپي - دغا - دولاب - ڪوٽ. لوهي توپ.

– حَولِيو ۽ حَولِيا: ذ. صفت. حولُ پاتَلُ - لوهي توپ پيل (ماڻهو). ڪَلنگي وارو - حوليو.

● حَولْدارُ ۽ حَولْدارَ: ذ. حوالدارُ.

● حَويلِي ۽ حَويلِيُون: [ث. ع. حول = چوڌاري] چئن پتين واري جاءِ - وڏو ۽ پڪو گهر - گهر - منزل - جاءِ - مڪان - ڪوٺي. محل سراءِ. حرم سراءِ. قصر - محلات - بنگلو - بلڊنگ - حاويلي.

– حَويلِي روشَن ٿِيَڻُ: اولاد وارو ٿيڻ - پُٽ قائم رهڻ.

● حَيُّ: صفت. [ع] هميشه حيات - زنده - جيئرو. خدا تعاليٰ جي صفاتي نالن مان هڪ نالو. اسم خاص. عرب جي هڪ قبيلي جو نالو.

– حَيُّ قَيُّومُ: هميشه زنده ۽ دائم قائم.

– حَيُّ لايَمُوتُ: [ع. حَيُّ = جيئرو، لايَمُوت = نٿو مري] الله تعاليٰ جي صفاتي نالن مان هڪ نالو. اها هستي جيڪا هميشه هميشه باقي رهي.

● حَيَا ۽ حَيَا: ث. [ع. حَيِيَ = هن شرم ڪيو] شرم - حجاب - لڄ - حياءُ - سَرَمُ - پَرمِ - پَتِ - غيرت - لحاظ. پاڪدامني - شرميلتا.

– حَيَادارُ ۽ حَيَادارَ: ذ. صفت. غيرتمند - شرم وارو.

● حَيَاتُ: ث. [ع. حَيَّ = هو جيئرو رهيو] حياتي - عمر - اوستا. زندگي - جان - ساهہ - روح - پَراڻ.

– حَيَاتُ ۽ حَيَاتَ: ذ. صفت. حياتيءَ وارو - حياتي - جيئرو - جيئندو - زنده.

– حَيَاتِ ابَدِيُ: ث. هميشه واري زندگي - دائم قائم زندگي - هميشه جو جياپو - سدائين امرُ (نہ مَرڻَ وارو).

- حَيَات بَخْشُ: ذ. صفت. حياتي بخشڻ وارو- خدا تعاليٰ.
- حَيَاتِ تَازَه: ث. نئين حياتي- وڏي بيماريءَ کان نجات حاصل ڪرڻ کان پوءِ واري زندگي.
- حَيَات جَاوِدانِي: ث. هميشه هميشه واري زندگي.
- حَيَاتُ و مَمَاتُ: ذ. صفت. زندگي ۽ موت.
- حَيَاتِي ۽ حَيَاتِي: ذ. صفت. زندگي- عمر- اوسئا- زندگيءَ جو وقت- جيئري رهڻ واري مدت- ڄمار.

● حَيَاتُ ڳاهو: اسم خاص. تعلقي گهوڙا باريءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● حَيَاتِي ۽ حَيَاتِيُون: ث. [ع. حَيٌّ = هو جيئرو رهيو] جيئري رهڻ جي حالت- زندگي- جياپو. جان- ساهه- جيءُ- پرَانَ- ڇُوٽا- وجود- جيوَن- دَم- سانس- جِندِ- پساهه- عمر- اوسئا- ڄمارَ.

- حَيَاتِيءَ تان هَٿُ ڪَڻڻُ: وڏيڪ حياتيءَ جي اميد نه هئڻ- وڏيڪ جيئڻ جو آسرو نه هجڻ.
- حَيَاتِيءَ جو ماڻُ پَرجِي اچڻُ: عمر پوري ٿيڻ- پڇاڙي ٿيڻ- آخر ٿيڻ- موت جو وقت اچي وڃڻ.
- حَيَاتِي ڇڏائي وَڃڻُ: سخت خوفزده ٿيڻ- بي همت يا نستو ٿيڻ.
- حَيَاتِي ڇڏي وَڃڻُ: مري وڃڻ- ختم ٿيڻ- ڇوٽا ڪٽي وڃڻ- زندگي پوري ٿيڻ. نستو ٿيڻ. بي همت ٿيڻ.
- حَيَاتِي زَهر ٿِيڻُ: ڪابه خوشي نه ٿيڻ- ڏکن ۽ ايذائن ۾ گذارڻ- ذليل ٿي رهڻ.
- حَيَاتِيءَ کي حَلالُ ڪَرَڻُ: زندگيءَ کي ڪامياب ڪرڻ. سکيو وقت گذارڻ. سو ڀارو ٿيڻ- فتح حاصل ڪرڻ.
- حَيَاتِي گهارَڻُ: زندگي گذارڻ- زندگيءَ جا ڏينهن پورا ڪرڻ.

● حَيَاتِيَات: جانورن ۽ ٻوٽن جو علم- بائلاجي سائنس.

● حَيَاتِيُون: وٽامِنس (Vitamins)- آهي ڪيميائي حصا، جيڪي انسانن ۽ جانورن جي غذا ۾ هوندا آهن.

● حَيَاءُ ۽ حَيَاءَ: ذ. [ع. حَيِيَ = هن شرم ڪيو- هن شرمايو] لَڄَ- شرم- غيرت- حجاب- ڦِڪائي- مَرَمُ- پَرَمُ- پَتِ- لِيهَ- حَيَا. لحاظ- رِيا- پاسخاطر- مُحابو.

- حَيَائِتو ۽ حَيَائِيتَا: ذ. صفت. حَيا وارو- شرم وارو- حجاب وارو- لَڄ وارو- شرميلو- مَرم وارو- ليهه وارو- لڄارو- پَرَمائتو- سيٺلوان.
- حَيَاءُ دارُ ۽ حَيَاءُ دارَ: ذ. صفت. حيائتو- حيا شرم وارو- لڄارو.
- حَيَاءُ وارو ۽ حَيَاءُ وارا: ذ. صفت. حيائتو- شرم وارو- شرميلو- لڄارو.
- حَيَاءُ وِڪڻڻُ: بي حيا ٿيڻ- بي لڄو ٿيڻ- بي غيرت ٿيڻ.

● حَيْثِيَتَ ۽ حَيْثِيَتُون: ث. [ع. حَيثُ = جتي- جنهن حد تي] سگهه- پهچ- پُڄندڙي- رَسائي- پُڄت- وسعت- هُوندَ. عالمگيري- عُمُومِيت- بساط- قدر. لياقت- درجو- بيهڪ- قابليت. عزت- آبرو.

- حيثيت کان وَڌِيڪَ: ظرف. طاقت کان ٻاهر. پڄنديءَ کان وڌيڪ.

● حَيْدَرُ: ذ. [ع. حَيْدَة = اژدها- وڏو نانگ + دَرُ ("دريدن = ڦاڙڻ" جو امر)] اژدها- چيريندڙ- شينهن. اسم خاص. حضرت علي ڪرم الله وجههٗ جو لقب.

- حَيْدَرِي ۽ حَيْدَرِيُ: ذ. صفت. حيدر جو. حضرت علي ڪرم الله وجههٗ جو. شيعه مذهب وارو- شيعو.

● حَيْدَرآباد: اسم خاص. سنڌ پرڳڻي ۾، هڪ ضلعي، تعلقي، ديهه ۽ شهر جو نالو (جو غلام شاهه ڪلهوڙي ٻڌايو هو).

● حَيدرانُ زَئِي: اسم خاص. مزاري بلوچن جو هڪ قبيلو (جو بلوچائين جي شاخ آهي).

● حَيْدَرْپُورُ: اسم خاص. تعلقي نَل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● حَيْدَرِيُ: اسم خاص. ٻـه درياهي وٽ منڌوندي؛ جي هڪ شاخ جو نالو.

● حَيْرَانُ ۽ حَيْرَانَ: ذ. صفت. [ع. حارَ = هو هڪوٻڪو ٿي ويو] هَڪوٻَڪو- وائڙو- منجهيل- موڳو- ويچون- مُتَعَجِّبُ- پريشان- شَشْدرُ- مُتَحَيِّر- دَنگ- گهبرايل- مُضْطَربُ- عجب ۾- اچرج ۾- تَپرس ۾.

- حَيْرانُ ڪَرَڻُ: پريشان ڪرڻ- عجب ۾ وجهڻ. رُلائڻ- خراب ڪرڻ- دربدر ڪرڻ- تڪليف ڏيڻ.

- حَيْرانِيُ ۽ حَيْرَانِيُونُ: ث. عجب- حيرت- پريشاني. موڳائي- مُونجهه- ڳڻتي- گهٻراهٽ- وائڙپ- ڏڪيائي- اوڪائي.

● حَيْرَت ۽ حَيْرَتُونُ: ث. [ع. حارَ = هو هَڪوٻڪو ٿي ويو] عجب- پريشاني- حيراني- اچرج- تپرس. تَعَجُّب- وِيچارُ- ڳڻتي- موڳائي- بيهوشي- غَشُ- گَهَرَ- مُونجهه.

- حَيْرَتَ آفْزَا: ذ. صفت. حيرت ۾ وجهڻ وارو. حيران. پريشان ڪرڻ وارو.

- حَيرتَ آنگيزُ: ذ. عجب وارو- عجيب- حيرت وارو. حيران ڪندڙ.

- حَيْرتُ زَدَهُ: ذ. صفت. حيران- پريشان- تعجّب ۾ پيلُ.

● حَيْصَ بَيْصَ: ث. [ع. حاصَ = هن نٽايو- هن نفرت ڪئي] پش و پيشي- گند گوڙ- ٿوررو غوغاء- لڙائي- جهڳڙو- تڪرار- مونجهارو (منطق جي دليلن ۾).

- حَيْصَ بَيْصَ ڪَرَڻُ: گوڙ ڪرڻ- مونجهارو ڪرڻ- وِس وِس ڪرڻ. واتورجڻ. مُهاڏو ڏيڻ.

● حَيْضُ ۽ حَيْضَ: ذ. [ع. حاضَتُ = عورت کي ماهواري آئي] عورتن کي هرمهيني (عضوي مخصوص مان) ايندڙ رت- ماهواري- ڪپڙا- زنالي- زالائو. ڦَلَ- ڪَلَ- رَجُ.

- حَيْضِيُ ۽ حَيْضِيُ: ذ. صفت. حرامي- حرام جو- حرامي ڦَرُ- وَلَدُالزِّنَا- حرامزادو- شرير- حرڪتي- لُچ.

- حَيْضِيُ ٻَارُ: ذ. حرامي ٻارُ- وَلَدُالزِّنَا- شرير.

- حَيْضِيُ حَرَامِيُ (ت): ذ. صفت. حيض جي حالت ۾ حمل ٿيل ٻار. بدمعاش- بي حيا.

- حَيْضِيُ ڦَرُ (ت): ذ. صفت. حيضي ٻار- حرامي ڦَرُ.

- حيضي ڦَرُو: حيضي ڦر- حرامي ٻار.

- حَيْضِيُ مُٽُ (مُٽْرُ) ۽ حَيْضِيُ مُٽَ (مُٽْر): ذ. حرامي ٻارُ- حرامي ڦَرُ.

● حَيْفُ ۽ حَيْفَ: [ع. حافَ = هن ٻچڙي هلت ڪئي] حقارت جو لفظ. افسوس- ارمان- هاءِ هاءِ. لعنت ملامت جو ڪلمو. ٿُفُ- ڦِٽَ- شرم- ڦِيٽ- ڦِٽڪارَ.

● حِيلو ۽ حِيْلا: ذ. [ع. حِيْلَهُ: حالَ = ڦريو] چَلُ- عذر- بهانو- اٽڪل- حرفت- ڪيڏ- حِڪمت- هُنر- فن. چالو- آهاءُ- تجويز- سبب- وسيلو- رستو- رِٿ- ڪارڻ- نمونو- دنگ. سِٽَ- ڪوشش- سعيو- آدم- محنت. روزگار- ڪم- ڌنڌو- لوڪري. مڪر- فريب- ڊولڳ- ڪوٽ- دغا- دولاب- ٺڳي.

- حِيْلو حَوَالو ۽ حِيْلا حَوَالا: ذ. عذر- بهانو- ٽٽاءُ. واري ڦيري- ٽٽاءُ سٽاءُ. سٿو مونو- حيلو وسيلو- اٽڪل سٽڪل- جهلو پلو. وس- اٽڪل- حرفت- تجويز- ڪوشش- سعيو- تدارڪُ.

- حِيْلو حَوَالو ڪَرَڻُ: ڪوشش ڪرڻ. سعيو ڪرڻ. وسَ ڪرڻ. هرقسم جي ڪوشش ڪرڻ. هرممڪن ڪوشش ڪرڻ. سڀ ذريعا استعمال ڪرڻ.

- حِيْلو ڪَرَڻُ: بهانو ڪرڻ. محنت ڪرڻ. ڪوشش ڪرڻ. اٽڪل ڪرڻ. ڌنڌو ڪرڻ. ڪم ڪرڻ. سعيو ڪرڻ. روزگار ڪرڻ. همٿ ڪرڻ.

- حِيْلو وَسِيْلو ۽ حِيْلا وَسِيْلا: ذ. ذريعو- وسيلو- بهانو. مددگار.

- حيلو وسيلو ڏوڻ: ذريعو ڳولڻ. مددگار جي تلاش ڪرڻ.
- حيلو هلائڻ: ڪوشش ڪرڻ. ذريعو استعمال ڪرڻ. سعيو ڪرڻ. آدم ڪرڻ.
- حيلي باز ۽ حيلي باز: ذ. صفت. اٽڪلي- چالاڪ- هوشيار- ٺڳ- دغاباز- مڪار- فريبي- بهانا ڪندڙ. ٽارائيندڙ.
- حيلي بازي ۽ حيلي بازيون: ث. بهانو- عذر- سعيو- ڪوشش- آدم- آپاءُ- تدارڪ.
- حيلي ساز ۽ حيلي ساز: ذ. صفت. حيلي باز- چالاڪ- مڪار- ٽارائيندڙ- بهانا بڻائيندڙ- عذر پيش ڪندڙ.
● حين: ذ. [ع. حان = مند آئي] وقت- عرصو- زمانو- سمو- مدت.
- حين حيات: ظرف. سڄي ڄمار- سڄي عمر- حياتيءَ جو سارو عرصو.
● حيوان ۽ حيوان: ذ. [ع. حي = هو جيئرو رهيو] زندگاني- زندگي- حياتي. (صفت).

ساهه وارو- روح وارو- جان وارو- جانور- پسون. وحشي- ڍور. بي سمجهه- بي وقوف- جاهل- نادان. وحشي.
- حيوان مطلق: ذ. صفت. آزاد ۽ ڇڙواڳ جانور. گهمندڙ ڦرندڙ حيوان. ڍور جو ڍور. جانور- ڳو ناٿو- بد تميز.
- حيوان ناطق: ذ. صفت. ڳالهائيندڙ جانور. ماڻهو- انسان- آدمي.
- حيواني: ذ. صفت. حيوان جو- شهواني- نفساني- بهيميه- ڍورن واري حالت. جانورن واري حالت.
- حيوانيت: ث. وحشت- جانور پڻو- حيوانپڻو. بي شرمي- بي شرمائي- بي حيائي- ناداني- ناسمجهي- بيوقوفي- بي رحمي- ظلم- ڪٺورائي.
● حيوانيات: ث. جانورن جي تواريخ، انهن جي جسم جي ساخت ۽ عادتن وغيره جو علم. زولاجي (Zoology).

# خ

خ: ث. [ع. ف] سنڌي 'الف- بي' جو ارڙهون اکر، عربيءَ جو ستون ۽ فارسيءَ جو نائون اکر. ابجد جي حساب موجب عدد ٦٠٠. علم هيئت ۾ اهو اکر منگل يا مريخ کي ظاهر ڪري ٿو.
● خا: ذ. ڪنڊ يا ڪياڙيءَ جا وار.
● خابرو ۽ خابرو: ذ. صفت. [ع. خبر = هن ڳالهه ٻڌائي] اسم فاعل. خبر ڏيندڙ. خبر پهچائيندڙ. اطلاع ڏيندڙ. سڌ سماءُ ڏيندڙ. احوال ٻڌائيندڙ. چاڻ ڪندڙ- قاصد- پيغام بر- خبر رسان- جاسوس.
● خاتم: ث. [ع. ختم = هن مهر هنئي] منڊيءَ جي ٽڪ. منڊي- ڇاپ لڳل منڊي. ٺپو- ڇاپ- مهر- خانگي مهر- تڪميل جي نشاني.
- خاتم بند ۽ خاتم بند: ذ. صفت. عاج، ڪاٺيءَ يا هڏي تي اکر جو ڪم ڪندڙ. جڙات جو ڪم ڪندڙ. خاتو بند.

- خاتَمُ بَنْدِيُ ع خاتَمُ بَنْدِيُونُ: ث. عاج، ڪاٺيءَ يا هڏي تي آڪر جو ڪم. جڙاءَ جو ڪم.

- خاتَمِ سُلَيْمان: حضرت سليمان عليه السّلام جي مُنڊي (جنهن تي اسم اعظم لکيل هو ۽ وڏي برڪت واري هئي).

● خاتِمِ: ذ. صفت. [ع خَتَمَ = هن پُورو ڪيو]. پُورو ڪندڙ. ختم ڪندڙ. پڇاڙي ڪندڙ. توڙ تائين رسائيندڙ.

- خاتَمُ الاَنْبِياءِ: اسم خاص. سڀني نبين جي نبوت ختم ڪندڙ. آخري پيغمبر. حضرت محمد مصطفيٰ صلّي اللهُ عليہ وسلّم.

- خاتِمُ المُرْسَلِيْن: سڀني رسولن جي رسالت ختم ڪندڙ. آخري رسول.

- خاتَمَ النَّبِيِيْنَ: سڀني نبين جي مُهر. سڀني نبين جي نبوت کي ختم ڪندڙ. سڀني نبين کان پوءِ بعد ۾ اچڻ وارو.

● خاتِمو ع خاتِما: [ع. خاتِمَة] پڇاڙي - ڇيڙو - انت - پڄاڻي - نتيجو - آخرت. موتُ - وفات - رحلت. ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ لکيل عبارت.

- خاتِمَهُ بِالخَيْر: نيڪيءَ واري پڇاڙي. پڇاڙيءَ جو وقت ايمان جي سلامتيءَ سان گذرڻ جي دعا. مرڻ وقت شهادت جو ڪلمو نصيب ٿيڻ جي حالت. خير سان گذاري وڃڻ يا مرڻ.

- خاتِمو ٿيڻُ: پڇاڙي ٿيڻ. مري وڃڻ. فوت ٿيڻ. انجام کي پهچڻ. گذر ڪري وڃڻ.

● خاتَمُو بَنْدُ ع خاتَمُو بَنْدَ: ذ. صفت. [ع. خَتَم + ف. بند = مُهر هڻندڙ] سازگر - سار ٺاهيندڙ. ڪاٺ جو سامان ٺاهيندڙ - واڍو - سُوٿهڙو. عاج تي آڪر جو ڪم ڪندڙ. آرسين جا فريم ۽ ڪپٽ ٺاهيندڙ. عينڪن جا ڪوڪا ٺاهيندڙ.

- خاتَمُو بَنْدِيُ ع خاتَمُو بَنْدِيُونُ: ث. سازن ٺاهڻ جو ڪم. سازگري. ڪاٺ ۽ عاج تي گلڪاري وغيره جو ڪم. ڪاٺ مان سامان ٺاهڻ جو ڪم.

● خاتُونُ: ث. [تُرڪي] نيڪ عورت. امير گهراڻي جي عورت جو لقب. اميرزادي - شهزادي - بيگم - راڻي. شريف عورت. گهر جي مالڪياڻي - زال - گهرواري - عورت - بيبي - ليڊِي.

- خاتُون جَنَّتِ: ث. جنّت جي شهزادي. حضرت بيبي فاطمه رضي الله تعاليٰ عنها جو لقب (جا بيبي صاحبہ حضور ڪريم جن جي پياري صاحبزادي حضرت بيبي خديجة الڪبريٰ جي بطن مان تولد ٿي، حضرت علي ڪرم الله وَجْهَہُ جن جي گهرواري ۽ اِمامَيْنِ حضرت حسن ۽ حضرت حسين رضي الله تعاليٰ عنهما جي والده ماجده هئي).

- خاتُونِ عَرَبُ: ث. خاتونِ جنّت. حضرت فاطمه رضي الله تعاليٰ عنها جو لقب.

● خاتُونِ فَلَڪُ: ث. آسمان جي راڻي. چنڊ. زُهْرَهُ - ناهِيدُ (حُسن ۽ محبت جي ديوي).

● خادِمُ ع خادِمَ: ذ. [ع. خَدَمَ = هُن خدمت ڪئي]. خدمت ڪندڙ - نوڪر - چاڪر - شيوڪُ - ٽهليو - ملازم. مُريد - چيلو. شاگرد - طالب. ڪنهن درگاهہ جو خدمت ڪندڙ - مُجاوِرُ. (ث. خادِمہ = نوڪرياڻي).

- خادِمانہ: نوڪر وانگر. نهايت عاجزيءَ سان.

- خادِمِ دَرْگاهُ: صفت. درگاهہ يا مسجد وغيره جي سنڀال ڪندڙ - مجاوِرُ.

- خادِمِيُ: ث. خدمت - چاڪري - ٽهل ٽڪور. ملازمت - نوڪري.

● خارُ ع خارَ - خارُونُ: ذ. ث. [ف] ڪنڊو - سيلُهه - پالو - سُوئو. ڪاوڙ - جوش - غصو - چڙ - بغض - ساڙُ - تپش. حسد - جَلَ. بدلو - دشمني.

- خارَ آچَڻُ: حسد ٿيڻ - ڪاوڙ لڳڻ - چڙِي پوڻ - پوسرڻ - ساڙ لڳڻ.

- خارَبَسْتُ: ذ. [خار + بَسْتُ] ڪنڊن جو لوڙهو يا واڙ.

- خارُبَنْدُ ع خارَبَنْدَ: ذ. ڪنڊن جو لوڙهو. ڪنڊن وارن ڏنگهرن جو لوڙهو.

- خارُبندِيُ: ث. لوڙهي ڏيڻ جي حالت. چوڌاري ڪنڊن جو لوڙهو ڏيڻ.

- خارُپُشتُ ع خارُپُشتَ: ذ. ڪنڊن جي پٺ وارو جانور. ڇاهو- سيڙهه. هٿي ڪنهڻ جو لوهي اوزار- ڪرُ ڪرو- خرُخرو.

- خارِچِينُ: ذ. گهر يا باغ جي چوڌاري ڏلل لوڙهو.

- خارخار: بي چيني- پريشاني- جوش خروش- غصّو.

- خارَدارُ: ذ. صفت. ڪنڊن وارو- ايذاءُ ڏيندڙ- تڪليف ڏيندڙ- هلاڪ ڪندڙ. اهو ڇوڪرو جنهن کي ڏاڙهيءَ جا ٻهريان وار ايندا هجن.

- خارَ ڏِيارَڻُ: ڪاوڙ ڏيارڻ- غصو ڏيارڻ. ٻوسرائڻ- ساڙ ڏيارڻ- ٻچرائڻ- جوش جاڳائڻ.

- خارُ ڏِيَڻُ: چيڙائڻ- ڪاوڙائڻ. ٻوسرائڻ- ستائڻ- تڪليف پهچائڻ- غصّو ڏيڻ.

- خارزار: ڪنڊن وارن وڻن جو جهنگ- ڪانديرن واري زمين.

- خارُ کائِڻُ: غصو ڪرڻ- ساڙ کائڻ- جڪَ کائڻ. ڪاوڙجڻ- رِيسَ ڪرڻ- حسَدُ ڪرڻ- ٻوسرڻ- جلَڻُ.

- خارڪش: ڪانئين وڪڻڻ وارو- ڪانيون وڪڻندڙ- ڪانيرُ.

- خارُ لَڳَڻُ: ڪاوڙ لڳڻ- چيڙ اچڻ- جوش پيدا ٿيڻ.

- خارُوَخَسُ: ڪَک ڪنڊا- ڪَک پنَ- ڪَکَ ڪانا- ڪچرو.

● خارَا ع خارَا: ذ. [ف] پٿر جو هڪ قسم- نيلو پٿر- سخت پٿر.

- خارَاسَنگُ ع خارَاسَنگَ: ذ. نيري رنگ جو پٿر. سخت پٿرُ.

- خارَ اشِگافُ ع خارَا شِگافَ: ذ. صفت. پٿر کي چيريندڙ. تمام سخت.

● خارَانُ: اسم خاص. بلوچستان ۾ هڪ علائقي جو نالو. هڪ جبل جو نالو.

● خارِجُ ع خارِجَ: ذ. صفت. [ع خَرَج = هو ٻاهر لڪتو] ٻاهر نڪتل- تڙيل- ڌڪيل- لوڏيل- نڪتل. الڳ- ڌري- علحده- جُدا. علاوه- سواءِ. بيڪار- نڪمو- ردي- اڻ وڻندڙ- مردود. باغي- سرڪش- بي دين.

- خارِجُ آزْ اِختيارُ: ظرف. اختيار کان ٻاهر. وَسَ کان ٻاهر.

- خارِجُ آزْ بَحثُ: ظرف. بحث نہ ڪرڻ جهڙو. جنهن تي بحث ڪرڻ جي منع هجي.

- خارِجُ آزْ عَقلُ: ذ. صفت. عقل کان ڌري. سمجهه کان مٿي. سمجهه کان ڌري. بيوقوف- احمق.

- خارِجُ ٿِيَڻُ: نڪرڻ- ٻاهر ٿيڻ- رد ٿيڻ- جدا ٿيڻ.

- خارِجُ ڪَرَڻُ: ڪڍڻ- ٻاهر ڪرڻ- نيڪالي ڏيڻ. جدا ڪرڻ- علحده ڪرڻ. رَدِ ڪرڻ- نامنظور ڪرڻ. برطرف ڪرڻ. ڪيڏي ڇڏڻ.

- خارِجہُ: صفت. ٻاهر جو- ٻاهريون. ٻاهر ڪڍيل- تڙيل- ڌاريو.

- خارِجِيُ ع خارِجِيُ: ذ. صفت. ٻاهر ڪڍيل- تڙيل. ٻاهريون- ڌاريو. حق وارن کان خارج ٿيل. اهل سنت کان نڪتل- مردود. مسلمانن جو اهو فرقو جو اڳ ۾ سيدنا علي رض جي لشڪر ۾ هو، پوءِ ناراض ٿي خروج ڪيائين ۽ حضرت علي ڪرم الله وَجهہُ جن کي خليفو ڪري نہ ٿو مڃي.

● خارَش: ڪنهڻ جي هڪ بيماري- کاجي- کاجَ- کاڌِ- ڪنهڙو- کُجلي- کَهہ- کارِس. ڪِرنُهِن- ٽِرٽِر- سُرسُر. چمڙيءَ جي هڪ بيماريءَ جو نالو- خارش.

- خارِشِ مارَڻُ (ت): عادت پوري ڪرڻ.

- خارِشِيُ ع خارِشِيُ: ذ. صفت. خارش وارو. کُجليءَ وارو. خارش جو مريض.

● خارَشُ: اسم خاص. تعلقي ناري ضلعي خيرپور ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● خَارِقُ ۽ خَارِقَ : ذ. صفت. [ع. خَرَقَ = هن ڦاڙيو - هن ڏاريو] ڦاڙيندڙ - ڇڳيندڙ. عادت کي ٽوڙيندڙ. عادت جي خلاف ڪم ڪندڙ. ڪرامت - معجزو.

- خَارِقُ عَادات: ذ. عادتي ۽ قدرتي قاعدي کي ڇڳڻ وارو. نبين جا معجزا. اوليائن جون ڪرامتون.

● خَازِنُ ۽ خَازِنَ : ذ. صفت. [ع. خَزَنَ = هن ڪٺو ڪيو] ڪٺو ڪندڙ. خزانو سنڀاليندڙ - خزانچي. محافظ - نگهبان.

- خَازِنِ بهشت: بهشت جو داروغو.

● خَاشَ ۽ خَاشُون: ث. [ف. خواهش جي بگڙيل صورت] خواهش - گهُر - مرضي (پنهنجي خاشَ خوشيءَ سان).

● خَاشَاڪ: ذ. [ف] ڪِنُ ڪچرو - ڪَکَ پَنَ - گَند - گند گوچر. اڪثر مرڪب صورت ۾ "خَسَ" سان گڏ ڪم ايندڙ، جيئن: "خس ۽ خاشاڪ = ڪَکَ پَنَ".

● خَاشعُ : ذ. صفت. [ع. خَشَعَ = هو مطيع ٿيو - هن عاجزي ڪئي] عاجزي ڪندڙ - مِنٿ ڪندڙ. ليوڙت وارو. خُشوع ڪندڙ.

● خاشڪيلي ۽ خَاشڪيلي : ذ. [ع. خاصخيلي جي بگڙيل صورت] نوڪر - ٻيلي - خادم. سنڌ ۾ هڪ ذات جو نالو.

● خَاشو ۽ خَاشا : ذ. [ف. خَاشَاڪَ] سُلفيءَ جي مٿان رکڻ لاءِ ٺوڙيءَ جو ٻريل مُڇو.

● خَاشو ۽ خَاشا : ذ. صفت. [ع. خاصّة جي بگڙيل صورت] چڱو - سٺو. سهڻو - ملوڪ. عمدو. (ث. خَاشِي ۽ خَاشِيُون).

● خَاصُ : صفت. [ع] نج - اصل - شُدّ، جيئن: "هيءَ خالص گيهه مان ٺهيل مٺائي آهي." مخصوص ڪيل - ذاتي - خانگي - شخصي - پنهنجو. "هيءُ خاص منهنجو گهوڙو آهي". سٺو - چڱو - چوکو. چونڊ يل - ڇَٽيل - تمام سٺو - عمدو - اُتم - اعليٰ - اُچو - مکيه - فائق - چيدو. نهايت عمدو - سٺي ۾ سٺو - اُچي ۾ اُچو - شاندار - ڀلارو - افضل - پاڪ. مرغوب - وڻندڙ - پيارو - مقبول. صرف - فقط - رڳو. جيئن: "هيءُ خاص اوهان لاءِ آندل آهي". گرامر موجب اهو اسم، جيڪو ڪنهن خاص ماڻهو، جاءِ يا شيءِ جو نالو ٻڌائي.

- خَاصَائي ۽ خَاصَائيُون: ث. چڱائي - ڀلائي - بهتري. سهڻائي - عمدائي - سٺائي - پاڪائي - صفائي. نيڪي. خاصيت.

- خَاصُ ڪَري: ظرف. نراليءَ طرح - رڳو هن لاءِ ته - خُصُوصاً - خُصوصيت سان - خاص طرح.

- خَاصُ عَامُ: ذ. امير غريب. ننڍا وڏا - سڀ. ساري خلقت - رعيت.

- خَاصو ۽ خَاصَا: ذ. صفت. [ع. خَاصَّهٗ جي بگڙيل صورت] سٺو - چڱو - موچارو - ڀلو - عمدو - سهڻو - ملوڪ - ٺاهوڪو - بهتر. موچارو - وچولو - موافق. درميانو - پورو پُنو. نيڪ - ڀلو.

- خَاصُ وَ عَامُ: ذ. ڏسو "خاص عام".

- خَاصي ڪَرَڻُ: قبول ڪرڻ - منظور ڪرڻ.

● خاصخيلي: اسم خاص. [ع. خاص + خيلي = گهوڙي سوار] خاص ٻيلي يا نوڪر - ٻانهو - نوڪر - خدمتگار - ٽهليو - چاڪر. خاص ڪري سنڌ ۾ ٽالپرن جو نوڪر. گَبو (لس) - گولاڙو (ل) - ٻَجيرُ (ٿ). هڪ ذات جو نالو.

- خَاصڪيلي: "خاصخيلي" جي بگڙيل صورت - ڏسو "خاصخيلي".

● خَاصو ۽ خَاصَا : ذ. ڪپڙي جو هڪ قسم (سنڌ ۾ اڳين سمي ۾ ٺهندو هو). ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم (چلرن سان، رنگ اڇو ۽ قد هڪ انچ. مدراس جا ماڻهو گهڻو ڪري واپرائيندا آهن). اسم خاص. تعلقي گهوڙا ٻاري ۽ ٽنڊي محمد خان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● خَاصِٺَ ۽ خَاصِٺَون: ث. [ع. "خاصيّت" جي بگڙيل صورت] ڏسو "خاصيّت".

● خَاصيَّتَ ۽ خَاصيَتُون: ث. [ع] اثر - تاثيرُ. وصف. صفت - گڻ - لڇڻ - عادت - خصلت - سيرت. لياقت - هوشياري - مزاج - طبعيت. چڱائي - نيڪي. خاصٺ.

● خَاطِرُ: ث. [ع. خَطَرَ = دل ۾ آيو] جيڪي دل ۾ گذري - دل - مَن - هانءُ - جگرُ. چِتُ - ڌيانُ - خيال - ويچار. ارادو - قصد - مرضي - خوشي. آدرڀاءُ - خاطر تواضع - ڪِنڪار - مرحبا - تعظيم - عزّت - حُرمت - شانُ - مانُ. خدمت - چاڪري - ٽهل. طرفداري - پاسخاطري - لحاظ - رعايت - مُروّت. (ظرف). لاءِ - واسطي - جي ڪري - ڪري - جي لاءِ - باري ۾ - ڪارڻ - بابت.

- خَاطِر آزَارِيُ: رنجيدگي - ناراضپو - صدمو پهچائڻ - دل ڏُکائڻ.

- خَاطِرُ آزُرْدَهُ: [ف. آزرده = رنجايل] رنجيده - ناراض دل وارو - رنجايل - ڏُکويل - ملول.

- خَاطِرُ جَمَعُ: ذ. دل جي تسلي - دلجاءِ - پَڪَ - يقين - دلداري - تسڪين - اطمينان - خاطري. ڀروسو - آسرو - اعتماد - دل جمعي.

- خَاطِرُ جَمَعِيُ: اطمينان - تسلي - تسڪين.

- خَاطِرُخَوَاهُ: ذ. ظرف. مرضي موجب - حسب منشا. دل جي چاهت موجب. مرضيءَ سان. دلچسپيءَ سان. گهرج موجب. دل جي يقين سان. دل جمعي سان. پڪي ڀَروَسي سان. دل جان سان. موزون - ٺيڪ - مناسب.

- خَاطِرُدَارِيُ: ث. خاطر جمعي - دلداري - خاطري - پَڪَ - يقين - دلجاءِ. آدرڀاءُ - ڪِنڪارَ - ڀليڪارَ - تواضع - خدمت - مهمان نوازي - مهماني.

- خَاطِرُ ڪَرَڻُ: خدمت ڪرڻ. آدرڀاءُ ڪرڻ. طرفداري ڪرڻ. خوشامد ڪرڻ. دلجوئي ڪرڻ.

- خَاطِرُ مُدَارَات: آدرڀاءُ - مهمان نوازي - لحاظ لياقت - لياز نوڙت.

- خَاطِرُ ۾ نَہ آڻَڻُ: خيال ۾ ني نہ آڻڻ.

- خَاطِرُ نَشِيْنُ: ذ. صفت. اها ڳالهہ جا ياد ٿي وڃي. دل ۾ جاءِ ڪرڻ واري. دلپسند - پياري.

- خَاطِرِيُ: ث. پَڪَ - يقين - دلجاءِ - خاطرجمعي. دلداري - همت افزائي - ڏَڍُ - تسلي - دلاسو - خدمت - آدرڀاءُ - خوش مرحبا - خوشي - سُک - راحت.

- خَاطِرِيءَ جهڙو: ذ. صفت. پسنديءَ جهڙو. دلپسند - وڻندڙ - خواهش موجب - دل گهُريو - دل جاءِ جهڙو - خاطرخواهہ.

- خَاطِرِيءَ سان: دل سان. دل و جان سان. يقين سان. لحاظ سان. مروّت سان.

- خَاطِر پُون ڪَرَڻُ: تمام گهڻي مرحبا ڪرڻ. تمام مٺي مهماني ڪرڻ. تمام گهڻي خدمت ڪرڻ.

- خَاطِفُ ۽ خَاطِفَ: ذ. صفت. [ع. خَطَفَ = هن کسيو] کسيندڙ. اوچتو کسي کڻي ويندڙ. هيءُ لفظ برق (وڄ) سان گهڻو ڪري استعمال ٿيندو آهي.

● خَاطُوُ ۽ خَاطُوُ: ذ. صفت. [ع. خَطَّ = هن لکيو] خط لکندڙ. خط پهچائيندڙ. پيغام رسائيندڙ. خط رسان - قاصد. اخبارن کي خبرون پهچائيندڙ. خَابِرُو - مُخبر.

- خَاطِيُ ۽ خَاطِيُ: ذ. صفت. خَاطُو.

● خَاطِيُ ۽ خَاطِيُ: ذ. صفت [ع. خَطَيَ = هن ڏوهہ ڪيو] خطا ڪندڙ - خطاڪار - خطا وارو - گنهگار - ڏوهاري - پاپي.

● خَاقَانُ ۽ خَوَاقِيْنُ: ذ. [ترڪي. خاخان = وڏو خان] وڏو بادشاهہ - شهنشاهہ - سلطان. اسم خاص. چين ۽ ترڪستان جي آڳاٽي بادشاهہ جو لقب. (اهو لقب چنگيزخان اختيار ڪيو هو ۽ پوءِ چين جي بادشاهہ کي چوَڻ لڳا پر هاڻي هر بادشاهہ کي سڏيو ويندو آهي).

● خَاقَانِيُ: اسم خاص. فارسيءَ جي هڪ وڏي قصيده گو شاعر جو تخلّص.

● خَاڪ: ث. [ف. خاڪ = مٽي] مٽي - لَٽَ - ٻُسڙ - ڌوڙ - ڌُوڙ - دَزَ - رَڙي. ڦُلهيار - ڦُلهير - ڇار - ڪيرِي - رَکَ. زمين - ڌرتي. بزرگن جي مزار تان آندل مٽي يا خاڪ. ڪِنايَتہ: ڪجهہ بہ نہ. بلڪل نہ. ذرو بہ نہ. سنڌي ادب جي مشهور شاعر مولانا درمحمد جو لقب.

- خَاڪ آلُودَهُ: ذ. صفت. مٽيءَ سان ڀريل. مٽيءَ ۾ لٿوڙيل. مٽيءَ هاڻو.

- خاڪِ آڏامڻ: مٽي آڏامڻ - ڌوڙ آڏامڻ. تباهه ٿيڻ - برباد ٿيڻ. رسوا ٿيڻ - مٽي پليد ٿيڻ - ڪجهه به باقي نه رهڻ.
- خاڪِ آڏائڻ: مٽي آڏائڻ - آهه زاري ڪرڻ - ماتم ڪرڻ - پٽڻ - روج ڪرڻ - بدنام ڪرڻ - آواره ڦرڻ - پٽڪندو رهڻ.
- خاڪِ بازي: ث. مٽيءَ سان راند. راند روند. هوس پرستي - ھڪٻئي تي خوشي ملھائڻ لاءِ ڪپ آچلڻ.
- خاڪ برسر: ث. ڌوڙ مٿي ۾ پيل - خراب خوار. ڪنايه: اهنج - ڏکيائي - مشڪلات. پريشاني. تنگي.
- خاڪِ برسر هئڻ: مفلس ٿيڻ - پريشان هئڻ.
- خاڪِ بسر: ذ. صفت. مٿي ۾ ڌوڙ پيل - مٽيءَ ۾ رهندڙ. خراب حال. ڏٽڙيل.
- خاڪِ بسيط: ث. [بسيط = ويڪرو - ڪشادو - ڪليل] زمين - ڌرتي. زمين جو سارو سطح يا مٿاڇرو.
- خاڪ تان ڪڻي افلاڪ تي پهچائڻ: هيٺ تان ڪڻي مٿي ڪرڻ. غريب مان امير بنائڻ - گهٽ درجي مان وڏو درجو عطا ڪرڻ - تمام وڏو احسان ڪرڻ - لياقت کان مٿي رتبو ڏيڻ.
- خاڪِ تودهه: ذ. [ف. تودهه = ڍير - ڍِڱ - انبار] مٽيءَ جو ڍِڱ - ڍِڀ - دڙو. تيرانداز لاءِ نشان چٽڻ جي جاءِ. مٽيءَ جو ڍير. هدف - نشانو.
- خاڪِ ٿيڻ: مٽي ٿيڻ - نابود ٿيڻ - برباد ٿيڻ - ناس ٿيڻ. سڙي ڀسم ٿيڻ.
- خاڪِ ٿي وڃڻ: چٽ ٿي وڃڻ - ڳري مٽي ٿي وڃڻ - نابود ٿي وڃڻ - ناس ٿي وڃڻ - برباد ٿي وڃڻ.
- خاڪِ پا: ث. پيرن جي مٽي. نهايت حقير شيءِ. عاجز. مسڪين.
- خاڪ جو پُتلو: ذ. مٽيءَ مان ٺهيل بوتو - انسان - ماڻهو - آدمي.
- خاڪ چاڻڻ: رُلڻ - دربدر ٿيڻ. خوب ڳولڻ - تلاش ڪرڻ. برباد ٿيڻ - تباهه ٿيڻ.
- خاڪدان ۽ خاڪدان: ذ. مٽي يا گند وغيره آچلڻ جو ٿانءُ. ڪنايه: دنيا.
- خاڪدان ڪُهن: ذ. ڪهنو يا پراڻو مٽيءَ جو ٿانءُ - دنيا - هيءُ جهان.
- خاڪِ روب ۽ خاڪ روب: ذ. صفت. مٽي ٻُهاريندڙ - ٻُهاريدار - جهاڙو ڏيندڙ - ڀنگي - ٻالپيشاهي. ڪنايه: حلال خور - سادگي پسند - سادي مزاج وارو.
- خاڪِ زاده: ذ. صفت. مٽيءَ مان جاول - مٽيءَ جو پُتلو. انسان - ماڻهو - آدمي.
- خاڪسار ۽ خاڪسار: ذ. صفت. خاڪ جهڙو - مٽيءَ جهڙو - مٽيءَ جو. مٽيءَ وانگر. غريب - مسڪين. عاجز. نماڻو - حقير. عرضدار - ليلائيندڙ. نوڪر.
- خاڪساري: ث. عاجزي - نِوڙت - نياز - نماڻائي - نهٺائي - نيازمندي. لاچاري - مجبوري. مسڪيني حال. هيٺاهين اختيار ڪرڻ.
- خاڪستر: ث. رک - چار - ڦلهيار.
- خاڪِ سياهه ڪرڻ: ساڙي رک ڪري ڇڏڻ - ناس ڪري ڇڏڻ.
- خاڪِ شفا: ث. شفا ۽ تندرستي ڏيندڙ مٽي - مڪه معظمه ۽ مدينه منوره جي خاڪ.
- خاڪِ شو: ذ. صفت. سونارن جي ٻنيءَ جي مٽي ڌوئيندڙ - ڌوڙ ڌوئو.
- خاڪِ شوري: ث. مٽيءَ جو ڪم يا پورهيو. هارپو. محنت - جسماني پورهيو - مزوري - روزگار - هٿن جي ڪمائي.
- خاڪِ شوري ڪرڻ: هارپو ڪرڻ - پوک پوکڻ. پورهيو ڪرڻ - مزوري ڪرڻ.
- خاڪِ صفت: ذ. صفت. مٽيءَ جهڙو - مٽيءَ وانگر.
- خاڪِ ڪرڻ: ساڙي ڀسم ڪرڻ - مٽي ڪرڻ - رک ڪرڻ. آجاڙڻ - تباهه ڪرڻ - برباد ڪرڻ.

- خاڪِ ڪَش ۽ خاڪِ ڪَش: ذ. صفت. پنين ۾ مٽيءَ کي گڏ ڪري، پٽڻ ناهڻ جو اوزار- ڊانداري.
- خاڪ ۾ خاڪ ٿيڻ: تمام هيٺاهين وڃڻ. گولن جو گولو ٿيڻ وجود وڃائڻ - مَرڻ مارڻ - فنا ٿيڻ. سخت محنت ڪرڻ - جفاڪشي ڪرڻ.
- خاڪ ۾ ملائڻ: مٽيءَ ۾ ملائڻ - برباد ڪرڻ - تباهه ڪرڻ - چٽ ڪرڻ - ناس ڪرڻ. بگاڙڻ - خراب ڪرڻ. پائمال ڪرڻ - ذليل ۽ رُسوا ڪرڻ.
- خاڪ ۾ ملڻ: تباهه ٿيڻ - برباد ٿيڻ - چٽ ٿيڻ - ناس ٿيڻ. نالو نشان مٽجي وڃڻ - مري وڃڻ.
- خاڪ ۾ ملي وڃڻ: مٽيءَ ۾ دفن ٿيڻ. مري وڃڻ - رد ٿي وڃڻ (رٿون وغيره)- ناڪامياب ٿيڻ.
- خاڪِ نشين ۽ خاڪِ نشين: ذ. صفت. مٽيءَ تي ويهندڙ - ساده مزاج - ساد ين عادت وارو - مسڪين.
- خاڪ وسائڻ: خاڪ اڏائڻ - ڌوڙيو ڪرڻ - ماتم ڪرڻ - واويلا ڪرڻ.
- خاڪ وسڻ: مٽي پوڻ. واري وسڻ. ويراني ٿيڻ - بي رونق ٿيڻ.
- خاڪي ۽ خاڪي: ذ. صفت. خاڪ جو - خاڪ جي پيدائش. مٽيءَ هاڻو - مٽيءَ وارو. مٽيءَ جي رنگ جهڙو. هڪ رنگ جو قسم. ڪپڙي جو هڪ قسم. هندو فقيرن جو هڪ قسم. (بُت تي ڀيوت يا مٽي مَليندڙ) - ڀڀوتيو. مجازاً: آدمي - انسان - ماڻهو. مسلمان فقيرن جو هڪ ٽولو.
- خاڪي وردي: پوليس يا فوج جو سپاهي.
● خاڪاهو ۽ خاڪاها (ت): ذ. سارين ڪان سواءِ خريف جي ٻئي فصل کي پوکڻ ڪان پوءِ پهريون پيرو پاڻي ڏيڻ.
● خاڪسي: ث. خوب ڪلان - هڪ ٻسارڪو وڪر، جنهن کي خاڪشير به چئجي (بخار لاءِ دوا طور ڪم اچي).
● خاڪِ شير: ث. خاڪسي (گاڙهاڻ ۽ هيڊاڻ تي مائل سنهو ٻج) - خوب ڪلان.

● خاڪو ۽ خاڪا: ذ. [ف] اهو نقشو جيڪو صرف حدن جون ليڪون ڪڍي ٺاهيو وڃي - ڍانچو - مٽيءَ تي يا مٽيءَ سان ٺاهيل نقشو - نقشو - چِٽ - آثار - بوتو - فوٽو - شڪل - تصوير جو پاهريون ليڪو - ڪچو نقشو - مُسَوَّدو. ڪورَ - ورِتَ - ڪَچَ - وَڏَ. مَسخريءَ جي تصوير (نوڪبازيءَ طور). سفيد پنو (جنهن تي فقط ڪچا نشان ڏري بند ڪيو وڃي، آن لاءِ ته وندر جي وقت يا موقعي تي ڪجهه لکيو وڃي). ڪنهن قيمتي پٿر جهڙو: موتين، مرجان وغيره جو پيٺل ڪٽو يا پائوڊر.
- خاڪو ڪَڍَڻ: ڪچو نقشو ڪڍڻ - مُسَوَد تيار ڪرڻ. ليڪن سان ڪنهن تصوير جا نشان ڪڍڻ - ليڪڻ - اسڪارڻ.
● خال ۽ خال: ذ. [ع] خالي پيل جڳهه - وِٿي - وِچوٿي - چِير - ڦوٽ - سير - تُنگ - ڏَرَڙ - ٻَرگهل - ٻَهل - گهَت. نَڪ، مُنهن يا جسم تي ڪنهن به هنڌ قدرتي طور نڪتل ڪارو ٽِڪو - تِر. تاس راند جي پتن ۾ هرهڪ جي ٻنيان چوڻ جو لفظ (هڪ خال - ٻه خال - ٽي خال - چارخال - پنج خال - ڇهه خال - ست خال - اٺ خال - نو خال - ڏهه خال).
- خال سياهه: ذ. صفت. [ف. سياهه = ڪارو] ڪارو تِر.
● خالد: ذ. صفت. [ع. خَلَدَ = هو هميشه لاءِ رهيو] هميشه رهندڙ. اسم خاص. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ڳوٺ ۽ ديهه جو نالو.
● خالدي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
خالِص ۽ خالِص: ذ. صفت. [ع. خَلَصَ = هو نيجو يا صاف ٿيو] ملاوت ڪان سواءِ - بنا ملاوت - بنا کوٽ - سچو - شُدّ - نبار - چوکو - ٽَٽ - صاف - نج - اصل - کَرو - صحيح. سچي ۽ پڪي اعتقاد وارو.
● خالِصو: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي باگي، تعلقي موري ۽ تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● خَالِصو ۽ خَالِصَا: ذ. صفت. نانڪ جا پوئلڳ. گرو پنٿي - سِکُ - سِکو - سِنگهُ. ٻني ۽ جي ڍَل جو هڪ قِسم. ڍَل پرينڊڙ زمين. سرڪاري زمين جنهن ۾ ٻئي ڪنهن جو حق نه هجي. بادشاهي ملڪيت. سرڪاري خزانو.

- خَالِصِي ڪَرَڻُ: ضبط ڪرڻ - ڪسڻ. ظلم ڪرڻ - ڏاڍ ڪرڻ. ايڪانت ۾ رهڻ. گوشه نشيني ۾ رهڻ.

● خَالِقُ ۽ خَالِقَ: ذ. صفت. [ع. خَلَقَ = هن پيدا ڪيو] پيدا ڪندڙ - ڪرتار - سرجڻهار - خلقڻهار - خلقيندڙ - پروردگار - خداتعاليٰ. الله تعاليٰ جي صفاتي نالن مان هڪ نالو.

● خَالُو ۽ خَالُو: ذ. [ع] ماسيءَ جو مڙس - ماسڙُ. (ث) خَالَہ.

● خَالِيُ ۽ خَالِيُ: ذ. صفت. [ع. خَلاَ = هو خالي ٿيو] اڻ ڀريل - ڪوڪلو - ڀُورُو - سکڻو - پالهو. ڪم ۾ نه ايندڙ - بي ڪار - نڪمو - واندو. اڪيلو - تنها - صرف - فقط - ڇڙو.

- خَالِيُ ڀِيڻِيُ: ظرف. بناسبب - هَرُو ڀَرُو - بي سبب - خواه مخواه - اجايو - ناحق - بي فائدي - ري گناه - بناڏوه جي.

- خَالِيُ ڪَرَڻُ: سکڻو ڪرڻ - ٺلهو ڪرڻ - پالهو ڪرڻ - واندو ڪرڻ. ڇڏي وَڃڻ. برطرف ڪرڻ. چونڪارو ڪرڻ.

- خَالِيُ وَڃَڻُ: ٺلهو وڃڻ - سکڻو وڃڻ - بيڪار وڃڻ.

- خَالِيُ هَٿين: ظرف. بنا سمر جي. ٺلهين هٿين - سکڻو. مفلس - غريب - نادار - پالهو.

● خَامُ ۽ خَامَ: ذ. صفت. [ف] ڪچو - اڻ پڪل - اڻ رسيل - ناپختو. ردي - خراب. ناقص - عيبدار - وِڏ وارو. ناتجربيڪار - اناڙي - نادان - چٽ - جاهل. نالائق - اڻلائق - ڪُڌ نڪو. ڪاٺ جي مٿان لڳل چمڙو (ت). ڪچو يا اڻ رڱيل (ڪپڙو). اسم خاص. تعلقي گهوٽڪيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- خَامُ خُو: ذ. صفت. بي وقوفي - ناداني.

- خَامُ خِيَالُ ۽ خَامُ خِيَالَ: ذ. اجايو خيال. غلط خيال. وهم.

- خَامُ خِيَالِيُ: ث. ڪوڙو خيال. غلط شَڪُ. وهم - گمان.

- خَامُ طَبۡعُ: ذ. صفت. ڪم ذهن - ابوجهه - موڳو - بيوقوف - مُنجهيل - ناتجربه ڪار.

- خَامُ عَقۡلِيُ: ث. بي عقلي - بي وقوفي - چريائي. ڀُل - چوڪ - غلطي.

- خَامُ ڪَارِيُ ۽ خَامِ ڪَارِيُ: ذ. صفت: بي هُنر - اناڙي - اڻ آزمودگار - اڻ واقف - ناتجربيڪار.

- خَامِيُ ۽ خَامِيُون: ث. ڪچائي - اڻ پڪائي - اڻ پوراڻي - ڪَمي - گهٽتائي - نَقُص - وڏ - اوڻائي - غلطي - ڀُل - چوڪ - سَهُوَ.

● خَامو: اسم خاص. تعلقي گوليءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● خَامُوشُ ۽ خَامُوشَ: ذ. صفت. [ف] ماٺِ - چُپ. ساڪِت - صبر - چپ چاپ. گهوڙي جي مٿين چَپ جي بيماريءَ جو قسم. سارين جي پيجي لاءِ تيار ڪيل زمين.

- خَامُوشُ ڪَرَائِڻُ: ماٺ ڪرائڻ - صبر ڪرائڻ - بس ڪرائڻ - چُپ ڪرائڻ.

- خَامُوشِيُ ۽ خَامُوشِيُون: ث. ماٺِ - چُپِ - چپڙي - چپ چاپ - گنگ پوڙ - سانتِ - سُڪوت - صبر.

● خَانُ ۽ خَانَ: ذ. [ترڪي] سردارُ - رئيس - مسلمان اميرن جو هڪ لقب (اڳي فقط تاتار جي بادشاهن جو لقب هو پر هاڻي هرهڪ رئيس، امير يا سردار جو لقب آهي. جيئن، پٺاڻ قوم جو لقب ۽ سنڌ ۾ بلوچ قوم جو لقب). بزرگ - اصيل - پلو - آتم. امير (ث. خَانَم).

- خَانُبَهَادُرُ: ذ. سرڪاري يا گورنمينٽ طرفان ڪنهن عهدي يا خدمت جي صلي ۾ مليل عزت جو خطاب.

- خَانُ خَانَانُ: اسم خاص. سردارن جو سردارُ. اميرن جو امير. رئيسن جو رئيس (بيرمخان ۽ سندس پٽ عبدالرحيم کي مغل بادشاهن کان مليل لقب).

– خَانُ دانُ ۽ خَانُ دانَ: ذ. صفت. اعليٰ گھراڻو - اعليٰ ڪُٽنب - گھراڻو - پُري - پيڙهي - ڪُٽنب - قبيلو. اشراف - اصيل.

– خَانِدانِي ۽ خَانِدانِيُون: ث. وڏ مائهپي - اميري - شرافت - عمده نسلي - قديم شريف گھراڻي جو.

– خَانِداني ڏيکارَڻُ: وڏ مائهپي ڏيکارڻ - سيٽ ڪرڻ - وڏائي ڪرڻ - اجايا خرچ ڪرڻ.

– خَانُ سَالارُ: ذ. صفت. لشڪر جو ڪماڊو تپاسيندڙ. شاهي آفيسر.

– خَانُ سامانُ: ذ. [ف] باد شاه جي محل جو منتظم. انگريزن جو بورچي. ڀنڊاري - ناظر - سودي. بورچي خاني جو عام مختار - ٻٽڙيل. ارد لي - نوڪر - خدمتگار.

– خَانُ صَاحِبُ ۽ خَانُ صَاحِبَ: ذ. صفت. عزت جو هڪ لقب.

– خَانَمُ: ث. اعليٰ گھراڻي جي عورتن جو لقب - بيگم - اميرزادي.

– خَانِوادُو ۽ خَانِوادا: ذ. صفت. وڏيرو - رئيس - امير.

– خَانِوَادِي ۽ خَانِوادِيُون: ث. خانوادي - وڏيري - گودي - گھر ڏيائي.

– خَانِي ۽ خَانِيُون: ث. رئيسي - اميري - وڏ پڙپ. شانُ - مانُ - آب اقبال - مرتبو - وڏائي - بزرگي - برتري. دبدبو - حشمت - رُعب - شان شوڪت. "خان جي خاني، ماني ۽ مان معلوم ٿي" (ڀهاڪو).

● خَاناڻِي: اسم خاص. تعلقي ٺهوڙاٻاڙي ۽ تعلقي شاه بندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● خَانُ پهلو: اسم خاص. تعلقي ٻني عاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● خَانپُور: اسم خاص. تعلقي ميرپور ماٿيلي، تعلقي ڳڙهي خيري، تعلقي ميرپور بٺوري، تعلقي ڪونڙي ۽ تعلقي خيرپور ناٿن شاه ۾ هڪ ديهه جو نالو. شڪارپور جي اوڀر ۾ هڪ شهر جو نالو.

● خَانُزئِي: اسم خاص. بگٽي بلوچن جو هڪ قبيلو.

● خَانِ سَرِ: اسم خاص. تعلقي ميرپور بٺوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● خَانِقَاهَ ۽ خَانِقَاهُون: ث. [ف. خانگاه < خانہ = گھر + گاه = جاء] درويشن ۽ بزرگن جي رهڻ جي جاء. ڪنهن بزرگ جي مزار تي ٺهيل چوڪُنڊي - خانگاهه.

● خَان ڪَنڌُهوڙو: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● خَانِگاهَ ۽ خَانِگاهُون: ث. [ف] ڏسو "خانقاه".

● خَانِگِي ۽ خَانِگِيي: ذ. صفت. [ف] گھر جو - گھريلو. نِج - ذاتي - شخصي - پنهنجو. نويڪلو - خلاصو - خاص. پوشيدو - ڳجهو - مخفي. غيرسرڪاري.

– خَانِگِي جهَڳِڙو: ذ. گھرو جهيڙو - ذاتي جهيڙو.

● خَان ڳَڙهَ: اسم خاص. تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● خَانُمَانُ: ذ. [ف. خانہ = گھر + مان = سامان] گھر جو سامان - اسباب اثاثو - مال ملڪيت - گھر ٽڙ.

– خَانُمَان خَرابُ: ذ. صفت. سڀڪجهه تباه - برباد - جهڳو ئي جهڻ.

● خَانُو ۽ خَانا: ذ. [ف. خانہ = گھر] گھر - مڪان - جاء - جهُڳو - ڪمرو - ڪوٺي - چونڪو. حصو - ٽڪرو - ڀاڱو - وِڀري. ڪنهن ڪبٽ يا ميز جو دروازو. تلوار رکڻ جي ميان - ڪپُ.

– خَانُو آبادُ ٿيڻُ: گھر وسڻ - گھر آباد ٿيڻ.

– خَانُو آبادُ هُئڻُ: اولاد چڱڙ - اولاد جو لائق هجڻ.

– خَانُو خَالِي ڪَرِي وِجهَڻُ: آٽ جو تمام تڪڙو هلڻ.

– خَانُو خَرابُ ٿيڻُ: گھر برباد ٿيڻ. چٽ ٿيڻ - جهُڳو جهڻ ٿيڻ.

– خَانُو خَرابُ ڪَرَڻُ: ڪنهن جو گھر تباه ڪرڻ - نابود ڪرڻ - ناس ڪرڻ - چٽ ڪرڻ - نقصان ڪرڻ.

- خانِي کان ٻاهِر هُئَڻُ: چريو هئڻ - بي عقل هئڻ. دڻيون ٻاليون و يل هئڻ.
- خانِي مان نِڪري وَڃَڻُ: بدافعال ٿيڻ.
- خانوادہُ: ذ. [ف. خانہ = گهر + وادہ = پيڙهه] هڪ گهر جا ماڻهو. هڪ خاندان جا ياتي هڪڙي بزرگ جو اولاد. خاندان - گهر - قبيلو - ڪٽنب - پيڙهي. مشائخ يا درويش سان تعلق رکندڙ خاندان. اشراف - اصيل - وڏيرو - سردار. فقيريءَ جو سلسلو.
- خانواهہ: اسم خاص. جوهي، رتوديرو، جيمس آباد، شڪارپور، ڳڙهي خيرو ۽ ڪنڊڪوٽ تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- خانواهڻُ: اسم خاص. تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ڳوٺ ۽ ديهه جو نالو.
- خانوٺ: اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ڳوٺ ۽ ديهه جو نالو.
- خانورِ: اسم خاص. تعلقي مٺيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- خانہُ: ذ. [ف] گهر - جاءِ - مڪان - حويلي. ڪبوترن يا ڪُڪڙن جي رهڻ جي ڪُنڊي. آکيرو - واهيرو. پيٽي، ميز يا تجوڙيءَ جو اندريون گهر - خانو. شطرنج يا چوپڙ راند ۾ ساريءَ رکڻ جو گهر. ڪنهن شيءِ رکڻ جي جاءِ. "دواخانہ وغيرہ".
- خانہٴ آبادُ: ذ. صفت. ڀَريَل گهر - خوش - سُکيو - ستابو - شاهوڪار - وڏ نڏڙ و يجهندڙ گهَرُ.
- خانہٴ آبادِيُ: ث. خوشحالي - خوشي - سکيائي - آسودگي. شادي.
- خانہٴ بَدوشُ: ذ. صفت. بي گهر. اهو ماڻهو جو هڪڙي هنڌ گهر ڪري نہ رهي. رولُ - رولُو - آوارہ - پٽڪندڙ - پريشان - دربدر - بي گهر. سانگي - پرديسي - رمتو - سدائين مسافري ڪندڙ. لڏو ڪُني هلندڙ، جيئن قديم تاتاري، واگهڙي ۽ جبلي وغيرہ.
- خانہٴ بَدوشِيُ: ث. هيڏانهن هوڏانهن رُلڻ جي حالت. مُسافِري - پٽڪَ - رولاڪو.

- خانہٴ بَربادِيُ: ث. گهر يا خاندان جي تباهي.
- خانہٴ تَلاشِيُ: ڪنهن چوري ٿيل شيءِ جي ڳولا لاءِ ڪنهن گهر جو سمورو سامان آلت پُلٽ ڪري ڇڏڻ جي حالت. ڪنهن جي گهر ڪي جهاڙو ڏيڻ. تلاشي - جهاڙو - ڳولا.
- خانہٴ پَرُدازِيُ: ث. گهرو خرچ ۾ ڪفايت. ڪم خرچي - ڪفايت - قناعت.
- خانہٴ پُرِيُ: ث. خالي گهر ڪي پرڻ جو ڪم. نقش پرڻ جو ڪم. سرڪاري مقرر ٿيل نقش ڪي پرڻ جو ڪم.
- خانہٴ جَنگِيُ: گهرو لڙائي - گهرو جهڳڙو - گهرو فساد - پاڻ ۾ ويڙهہ. ٿوري گهڻي ڳالهہ تان ويڙهہ. دنگو - فساد - ساڳئي ملڪ وارن جو پاڻ ۾ دنگو فساد ڪرڻ.
- خانہٴ خُدا: ذ. خدا جو گهر - ڪعبة الله - بيت الله - عبادت گاهہ - مسجد.
- خانہٴ خَرابُ: ذ. صفت. تباهہ - برباد - ويران - خراب - ڊانواڊول. بدعادت - بدڪار - بَدوضع. آوارہ - رولُ.
- خانہٴ خَرابِيُ: ث. گهر جو ڦيٽاڙو - گهرو نقصان - بربادي - تباهي - ستيا ناس.
- خانہٴ دارُ: ذ صفت. گهر وارو - گهر ٻار وارو - ڪٽنب وارو.
- خانہٴ دارِيُ: گهر ٻار جو ڪاروبار. گهر جا معاملات. گهر جو ڪم ڪار - گهر جو انتظام.
- خانہٴ زادُ: ذ. صفت. گهر جو پيدا ٿيل غلام. گهر جو نپايل ٻانهو. گهر جي ٻانهيءَ جو ٻارُ. غلام زادو.
- خانہٴ سازُ: ذ. صفت. گهر ناهيندڙ - رازو.
- خانہٴ سوزُ: ذ. صفت. خاندان کي بدنام ڪندڙ. گهر جلائيندڙ.
- خانہٴ شُمارِيُ: گهرن جو شمار يا ڳڻپ. ماڻهن جي ڳڻپ. آدمشماري.
- خانہٴ نَشِينُ ۽ خانہٴ نشِينُ: ذ. صفت. گهر ۾ ويهڻ وارو. گوشہ نشين. بي ڪارُ - واندو - نڪمو - نڪمٽو.

● خاوَرُ: ذ. [ف]. هڪ طرف جو نالو - اوڀر - اڀرندو - مشرق - پورب. ألهندو (بعضي ألهندي طرف لاءِ بہ استعمال ٿئي). اڀرندي طرف وارو. سجُ - سُورج - آفتاب.

● خاوَنُدُ ۽ خاوِنُدَ: ذ. [ف. خاله وند. خانہ = گهر + وند = وارو] آقا - مالڪ - ڌڻي - سائين. گهر وارو - مُڙس - پتار - شوهر - گهر ڌڻي - وارث - ڀتيي.

= خاوِنُدِيُ: ث. بنده نوازي - مهرباني - عنايت.

● خائِفُ ۽ خائِفَ: ذ. صفت. [ع. خاف = هو ڊنو] ڊڄندڙ - ڊپ ڪندڙ - ڊيڄُو - ڊڄڻو. الله يشو ڪندڙ.

● خائِنُ ۽ خائِنَ: ذ. صفت. [ع. خانَ = هن خيانت ڪئي] امانت ۾ خيانت ڪندڙ - بي ايمان - بد ديانت - ٺڳ - دغاباز - بدنيت.

● خايو ۽ خايا: ذ. [ف. خايہ = آنو رو] پيلو - آنورو - خصيو. پکيءَ جو آنو - بيضو.

● خبائثَ: ث. [ع. خبُثَ = هو خراب ٿيو] پليتي - ناپاڪائي - گندگي. اند رڪارائي. لچائي - شرارت. بدڪاري - بڇڙائي.

● خبازيُ: ذ. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻسارڪو وَکر- گول ٻِنن وارو ٻِتنتر يا ڦنتتر (خيري گل جو ٻج).

● خبُثُ: ذ. [ع] خباثت - پليدي - ناپاڪائي.

= خبُثُ الحديد: ذ. [ع] لوهہ ڳارڻ وقت ان مان نڪتل ڪِن ڪچرو - لوهہ جي ڪُشتہ جو هڪ قسم.

● خبَر ۽ خبَرون: ث. [ع. خبَرَ = هن ڄاتو] آگاهي - واقفيت - اطلاع - ڄاڻ. افواهہ - هُل - هوائُو. احوال - سماچار - سُڌ سماءُ - سَمَڪَ - پروڙ - ڪُڙڪَ - ڪل - سَنَديشُ - سنيهو - پيغام - پيام - نياپو. علم - گيانُ - ڄاڻَ - پتو - حديث - نشان - سُراغ. سمجهہ - عقل - سُڌ ٻُڌ - معلومات. اوسان - هوش. علم نحو موجب جملي جي ٻن ضروري جزن مان اهو ٻيو جزو جو پهرئين بابت ڪجهہ چوي يا بيان ڪري. مثلاً: ”مير محمد هوشيار ڇوڪرو آهي.“ انهيءَ جملي ۾ ”هوشيار ڇوڪرو آهي“، کي گرامر ۾ ”خبر“ (Predicate) چئبو آهي.

= خبَرَ آڻڻُ: پتو ڪڍي اچڻ - سُراغ معلوم ڪرڻ. احوال آڻڻ - سُڌ آڻڻ. فوتيءَ جو اطلاع اچڻ.

= خبَرَ اُڏائڻُ: ڪُوڙي ڳالهہ مشهور ڪرڻ - افواهہ اُڏارڻ.

= خبَرَ پوڻُ: معلوم ٿيڻ - سُڌ پوڻ - سمجهہ ۾ اچڻ - ڄاڻ پوڻ - واقف ٿيڻ.

= خبَرَ پُهچائڻُ: اطلاع ڪرڻ - احوال ڏيڻ. نياپو ڏيڻ. آگاهي ڪرڻ.

= خبَرَچار ۽ خبَرون چارون: ث. حال احوال - سُڌ سَماءُ - سماچار - واءُ ساءُ. بيان.

= خبَرُدار: [ف] حرف ندا. تنبيهہ جو لفظ - خبردار ٿيو! هوشيار ٿيو! هيڏي ڌيان ڌريو!

= خبَرُدارُ: ذ. صفت. خبر رکندڙ - ڄاڻ رکندڙ - ڄاڻو - آگاهہ. هوشيار - سُچيت - سُجاڳ - ڦُڙت - چالاڪ - سُر پتو - چوڪس.

= خبَردارُ ٿيڻُ: واقف ٿيڻ - هوشيار ٿيڻ.

= خبَردارُ خبَردارُ پُڪارڻُ: پهرو ڏيڻ.

= خبَردارُ رَهڻُ: چوڪس رهڻ - تيار رهڻ - هوشيار رهڻ - هر وقت خيال رکڻ - حذر ڪرڻ.

= خبَرُدارُ ڪَرڻُ: چتائڻ - ٻُڌائڻ - هوشيار ڪرڻ.

= خبَرُداريُ: ث. خبرگيري - نگهباني. هوشياري - سجاڳي - سُچيتائي - پرداخت - سنڀال - احتياط - چالاڪي - سياڻپ.

= خبَرَ ڏيڻُ: اطلاع ڏيڻ - آگاهہ ڪرڻ - آگاهي ڏيڻ - ڄاڻ ڏيڻ - چِتائڻ - حال احوال ٻڌائڻ - احوال ٻُڌائڻ.

= خبَرَ رَسانُ: ذ. صفت. اطلاع پهچائيندڙ - قاصد - نامبر - پانڌيڙو.

= خبَرَ رَکڻُ: پتو رکڻ - واقفيت رکڻ - خيال رکڻ.

- خَبَرُ گِيرُ ۽ خَبَرُ گِيرَ: ذ. صفت. خبر وٺندڙ - نگهبان - چوڪيدار - چار يُ. جاسُوسُ.

- خَبَرُ گِيرِيُ ۽ خَبَرُ گِيرِيُونُ: ث. خبر وٺڻ جي حالت. خبرداري - معلومات - جاسوسي.

- خَبَرَ لَهَڻُ: خبر وٺڻ. چڱيءَ طرح سان تپاس ڪرڻ. سيڪت ڏيڻ.

- خَبَرَ نَہ هُجَڻُ: واقفيت نہ هجڻ. اطلاع نہ هجڻ.

- خَبَرَ وَٺَڻُ: حال وٺڻ - پُڇڻ - دريافت ڪرڻ. معلومات ڪرڻ - سُڌ وٺڻ - سماءُ وٺڻ - واقفيت وٺڻ. جاچ ڪرڻ - ڏسڻ - نظر رکڻ - سنڀال ڪرڻ - مارڻ - ڪُٽڻ - سزا ڏيڻ - بدلو وٺڻ - مزو چکائڻ - ٺيڪ ڪرڻ - دُرست ڪرڻ.

- خَبَرَ وَڃَڻُ: اطلاع وڃڻ - نياپو وڃڻ - قاصد وڃڻ.

- خَبَرُونُ پَڪِيءَ تي ٿِيَڻُ: دير ۾ نتيجو ظاهر ٿيڻ. دير ۾ سزا پوڻ.

● خَبْطُ ۽ خَبْطَ: ذ. [ع] عقل جو جنون سان گڏ هجڻ جي حالت. چريائي - ديوانگي - سوداءُ - مستي.

- خَبْطُ سُوارُ ٿِيَڻُ: اجايو ۽ بيهوده خيال ۽ وهم دل ۾ ويهڻ.

- خَبْطِيُ ۽ خَبْطِيُ: ذ. صفت. ديوانو - چريو - وهمي - پاڳل - مست - سودائي - بيوقوف - بدحواس - وهمي ڳالهين ۾ مشغول.

● خَبِيثُ ۽ خَبِيثَ: ذ. [ع. خَبُثَ = هو پليت ٿيو] پليت - پليد - ناپاڪ - نجس - گندو - بڇڙو - خراب - ڪِنو. شرير - بدڪار - لُچ - بدظن. پاپي - دُشٽُ - شيطان.

● خَبِيرُ: ذ. صفت. [ع. خَبَرَ = هن ڄاتو] چڱيءَ طرح خبر رکندڙ. سڀڪجهہ ڄاڻندڙ. خوب واقف - داناءُ. اسم خاص. خداتعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو. ڄاڻهارُ - ڏسڻ ٻُڌڻ وارو.

● خُتَّابُ ۽ خُتَّابَ: ذ. علم پڙهڻ جي جاءِ. اسڪول - مڪتب - درسگاهہ - مدرسو - پاٺشالا - وديالیہ - ڪُتَّابُ.

- خُتَّابِيُ: ذ. "ڪتابي" جي بگڙيل صورت. تعليم وٺندڙ - پڙهندڙ - شاگرد - اصولي - ڪُتّابي.

● خَتَمُ ۽ خَتَمَ: ذ. [ع. خَتَمَ = هن پورو ڪيو] انْتُ - آخر - پڄاڙي - پُڄاڻي - انتها - دَنگُ - ڇيهُ - پڇڙي. صفت. پُورو - مُڪَمَّلُ - تمام. پويون - آخرين. قرآن شريف جا ٽيهہ پارا پڙهي پورا ڪرڻ.

- خَتَمُ ٿِيَڻُ: پڄاڙي ٿيڻ - بند ٿيڻ - پورو ٿيڻ.

- خَتَمُ ڪَرَڻُ: پُورو ڪرڻ - پُڄائي ڪرڻ - ڇيهہ ڪرڻ - آخر ڪرڻ - انت ڪرڻ - ماري ڇڏڻ. قرآن شريف جا ٽيهہ پارا پڙهي پورا ڪرڻ.

● خَتِمُو ۽ خَتِمَا: ذ. [ع. خَتَمَ = هن پورو ڪيو] مري ويلَنُ جي رُوحن کي بخشش واسطي پڙهايل قرآن شريف. پُوري قرآن شريف جي تِلاوت. مُئي جي حق ۾ دُعا. مُئي ماڻهوءَ جي مالي يا خيرات. فاتح خواني.

- خَتِمُو ڏِيَڻُ: مماتيءَ وارن جي حق ۾ ثواب خاطر دعا گهُرڻ. قرآن شريف پڙهي بخشڻ.

● خُتَنُ: اسم خاص. تاتار جي هڪ علائقي جو نالو. (هتان جو مُشڪ مشهور آهي).

● خَتَنْگُ ۽ خَتَنْگ: ذ. [ف] "خَدَنْگُ" جي بگڙيل صورت. ڪَزُ - تيرُ - ٻاڻُ - سپيلو - تُڪو - تُڪِيُ. صفت. تکو - تيز - هوشيار - چالاڪ - پهلوان - جوڌو - بهادر - سورهيہ - سُورمو. جيتَ جو هڪ قسم (اڇي رنگ جي هڪ پکري جا روشنائيءَ تي ڪنپ ڪولي چوگرد ڦيرندي نچندي آهي).

● خَتْنُو ۽ خَتْنَا: ذ. [ع. ختنه>خَتَنَ = وڍڻ (ڪنهن شيءِ کي)] مسلمانن جي هڪ رسم جنهن ۾ عضوو تناسل جو کولو (زياده چمڙو) وڍيو وڃي. طُهر - طهور - مسلماني - سُنت ابراهيمي.

- خَتْنُو ڪَرائِڻُ: طهر ڪرائڻ. سُنت ويهارڻ. سنت ابراهيمي ادا ڪرڻ - مسلماني ڪرڻ.

- خَجَالَتُ: ث. [ع. خَجِلَ = هو شرمندو ٿيو] شرمساري - شرمندي - حياءُ - لڄ - شرم - ڦِڪائي - ندامت - پشيمالي - پڇتاءَ.

● خَجَسْتَه: ذ. صفت. [ف] سعيد - سڀورو - مبارڪ. سڀاڳو - خوش قسمت. هڪ گل جو قسم (جنهن جو رنگ زرد ۽ ٻج ڪارو ٿئي.

● خَجِل: ذ. صفت. [ع. خَجَل = هو شرمندو ٿيو] ڦڪو - شرمندو - پشيمان.

● خَچَر: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● خَچَر ۽ خَچَر: ذ. [س. کيچر ف. اَسْتَر] جانور جو هڪ قسم (جو نر گڏهه ۽ مادي گهوڙيءَ يا مادي گڏهه ۽ نر گهوڙي جي ميلاپ سان پيدا ٿئي) - استر - ڳاڏر. (ث. خَچَرِ ۽ خچريون) ف. استرماديه]. اسم خاص. دادو ضلعي ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو.

- خَچُرائُو ۽ خَچُرائا: ذ. صفت. خچر جهڙو - خچر وارو.

- خَچَرپائي: ث. گڏهه پائي - بيوقوفي - مَجهُولي - بد تميزي - اڍنگائي.

- خَچَرخانُو ۽ خَچَرخانا: اها جاءِ جتي هميشه مانداڻ متل هجي. هُل بکيڙي وارو هنڌ.

- خَچَرڪلو ۽ خَچَرڪلا: ذ. صفت. گوڙ - بکيڙو - هل - فساد - ڏمچر - ڏمچڪر - خچرخلو.

- خَچُري ۽ خَچُريون: ث. [ف. استرماديه] مادي خَچَرِ.

● خُدا: [ف. خود = پاڻ + آ < آمدن = اچڻ] پاڻهي ايندڙ - خود ايندڙ ۽ موجود رهندڙ. واجب الوجود - ربّ - پروردگار - معبود - الله - خداوند - مالڪ - صاحب - آقا.

- خُدابَخشي!: خدا شل معاف ڪري! مغفرت جي هڪ دعا.

خُداتَرس ۽ خُداتَرس: ذ. صفت. الله تعاليٰ کان ڊڄندڙ. رحمدل - قياس وارو - ٻاجهارو - بزرگ - مؤمن.

- خُداتَرسي: ث. خدا جو خوف. الله جو ڊپ. ڪهل - ٻاجهه - نيڪي. بزرگي - تقويٰ - پرهيزگاري.

- خُداتَعَاليٰ: ذ. الله سائين سڀني کان بلند آهي. قادر مطلق آهي.

- خُدا تي ڇڏڻ: خدا تي ڀروسو ڪرڻ. توڪل ڪرڻ. خداتعاليٰ جي مرضيءَ تي ڇڏي ڏيڻ. خداتعاليٰ جي حوالي ڪرڻ.

- خُداتَعَاليٰ تي ڀاڙڻ: توڪل تي رهڻ. خدا تي ڀروسو ڪرڻ.

- خداپرست ۽ خُداپَرَسْت: ذ. صفت. خدا کي پوڄيندڙ - عبادت ڪندڙ - عابد - مُوحّد - زاهد - پوڄاري - ديانتدار - نيڪ نيت - بزرگ. حق پرست. خداتعاليٰ کي يگانو ۽ لاشريڪ سمجهڻ وارو.

- خُداپَرستي: ث. رڳو خدا جي عبادت. مالڪ جي پوڄا. ڌڻيءَ جي بندگي. رحمدلي - ديانتداري - نيڪ نيتي - بزرگي.

- خُدا جو شان!: خدا جي قدرت! خدا جي حڪمت! (حيرت جي وقت استعمال ٿيندڙ جملو).

- خُدا جو قَهَر نازل ٿيڻ: آسماني آفت جو اچڻ. مصيبت ظاهر ٿيڻ.

- خُدا جو ڪارخانُو: دنيا جو انتظام. ساري ڪائنات.

- خُدا جو گهَر: ذ. مسجد - عبادتگاهه - ڪعبة الله - بيت الله.

- خُدا جو نالو وٺڻ: خدا کي ياد ڪرڻ. ذڪر ڪرڻ. نماز ادا ڪرڻ. انصاف ڪرڻ. سچ ڳالهائڻ.

- خُدا جي پَنَاهه!: ث. خدا شل پناهه ڏئي! مالڪ سائين جو سهارو! الله شل بچائي! مَعَاذ الله! خداتعاليٰ شل رکي وٺي!

- خُدا جي قُدرت: ث. خدا جي سگهه يا طاقت. خداتعاليٰ جي وڏائي. خداتعاليٰ جي بزرگي.

- خدا جي لٺ کي آواز نه هُئڻ: ڌڻي تعاليٰ جو غضب اوچتو اچي ڪڙڪڻ. ڳجهيون يا نامعلوم مصيبتون نازل ٿيڻ.

- خُدا جي مار: ث. خدا جو غضب. خدا جو ڏمر.

- خُدا جي مار پوڻ: خدا جو غضب نازل ٿيڻ. اوچتي مصيبت اچڻ.

- خُدا جي واسطي ڪَوئو به نه مارَڻُ: هميشه رڳو خود مطلبي جو ڪم ڪرڻ.
- خُدا جَاڻي: (هڪ ڪلمو). ڪجهه به نه آهي. خدا کي خبر. مون کي ڪو پتو ڪونهي. مون کي ڪا خبر ڪانهي.
- خُدا چَاهي: (هڪ ڪلمو). إنشآءاللهُ تَعَالَىٰ. خدا جي مرضي ٿي ته! جيڪڏهن خداتعاليٰ گهريو ته!
- خُدا حَافِظُ: موڪلائڻ وقت دعا جو هڪ ڪلمو. خدا جي حفاظت ۾ توکي ڇڏيم. رب" توکي بچائي- الله توهار- الوداع- فِي اَمانِ الله- آسرو الله جو.
- خُدا خُدا ڪَرَڻُ: خدا جو نالو وٺڻ. عبادت ڪرڻ. ذِڪرُ ڪرڻ- الله الله ڪرڻ- توبهه ڪرڻ- خدا جو خوف ڪرڻ- حذر ڪرڻ

"خدا خدا ڪر، مون تنهنجو ڪهڙو ڏوهه

ڪيو آهي؟"

- خُدا خُدا ڪَرِي: ظرف. مشڪل سان. وڏي تڪليف سان. تمام ڏکيائيءَ سان. مس مس. حيلن سان. وڏي انتظار ڪان پوءِ.
- خُدَاداد: ذ. صفت. خدا جو ڏنل. الٰهي نعمت. خدا جي ذات.
- خدارا: ظرف. خدا جي نالي. خدا جي واسطي. خدا ڪارڻ.
- خُدا رَسِيدَهَ: ذ. صفت. الله کي پهتل يا ويجهو. الله وارو- پرهيزگار- ولي- پهتل- نيڪ- درويش.
- خُدا رَکي: خداتعاليٰ شل پناهه ڏئي! ڏئي تعاليٰ بچائي "خُدا رکي ته ڪير چکي."
- خُدا سان ڪَمُ پَوَڻُ: خداتعاليٰ وٽ حساب ڪتاب ٿيڻ. خداتعاليٰ جي قبضه قدرت ۾ اچڻ يعني مرڻ کان پوءِ ضرور ان جي اڳيان حاضر ٿيڻ.
ڪنايتہ: ٻاسو ڪرڻ. زيادتي نه ڪرڻ. سچ چوڻ.
- خُدا سان لَنئُون لَڳَڻُ: خدا سان ڌيان لڳڻ. خدا ڏانهن مُتَوَجِہ ٿيڻ. هروقت خداتعاليٰ کي ياد ڪندو رهڻ.
- خُدا سان مِلَڻ: فوت ٿيڻ. مري وڃڻ.
- خُدا سمجهي: خدا انهيءَ جو بدلو وٺي (مون کي بدلي وٺڻ جي طاقت ڪانهي).
- خُداشَنَاسُ: ذ. صفت. خدا کي ڄاڻڻ وارو. الله وارو- معرفت وارو- ڄاڻ سڃاڻ وارو- اللهلوڪ- بزرگ- درويش- نيڪ- پارسا- عارفُ بِاللهِ.
- خُدا ڪَرِي: شل ائين ٿئي!
- خُدا کان ڊِڄَڻُ: خدا جو خوف ڪرڻ.
ڪِنايتہ: ڪوڙ نه ڳالهائڻ. ظلم نه ڪرڻ.
- خُدا کي مَڃَڻُ: خدا کي برحق سمجهڻ.
- خُدا کي يَادِ ڪَرَڻُ: هروقت خدا کي سوال ڪرڻ. خدا کان مدد گهُرڻ. خدا جي مدد ۽ رحمت ۾ اميدوار هجڻ. خدا کي حاضر ناظر ڄاڻڻ.
- خُدا لڳِي چَوَڻ: انصاف جي ڳالهه ڪرڻ. سچ چوڻ. ڪنهن جو ٻاسو نه وٺڻ.
- خُدا نَہ خَواسِتَہ: ظرف. خدا نہ ڪري! ائين نه ٿئي! شل خدا ائين نه ڪري!
- خُدا وَٽِ وَڃَڻُ: مرڻ- وفات ڪرڻ- انتقال ڪرڻ.
- خُداوَنْدُ: [ف. خُدا+ وند= جهڙو] صاحب- مالڪ- آقا- آگو- ڌڻي- سائين.
- خُداوَنْدِ عَالَمُ: ذ. جهان جو مالڪ. دنيا جو بادشاهه.
- خُداوَنْدِ نِعمَت: ذ. نعمتن جو مالڪ- نعمتون بخشيندڙ- مِهر ڪندڙ- خدا- ٻاجهارو- مهربان.
- خُدائِي: خدا جي حڪومت- خدا جي صاحبي- اُلُوهيِّت- خداوندي- خَلْقَت- دنيا- جهان- سنسار- شانُ- عَظْمت. ذ. صفت خداتعاليٰ جو. خداتعاليٰ جي طرف کان.
- خُدائِيءَ جِي دَعْوِي ڪَرَڻُ: پاڻ کي خدا سڏائڻ- غرور ڪرڻ- تڪبُّر ڪرڻ- وڏائي ڪرڻ.
- خُدائِي چِپَ: قهر اِلاهي- الله جو غضب.
- خُدايَا: حرف ندا. اي خدا! ياالاهي! ياالله!
- خُدا يَادِ اَچَڻُ: مصيبت ۾ گرفتار ٿيڻ وقت خدا کي ياد ڪرڻ ۽ ٻاڏائڻ.

● خـُداآبـَاد : اسم خاص. دادو ضلعي ۾ هڪ جهوني شهر جو نالو (جو ميان نورمحمد ڪلهوڙي جو تخـتگـاهـ هـو ۽ سن ۱۷۵۹ع ۾ ميان محمد مراد ياب خان جي ڏينهن ۾ ڪوسن ڏاڙيلن جي باهـ ڏيـڻ ڪـري ويران ٿـي ويـو). تعلقي دادو ۽ تعلقي کِڙهي خيرِي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● خـُداآبـَادُ (نـَئـُون): اسم خاص. هالا نوان ڪان ڪوهہ پنڌ تي هڪ جهوني شهر جو نالو (جو ميان سرفرازخان ڪلهوڙي سن ۱۷۷۲ع ۾ ٻڌايو ۽ ۱۸۸۸ع تائين سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ رهيو).

● خـُدادائي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (مزاري بلوچن جو هڪ قبيلو).

● خـُدائـِڻَ ۽ خـُدائـِڻُون (ت): ث. ڪجيءَ جو هڪ قسم جيڪو ڪارڪ منجهان ازخود پيدا ٿـي پوي. آها ٻوٽي جيڪا جهنگ ۾ ازخود پيدا ٿئي. خودرَو (پاڻهين آيرندڙ). ڪنڪ جو هڪ قسم (داڻو ننڍو ۽ ٿلهو ٿئي).

● خـَدُشو ۽ خـَدُشـَا: ذ. صفت. [ف. خـَدُشـَہ = خطرو] انديشو - فڪر - ڌپ - ڌاءُ - ڀؤ - ڊپ - خوف - خطرو. ويچار - خيال - چنتا - ڳڻتي. شڪ - گمان - ڪنڪو - شبهہ - انومان - آلڪو - آڌڪو. ڏڦيڙ - فساد - لڙ - جهيڙو.

● خـِدُمـَت ۽ خـِدُمـَتـُون: ث. [ع. خـَدَمَ = هن ڪم ڪيو] نوڪري - ملازمت - پورهيو - ڪم - ڪار - ڪاج - چاڪري - ٽهل - سيوا - شيوا - پيلـَپ - نفري - ڪمائي - مشغولي - خدمت.

ـ خـِدُمـَات: ث. خدمت جو جمع. ڪارناما - نُمايان ڪَمَ - وڏي اهميت وارا ڪم - اهمّ ڪارگذاريون - تعريف جوڳا ڪم.

ـ خـِدُمـَت ڪـَرڻُ: ٽهل ڪرڻ - چاڪري ڪرڻ - شيوا ڪرڻ - نوڪري ڪرڻ يا ڏيڻ.

ـ خـِدُمـَتگـَارُ ۽ خـِدُمـَتگـَارَ: ذ. صفت. ملازم - نوڪر - چاڪر - ٽهليو - سيوڪ - شيوڪ - پانهو يا ٻيلي تي گذارڻ وارو.

ـ خـِدُمـَتـگـَارِي ۽ خـِدُمـَتـگـَارِيُون: ث. خدمت - پورهيو - ٽهل - شيوا.

ـ خـِدُمـَتگـُذَارُ ۽ خـِدُمـَتگـُذَارَ: ذ. صفت. خدمت چاڪري ڪرڻ وارو - خادم - نوڪر - ٽهليو - سيوڪ - شيوڪ - چاڪرُ.

ـ خـِدُمـَتـِي ۽ خـِدُمـَتـِيُ: ذ. صفت. خدمت ڪندڙ ٽهليو - شيوڪ - نوڪر - چاڪرُ.

● خـِدُمـَتگـَارَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد سنڌ ۾).

● خـَدَنـگـُ ۽ خـَدَنـگ: ذ. [ف] هڪ وڻ جو نالو (جنهن جي ڪاٺي مضبوط ٿئي ۽ اڪثر انهيءَ مان تير ٺهن). مجازي معنيٰ: تير - نـنـڍو تير - خـَتـَنـگ.

● خـُدُو (ڪـُدُو): ذ. [خدابخش جي بگڙيل صورت] تاس جي پتن جي هڪ رنگ جو نالو - ڪارو. زمين ڪوٽڻ جو هڪ اوزار - ڪوڏر.

● خـَدِيجـَہ: اسم خاص. [ع] نبي ڪريم صلي الله عليه وآلہٖ وسلم جن جي پهرين بيبي - خـَدِيجـَةُ الـڪـُبـُريٰ (بيبي صاحبہ جن بيوه جي حالت ۾ حضورجن سان نڪاح ڪيو هو ۽ هجرت کان ٽي سال اڳ ۾ وفات ڪئي).

● خـَدِيُو: اسم خاص. [ف] بادشاهہ - حاڪم - مالڪ - آقا. مصر جي بادشاهہ جو لقب.

● خـِذُمـَت: "خـِدمت" جي بگڙيل صورت.

● خـَرُ ۽ خـَرَ؛ ذ. [سن. کـَرُ, ف. خـَرُ = گڏهہ] جانور جو هڪ قسم - گـَڏَهہ - ڪـَرُ. صفت. بيوقوف - احمق - نادان - جاهل. خراب ماڻهو - لـُچ - بدمعاش - حرامي. ڪـَرِيَل - ڪمينو. دشمن - رقيب. وڏو جيئن: خرسنگ = وڏو پٿر, خـَرمـَگـَس = وڏي مک وغيره."

ـ خـَرُ بـَنـِجـَڻُ: بيوقوف ٿيڻ. بي عقل ٿيڻ.

ـ خـَرُدَجـَّالُ: ذ. دجّال جي سُواريءَ جو گڏهہ. روايت آهي تہ آخر زماني ۾ دجّال نالي هڪ شخص گڏهہ تي سُوار ٿي ايندو. ماڻهن کي گمراهہ ڪرڻ لاءِ ايندو.

- خَرُدِ مَاغُ يا خَرُدِ مَاغَ: ذ. صفت. بد دماغ- ڪُند ذهن- بي وقوف- جاهل- مغرور- گهمنڊي- هٺيلو- ضِدّي- جاهل.

- خَرُدِ مَاغِيُ: ث. بي عقلي- بد دماغي- ڪند ذهني. هَٺَ- وڏائي- تڪبُّر.

- خَرُڪَارُ: خَرڪار ڪنمپ.

- خَرُمَسُتُ يا خَرُمَسُتَ: ذ. صفت. نٽر- هوڏي- ضدي- ڪُند ذهن- ڏڏُ. بد مست- بي پرواه- بي عقل- بي وقوف.

- خَرُمَسُتِيُ: ث. گڏه جهڙي مستي- بد چالي- ڪُلڇٺائي- شرارت بد معاشي.

- خَرُمَغَزُ يا خَرُمَغَزَ: ذ. صفت. گڏه جي مغز جهڙو- احمق- ڪُند فهم- ڏَڏُ- توائي- ديوانو. فسادي- نِٽَرُ- بي وقوف.

● خَرِ: ذ. (آواز) گڏه ڪي هڪلڻ جو آواز.

● خَرَابُ يا خَرَابَ: ذ. صفت. [ع. خَرِبَ = هو تباه ٿيو] ڪِنو- بڇڙو- گندو- بَدَ- بُرو- مَدو- عيبدار- بد زيب- ردّي- وِيَلُ- نِڪمو- ڪوجهو- ناپاڪ- اپوتر- پليت- پليد- قبيح- ويران- تباهه- برباد- ڦِٽل- دُف- ڊِٺَلُ- خَستہ- ضايع- چَٽ- ناسُ- اُجڙُ.

- خَرَابَاتِ: "خَرَابُ" جو جمع. خرابيون- بڇڙائِيُون- بد عادتون- خراب ڪم. شراب خانو- گتو- ڪلال خانو. فاحش ڪاريءَ جو اڏو. جُواخانو.

- خَرَابَاتِيُ يا خَرَابَاتِيُ: ذ. صفت. شرابي- ڀنگي (ڀنگ پيئڻ وارو). نَشئي- موالي- جُواري- بد چال.

- خَرَابُ ٿِيَڻُ: بڇڙو ٿيڻ. ڪِنو ٿيڻ. گندو ٿيڻ. برباد ٿيڻ. اُجڙ ٿيڻ. بِگڙڻ. آواره ٿيڻ. بد چال ٿيڻ. ڪري پوڻ.

- خَرَاب حَالُ يا خَرَابَ حَالَ: ذ. صفت. بڇڙيءَ حالت ۾. ابترحال- پريشان حال- بد حال.

- خَرَابُ خَستہُ: ذ. صفت. [ف. خَستہُ = اُجڙيل] سُڃو- برباد- اُجڙيل- ناسُ- ويران- اُداس- پريشان.

- خَرَابُ ڪَرَڻُ: ڪِنو ڪرڻ- بڇڙو ڪرڻ- گندو ڪرڻ- بگاڙڻ- نڪمو ڪرڻ- برباد ڪرڻ- تباهه ڪرڻ- ڦِٽائڻ- ڪارڻ. حيران ڪرڻ- پريشان ڪرڻ- زنا ڪرڻ- حرام ڪرڻ- بد فعلي ڪرڻ.

- خَرَابو يا خَرَابَا: ذ. گَندُ- ڪِنُ- ڪِچرو- بگاڙو- ڦِٽاءُ- ڪوٽ- ڪوڙُ- ويرانو- اُجڙيل گهر- ٻَڇِٽَ- اوبر- جُوٺ.

- خَرَابُ هُجَڻُ: بڇڙو هجڻ- گندو هجڻ. برباد هجڻ. نڪمو هجڻ. حيران هجڻ. پريشان هجڻ. ڪنهن سان بد فعل هجڻ. بد چال هجڻ. آواره هجڻ. ويران هجڻ.

- خَرَابِيُ يا خَرَابِيُونُ: ث. بڇڙائي- گندائي- گندگي- قباحت- ڪِنائي- ميرائي- بُرائي- بَدي. اوگڻ- بربادي- تباهي- نابودي- بگيڙو- نقصان- زيان- وِڃاءُ- بد نامي- فنا- پائيمالي- گهاتَ- بيهودگي- ڪميٺپ.

- خَرَابيءَ ۾ پَوڻُ: بڇڙائيءَ ۾ منهن وجهڻ. مصيبت ۾ پوڻ. تڪليف ۾ پوڻ.

- خَرَابِيءَ ۾ وِجهَڻُ: بڇڙائيءَ ۾ وجهڻ. مصيبت ۾ وجهڻ. تڪليف ۾ وجهڻ.

● خَرَاجُ: ذ. [ع. خَرَجَ = هو نڪتو] ملڪ جي آمدني- ڏَنُ- ڍَلَ- محصول- ناڪو- چُنگي- مالگذاري- ٽيڪس- ڊيوٽي- رائِرُ- سُنگُ- رڪَبُ- نُول- ڏاڻُ.

- خَرَاجُ گُذارُ: ذ. ڍل ڀريندڙ- ڏن ڀَرُو.

- خَرَاجِيُ: ذ. صفت. ڏن ڀريندڙ. ڍل ڀريندڙ. محصول ڏيندڙ.

● خَرَارُ يا خَرَارَ: ذ. [ف. خَرُوار = گڏه جي ڪڻڻ جيترو بارُ] اناج جو هڪ ماپو. سَٺِ ڪاسَنِ جو هڪ ماڻُ (جونر جو ٢٢ مڻ، ٻاجهريءَ جو ٢٠ مڻ ۽ ڪڻڪ جو ٢٠ مڻ ماپو)- خراڙُ.

- خَرَاڙُ يا خَرَاڙَ: ذ. خرار.

● خُرَاسَانُ: اسم خاص. ملڪ جو نالو (فارس ۾ عراق جي اڀرندي ۾ آهي).

- خُراساني ۽ خُراساني: ذ. صفت. خراسان جو. خراسان وارو. گڏهه جو هڪ قسم.

● خَراش ۽ خَراشُون: ث. [ع. خَرَش= هن رهڙ ڏني] ننهن يا ڪنڊي جي رهڙ جو نشان. رهڙ- رَهنڊ- چِبل- ڪُڇلي- چِلڪو.

● خُرافات: ث. [ع. خَرف= هن بڪ ڪئي] جمع 'خُرافت' جو. واهيات ڳالهيون- بڪواس. کِلڻ جهڙيون ڳالهيون- کِل مسخري- ٺٺول- ڪارگند.

- خُرافات بَڪڻ: واهيات ڳالهيون ڪرڻ. بڪواس ڪرڻ. کِل جهڙيون ڳالهيون ڪرڻ. مسخري ڪرڻ.

● خِرام: ذ. ف. ناز نخري واري نازڪ هلڻي. ڍار سان هلڻي. لوڏ سان هلت. نازڪ چال- ٺور- لوڏ- ڏانڪ- ٺيلارو.

- خِرامان: ذ. صفت. ناز نخري سان هلندڙ. خوش رفتار.

- خِرامان خِرامان هلڻ: ناز نخري سان هلڻ. ٺلندو ٺلندو هلڻ.

- خِرانٽ ۽ خِرانٽ: ذ. صفت. [هندي. کرانٽ= پوڙهو] پوڙهو- جهونو- آزمودگار- عاقل- داناءُ- رُونٽڙو- رُونٽو.

● خَربُوزو ۽ خَربُوزا: ذ. [ف. خَربُزه. خَر= وڏو+ بُزه= مِٺو ۽ سُرهو ميوو] هڪ ڦل جو قسم. گدرو- خَربُزه- خربوزه. گهوڙي جي وارن مان ٺهيل جاري.

● خَرج ۽ خَرجُون: ث. [هندي. کرج= آواز جي باڙ يعني آواز جي نڪرڻ جو هنڌ] مخرج.

● خُرجِين ۽ خُرجِينُون: ث. [ف. خُرزِين] گهوڙي جي هنيءَ تي ٻار ڪڍڻ جو ٻه مُنهون ڳوٿرو- ڪڙيو- ڪرسڻ- ڪرجين- زَنبيل.

● خَرچَنگ ۽ خَرچَنگ: ذ. [ف. خرچنگ= سيانتو] پاڻيءَ جي هڪ جيت جو قسم. پاڻيءَ واتڙو (ٿ). ڪيڪڙو- ڪيڪڙو- سيانتو- سرطان. ٻُوٽيءَ جو هڪ قسم. آسماني ٻارهن برجن مان هڪ برج جو نالو.

● خَرچَڻ: مصدر. خرچ ڪرڻ. صرف ڪرڻ. ڪپائڻ- ڪاڀو ڪرڻ. استعمال ڪرڻ. ڪتب آڻڻ. ڪم آڻڻ. واپرائڻ.

- خَرچ ۽ خَرچ: ذ. روانگي (پئسي وغيره جي). خرچ ڪيل رقم- ڪاڀو- ڪاٻارو- لاڳت- ڪَپت- واصل- پُوتو. هرج- نقصان- جوکم. پئسا- ڏوڪڙ.

- خَرچائُو ۽ خَرچائُو: ذ. صفت. اجايو خرچ ڪندڙ- گهڻو خرچ ڪندڙ- گهڻ خرچائو- آڏائيندڙ (پئسو). درياه دل- سخي- هٿ ڇاڙ.

- خَرچ ٿيڻ: ڪپجڻ صرف ٿيڻ- ڪم اچڻ- واپرائجڻ.

- خَرچ پَکو ۽ خَرچ پَکا: ذ. روزمره جي ڏيتي ليتي. خرچ ٿيل رقم. ڪاڏي پيتي لاءِ مُوڙي. گهر جي ڪاڀي لاءِ گهربل رقم. گذران جي پُورت. سيڌو- سامان- سَمَرُ- توشو- رَسَدُ.

- خَرچ ڏيڻ: گهر جي خرچ پکي لاءِ پئسا ڏيڻ. مزوري ڏيڻ. خرچ ڪيل رقم ادا ڪرڻ.

- خَرچ ڪرڻ: ڪنهن شيءِ جي خريداري ڪري ان جي عوض پئسا ڏيڻ. ڪاڀو ڪرڻ- ڪپائڻ- ڪم آڻڻ- ڪتب آڻڻ.

- خَرچ ڪاٻار ۽ خَرچ ڪاٻار: ذ. گهر ۽ جانورن جي کاڌي جو خرچ- خرچ پکو.

- خَرچ ۾ وجهڻ: وڏي ضرورت جي پورائيءَ لاءِ. پئسا خرچ ڪرائڻ. وڏيڪ خرچ ڪرائڻ.

- خَرچيٺو ۽ خَرچيٺا (ٿ): ذ. گهوٽيتن طرفان ڪنواريتن کي مُهر طور ڏنل رقم.

- خَرچي ۽ خَرچيون: ث. ٿورڙي خرچ لاءِ ڏنل پئسا. ڪنهن ٻار کي (خرچڻ لاءِ) ڏنل ٿورا پئسا. انعام- عطيو. محنت مزوري ڪرڻ کان سواءِ مليل رقم.

● خَرخَر: ذ. (آواز) گڏهه کي هڪلڻ جو آواز. ٻليءَ جو ننڊ ۾ آواز.

● خَرخُر: ذ. (آواز) کونگهرو- گهوگهرو.

● خَرخَرو ۽ خَرخَرا: ذ. [ف. خرخره] گهوڙي جي بدن صاف ڪرڻ جو اوزار. کَرڪَرو. سنڌي سڪل تورِ مان ٺاهيو آهي.

● خَرْخَسو ۽ خَرْخَسا: ذ. [ف. خَرْخَشَہ = ڏنگو - فساد] جهيڙو - جهڳڙو - فساد - وڳوڙ - مانڌاڻ - هنبس - ٽُنڊ - ماچانسگ - هُل - گوڙ - راماٽو - مَمَڻ - ڌَمچر - بکيڙو - هنگامو - حشر - هُلڙ - غلغلو - کِٽ پِٽ - خرخشو.
- خرخشو ۽ خرخشا: ذ. ڏسو "خَرْخَسو."
● خِرَدْ: ث. [ف] عقل - دانائي - سياڻپ - ڏاهپ - ڦهم - شعور - سمجهه - ذهن - دماغ.
- خِرْدمَنْدْ: سياڻو - داناءُ - ڏاهو - عقلمند - دانشور - سمجهدار.
- خِرد مَنْدِي: ث. دانائي - دانشمندي - ڏاهپ - سياڻپ - عقلمندي - هوشياري.
● خُرْدُ: ذ. صفت. [ف] ننڍو - ڇوٽو - ذرو - گهٽ - ٿورو. ڪم عمر.
- خُرْدُبِينْ ۽ خُرْدُبِينَ: ذ. صفت. ننڍي شيءِ کي وڏو ڪري ڏيکاريندڙ اوزار - خرد بيني.
- خُرْدُبِيني ۽ خُرْدُبِينيُون: ڏسو "خرد بين."
- خُرْدُسَالُ: ذ. صفت. ننڍي عمر جو. ڪم عمر - طفل - ٻارُ - ٻچو.
- خُرْدُسَالِي: ننڍ پڻ - ٻالپڻ - ڪم سني.
- خُرْدَمُ ۽ خُرْدَمَ: ذ. [ف] تارُن جو مڙهيل. لوهه يا چم جو چيلهه ۾ ٻڌڻ جو پٽو. چوڙي جو لڪڻ - دُرو - هنٽر - ڪُرڙدم.
● خُرْدو ۽ خُرْدَا: ذ. [ف. خُرْدَہ = ڪابہ ننڍڙي شيءِ] ننڍو سِڪو - ريزو - ريجو - ڪچرو - مَتَ.
● خُرْدَہ: ذ. [ف] ڪابہ ننڍي شيءِ - ٽڪرو - ريجو - ريزو - ريزگاري. نڪتو - عيب - وڏ.
- خُرْدَہ بِينُ: ذ. صفت. برائي ڏسندڙ ۽ ڪڍندڙ. عيب جُو.
- خُرْدَہ فِرُوشُ ۽ خُرْدَہ فِرُوشَ: ذ. صفت. ريزڪي وڪڻندڙ - گهورڙيو.
- خُرْدَہ گِيرِي ۽ خُرْدَہ گِيرِيُون: ث. عيب گيري - عيب جوئي - نڪتہ چيني.

● خُرْزِيِنَ ۽ خُرْزِيِنُون: [ف. خُرْزِيِنَ = گڏهه جو سنج] چوڙي يا ڏاس مان ٺهيل ٻہ منهين ڳوٺري (جا ڪنهن بہ وهٽ جي پٺيءَ تي سامان کڻڻ لاءِ استعمال ڪجي). کڙيو - هَرْتيِرُ - کرسڻ - کَرْجِيِنَ.
● خُرْسَنْدُ: ذ. [ف] خوش - راضي - شاد مان. ڪفايت ڪندڙ - ڪفايتي.
- خُرْسَنْدِي: خوشي - رضامندو - قناعت.
● خَرْسَنُ ۽ خَرْسَنَ (ت): ذ. ڪَنڊن واري ٻوٽيءَ جو هڪ قسم (جو خارش سبب پاڻيءَ ۾ ٺهڪائي وِ هنججي).
● خُرْشِيدُ (خورشيد): ذ. [ف] سج - سوريہ - سورج - آفتاب.
● خِرْصُ: ذ. [ع. خَرَصَ = هن ڪوڙ ڳالهايو] ڪوڙ - بدوڙ - جوٺ - دروغ. ڪوڙي راءِ - ڪوڙو قياس - ڪوڙو خيال - ڪوڙي رٿَ - اٽڪل - تَڪَ - ڌڪو. شڪُ - الومان - ٽَلَ - ڳوڙو.
● خَرْطُومُ ۽ خَرَاطِيمُ: ذ. [ع] هاٿيءَ جي سُونڍ.
● خَرْقُ: ذ. [ع. خَرَقَ = هن ڦاڙيو] ڦاڙُ - چيرُ - ڏارُ.
- خَرْقِ عَادَتَ: قدرت ۽ عادت جي قانون جي خلاف عجيب ڳالهه. ڪنهن وليءَ جي ڪرامت. معجزو.
- خَرْقو ۽ خَرْقَا: ذ. [ع. خَرْقِيَہ < خَرَقَ = هن ڦاڙيو] ٽڪڙي - چتي - پيوند - پراڻو - چتين پيل چولو - گودڙي. فقيرن جو لباس. مرشد کان مريد کي تبرڪ طور مليل جُبو.
- خَرْقَہ پوش: ذ. صفت. ڦاٽل يا چتيون لڳل ڪپڙن وارو - درويش - فقير. الله لوڪ. صوفي.
● خَرْڪِي ۽ خَرْڪِيُون: ث. (آواز) اها کنگهه جنهن ۾ کانگهارو ٻاهر نہ نڪري ۽ رڳو اڙيءَ مان زُوڪٽ نڪرن. نڙيءَ جو آواز. نڙيءَ ۾ کڙڪو. گهرڪي (موت جي). گهرٽو - کرڙاٽ (نڙيءَ جو).
● خَرْگَاهُ: ذ. [ف. خَرْ = وڏو + گاهه = هنڌ] تمام وڏو تنبو. شاهي خيمو. تمام وڏو مکان يا جاءِ - محل. هلڪڙو تنبو - راوٽي.

● خَرُگوشُ ۽ خَرُگوشَ: ذ. [ف. خَرُ = وڏو، گَڏهه + گوشُ = ڪَنَ] وڏن ڪنن واري (جانور) جو هڪ قسم- گڏهه جي ڪنن جهڙو (جانور)- سهو- سيهڙ (سيهڙ).

● خُرَّمُ: ذ. صفت. [ف] خوش - سرهو - شاد - لهال - راضي - پرسن - شاد مان. طبيعت ۾ خوش يا ٺيڪ - نيرو - جوڙ - تواندو - تند رست. آسود و بختاور - بخت وارو - سياڳو - سرسبز - شاداب - تازو - آباد.

▬ خُرَّمِيِ: ث. خوشي - سراهي - سرهائي - شاد ماني.

● خِرُمَنُ: ذ. صفت. [ف. خِرُ = وڏو + من = ڍڳ].

▬ خِرُمَنُ مَاهُ: ذ. چنڊ جو گهيرو - پيڙُ - حلقو - هالو.

● خُرُمُو ۽ خُرُمَا: ذ. [ف] ڪارڪ جو هڪ قسم - ڪجي - ڇُوهارو - ڪارڪ - ڪجور - پاڻ ۾ مليل سُڪل ڪارڪون - ڪتل - ڪَرُمو - ڪجيءَ جو هڪ قسم (ت) مناڻيءَ جو هڪ قسم.

● خَرُموشُ ۽ خَرُموشَ (ت): ذ. تمام پوڙهو آڻ.

● خَرُمُهُرَهُ: ث. [ف. خَرُ = وڏو + مهره = ڪوڏي] وڏي ڪوڏي - وڏو ڪوڏ - سنگ - لاقوس.

● خَرُنُ: ث. رازن جو اصطلاح. اوساريءَ جو هڪ قسم.

● خَرُوارُ ۽ خَرُوارَ: ذ. صفت. [ف. خَرُ = گڏهه + وار = بار] گڏهه جي مس ڪڻڻ جيترو بار. ان" ماپي جو هڪ قسم - سَٺ ڪاسا - خَرار - ويهه مڻ تور ان". ڏسو "خَرارُ".

● خَرُوَٽِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو افغانن جو هڪ قبيلو).

● خُرُوجُ: ذ. [ع. خَرَجَ = هو لڪتو] نيڪال - ٻاهر نڪرڻ - لڪري اروار ٿيڻ. حملو - بغاوت - شورش - فتنو - باغي ٿيڻ جي حالت. علم عروض موجب اهو لفظ جو نظم ۾ وصل ڪان پوءِ اچي.

● خُرُوسُ: ذ. [ف] پاليل پکيءَ جو هڪ قسم - ڪُڪڙُ.

▬ خُرُوسِ عَرُشُ: ذ. صبح ٿيڻ ڪان اڳ آواز ڪندڙ پکي.

● خَرُوشُ: ذ. [ف] آواز - شور - غل - هَنُبَس - لُڙُ - هُل - راماڻو - ڏمچر - حشر - هنگامو - هلڙ - ماچانگ - ممڻ - غلغلو. دنگو - فساد - بکيڙو - دانهن - فرياد - پُڪار. مرڪبات ۾ ڪم ايندڙ لفظ جيئن: "جوش و خروش" وغيره.

● خِرِيبُ ۽ خِرِيبَ: ذ. ['فريب' جي بگڙيل صورت] فريب - ٺڳي - دولاب - دغا - چَلَ - ترڪٽ - ڪُپٽ - ڪوٽ - گهات - مڪر - ڏوڪو - دوڪو. اٽڪل - چالاڪي - تجويز - ڪُڏت - رمز. لَبُ.

▬ خِرِيبِي ۽ خِرِيبِي: ذ. صفت. فريب ڪندڙ - ٺگ - ترِيناڪ - ڪُپتي. ٺيٽالي. بد معاش - لُچ - لُفنگو.

● خَرِيدُ ڪَرَڻُ: مصدر. [ف] خريد ڪرڻ - ناٺي وٺڻ - مُلهه وٺڻ - سودُ ڪرڻ - ڪِڻهڻ - وٺڻ - وِهائڻ.

▬ خَرِيدَ ۽ خَرِيدُ ون: ث. مُلهه ڏيئي ڪا شيءِ وٺڻ جي حالت - ڪِڻهپ - خريدي - سودو - وٺج. اگهه - مُلهه.

▬ خَرِيدُارُ ۽ خَرِيدَارَ: ذ. صفت. خريداري ڪندڙ - ڪِڻهندڙ - وٺندڙ - مُلهه وٺندڙ - گِراڪ - گراهڪ. واپاري - وڻجارو - تجارتي - سوداگر. خواهان - چاهيندڙ - طالبو.

▬ خَرِيدارِي ۽ خَرِيدارِيُون: ث. وٺڻ جي حالت - خريد ڪرڻ جي حالت - گِراڪي - وڪرو.

▬ خَرِيدُ فِروخَتَ: ث. مال جي ڏي وٺ - وڪرو ۽ خريداري - ڏيتي ليتي (مال جي) - واپار - سودو - ڏنڊو - تجارت - وڻج - سوداگري.

▬ خَرِيدُ فِروخَتُ ڪرڻ: ث. واپار جي شين مان ڪي وڪڻڻ ۽ وٺڻ.

▬ خَرِيدُ ڪَرَڻُ: مُلهه ڪِڻهڻ - خريدڻ - سودڻ.

- خَرِيْد وَ فِروخَت: ث. خريد فروخت ـ ڏيتي ليتي.
- خَرِيْدي: ث. خريد ـ خريداري. مُلهه ـ اگهه ـ نرخ. قيمت ـ نالو. صفت. واپار ڪيل ـ ورتل ـ گِنهيل ـ گِڏل.

● خَرِيْطو ۽ خَرِيْطا: ذ. [ع] ننڍو ڳوٿرو ـ ٻُجڪي ـ ٿيلهي ـ ڳوٿري. زمين جو نقشو.

● خَرِيْفُ ۽ خَرِيْفَ: ذ. [ع. خَرَفَ = هُن سَرءُ جي موسم ۾ وڻ مان ميوو ڪَٺو ڪيو] هڪ موسم جو نالو ـ خزان ـ سَرءُ. سانوڻيءَ جي فصل جي مُند ـ سرءُ جو فصل ـ خزان جو فصل ـ سانوڻيءَ جو فصل. ڪَتِي.

● خِزانُ: ث ـ ذ. [ف] سَرءُ ـ هڪ موسم جو نالو ـ وڻن مان پنن ڇڻڻ جي موسم (آڪٽوبر، نومبر ۽ ڊسمبر مهينا). بي رونقي ـ زوال ـ تباهي ـ برباد ي.
- خِزانُ اچَڻُ: برباد ي ٿيڻ ـ بهاريءَ جو ختم ٿيڻ ـ ويراني اچڻ.
- خِزانُ ٿِيِ وَڃَڻُ: خراب ٿيڻ ـ تباهه ٿيڻ ـ ويران ٿي وڃڻ.

● خَزانُو ۽ خَزانا: ذ. [ع. خَزَنَ = هُن ڪٺو ڪيو] سون، چاندي وغيره گڏ ڪري رکڻ جو هنڌ ـ گنج. نالو ـ ملڪيت ـ ڌن. دنيا ـ مايا ـ سرمايو ـ ڏوڪڙ ـ دولت ـ ذخيرو. گودام ـ انبار ـ توشاخانو. سرڪاري پئسا حفاظت سان رکڻ جي جاءِ ـ بئنڪ ـ خزاني آفيس. قُل يا توبي (چلم يا حقي جي) ۾ تماڪ ۽ چڻل رکڻ جي جاءِ (ت). اسم خاص تعلقي مجاول ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- خَزانچِي ۽ خَزانچِيِ: ذ. صفت. خزاني جو ڪُنجي دار ـ خزانو رکندڙ ـ خزاني جي سنڀال ڪندڙ ـ خزاني وارو ـ پنڊاري ـ اڪائونٽنٽ ـ خازِنُ.
- خَزانيِ دارُ ۽ خَزانيِ دارَ: ذ. صفت. خزانچي.

● خَزانہ بَنْدُ: اسم خاص. بلوچستان ۾ "بارشو" وٽ هڪ جهونو دڙو. (١٩١٣ع ۾ راءِ صاحب ديوان جمعيت راءِ کي، جو رياست قلات جو بالا عملدار هو، جتان هڪڙي تصوير هٿ لڳي، جنهن تي هڪڙي هاٿيءَ جي پالڪي ۽ فيل بان سميت شڪل نڪتل هئي).

● خَزَرْجُ: اسم خاص. [ع] عربستان جي هڪ قبيلي جو نالو.

● خَزِيْمَهُ: اسم خاص. بلوچستان جي جهلاوان علائقي جو هڪ ڳوٺ (جتان غزنوي تاجدارن جي زماني جا ڪي سِڪا هٿ لڳا آهن).

● خَزِيْنُو ۽ خَزِيْنَا: ذ. [ع. خزانہ] خزانو.

● خَسُ: ذ. [ف] سُڪل گاهه ـ ڪَکَ ـ ڪانا.
- خَسُ ٿِيَڻُ (ت): جُوئر جو انُ (جو مرض سبب سنگ ۾ مارجي وڃي).
- خَسُ وخَاشَاڪ: ذ. ڪک ڪانا ـ گاهه ڪند ـ ڪِن ڪچرو. پَهر. اجائي سجائي ڳالهه.

● خَسَارو ۽ خَسَارا: ذ. [ع. خَسِرَ = هن گهاٽو پاتو] نقصان ـ گهاٽو ـ ٽوٽو ـ ڇيهو ـ زيان ـ ضرر.
- خَسَارو پَوَڻُ: ٽوٽو پوڻ ـ نقصان پوڻ ـ حرج پوڻ ـ گهاٽو پوڻ.

● خَسْتو (خَسْتہ): ذ. صفت. [ف. خَسْتَن = زخمي ڪرڻ] ڏکويل ـ ستايل ـ رنجور ـ رنجايل ـ عاجز. مايُوس ـ نااميد ـ بيزار ـ ڪِڪ ـ خَفي ـ ڪاوڙايل ـ چيڙايل ـ ڏمرايل. هيڻو ـ اپرو ـ ڏُبرو ـ زخمي ـ گهايل ـ عاشق ـ بيمار ـ مُفلس ـ تنگدست.
- خَسْتائِي ۽ خَسْتائِيُون: ث. ڏک ـ رنج. ڳڻتي ـ ڪپت ـ ڪجائي. ڪاوڙ ـ ڏمرُ ـ چيڙ. خرابي ـ بيماري ـ مُفلسي.
- خَسْتَگِي ۽ خَسْتَگِيُون: ث. زخمي ٿيڻ جي حالت ـ گهائلي. دلگيري ـ مايوسي ـ رنجيدگي ـ آداسي ـ پريشاني ـ ڏُک ـ ارمان ـ غم. ناراضپو. مُفلسي ـ تنگدستي.

● خَسْتُورِي ۽ خَسْتُورِيُون: ث. خوشبودار وکر جو هڪ قسم (جو ڇيو وڃي ٿو ته هرڻ جي دُن مان نڪري ٿو) ـ ڪستوري ـ ڪٿوري ـ مُشڪ.

● خَسْتَہ : ذ. صفت. [ف. خَسْتَن = زخمي ٿيڻ - زخمي ڪرڻ] زخمي - گهايل - دلگير - ڏکويل. رنجيده - رنجور - ٿاڪيون - ٿڪل - پُرڪت. بدحال - پريشان - تنگدست - ذليل - خاموش - بيمار - نادار - مفلس.
- خَسْتَہ حَالُ ۽ خَسْتَہ حَالَ : ذ. صفت. خراب حال - بدحال - پريشان حال. ڏُکويل - رنجايل - پيڙيل - دل شڪسته - ناخوش - رنجيده خاطر - آزرده دل.
- خَسْتَہ دِل : ذ. صفت. رنجيده دل - دل شڪسته - پريشان حال وارو - بُري حال وارو.
● خَسُ خَسُ : ث. [سن. ڪَسُ ڪَسُ. ف. خشخاش] پسارڪي وکر جو هڪ قسم - پوست جي ڏوڏيءَ جي ڪڻ يا ٻج - ڪس ڪس - پوست ڪڻ. ڪجيءَ جي ڪاٻر جهڙيون سنهيون تندون (جن مان جاءِ کي ٿڌي رکڻ لاءِ پٽرون ٺهن ۽ انهن تي ڦوهارا ڪجن).
● خُسر : ذ. [ف] سهرو.
● خَسْرو ۽ خَسْرا : ذ. زميداري خرچ پکي جو ڪتاب - تپيدارن وٽ زميندارن جو رکيل حساب ڪتاب. مسواڙ جو ڪتاب. واهن جي کاٽيءَ وغيره جي ڪم جو رکيل حساب ڪتاب. ڪرڙو - ڪسرو - سوڙهه - آرڙيءَ جي بيماري (جنهن ۾ ٻارن جي بدن تي داڻا نڪرن).
- خَسْرو تيارُ ڪَرَڻُ : وصولي يا ساپ جو ڪتاب تيار ڪرڻ - ٻاهراڙيءَ ۾ گهرن ۽ گهرن جي مالڪن جي نالن جو رجسٽر.
● خُسْرَوُ : ذ. صفت. [ف] خوبرو - خوبصورت - سهڻو - حسين. مشهور - نالي وارو - نامور - ناڪارو. اسم خاص. خواجه ابوالحسن بن اميرالدين محمود لاچين عرف امير خسرو هندي ۽ فارسي جي مشهور شاعر جو تخلص. ايران جي بادشاه جو لقب - خسرو پرويز هرمز جو پٽ ۽ نوشيروان جو پوٽو، جيڪو شيرين جو عاشق هو.
- خُسْروانہ : ذ. صفت. بادشاهاڻو - شاهاڻو.
- خُسْروِيُ : ث. شاهي - بادشاهي - شاهاڻو.

● خُسْرو ۽ خُسْرا : ذ. صفت. جنهن ماڻهوءَ کي قدرتي طرح ڏاڙهيءَ جا ۽ ٻيا ساري بدن جا وارَ نه هجن.
● خَسُوف : ذ. [ع. خَسَفَ = هو ٻُڏو] چنڊ گرهڻ.
● خَسِيُ ۽ خَسِيُ (ت) : ذ. صفت. [ع. "خَصِيّ" = ڪُٽيل جي بگڙيل صورت] ڪدڙو - نامرد - خَصِّيُ. ڪارڪن جو هڪ قسم (جنهن ۾ ڪَڪڙي ڪانه ٿئي).
- خَسِيُ ٿِيَڻُ : نامرد ٿيڻ - ڪدڙو ٿيڻ - خَصّي ٿيڻ. ڪارڪن جو ڪڪڙي نه ڪرڻ (ت).
- خَسِيُ ڪَرَڻُ : ڪُٽ ڪرڻ - جانورن جا خصيا ڪٽي، انهن جي جنسيت ختم ڪرڻ. نامرد بڻائڻ - بي اثر ڪرڻ - خالي ڪرڻ.
● خَسِيسُ : صفت. [ع. خَسَّ = هو رذيل ٿيو، هن گهٽايو] گهٽ درجي جو - معمولي - نيچ - رواجي - ٿورڙو - گهٽ - ادنيٰ - خفيف - مفلو - غير ضروري. ٿوري مُلهه وارو - ڪِين جهڙو - غريباڻو. ڪميڻو - بخيل - ڪنجوس - هلڪڙو - ترڙو - هلڪڙي طبيعت وارو.
● خِشْتُ : ث. [ف] سِرَ.
- خِشْت خَام : ث. ڪچي سِرَ.
- خَشْخَاش : ث. [ف. خَس خَسُ، سن. ڪس ڪس] پسارڪي وکر جو هڪ قسم - پوست جي ڪَڻِ - ڪَسُ ڪَسُ - خَسُ خَسُ.
● خَشُ خَشُ : ث. [ف] خشخاش.
● خُشْڪَ : اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● خُشْڪُ ۽ خُشْڪَ : ذ. صفت. [سن. آچشڪ = سُڪل] سُڪل - سُڪو - ٺوٺ - آساٽيل. لُوساٽيل - آچايل - ڪوماڻل. اٽيو - ايوڳو - رُکو. خالي - ٺلهو - پالهو - سڪڻو. بي مروت - رُک منهون - بي لطف - بي مزه - بي سمجهه. پرت جو هڪ قسم.
- خُشْڪُ ٿِيَڻُ : سُڪڻ. رُکو ٿيڻ. ڪُومائجڻ.
● خُشْڪُ پوڪ ۽ خُشْڪُ پوڪُون : ث. سُڪل پوڪ - ڪُوماڻل پوڪ - آساٽيل پوڪ (جنهن کي پاڻي پورو آيل نه هجي).

- خُشڪُ دِماغُ ۽ خُشڪُ دِماغَ: ذ. صفت. بي مغز - بي عقل. چريو - پاڳل - چريٽُ - ديوانو. سودائي - خفقاني - پورالو. بي مرُوّت.
- خُشڪُ دِماغيِ: ث. ديوانگي - چريائپ. سودا - خفقان.
- خُشڪُ سالُ: ذ. سوڪ وارو سال - ڏُڪار وارو سال - اڻاٺ وارو سال - ڪميءَ وارو سال. جنهن سال مينهن نه پوي يا درياءَ جو پاڻي نه اچي - ڏڪار - قحط.
- خُشڪُ ساليِ: ث. ڏُڪارُ - قَحطُ - سوڪَ - ڪالُ.
- خُشڪُ ڦُنڊِيِ: ث. نَنڍَهَنُ نَچڻو - ٺنڊي - ٺُوٺُ - نَٺُو نٺون - هلڪڙو - ٺرڙو - ٺونٺو. ٺينڍڻي - ماڪوڙي. ڪَچ ڪُلاهه.
- خُشڪُ مِزاجُ ۽ خُشڪُ مِزاجَ: ذ. صفت. رُکو رُوحُ - تُرش رُو - بد مزاج. دنيا کان ڪَٽ.
- خُشڪو ۽ خُشڪا: ذ. (هميشه جمع ۾ ڪم ايندڙ). پَٽ جو هڪ قسم - داغ کان سواءِ رڍل چانور - آباريل چانور - فقط پاڻيءَ ۾ ٺهڪيل چانور - ٿوري گيهه سان رڌل چانور. سُڪل اٽو جيڪو پچائڻ مهل چاڻي کي لڳايو وڃي - پَلِيٿڻُ.
- خُشڪيُ ۽ خُشڪِيُون: ث. سوڪ هجڻ جي حالت - سُڪل زمين - سُڪي. وات ۽ نڪ سُڪي وڃڻ جي حالت - اُڃ - تَونُسَ - پياس. چِڙَ - غُصو. قحط - ڏُڪر - ڪالُ. مٽي جي خُشڪي (جنهن ۾ تيل نه ملائڻ ڪري مٽي جمي وڃي).
- خُشڪِيُون پَچائِڻُ: اجايا خيال ڪرڻ - بيسود اڳڪٿيون ڪرڻ - پَهه پَچائڻ - پُور جاڳڻ.
- خُشڪِيُون جاڳَڻُ: اجايا خيال ڪرڻ - پَهه پچائڻ - بي سود اڳڪٿيون ڪرڻ.
- خُشڪِيُون چاڙَهڻُ: تَونُسَ ڪرڻ - اُڃ لڳائڻ. حواس گم ڪرڻ. حيران ڪرڻ - پريشان ڪرڻ. زبان خشڪ ڪرڻ - گهڻو ڳالهائڻ نه ڏيڻ.
- خُشڪِيُون چڙهڻُ (خُشڪِيُون وَڻڻُ): ڳالهائي نه سگهڻ - حواس باخته ٿيڻ - وائڙو ٿي وڃڻ.
- خُشڪِيُون هڻڻُ: خيال هڻڻ - پُور هڻڻ.

● خَشَمُ: ذ. [ف] چِڙَ - ڪاوڙ - غُصو - غَضَبُ - طپشُ - عِتابُ.
- خَشَمِ آلُودَهُ: ذ. ڪاوڙسان پريل - ڪاوڙيل - چِڙيل - غُصي ۾ - رنج.
- خَشَمگِينُ: ذ. صفت. ڪاوڙيل - چِڙِيَلُ.
- خَشَمناڪ: ذ. صفت. خشمگين - ڪاوڙيل.

● خُشنُود (خشنود): ذ. صفت. [ف] خوش ٿيل - خوش - پرشن - رضامند - لهال - راضي - سُکي - آسودو.
- خُشنُودِيُ (خوشنودي): ث. خوشي - راضپو - رضامندي.

● خُشُوُع: ذ. [ع. خَشَعَ = هن عاجزي ڪئي] عاجزي - نيازي - نياز - نئڙت - هيٺاهين. تابعداري.
- خُشُوعُ خُضُوعُ: نهايت عاجزي ۽ نئڙت واري دِلي حالت.

● خُشُونَتُ: ث. [ع. خَشُنَ = هو سخت ٿيو] سختي - کهرائي - ڪَڙ ڀِڙ - ڪِراهت. وِيرُ - دشمني - عداوت. تُندي - چِڙ - ڪاوَڙ - غُصو. نفرت - بُڇان.

● خَشِيَّتَ: ث. [ع. خَشِيَ = هو ڊنو - ڊپ - خوف - ڏَرُ - ڀؤ - ڊَج.

● خَشِيئَتَ: ث. خشيّت.

● خَصالُ: ذ. [ع. "خصلت" جو جمع] خصائل - خصلتون - عادتون - لَڇڻَ - اعمالَ - اخلاق.
- خَصالَتُ ۽ خَصالَتُون: ث. [خصلت جي بگڙيل صورت] لڇڻ - عادت - خصلت - رَوَش - وضع - طبيعت.

● خَصلَتُ ۽ خَصلَتُون: ث. [ع. خَصَلَ = هو فائق ٿيو، اڳرو ٿيو] عادت - لڇڻ - سڀاءُ - ارڪان - اعمال - اخلاق - پرڪار - عِلّت - خوءِ - چال - سيرت - چلت. رغبت - طبيعت - مزاج. خاصيت - وصف - گُڻ - صفت - لياقت. قِسم - نمونو - جنس.

● خَصمُ: ذ. صفت. [ع. خَصَمَ = هن جهڳڙو ڪيو] ويري - دشمن - بدخواهه - حريف - مُقابل - مخالف. مالڪ - آقا - خاوند. گهر وارو - مڙس - پتار - شوهر.

● خُصُوصُ: صفت. ظرف. [ع. خَصّ = هن خاص بڻايو] خاص - خاص ڪري - خاص طرح - خصوصاً - تاڪيد سان.

- خُصُوصاً: ظرف. خاص طرح - علي الخصوص - خاص ڪري - گهڻو ڪري - انهيءَ ڪري - ان سبب.

- خُصُوصِيَّتَ ج خُصُوصِيَّتُونَ: خاصيت - خاص گڻ - خاص صفت. خاص ڳالهه.

● خُصُومَتَ ج خُصُومَتُونَ: ث. [ع. خَصَمَ = هن جهڳڙو ڪيو] دشمني - عداوت - بدخواهي - وير - ويروڌ - ڪُلفت. ايرڪا - بغض - ڪينو. عڪس - خار - ڪام - حسد - ساڙ - تيسو. جهڳڙو - جهيڙو - ٽونٽو - فساد.

● خَصِيُ (خَصِّيُ - خَصِّيُ): ذ. [ع. خَصيِ = هن خصيا ڪڍيا] پيلا ويڙيل - ڪُٺ ڪيل - ڪُٺ - مُخَنَّثُ - نامرد - ڪدڙو - اها عورت جنهن کي پستان (ٿڃا) نه هجن.

- خَصِيُ ڪَرَڻُ: ڪدڙو ڪري ڇڏڻ. ڪنهن ڪم جو نه ڪرڻ - بيڪار ڪري ڇڏڻ - بي همت ڪري ڇڏڻ.

- خَصيو ج خَصِيا: ذ. پيلو - آنڊورو - ڪپور.

● خِضَابُ ج خِضَابَ: ذ. [ع. خَضَبَ = هن وار رنڱيا] عام طرح هڪ رنگ - خاص طرح هڪ وسمه ميندي ۽ ٻئي مان تيار ڪيل رنگ - وارن کي ڪارو ڪرڻ جو رنگ - ڪيس.

- خِضَابُ لائڻُ: وار ڪارا ڪرڻ. ٽڪو لائڻ - عيب لڳائڻ - الزام مڙهڻ - گِلارو بڻائڻ.

● خَضِرُ (خِضِرُ): اسم خاص. [ع. خَضِرَ = هو ساوو ٿيو] رهبر - رهنما - گمراهه کي رستو ڏيکاريندڙ. هڪ پيغمبر سڳوري جو نالو (جنهن لاءِ روايت آهي ته هو جنهن هنڌ ويهندو هو يا هلندو هو ته اهو هنڌ هميشه سرسبز ۽ آباد رهندو هو. قديم خيالن مطابق هو سمنڊ ۽ درياءَن جو بادشاهه ليکيو ويندو هو). هڪ نبي جو نالو جنهن لاءِ چيو ويندو هو ته هن ظُلمات ۾ وڃي آبِ حيات پيتو هو، جنهنڪري هو قيامت تائين جيئرو رهندو. حضرت خضر عليه السلام (ان جي نبوت ۾ اختلاف آهي، ڪي چون ٿا ته نبي هو، پر ڪن جو خيال آهي ته ولي هو. ان جو اصل نالو آرميا چيو ويندو هو).

● خُضُوعُ: ذ. [ع. خَضَعَ = هن عاجزي ڪئي - هو لٿو] عاجزي - نيزاري - نياز - نوڙت. نرمي - نرم دلي - ٻاجهه.

● خَطُ ج خَطَ: ذ. [ع. خَطّ = هن ليڪو ٻاتو - هُن لکيو] ليڪو - ليڪ - ريکا - ريک - سيٽ. نشانُ - علامت. حَدّ - ڪنارو. لکڻ جو نمونو - لکِيَتَ - لِکَت - لکڻي - تحرير - چِٺي - رُقعو - پَترَ - نامو. رَسمُ الخَط - صورتخطي - دستاويز - سَنَدَ. ڏاڙهيءَ جي ريهه - مونهاري - ريش جو ڳلن وارو حصو. سِڌين ليڪن ڪڍڻ لاءِ واڍڪي اوزار جو نالو.

- خَطُ اچڻُ: ڏاڙهيءَ جي ريهه لهڻ - ڏاڙهي ظاهر ٿيڻ. چِٺي اچڻ - ڪاغذ اچڻ.

- خَطِ اِستِوا: ذ. زمين کي ٻه حصا ڪندڙ خيالي ليڪ - وڏي ۾ وڏي ويڪرائي ڦاڪ - پُوچڪَر - اها ليڪ جا زمين کي اتر ۽ ڏکڻ وارن ٻن پُورن حصن ۾ ورهائي ٿي - دنيا جو تمام گرم حصو.

- خَطِ اُفق: ذ. ڌرتي ۽ آسمان جي ملڻ واري حد جو ليڪو. حد نگاهه.

- خَطُ ڪاڍڻُ: حجامت ڪاڍڻ - حَجامت ڪرڻ.

- خَطَ ڪپَڻُ: سُنهن ۽ ڪنڌ جا وار ڪاڍڻ.

- خطُ پَتُ ج خَطَ پَتَ: ذ. چِٺِي چَپاٽي - حال احوال - سُڏ سَماءُ.

- خَطِ جَدِيُ: ذ. سياري ۾ سج جي هلڻ لاءِ خَطِ اِستِوا کان ساڍا ٽيويهه درجا ڏکڻ واري هڪ خيالي ليڪ - لڪير ريکا - جدي گهيرو (جنهن تي سج پهچي ته ڌرتيءَ جي اترئين اڌ گول ۾ ڏينهن ننڍي ۾ ننڍو ۽ موسم سرد ٿئي).

- خَطُ خُطُوطَ: خَط پَٽ - چِٺيون چِٺيون.
- خَطِ سَرُطَانُ: ذ. سج جي اونهاري ۾ هلڻ لاءِ خط استوا کان سادا ٽيويهه درجا اُتر واري خيالي ليڪ - ڪَرُڪ ريکا - سرطان گهيرو (جنهن تي سج پهچي ته ڏرتيءَ جي ڏاکڻي اڌ ۾ ڏينهن ننڍي ۾ ننڍو ۽ موسم سرد ٿئي).
- خَطِ طُغْرا: ذ. بادشاهي فرمان جو نمونو.
- خَطِ عَمُودُ: ذ. آتر کان ڏکڻ تائين آيل خيالي ليڪ - پايو - اها ليڪ جيڪا ٻي سنئين ليڪ تي پوي ۽ ٻه گونيون ڪَندون ناهي.
- خَطُ ڪِتَابَتُ: ث. چِٺي چِٺاڻي - خط پٽ - حال احوال - سُڌ سماءُ.
- خَطُ ڪَشُ: ذ. مقرر ماپ جي ليڪن ڪڍڻ لاءِ هڪ واڍ ڪو اوزار.
- خَطُ مُتَوازِي: ذ. ٻي ليڪ سان لڳو تار برابر مفاصلي تي هلندڙ ليڪ - پور وچوٽ ليڪ.
- خَطُ مِحْوَرُ: ذ. اها خيالي ليڪ جا زمين جي هڪ قطب کان ٻئي قطب تائين مقرر ڪيل آهي ۽ جنهن تي زمين ڦرندي رهي ٿي.
- خَطُ مُسْتَقِيمُ: ذ. سِڌي ليڪ - سنئين ليڪ - اها ليڪ جنهن ۾ هڪڙي چوٽيءَ کان ٻيءَ چوٽيءَ تائين ڪا ڪَجِي يا ڪو گهُٻ نه هجي.
- خَطُ مُلاقِيُ: ذ. جاميٽريءَ موجب گهيرو هڪ ۽ فقط هڪ هنڌ ڇُهندڙ ليڪ.
- خَطِ مَمَاسُ: ذ. خَط مُلاقِي.
- خَطُ نِڪرڻ: ڏاڙهي اچڻ - ڏاڙهيءَ جي ريهه لهڻ.
- خَطَ وَنائِڻُ: حجام کان ڏاڙهيءَ جي وارن جا خطُ ٺهرائڻ - سنوارت ٺهرائڻ.
- خَطُ و ڪِتابَتُ: ث. خط پٽ - لکپڙهه.
● خَطَا ۽ خَطَائُونُ: ث. [ع. خَطِيءَ = هن غلطي ڪئي] چوڪَ - ڀُل - غلطي - ڏوهه - سَهْوَ - قُصُور - تقصير - جُرم - پاپُ - گُناهه - دوش - اسم خاص. آتر چين ۾ مشڪ کان مشهور هڪ شهر جو نالو.
- خَطا آمُوزگار: ذ. صفت. گناهه بخشڻ وارو - خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.
- خَطَا بَخْشُ: ذ. صفت. ڏوهه معاف ڪندڙ - خطا بخشيندڙ.
- خَطَا ٿِيَڻُ: ڀُل ٿيڻ - چوڪ ٿيڻ - سَهْوَ پوڻ - ڏوهه ٿيڻ - گناهه ٿيڻ. گُسڻ - نه لڳڻ (تير وغيره). نِڪرڻ - وَهڻ (پيشاب وغيره).
- خَطَاپوشُ ۽ خَطَاپوش: ذ. صفت. خَطا ڍڪيندڙ - عيب پوش - عيب ڍڪيندڙ.
- خَطا رَضا پَوڻُ (ت): ڏوهه گناهه ٿي پوڻ.
- خَطَاڪَارُ ۽ خَطَاڪَارَ: ذ. صفت. خَطا ڪندڙ - گُنهگار. ڏوهي - اپراڌي.
- خَطا ڪَرڻُ: چوڪ ڪرڻ - غلطي ڪرڻ. ڏوهه ڪرڻ - گناهه ڪرڻ.
- خَطا کائِڻُ: چوڪ ڪرڻ - ڀُل ڪرڻ - ڀُلجڻ - غلطي ڪرڻ - ڏوهه ڪرڻ - گناهه ڪرڻ - سَهْوَ ڪرڻ - ڪيل گناهن جي سزا ڀوڳڻ - سزا ملڻ - ڪيتو لوڙڻ.
- خَطا کي اِصْلاحَ ڏِيَڻُ: غلطي درست ڪرڻ. گناهه بخشڻ - ڏوهه معاف ڪرڻ. چشم پوشي ڪرڻ - ڀُل چوڪ کي نه ڏسڻ.
- خَطاوارُ ۽ خَطاوارَ: ذ. صفت. قصوروار - ڏوهي - گنهگار - مجرم.
- خَطَائُون ڪَٽڻُ: گُناهه بخشڻ - ڏوهه معاف ڪرڻ.
● خِطابُ ۽ خِطابَ: ذ. [ع. خَطَبَ = هن وعظ ۽ نصيحت ڪئي] ڪنهن جي روبرو ٿي ڳالهائڻ جي حالت - ڳالهه ٻولهه - گفتگو - ڪلام - روءِ سخن - ليڪچر - تقرير - ڀاشڻ - سرنامو. تعريفي لقب - عزت جو نالو، جو حڪومت جي طرفان ملي - لقب - اسم - نالو. غصو - ڪاوڙ - چِڙ - عِتاب.
- خَطابَت: تقرير جو فن.
- خِطابُ ڏِيَڻُ: لقب ڏيڻ.
- خِطابُ ڪَرڻُ: تقرير ڪرڻ - ڳالهائڻ.
- خِطابِيُ ۽ خِطابِيُ: ذ. صفت. خِطاب مليل - خِطاب ڏنل.

● خَطَابُ ۽ خَطَابَ: ذ. مدرسو - اسڪول - مڪتب - ڪُتاب.

- خَطَابِيُ ۽ خَطَابِيُ: ذ. صفت. طالب علم - شاگرد - ڪتابي.

- خُطْبو ۽ خطبا: ذ. [ع. خُطْبَةٌ = تقرير] اهو ڪلام، جنهن ۾ خدا تعاليٰ جو حمد، تعريف، ثنا، ساراهه ۽ واکاڻ ڪئي وڃي - جمع نماز يا عيد نماز مان اڳ خدا تعاليٰ ۽ رسول الله صلي الله عليه و سلم جي ثنا، نعت ۽ عام نصيحتون ڪرڻ. وعظ - ليڪچر - واکاڻ - تقرير. سمجهاڻي - نصيحت - اپديش. مُهاڳ - مُقدمو.

- خَطِيْبُ ۽ خَطِيْبَ: ذ. صفت. [ع. خَطَبَ = هن تقرير ڪئي] خطبو پڙهندڙ - وعظ ٻڌائيندڙ - تقرير ڪندڙ. واعظ - ليڪچرار - مُقرّر.

● خَطْرو ۽ خَطْرا: ذ. [ع. خَطَرَ = دل ۾ خيال آيو - حادثو ٿيو] خوف - ڊپ - ڀؤ - ڏَرُ - ڊچ - انديشو - جوکو - آفت - دشواري - سختي - وسوسو - هراس.

- خَطَرْنَاڪُ ۽ خَطَرْنَاڪَ: ذ. صفت. خطري وارو - ڊپ وارو - ڀوائتو - خوفناڪ - خوفائتو - ڀيانڪ.

- خَطْري ۾ وجهَڻُ: جوکي ۾ وجهڻ - مصيبت ۾ ڦاسائڻ.

● خَطْمِيُ: ث. [ع] ٻاروڪي وکر جو هڪ قسم - گل خيرو. ٻٽٽڙ (ڏيکڻ وانگر، ڳاڙهي رنگ جي ستارن جهڙو ميراڻ تي مائل ٻج).

● خَطِڻُ: مصدر. (خط مٿجهان نڪتل) ليڪڻ - ليڪو ڪيڏڻ - حد مقرر ڪرڻ.

● خِطّهُ: ذ. [ع] زمين جو ٽڪر - سر زمين - ولايت. حصو - ٽڪر (مُلڪ جو). ننڍو شهر. مُلڪ.

● خَطِيرُ: ذ. صفت. [ع] ڪثير - جهجهو - وڏو - گهڻو - نهايت.

● خَفَا ۽ خَفَا: ذ. صفت. [ف] ناراض - رنج - آزرده - ناخوش. بيزار - ڪڪ - ورچيل - خفي.

- خَفَا ٿيڻُ: ناراض ٿيڻ - رنج ٿيڻ - بيزار ٿيڻ.

- خَفي ڪَرَڻُ: رنج ڪرڻ - ناراض ڪرڻ - بيزار ڪرڻ.

● خَفْتُ ۽ خَفْت: ذ. ("خَفَقُ" يا "خَفْقَان" جي بگڙيل صورت) خيال - ڌيان - لوري - تات - ياد گيري - جهوري - ڳڻتي - فڪر - ٻور. مرضي - خواهش - تمنّا - اِڇا - ڪامنا - منشا - سڌ - دل - رُچي. دماغ ۾ خلل - چرياڻي - سوداءُ - جنون. (ڪ) شوق.

- خَفْتِي ۽ خَفْتِي: ذ. صفت. خفت ڪندڙ - خيال وارو - فڪرمند - ٻورالو - اِڇاوان - سڌائتو - خواهشمند - خواهان. شوق مند - شوقين - سرگرم - آتساهي - آڇهائيتو. نيهي - غور شي - حِرصي. سودائي - خفقاني - خللي - جنوني. جانور (شڪار لاءِ) يا پکي (ڪُڪڙ، تتر وغيره ويڙهائڻ لاءِ) ڌاريندڙ، سانديندڙ يا پاليندڙ.

● خِفَّتُ: ث. [ع. خَفّ = هو هلڪو ٿيو] هلڪائي - ڦڪائي - شرم - خجالت. ذلت - بي عزتي - هتڪ. نماڻائي - عاجزي - مسڪيني.

● خُفْتَهُ: ذ. صفت. [ف. خُفْتَن = سمهڻ] ستل - غافل - اڻ واقف - جاهل.

● خَفْخَانُ ۽ خَفْخَانَ: ذ. ("خَفقان" جي بگڙيل صورت) دماغ جي خرابي - چرياڻي - ڳڻتين جو سبب - سوداءُ - دل هَول - خفقان. ڊپ - هراس - خوف. اعصابي ڪمزوري - بدني طاقت جي گهٽتائي. هيڻائي - ضُعْفُ - ضعيفائي - ڪم طاقتي.

- خَفْخَانِي ۽ خَفْخَانِي: ذ. صفت. خفخان جي بيماريءَ ۾ ورتل - سودائي - ٻورالو - خفقاني. ڊپجو. اعصابي ڪمزوريءَ ۾ ورتل - بدني طاقت جي گهٽتائيءَ وارو.

● خَفْقَانُ ۽ خَفْقَانَ: ذ. [ع. خَفَقَ = اضطراب ۾ ٿيو] دل جي ڌڙڪ - گهٻراهٽ - بي قراري. هڪ بيماريءَ جو نالو (جنهن ۾ دل جي حرڪت وڌي وڃي) - دل هول - سوداءُ - ماليخوليا - چرياڻي - جنون - خفخان - اعصابي ڪمزوري - بدني طاقت جي گهٽتائي - ڊپ - هراس - خوف.

- خفقان ٿيڻ: سوداءُ ٿيڻ - جنون ٿيڻ.
- خفقان پچائڻ: اجاين خيالن ۾ پاڻ کي خوش ڪرڻ - اجايا هور پچائڻ.
- خفقاني ج خفقاني: ذ. صفت. ٻڌيچو - اعصابي ڪمزوريءَ ۾ ورتل - بدني طاقت جي گهٽتائي وارو. چريو - سودائي - جنوني - پاڳل - خفقاني.

● خفگي ج خفگيون: ث. [ف] ناراضگي - رنجش - بيزاري - پريشاني - ناخوشي. رنج - ڪاوڙ - چڙ - جوش - غصو - ڏمر - غضب.

● خفو ج خفا: ذ. [ف] دماغي وڳوڙ - خلل - خفت - سوداءُ - ويچار - ڳڻتي - ڪچائي - ڪپت - آلڪو - آڌڪو. دل جي ڏڪ - آنڌ مانڌ - ولوڙ - ورچ - بيزاري - دقت. ناراضگي - رنجش. ڪم جي گهڻائي - گهل - تڪليف - ڏوجهرو - مرچل - مصيبت. چڙ - تيسو - ڪيچ - ڪاوڙ.
- خفو ٿيڻ: سوداءُ ٿيڻ. آنڌ مانڌ ٿيڻ. ويچار ٿيڻ.
- خفو پچائڻ: خيال ڪرڻ - ويچار ڪرڻ - سوداءُ پچائڻ.
- خفي ج خفي: ذ. صفت. ناراض - رنج. ڪڪ - بيزار - ورچايل - آتو - هلاڪ.
- خفي ٿيڻ: ڪاوڙجڻ - ناراض ٿيڻ - چڙڻ - رنج ٿيڻ - پريشان ٿيڻ.
- خفي ڪرڻ: بيزار ڪرڻ - ڪڪ ڪرڻ. رنج ڪرڻ.

● خفيه: صفت. [ع. خفي = هن لڪايو] لڪل - ڳجهو - پوشيده - الوپ - مخفي - باطني - ڇپيل - گپت - اولاڻو. دلي ذڪر - ڳجهه - اندر - باطن (ل).
- خفيه پوليس: ث. پوشيده پوليس - جاچ ڪندڙ پوليس - جاسوسي پوليس - سي - آءِ - ڊي (C. I. D).

● خفيف: صفت. [ع. خف = هو هلڪو ٿيو] هلڪو - خسيس - گهٽ - ٿورو - باريڪ - ذليل - رسوا - بي‌عزت - ليچ - ڪمذات - بداخلاق - بدچال - فاحش. هڪ بحر يا وزن جو نالو.

● خلا: ذ. [ع. خلا = هو خالي ٿيو] خالي جاءِ - خالي هنڌ - خال - زمين ۽ آسمان جي وچ وارو خال - پور - پولار - وايو منڊل.

● خلاص ج خلاص: ذ. صفت. [ع. خلص = هو آزاد ٿيو] آزاد - ڇٽل - رها - ڇڙڪ - ڇوٽ. فارغ - واندو - آجو - ڇڙواڳ - ختم - مڪمل - پورو - ڪٽيل - ڪم آيل - ڇڙيل.
- خلاصي ج خلاصيون: ث. آزادي - رهائي - نجات - مڪتي - ڇوٽڪارو - موڪ - ڇڙواڳي.

● خلاص پاهڙي: ث. پسارڪي وکر جو هڪ قسم (ڳاڙهي، ميري، زردي ۽ اڇي رنگ جون ٽڪيون ٿين).

● خلاصو ج خلاصا: ذ. صفت. [ع. خلص = هو خالص ٿيو] صاف. خالص - نيج - نيجو - خاص - پنهنجو - ذاتي - شخصي - نيويڪلو - اڪيلو - علحده - خانگي - غير سرڪاري. هڙ - مڙوڙي - سچوئي - بلڪل - پوشيده - بي اولو. اختصار - تت - نچوڙ - حاصل ڪلام. ست - جوهر - عرق.
- خلاصائي ج خلاصائيون: ث. ويڪرائي - ڪشادگي - موڪرائي - فراغت - ڇوڙائي. نيويڪلائي - اڪيلائي - لڪ - پوشيدگي.
- خلاصگائي ج خلاصگائيون: ث. واندڪائي - اڪيلائي - خلاصائي - خلوت.
- خلاصو ٿيڻ: ويڪرو ٿيڻ - وڏو ٿيڻ - ڪشادو ٿيڻ. ڍلو ٿيڻ. کلڻ. اڪيلو ٿيڻ - نيويڪلو ٿيڻ.
- خلاصو ڪرڻ: ويڪرو ڪرڻ - ڪشادو ڪرڻ - وڏو ڪرڻ - کولڻ. ڍلو ڪرڻ. اختصار ڪرڻ - تت ڪرڻ.

● خلاصي ج خلاصي: ذ. صفت. ولنجهه هلائيندڙ - ناکئو - ملاح - مير بحر. توبخاني يا جهاز تي ڪم ڪندڙ. ٽنبن جو رکپال.

● خلاف ج خلاف: ذ. صفت. [ع. خلف = هن مخالفت ڪئي] پٺتي هٽي پوڻ جي حالت - برخلاف - برعڪس - ابتڙ - ضد - ناموافق - ڪوڙ - جوٺ - کوٽ - حريف - دشمن - مقابل - سامهون.

- خِلافُ بَيانِي ۽ خِلافُ بَيانِيُون: ث. ڪوڙي ڳالهہ - ڪوڙو بيان.
- خِلافُ چَوڻُ: ڪوڙ ڳالهائڻ. طبيعت جي لاموافق ڳالهہ ڪرڻ.
- خِلاف حَقّ: سچ جي برخلاف.
- خِلاف دَسْتُورُ: صفت. رواج جي خلاف - قانون کان ابتڙ - بي قاعده - بي قانون.
- خِلافِ راءِ: مرضيءَ جي خلاف - ڪنهن جي خيال جي ابتڙ.
- خِلافُ سَمُجهَڻُ: ابتڙ سمجهڻ - ڪوڙ سمجهڻ.
- خِلافِ شَرع: شريعت محمديءَ جي ابتڙ - شريعت جي برعڪس - ناجائز.
- خِلافِ طَبْع: طبيعت جي برخلاف - مزاج جي برعڪس.
- خِلافِ عَقْلُ: عقل جي ابتڙ - سمجهہ کان ٻاهر.
- خِلافِ قِياسُ: ناممڪن - عقل جي خلاف.
- خِلافُ ڳالهائِڻُ: ابتڙ ڳالهائڻ - فائدي ۾ نہ ڳالهائڻ.
- خِلافُ وَرْزِي: ث. قاعدي جي ڀڃڪڙي - برخلاف ڪم ڪرڻ.
- خِلافِ وَضْع: طريقي ۽ عادت جي برخلاف - رسم ۽ رواج جي ابتڙ - عام دستور جي خلاف.
- خِلافُ هُجَڻُ: برخلاف ٿيڻ - مخالف هجڻ - ابتڙ هجڻ - دشمن هجڻ.

● خِلافَتُ ۽ خِلافَتُون: ث. [ع. خَلَفَ = هو پوءِ آيو] ڪنهن جي وفات کان پوءِ ان جي جاءِ تي ويهڻ جي حالت - نائبي - نيابت - وليعهدي - مسلمانن جي بادشاهت - مسلمان خليفي جو عهدو - نبي يا ولي جي جاءِ نشيني.
- خِلافَتِ تَحْرِيڪَ: ترڪيءَ ۾ خلافت کي وري قائم ڪرڻ لاءِ هندستان ۾ ١٩٢٠ع ۾ هلايل هلچل.
- خِلافَتِ راشِدَه: ث. حضرت ابوبڪر صديق، حضرت عمر فاروق، حضرت عثمان غني ۽ حضرت علي رضوان الله تعاليٰ عليهم جي حڪومت ۽ حڪومت جو زمانو.

- خِلافَتِي ۽ خِلافَتِي: ذ. صفت. خلافت ڪندڙ - خلافت جو - خلافت تحريڪ ۾ ڀاڱو وٺندڙ.

● خَلّاقُ: ذ. [ع. خَلَقَ = هن پيدا ڪيو] پيدا ڪرڻ وارو - گهڻو پيدا ڪندڙ.

● خَلالُ: ذ. [ع. خَلّ = هن وِڇي ڪئي] ٻن شين جي وچ ۾ مفاصلو. ڏندن کوٽڻ جو اوزار. فقهہ موجب ڏاڙهيءَ جي ٻارن يا هٿن ۽ پيرن کي پاڻي پهچائڻ لاءِ وارن ۽ آڱرين کي جدا ڪرڻ جي حالت.
- خَلالُ ڪَرَڻُ: ڏند کوٽڻ - ڏاڙهيءَ جي وارن جي پاڙن کي پُسائڻ لاءِ وارن کي هٿن جي آڱرين سان کولڻ ۽ بار بار جدا ڪرڻ.

● خُلَّتُ: ث. [ع. خَالَه = هن ان کي دوست ڪري ورتو] دوستي - ياراني - ياراڻو - سنگت - ياري - اخلاص - آشنائي. محبت - سچو عشق ۽ مستي، جيئن تہ:

"دوني ڏار ڏري، جہ خُلّت خنجر آيو"
(شاهہ).

- خُلَّتُ خَنْجَرُ: ذ. محبت جي ترار (ل).

● خَلْجانُ: ذ. [ع. خَلَجَ = هن چوريو يا هلايو] ڌڙڪ - تَرَدُّد - انديشو - فڪر - گهٻراهٽ - چنتا.

● خَلْجِي: اسم خاص. ترڪ نسل مان دهلي جي بادشاهن جو هڪ گهراڻو (جنهن جو پهريون بادشاهہ جلال الدين فيروزشاهہ خلجي هو. عيسوي سنہ ١٢٨١ کان ١٣٢١ تائين). هڪ ذات جو نالو (ت).

● خَلْخَال: ذ. [ع] ڳهڻ جو هڪ قسم - پازيب - آواز ڪرڻ وارو ڳهڻ.

● خُلْدُ ۽ خُلْدُ: ذ. [ع. خَلَدَ = هو هميشہ لاءِ رهيو] هميشگي - هميشہ رهڻ جي حالت - بهشت - جنت - فردوس - سُرڳ - هميشہ رهڻ واري شيءِ.
- خُلْدُ آشيانُ: ذ. صفت. [آشيان = آکيرو] جنتي - بهشتي - جنهن جو بهشت ۾ مڪان هجي.
- خُلْدِ بَرِيْن: ذ. سڀ کان اعليٰ بهشت - فردوس اعليٰ.

- خُلْدُ مَکانِي: ذ. صفت. بهشتي - جنتي - خلد آشيان.

● خَلِش: ث. [ف]. چڪار - ڪنڊي جو جسم ۾ چڀڪو. ڪُتڪو. خُصومت - جهڳڙو - رائد ڪ - پيچڪڙي. بي آرامي - بي قراري - چو را ڪو را.

- خَلِش ونَڻُ (ت): خار لڳڻ - ڪنڊو لڳڻ. ڪاوڙ لڳڻ.

● خَلْطُ: ذ. [ع. خَلَطَ = هن ملايو] گڏجي وڃڻ جي حالت - ملاوت - ميل - ميل جول - مونجهارو - گڙ ٻڙ - رولو. صفت. گڏيل - مليل - گاڏڙ. هميشه مرڪب ۾ ڪم ايندڙ لفظ، جيئن: "خَلْطُ مَلْطُ" وغيره.

- خَلْطُ مَلْطُ: صفت. ميليل جُليل - ملاوت ڪيل - گاڏڙ ماڏڙ.

● خِلْطُ ۽ خِلْطَ: ذ. [ع] آنڊن ۾ پيدا ٿيل ڪند گي. انساني طبيعتن مان هڪ مواد جهڙوڪ: صفرا، بلغم، خون ۽ سودا. طبع - مزاج. پاڻي - رطوبت. مذاق - خوش طبعي - کِل - ڀوڳ - چرچو - موج - لهر - هُور - خيال - رِيچڪ.

● خِلْعَتَ ۽ خِلْعَتُون: ث. [ع. خَلَعَ = هن عزت مان چوغو پهرايو] ٻئي کي بخشش طور ڏنل لباس - وڳو - جامو - لباد و. ڪنهن باد شاهه جي امير يا سردار کي عزت طور پهرايل پوشاڪ - جُبو - فرغل - سرو پا - پاڪر. تحفو - عطيه.

- خِلْعَتُ پَهْرائِڻُ: پوشاڪ عطا ڪرڻ - انعام ڏيڻ.

- خِلْعَتُ فاخِرَهُ: ث. اهڙي سرو پا جنهن تي فخر ڪجي - نازڪ ۽ نفيس لباس - نهايت عمدي پوشاڪ.

- خِلْعَتُ مِلَڻُ: پوشاڪ يا لباس جو انعام ملڻ.

- خِلْعَتِي ۽ خِلْعَتِيُ: ذ. صفت. خلعت ڏ ڪايل - سرو پا وارو - عزت جي وڳي وارو. پهريل - ڏ ڪايل - انعامات حاصل ڪيل.

● خَلَفُ: ذ. [ع. خَلَفَ = هو پوئلڳ ٿيو] نيڪ فرزند - صالح فرزند - سياڳو پُٽ - فرزند - پُٽ. جاءِ نشين - مستحق - حقدار - وارث.

- خُلَفاء: ذ. [ع] "خَليفه" جو جمع. خليفا - نائب - جاءِ نشين - پوئلڳ.

- خُلَفاءِ راشِدِين: رشد ۽ هدايت وارا خليفا - اسلامي سلطنت جا پهريان چار خليفا (حضرت ابو بڪر صديق، حضرت عمر فاروق، حضرت عثمان غني ۽ حضرت علي رضوان الله تعاليٰ عليهم اجمعين).

● خُلْقُ ۽ خُلْقَ: ذ. [ع. خَلَقَ = هن پيدا ڪيو] پيدائشي سڀاءُ - لڇڻ - عادت - سيرت - مزاج - گڻ. آڻ ويهڻ ۽ ملڻ جُلڻ جو اخلاق - پيش اچڻ جو سهڻو نمونو - آدر ڀاءُ - تعظيم - آب - عزت - مانُ - لياقت - مروت - فضيلت - خوش اخلاقي - خوش مزاجي - کِلمُکائي.

- خُلْقُ ڏيَڻُ: سهڻي نموني پيش اچڻ - محبت سان هلڻ.

- خُلْقَ وارو ۽ خُلْقَ وارا: ذ. صفت. بااخلاق - مروت وارو - فضيلت وارو - سُلڇڻو.

● خَلْقِڻُ: مصدر. (عربي مان ورتل) پيدا ڪرڻ - آپائڻ - ناهڻ - بنائڻ. ڪِينَ مان ڪي ڪرڻ - "نيست" مان "هست" ڪرڻ.

- خَلْقَ: صفت. پيدا ٿيل - پيدا ڪيل - پيدائش - آپايل. ث. انسان ذات - بني نوع انسان - بني آدم - عام ماڻهو - لوڪ - عالم - آدمي - رعايا - رعيت - جنتا.

- خَلْقَ آزارُ ۽ خَلْقَ آزارَ: ذ. صفت. عام ماڻهن کي آزار ڏيندڙ - ظالم.

- خَلْقَتَ ۽ خَلْقَتُونُ: ث. خلق - مخلوقات.

- خِلْقَتُ ۽ خِلْقَتُونُ: ث. پيدائشي حالت - سرشتي - فطرت - خميرو.

- خَلْقَ کِلائِڻُ: بدنام ٿيڻ - خوار ٿيڻ - ماڻهو کلائڻ.

- خَلْقَڻهارُ: ذ. صفت. پيدا ڪندڙ - آپائيندڙ - خالق. الله تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

- خَلْقِيَلُ: ذ. صفت. پيدا ڪيل - آپايل. ث. ڪائنات - خلقت.

- خَلْقِيندَڙُ: ذ. صفت. پيدا ڪندڙ - آپائيندڙ - خالقُ - خلقڻهار.

● خَلَلُ ۽ خَلَلَ : ذ. [ع. خَلَّ = هو لاغر ٿيو- هن وٿي ڪئي] ٻُخنو- سوراخ- ٽُنگُ- ڀرگهلُ- دِرُزَ- وِٿي. رَنڊڪ- ڀڃڪڙي- رُڪاوٽ- روڪ- اٽڪ- دَخَلُ. وڳوڙ- ڀَنگ- ٻکيڙو- جهيڙو- جنگ- جهڳڙو- فتنو- فتور- اٿوٿت- اٿيٿت- اختلاف- ابتري- ڦيٽاڙو- ڏُڦيڙ- بلوو- فتنہ انگيزي- بغاوت- رولو- گڙٻڙ- مولجهارو- بي انتظامي- تڪرار- نقصان- خَسارو- ٽوٽو- حرج- دشمني- وروڌ. بيماري- روڳ. ڏک- تڪليف.

- خَلَلُ انُداز ۽ خَلَلَ انُدازَ : ذ. صفت. فسادي- جهيڙاڪُ- فتنائي.

- خَلَلُ جاڳائِڻُ : رولو مچائڻ- فساد مچائڻ- رنڊڪ وجهڻ- رُڪاوٽ وجهڻ.

- خَلَلِ دِماغُ : ذ. صفت. دماغ جو فتورُ- چريائي- ماليخوليا- سوداءُ- جُنون.

- خَلَلُ ڪَرَڻُ : نقصان ڪرڻ.

- خَلَلي ۽ خَلَلي : ذ. صفت. جهيڙائي- فسادي- تڪراري- معاملائي- فتنہ انگيز- بغاوتي- مولجهارو وجهندڙ- جهيڙاڪار- وڙهڻو- جنگير- ٻچاڙو- لوتيڙو- ڪَتَّهَرُ- چيٽا پورُ- شرير- حرڪتي.

● خُلُمُ ۽ خُلُمَ : ذ. حرڪت- چترائي- لُچائي- ڪئونس- ڪيچَل. نقصان- حرج- چيهو- ٽوٽ- مونجهارو- وڳوڙ- ڏُڦيڙ- خَلل- رولو- ڦيٽارو- مالڏانُ- پائيمال- گوڙ.

- خُلُمُ پارَڻُ : گهڻي حرڪت ڪرڻ- زياده نقصان ڪرڻ.

● خَلْوَتُ ۽ خَلْوَتُونُ : ث. [ع. خَلا = هو خالي ٿيو] ڪنهن جاءِ جي خالي ٿيڻ جي حالت- خالي جاءِ- اڪيلائيءِ وارو هنڌ- پوشيدگي- علحدگي- تنهائي- اڪيلائي- خلاصگائي- ايڪانت- گوشو- گوشہ نشيني- نِويڪلائي- اڪيلائپ. جيئن:

” جن کي عشق عميق جو، سي خَلوت خيالي “ (شاهہ).

- خَلْوَتُ پَسَنُدُ : ذ. صفت. اڪيلائي پسند ڪندڙ- نِويڪلو گُذاريندڙ.

- خَلْوَتُ خَانُو ۽ خَلْوَتُ خَانَا : اڪيلائيءِ واري جاءِ- نِويڪلي جاءِ. سمهڻ جو ڪمرو.

- خَلْوَتُ سَراءِ : ث. اڪيلائيءِ واري جاءِ.

- خَلْوَتُ ڪَرَڻُ : اڪيلو ٿيڻ.

- خَلْوَتُ گَاهہ : ث. اڪيلائيءِ واري جاءِ- ايڪانت واري جاءِ- نِويڪلي جاءِ- خلاصو ڪمرو.

- خَلْوَتُ نَشِيْن : ذ. صفت. اڪيلو ويهندڙ- اڪيلائيءِ ۾ ويهندڙ. دنيا کان تياڳ ڪيل. سنياسي. رِشي. لاطمع- تارِڪُ دنيا.

- خَلْوَتِيُ ۽ خَلْوَتِيُ : ذ. صفت. اڪيلائيءِ ۾ گذاريندڙ- اڪيلائپ پسند ڪندڙ- ايڪانتي. لوڪ تياڳي- سنياسي- رِشي. گهرو دوست- گهاٽو دوست- حال محرم- خاص ملاقاتي.

● خُلُوصُ : ذ. [ع. خَلَصَ = هو پاڪ صاف ٿيو] سادو ۽ پاڪ ٿيڻ جي حالت- سادگي- صفائي- پاڪائي. نيج دوستي- سچي دوستي- اخلاص- محبت- صداقت- سچائي- وفاداري.

- خُلُوصُ نِيَّتُ : ث. سچائي- نيڪ ارادو.

● خَلِيُتُو ۽ خَلِيُتَا : ذ. [ع. ”خَرِيطُ = کيسو“ جي بگڙيل صورت] اها ڳوٿري، جنهن جو منهن ڌاڳي سان اُڻين سبيَلُ هجي جو ان کي کولي يا بند ڪري سگهجي. ڳوٿري- ٻوٽيڙي- ڦوٽيڙي- ٿيلهو.

● خَلِيجُ : ذ. [ع] آپسمنڊ- پاڻيءِ جو هڪ ڀاڱو، جنهن جي ٽن پاسن کان خشڪي ۽ چوٿين پاسي کان سمنڊ مليل هجي. جيئن: خليج بنگال، خليج فارس وغيره. درياءَ- نهر.

● خَلِيفُو ۽ خَلِيفَا : ذ. صفت. [ع. خَلِيفَهُ < خَلَفَ = هو پوءِ آيو] ڪنهن کان پوءِ ايندڙ- ولي عهد- قائم مقام- جاءِ نشين (بادشاهہ وغيره جو) بدران آيل يا بدران موڪليل- عوضي- نائب. الله تعاليٰ جي طرفان ملڪ جي حڪومت هلائيندڙ- خدا جو نائب. پرپٺ ڪم ڪندڙ- مددگار- واهرو-

مهايتڪ. سيد يا پير جو خاص نوڪر. حجام - لانگي. گهٽ درجي وارن ڪَي مڙڻ جو هڪ لقب. جهڙوڪ درزي وغيره. خادم - نوڪر - ٻيلي.

— خَلِيْفَةُ اللهِ : ذ. صفت. الله جو نائب. اسم خاص. حضرت آدم عليہ السّلام جو لقب.

— خَلِيْفَةُ الْمُسْلِمِيْنَ : ذ. صفت. مسلمانن جو بادشاهہ يا خليفو.

● خَلِيفَهْ : ذ. ڏسو "خليفو."

● خَلِيْقُ ۽ خَلِيْقَ : ذ. صفت. [ع. خَلَقَ = هُن پيدا ڪيو] پيدائشي نيڪ سُڀاءُ وارو - خلق وارو - مٺي هلت چلت وارو - مُروت وارو - لحاظي - ڪلمک - ملڇڻو - خوش مزاج - نرم دل - رحم دل - ٻاجهارو - مهربان.

● خَلِيْلُ ۽ خَلِيْلُوْنُ : ث. تاس راند جو هڪ قسم (جنهن ۾ رڳو ٽي پتا راند ڪري سگهن ٿا).

● خَلِيْلُ ۽ خَلِيْلَ : ذ. [ع. خُلَّةٌ = دوستي] سچو دوست - مخلص دوست - سنگتي - ساٿي - يارُ - سڄڻ - همراهہ. سنڌ جي هڪ شاعر جو تخلّص.

— خَلِيْلُ اللهِ : ذ. صفت. الله جو دوست. اسم خاص. حضرت ابراهيم عليہ السّلام جو لقب.

● خَلِيْلانِي : اسم خاص. بلوچن جو هڪ قبيلو.

● خَمُ ۽ خَمَ : ذ. [ف. خَمْ = ڏِنگُ] ڏِنگائي - ڏِنگُ - ٽيڙُ - آڏائي - وَرُ - وڪڙُ - موڙُ - پيچ - وَٽُ - پَيچُ.

— خَمِ ابْرُوْ : ذ. ڀرن جي ڏِنگائي.

— خَمْدارُ ۽ خَمْدارَ : ذ. صفت. وَرُوَڪڙ وارو - وَنگ وارو - ڏِنگو - ٽيڙو - آڏو - ٽيڙو - پيچدارُ - پيچيدو.

● خُمْ : ذ. [ف]. شراب جو مَٽُ - دُنگُ - ايپ.

— خُمْ خانَہ : ذ. شراب خانو - گُٽو - شراب پيئڻ جي جاءِ - ڀٽي.

● خُمارَڻُ : مصدر. [فارسي مان ورتل] شراب پيارڻ - نَشَئي ڪرڻ.

— خُمارُ ۽ خُمارَ : ذ. نَشو. نشي جي مستي - نشي جا پُورَ - مد هوشي. نشي لهڻ کان پوءِ سُستي - پڇاڙيءَ جو نشو. ننڊ جو زورُ - آونگهہ - گُمُ - گهيرَ - ننڊاکڙائي - خماري - پنڪي. اکين جي گِراڻ - اکين جي گاڙهاڻ. متوالي نظر.

— خُمارُ آلُودَهْ ۽ خُمارُ آلُودَهْ : ذ. صفت. نشي ۾ چُورُ - مخمور - مست - متوالو.

— خُمارجَڻُ : مصدر. نشي ۾ پُرجڻ - نشو ٿيڻ - هلڪي بيهوشي طاري ٿيڻ. ننڊ ۾ پُرجڻ - گهرجڻ.

— خُمارِيُ ۽ خُمارِي : ذ. صفت. خمار وارو - خمار جو - نَشئي - پِنڪيلُ.

— خُمارِي : ث. خمار - نشو - پنڪي.

● خُماسِي ۽ خُماسِي : ذ. صفت. [ع. خَمْسَة = پَنج] علم نحو جي اصطلاح موجب پنجن اکرن وارو لفظ. جهڙوڪ: سَفَرجَل وغيره.

● خَمِيْرُو : ذ. [ع. خمير] ٻن ڏينهن جو ڳوهيل ڪڻڪ اٽو.

● خُمْچو ۽ خُمْچا : ذ. [ف. خُمْچَہ = ڪُومچو] ڪاٺ يا لوهہ جو وڏو ٿالهہ (جنهن ۾ ڪاڏي جا گهڻا ٿانو رکجن) ڪومچو - خونچو. ناز - نخرو - انگل (ڪ).

— خُمْچا ڪَرَڻُ (ڪ) : ناز نخرا ڪرڻ.

● خَمْرُ ۽ خَمْرَ : ذ. [ع. خَمْرُ = شراب - نشو] انگورن جو رَسُ (پچايل) - شراب - مَئي - مَدُ. مستي (محبت جي) - عشق.

● خُمْرو ۽ خُمْرا (ت). ذ. [ف]. ٺِڪر جي ٿانوَ جو هڪ قسم (جو گدري جي قاڪن وانگر ٺهيل هجي) - ٺِپو.

● خَمْس : صفت. پنج - پنجن جي نسبت ڏيکاريندڙ. "حواس خمسه" - پنج حواس (ڏسڻ، سنگهڻ، چکڻ، ٻُڌڻ ۽ ڇُهڻ جا حواس).

● خَمُوشُ : صفت. [ف]. ماٺ ڪيل - چُپ - سانت - خاموش.

● خَمْيازَهْ : ذ. [ف]. آرس - اوٻاسي - لِڱ - ڪَر. بدلو - عوض - تاوان. رنج - تڪليف. پشيمالي - افسوس.

● خميده: صفت. [ف] ڏنگو- ڦڏو- خمر وارو- مُڙيل- ڪُبو- چِبو- جهڪيل.

● خميرُ ۽ خميرَ: ذ. ڳوهيل پاروٿو اٽو (جو گهڻو وقت اڳي ڳوهي رکجي ۽ ڪٽو ٿي پوي)- ڪٽو اٽو- ڳوهيل اٽو. ڪنهن به ڳوهيل شيء جو چاڙو- پنوڙو. ماڻهوء جي اصلي بناوت جو موادُ- سِر شتي- خلقت- فطرت- پيدائش- ترڪيب- ملاوت. ستُ- جوهر- عرق- مغز- عطر. دفن ڪرڻ جي جاء (ڪنهن مُردي ڪي)- لحد- قبر. ميٽي (جسم جي). صفت. بالغ- رسيل- ماما يتل. پڪو- پڪل. ميزاج- طبيعت- سُڀاءُ.

- خميرو ۽ خميرا: ذ. ڳوهيل اٽو جو ڪٽو ٿي ويو هجي- ڪنڊ ۾ چاش ڪيل دوا، جيئن: "خميرو گاؤزبان وغيره".

● خميسَ ۽ خميسون: ث. [ع] هفتي جي ستن ڏينهن مان هڪ ڏينهن. هفتي جو پنجون ڏينهن- وسپت. قميص مان بگڙيل شڪل- چولو- پهراڻ.

● خميصَ ۽ خميصون: ث. خميس- قميص- چولو- پهراڻ.

● خناسُ ۽ خناسَ: ذ. [ع. خنس = هو پوئتي هٽي ويو] سرڪش ديوُ- شيطان رجيم- خبيث روح- بد روح. شيطان- بڇڙو- پاپي- بدڪارُ. صفت. وسواسن ۾ وجهندڙ. مردود- شرير- جيڪو بڇڙائيء جو ڏس ڏيئي پاڻ هٽي وڃي.

● خناقُ ۽ خناقَ: ذ. صفت. [ع. خنق = هن ڳلو گهٽيو] ڳلي گهٽڻ جي حالت. بيماريء جو هڪ قسم (جنهن ۾ ڳلو يعني ليڙي سُڄي پوندي آهي ۽ ماڻهو ساهه نه کڻي سگهڻ ڪري عموماً مري ويندو آهي).

● خنامُ ۽ خنامَ (ل): ذ. ڦڏو- فساد- مانڌاڻ- پائيتال. نقصان- حرج- ڇيهو- ٽوٽو.

● خنبيرَ (ل): ذ. ["خمير" جي بگڙيل صورت] ڏسو "خميرُ".

● خنجرُ ۽ خنجرَ: ذ. [ف] هڪ مشهور هٿيار جو نالو. ننڍي تلوار- ڪٽار- ڇُرو- وڏو چاقو.

● خنجري ۽ خنجريون: ث. دُهلڙي- دبڪي- ڪنجري.

خندان: ذ. صفت. [ف. خنديدن = کلڻ] کلندڙ- کلمُک.

● خندق ۽ خندقون: ث. [ع] شهر جي بچاء لاء چئني طرفن کان کوٽيل کڏَ- کاهي. اونهي کڏ. غارُ- چرَ. آڙَ- آڏَ- مورچو.

● خندو ۽ خندا: ذ. [ف. خنديدن = کلڻ] کلَ- ٽهڪ ٽهڪ- ٽهڪڙو- هاسي- هشي- کلکو- ٺٺول- مسخري- چٿر. ڊولگل- ڊيڪ.

- خندو ڪرڻ: کل ڪرڻ- ٽهڪڙو ڪرڻ- ٽهه ٽهه ڪرڻ- کلون ڪرڻ- هاسي ڪرڻ- مسخري ڪرڻ- چٿر ڪرڻ- ٺٺول ڪرڻ- ڊولگل هڻڻ.

- خنده: صفت. [ف] کلندڙ.

- خنده پيشاني: ذ. صفت. کلمُک- خوش طبع- کلڻو.

- خنده روء: ذ. صفت. کلمُک- خنده پيشاني.

- خنده روئي: ث. خوشي- خوش مزاجي- کلمُکائي.

- خنده زن: ذ. صفت. کلندڙُ.

● خنزيرُ ۽ خنزيرَ: ذ. [ع] هڪ جانور جو نالو- سوئرُ- سِرُون.

● خنساء: اسم خاص. [ع] عرب جي هڪ بهترين شاعر عورت جو نالو (ان جو ديوان به هو. قادسيه واري لڙائيء ۾ هوء پنهنجن چئن پٽن سان شامل هئي ۽ آتي سندس چارئي پٽ شهيد ٿيا).

● خنڪ: صفت. [ف] ٺريل- ٿڌو- سردُ- يخ- برف. چڱو- سٺو- خوش- ڪڙوتڙو.

- خنڪارَ ۽ خنڪارون: ث. ٿڌ- ٿڌڪار- سردي. خوشي- موج- فرحت. خوشبوء- سُڳنڌ. مستي- نشو- مؤ- خمار. شهنشاهه- قيصر- مهاراجا. خنڪي.

- خنڪي ۽ خنڪيون: ث. ٿڌائي- ٺارُ- سردي. خنڪار. وڏائي- آڪڙ. بي پرواهي. ڪڙائي.

- خنڪي ڏيکارڻ: بي پروائي ڏيکارڻ- وڏائي ڏيکارڻ. آڪڙ ڏيکارڻ. ڪڙائي ڏيکارڻ.

● خَوُ: ث. [ف] سياءُ - عادت - خصلت - سيرت.
- خَوُ کَرُ: ذ. صفت. عاديُ - علتي - هيراڪ - پانڌائي.
● خَوابُ ۽ خَوابَ: ذ. [ف]. ننڊ ۾ ڏٺل نظارو - سپنو - رُويا. ننڊ - آولڳهڻ - آرام. خيال - تصوُّر - ويچار - وهم - گمان. بشارت.
- خَوابُ آلُودَهُ: ذ. صفت. [ف. آلودن = رَل مِل ڪرڻ] ننڊاکڙو - ننڊائتو - خُماريل - پنڪيل - ننڊ جا جهوٽا کائيندڙ.
- خَوابِ پريشانُ: ذ. ڊيڄاريندڙ خواب - ٻڇڙو خواب - بگڙيل خواب - مُنجهيل خواب.
- خَواب جُون ڳالهيُون: ث. خيالي ڳالهيون - اجايون ڳالهيون.
- خَوابُ خيالُ ۽ خَوابَ خيالَ: ذ. وهم گمان - ويچار. اجايو ڏيک. گذريل ڳالهه جي آکاڻي - درگذر - فنا - ختم ٿيل.
- خَوابُ خيالُ نَہ هُئَڻُ: ڪو به خيال نه ٿيڻ - ڳالهه ويچار هيٺ نه هجڻ - ارادو نه رکڻ.
- خَوابُ ڏِسَڻُ: ننڊ ۾ ڪجهه ڏسڻ - سپنو لهڻ.
- خَوابِ غَفْلَتُ: ذ. غفلت جي ننڊ - بي پرواهيءَ جي ننڊ - لاغرضيءَ جي ننڊ - ويسلائي - اڪولڊ رائي.
- خَوابُ گاهہ ۽ خَوابُ گاهُون: ث. سمهڻ جو ڪمرو - آرام ڪرڻ جي ڪوٺي يا جاءِ.
- خَوابُ لَهَڻُ: ننڊ ۾ ڪا ڳالهه ڏسڻ - سپنو ڏسڻ. شڪ پوڻ - وهم اچڻ - گمان پوڻ.
- خَواب ۾ بَڙُڪَڻُ: ٻڙڻ - ورڦلڻ.
- خَوابُ وَ خيالُ: ذ. وسريل ڳالهه. ڪوڙي ڳالهه يا خيال.
- خَوابُ هُجَڻُ: ڪجهه به نه هجڻ - خالي وَهَمُ هجڻ.
- خَوابِيدَگِيُ ۽ خَوابيدگيُون: ث. غفلت - سُستي - ننڊ جي حالت - ڪاهلي - بي پرواهي.
● خَواجا: اسم خاص. مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو - اسماعيلي ۽ اثناعشري فرقن جا پوئلڳ.
● خَواجو ۽ خَواجا: ذ. [ف. خواجه = سردار] مالڪ - ڌڻي - گهر ڌڻي. سردار - آقا. ڪدڙو - غلام. (توران ۾ سيدن کي "خواجو" چيو ويندو آهي).
- خَواجہ تاشُ: ذ. صفت. هڪ مالڪ جي سيني نوڪرن مان هرهڪ.
- خَواجہ سَرا: ذ. بادشاهن ۽ اميرن جي محلن جو داروغو - گهر ۾ ايندڙ ويندڙ يا ڪم ڪار ڪندڙ ڪدڙو غلام. (اڪثر ڪري مغل بادشاهن وٽ خواجه سرا هوندا هئا).
● خَواجہ خِضْرُ: اسم خاص. هڪ نبيءَ جو نالو، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته ان کي حيات حاصل ٿيو، ان ڪري هن کي "پاڻيءَ جو بادشاهه" سڏيو وڃي ٿو ۽ زنده آهي) - زنده پير - زنده ولي.
● خَوارُ: صفت. [ف. خوردن = کائڻ] کائيندڙ - کائُڪ - کائُو. مرڪبات ۾ ڪم ايندڙ لفظ، جيئن ته: شيرخوار وغيره. پيئندڙ - پياڪ، جيئن ته: شرابخور، خونخوار وغيره.
● خُوارُ ۽ خُوارَ: ذ. صفت. [ف]. بدنام - بي عزت - بي مانُ - رُسوا - گلارو - ڏتو - ذليل. آواره - ڪميڻو - تُڇ - ڪريل - اوڇو - رول - دربدر - ردي - ٻُڇڙو - خراب - پريشان - تنگ - دُکي.
- خُوارزيلُ: ذ. صفت. ["خارجي" جي بگڙيل صورت] خُوارُ - تڙيل - بدنام - رُسوا - گلارو. بدچال - ڪميڻو - ڪريل.
- خُوارُ ڪَرَڻُ: ذليل ۽ رُسوا ڪرڻ - ٻُڇڙو ڪرڻ. حيران ۽ پريشان ڪرڻ. گلارو ڪرڻ.
- خُوارِيُ ۽ خُوارِيُون: ث. بدنامي - گلا - بي عزتي - بي ماني - ذِلت - رُسوائي - ننداٺي - بدناموسي. ٻڇڙائي - نيچپڻ - ڪميڻائي - ڏاميچائي.
- خُوارِيُ ڪَرَڻُ: بي عزتي ڪرڻ - بدنامي ڪرڻ.
- خُوارِيءَ کاڌو ۽ خُوارِيءَ کاڌا: ذ. صفت. بدنام ٿيل - ٻڇڙو ٿيل - گلارو.
- خُوارِيءَ کاڌو هُئَڻُ: بدنام هئڻ - گلارو هئڻ - بي عزت هئڻ.
● خَوارِزَمُ: اسم خاص. [ف]. جيحون نديءَ جي ڪناري تي هڪ شهر جو نالو.

● خَواستُ: ذ. [ف. خواستن = گهُرڻ] گهُر – طلب – چاهه. مرضي – خواهش. آسَ – اُميد. عرض.

▬ خَواستهَ: گهربيل (خدا نخواسته = خدا نه گهُري يا خدا نه ڪري).

▬ خَواستگارُ ۽ خَواستگارَ: ذ. صفت. چاهيندڙ – گهُرندڙ – طلبگارُ – طالبو – طالب – آسائتو – اُميد وار – خواهشمند – درخواست ڪندڙ – عرضدار.

▬ خَواستگاري ۽ خَواستگاريُون: ث. طلب – خواهش – گهُر – چاهنا.

● خَواصُ ۽ خَواصَ: ذ. [ع. "خاص" جو جمع] اميرَ – رَئيسَ – نَوابَ – اعليٰ درجي جا ماڻهو – خاندانَ – وڏا ماڻهو (مگر سنڌيءَ ۾ واحد طور ڪم ايندڙ). اعليٰ درجي جو نوڪرُ – خاص – وڏو نوڪر. خدمتگارُ – ممتاز نوڪر. خاصيتون – اثرَ.

▬ خَواصِيُ ۽ خَواصِيُون: ث. خدمتگاري – خدمت – نوڪري – چاڪري، هم نشيني – شاهي سواريءَ ۾ پٺيان وڃڻ جي حالت.

● خَوانُ: ذ [ف] ماني يا طعام کڻي وڃڻ جو ٿانءُ – ڪاڌي رکڻ جو ٿالهه – طباقُ – طشت – دسترخوان.

▬ خَوانُ پوشُ ۽ خَوانُ پوشَ: ذ. صفت. خونچي ڍڪڻ جو ڪپڙو. طعام ڍڪڻ جو ڪپڙو.

▬ خُوانچو (خونچو): ذ. خوان – ننڍڙو دسترخوان. گهوڙين جي شين رکڻ لاءِ ٿالهه – ڪاٺ جو وڏو ويڪرو ٿالهه.

▬ خَوانُ سالارُ ۽ خَوانُ سالارَ: ذ. صفت. طعام ڏيندڙ – ڪاڌي تي نظرداري ڪندڙ – داروغو.

▬ خَوانُ سامانُ ۽ خَوانُ سامانَ: ذ. صفت. خان سامان – بورچي خاني جو نوڪر – ڪارائڻ پيارڻ جو سامان ڪندڙ. پنڊاري. عام مختيار. بورچين جي مٿان آفيسر.

▬ خَوانِ نِعمَتُ: ث. اهڙي قسمن جي ڪاڌي جو خونچو – طرح طرح جي قسمن جي ڪاڌن وارو ٿانءُ.

● خَوانُ: صفت [ف. خواندن = پڙهڻ] پڙهندڙ. ڳائيندڙ. مرڪبات جي آخر ۾ ٿو اچي؛ جيئن: ثناخوان، مدح خوان، نوحه خوان وغيره.

▬ خَوانْدگيُ: ث. [ف]. پڙهائي – پڙهڻ جو ڪم.

▬ خَوانْدَنُ: مصدر. [ف]. پڙهڻ – علم سکڻ – لکڻ پڙهڻ جو هنر سکڻ. پڙهڻ – پڙهڻ – پڙهڻ – چاڻڻ.

▬ خَوانْدو: ذ. صفت. [ف. خوانده = پڙهيل] تعليم يافته – عالم – ڄاڻندڙ. هوشيار – سمجهدار – ڄاڻو – چتُر – ڏاهو – عاقل – سنئون سِڌو – عقلمند – دانا – سياڻو.

▬ خَوانيِ ۽ خَوانيُون: ث. پڙهڻ جو ڪم – پڙهائي. هيءُ لفظ مرڪبات جي آخر ۾ ٿو ڪم اچي؛ جيئن: "قرآن خواني، مرثيه خواني وغيره".

● خَواهُ: صفت. [ف. خواستن = گهُرڻ] گهُرندڙ – گهُرو – چاهيندڙ – طلبگار – طالبو – خواهشمند. مرڪبات جي آخر ۾ ڪم ايندڙ لفظ؛ جيئن: "خيرخواهه، بدخواه وغيره". (حرف جملو) يا – يا ته – توڙي – توڻي. ڀلي. چاهي – ٻيءَ حالت ۾ – نه ته – ٻنهي مان هڪڙو؛ جيئن: "فلاڻو خواهه فلاڻو".

▬ خَواهانُ: صفت. چاهيندڙ – گهُرندڙ – طالبو – طلبگارُ.

▬ خَواهُ مَخَواهُ: ظرف. هر وپر و – اجايو – ريءَ ڳڻناهه – بنا ڏوهه – بي سبب – بي ڏوهه – بي واجبي – بنا ڪنهن سبب جي – خالي پيلي – لاچار – لاچار – بي وس – زوري – زبردستي – مجبوراً.

● خَواهِشُ ۽ خَواهِشُون: ث [ف. خواستن = گهُرڻ] گهُرَ – طَلَبَ – چاههُ – سِڪَ – اِڇا – مَنْشا – مرضي – ڪامنا – دِل. چاهنا – گهُرپَ – آرزو – تمنا. خيال – اِرادو – نيت – راءِ – آڪير – شوق – حُبُ – آڪنڊ. مطلب – مقصد – مُراد.

▬ خَواهِشْمَنْدُ ۽ خُواهِشْمَنْدَ: ذ. صفت. گهُرندڙ – چاهيندڙ – طالبو – گهُرو – خواهان – سَڌائتو – اِڇاوان – آسائتو. گهُرجائو – ضرورتمند.

● خَواهَرُ: ث. [ف]. ڀيڻ - همشيره - ڀيڻَرُ.

● خُوبُ ۽ خُوبُ: ذ. صفت. [ف]. چڱو - سٺو - ڀلو - بهترين - تمام سٺو - عمدو - سهڻو. ڀلارو - اُچو - اُتم - اعليٰ - ليڪ - لائق - وڻندڙ - پيارو - زيبا.

- خُوب ڀلهاڙو ڪَرَڻُ (ت): خوب ڪشمڪش ڪرڻ.

- خُوبُ تَرُ: صفت. وڌيڪ چڱو - وڌيڪ سٺو.

- خُوبروُ ۽ خُوبروُ: ذ. صفت. سهڻي شڪل وارو - سهڻو - خوبصورت - حَسين - مَلوڪُ - سُنُدر.

- خُوبروُئي: ث. شڪل جي سهڻائي - سونهن - حُسن - سُندرتا - خوبصورتي.

- خُوب سِيرَتُ: ث. صفت. نيڪ سيرت - سٺن لڇڻن وارو - ليڪ اعمالن وارو - چڱن افعالن وارو - سٺين عادتن وارو - فضيلت وارو.

- خُوبُ صُورَتُ: ذ. صفت. سهڻي شڪل وارو - سهڻو - سُندر - حَسين - حُسن وَنُدُ - سو پياوان - ٺاهوڪو - وينگس - شڪيل.

- خُوب صُورَتِي ۽ خُوب صُورَتِيُون: ث. شڪل جي سهڻائي - سُونهن - حُسن - سُندرتا - سو ڀيا.

- خُوب نُمَا: ذ. صفت. چڱو ڏسڻ ۾ ايندڙ - سهڻي ڏيک وارو. سٺي ڳالهه - سُٺائي - عُمدائي.

- خُوبِي ۽ خُوبِيُون: ث. چڱائي - ڀلائي - بهتري - فائدو - نيڪي - لاڀُ - نفعو - ٺورو. سُندرتا - سُهڻائي - سُونهن - مَلُوڪائي - سُٺائي - خصلت - خاصيت - گُڻ. نيڪي - ناموس - ساراهه - واکاڻ.

● خُوبانِي ۽ خُوبانِيُون: ث. ميوي جو هڪ قسم - زَرِدالو.

● خوجو ۽ خوجا: ذ. صفت. کدڙو - مُخَنَّثُ.

● خُود: ضمير. [ف]. پاڻ - پنڊ - پنهنجي سِر - ذات - نَفسُ.

- خُود آرائي: ث. پاڻ کي سينگارڻ جي حالت - ٺاهه ٺوهه - هار سينگار. خود نمائي - فخر - تڪبر.

- خُود اِختِيارُ: ذ. صفت. خود مختار - پنهنجي وَس - روءِ سَوءِ - آزاد - ڇُڙواڳ.

- خُود اِختِيارِي ۽ خُود اِختِيارِيُون: ث. خود مختاري - آزادي - ڇڙواڳي.

- خُودُ بِخُودُ: ظرف. پنهنجو پاڻ - ازخود - پاڻمرادو - پاڻهي - بنا چوڻ جي.

● خُودُ بِينُ ۽ خُودُ بِينَ: ذ. صفت. پاڻ کي ڏسندڙ - پاڻ کي پسند ڪندڙ - وڏائي خور - پاڻ کي وڏو سمجهندڙ - خود پسند - اڀمانُ - هٺيلو - مغرور - پاڻ کي پڏائيندڙ.

- خُودُ بِينِي: ث. پاڻ کي ڏسڻ جي حالت - خود پسندي - مغروري - غرور - تڪبّر - هَٺُ - وڏائي - اڀماني.

- خُود ثَنَا: ذ. صفت. پنهنجي پاڻ واکاڻ ڪندڙ - پاڻ کي ساراهيندڙ - ٻٽاڪي. مغرور.

- خُود ثَنَائِي: ث. پاڻ ساراهڻ جي حالت - آپ وڏائي - پنهنجي ساراهه - پنهنجي ساک.

- خُودُ پَرَسْتُ: ذ. صفت. پنهنجو پاڻ کي پوڄيندڙ - پنهنجي نفس جو پوڄاري. خود پسند - هٺيلو - مغرور - وڏائي ڪندڙ - ابماني - هڏٺو - ٽرڙو - ٻٽاڪي - هلڪي طبيعت وارو. خود مطلب.

- خُودُ پَرَسْتِي: ث. پنهنجو پاڻ پوڄڻ جي حالت. خود ثنائي - خود پسندي. مغروري - وڏائي - هَٺُ - تڪبر. خود مطلبي.

- خُودُ پَسَنْدُ: ذ. صفت. پاڻ کي پسند ڪندڙ - پنهنجو پاڻ وڻندڙ. پنهنجو پاڻ کي هر ڪو ٻين کان بهتر سمجهندڙ. پنهنجي مرضي مطابق هلندڙ. خود بين - خود ثنا - خود پرست.

- خُود پَسَنْدِي: ث. پنهنجو پاڻ کي بهتر سمجهڻ جي حالت. خود رائي - خود بيني - خود ثنائي - خود پرستي.

- خُودُ دارُ ۽ خُودُ دارَ: ذ. صفت. پنهنجو پاڻ رکندڙ - پنهنجي آبرو جو پاڻ خيال رکندڙ - غيور - غيرتمند - غيرت وارو. ٻين جي اڳيان پنهنجي گهٽتائي نه ڏيکاريندڙ - ٻين جي محتاجي نه قبوليندڙ. گنڀير - سنجيده - صابر - بردبار.

- خُودُداري: ث. پنهنجو پاڻ کي سنڀالڻ جي حالت - پنهنجي عزت - شخصيت - مان - شان - عزت نفس - غيرت. بي پرواهي - لاغرضي.
- خود راءِ: ذ. صفت. پنهنجي راءِ تي هلڻ وارو - پنهنجي مرضيءَ موجب هلندڙ - خود خيال - هٺيلو.
- خُودُ رَفتگي ۽ خُودُ رَفتگيون: ث. پاڻ کان ٻاهر نڪرڻ جي حالت - بي خودي - مدهوشي - بي خبري.
- خُودُ رَفتہ: ذ. صفت. پاڻ کان نڪتل - پاڻ کان ٻاهر - مدهوش - بي خبر - بي خود - جنهن کي پنهنجي خبر نہ هجي - هوش کان ٻاهر.
- خُودُ رُو: ذ. صفت. پاڻهي اُپرندڙ (جهنگلي ٻوٽا).
- خُودُ ساختہ: ذ. صفت. پنهنجو جوڙيل - ٺاهيل - هٿ جو ٺاهيل - بنايل - پنهنجي مُنهن ٺهيل - پنهنجو پاڻ ٺهيل.
- خُودُ ستائي: ث. پنهنجي تعريف پاڻ ڪرڻ جي حالت - خودثنائي - ٻٽاڪ - ٻاڙ - پاڻ کي ڦُندائڻ.
- خُودُ سَرُ: ذ. صفت. سرڪش - ضدي - هٺيلو - هوڏي - خود راءِ - پنهنجي مرضيءَ موجب هلندڙ.
- خُودُ سَري: ث. سرڪشي - ضديت - هٺيلائي - تڪبر - خود رائي.
- خُودُ غَرَضُ ۽ خُودُ غَرَضَ: ذ. صفت. پنهنجي مطلب وارو - پنهنجي غرض وارو - پنهنجي ڪم وارو - غرضائتو - مطلبي - خود مطلبي. فقط پنهنجو فائدو ڳوليندڙ - لالچي.
- خُودُ غَرَضي: ث. پنهنجو ڪم - پنهنجو مطلب - پنهنجو غرض - خود مطلبي - لالچ - پنهنجو فائدو سوچڻ واري حالت.
- خُودُ فَراموشُ ۽ خُودُ فَراموشَ: ذ. صفت. پاڻ کي وساريندڙ - غافل.
- خُودُ فَراموشي: ث. پاڻ کي وسارڻ واري حالت - غفلت.
- خُودُ ڪامي: ث. خود غرضي - خود مطلبي - فقط پنهنجي بهتري چاهڻ واري حالت.
- خُود ڪَشيدو ۽ خُود ڪَشيدا: ذ. صفت. پنهنجو پاڻ ڇڪيندڙ - سوهيندڙ - تمام سٺو - بهترين.
- خُود ڪُشي: ث. پاڻ کي مارڻ جي حالت - آپ گهات - آتم هتيا.
- خُود ڪُشي ڪَرَڻُ: پنهنجو پاڻ کي مارڻ - آپ گهات ڪرڻ - آتم هتيا ڪرڻ.
- خُود مُختيارُ ۽ خُود مُختيارَ: ذ. صفت. پنهنجي مرضيءَ تي هلندڙ - خود خيال - خود راءِ. (مختار عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جو سنڌيءَ ۾ ڦري "مختيار" ٿيو آهي). اختيار وارو - ڇڙواڳ - آزاد - سوتنتر - پابنديءَ کان آجو - بي پرواهہ - بي ڪاڻيو. پنهنجي پيرن تي - پاڻ ڀرو - روءِ سوءِ - پنهنجي وارو - هولڊ وارو - بي احتياج.
- خُود مُختياري: ث. آزادي - خود خيالي - بي پرواهي - لاپرواهي - ڇڙواڳي - شخصي حڪومت.
- خُود مَطلَبُ ۽ خُود مَطلَبَ: ذ. صفت. خود غرض - رڳو پنهنجو فائدو چاهيندڙ.
- خُود مَطلَبي: ذ. صفت. خود غرضي - فقط پنهنجي شخصي ڀلائي چاهڻ جي حالت.
- خُود نُما ۽ خُود نُما: ذ. صفت. پنهنجو پاڻ ڏيکاريندڙ - ڏيکائتو - ڏيکر - ڏيکي - آڏ ميري. ضدي - مغرور - هٺيلو - ترڙو - هلڪڙو.
- خُود نُمائي: ث. پنهنجي ڏيکائي ڏيڻ واري حالت - ڏيکاءُ - ڏيک - ڏيکر - اڌ ميري. مغروري - شيخي - وڏائي - ضديت.
- خُودي ۽ خُودِيون: ث. پاڻ پڻو - آپو - شخصيت - انانيت. وڏائي - تڪبر يائي. خود مختياري - خود سري. خود غرضي. خود پسندي - خود بيني. خود داري. غرور - هٺ. گهمنڊ - ايمان - تانءُ - ٽينڊ. احساس برتري.
- خُود ياوَري: ث. پنهنجي مدد - پنهنجي همت - پنهنجي سڱڙمي.
- خُود يون وَ رِنڊِ يون ڏِيڻ: (ت): سامهون ٿيڻ - اجايا سجايا لفظ ڪيڻ - لحاظ نہ رکڻ.
- ● خُودُ ۽ خُودَ: ذ. [ف]. لڙائيءَ ۾ مٿي جي بچاءَ لاءِ ڪم ايندڙ هڪ قسم جي لوهي ٽوپي يا ٽوپ - لوهہ جو هول - مٿي جي زرهہ - ڪلنگي - لوهو ٽوپلو (ت).

● خُوُدبَافُ: ذ. [ف] گل جو هڪ قسم. ريشمي ڪپڙي جو هڪ قسم (جنهن ۾ گُل آئيل هجن).

● خُوُرُ: ذ. [ف. 'خورشيد' مان تخفيف ٿيل] سج - آفتاب - سورج - سَهر - شمس.

● خورُ ۽ خورَ: صفت. [ف. 'خوردن' منجهان امر جو صيغو] کائيندڙ. مرڪبات ۾ استعمال ٿئي ٿو، جيئن: "گوشت خور، رشوت خور، حرامخور وغيره."

- خورُدُ: ذ. کاڌو - چُوڻو - قُوتُ.

- خورُد ونوشُ: کاڌو پيتو - داڻو پاڻي.

● خورَاڪَ ۽ خوراڪُود: ث. [ف. خوردن = کائڻ] کائڻ جي شيءِ - کاڌو - کاڌو - ماني - طعام - راشن - کاج - غذا - پوڃڻ - آهار. روزينه - راتِبُ - چُوڻو - رسَدُ. آذقو - توشو - قُوت - گذران. جانورن جو کاڌو - چارو. عمدو کاڌو - مغزيات پهل کاڌو - طاقتور غذا - طاقتور شيءِ - پوگهڙو. (ڊاڪٽرن ۽ حڪيمن جو اصطلاح) هڪ وزن (دوا وغيره جو).

- خوراڪِي ۽ خوراڪي: ذ. صفت. خوراڪ وارو. سٺا ۽ طاقت وارا کاڌا کائيندڙ. طاقت واريون شيون (کاڌو ۽ دوائون وغيره) کائيندڙ. سٺي کاڌي جو شوقين.

● خُورِدِ: ذ. صفت. ننڍو.

- خُورُدِ بِيِنِي ۽ خُورُد بِينِيُون: ث. ننڍين شين کي وڏائي وڏو ڪري ڏيکاريندڙ اوزار.

- خُورُدِ سَالُ: صفت. ننڍيءَ عمر جو - صغير - ننڍو.

- خُورُد وُڪَلان: ذ. صفت. [ف. ڪلان = وڏو] ننڍا وڏا.

● خُورُدِ بُرُدُ: ذ. [ف. خوردن + بُردن = کٽي وڃڻ] هضم ڪرڻ جي حالت (پئسا، کاڌو وغيره) خيانت - بي ايماني - ٺڳي - هڙپ - هضم - غبن - تَغَلُّبُ. بي جا کاڌو - فضول خرچ - بي جا تَصَرُّفُ (پئسن وغيره جو).

- خُورُدِ بُرُدُ ڪَرَڻُ: کائي نامس ڪرڻ. ڪنهن جا پئسا کائي وڃڻ - هضم ڪرڻ. بي ايماني ڪرڻ. خيانت ڪرڻ. ڪنهن سان ٺڳي ڪرڻ. بي جا کاڌو ڪرڻ.

● خُورُدُو ۽ خُورُدَا: ذ. [ف. خورد = ننڍو] ننڍو سڪو - ننڍا سڪا - ريجو - ريزو - ريزگاري.

● خُورُزِيِنَ ۽ خُورُزِينُون: ث. [ف] خُرجين - کُرجين - کرسَڻ.

● خُورُسَنُدُ: ذ. صفت. [ف] خوش - سرهو. سُکي - آسودو - خُرَّم.

● خُورُشُ ۽ خُورُشُون: ث. [ف. خوردن منجهان] کائڻ جي شيءِ - کاڌو - خوراڪ - غذا - پوڃڻ - طعام - آهار - کاج - قُوتُ - چارو - چوڳو - چُوڻو - داڻو - پالنا.

● خُورُشِيدُ: ذ. [ف] سج - سُورج - سورِيه - سج - مِهر - آفتاب - شمس - خاور - اِندر.

● خورُ کائڻ: کوڙ کائڻ - سَٽَل ڪرڻ (پيس ڪوٽ راند ۾).

● خورُمَاڪِي: اسم خاص. بلوچستان جو هڪ علائقو.

● خُوشُ: صفت. [ف. خُشُ = سرهو] سرهو - راضي - مگن - مَستُ - شاد - شادان - مسرورُ - خُرَّم - نهال - پرسن - سُکي - سُکيو - آسودو - توالو - چاق - پَڙُ - لوبنو - چڱو ڀلو - تندرست - آباد - سائو - سرسبز - تازو - شاداب. بخت وارو - بختاور - ڀاڳوان - سڀاڳو. ونندڙ - چڱو - اَچڪ - سٺو - عمدو.

- خُوشَا: حرف ندا. اي خوش! - مبارڪ!

- خُوشْ آبُ: ذ. صفت. پاڻيءَ وارو - تازو. صاف - چمڪيدار - خوشابُ. مرڪبات ۾ هيءُ لفظ "دُرُ يا گوهرُ" سان گڏ اچي. جيئن: "دُرِ خوشاب" چمڪندڙ موتي."

- خُوشْ آمَدُ: حرف ندا. ڀلي ڪري آيا! مرحبا جو لفظ. ث. خُوشامه.

- خُوشْ آمَدِي: حرف ندا. استقبال جا لفظ. ڀلي ڪري آيا.

- خُوشْ آوازُ ۽ خُوشْ آوازَ: ذ. صفت. مٺي آواز وارو. مٺي آواز وارو. سُريلو.

- خُوشْ آهَنگُ: ذ. صفت. خوش آواز. مٺي سُر وارو. سُريلو. ڪَنِ خوشيءَ سان ڪم ڪرڻ وارو.

- خُوشُ آینْدَهُ: صفت. خوش کند ژ - وڼنه ژ - دلپسند - ښو - عمده.
- خُوشُ آخْلاقُ: ذ. صفت. ښُهڼ لَيجڼ وارو - ښلچڼو.
- خُوشُ آسْلُوبُ: ذ. صفت. ښي اصولي وارو - خوش وضع. خوبصورت - عمدي طريقي وارو.
- خُوشُ آسْلُوبِيُ: ث. چګو لمولو - ښهڼي طرز - ښيء طرح - عمده طريقو.
- خُوشُ آطْوارُ: ذ. صفت. ښيڼ عادتن وارو - ښلچڼو - سَلِيقَه مَنْدُ - ښُکهژُ - هښن ښهو - فضيلت وارو - تهذيب وارو.
- خُوشُ اِقْبَالُ: ذ. صفت. ښيا ګو - نصيب وارو - خوش نصيب - بخت وارو - بختاور - بامُراد - وڏي اقبال وارو.
- خُوشُ اِلْحَانُ: ذ. صفت. ښهڼي آواز وارو - ښُريلو - خوش آواز - خوش آهنګ - ښي آواز وارو.
- خُوشُ اِلْحَالِيُ: ث. خوش آوازي - ښو آواز - ښُريلائيپ - ښُريلائي.
- خُوشُ اِنْتِظَامِيُ: ث. عمده بند وبست - ښو انتظام.
- خُوشُ آنْدَامُ: ذ. صفت. ښهڼين وصفن وارو - ښهڼي شکل وارو - شکيل - خوبصورت - ډ ولائتو - ښَڊول.
- خُوشُ بَاشُ: صفت. پنهنجي خوشيء ساں رهند ژ - ښهنجو - ښُکيو - آسود و. راضي. تند رست - نو بنو. بي پرواهه - بي فِکر.
- خُوشْبُو ﻉ خُوشْبُوءِ يُونُ: ث. ښي بانس - وڻند ژ بُوء - ښُني بُوء - ښُګند - ښُرهاڻ - ښُرهائي - هګاءُ - هَبْکار - مَهَکَ. عطر - خوشبوء.
- خُوشْبُودارُ ﻉ خُوشْبُودارَ: ذ. صفت. ښُني بُوءِ وارو - ښُرهو - ښُګندُ - مُعَطَّر. خوشبوءِ دار.
- خُوشْبُوءِ ﻉ خُوشْبُوئِيُونُ: ث. ڏسو "خُوشْبُو".
- خُوشْبُوءِ دارُ ﻉ خُوشْبُوءِ دارَ: ذ. صفت. خوشبودار.
- خُوشُ بَيَانُ: ذ. صفت. ښي نموني ۾ ڳالهه کند ژ - خوش کلام - شيرين گفتار. عمدي تقرير کند ژ - ڳالهائڻ جو فصيح ۽ بليغ.
- خُوشُ بَيَانِيُ: ث. تقرير جي عمدگي - خوش گفتاري - فصاحت - بلاغت.
- خُوشُ تَقْرِيرُ: ذ. صفت. عمدي تقرير کند ژ - خوش بيان - خوش گفتار - خوش آواز - فَصِيحُ.
- خُوشُ ٿِيَڻُ: راضي ٿيڻ - سَرهو ٿيڻ - شاد ٿيڻ - کِلڻ.
- خُوشُ پوشَاکُ: ذ. صفت. ښُٺو لباس پهريند ژ - سفيد پوش. ښڻ ڪپڙن وارو - سکيو ستابو - آسود و.
- خُوشُ جِيُڻَرُو ﻉ خُوشُ جِيُڻَرَا: ذ. صفت. خوش باش - خوش - شاد - سَرهو. خوش خلق - خوش مزاج. کِلڻو - کِلمُک - کِل مُنْهُونُ - کلائيند ژ - فرحتي - سهڻو. مزيدار - وڻند ژ.
- خُوشُ حَالُ ﻉ خُوشُ حَالَ: ذ. صفت. ښي حال وارو - ښي حالت وارو - آسودو - سکيو - خوش - سرهو. امير - تونگر.
- خُوشُ حَالِيُ ﻉ خُوشُ حَالِيُونُ: ث. آسودگي - سُکيائي - خوشي - سَرهائي - هولد - يُسْرُتُ - ثَرْوُتُ.
- خُوشُ خَبَرُ: ث. سُٺي خبر - وڻند ژ ڳالهه - بَشَارَتَ.
- خُوشُ خَبَرِيُ: ث. ښي ڳالهه - خوشيءَ واري ڳالهه - وڻند ژ خبر - بشارت - نَويد.
- خُوشُ خَبَرِيُ ڏِيَڻُ: بشارت ڏيڻ - مبارڪ ڏيڻ.
- خُوشُ خَرَامُ: ذ. صفت. سهڻو هلند ژ - لاز سان آهستي هلند ژ - خوش رفتار. ٽِلَند ژ.
- خُوشُ خَرَامِيُ: ث. سهڻي هلت - آهستگيءَ سان هلڻ جي حالت - لاز وارو هلڻ - ٽِيلارو.
- خُوشُ خِصَالُ: ذ. صفت. خُوشُ آطْوارُ - سهڻين عادتن وارو - سهڻين خصلتن وارو.

- خُوش خَطُ: ذ. سٺو لکڻ - عمدي تحرير - سهڻا اکر. صفت. سهڻا اکر لکندڙ - سٺو لکندڙ. عمدا اکر لکڻ وارو.
- خُوشخَطِي ۽ خُوشخَطِيُون: ث. ڪتابت - سهڻي لکڻي. عمدي تحرير. سهڻا اکر.
- خُوش خُلُق: ذ. صفت. سٺي سڀاءُ وارو. خوش آخلاق. صاحب اخلاق. سٺين عادتن وارو. سُلڇڻو - ڪيامڪ - خوش طبع - رلڻو ملڻو - لحاظ وارو. مُرُوّت وارو.
- خُوش خُو: ذ. صفت. سٺي سڀاءُ وارو. سٺي خصلت وارو.
- خُوش خُوراڪ ۽ خُوش خوراڪ: صفت. عمدو ۽ لذيذ کاڌو کائيندڙ. سٺو کاڌو کائيندڙ - خوش غذا. خوش گذران. مڇي مانيءَ وارو. چسڪن تي هيريل. پيٽ لٽ.
- خُوش خيال: ذ. صفت. عمدن خيالن وارو. خوش فڪر - شاعر - مُصنّف.
- خُوش دل: ذ. صفت. خوش - شادان - مگن - مست - بشاش - رلڻو ملڻو - ڪيامڪ - چرچائي - گهپائي - خوش ڪندڙ - وڻندڙ. خوش جيئڙو - زنده دل - مذاقي.
- خُوش دلي: ث. خوشي - مزو - فرحت - لذت - ذوق - لطف - وندر - دلپسندي - خاطري - راضپو - زنده دلي - چرچا گهپا.
- خُوش دماغ ۽ خُوش دماغ: ذ. صفت. خوش خيال - هوشمند - سمجهدار - عقل وارو.
- خُوش ذائقه: ذ. صفت. سٺي سواد وارو. لذت وارو - ذائقي وارو - لذيذ - سوادي - مزيدار.
- خُوش رفتار: ذ. صفت. سٺي چال هلندڙ.
- خُوش رنگ: ذ. صفت. سٺو ۽ چهڙو رنگ. وڻندڙ رنگ وارو. شوخ رنگ.
- خُوش زباني: ث. خوش بياني - چترائي - مٺو ڳالهائڻ.
- خُوش طبع ۽ خُوش طَبَع: ذ. صفت. سٺي طبيعت وارو. چرچائي - مذاقي - ڪيامڪ - زنده دل - يوڳائي - ظريف - مسخرو - کلائيندڙ.
- خُوش طبعي: ث. چرچو گهپو - کِل مسخري - کلمکائي - خوش مزاجي - ظرافت - مسخري - چرچا مسخري - روح رهاڻ.
- خُوش طينت: ذ. صفت. نيڪ خصلت - خوش اطوار - نيڪ طبيعت.
- خُوش عنان: ذ. صفت. [عنان = واڳ] سهڻي خصلت وارو - مُطيع - فرمانبردار. گهوڙو - اشاري سان هلندڙ گهوڙو - اصيل گهوڙو.
- خُوش قسمت: ذ. صفت. سٺي بخت وارو. سڀاڳو - بختاور - خوش نصيب.
- خُوش قسمتي: نيڪ بختي - سڀاڳ - خوش نصيبي.
- خُوش قلم ۽ خُوش قلم: ذ. صفت. سهڻو لکندڙ - خوش خط.
- خُوش ڪرڻ: راضي ڪرڻ - سرهو ڪرڻ - نهال ڪرڻ - مسرور ڪرڻ - فرحت ڏيڻ. تسڪين ڏيڻ.
- خُوش گذران ۽ خُوش گذران: ذ. صفت. سٺي گذران وارو - خوش خوراڪ.
- خُوش گفتار ۽ خُوش گفتار: ذ. صفت. سٺيءَ طرح ڳالهائيندڙ - خوش بيان.
- خُوش گلو: ذ. صفت. [ف. گلو = ڳلو - نڙي] خوش الحان - سريلو.
- خُوش گوار: صفت. مزيدار - مفيد - نِروِيو - لذيذ - وڻندڙ - دلپسند - صحت بخش - فائدي وارو - هضم ٿيڻ جهڙو - زود هضم. آها شيءِ جنهن جي کائڻ سان طبيعت خوش ٿئي.
- خُوش لباس ۽ خُوش لباس: ذ. صفت. سٺي پوشاڪ وارو - خوش پوشاڪ - سفيد پوشاڪ.
- خُوش مزاج ۽ خُوش مزاج: ذ. خوش طبع - سهڻي سڀاءُ وارو.
- خُوش معاملو: ذ. صفت. سٺي ڪم وارو. ڪم ۾ چڱو هڻ وارو. چڱي هلت وارو. ڏيتي ليتيءَ جو صاف.
- خُوش نصيب ۽ خُوش نصيب: ذ. صفت. سٺي ڀاڳ وارو. نصيب وارو. خوش قسمت. ڀاڳوان. نيڪ بخت.

- خُوشُ نَصِيبِي: ث. خوش قسمتي - ليڪ بختي.
- خُوشُ نُمَا: ذ. صفت. سٺو ڏسڻ ۾ ايندڙ - خوبصورت - دلچسپ - وڻندڙ - سهڻو - زيبائتو.
- خُوشُ نَمَائِي: ث. زيبائش - ڏيک ويک. دلچسپي.
- خُوشنُودُ: ذ. صفت. خُوشُ - خُرَّمُ - راضي - لهال - سکي - آسودو. خوش باش - خوش خرّم - سهڄو - هوند وارو.
خُوشنُودِي: ث. خوشي - آنند - فرحت - راضپو - رضامندو. مرضي.
- خُوشُ نَوِيسُ ۽ خُوشُ نَوِيسَ: ذ. صفت. عمدو لکندڙ - خوش خط - عمدو ڪاتب - سٺا اکر لکندڙ.
- خُوشُ نِيَّتُ: ذ. صفت. سٺي نيت وارو - ليڪ نيت - ايماندارُ - ديانتدارُ - خيرخواه.
- خُوشُ نِيَّتِي: ث. ايمانداري - نيڪ نيتي - خيرخواهي.
- خُوشُ وَ خُرَّمُ: صفت. شادان و فرحان - خوش باش - چڱو ڀلو - شاد - آنند - سرهو - تندرست.
- خُوشُ وَقْتُ: ذ. ظرف. خوشحال - آسان زندگي - آسودگي.
- خُوشِي ۽ خُوشِيُون: ث. سُک - ڪلياڻ - آنند - پرسنتا - آسودگي - سُرور - مُسرّت - سرهائي - منگل. راحت - بهاري - مزو - آمنگ - لذت - فرحت - ونڊر - لطف - ذوقُ - مؤج. عيش پسندي - ڀوگ بلاسُ - شادماني. مرضي - رضامندو - راضپو. بي فڪري.
- خُوشِي جِيئِندڙو ۽ خُوشِي جِيئِندڙا: ذ. صفت. خُوشُ جِيئِندڙو - ڪيلمڪُ.
- خُوشِيءَ سَانُ: ظرف. ڏاڍي آمنگ ۽ چاهه سان - مرضيءَ سان - رضامندي سان.
- خُوشِي كَرَڻُ: جشن ڪرڻ - خوشي ملهائڻ. شادي ڪرڻ.
- خُوشِي مَلهَائِڻُ: خوشي ڪرڻ.

● خُوشَامَدِ: ث. [ف]. چاپلوسي - چَٽَ - ڏاڍر. اجائي ساراهَ - ڪوڙي تعريف. مرحبا - آدر ڀاءُ - خاطرداري. نازبرداري.
- خُوشَامَدُڙِيو ۽ خُوشَامَدڙِيَا: ذ. صفت. خوشامد ڪندڙ - چَٽَ ڏيندڙ - چاپلُوسُ - خوشامدي.
- خُوشَامَدُ كَرَڻُ: چاپلوسي ڪرڻ - چَٽَ ڀڏَڻُ. مرحبا ڪرڻ - آدر ڀاءُ ڪرڻ.
- خُوشَامَدِي ۽ خُوشَامَدِي: ذ. صفت. خوشامدڙيو.
● خُوشَہُ: ذ. [ف]. سَنگُ (ڪنهن ڀوڪ جو). چڳو (انگورن، ڊاک وغيره جو). ڀڪيءَ جو هڪ قسم. اِنڊَ لٺ.
- خُوشَہُ چِينُ: ذ. صفت. [ف. چين = چوندڙيندڙ] ٻين کان فيض حاصل ڪندڙ. ٻين جي ڪلام وغيره مان ڪجهه کڻندڙ يا چوڻدڙيندڙ. رهيل کهيل کڻڻ وارو.
● خُوشِي ۽ خُوشِيُون (ڪ): ث. ٻڪريءَ جي رنگ جو هڪ قسم - ڪَنَن ڪڙي ٻڪري.
● خُوشِيرُو: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● خَوضُ: ذ. [ع. خَوضَ > خَاضَ = هُن ٽُٻي هنئي] پاڻيءَ ۾ ٽُٻي هڻڻ جي حالت - غوطو - ٽُٻي. ڪنهن ڳالهه جي ڳُٺي - ڳُوڙهو ويچار - فڪر - ويچار - غور - سوچ - ڌيان - ڳَڻَ ڳوتِ.
● خَوفُ ۽ خَوفَ: ذ. [ع. خَافَ = هو ڊڄي ويو] ڊپ - ڀَو - ڊاءُ - هول - ڊڄُ - هيبت - ڌَڙُ - خطرو - انديشو - دهشت - هراس - اُڌڪو - آلڪو.
- خَوفَنَائِتو ۽ خَوفَنَائِتَا: ذ. صفت. ڊپ وارو - ڀَوُ وارو - ڀوائتو - خوفناڪ - هيبت ناڪ - خطرناڪ - ڀيانڪ.
- خَوفُ زَدَهُ: ذ. صفت. ڊپ ۾ ڀريل - هراسيل - ڊِڄَل.
- خَوفُ كَرَڻُ: ڊڄڻ - ڊپ ڪرڻ. انديشو ڪرڻ. رحم ڪرڻ - ترس کائڻ.

- خوفناڪ ۽ خوفناڪ: ذ. صفت. ڊپ وارو- ڀوائتو- ڊپائتو- ڊپ ڏياريندڙ- هيبت وارو- ڀيانڪ- خوفائتو.

● خوڪ: ذ. [ف] هڪ جانور جو قسم- سوئر- ميرون- خنزير- سُئر.

● خول ۽ خول: ذ. [ف] مشيون غلاف (تلوار وغيره جو). مياڻ- کوپو.

● خوليسر: ذ. پکيءَ جو هڪ قسم. چوٽيءَ وارو هڪ پکي.

● خومان ۽ خومان (ت): ذ. [ف. خوان= دسترخوان] گهڻو ۽ سٺو کاڌو.

- خومان کائڻ: سٺو کاڌو کائڻ.

● خوميچو ۽ خوميچا: ذ. [ف. خوانچه= خونچو- خومچو] کاڌي رکڻ جو وڏو ٿالهه. طبق- ٿاڪ- لغن- خوانچو.

● خون ۽ خون: ذ. [ف] ساهه واري جي بدن جي پاڻيٺ- رت- لهو- لوهو. ڪنهن ساهه واري کي مارڻ جي حالت. جيو هتيا- سردم ڪشي- موت- ڪوس- خونريزي. اولاد- عزيز- عزازت- مائٽيءَ جو ناتو- نسل- پيڙهي- ذات.

- خون آشام: ذ. صفت. رت جو پياسي- خونخوار.

- خونِ آلود: ذ. صفت. رت ۾ ڀريل- رتو رت- رت ٿيل. رت لڳل- رت سان گڏيل. اسم خاص. گل جو هڪ قسم (جو رات جو سرهاڻ ڏيندو آهي).

- خوناب: ذ. رت وارو پاڻي. رت جا ڳوڙها. ڳاڙهو رنگ.

- خون افشان: ذ. صفت. خون وهائيندڙ.

- خون افشاني: ث. رت وهائڻ جي حالت. رتوڇاڻ- خونريزي.

- خونبار: ذ. صفت. (ف) رت وهائيندڙ (هيءَ لفظ اک سان گڏ گهڻو ڪري استعمال ٿيندو آهي. جيئن: "چشمِ خونبار" وغيره). رت روئڻ.

- خون بگڙڻ: رت خراب ٿيڻ- ڪوڙهه يا جذام ٿيڻ.

- خون بها ۽ خون بهائون: ث. خون جي قيمت. رت جو عيوضو. مقتول جي وارثن کي خون جي عيوض مليل نقدي. مقتول جي عيوضي جي رقم.

- خون ٿيڻ: قتل ٿيڻ- مارجڻ- زخمي ٿيڻ.

- خون پاڻيءَ هڪ ڪرڻ: گهڻا خون ڪرڻ. رت کي پاڻيءَ وانگر وهائڻ. گهڻي خونريزي ڪرڻ. سخت محنت ڪرڻ.

- خون پيئڻ: رت پيئڻ- خون چوسڻ- قتل ڪرڻ- ستائڻ- تنگ ڪرڻ- ڪڪ ڪرڻ.

- خون پيشڻ: جوش يا ڪنڌيءَ ۾ گرلدو رهڻ.

- خونِ جام: ذ. ڳاڙهو شراب.

- خونِ جگر: ذ. صفت. جگر جو رت.

- خونِ جگر پيئڻ: غصو کائڻ. غم کائڻ. رنج ڪڍڻ. سخت محنت ڪرڻ.

- خون جو پياسي: ذ. صفت. جاني دشمن.

- خون جو پياسي هئڻ: سخت دشمن هئڻ.

- خون جو جوش: ذ. مائٽيءَ جو جوش. رشته داريءَ جو جوش. خانداني محبت.

- خون جو دورو: ذ. رت جو جسم جي اندر ڦيرو. رت جو دؤرو.

- خون جو عيوض: ذ. قصاص (جان جي عيوض جان). خون جو بدلو.

- خون جي بوءِ اچڻ: دشمنيءَ جا اهڃاڻ اچڻ.

- خون چڪان: ذ. صفت. رت وهائيندڙ- رت ٽمائيندڙ- رت ۾ ٻڏل- خونريز.

- خون چڪان: ذ. صفت. ڏسو "خون چڪان".

- خون خرابو ۽ خون خرابا: ذ. خونريزي- رتوڇاڻ- مارڪٽ- جنگ- فساد.

- خونِ خروس: ذ. ڪڪڙ جو رت. ڳاڙهو شراب.

- خون خشڪ ٿيڻ: هراسجي وڃڻ. ساهه سُڪي وڃڻ. خوف ڇانئجي وڃڻ. خوف طاري ٿيڻ.

– خُونُ خُوارُ: ذ. صفت. رت پيئندڙ – رت پياڪ – رت جو پياسي. ظالم – وَحشي – هتيارو – قاتل – ڪيس ڪندڙ – خوني – جلاد – سفاڪ – بي رحم – رهزن. وڏو دشمن.

– خُون فِشَانُ: ذ صفت. رت وَهائيندڙ – رت ڏيمائيندڙ.

– خُون ڪَبُوتَرُ: ذ. صفت. ڳاڙهو شراب.

– خُونُ ڪَرَڻُ: قتل ڪرڻ – هتيا ڪرڻ – ڪيس ڪرڻ – ڪُهڻ – مارڻ.

– خُونُ نَابُ: ذ. رت جا ڳوڙها – خالص رت – نج رت. پاڻيءَ ۾ مليل رت. صفت. ڳاڙهو – لال – سُرخ.

– خُونُ وَهَائِڻُ: رت وهائڻ – رت ڳاڙڻ – رتوڇاڻ ڪرڻ – گهڻا خون ڪرڻ.

– خُونُ وَهَڻُ: رَتُ وهڻ – قتل ٿيڻ.

– خُونِي ۽ خُولِيُ: ذ. صفت. اهو شخص جنهن ڪنهن کي ماريو هجي – قاتل – قتل ڪندڙ – ماريندڙ. ظالم – هتيارو – بي رحم – جلاد – هڇارو – رَهزن.

– خُونِي دَسْتُ: ذ. رت جو دست – پيچش.

– خُونِين: ذ. صفت. خون وارو – رت وارو – رت جو. رت سان اسبت رکندڙ. خون آلوده – رت ۾ ٻڙيل. صفت. ڳاڙهو – لال – سُرخ.

● خُونْچوُ ۽ خُونْچَا: ذ. [ف. خوالچه = ننڍڙو ٿالهه] ماني جي ننڍن ٿانون ڪڻڻ لاءِ ٿالهه يا مستطيل نموني تي ٺهيل ڪاٺ جو تختو – دسترخوان – خُومچو – ڪُومچو – خوانچو. (ڪڇي محاوري ۾) ڪيسو – جيب – گُوندو (ڪ).

● خُوءِ: ث. [ف]. سُڀاءُ – عادت – لڇڻ – پرڪار – خصلت. طبيعت – مزاج. رواج – ريت – چال – رسم. انتظام – تربيت – ڍنگ – طريقو – نمونو – قِسم.

– خُوءِ بَدُ: ذ. صفت. خراب عادت – خراب خصلت – بدلڇڻ – خراب سڀاءُ.

● خُونِدُ ۽ خُونِدَ: ذ. ڪڪڪ جي پهرئين اوپر يا نڪتل گاهه جا ڀالدَ جي مال کي کارائجن – ڪُهِيدُ – کوئيد. مال جي چاري لاءِ ساوا وڍيل جَوَ.

● خَويشُ: ضمير. [ف. خويش = پاڻ] خود – پاڻ – پنڊ. پنهنجو – پنڊ جو. صفت. ويجهڙائيءَ جو – قريبي – مائٽ – عزيز – رشتيدار، جيئن: "اول خويش بعد درويش" (چوڻي).

● خَيَابَانُ ۽ خَيَابَانَ: ذ. [ف]. باغ – گلن جو ٻارو – ڦُلواري – چَمَن. باغ جي وچ وارو رستو. سَبزي – وَسَنْدُون – آبادي. بيابان جي وَسندي.

● خَيَالُ ۽ خَيَالَ: ذ. [ع.] جا ڳالهه ماڻهوءَ جي دماغ ۾ اچي – تصور – ويچار – پُورُ – سوچ – غور – سمجهه – سُوجهه – راءِ – ڳڻت – اٽسنو – هَمُتَم – ڪَتَ – ڳڻتي – ٻچار. صلاح – ارادو – مرضي – مَنْشا – ڌيان – چِت – توجهه – جاچ – سنڀال. موج – آرو – لَهر – رِيجَڪُ – جُنجڪي – وهم – گمان – شڪ – دليل – فڪر – انديشو – قياس – جنون – چريائي – خبط. دنيا جي وهمي صورت. مازو عالم، ويدانت موجب 'مايا' ۽ تصوف موجب 'وهم' ۽ ڪنهن سچي اهليت ڪالسواءِ. هڪ راڳ جو نالو. گيت جو هڪ قسم. هندي شاعريءَ جو هڪ قسم. هنديءَ ۾ ماپ جو هڪ قسم. راند روند – چرچو گهبو. سينگارُ – ٺاهه ٺوهه. جاڳُ – چلو لائي.

– خَيَالاتِ: ذ. خيال جو جمع – خيالَ.

– خَيَالُ اڏَڻُ: خالي تجويزون رٿڻ – بي معنيٰ سوچڻ، جيئن:

"اجايو خيال ڇو اڏجي، اها عادت اجائي آ" (منثار).

– خَيَالَ اولَڻُ: دليل دوڙائڻ – گمان ويڙهائڻ.

– خَيَالَ بَنْدِيُ ۽ خَيَالَ بَنْدِيُونُ: خيالن جو سلسلو – خيالي تصوير.

– خَيَالَ ٻَڌَڻُ: وهم پچائڻ – تصور ڪرڻ. دل ئي دل ۾ ڳالهه ويچارڻ. منصوبه سِٽڻ.

– خَيَالَ تَان لَهِيُ وَڃَڻُ: وِسري وڃڻ.

- خَيالَ تي چَڙهڻُ: سمجهه ۾ اچڻ. ياد اچڻ.
- خَيالُ ٿيڻُ: تَوَجهُ ٿيڻ. ڌيان ٿيڻ. ويچار ٿيڻ. يادگيري پوڻ. لحاظ ٿيڻ.
- خَيالُ پَرَستُ ۽ خَيالُ پَرَستَ: ذ. صفت. خيالي- وهمي- خواب لهندڙ.
- خَيالُ پَوَڻُ: خيال ٿيڻ.
- خَيالُ رَکَڻُ: فڪر رکڻ. تَوَجهُ ڏيڻ. ياد رکڻ. ڌيان رکڻ. سنڀال رکڻ.
- خَيالُ ڪَرَڻُ: سوچڻ- ويچار ڪرڻ- غور ڪرڻ- ڌيان ڏيڻ- توجهُ ڪرڻ- فڪر ڪرڻ. انديشو ڪرڻ- ڳڻتي ڪرڻ- تَصَوُّر ڪرڻ- تجويز ڪرڻ- قياس ڪرڻ- مروّت ڪرڻ- رعايت ڪرڻ.
- خَيالُ ڪَمائِڻُ: صوفين جي اصطلاح موجب توجهُ ڀچائڻ.
- خَيالَ ۾ آڻَڻُ: ويچار ۾ آڻڻ. سمجهه ۾ وِيهارڻ.
- خَيالَ ۾ آچَڻُ: ياد پوڻ. سمجهه ۾ اچڻ. ذهن نشين ٿيڻ. خيال ۾ ويهڻ.
- خَيالَ ۾ نَہ آڻَڻُ: توجهُ ئي نہ ڏيڻ. ڌيان ئي نہ ڏيڻ. لحاظ ئي نہ ڪرڻ.
- خَيالُ نَہ رَکَڻُ: ياد نہ رکڻ- وِسارڻ. ڌيان نہ ڏيڻ. ويچار نہ ڪرڻ. پرواهہ نہ ڪرڻ.
- خَيالُ نَہ رَهَڻُ: ڌيان نہ رهڻ. ياد نہ رهڻ.
- خَيالِيُ ۽ خَيالِيُ: ذ. صفت. خيال وارو- خيال جو- ڌياني- فڪري- ويچار ڪندڙ- ويچاري- ڳاٺو- سوچيندڙ- ويچاروان- شڪي- وهمي- گماني- ڀُوڙالو- قياسي- دماغي- عقلي- حرفتي- سياڻو- شوقين.
- خَيالِيُ پُلاءُ پَچائِڻُ: اجايا خيال ڪرڻ. بي فائدا منصوبا سِٽڻ. ناممڪن ڳالهيون سوچڻ.
- خَيالِيُ عَدَدُ ۽ خَيالِيُ عَدَدَ: ذ. غيرمحسوس عدد. ذاتي عدد. صافي انگ- عدد مُجَرَّد.

خِيانَتُ ۽ خِيانَتُون: ث. [ع. خانَ = هُن ٺڳيو يا هُن ڌوکو ڏنو] کهوٽي- بي ايماني- دغا. امانت ۾ چوري. بد دیانتي- ڪُپت- ٺڳي- چوري- غَبَنُ- تَغَلُّبُ- وِساهہ گهاتي.
- خِيانَتَ ڪَرَڻُ: امانت جي چوري ڪرڻ. امانت ۾ ٺڳي ڪرڻ. غبن ڪرڻ- چورائڻ.
● خَيّامُ: اسم خاص. [ع. خَيمَ = هُن تنبو لڳايو] تنبو ٺاهيندڙ- خيمه دوز. هڪ مشهور فارسي شاعر (عُمَر) جو تخلّص- عمر خَيّام.
● خَيبَرُ: اسم خاص. عربستان ۾ هڪ قلعي جو نالو (مدينہ شريف جي ويجهو جيڪو حضرت علي ڪرم الله وجهه جي هٿان فتح ٿيو). پاڪستان ۽ افغانستان جي وچ ۾ هڪ لَڪَ جو نالو.
● خَيبَرانِي: اسم خاص: بلوچ قوم جو هڪ قبيلو.
● خَيرُ ۽ خَيرَ: ذ. [ع. خارَ = هو بهتر ٿيو] ڀلائي- ڀلائي- چڱائي- ثواب- درجو- اجر- برڪت. سلامتي- تندرستي- عافيت- صحت- چاقائي- چڱڀلائي. خوشي- سُک- آنند. دانُ- خيرات- زڪوات- صدقو- ڀِڪ- پِنَ. (قبوليت لاءِ) ها- هائو- بجا- دُرست- ٺيڪ. صفت. چڱو- سٺو- عمدو. درميالو- وچولو- نہ سٺو نہ خراب. ظرف. ڪونہ- نہ- ورلي ڪو.
- خَيرُ البَشَرُ: ذ. صفت. انسانذات ۾ ڀلارو. حضرت محمّد صلي الله عليہ وسلم جن جو لقب.
- خَيرُ العَمَلُ: ذ. صفت. چڱو يا ثواب جو ڪم.
- خَيرُ الوَرِيٰ: ذ. صفت. خلق ۾ سڀ کان چڱو- خيرالبشر.
- خَيرَ انديشُ ۽ خَيرَ انديشَ: ذ. صفت. ڀلائي چاهيندڙ- خيرخواهہ- نيڪ خواهہ.
- خَيرُ بادُ: [ف. خير = چڱو + باد = هجي يعني خير هجي] آسهڻ وقت "في امانِ الله" وانگر چوڻ جو هڪ ڪلمو. خدا حافظ- الله ٻيلي- اسرو الله جو- الوداع. شل اوهان ڏي خير هجي:
- خَيرُ باشَدُ: جملو. خير تہ آهي. خدا خير ڪري.

- خَيرُ بَرڪَت ۽ خَيرُ بَرڪتون: ث. خوشيءَ جي موقعي تي مبارڪ جو جواب. خير ۽ برڪت يا وڌيڪ. خوشحالي - آسودگي.
- خَيرُ ٿو گهُرجي: نه کپي - ڪونه گهرجي.
- خَيرُ ٿيڻ: امن ٿيڻ - سلامتي ٿيڻ - بچاءُ ٿيڻ (ڪنهن حادثي کان).
- خَيرُ چاهِڻ: ڀلائي يا سلامتي گهُرڻ - عافيت گهُرڻ. ڀلو چاهڻ.
- خَيرُ خَبَر ۽ خَيرُ خَبَرُون: ث. خيرعافيت - خيريت - سُٺي خبر - خير واري ڳالهه - نيڪ احوال - خوشخبري.
- خَيرُخَواهه ۽ خَيرُخَواهَ: ذ. صفت. ڀلائي چاهيندڙ - همدرد - خير انديش - ڀلو گهرو - هڏڏوکي.
- خَيرُخَواهِي ۽ خَيرُ خَواهِيُون: ث. ڀلائي - نيڪي - چڱائي - بهتري - سلامتي - ڀلو گهرائي - همدردي - هڏڏوکائي.
- خَيرُ دَلالِي ۽ خَيرُ دَلالِيُون (ت): ظرف. خير جي ڪم ڪندي - هروڀرو - ناحق. "خيردلالي ڪندي ٿا هٿ سڙن" (چوڻي).
- خَيرُ سان آسُهِڻ: ٻاهر وڃڻ - سفر تي روانو ٿيڻ.
- خَيرُ سان گُذَرَڻ: سلامتيءَ سان گذرڻ - آسودگيءَ سان گذرڻ (حياتي).
- خَيرُسَلا: ث. خير و عافيت - خيرخوبي - مزاج پُرسيءَ جو ڪلمو.
- خَيرُعافِيَت: ث. ڪُل خير - سڀ خير - خير سلامتي - چاقائي - تندرستي.
- خَيرُ ڪَندي هَٿَ سَڙَڻ: چڱي ڪم ڪرڻ مان نقصان پهچڻ.
- خَيرُڪو ۽ خَيرُڪا: ظرف. ڪونه جي مفهوم ۾ استعمال ٿيندڙ لفظ. نه - ڪجهه به نه - نه آهي - ڪونهي.
- خَيرُ ڪِي هُئَڻ: موجود نه هئڻ.
- خَيرُ ڪيشَن: ث. خوش خيرعافيت پڇڻ وقت ڪم ايندڙ جملو - خيرعافيت - خيرسلامتي - سڀ خير - خير ئي خير. خوشي. صحت - تندرستي - چاقائي - چڱڀلائي.
- خَيرُ گهُرَڻ: ڀلائي يا سلامتي چاهڻ - امن گهرڻ - خير جي وائي ڪيڻ "خير گهُر، ائين نه چئو" - عافيت چاهڻ - دعا گهُرڻ. توبه ڪرڻ.
- خَيرُ مَقدَم: ذ. ڪنهن وڏي ماڻهو يا بزرگ جي اچڻ وقت جو جملو - خوش آمديد - ڀلي ڪري آيا - آجيان ڪرڻ - ساراهڻ.
- خَيرُ مَنائِڻ: ڀلائي چاهڻ - عافيت چاهڻ - سلامتي گهُرڻ.
- خَيرُ وَنَڻ: خيرات وٺڻ - ڀڃڻ.
- خَيرُ وَ عافِيَت: ث. خيريت - ڀلائي - سلامتي - امن. تندرستي - چڱڀلائي - ڀلوگهرائي - بهبودي - خيرخواهي.
- خَيرُ هُجَڻ: سلامتي هجڻ - امن هجڻ.
- خَيرُ ئِي خَيرُ: ذ. انڪار جي مفهوم ڪي ادا ڪندڙ اصطلاح - ڪجهه به نه. سڪ ساڻت - "هتي خير ئي خير لڳو پيو آهي."
- خَيرِي ۽ خَيرِي: ذ. صفت. خير جو - سلامتيءَ جو - چڱو - نيڪيءَ وارو - امن وارو - مفت جو.
- خَيرِيَت: ث. نيڪي - ڀلائي - چڱائي. امن - سلامتي، تندرستي - عافيت.

● خَيرات ۽ خَيراتُون: ث. [ع. 'خير' جو جمع] نيڪيءَ جا ڪم - نيڪيون - ڀلايون - چڱا ڪم. دانُ - پُنُ. امداد - بخشش - بکيا - ڀيک - پن - خير. صدقو - لنگر - زڪوات.
- خَيرات خانو ۽ خَيرات خانا: ذ. صفت. دان ڪرڻ جي جاءِ - محتاج خانو - لنگرخانو.
- خَيرات ڏِيَڻ: خداڪارڻ ڏيڻ - دان ڏيڻ - مفت ڏيڻ - صدقو ڏيڻ.
- خَيراتِي ۽ خَيراتِي: ذ. صفت. خدا ڪارڻ جو - دان جو - صدقي جو. مفت جو. جيئن: "خيراتي مال، خيراتي اسپتال" وغيره.

● خَيْرُو: ذ. [ع] گل جو هڪ قسم - خَطْمي.

● خِيْرِهْ: ذ. صفت. [ف] اونداهيءَ وارو - اولداهو. ڪيني وارو - ويري - بدخواه - مغرور - شوخ - گستاخ. پريشان - حيران.

- خِيْرَگِي: ث. اکين اڳيان الداري - اونداهي - ڪاراڻ - پريشاني - عداوت ويرُ.

● خَيْرِي: ذ. [ع] ٻوٽيءَ جو هڪ قسم.

● خَيرِيجَا ت: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● خَيْز: ذ. امر [ف. مصدر: برخاستن = اُٿڻ] اُٿ - ڪڙوتيءَ. صفت. اُٿاريندڙ - پيدا ڪندڙ. (مرڪبات ۾ ڪم ايندڙ، جيئن "زرخيز، مردم خيز وغيره") - اُٿڪ - ٽپو - چال - ٻِڏُ - ڇلانگ - ٻَل، جيئن:

"ڏيان خيزخزان ۾، جي تو منجهه دعار"
(شاهه)

● خيزران: ذ. [ف] وڻ جو هڪ قسم. ٻيدُ - نيٽُ.

● خَيْل: ذ. [ف. ع] گهوڙو - گهوڙيسوار - سُوار. سُوارن جو جنگي رسالو. فوجي سُوار. جماعت - پارٽي - ميڙ - انبوهه - ٽولو.

● خيمو ۽ خيما: ذ. [ع. خَيمَه] تنبو - وڏو تنبو - ڪيمو - شاميانو - سائبان. ڪپڙي جو ٺهيل گهر.

خيما کوڙڻ: تنبو کوڙڻ - منزل ڪرڻ - رهائش اختيار ڪرڻ.

- خَيْمَه: ذ. [ع] خيمو - تنبو.

- خَيمَه دوز ۽ خيمه دوز: ذ. صفت. تنبو سبندڙ يا تيار ڪندڙ - خَيّام.

- خَيمه گاهُ ۽ خيمه گاهَ: ذ. منزل ڪرڻ جي حد. تنبن واري جاءِ. تنبن کوڙڻ واري جاءِ.

# د

● دِ: ث. (ع. ف) سنڌي الف، بي جو اوڻيهون، عربيءَ جو اٺون، فارسيءَ جو ڏهون اکر. ابجد موجب سنڌس عدد چار. فارسيءَ ۽ هنديءَ ۾ ب، ت، ج، ز، س، ش، گ، ل، ن، و، هه - سان بدلجندڙ.

● دَابُ: ذ. [ع. دَأبُ = آدمَ ڪرڻ] نمونو - ريت - رواج - رسم - طريقو - طور - ڪم - ڪاج - ڍنڍو - چال. دَٻاءُ - رُعب - تاب - دڙڪو (ت). صفت. جوش. ڪيفيت - معاملو - عادت. ٻريل - تکو - سخت - ڏاڍو - زورائتو.

● دُبِ اَڪْبَر: ذ. (ع) آسمان جو هڪ بُرج يا نکٽ. ستن تارن جو ميڙ. دُبِ اَڪبر - سَپت رِشي - ڪٽ.

● دَابشِلِيم: اسم خاص. هندستان جي هڪ قديم عادل راجا جو نالو.

● دَابو ۽ دَابا: ذ. ماتا جو نشان. داڻو - آنُ - اَناج. ڏرو - ٻير - مَٽيو - موهيڙو - ڦوڦيندو - ڇٽو - ڏ ٻو.

● دَاب ۽ دَابُون: ث. گهوڙي جي اڳين ۽ پوئين ٽنگ ۾ ٻڌڻ جو رسو. ڏَبَڪ (ل). پاراٺي - ياري - ڪاٺ جو بيرم - ڪانو. گوڏي جيترو پاڻي. هلڪي مالي - ٿلڪو (ت).

● دَاپُ ۽ دَاپَ : ذ. [پرا. دَپّ. سن. دَرْپَ] زور- بَار. ٽِڪو- چٽو- داغُ. ڊَپُ- دَٻاءُ- دڙڪو.

● دَاپَاڪَرُ ۽ دَاپَاڪَرَ : ذ. صفت. ڇٽڙي جون دَٻيون ٿاهيندڙ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (ت).

● دَاپِڙُ ۽ دَاپِڙَ : ذ. ڏاڪو- پالِهين. جهاز جو هڪ پُرزو. لنگر جي رسي وٽڙهڻ جي چرخي.

● دَاپِڙُو ۽ دَاپِڙَا : ذ. ڪپڙن ڌوئڻ لاءِ ڪاٺ جو ڦَرهو- تَختو.

● دَاپِڙِيُ ۽ دَاپِڙِيُون (ث) : ث. دانگي يا جنڊ جي مٿان (گول) مٽيءَ جي ٿهيل ٿَلهي.

● دَاپِڪِرِيُ : اسم خاص. تعلقي ڪوليءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دَاپِلو ۽ دَاپِلاَ : ذ. ٿانءُ جو هڪ قِسم. ٻڪ سان ڪاٺ يا ٽامي وغيره جو گول ٺهيل ڏ ٻو- ٻهڪڻ- ڏَاٻلو- ڏاٻورو. ٽين يا لوهه جو بند ٿيل دَٻو- دَٻلو- ڏٻو. ڊاڪون- ڊَاڪُنُون- سُخبو. صفت. ٿُلهو- سوٿو- ستارو- ٻٽ ۾ پريل- دوڦَرو.

- دَاپِلِي جَهڙو : ذ. صفت. ٿلهو- سُجيل- دوڦرو.

● دَاپَڻُ : مصدر. ڪنهن شيءِ کي مٿان زور ڏيئي ٻيچائڻ. زور ڏيڻ- پيڙو ڏيڻ- ٻيچائڻ- سوڙهو ڪرڻ- دَٻڻ- چيپڻ- ٻچائڻ.

- دَاپَ ۽ دَاپُون : ث. مٿان کان هيٺ ايندڙ زور- دَٻَ- بوجهُ- بارُ. دَٻڪُ- ڏالتوڻُ- ڏاٽُ. ڪامَ ڪي هيٺان ايندڙ ٽيڪَ.

- دَاپُ ۽ دَاپَ : ذ. مٿان آيل زور- دَٻاءُ- زور- دَٻَ- سختي- تنگي. بارُ- بوجهُ- وَزَنُ. دَهمان- دڙڪو- تاب- ڌمڪي. خوف- رعب- دٻدٻو. داغ- عيب- چٽو.

- دَاپائِڻُ : مصدر. دَٻائڻ- زور ڏيڻ.

- دَاپائُو ۽ دَاپائُو : صفت. اڳين حصي ۾ وڌيڪ بار پيل گاڏي. بار سان پريل گاڏي.

- دَاپائُون : ذ. صفت. هيٺائون- جهم وارو- لوڻ وارو.

- دَاپَ دَڙِڪو ۽ دَاپَ دَڙِڪا : ذ. ڪاوڙ. دهمان- تاب دڙڪو.

- دَاپَ ڏِيَڻُ : مٿان زور ڏيڻ- ٻيچائڻ- چيپڻ.

- دَاپُ رَکَڻُ : حشمت رکڻ- زور رکڻ- رُعب تاب رکڻ.

- دَاپِڙِ دُوُپڙ (ت) : ث. دڙڪو- تاب- هَائُڙَ هُوئَڙ.

- دَاپُ و يهَارَڻُ : رعب ويهارڻ- حشمت ڄمائڻ.

- دَاپُو ۽ دَاپَا : ذ. حشمت- رعب- ڏاڪو.

● دَاپو ۽ دَاپَا : ذ. سفر ڪرڻ کان پوءِ ٿورو آرام وٺڻ يا ماهي پٽڻ جي حالت. منزل- وِسامي- مانجهاندو- ڊاپو- ڊارو (ٿ).

- دَاپو ڪَرَڻُ : منزل ڪرڻ- ماهي ڪٽڻ- ٿڪ ڀڃڻ.

● دَاپُوٿِ (ٿ) : ث. ڪنڊ جو هڪ قسم. منهي ڀيٺل ڪنڊ.

- دَاپُوٽِيُ ۽ دَاپُوٽِيُون : ث. لرم- ڪُنڌُري- نازڪ- مؤڪي. داپوٿ.

● دَاپُوڙُو ۽ دَاپُوڙَا : ذ. صفت. دَٻِلي جهڙو- سُجَلُ- ٿُلهو- ستارو. ڪِرڻ جو آواز- دَٻڪو (ک).

● دَاپيچَا (ت) : اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● دَاپيچِيُ : اسم خاص. ضلعي ٺٽي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دَاتِ ۽ دَاتُون : ث. [سن. دَا = ڏيڻ] ڏاتِ.

● دَاتَا ۽ دَاتَا : ذ. صفت. [سن. داتا < دَا = ڏيڻ] ڏيندڙ- ڏيڻ وارو- ڏاتا- ڏاتار. خيرات ڪندڙ- بخشش ڏيندڙ- داني. سخاوت ڪندڙ- سخي- درياءُ دِل- آدارَچيتُ- فراخ دِل- فَيّاض، جيئن:

"داتا وٺان نه دان ڪي، وٺئن قيرائي فيل"

(شاهه).

روزي ڏيندڙ- رَزّاق- رازِقُ. خدانعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو. ڏني- خدا- الله. درويش- فقير- گُرو- مرشد.

- دَاتَارُ ۽ دَاتَارَ : ذ. صفت. دَاتا- ڏاتار.

- دَاتُو ۽ دَاتُو : ذ. صفت. ڏاتا.

● دَاجَ ۽ دَاجُون: ث. [ع. دُجَّة = سخت اولڌاهي] اونڌاهي- ڪاراڻ- پينب- اونڌاهي رات.

● دَاچُو ۽ دَاچا: ذ. صفت. ٻيرو- غليظ- گندلو (ل. ق).

● دَاچُو ۽ دَاچا: ذ. صفت. ڳيڙُو ۽ رتو- دَاءُ ڏنل- ڪڪو ڳاڙهو رنگ ڏنل. اوليءَ رنگ جو سادو ڪپڙو. ڪڪو ڳاڙهو صوف. پڪڻون. ٻيرو- غليظ- گندلو (ل. ق).

● دَاخَرُ ۽ داخرَ: ذ. صفت. ڳائيندڙ- راڳيندڙ.

● دَاخِلُ: ذ. صفت. [ع. دَخَلَ = هو اندر آيو] اندر ايندڙ- پهچندڙ- گهڙندڙ- حاضر ٿيندڙ. گهڙيل- شامِلُ- وِڌل- پيل- اندر ڪيل. ظرف. اندر- وِچ ۾- منجهه. صفت. لکيل- نوٽ ڪيل- درج ڪيل (بيل وغيره).

- دَاخِلاَ ۽ دَاخِلاَئُون: ث. اندر پهچڻ جي حالت. اندر اچڻ جي حالت. رَسائي- پهچ- سپردگي- حواليگي. (ليکي جي ڪتاب ۾) داخل ڪرڻ جي حالت- لکيت- نوٽ. اسڪول ۾ تعليم لاءِ نالي شامل ٿيڻ جي حالت.

- دَاخِلاَفِي ۽ دَاخِلاَفِيُون: ث. ڪنهن به اداري ۾ نالي داخل ڪرائڻ جي في.

- دَاخِلُ ٿيڻُ: اندر آچڻ- اندر پوڻ- منجهه ٿيڻ- گهڙڻ- پوڻ. شامل ٿيڻ- شريڪ ٿيڻ- جمع ٿيڻ (پئسن وغيره جو حساب ڪتاب ۾). رجسٽر ۾ لکجڻ. پهچڻ.

- دَاخِلُ دَفْتَر ٿيڻُ: آفيس ۾ لکپڙهه کي بنان ڪارروائي جي رکي ڇڏڻ. رفع دفع ٿيڻ. ڪنهن ڳالهه جو دٻجي وڃڻ. درخواست تي ڪو به تدارڪ نہ ٿيڻ.

- دَاخِل دَفْتَر ڪَرَڻُ: ڪنهن ڪاغذ کي بنان ڪارروائي جي رکي ڇڏڻ. درخواست وغيره تي غور نہ ڪرڻ.

- دَاخِلُ ڪَرَڻُ: اندر ڪرڻ- گهڙڻ- گهيڙائڻ- وجهڻ- آماڻڻ- لنگهائڻ. شامل ڪرڻ- ملائڻ- گڏڻ- جمع ڪرڻ- گڏ ڪرڻ. رجسٽر تي نالو وغيره لکڻ- درج ڪرڻ- لکڻ.

- دَاخِلُو: ذ. اندر گهڙڻ جي حالت- دَاخلا- اندراج- شموليت. ڏسو "داخلا".

- دَاخِلِي ۽ دَاخِلِيُ: صيفت. اندريون- اندروني- گهريلو- خانگي- گهر جو (معاملو). داخل.

● دَادِ (ڪ): ذ. پکيءَ جو قسم. گولهہ خورَ.

● دَادُ ۽ دَادَ: ذ. ف. انصاف- عدل- نياءُ- آچار- فيصلو- نبيرو. تدارُڪ- بيلو- پيٺي. فرياد- بدلو- عيوضو. سچائي- دريافت- ڪوجنا- پُڇا ڳاڇاه عطا- بخشش- سوکڙي. آفرين- واه واه- تَحْسِيْن- مرحبا- شاباس.

- دَادُ ڏَيَڻُ: انصاف ڏيڻ. عدل ڪيڻ.

- دَادُخُواهُ: ذ. صفت. انصاف گهرندڙ- فيصلي لاءِ سُوالي- فريادي- دعويدار- مُدَّعِي دانهيِنُ.

- دَادُخَواهِيُ ۽ دَادُخَواهِيُون: ث. فرياد- دعوي- دانهن- پُڪار. انصاف لاءِ فرياد.

- دَادُ دَوْرُ: ذ. عدل ۽ انصاف وارو زمانو- سُکيو وقت- آوج وارو وقت- فتح منديءَ جو وقت.

- دَادُدَهشُ (ف): ث. سخا و ڪرم- مهرباني ۽ بخشش- خير و خيرات- سخاوت- دان پُنج- عَطِيہ.

- دَاد ڏِيَڻُ: انصاف ڏيڻ- انصاف ڪرڻ- عدل ڪرڻ- تَحْسِين ۽ آفرِين ڪرڻ- آفرين ڏيڻ- شاباس ڏيڻ- همّت افزائي ڪرڻ- قابليت جو اعتراف ڪرڻ.

- دَادرسِيُ ۽ دَادَرسِيُون: ث. انصاف- فيصلو- نياءُ- آچار- نبيرو- تدارڪ- بيلو- پيٺيُ- دريافت- ڪوجنا- حقّ رَسِيُ.

- دَاد فَرْيَادُ: ذ. عدل انصاف. واويلا- دانهنّ ڪُوڪَ- فرياد پڌي انصاف ڪرڻ جي حالت.

- دَاد فَرْيَاد ڪَرَڻُ: ظلم جي بي انصافي کان دانهون ڪرڻ. واويلا مچائڻ- هُل ڪرڻ. فرياد مچائڻ- انصاف ڪرڻ- عدل ڪرڻ- نياءُ ڪرڻ.

- دَاد فرياد نہ هُئَڻُ: بي انصافي هئڻ. بيداد لڳريِ هئڻ.

- دَادگَرُ ۽ دَادگَرَ: ذ. انصاف ڪندڙ-عادل-مُنْصِفُ.

- دَادُ ڪَهُرَڻُ: انصاف ڪرڻ- نياءُ ڪرڻ. آفرين وٺڻ- تعريف وٺڻ.

- دَادِ لهِ سِتَادِ: ظرف. نہ ڏيتي نہ ليتي. نہ ڏيڻ نہ وٺڻ. هَرو ڀَرو- خواه مخواه- بنا سبب- بيگناهہ.

- دَاد ۽ فَرْيَادُ: ذ. انڌير- ظلم- بي انصافي- نہ ڀڄا نہ ڪاڇا- انڌ ڀرلڳري.

- دَاد وَٺَڻُ: ڪنهن کان پنهنجي هنر يا ڪمال جي تعريف ڪرائڻ. پنهنجي قابليت جو اعتراف ڪرائڻ.

- دَادِيُ: ذ. فرياد- داد فرياد- دانهن.

- دَادِيُ اِسْتَادِيُ: ث. ڏي وٺ. (گهڻو ڪري نفعي ۾ ڪم ايندڙ).

- دَادِي نہ اَسْتَادِي: ظرف. بي سبب- بنا ڪنهن سبب- هرو ڀَرو- ناحق- بي گناهہ- آجايو.

● دَادَاگِيرُ ۽ دَادَاگِيرُ: ذ. صفت. بدمعاش- لوفر- لُفنگو- پاڻاريءَ وارو.

● دَادَائِيُ: اسم خاص. جسڪاڻي بلوچن جو هڪ قبيلو.

● دَادَپوتا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● دَادَرَ ۽ دَادَرُونُ: ث. ستار جهڙي ساز جي پاسي واري تار يا تند.

● دَادُرُو ۽ دَادُرا: ذ. (هہ). پوربي گيت جو هڪ قسم- ڏاڏرو.

● دَادُلاَئِيُ: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● دادُلُو ۽ دَادُلا: ذ. صفت. (سن. تات+لو) پيارو- محبوب- لاڏلو- سيڪيلڌو- مُحِبُّ- دوست- رانول- سُهاڳي- پريتم- پَڀڻُ- لَڏَڻُ- مِٺو- مٺڙ- لاڏ ڪوڏ سان نپايل- ناز جو پاليل- چَڇيلو- ڪوڏ نپنو- آنگلي- هٿائو- هٿ جو هيراڪ- هٿ پال- دالو- بودلو- مَنڊول- پانڌيلو (ث. دَادُلِيُ ۽ دَادُلِيُونُ).

- دَادُلُو ڪَرَڻُ: لاڏلو ڪرڻ. هٿ هيرو ڪرڻ. سيڇلائڻ- آنگلي ڪرڻ. پيار ڏيئي خراب ڪري- ڪاري ڇڏڻ- بگاڙڻ- ڦِٽائڻ (ٻار وغيره کي).

● دَادلوءِ: اسم خاص. تعلقي ڪوٽ ڏيجيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● دَادلِيُ ۽ دَادلِيُونُ (ت): ث. سارين جو هڪ قسم (سڳداسي، سنهڙا ۽ خوشبوءِدار چانور).

● دَادُو ۽ دَادَا: ذ. [ف. دادَر=ڀاءُ- برادر- دوست] ڀيءُ جو ڀيءُ- ڏاڏو. وڏو ڀاءُ- آدو- ڀائُو- برادر. صفت. وڏي عمر جو پوڙهو. (ث. دَادِيُ ۽ دَادِيُونُ).

● دَادو: اسم خاص. سنڌ علائقي ۾ هڪ ضلعي، تعلقي، ٽپي ۽ ديهہ جو نالو.

● دادِيُ ۽ دَادِيُونُ (ڪ): ث. ڪڄ جي ٻِرت جو هڪ قسم.

● دَادِيُ: اسم خاص. تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● دانِيجا: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● دَاڏَاڪُ ۽ دَاڏَاڪَ (ل): ذ. صفت. ڳالهائڻ ۾ حشمت وارو. پهلوان- همت ڀريو.

● دَاڏرِ ۽ دَاڏَرُونُ: ث. چٽ- ڳِلڙو- ڳَرهو- ڪيرگهَلِي- ٽَل- ڦُسِلاءِ- چڙهو. دڙڪو- دَباءُ- دَهشانُ (ت).

- دَاڏ رائِيُ ۽ دَاڏ رَائِيُ: ذ. صفت. چٽ پٽيندڙ- ڦُسلائيندڙ- ڳِلڙا پٽيندڙ- ڳِلڙائي.

- دَاڏَر پَٽَڻَ: چَٽَ پٽڻ- ڳِلڙو پٽڻ. پرائي ملڪيت تي پنهنجو حق" ڄمائڻ (ت).

- دَاڏَرِ ڏُوڏَرِ (ت): ث. ٿوري گهڻي ڪاوڙِ.

● دَارُ: صفت. (ف. داشتن=رکڻ) رکندڙ- جهليندڙ- ڪٽيندڙ. مرڪبات ۾ ڪم ايندڙ لفظ جيئن "خانہ دار، چوبدار، نگهدار، آبدار وغيره".

- دَارُمَدارُ: ذ. دارومدار- ٽيڪ- اِنْحصارُ.

- دَاروگيرُ: ث. پڪڙ پڇاڙ- وٺ پڪڙ- ڇڏ وٺ- لڙائي- جنگ- جهڳڙو- جهيڙو.

● دَارُ: ث. (ف) سُوري- سُولي- ڦاسي- ڦاهي.

● دارُ ۽ دارَ: ذ. (ع). رهڻ جو هنڌ - گهر - مڪان - جاءِ - ماڳ - مقام - خانو - جڳهه. جيئن: "دار دنيا ڇڏي، لنگهه لقاهُر ڏانهه" (گرهوڙي). دنيا - جهان - سنسار.

- دارُالادبِ: ذ. مکڻ جي جاءِ - علم جي جاءِ - علم ادب جو مرڪز.

- دارُالآخرتِ: ذ. آخرت جي جاءِ - آخرين رهڻ جي جاءِ - ٻيو جهان - دارُالبقا. قيامت.

- دارُالارشادِ: ذ. حڪم جو گهر - فرمان ملڻ جي جاءِ - حڪم جاري ٿيڻ جي جاءِ.

- دارُالاقامهِ: ذ. رهڻ جي جاءِ - بورڊنگ هائوس.

- دارُالامارتِ: ذ. تخت گاهه. ڪنهن بادشاهه يا امير جي رهڻ جي جاءِ.

- دارُالامانِ: ذ. سلامتيءَ جي جاءِ (جتي لڙائي يا فساد نه هجي).

- دارُالامنِ: ذ. امن جو گهر - چين ۽ آرام سان گذارڻ - سلامتيءَ وارو هنڌ - اهو ملڪ جتي مذهب ۾ دست اندازي نه ٿئي.

- دارُالبقا: ذ. قائم رهندڙ گهر - هميشگي وارو هنڌ. عالم بالا - ٻيو جهان - هئوءَ دنيا - اڳيون جهان. پرلوڪ.

- دارُالبوارِ: ذ. تباهيءَ جي جاءِ - موت جو گهر يعني دوزخ.

- دارُالجزاء: ذ. بدلي جو گهر - عالم آخرت - نيڪ يا بد ڪمن جي عيوضي ملڻ واري جاءِ.

- دارُالحربِ: ذ. لڙائي جو گهر - جنگ جو هنڌ - اهڙو گهر جتي لڙائي جائز هجي - اها جاءِ جتي مذهبي فرض ادا ڪرڻ ڏوهه هجي - ڪافرن جو مُلڪ - انهن ماڻهن جو مُلڪ جن اسلام تي ايمان نه آندو هجي.

- دارُالحڪومةِ: ذ. گاديءَ جو هنڌ - تخت گاهه - مرڪز حڪومت - پايهءِ تخت - صدر مقام - دارُالسلطنتُ.

- دارُالخلافہ: ذ. گاديءَ جو هنڌ - تختگاهه - راڄڌاني. دارالحڪومة.

- دارُالسرورِ: ذ. خوشيءَ جو گهر - بهشت - جنت.

- دارُالسلامِ: ذ. صلح جي جاءِ - سلامتيءَ جو گهر - بهشت.

- دارُالسلطنتِ: ذ. گاديءَ جو هنڌ - تخت گاهه - پايهءِ تخت.

- دارُالشرعِ: ذ. قاعدي قانون جي دربار. ڪورٽ - ڪچهري.

- دارُالشفا: ذ. اسپتال - صحت حاصل ڪرڻ جو هنڌ - تندرستي ملڻ جو گهر - شفاخانو - دواخانو.

- دارُالضربِ: ذ. ضرب خانو - سڪن ٺاهڻ جو ڪارخانو - ٽڪسال.

- دارُالعبادةِ: ذ. عبادت جو گهر. مسجد.

- دارُالعدالة: ذ. انصاف جو گهر - ڪچهري - ڪورٽ.

- دارُالعلومِ: ذ. علمن جو گهر - مدرسو - اسڪول.

- دارُالعملِ: ذ. عمل ڪرڻ جي جاءِ - دنيا.

- دارُالعيارِ: ذ. ڪسوٽيءَ جي جاءِ - اها جاءِ جتي ڪوٽي کري جي پرک ڪجي.

- دارُالفنا: ذ. بي بقا گهر - ناپائدار گهر - فاني گهر - دنيا - زمين.

- دارُالقرارِ: ذ. هميشه آباد رهندڙ دنيا - نه فنا ٿيندي دنيا - آرام ۽ راحت واري دنيا - ٻي دنيا - جنت - بهشت.

- دارُالقضا: ذ. عدالت خانو - ڪچهري - انصاف ٿيڻ جي جاءِ. ڪورٽ.

- دارُالڪتبِ: ذ. اخبارون ۽ ڪتاب پڙهڻ وغيره جي جاءِ - لائبريري.

- دارُالمرضِ: مريضن جي علاج ٿيڻ جو هنڌ - اسپتال - دواخانو - شفاخانو.

- دارُالمڪافاتِ: ذ. جزا ۽ سزا جي جاءِ - بدلي ملڻ جو گهر - آخرت.

- دارُالملڪِ: ذ. گاديءَ جو هنڌ - تخت گاهه - پايہ تخت.

- دَارُالمُومِنِينَ: ذ. مومنن (ايمالدارن) جي جاءِ - بهشت.

- دَارُالنَّعِيمِ: ذ. نعمتن جو گهر. بهشت - جنّت.

- دَارُشَش: ذ. دنيا - جهان - سنسار.

- دَارِين: (عدد تثنيه) ذ. ٻہ گهر - ٻئي گهر - ٻئي جهان - دنيا ۽ آخرت - هي جڳ ۽ هُو جڳ - دنيا ۽ قيامت.

● دَار ج دَارُون (ت): ث. لنڊي مڇي.

● دَارُ ج دَارَ: ذ. قوت - ڇيڙُ - ڪين - ڏڪاءُ - ڪپو - سيڙُ - ڏاڙ (ل. ق).

● دَارَا: اسم خاص. (ف) ايران جي هڪ قديم بادشاهہ جو نالو (جو سڪندر جي وقت ۾ ماريو ويو هو، هن کي داراءِ اڪبر ۽ داراب بہ چوندا آهن).

- دَارَائِي ج دَارَائِيُون: ث. بادشاهت - حڪومت - سلطنت.

● دَارَاپُور: اسم خاص. تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● دَارِچِيني ج دَارِچِينِيُون: ث. (ف) گرم مصالح جو هڪ قسم. هڪ خوشبوءِدار وڻ ۽ ان جي ڇوڏي جو نالو. دال ڇيني بہ چون.

● دَارُسِي: اسم خاص. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● دَارُو ج دَارُو: ذ. (ف) دوا - علاج - مٽي - شراب - مٽي. بارُود. دارُون.

- دَارُو دَرمَان: ذ. علاج - معالجو - دَوا دَارُو.

- دَارُو دَرمَن: ذ. علاج - معالجو - دوا دارُو.

- دَارُو فَرُوش ج دَارُو فَرُوش: ذ. صفت. دوائون وڪڻندڙ - شراب وڪڻندڙ.

- دَارُئين: ذ. صفت. دارُون سان - دوائن سان "دَرد نہ لٿي دارُوئين، زُلف زورُ ڏنوم" (شاهہ).

● دَارُو بيجُ: ذ. دوا طور ڪم ايندڙ ٻج جو هڪ قسم.

● دَارُوغو ج دَارُوغا: ذ. (ف. داروغه) ڪنهن ڪم جو سنڀاليندڙ - مُحافِظ - نِگران - رَکوال. ڪنهن جماعت جو سردار. نظر ڪندڙ - چوڪيدار - رَکوالُ. انجنيري کاتي ۾ هڪ ملازمت - واهن جو ڪم سنڀاليندڙ - واهن جو سپروائيزر - آبدار.

- دَارُوغائي ج دَارُوغائيُون: ث. دارُوغي جو ڪم - مُحافظَت - نگهبالي - انتظام - اِهتِمام - حڪومت - آفيسري - عملداري - بالادستي.

- دَارُوغِي ج دَارُوغِيُون: ث. دَارُوغائي.

● دَارُون ج دَارُون: ذ. [دارُو. سن. دَرُوَيہ] دوا - علاج - طِب - ٻُڪي - ڦڪي - دِپ - دَرمَل. باروت - بارود. بندوق جو تيل. طاقت وارو ڏاتو - تيزاب. ڏيهي شراب - سولفي (سولفن وارو) شراب.

● دَارِيشِي: اسم خاص. تعلقي ميرپورساڪري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● دَاڙَ ج دَاڙُون (ت): ث. مٿاهون هنڌ - مٿاهين زمين - آتاهين زمين - ٻٽرو. ٻيڙيءَ جو هڪ عضوو. اسم خاص. تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

- دَاڙَ ٻائي: ث. ٻيڙيءَ وغيره جو هڪ عضوو، جنهن تي ڪاٺيون وغيره يا سامان رکجي.

● دَاڙِ: اسم خاص. تعلقي ڪپري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● دَاڙُ ج دَاڙَ (ل): ظرف. صفا صاف - ٻنهي جيئن: "تون تہ ڪو وڏو دَاڙُ حرامي آهين" صفت. وڏو لُچ - بدمعاش.

● دَاڙَاڦاڙَا ڪرَڻُ: خراب ڪرڻ - آجايو وڃائڻ. ٻوري ورهاست نہ ڪرڻ. رقم اُڏاري ڇڏڻ.

● دَاڙُو ج دَاڙُو: ذ. (سن. داتِرُو = دا = ڏيڻ) شفيع - ڇڏائيندڙ - وڪيل - سفارش ڪندڙ - وچوارو - خيال ڪندڙ - ٻاجهو ونندڙ - ٻاران ڳالهائيندڙ - ٻدران ڳالهائيندڙ - ثالِثُ - ٽيپاڪُڙ - وِچو. حمايتي - مددگار (شاهہ جي بيتن ۾ حضرت محمد صلعم جن ڏانهن اِشارو آهي) (سر سريراڳ شاهہ).

● داڙھہ ۽ داڙھُون (ت): ٿ. ڪوڙ- ھٺُل- دوڙُ- ڏاڍُ- خالي رُعبُ- ٻاھريون ڏاڍُ.
- داڙھہ ٻڌڻُ: ڏاڍُ رکڻ- وڏي رقم ٻڌڻ.
- داڙھہ ھڻڻُ: خالي ڏاڍُ رکڻ- ھيسائڻ لاءِ رعب ۽ ھارڻ- ڪوڙ ڪرڻ- ھٺُل مچائڻ- دوڙ ٻڌڻ.

● داڙِيُ ۽ داڙيُون: ٿ. ونجھوڻيءَ راند ۾ ھڪ ٻاري- ڏري (ت). ڏڪڻي راند ۾ ڪم ايندڙ ڪاٺ جي ٻٽي- ٻيٽُ (ت).

● داسُ ۽ داسَ: ذ. صفت. [پرا. داس. سن. داس = ٻانھو] غلام- نوڪر- ٻانھو- گولو- خدمتگار- چاڪر- چوڪر- ٻگھاردار- ٽھليو- خادم. چيلو- مريد- شاگرد- ڏن ٻيرو. (ٿ. داسي ۽ داسيُون) صفت. آڀاريل- دُمٽيل- دم ٻخت- رنڊيل.
- داسُ ڪرڻُ: غلام ڪرڻ- ٻانھو ڪرڻ- خادم ڪرڻ. آڀارڻ- دمڻ- رنڊڻ. ڏانديون ڪرڻ. ٻلو يا سچي سمجھڻُ (ت).
- داسِيُ ۽ داسِيُون: ٿ. ٻانھي- نوڪرياڻي- گولي.

● داستانُ ۽ داستانَ: ذ. (ف). آکاڻي- قصو- ڪھاڻي.- ڳالھ- ڪٿا- وارتا- بيان- حڪايت- افسانو- فسانو- داستانو- روايت- ذڪرُ- نقل- نظير. وڏو قصو- سرگذشت- احوال.
- داستان گو ۽ داستان گو: ذ. صفت. آکاڻي ٻڌائيندڙ- قصا، ڪھاڻيون، نقل ٻڌائيندڙ- قصہ خوان.
- داستانو ۽ داستانا: ذ. داستان- بيان- آکاڻي- ڳالھ- وارتا.

● داسُتانو (دستانو) ۽ داسُتانا: ذ. (ف). ھٿ جو جوراب- داستانو (شڪارين جو ھٿ ڇاڙھڻ جو چمڙي يا ڪپڙي جو جوراب، ھڪيءَ جي چنبن کان بچڻ لاءِ).

● داسڙڪيُ: اسم خاص. تعلقي ٽنڊو محمد خان ۾ ھڪ ديھ جو نالو.

● داسڙا: اسم خاص. سومرن جي ھڪ ذات جو نالو.

● داسڙو: اسم خاص. شاھ جي رسالي ۾ منسوب ڪيل چنيسر لاءِ- چنيسر جو ڪناية نالو (سُر ليلا چنيسر. گر).
"مُون ڪي ڇنڊِ مَ داسڙا! وَجان نہ و ٽيوانڊُ" (شاھہ. ليلا چنيسر).

● داسَڻُ ۽ داسَڻَ (ک): ذ. ٻيڙيءَ جو ھڪ رَسو- داماڻُ. (سڙھ جو مکيہ واجھہ جنھن کي ڇڪڻ سان سڙھ جا ساڪا سڀ کُلي پولدا ۽ سڙھ سنئون ٿيندو).

● داسو ۽ داسا: ذ. [سن. درُشَتُ.] جاءِ جي ڇت ۾ ڪم ايندڙ چورس ڏگھي ڪاٺي- لنڊي ڪام- شھتيرُ. ٿُلھي ڪاٺ جي ٻٽي. ڪاٺيءَ جو ڏگھو ۽ سنئون ٻجرُ- ڪاٺي- لٺڙھو- لڪڙو. آٽ جي ٻلڻ جي ٻاسن وارو ڏڪُ (ٻار وغيره جي جھلُ جي ڪاٺي) (ت). ٿُلھو ڏُڪو- ٿُلھي لٺ- سونٽو (ت). شڪارين جي اصلاح ۾ بچاءَ لاءِ ڪنيل وڏي لٺ يا ڪيلو (ت). خاص ڪري دروازي يا دريءَ جي سرديءَ واري ٽي. ڪاري جي ٻيڙيءَ جو ھڪ عضوو، ٻيڙيءَ جي ٻاسي واري وٽ جو مٿيون سطحي تختو- درياءَ جي ٻيڙيءَ جي ڪڙھ. پوک جو سوڪرو صفت. سادو يا لسو ڪپڙو- کيڙوءَ رتو ڪپڙو.

● داشت: [ف. داشتن = رکڻ] گڏ ڪري رکيل مال، نقد وغيره.
- داشتہ: بنا نڪاح جي رکيل عورت- سُريت.

● داعِيُ ۽ داعِيُ: ذ. صفت. [ع. دَعَا = ھن سڏيو] سڏيندڙ- سڏُ ڏيندڙ- دعوت ڪندڙ- دعوت ڏيندڙ. دعوا ڪندڙ- فريادي- مُدعّي. دُعا ڪندڙ- خيرخواه- دعاگو. پيغمبر- مُبلغ- پرچار ڪندڙ.
- داعِيُ مُدَاعيُ (مُدّعي): ذ. صفت. فريادي ۽ جوابدار- داعي- مُدعّي.

● داغل: ذ. گل جو ھڪ قسم- داگُل.

● داغڻُ: مصدر. [ف. "داغ" مان ورتل] نشان ڪرڻ- چنتو ڪرڻ- ٽڪو ڪرڻ- داغُ ڪرڻ- ڏنبو ڪرڻ- داڳڻُ. چاڙھڻ. ڏاڀ ڪرڻ-

ڏَنبُ ڏيڻ ـ ڏ ليڻ ـ عيب ڪرڻ ـ عيبدار ڪرڻ ـ ڪارنهن لائڻ ـ ڪَلنڪُ لڳائڻ. ٽِڪو لڳائڻ.

ـ داغُ ۽ داغَ: ذ. چِٽو ـ نِشان ـ داڳُ ـ ٽِڪو ـ ٽڏو ـ ڏَنبُ ـ سڙيل هنڌ (بدن جو). ڦَٽ جو نشان ـ سيڱرو. ڪَلنڪُ ـ ڪارنھ ـ ڪارهن. نقص ـ عيب. زخم ـ نامور ـ گهاءُ ـ چَهَڪُ ـ وَڍُ ـ چِيرُ. لَغارَ. (طعام کي گيهه، بصر ۽ ٿوم جو داغ. تيڙڪو ـ وَگهار ـ رنج ـ غم ـ ڏُک ـ درد ـ صدمو ـ وڇوڙو ـ وِرهُ. ڪنهن عزيز جي مرڻ جو غم. رَشڪُ ـ حَسَدُ.

ـ داغُ ڏيڻُ: نشان ٿيڻ ـ ڏنب ڏيڻ ـ اثر ٿيڻ ـ عيب ٿي بيهڻ.

ـ داغِ جِگَرُ: ذ. دل جو زخم.

ـ داغِ دارُ ۽ داغِ دارَ: ذ. صفت. داغ وارو. داڳدار ـ داغ لڳل ـ داغي ـ داغيَلُ ـ ڪاري نشان وارو ـ ٽِڪي وارو ـ چِٽَ چِٽَ ـ چِٽڪرو. ڪَلَنڪي ـ عيبدار. ڪارهِنُ وارو ـ ڪارائنو. نشان وارو ـ ڪنهن جاءِ تان ڳري ويل ميرو ـ گيهه جي لغار ڏنل طعام ـ داڳي.

ـ داغ دوزي ۽ داغ دوليُون: ث. زخم ڏيڻ ـ ڏنب ڏيڻ ـ گهاءُ ڪرڻ. ڪَلَنڪُ ڏيڻ. رنج ڏيڻ ـ صدمو ڏيڻ ـ ڏک ڏيڻ. طعام کي گيهه يا بصر جي لَغار ڏيڻ.

ـ داغ رانجهَنُ دا: رانجهن جي جدائيءَ جو داغُ
"مينڊي اندر داغ رانجهن دا،
جيوين ڏيکان تيوين رووان"
(شاهه).

ـ داغ سَڙَڻُ: رڌڻ مهل ديڳڙي ۾ گيهه جو سڙڻ.

ـ داغ ڪَرَڻُ: نشان ڪرڻ ـ چِٽا ڪرڻ ـ ڏَپا ڪرڻ ـ خراب ڪرڻ.

ـ داغ لَڳائِڻُ: عيب لڳائڻ ـ بدنام ڪرڻ.

ـ داغ لَڳَڻُ: عيب لڳڻ ـ بدنامي ٿيڻ ـ نشان ٿيڻ. طعام جو ديڳڙيءَ ۾ سڙڻ ـ جلڻ.

ـ داغِيُ ۽ داغِيَ: صفت. داغدار ـ داغيل ـ داغ وارو. چِٽي وارو ـ سڙيل ـ داغ ڏنل ـ نشان وارو ـ ڏَنبَ وارو ـ ڏَنب ڏنل. عيبدار ـ نقط گيهه ۾ رڌل چانور ـ باصري خشڪا.

ـ داغِيُ ڪَرَڻُ: ڪارو ڪرڻ ـ گنهگار ڪرڻ ـ ٽِڪو لڳائڻ.

● داڦَ ۽ داڦُونُ (ت): ث. صفت. [سن. سَتَمُوپَ = ٿڦڻ. سن. سٿرانِپَ. سٿا = قائم ڪرڻ.] ٿافَ. ٿڙي ڪپ ـ ڳارو. سارين جي زمين کي پاڻيءَ ۾ ڏنل هَرُ ـ ريجُ ڏيڻ کان پوءِ ڏنل هَرُ. وڏو چيٺو ـ ٿافَ. ث. صفت. وڏي ـ ڀاري ـ ڳوري.

ـ داڦَ ڪَرَڻُ: پاڻيءَ ۾ هَرُ ڪاهڻ.

● داڦُ ۽ داڦَ: ذ. صفت. [سن. سَتَمُوپَ = ٿَڦڻ] ڀاري ـ ڳورو ـ ڳرو ـ گِران. وڏو ڳرو.

● داڦِڻُ: مصدر. [سن. سَتَمُوپ = ٿِڦڻُ] دڦِڻُ ـ ميٺي يا چيٺو پٽ تي هڻڻ. گهڻو ڳالهائڻ ـ بَڪَڻ ـ ڪاڏهون جو ڪاڏي ڳالهائڻ ـ بڪواس ڪرڻ ـ بيهودو ڳالهائڻ ـ ڪوڙ ٻَٽ وڙ ڪرڻ ـ واهيات ڳالهائڻ ـ چُغلي هڻڻ. خراب ڪرڻ.

ـ داڦَ ۽ داڦُونُ: ث. ذ. اجائي بَڪَ ـ بيهودي گفتگو. گاري جي داڦ ـ راڳو ـ لپو ـ چيڀَ.

ـ داڦَ داڦِڻُ: خراب ڳالهائڻ ـ واهيات ڳالهائڻ ـ دَڦ ڪرڻ. بَڪَ ڪرڻ ـ اجايون بيسود ڳالهيون ڪرڻ.

ـ داڦَ ڪَرَڻُ: اجايو ڳالهائڻ ـ واهيات ڳالهائڻ.

● داڦوڙو ۽ داڦوڙا: ذ. [سن. سَتَمُوپَ ـ ٿڦڻ] آٽ جو پيرُ ـ ترڻ مهل پاڻيءَ ۾ هٿ پير هلائڻ جي حالت ـ ٿاڦوڙا. ڦَدَڙُ پير.

● داڪَلَ ۽ داڪَلَ (ت): ث. دڙڪو ـ داٻ ـ هاها ماشا.

● داڪُ ۽ داڪَ (ت): ذ. ٻوڙهو. نَرٻيلو.

● داگِڻُ: مصدر. [ف. داغُ منجهان ورتل = نشان] نشان ڪرڻ. داغڻ ـ داغ ڏيڻ. ڏاپ ڏيڻ ـ مال کي ڏليڙڻ مان ڏنب ڏيڻ. طعام کي بصر يا ٿوم جو داغ ڏيڻ. وڇوڙو ڏيڻ ـ غم ڏيڻ. مارڻ (ل). جيئن: "مرونءَ کي دولاءِ مان داڳي چڏيائين".

- دَاڳُ ۽ دَاڳَ: ذ. [ف. داغ جي بگڙيل صورت] دَاغُ. ڏاٻُ - چٽو. دَاسُ (ٻاجهي وغيره جو).

- دَاڳُ ڏِيَڻُ: داغ ڏيڻ.

- دَاڳِي: ذ. صفت. داغي.

- دَاڳِي ۽ دَاڳِيُون: ث. ڏار جي پَٽ ڪاڏِي.

● دَاڳِينو ۽ دَاڳِينا: ذ. ڪَنِڙي - ٻُجهڪو - هَڙَ - ٻِدڙي - ٻُشڪو (ت) - نَنڍڪُ. زِيوَرُ - مَٽِيون - ڳَهڻ.

● دَالِ ۽ دَاليُون: ث. [پرا. دال. سن. دَلُ = ڏرڻ] اناج جو هڪ قسم. ڏريل (مٽر، چڻا، مُڱَ، ماهن، مُهري، آڙَ، چؤنرا، سڱڻي، مالجهلي، تُوهر وغيره) جو ٻوڙ طور رڌڻ جي ڪم اچي. ڏار - مُڱَ - مٽَرَ وغيره ڏَرِيَل - ٻاجهيءَ جو هڪ قسم.

- دَالِ جُتيِنِ ۾ وِرهائڻ: هڪ ٻئي ڪي موچڙا هڻڻ.

- دَالِ روٽِي: ث. دال ماني. غريباڻي خوراڪ. مڇي ماني. روٽي لنگوٽي. ساد و گذران.

- دَالِ رَوٽِي وَارو هُئَڻُ: چڱي حيثيت وارو هئڻ. پنهنجيءَ وارو هئڻ. ٻي جو محتاج نہ هئڻ. دستوري گُذَر سفر ڪرڻ جي لائق هجڻ.

- دال خور: دال کائو. گهڻو ڪري دال کائڻ وارو 'ڪنايتہ'. بزدل.

- دَالِ ڪَيڻُ: ڏاڍي مار ڏيڻ. ڀيڙي چڏڻ.

- دَالِ ڳَرَڻُ: دال جو ڳري نرم ٿيڻ. پُهچي سگهڻ - وَس ڪرڻ - حيلو ڪرڻ - پُڄي سگهڻ - مراد ۾ ڪامياب ٿيڻ.

- دَالِ ۾ ڪَارو هُجَڻُ: شڪ هجڻ - انديشو هجڻ - ڪجهہ خرابي هجڻ. گمان هجڻ - ڪو راز هجڻ.

- دَالِ مَانُ سيڙو ٿيَڻُ: ڀاڳ وارو ٿيڻ. هڪدم غريب مان شاهوڪار ٿيڻ "جي ڏلو ڀاڳ پيڙو، تہ دال مان سيڙو" "جي ڏني بخت دب، تہ سيڙِي مان رَبَ".

- دَال مَاليءَ وارو هئڻ: ث. دال روٽي وارو هئڻ. پوري پُني حيثيت وارو هئڻ.

- دَالِ مَانِي کَارائِڻُ: غريباڻو کاڌو کارائڻ. حاضر کاڌو کارائڻ. 'ڪِنايَہ'. جيل موڪلڻ. جيل ۾ وجهڻ.

- دَال نہ ڳَرَڻُ: پهچي نہ سگهڻ. وَسُ نہ هجڻ. مقابلو نہ ڪري سگهڻ. پُڄي نہ سگهڻ. ڪاميابي نہ ٿيڻ. پُهچ نہ هجڻ.

● دَالَانُ ۽ دَالاَنَ: ذ. [ف] محراب جي شڪل وارن وڏن دروازن واري ڪوٺي - وڏو صُفحو. ٿنڀن سان ڏِيِدي. سُتُونُ دار ڏيدي. جاءِ جو اڱڻ يا صَحَنُ. اِيوان - وِراند و - آڳَندُ - دَالو. درياهہ جي ٻيڙيءَ جي وچ مٿان تختن جو ڪليل ميدان.

● دَال چِڪنو: ذ. ٻاري ۽ سَنگَٺي جو مرڪب (جو مَلَمَ لاهڻ ۾ ڪم اچي).

● دَالچِينِي ۽ دَالچِينِيُون: ث. [ف. دارچيني. سن. دَارُ = ڪاٺ + چِينِي = چين ولايت جو] گرم مسالي (مصالح) جو هڪ قسم. هڪ خوشبوءِدار وڻ جو چوڏو.

● دَالڙو ۽ دَالڙَا (ل. ت): ذ. ڏُهائي جو ٿانءُ - ساڙهو - ٻاڪيو (مُنهن ويڪرو مال جي کِير ڏهڻ جي ڪم ايندڙ) - دَڪي. لنيڊو ڪُنو.

● دَالو ۽ دَالاَ: ذ. صفت. هَٿَ هيرو - پالِيَلُ. آلُبيلو - دادِلو - چڙواڳ - چَرِڙيو. (ف) اِيوان - اڱڻُ - وراندو - دالان. ٻرت جو هڪ قسم. آنن قاڪُنِ وارو ڳل (ث).

- دَالو بَنِجَڻُ: دادِلو ٿيڻ. پيارو ٿيڻ. چڙواڳ ٿيڻ. هٿ هيرو ٿيڻ.

● دَالهن (ت): ث. ڪکن جو ٿهيل لنيڊو ڪارو - ٽُپڻي.

● دَالي ۽ دَاليُون (ل): ث. ڪُنڊِي. جيئن
"دُختر تنهن جيءَ کي هڻ تون دالِي"
(چام خان).

اسم خاص. تعلقي نوشهري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● دَاليدَال: اسم خاص. تعلقي ميرپور بٺوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دَالپيري ۽ دَالپيريون: ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● دَالي ٽنڊي: اسم خاص. تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دَالي وڏي: اسم خاص. تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دَامَ: ظرف. ع. هميشه - سدائين - دائم - قائم - شال هميشه هجي:

- دَامِ اِقبالهُ: جملو. شال هن جو اقبال دائما رهي.

● دَامُ ۽ دَامَ: ذ. (ف) پکين ڦاسائڻ جو ڄار - ڄال - ڄاري - ڦندو - ڦاهي. ڦندو - ڦاهو - ڪوڙ ڪو. سرڪڻي - رسي - نوڙي. دوکو - فريب. (سن) پئسي جو چوويهو حصو - چار ڪوڏيون. دمڙي - ڪوڏي. قيمت - مُلهه - نرخ - آگهه - ناڻو - پئسو - جيئن "دَامُ ڪري سڀ ڪامُ ڪرتُ". ڏکو ڪيل. دوائن تورڻ جو وٽُ - تور جو هڪ وزن (هڪ تولو آٺ ماسا).

● دَامِ آرائڻُ (ت): ڄارُ وجهڻ. ڇند پکيڙڻ - لالچ رکڻ.

- دَامدَارُ ۽ دَامدَارَ: ذ. صفت. دام وارو - ڦاهي وارو - پکي ڦاسائيندڙ - ماري - شڪاري. پاپي - ظالم - بي رحم (ت).

- دَامِ دُوَالي (ت) برهه ۽ عشق جي ڦاهي.

- دَامِ رَکڻُ: ڦاهي اڏڻ. پلؤ پکيڙڻ.

- دَامِ ۾ آڻڻُ: قابو ڪرڻ - ڦاسائڻ - مڪر ۽ فڪر ۾ آڻڻ - اثر هيٺ آڻڻ.

- دَامِ وِجهڻُ: ڦاهي وجهڻ - ڦند وجهڻ - ڇندُ ڪرڻ - مَندُ مَنڊِڻ.

- دَاميو ۽ دَاميا (ت): ذ. صفت. دام وارو. وڏو چور - ٺاٺاريدار.

● دَامَادُ ۽ دَامَادَ: ذ. (ف) ڌيءَ جو مڙس - نياڻو - ناٺي - ڄاٽو.

● دَامَانُ ۽ دَامَانَ: ذ. [ف] دامَنُ - پَلئُه - ڪنارَ. آڪرِ - ڪاوڙ - دَهمانُ (ل).

● دَاميڙو ۽ دَاميڙا: ذ. ٿانءَ جو هڪ قسم. پتل جو دِلو - ٽامائي - ٽاميڙو.

● دَامَنُ ۽ دَامَنَ: ذ. (ف) چولي وغيره جو لٽڪندڙ پلئه - دَاوَنُ - پلؤ - پانڌُ - پاند - پَهڳ - ڇيڙو - جهولي. جبل جي وٽ - پير - دامان - ڪنار - ڪَپُ - ڪَس - مَٿارِ - حدَّ - ٻنارو. آسرو - آجهو - پناهه.

- دَامَن پَڪڙڻ: پلاند جهلڻ - دَاوَنُ وٺڻ. روڪڻ - منع ڪرڻ - باز رکڻ. پناهه وٺڻ - مدد گهرڻ - آسري لڳڻ.

- دَامَن پَکيڙَڻُ: پلاند پکيڙڻ - جهولي جهلڻ - دعا گهرڻ - خدا کان التجا گهرڻ. پنڻ - اميد رکڻ.

- دامَن ڪَشي ڪَرَڻُ: پرهيز ڪرڻ - ڪناره ڪشي ڪرڻ - پاڻ بچائڻ.

- دامَنگيرُ ۽ دامَنگيرَ: ذ. صفت. چُهٽيل - چنبڙيل. دعويدار - مُدَّعي. ساٿي - پاسو ونندڙ - رفيق - پوءِ لڳ - مريد - طرفدار.

- دَامَنگيرُ هُجَڻُ: پيڇو ڪرڻ - پٺيان پوڻ - تنگ ڪرڻ - ستائڻ - تڪليف ڏيڻ. چنبڙي پوڻ - پَڇيرَ نه ڇڏڻ.

- دَامَن ۾ وِيڙهَڻُ: دامن ۾ لڪائڻ - آجهو ڏيڻ - سهارو ڏيڻ - پناهه ڏيڻ - محفوظ رکڻ - سلامتي بخشڻ.

- دَامَن وَٺڻُ: پناهه وٺڻ - آجهو وٺڻ - آسرو وٺڻ - اوٽ وٺڻ.

● دَاميني ۽ دَامينيون: ث. [سن. سَودامني] ڪاڻ جو لنيو دامو - ٽوٽي. داوڻي (هه). ڪينوڻِ - وِڄُ - وڄئي - برق. ترنئي - ڪنگورُ

"مُڪُ پَسي مَحبُوبَ جو، ارن ٿيون اولي،
دَامينيون سڀ دُور ٿيون، آنگ اندر جولي".
(بودو).

● دَامَڻُ ۽ دَامَڻَ: ذ. پيڙيءَ جي وَنجهه جو رسو جنهن جي چڪڻ سان سِڙهَ جا ماڪا يا چادرون سڀ کُلي پوندا آهن) - داماڻُ - دامنُ.

● دانُ ع دانَ: ذ. [پرا: داڻُ. س. دان < دا = ڏيڻ] بخشش - خيرات - ڀيڪَ - ڀِڪيا - پُنُ - پِنجُ - عطا - ڏاڻُ - عَطيو - اِمداد - اِنعام - تُحفو. ڏَنُ - ڏاڻُ - لَڌ رالو - سوکڙي - سوغات.

- دانُ پِنجُ ع دانَ پِنجَ: ذ. دان - خيرات - بخشش. سوغات - تحفو.

- دانُ پُنُ: دانُ پِنجُ.

- دانِيُ ع دانِيُ: ذ. صفت. خيرات ڪندڙ - سخا ڪندڙ - سخي - فَيّاض - وڏي دل وارو - درياه دل.

- دانِيُ پُرُشُ ع دانِيُ پُرُشَ: ذ. صفت. سخاوت ڪندڙ - سخي مَرد.

● دانُ ع دانَ: ذ. صفت. [ف. داشتن = رکڻ] رکڻ جي جاء - گهر - جڳهه - مڪان - هنڌ. مرڪبات ۾ ڪم ايندڙ، جيئن: "آتَشدان، قَلمدان، شَمعدان وغيره." [ف. مصدر. دانستن = ڄاڻڻ) ڄاڻندڙ - ڄاڻُو. مرڪبات ۾ "فارسي دان، عربي دان، نادان وغيره".

● دانا ع دانا: ذ. صفت. [ف. مصدر. دانِستَن = ڄاڻڻ] ڄاڻندڙ - ڄاڻو - سياڻو - ڏاهو - عاقل - زيرڪ - هوشمند - عقلمند - ڳَڻَ وارو - هوشيار - ڀڙڪڻ. چالاڪ.

- دانا بِينا: ذ. صفت. ڏسندڙ ۽ وائسندڙ - عاقل هوشيار - سَمجهو سياڻو. ڏاهو - اڪابَرُ - هوشيار. اسم خاص. الله تعاليٰ جو صفاتي نالو.

- داناهُ ع داناهَ: ذ. ف. داناء جي بگڙيل شڪل. صفت. ڄاڻندڙ - ڄاڻو - سُڄاڻُ - سُرِ يتو - عقلمند - هوشيار - سياڻو - داناءُ.

- داناهِيُ: ث. ڄاڻُ - پَروڙ سياڻپ - عقلمندي. هوشياري - ڏاهَپَ - چِتَرائي - عقل - زيرڪي - سمجهه - بُڌي - هوش - گيانُ.

- دانائِيُ: ث. ڏسو "داناهي".

● دان بَنْدِيُ (داڻِ بندي): ث. [ف. دانَهُ = داڻو + بَستَنُ = ٻَڌڻ] بيئل فصل تي ڍل ٻَڌڻ جو طريقو - بيئل فصل جي ڪَٿَ يا اندازو.

● دانبُو ع دانبا (ک): ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم - (گيسر جي جنس مگر رنگ ڳاڙهيرو ۽ اڇا ڀِتا ڏيکي. اڌ فوٽ کان ڏيڍ فوٽ تائين).

● دانْدَ لَڻُ: مصدر. [هه. دانْد لَنا = دانْدل ڪرڻ] دانْدل ڪرڻ - گَهه ٻيهَه ڪرڻ - رڳڙو ڪرڻ - جهڳڙو ڪرڻ - جهيڙو ڪرڻ - لَڙ ڪرڻ - آئِيتَڻ - جهُنْبڙَڻ - تڪرار ڪرڻ - ٻاڻيتال ڪرڻ - ڪروڌ ڪرڻ. ٺڳي ڪرڻ - چالاڪي ڪرڻ - چشم بندي ڪرڻ - جادو ڪرڻ.

- دانْدِلِ: ذ. جهڳڙو - جهيڙو - ڦِڏو - گهڙي - رَڏي - ڪيل ڪبل. ٻاڻيتال - مانداڻ. ريڙهه پيڙهه.

● دانْدوُلَڻُ: مصدر. دونداڙڻ - دانْد لڻ. ڪَڪِ ڪرڻ. ڏُک ڏيڻ.

● دانْد ولُو ع دانْد ولا: ذ. لوڏو - جهوٻو - ڏيلهو - جهوڪو.

● دانَرُ ع دانَرَ (ل): ذ. صفت. اڻ وڻندڙ - بد شڪل - بيڊولو - ڪُدِبَ. ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● دانِسْتُ: ث. [ف. دانِسْتَنَ = ڄاڻڻ] ڄاڻُ - دانِشَ - پَروڙَ - واقفيت. راءِ - سمجهه.

- دانِسْتِگيُ: ث. ڄاڻُ - ڄاڻَپَ. سمجهه - خيال - راءِ - عِلمُ.

- دانِسْتِ نامُو ع دانِسْتِ ناما: ذ. رپورٽ - اطلاع - سڄاڻپ جو بيان - خبر - جاچ - تلاش - پَنْچُ نامو.

- دانِسْتِ وِهارَڻُ: پنچات سڏائڻ - تلاش ڪرڻ - ڳولا ڪرڻ.

- دانِسْتَهُ: ظرف. ڄاڻي ٻجهي - سمجهي ڪري. "دِيْدَهُ دانِسْتَہ" = اکين ڏٺو - اکين اڳيان.

● دانِسْتِيُ ع دانِسْتِيُون (ٿ): ث. ڪَنگهه.

● دانِشُ: ث. (ف. دانستن = ڄاڻڻ) ڄاڻُ - ڄاڻڻ - ڄاڻپ - سمجهه - عقل - فهم - ٻوڌ - علم.

- دانِشُمَنْدُ ع دانِشُمَنْدَ: ذ. صفت. عاقل - سمجهو - هوشيار - ڄاڻو - سياڻو - عقلمند - ڏاهو - داناءُ - ٻُڌُوانُ - سڪيل.

- دانِشْمَنْدِيُ ع دانِشْمَنْدِيُون: ث. دانائي - عقل - سمجهه - هوشياري - عقلمندي - فراست - حڪمت.

- دانِشُ وَرُ: ذ. صفت. سياڻو - ڏاهو - عقلمند - سمجهو - ذهين - دانشمند.

- دانِشُ وَرِيُ: ث. سياڻپ - عقل - ڏاهپ - علم. حڪمت. سائنس - وِ گيان - هنر.

● دانِشِڻُ (ڪ): مصدر. گهٽي بڪ بڪ ڪرڻ - جهنگيُ هڻڻ - گوڙ شور ڪرڻ.

● دانُفَلُ: ذ. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ پسارڪو وَکر. (گاهه جو هڪ قسم، پن ٻگها ۽ پَردار شاخون، گل ميرو آسمالي).

● دانُق: ذ. (ف). سڪي جو هڪ قسم - چانديءَ جو هڪ ننڍو سڪو - درهم جو ڇهون حصو - دانگ.

● دانُگُ ۽ دانُگَ: ذ. (ف). تورڻ جو هڪ وزن - ڇهن رتين جو هڪ وزن، مثقال يا درم جو ڇوٿون حصو. (طبي اصطلاح ۾ وزن چار رتيون، شرعي اصطلاح ۾ ٻه رتيون ۽ ايراني ايڪيهه جَوَ آهن). ڪنهن به شيءِ جو ڇهون حصو - حصو - ڀاڱو - ٽڪرو. طرف - ڏس - پاسو. ذ. صفت. بيوقوف - عقل وِ يَلُ. تَڙِيَلُ - نياڳو. بد معاش - چور - ڪُوڙو (ت).

- دانُگَر دانُگُ (ت): ذ. صفت. تمام وڏو بد معاش - آڙاهه لُچ.

- دانُگوُ ۽ دانُگا: ذ. صفت. بي وقوف. موڳو. بد معاش - ڪَرَيَلُ. ڏنگو. ٻليت. اندر ڪارو.

- دانُگُوڙو ۽ دانُگُوڙا (ت): ذ. صفت. دانگو - اندر ڪارو - منهن ڪارو - دانگيءَ جهڙو.

● دانُگَڙو ۽ دانُگَڙا (ت): ذ. پاڻيءَ جي حوديءَ جي حاطي جو دَرُ.

● دانُگِيُ ۽ دانُگِيُون: ث. ماني پچائڻ لاءِ تَڪر جو ٿانءُ. تَڪر جو تَئو.

- دانُگِيُ پَچِيُ ڪُتي جِيُ ذات ٻَرُ ڪَڻُ: نقصان سهِي ٻئي جي لياقت ٻرکڻ.

- دانُگِيُ (روٻيُ) چڙهڻُ: ڏُڪار ٻوڻ - گهر جو خرچ وڌي وڃڻ - معيار زندگي اوچو ٿي وڃڻ.

- دانُگِيُ گهُمائڻُ: ٻچڙو ڪرڻ - منهن ڪارو ڪرڻ - ڪم ڪري ڏيکارڻ.

- دانُگِيُ مُنُهَنُ تي مَلِڻُ: شرمسار ڪرڻ - خراب خوار ڪرڻ - تعدي ڪرڻ.

- دانُو: اسم خاص. (ف. دانستن = ڄاڻڻ مان نڪتل) نالو ماڻهوءَ جو.

● دانُهُ ۽ دانُهَ: ذ. صفت. (ف). دانا - داناهه - داناءُ - سياڻو - ڏاهو - سمجهو.

● دانهِڻُ: مصدر. دانهن ڪرڻ - ڪُوڪَ ڪرڻ - رَڙِ ڪرڻ - ڪُوڪڻ - رَڙڻ. واءِ ويلا ڪرڻ. سَڏڻ - فرياد ڪرڻ - پُڪارڻ.

- دانُهَنُ ۽ دانُهُونُ: ث. رڙُ - ڪُوڪَ - پُڪار - رِ يُهُ - راڙو - واڪو. روجُ - رودَنُ - رَڙو رَڙِ - واءِ ويلا - ٻاڪر ڪُتو - زاري - راڙهو. سَڏُ - پُڪار - ڪُوڪار - فرياد - نالش - آهَ - شڪايت.

- دانُهَنُ جو دادِ ڪَرَڻُ: فرياد ٻُڌڻ - داد رسي ڪرڻ - انصاف ڪرڻ. آهه زاري جو قدر ڪرڻ - دانهن وَرنائڻ.

- دانُهَنُ ڪَرَڻُ: فرياد ڪرڻ - پُڪار ڪرڻ - رڙ ڪرڻ - شڪايت ڪرڻ.

- دانُهَنُ ڪُوڪَ ۽ دانُهَنُ ڪُوڪُونُ: ث. فرياد - دعوىٰ - شڪايت - آهه وزاري. فرياد فرياد.

- دانُهِنُرُ ۽ دانُهِنُرَ: ذ. صفت. دانهون ڪندڙ - دانهيندڙ - دانهين - رڙيون ڪندڙ - واڪا ڪندڙ - عرضدار - دانهُن ڪرڻ جو عادي - هر وقت شڪايت ڪرڻ وارو - بي صبرو.

- دانُهوڙِيُ ۽ دانُهوڙِيُ: ذ. صفت. دانهن ڪندڙ - فرياد ڪندڙ - عرض ڪندڙ - شڪايت ڪندڙ - واڪا ڪندڙ - هردم پُڪاريندڙ.

- دانُهُونُ دانُهَنُ لائِڻُ: دائما دانهون ڪرڻ - لڳو لڳ دانهون ڪرڻ - رڙين تي رڙيون ڪرڻ - ٻيو روئڻ - هردم پڪاريندو رهڻ.

- دَانُهِيَرُ ۽ دَانُهِيَرَ: ذ. صفت. دانهينڙُ. فريادي - پڪاري - پڪار ڪندڙ.

- دَانُهِينُ ۽ دَانُهِينُ: ذ. صفت. دانهين - فريادي.

- دَانهين وَاري دَانهن: ث. راڙيءَ واري ڪئوڪ. وڏو اعتراض - وڏو واڪو - واويلا - راڙ گهوڙا.

- دَانهين وَاري دَانهن ڪَرَڻ: بالڪل گهٽو پڪارڻ. پڪارڻ جيئن پڪارڻ جو حق" هجي.

● دانهين ۽ دَانهين (ت): ث. مَيَجَ يا ڏيَنَ جي مَٽ (جا نوڙي وٽڻ ۾ ڪم اچي).

- دَانهين وِجهڻ: فساد آڻڻ - جهيڙو وڌائڻ. ڳالهه ڪي ٽيڪو ڏيڻ - سفارش ڪرڻ. مَيَجَ يا ڏيَنَ جو مَڇو، نوڙي وَٽڻ وقت وِجهڻ.

● دانيِ ۽ دَانيِ: ذ. راڪس - پڏوت - جِنّ - ديو. پَريت جيڏو - هيبتَ جهڙو - دَئيتُ - راڪاس - ڏينارو.

● دَانيال: اسم خاص - هڪ پيغمبر جو نالو.

● دَانُ دَانُ: ث. [ف - دانَه دانَه] ڪڻا - داڻا - ٻيج. ذرا ذرا - پُرزا پُرزا - تيرتير - پور پور - پُڪا پُڪا، پُرپُر - پُنار - آرايون.

● دَانُو ۽ دَانا: ذ. [ف - دانَه = داڻو. گ. داڻو. پرا. دَنا. سن. ڌانيَه] هڪ عدد - ڪڻو. اَنّ جو ڪڻو - اناج - ٻج. ننڍڙو ذرّو - آنهي ذرّو - جُزو. هارَ ۾ پيل هڪ هيرو يا جواهر - مڻيو - موتي - منڪو. ماتا جو هڪڙو جسم تي داغ - چٽو - چيٽڙو. گهوڙي جو ڪاج جهڙو ڪِ چٽا، جوئر، جَوَ وغيره).

- دَانا: ذ. هميشه جمع ۾ ڪم ايندڙ. اَنّ جو تورو انداز. جيئن "آنهي داڻا، لوڻَ داڻا" وغيره.

- دَانُو پاڻيِ: ذ. اَنّ پاڻي - آبداڻو - کاڌو پيتو - رزق - قسمت - نصيب - ليکيو - ڀاڳ - ڪنايتاً. حياتي - زندگي.

- دَانُو پاڻيِ هُئڻ: قسمت ۾ هئڻ. حياتي هئڻ.

- دانُو پاڻي کُٽڻ: حياتيءَ جا ڏينهن پورا ٿي اچڻ - حياتي پوري ٿيڻ.

- دَانُو پڙهيِ هُڻڻ: جادو ڪرڻ - اڪر ڪرڻ - ميرو اڪر ڪرڻ - ٽوڻو ڦيڻو ڪرڻ - جوئر جي ڪڻي تي مُرليءَ جي مَنڊڻ لاءِ منتر پڙهڻ.

- دَانهي دَانهي تي مُهر هُئڻ: مقرر نصيب ضرور ملڻ - هڪ جو نصيب ٻئي کي هرگز نه ملڻ.

- دَانهي دَانهي جو مُحتَاج: صفت. غريب - گهڻو جاڻو - گهڻو جاڻيتو.

- دَائيون پائيون وِجهڻ (دڙيون پائيون وجڻ): چٽ يا خراب ٿيڻ - سمورو خراب ٿي وڃڻ.

● دَاوُ ۽ دَاوَ: ذ. (ف) داءُ - وارو - چال - چالو. گهيرو - ڦيرو (راند جو) لڳي. حيلو - وسيلو.

● داورُ ۽ دَاوَرَ: ذ. [ف. دادور. دادُ = انصاف + آوردن = آڻڻ > دادوَرَ > دَاورَ] انصاف ڪندڙ - عادل. مُنصِف. بادشاهه - سلطان - شاهه - راجا - عظيم - اعليٰ - سڀ ڪان مٿي. خداتعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو. ڳاڙهو رنگ لڳرن کي لائڻ لاءِ. داءُ - ڏاءُ. شرط - وارو - آگ. ڏَاوَرِ - اٽڪل - تجويز.

- دَاوَرِ مَحشَر: قيامت جي ڏينهن سڀني جو فيصلو ڪرڻ وارو - خداتعاليٰ.

● دَاوَنُ ۽ داوَنَ: ث. (دامَنُ جي بگڙيل صورت) پلاند - پلئو - پوتيءَ جي ڪُنڊ - ڪپڙي جي ڪِنار - پاندُ - دامَنُ.

- دَاوَنُ وَٺڻ: دامن وٺڻ - سام پوڻ - پڪو آسرو ڪرڻ.

● دَاوِڻ ۽ دَاوَڻيون (ک): ث. ٽَنجَ - چاڪي.

● دَاوَنُ ۽ دَاوَنُون: ث. ڪاٺ جي پيتيءَ جو هڪ قسم - پڃرو - ڪايو. لڙهو - چڙهو - چڙ هي - دامو.

● دَاهَه ۽ دَاهُون: ث. دانهن - فرياد - رڙ - پڪار.

- دَاهَڙ ۽ دَاهَڙيُون (ت): ث. دٻاءُ - اڪڙ.

● داهَه ۽ داهَه: ذ. [سن داهه: ده = سڙڻ] مڙدي کي جلائڻ لاءِ ڪاٺين جو سَچُ - چِکيا - آڙاهه - ڏاگهه. اگني سنسڪار - مڙدي کي ساڙڻ جي ڪِريا.

● داءُ ۽ داءِ: ذ. [سن. دَرَوِيَہ = ڏاڏو: ٻالي. دَوَ: پرا. دوا] شرط ۾ ٻڌل رقم - جوا جي ٻڙ ۾ رکيل رقم - جڳت ۾ رکيل رقم - شرط يا جوا جي جڳت کي پيٽو ڪرڻ جي حالت. ڏاري جو وارو - گهيرو - وَجهہ - موقعو - چالبازي - فريب - موقعو - گهاتُ - سمجهہ - ڦيرو - وڪڙ - وَرُ - ساچي - پَڪَٽ - ڪُٽو - ٻَلُ - ٽيڻ. ڏائڻ - اٽڪل - تجويز. ٻڙ جو هڪ قسم - ڪنيارن کي رلڳ طور ڪم ايندڙ ڳاڙهو ٻڙ.

- داءُ اچَڻُ: وجهہ ملڻ - موقعو ملڻ - ڪُٽو پوڻ.

- داءُ ڏيَڻُ: وجهہ ڏيڻ - ٻَلُ ڏيڻ - موقعو ڏيڻ. ڪنيار جو ڪچن ٽانون کي مٿان ميٽيءَ جو راڳو ڏيڻ.

- دائِرُ ۽ دائِرَ: ذ. صفت. داءُ وارو - داءُ ڪندڙ. داءُ هڻندڙ.

- داءُ رکَڻُ: جوارين جي اصطلاح ۾ - بازي رکڻ - شرط رکڻ.

- داءُ گُسائِڻُ: وارو گسائڻ - وجهہ وڃائڻ - موقعو ٽاري ڇڏڻ.

- داءُ لڳَڻُ: وجهہ لڳڻ. ڪمائيءَ يا پيدائش ۾ گهڻو اضافو ٿيڻ.

- داءُ هڻَڻُ: ڇو ٻڙ راند ۾ ڏار وآڇاڻ - وارووٺڻ. نصيب آزمائڻ - ٻخت آزمائڻ.

● دائِدُ (ڪ): اسم خاص. هڪ نئين جو نالو.

● دائِرُ: صفت. [ع. دارَ = هو ڦريو - هن چڪر ڪاڏو] دوره ڪندڙ - ڦرندڙ. زير تجويز - درپيش. اڳيان آيل قاعدو.

- دائِرُ ڪَرَڻُ: رجوع ڪرڻ - اڳيان ڪرڻ - هلائڻ (مقدمو) - سلسلو شروع ڪرڻ - حڪم جاري ڪرڻ.

- دائِروُ: ذ. گهيرو - چڪرُ - گول - ڦيرو - چڪلي - پِڙُ - حلقو - مدارُ. دوستن جو ميڙ - زُمرو - گروهہ. جاءِ - جڳهہ - اوطاق. مسلمان فقيرن جي ويهڻ جي جاءِ - آستانو - مڪان - اوتارو - اوطاق. مڙهي - درگاهہ - خانقاهہ. جيئن "هَڙَ ۾ تماڪ تہ جهنگ ميڙوئي دائرو" - ڊِ ٻيڪي - هڪ ٻاجي جو نالو جيڪو هڪ پاسي کان کليل هوندو آهي کنجري.

● دائِرِيءُ ۽ دائِرِيُون (ت): ث. مسخري - کِل - ٻوڳ.

- دائِرِيءُ وِجهَڻُ: چرچا ڪرڻ - مسخري ڪرڻ.

● دائِرِيُو: اسم خاص. تعلقي جيمس اباد ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● دائِمُ: ظرف. [ع. دام = هن جٽاءُ ڪيو] هميشه - سدائين - مُدام - سَدا - نيتُ - ٻارهوئي - دائما - دائمي. پڪي طرح.

- دائِمَا: ظرف. دائم - هميشه - سدائين - دائمي - لڳو تار.

- دائِمُ المَرِيضُ: ذ. صفت. هميشه بيمار رهندڙ - سدائين بيمار.

- دائِمِيءُ: ظرف. هميشه جو - سدائين جو - مُدامي.

- دائِمِيءُ تَاڪِيدُ: ذ. هميشه جو حڪم نامو يا منع نامو - پڪو حڪم يا فرمانُ.

● دائِڻُ (ت): مصدر. وهنجڻ. ساءُ جي ٽَيجُ ٻيڻ. ڏائڻ.

● دائُو: اسم خاص. نئي بارڻ جي الهندي طرف هڪ جبل جو نالو.

● دائُود: اسم خاص. (عبراني) محبوب - عزيز. هڪ پيغمبر جو نالو، جو بادشاهہ ۽ نبي هو، ان تي زبُور جو آسماني ڪتاب نازل ٿيو هو.

- دائُودِيءُ: ث. صفت. دائود جو - دائود وارو - دائود جهڙيون، جيئن:

"دائُودي دَيُون ڪري، رَڪَن ڪونهي رنگُ" (شاهہ).

هڪڙو زردي مائل اڇو گُلُ - دائُودي گُلُ - ڪٽڪ (مفيدي مائل ڪٽڪ جو قسم).

● دائُود پوٽا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● دائِيءُ ۽ دائِيُونءُ: [سن. ڌاتري = دائي. ف. دايہ. گ. دائي. پرا. ڌَتِي.] ويَمُ ڪرائيندڙ - ٻار ڄڻائيندڙ عورت - ٽَيجَ پيار يندڙ عورت - ٽَيجَ ڏارائيندڙ عورت - نندي ٻار کي پاليندڙ - اپائيندڙ - سنڀاليندڙ - ٽهل ٽڪور ڪندڙ - خدمت ڪندڙ - ٽهليي - ٻانهي - نوڪرياڻي - خدمتگار.

— دَائِيءَ ڪَانَ پيٽ لَڪائِڻُ: حال مَحرَمَ ڪان ڳالهه مخفي رَکَڻُ.

— دَائِي ڪان پيٽَ ڳُجهو نہ هُئڻُ: حال محرم کي سَمُورِيُ حقيقت معلوم هئڻ.

— دَائِپَائِپِي ۽ دَائِپَائِپُون: ث. دائپو. تيمارداري - ٽهل - خدمت - چاڪري.

— دَائِپو ۽ دَائِپَا: ذ. دائي جو ڪم - دائپو - ٻار ڄڻائڻ جو ڪم - ٻار پالڻ يا کيڏائڻ جي نوڪري. چاڪري - خدمت - ٽهل. مسخري (ت).

— دَائِپو وِجهڻُ (ت): مسخري وجهڻ - مسخري لائڻ.

— دَائِڪو ۽ دائِڪَا: ذ. صفت. دائيءَ وارو - دائيءَ جو - دائيءَ سان واسطو رکڻ وارو.

● دَائِي دَائِنَا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● دَايَا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. دائپو ڪندڙ.

● دَايَڪُ: صفت. [سن]. ڏيندڙ - ڏيڻ وارو. جيئن "سک دايڪ" وغيره.

● دَايِمُ: ظرف. (ع) دائم.

— دَايِمَا: ظرف. دائما - هميشه لاءِ - سدائين لاءِ.

● دَايو ۽ دَايَا: ذ. (سن. ڌاتري). دائي جو مذڪر. نوڪر - ٻار سنڀاليندڙ - ٻار لپائيندڙ.

● دُبُّ: ذ. ع. رِڇُ.

— دُبُّ اَصغَرُ: ذ. اتر قطب جي ويجهو ستارن جي رڇ جهڙي ننڍي شڪل - ننڍڙو رِڇُ.

— دُبُّ اَڪبَرُ: اتر قطب جي ويجهو ستارن جي رڇ جهڙي وڏي شڪل - وڏو رِڇُ - ڪَتِيَ.

● دُبَارُو ۽ دُبَارَا: صفت [ف. دُو=ٻه + بار=گهمرو] ٻيو دفعو - ٻيو گهمرو - ٻيهُرَ - موٽِي - وَرِي - ٻيو ڀيرو.

● دَبَائِي جَتَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● دُبَدَا: ذ. [سن. دُوِدَا] دل جي ڪوتائي - دل جي ٻيائي - سنسو - شڪ - دولاب - ننگي.

● دَبدَبو ۽ دَبدَبَا: ذ. [ف. دَبدَبَه = دٻدٻو] دَبدَبو - شان شوڪت - رُعب تاب - ڀَپڪو - ڏام ڏوم - تَنُومان - شور - آواز - زور سان ڳالهائڻ.

● دَبَرُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر نواب شاه ضلعي ۾).

● دُبُرُ ۽ دُبَرِيُون: ث. ع. اڇاڙي - پُٺ - پِڇُو. ڳُٺِيءَ جا ٻئي پاسا - ڳُٺي - ڪِپُنُ - گُدِ يا - مقعد.

● دَبرَڻُ (ت): مصدر. تپ ۾ و ڦلڻ - بيهوشيءَ ۾ ڳالهائڻ - ٿرڙيون ڳالهائڻ.

— دَبِرَ ۽ دَبِرُون: ث. بيهوشيءَ ۾ ڳالهائڻ - وِ ڦلڻ.

● دُبَرِ واهڻُ: اسم خاص. تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دَبِستَانُ: [ف. اَدَبِستان. ادب=چڱي حالت + ستان=جاءِ] اسڪول - مڪتب - مَدرِسُو - تعليم گاهه.

● دَبِگَرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (جي چمڙي جي ڪم جا ڪاريگر آهن). جوٽيجن جي هڪ پاڙي جو نالو.

● دَبِگَرُ ۽ دَبِگَرَ: ذ. صفت. چمڙي جون ڍالون ٺاهيندڙ - سپرساز. چم جا دَٻا ٺاهيندڙ. دَٻيُون جوڙيندڙ. لغارن کي چمڙُ مڙهيندڙُ.

● دَبَل: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر نواب شاه ۾).

● دَبَلا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● دَبَو ۽ دَبَا! ث. [ع. دَبَّة = گيهه جو ٿانءُ] چمڙي جي ڪُلِي (جا گيهه يا تيل جي رکڻ جي ڪم اچي). دَٻِي - آدَڙِي. (ث. دَبِي ۽ دَبِيُون).

● دَبِيرُ: ذ. لکندڙ - ڪاتبُ - مُنشي - مضمون نگار - مُصَنِّفُ - (ڪتاب لکندڙ). مؤلف - سيڪريٽري - مشهور شاعر مرزا سلامت علي لکنوي جو تخلص.

— دَبِيرِ فَلَڪُ: ذ. هڪ تاري جو نالو - عطارد - ٻُڌُ - وِ هاڻو.

● دَپُ: اسم خاص. تعلقي ٻاوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دَبَ ۽ دَٻون: ث. [سن. دَمُ = دَٻڻُ] مٿان کان هيٺ تي زور- ٻيڙ - داٻُ - ٻيڙو- دٻاءُ. سختي- زور- تاءُ - تابُ. چنبَ - چنبي - تڙي - جبرُ- زبردستي - ٻيڙڪي - تنبيهہ.
- دَب ڏيکارڻُ: ڌمڪائڻ - دڙڪو ڏيڻ - تنبيهہ ڪرڻ.
- دَٻجڻُ: ڪنهن شيءِ جو هيٺان اچي وڃڻ - ٻيڙجڻ - ٻيچڻ - سوڙهو ٿيڻ - ٻيچڻ - چيچڻ. هيسجڻ - مغلوب ٿيڻ. ٻورجڻ - ڊڪجڻ.
- دَٻجي وڃڻُ: هيسجي وڃڻ - سست ٿيڻ - هيٺاهين اختيار ڪرڻ.
- دَبَ دَٻاءُ ڪرڻُ: زور آڻڻ - ست ستاءُ ڪرڻ - رعب تاب رکڻ.
- دَبَ دُسَ ڪرڻُ: زور سان مڃائڻ - لاچار ڪري قبول ڪرائڻ - زبردستي ڪرڻ - دَبَ ڦُس ڪرڻ.
- دَبَ ڏيڻُ: زور ڏيڻ - ٻيڙ ڏيڻ. سختي ڪرڻ - تنگي ڪرڻ.
- دَٻڙ دُسَ: ث. زبردستي - زوراوري - ڏاڍائي - ٻوسات. زور- ڏاڍُ- جبرُ - عام جهيڙو - دنگو.
- دَٻڙَ دُوسُ ڪرڻُ: ڏاڍُ ڪرڻ - زوراوري ڪرڻ. ماري ڪُٽي ڪم پورو ڪرڻ - ڏاڍ مڙسي ڏيکارڻ.
- دَبَ ڦُسَ: ث. دَبَ دُسَ - زوربار- دٻدٻاءُ - زبردستي- قانون جي خلاف - ڏاڍَ مڙسي - مرضيءَ جي خلاف.
- دَبَ ڦُسَ ڪرڻُ: زور مس ڪري مڃائڻ يا لاچار ڪرڻ - زوري قبول ڪرائڻ - بي قاعدگي ڪرڻ.
- دَبَ ڪيڏڻُ: تنبيهہ ڪرڻ - جٽ ڪرڻ - جهڙڪڻُ- چڙٻڻُ- دڙڪو ڏيڻ.
- دَٻلاتَ ۽ دَٻلاتون: ث. دَبَ ڦُسَ - دٻردونس (دٻڙ دُسَ).
- دَٻناموُ ۽ دَٻناما: ذ. تنبيهہ - تاڪيد - ملامت.
● دَبَ ۽ دَٻون (ڪ): ث. ڏندن جي چوگرد وارو گوشت وارو حصو - مٿار - مالهي.

● دَبُ: صفت. سَرِيشٺ. آتم.
- دَبُ دَرشٽيُ بخشڻُ: سٺون رستو ڏيکارڻ - ڏٺيءَ جي ديدار وارو رستو ڏيکارڻ.
- دبُ رتنُ: ذ. بي بها موتي - انمول هيرو.
● دبُ ۽ دَبَ: ذ. لِڪَ - چُپُ- روپوشي - غائب. لِڪڻ جي جاءِ.
- دَبُ ڪرڻُ: هوا کان پاڻ کي لِڪائڻ - بدن کي گرم رکڻ لاءِ هڪڙي مٿان اوڇڻ (جهڙوڪ چادر- ڪمبل - لحاف) وجهڻ.
● دِبَ ۽ دِٻون: ث. (آواز) ڪرڻ جو آواز- ڦهڪو- دَٻڪو- دَٻڙاٽ. پٽن تي هنيل ڌڪ- مُڪَ.
● دُٻا: اسم خاص. تعلقي گهوڙا ٻاري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● دَٻالتَ ۽ دَٻالتون: ث. (سن. دَمُ = دَٻڻُ) دٻاءُ وجهڻ - زوروجهڻ - مٿان زور ڏيڻ - ٻچائڻ - ٻيچائڻ - ٻيچاڻ - سوڙهو ڪرڻ - نپوڙڻ - ٻيڙهڻ - چيپائڻ - پورڻ - دٻڻ - لَتڻ - دفن ڪرڻ - دوُسڻ - لِڪائڻ - چپائڻ. هيسائڻ - عاجز ڪرڻ - تنگ ڪرڻ - ڌمڪائڻ - دڙڪو ڏيڻ - ڏڏو ڏيکر ڪرڻ. زبردستي پرائي مال تي قبضو ڪرڻ - غصبُ ڪرڻ.
● دَٻائڻُ: مصدر. [سن. دَمنَ. دَمُ = زور ڏيڻ] زور ڏيڻ - هيسائڻ - اک ڏيکارڻ.
- دَٻاءُ ۽ دَٻاءَ: ذ. زور- داٻ - بوجو - بوجهہ - بار. رُعب - تاب - هيسَ - دِپ - ڌَهڪاءُ - خوف - ڌمڪي - دَٻڙَ - دَڙبَ - ڌُڌڪو - دڙڪو - ڏَڏ و ڏيکرُ - دَهمان - دهشت - سختي - جبرُ. زبردستي.
- دَٻاءُ رکڻُ: زور آڻڻ - زبردستي ڪرڻ - زوربار ڪرڻ.
● دِٻدا: ث. کوتائي - پيائي - دَٻدا.
● دبُ دَبُ: ذ. (آواز) ڪُٽڻ يا ڌَڪَن هڻڻ جو آواز- ڌَڪ ڌَڪ. پريل دنگي کي ليٽائي شراب ڪيڏڻ وقت آواز ٿيڻ - گهتُ گهتُ.

— دَٻَ دَٻَ ڪَرَڻُ: ڏاڍيان ڌڪ هڻڻ.
● دَٻدٻو ۽ دَٻدٻا: ذ. [ف. دَبْدَبَه] رعب تاب - شان و شوڪت - حشمت - هاڪ - ٺٽُ - ٺاهه ٺوهه - ٺَٺُو مان - اڊمبر - ٻَٽِڪو - ڏامَ ڏومَ. طاقت - جَبَرُوتُ - ڌمڪاءُ. آب - مان - شان - اقبال - مرتبو - وڏو عهدو - درجو.
● دَٻَرَ ۽ دَٻَرونَ (ڪ): ث. ڌَڙڪي - رِلي - گودِڙِيَ. رِلهڪو - رلهي.
● دَٻِڙا (ٿ): اسم خاص. مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.
● دَٻِڙائِڻُ (ل): مصدر. دَٻائڻ - ڌمڪائڻ - دَٻَ ڪيڻ - تنبيهه ڪرڻ.
● دَٻَڙ دُلِيَ ۽ دَٻَڙ دُلِيُونَ (ل): ث. ٺلهي متاري - وَٺَرُ سَٽَرُ.
● دَٻِڙِ ڀِنگَ (ت): ذ. (آواز) مٿان ڪِرڻ جو آواز - ٺَهڪو - دَٻڪو.
— دَٻِڙِ ڀِنگَ ڪَرَڻُ: ٺَهڪو ڪري ڪِري پوڻ - اوچتو ڪري پوڻ.
● دَٻُسُ ۽ دَٻُسَ: ذ. اُرُٽَ ڦيرائڻ جو هَٿيو - آڏاڻي جو مُنيو.
● دَٻِسُڙوَ: ذ. ماتا جي بيماريءَ جو هڪ قسم - ننڍي ماتا.
● دَٻَڪُ ۽ دَٻَڪَ: ذ. وَهَٽَ کي چِٽڪ ڏ. چڙڻ لاءِ اڳئين ۽ پوئين پيرَ ۾ ٻڌل رسو - ڏانُ - ڏاوَڻُ. تيلين مان ٺهيل ماني رکڻ جي ننڍي پِنڊِي - دَٻڪي - ڇابَ (ت). نشان - چٽو - داغ - دابُ.
● دَٻَڪا (ٿ): ذ. پرت جو هڪ قسم.
● دَٻْڪَڻُ: مصدر. [سن. دَمُ = دَٻَڻُ] لِڪڻ - ڇپڻ - ڳجهو ٿيڻ. ڊِڄڻ - ڊپ ڪرڻ. بيهي رهڻ - ساهي پٽڻ. ترسڻ.
— دَٻَڪُ ۽ دَٻَڪَ: ذ. ٺَهَرَ - ٿانَهرَ - بيهڪ. دابو - ڊابو - مانجهاندو - ٿورو آرام.
— دَٻْڪائِڻُ: مصدر. ترسائڻ - بيهارڻ.
— دَٻِڪُو ۽ دَٻِڪا: ذ. ٿوري بيهڪ - دابو - ڊابو.

● دَٻِڪوُ ۽ دَٻِڪا: ذ. (آواز) گهٽڻ شين جي ڪِرڻ جو آواز - ٺَهڪو - ٺَپڪو - ٺَپڪو. گهوڙي وغيره جي پيرن جو آواز.
● دَٻْڪَوُ: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● دَٻْڪِيَ ۽ دَٻْڪِيُونُ: ث. ڪَجيءَ يا تيلين مان ٺهيل ماني رکڻ جي پِنڊي يا ٿانو - ڇَٻي - ڇابَ.
● دُٻِڪِيائُونَ (ڪ): ذ. صفت. دَٻڪَنِ وارو. لَسِي پَرت جو هڪ قسم.
● دَٻِڪِرَ (ٿ): اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.
● دَٻِڪَرُ ۽ دَٻِڪَرَ: ذ. صفت. (ف. دبگَرُ) چمڙي جون دَٻيون ٺاهيندڙ. دبگر. نغارا ۽ دُهل مڙهيندڙ - بزگر. لوهه جي دٻن وغيره جا ڍَڪَ ٺاهيندڙ - ٽينڪر - ٽِيناڻي.
● دَٻُلو ۽ دَٻُلا: ذ. ڪنهن ڌاتُوءَ يا ڪاٺ مان ٺهيل ننڍو دَٻو (جنهن ۾ قيمتي شيون يا ماني وغيره رکجي) - داٻلو.
● دَٻْلِيَ ۽ دَٻْلِيُونَ: ث. ننڍو دٻلو - دَٻي - ڏابِيَ - ڏَٻِي. سُونگي - سُونگهيَ (ل).
— دَٻلِيَ گهُمائِڻُ: گِهَنِ جي سچي ساهَ جو ڙائڻ.
● دَٻُلِيَ: اسم خاص. تعلقي ٺَٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● دُٻْلِيَ: اسم خاص. تعلقي اوٻاوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● دَٻِڻُ: مصدر. [سن. دَمُ = دٻڻ] مٿان کان هيٺ تي زور ڏيڻ - پِيڙِڻ - چِپڻ - دٻائڻ. زور سان وجهڻ - گهُوچِڻَ - جهُوڪِڻُ - ڦُسڻ. ٻُورڻ - لِڪائڻ - ڇُپائڻ.
● دَٻو ۽ دَٻا: ذ. [ع. دَبَّهُ = دٻو] گيهه يا تيل رکڻ لاءِ چمڙي جو مٽ جهڙو ٿانءُ. لوهه جو ٺهيل وڏو دٻلو - ڏولُ - ٽِينُ. (ث. دٻيَ ۽ دَٻِيُونَ).
— دِٻيءَ ۾ ٽِڪِرِ يُونَ: ظرف. ڪجهه ٻه ٽه - اجائي ڪَڙُ ڪَڙُ - ڪجهه ٻه سمجهه ۾ نه اچڻ.

● دُٻُو ۽ دُٻا: ذ. [سن. درو = دُٻو] پاڻيءَ جي تمام ننڍڙي ڪَنَڊ - چِڊو - ننڍڙو ڪامون پاڻيءَ سان ڀريل. هيٺاهين زمين جي ٿوري ٽُڪر ۾ بيٺل پاڻي. مَسُ جو تيل ڇٽو- ڇِٽو- نشان - ٽِڪو- ڊام- داغ. اسم خاص. تعلقي ميرپورساڪري ۽ تعلقي روهڙي ۾ ديهن جو نالو.

● دُٻَهِروُ: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دَٻَهڙوُ ۽ دَٻَهڙا (ت): ذ. پکين ڦاسائڻ جو هڪ نمونو (ڪارو زمين تي آڻبو رکبي هيٺان ان داڻا رکي، ڇڪ ڏيڻ).

● دَٻُهو ۽ دَٻُها (ت): ذ. پکين ڦاسائڻ جو هڪ نمونو.

● دَٻِيُ ۽ دِٻِيُونُ: ث. چمڙي جي ٺهيل دلي يا ڪُهاڳهر (گيهه يا تيل واسطي ڪم ايندڙ)- پيتاڙِي. ننڍو دَٻو- دَٻلي - ڏَٻِي - سُونگِي.

● دُٻِيُ: اسم خاص. جيڪب آباد ضلعي ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو. تعلقي سانگهڙ، ٽنڊو محمد خان، دادو ۽ ٺٽل ۾ ديهن جو نالو.

● دَتُ ۽ دتَ: ذ. [هه] سُستي - ڪاهلي. مڪرُ- ڊولڪ- ٽالُ- مَڪَرُ - فريب - ڪوڙ - اٽڪل - ٺڳي. بهانو- ڪَشو- ڪَهڙُ - چِنَنڊُ - ڪَنَ لاتار- ماٺ - چُپ. ل. صفت. اهو ماڻهو، جو چيو نه مڃي - هوڏي - نَحَس - ارڏو - نافرمان - ڏَڏُ - ڪُنڊفهم. بيوقوف- بي عقل. سُست - ڪاهِلُ- ٺَرُ.

- دَتُ دَتانِيُ ٻِيهَڻُ: ٺر ٿيڻ - ضدي ٿيڻ - نَجَس ٿيڻ.

- دَتُ هَڻَڻُ: ذ. ٽالهائڻ - ماٺ ڪري سُمهڻ. چنڊ هڻڻ - چُپ هڻڻ. ذ. صفت. مڪريلو - ڳيڪائيُ- ڊولڪي - ٽالي - ٺڳ.

- دَتو ۽ دَتا: ذ. صفت. مڪريلو - ڳيڪائي - ڊولڪي - ٽالي - ٺڳ.

● دَتُ ٻيرُ (ڪ): ذ. ٻير جو هڪ قسم (جيڪي ٻير ڪاٺڻ سان لڙيءَ ۾ ڦاسن).

● دُتُ: صفت. [سن. دو = ٻه] ٻٽو - ٻيڻو - ڏوڙو. خاص ڪري ٻٽو اکر.

● دُتارو ۽ دُتارا: ذ. (سن. دُوِ = ٻه + تار) وَڄَتِ جي تار جو هڪ قسم - ٻه تالو- ٻه تارو.

● دُتالو ۽ دُتالا: ذ. دُتارو- ٻن تارن وارو- ٻن تالن وارو.

● دُتاهو ۽ دُتاها (ت): ذ. آسرو. انجام. اميد. ٺڳي. خيال. دَغا. ذ. صفت. ويساهه ڏيئي ٺڳي ڪندڙ (ت).

● دُتَڙُ ۽ دُتَڙَ (ل): ذ. صفت. ٿلهو متارو- بي ڊولو- گهٽي ٿولهه وارو.

● دُتِنو ۽ دُتِنا (ت): ذ. صفت. ٿلهو - ڊوٻرو - دُگنو.

● دُتِيا: ث. [سن. دُوِ = ٻه] دُوئي - ٻي تاريخ - ٻيجُ. ٻيائي - ڪوتُ- دل جي ٻيائي - الله جي ٻيائي - ٻه اکيائي.

- دُتِيا ڀاوَ: ذ. ٻيائي - ٻه اکيائي.

● دُتِيڪُ ۽ دُتِيڪَ: ذ. ڏسو "ڏُتِيڪُ".

● دُتالُ ۽ دُتالَ: ث. آٺ جي ساز (سنج) جو هڪ قسم - رِڪيبَ جي جهَل واري وَڏِي.

- دُپارا: ظرف. [سن. دُوِ = ٻه + پار = طرف] ٻنهي طرفن کان - اوراران ۽ پاران

"مئي مَتي مِهراڻَ ۾، اچن دُپارا دَڙڪا"
(شاهه).

● دُپَٽو ۽ دُپَٽا: ذ. [سن. دُوِ = ٻه + پَٽ = پٽو] ٻن پٽن وارو- ڪپڙي جو هڪ وَستَرُ- رَئو- پوتِيُ- چُني. ميدان- پوٺو (ڪ).

● دُپَسِتِيُ ۽ دُپَسِتِيُونُ: ث. [ف. دُ = ٻه + آپشت = پُٺ] ٻن پُٺين واري. ٻن جيئَن واري - ٻِيٽَ سان - حَمَلَ واري - ڊُڪي - ڳَرڀڻي.

● دَجّالُ: اسم خاص. ع - [دَجَلَ = هن دوکو ڏنو، هن ڪوڙ ڳالهايو - هن ڪوڙي دعويٰ ڪئي] اهل اسلام جي عقيدن موجب، هڪ ماڻهوءَ جو قيامت کان ڪجهه اڳي پيدا ٿي، اصفهان مان ظهور ڪندو، اک کان ڪاڻو هوندو،

اهل دنيا کي حواس باختہ مُشاهدا ڏيکاري پنهنجي پاسي آڻيندو، مومن منهن سندس سحر کان محفوظ رهندا، کيس حضرت عيسيٰ عليہ السلام قتل ڪندو. صفت. تمام گهڻو ڪوڙ ڳالهائيندڙ – ٺوڳي – ڪپتي – لپاڻي – دغاباز – ٺڳ – مڪار – بدمعاش – ڪوڙو – ڪذاب – ڪُساڪي. فسادي – لُچ – خون خوار – وحشي – ڦَندَڻي – بڇڙو. ذ. طلا – زر – نيچ سون – ڪُندن – سونُ. جوهردار تلوار.

● دَجُراج: [سن. دَرُجراج] چنڊ (ڏهس).

● دَجلَہ: اسم خاص. [ع] عراق جي هڪ مشهور درياءُ جو نالو.

● دَجو: ذ. لُڙي جي مڇيءَ جو هڪ قسم.

● دَچَڙُ ۽ دَچَڙَ (ل): ذ. گوڙ – گهمسان – هُل – هنگامو.

● دَچَ: ث. [سن. دَشَنُ = ڏنه] ڏندن جي چمڪَ (ل).

● دَچَنُ ۽ دَچَنَ: ذ. [پرا. دَسَڻَ. سن. دشَنُ = ڏند] ڏند. جيئن:

”ڏوڏر دچن دهان ۾، لَب لاکي لاک لڳات“ (ڏهسنامو ڪبير شاهہ).

● دُخَانُ: ذ. [ع] دونهون. ٻاڦَ. ڪُورو. دُکان – هَٽُ – هَٽِي – ڇاپَ. قرآن شريف جي هڪ سورة جو نالو.

● دُخُتَرُ ۽ دُخُتَرونُ: ث. [ف. دُخُتَر: سن. دُهِتَر = ڌِيءُ] ماءُ-پيءُ جو مونث اولاد – ڇوڪري – ڌِيءُ – نياڻِي.

– دُخُتَرِ رَزُ: ث. [ف. رَزُ = انگور – ڊاک] انگورَ جي ڌِيءَ. شراب – انگوري شراب.

● دَخَلُ ۽ دَخَلَ: ذ. [ع. دَخَلَ = هُو اندر آيو] آوت – آمد – پيدائش – آهت – آمدني. اندر اچڻ يا گهڙڻ جي حالت – داخلا – دخول. رسائي – پهچ. قبضو – پُڄندي – پُڄتِ – دسترس. ڪنهن ڪم ۾ ٽپي پوڻ جي حالت. دست اندازي – حد دخلي – مُزاحمت – هٿ چُراند – وچ ۾ ٽپو. بي جاءِ دخل. اندر گهڙڻ جو هنڌ – گهيڙ – لنگهہ – گهٽي – گُذَرُ. دڪان تي ويهڻ جي جاءِ آسَڻُ – مَسنَدُ.

– دَخلِ دَرُ مَعقُولات: ث. ڪنهن ڳالهہ ۾ خواہ مخواہ دخل ڏيڻ جي حالت – وچ ۾ ڳالهائڻ – اجايو ڳالهين ۾ ٽپي پوڻ.

– دَخل ڏِيَڻُ: وچ ۾ پوڻ – دست اندازي ڪرڻ.

– دَخلڪَارُ ۽ دَخلڪَارَ: ذ. صفت. ڪم ۾ قبضو ڪندڙ – ڪم شروع ڪرڻ وارو.

– دَخل ڪَرَڻُ: قبضو ڪرڻ – اختيار ۾ آڻڻ – دست اندازي ڪرڻ – وچ ۾ ڳالهائڻ.

– دَخل ۾ آڻَڻُ: ڪنهن شيءِ کي ڳڻيتي ۾ آڻڻ – اندازي ۾ آڻڻ – حساب ۾ آڻڻ – تخميني ۾ آڻڻ.

● دُخُولُ: ذ. [ع. دُخُولُ = داخل ٿيڻ – اندر اچڻ] درآمد – آمدني داخلا. لنگهہ – گهيڙ – گُذر.

– دُخُولُ ڪَرَڻُ: جِماعُ ڪرڻ. وجهڻ. (ل-ق).

● دَخيل: صفت. [ع. دَخَل = هو اندر آيو] دخل ڏيندڙ – دخل ڪندڙ – اندر اچڻ وارو.

– دخيلڪَارُ ۽ دَخيلڪارَ: ذ. صفت. ڪاروبار ۾ دخل ڏيڻ وارو – ڪمڪار شروع ڪرڻ وارو. قبضي وارو – متصرف.

– دخيل ڪار ٿِيَڻُ: ڪم شروع ڪرڻ – چارج وٺڻ – عهدو سنڀالڻ.

– دَخيلڪَارِيُ ۽ دَخيلڪارِيُونُ: ث. قبضو – چارج.

● دُدائِڻُ (ت): مصدر. پريشان ڪرڻ – برغلائڻ – ڀُلائڻ.

● دَدِڙُو ۽ دَدِڙا (ت): ذ. ڏڏڙو – ڪَڪِڙو – ڪوڪِڙو – ٻيرَ وغيره جو اندريون ٻج وارو حصو – ڪَڪِڙو.

● دُدَسُتو ۽ دُدَسُتَا: ذ. صفت. ٿُلهو – ٿوٿالگ – متارو – پهلوان – طاقتور – سَتَرو ٽَرِ. بي وقوف – جاهل – الاڙي.

● دَدَنُ ۽ دَدَنَ (ت): ذ. مال – ملڪيت – ناڻو – دولت – دنيا.

● دُدَنگُ ۽ دُدَنگَ: ذ. لانگ جو هڪ قسم.

● دُدِنُو ۽ دُدِنَا (ت): ذ. صفت. ٽُلهو. مانيءَ يا لولو جيڪو ڳر سان پچائجي - ڍوڍو. (ث. دُدِني ۽ دُدِنيُون).

● دَدو دَدَا: ذ. [د د = چوپايو جانور] جانور - حيوان - دَرِنڊو.

● دُدو ۽ دُدَا: صفت. [ف. دُوتا = پيٺو] پيٺو - پٺو - دُهرو - ڏوڙو - دُڳڻو. وڏو - ڪشادو - ويڪرو. ڳهٺو - جهڄهو.

● دُڌُ ۽ دُڌَ: ذ. صفت. [ف. دُوتا = پيٺو] پيٺو - ٿُلهو - دُهرو - پٺو - ڏوڙو. متارو - ٿُلهو - دُدو.

● دَڌُ ۽ دَڌَ: ذ. [س. اُدَڌِ] سمنڊ.

- دَڌُسُتُ: ذ. [س. اُدَڌِ = سمنڊ + سُتَ = پُٽ: سمنڊ جو پُٽ ۽ پيدائش] موتي

"ٿيي ڦُٽُ ڦُٽُ ڦوهارن جي،
دَڌسُتُ صاف سمولبه.
(جلال).

● دَڌَڙُ ۽ دَڌَڙَ: ذ. ڏاچوڙي جي پاڙ جي مِنِي ڳنڍِ. اڌَڙُ (لس).

● دُڌَڙ (دُڌِڙِ): ث. ڌُوڙِ - دَزَ - رَنِي - خاڪ - دُسِڙِ.

● دَڌِڙو ۽ دَڌِڙَا: ذ. پيرَ جو پچ - ڪَڪڙو. پير جي آڱرين ۾ يا ترِيءَ ۾ ظاهر ٿيل گوشت جي ڳوڙهي. (جنهن ۾ تمام ڳهٺو سُورُ هوندو آهي ان ڪري جيستائين وڍائبو نه آهي تيستائين هلي نه سگهبو آهي) - ڪُڪُرو.

● دَڌِڪارَ ۽ دَڌِڪارُونُ: ذ. گوڙ - هُلُ - غُلُ - شور. مينهَن جي گوڙِ. توب جو آواز. دَڌَڪَرُ - دَڌِڪو.

● دَڌِڪَرَ ۽ دَڌَڪَرُونُ: ث. ڏسو "دَڌڪار".

● دَڌِڪُو ۽ دَڌِڪَا: ذ. دڌڪار - دڌڪر - وڏو آواز (ڪنهن شيءِ جي ڪِرڻ جو يا هلڻ جو)، ريل جي انجڻ جو هلڻ مهل آواز. ماڻيءَ جي ٿان ڪِرڻ جو آواز.

● دَڌَلُ ۽ دَڌَلَ (ت): ذ. ڳهڻو مال - دليا - زَر - ملڪيت.

● دَڌَل ڌُوُرُو: مالدار. پيارو.

- دَڌِيڙِيُ: ث. مِٺي ماڻيءَ جي ميچي جو هڪ قسم (شڪل ۾ پوريءَ جهڙي، پَر ويڪري، ڊگهه ۾ انچ ڪن).

● دُڏِ ۽ دُڏُونُ: ث. چيلهه ۽ سٿر جي وچوارو حصو - ڍاڪَ. چُتَڙُ - ڪُچڙِ - پُٺڊَڙُ. ٻن سنڌن جي ميلاپ واري ڪَڏَ. ٿاريا هُرٽي جي نمونو يا پارُولي ۾ ٿيل ڪَڏَ (جنهن ۾ شيخلو يا مُهرو رکجي). چوڪاٺ جي چُوڙِ جنهن تي دروازي جو طاق ڦِري). (پوک جي) پُوڙِي جي سُنڌِيُ - ٿُڏِيُ (ت). ڪُڪَڙَ جي لنڍڙي ڪَڙَهَ - دُڏو - ٽُڪو (ت).

- دُڏِ ٻَڌَڻُ (ت): ٿيلي جو ٽڏو ٻڌڻ - پاڙ مضبوط ڪري وجهڻ - آسودو ٿيڻ.

- دُڏِرُ ۽ دُڏِرَ: ذ. صفت. ننڍين ڪَڙَهَن وارو ڪُڪَڙُ

● دِڏُڪَڻُ (ڪ): مصدر. لُڏڻ - آلڙڻ - ٿِڙڻ - ٿِرڙُ ڪائڻ.

● دُڏُو ۽ دُڏَا: ذ. دُڏِ - چيلهه ۽ سٿر جي وچ وارو حصو - پُٺڊَڻ - چُتَڙِ - ڍاڪو - پُٺڊَڻ - ٽَڙو. ڪپڙي جي چُرَڻ لاءِ ڪاٺ جو ٺپو - ڪارَبُ (قالب) - پُور. اڪ جو اندر ويل دوڏو.

● دَڏِيُ ۽ دَڏِيُونُ (ت): ث. ڪوڏين جي راند ۾ هڪ داٺو.

● دُڏِيُ ۽ دُڏِيُونُ (ڪ): ث. سُڪي ويل وڻ جي پاڙ - ٿُڏِي.

● دَرُ: ظرف. (ف) اندر - منجهه - ۾ - درميان - وچ. جيئن ته "درحقيقت، دراصل". پري - ٻاهر. جيئن "ٻي سڀ ڳالهه دَرُ آهي."

- دَرْآمدُ: صفت. اندر آيو - گهڙي آيو - پهتو - ظاهر ٿيو - جيڪا شيءِ ٻئي ملڪ کان اچي. آمد ٿيءَ واري شيءِ.

- دَرْآمَدُ بَرْآمَدُ: ظرف. اندر اچڻ ۽ ٻاهر وڃڻ جي حالت - آمد ۽ روانگي - ملڪ ۾ ٻاهران اچڻ واريون ۽ ملڪ کان ٻاهر وڃڻ واريون شيون.

▬ دَرْبَابُ: ظرف. حقّ ۾ - نسبت ۾ - بابت.

▬ دَرْتِيءُ: ظرف. اندر ڳهڙي - اندر ئي. دل ۾ - اندر (ل - ق).

▬ دَرْپَرْدَهُ: ظرف. پردي ۾ - لڪ ۾ - لڪل - مَخْفي طور - غائبانہ - پَرپُٺ. ڳجهو - پوشيده - راز ۾.

▬ دَرْپي: ظرف. پٺيان - خواهان - چاهڻ وارو.

▬ دَرْپيشُ ۽ دَرْپيشَ: ذ. صفت. اڳيان - سامهون - روبرو - ويجهو - ويچار هيٺ - زيرو يچار - زير تجويز - بحث هيٺ.

▬ دَرْپيش ٿِيَڻُ: سامهون ٿيڻ - اڳيان اچڻ - ويچار هيٺ اچڻ.

▬ دَرْپيش ڪَرَڻُ: سامهون ڪرڻ - اڳيان ڪرڻ - پيش ڪرڻ - اڳيان رکڻ.

▬ دَرْپيشُ هُئَڻُ: سامهون هئڻ - اڳيان هئڻ. زير ويچار هئڻ.

▬ دَرْحَال: ظرف. يڪدم - هڪدم - جهٽ پٽ - تُرت - فيِ الحال - هاڻي - هن وقت.

▬ دَرْحَقِيقَتُ: ظرف. بيشڪ - بي شبہ - دراصل - حقيقت ۾ - اصل ۾ - سچ پچ - تحقيق.

▬ دَرْخُصُوصُ: ظرف. خاص ڪري - خُصُوصاً.

▬ دَرْزَمَانُ: ظرف. يڪدم - هڪدم - جهٽ پٽ - هينئر جو هينئر - هن وقت - هاڻي جو هاڻي.

▬ دَرُوَنُ: ظرف. اندر - مَنجهہ - وِچُ - وچ ۾.

● دَرِ (ت): ذ. مڇين جا ننڍا ٻچا - ننڍڙين مڇين جو وَلَرُ.

▬ دَرِ هُجَڻُ: بي انداز هجڻ - ڪافي هجڻ - گهڻو هجڻ.

● دَرُ ۽ دَرَ: ذ. [سن. دوار. ف. دَر = دروازو] دروازو - چوڪٺ - چوڪاٺ - لنگهہ - قاڪ. ڪيوڙا - لَڪُ. قيمت - مُلھ - اگهہُ. آها جاء جتي سَنڀي چڪيا تي چڙهي هجي.

▬ دَرُ اچِيءُ وَڃَڻُ (ت): بند ٿيڻ. ختم ٿيڻ - پورو ٿيڻ. بس ٿيڻ - سڀ گهر جا ڀاتي ختم ٿي وڃڻ - سارو خاندان ختم ٿي وڃڻ.

▬ دَرْبَانُ ۽ دَرْبَانَ: ذ. صفت. دَرَ تي بيهندڙ - سَنتري - حاجِبُ - دَروانُ - دروانُ - پهريدار - چوڪيدار. پٽيوالو - چَپْراسي.

▬ دَربَدَرُ: ظرف. هڪ دروازي کان ٻئي دروازي تائين - رولڙي ۾ صفت. پِنَڪندڙ - رُلندڙ - رولُو - آواره - حيران - پريشان. ٻئي گهر.

▬ دَرْبَدَرُ ٿِيَڻُ: دَر دَر رُلڻ - رولُو ٿيڻ - پِنَڪڻ - رُلڻ - رُلي وڃڻ. بيگالو ٿيڻ - ٻُچڙو ٿيڻ - تباهہ ٿيڻ. حيران ٿيڻ - پريشان ٿيڻ - ڪٿي بہ ٺڪاڻو نہ هجڻ.

▬ دَرْبَدَرْ ڪَرَڻُ: حيران يا پريشان ڪرڻ. تباهہ ڪرڻ.

▬ دَرَ تي وَڃِي پَوَڻُ: پناهہ وٺڻ - سامَ پوڻ.

▬ دَرْ پَرَڻُ: (ت) در بند ڪرڻ.

▬ دَرْڪَارُ ۽ دَرْڪَارونُ: ث. ضرورت - گهرج. ضروري - گهربل.

▬ دَرْڪِنَارُ: ظرف. هڪ پاسي - عليحده - الڳ - جُدا - علاوه. [ف] بغل ۾ - ڀاڪر ۾.

▬ دَرگُذَرَ: ظرف. معافي - چشم پوشي - ٽاري ڇڏڻ جي حالت.

▬ دَرْگُذَرَ ڪَرَڻُ: ٽارڻ - چشم پوشي ڪرڻ - ڇڏڻ - معاف ڪري ڇڏڻ - معاف ڪرڻ - ڀُلائي ڇڏڻ - وِسارڻ - ڇڏي ڏيڻ - ٽٽائي ڇڏڻ.

▬ دَرْمَاهُ: ظرف. هرمهيني - ماهوار - ماهيانہ.

▬ دَرْمَاهو: ذ. ماهيانو پگهار - ماهوار پگهار - مهني جو عيوض.

▬ دَرْمِيَانُ: ظرف. وِچُ - جي وچ ۾ - منجهہ - وچ ۾ - اندر - دوران ۾.

▬ دَرْمِيَانُو ۽ دَرْمِيَالَا: ذ. وچ جو - وچولو - پورو - موافق - پورو پُنو.

▬ دَرْمِيَاني ۽ دَرْمِيَانيُونُ: ظرف. وچون - وچ وارو - مُتَوسط - اندروني.

▬ دَرْواشَ (ت): ث. گهرج - احتياج - ضرورت.

▬ دَرْواقِعُ: ظرف. حقيقت ۾ - درحقيقت - اصل ۾.

▬ دَرُونُ: ظرف. اندر - منجهہ - وچ - منجهان.

ـ دَرُون پَرُدَهُ: پردي ۾ ـ پردي اندر ـ ڳجهي ءَ طرح ـ لڪ ۾.

ـ دَرِ هجڻُ: بي انداز هجڻ ـ ڪافي هجڻ ـ گهڻو هجڻ.

ـ دَرُ تي پَهچي اچڻُ: پناهه وٺڻ لاءِ اچڻ ـ لطف ۽ احسان جي آسيد رکي اچڻ ـ پاڻمراد وا اچي پيش پوڻ.

ـ دَرُ تي دِيرو وِجهڻُ: دونهون دُکائي ويهڻ ـ دروازي تي نوڪر ٿي ويهڻ ـ ڪنهن ڪم لاءِ چنبڙي پوڻ ـ پَڇر نه ڇڏڻ.

ـ دَرُ پَائڻُ: در بند ڪرڻ.

ـ دَرُ پَتِجَڻُ: اولاد ٿيڻ ـ نصيب جا دروازا کُلڻ. "هڪ دَرُ لٿي، سَو دَرَ پٽي".

ـ دَرُ پَدَرُ (ت): ظرف. دربدر.

ـ دَرُ پَرُدو ۽ دَرُ پَرُدا: ذ. دَرَ جو پڙدو ـ چڪ.

ـ دَرُ پَرُدَهُ: پڙدي اندر ـ لڪ ۾ ـ لڪي ڇپي ـ مخفي طرح.

ـ دَرُ دَرُ: ظرف. گهر گهر ـ هڪ هڪ دروازي تي ـ دربدر.

ـ دَرُ دَرُ گهمَڻُ: هرهڪ دروازي تي سوال ڪرڻ ـ پِنڻُ.

ـ دَرُ لَهيُ وَڃڻُ (ت): خوار ٿيڻ ـ گيلاهاب ٿيڻ.

ـ دَرَ ۾ مُنهُن وِجهَڻُ (ت): ليو پائڻ ـ جهاتي پائڻ ـ ڪنايةً. نه مڃڻ ـ انڪار ڪرڻ.

ـ دَرُوازو ۽ دَرُوازا: ذ. دَرُ.

ـ دَرُوانُ ۽ دَرُوانَ: ذ. صفت. دَرَ جو پهريدار ـ چوڪيدارُ ـ حاجب ـ دربان. نوڪر ـ چوبدار ـ پٽيوالو ـ چپراسي.

ـ دَرُوانُ ۽ دَرُوانَ: ذ. صفت. دروان ـ دربان.

ـ دِرايَتُ: ث. دانائي ـ عقل ـ سمجهه ـ اونهو خيال ـ غور ـ فڪر ـ ڏاهپ ـ سياڻپ.

● دُرُ: صفت. [من] بد ـ خراب ـ بڇڙو ـ ڪينو ـ لڪمو ـ زَبُون ـ نَحس ـ ليا ڳو. مشڪل ـ ڏکيو ـ ڪَٺَنُ. مرڪبات ۾ ڪم ايندڙ اڳياڙي، جيئن: "دُراچار، دُربل" وغيره.

ـ دُرُاچار: ث. خراب چال ـ بد هلت ـ بد چالي ـ ناجائز نفس پرستي.

ـ دُرُاچارِيُ: ذ. ث. [من دُراچارِي. دُشٽَ = خراب + آچار = چال چلن، ريت.] پاپيُ.

ـ دُراهو: ذ. [ف. دو = ٻه + راهه = رستو، ٻن رستن وارو]. ڳچهارت يا هُنر جو قسم، جنهن ۾ ٻن قسمن جي لِکَ رکيل هجي.

ـ دُرِبَلُ: ذ. صفت. ڪمزور ـ اَبِل ـ هيڻو ـ نِستو ـ بي طاقت.

ـ دُرِ بَلِتَا: ث. ڪمزوري ـ هيڻائي ـ اپرائي ـ ڏُبرائي.

ـ دُربَچَنُ: خراب وَچَنُ يا خراب وعدو ـ ڪوڙي ڳالهه ـ بڇڙي ڳالهه ـ بد ڪلامي ـ بد زباني ـ بي لغام ڳالهائڻ وارو ـ وات ڦاٽوڙو.

ـ دُرُجَنُ: ذ. صفت. خراب ماڻهو ـ بدافعالو ـ بڇڙو ـ بد ڪار. دشمن ـ بد خواهه ـ ويرِيُ.

ـ دُرُدَشَا: ث. [من. دُردَشا] خراب حالت ـ بگڙيل نصيب ـ بُري حالت ـ ڪمبختي ـ غمگيني صورت. تنگي حالت.

ـ دُرڪاميُ: بد چال ـ بد ڪار ـ بڇڙو.

ـ دُرُگَتِ: ث. خراب حالت ـ بڇڙو حال. جوڳي جُٺ ـ درگتي ـ مصيبت ـ بد حالي.

ـ دُرُگَتِ بَڻائِڻُ: بڇڙي حالت ڪرڻ ـ بُري گَتِ بڻائڻ ـ ذليل ڪرڻ ـ خراب خوار ڪرڻ.

ـ دُرگَتيُ: ث. بُرو يا خراب حال ـ مصيبت ـ هيڻو حال.

ـ دُرڳتي: ڏسو "دُرگتي".

ـ دُرگَنڌ: ث. ڪِني باس ـ بد بوءِ ـ بوءِ ـ بانس ـ ڌَپَ ـ عُفُونَتَ.

ـ دُرِلَبُ ۽ دُرِلَبَ: ذ. صفت. مشڪل ۾ ملڻ ـ ڏکيو هٿ ايندڙ ـ اڻ لڀ ـ ناياب ـ ڪمياب.

ـ دُرِمَتيُ: ذ. صفت. خراب مت وارو ـ بيوقوف ـ نادان ـ احمق. لوفر ـ لُچ ـ لُمب ـ بد معاش ـ خراب خيالن وارو.

● دُرَّ ۽ دُرِّ: ذ. [ع] موتي - ماڻڪ - گوهَرُ - مَڻيو - رَتَنُ - جوهر. ڪنن ۾ پائڻ جي ڳهه جو هڪ قسم.

▬ دُرِّافشانِيُ [ف. افشاندن = ڇَڻڻُ]: ث. موتي ٻکيرڻ - موتي ڇَڻڻُ - موتين جهڙا لفظ ڪم آڻڻ. خوش ڪلامي - خوش بياني - گوهرفشاني - فَصاحت - بَلاغت.

▬ دُرّيچو: ذ. ڪنن ۾ پائڻ جي ڳهه جو هڪ قسم. (ٻُنڊي جي لموني تي ڪجهه ويڪرو ٿئي).

▬ دُرِّڙو ۽ دُرِڙا: ذ. دُر جو اسم تصغير - ڪَنن ۾ پائڻ جا دُرّ.

▬ دُرِّ شَهوارُ: ذ. بادشاهن جي لائق موتي - تمام وڏو موتي - بي بَها موتي.

▬ دُرِّ مَڪنُونُ: ذ. [ع. مَڪنُونُ = بند ٿيل] اڻ لپ موتي - بيش قيمت موتي - تمام مهانگو موتي. سپ ۾ لڪل يا بند ٿيل موتي.

▬ دُرِّ ناسُفتَہ: ذ. [ف. سُفتَنُ = سوراخ ڪرڻ] اڻ وِنڌيل موتي - بغير سوراخ موتي - ڪنواري عورت - دوشيزه.

▬ دُرِّ نَجَفُ: ذ. موتيءَ جو هڪ قسم (جو بلور والگر سفيد ۽ شفاف ٿئي، منجهس ڪجهه ليڪا ڪارن وارن والگر ڏسبا آهن، جي حضرت علي عليہ السلام ڏانهن منسوب ڪري، انهن جي تعظيم ڪندا آهن) هڪ قسم جو سفيد پٿر - شريف - نَجيب - اصلي نَسلي سيّد (فرهنگ آصفيہ).

▬ دُرِّ يَتيمُ: ذ. موتيءَ جو اهو داڻو، جو سپ مان اڪيلو نڪري - وڏو موتي - قيمتي موتي - يڪو موتي - لاثاني موتي - بي مثل موتي.

▬ دُرِّ يَڪتا: ذ. دُرِ يتيم - بي مثال موتي - لاثاني موتي.

● دَرا: ذ. (ف) گهنڊُ - جَرَسَ - گهڻيئي. هڪ سڄيءَ جو قسم - ننڍڙا ڪرڙيءَ جا ٻچا (ت).

● دَراجَ (ت): ث. ڪاٺي سڌي ڪرڻ لاءِ لوهه جو اوزار.

● دُرّاج: ذ. پکيءَ جو هڪ قسم - تتر.

● دَراڙِ (ت): ث آهي سارِيون، جن ۾ اڻ لهجي - ماپَڙُ - درهاڙ. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● دَرازَ: اسم خاص. تعلقي گمبٽ (رياست خيرپور) ۾ هڪ ديهه جو نالو. هڪ شهر جو نالو (جتي سنڌ جي مشهور صوفي شاعر سچل سرمست جي درگاه آهي) هڪ ذات جو نالو.

● دَرازُ: ذ. صفت. [ف. دراز = ڊگهو] ڊگهو - وڏو - لمبو - الماڙي يا ميز جو خانو. (ف) ڪاٺيءَ ڪي چلي سڌو ڪرڻ جو هڪ واڍڪو اوزار.

▬ دَرازُ ٿِيَڻُ: ڊگهو ٿيڻ - لمبو ٿيڻ - سنئون سڌو ٿي ليٽي پوڻ - چنگهون ڊگهيون ڪرڻ.

▬ دَرازُ دَسْتُ: ذ. صفت. ظالم - زوراور - زبردست.

▬ دَرازُ دَسْتِيُ: ث. ظلم - بي انصافي. زوراوري - ڌاڌائي.

▬ دَرازُ قَدُ: ذ. صفت. ڊگهي قد وارو - قداور - ڊگهو - ڇانگهوڙيل.

▬ دَرازُ گوش: ذ. صفت. ڊگهن ڪنن وارو - وڏن ڪنن وارو.

● دَرازو ۽ دَرازا: ذ. سالچو.

● دُراغُ (ل): ذ ذاريو - ڏورالهون سَنگت.

● دُراڪَتَ ۽ دُراڪتُونُ: ظرف. پٺ دفعا - ٻه ڀيرا - ٻيڻو - ٻيتو - ٻيهر - دوباره ٻيڻي - وڌيڪ - زياده - ڏوڙو - دُهرو - آتو تنگ.

● دَرامُ ۽ دَرامَ: ذ. سونارن جو هڪ اوزار - ڪنگڻ جي ڦلن ٺاهڻ لاءِ لوهه جو گول ٽُڪر.

● دُرانِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. پٺاڻن جو هڪ فرقو - احمد شاهه دُراني جي قوم. ڪَنن ۾ موتي پائيندڙ پٺاڻن جو گروه.

● دُرّانِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● دَراوَڙُ: اسم خاص. قديم هندستان جي هڪ قوم جو نالو.

● دَراهِمُ: [ع] "دِرْهَمُ" يا دِرَمُ" جو جمع - چانديءَ جا قديم سِڪا، جن آنن جي برابر ٻه ماسا ۽ ڏيڍ رتي جو وزن - روپيو.

● دُراهو ۽ دُراها: ذ. ٻن معنائن وارو شعر جو هڪ قسم - ڪِچهارت جو هڪ قسم. صفت. ٻن رستن وارو - ٻِوائو.

● دُراهي: حڪومت - اميري.

● دَرَبَ (ڪ): ذ. گاهه جو هڪ قسم.

● دَرْبُ: [ع] وڏو دروازو - ڦاٽڪ - ڪوچه - گلي - کهٽي - محله.

● دَرْبُ ۽ دَرْبَ: ذ. [سن. دُرَوْيَہ = ڏن] ڏن - نائو - مال ملڪيت.

● دَربَاب: [ف] بابت - جي باري ۾.

● دَرْبَارَ ۽ دَرْبَارُوْنُ، دَرْبَارِيُون: ث. [ف] بادشاهي ڪچهري - دربار - درگاهه - بارگاهه - آستانو. اميرن ۽ بادشاهن جي مجلس - شاهي عدالت. عدالت خانو. جشن - اجلاس.

- دَرْبَارِ بَرْخَواسَتُ ٿِيَڻُ: ڪچهري ختم ٿيڻ - حاضر مجلس جو اٿي وڃڻ.

- دَرْبَارِ خَاص: ث. اها دربار جنهن ۾ عام ماڻهن کي اجازت نه هجي - اجلاس خاص - خصوصي ڪچهري.

- دَرْبَارِ عَامُ: ث. عام ماڻهن جي دربار - ڪاڻل مجلس.

- دَرْبَارِ ڪَرَڻُ: بادشاهن جو ظاهر ويهي اميرن وغيره کان سلامي وٺڻ - ڪچهري ڪرڻ - رعايا سان ويهي، ملڪي انتظام وغيره جا حڪم احڪام ڏيڻ.

- دَرْبَارِ لَڳَڻُ: شاهي مجلس لڳڻ. هجوم ٿيڻ - ڪچهري ٿيڻ.

- دَرْبَارِيُ ۽ دَرْبَارِيُ: ذ. صفت. دربار جو - شاهي يا سرڪاري ملازم - مُقَرَّب (ويجهو رهڻ وارو).

● دَرْبَانُ ۽ دَرْبَانَ: ذ. [ف. نيگهبانُ] دروازي تي ويهندڙ - در جي سنڀال ڪندڙ - حاجِبُ. دروانُ - درواڻُ - سَنْتَري - چوڪيدار.

- دَرباني: ث. رکوالي - پهريداري - درواني - دربان جي ڊيوٽي.

● دَرْبَنْدُو (ڪ): ذ. سُرماڻي مجي ڦاسائڻ لاءِ ڪاري جي رَڇَ جو هڪ قسم (پاڪي کان ٿلهين تندن وارو).

● دَربَنْد: [ف] قلعو - وڏو دروازو - پُل - بَنْدَرُ.

● دَرْبو ۽ دَرْبَا: ذ. مٿهائن جا ۲۰-۲۵ مَنْدَ.

● دَرْبَارَ ۽ دَرْبَارُوْنُ، دَرْبَارِيُونُ: ث. [ف. دَرْبَار] ڏسو "دربار".

- دَرْبَارَ خَاص: ث. دربار خاص.

- دَرْبَارَ عَامُ: ث. دربار عام.

- دَرْبَارِيُ ۽ دَرْبَارِيُ: ذ. صفت. درباري، هڪ راڳڻي جو نالو.

● دَرْبَرْدَرازِيُ: ث. دَبَرْدَس - دَب ڦُس - زوران زوري - حُڪمان حُڪم - دَبَرْدونس - زوراوري - دَست درازي - بُوسات بازي.

- دَرْبَرْدَونْسَ: ث. ٻَل - طاقت - قُوت - زُور - چوهه - ڏاڍ - ڏاڍائي. زوري - مجبوري - لاچاري - زبردستي.

● دَر ٻيلوُ: اسم خاص. ساهتي ۾ هڪ مشهور ڳوٺ جو نالو. تعلقي ڪنڊياري جو هڪ شهر.

● دُرْتَلُ ۽ دُرْتَلَ (ڪ): ذ. صفت. حيران - هڪو ٻَڪو - پريشان - مُنجهيل - موڳو.

- دُرْتَلُ ٿِيَڻُ: پِلجي وڃڻ - مُنجهي پوڻ.

● دُرْپَدُ ۽ دُرْپَدَ: ذ. ڳائڻ جو هڪ قسم - ڏُرپد.

● دَرْپَنُ ۽ دَرْپَنَ: ذ. [پرا. دَپْڻُ. سن. دَرْپَڻُ = درمتي] آرسي - آئينو - آهينو - آهري - ٽِڪَ - شيشو - دَرْپَنُ

"ويهي درپڻ دل جو آديسي آجار" (دلپت).

● دَرْپَڻُ ۽ دَرْپَڻَ: ذ. [سن] درسَڻُ - آئينو.

● دَرْجُ: ذ. [ع. دَرَجَ = داخل ڪرڻ] لکڻ جي جاءِ - داخلا جي جاءِ. لکڻ يا داخلا ڪرڻ جي حالت - لکيت - تحرير.

- دَرْجُ ڪَرَڻُ: داخلا ڪرڻ - لکي ڇڏڻ - قلم بند ڪرڻ. ڪنهن رجسٽر ۾ لکڻ - فهرست ۾ داخل ڪرڻ.

● دَرجَنُ ۽ دَرجَنَ: ذ. [انگ - Dozen] ٻارهن جو مجموعو- ٻارهن - ڊَزَنُ - درزن. هڪ جنس جون ١٢ شيون.

● دَرجو ۽ دَرجا: ذ. [ع. درج = هو ڏاڪو ڏاڪو ڪري چڙهيو] لغوي معنيٰ ڏاڪڻ جو سيڙهي ڪان مٿيون ڏاڪو- مٿيون ڏاڪو. ڏاڪو- ڏاڪڻ جون پيرڙيون- پوڙي. وڏو عهدو. مرتبو- رُتبو- عُهدو- تدريج- پَدُوِي- مَنزِل- مَنصَبُ. جماعت- ڪلاس- ٽولي. وڏائي- آب- اقبال. حَشمت- دٻدٻو- رُعب. حِصو- ٻَخرو- ڀَتي- نمونو- ڀاڱو. حَدّ- حَدّبندي- اِلبو- دنگ. آجرُ- ثواب- ليکي- بدلو- عيوضو. زمين جو تي سَو سٺيون حصو (يا ڊگري) (جو اٽڪل رُوءِ ٦٩ ميلن جي مفاصلي جو ٿيو آهي ۽ سج کي انهيءَ مفاصلي طيءِ ڪرڻ ۾ ٤ منٽ ٿا لڳن).

- درجو پائڻ: نيڪ ڪم جو بدلو حاصل ڪرڻ. وڏو درجو ملڻ.

- دَرجا: ذ. (جمع ۾) الڳن جا درجا. جيئن: ”ايڪا، ڏهاڪا، سَوَ، هزارَ، ڏهه هزارَ، لک وغيره“.

- دَرجا ڦيرائڻُ: امتحان ٿيڻ بعد شاگرد کي هڪ درجي مان ٽپائي ٻئي درجي ۾ ڪرڻ. حساب ۾ ڏنل رقمن جون جنسون جدا جدا ڪري رکڻ.

- درجا وڌائڻ: ترقي ڏيڻ- اضافو ڪرڻ- رتبو وڌائڻ- منزل وڌائڻ.

- دَرجي بَہ دَرجي: ظرف. ڏاڪي بہ ڏاڪي- منزل بہ منزل- قدم بہ قدم- رفتہ رفتہ- هوريان هوريان- آهستہ آهستہ- سلسليوار.

- دَرجيوارُ ۽ دَرجيوارَ: ذ. صفت. سلسلي وار- رُتبہ وار- واري سان- مرتبي آهر- شان آهر- عُهدي آهر.

- دَرجي وارو: ذ. صفت. وڏي مرتبي وارو.

● دَرَختُ ۽ دَرَختَ: ذ. [ف] وڻُ- شَجَر- ٻوٽو- ٻيڙُ.

● دَرخشانُ: صفت. [ف. دَرخشيدن = چمڪڻ] روشن- چمڪندڙ- جهلڪندڙ- جهرڪندڙ- تجليدار.

● دَرخواستَ ۽ دَرخواستون: ث. [ف. دَرُ = ۾ + خواستن = گهرڻ] ڪيل گهُر- خواهش- عرض- عرضداشت- عَريضي- سُوال. التماس- گذارش- آرزو- تمنّا. لکيل عرض- عرض نامو- گذارش نامو- وينتي پَتر.

- دَرخواستَ ڏيڻُ: عريضي ڏيڻ- ڪنهن شيءِ حاصل ڪرڻ جي تمنا ظاهر ڪرڻ.

● دَرخواستَ ڪرڻُ: درخواست ڏيڻ- ڪنهن تي پُڪارڻ.

● دَردُ ۽ دَردَ: ذ. [ف] ڪَشٽُ- ڏنجهو- ڏکُ- سُورُ- آهنجُ- دُکُ- ويڙا- تڪليف. آفسوس- رنج- شُوڪَ- غم. آهنج- اوکائي- سختي- مصيبت- مشڪلات. ڪشالو- جاڪوڙَ.

- دَردُالُودَه: ذ. [ف. الُودَن = رلڻ- ڳنڍڻ] صفت. ڏُکويل- درد ڀريو.

- دَردُآميزُ: ذ. [ف. آميختن = رَلڻ] صفت. ڏک سان ڀريل- ڏکارو- رنجيده- دردناڪ.

- دَردآنگيزُ: ذ. صفت. دُکُ پيدا ڪندڙ (دل تي)- ڏک جهڙو- ڏکارو- رلجيده- ڏُکُ ڀَريو.

- دَردَباني: ث. درد واري- سورن واري.

- دَرد جاڳڻُ: سور ٿيڻ. ڏک ٿيڻ. ايذاءُ ٿيڻ.

- دَرد جي دوا هُئڻ: فائدو پهچائڻ. ڪم جي شيءِ هُئَڻُ.

- دَرد دُفَ ٿيڻُ: درد دفع ٿيڻ- ڏک سُور لهي وڃڻ- خوشي حاصل ٿيڻ- آرام ۽ اطمينان نصيب ٿيڻ- خوش گذارڻ.

- دَردِ دِل: ذ. دل جو رلج- دلي صدمو.

- دَرد ڪَٽَڻُ: درد دفع ڪرڻ- ڏُکُ سُورُ وڃائڻ.

- دَرد لڳَڻُ: سور ٿيڻ- ڏک ٿيڻ. بيماري ٿيڻ. اهنج ٿيڻ.

- دَرْدِ مَنْدُ ۽ دَرْدِمَنْدَ: ذ. صفت. درد وارو - ڏکارو - ڏکيو. غمزده. غمخوار - رحم دل - همدرد - ترس وارو.
- دَرْدِمَنْدِيُ: ث. همدردي - غمگساري - رحم دلي - ترس.
- دَرْدَناڪُ ۽ دَرْدَناڪَ: ذ. صفت. ڏک وارو - تڪليف وارو - سُورائتو.
- دَرْدَن جا داسْتانَ ڪولَڻُ: ڏک پريون آلاپون ڪرڻ.
- دَرْدُوَنْدُ ۽ دَرْدُوَنْدَ: ذ. صفت. درد وارو - ڏک وارو - رلج وارو - درد ڀريو - ڏکويل - رنجور - سور وارو - غم ڀريل - ڏک ڀريل - همدرد - غمخوار.
- دَرْدُوَنْدِيُ: ث. درد واري - ڏک واري - رلج واري - سوريتي - ڏکايل - سُوريل.
- دَرْدِيُ ۽ دَرْدِيُ: ذ. صفت. ڏک وارو - سور وارو.
- دَرْدِيائيُ: ث. ڏک واري - دک واري.
● دُرِدُنْبارِ (ل): ذ. وڏو ۽ ٺڪو - ٺڳرو.
- دُرِدُنْبالِ: ذ. دُرِدُنْبارُ.
● دِرِڍُ ۽ دِرِڍَ: صفت. [س. درِڍِ = پڪو] پڪو - مضبوط - پختو. ڏاڍو - قابو - سوگهو. برقرار - اچل - اچلُ - ڪٽپ ڪوڙُ - اِستر.
- دِرِڍِتا ۽ دِرِڍِتائُون: ث. ڏ ڀرج - پختائي - آچلتا - ٺڪائي - ثابت قدمي.
● دَرِڙا (ت): اسم خاص. مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.
● دَرِڙو ۽ دَرِڙا (ت): ذ. ننڍي مڇي.
● دُرِڙو ۽ دُرِڙا: ذ. صفت. بيوقوف - احمق. ننگو - ڏوڀيُ - ڪپتي - مڪريلو. لچو - هرتال - شودو - چيچڙو - حرامزاده. رولو - آواره. (ث. دُرِڙي ۽ دُرِڙيون).
- دُرِڙائيُ ۽ دُرِڙائيُون: ث. سنافقي. بيوقوفي - لچائي - شودائي.
● دُرِڙي ۽ دُرِڙيُون (ل. ت): ث. مروٽو - سُوٽ - وَدِ. حرڪتبازي - ننگي.

" پوءِ ڪرين دُرڙي دغا اي دل ۾ ٿي تون بيوقوف "
(قاسم).
سيسيراتي - چيرڪ.
- دُرِڙِي پَرَڻُ (ت): چيرڪ پرڻ. حيران ٿيڻ. ڊڄڻ - ڊڃي وڃڻ.
- دُرِڙِي ڪاڍڻُ: چرڪ پرڻ - ڏسو " درڙي پرڻ ".
- دُرِڙِي مَتائِڻُ (ت): ڪاوڙ ڪرڻ. الپي وڃڻ - انڪار ڪرڻ - ڏورو غصو ڪرڻ.
- دُرِڙِي نَه پَرَڻُ: ذرو به خوف نه ٿيڻ.
● دَرِزَ ۽ دَرِزُونُ: ث. [ع. دَرِزَ = هن ٽوپو ڏنو] ٻين سرن جي وچ ۾ وٿي يا جاءِ - خالُ - ڦوٽ - چيرُ - ڏارُ - ڦوڙُ - اڏ و اڏ - سَنْڌُ. شگافُ. [ف. دَرْزَن = سُئي] سيڙَ. اوٺي ڪپڙي جي - ٽوپو - سيبو.
- دَرِزَ پَرَڻُ: خالُ پرڻ - ڦوٽ پرڻ.
- دَرِزُونُ وَنَڻُ: جاءِ جي سرن جون وچ واريون وٿيون پرڻ - چير بند ڪرڻ - وٿي بند ڪرڻ - ڏار لينبڻ.
● دَرْزادَهُ: اسم خاص. مڪران ۾ رهندڙ هڪ ذات جو نالو. (جنهن کي ڪهت درجي ۾ شمار ڪن ٿا. " تاريخ بلوچستان " ص - ۲۵).
- دَرِزيُ ۽ دَرِزيُ: ذ. [ف. دَرزن = سُئي. درز = ٽوپو + زن. زدن = هڻڻ] ڪپڙا سبيندڙ - خياطُ. (ث. درزڻ ۽ دَرِزيون).
- دَرزي جي سُئي هڻَڻ: هميشه هڪ حال ۾ نه هئڻ.
- دَرِزڪو ۽ دَرِزڪا: ذ. صفت. ڪپڙن سبڻ جو - دَرزيءَ جو - دَرزيءَ وارو.
- دَرِزڪو ڪم: ذ. ڪپڙ سبڻ جو ڪم.
- دَرِزِيائيُ: ث. " درزيءَ " جو سؤنٽ. درزڪو ڪم ڪندڙ عورت.
● دَرَسَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● دَرْسُ ۽ دَرْسَ: ذ. [ع] سبق - پاٺُ. مذهبي وعظ - نصيحت - ڪٿا اسم خاص. تعلقي موري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- دَرْس خانَه: ذ. مڪتب- اسڪول- مَدرِسَه- پاٺشالا.

- دَرْس ڏيَڻُ: سبق ڏيڻ - پڙهائڻ - وعظ نصيحت ڪرڻ.

- دَرْس گاهَ ۽ دَرْس گاهُون: ث. پڙهڻ جي جاءِ - مَڪْتَبُ - اسڪول - مَدرَسو - پاٺشالا.

- دَرْس و تَدرِيس: ذ. پڙهڻ پڙهائڻ جي حالت.

- دَرْسُ و نَڻُ: سبق وٺڻ - پڙهڻ - نصيحت پرائڻ.

- دَرْسِي ڪِتابُ ۽ دَرْسِي ڪِتابَ: ذ. سبقن وارو ڪتاب. پڙهڻ وارو ڪتاب. لازمي ڪتاب. ڪتاب جيڪو اسڪول ۾ پڙهايو وڃي.

● دَرْسُ ۽ دَرَسَ: ذ. [سن. دَرْشَنَ=ڏسڻ] ديدار- نظارو- ڏيکاءُ.

● دُرُسُ: صفت. [ف. "دُرُسْتُ" جي بگڙيل صورت] درست- برابر- صحيح - سچ پچ - نيڪ - پورو - سچ - حقي.

● دَرْسانُو چنُو: اسم خاص. ڪراچي جي آسپاس هڪ ڍيهه جو نالو.

● دُرُسْتُ ۽ دُرُسْتَ: ذ. صفت. [ف] صحيح - پورو - برابر- ٺيڪ - دُرس - موزون - لائق.

- دُرُسْتُ ڪَرڻُ: ٺيڪ ڪرڻ - ٺاهڻ - سڌارڻ - سنئون ڪرڻ - برابر ڪرڻ - صحيح ڪرڻ.

- دُرُسْتِي ۽ دُرُسْتيُون: ث. سڌائي - برابري - سچائي - راستبازي - صحت - تصحيح - اصلاح - سنوار- ڪاٽ ڪُوٽ - سڌارو - ترتيب - ترميم - مَرَمَّت - شايستگي - گوشمالي.

● دَرْسَڪِي: اسم خاص. تعلقي ميرپورساڪري ۾ هڪ ڍيهه جو نالو.

● دَرَسَ: اسم. [سن. دَرْشَ] ديدار- نظر.

● دَرْسَنُ ۽ دَرْسَنَ: ذ. [سن. دَرْشَنُ= ڏسڻ] ڏسڻ جي حالت - ديدار- مُشاهدو - ڏيک. تماشو - نظارو - ڏيکاءُ. زيارت - ملاقات - مُڪاميلو - گڏجاڻي - ميلاپ - دَرْشَن.

- دَرْسَنُ ڏيَڻُ: ديدار ڏيڻ - درشن ڏيڻ - ملاقاتي ٿيڻ - حاضر ٿيڻ - گڏجاڻي ڪرڻ.

- دَرْسَنُ ڪَرائِڻُ: ديدار ڪرائڻ - جهلڪ ڏيکارڻ. گڏجاڻي.

- دَرْسَنُ ڪَرَڻُ: ملاقات ڪرڻ - گڏجڻ - ملڻ - مُڪاميلو ڪرڻ. زيارت ڪرڻ.

- دَرْسَنِي ۽ دَرْسَنِي: ذ. صفت. ڏسڻ جهڙو - ڏسڻ لائق - سهڻو - ٺاهوڪو - ملوڪ.

● دَرْسَنِي ۽ دَرْسَنِيُون: ث. [سن. دَرْشَنِيَه. دَرْشَنَ=ڏسڻ] منهن ڏسڻ جو شيشو - آئينو - آهينو - آرسي - ٽڪ. هُنڊيءَ جو هڪ قسم (آها هُنڊي جنهن جي ڏيکارڻ شرط پئسا ملن). صفت. گل جو هڪ قسم

"داغل، جنگي، درسني، ڪيا هزارين هڪار" (سگهڙ).

- دَرْسَنِي هُنڊِي: ث. هُنڊيءَ جو هڪ قسم، آها هنڊي جنهن جي ڏيکارڻ سان پئسا يڪدم ملن.

● دُرُشْتُ: صفت. (ف) سخت - ڪَرو - شوخ - ڪَرڙو - دُرُشْتُ مِزاج - تُندمزاج - ڪَرڙي طبيعت وارو.

- دُرُشْتِي: ث. سختي - ڏاڍائي - کهرائي. ڪنوائي - بي رحمي. بدخُلقي - ڪَرڙائي.

● دِرِشْتِ: ث. [سن. دَرْشَ=ڏسڻ] نظر - نگاهه - ڏسڻي - نيرت - بصارت - جوت - دِيدَ. ڏيکاءُ - نظارو. تماشو.

● دِرِشْتانْتُ: ذ. نقل - تمثيل - چوٽي - نمونو - مثال - نظير. باعث - عبرت - پهاڪو. سنهڙي ڪِل - مَرڪَ - مُشڪَ.

- دِرِشْتانڪَ: ذ. ڏسو "درشتانت".

- دِرِشْتِ بَنْدَڪَ: ث. گِروي - رَهنُ - گِهه رکڻ.

- دِرِشْتِ مانُ: ظرف. جيڪي نظر ۾ اچي ٿو. جو ڏسجي ٿو (سامي).

- دِرِشْتِ وِدْيا: ث. مشاهدي جو علم - علم نظر - اکين جو علم.

- دِرِشْتِي: ث. نظر- نگاهه - نيرت - جوت - دِيدَ.

- درِشٽيءَ مانُ ڪَيڻُ: نظر مان ڪيڻ - متاچرو ڏسڻ. سرسري طور ڏسڻ.

● دَرشَنُ ۽ دَرشَنَ: ذ. [سن. دَرشَن = ڏسڻ] ڏسڻ جي حالت - ديدار - مشاهدو - ڏيک. تماشو - نظارو - ڏيکاءُ. زيارت - ملاقات - مُکاميلو - گڏجاڻي - ميلاپ. دَرسَنُ.

- دَرشَنُ ڏِيَڻُ: ديدار ڏيڻ - ملڻ - ملاقات ڪرائڻ - سامهون اچڻ - صورت ڏيکارڻ - درسن ڏيڻ.

- دَرشَنُ ڪَرائِڻُ: ديدار ڪرڻ - اچي ملڻ - ملاقات ڪرائڻ. صورت ڏيکارڻ - سامهون اچڻ - درسن وراڻڻ.

- دَرشَنُ ڪَرَڻُ: زيارت - ميلڻ - ملاقات ڪرڻ - ڏسڻ - ديدار ڪرڻ - دَرسن ڪرڻ.

● دَرشيڪ: اسم خاص. بلوچ قوم جو هڪ قبيلو.

● دُرَفشَانُ: ذ. صفت. [ف. دُرَفشيدن = چمڪڻ] چمڪندڙ - روشن - شاندار - عمدو - پيڪدار.

● دَرڪُ: ذ. [ع. ادرَڪَ = هن پروڙيو] سمجهه - پَروڙُ - اِدراڪ - پُوجهه - واقفيت - عقل - گيانُ - فهم - ڄاڻُ. استعمال - آزمودو - تجربو. واسطو - ڪم (ت).

- دَرڪَ پَوَڻُ: سمجهه پوڻ - اِدراڪ ٿيڻ - پَروڙ پوڻ.

- دَرڪَ ڏِيَڻُ: دخل ڏيڻ - وچ ۾ ڳالهائڻ - دست اندازي ڪرڻ.

- دَرڪَ هُجَڻُ: واقفيت هجڻ - پروڙ هجڻ - ڄاڻُ هجڻ.

● دَرڪارَ ۽ دَرڪارونُ: صفت. [ف. دَرُ = ۾ + ڪار = ڪم] ڪم ۾ - گهربل - ضروري. (ث) ضرورت - حاجت. سوڙهه - گهرج - ڪَٽِتُ - تنگي - لاچاري. پرواهه.

- دَرڪارُ ٿِيَڻُ: گهرج ٿيڻ. پرواهه ٿيڻ.

- دَرڪارُ هُجَڻُ: ضرورت هجڻ. پرواهه هجڻ.

● دَرڪاڻي: اسم خاص. بلوچ قوم جو هڪ قبيلو.

● دُرڪِي: ث. گهوڙي جي هڪ چال - دُڙڪي.

● دُرگَا: ث [سن. دُرگا. دُرُ = مشڪل. گَ - گمُ = وڃڻ. اهو جنهن ۾ مشڪل سان وڃي سگهجي. درگ = قلعو] هندو ڌرم موجب اِستريءَ روپ ۾ اِيشوَرِي شڪتي - اناري شڪتي. شِوَ جي استريءَ جو نالو (هن ديويءَ جي جدا جدا روپن جا جدا جدا نالا آهن، جهڙوڪ چنڊي، ڀواني، ڪالي وغيره).

● دَرگاهَ ۽ دَرگاهونُ: ث. [ف] جاءِ - ڪچهري - دربار. ڪورٽ - آستان. محلات - ڪنهن جاءِ جو مُنڍ - دِڪي - پِنڊيو - چانئٺ. ڪنهن وليالله جي مَزار - آستانو - چوڪي - قبو - روضو - مقبرو. زيارت گاهه - عبادت گاهه - خانگاهه. بادشاهه يا امير جي ڪچهري - دربار - بارگاهه.

- دَرگاهِيُ ۽ دَرگاهِيُ: ذ. صفت. درگاهه وارو - درگاهه جو. درگاهه جي سنڀال ڪندڙ - مُجاوِرُ.

- دَرگَهه ۽ دَرگَهونُ: ث. درگاهه.

● دُرلَڀ: ذ. [سن. دُرلَڀ. دُرُ = گهٽ + لَڀُ = ڪيڻ] الڀ - نَاياَبُ - انوکو - اڻ لَڀُ.

● دِرَمُ ۽ دِرَمَ: ذ. [ع. دِرهَمُ. يرا. دَرمُ. سن. دَرمُ ديو. دِرام) سڪي جو هڪ قسم. پاڻليءَ جهڙو چانديءَ جو هڪ سڪو - درهم. تور جو هڪ وزن (ڪن وٽ ٽي ماسا، ڪن وٽ چار ماسا استعمال ٿئي). درم شرعي جو وزن ساڍا ٽي ماسا آهي.

● دَرمَانُ ۽ دَرمَانَ: ذ. [ف] دوا - دارون - علاج. چارو. آپاءُ.

● دَرمَانُدو ۽ دَرمَانُدا: ذ. صفت. [ف] بيوس - لاچار - مجبور - پريشان. بي واهو - بي وسيلو - لڏڪو - بي پهچ - اوَسُ - عاجز - نِدَرُ - اپالو - اڏِيَنُ. لاعلاج - ڏکي. وياڪل - تنگ - مُنجهيل. بي قرار - بي آرام - مَنُڊول - حيرانُ. بيهوش. (ث. درماندي ۽ دَرماندِيُونُ) جيئن: "هڏ نہ ماهه مدير، دل درماندي دوست ري" (شاهه).

- دَرمانَدِگِي ۽ دَرمانَدِگيُون: ث. لاچاري - بي وسي - عاجزي - مجبوري. پريشاني - مشڪلات - تنگي. غمگيني - آداسائي - غم - ڏُک - رنج. بيقراري - بي آرامي. بلا - مصيبت.

- دَرمانَدَه: ذ. صفت. دَرمانَدو - مصيبت‌زده - ويچارو - لاعلاج.

● دَرِماتُون: اسم خاص. تعلقي ٻه‌ين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دَرماهَ: ظرف. [ف. دَر=۾+ماه=مهنو] مهني ۾ - مهني سر مهني - هر مهني - ساهوار - ماه ٻيرو - ماه بہ ماه.

- دَرماهو ۽ دَرماها: ظرف. هرمهني. ذ. ماهوار ملندڙ پگهار - تنخواه.

● دَرماهُ: اسم خاص. تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دُرمُحَمّدِ: اسم خاص. تعلقي ڪڪڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دَرمَلُ ۽ دَرمَلَ: ذ. [ف. درماڻ> درمن> درمل=علاج] درمان - علاج - دوا - دارُون.

● دَرمَنُ: ذ. [ف. درمان=علاج] علاج - درمان - دوا - دارون.

● دَرميَانُ: ظرف. [ف. دَر=۾+ميان=وچ] وچ ۾ - اندر - منجهه - ۾.

- دَرِمِيَانو ۽ دَرِمِيَانا: صفت. اندريون - اندروني - وِچون - وچولو - وچوارو - ٻورو - ٻورو ٻنو - موافق - مُعتَدِلُ - وِچترو - ماڌارڻ - مديم - مُتَوَسِّطِ.

- دَرميانو دَرجو: وچولو درجو.

- دَرميَانِيُ ۽ دَرميَانيُ: ظرف. درميانو.

● دَرِندو ۽ دَرِندا: ذ. [ف. دريدن = چيرڻ] ڦاڙيندڙ - چيريندڙ - خون خوار - وحشي. چيري کائيندڙ جانور (رڇ، شينهن، بگهڙ وغيره). شڪاري جانور. جيئن

"درندا درياهه ۾، واڪا ڪيو ورن"
(شاهه).

● دُرِنَرُ ۽ دُرِنَرَ (ت): ذ. ٻڪيءَ جو هڪ قسم (ميرانجهڙي رنگ جو ۽ ڍانيڍي)

● دِرَنگُ ۽ دِرَنگَ (ت): [ف. دِرَنگ= دير] هيبتَ - هيتَڪ. خوفُ - ڀَو - ڊِڄُ - ڊپ - خطرو. ويچار - ڌيان - خيال - ڌيرج - تامُّلُ - ديرَ - تاخير - وقفو.

■ دِرنگ نہ ٿيڻُ: خوف نہ ٿيڻ - خيال نہ ٿيڻ.

● دُرنگو ۽ دُرَنگا: ذ. صفت. [ف. دُ=ٻہ+رنگ] ٻن رنگن وارو. ٻٽي چال هلندڙ. بي وفا. (ث. دُرَنگِي ۽ دُرنگِيُون) مَڪّارُ - مُنافِق - اندر هڪڙو ٻاهر ٻيو - اندر ٻليت.

● دَرو ۽ درَا: ذ. [ف. دَره=ماٿري] ٻن جبلن جي وچان رستو - لنگهه - لانگهو - گهٽُ. سِنڌي ٻاڻيءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم (لنڍڙي مڇي جا ڳاڙهيرن چيلُرن سان مٽ ۾ ۽ قد هڪ انچ کن) - ننڍي مڇي.

- دَرو ڏِيَڻُ (ڪ): آرو ڏيڻ - وَلو ڏيڻ - وَڪڙ وجهڻ.

● دِرو ۽ دِرَا (ڪ): ذ. صفت. اک ڦريل - ٽيرڙو - ٽيڏو.

● درو ۽ دُرَا: ذ. [ع. دُرّه=چابُڪُ.] چم جو پٽو. چمڙي جو ٺهيل چهبڪ (جو سزائن ڏيڻ ۾ ڪم اچي) - ڦٽڪو - ڏُرو - تازيانو - ڪوڙو.

- دُرّا لڳڻ: شرعي يا فوجي سزا جا ڪوڙا يا تازيانہ لڳڻ - جسماني سزا ملڻ.

- دُرّا هڻڻ: ڪوڙا يا تازيانہ هڻڻ. شرعي سزا ڏيڻ - جسماني سزا ڏيڻ.

● دَراوَت: اسم خاص. جبل جو هڪ لڪَ جو نالو (جنهن مان ٿئين ٻارڻ لنگهي).

● دَرِوَازو ۽ دَرِوَازَا: ذ. [ف. دَروازه= دَرُ] جاءِ ۾ اندر يا ٻاهر وڃڻ جو لنگهه - دَرُ - ڪِوَاڙُ - ڦاٽَڪُ - لَڪُ - ڏيڍِي - ٻَنِيو. موريءَ جو دروازو.

- دَرِوَازو بَنُد ڪَرَڻُ: در بند ڪرڻ - در ٻورڻ - اندر اچڻ نہ ڏيڻ - منع ڪرڻ.

- دَروازو پَرَڻُ: در بند ڪرڻ - در ڀُورڻ.
- دَروازو ڦاڻيم ڪَرَڻُ: در بند ڪرڻ.
- دِروازو ڦاڻيم هُئَڻُ: در بند هئڻ.

● دِرواش (ت): ث. [ف. درخواست جي بگڙيل صورت] گهرج - ضرورت - ڪَمُ - حاجت.

● درواڻي: ذ. ت. مزاري بلوچن جو هڪ قبيلو، جو رستمائين جي شاخ آهي.

● دُرُو: ذ. هڪ ڌاري جو ٽالو - ڦَطبيي ٽارو - ڏَرو.

● دُرُودُ ۽ دُرُودَ: ذ. [ف] رحمت - تحسين - آفرين - تعريف - دُعا - تسبيح - صلواة (جيڪڏهن خدا جي طرفان هجي رحمت ۽ برڪت جي معنيٰ، ملائڪن طرفان هجي ته استغفار ۽ مسلمانن طرفان هجي ته دعا سلام ۽ جانورن ۽ پکين طرفان ته تسبيح) ڏٺيءَ جي مهر لاءِ دعا - اها دعا ۽ سلام جيڪو حضور نبي ڪريم محمّد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم تي پڙهيو وڃي.
- دَرُودَ پَڙهَڻُ: سلام پڙهڻ - دعا پڙهڻ.

● دَرُوغُ ۽ دَرُوغَ: ذ. (ف) ڪُوڙُ - ڄُوٽ - ڪِذْبُ - بُهتانُ.
- دَرُوغَ زَنُ: ذ. صفت. ڪوڙو - ڄوٽو - ڪوڙ ڳالهائيندڙ.
- دَرُوغ گو: ذ. صفت. ڪُوڙ ڳالهائيندڙ - ڪُوڙو - ڪاذِبُ.
- دَرُوغ گوئِيُ ۽ دَرُوغ گوئِيُون: ث. ڪُوڙ - ڪِذْبُ - ڄُوٽ.

● دَروغُو ۽ دَروغا: ذ. [ف. داروغـه] واهن جي سنڀال لاءِ رکيل سرڪاري عملدار - داروغو.

● دَرُونج: ذ. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ پسارڪو وکر (پاڙ وچونءَ جي ڏنگ وانگر ڳنڍيون ڳنڍيون، ان ڪري هن ڪي درونج عقربي (وچون واري) سڏين، ڪلي خاڪي رنگ تي، ڪوڙي ۽ خوشبوءِ واري).

● دَرُونِيُ: [ف] ظرف. اندروني - اندريون - مخفي - ڳجهو - لڪل.

● دِروهَہ ۽ دِروهَہ (ت): ذ. سن. ڊوهہ - ٺڳي - مَڪَرُ - ويساهہ گهاتي.
- دِروهِيُ ۽ دِروهِيُ: ذ. صفت. ٺڳي ڪندڙ - ٺڳُ - ڊوهي.

● دَرُويشُ ۽ دَرُويشَ: ذ. صفت. [ف. دُرُ = در، آويختن = لڙڪائڻ] ڪَنَن ۾ دُرُ وجهندڙ فقير. پِنُو - گدا - ڀيکاري. مَنگتو - سائِلُ - سُوالي. ڀڳت - بزرگ - سالِڪُ - ولي الله. مَسْتُ. نيڪُ - ديندار - مُتَّقِي - سچار - عابِد - غريب - مُفلس - مسڪين. ساد - ڪم فهم (دنيا جي ڳالهين ۾) - صاحب معرفت (روحاني طرح).
- دَرُويشاڻُو ۽ دَرُويشاڻا: ذ. صفت. فقيراڻو - غريباڻو - بُزرگاڻو.

● دَرُويشِيُ ۽ دَرُويشيُون: ث. فقيري - گدائي - مسڪيني - غريبي - مفلسي. بزرگي.

● دَرِويش لاڻيچ: اسم خاص. تعلقي ميرپورماٿيلي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● دَرَهُ: ذ. [ف] ٻن جبلن جي وچ وارو رستو - دَرو.

● دُرَّهُ: ذ. [ع] چمڙي جو چهبڪ - ڦٽڪو - ڏُرو.

● دُرُهتا دُرُهتا: جملو. (بلوچڪي) خوش خوش - چڱا ڀلا.

● دَرَهڙُ: ذ. (آواز) ڌڌڪو - ڌَمچرُ
"دَرَهڙَ ڌَڙَس دَرياهہ ۾، جيتَ لَهريون ڪن لِوڙا" (شاهہ).

● دَرُهَمُ: صفت. [ف] اُلَٽ پُلَٽ - گڏ ٻڏ - هيٺ مٿي - ٽڙ ڪڙ - تهہ وبالا. حيران - پريشان - مُنجهيل - غمگين - رنجيده.
- دَرُهَمُ بَرُهَمُ: صفت. هيٺ مٿي - اُلٽ پُلٽ - تهہ وبالا - ڪڙ ٻڙ. خفا - ناراض - پريشان.
- دَرُهَمُ بَرُهَمُ ٿيڻُ: هيٺ مٿي ٿيڻ - اُلٽ پُلٽ ٿيڻ. خفا ٿيڻ - پريشان ٿيڻ - نيست نابود ٿي وڃڻ.
- درُهَمُ بَرُهَمُ ڪَرَڻُ: هيٺ مٿي ڪرڻ - الٽ پلٽ ڪرڻ - معاملو خراب ڪري ڇڏڻ.

- دَرْهَمُ ڏِيَڻُ: سزا ڏيڻ - ڪيتو لوڙائڻ.
- دَرْهَمُ ڪَرَڻُ: ناس ڪرڻ - بگاڙڻ - خراب ڪرڻ - آلٽ پلٽ ڪرڻ - برباد ڪرڻ - رُلائڻ.
● دِرْهَمُ ۽ دِرْهَمَ: ذ. [ع] سِڪي جو هڪ قسم - دَرم. آئن جَوَن جو وزن.
● دَرْهيِ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر خيرپور رياست ۾).
● دَرِيِ ۽ دَرِيُون: ث. [سن. دَرِيِ] ننڍو دروازو - ڳڙڪي - گِلڪِيِ - دريچو - جَهروڪُ - ڪِڙڪي - ٻاسي جو لنگهه - خال - درز. بادگانُ - روشندان. فرش - گلم. پارِيُن رانه ۾ ڪيڏيل هڪ خانو. آنَّ جي ماڻ جو هڪ قسم. پاڻيءَ جو چوٿون حصو (ت).
● دَرِيِ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (اڪثر نواب شاهه ۽ حيدرآباد ضلعن ۾).
● دُرِيِ ۽ دُرِيُونِ: ث. ڍڳي ڳاڏيءَ جي ٿالني هيٺان لوهه يا ڪُٺ جي پيل ڪامَ (جنهن ۾ ڦيٿا پيل هجن). زيور جو هڪ قسم. ڳچيءَ ۾ پائڻ جو ڳَهڻُ - دُهُرِي.
● دَرْيَا ۽ دَرْيَا: ذ. [ف] آٿاهه پاڻي - سمنڊ - ساگر. ندي - درياءُ - درياهه. مٺي پاڻيءَ جو وهڪرو، جو ڪنهن جبل يا ڍنڍ مان نڪري وڃي سمنڊ ۾ پوي.
- دَرْيَا بَرْآمَدِيِ: ث. پاڻيءَ جي لاهه وقت ظاهر ٿيل زمين (جا پاڻيءَ چڙهڻ وقت پاڻي هيٺ آئي هجي).
- دَرْيَابُرْد: ث. دريا جي ٻوڏ هيٺ آيل زمين.
- دَرْيَابُرْد ٿِيَڻُ: برباد ٿيڻ - ناس ٿيڻ - ويران ٿيڻ. ٻُڏي وڃڻ - لُٽجي وڃڻ. ڪٽجي وڃڻ - لوڙهي ڇڏڻ.
- دَرْيَابُرْدِيِ: ث. دريا هيٺ آيل زمين.
- دَرْيَا چَڙْهَڻُ: درياءُ جو پاڻي چڙهڻ.
- دَرْيَاخوردِيِ: ث. درياءُ هيٺ آيل زمين - درياءُ پاڻي ويل زمين - ٻُڏل زمين.
- دَرْيَادِلُ: ذ. صفت. وڏيءَ دل وارو - سخي - فياض - ڏاتار.
- دَرَيا دِل ٿِيَڻُ: سخي ٿيڻ - وڏي دل وارو ٿيڻ.
- دَرْيَادِلِيِ ۽ دَرْيَادِلِيُونِ: ث. سخاوت - فياضي - ڏاتاري.
- دَرْيَاالعَدْل: ذ. پاڻيءَ جو ديوتا - خواجه خِضْرُ.
- دُرْيَا لَهَڻُ: دريا جو گهٽجڻ - درياءُ جو پاڻي گهٽ ٿيڻ.
- دَرْيَاهُ ۽ دَرْيَاهَ: ذ. دريا - درياءُ.
- دَرْيَاهُ بَرْآمدِيِ: ث. درياءُ جي ڇڏيل زمين - ڪَڇو.
- دَرْيَاهُ بُرْدِيِ: ث. درياءُ هيٺ آيل زمين. درياءُ جي پاتل زمين - درياءُ خوردي يا درياءُ جي ڪاٽل زمين.
- درياهُ پَر تي چوڪر ڪڍڻ: جوڪهي واري جاءِ تي لاغرضائي يا بيپرواهي ڪرڻ. جيئن

"درياهه پَر تي چوڪر ڪُڏي،
آجُ اِ ٻُڏي تہ سُيان ٻڏي".

- دَرياهه پَرَ تي واڳن مان وير وِجهَڻُ: ڏاڍي جي حد ۾ رَهيِ آنَ جي مخالفت ڪرڻ.
- دَرْيَاهه جَا پَلَ: ذ. درياءُ جا وَرَ - درياهه جا رِيلا.
- دَرْيَاهُ جي دِيگ ڪَرَڻُ: ڪُنيِ ڪرڻ - ڪُنُ هڻڻ.
- دَرْيَاهه خوردِيِ: ث. دريا بُردي - درياه جي ڪاٽل.
- دَرْيَاهيِ ۽ دَرْيَاهيِ: ذ. صفت. درياءُ جو - نديءَ جو - پاڻيءَ جو - ساموندِي - بَحرِي. ريشمي ڪپڙي جو هڪ قسم.
- دَرْيَاهيِ نَارِيلُ: ذ. دريائي ناريل سمنڊ جي ڪناري تي ٿيندڙ هڪ ناريل جو قسم. ساموندي ناريل - نائِرُ.
- دَرْيَاءُ ۽ دَرْيَاءَ: ذ. دريا - درياهه.
- دَرْيَاءُ بي پَايَانِ ۾ ٽُٻيِ هَڻَڻُ: تمام اونهي ويچار ۾ پئجي وڃڻ. حقيقت حاصل ڪرڻ. ڪنهن ڳالهه جي باريڪي مان جاچڻ.

— دَرْيَاءُ پَلْٽَڻُ: خيال ظاهر ڪرڻ. ويچار ويڙهائڻ - تمام وڏي تقرير ڪرڻ.
— دَرْيَاءُ ڪِي ڪُوزِي ۾ بَنْد ڪَرَڻُ: گهڻو مطلب ٿورن لفظن ۾ ادا ڪرڻ.
— دَرْيَائِيُ يا دَرْيَائِيِي: ذ. صفت. درياءُ جو - درياءَ وارو. بحري - سامونڊي - دريائي.
— دَرْيَائِيِي چورَ: ذ. پاڻيءَ تي ڦُر ڪندڙ چور. بحري ڌاڙيل.
— دَرْيَائِيِي گهوڙو: ذ. درياهه جي هڪ جانور جو نالو (گهوڙي جي شڪل جو).
● دَرْيَا خَانُ: اسم خاص. تعلقي ڏوڪريءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو. جام نظام الدين سمي جو وڏو وزير دولهه درياخان.
● دَرْيَارِيُ (ڪ): ث. وَڏَڦ - سَولُڦ - هڪ ٻسارڪو وڪرُ.
● دَرْيَافَتَ: ث. (ف) پُڇا - تلاش - جاچ - پروڙ - باز پُرسِي - پڇا ڳاڇا - جاچ جوچ. پڙتال - جُستجو - چوڪ - پوڇواري - تپاس - کوجنا - اوڪ - ڏوڪ - ڦولها - جُستجو - ڳولا - پڇاڻ - تحقيق - تفتيش - ويچار. عَدل - انصاف.
— دَرْيَافَتَ ٿِيَڻُ: معلوم ٿيڻ - پتو لڳڻ - خبر پوڻ - ڳولا هيٺ اچڻ.
— دَرْيَافَتَ ڪَرَڻُ: معلوم ڪرڻ - تحقيق ڪرڻ - پڇا ڪرڻ - انصاف ڪرڻ - حق پلئي وجهڻ.
— دَرْيَافَتَ هَڻَڻُ: خبر هڻڻ - جاڻ هڻڻ - پڇا ڳاڇا ٿيڻ.
● دَرْيَالِيُ: اسم خاص. هندو ديوانن جي هڪ ذات جو نالو.
● دَرِبُهارَ يا دَرِبُهارُونُ (ت): ث. [ف. "دربار" جي بگڙيل صورت] ٻهراڙيءَ جو مستعمل لفظ - دربار - درٻار - ڪچهري.
● دِرِيٽُ (ٽ): ذ. جِنُ - ڀُوت - ڏينارو.
● دَرِيچِيُ: اسم خاص. هڪ جبل جو نالو. (حب نديءَ جي اورئين پاسي اوڀر طرف).
● دَرِيچو يا دَرِيچَا: ث. [ف. "در" جو اسم تصغير] دري - کڙڪي - ڳُڙکي - ڳُلکي - جهروڪ.

● دَرَيڙو: اسم خاص. تعلقي سانگهڙ، تعلقي ساماري ۽ تعلقي ميرپورخاص ۾ ديهن جا نالا.
● دَرِيڙِي: اسم خاص. تعلقي سانگهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● دَرِيشَ (ڪ): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● دَرِيشَ يا دَرِيشُونُ: ث. [انگ. ڊريس = لباس] پوشاڪ - لباس - ڊريس.
● دَرِيغُ: ذ. [ف] افسوس - حسرت - غم. پشيماني - پڇتاءُ - انڪار - تامل - بُخل - نفرت - ڪنجوسي.
● دَرِيَلُ: ذ. واڍن جي هڪ اوزار جو نالو - سَلُ ڪيڻ جو اوزار.
● دَرِيڻ: ث. اِندرَٽَ - قوس - قزح - سَتَ رنگي ڪمان، جيڪا بارش ڪان پوءِ آسمان ۾ نمودار ٿئي.
● دَرْيُوزَهُ: ذ. [ف] بيک - گدائي - پنَ - منگڻ - فقيري.
— دَرْيُوزَهُ گَرُ: ذ. صفت. گداگر - پنو - فقير.
— دَرْيُوزَهُ گَرِيُ: ث. پنَ - بيک - گداگري جو پيشو.
● دَڙَ يا دَڙُونُ: ث. (آواز) گوڙ - هُل - شور - آواز. ڌَمچر - دَڙڪو - دَرهَڙ. جيئن "چَندَ نالو نانهه ڪو، دَرياهَ دَڙَ لائيي" (شاهه).
لهرين جو آواز - لهرين جا ڦاڻوڙا - گجگوڙ - گجڪار. بکيڙو - فساد - جهيڙو.
— دَڙَ ٻڙَ (ت): ث. پيرن جو آواز - کڙڪو سڙڪو - دَبڪو.
— دَڙُ دَڙُ: ث. زمين تي زور سان پير هڻڻ جو آواز. دَبڪو.
— دَڙَ دَڙَڻُ: ڏرا ڏڻي ڪرڻ - اجايا نينگ ٿيا ڏيڻ - ڦڙڦانيون هڻڻ - ٻڪ ٻڪ ڪرڻ. جيئن "دُزد دعوي ٿو دَري ۽ ٿو دڙي دَڙُوٽُ دَڙُ" (فاضل شاهه).
— دَڙُ دِلاسو يا دَڙُ دِلاسا: ذ. آٿت - آسرو - دلاسو.

– دَڙُ لائِڻُ: زور لائڻ – طاقت آزمائي ڪرڻ.

● دَڙَاڳَاڏَ: اسم خاص. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديھه جو نالو.

● دَڙَامَاچِيُ: اسم خاص. تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديھه جو نالو.

● دڙَائِڻُ (ڪ): مصدر. دڙڪا ڏيڻ – دڙڪا ڏيارڻ – دعويٰ ڪرائڻ. ٻني وَلائڻ. هَٻِي تَٻِي ڪرائڻ.

● دَڙُٻَائَڻُ: مصدر. هيسائڻ – هيسڻ. دڙڪا ڏيڻ – تنگ ڪرڻ. چِڙٻِيُون ڏيڻ – دَٻائڻ – تنبيھه ڪرڻ – ڏَمڪائڻ – دَهمان رکڻ. ظلم سان حڪم هلائڻ. شور ڪرڻ – گوڙ ڪرڻ.

– دَڙُٻَاتَ ج دڙٻَاتُون: ث. دڙڪو – داٻ – زور – دٻاءُ – ظلم. گهوڙي جي سُنٻَنِ جو آواز.

● دڙُٻو: اسم خاص. تعلقي ميھڙ ۾ هڪ ديھه جو نالو.

● دُڙِتو ج دُڙِتَا (ت): ذ. صفت. ٿُلهو. بندرو.

● دَڙِدَ ج دڙِدُونَ: ث. تڪليف – ڏاڍُ – سختي – تنگي. دٻاءُ. اهنجُ – مصيبت – ظلمُ.

– دُڙِدُونُ ڪَائِڻُ: ڏاڍا ڪائڻ – سور ڪائڻ. تڪليفون ڏسڻ.

● دَڙُڪَلو ج دَڙُڪَلَا (ت): ذ. صفت. متارو – ٿلهو.

● دُڙِڪِٽو ج دُڙِڪِٽَا: ذ. صفت. بلڪل سوڪُ ٽيل – سخت ٽيل – ڏاڍو ٽيل.

● دَڙُڪو ج دَڙُڪَا: ذ. ٽَاپُ – ڌمڪي – دٻاءُ – ڏَڪو – پَٻڪِي – ڌَڌِڪو – دَهمانُ. سَٽَ – دَٻَ. هيسَ. دٻ – خوف – دَهشت.

– دَڙُڪُو دَاٻُ ج دَڙُڪَا دَاٻَ: ذ. هائَڙ هوئَڙِ – دڙڪو دٻاچو – دڙڪو ڪُڙڪو.

– دَڙُڪو دَٻَاچو ج دَڙُڪَا دَٻَاچَا: ذ. تنبيھُهَ – مَنعُ – دڙڪو.

– دَڙُڪو ڦَڙُڪو ج دَڙُڪَا ڦَڙُڪَا: ذ. هائَڙِ هُوئَڙِ – دڙڪو دٻاچو.

– دَڙُڪو ڪُڙڪو ج دَڙُڪَا ڪُڙُڪَا: ذ. هائَڙِ هُوئَڙِ – دڙڪو ڦڙڪو.

● دَڙُڪِي ج دَڙُڪِيُون (ل): ث. [ع. دَلَق (گودڙيءَ) جي بگڙيل صورت] رَلي – گودڙي – ڏَڙڪي. دلق.

● دُڙُڪِي ج دُڙُڪِيُون (ت): ث. [سن. دَلَنَ] گهوڙي جي ٻند جو هڪ لمولو – دُڙِڳِيُ.

– دُڙِڪِيُ آچَڻُ: بلڪل ٿڪو ۽ جلھ اچڻ.

● دَڙُڳُ ج دَڙُڳَ: ذ. داغ (ڪپڙي تي رنگ وغيره جو) – چٽو – دٻو. رت جو چميل داغ. عيب – ڪَلَنڪُ. ڪاراڻ – ڏاگهَ. وڏو تنگ – ڳڙڪو – ڳرک. گهاڙو – گهارو – ڪنبُ – گهٽُ – گهيرو. جيئن

"ٻايد وڏو ٻند ڪي دٺاٻي مون دڙڳ،
توڙي جهوليون ڪن جهڙڳ، ته به ڪنيو وڃي خداباد ڪي".

(ٻايه).

● دُڙِڳِيُ ج دُڙِڳِيُون (ت): ث. گهوڙي جي ٻند جو قسم – دُڙڪِيُ.

● دَڙِمِيُ ج دَڙِمِيُون (ت): ث. زمين جي حد ڏيکاريندڙ دَڙِي. ٻنين ٻارن جي وچ ۾ دڙي – مٽيءَ جي ڍڳي.

● دُڙِنگو ج دُڙِنگَا (ل): ذ. صفت. ٿلهو – متارو.

● دَڙَڻُ: مصدر. جهيڙو ڪرڻ – وڙهڻ – فساد ڪرڻ – دنگو ڪرڻ – تڪرار ڪرڻ – بحث ڪرڻ – چيٽ ٿيڻ. ڪاوڙ سان ڳالھ ڪرڻ – زور سان ڳالهائڻ – تکو ڳالهائڻ – جوشيلو ڳالهائڻ – ڳالھ بکيڙو ڪرڻ – مار ڏيڻ – ثابت ڪرڻ – مڃائڻ – دليل ڏيارڻ – قائل ڪرڻ – تقرير ڪرڻ.

– دَڙِيُ دَنگِيُ: صفت. سُڙُسان مُڙُسِيُ – همٿ سان – وِڙهي جهيڙِيُ.

● دَڙو ج دَڙَا: ذ. [سن. ڏَتَ > دَلُ = دڙو] آتاهين زمين جو ٽڪر – ننڍي پِٽَ – مٽيءَ جو ڍِڪُ – ڍِٻ – ڍِڙو. ڪيچري اڇاڻ جو هند – اروڙي – ڍِير. واھ جو ڪَپُ – ڪنارو (ل). (ث. دَڙِيُ ج دَڙِيُون). ڍڳ – ڍير – ستو – ستِيُ – انبار – ڪوڙو – آنبوھ – ڪوڙ. ٿوڙو – ڳوڙهو –

ڳنڍو - ڦيري. چاڙو - دڳل. پن. ٻڪي جي ونيراٺي - ٽيڪو (ک). اسم خاص. تعلقي ميرپور بٺوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دَڙهَرُ ۽ دَڙهَرَ: ذ. (آواز) درياءُ جي چوليءَ جو آواز - گجگوڙ - گجڪار - گاج - دڙهڙ.

● دَڙهَڙُ ۽ دَڙهَڙَ: ذ. وڏو آواز - دٻدٻو - دهشت - رُعب - حشمت.

● دَڙهو ۽ دَڙهَا: ذ. زمين تي زور سان (ڪنهن جانور جو) لت هڻڻ جو آواز - دٻڪو - ڌٻڪو - ڦهڪو - پير جو ٺڪ - ٺُسڪي - لت. طوفان لڳڻ تي پاڻيءَ جي پيدا ڪيل گجگوڙ - گاج.

- دَڙهَا هڻڻ: زور سان پير هڻڻ (زمين تي). گهوڙي وغيره جو سُنبن سان زمين کي ڪُٽڻ يا لتون هڻڻ.

- دَڙهي ۽ دَڙهيون (ت): ث. "دَڙهو" جو مذڪر.

- دَڙهي هڻڻ: چڙهي هڻڻ - لت هڻڻ. ٻار جو رُئڻ ۾ ٽنگون هڻڻ. اِتَ هڻڻ - ڪيل انجام کان ڦرڻ. مڇيءَ مارڻ وقت مڇيءَ کي جار ڏانهن ڀڄائڻ لاءِ ٻيڙيءَ جي تري ۾ پيرن جو ٺڪاءُ ڪرڻ.

● دَڙهي ۽ دَڙهيون: ث. ڪنهن اُڙچ يا ڇڄ مان انّ مان مٽي ڪڍڻ جي حالت - واٽر - ڇنڊ - صفائي.

● دَڙي ۽ دَڙيون: ث. [سن. دَلُ = دڙو] مٽيءَ جو ننڍو ڍِڳ - ڍِبَ - ننڍو دڙو. ڪنهن زمين جي دنگ تي (حدون ڏيکارڻ لاءِ) مٽيءَ جو ٺهيل نشان - دِڪي. نشان - ٻنو - ٻنڌو. ٻيلي مان لنگهندڙ ننڍو رستو - پڳهو - پيچرو - ڍِڳي - ڌُهي - مٽي - ڪوڙي - ٽيري. گهوڙن جي هڪ بيماري (ت). اسم خاص. جيڪب آباد ضلعي ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو. تعلقي شڪارپور، تعلقي ڪنڌڪوٽ ۽ تعلقي گهوٽڪيءَ ۾ ديهن جو نالو.

- دَڙي دِڪي ڀڃڻ: سنئون سڌو ڪرڻ - سنوارڻ - هڪ جهڙائي ڪرڻ - برابري ڪرڻ - هموار ڪرڻ - تراڪڙو ڪرڻ.

- دَڙي دِڪي وڃڻ: سطح هموار ڪرڻ - سڌائي وٺڻ - سنوار ڪرڻ - هڪجهڙائي ڪرڻ.

- دَڙيون ٽپڻ: ڏمي ٽَرڻ - خوش ٿيڻ - ٽڪڙيون هڻڻ - وِهسڻ - راضي ٿيڻ - سرهو ٿيڻ - بودِ ۾ اچڻ.

- دَڙيون ٽپڻ: خوشي ڪرڻ - ٽڪڙيون هڻڻ - ٽپا ڏيڻ. خوشيون ڪرڻ - اجايا ڪم ڪرڻ - ڏاڍ مسڙيءَ جا ڪم ڪرڻ.

- دَڙيون چاڙهڻ: زمين جي حد بندي ڪرڻ.

- دَڙيون وِجهڻ: ٻيلي ۾ ننڍا رستا ٺاهڻ.

● دَڙيلو: اسم خاص. تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دَڙيلي: اسم خاص. تعلقي ڏگهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دَزَ ۽ دَزون: ث. مٽي - سنهڙي مٽي - ڌوڙ - ڌس - لٽ - غبار - رَٽي - خاڪ - واري. اسم خاص. تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- دَزائڻ (ت): مصدر. مٽيءَ سان لٽائڻ. ٽنبوهه ڪرائڻ.

- دَزجڻ (ت): مصدر. مٽيءَ ۾ لٽجڻ.

● دُزُ (لس): ذ. صفت. [ف. دُزد جو مخفف] چور - چٽ - بيوقوف - اٺچاڻ

"آهي اونهيون ڳالهيون ڳجهه جون،
جنهن جو دُزن ڪونهي ڏيان"
(احمد شاهه).

● دُزانو: ظرف. [ف. دُ = ٻه + زانو = گوڏو] گوڏن ڀر - جوڙن ڀر - گوڏا ڀڃي ويهڻ جي حالت.

● دُزدُ ۽ دُزدَ: ذ. صفت. [ف] چور - چوري ڪندڙ - ڌاڙيل - لٽيرو - ڪاڙڪو.

- دُزدي: ث. چوري - ڦُر.

● دُزڪَ ۽ دُزڪون (ک): ث. ڍُڪي هوندي به وِيامڻ تائين ڪير ڏيندڙ ڍڳي.

● دَسُ ۽ دَس: صفت. [ف. دَهُ: سن. دَشَنَ = ڏهه] ڳڻپ جو هڪ تعداد - ڏهه. ڪنهن به شين جو گهڻو اندازو. جيئن: "ماڻهن جا دَس،

ڪهوڙن جا دَس، دِلن جا دس، بندوقن جا دس وغيره." (ذ) وارو وار- وسڪارو- وِرڪا- ذ وڙيو. جيئن: " گارين جا دس وغيره". دُهل جو واڄو جيئن: "پري دس وڄائي، سيڪجهه ملند ء". ڪُڪڙ جي بانگ. جيئن: "اڌ رات ٿي ويئي آهي، ڪُڪڙ دس پيا ڏين." هلڪو قدم. ٿابو- پير ڪسڪ- آٿيڙو- ٿڏو- خطا- ڀُل- چُوڪ.

● دِسِ ۽ دِسيئُونُ: ث. [سن. دِشا: ڏِسِ] ڏِسِ- طرف- پاسو. دِيس- ڏِيهه. پرديس- پرانهون ملڪ- ڏيساوَر (ت).

- دِسِ ڪاري ڪَرڻُ: ديس لڄائڻ- ديس وارن کي گلارو ڪرڻ.

- دِسِ لتاڙَڻُ: مُلڪ گهُمڻ. مُلڪ ۾ اچڻ- گهمڻ- سير سياحت ڪرڻ.

● دُسَ (ٿ): صفت. ٿُلهي- دولُسي (مالي يا عورت وغيره).

● دُسُ ۽ دُسَ (ٿ): ذ. واري يا مٽيءَ جو دِڪ- دڙو.

● دَستُ ۽ دَستَ: ذ. (ف) هٿ- پَنُ- چنبو. پَنڙو ٿورو- زرزرايندڙ ٿورو- پَنڙي ٿيڪَ- جُلابُ.

- دستِ آمُوزَ: ذ. صفت. هٿ سان سيکاريل- مُطيع ڪيل- مات ڪيل- وَسُ ڪيل- ٿَڏو- هيرايل- هيريل- گهريچو- پاليَل- گهرجو- ڏاريَلُ- هيراڪ- گهرپلو- هٿ جو نپايل. هُنري- هنرمند- ماهِرُ- حاذق- چتُرُ- سُگهڙ- پَڙُ- چالاڪ.

- دَستِ اچَڻُ: جُلاب اچڻ- پَنڙو ٿورو اچڻ- پيٽ اچڻ.

- دَستِ انْدازُ [ف. انداختن = آڇڻ]: ذ. صفت. دست اندازي ڪندڙ- وچ ۾ ٿپي پوندڙ- هٿ وجهندڙ- ٻئي جي ڪم ۾ دخل ڏيندڙ- هَٿَ چُرانده ڪندڙ- هَٿَ اٽڪائيندڙ- خَلَلُ ڪندڙ.

- دَستِ انْدازِيُ: ث. وچ ۾ ٿپي پوڻ جي حالت- دُخُول- مُداخلت- هٿ چرالد.

- دَستِ انْدازِيُ ڪَرَڻُ: مُداخلت ڪرڻ- هٿ وجهڻ. ٻين جي ڳالهين ۾ ٿپي پوڻ.

- دَستِانُو ۽ دَستانَا: ذ. هٿن تي چاڙهڻ جا جوراب. وڏي ڪرچ يا تلوار جو قبضو.

- دَستِ بَدَستِ: ظرف. هٿو هٿ- جلدي- انهي وقت.

- دَستِ بُردُ: ث. خيانت- گهوٻي- ناجائز تصرف. لُٽَ- غَبَنُ- خُرد بُرد.

- دستِ بَردار ٿيَڻُ: هٿ ڪڍڻ- ڇڏڻ- باز اچڻ- ترڪ ڪرڻ.

- دَستِ بُرد ڪَرَڻُ: گهوٻي هڻڻ- خيانت ڪرڻ- لُٽڻ.

- دَستِ بَستهَ: [ف. بَستَنُ = ٻَڌڻ] ظرف. هٿ ٻَڌي- هٿ جوڙِي.

- دَستِ بُوس ٿيَڻُ: [ف. بوسيدن = چمڻ] هٿ چمڻ- نياز ۽ لوڙت ڪرڻ.

- دَستِ بيعَتُ ڪَرَڻُ: مريد ٿيڻ- ڪنهن جي هٿ تي بيعت ڪرڻ.

- دَستِ پَناهُ: ذ. ٽالڊن ڪڍڻ جو چيمٽو.

- دَستِ خَطُ ۽ دَستِ خَطَ: ذ. هٿ جو لکيل- هٿ جي لکيت- لکت- لکڻي- هٿ اکر- پنهنجي هٿ جي علامت يا نشاني- قلمي نسخو.

- دَستِ خَطيُ: ذ. صفت. هٿ جو لکيل- قلمي- دَستي.

- دَستِ دَرازُ: ذ. صفت. چالاڪ. هٿ ڊگهير يندڙ. چور- ظالم- زيادتي ڪندڙ.

- دَستِ دَرازِيُ: ث. هٿ جي چالاڪي. رُڪاوت- رنڊڪ. خلل- ظلم- زيادتي.

- دَستِ دَرازِيُ ڪَرَڻُ: زيادتي ڪرڻ- ڪم ۾ اٽڪاءُ وجهڻ.

- دَستِ راسْتِ: ذ. ساڄو هٿ- مُعتبر- اعتماد وارو- سچو مددگار.

- دَستَ رَسُ: [ف. رسيدن = پهچڻ] ث. پهچ- پُهچ- پُهچندي- رَسائي- طاقت- هَلنهي- هٿ پُهچ- هٿ ڊگهيڙ- تَوانگري- حيثيت- آهُرَ- هَٿ وَسُ. آپاءُ- وسيلو.

- دَسْتَرْسِيُ: ث. دَسْتْرس - پهچ - رَسائي - هَلندي.
- دَسْتِ شِفَا: ذ. صحت بخشيندڙ هَٿُ - حڪيم يا طبيب، جنهن جو علاج هميشه ڪامياب وڃي.
- دَسْتِ غَيْبُ: ذ. ظاهري وسيلي کان سواءِ آمدني - غيبي مدد - ڪناية. مفت جو مال - رشوت جو مال.
- دَسْتِ قُدْرَتُ: ذ. طاقت - قدرت - سگهه - قدرت جو هٿ - شڪتي - سمرٿي. قابو - اختيار - وَسُ.
- دَسْتَڪَ: ث. هٿ جو ٺَڪُ - دروازي تي هٿ سان ٺَڪُ - آواز - کَڙڪو - کڙڪاٽ - ٺڪاءُ - تاڙِيُ.
- دَسْتڪَارُ: ذ. صفت. هٿ جو ڪاريگر - هنرمند - اهو شخص جنهن جي هٿ ۾ ڪو نه ڪو هنر هجي - هنر وارو.
- دَسْتڪَارِي ۽ دَسْتڪَارِيُون: ث. هٿ جي ڪاريگري - هٿ جو هُنر - هٿ جو ڪم - ڪاريگري - هنرمندي.
- دَسْتَڪُ ڏِيَڻُ: دَرُ کڙڪائڻ - تاڙي وڄائڻ - کَڙو کڙڪائڻ - سڏڻ.
- دستِ ڪَرَڻُ: هٿ ڪرڻ - حاصل ڪرڻ - لهڻ - قبضي ۾ ڪرڻ.
- دَسْتِ گَاهه: ث. مال ۽ اسباب، طاقت - زور - مدد - آڌار وسيلو - رسد - پَهچَندِي - قدرت - پُهچَت - مَقْدُور - مَهارت - مَشْق.
- دَسْتِگِيرُ ۽ دَسْتِگيرَ: ذ. [ف. دست = هٿ. گرفتن = وٺڻ]. صفت. هٿ وٺندڙ - ٻانهن ٻيلي - مدد ڪندڙ - واهرو - مددگار - سهائتا ڪندڙ - حامي - حمائتي - پٺ ڀَرو - مُعاوِنُ. باد شاهه پير حضرت عبدالقادر جيلاني رحمت الله عليه جو لقب.
- دَسْتِگيرِيُ ۽ دَسْتِگيرِيُون: ث. هٿ وَٺڻ - مدد ڪرڻ - پهچ - رسائي - مدد - سهائتا - بچاءُ.
- دَسْتِ لَڳَڻُ: تورو لڳڻ - هرهر ڪانئڪالو اچڻ - استعمال ٿيڻ.
- دَسْتِ مَال: ذ. هٿن صاف ڪرڻ جو رومال. انڌوڙو توال.
- دَسْتِ نِگَرَ: ذ. صفت. ٻئي جا هٿ تڪيندڙ - مُحتاج - حاجتمند - مفلس - تنگدست.
- دَسْتِ وَٺَڻُ: هٿ وٺڻ - دستگيري ڪرڻ - رهبري ڪرڻ - مدد ڪرڻ - حمايت ڪرڻ - حامي ٿيڻ - ڏک درد دفع ڪرڻ.
- دَسْتِيُ ۽ دَسْتِيُ: ذ. صفت. هٿ جو - هٿ وارو - هٿوهٿ.
- دَسْتيَابُ ۽ دَسْتيَابَ: ذ. صفت. هٿ آچڻ جهڙو - هٿ آيل - مُيَسَّرُ - موجود - حاصل. پيدا ڪرڻ جهڙو - ملي سگهڻ جهڙو.
- دَسْتيَابُ ٿِيَڻُ: حاصل ٿيڻ - هٿ لڳڻ - ملڻ.
● دَسْتَارُ ۽ دَسْتَارُونُ: ث. پڳڙي - پڳ - عمامو - پٽڪو - لُونگي - پاڳ - سوليهانو - مولهيو - ڦهڙ.
- دَسْتَاربَنْدُه: ذ. صفت. پٽڪو ٻڌندڙ - پٽڪو ٻڌل.
- دستاربندي: وڏن ماڻهن جي هڪ رسم جنهن ۾ فوتي جي وڏي پٽ يا وارث کي پڳ ٻڌرائي وڃي. يا ديني علم مان فراغت لهڻ مهل شاگرد کي پڳ ٻڌائجي.
- دَسْتَارِ فَضِيلَتَ: ث. ديني علم ۾ فاضل ٿيڻ جو پٽڪو - عمامهٔ فضيلت.
● دَسْتَانُ ۽ دَسْتَانَ: ذ. (ف) نَغمَہ - آواز - ڪهاڻي - آکاڻي - تواريخ - داستان - قصو - ساز جي چاپي - ڌوڪو - دغا - فريب. رستم جي پيءُ جو لالو.
● دَسْتَاوِيزُ ۽ دَسْتَاوِيزَ: ذ. (ف) هٿ سان لکيل قبوليت جو ڪاغذ - قبوليت نامو - اقرار نامو - قبضُ - ضمانت نامو - لکيت - لکيو. حڪومت جي مهر سان لکيل ڪاغذ - تمسڪ.
- دَسْتَاوِيزِيُ: صفت. دستاويز جو - دستاويز موافق - قبض ٻڌالدر.
● دَسْتَرُ: ذ. [ف] دسترخوانو - ماني رکڻ جو ڪپڙو.

- دَسترخانُو ۽ دَسترخانا: ذ. مانيءَ رکڻ جو ڪپڙو- دسترخوان.

● دَسْتَرخَوَانُ ۽ دَسْتَرخَوَانَ: ذ. [ف. دَستارخوان. دستار= ٽڪو، ڪپڙو+خوان= خوانچو] ڪاڏي جو ڪپڙو جنهن تي ماني رکي کائجي- چادر- سُفرو- دسترخانو.

- دَسْتَرخَوان جي ٻلي يَا سَڪِ هُئَڻُ: ڪاڏي ۾ زوري شريڪ ٿيڻ.

- دَسْتَرخَوانُو ۽ دَسْتَرخَوالا: ذ. ميز پوش- ميز جو ڪپڙو- ماني کارائڻ لاءِ وِڇايل ڪپڙو- ڍاڪون ڍڪي کٽي وجڻ وارو ڪپڙو.

● دَستُو ۽ دَستَا: ذ. [ف. دَستَه= هٿيو] هٿيو- هَٿُ- مُٺيو- مُٺ- ڳَن- هٿو. مُٺِ- چنگل- چُرؤن. لَپَ. مصالح وغيره ڪُٽڻ لاءِ ڏاٽو يا پٿر جو مُهرو- ڏَ اَبو. جيئن "هاون دستو". فوج جو هڪ حصو. ننڍي پلٽڻ- جٿو. ماڻهن جي ٽولي- جماعت- گروهه. ڪاغذن جو ڪجهه اندازُ- ٢٤ پنن جو بنڊل- ٿَهو- ڍِڳُ- سٿو. بدن جو هڪ حصو.

● دَسْتُورُ ۽ دَسْتُورَ: ذ. [ف. دست= زور، ور= هڪ صفتي پچاڙي] طرز- رَوَشَ- رسم- رواج- ريت- پَرِ- اَصول. ڍنگ- ڍَبُ- لهولو- وتيرو- طور- طريقو- عادت- چال- هلت- وَجهه- اَٽ ويهه- ڍول- پرڪارُ- افعال- عادت- لچڻ- لَلُ. قاعدو- قانون- نيم- آئين (ظرف). جيان- والگيان- وانگر- طرح.

● دَسْتُورُالْعَمَلِ: ذ. رواج- قاعدوقانون- ريت رواج- هلت چلت جو طريقو- اٿڻ ويهڻ جو ڍِ لگ. حڪومت جو سرشتو- سرڪاري حڪمن جو ڪتاب- هدايت نامو. ناهه نوهه- سنوار- ضابطو.

- دَسْتُورُ ٻَڌَڻُ: قاعدو مقرر ڪرڻ- عادت وجهڻ- معمول ناهڻ.

- دَسْتُورُ جَارِيُ ڪَرَڻُ: قاعدو ڪيڻ- رواج وِجهڻ.

- دَسْتُوري ۽ دَسْتُورِي: ذ. صفت. دستور موجب- رواج موجب- اصولي مطابق- رواجي-

هالوچالو. (ث) دلالي- لاٽِ- هٿ ياٺو- لاڳ- لاپو- ابواب- ڀانت. بالائي آپت- رشوت.

● دَسْتِيُ ۽ دَسْتِيُونُ: ث. [ف. دَسْت= هٿ] هٿ جو- هٿ ۾ کڻي وڃڻ جهڙو- زيور جو هڪ قسم، ڳچي يا ٻانهن ۾ پائڻ جو هڪ زيور- چُوڙو- ڪنگڻ- ٻولچي. هٿ ۾ جهلي پيئڻ جو حقو. چم جو دستانو، جنهن تي باز وهارجي. ترار جو مُٺيو- پيالي جو هٿيو- مُٺ. ڪپڙي ۾ بدل ڪاغذن جي هَڙَ- ٿهي- سٿي- بنڊلي. وَهَٽَ کي اڳين ٻن ٽنگن ۾ پيل ڏاڻُ- (ت). ڪُلهي وارو گوشت جو ٽُڪر.

● دستِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (بلوچ قوم جو هڪ قبيلو، جو دشت مڪران مان آيل آهي). تعلقي شڪارپور، تعلقي جيڪب آباد، تعلقي مدين ۽ تعلقي ماتلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دَسْرُو: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد ضلعي ۾).

● دُسَرِيُ ۽ دُسَرِيُونُ: ث. ڳَهَه جو هڪ قسم- ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه- ٻن سَرن جي دُهري (لس).

● دُسِڙَ (ت): ث. ڍُسِڙَ- گهٽي ميٽي. خراب رستو.

● دَسْ قُسَ: ث. ڏيڙ دؤنس- دٻالت- دٻ قس- زورا زوري- حڪمان حڪمي.

- دَسَ قُسَ ڪَرَڻُ: دٻ قس ڪرڻ- زوري ڪرڻ- دَٻالت ڪرڻ.

● دَسَ ڪَرَڻُ (ڪ): ڪيڻِ جو پنجهو ٽورو ٽورو ڪري هارڻ.

● دُسْڪِنُو ۽ دُسْڪِنَا (ت): ذ. صفت. ٽلهو- دونسو. (ث. دُسْڪِنِيُ ۽ دُسْڪِنِيُون).

● دَسَ لَهَڻُ (ت): ڪورين جي اصطلاح ۾، پاڻ ۾ ڪندي سُواري تانيءَ مٿان آهستي آهستي گهمائيندو وڃڻ ۽ خيال ڪري ڏسڻ (ته تندون هڪ ٻئي کان ڌار ٿين ٿيون).

● دَسْمَرُ ۽ دَسْمَرَ: ذ. سڙيل جاءِ تي رکڻ لاءِ گيهه ۾ رڌل انبي جي پوتِيسُ. ڦُرڙي تي رکڻ لاءِ ڳوهيل اٽو.

● دسمَلُ ۽ دَسمَلَ (ت): ڏ. ڪنوار ڪي آڻڻ هٿڻ جو ڪم.

● دَسَڻ: مصدر: [سن. دَسَن=دسڻ] بيٺل شيءِ ڪي هيٺ ڪيرائڻ - ڪيرائڻ - ڊاهڻ - ليٽائڻ - هيڻان آڻڻ. جيئن "وڻ دسڻ وغيره." آڌلائڻ - چوهڙ - آونڌو ڪرڻ - جيئن "وهٽ دسڻ وغيره." جيتڻ - غالب پوڻ. پائمال ڪرڻ. جيئن "دشمن دسڻ، ملڪ دسڻ وغيره."

● دُسَڻُ: مصدر. ڪپ ۾ ڦاسڻ - ڦنبڻ - ڦاسڻ. داخل ٿيڻ - گهڙڻ.

● دَسو: اوني ڪپڙي جو هڪ قسم.

● دُسو ۽ دُسَا: ڏ. [ف. دُشالا. سن. دُوشالا]. اوڇڻ جو هڪ قسم - دُشالو - دُشو. ڪمبل. جيئن:

"دُسا پهرن ڏيهه تي، مارُو رِيتا ڪَن." (هنر).

● دَسِوانُ ۽ دِسِوانَ (ت): ڏ. [سن. دشن= ڏهه] ڏهون - بدن جي ڏهن عضون (جهڙوڪ ٻن اکين، ٻن نالن، ٻن ڪنن، وات، گديا، آلت ۽ تارون) مان هر هڪ عضوو. دَسُوون درِ - ڏهون در.

● دَسهڙو ۽ دَسهڙا: ڏ. [سن. دَشرا: دشن= ڏهه + هَر= مارڻ، ڪٽڻ، ١- ٽي ڏوهَ جسم جا: خون، چوري، زنا، ٢- چار ڏوهه زبان جا: گندي گفتگو، شوخ پوڻ، گلا ڪرڻ، ڪوڙ ڳالهائڻ. ٣- ٽي ڏوهه مَنَ جا: پرائو مال تڪڻ، دل ۾ خراب خيال ڪرڻ، ايمان نه ڌارڻ. هندن جي عقيدي موجب، جيڪڏهن هو گنگا ندي ۾ سنان ڪندا ته سندن پاپ لهي ويندا.] هندن جو هڪ وڏو ڏينهن (جيٺ مهني جي ١٠ تاريخ جنهن ۾ هندو عقيدي موجب گنگا اشنان ڪري گناهه ڌوتا وڃن. انهيءَ ڏينهن تي رامچند رشري، راوڻ کي شڪست ڏني ان ڪري ملهايو پيو وڃي) شڪلُ بڪشُ - ڪنڊيءَ پوڄڻ جو ڏينهن.

● دُسِي ۽ دُسِيون (ت - ل): ث. چِڙهت، رِشڪ. خار - چِڙ - ڪاوڙ. ٿاٺي جي چوٽ - ڪوٺ - رالد ۾ ڏوڪي ڏيڻ لاءِ وڏي رقم جو داءُ.

= دُسِي ڏيڻُ: جيتڻ - ڪٽڻ - سوپ ڪرڻ - بازي ڪٽڻ. خار ڏيڻ - ساڙڻ - ڏوڪي لاءِ وڏي رقم داءُ ۾ وجهڻ.

● دُسِي هڻَڻُ (ت): جوارين جي اصطلاح ۾ رالد ۾ اوتَ ٽِي وڏيڪ پئسا وجهڻ - راند ۾ اڳلي کي گهٽا پئسا وجهي پڇائڻ - راند ڇڏائڻ لاءِ رواجي چال کان وڌيڪ چال ڪرڻ لاءِ پئسا وجهڻ.

● دَسِيُونُ (ل): ڏ. ڏاس جو اوچيدار ڏاڳو جو گهوٽ جي گهر ۾ ٻڌبو آهي - نانگ جيان وٽيل ٽنگيو پيو هوندو آهي.

● دَشَا ۽ دَشائُون: ث. (سن) حالت. "وُرُشَا."

= دَشَا مٽائڻُ: پائخاني وڃڻ - رفع حاجت لاءِ وڃڻ.

● دِشا ۽ دِشائُون: ث. [سن. دِش= طرف] طرف - ڏس - پاسو.

● دُشالو ۽ دُشالا: ڏ. [سن. دِوُ= ٻه + سالو = شال] ٻٽي شال - ٻيٽي شال گڏ آٿيل.

● دَشتُ: ڏ. [ف] صحرا - بيابان - رڻ پٽ - رُج - ميدان. جهنگل. اسم خاص. بلوچستان ۾ هڪ برساتي نديءَ جو نالو. رياست مڪران جو هڪ ضلعو.

دَشتِ بي دولتُ: اسم خاص. رياست قلات ۾ بولان دَري جي سنهن وٽ هڪ ميدان (جو ڪرد قوم جي ملڪيت آهي).

= دَشت پيمَا: ڏ. جهنگل، بيابان ۾ ڦرندڙ - آواره - پريشان - وانڍو.

= دَشت پيمَائِي: بيابانن ۾ رُلڻ جي حالت - جهنگل جهڳڻ جي حالت.

= دَشت خَانِي: اسم خاص. ايران ۽ مڪران ۾ رهندڙ هڪ قوم جو نالو.

= دَشت نَورَدُ: صفت. جهنگل ۾ رُلندڙ - بيابان جهاڳيندڙ.

- دَشْتَ نَوَرَدِيءُ: ث. جهنگل بيابان ۾ رلڻ ۽ دربدر ٿيڻ جي حالت.
● دَشتِيءُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. بلوچستان جو هڪ قبيلو.
● دِشْٽِ: ث. [سن. دِرِشُ=ڏسڻ] نظر- نگاهه- درشٽ.
● دُشْٽُ ۽ دُشْٽَ: ذ. [سن. دُشٽ=ليا ڳو. دُش=دشمني ڪرڻ] خراب- ڪنو- بڇڙو. ليا ڳو- چنبدول- نحسُ. ظالم- بي رحم- پاپي. ڪونو- ڪوڙو. بد ڪار- بد ذات- بد چال.
- دُشْٽتائيءُ: ث. خرابي. بڇڙائي- بد ڪاري. بُرائي- گناهه- پاپ.
● دُشٽڪاريءُ ۽ دُشٽڪاريُون (ت): ث. الٽي- قيء- اوڪارو.
- دُشٽڪاريءُ اچڻُ: قيء اچڻ- الٽي آچڻ.
● دُشْمَنُ ۽ دُشْمَنَ: ذ. صفت. [ف. دُشمن: سن. دُشٽ=خراب+من=ويچار جي شڪتي] خراب نيت وارو- بدخواه- ويري- مخالف- دشمن- شتُرو- غنيم- رِپُ- عَدُو- وِروڌِي. پنيان پيل- سَنگهرو- حريف- رقيب.
- دُشْمَنائُو: ذ. دشمني- دشمنو.
- دُشْمَنُ جانيءُ: ذ. صفت. جان جو دشمن- وڏي ۾ وڏو دشمن- قاتل دشمن- موتمار دشمن.
- دُشْمَنُ مَرُنَئِيءُ: جملو. پار کي پاراتو ڏيئي دعا ڪرڻ.
- دُشْمَنو: ذ. وير- عداوت- بدخواهي- وِروڌ- دشمني.
- دُشْمَنُ هيٺ ڪرڻُ: دشمن کي زير بار ڪرڻ. دشمن کي فتح ڪرڻ.
● دُشْمَنِيءُ ۽ دُشْمَنِيُون: ث. وير- عداوت- وروڌ- ضِد- خَصُومت. بُغضُ- دُشمني- رَنْجَڪُ- ڪشافت.
- دُشْمَنُ ۽ دُشْمَنَ: ذ. دشمن.
- دُشْمَنائُو ۽ دُشْمَنائا: ذ. صفت. دشمن جو- ويرين جو- دُشمني وارو- دشمڪو.
- دُشْمَنڪو ۽ دُشْمَنڪا: ذ. صفت. دشمني وارو- دُشمني جو- دشمنائو.
- دُشْمَنِيءُ ۽ دُشْمَنِيُون: ث. دشمني.
● دَشْنا: ذ. [ف] خنجر- تلوار- ڪٽاري.
● دُشْنامُ: ث. [ف] گار- گارگند- خراب لفظ.
● دُشو ۽ دُشا: ذ. [سن. دُشا] اوني چادر جو هڪ قسم- دُشالو- مَليرُ- بوچڻ. ديسي آڏيل ڪپڙو- اڻ گهڙيو ڪپڙو. ٿلهو، کهرو، جاڏو، ساده (ڪپڙو). (هـ. دُشا).
● دُشْوارُ ۽ دُشْوارَ: ذ. صفت. [ف. دُش= خراب+"وار" نسبت جي نشاني] ڏکيو- آهنجو- مُشڪل- سخت- ڪٺن.
- دُشواريءُ ۽ دُشْواريُون: ث. مشڪلات- ڏکيائي- اهنجائي- سختي- تڪليف.
● دُعا ۽ دُعائُون: ث. [ع. دَعا= هن سڏيو] گهُرَ- سَڏُ- خواهش- آرزو. گهُرج- ضرورت. درخواست- عرض- التجا- استدعا- مِنٿ- آرداسُ- سوال. خيرعافيت جي چاهنا- مُناجات- مَغفِرت. آسيسُ- آشيرواڏ- پراٿنا. نيڪي- ڀلائي- عافيت. برڪت- نعمت.
- دُعا دَفْعا ڪَرائِڻُ: ڦيٹر و جهاڙڻ- تعويذ وٺڻ- تندرستي ۽ بخت جي بلندي لاءِ دعا گهرائڻ.
- دُعا دِل سانُ نہ لڳَڻُ: پڪ نہ ٿيڻ. اعتبار نہ اچڻ.
- دُعا ڪَرَڻُ: ڀلائي چاهڻ- نيڪي گهرڻ- خدا کي التجا ڪرڻ- آسيس ۽ عافيت گهرڻ.
- دُعاڳُو ۽ دُعاڳُو: ذ. صفت. ٻئي جي لاءِ دعا گهرندڙ- دعا ڪندڙ- خيريت گهرندڙ- خير گهرندڙ- ڀلو گهرندڙ- آسيس ڏيندڙ. خيرخواه- عرضدار- نيازمند- دُعاڳو.
- دُعاڳو ۽ دُعاڳو: ذ. صفت. ڏسو "دعاگو".
- دُعا گهُرڻُ: خداتعاليٰ کان ڀلائي گهرڻ- مراد گهرڻ- ڀلو گهرڻ- عافيت گهرڻ- حاجت روائي چاهڻ.
- دُعا لڳَڻُ: دُعا جو اثر ڪرڻ- مراد پوري ٿيڻ.

- دُعائي خير: ث. درگاهه باريءَ ۾ نيڪ دُعا. مٿي التجا برڪت - آسيس. نڪاح. فاتحه.

● دَعوي ۽ دَعوائُون: ث. [ع. دَعا = هُن گهُر ڪئي] گهُر - طلب - تقاضا - چڪ - طلبي - خواهش - مطالبو. مُعاملو - تڪرار - بحث - حقُ. مقدمو - ديواني ڪيس - فرياد - دانهن - ڪُوڪَ - پُوڪار - پُڪار - قاعدي جي ڪاروائي.

- دَعوي ٻَڌَڻُ - مقدمو ٺاهڻ - مقدمو ڪرڻ. ڪنهن ڪم جو شرطيه اعلان ڪرڻ.

- دَعوي ڇَمَائِڻُ: مقدمہ ڇمائڻ - قبضو ڇمائڻ - حق ڇمائڻ.

- دَعوي داخِل ڪَرَڻ: ڪورت ۾ ڪيس ڪرڻ - مقدمو ڪرڻ - گهُر داخل ڪرڻ.

- دَعوي دارُ ۽ دَعوي دارَ: ذ. صفت. دعوي ڪندڙ - فريادي - پُڪار ڪيندڙ - مقدمہ ڪندڙ - حق گهرندڙ - عرضدار - دانهين - مُدعي - چڪيندڙ - تقاضا ڪندڙ. دشمن - رقيب.

- دَعوي گِيرُ ۽ دَعوي گِيرَ: ذ. صفت. گهڻيون دعوائون ڪندڙ - جهڳڙالو - تڪراري.

- دَعويدارُ ۽ دَعويدارَ: ذ. صفت. مُدعي - فريادي. رقيب. مُخالف - تقاضا ڪندڙ.

- دعوي ڪَرَڻُ: مُطالبو ڪرڻ - گهُر ڪرڻ - فرياد ڪرڻ - مقدمہ ڪرڻ - درخواست ڪرڻ.

● دَعوتَ ۽ دَعوتُون: ث. [ع. دَعا = هن سَڏُ ڏنو] ڪوٺَ - نينڊ - نوتو - سَڏُ. ڪاڌي جي ڪانيل شاديءَ جي ڪوٺ - مجلس ۾ شريڪ ٿيڻ جو سَڏُ - نينڊهٿَنڊ. ضيافت.

- دَعوتُ اِسلامِ: ث. اسلام ۾ اچڻ يا مسلمان ٿيڻ جي دعوت ڏيڻ. نصيحت وسيلي مسلمان ٿيڻ جو چوڻ.

- دَعوت تي وَڃَڻُ: ڪاڌي جي ڪوٺ تي وڃڻ.

- دَعوتُ ڏِيَڻُ: ڪاڌي يا مجلس لاءِ سڏڻ.

- دَعوتُ شيراز ڪَرَڻُ: دال مالي کارائڻ - تڪليف نہ ڪرڻ - جيڪي هجي سو کارائڻ - حال پريان نال ڪرڻ.

- دَعوتُ قبُول ڪَرَڻُ: کاڌي کائڻ جي استدعا منظور ڪرڻ - ڪوٺ وَرنائڻ.

- دَعوتُ ڪَرَڻُ: کاڌي کائڻ لاءِ اينڊ ڏيڻ - مجلس ڪرڻ.

دَعوتُ نَامُو ۽ دَعوتُ نامَا: ذ. دعوت جو خط يا سَڏُ.

- دَعوتُ وَليمَہ: ث. شاديءَ جي موقعي جي دعوت - نڪاح جي موقعي تي کاڌي جي ڪوٺ.

● دَعِي مُدعِي: ذ. صفت. فريادي ۽ جوابدار ٻئي - ڪيس جون ٻئي ڌريون - مخالف ڌريون. ظرف. اَمهون سامهون - منهن مقابل - هڪ ٻئي جي روبرو.

● دَغا ۽ دَغائُون: ث. (ف. ع) ٺڳي - دلبو - دولاب - ڌوهو - ڌوڪو - دوکو - دم - مڪر - فريب - کوٽ - ڪپٽ - ڪُڌت - ڇَلُ - ڊوهہ - ويساهہ گهاتي - بي ايماني.

- دَغابازُ ۽ دَغابازَ: ذ. دغا ڪندڙ - دولاب ڪندڙ - دوکيباز - دلبو ڏيندڙ - ڌوڪيباز - دغلباز - دغائي - فريبي - ڪپٽي - ڊوهي. ڇَلُباز - مڪار. بي اعتبار.

- دَغا ڏِيَڻُ: ڌوڪو ڏيڻ - ٺڳي ڪرڻ - انجام کان ڦرڻ - وعدو ڪري ڦري وڃڻ - اصل شيءِ جي بدران ٻي شيءِ ڏيڻ.

- دَغا ڪَرَڻُ: ٺڳي ڪرڻ - فريب ڪرڻ - دولاب ڪرڻ.

- دَغا ڪَائِڻُ: شڪ ٿيڻ - گمان اچڻ.

- دغائي ۽ دَغائِي: ذ. صفت. دغاباز - ڪوڙو - ڪُڌو - ڪپٽيو - داغ يا چٽَ لڳائڻ جي اجرت.

● دُغاڙو ۽ دُغاڙا (ت): ذ. صفت. جهٽُ - جهٽپُ - سُوٽو (ٻيڙي يا حقي جو) - ڪَشُ - چالاڪي.

- دُغاڙا هَڻَڻُ: حقي جا وڏا سُوٽا هڻڻ - وڏا ڪَشَ پرڻ.

● دُغامُون (ت): ذ. گهوڙي جو هيٺاهون ڏند - دُگامون.

- دَغدَغا: هڪ قسم جي چوني قنديل - روشن - چمڪندڙ.

● دَغدغه = (ع) خوف - هراس - ڊپ. وڳوڙ - فساد - بکيڙو - خلل - بي آرامي. کيتڪيتائي.

● دَغزو ۽ دَغزا: ذ. پکين ڦاسائڻ لاءِ ڪانين ۾ ڪتل چاري.

● دَغلُ دَغلَ: ذ. (ع) مَڪَرُ - فريب - دغا - دولاب. ويساه گهاتي. گوشت جو يا ڏوئري جو ٽڪر - دڳل (ت).

- دَغلبازُ ۽ دَغلبازَ: ذ. صفت. دغاباز - ٺڳ ڏوکيباز - فريبي.

- دَغلبازُ ٿيڻُ: ٺڳ ٿيڻ - دغا ڪرڻ.

- دَغلبازي ۽ دَغلبازيون: ٺڳي - ڪوڙو - ڪپٽ - ريبُ - فريب - دغابازي - ويساه گهاتي.

- دَغلي ۽ دَغليون: ث. دغلبازي.

● دُغلو ۽ دُغلا: ذ. [ف] جنهن جو پيءُ ماءُ هڪ قوم مان نه هجن - گهٽ گهراڻي وارو - ڪم ذات - ڪمينو.

● دَفُ ۽ دَفَ: ذ. (ف) وڄائڻ جو هڪ ساز - ڪنجيري - کنجيري - دَفُ. سمهڻ وقت اوڍيل اوڇڻ (رلي - کٿو، لوئي، بلانڪيٽ، سوڙ، رضائي وغيره).

- دَفائي: ۽ دَفائي ذ. صفت. ڪنجيري وڄائيندڙ - کنجيري وڄائيندڙ - ڀاليدي - دَفائي.

● دُفُ ۽ دُفَ: صفت. دُق - چٽُ - نابود - ناسُ - ويرانُ - اجڙ - تاباه - برباد - ختم. وڃايل - بگاڙيل - ڦيلاڙيل - نقصان ڪيل.

- دُفُ ڪرڻُ: وڃائي ڇڏڻ - چٽُ ڪري ڇڏڻ - برباد ڪرڻ - ويران ڪرڻ - ناس ڪرڻ - اجڙ ڪرڻ.

● دَفترُ ۽ دَفاترُ: ذ. (ف) آفيس جا ڪاغذ - حساب ڪتاب جا ڪاغذ - ڏيتي ليتي جا ڪتاب. رڪارڊ - چوپڙا. ڪاغذن جو بنڊل. دفتر رکڻ جي جاءِ - آفيس. آها جاءِ جتي حساب ڪتاب ڪيو وڃي. وڏو ڪتاب. ڊگهي ڳالهه - داستان - بيان. جيئن

"هُن جو دفتر ڪير پڙهندو."

- دَفترِ اعمالُ: ذ. اعمالن جو ڪتاب. زندگيءَ جي ڪارنامن جو احوال - اعمالناموءَ - اهو ڪتاب جنهن ۾ عمل لکيا ويا هجن.

- دَفتربندُ ۽ دَفتربند: ذ. صفت. دفترخالي جو سنڀاليندڙ - دَفتري - دفتردار.

- دَفترخانو ۽ دَفترخانا: ذ. دفتر رکڻ جي جاءِ - آفيس.

- دَفتردارُ ۽ دَفتردارَ: ذ. صفت. دفتر سنڀاليندڙ. ڪليڪٽر يا ڪمشنر جي پاران زمين وغيره جو ڪم ڪندڙ - ڪليڪٽر جو مددگار.

- دَفتر ڪُتا ڪٽبي وَڃڻُ: عقل ڇڏي وڃڻ - مت ڪسجي وڃڻ - سڀ ڳالهيون وسري وڃڻ - رواج ناس ٿي وڃڻ.

- دَفتر نَويسُ ۽ دَفتر نويسَ: ذ. صفت. منشي - ليکڪُ - لکندڙ. ڪتاب لکندڙ.

- دَفتري ۽ دَفتري: ذ. صفت. دفتر جو - دفتر وارو. دفتر سنڀاليندڙ - دفتر ۾ داخل ڪرڻ يا لکڻ جو ڪم ڪندڙ. دفتر ۾ آفيس جي عملي ۾ چپڙاسي ۽ ڪلارڪ جي وچ وارو عهدو - دفتر کي سنڀالي ترتيب سان رکڻ وارو.

- دَفتري ۽ دَفتريون: ث. ٿلهو ڪاغذ - پانو - جلدن پڌڻ ۾ ڪم ايندڙ ٿلهي ڪاغذ جو قسم - گتو. ڦڙڪو.

● دَفعَ: ظرف. (ع) پري - دُور - دَفانُ - الڳ. ختم - پورو - چٽُ - ناس - دَقُ. بچاءُ - نفرت - ڪراهت - ڌڪار. شڪست - هار. تاهُ - قوت - ڦيٽاڙو - ياج.

- دَفعَ الوَقتُ: ظرف. وقت ٽارڻ - ٽال مٽول ڪرڻ - حيلا بهانا ڪرڻ - وقت ٽپائڻ - موقعي کي ٽارڻ جي حالت.

- دَفعَ ٿيڻُ: پري ٿيڻ - دور ٿيڻ - هٽڻ، چٽُ ٿيڻ - ناس ٿيڻ.

- دَفعَ ڪَرَڻُ: پري ڪرڻ - هٽائڻ - روڪڻ - ٽارڻ - گم ڪرڻ - دور ڪرڻ - پَچائڻ - پوئتي هَٽائڻ - گُسائڻ. لاهڻ - آجو ڪرڻ. ناس ڪرڻ. چَٽُ ڪرڻ.

● دفعتاً: ظرف. [ع. دَفعَة = اوچتو] هڪ ئي دفعو - يڪبارگي، اچانڪ - ناگاهه - اوچتو - يڪدم - فوراً - ناگهان.

● دَفعو ۽ دَفعا: ذ. [ع. دَفعه = هڪ ڀيرو] هڪ ڀيرو. ڀيرو. گهمرو - وارو - ڦيرو. وَلو - گهُمُٽار - چَڪر - وَرُ - ڏ راڻو - گردش - وَڪڙ. دَمُ - نوبت - دَور - پورُ - وقت - ويلو - ٽاڻو - ويرم - سَمو - ايام - زمانو - وِيرَ - صاحبي - ايام ڪاري. قانون جو فِقره يا نمبر - قانون جي قاعدي جي حد جو فقره - قَلم - جيئن "دفعي فلاڻي موجب سزا ڏجي ٿي". درجو - جماعت - سَپا - ڪَلَرُ - چالڪ - وَلَرُ - دستو. ميڙ. ماڻهوءَ جو جسم - تن - بدن - جُسو. ذات - جنس - فِرقو.

- دَفعدارُ ۽ دَفعدارَ: ذ. صفت. هڪ درجي (جماعت) جو آفيسر - سپاهين جي ٽولي جو عملدار - پوليس کاتي جو سوار - گهوڙي سوار - پوليس هيڊ ڪانسٽيبل - جمعدار.

- دَفعي دَفعي: ظرف. هر ڀيري - ڀيري ڀيري - ڦيري ڦيري - گهمري گهمري. هَرهَر - گهڙي گهڙي - واري واري سان - وري وري. هر هميشه - هردم.

● دَفنَڻُ: مصدر. [ع. دَفنَ = هن پوريو - دَڪيو] پُورڻ - لِڪائڻ - ڍَڪڻ. مُردي کي زمين ۾ ڍڪڻ - بند ڪرڻ - دَٻڻ.

- دَفنُ ۽ دَفنَ: ذ. زمين ۾ پورڻ جي حالت - پُورُ - ڍَڪُ. صفت. ڍڪيل - لڪايل - ڳُجهو.

- دَفنائڻُ: مصدر. قبر ۾ پورڻ - دفن ڪرڻ - لڪائڻ.

- دَفنَ ٿيڻُ: پُورجڻ - زمين ۾ بند ٿيڻ - مرڻ.

- دَفنَ ڪَرَڻُ: زمين ۾ پورڻ - قبر ۾ رکڻ. ڪفن ۾ دفن ڪرڻ.

- دَفِينُ ۽ دَفِينَ: ڍڪيل - پوريل - زمين ۾ داخل ڪيل.

- دَفِينو ۽ دَفِينا: ذ. پُوريل - دفن ڪيل. لڪل خزانو - دَٻايل مال - پوريل ناڻو - پوريل مال - گُپت ڌنُ.

● دَفُ ۽ دَفَ: ذ. [ع. دُفّ = دفُ] ساز جو هڪ قسم - دُهُلَ جو قسم - ننڍو طبلو. ڍِڳ - ڍِبر - ستّيي - ستّو. سهڻ وقت اوڍڻ جو اوڇڻ - ٻه ٽي رليون گڏي اوڍيل - ٻه ٽي ڪپڙا گڏي اوڍيل.

- دقُ دقُ: ذ. دقَ جو آواز.

- دَقُ ڪَرَڻُ: هڪٻئي مٿان ٻَٽِي رليون اوڍڻ ته ٻاهرين هوا نه لڳي ۽ بدن گرم رهي.

● دِقِ (ڪ): ذ. ڀرت جو هڪ قسم.

● دُقُ ۽ دُقُ: صفت. سُڃَ ٿيل - تباهه ٿيل - چَٽُ ٿيل - دُفُ. غبار - رائو - ڪارهن (ت). نشان - داغ (ت).

- دُقَ ٿِي بَنِدُ وقُون چوڙَڻُ: خاطريءَ ڪانسواءِ ڪا ڳالهه چوڻ يا ڪا راءِ قائم ڪرڻ - ڏَٺي ٿي ڪم ڪرڻ - ڏُڪا هڻڻ.

- دُقُ ڪَرَڻُ: لُٽي ڇڏڻ - ضايع ڪرڻ - اڏائي ڇڏڻ - چٽ ڪري ڇڏڻ - فضول خرچڻ - خلاص ڪرڻ - اجايو وڃائڻ.

● دُقانُ ۽ دُقانَ (ت): ذ. [ع. طوفان جي بگڙيل صورت] دوقان - طوفان.

● دَقُرو ۽ دَقرا [ل. ڪ]: ذ. صفت. ٿُلهو - مَتارو - سِرتو. (ث. دَقِري ۽ دَقِريُون].

● دَقِيرِي: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دَقِڙڻُ: مصدر. ڦَٿڪڻ - تڙڦڻ - ٿَڙڪڻ.

● دَقِڙو ۽ دَقِڙا: ذ. ٻيڙيءَ جو هڪ اوزار - ٻيڙيءَ جو جهلو.

● دُقَڪُ ۽ دُقَڪَ: ذ. ڀري ڪان نظر ۾ ايندڙ ڪو جسم، جو مُنجهائي نه سگهجي (ل). آوندَهه - غُبار - ڏُنڌُ (ل). جيئن "اڪين اڳيان رکي دُقَڪَ پئي ڏسجي". پَرِپُٺ - غيرحاضري (ل).

- دُقَڪ سَودو: ذ. بنا ڏسڻ ڏسڻ جي سودو يا مَٿا مَٿا.

● دِقڻ (ل): تنقڻ. جيئن "تو تہ مون کي متيءَ مان دِقي ڇڏيو آهي.

● دَقو ۽ دَقا: ذ. سخت هوا - طوفان - آندي. واچ. هير. چوڪرين جي راند جو هڪ قسم (ث).

● دُقِي ۽ دُقِيون (ڪ): ث. ڪاري جي رڇ جو هڪ عضوو (ڪاٺ جا ٽڪرا جي (متاڙ) جي چوٽيءَ جي متان ٻڌل ۽ پاڻيءَ ۾ تري بيهندا آهن).

● دَقِيلو ۽ دَقِيلا: ذ. ڪنهن وهندڙ پاڻيءَ جو (اونهائيءَ ۾) وڃي وري متي اچڻ ۾ ٿيل وَٽُ، وَڪڙُ وغيره.

● دِقُّ: صفت. [ع. دَقَّ = هن ڪُتيو - ڪُتي سنهو ڪيو] سنهو - اپرو - سوڪيم - نازڪ. (ذ). پراڻو تپُ - بخار جو هڪ قسم جنهن ۾ ماڻهو اپرو ٿي آخر مري وڃي - سِلهہ. صفت. تڪليف ۾ آيل - هلاڪ - پريشان - ڪَڪُ - تنگ - بيزار - آزرده - وياڪُل - رنجيده - ناخوش.

- دِقُّ تَپُ: ذ. گهڻو وقت هلندڙ تَپُ - سنهو بُخار - وڏو تپ - سِلهہ جو تپ.

- دِقُّ ٿِيَڻُ: دِق مرض جو شروع ٿيڻ. تنگ ٿيڻ - عاجز ٿيڻ - بيزار ٿيڻ - ڪَڪ ٿيڻ.

- دِقُّ ڪَرَڻُ: ڪڪ ڪرڻ - تنگ ڪرڻ - حيران ڪرڻ - هلاڪ ڪرڻ - بيزار ڪرڻ - پريشان ڪرڻ - ستائڻ - ڏکوئڻ - آزارڻ - ڏک ڏيڻ.

- دَقائِقُ ۽ دقائِقَ: ذ. [ع. دَقِيقَةٌ = منٽ] دقيق جو جمع - باريڪ يا سنها نڪتا. مِنٽُ.

● دِقَّتَ ۽ دَقَّتُون: ث. [ع] سنهائي - باريڪي. مشڪلات - ڏکيائي - تڪليف - تنگي - بي آرامي - وياڪلتا - پريشاني - بيزاري - ڪپت - هلاڪي. مصيبت - زحمت.

- دقِيقُ ۽ دَقِيقَ: صفت. باريڪ - پتلو - سنهو. نازڪ - ڪومل - سوڪيم. تمام ٿوري شيء - ذرو. مشڪل - ڏکيو - ڳوڙهو - منجهيل.

- دَقِيقو ۽ دَقائِقُ: ذ. باريڪ نڪتو. مشڪل مسئلو. ڪلاڪ جو سٺيون حصو - مِنٽُ.

● دَقْيانُوسُ: اسم خاص. هڪ ظالم، بُت پرست، جابرُ ۽ تمام پراڻي بادشاهہ فارس ۽ عرب جو ٿالو، جنهن جي خوف کان اصحاب ڪهف پنهنجو شهر ڇڏي، جبل جي غار ۾ وڃي لڪا هئا. صفت. نهايت پراڻو - پراچين - جهونو - اڳئين وقت جو - ڪُهنو. تمام پوڙهو - وڏيءَ عمر وارو.

- دَقْيانُوسِي: ذ. صفت. تمام پراڻو - پراڻي زماني جو - آڳاٽو. قدامت پسند - پراڻن خيالن وارو.

- دَقْيانُوسِي خَيال: ذ. پراڻا خيال.

● دَڪ: ذ. جنڊيءَ جي ڪم جو هڪ اوزار.

● دُڪانُ ۽ دُڪانَ: ذ. (ف) سودي وڪڻڻ جي جاءِ - واپاري جي ڪوٺي - هَٽُ - هَٽي - ڇاپَ - شاپَ هنر واري جو هَٽُ (دُخان - دُڪاڻ. بگڙيل صورت ۾).

- دُڪانَ جي ڪَنَڌَ: ث. ڪوريڻ جي اوزارن هيٺان وڏي کڏ، جنهن ۾ پير لهي وڃن.

- دُڪاندارُ ۽ دُڪاندارَ: ذ. صفت دڪان هلائيندڙ - دڪان جو مالڪ - هَٽَ وارو - دڪان وارو.

- دُڪانداري ۽ دُڪانداريون: ث. دڪان جو ڪم - سودو واپار - ڏي وَٺُ - خريداري - وڪرو - واپار - ڏلڏو - ڪِرت.

- دُڪانُ کولَڻُ: وڪڻڻ جون شيون کولي رکڻ - دڪان کيڏڻ - هَٽُ کولڻ.

- دُڪانُ لڳائِڻُ: دڪان کولڻ - دڪان کيڏڻ.

- دُڪانُ وڌائڻُ: وڪڻڻ جون شيون بند ڪري رکڻ - دڪان بند ڪرڻ.

- دُڪانُ هَلَڻُ: خوب وڪرو ٿيڻ - چڱيءَ طرح ڏندو هلڻ.

- دُڪاني ۽ دُڪانيون: ث. ننڍڙو هَٽُ - هَٽڙي. ڪاري جي وڏي پيڙي (واڻ) جو هڪ پاڳو ۽ پاڇيل طرف.

● دُڪاني ۽ دُڪانيون: ث دَڪي.

● دَڪَڙَ ۽ دَڪَڙَ (ڪ.ل): صفت. ميناچ ڪانسواءِ - بي سواد - بي سود.

● دَڪ دَڪِ: ث. [ع. دَقُ دَقُ] دل جي هلڻ جو آواز - ڌَڪ ڌَڪ - دَهڪو. ڌَآنءُ ڌَانءُ (ٿي جي) - ڌَؤنءُ ڌُؤنءُ (لوندڙيءَ جي).
- دَڪدَڪ ڪَرَڻُ: ڌَؤنءُ ڌَؤنءُ ڪرڻ - ڏَانءُ ڌَانءُ ڪرڻ - دَهڪو ڪرڻ. ڏَڪڻ - ڦَڙڪڻ.
- دَڪِدَڪو ۽ دَڪِدڪا (ت): ذ. ڳڻتي - آلڪو - خيال - فڪر. آسرو.
● دِڪ دِڪ (ک): ذ. (آواز) ٻاڪِرِيَنِ جو لفظ - پنهنجو مال پٺيءَ مال کان ڌار ڪرڻ جو آواز.
● دَڪَلُ ۽ دَڪَلِ: ذ. گلاس جو هڪ قسم - شيشي جو هڪ قسم.
دَڪو ۽ دَڪا: ذ. لوڏو - ڌوڏو - ڌَڌڪو - جهٽڪو، ڌَڪُ - صدمو - دِلِ جي چوٽَ - چٽڪُ - ڪنبُ.
● دِڪو ۽ دِڪا: ذ. جاءِ اڳيان ٿلهي ٽُڪر - ٿلهو. سامان وغيره (گاڏي يا جهاز مان) لاهڻ جو هنڌ - زمين جو مٿاهون ٽُڪر.
● دُڪو ۽ دُڪا: ذ. [س. دُوِڪ] وزن جو هڪ قسم - رتيءَ برابر تور جو هڪ وزن - تولو - ١٢ ماسا (تولي جيترو مَکَڻَ جو ذرو (جو ننڍڙي ٻار کي کارائجي).
- دُڪو ڏِيڻُ: ٻار کي مقرر وزن جو مکڻُ کارائڻ.
- دُڪو کارائڻُ: ننڍي ٻار کي مکڻ جو ذرو کارائڻ.
- دُڪي جي نيندَ: ٻار جو دُڪو کائي سمهي پوڻ.
- دِڪِيءُ ۽ دِڪِيُونءُ: ث. مٿيري سندر ريل زمين جو ڪجهه حصو - ٿلهيءُ - ٿلهو. چاڙهيءَ جو ڏاڪو. آسڻ. چبوتري - دُکاني - آگاسي. دِبَ - دَڙِيءُ - ڏنو - ٽبو.
● دُڪَهُ: ذ. ارڙهن ماسا.
دُکِيءُ ۽ دَکِيُونءُ: ث. [س. دِوءُ: ف. دُ=ٻ] تاس جو هڪ پتو - ٻن داڻن وارو پتو - ٻڪَ - ٻڪِيءُ.

● دِکِيَرَڻُ: (ل): مصدر. ڌار ڪرڻ - جدا ڪرڻ. جيئن ”اڄ اسان پنهنجو مال قاسم جي مال مال دکيري ورتو آهي.“
● دَکُ ۽ دَکَ: ذ. وڏو - قداور - ڳرو - ٿلهو، مگر بيڪار، نڪمي ڊولھ وارو - بيوقوف. ٻوڙهو - جهُور (ت).
دَکُ ٻلو: موٽو مٿارو ٻلو - ڏاهو ٻلو.
● دِکَ ۽ دِکُونءُ (ت) ث. باهہ - آگ.
● دُکُ ۽ دُکَ: ذ. [پرا. دُکّ. س. دُهک]. درد - پيڙا - آداب - ڏک - عذاب - ڪَشَٽُ - سور. رنج - افسوس - غم - ارمان - ٻَرو - گُونڌر - شوڪ. ڪشالو - جاکوڙ - محنت - دَرُد سَرِي. مرض - بيماري. اهنج - تڪليف. آلڪو - انتظار - اشارو - خبر.
- دُکَائتو ۽ دُکَائِتَا: ذ. صفت. دُکَ وارو - سورائتو - ڏکويَلُ.
- دُک ڀوڳَڻُ: تڪليف سهڻ - دُکُ سهڻ.
- دُک دَائِڪَ: ذ. صفت. ڏک ڏيندڙ - صدمو پهچائيندڙ - ڏکارو - سورائتو - ڏکوئيندڙ - مشڪل ڏکيو - ڏکَ ڀَرِيو.
- دُک دَائِيءُ: ذ. صفت. دک دائڪ.
- دُک ڏِسَڻُ: تڪليف ڀوڳڻ - پيڙا ڏِسڻ - ڪشالو ڏسڻ - جاکوڙا ڪرڻ - درد سَرِي ڪرڻ - عذاب ڀوڳڻ. ڪَشَٽُ سهڻ.
- دُکُ ڏِيَڻُ: تڪليف پهچائڻ - ستائڻ. آزارڻ - ايذاءُ پهچائڻ.
- دُکِڙوءُ ۽ دُکِڙَا: ذ. ”دُکَ“ جو اسم تَصغير.
- دُکُ سُکُ ۽ دکَ سُکَ: ذ. تڪليف ۽ راحت - عذاب ۽ خوشي - غم ۽ خوشي - رنج ۽ گنج - رانج ۽ راحت. محنت ۽ آرام - ڏک سُکُ.
- دُک لَڳَڻُ: مصيبت پوڻ.
- دُکِيءُ ۽ دُکِيءُ: ذ. صفت. ڏک وارو - ڏکِيءُ - ڏکيو - ڏکويل - ڏکايل - غمگين. پيڙا م - مصيبت زده - درد مند - سُورائتو - عذابي. آرهو - رَنجيده - ناخوش - ناراض. پريشان - بيقرار - ڏُتڙِيَل. بيمار - مريض - آگهو.

- دُکيارو ۽ دُکيارَا: ذ. صفت. دُکي. (ث. دُکياري ۽ دُکيارِيُون).
- دُکِي هُجڻُ: رنجيده هجڻ- نهايت تڪليف ۾ هجڻ. مريض هجڻ- روڳي هجڻ.
- دُکيو ۽ دُکِيَا: ذ. صفت. دُکِي.

● دُکَانُ ۽ دُکَانَ: ذ. ["دُڪان" جي بگڙيل صورت] دڪان- دخان- دکڻ. ذ. ڪوريءَ جي آڏاڻي واري ڪنڊ. (ث. دُکَانِي ۽ دُکَانِيُون).

● دُکَاڻُ ۽ دُکَاڻَ: ذ. [ف. "دُڪان" جي بگڙيل صورت] دُخان- دڪان- هٽ- دُڪان. ڪنهن ڪاريگر (جهڙوڪ لوهار، واڍو، موچي وغيره) جي ڪم ڪرڻ جو هنڌ. ڪوريءَ جي آڏاڻي واري ڪنڊَ.

- دُکَانِي ۽ دُکَانِيُون: ث. ننڍڙو دُڪان- دُڪاني- هٽڙي- دِکِي- ٿلهي- ٿڙي. ٻيڙيءَ ۾ هڪ هنڌ ويهڻ جي جاءِ. جبل جو مٿانهون پاڳو- اٿوڙي (ڪ).

● دُکَائِڻُ: مصدر. ذ. [سن. ڌُکشُ=دُکائڻ] باهه کي جاڳائڻ- ڏياڻ- جلائڻ- ٻارڻ- مچائڻ (باهه). وَرَمُ دُکائڻ- دونهون دکائڻ- حقو چِڪڻ. واسڻ- واس- ڌوپ ڪرڻ. چورڻ- جاڳائڻ- اُٿارڻ- اُڀارڻ. هوشيار ڪرڻ- سجاڳ ڪرڻ- جوش ڏيارڻ- ڀڙڪائڻ. جهيڙو ڪرائڻ- ويڙهائڻ- چيڙڻ.

● دَکَرُ ۽ دَکَرَ (ڪ): ذ. دِڳُ- دِبرُ.

● دَکَنُ: ذ. [سن. داکشڻ=ڏکڻ] هڪ طرف جو نالو- ڏکڻ- جنوب. ڏکڻ هندستان. هندستان جو هڪ علائقو "دکن هندستان".

- دَکَنِي ۽ دَکَنِيُ: ذ. صفت. دکن جو- دکن وارو. ڏکڻ وارو- جنوبي- ڏکڻ هندستان جو رهاڪو.

● دَکِينو ۽ دَکِينَا (ل): ذ. صفت. چوڙڙو ۽ ٿلهو متارو- ڦُڙت.

● دَکِينِي ۽ دَکِينِيُ: ذ. تتر جو هڪ قسم (ڳاڙهو رنگ، اڇا چِٽا). وڏو ۽ پهلوان ڪُڪڙُ.

● دُکَنُ ۽ دُکَنَ (ت): ذ. [ف. دُڪان= هَٽ] ڪاريگرن جي ڪم ڪرڻ جو هنڌ- دُڪاڻ- دخان. ڪورين جي اصطلاح ۾ آئاوت جي اوزارن جي هيٺين ڪنڊ.

● دُکَڻُ: مصدر. [سن. ڌُکشَ=دُکڻ. سن. دَهنُ] پوريءَ طرح باهه لڳڻ سبب دونهون اکرڻ. ٻرڻ- جاڳڻ- سڙڻ- ڪامڻ- ٻچڻ- پچرڻ- تپڻ. [سن. دُهڪ=ڌڪ] ايذاءُ ٿيڻ- دک ٿيڻ- ڏکڻ- ايذاءُ ڪرڻ- درد جڻ. شروع ٿيڻ- جاڳڻ- هوشيار ٿيڻ. ڪاوڙجڻ.

● دُکوئڻُ: مصدر. [سن. دُهڪَ=ڏکڻ] ڏک ڏيڻ- ڏکوئڻ. ايذائڻ- تڪليف ڏيڻ.

● دَکِي ۽ دَکِيُون: ث. ٽڪر جي ٿانءَ جو هڪ قسم- ننڍو ڪنگرُ- لوٽو ٽڪر جو- ٽيو- لوٽي- ٽيي- چوٽري (ٽڪر جي)- لاٽَ.

● دَکُ ۽ دَکَ (ت): ذ. دِڳ- رستو- واٽ.

● دُکاڙو ۽ دُکاڙا (ت): ذ. حقي يا ٻيڙيءَ جو ٽڪڙو ۽ وڏو سوٽو- وڏو ڪش- وڏي ڦوڪ.

- دُکاڙا هڻڻ: ٻيڙي وغيره جا وڏا سوٽا هڻڻ- پتاڪون هڻڻ- ڊِنگ ڊاهڻ.

● دُگامُ ۽ دُگامَ: ذ. [سن. دُو= ٻه+ گمُ= هلڻ] گهوڙي جو ڏکيو پنڌ. ڊُگ- ڊُگام- ڊوڙ- ڊاڪڙ- ڊُڪ- ٽاپ.

- دُگامو ۽ دُگاما: ذ. صفت. ڊِگُ ۾ هلندڙ گهوڙو- ٽپيون وکون هلندڙ گهوڙو- ڊوڙ هلندڙ گهوڙو.

- دُگامُون: ذ. صفت. دُگامو.

● دُگانا: [ف. دو= ٻه+ گانه= ٻيرو- دعو] ٻه دفعا- ٻه نفل- نفل جوڙ ٻه رڪعتون.

● دُگجو ۽ دُگجا: ذ. پکين ڦاسائڻ جو رَڇُ.

● دُگدُگي ۽ دُگدُگيُون: ث. زناني زيور جو هڪ قسم (جو ڳچيءَ ۾ پائجي). دُهري ۾ پيل دُگليي- دُکدُکي- لڪڙي- ڳِنلو- حلقوم- سيني جي هَڏي- سيني ۽ ڳچيءَ جي وچ واري ڪنڊ.

● دَگدُ ۽ دَگدَ: ذ. [سن. دَگدَهه: دَهه= ساڙڻ] چار- رَکَ- راک- خاڪ- چاري- ڦلهيار.

● دِ گَرُ: صفت. (ف) ٻيو - غير - ڌاريو.
- دِ گَرانُ ۽ دِ گِيرانَ (ت): ذ. صفت. ٻيائي رکندڙ - اندر جو پليد - ڪيني وارو - دغاباز - ٺڳ. ڪهٽو. بُغضي.
- دِ گَرُ بار: ظرف. ٻئي وقت - ٻئي گهڙي - ٻئي پهري.
- دِ گَرُ پيشُ ڪَرَڻُ (ت): ضد ڪرڻ - بهانو ڪرڻ.
- دِ گَرُ پيشِي ڪَرَڻُ (ت): ضد ڪرڻ - وڙهڻ.
- دِ گَرُ گُون: صفت. ٻئي رنگ جو - رنگ بدليل. اُلٽ پُلٽ.
- دِ گَرُ گُونُ ٿيڻُ: بدلجي وڃڻ - هيٺ مٿي ٿيڻ - ٻيءَ حالت ۾ اچي وڃڻ.
- دِ گِيرُو ۽ دِ گِيرا (ت): ذ. صفت. دِ گِيرانُ.
● دِ گِيرانُ (ت): ذ. پکيءَ جو هڪ قسم. (تمام سهڻو ٿئي، چون ٿا ته سندس کنڀن جي چٽن مان قرآن شريف جي ڪن لفظن جو گمان ٿئي ٿو).
● دُ گُنو ۽ دُ گُنا: ذ. صفت. [ف. دُوَ = ٻه + گُنا = دفعا] ٻيڻو - ٻٽو - ڏُهرو
"دگنا دام دلبر جا، وڃهن ڪُونڌَرَ ۾ ڪجلو" (ڪنيار).
● دِ گو ۽ دِ گا: ذ. حڪم - آکيا - فرمانُ - ارشاد. اختيارُ. وَسُ - سَتَنَدَ - ويرماڻ - دِ ڳو. زور - ٻَل - طاقت - قوت - زُور - سگهه. چئوهه - ڏاڍ. ڏاڍائي.
● دَ ڳُ ۽ دَ ڳَ: ذ. شاهي رستو - وڏو رستو - مکيه لنگهه - سڙڪ - گهاڙو - رَنڊُ. واٽَ - راهَ - ڳَسُ - پيچرو.
- دَ ڳُ ڀُلجَڻُ: رستو ڀلجڻ - ڀٽڪڻُ - گمراهه ٿيڻ.
- دَ ڳُ چِڏِڻُ (ت): ڀُلجي وڃڻ. رستو ڇڏڻ - دوستي ڇڻڻ.
- دَ ڳُ ڏيکارَڻُ: رستو ڏيکارڻ - رستي لائڻ - رهبري ڪرڻ - واٽَ ٻُڌائڻ.
- دَ ڳُ سهي ڪَرَڻُ (ت): احوال معلوم ڪرڻ - ارادو معلوم ڪرڻ - ارادو سمجهي وڃڻ.
- دَ ڳُ لائِڻُ: واٽ ڏيکارڻ - سونهون ڪرڻ - نيڪ صلاح ڏيڻ - واٽ لائڻ. ڏس ڏيڻ - هدايت ڪرڻ - رهبري ڪرڻ - سمجهائڻ.
- دَ ڳُ لائي ڇڏَڻُ: ڀڄائڻ - ڌوڪو ڏيڻ - ٺڳڻ "تو جهڙا هُنَ ڪيترائي دڳ لائي ڇڏيا."
- دَ ڳُ وٺائڻُ: رستو وٺائڻ. روانو ڪرڻ. دربدر ڪرڻ.
● دِ ڳُ ۽ دِ ڳَ: ذ. [سن. دِ ڳَڌُ = دِ ڳُ] ڇِڪيل شيءِ جو ٽڪرُ - ڇَڪو - ڳَپَلُ - ڳنڍو - ڳوڙو - چاڀوڙو - روڙو. ڍِ ڳُ - ڍِ يرُ (سُٽيءَ جو). ڌَوُنري جو (ڇڪو). آٽ - دوڳ. وڏو ڪانگهارو. ماسَ جو ٽڪر.
● دُ ڳُڊ ڳِيُ ۽ دُ ڳُڊ ڳِيُونُ: ث. زيور جو هڪ قسم - ڏهري ۾ پيل دُ ڳلي. ڏسو "دڳدڳي".
● دَ ڳِڙُ ۽ دَ ڳِڙَ (ل): ذ. اڳڙي - وڏي اڳڙي - وڏو ٽڪُر.
- دَ ڳڙ دُلِيُ: ث. ٽُلهي مَتاري.
● دِ ڳِلُ ۽ دِ ڳِلَ: ذ. [سن. دَ ڳِڌُ = دِ ڳُ] ڪنهن شيءِ جو ٽڪر - گوشت جو ٽڪر - ڳَپلُ - وڏو ٽُڪُر.
● دُ ڳِلوُ ۽ دُ ڳِلا (ل): ذ. دُهريءَ جو پُتلو - دڳڳي. (ن). صفت چوٽڙو ۽ ٿلهو متارو. (ث. دُ ڳِلي ۽ دُ ڳِليونُ).
● دِ ڳو ۽ دِ ڳا: ذ. حُڪم - فَرمان - ارشاد. اختيار - زور - طاقت - جَبُرُ - جَمَتِ. جيئن "تون وري ويٺو آهين. دڳو ڄمائڻ." آسرو - پرسو "تنهنجي پالڻهار جي دِ ڳي سان." ڏاڍُ - دِ ڳو.
- دِ ڳو ڄَمَائِڻُ: اختياري يا حڪومت جو بنياد وجهڻ - حڪم هلائڻ. زور سان مالڪ بنجي ويهڻ - رعب تاب رکڻ.
- دِ ڳيدارُ ۽ دِ ڳيدارَ: ذ. صفت. حاڪم - فرمانروا - راڄ رکندڙ - حڪومت ڪندڙ - سردار - واليُ. ليڊر - قئيل.

● دِکو دِکو ڪَرَڻُ (ت): دڙڪا ڏيڻ.

● دَلَ: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ تعلقي ڊگهڙيءَ ۾ دِيهن جو نالو. هڪ ذات جو نالو.

● دَلُ ع دَلَ: صفت. [سن. دَلَ = دِڳُ] گهڻو- جهجهو- جام- مَنُو- زياده- بَهُون- وافر- تمام گهڻو- تمام جهجهو- آڪيچار- بي شمار- بي اَنتُ- بي اندازه- اَيلَ چيلَ. (ذ). کوڙُ- دِڳُ- انبار- ميڙُ. ڪکرن جو جهڳٽو- جيتن جو ميڙ- ساهه وارن جو انبوهه، گهڻو لشڪر- وڏي فوج- لشڪر- فوج- ڪَٽَڪُ- اَڙُدُ- سيُنا- هشام. (چون ٿا ته دنيا ۾ ڪل اڍائي دل آهن. جنهان هڪ دَلُ مَکڙن جو، ٻيو دَلُ ماڪوڙين جو ۽ اڌ دَل آهي باقي سمورن ساهوارن جو). تُلسيءَ جو پَنُ. ڪورين جي هڪ اوزار جو نالو (هنج فوٽ کن ڊگهو رسو جو پيڻ ڪندي تاڃيءَ جي مُنڍ ۾ مُنيءَ سان ٻڌبو آهي). اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● دَلَ: ذ. [سن. ڊيلا = اڪ جو تَارو] اڪ- تَارو.

● دَلّ: اسم خاص. تعلقي نوشهري ۾ هڪ دِيهه جو نالو.

● دِلِ ع دِليُونُ: ث. (ف) بدن جي هڪ رئيس عضوي جو نالو (جنهن جو ڪم آهي سڄي بدن ۾ رت پهچائڻ). قلب- هِردو- مَنُ- هيانءُ- هيُونُ- جگر- سينو- چِتُ- باطِنُ- اندرُ- منجهُ. هانءُ. هِمّت- شُجاعت- دليري- طاقت- بهادري- جرئت. مرضي، خيال- راضپو- خواهش- مَشِّ- ارادو- مطلب- مَنشا- نيّت. جيئن "منهنجي هينئر هلڻ تي دل ڪانهي". ڌيان- حوصلو- تَوجُّه- رُخُ.

= دِل آب ٿيڻُ: پِتو پاڻي ٿيڻ، دل نرم ٿيڻ- ارمان ٿيڻ- تمام گهڻو ڏُک ٿيڻ.

= دِل آرا: ذ. صفت. [ف. آراستن = سينگارڻ] دل کي وڻندڙ- دلبر. پريتم- پيارو- جاني- معشوق- محبوب- دِلِ گهُريو- دِلپسند.

= دِل آرامُ ع دل آرامَ: ذ. صفت. دل کي آرام ڏيندڙ- دل کي راحت ڏيندڙ. پيارو- محبوب- مَنٺارُ- دِلِ ٺاريندڙُ.

= دِل آزَارَ ع دِل آزَارَ: ذ. صفت. دل دکائيندڙ- تڪليف ڏيندڙ- ڏک پهچائيندڙ- ظالم.

= دِل آزَارَڻُ: ڏکوئڻ- ستائڻ- تڪليف ڏيڻ.

= دِلآزَارِيُ: ث. ظُلم- سِتَم- ايذاءُ- رنجُ.

= دِل آزُارُ: ذ. صفت. ناراض- ڪاوڙيل- رنجيده- ناخوش.

= دِل آويزُ: ذ. صفت. دل کي وڻندڙ- دلپسند.

= دِل آنڻُ: موج ۾ اچڻ- وَجدَ جي حالت ۾ اچڻ- سُدِ هئڻ- چاهتَ هئڻ، ڪنهن ڪم لاءِ هڪدم تيار ٿي وڃڻ. چريو ٿيڻ.

= دِل آنڻ يا آئيُ وَڃَڻُ: بيزار ٿيڻ- محبت يا پيار نه رهڻ.

= دِل آنڪائڻُ: دل ڦاسائڻ- عشق ڳنڍڻ- دل لڳائڻ.

= دِل آنڪَڻُ: عشق ٿيڻ. محبت ٿيڻ- نيچ ٿيڻ.

= دِل آچاٽ ٿيڻُ: جيءُ گهبرائڻ. بيزار ٿيڻ- دل ڪَڇِي وڃڻ.

= دِل آفتادَهُ: ذ. صفت. دل شڪسته- بد دل- بيدلو.

= دِل افروز: ذ. صفت. دل کي روشن ڪندڙ.

= دل آفگارُ: ذ. صفت. زخمي دل وارو- غمگين- رنجيده.

= دِلبَازُ ع دِلبَازَ: ذ. صفت. جرئت وارو- همّت وارو- دلير. بي شرمو. چالاڪ. هوشيار.

= دِل بَاغ بَاغ ٿيڻ: نهايت خوش ٿيڻ- سرهو ٿيڻ- مَسَرّت حاصل ٿيڻ- گهڻي خوشي ٿيڻ.

= دِلِبَرُ ع دِلِبَرَ: ذ. صفت. دل کڻي ويندڙ- دل وارو- دل گهُريو. وڻندڙ- موهيندڙ- موهڻو- سندرُ- خاصو- سهڻو- حَسِينُ. پيارو- محبوب- معشوق- مُوهَڻُ- سُپرين- ساڄڻُ- مُحِبّ- پِرين.

— دِلِبَرِي ۽ دِلِبَرِيُون: ث. دل کڻي وڃڻ جي حالت - معشوقپڻو - پيار - محبت. دلي آڌت. دلداري - تسلي. خاطر تواضع - مهمان داري - آدرڀاءُ - آجيان - مرحبا - خوش آمديد.

— دِل بَسته: ذ. صفت. عاشق - موهت - اَڪَنَ چَڪَنُ. ڏکويل - رلجايل - پيڙيل.

— دِلِ بَنْدُ ۽ دِلِ بَنْدَ: ذ. صفت. جگر - فرزند - اولاد، دوست. دل جي برابر ٻنيون پاڳو يعني ٻُڪي چيله. ڪان مٿي ڪُلهن جو وچ، ٻُڪيءَ جي ڪرنگهي جا ٻئي پاسا (ڪ).

— دِلِ بَهَار: ذ. صفت. دل کي بهاري ڏيندڙ - دل کي فرحت ڏيندڙ.

— دِلِ بَهَار بَهَار ٿِيَڻُ: خوشي ٿيڻ - مسرت ٿيڻ.

— دل بهار ٿيڻُ: خوش ٿيڻ - مسرت ٿيڻ.

— دِلِ بَهلا ئڻُ: دل کي سير تماشي ۾ مَصرُوف ڪرڻ يا رُڌائڻ - ٻئي طرف دل لائڻ - دل وندُرائڻ.

— دِل ٻَڌڻُ: همت ڪرڻ - پڪو ارادو ڪرڻ. هائوڪار ڪرڻ. جُرئت ڪرڻ.

— دِل ٻُڏڻُ: بي هوشي اچڻ - آهُرجَڻ - هانءُ لهي وڃڻ - پڪو ارادو نه ٿيڻ "اجا دل ٻُڏي تَرِي ٿي".

— دِل ڀَڄَڻُ: بيزار ٿيڻ - ڪَڪِ ٿيڻ - خفي ٿيڻ - ڪَتو ٿيڻ - ٿڪڻ - وِرچجي پوڻ - دل شڪسته ٿيڻ. نفرت ٿيڻ - نه وڻڻ. نا اميد ٿيڻ - بي همت ٿيڻ - ڍِرو ٿيڻ - بي ايمان ٿيڻ. دلگير ٿيڻ - ڏُکي ٿيڻ.

— دِلِ ڀِڄَڻُ: دل تي اثر پوڻ. قياس آچڻ - ڪهل پوڻ.

— دل ڀَڄَڻُ: بيدِليو ٿيڻ پوڻ - دلچسپي نه وڻڻ.

— دِل ڀَڄَڻُ: بي همت ڪرڻ - ڪتو ڪرڻ - دلگير ڪرڻ - نا اميد ڪرڻ - مَنِ مارڻ - شوق لاهي ڇڏڻ - دل شڪسته ڪرڻ - ڍِرو ڪرڻ. شرمنده ڪرڻ.

— دِلِ پَرُجَڻَ: تمام گهڻو ڏک ٿيڻ. ڪنهن جو ڏک ٻُڌي روئڻ جهڙو ٿيڻ - ارمان ٿيڻ - ڏکارو ٿيڻ - رُئڻهارڪو ٿيڻ. افسوس ٿيڻ - رنج ٿيڻ - ڏکي ٿيڻ. شرمنده ٿيڻ. ڍؤ ٿيڻ - اطمينان ٿيڻ - خوش ٿيڻ.

— دِل پَرُجِي آچَڻُ: تمام گهڻو ڏکارو ٿيڻ - روئڻهارڪو ٿيڻ - ڏکي ٿيڻ - اکين ۾ پاڻي تَرِي اچڻ.

— دِلِ تَان ڪِرَڻُ: دل کي پسند نه آچڻ - حقير ٿيڻ - پيار نه رهڻ - قدر نه رهڻ.

— دِلِ تَان لَهڻُ: وِسرڻ - ياد نه رهڻ. نه وڻڻ.

— دِل تَان لَهي وَڃَڻُ: وسري وڃڻ - ياد نه پوڻ.

— دِلِ تپائڻُ (ت): ناراض ڪرڻ - رنجيده ڪرڻ.

— دِلِ تَڙپَڻُ: دل جي چاهت وڌڻ - بيتاب رهڻ - بيقرار ٿيڻ.

— دِل تنگُ ۽ دِل تَنگَ: ذ. صفت. سوڙهه دليو - تعصبي - ٿوري گجيءَ وارو - ڪُڌو. ڪنجوس - بخيل - مکي چوس - پَڪو. رنجيده.

— دِلِ تَنگ ٿِيَڻُ: ڪَڪِ ٿيڻ - بيزار ٿيڻ.

— دِلِ تَنگ ڪَرڻُ: ڪنجوسائي ڪرڻ.

— دِلِ تي: ظرف. مرضيءَ موجب - اختيار موجب - پسنديءَ موجب. خوشيءَ موجب. خيال تي - ارادي تي - نيت تي. دل سان جان سان.

— دِل تي بارُ پوڻُ: گهٽي ٿيڻ - هاضمو خراب ٿيڻ.

— دِل تي تَرِي آچَڻُ: يادگيري اچڻ - ياد پوڻ - خيال ۾ اچڻ.

— دِلِ تي چڙهڻُ: خيال ۾ اچڻ - ياد پوڻ - اوچتو ياد اچي وڃڻ.

— دِلِ تي رَکَڻُ: ياد رکڻ - ياد ڪرڻ. تمام گهڻو پيارو گهرڻ - هروقت ياد رکڻ.

- دلِ تي اُڪرڻُ ٿيڻُ: ڪنهن ڳالهه جو چڀي وڃڻ - دل تي ويهي وڃڻ - ڏاڍو اثر ٿيڻ.
- دلِ تي هٿُ رکڻُ: خيال ڪرڻ - ويچار ڪرڻ. ياد ڪرڻ - قياس ڪرڻ - پنهنجي حالت تي قياس ڪرڻ.
- دلِ ٿيڻُ: چاهه وڌڻ - شوق پيدا ٿيڻ - مرضي ٿيڻ - دل کي وڻڻ - پسند اچڻ.
- دلِ ٿيءُ وڃڻُ: محبت ٿي وڃڻ - پيار ٿيڻ - عشق لڳي وڃڻ.
- دلِ ٿيا ڏيڻُ: خوشي ٿيڻ - بهار بهار ٿيڻ - خوشي حاصل ٿيڻ.
- دلِ ٽٽڻُ: همت هارجڻ - بي همت ٿيڻ - مايوس ٿيڻ - نااميد ٿيڻ.

دلِ ٽڪر ٿيڻُ: سخت صدمو ٿيڻ - ڏک ٿيڻ.
- دلِ ٽوڙڻُ: نااميد ڪرڻ - همت ٽوڙڻ - بي همت ڪرڻ - شوق ٽوڙڻ - مايوس ڪرڻ - بي دل ڪرڻ.
- دلِ ٽهڻُ: دل ڇڄڻ - نفرت پيدا ٿيڻ.
- دلِ ٽيڻون ٽيڻون ڪرڻُ: دل هري ڪرڻ - روح جو ريلو ڏيڻ - اُٻهراڻي ڪرڻ - سڌون ڪرڻ. انتظار هجڻ - ڳڻتي هجڻ - آلڪو هجڻ.
- دلِ ٺارڻُ: خوش ڪرڻ - مسرت حاصل ڪرڻ.
- دلِ ٺرڻُ: خوشي ٿيڻ.
- دلِ ٺوڪڻُ: اطمينان ڪرڻ - خاطري ڪرڻ.
- دلپاڪُ ۽ دلپاڪ: ذ. زالي زيور جو هڪ قسم (جنهن جو پتلو ڇاتيءَ تي لٽڪيل هجي). سون يا چانديءَ جي پتلي ۾ ٺڙهايل دعا - تعويذ.
- دلپذير: صفت. دل کي وڻندڙ - دل آويز. ڪل مک - وڻندڙ - رلڻو ملڻو.
- دلِ پريشان ٿيڻُ: بي آرام ٿيڻ - حيران ٿيڻ.
- دلپسندُ ۽ دلپسندَ ذ. صفت. دل کي وڻندڙ - طبيعت کي وڻندڙ - پاءِ پوندڙ. مرضيءَ وارو - خواهش موجب - موافق.
- دلِ پڪي ڪرڻُ: دل مضبوط ڪرڻ - دل قابو ڪرڻ - دل کي ضابطي هيٺ رکڻ.
- دلِ پلڻُ: آسرو پلڻ - اُميد لاهڻ. چڪ يا سڌ نه هئڻ - دلجاءِ ڪرڻ - خيال ئي ڇڏي ڏيڻ.
- دلِ جا آڪُورَ (ت): ذ. دل جا ڏُک - دل جا سور.
- دلجاءِ: ث. آسرو - اميد - خاطري - پڪ - تسلي - دلاسو - ويساهه - خاطر جمعي - آٿت - ڀروسو. همٿ. ٽيڪ - مدد. ڀرچائي.
- دلجاءِ ڪرُ: جملو. هوش سنڀال - مغز ٺڪائي ڪر - هوشيار ٿي. پرواهه نه ڪر - دل نه لاهه - مانده نه ٿي - تسلي ڪر - ڌيرج ڪر - فرحت ڪر - آرام ڪر - تازو ٿي - دم پٽ - خاطري ڪر - سُک سان رهه.
- دلجاءِ ڪرڻُ: پڪ ڪرڻ - يقين ڄاڻڻ - يقين محڪم ڪرڻ - چيتو جاءِ ڪرڻ - ڀروسو ڪرڻ - اعتبار ڪرڻ.
- دلِ جلڻُ: دل سڙڻ - ساڙ لڳڻ - خار لڳڻ - ڪاوڙ لڳڻ. حسد ٿيڻ - رشڪ ٿيڻ - ڪروڌ ٿيڻ - خراب لڳڻ.
- دلِ جليو ۽ دلِ جليا: ذ. صفت. دل سڙيل - مظلوم.
- دلِ جمع رکڻُ: آرام ۾ ويهڻ يا رهڻ - سک ۾ رهڻ.
- دلِ جمعي: ث. بي فڪري - تسڪين - آٿت - اطمينان - تسلي - خاطري - پڪ - دلاسو - ڏڍ.
- دلِ جمعي ڪرڻُ: خاطري ڪرڻ - تسلي ڪرڻ - پڪ ڪرڻ.
- دلِ جو ۽ دلِ جو: ذ. صفت. گهڻو خوش ڪندڙ. دل کي وڻندڙ - محبوب - پيارو.
- دلِ جو اڇو هئڻُ: اندر جو صاف هئڻ - ايماندار هئڻ - نيڪ نيت هئڻ - خيرخواهه هئڻ.

- دِلِ جو آرمان ڪيڻ: دل مان ڏک ڪيڻ - ساڙ ڪيڻ. جيڪي چوڻو هجي سو چئي ڏيڻ - دل ۾ حسرت باقي نه رهڻ.

- دِلِ جو بادشاهه: ذ. صفت. مرضيءَ جو مالڪ - خود مختيار. آزاد.

- دِلِ جو بخار ڪيڻ: دل مان ليڪل ڪاوڙ ڪيڻ - گهٽ وڌ يا بد شد ڳالهائڻ. جيڪي چوڻو هجي سو چئي ڏيڻ.

- دِلِ جو دريا: ذ. صفت. سخي. وڏي دل وارو. فياض - فراخ دل.

- دِلِ جو غبار نيڪرڻ: دل مان دغا يا ڪدورت نڪرڻ - دل منجهان غم غصو نڪري وڃڻ.

- دِلِ جو قاضي ڪرڻ: ويچار ڪرڻ - خيال ڪرڻ - دِلِ مَن پڇڻ.

- دِلِ جو ڪارو هئڻ: دل جو پليت هئڻ - ڪوڙو هئڻ - دغاباز هئڻ.

- دِلِ جو ڪس لاهڻ (ڪ): دل جو ارمان دور ڪرڻ.

- دل جو گهاٽ جاڻڻ: ڳجهي صدسي کان واقف هئڻ.

- دِلِ جو سلڪ لٽائڻ: عشق ۾ گرفتار ٿيڻ - حسن تي حيران ٿيڻ - محبت ۾ مبتلا ٿيڻ - قرب ۾ ڦاسي پوڻ - دل ڦرائي ڇڏڻ.

- دِلِ جون تندون وڃڻ: تمام گهڻو خوش ٿيڻ - رڳ رڳ ٽرڻ - گدگد ٿيڻ.

- دِلِ جون مڪون دِل کي لڳڻ (ت): پنهنجن عزيزن مان ئي لقصان رسڻ.

- دِلِ جو هلڪو هجڻ: هلڪي طبيعت جو هجڻ. ڳنڀير نه هجڻ - بردبار نه هجڻ - راز جون ڳالهيون کولي ڏيڻ.

- دل جوئي: ث. دِلداري - تسلي - ڏڍ - دِلاسو - آسرو - تسڪين.

- دِلِ جوئي ڪرڻ: دلداري ڏيڻ - تسڪين ڏيڻ.

- دِلِ جي آڪ ۾ جاءِ ڪرڻ: تمام گهڻو وڻڻ - پيارو لڳڻ - محبوب بڻجڻ - منظورِ نظر ٿيڻ.

- دِلِ جي آڪ ۾ سرمو پائڻ: من جي ميرائي لاهڻ - الدر اجارڻ - دل جي دري کولڻ - قلب روشن ڪرڻ - حقيقت حاصل ڪرڻ - خدا کي سڃاڻڻ.

- دِلِ جي دِلِ ۾ رهجي وڃڻ: آميد پوري نه ٿيڻ - خواهش پوري نه ٿيڻ. حسرت رهجي وڃڻ.

- دِلِ جي دِلِ ۾ رهڻ: آميد جو پورو نه ٿيڻ - حسرت رهڻ.

- دِل جي ڪنجي: همراز - صلاحڪار - مشير - همدم.

- دِلِ جي لڳي: عشق - محبت - پريت.

- دِلِ چمڻ: دل لڳڻ - جيءُ لڳڻ. ڪنهن ڪم ۾ توجه ڏيڻ. خيال هڪ هند ڪرڻ.

- دِلِ جهلڻ: همت ٻڌڻ - جرأت ڪرڻ - دل کي مضبوط ڪرڻ - مڙسي ڪرڻ - بهادري ڏيکارڻ.

- دِلچسپ ۽ دِلچسپ: ذ. صفت. دِل لڀائيندڙ - دل کي پسند ايندڙ - دلپسند - وڻندڙ. مهڻو - خوبصورت - سلوڪ - من موهڻ - خوشنما. مزي جهڙو - مزيدار. شوق جهڙو.

- دِلچسپي: ث. شوق - چاهت - مزو - لطف.

- دِلِ چورائڻ: دل وٺڻ - دل تي قبضو ڪرڻ - ٻئي جي دل هٿ ۾ ڪرڻ.

دِلِ چڪي ڏيڻ: ميڪ لڳڻ. دل چڪجڻ - آڪير ٿيڻ.

- دِل خراش: ذ. صفت. دل ڏاريندڙ - دل چيريندڙ - جگر ڦاڙ. رنج پهچائيندڙ - جانڪاه - دل کي صدمو ڏيندڙ.

- دِلِ خسته: ذ. صفت. ٽٽل دِل - ڀڳل دِل. رنجيده - غمگين - آفت زده - مصيبت زده - ڏکي.

- دِلِ خَواه : مرضيءَ موجب - پسند يءَ موجب - دلپسند.
- دِلِ خَوش : ذ. صفت. سرهو - خوش - خوش مزاج.
- دِلِ خَوش ڪَرَڻُ : راضي ڪرڻ - خوش ڪرڻ - ريجهائڻ. پاڻ کي راضي ڪرڻ.
- دِلِدارُ ۽ دِلِدارَ : ذ. صفت. دل رکندڙ - دل وارو - دل کي وڻندڙ - پيارو - دلبر - محبوب - معشوق - جاني - يار - سڄڻ. مَنوهَرُ - دلچسپ - ڪشش ڪندڙ.
- دِلِداري ۽ دِلِدارِيُون : ث. دلاسو - آسرو - تَسَلِّي - دلبري - تَسڪين - همدردي - ڏَڍُ - آتَتُ. پرچاءُ.
- دِلِدارِيُون ڏِيڻُ : ث. تسلائيون ڏيڻ - ڏَڍُ ڏيڻ. آتت ڏيڻ - همت وڌائڻ.
- دِلِ دَ ٻِلِيءِ ۾ رَکَڻُ : ڪوڙو آسرو رکڻ - اجائي آسِهِ رکڻ. دلجاءِ ڪرڻ - تَسلّي ڪرڻ.
- دِلِ دَکَ دَکَ ڪَرَڻُ : دل ڌڙڪڻ.
- دِلِ دِکي ڪَرَڻُ : دل مضبوط ڪرڻ - دليا جي تڪليفن کان نہ گهٻرائڻ - مُستَقِلُ مزاج بڻجڻ.
- دِلِ دُکائِڻُ : رنج ڏيڻ - ڏُکوئڻ - صدمو رسائڻ. آزارڻ.
- دِلِ دُکَڻُ : غم ٿيڻ - افسوس ٿيڻ - رنج ٿيڻ - تڪليف ٿيڻ.
- دِلِ دَکيءَ ۾ رَکَڻُ : دلجاءِ ڪرڻ.
- دِلِدوزُ ۽ دِلِدوزَ : دل تي اثر ڪندڙ - دل کي چيِندڙ - دل کي سِبَندڙ - دل کي ڦاسائڻ وارو جگر دوز - تکو.
- دِل دَهِلَڻُ : خوف ڪرڻ - ڊڄڻ - دل ڌڙڪڻ - بي همت ٿيڻ.
- دِلِ ڏُتارَڻُ : دل وٺڻ - راضي ڪرڻ - رِبجهائڻ - پِرِيائڻ.
- دِلِ ڌَڙُڪَڻُ : دل جو ڏڪڻ - دل جو ڌَڪ ڌَڪ ڪرڻ. دل لُڏڻ - دل ٿِڙِڪڻ - دل ڪَنبڻ (ڪنهن خوف يا صدمي سبب).
- دِلِتِڙِيُر : ث. دلاسو - ڏَڍُ - تسلّي - آسرو - ٽيڪ - دلداري - آتت - آرام - اطمينان - فرحت - راحت - تسڪين.
- دِلِ ڏِسَڻُ : حوصلو يا دل جي ڪشادگي کي آزمائڻ.
- دِلِ ڏِيَڻُ : ڏيان ڏيڻ. عاشق ٿيڻ - دل ڦاسائڻ - محبت ڪرڻ.
- دِلِ دِ پِلِيءِ ۾ رَکَڻُ : دلجاءِ ڪرڻ - تسلي ڪرڻ.
- دِلرُبَا ۽ دِلرُبَا : ذ. صفت. دل ڇڪيندڙ - دل کسيندڙ - دل کي موهيندڙ - دل کي گدگد ڪندڙ - دل کي خوشي ڏيندڙ - پيارو - پرين. دلبر - معشوق.
- دِلرُبَائِي : ث. دل جي ڪشش - محبت - دلبري - معشوقي.
- دِلِ رِبهَڻُ : دل کي ريبڻ - دل کي نبڻ. دل کي رِيجهائي قبضي ۾ ڪرڻ.
- دِلِ زَدَه : ذ. صفت. غمزده - مايوس - غم رسيده.
- دِلِ سَازُ ۽ دِلِ سَازَ : ذ. صفت. دل کي خوش ڪندڙ.
- دِلِ سَازِگِي ۽ دِلِسَازِگِيُون : خوشي - خورمي.
- دِلِ سَانُ ڪَرَڻُ : خوشيءَ سان ڪرڻ - شوق سان ڪرڻ - خيال سان ڪرڻ.
- دِلِ سَانُ لَڳَڻُ : وسهڻ ۾ آچڻ - ياد گيري اچڻ - ياد اچڻ - هُري آچڻ - اعتبار ۾ اچڻ - هنئين سان لڳڻ. معلوم ڪرڻ - سچ ڀائڻ - صحيح سمجهڻ - برابر ٿيڻ.
- دِلِستَان : ذ. صفت. دل کسيندڙ - دل جو چور - معشوق.
- دِلِ سَڙَڻُ ، دل جلڻ. افسوس ٿيڻ - ڏک ٿيڻ - حسد ٿيڻ.
- دِلِ سوختہ : ذ. صفت. دل سڙيل. صدمو آيل دل.

- دلِ سوڙهيءَ ڪرڻ: ڪنجوسي ڪرڻ - ڪنجوسائي ڪرڻ - ڪنجوسائپ ڏيکارڻ - بي همت ٿيڻ.
- دلِ سوزُ ۽ دلِ سوزَ: ذ. صفت. دل جلائيندڙ - دل کي ساڙيندڙ - دل پڇائيندڙ - دردانگيز - دل گداز - رقت انگيز.
- دلِ سوزي ۽ دلِ سوزيون: ث. دردمندي - غمخواري.

دلِ سيپارهُ: ذ. [ف سي = ٽيهه + پاره = ٽڪر] ٽيهه ٽڪرا ٿيل دل - سخت مجروح دل - شڪسته دل.

- دلِ شادُ ۽ دلِ شادَ: ذ. صفت. دل کي خوش ڪندڙ. خوش - سرهو - مگن - خورم.
- دلِ شاد ڪرڻ: خوش ڪرڻ - مسرور ڪرڻ.
- دل شاهدي نه ڏيڻ: اعتبار نه اچڻ - پروسو نه اچڻ.
- دلِ شڪستُ ۽ دلِ شڪستَ: ذ. صفت. دل ٽُٽل - ڀڳل دل - بي وس - لاچار - مرضيءَ خلاف. نااميد - مايوس. ناراض - رنج - غمگين.
- دل شڪستو ۽ دل شڪستا: ذ. صفت. ڀڳيءَ دل وارو - نااميد - بي دل. ناراض - رنجيده - آداس.
- دلِ شڪستي: ناآميدي - دل شڪني - بي وسي - لاچاري.
- دلِ شڪني: ث. دل ڀڄڻ جي حالت - نامرادي - نااميدي.
- دلِ شگفته: ذ. صفت. وڏيءَ دل وارو - کليل دل وارو - ٽڙيل دل - خوشيءَ سان ڀريل دل.
- دلِ فروز: ذ. صفت. روشن دل وارو.
- دلِ فريبُ ۽ دلِ فريبَ: ذ. صفت. دل کي ٺڳيندڙ - موهيندڙ - پائيندڙ - رجهائيندڙ.
- دلِ فريبي ۽ دلِ فريبيون: ث. دل لڀائڻ جي حالت. عاشقي - پريت - چاهنا.
- دلِ فگارُ ۽ دل فگارَ: ذ. صفت. ٽٽل دل وارو - آداس - غمگين - آپاڪو - عاشق.
- دلِ قابو نه رهڻ: ڪنهن ڏک واري ڳالهه ٻڌڻ سبب دل جو قابو ۾ نه رهڻ.
- دل قاسمُ: عاشق ٿيڻ - مائل ٿيڻ.
- دل قُبجڻ: ڏڪارو ٿيڻ - غمزده ٿيڻ - ڏکدائڪ ٿيڻ - عاشق ٿيڻ.
- دلِ قُرڻ: بيزار ٿيڻ - ڀَو سبب ترو جهڻ نه هجڻ. آلتي جو خيال ٿيڻ - دل قري وڃڻ - دل ماندي ٿيڻ - دل ڪچي ٿيڻ.

دل قهرائيڻ: بيزار ڪرڻ. بي رخ ڪرڻ - برغلائڻ.

- دل ڪباب ٿيڻ: دل کي تمام گهڻو رنج پهچڻ - دل سڙڻ - دل پچڻ - اندر جلڻ.
- دل ڪنجڻ: دل ڪاري ٿيڻ - دل ۾ پيائي ٿيڻ - دل ۾ ڪدورت اچڻ.
- دلِ ڪچي ٿيڻ: قئي اچڻ - آلتي اچڻ - آپٿو ٿيڻ - اوڪارو ڏيڻ - ڪراهت ڏيڻ - طبيعت خراب ٿيڻ - ارچ ٿيڻ. آپڙ ڪا اچڻ - ٻُڇان لڳڻ.
- دلِ ڪيڏڻ: خواهش ڪرڻ - سڪ ٿيڻ - بي چين ٿيڻ - دل پرجي اچڻ - روح جو ريلو ٿيڻ - ٻڪڻ - چيڪيون ڏيڻ. آڪنڊجڻ - آنڊا آٿلڻ - دل هڙڪڻ آسڪائڻ - تڙڦڻ. وياڪل ٿيڻ.
- دلِ ڪرڻ: همت ڪرڻ - جرأت ڪرڻ - بهادري ڪرڻ. سخاوت ڪرڻ - دل گهرڻ.
- دلِ ڪڙهڻ: غم ڪرڻ. افسوس ڪرڻ - رنج ڪرڻ. جلڻ - پچڻ - سڙڻ (دل).
- دل ڪشُ ۽ دلِ ڪشَ: ذ. صفت. دل کي ڇڪيندڙ - موهيندڙ - لپائيندڙ - سهڻو - خوشنما - دلپسند - حسين.
- دلِ ڪشا: ذ. صفت. دل کي کوليندڙ - فرحت ڏيندڙ - دل روشن ڪندڙ.
- دلِ ڪشيده ٿيڻ: بيزار ٿيڻ - رنجيده ٿيڻ.
- دلِ ڪوسي ٿيڻ: ڏک ٿيڻ - ارمان ٿيڻ.
- دلِ ڪوسي ڪرڻ: ناخوش ڪرڻ - ناراض ڪرڻ - بدگمان ڪرڻ.
- دلِ ڪومائجڻ: سست ٿيڻ - بي همت ٿيڻ. ارمان ٿيڻ.

- دِل کتيءَ ٿيڻ: ڪڪ ٿيڻ - لاآميد ٿيڻ. بيزار ٿيڻ - خفي ٿيڻ - آتو ٿيڻ. مزو نه اچڻ.

- دِل کلڻ: دل جو حجاب لهڻ. سمجهه ٿيڻ.

- دِل کُليل: ۽ دِل کُليل: ذ. صفت. وڏيءَ دل وارو - ڪشاده دل - فراخ دل. سخي - داتا - ڏاتار - فيّاض.

- دِل کُليل يا کُشادي هئڻ: داتا يا دُولهه هئڻ.

- دِل کولڻ: ڳجهه ظاهر ڪرڻ - حال ٻڌائڻ - اندر جو احوال ڏيڻ.

- دِل کولهي: ظرف. چڱيءَ طرح - بخوبي - بهي ڏڙڪ.

- دِل کي اوڙڻ: دل کي لڳڻ - دل سان لڳڻ. ساءُ آچڻ.

- دل کي دل جي ڪشش ٿيڻ: پيار ڪرڻ واري کي پيار ڪرڻ.

- دِل کهي ڏِکو آچڻ: ارمان ٿيڻ. دل جو ڳالهاپو ٽٽي پوڻ.

- دِل کي لڳڻ: ياد آچڻ - ياد پوڻ - دل تي اثر ٿيڻ - يقين ٿيڻ - پڪ ٿيڻ - دل سان لڳڻ.

- دل کي همت هئڻ: دل کي مضبوط ڪرڻ - ڏک جي وقت صبر ڪرڻ - رضا تي راضي رهڻ.

- دِل ڪاٺون مٺون ٿيڻ: دل پريشان ٿيڻ - دل خراب ٿيڻ. ڳڻتيون ڪاڍڻ. انتظار ۾ رهڻ.

- دِل گُداز: ۽ دِل گُدا زَذ. [ف. گُداختن = پگهارڻ] صفت. دل ڳارِيندڙ. دل پڇائيندڙ. رنجائيندڙ - ڏکوئيندڙ.

- دل گنڍِجڻ: ميلاپ ٿيڻ - همراز ٿيڻ.

- دِل گيرُ ۽ دِل گيرَ: ذ. صفت. آداس - مايوس - مَلُول - آپاڻڪو. ڏکي - غمناڪ - شِڪستو - ڏکويل - رنجايل - اِيذايل - ڏک پريو - سوڳي - دُکدائڪ - دُک جهڙو - مغموم - غمگين. حيران - پريشان.

- دِلگيرائي: ث. دلگيري - غمگيني.

- دِلگيرُ ٿيڻ: آپاڻڪو ٿيڻ - مايوس ٿيڻ - لااميد ٿيڻ - همٿ ڇڏي ڏيڻ.

- دِلگيرُ ڪرڻ: نااميد ڪرڻ - مايوس ڪرڻ - آپاڻڪو ڪرڻ.

- دلگيرُ هئڻ: مايوس هئڻ - نااميد هئڻ - خفا هئڻ - آپاڻڪو هئڻ.

- دلگيري: ث. افسوس - ڏک - غم - غمگيني - غمي - سوڳ. پريشاني - لاچاري. ملُو لائي.

- دل گهُرِيو ۽ دِل گهُرِيا: صفت. مرضيءَ موجب - خواهش موجب - دل تي - گهربل - پسنديده - پيارو - محبوب.

- دِل لاهڻ: همت هارڻ. دل ننڍڙي ڪرڻ. ڳڻتي ڪرڻ - اميد آسرو ڇڏڻ.

- دِل لاهي هٿ ۾ ڪرڻ: دل شڪستو ٿيڻ - دل ننڍڙي ڪرڻ. ڊپ ٿيڻ.

- دِل لائڻ: چت لائڻ - خيال ڏيڻ. محبت ڪرڻ - عشق ڪرڻ. ڪنهن ڪم سان دل لائڻ. دل و جان سان ڪم ڪرڻ.

- دِل لڳائڻ: لاڳاپو ڳنڍڻ. محبت ڪرڻ - عشق ڪرڻ. فدا ٿيڻ. ڪو ڪم ڌيان سان ڪرڻ - سچيءَ دل سان ڪرڻ - چاهه وٺڻ.

- دِل لڳڻ: طبيعت جو متوجه ٿيڻ - روح جو رِبلو ٿيڻ - چاهه ٿيڻ - شوق پيدا ٿيڻ. محبت ٿيڻ - عشق ٿيڻ - قرب پيار ٿيڻ.

- دِل لڳي ۽ دِل لڳيون: ث. پيار - قرب - عشق - موهه - پيوند. مسخري - چرچو - کِيل - ڀوڳ - کهپو.

- دِل لوڏو ڪائڻ: شڪ پوڻ - گمان پوڻ.

- دِل لوڏو نه ڪائڻ: پڪ هئڻ - ڳڻتي نه هئڻ - يقين هئڻ - خوف نه رکڻ.

- دِل لوڙهڻ: همت هارڻ - بي همت ٿيڻ - همت وڃائڻ - دل شڪستو ٿيڻ - دل لاهڻ - سِنڌِ رو چوڙڻ، غمگين ٿيڻ.

- دِل لهڻ: همت ڇڏڻ - نااميد ٿيڻ - آسرو لاهي ڇڏڻ. ڪنهن واقعي کي اڳوات سهڻ (ت). منجهه لهڻ.

- دلِ ۾ اچڻ: خيال ٿيڻ - ياد پوڻ - ياد اچڻ - ڪنهن ڳالهہ جو دل ۾ تصور اچڻ.

دلِ مارڻ: نفسياتي خواهش کان دل کي روڪڻ - طبيعت کي ڪنهن شوق کان هٽائڻ.

- دلِ ماندي ٿيڻ: دل جو ڪيچ ڪيچ ڪرڻ. موالجهہ ٿيڻ. بي آرامي ٿيڻ.

- دلِ ۾ امنگ اٿڻ: دل ۾ جذبات پيدا ٿيڻ - دل ۾ ولولا جاڳڻ - دل تي عجيب قسم جي ڪيفيت طاري ٿيڻ.

- دل ۾ پرم وجهڻ: دل ۾ رحم پيدا ٿيڻ - ٻاجهہ ٻنجي وڃڻ - ترس کائڻ - قياس ڪرڻ - مهربانيءَ لاءِ آماده ٿيڻ.

- دلِ ۾ ٿيڻ: خيال ٿيڻ. ڏک ٿيڻ. ارمان ٿيڻ.

- دلِ ۾ جاءِ ڏيڻ: پاڻ وٽ آڻڻ - وڏي حب سان آڻڻ.

- دل ۾ جاءِ ڪرڻ: دل تي اثر ڪرڻ - دل ۾ ويهڻ.

- دلِ ۾ چڀڻ: دل تي اثر ڪرڻ.

- دلِ ۾ چور ويهڻ: بدگماني ٿيڻ - شڪ پوڻ - دل ۾ فرق پوڻ.

- دلِ ۾ رکڻ: لڪائي رکڻ - ڳجهو رکڻ - مخفي رکڻ. ظاهر نہ ڪرڻ - نہ سلڻ.

- دل مرڻ: سڀني خواهشن تان دل کڄي وڃڻ.

- دلِ ۾ ڪرڻ: ڏک ڪرڻ - ارمان ڪرڻ - غم ڪرڻ. ويچار ڪرڻ - خراب محسوس ڪرڻ. ڪاوڙ ڪارڻ - غصو ٿيڻ - ڪاوڙ ڪرڻ - ناراض ٿيڻ. دل سان هنڍائڻ - ياد ڪرڻ - دل ۾ ٿيڻ.

دلِ ۾ ڪڙهڻ: اندر ۾ پچڻ - جلڻ - سڙڻ.

- دلِ ۾ کپڻ: دل ۾ ويهي وڃڻ - دل ۾ کهڙو ڪرڻ - دل تي اثر ڪرڻ - دل ۾ کهڙڻ. پسند اچڻ.

- دلِ ۾ ڪيڏڙو هوڻ (ت): کوٽي ٿيڻ - بي ايماني ٿيڻ - آلڪو ٿيڻ.

- دلِ ۾ کهڙو ڪرڻ: دل ۾ ويهڻ - دل تي اثر ڪرڻ - پسند آچڻ. پاڻ کي وڻائڻ - ٻي جي دل وڻڻ. ليکي ڪرڻ.

- دلِ ۾ کهڙڻ: دل تي اثر ڪرڻ - دل ۾ ويهڻ. پسند اچڻ.

- دلِ ميلڻ: دلين جو گڏجڻ. ڪنهن سان ڏاڍي محبت ٿيڻ.

- دلِ مَن پڇڻ: پاڻ سان صلاح ڪرڻ - دل ۾ خيال ڪرڻ - سوچ ويچار ڪرڻ. خيال ڪرڻ. ڳڻ ڳوت ڪرڻ - اڳ ڀوءِ جاچڻ.

- دلِ ۾ وجهڻ: ڪنهن ڳالهہ کي دل ۾ پيدا ڪرڻ. خدا جي طرفان الهام ٿيڻ. ياد رکڻ - مغز ۾ ڳالهہ ويهارڻ.

- دلِ موهڻ: دل لٽائڻ.

- دلِ ميري ٿيڻ: قلب ڪارو ٿيڻ - اندر پليد ٿيڻ - دل ۾ دغا هئڻ - دل ۾ شڪ شبها جاڳڻ.

- دلِ ميري ڪرڻ: نيت بد ڪرڻ.

- دلِ نہ ٻولائڻ: اعتبار ۾ ڳالهہ ئي نہ اچڻ.

- دلِ نشين: ذ. صفت. دل ۾ ويهندڙ - دل ۾ گهر ڪندڙ.

- دلِ نشين ٿيڻ: دل ۾ ويهڻ - دل تي چڙهڻ - ياد ٿيڻ.

- دلِ نشين ڪرڻ: دل ۾ ويهارڻ - ذهن نشين ڪرڻ - دماغ ۾ ويهارڻ. چڱيءَ طرح ياد ڪري ڇڏڻ. دل ۾ ڄمائڻ.

- دلِ نشيني: ث. دل ۾ ويهي وڃڻ جي حالت.

- دلِ ننڍڙي ٿيڻ: نااميد ٿيڻ - مايوس ٿيڻ. ناڪامياب ٿيڻ - ڪهڪرائڻ - سست ٿيڻ. دل لاهڻ - مونجهارو حاصل ٿيڻ.

- دلِ ننڍي ڪرڻ: بي همت ٿيڻ - سست ٿيڻ. ڪنجوس ٿيڻ - مکي چوس ٿيڻ.

- دلِ نواز ۽ دلِ نواز: ذ. صفت. روح کي آرام ڏيندڙ - دل خوش ڪندڙ - محبوب.

- دِل وارو ٤ دِل وارا: ذ. صفت. دل جو. دل کي وڻندڙ. بهادر - دلير - سورمو - سورهيه. سخي - فيّاض - ڏاتار.
- دِل وَتان: ظرف. چاهه موجب - مرضيءَ موجب هئڻ - مَن گهُريو.
- دِل وِتان هئڻ: مرضي مطابق هئڻ - دل کي وڻڻ - دل پسند هئڻ.
- دِل وَٽڻ: ڪنهن جي دل پنهنجي طرف مائل ڪرڻ - راضي ڪرڻ - خوش ڪرڻ - چِتَ پَٽڻ - پرچائڻ - ڏاڍ رائڻ - رِيجهائڻ - ناز برداري ڪرڻ - همدردي ڪرڻ - مرضي رکڻ - دل جوئي ڪرڻ - پيار ڪرڻ. موهڻ - عاشق ڪرڻ. بهادر ڪرڻ.
- دِل وَ جَان: ث. من ۽ بدن - تن ۽ من - جند جان - ساهه پساهه. هرطرح.
- دِل وَ جَان سَان: نهايت خوشيءَ سان - شوق سان - بخوبي. سچيءَ دل سان - سچائيءَ سان - صاف نيت سان.
- دِل وَ دِمَاغ: ذ. سمجهه ۽ فهم - عقل ۽ ادراڪ.
- دِل وَڌائڻ: همت پَڌائڻ - دلپير ڪرڻ. واهه واهه ڪرڻ - پٺڪي ڏيڻ - شاباس ڏيڻ - هشناڪي ڏيڻ.
- دِل وَڌڻ: همت اچي وڃڻ - فراخ دل ٿيڻ - گستاخ ٿيڻ.
- دِل وڌي وَڃڻ: غروراچي وڃڻ - وڏائي ٿيڻ.
- دِل وِسامڻ: رنجيده ٿيڻ - مايوس ٿيڻ - دل مُرده ٿيڻ.
- دِل وِندرائڻ: دل خوش ڪرڻ (مشغول ڪرڻ). دل سان ٻي طرف ڌيان ڦيرڻ - غم ٽارڻ.
- دِل وَرڻ: دل جو لاڙو ٿيڻ.
- دِلُون دوُر ڪرڻ: وِساري ڇڏڻ.
- دِل هٽيجي وَڃڻ: برخلاف ٿيڻ - مقابل ٿيڻ. دل شڪستو ٿيڻ.
- دِل هٽڻ: دل کٽي ٿيڻ - بيزار ٿيڻ - شوق لهڻ - شوق پڄڻ - نفرت ٿيڻ.
- دِل هيڄڻ: دل گهُرڻ - دل لڳڻ - ويساهه اچڻ - اعتبار اچڻ.
- دِل هڻڻ: ڏسو: دليون هڻڻ.
- دِل هول ٤ دِل هول: ذ. ڏپ - خوف - خطرو - انديشو - گمان - شڪ. وَسوَسو - گهٽي. گهٻراهٽ - ماندڪائي - بيچيني - آلدماند. سوداءُ - ماليخوليا - خفقان. بي همتي - نَسن جي ڪمزوري. نااميدي - پريشاني - نراسائي - دلگيري.
- دل هول ٿيڻ: سخت پريشان ٿيڻ - ماليخوليا جو مرض ٿيڻ - گهٽي ٿيڻ.
- دلهيِر ٤ دِلهيِرَ (ت): ذ. صفت. دلگير - غمگين.
- دِل ئي دِل ۾: ظرف. اندر ئي اندر ۾ - منجهه ئي منجهه - مخفي طرح - رازمِ - ڳجهي طرح.
- دِلبي ٤ دِلبي: ذ. صفت. دل جو - دل وارو - جاني جگري. حبّ وارو - قُرب وارو - پيارو. دل ئي - مرضيءَ ئي.
- دِليان: ظرف. دل سان - جان سان - پنهنجي مرضيءَ سان. دليون - دل کان - دل مان - دلئون.
- دِليخَمُ: [دل خام] دل شڪسته. ڪَڪ.
- دِليخَمُ ٿيي پَوَڻ: دل شڪسته ئي پوڻ - ڪڪ ئي پوڻ.
- دِليوُن: ظرف. دل سان - مرضيءَ سان - رضا خوشيءَ سان - دليون جانيون. دليان. دل کون - دل مَون - دل کان - دل مان - دلئون.
- دليُون يَجانيُون: ظرف. وڏيءَ خوشيءَ سان - دل جان سان - دل جي صدقي ۽ سچائي سان.
- دِليُون جانيُون: ظرف. دليون - رضا خوشيءَ سان - مرضيءَ سان - خود خيال - دل جان سان - وڏي حب سان - قرب سان - چائي واٽي - سمجهي ٻُرجهي.
- دِليُون هڻڻ: پَنهنَ پَچائڻ - خيال ڪرڻ - ڳڻتيون ڪائڻ.
- دلا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
- دُلارو ٤ دُلارا: ذ. صفت. [سن. دُرلالن] پيارو - لاڏو - معشوق. [ث. دُلاري ٤ دُلاريون].

- دلاسو ۽ دلاسا: ذ. ڏڍ- آسرو- دلجاءِ- تسلي- تسڪين- آٿت- دلداري. همت- فرحت- آرام.
- دلاسائي ۽ دلاسائيون: ذ. صفت. فقط دلاسا ڏيندڙ.
- دلاسو ڏيڻ: تسلي ڏيڻ- تشفي ڏيڻ- همت ٻڌائڻ- آٿت ڏيڻ- دلداري ڏيڻ- خاطري ڏيڻ- دل وڌائڻ- هوشياري ڏيڻ- ڪم ڪرڻ جو وعدو ڪرڻ.
● دلاسي جي ٻڪڪ نہ هڻڻ: رڳو هائو هائو ڪرڻ پر ڪجهہ نہ ڪرڻ- ڪوڙا وعدا ڪرڻ- ٽال مٽول ڪرڻ- ڪوڙا دلاسا ڏيڻ.
● دلال ۽ دلال: ذ. [ع. دلّ = هن اڳواٽي ڪئي] رستو ڏيکاريندڙ- واٽ لائيندڙ- خريدار ۽ وڪڻندڙ جي وچ ۾ سودو ڪرائيندڙ- سودو ٺاهيندڙ- گماشتو- آڙهيتو- پلاوٺو. ٻن جي وچ ۾ ڳالهائيندڙ. ٺياڪر- وڪيل- ثالث. گراڪ ڦاسائيندڙ- سوديباز- آصيل- ڪٽڻ- ويچولو- پڙوو- دلو.
- دلالي ۽ دلاليون: ث. دلال جو ڪم- پلاوٺي. ٺياڪري- ثالثي. سودي ڪرائڻ جي عيوض وڪڻندڙ ۽ خريدار کان مليل معاوضو- ڪجهہ سيڪڙو، جو خريد فروخت جي عيوض ڏبو آهي- دستوري- آجورو- ڪميشن- پلاوٺ. ڪنايتہ. حرام جي ڪمائي- پڙوت.
- دلالي ڪرڻ: ڪميشن وٺڻ- آجورو وٺڻ. پڙوت جي ڪميشن وٺڻ.
● دلالت ۽ دلالتون: ث. [ع. دلّ. هن سونهون ڪيو] هدايت- راهنمائي. نشان- علامت- پتو- آثار- آهجاڻ. دليل- ثابتي- شاهدي.
- دلالت ڪرڻ: دليل هجڻ- ثابتي هجڻ.
● دلان: اسم خاص. ڏاڙهياڙي جبلن مان وهندڙ هڪ نئين جو نالو.
● دلاور ۽ دلاور: ذ. صفت. [ف. دل + آوردن = آڻڻ] دل وارو- ڇاتيءَ وارو- همت وارو- دلير- بهادر- شجاع- سورمو- جوانمرد- سورهيہ.
- دلاوري ۽ دلاوريون: ث. شجاعت- بهادري. جوانمردي. جرأت- دليري.
● دلاورپور: اسم خاص. تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو.
● دلبر: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● دلبر ۽ دلبر: ذ. [ف. دل + بردن = کڻڻ جو امر] دل کڻي ويندڙ- دل کسي ويندڙ- محبوب- معشوق.
● دلبر لڪ (ث): اسم خاص. چاچري پرسان سرڪاري ناڪو يا حدبندي لاءِ ڪوڙ بل نشان.
● دلبڻ: مصدر. [سن. دلڀ = دلبو] فريبڻ- ٺڳڻ- دغا ڏيڻ- دلبو ڏيڻ.
- دلبو ۽ دلبا: ذ. [سن. دلڀ] دولاب- دغا- ٺڳي- چلُ- ترڪٽ- گهات- ڪوٽ- ڪپٽ- مڪر- ڏنو- فريب- ڏنڊ- ڏوڪو- ويساهہ گهاتي. اکپٽنڊي- بازي- پيچ. هڪين ڦاسائڻ لاءِ ڪکن مان جوڙيل ٻڪي. باز کي شڪار تي هيرائڻ لاءِ ڏور ۾ ٻڌل ڪالو يا ڪڪڙ جا ڪنب (جن تي باز سٽون ڏيندو آهي). بلبل کي ڏنل ڪاڏو- پيتي. پتو.
- دلبائي ۽ دلبائيون: ذ. صفت. دلبو ڏيندڙ- فريب ڏيندڙ- ٺڳي ڪندڙ- دغاباز- ڏوکيباز- ڏٺائي- ڪپٽيو- دغاخور- چلباز- ترڪٽي- گهاتو- ڪوٽو- فريبي- ڪوڙو- ٺڳو- ٺلُ- ٺپٽائي.
- دلبو ڏيڻ: ٺڳي ڪرڻ- دغا ڪرڻ- چلُ ڪرڻ- ترڪٽ ڪرڻ- فريب ڪرڻ- ڏوکو ڏيڻ.
● دلپاڪ ۽ دلپاڪ: ذ. ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ زيور. پٽر جو هڪ قسم (جو سوراخ ڪري ڌاڳي ۾ پوئي ڳچيءَ ۾ ٻڌبو آهي).
● دلپري: اسم خاص. تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو.
● دل پيچ: ذ. ڪنل جو هڪ قسم.
● دلجيءَ وارو: اسم خاص. جبل جو نالو.
● دلچند: اسم خاص. تعلقي موري ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو.

● دُلُدُلُ: اسم خاص. (ع) اسڪندريه جي حاڪم ڪان حضرت مقبول صلعم جن کي تحفه طور مليل هڪ خچر جو نالو (جا وري حضرت علي ڪرم الله جن کي ملي)- ذوالجناح. گهوڙي جي شڪل جو هڪ تعزيو.

- دُلُدُلُ سَوار: ذ. حضرت علي ڪرم الله وَجهَهُ جن جو لقب.

- دُلُدُلُ ڪَڍَڻُ: اهل تَشَيُّع جي دستور موجب مُحَرَّم جي اٺين تاريخ حضرت امام حسين عليه السلام جي شهادت جي ياد گيريءَ ۾ سينگاريل گهوڙو گهمائڻ.

● دِلشا تَلاَٽِيءُ: اسم خاص. جسڪاڻي بلوچن جو هڪ قبيلو.

● دِلشاڻ دَائِروُ: اسم خاص. تعلقي سانگهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دِلفِينُ: اسم خاص. [انگ. ڈالفين: ع. دِلفِينِ] سامونڊيءَ مڇيءَ جو هڪ قسم.

● دلق ۽ دلق: ذ. (ع) اڳڙين جي ٽُڪرن مان ٺهيل فقيراڻو چوغو- فقير جو لباس- چتين لڳل جُبو- گودڙي- خرقو- جيئن

"دلق ۾ ڪانءِ دل کي لائج ڪوڙ لباس" (روحل).

آداسي فقيرن جي مٿي ۾ پائڻ جو ڇنبدار ٽوپ- ڪلنگيدار ٽوپي- ڪُلاهُ.

- دَلِقُ پوش: ذ. صفت. گودڙي پوش- گودڙي پائيندڙ درويش- گودڙيو فقير- گودڙيو.

- دَلِقُ جو ڏاڳو: ذ. ڄاڳوٽو.

● دلڪي: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دَلَنگڪَ ۽ دَلَنگڪَ (ت): ذ. صفت. وڏو لچ- ڪاڪو- ٺڳيٽ- چالاڪ- بدمعاش.

● دَلَڻُ: مصدر. [سن. دَلُ = ڏرڻ] ڏَرِڻُ (اَنَّ دال وغيره) دال بڻائڻ- ڏرڻ- ڪنايتہ. تباهه ڪرڻ- برباد ڪرڻ.

● دَلِڻُ ۽ دَلِڻُون (ت): ث. هارين جي جهنگ هٽڻ جو اوزار- کهپي (ل).

● دَلوُ: ذ. [ع] لغوي معنيٰ ڏول يا دِلو. اسم خاص. آسمان جو يارهون بُرج- ڪُمڀ (ڪُنڀُ).

● دلوءَ دلا: ذ. صفت. [ع. دلال جي بگڙيل صورت] دلالي ڪندڙ- ڀڙوو- پڙوو- پانبي- ڪُٽڻ- پڙوت وننڊڙ- بي غيرت- دلال- ڪنجر- چاڙتو- چور- بد معاش. بد افعال- دغائي- فريبي. (ث. دَلِيءُ ۽ دَلِيُون).

● دِلوءَ دِلاَ: ذ. [ع. دَلوُ = ڏول يا دلو] هڪ پاڻي رکڻ لاءِ مٽيءَ جو ٿانو- گهڙو- ننڍو مٽ. (ث. دِلِيءُ ۽ دِلِيُون).

- دِلاَ پِرَڻُ: خدمت چاڪري ڪرڻ. ٻئي جي ڀاران ڪوشش ڪرڻ يا مدد ڏيڻ.

- دِلِيءُ ۽ دِلِيُونُ: ث. ننڍو دِلو- گهڙيءُ- ننڍي مَٽِيءُ.

- دِلِيءُ پِرَڻُ: شاديءَ رات جو دِلي پرڻ جو سَنَّوَنُ ڪرڻ.

● دِلوارو: اسم خاص. تعلقي آٻاوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دَلَواڻِيءُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (اڪثر حيدرآباد ضلعي ۾).

● دَلُوچو ۽ دَلُوچا: صفت. گهٽو- دِلُ- دُهرو- جهجهو (ل. ق). (ذ). مَلِيدو- ڪاچُ- ڪورمو- قورمو- سَتَ رَچِيي. (ث) لزاڪت- نازڪ ميزاجي- نازڪي، لطف- نفاست- مَلوڪت (ل).

جيئن، دَانُ دَلوچا دل وٽيا، وتي راضي ٿي (شاهه).

● دِلودِيرو: اسم خاص. تعلقي مانليءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دُلهَنَ ۽ دُلهَنُون: ث. [سن. دُلهَنَ] ڪُنوار- ڪُنثار- وَلِيءُ.

● دِلِهيِرُ ۽ دِلِهيِرَ: ذ. صفت. غمگين- دلگير.

● دَلِيءُ: اسم خاص. تعلقي فيض گنج (رياست خيرپور) ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دِلِيءُ ۽ دِلِيُون (ت): ث. مستيءَ وقت آڳ جي وات مان نڪتل ماس جي ٿيلهي.
● دَلِيپَادَلِي: ظرف. کُليو کُلايو - ظاهرظهور - شاهه. شاهوڪاري - پڌري پٽ - صاف صاف - دِيڻادستي - کولي کولي.
- دَلِيپَادَلِي چوڻُ: کُليو کُلايو چوڻ - پڌري پَٽ چوڻ.
● دَلِيپوتَا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد سنڌ ۾).
● دِلِيپوتَا: اسم خاص. تعلقي نوشهري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● دَلِيجِي: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● دليرُ ۽ دليرَ: ذ. صفت. [ف] وڏي دل وارو - ڇاتيءَ وارو. همت پريو - جُرأت پريو - وِيرُ - بهادر - سُورمو - سُور هِيه - پهلوان - جودو - پهلوان. بي ڊپو - بي خوف - بيباڪ - بيپرواهه - نِڊَرُ.
- دِليرانه: ذ. صفت. جرأت سان - دليريءَ سان - همت سان - بهادريءَ سان - بهادرانه.
- دِليرِي ۽ دِليرِيُون: ث. سورهيائي - بهادري - سورمائي. پهلواني - همت - جُرأت. بي ڊپائي - بيباڪي - بيپرواهي. اِستقلالُ - ڌيرجُ.
● دِلَيرِي: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● دِلِيڪُ ۽ دِلِيڪَ (ت): ذ. پاڻيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم.
● دَلِيلَ ۽ دَلِيلُون: ث. واڪ - ڌور - سهار. سِرِ ڪَنِ - ڦاهي. آن جي سنج جو هڪ قسم - ٽاڪيليءَ ۾ بدل ليکيءَ جو ڪَڙو. (انگ. ڊرِل) ڪنهن فوجي يا پوليس جي ملازم کي ڏنل سزا - سيکت - سختي - ڊرل.
● دَلِيلُ ۽ دَلِيلَ: [ع. دَلّ = هن وات ڏيکاري] رستو ڏيکاريندڙ - سُونهون - بحث - مباحثو - بيان. تقرير. سوال و جواب. ثبوت - ثابتي - مثال - بُرهانَ - ڪنهن ڳالهه جي ثابتيءَ ۾ ڏنل شاهدي. حُجت. سمجهاڻي. ويچار - خيال - رايو. گمان - وهم. جيئن

"دَرياهَ جي دليل، لوڙهي لهوارا ڪيا"
(شاهه).

آسرو - ڏَڍُ - وسيلو. ڏک - فِڪر - انتظار.
- دليل بازي ڪرڻ: بحث مباحثو ڪرڻ.
- دليل پيش ڪرڻ: ثابتي پيش ڪرڻ - ثُبوت ڏيڻ.
- دَلِيلُ ڊوڙائڻ: ويچار ڪرڻ - خيال ويڙاهڻ - سوچڻ - سمجهڻ. شڪ ڪرڻ. دماغ ۾ اجائي ڳالهه ويهي وجهڻ. جيئن

"ٿي ڊوڙائي دليل پنهونءَ ماڙهو موڪليو"
(شاهه).

بحث ڪرڻ - مباحثو ڪرڻ.
- دَلِيلُ قاطِعُ: ث. آخرين ثابتي - لاجواب ڪندڙ ثابتي - صاف ثابتي.
● دَلِيلُ دِيرُو: اسم خاص. تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● دَلِيلُو ۽ دَلِيلا: ذ. [ع. دَلِيلُ = سُونهون] آنن جي هڪ سنج جو نالو (جو ٽليءَ يا چڙيءَ والگر ٿئي، جيڪڏهن آن ڪسي بدل هوندو آهي ته آن جي ڳچي وجهڻ تي ڏٺي ڪيس يڪدم الهيءَ آواز وسيلي ڳولي لهندو آهي). پانديءَ پکيءَ جو هڪ قسم (ت).
● دَمَ: ذ. (ع) خون - رَتُ - لَهُو - لوهُو.
● دَمُ ۽ دَمَ: [ف]: ذ. پساهه - جيءُ - جانُ - پراڻ - سانس - جيءاپو - حياتي - زندگي - روح - چُوٽو - عمر - جيو - آتما. ساهه. يعني پنهنجي جان، جنهن ۾ ئي محبوب موجود آهي. جيئن

"دَمُ نه سُڃاڻَنِ، دالهُون ڪن مُنّن جِئن"
(ف).

هڪ دفعو ساهه کڻڻ جي حالت - ساهه - سانس. درياهه جو ساهُ - درياهه جي ڦُوڪ. درياهه جي ڇڪَ (سهٽي ڪرُ). جيئن

"دهشت دَمُ درياهه ۾، جت هيبت هُلاچو"
(شاهه).

ڊگهو ساهه - ڦوڪ - ڦيڻو - دعا - منتر - جادو (جو ٻئي تي ڦوڪارجي). حُقي يا چلم جي هڪ ڦوڪ - سُوٽو - وَزَمُ. جيئن "ٻيهه ته يار ٻه چار دم هڻي هلان ٿو" (ف. دَمَهُ). بيماريءَ جو هڪ قسم، جنهن ۾ وڏا ساهه ٿيندا آهن - آپ ساهي - سَهڪو - دَم ڪشي، وڏو ساهه کڻي حواسن کي روڪڻ جي حالت (اڪثر يوگي دَمُ ساهي ڪيترائي ڏينهن جيئرو رهي سگهندا آهن). پَلُ - ساعت - گهڙي - لحظو - پَلڪ - مَهل. جيئن "دلبر کي دل ڏيڻ ۾ دم دير نا ڪجي". دوکو - مڪر - فريب. ٺڳي. دلاسو - آسرو - ڏَيُ. لَپاڙَ - پَٽاڪَ - ڊاڙَ - لافَ. مغروري - گهمنڊ - ٺانءِ - هَٺُ - دماغ - غرور - فخر - مَرڪُ. زور - طاقت - سگهه - سَتُ. طعام کي پُوريءَ طرح رڌڻ لاءِ هلڪي توءَ تي رکڻ جي حالت - هَڏُ مارڻ جي حالت. ڪورين جي اصطلاح ۾ تاڃيءَ جي اڌ هٿ ۽ اڌ مٿي ٿيڻ تي ٺهيل خال. (ت). لڪڻ ۾ بيهڪ جي نشانين مان هڪ نشاني - پورو دَمُ (جنهن تي ساهه کڻجي). ڏوٻين جي محاوري ۾ ڪَنڊيءَ ڪي رليءَ وغيره سان ڍَڪڻ جي حالت (ت).

- دَمَادَمُ: ظرف. لاڳيتو - هڪ ٻئي پويان - ٻئي ڏر ٻئي - گهڙي گهڙي - هر هر. هميشه - سالهه - هردم.

- دَمَائيڻُ: دَم ڏيڻ. ساهه کڻڻ جي فرصت ڏيڻ.

- دَمُ بَازُ ۽ دَمُ بَازَ: ذ. صفت. ٺڳ - دوهو - فريبي. دغاباز - ويساهه گهات - ڪپتيو، چالاڪ - حريف - ڏوهائي.

- دَمُبَازِي ۽ دَمُبَازِيُون: ث. ٺڳي - مڪاري - ڏوهو.

- دَمُ بَخُود: صفت. خاموش - ساڪِتُ - چُپ - مات - مُتَحَيِّر - حيران - پريشان.

- دَمُ بَدَمُ: ظرف. گهڙي گهڙي - هروقت - هر گهڙي - هر دم - هر لحظي - ذري ذري - ساعت ۾ - ٿوري ٿوري وقت ۾. دائما - هميشه.

- دَمُ بَنْد ڪَرَڻُ: خاموش ٿيڻ - ساهه روڪڻ.

- دَمُ بَهاء الْحَق" ڪَرَڻُ: ملتاني فقيرن جو هڪ نعرو هڻڻ.

- دَمْبهَو ۽ دمُبهَا (ت): ملتاني فقيرن جو هڪ نعرو. هنن سبب ٿي امان جي حياتي آهي، وحدانيت جو ڪلمه، حق جي تصديق ڪرڻ جو نعرو.

- دَمْبهَا هَڻَڻُ: توحيد جا نعرا هڻڻ - فقيريءَ جا دم ڀرڻ.

- دَمُ ڀَرْجَڻُ: ساهه گهٽجڻ - وڏا ساهه کڻڻ - سهڪڻ - دم گهٽجڻ. ٺانءِ ۾ ڀرجي وڃڻ - هيٺ ڪرڻ - وڏائي ڪرڻ - ٽيڙي ڪرڻ - آڪڙ ۾ هوڻ - ڦولجي وڃڻ.

- دَمُ ڀَرَڻُ: ڦوڪ ڀرڻ - سُوٽو ڀرڻ - چلمَ جو سوٽو ڀرڻ - دونهو ڪيڻ. ساهه ڦوڪڻ. ٻٽاڪ هڻڻ - ڊاڙ هڻڻ - لپاڙَ هڻڻ - ڪوڙا دلاسا ڏيڻ. هامَ ڀرڻ - اروار ٿيڻ - لياقت ظاهر ڪرڻ - جوهر ڏيکارڻ - قابليت ڏيکارڻ - دعويٰ ڪرڻ.

- دَمَ تي رَکَڻُ: جانورن جو ديڳڙو ٻاهه تان لاهي، ان جي مُنهَن تي ڍَڪُ ڏيئي، مٿس بار ڏيئي رکڻ (جيئن جانورن منجهان ٻافَ ٻاهر نه نڪري، ۽ باقاعدي رَجهي تيار ٿيڻ).

- دَمَ تي هُجَڻُ: جانور تيار ٿيڻ تي هجڻ.

- دَمُ ٿِيَڻُ: ساهه بَنْدجِي پوڻ. دمڪشي ٿيڻ - دَم جي بيماري ٿيڻ.

- دَمُ ٽُٽَڻُ: دم ڏيڻ - ساهه ٽُٽڻ - مرڻ - اِنْتِقال ڪرڻ.

- دَمُ پَٽَڻُ: ساهه کڻڻ - ٿورو آرام وٺڻ - ساهي پٽڻ.

- دَمُ پُخْتُ ۽ دَمُ پُخْتَ: ذ. دم ۾ رڌل طعام - دَمْيَلُ جانورَ - آباريَلَ جانور. پُلاءُ جو هڪ قسم.

- دَمُ پُورَا ٿيڻُ: حياتي پوري ٿيڻ - مرڻ جو وقت اچڻ.

- دَمُ جهلڻ: ساهه گهٽجڻ. پاڻ روڪڻ - ٻوساٽجڻ. صبر ڪرڻ - ماٺ ڪرڻ. همت جهلڻ. تحمل ڪرڻ. ٿانءُ ڪرڻ.

- دَمُ چڙهڻ: ساهه چڙهڻ - ساهه گهٽجڻ - سهڪڻ - سهڪي ماں پرجڻ. جلدي ساهه کڻڻ - تکڙو ساهه کڻڻ.

- دَمُ خشڪ ٿيڻ: دم بند ٿيڻ - تمام گهڻو ڊڄڻ - سخت ڊڄي وڃڻ.

- دَمُ خم: ذ. تاب و طاقت - مضبوطي.

- دَمَ دلاسا ڏيڻ: آسرا ڏيڻ - دلداريون ڏيڻ.

- دَمُ دلاسو ع دَمُ دلاسا: ذ. اميد ۽ فريب - آسرو ۽ ڏَڏُ - تسلي - دلداري. ڪوڙي اميد - ڪوڙو آسرو - ڪوڙي تسڪين - ڪوڙو ڀروسو - ڏوکو.

- دَمُ دلاسو ڏيڻ: فريب ڏيڻ - ٺڳڻ - ڦسلائڻ. رکو هانءُ ڪرڻ - ڪوڙا دلاسا ڏيڻ.

- دَمُ دَمُ: ظرف. ذري ذري - ساعت ساعت ۾ - هرُ هرُ.

- دَمُ دَمڻ: مصدر. نعرو هڻڻ - ساهه کڻڻ.

- دَمُ ڏيڻ: مرڻ - فوت ٿيڻ - ساهه ڇڏڻ - وفات ڪرڻ - رحلت ڪرڻ - چالاڻو ڪرڻ - جهان ڇڏڻ. ساهو ڏيڻ - چاڙهه ڏيڻ - ريهڻ رهڻ - چڙهو ڏيڻ - گيلٿو ڀڏڻ.

- دَمُ ڏيڻ: مري وڃڻ - وفات ڪرڻ - فوت ڪرڻ - ساهه ڏيڻ - رحلت ڪرڻ - رضا ڪرڻ - چالاڻو ڪرڻ - جهان ڇڏڻ - پلاڻڻ - فنا ٿيڻ. شاهو ڏيڻ - گيلٿو ڀڏڻ - چٽ ڀڏڻ - ڦسلائڻ - ٺڳڻ - ڏوکو ڏيڻ - دغا ڏيڻ - پنيلائڻ - ڊوهڻ. آهستي آهستي ٿڪڻ لاءِ ڇڏڻ - ڪاڏي کي رڃهي وڃڻ ڪان سوءِ سيجهڻ لاءِ بند ڪرڻ. ٿانءُ جو هڪ اڌ هيٺ ۽ اڌ مٿي ڪرڻ (يعني خال ٿاهڻ جنهن مان نار لنگهندي آهي).

- دَمُ ڏيئي وڃڻ: ڪسائي پڄي وڃڻ - دلاسو ڏئي هليو وڃڻ.

- دميرُ ع دَمير: ذ. صفت. دم وارو - وڏائي وارو - دمباز - مغرور - هٺيلو.

- دَمزني ع دَمزنيون: ث. لاف - ٻٽاڪ - ڊاڙ - لپاڙ - ڦوند - ڊش. فخر - وڏائي - آپمان.

- دَمزنيون هڻڻ: ٻٽاڪون هڻڻ - ڊاڙون هڻڻ.

- دَمُ ساڌڻ: ساهه بند ڪرڻ يا گهٽڻ - ساهه گهٽڻ - جوڳين وانگي مڪر ڪرڻ - ٻوڪ ٻچائڻ. دَتُ هڻڻ - چپُ هڻڻ - ساهه روڪڻ.

- دَمسازُ ع دَمساز: ذ. صفت. همراز - رازدار - حال محرم - همدم - حال ياڻي. گهاٽو دوست - گهرو دوست - جاني دوست - هڪ مٺ يار. يار وِيسُ - دل گهريو - همدرد - دل وارو سنگتي - ساٿي.

- دَمسازيُ ع دَمسازيون: ث. گهاٽو سنبنڌ - ياراڻي - گهاٽلي مائٽيِ - دلي تعلقات.

- دَمُ سانُ دَمُ ڳنڍڻ: پنهنجو بڻائڻ - محبت ڪرڻ - دل دل سان ملائڻ - رازدان بڻائڻ.

- دمُ سڄائڻ: پنهنجي ساهه ۾ الله پسڻ. پاڻ کي سڃائڻ.

- دَمُ قدمُ: ذ. زندگي - حياتي - هستي - وجود - ظرف. هر حالت ۾.

- دَمُ قدمُ جو خير: جان جي سلامتيءَ جي دعا - هر حال ۾ خير جي دعا.

- دَمُ ڪرڻ: ڪجهه پڙهي شوڪارڻ يا ڦوڪارڻ يا ڦوڪڻ - شوڪارو هڻڻ. جانور پلاءِ وغيره رڏي ٻچاڙيءَ جو دَمُ ڪرڻ يا ڏيڻ. دفع ڪرڻ - ختم ڪرڻ

"تون شافي تون ڪافي، تون دردن ڪرين دم" (راضي).

- دَمُ ڪشيُ ع دَمڪشيون: ث. بيماريءَ جو هڪ قسم - دم جي بيماري - آپو ساهه - دمُ - سهڪو - آپساهي.

- دَمُ گهٽجڻ: ساهه گهٽجڻ - گهٻرائڻ - مونجهارو ٿيڻ - منجهي پوڻ.

- دَمُ گهٽڻ: ساهه روڪڻ - ڪنهن کي سخت وٺڻ - سخت ٻڪڙ ٻچاڙ ڪرڻ.

- دَمُ لڳائڻ: حقو پيئڻ - حقو چڪڻ - سوٽا هڻڻ - وڏا ڪش هڻڻ.

– دَمُ ۾: ظرف. لحظي ۾ – گهڙيءَ ۾ – تمام جلدي – ٿوري وقت ۾.

– دَمُ مَکڻ: ڪورين جي اصطلاح ۾ آئٽڻ شروع ڪرڻ لاءِ ڪپڙي جي مُنڍ تي آلو لتڙو ڳهائڻ سان تندن کي آلو ڪرڻ.

– دَمُ نباهڻ: وقت ٽپائڻ يا وقت لنگهائڻ. هر حال ۾ ساٿ ڏيڻ – آخر تائين وفاداري ڪرڻ – دوستيءَ جا حق پورا ڪرڻ.

– دَمُ نه دَميندا: جملو. پلڪ به نه ترسندا.

– دمُ نڪرڻ: ساهه نڪرڻ – مرڻ "دَمُ نڪري يا غمُ نڪري".

– دَمُ نه هڻڻ: عاجزي ڏيکارڻ – هرگز نه ڪڇڻ – بالڪل خوش رهڻ – پنهنجي طاقت جو اظهار نه ڪرڻ – پاڻ کي ڪجهه به نه سمجهڻ.

– دَمُ واپسين: ظرف. آخري دَمُ – مرڻ واري گهڙي – پوئين پساهه.

– دَمُ واندو نه هئڻ: هڪ گهڙيءَ جي فرصت نه هئڻ – هر وقت ڪم ۾ رُڌل رهڻ – عديم الفرصت هئڻ – فارغ نه هئڻ – فرصت نه هئڻ – تمام گهڻي ڪم ۾ مشغول رهڻ. صوفين جي اصطلاح ۾ هر هڪ دَمَ سان ذِڪر ڪندو رهڻ.

– دَمُ وٺڻ: ساهه کڻڻ يا آرام ڪرڻ – ساهي پٽڻ – فرحت وٺڻ – ٽڪ پڄڻ – ترسڻ – ٽڪڻ – دم پٽڻ – سهڙڻ – ليهرڻ – تازو توانو ٿيڻ.

– دَمُوي: صفت. رت جو – رت وارو – خوني. خوني مزاج وارو ماڻهو – قهر جهڙو – ڪٺور – خونخوار.

دَمُوي مزاج: وڏيل خون جي خطا وارو ماڻهو.

– دَمَهڙو (ت): ظرف. ڪجهه دم – ٿورو وقت.

– دَمُ هلائڻ (ت). خفي ذِڪر ڪرڻ.

– دَمُ هڻڻ: چرس يا حقو ڇڪڻ. پٽاڪ هڻڻ – پاڻ ساراهڻ – خود ثنائي ڪرڻ – لاف هڻڻ – وڏائي ڪرڻ – هڏڻ – سرڪڻ – ڦونڊجڻ – ڊاڙ هڻڻ – دعويٰ ڪرڻ. همت ٻڌڻ.

– دَمي ۽ دَمي: ذ. صفت. هنيلو – تڪبر ڪندڙ – هوڏ ڪندڙ.

● دِمِ: اسم خاص. تعلقي سالگهڙ ۽ تعلقي موري ۾ ديهن جو نالو.

● دُمُ ۽ دُمَ: ذ. (ف) پڇ – دُنبُ – ڇيڙو – پوڇڙ – پوڇڙي – پڇڙي – پڇاڙي.

– دُمدارُ ۽ دُمدارَ: ذ. صفت. پڇَ وارو – پڇڙيءَ وارو – دلبدار – هڪ تاري جو قسم.

● دَماچَ (ت) اسم خاص. هڪ ذات جو نالو – ڏَماچ.

● دِماغُ ۽ دِماغَ: ذ (ع) مغز – ميجالو. مٿو – ميرُ – سيسُ. سمجهه – عقل – فهم – ادراڪ – دانائي. اوسانُ – هوش – حواس. گهمنڊ – تڪبر – وڏائي – باٺورُ – مغروري – آڪڙ – سيٺ – غرور – بيهودگي. نشو.

– دِماغ آسمان تي هئڻ: پاڻ کي وڏو سمجهڻ – تڪبُرُ ڪرڻ – ڪنهن تي اک نه ٻڏڻ – هيٺ نظر نه هئڻ.

– دِماغُ چٽڻ: ڪنهن جو مٿو کائڻ – بڪواس ڪرڻ.

– دِماغُ چڙهيُ وڃڻ: دولت جي نشي ۾ پاڻ ڀلائڻ – مغرور ٿيڻ.

– دِماغُ جاءِ اچڻ: دماغ صحيح ٿيڻ – غرور ختم ٿيڻ – ٺانءِ وڏائي نه رهڻ – هوش ۾ اچڻ.

– دِماغُ خاليُ ڪرڻ: اجايو مٿو هڻڻ – بڪ بڪ ڪري پريشان ڪرڻ – ڪنهن ڳالهه سمجهائڻ لاءِ پوري پوري ڪوشش ڪرڻ.

– دِماغ رکڻ: وڏ ماڻهپائي ڏيکارڻ – مغرور ٿيڻ.

– دماغ سوزي ڪرڻ: وڏي دماغي محنت ڪرڻ – وڏي سمجهه ويڙهائڻ.

– دِماغ ڪرڻ: وڏائي ڪرڻ.

– دماغ کائڻ: ڏسو "دَماغ چٽڻ".

– دِماغ ۾ خلل هئڻ: حواس درست نه هئڻ – چريو هئڻ – ماليخوليا هجڻ – جنون هجڻ.

- دِماغيِ يا دِماغيِ: ذ. صفت. مغز وارو - متي وارو - دماغ وارو - دماغ جو. فهم وارو - عقل وارو - سمجهه وارو. هٺڪو - هٺيلو - مغرور - فخر ڪندڙ. پاڻ کي ڪجهه سمجهندڙ.

● دَمامو يا دَماما: ذ. [ف دَمامه = نقارو] دُهل جو هڪ قسم - نغارو - نقارو - ٻيرر. ڏُڪڙُ - طَبلو - رونق - ڇهڇٽو - وڏو نَنڊُ (خوشيءَ جي موقعي تي).

- دَمامون: ذ. هڪ ساز جو قسم - دمامو. خوشي.

- دَمامن (لس): ذ. واڄا - آواز - دهل جو ڪڙڪاٽ - ڌامو

● دِمامون: اسم خاص. تعلقي مير پور ماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دَمانُ: (ف) طاقت وارو - سخت - ڪرڙو - خون خوار - تکو. تيز هلڻ وارو - تکڙو - شوخ. (پيل دَمانُ = تيز هلندڙ هاٿي).

● دَماوَنُد: اسم خاص. (ف) هڪ جبل جو نالو.

● دُمباڙِڻُ (ت): مصدر. ذرا ذرا ڪرڻ - ڪپهه پيڃڻ - تُنُبڻُ - لتاڙِڻ - ڀيٽڙڻ. مار ڏيڻ.

● دَمچرُ يا دَمچرَ: ذ. گوڙ - گپوڙ - هُلُ - ڌمچر.

● دُمچيِ يا دُمچيون: ث. (ف. دُمچي = پُوچڙي). گهوڙي جي سنج مان هڪ سنج - پُڇي - دُنبڇي - پچڙنگ. آهو ڪپڙو جو هَنَي يا پاکڙي جي پٺيءَ پاسن کان ٻڌي وَهٽ جي پُڇ هيٺان لنگهائي ڇڏجي.

● دَمدَمو يا دَمدَما: ذ. [ف. دَمدمه] مٽيءَ يا واريءَ جي گوٿين مان ٺهيل قلعو - مورچو. متي چڙهيل رستو - متيرو - بَنُڌ - بَنُدُ. ريلوي يا پڇاءِ بند تان آمدرفت جي جاءِ. درياءَ جي متان لنگهه لاءِ گهيڙ وٽ - وڏي بَنهَ تي چڙهڻ لاءِ لهوارو حصو - پُل - موري - ڦڙدو. ناموس - هاڪَ - شُهرت - گوڙ - هُل - غوغاءُ - بکيڙو - هنگامو.

- دَمدَمو ٻڌَڻُ: ڪنهن جي برخلاف خراب صلاح ڪرڻ - مورچو ٻڌڻ - بَندُ ٻڌڻ - حملي لاءِ تياري ڪرڻ.

● دَمَرُ يا دَمَرَ: ذ. [سن. ڊَمَرُ] دُهل جو هڪ قسم - ڪنجري - ڪنجري. ناچ جو هڪ قسم - ڏَمالَ - ناچ - جهُمر - همبوڇي (لس) - هَمبوشي - بَغليون هٿي ناچ ڪرڻ جو قسم.

● دَميڙا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● دَميڙو يا دَميڙا (ت): ذ. ننڍڙو پٿر. ڪُڪرو - ڪرڪيڙو.

● دَمڙِي يا دَمڙِيون: ث. [ف. سن. دِرَم] اڳين وقت جي سڪي جو هڪ قسم - پئسي جو اٺون حصو - ٽولي جو اٺون حصو. جوارين جي اصطلاح ۾ هڪ راند (ت). پرت جو هڪ قسم.

- دَمڙِيءَ جِي دَال ٽي وقت چاڙهڻ: وَڏِي قناعت ڪرڻ.

- دمڙِيءَ جي دال ڇڏي نه ڪرڻ: اجائي ڪفائي ڪَرَڻُ.

- دمڙي نه وڃڻ: سخت ڪفائي ڪرڻ - ڪنجوسائي ڪرڻ "چمڙي وڃي ته وڃي پر دمڙي نه وڃي." چوڻي.

● دَمشق: اسم خاص. شام ملڪ ۾ هڪ شهر جو نالو.

● دَمڪَ: ث. (د هه. چمڪَ. سن. چمتڪرڪ) چمڪ. شوڀا رونق سونَ يا چهڙي جي.

● دَمَل: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر نواب شاهه ۾).

● دَمڻُ: مصدر. [ف. دَميدَنُ = ڦوڪڻ منجهان ورتل] ساهه کڻڻ - دَم کڻڻ. ترسڻ - صبر ڪرڻ - دم دلاسو ڏيڻ. (سن. دَمن) طعام کي ٿوري تَوُ تي رڌڻ - آٻارڻ - جوش تي چانور رڌڻ - آب تي چانور رڌڻ - ڪاڌو يا ڀاڄي ٻاڦ تي رڌڻ - دَم ڏيڻ - پچائڻ رسوئي ڪرڻ.

● دَميهيا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● دِمِيءُ ج دِمِيئُونَ : ث. ڇوٽي مونُي شيءِ- ڳِڙُ جو وڏو ڇَڪو (اٽڪل ۵ سير ڪن). ٻِمِٽِيءُ - ڇوٽو موٽو- ڇوٽڙي قد وارو ٿلهڙو ماڻهو. هڪ هندائي جو قسم- تراڪڙو- ويڪرو گيدرو. گول هندائو. ڪَدُو (جو تنبي لاءِ ڪم اچي). ڳِڙ جي ڀيلِيءِ (ت). ٻِيَٽَن ڏاڳن وارو ڦورو (ت).

● دَنِ ج دَنِيئُونَ : ث. [سن. دَنُ] اناج جو ڍير يا گُندِي جنهن ۾ اَنُّ جمع ڪري رکجي. گاهه يا ڪانن جو وڏو ڍِيرُ- ڍِڳُ- سَٽِيءُ.

- دَنِ ڪَرَڻُ : ڍِڳا ڪرڻ- گدام ڪرڻ- ڍِير ڪرڻ. ڪارڪن جو ڍِڳ ڪرڻ (ت).

● دِنُ : ذ. [سن. دِنِ. پرا. دِڻُ] ڏينهن- روز- وارُ. ڏهاڙو- موسم- رُتِ- مُنڊَ.

- دِنُ بَدِنُ : ظرف. روزبروز- ڏهاڙي- ڏِينهون ڏِينهن- هر روز- رفته رفته- ٽيندِي ٽيندِي- هلندِي هلندِي.

● دُنُ ج دُنَ : ذ. (سن. تُنْدُ) هڪ عضوو- پيٽ جي وچواري ڪَنڌَ- ناف- نانڙي واري جاءِ. ڪنهن ٿانوَ جي وچ ۾ مٿي آيل ٻولب- ڏَايدي. ڪنهن بہ شيءِ جو پورو وچ. ظرف. وچ ۾- وِچُ- گهٽو- انبار. جيئن ”مال گاهن جي دُن ۾ پيو چري“.

- دُنِيرُ ج دُنِيرَ : ذ. صفت. وڏي دُنُ وارو- وڏي نافَ وارو. وچ مٿي ٿيل ڪوبہ ٿانءُ.

● دُنَابُ ج دُنَابَ : ذ. ٿولهہ- سوج. جيئن ”گهوڙي تي دُناب لڳا پيا آهن“.

- دُنَابُ ٿِيَڻُ : جانور جو ٿلهو ٿيڻ.

- دُنَابِيءُ ج دُنَابِيءَ : ذ. صفت. ٿولهہ وارو- متارو- سُوٽل.

● دُنَاڙُ ج دُنَاڙَ : ذ. نڪ جو هيٺيون پاڳو- دُون- دُوناڙ.

- دُنَاڙَ پٽي وجهڻ : نَڪُ چِٽي وجهڻ- مُنهن تي ڌَڪ هڻڻ- سخت سزا ڏيڻ.

● دُنبُ ج دُنبُون (ڪ. ڪ) : ث. دُنبَنِ کي پيرَنِ ۾ ٿيندڙ هڪ بيماريءَ جو نالو.

● دُنْبَ ج دُنْبَ : ذ. [ف. دُمُ = پُڇ] دُم- پُڇ- پُٺِ- پُٺِيءُ. پول- ڇيڙو- پڇڙي. گهوڙي جي پول وارو حصو. گهوڙي جي هڪ سنج جو نالو (ت).

- دُنْبِرُ ج دُنْبِرَ : ذ. صفت. وڏي پڇ وارو- پُڇَڙُ- دُميرُ. وڏن پُنبَڻن وارو.

● دُنْبَا : اسم خاص. تعلقي ڪوٽڙي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● دُنْبَارِ (ڪ) : اسم خاص. هڪ جبل جو نالو.

● دُنْبَاڙِڻُ : مصدر. پيرن هيٺان چٿڻ يا لتاڙڻ- جهڳورڻُ. پيو پيرو ڪپهہ صاف ڪرڻ- دوبارهہ تُنْبَڻُ- چانورن کي پيو دفعو ڇڙڻُ. زور سان سٽڻ. ڪُٽڻ. ڏاڍي مار ڏيڻ- پڇ ڪيڻ يا ڏيڻ.

- دُنْبَارَ ج دُنْبَارُون : ث. ڪپهہ کي پيو دفعو پڇ- سَٽَ. چانورن جي پيو دفعو ڇڙَ. زور سان سَٽَ ڪُٽَ- مارَ- دُنْباڙَ.

● دُنبَارِيءُ ج دُنْبَارِيئُونَ : ث. پَڳ- لُونگِي- پٽڪو.

- دُنْبَارِيءُ ٻَڌَائڻُ : پڳ ٻڌائڻ.

- دُنْبَاڙَ ج دُنباڙُون : ث. ڏسو ”دُنْبَارَ“.

● دُنْبَالُ : ذ. [ف،] چوپائي جانور جو پُڇُ- دُنْبِ.

● دُنْبَالو ج دُنْبَالا : ذ. [ف. دُنبَالَه] پُڇ- دُنْب. ٻيڙِيءُ يا جهاز جو پٺيون حصو يا ڇيڙو.

● دُنْبَالو جا گيرُ : اسم خاص. تعلقي ڏيري محبت ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● دَنْبُ ٿِيَڻُ (ت) : غرق ٿيڻ- شهر جو ويران ٿي ٻُورجي وڃڻ- عمارت ڪري پوڻ- محل ويران ٿيڻ- دُفُ ٿيڻ.

● دُنْبِڇِيءُ ج دُنْبِڇِيئُونَ : ث. (ف). ڏسو ”دُمچي“.

● دُنْبَڙَ : اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● دُنْبِڙِي ج دُنْبِڙِيئُونَ : ث. ف. دُنْبَل = ڦَرڙي] ڦرڙِي- پِٽِ- رت ڳِڙُ- ڳِڙُ.

● دُنبو ۽ دُنبا: ذ. صفت. [هہ. دُنَاب = ٿُلهو. اڪرن جي مَٿَ سَٽ ٿيل. دُناب = دُنبا = دُنبو] ٿُلهو – موٽو – موٽَل – سُڇيل – سَڀَر – متارو. (ف). گهيٽي جو هڪ قسم، جنهن جو پُڇ ٿُلهو ٿئي – ٿُلهي پُڇ وارو – دُنبِ وارو. (ذ). گهيٽو. (ت. دُنبي ۽ دُنبيون).

– دُنبو بَڻائِڻ: ٿُلهو ڪرڻ – سُڇائڻ – متارو ڪرڻ. ماري ماري سُڇائي ڇڏڻ – ڏاڍي ڪُٽَ ڪيڻ.

– دُنبو ٿيڻ: ٿُلهو ٿيڻ – متارو ٿيڻ.

● دَنبُورو ۽ دَنبُورا: ذ. [ع. طَنبُورو جي بگڙيل صورت] وڄائڻ جو هڪ ساز – ٽنهن تندن سان هڪ ستارَ – سُرندو – طَنبورو – هڪ تارو – تنبورو – جنبورو.

● دَنبُوقَ: [”بَندوق“ جي بگڙيل صورت] بندوق – رائفل – تُفَنگ – توڦاقَ.

● دُنبِ ۽ دَنبَ: ذ. رِياءُ – ڏيکاءُ.

● دَنجَ ۽ دَنجُون (ٿ): ث. دَزَ – دُوڙ. [دَز > دَجَ > دَنجَ].

● دَنجهہ (ل): ث. دَنجَ – دَزَ. دُوڙ – ڪنگهہ، (ڪنگهہ جو نمونو، جنهن ۾ ڪانگهارو نہ آڻڙي رڳي ڇڙي سُڪي ڪنگهہ هجي).

● دَندُ ۽ دُندَ: (هہ) وڏو نقاره. شور. ظلم.

– دُندُ دَڙَڻُ: شور ڪرڻ. ظلم ڪرڻ.

● دَندا گيرُ ۽ دَندا گيرَ: ذ. تمام ڏاهو – سياڻو – عقلمند – اڪابر – چالاڪ – ذهين – هوشيار – عاقل – سياڻپ وارو – تجربيڪار – آزمودگار – جهان ديدو. استاد – گوهر – ڪاريگر – ماهر. جيئن

”ڪاڪ پڌيو ڪنبندا وڃن، دالهن دنداگير“.

– دَندا گيري حَلوو: ذ. [ف. دندان = ڏَندُ + گير = پڪڙيندڙ] حلوي جو هڪ قسم، جو ڏندن ۾ چنبڙي پوي – چاپُو حلوو – چنبڙُ حلوو.

● دَندانُ: ذ. (ف) ڏندُ – دَڇَنُ.

– دَندان سازُ ۽ دَندان سازَ: ذ. صفت. ڏند ٺاهيندڙ – ڏندن جو علاج ڪندڙ – ڏندن جو ڊاڪٽر يا طبيب.

– دَندان سازِي: ث. ڏند ٺاهڻ جو ڪم.

– دَندانُ شِڪَنُ: مُنهن ٽوڙ – ڏَندَن ٽوڙ – بس ڪرائي ڇڏڻ وارو – زبان بند ڪرائڻ وارو.

– دَندانُو ۽ دَندانَا: ذ. ڏَندو (ڪاراڻي وغيره جو). خط يا چِٺيءَ جي مٿان ليڪو يا گهيڪو.

● دَندَڻُ ۽ دَندَڻَ: ذ. [سن دندڻ = ڏراڙ] لَٺ رکندڙ – لَٺَ ڪٺندڙ – لَٺ وارو. مال ولدي – پاگيو. عملدار – عملي وارو – چوبدار – پهريدار ”تُنهنجي مُنهنجي ٿَڪ ٿڪ ڏَڻُ ميڙني دَندَڻ جو“ چوڻي.

● دَندو ۽ دَندا: ذ. ڌندو – هنر – واپار – ڪرت – ڪم. رهڻي ڪرڻي – رهايش.

● دَندوئِڻُ (ٿ): مصدر. ڌوڏارڻ – لوڏڻ – ڌوڻڻ – جهنجهولڻ – ڌاڌ ولڻ.

● دَنڪَڻُ: مصدر. [سن. دا = چمڪڻ] ٻَرَڻ – پَٽڪَڻ. چمڪڻ – دَونڪڻ.

● دَنگُ ۽ دَنگَ: ذ. حد – سنڌو – سرحد – ڇيهہ – ڇيڙو – ڇاڙي – انتها. ميعاد – مُدو – عرصو. رستو – دَڳ. (ف) حيران – وائڙو – ديوانو – چريو – احمق – پريشان – ششدر – موڳو.

– دَنگ دَڙَڻُ: ڪاوڙ ۾ پير ڌرتيءَ تي هڻڻ – دَڙها هڻڻ. ميڙي آڻڻ.

– دَنگَ دَڙو: ذ. حد – ڇيڙو – ڇاڙي. رستو – دَڳَ.

– دَنگُ رَهَڻُ: حيران رهڻ – وائڙو رهڻ.

– دَنگُ رَهجِي وِڃَڻُ: هَڪو ٻَڪو ٿيڻ – سُنَ ۾ هنجي وڃڻ – ”بيحس“ ٿيڻ – هڪ هنڌ ڪُپي وڃڻ (فڪرات ۾).

– دَنگ ڪَرَڻُ: ڇاڙي ڪرڻ – سنڌ ڪرڻ – حد مقرر ڪرڻ – چوٽيءَ تائين پهچڻ – چوٽي ڪرڻ – توڙ کي پهچڻ.

– دَنگو ۽ دَنگا (ت): ذ. انتها ڪرڻ – حيران ڪرڻ. شڪارين جي اصطلاح ۾ سوئرن جي اچ وڃ لاءِ نهيل رستو.

- دنگا ٺاهڻ: جهنگ ۾ سوئرن جي اچڻ وڃڻ لاءِ رستا ٺاهي ڇڏڻ.
- دَنگئي ۽ دَنگئي: ذ. صفت. سرحدي - سرحد تي رهندڙ - پَرَ واري زمين يا جاءِ جو مالڪ.
- دُنگ ۽ دُنگ: ذ. (ف) شراب وغيره رکڻ لاءِ تمام وڏو ٺانءُ جو مٽ - شراب جو مٽ. شراب جو وڏو شيشو. شراب جو پيالو.
- ● دُنگ پَرَڻ (ت): مٽ پرڻ. پيالا پرڻ. پرائو مال گهڻو کائڻ.
- دُنگ چاڙهڻ: شراب جا مٽ پئي وڃڻ - حد کان وڌيڪ شراب پيئڻ.
- دُنگڙو ۽ دُنگڙا (ت): [دُنگ جو اسم تصغير] ذ. شراب جو ننڍڙو مٽ.
- دُنگڙي ۽ دُنگڙيون: ث. شراب جو ننڍڙو برتن - شراب رکڻ لاءِ ٺانءُ جو ننڍڙو مٽ.
- دُنگي ۽ دُنگيون: ث. شراب جو ٺانءُ - شراب جو شيشو. شيشو - بوتل.
- ● دَنگ ڀيلو: اسم خاص. تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو.
- ● دِنگ چاچَڙ: اسم خاص. تعلقي کهوڙيءَ ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو.
- ● دَنگَل ۽ دَنگَل: ذ. پاڻ ۾ گڏجي ويهڻ ۽ خوشي ملهائڻ جي حالت - گڏجي هُل هنگامو ڪرڻ جي حالت - ميڙ - ڪُڙ - ڀيڙ - انبوهه - هشام - هُل - لڙ - گهمسان - پانيتال - شور. ميڙو - ملاکڙو - اکاڙو - ڪشتيءَ جو مقابلو. عملو - ڏنبلو - آٽالو - چاڪر چوڪر.
- ● دَنگڻ: مصدر. ٽپڻ - ٽپ ڏيڻ - هيٺ مٿي ٿيڻ - نچڻ. پرت جي اصطلاح ۾ ٺاڪڻ - سيڻ - ڏِ ڪڻ.
- ● دَنگو ۽ دَنگا: ذ. تڪرار - جهيڙو - پانيتال - فساد - هُل - هنگامو - معاملو - ٽنٽو - بکيڙو - جهگڙو - ٽوئنٽو - بغاغو - گوڙ - خلل - قضو - لڙائي - شرارت.
- دَنگائي ۽ دَنگائي: ذ. صفت. فسادي - جهيڙاڪار - شرير - فتنه انگيز - جهيڙاڪر - بکيڙائي - جهگڙائي - ٽنٽائي - رگڙائي - معاملائي - وڙهاڪو - جهٽائي - تڪراري.
- دَنگو ڪَرڻ: لڙائي ڪرڻ - فساد ڪرڻ - شور ڪرڻ.
- دَنگئي ۽ دنگئي: ذ. صفت. دنگو ڪندڙ - فساد ڪندڙ - فسادي - جهيڙاڪر - لڙاڪو - شرير.
- دَنگونا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد ۽ ٿرپارڪر ۾).
- ● دُنگي ۽ دُنگيون: ث. وڏيءَ ٻيڙيءَ جو هڪ قسم - وڏي ٻيڙي - سامونڊي ٻيڙي - ننڍو واپاري جهاز. جيئن

"دَنگي منجهه درياءُ ٻڏي ڪ آهڙي."

- ● دُنڍنگو ۽ دُنڍنگا (ل): ذ. صفت. ڏٽو مٽو - ٿلهو متارو - ڏاڍو.
- ● دنڌُورُ ۽ دَنڌُورَ (لس): ذ. دَور. ڊو. گهڻو - جهجهو - بي انداز.
- ● دُني ۽ دُني: ذ. صفت. [ع. دَنيءُ = هو نيچ ٿيو] گهٽ - خسيس - نيچ - ڪميڻو - ڪمذات - اوڇو - ڪرتوتن ڪينو - بڇڙو - بي عزت - نالائق - پست همت - ڪوتو - گهٽ اخلاق وارو (ث). دنيا - ڌن - دولت - مال - ملڪيت - ناڻو. جيئن

"جو تن ستان جتڪي، دُني تنهنجي دارَ"
(شاهه).

- ● دُني: دُن تي "ڪتي دُني" ماڻهن جي حد ٿئي. ماڻهن جي آخر ڏاري سج آيرڻي کان اڳ ڪتي (نڪت) مثل ماڻهن جي اوري دُن تي هوندي آهي.
- ● دُنيا ۽ دُنياڻون: ث. [ع. دَنا = هو ويجهو ٿيو] موجوده زمانو - جهان - جڳ - جڳت - ڪائنات - سنسار - لوڪ - عالم - ورس. زمين - پرٿوي - پرٿيي - دهر - پيون - ڌرتي. خلقت - مخلوقات - سرشٽي - ماڻهو - دنيا جا ماڻهو. دنيا جو سامان - دولت - ڌن - مايا - ناڻو - پئسو - مال ملڪيت - خزانو.

- دُنيا آميد تي قائم هئڻ: انسان جو آميدن جي آسري زندگي بسر ڪرڻ.
- دُنيا (اکين اڳيان) آولداهي ٿي وڃڻ: غمن ۽ ڏکن جو غلبو ٿيڻ.
- دُنيا پَر جُون ڳالهيون ڪرڻ: بيسود ۽ بي فائدي ڳالهيون ڪرڻ - بڪواس ڪرڻ.
- دُنيا پرستُ: دنيا ۽ دولت جو پوڄاري - لالچي - طمعي - ھيڇي.
- دُنيا جا جهڳڙا: دنياوي معاملات - زماني جون ضروري ڳالهيون (گهر، شادي، خوراڪ وغيره).
- دُنيا جا رَنگ: دنيا جون ڦرندڙ گهرندڙ حالتون - دنيا جا بي بقا نظارا.
- دُنيا جا سَبَب قَطع ڪرڻ: دنيا جي حُب دل مان ڪڍي ڦٽي ڪري ڇڏڻ.
- دُنيا جو جَهانُ ڇڏڻ: فوت ٿيڻ - موجوده زندگي ختم ٿيڻ.
- دُنيا جُون ٺوڪرون ڪائڻ: ڏک ڏولاوا سهڻ - تڪليفون برداشت ڪرڻ.
- دُنيا جي اکين ۾ هئڻ: سڀني جي نظرن ۾ هئڻ.
- دُنيا جي تَختي تان ڪَچي وڃڻ: زندگي ختم ٿيڻ - وفات پائڻ - مرڻ.
- دُنيا جي هَوا لڳڻ: دنيا جي خواهشن ۾ لڳي وڃڻ - دنيا جي مزن ۾ ڦاسي پوڻ - زماني جي چال اختيار ڪرڻ - معاشرو مٽائڻ.
- دُنيادارُ ۽ دُنيادار: ذ. صفت. پئسي وارو - شاهوڪار - امير - ملڪيت وارو - ڌن پتي - دولتمند - وڏيهيُون - تونگر - غني - هُوند وارو - ڀاڳيو - ساڌو - سکيو - ڏاتُ - ستابو - مالامال - ڀرپُور - جوپُ - آسودو - لکاپتي - سٺيو.
- دُنياداري ۽ دُنيادارِيُون: ث. دنيا سان تعلقات رکڻ جي حالت - زماني سازي - جهالگيري - لوڪ سازي - دنيا جي واقفيت - دنيا جي هلت چلت يا هلي چلي. تونگري - دولتمندي - ڀاڳيائي - آسودائي - وتهيائي.

- دُنياسازُ: دنيا جي معاملن ۾ پهرو وٺڻ وارو.
- دُنياسازِي: دنيا ۾ سڀ سان سهڻا تعلقات قائم ڪرڻ جي حالت.
- دُنياسازي جُون ڳالهيُون: ظاهرداريءَ جون ڳالهيون - سياست جا معاملا.
- دُنيا ڪان پَري پَچڻ: دنيوي تعلقات توڙي ڇڏڻ.
- دُنيا کي ٺوڪر هڻي ڇڏڻ: دنيا کي ترڪ ڪرڻ.
- دُنيا کي لَتَ هڻي ڇڏڻ: دنيوي حرص و هَوس کي ترڪ ڪري ڇڏڻ.
- دُنيا گُذَرگاهه هئڻ: دنياوي زندگيءَ جو عرصو ٿورو هئڻ.
- دُنيا مان هَٿُ ڌوئڻ: دنيوي لذتن تان دست بردار ٿيڻ - عيش کي ترڪ ڪرڻ.
- دُنيا مَنجهان سِدارڻ: دنيا منجهان ڪُوچ ڪرڻ - وفات پائڻ - فوت ٿيڻ - مرڻ.
- دُنيا و آخرت: ث. دنيا و عُقبيٰ - هيءَ دنيا ۽ بي دنيا.
- دُنيا و مَا فيها: ذ. دنيا ۽ جيڪي دنيا ۾ آهي - سنسار ۽ جيڪي ڪجهه آن ۾ آهي - سارو جهان - دنيا ۽ آن جا جَمادات، نَباتات، حيوانات ۽ انسان ۽ جِنّ وغيره.
- دُنيا هيڏانهن جي هوڏانهن ٿي وڃڻ: وڏو انقلاب اچڻ.
- دُنيائي ۽ دُنيائي: ذ. صفت. دنيا جو - دنيا وارو - جهان جو - زماني جو - لوڪڪ - سنساري.
- دُنيوِي: صفت. دنيا جو - دنيا وارو - دنيائي - دنيا سان لاڳاپو رکندڙ - سنساري - گِرهستي - گهرٻاري - فاني.

● دُنبَرُ ۽ دُنبَر: ذ. صفت. [س. ڏ ينبَورُ] تمام ڪارو. ٿلهو - ٿلهڙُ - ڏڀرُ - ڏڪو - موٽو - دُد متو - سَپَرُ - دُنبو. وڏو ٿلهو ٿانگ. ڀڇي مار - مُهاڙو.

● دُنِي: ث. [ع. دُنِي] جڳُ - جَهانُ - دنيا - سنسار. جيئن ”هن دُنِي ۾ ڪئين آيا ڪئين ويا.“ زمين - پِٽون - ڌرتي - ارض.

- دُٻيَان ٻَاٽيَان نڪرڻ: حوصلي کان لڪري وڃڻ - دين دنيا کان وڃڻ. ٻي حيا ٿيڻ - ڪنهن ٻه ڪم جو نه رهڻ.
- دُٻيون ٻاٽيون ڪيري ڇڏڻ: دين دنيا کان ڪيڻ - ٻني جهان وڃائڻ - صفا ڪاري ڇڏڻ - اصلاح جي اميد باقي نه ڇڏڻ.
- دُٻيون ٻاٽيون نيڻ: نڪمو ڪرڻ - بيڪار ڪرڻ - صفا ڪاري خراب ڪرڻ.
- دُٻيون ٻاٽيون وِيَلُ: ٻِنهي ڇَٽ - لِڪار - لِڪمو - ٻي ڍلڳو - هرگاله ڪان وِيَلُ - بيڪار. دين دنيا کان نڪتل. دين ۽ دنيا ٻنهي کان خارج ٿيل.
- دُو: صفت. [ف. دُو: سن. دِوُ = ڏُون، ٻه] هڪ عدد جو نالو - ٻه - ڏُون - جوڙو. ٻيڻو - ڏونو - ٻٽو - دُهرو.
- دوآبُ ۽ دوآبَ: ذ. صفت. ٻن لهرن جي وچ واري زمين - دوآبو - دوآبو - دُوابو.
- دُوآبو ۽ دُوابَا: ٻن لهرن جي وچ واري زمين.
- دوآبو ۽ دوآبَا: ذ. صفت. ٻن ندين جي وچ واري ٽڪل زمين - دوابُ - دوآب - دوآبو. اسم خاص. حيدرآباد جي پرسان هڪ ڳوٺ جو نالو.
- دوآتشو ۽ دوآتشَا: ذ. صفت. ٻن باهين مان نڪتل - ٻه دفعا چڪايل عَرَقُ.
- دوآني ۽ دوآنيون: ث. هڪ سڪي جو نالو - ٻيانِي.
- دوَابو ۽ دوَابَا: ذ. صفت. ٻن لهرن جي وچ واري ٽڪل زمين.
- دُوانِي ۽ دُوانِي: ذ. صفت. ٻن زبانن وارو - ڪوڙو.
- دوبَارُ ۽ دوبَارَ: ذ. صفت. ٻه دفعا - ٻيو دفعو - ٻيو گهمرو - ٻه گهمرا - ٻه ڀيرا - وري وري. گهڻو (ل ق).
- دوبَارَه: ذ. صفت. ٻيو دفعو - ٻيو گهمرو - وري وري.

- دُوبَالاَ: صفت. ٻيڻو - ٻٽو - ٻيحد تمام گهڻو.
- دُوبِيناني ۽ دُوبِيناڻيون: ث. ٻه ڏسڻ جي حالت. دوئي - ٻيائي. دوئي - داغ جا ٻه داڻا
"دوبيناڻي دُور ڪري، معرفت ملهاءِ" (شاهه).
- دُوتاَ: صفت. ٻٽو.
- دُوتَارَ ۽ دُوتَارَ: هڪ ساز جو نالو - ٻن تارن وارو هڪ ساز.
- دُوتارو ۽ دُوتَارَا: ذ. دُوتَار.
- دوتَهو ۽ دُوتَهَا: ذ. صفت. ٻن تهن وارو. ڄيڙو - ڄائنو - ٿوري - ڄڳڪٽ. ڏٿو مٿو - سٿر - وٿر - ٿوڦانگ - مٿيڪو - ڌڳ.
- دُوٻَٽو ۽ دُوٻَٽَا: ذ. ٻن پٽن واري چادر - اوتي - رئو - ڳنڍي.
- دُوپِسيِتي ۽ دُوپِسيِتيون: ث. صفت. ڍڪي - ايٽ سان - گرڀڻي - حمل سان - حامله - ڳرڪڙي.
- دُوپَهري ۽ دُوپَهريون: ث. ٻه ٻهر - منجهند - ظُهر - ٻپهري. (ذ). گل جو هڪ قسم (جو منجهند جو ڪلندو يا اُڙندو آهي).
- دُوپيَازَهُ: ذ. ڪاڌي جو هڪ قسم، گوشت (رڌل) جو هڪ قسم (جنهن ۾ ٻه دفعا بصر وڌو ويو هجي).
- دُوجو ۽ دُوجَا (ٿ): صفت. ٻيو (ث. - دُوجي ۽ دُوجيون).
- دوجَهانَ: ذ. ٻه جهان - هي ۽ هو دنيا. موجوده ۽ آئنده واري دنيا.
- دُوچَارُ ۽ دُوچَارَ: صفت. ٻه چار - ڪجهه - چند. (ذ). ميڙ - ملاقات - مجلس - ميلا.
- دُوچار ٿيڻُ: مقابل ٿيڻ - سامهون ٿيڻ - مٿ ڀيڙ ٿيڻ - منهن مقابل ٿيڻ.
- دُوچند: صفت. ٻيڻو - ٻٽو. دُوهرو - دُگنو - ڊبل - ٻه گهمرا.
- دُوچوبُو ۽ دُوچوبا: ذ. ٻن ڪاٺين وارو تنبو - ٻه سُرخو (تنبو).

- دُوچتي ج دُوچتيون: ث. ٻن چتين يا ڪُنڊن واري جاءِ. ٻچنڊي - جاءِ ۾ ٺهيل طاق وانگي اڏ چِت (ـــ وغيره رکڻ لاءِ).

- دُو دستو ج دُو دستا: ذ. صفت. ٻن هٿن وارو - مضبوط - زبردست - اڻ گهڙيو - بي ڍولو - بد شڪل. اڏنگو - بيهودو - بد فضيلتو - ترڙو. اناڙي - جڏو - بي هنر.

- دو دِلُ: ذ. صفت. ٻه دليو - ٻه چتو. ڦرلڏڙ گهراهڙ ۽ ڦرڻو گهرڻو.

- دُو ڏاريو: ذ. ٻن ڏارين يا منهن وارو. هڪ وڍڪو اوزار.

- دُو راهو ج دُو راها: ذ. اها جاءِ جتان ٻه رستا لڳن - ٻه واٽو.

- دُورُخو ج دُورُخا: ذ. صفت. دورنگو - دو طرفو - ٻيائي وارو.

- دُو رنگو ج دُو رنگا: ذ. صفت. ٻن رنگن وارو - ٻه رنگو - چٽڪمرو - چِٽ چِٽ. گهوڙي جو هڪ قسم - ڪارو - ابلق. ٻيائي رکندڙ - الهر هڪڙو ٻاهر ٻيو - منافق - ڪوڙو - ٺڳ - پاکنڊي - ڪپتي.

- دُو رنگي ج دُو رنگيون: ث. ٻيائي - ڪپت - دغا - چلُ - مڪرُ - فريب.

- دُو زانو: ظرف. ٻن گوڏن ڀر - جوڙن ڀر.

- دُو زانو ويهڻُ: گوڏن ڀر ويهڻ - جوڙن ڀر ويهڻ - گوڏا کوڙڻ - جهڪڻ - هشڻُ (وهٽ جو) - ڪُپُ کوڙي ويهڻ.

- دُو سالو ج دُو سالا: ذ. صفت. ٻن سالن جو - ٻن سالن وارو.

- دُوسيتي ج دُوسيتيون: ث. وهٽ جي ٻن اڳين پيرن ۾ وجهڻ جو زنجير.

- دَوسرا: ٻه گهر - ٻه جهان.

- دُوشالو ج دُوشالا: ذ. ٻن پٽن واري شال - دُوپٽو.

- دُوطرفو ج دُوطرفا: ذ. صفت. ٻن طرفن وارو - ٻنهي طرفن کان - ٻنهي طرفن جو - ٻه پاسو.

- دُوطرفي ج دُوطرفيون: ث. ٻن طرفن واري - ٻن پاسن واري - ٻنهي پاسي. ڪن ٻه ٻن ڌرين جي پاڻ ۾ وڙهڻ جي حالت - نااتفاقي - انبٽ - جهيڙو - نفاق - مخالفت - ڪلفت - ضديت - دشمني - وير - برخلافي - اختلافي.

- دوتا: صفت. ٻيڻو - ٻيو دفعو - منزل - موتيل.

- دوتا تيتنا: ث. گولين راند ۾ هڪ داءُ - اوٽ موٽ - ٻئي ٽئي - هرطرح.

- دُوناڙي ج دُوناڙيون (ث): ث. ٻه نالي. ٻن نالين واري بندوق - دُونالي - دُنالي.

دُونالي ج دُوناليون: ث. ٻه منهين - ٻن منهن واري بندوق - دُنالي.

- دُونيم: صفت. ٻ اڌ - ٻه ٽڪر.

● دَوُ: ذ. [س. دَوُ: چمڪڻ] روشنائي - سوجهرو - اولڙو - روشني. پاچو - پرتوو - عڪس.

● دَوا ج دَوائون: ث. (ع). سنڀي - ڦڪي - دارون - درمل - علاج - تدارڪ - ڊپ - ٻڪي. درمان - چارهه - چارو. پسار - جڙي ٻوٽي.

- دَواخانو ج دواخانا: دوائن ملڻ جو هنڌ - دوا جو گهر - ويج گهر - طبابت خانو - درمل خانو - شفاخانو - اسپتال - مطبُ.

- دَوا دارون: ذ. دوا دارو - علاج معالجو - سنڀي ڦڪي.

- دَواساز ج دَواساز: ذ. صفت. دوائون ٺاهيندڙ - دوائون رکندڙ - ويدُ - حڪيم - طبيب - ڊاڪٽر. دوا فروش - دوائون وڪڻندڙ - پساري.

- دَوا فروش ج دَوا فروش: ذ صفت. دوا وڪڻندڙ.

- دَوائي ج دَوائيون (ت): ث. دَوا.

● دُوابو: اسم خاص. تعلقي ڦنبر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دُواپو: اسم خاص. تعلقي جوهي تعلقي دادو ۾ ديهن جو نالو.

● دَوات ج دَواتون: ث. (ع) مس جي شيشي - مس ڪپڙي.

● دُوآپَرُ: ذ. سن. هندو فلسفين جي حساب موجب زمانِي جو ٽيون جُڳُ (جو ٨٦٤٠٠٠ ورهين جو آهي ۽ ان وقت ماڻهوءَ جي عمر هڪ هزار ورهيه هئي).

● دُوَادَسِ: صفت. هڪ عدد جو نالو- ٻارهن.

- دُوَادَسِي: ث. پَکَ جو ٻارهون ڏينهن- ٻارس.

● دُوَارُ: ۽ دُوَارَ: ذ. [سن] [ع. دَارُ] گهرُ، اندر وڃڻ جو لنگهه- ٻاهر ٻرن دروازو- لنگهه- دَرُ- کِلي- پُنبيو. چائنٺ- آستان- آستانو. مُلڪ- دِيسُ- هِنڌُ- پَٽُ. پکين جو ڪجهه تعداد- ٻُرِيلن جو وَلَر.

- دُوَارُ پَالُ ۽ دُوَارُ پَالَ: ذ. صفت. دربانُ دروانُ- رکوال- رکوالو- رکپالُ.

- دُوَارو ۽ دُوَارَا: ذ. آستانو. دروازو- چائنٺ. دُئارو. جيئن "گُرُدُ وارو- ٺاڪردوارو".

● دُوَارا: ظرف. (ف) جي هٿان- جي وسيلي- جي ذريعي- منجهان- مان- معرفت- هٿان- هٿون- وسيلي- دُوارانِ.

- دُوَارَانُ: ظرف. دُوارا.

● دُوَارڪا: اسم خاص. ڀارت ۾ هندن جو هڪ مشهور تيرٿ.

- دُوَارڪو ڪَرَڻَ: ڌاتيءَ ۾ جهڪي ٻه رانگن جا ڳوڙها هجن تن کي ڳڍي سُوڌي اٽڻ. لائق ڪري ڀڪو هڪ ڳوڙهو ڪرڻ.

● دُوَالُ ۽ دُوَالَ: ذ. (ف). گهوڙي جو هڪ سَنجُ- رڪيبن کي جهلڻ لاءِ چم جو ٽڪرو- چمڙي جي وَڌي- چمڙي جو تسمو- پٽو.

- دُوَالِي ۽ دُوَالِيُون: ث. [ف. دُوَالُ = چمڙي جي وَڌي] ٻارن، ڌترن وغيره ٻاليل پکين کي پيرن ۾ ٻڌل سَڳا (جي هٿن ۾ جهلجن). جيئن

"دَامُون دُواليُون، پيچ جي پيڙ ۾"
(سنتار).

چابڪيءَ جي چم وارو پٽو. جيئن

"ٽوڙي دوئي جو ٿو، دوالي ڏئي هڪ سٽ"
(لجفي).

- دوالي بند: دُوال ٻڌندڙ- ملازم- نوڪر- خدمتگار.

● دَوَامُ: ظرف. [ع. دَامَ = هُن جٽاءُ ڪيو] هميشه- دائم- سدائين- سدا- ليتُ- مُدامِ.

- دَوَامِي: ظرف. هميشه لاءِ- سدائين- هميشه جو- مُدامي.

● دِوَانِخَانُو ۽ دِوَانِخَانَا: ذ. [ف. دِيوانخانو] هڪ وڏي جاءِ- ڪورٽ- مَڙدن جي ويهڻ جو هنڌ.

● دَوَاڻُ ۽ دَوَاڻَ: ذ. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم (سنهڙا چِلڪَ، پُٺِ ڪاري، پيٽ اڇو، بدن ۾ گول، قد ڏيڍ ڪان اڍائي فوٽ).

● دوبدو: ظرف. [سن. دانڊ = دف. دُوبدو. سن. دُو يودُ پرِدُوي]. آمهون سامهون- منهن مقابل- دَعِي مُدَّعِي- روبرو- سَنمُک- آڏو.

- دُوبَدُو ٿيڻُ: هڪ ٻئي جي سامهون ٿيڻ- روبرو ٿيڻ- مُقابِل ٿيڻ.

- دُوبَدُو چوَڻُ: مُنهن تي ٻُڌائڻ- رُوبرو چوڻ.

- دُوبَدُو ڪَرَڻُ: روبرو ڪرڻ- سامهون ڪرڻ- مقابل ڪرڻ.

● دُوبڙو ۽ دُوبڙا (ت): صفت. ٿلهو- ٿنڀرو- متارو. ٿُلهي ڪاٺ جو ٽڪر- دوڳُ.

● دُوبڻُ: مصدر. جهوڪڻ- باهه ۾ ڪاٺيون وجهڻ- باهه ڦوڪڻ. لتاڙڻ- لتون هڻڻ.

● دُوبو ۽ دُوبا: ذ. [سن. دُرَوَ = دُبو] هڪ سُرڪ- هڪ سُرڪي- هڪ ڍُڪ. هٿ جي ٺيري تي پيل پاڻي ۾ گِريل آفيم (موالين جي ٺيري تي تماڪ جو ذرو ۽ پاڻي ملائي ڪائڻ لاءِ تيار ڪيل). مس جو ڦُڙو- دُبو- چِٽو.

● دُوتُ ۽ دُوتَ: ذ. [سن. دُوتَ = قاصد] پيغام پهچائيندڙ- قاصد- پيامبر- ايلچي- وڪيل. چغلخور- ڏُوتو. فرشتو- ملائڪ. جن- ڀُوت. (ث. دُوتِڻِ ۽ دُوتيڻيُون).

● دوٿ ۽ دوٿُون (ڪ): ث. ڪوڙي تُهمت - بُهتان - الزام - دوڏُ.

● دوٿرُ ۽ دوٿرَ: ذ. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم (چلرن مان ٿورا ڪندا ٿينس، ڊيگهه فوٽ ڪان ڏيڍ فوٽ تائين) - ڪاري جو ٻَلو. صفت. ٿُلهو ماڻهو - موٽو - ڦيڦو.

● دوٿرِيو ۽ دوٿريَا: ذ. دوٿرَ جو ننڍو ٻچو.

● دوٿاڻِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو - افغانن جو هڪ قبيلو.

● دوپَهرِي: ذ. گُل جو هڪ قسم.

● دوپيرُ ۽ دوپيرَ: ذ. وَهٽَن جي اڳين يا پُٺين ٽنگُن ۾ ٻڌَڻ جو زنجير.

● دُوجَ: ث. [سن. دو = ٻه] پَکَ جي ٻي تِٿِ - ٻي تاريخ - ٻيجُ.

● دُوجُ ۽ دُوجَ: ذ. هندن جي پهرين ٽن ذاتين (برهمڻ، ڪَتري، وِيش) مان ڪنهن به ذات جو ماڻهو.

● دُودُ ۽ دُودَ: ذ. (ف). دونهون - ٻاڦ - ٻخار. وَرم - چلم جي ڦوڪ. سُوٽو - دمُ - ڪشُ.

- دُودا: ذ. دونهان - غبار - ٻاڦ.

- دُودَ ۾ آچِلَڻُ (ت): دونهين ۾ آچِلڻ. تڪليف ۾ وجهڻ.

● دود: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● دوداپُور: اسم خاص. تعلقي گَڙهي خيرو ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دودال وَل: اسم خاص. ڪِرڙين ۽ ڪبڙن ۾ ٿيندڙ وَل جو هڪ قسم.

● دودائِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (گورچاڻي بلوچن جو هڪ قبيلو).

● دودائِپڪو: اسم خاص. تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دودائِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دُودِ ڙَيو ۽ دُودِ ڙَيَا: ذ. اجايا گوڙ - لُڙهه - گوڙ - شور - هُل - ڳالهوڙو - ڪَتِراڳُ - ڏالَ ڪَل - ڪِهِڙو - راڳ - ٻِڪيڙو - ٻُڏو ٻَجَرُ.

● دُودَ سَتِي ۽ دُودَ سَتِيُون: ث. [ف. دُ = ٻه + دست = هٿ] ٻنهي هٿن ۾ جهليل. وهٽ جي اڳين يا پوين ٽنگن ۾ ٻڌڻ جو زنجير - ڪگهياڙي. جيئن

"دُودَسَتِي، دُوپيرَ، سِيني سَنگهَرَ رُڪَ جِي" (شاهه).

● دودَ قُلَ: (ل): ث. ول جو قسم (ساوڻيءَ ۾ سيلابي زمين تي هڪ وَل جا ڪِرڙن تي چڙهي جنهن ۾ اڇيون ڦُلڙيُون ٿين جي کائجن).

- دودِ قُلو ۽ دودِ قُلا: ذ. دود قل وَل جون ڦُلڙِيُون.

● دودَڪ قُلو: اسم خاص. گاهه جو هڪ قسم.

● دودِلو ۽ دودِلا (ل): ذ. ننڍين ٽنگُن وارو ڪُڪڙ - تمام ڇوٽي ٽنگن ۽ ٿُلهن بُڪين وارو مرد. (ث. دودِلِي ۽ دودِلِيُون).

● دوداري: اسم خاص. تعلقي لاري (رياست خيرپور) ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دودِيجا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر خيرپور ۽ نواب شاهه ضلعي ۾).

● دوڏُ ۽ دوڏَ (ت): ذ. ڪوڙ - دغا - ٺڳي - دولاب - ترڪت - کوٽُ - دغابازي.

- دوڏُ ٻَڌَڻُ: ڪوڙي مالڪي ڏيکارڻ - ڪوڙ ٻڌڻ - دولاب ڪرڻ.

● دُوڏَتُ ۽ دُوڏَتَ: ذ. گهُوگهَٽ - گهُوگهاٽ. پاڻيءَ جو زور سان وَهَڻُ جو آواز (ل).

● دُوڏو ۽ دُوڏا (لس): ذ. ڍِڳُ. ظرف. زبردست - ڏُم ڏُمان - گهُمِ گهُمان.

● دُوڏَ قُلِي: ث. [هه. دودَ + قلي: کير واري ڦُلِي] ٻوٽي جو هڪ قسم - کيڙُرول.

● دوڏَ ۽ دوڏون (ل): ث. لوهارڪي ڪم جو هڪ اوزار - ڪوڏار جي ٻاهي مان اسيُون وغيره ڪڍڻ جو اوزار.

● دوڏو ۽ دوڏا: ذ. [ف. دِيد >ديدو = دوڏو] چِپرن الله رڌِ ڪيل اک جو گولو - اک جو وڏو تارو - وڏي اک - ڏيلهو نَرُ ڪُڪڙجي ننڍي سُڏي ڪڙهه - ٽُڪو - ڏُڪو. پکيءَ جو هڪ قسم - وڏو ڪانءُ (ت).

= دوڏا ٿوٿيارڻ: وڏيون اکيون ڏيکارڻ - اکيون ڦوٽارڻ - ڏيلها ڏيکارڻ - ڊيڄارڻ - اکيون ڏيکاري هيسائڻ.

● دورُ ۽ دَورَ: ذ. [ع] ڦيرو - گردش - چَڪَرُ - گهمرو - وارو - پيرُ - پيرو. درياءَ جو پيرُ - پاڻيءَ جو چَڪَرُ - درياءَ جو زور.

جيئن "دِلو دَوَرَ دَرِياهَ جي، ڪيو آرادي اڏ". (شاهه).

ڪتاب يا سبق جي ٻي پڙهڻي - سبق جي آٿلائي - سبق کي ڀيرو، اوساريءَ جو هڪ ڦيرو - پٽ جي هاري. قرآن شريف جي وري پڙهڻي - تلاوت. ڪنهن محل ۾ شراب جي پيالي جو ڦيرو. چال - رفتار - روش - هلت - هلڻي. جيئن "زماني جا عجيب دَور آهن" وغيره. حڪومت جو وقت - زمانو - عرصو - مهل - نوبت - وارو - مدت. انقلاب - تغير. دِليل - خيال - ڀَور - ٻُدٻُدو - مَن موج - رِيچَڪُ - لَهر - رِتا - ٻُودڪي. خيال - قياس - فهم - سمجهه. درد - غم - ڏک - رنج - سُور.

جيئن "جي ويهين ڳڏ گوڏي تہ دُور سٽائين دل جا" (شاهه).

وڏائي - هَٺ - تڪبر - مغروري.

= دَورانُ: ذ. صفت. گردش ڪندڙ - ڦرندڙ. وقت - زمانو - جُڳُ - عُمر - آوَسٿا. چڪر - ڦيرو - دورو - انقلاب.

= دَورِ جَڻُ: مصدر. ڍڪرِ جَڻُ - دوري جي بيماريءَ جو اثر ڪرڻ.

= دَورِ جِيوَ جَڻُ: بي هوش ٿي وڃڻ - گمراهه ٿي وڃڻ.

= دَوردرس جو: ذ. ديدار جي خوشي - درشن جي خوشي.

= دَور دَورو: ذ. زمانو - وقت - عرصو - مدت. حڪومت - اقبال - اختيار - راڄ - عمل.

= دَور دَورو هئڻ: پورو قبضو هئڻ - اوج ۾ هئڻ.

= دَورُ ڪَرَڻُ: وري وري پڙهڻ - ياد ڪرڻ - ڀيرو ڏيڻ - اورڻ. ٻن ماڻهن جو ويهي هڪٻئي کي قرآن شريف ٻڌائڻ - تلاوت ڪرڻ. حڪم هلائڻ.

= دَورو ۽ دَورا: ڦيرو - وَرُ - چڪر - گهمرو - گشتُ - سفر - سَير - شيل - گهمتاري - گردش - وارو. ڀَورُ - خيال. لوبت.

= دَورو آچَڻُ: دوري جي بيماريءَ سبب بيهوشي اچڻ.

= دَورو ڪَرَڻُ: چڪر لڳائڻ - گشت ڪرڻ - چڪر لڳائي معائنو ڪري اچڻ.

= دَوري ۽ دَوري: ذ. صفت. گڏ دؤ ڪندڙ. ڪلاسي - هم سبق - ساڳئي درجي ۾ پڙهندڙ - ساڳئي سبق وارو.

● دَوَرُ (ڪ): ذ. ڪاري جي وڏي پيڙي (واڻ) جو هڪ اوزار - لنگر ڪٽڻ واسطي هڪ وڏو ڪاٺ جو چڪرو.

● دُور: ظرف [ف. دُور؛ سن. دور = ڏُور] پري - ڏور - ڏورانهون - بعيد. علحده - جدا - الڳ - وِڇي.

= دُورافتاده: ذ. صفت. تمام پري ويل - پري رهندڙ - پري آچلايل.

= دُوراَنديش ۽ دُوراَنديش: ذ. صفت. اڳ پوءِ جو خيال ڪندڙ - ڏگهي نظر رکندڙ - اڳو پيڇو سنڀاليندڙ - ڳڻڳوپ وارو. اڳ ويچاري - سياڻو - داناءُ - سُچيت - چتر - چالاڪ.

= دُوراَنديشي ۽ دُوراَنديشيون: ث. اڳ ڳڻتي - ڏگهي نظر - سوچ ويچار - ڳڻڪوت - اڳ پوءِ جو خيال. دانائي - عقلمندي.

= دُورباش: ندا. پري رهه - پري ٿي - خبردار. پري ٿي وَڃ!

دُوربِي: ث. [دوربيني جي بگڙيل صورت] پري ڏسڻ جو هڪ اوزار.

جيئن "دائما دُوربيءَ ۾، پسين وِلاتن وِت". (شاهه).

= دُوربِين ۽ دُوربِينون: ث. پرانهين شيءِ کي ويجهي ڏسڻ جو اوزار - ڊربگهه درسي.

- دُور بِينِي ۽ دُور بِينِيُون ث. دُوربين.
- دُور ٿِيڻُ: الڳ رهڻ - پري رهڻ. نفرت ڪرڻ.
- دُورُ ٿِيءُ؛ ندا. پري! پري هَٽُ! هليو وڃ!.
- دُور ٿِيڻُ: علحده ٿيڻ - جُدا ٿيڻ - پري ٿيڻ. هٽڻ - سُرڪڻ - رِڙهڻ.
- دُور دَرازُ: ظرف. تمام گهڻي مفاصلي تي - تمام پري - گهڻو پري.
- دُور دَسُت: ظرف. تمام پري - اهڙا جاءِ جتي پهچڻ مشڪل هجي يا پهچي نه سگهجي.
- دُورُ دِيرو ڪَرَڻُ: جدا ٿيڻ - پرديس ۾ رهڻ - لاڳاپا لاهي ڇڏڻ - تعلقات ٽوڙي ڇڏڻ - بي وفائي اختيار ڪرڻ.
- دُور رَهَڻُ: الڳ رهڻ - پري رهڻ - جدا رهڻ.
- دُور ڪَرَڻُ: پري ڪرڻ - جدا ڪرڻ - الڳ ڪرڻ - هٽائڻ. موقوف ڪرڻ - نوڪري کان برطرف ڪرڻ. غائب ڪرڻ - پوشيده ڪرڻ.
- دُورگو: ذ. [ف. دُور + گو (گفتن منجهان) ڳالهائيندڙ] پري کان آواز پڄڻ جو اوزار - ٽيليفون.
- دُورِي ۽ دُورِيُون: ث. پرانهين - پري پنڌ - وڏو مفاصلو - پريرائي. جدائي - وڇوڙو.
● دُوران (ل)؛ صفت. تمام وڏو - شاهي. جيئن "مڙس ته دُوران لڳو پيو آهين".
● دُورانِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (پٺاڻ).
● دُوربِينِي ۽ دُوربِينِيُون: ث. [ف. دور = پري + ديدن = ڏسڻ] پري ڏسڻ جو هڪ اوزار - دُورَ دَرِ شَڪَ.
● دُورِ ڪَيلَ (ڪ): ذ. پڙيءَ جي چوٽيءَ وارو ٽِڪ (جنهن مان وڏي سڙهه جي چوٽيءَ وارو رسو ڪڍي هاڪارڻ وقت (گوس) لنگهائي پئدي ڇڏبو آهي).
● دَورَنگ: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● دَورَو (ڪ): اسم خاص. هڪ جبل جو نالو.

● دَورَڻُ: مصدر. [ع. دَورَهُ = ڦيرو] دَورُ يا گهمري ۾ آڻڻ (ل. ق) چارڻ لاءِ ڪاهڻ - پهرائڻ (مال وغيره). (ڪ).
● دُورو ۽ دُورا؛ ذ. صفت. پيارو - وڻندڙ - دادلو. سَلُوڪ - سُهڻو.
● دُور پِلَو ۽ دُور پِلا (ٿ): ذ. صفت. ڪم عقل - بيوقوف - اناڙي - چِٽُ.
● دوڙَ ۽ دوڙُون: ذ. صفت. خسيس - نيچ - گهٽ - ادني - دُونُ. (ث). پالهي - گولي - خادم. تمام ٿلهي - متاري (ل).
● دَوڙدَنگ ۽ دَوڙدَنگ: ذ. صفت. جانٺو - جبرو - قوي - سگهارو - هيڪل - زبردست - طاقت ور - مضبوط - ڏاڍو مٽو - بهادر - پهلوان - جامَڙدُ - ٿُلهو.
- دَوڙُد نِگُوڙُ (ت): ذ. صفت. بلڪل ٿُلهو.
● دوڙ: اسم خاص. تعلقي ڪنڊڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● دُوڙِ ڪَيِڻُون: اسم خاص. تعلقي چاچڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● دوڙموڙُ: ذ. صفت. ڊول مول - بي ڊولو - خراب حصو - خراب پاڳو.
- دَوڙَ ۽ دوڙُون: ث. پَنجَ ڊُڪَ - ڊوڙ - تاهي (ٽُراپِي).
- دَوڙائِڻُ: مصدر. ڊوڙائڻ - پَڄائڻ - تاهي ڪڍائڻ. موڪلڻ - روانو ڪرڻ.
● دَوڙَڻُ: مصدر. [پرا. ڌاوَڻَ. سن. ڌاوَنَ] ڊُڪڻ - ڊوڙڻ.
● دَوڙو ۽ دَوڙا: ذ. [ف. دَورَهُ = دورو] ڦيرو - وارو - چڪر - گهيرو - گهمتاري. شَتَابِلُ - سفر - سَيرُ. ذ. صفت. دوڙو ڪندڙ - قاصد - پانڌي. پيامبر. گهوڙي جي پنڌ جي چوٽ. غنيم جو گهوڙن سان حملو ڪرڻ جي حالت. لکيي - دابو (ل. ق). ضدُ - اڙي - حسد (ت).
- دَوڙو ستارَڻُ (ت)؛ ضدُ ڪرڻ - دباءُ ڪرڻ - ڪنبائڻ. ضدُ ڪري ويهي رهڻ.

● دُوڙهيو ۽ دُوڙهيا (ل): ذ. ڏُوڙيو- ڏُوڙ جو وَسڪارو- لَتَ- ڏُوڙ- رَئِي- مٽيءَ جو طوفان- انڌاري.

● دوز: صفت. [ف. دوختن = سبڻ] سبندڙ- سبڻ وارو. مرڪبات ۾ ڪم ايندڙ، جيئن "ڪفش دوز، ڪفن دوز وغيره".

● دَوزَان: اسم خاص. ڪراچي ضلعي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دَوزَخُ ۽ دَوزَخَ: ذ. (ف) گنهگارن کي سزا ڏيڻ لاءِ خدا تعاليٰ جو پيدا ڪيل عذابن جو گهرُ- جَهَنَّمُ- نَرڪُ- نُرگُ- پاتال- سَقَر- سِجِيّنُ- نار- باهه جو مَچُ- اوڙاهه. (گنهگارن کي سزا ڏيڻ لاءِ پيدا ڪيل ست طبقا).

- دَوزَخِيُ ۽ دَوزَخِيُ: ذ. صفت. دوزخ جو لائق. سخت گنگهار- جهنمي- نُرگي. پاپي- اپراڌي- ڏوهاري- بدڪار.

● دوسُ ۽ دوسَ: ذ. [سن. دوش = ڏوهه] ڏوهه- گناهه- اپراڌ- قصور- دوش. خطا- ڀُل.

- دوسِيُ ۽ دوسِيُ: ذ. صفت. ڏوهي- گنهگار- اپراڌي.

● دوسُ ۽ دوسَ: ذ. [ف. دوست جو مخفف] دوست- سنگتي- يار- سڄڻ- گهڻگهرو- محبوب. ڌيان- خيال. پيار- چاهه.

- دَوسَانُ: ذ. صفت. دوستان- دوستن جو.

- دوساڻُو ۽ دَوساڻا: ذ. دوستالو- دوستي- يارائي- سنگت. ميٺي- ناتو- لاڳاپو. ٻَڌِي. ايڪو- اِتحادُ- اتفاق.

- دوساڻِيُ ۽ دوساڻِيوُن: ث. دوستائي- دوستي- سنگت- يارائي.

- دُوساهُم! ايدا. اي دوست! اي دوس!

- دوسدارُ ۽ دوسدارَ: ذ. دوستدار- محبُ- سڄڻ- محبوب.

- دوس ڏِيَڻُ: ڌيان ڏيڻ- توجهه ڏيڻ- خيال- ڪرڻ- غور ڪرڻ. پيار ڪرڻ.

● دُوساڻِي ۽ دُوساڻِيونُ (ڪ): ث. رلين سبڻ جي وڏي سئي.

● دوسُتُ ۽ دوسُتَ: ذ (ف) لغوي معنيٰ، ڳنڍيل- لاڳاپيل. [ف. دُو = ٻه + دَسُت = هٿ] ٻه هَٿ- ٻن ڄڻن جو هٿ ساٿ- هٿ هٿ ۾ ڏيندڙ. سنگتي- يار- ميتر- ساٿي- سڄڻ - حبيب خيرخواهه- غمخوار پيار ڪندڙ- چاهيندڙ- مُحِبُ- محبوب- صنم- پِريتم- معشوق. آشنا.

- دوستالُو ۽ دُوستالا: ذ. دوستي- ياري- يارالي- سنگت- آشنائي.

- دوستاڻُو ۽ دوستاڻا: ذ صفت. دوست جو- سنگتيءَ جو- يار جو- سڄڻ جو- دوساڻو- دوستن وارو (ذ). دوستالو- ياري- دوستي- آشنائي.

- دوسُت بَڻَائِڻُ: يار بڻائڻ- همراز- بڻائڻ- طرفدار بڻائڻ.

- دوسُتدارُ: ذ. صفت. دوست رکندڙ- خيرخواهه- همراز- مُشفِقُ- هَمدَرد.

- دوسُتدارِيُ: ث. خيرخواهي- دوستي- مروّت- همدردي.

- دَوستِيُ ۽ دوستِيُون: ث. يارائي- يارالي- ياري- يارانو- دوستانو. سنگت- مترتا، سڄڻائي- آشنائي. پيار- پريت- محبّت. ميلُ- ناتو- ٻَڌِي- ايڪو. اِتحادُ.

- دوستِيءَ جو دَمُ هَڻَڻُ: دوستيءَ جي دعويٰ ڪرڻ- وفاداريءَ همدرديءَ جي دعويٰ ڪرڻ.

- دوستِيُ هيڪ پاسي رَکَڻُ: دوستي ڇني ڇڏڻ- تعلقات ٽوڙڻ- بيوفائي ڏيکارڻ. دوستيءَ ۾ دوست جي گلا ڪرڻ- دوست منجهان دشمن بڻجڻ- مخالفت تي لاهي پاهي بيهڻ.

● دوستلاڻِيُ (ت) اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (ڪوسن جو پاڙو).

● دُوسَڻُ: مصدر. زور سان وِجهڻ- اندر زور ڏيڻ- دٻڻ- دٻائڻ- ڦَسڻ- وجهڻ- ڏُوڪڻ- ٺِيڙڻ- ڏَنَهڻُ- پَرَڻُ- ڏَنوڻ- جهُوڪڻ- کهيڙائڻ. هڙپ ڪرڻ- هپا ڪرڻ- هانئو هاڻو ڪري کائڻ.

- دُوسَ ع دُوسُونَ: ٿ. زور سان اندر وڃڻ جي حالت - دَٻ - ڦَس - دٻاءَ - ڌُوڪَ - جهوڪَ.

- دُوس دُوسانَ: ٿ. گهيس گهيسان - ڌوڪ ڌوڪان - ڪپاڪيهه - دَٻ ڦَس - پيڙ.

● دوسو: ذ. ڪڃين مان نڪتل رَسُ - ڪارڪن جو رس.

● دَوسو: اسم خاص. تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دوش ع دوشَ: ذ. [سن. دوش=ڏوهه] ڏوهه - گناهه - دوس - پاپ - اپراڌ - قصور - جرم. عيبُ - سَقُمُ - نقُص - خطا - ڀُل. حرف - ميار. (ف). ڪلهه.

- دوش بدوش: ظرف [ف]. ڪلهو ڪلهي سان - ڪلهو ڪلهي سان لڳائي ء اتفاق سان - ٻَدي ء سان - ساڳيء رفتار سان.

- دوشي ع دوشي: ذ. صفت. ڏوهي - خطاڪار - اپراڌي - گنهگار - دوسي - خاطي - عيبدار - قصوروار. حرفي - مياري.

● دوشا (ڪ): ڪجور جي چاش. (جا ڪارڪُن ڪي ڪاڙهي ٺاهين، ماڪي جهڙي ٿئي جنهن ۾ ڪجهه ملائي ڪائبو آهي).

● دوشنبه: ذ. (ف). هڪ ڏينهن جو نالو - سومر.

● دوشيزه: ٿ. (ف). ڪنواري ڇوڪري - نوجوان حسين عورت.

- دوشيزگي: ٿ. ڪنوارپڻو.

● دوغ ع دوغ: ذ. (ف). اٽ جو جميل ڪيرُ - اونو ڏونرو - آست. ڏهي - جهڪيب - ڏُڌ - ڏهي - دوڳ.

● دوغلو: ذ. [ف]. جنهن جا پيءُ ماءُ ساڳي قوم جا نه هجن - ڪمذات - ڪمينو.

● دوغاب ع دوغابون: ٿ. ڪوٺيل زمين. ران جو گوشت.

● دُوفانُ ع دُوفانَ: ذ. [ف. طُوفانُ جي بگڙيل صورت] سخت هوا - واچ - ڏوڙيو - طوفان - واچوڙو. وڏو ڪوڙ - ٻتاڪ - يَتُ (ت). افواهه - هُل (ت). ڪپڙي جو هڪ قسم (ل).

● دوقَ ع دُوقُونَ (ل): ٿ. وڏو ڇيڻو - ٿاقَ - داقَ.

● دوقَرَ (ڪ): ذ. ڪوڙي ڳالهه جو آناءُ - هُل - افواهه.

● دوقَڙ (ت): ٿ. ٿلهي ستاري - سوٿيي - ڦيڦي - گهٽي ماس واري.

● دوڪُ ع دَوڪَ: ذ. ٻنجن سالن جي عمر جو اٺ (الهيء عمر ۾ اٺ کي ٻه ڏند اڪرندا آهن). ٻه ڏَلدو اٺ. ٽن سالن جي عمر جو گهوڙو.

- دوڪي ع دوڪيون: ٿ. ڌوڪ واري حالت - دوڪُ.

● دُوڪانُ ع دُوڪانَ: ذ. (ف) هَٽُ - هٽيي - دُوڪان. دُڪانُ.

- دوڪان کولي ويهڻُ: سامان وڪري لاءِ تيار ڪَري رکڻ. سيڪجهه پڌرپٽَ تي ظاهر ڪري رکڻ.

- دُوڪاندارُ ع دُوڪاندارَ: ذ. صفت. هٽ وارو - دوڪان وارو - دوڪان تي ڪم ڪندڙ.

- دُوڪانداري: ٿ. دوڪان جو ڪاروبار - خريد فروخت ڪرڻ وارو ڌنڌو - واپار يا تجارت جو پيشو.

- دُوڪان ڪَيڻُ: هٽ ڪيڻ شاپ ڪولڻ. ڪورين جي اصطلاح ۾ تاليء کي آڻڻ لاءِ ڊگهڻ مُنيء سان پڌڻ.

● دوکو ع دوکا: ذ. [سن. دُهڪَ=دُکَ] ٺڳي - ويساهه گهاتي - ڪُپَتُ - دولاب - فريب - ڇَلُ - ڌوکو - مڪر - ميڪر. ٺالُ - ڍولڪ - ڪُوڙ. غلط فهمي - ڀُل. خطرو - خوف - ڊپ. نقصان - ڇيڻو.

- دوکو ڏيڻُ: ٺڳڻ - فريب ڏيڻ - دغابازي ڪرڻ.

- دوکو کائڻُ: ٺڳجڻ - فريب ۾ اچڻ - دولابجڻ - ريبجي وڃڻ.

▬ دوڪِي ع دوڪِي: ذ. صفت. دوکو ڏيندڙ - دوکيباز - ٺڳ - ڪپٽيو - ويساهه گهاتُ. دُکي - پريشان - ڏچهارو - بي حال. ڪمبخت - شامت ماريو - خراب حال.

▬ دوڪيباز ع دوڪيباز: ذ. صفت. دوکو ڪندڙ - دغاباز - فريبي - ٺڳ - ڪوڙو - مڪار.

▬ دوکي ۾ رکڻ: ڪوڙي دلاسي ۾ رکڻ - رکو آسري ۾ رکڻ.

● دوگام ع دوگامون (ت): ذ. گهوڙي جي هلڻ جو هڪ قسم - ٻه گام - ٻه گامون.

● دوگلو ع دوگلا (ت): ذ. [ف "دوغلو" جي بگڙيل صورت] تتر جو هڪ قسم (جو سنڌي مادي ۽ ايراني نر مان پيدا ٿئي) - دوڳلو.

● دوڳي ع دوڳيون (ت): ث. ٿلهو ڪاٺ - ٻنڊ - دوڳي.

● دوڳ ع دوڳ: ذ [ف. دوغ > دوڳ. سن. ستوڪ] اٽ جو جمايل کير - آست - دوغ - دوڳ - ڏڳل - ڏوٺرو. چاٺو - ڳنڍو - پنوڙو. گوشت جو ٽڪر - سڌي - ماهه. ڪاٺ جو ٿلهو ٽڪر - ٻنڊ - دوڳي. ڳچ جي پرت جو هڪ ڪڻ - ٻتخيو.

▬ دوڳي ع دوڳيون: ث. ڪاٺ جو هڪ ٿلهو ٽڪرو - ڪاٺ جو ڳترو - وڏيل ٿلهي ڪاٺي - ٻنڊ. لار جي ڍينگهي جي ڪاٺي - اٺ يا ڍڳي جو ٽنپو.

● دوڳلو ع دوڳلا (ت): پکيءَ جو هڪ قسم.

● دوڳڻ: مصدر. سونو پاڻي چاڙهڻ - ملمع ڪرڻ - سونا ورق لڳائڻ. چلڪائڻ - زينت ڏيڻ. چٽي رکڻ - چتيون هڻڻ - اڳڙيون لڳائڻ. لوهار جو ڪوڏر ٺاهڻ وقت پڇيءَ کي اڏورو تيار ڪرڻ. واهه وغيره کي پيل ڪنڌ کي چيڪي مٽيءَ سان سخت بند ڪرڻ (ت).

▬ دوڳ ع دوڳ (ت): ذ. ڪوڏر سان ڪنيل آلي مٽيءَ جو لپو.

▬ دولَتهه: ث. مايا - ملڪيت - ڌن - ناڻو.

● دولاب ع دولاب: ذ. ٺڳي - ڏوکو - دوکو - فريب - ڌوڪو - دغا - ڪوٽ - ترڪٽ - چال - ڊوهه - گهات - ڪپٽ. مڪر - مڪر - ڪوڙ.

▬ دولابي ع دولابي: ذ. صفت. ٺڳ - مڪريل - ڏوکيباز - دوکيباز. دوکائي - ڏوهائي - ڪوڙو - ڪاذب - دغاباز - ڪوڙو - فريبي - دغاخور - ترڪٽي - ويساهه گهات - ڪپٽيو - ڪپٽيو - ڊوهي - چالباز.

● دولادَکو (ت): ذ. صفت. ٻئي جي مت تي هلندڙ - پرمتيڙيو.

● دولاري ع دولاري: ذ. جهنگلي گاهه کائيندڙ هڪ پکي.

● دولالائي: اسم خاص. بازيگرن جو هڪ قبيلو.

● دُولان ع دُولان (ل): ذ. صفت. ڏتو مٽو - ٿلهو متارو - دوانسون - دَپڙدُلو.

● دولَت: ث. بخت - اقبال - نصيب - ڀاڳ. فتح - سوڀ. ملڪيت - زر - ناڻو - ڌن - مايا - مال - متاع - موڙي - لڇمي - نقدي - خزانو - دُرنگي - پئسا - ڏوڪڙ - ٽڪا. زر خريد ٻانهي. ملڪ - سلطنت - راڄ. "دولت ايران، دولت خداداد وغيره."

▬ دولَتِ آڏائڻ: اجايا خرچ ڪرڻ - فضول خرچي ڪرڻ - اسراف ڪرڻ - حد کان وڌيڪ خرچ ڪرڻ.

▬ دولت پناهه: ذ. حڪومت جو اجهو يا پناهه - آسري جي جاءِ - اميد جي جاءِ - بادشاهن جو هڪ لقب.

▬ دولَت جو دامن هٿ اچڻ: پئسي وارو ٿيڻ - امير ٿيڻ - شاهوڪار ٿيڻ - ڪنهن آسودي ماڻهو سان رشتو قائم ٿيڻ.

▬ دولَت خانو ع دولَت خانا: ذ. ڌن رکڻ جي جاءِ - شاهوڪار جو گهر. بادشاهن يا اميرن جي رهڻ جو هنڌ. محلات - عاليشان عمارت.

▬ دولَت خُداداد: ث. خدائي نعمت - الاهي ڏات - خدائي انعام - خدا جي ڏات.

- دولت سرا ع دولت سرائون: ث. تعظيماً بادشاهن يا اميرن جي رهڻ جي جاء - دولت خانو.
- دولت عظميٰ: ث. وڏي ۾ وڏي حڪومت - سلطنت - شهنشاهت.
- دولت مند ع دولت مند: ذ. صفت. نصيب وارو - بخت وارو - بختاور. ملڪيت وارو - ٽڪن وارو - پيسي وارو - مايا وند - شاهوڪار - ڌنوندي - ڌنوان - دولتوند - مالدار - لکاپتي - تونگر.
- دولتوند ع دولتوند: ذ. صفت. دنيادار - تونگر - شاهوڪار - ڌنوان - ملڪيت وارو - ٽڪن وارو - ڌنونڊي - دولتمند.
- دولتي ع دولتي: ذ. صفت. شاهوڪار - ڌنوان - دولتمند.
● دولتپور: اسم خاص. تعلقي موري، تعلقي ڪنڊ ڪوٽ، تعلقي ميرپورخاص، تعلقي آباوڙي، تعلقي ٽنڊو محمد خان، تعلقي گهوڙاباريءَ ۾ ديهن جا نالا. سيوهڻ جي پر ۾ هڪ شهر جو نالو.
● دولڪاڻي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (دڪاڻي بلوچن جو هڪ قبيلو. تاريخ بلوچستان).
● دولهه ع دولهه: ذ. صفت. سهڻو - سٺو - عمدو - پيارو - پلور - ٺاهوڪو - سوڊو - ڏسڻ جهڙو لطيف - نازڪ. فراخ دل - دريادل - سخي - فياض - آدارچت. مردانو - بهادر - مڙس ماڻهو - همت وارو - همت پربو - پهلوان. ٻنو - ٻنرو - گهوٽ. اسم خاص. هندن جو هڪ ديوتا - جل ديوتا - خواجه خضر - دريالعل. نون گرهن مان هڪ گرهه - اپيچون. صفت. پيٽ وڏو - پيٽيرو - پيٽوڙي (ت).
- دولهه بنجڻ: گهوٽ ٿيڻ. سخي ٿيڻ.
- دولهه لعل: قلندر شهبازرحه جو هڪ لقب.
● دولي ع دوليون: ث. [س. دولا] ننڍي ديگ - اڌ ديگ.
● دولي ع دوليون: ث. پتن رالد جو هڪ قسم (جنهن ۾ هڪ هٿ ۾ ٢٤ پتا هجن).
● دوم: صفت. (ف) ٻيون. زيردست. ماڏو - گهٽ - هلڪو. (ث) بد بودار پراڻي ڪاٺ (ت).
- دومسو (دمشم): ظرف. سڀ گڏ - گڏو چڙ - اٽڪل روءِ - گول سول - صافي صاف - آڪو ڏڪو - مٿامٿا - هرسوڙي - مڙئي مڙئي - يڪو - ٿلهي ليکي - ڪسو ڪاٻو.
- دومسو (دمشم) ڪرڻ: ٿلهو ليکو ڏڻ - ٽڪيءَ سان پيڻو قرض اگاڙڻ - حساب ڪتاب سنو نه ڏيڻ.
● دون: صفت. [ع] حقير - ڪمينو - ادني - گهٽ - هيچ - هيٺ - هيٺاهين - تحت. مرڪبات ۾ ڪم ايندڙ "دون همت، دون نواز وغيره".
- دون ع دون (ت): ذ. اک جو هيٺيون پاڳو - دناڙ. منهن - پوٽ - دوناڙ.
- دون ني دون ڪٽڻ: منهن وارا ڌڪ هڻڻ - اک ۾ مڪون هڻڻ - سخت مارڪٽ ڪرڻ.
- دونار ع دونارا (ت): ذ. پوٽ - منهن - دوناڙ. وڏن وجن وارو ار سونر.
- دونارو ع دونارا: ذ. پوٽ - منهن - دوناڙ.
- دوناڙ ع دوناڙا: ؟. دونار - پوٽ.
- دون بڇڙو: ذ. صفت. بدشڪل. منهن ڪينو - بڇڙو - نياڳو - نڪ ڦيٿل.
- دون ڪينو (ت): ذ. صفت. منهن بڇڙو - بدشڪل. نياڳو.
● دوناب ع دوناب (ل): ذ. گوشت جو ڳنڍو - ڏڳل. ٿولهه - مٿارائي - گوشت جا ٿهه. جيئن "گهوڙي تي دناب چڙهيا پيا آهن."
● دوناڙڻ (ت): مصدر. لتاڙڻ - پيڙڻ - ڪوشش ڪرڻ. ڳولا ڪرڻ. سخت ستائڻ.
● دونبتر ع دونبتر (ت): ذ. صفت. ٿلهو - مٿارو - ڏونسو.
● دوندالي ع دوندالي‌ون (ت): ث. صفت. پٽ ۾ پربل - ٿلهي - موٽي - مٿاري.
- دوندي ع دوندبون: ث. ٿوري ٿلهي - ٿلهيري.
● دونرو ع دونرا (ڪ): ذ. اٽ جي رنگ جو هڪ قسم.

● دَونُس ۽ دَونُسُونُ: ث. گوڙ- هُل- آواز- ڌَمچَر- ڪَرڳل. ڪنگهه. خارَ- ماڙُ- ٻَچُ- ڪامَ. لهِٽ- سيلاب- طغياني.

- دَوُنُساڙو ۽ دَوُنُساڙا (ڪ): ذ. گوڙ- گهمسان- ڌَمچَرُ- هُلُ. ڏام ڏوم.

● دُونَسِڻُ (ٿ): مصدر. زور سان مَهِڻَ- آڍِڻ.

● دَونُسوُ ۽ دَونُسا: ذ. صفت. ٿلهو- متارو- ڏَٿومُٽو- دوٿَر- همت ڀريو- جان مَرَّد- پهلوان- مضبوط- جانوڙ- سَٻَرُ- جَبرو- جانٺو- قَوِيُ- جُنگُ- ٿوڦانگ- سَتَرُ مَتَرُ- مُٺڪو- ڏِڳُ- بت ۾ پريل- زبردست- سخت- تڪڙو- چست- چالاڪ- ڦڙت- جلد باز. لچو- بد معاش.

- دَوانُسائِيُ ۽ دَونُسائِيونُ: ث. تَڪڙ- چستي- چالاڪي. ٿلهائي- متارائي- لو جوالي- ڏَٿمٺائي.

- دُوُنسو ۽ دُوُاسا (ٿ): ذ. باهه يا بتي ٻرڻ سبب ڇتِ ۾ ڪِڏ ٿيل ڪاراڻِ يا ڪارو چارو.

● دَوانُڪَڻُ: مصدر. [سن. دُيُتُ > دِوُ = چمڪڻ]. ٽمڪڻ- ٿوري روشنائي ڏيڻ- ٿورو ظاهر ٿيڻ- ٻري ڪان ڏيکارجڻ. چمڪڻ- دَهڪَڻ- جهرڪڻ- تجلا ڪرڻ.

- دَوُنُڪَ ۽ دَونُڪُونُ: ث. ٿوري روشنائي- ٽِمڪو- دَونڪو- چِمڪو- جهرڪو- تَجَلو.

- دَولُڪو ۽ دَولُڪا: ذ. چلڪو- چمڪو- چمڪاٽ- جهرڪو- تَجَلو- ڏيکاءُ.

● دُونگار ۽ دُولُگارونُ (ل): ث. ڪنهن شيءِ جو ٿورو سَڪُ- لَغارَ- ڇَٽَ- ڇِٽڪو. ڦِٽَ يا ٻوڙَ ڪي گيهه جي ٿوري لغارَ- داغ.

● دُونِگيُ ۽ دُولِگيُونُ (ت): ث. (ف) بوتل- شيشي- شيشو- دُنگي.

● دُولُو ۽ دُولا: ذ. [سن. درٽي = دونو] وڻ جي ٻن مان ٺاهيل وَٽِيُ. (وَٽَنِ جهڙي) ٻَنَنِ جو ڪُپڙو- ٻاٽل = ٻُڙو.

● دُونهِنُ ۽ دُونهَ: ذ. [سن. دُومُ = دونهون] دُکندڙ- باهه مان نڪتل ڪارَنهِنُ- دُونهون- ڪارَنهِن- سياهي. ڇَٻِي- ٽوڪري.

- دُونهارُو ۽ دُونهارا: ذ. صفت. دونهين وارو- دو نهن جو- دونهون ڇڏيندڙ- دونهيرو.

- دُونهاڙَ (ل): ذ. تمام گهڻو دونهون- دونهين جون لاٽون. جيئن "گهر مان الاهي ڪهڙا دونهاڙَ ٻيا نڪرن".

- دُونهاٺِڪو ۽ دُونهاٺِڪا: ذ. صفت. دُونهين ۾ خراب ٿيل- دُونهائيل.

- دُونهيارُ ۽ دُونهيارا: ذ. صفت. دونهن وارو- دونهائيلُ- دونهارو.

- دُونهيرو ۽ دُونهيرا: ذ. صفت. دونهارو- دونهيارو.

● دُونهاٽِڻُ: مصدر. [سن. دُوم = دونهون] دُونهين جهڙي اثر ڪري ڪارو ٿيڻ- دونهاٽجڻ.

- دُونهاٽُ: ذ. دُونهون- ڪاراڻ. دونهين جي اثر واري شيءِ. صفت. دونهين جي ڏَپَ وارو- دونهين وارو. (ذ) دونهين تي رڌل کاڌو کوهه مان نڪتل بخار- آبَ. دونهين واري فضا- دونهاڙ.

- دُونهاٽِجَڻُ: مصدر. دونهين ۾ خراب ٿيڻ- دونهين جو اثر لڳڻ- ڪاراٽِجَڻ. دونهين سان ڀَرجڻ.

● دُونهارو: اسم خاص. تعلقي ڊگهڙيءَ ۾ هڪ ڏِيهه جو نالو.

● دُونهونُ ۽ دُونهانُ: ذ. [سن. دوم = دونهون] دکندڙ- باهه مان نڪتل ڪاري هوا- دُونهون- دونهه- دُوڌُ. ڪاراڻِ- ڪارَٺ. ٻُخار- ٻاڦ- آبَ. واسُ- ڌُوپ. ڪک- ڪَچَرَ ۽ مُڪَتلَ ڇيڻي جو باهه ڏنل ڊِڳُ. اسم خاص. تعلقي خير پور ميرس ۾ هڪ ڏِيهه ۽ شهر جو نالو.

- دُونهانُ ڏَڳائِڻُ: مچ مچائڻ- باهيون ٻچڻ- ڪُورا پارڻ- دل ۾ درد پيدا ڪرڻ- عشق ۽ محبت ۾ گرفتار ڪرڻ.

– دُونُهان ڪيڍي چڍڻ: ڪم يڪدم پورو ڪرڻ. حيرت ۾ وجهي ڇڏڻ. عبرت جهڙي ڳالهه پڌائي، ڪَنِ سان دونهان ڪيڍي چڍڻ.

– دُونُهَائِڻُ: مصدر. دونهائڻ - دونهڻ وارو ڪرڻ.

– دُونُهَائِجَڻُ: مصدر. دونهڻ ۾ خراب ٿيڻ - ڪارائجڻ.

– دُونُهَائِڻُ: ڪارائجڻ - دونهين ۾ ڪارو ٿيڻ.

– دُونُهون دُکائِڻُ: حرڪت سٽڻ - مَنمَڻ مچائڻ - شروعات ڪرڻ.

– دُونُهون دُکڻُ: باهه مچڻ. جهيڙو ٿيڻ - شرارت شروع ڪرڻ. محبت جو مچ پرڻ.

– دُونُهي ۽ دُونهيون: ث. دونهين واري ٿوري باهه. ڪک ڪچر ۽ ڇيڻن وغيره جو باهه ڏنل پڙ دونهين. جهيڙي باهه (جا ڪن مندرن ۾ سدائين برندي رهي آهي. سنڌ ۾ لٽي ۾ دونهين وارو مندر مشهور آهي).

– دُونهي دُکائِڻُ: باهه ٻارڻ. باهه جو مچ مچائڻ. آستان ڪري ويهڻ. شروع ڪرڻ - راس ڪرڻ. ڏرٽو ڏيڻ. جهيڙو ڪرائڻ - فتنو وجهڻ - کُپ کوڙي ويهڻ.

– دُونهي دُکائي ويهَڻُ: کپ کوڙي ويهي رهڻ - فقير ٿي ويهي رهڻ - ڏرٽو ماري ويهڻ.

– دُونهي دُکڻُ: پٽ جي پيدائي ٿيڻ - اولاد وارو هجڻ - وارثن وارو هجڻ - خاندان آباد هجڻ.

– دُونهي واسڻُ: دُولهي جا ڳائڻ - باهه ٻارڻ.

– دُونهين ۽ دُونهيون: ث. دُولهي.

– دُونهين جا ڪَڪَرَ اڏارَڻُ: بي بنياد ڳالهيون ڪرڻ - بيسود منصوبا رٿڻ.

– دونهين دڙو (ت): ذ. دولهين.

● دونهياري ۽ دُونهياريون: ث. ڪاٺ ڪٽڻي - پکيءَ جو هڪ قسم.

● دُوهاتَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر ٿرپارڪر ضلعي ۾).

● دوهاري (ڪ): اسم خاص. پکيءَ جو هڪ قسم - دوناري.

● دوهائي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (مزاري بلوچن جو هڪ قبيلو).

● دُوهَرُ ۽ دُوهَرَ (ل): ذ. ڪڻڪ جي جِنڊي اڏيل پکو (جنهن جا پاسا زمين کي ويجها هجن).

● دَوهِرو ۽ دوهِرا: ذ. [سن. دو+ هَرا = ٻچاڙي] ٻن مصرعن جو شعر. ٻن سٽن وارو بيت - دوهو - دوهيڙو - ڏوهيڙو - دُراهو.

● دُوهَري ۽ دُوهَريون: ث. ڳهه جو هڪ قسم - ڳچيءَ ۾ پائڻ جو ڳهڻو - دُهري. صفت. ٻيٽي - ڏوڙي. ٽنهي (ت).

● دُوهڙُ ۽ دُوهڙَ (ت): ذ. صفت. اڌ لڳو - بي ڍنگو - بي ڍبو.

● دَوهيڙو ۽ دوهيڙا: ذ. [سن. دُو = ٻه + "هرا" ٻچاڙي. (۲) سن. دُويدا]. ٻن سٽن جو شعر.

● دوهو ۽ دوها: ذ. سن. دِوُ = ٻه] جوڙو - جٽ - ٻن مصرعن جو شعر - ٻه ٽڪو بيت. ڏوهيڙو - دوهيڙو.

● دُوهه ۽ دُوهيون: ث. ننڍي مڇيءَ جو هڪ قسم. سنهي مڇي - ڪرڙي.

● دُونُو ۽ دُونا: ذ. [سن. دِوُ = ٻه] ٻه. ٻه داڻا - ڪوڏين جي چنڊهير ۾ سٽالي راند ۾ ڊاري اڇليل يا داءُ وڌل ۾ ٻه آڻيون پيل ڪوڏيون. راند جو هڪ داءُ.

● دوئي ۽ دوئيون: ث [سن. دِوُ = ڏُوُن] دُونُو جو مونث - ٻه. ٻيائي - نفاق - آڻ بڻت. علحدگي - جدائي - فرق. ڏيري - چڪر - مٽي جي ڏيري (ڪ). ڊاري راند ۾ هڪ داءُ.

● دُوئِيتَ ۽ دُوئيتون: ث. دِوُ = دُون] ٻيڻ - دُئائي - ٻيٽائي - دُهرائي - ٻٽائي. ٻيائي - دُئائي - ڪوٽائي.

● دَهُ: صفت. [ف. دَهُ: سن. دَشَنَ = ڏَهَہ.] هڪ عدد جو نالو - ڏهه. مرڪبات ۾ تعداد ظاهر ڪندڙ. جيئن دَهُ هزار، دهه لک، دَهه ڪروڙ، دهه ارب، دهه پدم، دهه نيل وغيره.

— دَهدار (لس): صفت. ڏهن رنگن وارو – گھڻن رنگن وارو.

— دَهہ دِس ع دَهہ دِسُون: ث. ڏھ پاسا – ڏھ ڏسائون – ڏھ طرف. ظرف. چوگرد – چوڌاري – آسپاس.

— دَهہ دُور (ٺ): صفت. ڏهوڻو پري – سؤ کوھ پري. تمام پري – ڏاڍو ڏُور.

— دَهہ دُوري (ک): ث. پري پنڌ – پراهين – ڏوراڻپ.

— دَهلو ع دَهلا: ذ. تاش جو ڏهن نشانن وارو پتو – ڏهلو – ڏهو – ڏھ خال – دَهو – ڏهيو.

— دَهر: صفت. ڏهون (عدد قطاري).

● دِهہ ع دِهون: ث. [ف] زمين جو ٽڪر – ڳوٺ. بستي. جاگرافيءَ موجب ھڪ چار سؤ لمبرن جي ايراضي. سن. جسم – بدن – تن. [ف. دادن = ڏيڻ جو امر] ڏيندڙ. مرڪبات جي آخر ۾ ڪم ايندڙ. جيئن "آرام دِهہ = آرام ڏيندڙ، تڪليف دِهہ = تڪليف ڏيندڙ" وغيره.

— دِهہ بندي: ث. حلقي بندي – تفصيل بندي. دِهہ جي حد مقرر ڪرڻ.

— دِهيدار ع دِهيدار (ت): ذ. صفت. ديھ جو مالڪ. زميندار – جاگيردار – وڏو ماڻهو – امير.

— دِهيوار ع دِهيوار: ذ. صفت. دِهيہ دِهيہ جو جدا تفصيل.

● دِهات ع دِهاتَ: ث. [ف. دِهہ جو جمع] ڳوٺ ڳوٺ. ٻهراڙي – واهڻ – ڳام. ديھ – قصبو.

— دِهاتي ع دِهاتي: ذ. صفت. ڳوٺاڻو – ڳامڙيو – ٻهراڙيءَ جو – دقيانوسي – پراڻن خيالن وارو – سادگي پسند – شهريءَ جو ضد.

● دَهان: ذ. [ف] وات – منهن – مک – سوراخ – خال. زخم – ٽنگ – وِڇيي.

— دَهان بند ع دَهان بندَ: ذ. صفت. منهن بند ٿيل – جنهن ٿانءَ جو منهن بند هجي.

— دَهانو ع دَهانا: ذ. منهن – وات – مک. (درياءَ، مشڪ، ناليءَ وغيره جو). شروعات – ابتدا – منڍ. لغام جو هڪ حصو. لغام – واڳ.

● دُهائي ع دُهائيون: ث. [هہ. دُهائي] قسم – دوهي – سنهن. فرياد – دانهن – پڪار.

● دَهر: ذ. زمانو – جڳ – وقت – عرصو – مدت – سمو. دنيا – سنسار – جهان.

— دَهري: صفت. دنيوي – سنساري – جهان جو. نفساني روائي.

— دَهريہ (دَهريو): زماني پرست – رڳو هن جهان جو قائل – خدا تعاليٰ جي وجود ۽ ان جي حڪمن جو منڪر – لامذهب – بي دين – ملحد.

● دُهرُ ع دُهرَ: ذ. [سن. دُو = ڏُون] ٻيڻي چادر جا سياري ۾ ٻت جي چوگرد ويڙهجي. صفت. ڏوڙو – ٻيڻو – ٽلهو – ٻيڻو.

● دُهرائڻ: مصدر. [سن. دُو = ڏُون] ٻيڻو ڪرڻ – ٻيڻو ڪرڻ – ٻہ ٽهو ڪرڻ. ڦيرائڻ – گهمرو ڏيڻ. دور ڪرڻ – ورِي چوڻ – ورِي بيان ڪرڻ.

● دُهرڻ (ل): هڪلڻ. اٺ جڏهن اوٺي هڪليندا آهن، تڏهن اٺن کي دُهريندا آهن.

● دُهرو ع دُهرا: ذ. صفت. [سن. دُو = ڏُون] ٻہ دفعا – ٻيڻو – ٻيڻو – ٻہ ٽهو – ڏوڙو. ٽلهو – ٿوڻاڳ – ڏٽومٽو – سٽر وٽر – مٽڪو – دونسو – سخت. مضبوط. ڳورو – ثقيل – وزندار. ڳهٽو – جهجهو. جيئن

"زَهري زلف زوردار توکي دُهرا دامَ پيا" (بيدل).

— دُهرا دامَ پوڻ: چوڪنيو ڦاسڻ – مضبوط زنجير پوڻ.

— دُهرو دُوشالو ٻڌڻ: ٻيڻي ڪوشش ڪرڻ. ٻيڻي محبت ڪرڻ – ٻيڻو عشق ۾ گرفتار ٿيڻ. ٻيڻيون مصيبتون سِر تي سهڻ.

● دُهرُمُ: ذ. بيقراري – اضطراب – ڳڻتي – گهبراهٽ. نقصان. ايذاءُ. سنديھ ۾ رهڻ ڪري ٿيل تڪليف.

— دُهرُمُ ڏيڻ: سيڪت ڏيڻ – دٻائڻ – هيسائڻ.

● دُهرڻ (ل): مصدر. ونئي وڄڻ – ڪاهڻ (ڪنهن وهٽ کي).

— دُهرَ ع دُهرُون: ث. اٺن ڪاهڻ جو آواز.

● ڌُهرِي ۽ ڌُهرِيون: ث. [سن. ڌِوِ = ٻه + سَري = ٻن سرن واري- ف. ڌُر = موتي] ڳهڻ جو هڪ قسم- ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ جي موتين ڳتيي مالها. چالديءَ جي ڳاني.

● ڌُهريارو: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

ڌَهڙو ۽ ڌَهڙا (ل): ذ. صفت. ٿلهو- متارو. جيئن "تون جهڙو ڌَهڙو تہ اسان کي الله ڏياري".

● ڌهشت ۽ ڌَهشتون: ث. (ف) ڊپ - خوف- ڀئو - ڊڄ - ڏر - خطر - هراس. ڏڪو- ڏيا- هول هيبت - ڌڪاءُ - حشمت.

- ڌَهشت انگيز: ذ. صفت. خوفناڪ- خطرناڪ- ڀوائتو- ڀيانڪ- مُهيب.

- ڌَهشت زده: ذ. صفت. خوف جو ماريل- خوفزده- ڊنل- سهميل.

- ڌَهشتناڪ ۽ ڌَهشتناڪ: ذ. صفت. خوف ڀريو- خوفائتو- خوفناڪ- ڀيانڪ- ڀوائتو- ڊپ وارو- ڊيڄاريندڙ- هيبتناڪ.

- ڌَهشتي: ذ. صفت. خوف وارو- ڊپ جهڙو- هيبتناڪ.

● دِهقان ۽ دِهقان: ذ. صفت. (ف. دِه = زمين جو ٽڪر+ قان < قان = مالڪ) ديهه جو مالڪ- دهدار. زميندار. ڳوٺ جو مالڪ- رئيس- چڱو مڙس. ٻهراڙيءَ جو ڳوٺاڻو- هاري- ڪڙمي. جاهل - چڪ - قصبو - ديهات - ٻهراڙي - واهڻ.

- دِهقاني ۽ دِهقاني: ذ. صفت. ٻهراڙيءَ جو- واهڻي- ڳوٺاڻو- گامڙيو - ديهاتي. ڪڙمي - هاري- مزرعي- ٻني وارو. اڻ گهڙيو- ڳنوار- اڻاڙي- وڃڙهيچو- چٽ- بيعقل- جهنگلي. "شهري" جو ضد".

- دِهقاني آدب: ذ. ٻهراڙيءَ جي ٻهڪ.

● ڌَهڪڻ: مصدر. (دل جو) آواز ڪرڻ - ڌڪ ڌڪ ڪرڻ- دَڪ دَڪ ڪرڻ- ڌڙڪ ڌڙڪ ڪرڻ. دل جو دڙو ٿيڻ. ڌَڪڻ - ڌَڙڪڻ- ڦڙڪڻ.

- ڌَهڪ: ث. دِل جي دَڪ دَڪ- ڌَڪ ڌَڪ- ڌڙڪ ڌڙڪ.

- ڌَهڪار ۽ ڌَهڪارون: ث. حشمت- خوف- رُعب تاب.

- ڌَهڪارو ۽ ڌَهڪارا: ذ. ڌَهڪار.

- ڌَهڪائڻ: مصدر. ڌَٻائڻ - هيسائڻ. ڌڙڪائڻ.

- ڌَهڪو ۽ ڌَهڪا: ذ. دَڪ دَڪ- ڌڪ ڦڪ- دل جي حرڪت- ڌڌڪو- آواز- ڌَهڪو (دل جو)- ڌڙڪ ڌڙڪ (لونڊڙيءَ جو) ڌَڙڪو (دل جو). لوڏو- ڌڪو- ٺيلهو. ڇرڪ- ڇوٽڪار- ڊپ - هراس.

- ڌَهڪو ٿيڻ: ڇرڪ پوڻ- هراس اوڻ- ڊپ ٿيڻ.

● ڌَهل ۽ ڌَهل: ذ. ڪپهه جي ڦٽين جو وڏو ڍڳ- انبار- ڪوڙ- ڍڳ. جيئن "مڇيءَ جو ڌَهل، ڦٽين جو ڌهل، ٻلهي جو ڌهل وغيره" آها جاءِ جتي مير بحر مڇي ماري ڪٺي اچي هڪڙي هنڌ گڏ ڪن جتان اِجاره دار مڇي نيلام ڪري.

● ڌُهل ۽ ڌُهل: ذ. [سن. ڍول: ف. ڌُهل] ڍول- ساز جو هڪ قسم جنهن کي ٻنهي پاسن کان چمڙو چڙهيل هجي ۽ هڪ پاسي جو چمڙو ٿلهو ۽ ٻئي پاسي جو سنهو هجي.

- ڌُهلاري ۽ ڌُهلاري: ذ. ڌُهل وڄائيندڙ- ڍوڪڙي- ڪوازي- طبلچي. نقارچي. مڱڻهار.

- ڌُهل تي ڏونڪو (ت): ذ. سخت بدنامي- بدناموسي- وڏي خواري يا شُهرت.

- ڌُهل تي ڏونڪو هڻڻ: وڏي واڪي ٻڌائڻ- هوڪو ڏيڻ- کُليو کُلايو مقابلو ڪرڻ.

- ڌُهل جو آواز پري کان مٺو لڳڻ: پري جي ٻڌل ڳالهه چڱي لڳڻ.

- ڌُهلڙِيُ ۽ ڌُهلڙِيُون؛ ث. ڌُهل جو اسم تصغير- ننڍڙو ڌُهل. ڌُهل جو هڪ قسم- ٻڪواز- ڊولڪ - ڊيٻڪ - ڊيٻڪي - ڊولڪي. راند جو هڪ قسم (جا، ٻه ڄڻا منڊيڙي والگر ليڪا ڪيو رَهن).

- ڌُهل ڳچيءَ ٻَاڌِڻُ: هنڌ هنڌ ٻڌ رائي ڪرڻ- مشهوري ڪرڻ. ٻَڙهو ڏيڻ.

- ڌُهل وَڄائِڻُ: مشهور ڪرڻ- ڍَنڍورو ڏيڻ. خوشيون ڪرڻ- شادمانا ڪرڻ.

- ڌُهل وَڄَڻُ: خوشيون ٿيڻ.

● ڌَهلَڻُ: مصدر. [سن. دَرُ = ڊِڄَڻُ + هَلُ = ڏڪڻ] ڊِڄڻ - خوف کائڻ - هراسجڻ - ڌَهلجڻ- ڀَوَ ۾ اچي وڃڻ - هراسجي وڃڻ. ڊپ کان ڏڪڻ - ڏڪڻ.

- ڌَهلَ: ث. دهشت - هيبت. حراس - هراس - ڊِڄ - ڊيڄو- ڊپ - ڀَوُ.

- ڌَهلائِڻُ: ڊيڄارڻ - ڏڪائڻ. ڇرڪائڻ - هراسڻ.

- ڌَهلِجَڻُ: مصدر. ڌَهلجي وڃڻ - هيسجي وڃڻ - ڊپ ٿيڻ- ڊڄي وڃڻ-خوف ڪرڻ - خوف کائڻ - خوف ۾ اچڻ - ڪَنبڻ - هراسجڻ. ڏڪي وڃڻ.

● ڌُهلوارو: اسم خاص. تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڌَهلِيُ: اسم خاص. هندستان جي گاديءَ جو هنڌ، هڪ تمام پراڻي شهر جو نالو- راجا ڌَهلو جو وسايل شهر- دِلّي. (ف). چائنٺ - آستانو. ڏيڍي - ڌهليز.

- ڌَهلوِي: ذ. صفت. دهليءَ ۾ رهڻ وارو- دهليءَ شهر جو رهاڪو.

- ڌَهليزَ ۽ ڌَهليزون: ث. چائنٺ- آستانو- ڏيڍي - چوکٽ - ٿنڀن مان ڏيڍي. ٻن دروازن جي وچ ۾ جڳهه.

● ڌهمانُ ۽ ڌَهمانَ: ذ. دڙڪو - دٻاءُ - ڌمڪي - رعب - چِمَٽ. ڪوڙا دليل - من گهڙت دليل. دوڙ - ٻَڌ ٻَڌو. ڪوڙ- ٻُهتان. هيبت. ڪَڙِڪو، ڪَڙِڪو.

- ڌَهمانُ ٻَڌَڻُ: وڏو ڪوڙ ٻڌڻ - وڏي تهمت ڌرڻ - الزام مڙهڻ - دوهه ٻڌڻ.

- ڌَهمانِيُ ۽ ڌَهمانِيُ: ذ. صفت. دٻائيندڙ - ڌمڪائيندڙ- چمَٽ ڪندڙ. رُعب ڪندڙ - رعبدار- رُعب تاب وارو.

● ڌهمڙدو ۽ ڌَهمڙدا: ڌهن مڙدن جي طاقت رکندڙ شيءِ. ڪناري تي ٻيڙيءَ ٻَڌڻ لاءِ ڪِلُل کاٺ- لنگر.

● ڌَهَنُ ۽ ڌَهَنَ: ذ. [ف. دَهان جو مُخفف] وات - مُنهن - مُک.

- ڌَهنَرُ ۽ ڌَهنَرَ: ذ. صفت. پيٽوڙي - کهٽو کائيندڙ. کاڌي لاءِ وڏو وات ٽڙيندڙ.

● ڌَهو ۽ ڌَهَا: ذ. [سن. دِوِ = چمڪڻ] ڌَئو- اوليڙو- آرسيءَ جو تجلو. جهڪي روشنائي - ٽِڙِوِرو. سج جي روشنائي. تيڙڪو. چمڪاٽ - تَجَلّو- روشني - چِلڪو - چمڪو. خبر - سُرت - ٻوجهه - سمجهه - مَتِ (ت). حال - افعال (ت). جيئن "جيڪو ڌَهو هوس، سو ٻه نڪري ويس".

- ڌَهو ٿيوَڻُ (ت): سُڌ ٿيڻ - خبر ٿيڻ - سمجهه ٿيڻ. ٿورو ٿورو ڌيان ۾ اچڻ.

● ڌَهوڙَڻُ: مصدر. ڊيڄارڻ - خوف ڏيڻ. ڌِهلڻ - هيبت ۾ ٿيڻ (ل. ق). ڀڄائڻ. ڦٽڻ - ڪِهائڻ. جيئن
"اکين جَرُ ڦيٽو ڪيو، جن ڌَهوڙيا ٿيي دَلَ" (آچر).

- ڌَهوڙِجَڻُ: مصدر. ڌهلجڻ - هيبت ۾ ٿيڻ.

● ڌَهيُ ۽ ڌَهيُون: ث. [سن. ڌُهه = ڌُهڻ] چانور کير- ڌُڌُ- ڌوڙو. [سن. ديهه = بدن] جسم - بدن - ڌِهيُ.

● ڌُهيُ ۽ ڌُهيُون (ت): ث. [سن. تُشُ = تُهُه] ڳاهڻ بعد اَنَّ مان نڪتل تُهَڙَ - تُهي. ميٽي - دز. اسپنگر جهون ستيون منهيون ڪنڪون.

● ڌُهيلا: ذ. (هندي) ڌُهيرو- ڌُکيو.

● ڏَهيُون: ث. [سن. ڏشنا = ريٽَ اَگرِيءَ جي] ڏَريون - ڏُڪريُون - ڀُرزيون - ٽڪرا ٽڪرا - ذرا ذرا (ڪپڙي جي ٿان اَچڻ بعد سَٽ جا بچيَل ٽڪر جي تاڻي ڳنڍڻ بعد ڪم ڇڏيندا آهن) - ڏَهيُون. جيئن

"اهيو ٿيان لطيف چوي ڪارڻ دوست ڏهيون"
(شاهه).

ـ ڏَهيُون ٿيڻ (ت): ٽُڪريُون ٽُڪريون ٿيڻ - ذريون ذريون ٿيڻ - ڀُرزا ڀُرزا ٿيڻ.

ـ ڏَهيُون ڪَرِي ڇڏَڻ (ت): اِڳڙيون ڪيڻ - ناس ڪري ڇڏڻ.

● ڏِءُ ۽ ڏِءَ: ذ. [سن. دِو = چمڪڻ] ليرت - نظر - نگاهه - ڏَئو. چمڪو - تِمڪو - ڏَهو.

ـ ڏُئُڪار ۽ ڏُئُڪارَ: ذ. چمڪو - تمڪو. گوري ليرت - نظر.

● ڏُئاپَر: اسم خاص. [سن. دواپر] هندن جي چئن جُڳَن مان ٽيين جُڳَ جو نالو - دُواپَر.

● ڏُئار ۽ ڏُئارَ: ذ. [سن. دُوار = دروازو] دروازو - دَرُ - چائنٺ - ڏيڍِي. جاءِ - جڳهه - هنڌ - مڪان. مُلڪ - شهر - ديسُ. جيئن ("ناڪرُدوارو، گردُوارو وغيره"). ڏينهن - روز - ڏهاڙو - وڏو ڏينهن - ٿِهاڙو - ٿڻ - ڏِڻُ - ٻارهن ماسو - ڏينهن - عيدَ. وِلَرُ - ٻُرِيلَمِين جو وِلَرُ.

ـ ڏُئارو ۽ ڏُئارا: ذ. فقيرن جي رهڻ جي جاءِ - اوتارو - ديوتا جو ٽِڪاڻو - مَنڊرُ - ديول - مَٺُ هي - دائرو. بت - بوتو. جسم.

● ڏُئاسِتو ۽ ڏُئاسِتا: ذ. صفت. [سن. دِو = ٻه + سَتُ = رَسُ] ٻه دفعا چڪايَل (شراب وغيره). دوآتشو - ٻه ٻاهيو (جنهن کي ٻه دفعا ٻاهه جي مَچ ۾ ٻاريو وڃي).

● ڏُئال ۽ ڏُئالَ: ذ. [ف. دُوال = چمڙي جي وَدِي] چمڙي جي پٽي - وَدِي. سَنجَ جو هڪ قسم (چمڙي جي پٽي جنهن جو هڪڙو چيڙو هني ۾ ٻيو چيڙو رڪاب سان ٻڌجي).

ـ ڏُئالِيءَ ۽ ڏُئاليُون: ث. ڏُئالي جهڙي. پٽي واڳ - مضبوط ٻنڌڻ. جيئن

"ڏسي اچرج ۾ آيس، ٻي پرواهه جيءَ چاليءَ،
سڏيو شهبازن کي، پاسي پيرن ڏُئاليءَ"
(جان علي).

ـ ڏُئاليءَ ٻَنڌُ: ذ. صفت. رڪيب ۾ پير پائڻ لاءِ ڏُئال جهليندڙ - خدمتگار - مسڪين. ٽهليو - هروقت خدمت ۾ حاضر رهڻ وارو.

● ڏُئيتُ ۽ ڏُئيتَ: ذ. [سن. ڏُئيتم = راڪاس] ڏُئيتُ - راڪاسُ - هندن کي ڌرم ڪتابن موجب بدروح - خبيث روح. تڪليف ڏيندڙ مانهو - بدمعاش.

● ڏُئَرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر نوابشاهه ۽ سکر ۾).

● ڏُئيرجِيءَ: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو (اڪثر ڪراچيءَ ۾).

● ڏُئَرِيُ: ذ. هڪ شڪاري پکيءَ جو نالو.

● ڏُئيريا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد ۽ خيرپور ميرس ۾).

● ڏُئُڙڻُ: مصدر. ڊوڙ پائڻ - ڊوڙڻ - ڊُڪڻ - ڊوڙڻ - ڀڄڻ. ٽڪو هلڻ - سَٽَ ڪَٽڻ. شرط ٻڌڻ.

ـ ڏُئُڙَ ۽ ڏُئُڙون: ث. ڊوڙ - ڊُڪَ - ڊوڙ - ڀَڄَ.

ـ ڏُئُڙائِڻُ: مصدر. ڊُڪائڻ - ڊوڙائڻ - ڀڄائڻ - ڪنهن سبب ڊوڙڻ لاءِ چوڻ. سَٽَ ڏيارڻ. شرط پڄائڻ.

● ڏُئِڦَ (ت): ذ. صفت. بي سمجهه - بي عقل - جاهل.

● ڏُئُڪُ ۽ ڏُئُڪَ: ذ. [سن. دِو = ڏون يا ٻه] ڪنهن وَهَٽَ جي ٻن ڏندن نڪرڻ واري چمار. پنج سالو آٺ. ٻه سالو گهوڙو. دُوَٽُ.

● ڏُئِڻُ ۽ ڏُئِڻَ: ذ. (ع) قرض - اوڌر - ڏڪڻو. جوابداري. احسان - مهرباني - وَڙُ - ٿورو. ڏُئِڻ ٻَنڌَڻُ.

● ڏُئُن: ث. [سن. دِو = چمڪڻ] چمڪو - دَوُ - ڏَهو - ڏَئو.

ـ ڏُئُنڪڻُ: مصدر. تمڪڻ - چمڪڻ - رڪي رڪي چمڪات ڪرڻ.

● دَنُو ۽ دَنَا: ذ. [سن. دِوِ = چمڪڻ] سج جي روشني - تيزڪو. هلڪي روشني - دَهو - دَوُ - نيمڪو - چلڪو. روشنائي - سوجهرو. اولڙو - پاچو - عڪس - ساڀو. خبر - سُڌ - سماءُ - پُوڌ.

- دَنُو پَئڻُ (ت): اجايو قبضو ڪرڻ - ضد ڪرڻ - قُبُرڻ.

- دَنُو پَوڻُ (ت): ٿوري نظر پوڻ - سماءُ پوڻ. سوجهرو پوڻ.

● دَنُوسُ ۽ دَنُوسَ: ذ. صفت. [ع. دَيُّوثُ] پنهنجي زال جو ڀڙوو - بي غيرت - بي حيا - مَڄُو. ڀيا ڳو - نحس - بد بخت - چنبڙو.

● دنوڪُ ۽ دَنوڪَ: ذ. [سن. دِوُ = ڏون] ٻـ. ٻن ڏندن وارو آٽ يا گهوڙو - دَوڪُ.

● دَنُوڪِي: اسم خاص. تعلقي ٽنڊو محمد خان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دَنيِ ۽ دَنيُونُ: ث. [سن. دَوُ = چمڪڻ] تجلو - روشني - چمڪو - شُعاع - دَهو. رواق - جوت - پرڪو - شان - تَجَمل - تپجُ - جلوو - سوپيا - جهلڪو - پڙڪي - پرتاب - ڏَما - ڀانيِسُ. دڙڪو. ذرو - جرو - هَوَ - رَتِيِ - تمام ٿورو حصو. مٽي جي مچيءَ جو هڪ قسم (ڏيکو ١-٢ الچ).

- دَنيِ ڪَرڻُ: ٻيچارڻ - ڏمڪائڻ - ڏڪائڻ - ڏمڪائڻ - اک ڏيکارڻ - دڙڪو ڏيڻ - ڏاهڻ - دٻائڻ - دَڙٻائڻ - ڏمڪي چاڙهڻ - ڏڏڪو ڪيڻ.

- دَيُونِ ڪَرَڻُ: تابش ڪرڻ - چمڪڻ - ٻهڪڻ - جهرڪڻ - جرڪڻ - تجلو ڏيڻ - آب تاب ڏيکارڻ - چلڪڻ - روشنائي جي ٻهار لائڻ - حشمت ڏيکارڻ. جيئن

”دائودي دَيُون ڪري، رَنڪَن ڪونهي رنگ“ (شاهه).

● دُنيِ: ث. [سن. دِوُ = ٻـ، ڏون. ف. دُوئيِ = ٻيائي] ٻيائي - بي ايماني - ٺڳائي - بد نيتي - کوٽ - ٻهالو - مَڪرُ - ڍونگ - مڪيرُ.

- دُنيِٽَ: ث. دغا - ٻيائي - کوٽ - دوئي.

● دَنيِٽُ ۽ دَنيِٽَ: ذ. صفت. [سن. دَئيته = راڪاس] دَئيتُ - راڪاس - خطرناڪ.

● دِيِ: ظرف. (ف) گذريل - آخرين. گذريل ڏينهن - ڪلهه - ڪالهه.

- دِيُروز: ظرف. گذريل ڏينهن - ڪالهه.

- دِيشَبِ: ظرف. گذريل رات - ڪالهوڪي رات.

● دَيَا ۽ دَيَائُونِ: ث. [سن. دَيَا. دَيَه = رحم ڪرڻ] رحم - ٻاجهه - ڪهل - قياس - ترسُ. رحمدلي - همدردي. مهر - مهرباني - ڪرم - اِحسان - لطف - فضل - آسيس - ڪرپا. سخا. بخشش - عنايت.

- دَيَا دِرِشٽِيِ: ث. مِهرَ جي نظر - ڀلائي جي نظر.

- دَيَالُ ۽ دَيَالَ: ذ. صفت. ديا وارو - ٻاجهه وارو - دياوان - ديالو - رحم دل - ڪهل وارو - ترس کائيندڙ - نرم دل - رحمي - ٻاجهارو. سخي - مهربان.

- دَيَالُو ۽ دَيَالُو: ذ. صفت. دياوان - ديال. رحمدل - مهربان - ٻاجهارو.

- دَيَاوانُ ۽ دَيَاوانَ: ذ. صفت. ديال - ديالو - رحمدل - مهربان - ٻاجهارو.

- دَيَاوَنتُ ۽ دَيَاوَنتَ: ذ. صفت. ديال - ديالو - دياوان - رحم دل - مهربان - سخي - ٻاجهارو.

● دِيَارُ: ذ. [ع. دَيرُ = گهرُ ۽ دِيَارُ] ديسَ - ملڪ - ڏيهه - وطن - ساٿيهه - ماڳ - هنڌ - جوءِ. پاڳو. [سن. ديودار] هڪ قسم جو عمارتي ڪاٺ - دَيالُ - چيلُ - صنوبرُ.

● دَيَالُ ۽ دَيَالَ: ذ. [سن. ديوار] وڻ جو هڪ قسم - چيلَ جو وڻ - صنوبر جي وڻ جو قسم.

● دِيَانَتَ: ث. [ع] ايمانداري - سچائي - پَتِ - سچائي - ذينداري - امانت - سالمي. گڻ - ليکي - خاصيت. ثواب.

”ديانت کو سب دُک هَرِي،
اديانت ڪو هري راج“

- دَيانتَدَارُ ۽ دَيانتَدَارَ: ذ. صفت. ايماندار - سچار - پروسي جهڙو - صادق - آمين - سچيو - اعتبار وارو - پت وارو. وفادار - خداترس - ڊرمي.
- دَيانتَدَارِيُ ۽ دَيانتَدَارِيُونُ: ث. ايمانداري - سچائي - سچيائي - وِساهه - اعتبار - پتيڪار - معتبري - يقين - پت - پروسو.

● دِيبَاچُو ۽ دِيبَاچَا: ذ. ديباچه ديبا = پٽ جو ڪپڙو + "چه" اسم تصغير جي نشاني. ٢. ديباج [ف. ديباه = ريشمي چوغو. اڳي ڪتابن جي پهرئين صفحي تي چِٽ ڪيل هئا] ڪتاب جو مُنڍ - ڪتاب جو مقدمو - ڪتاب جي شروعات جي لکيت - مُنڍ - شروعات - تمهيد - پُوڪا - مُهاڳ - مُقدمه - مُهندُ - اُپاسُ - اُڳرُ.

● دِبُ ۽ دِبُونُ (ل): ث. ڏاڍي مُڪ - دِبَ - مُٺِ - مُڪ.

● دَيتُ ۽ دَيتَ: ذ. صفت. [س. دئيتيه = راڪاس] وڏي جسم وارو - راڪاس. دَئيت - دُئيتُ.

- دَئيتُ پَرِيتُ: ذ. جنّ ۽ ڀَريون.

● دِيتَ: ث. [ع] خون بها - خون جي عيوض قيمت - قصاصُ - خونَ جو بدلو. جيئن
"دِيتَ اُهي دوسُ مارڳَ ۾ مُئين جيِ"
(شاهه)

● دِيپُ ۽ دِيپَ: ذ. [س. دَوِيپُ = ٻيٽُ، مُلڪُ، کنڊُ] اقليمُ - زمين جو ستون حصو - ٻيٽُ - جزِيرو - ٽاپُون؛ جيئن "مالديپ - سنگلديپ وغيره". مهاديپ - برِّاعظمُ - دِيسُ - ڏِيهُ - ملڪ - کنڊُ. دنيا - اِقليمُ. (هفت اقليم = ست حصا زمين جا) ١. جمبُو ٢. پلاڪشا ٣. سلمالي ٤. ڪُشا ٥. ڪِراونڪا ٦. ساڪا ٧. پشڪار) حڪومت - بادشاهت - راڄ. [س. دِيپ = ڏِيو] روشني - چمڪو - ڏِيو (ڏِيئو).
- دِيپُ مَالاَ ۽ دِيپُ مَالاَئُونُ: ث. ڏِيئن (ڏيئن) جي قطار.

● دِيپِرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● دِيپَڪُ ۽ دِيپَڪَ: ذ. [س. ديپڪ = ڏيو (ڏيئو)] روشنائي - سوجهرو - تجلّو - جوت - شعاع - پرڪاش - سُجهندو - اُجالو - سُهائو. ڏيئو - ڏِيو - شَمعُ - بتي - چِراغُ. ڇهن راڳن مان هڪ راڳ جو نالو (ڀيرو، مالڪوس، هنڊول، سري، ميگهه، دِيپَڪُ). ديپڪ راڳ، هندستاني موسيقيءَ جي تمثيلي تصوير مطابق، باهه واڱر چمڪات ڪندڙ ڪپڙا پهريل، هٿائيءَ مان آڳ جا اُلا نڪرندڙ، مست هاٿيءَ تي سُوار آهي، هي راڳ گرم منڌ ۾ پن پهرن يا شام جو ڳائجي، هن جي ڳائڻ مان باهه پيدا ٿئي ٿي. هن راڳ جون ڇهه راڳڻيون (١. ڇاياٽُ ٢. هَمير ٣. ڪَلياڻ ٤. ڀاڳ ٥. ڪيدار ٦. ايمن) آهن. آتشبازي جو هڪ قسم.

● دَيجُور: [ع. دَيجُور = اونداهي] اونداهي رات - خاڪي رنگ جي ڪاراڻ مائل مٽي - اونداهي - تاريڪي - اَنڌ چٽائي - گمنامي.

● ديجو ڪَارائيُ: ذ. ڳڻهه جو قسم.

● دِيدَ ۽ دِيدون: ث. ذ. [ف. دِيدَن = ڏسڻ] اک. ڏسڻ جي حالت - ڏِسڻي. نظر - نگاهه - نرت. جوت - سوجهرو - روشني - ڏَوُ - دَهو - دَئو. جيئن "فلاڻي جي اکين جي ديد گهٽجي ويئي آهي." ڏيک - ڏيکاءُ - نظارو - لماءُ - جهلڪ - لقاءُ - ديدار - درشن. مرڪبات ۾ گهڻو اهڙو لفظ جيئن "قابل ديد، چشم ديد وغيره". لڄ - حيا - شرم - حجاب - سنڪوچ. سحابو - مرجاتا - لحاظ - مَرَمُ - پاسخاطري - ماڃهيم - سڃاڻپ - مَروّت. ڏِڪا - ڏِڪ - سُور - ڪشٽ (ڪ).
- دِيدَ جو اَنڌو ٿيڻُ: نظر نه پوڻ - بي حيا ٿيڻ - بي شرم ٿيڻ - بي شناس ٿيڻ - حيا شرم نه ڪرڻ.
- دِيدَ جهاڪُ: ذ. صفت. بي حيا - بي شرم - بي مُحابو.
- دِيدو (دِيدَه): ذ. ف. اک - اک جو تارو - دوڏو - ڏيلهو. نظر - نگاهه. چشم - نيڻَ.

- دِيِدُون وِجهَڻُ (ت): نظر ڪرڻ. خيال ڪرڻ، ديدار ڪرڻ - گهُورَ پائي ڏسڻ - عشق محبت جي نظر ڪرڻ.

● دِيدا: اسم خاص. تعلقي سکر ۾ هڪ ديهہ جو نالو. هڪ ذات جو نالو.

● دِيدارُ ج دِيدارَ: ذ. (ف). نظر - نگاهہ - نِرت - ڏسڻ جي حالت - ڏسڻي - ڏيکاءُ - ڏيک - ڏيکارو. درشن - درسَنُ - جلوو - شڪل - صورت - ڊول - رُوپُ - مُنهُن - مُهانڊو - مُکڙو. گڏجاڻي - مقابلو - ملاقات - ميلاپ. لقاءُ - تَماشو - جلوو.

- دِيدارَبازِيُ ج دِيدارَبازِيُون: ث. ديدار ڪرڻ جي حالت - نظاره بازي - ڏيک ويک - ديکا ديکي. دَرشن. سرسري نظر. عشق بازي - اک جو اشارو. نگاهہ عشق محبت واري.

- دِيدار ڪَرَڻُ: درشن ڪرڻ - درسن ڪرڻ. جلوو پَسَڻ. مُنهُن ڏسڻ - صورت ڏسڻ. تماشو ڏسڻ - زيارت ڪرڻ.

- دِيدارِيُ ج دِيدارِيُ: صفت. ديدار جهڙو - ڏسڻ جهڙو - ڏيک وارو - مَلُوڪُ - سُهڻو - خاصو - ٺاهُوڪو.

● ديدَڙَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر سکر ۽ لاڙڪاڻي ۾).

● دِيدِڪيُ: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● دِيدَهُ: صفت. [ف. ديدن مصدر جو اسم مفعول] ڏٺو - ڏٺل.

- دِيدَهُ دانِسته: ظرف. [ف. ديدن = ڏسڻ + دانستن = سڃاڻڻ] ڄاڻي واڻي - ڏسي وائسي - دِيدا دانستي.

- دِيدَهُ دِلير: ذ. صفت. شوخ چشم - دلير - بهادر. بي پرواهہ - اکين جو پَڪو - نظر جو پَڪو.

- دِيدَهُ دِليرِيُ: ث. ڏسي وائسي ڪو ڏاڍائي جو ڪم ڪرڻ.

● دَيَرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر سکر، نواب شاهہ ۽ حيدرآباد سنڌ ۾).

● دَيرُ ج دَيرَ: ذ. (ف). بُتخانو - مندر - ٽِڪاڻو - مَڙهي. آتش پرستن جي مَڙهي. گُتو - شراب خانو - ڪلال خانو.

● دِيرِ ج دِيرِيُون: ث. (ف). ڪيسر - سيڙَپ - چِرڪَ - اوير - اوسيڙو - ليٽَ - سيڙَهہ - ڪُمَهلائي. آهستگي - ڍِرائي - سُستي - ڍِلَ.

- دِيرِبازُ ج دِيرِبازَ: ذ. صفت. دير ڪندڙ - ڪيسر ڪندڙ - اوڀرو. ڍِرو - سُستُ - آهستي هلندڙ.

- دِيرِپا: ظرف. گهڻي وقت تائين - جٽاءُ ڪندڙ - پائدار - هميشه لاءِ - مستحڪم - جهالُو - مضبوط.

- دِيرِرَنج: ذ. صفت. گهڻي وقت جو تڪليف ۾ آيل.

- دِيرِ ڪَرَڻُ: اوير ڪرڻ - وقت لڳائڻ - چِرِڪُ ڪرڻ.

- دِيرِ لَڳائِڻُ: وقت لڳائڻ - ٽائيم لڳائڻ - گهڻو وقت خرچ ڪرڻ.

- دِيرِ هَضَمُ: صفت. دير سان هضم ٿيندڙ - ڳرو (کاڌو وغيره).

- دِيرِيُ ج دِيرِيُون: ث. اوير - چِرِڪُ - ليٽَ - دير. آهستگي - ڍِلَ.

- دِيرِينو ج دِيرِينا: ذ. صفت. گهڻي وقت جو - پراڻو - جهونو - ڪُهنو - قديمي. تجربيڪار - ڳڻ ڳوتي - گنڀير - سَنجيدو - بُرد بار - ڪاٺڙ وارو - ڀاري. بزرگ - چالاڪ - سياڻو.

● ديرو ج ديرا: ذ. [ف. ديره. ع. دائره. سن. سُٿَيرِيہ] جاءِ - جڳهہ - هنڌ - ماڳ - مڪان - گهر - ڪوٺي. رهڻ جي جاءِ - منزل - ڊاپو - آستانو - ٺاڪ - ويسانهين - بستي - ڳوٺ. جيئن مرڪبات ۾ ڪن شهرن پٺيان آيل نالا "محبت ديرو، لئون ديرو، رتو ديرو وغيره". ڪٽنب - خاندان - گهراڻو. حويلي - گهرٻار - زال - زوج - زنانہ خانو. جيئن "سيدن جو ديرو، ميرن جو ديرو وغيره". ٽپيدارن جي رهڻ جي جاءِ - اوطاق - منزل گاهہ - ڇانوڻي - تنبُو - خيمو - ڏيرو. لاباري بعد اَنُ ٻا وَلِ رکڻ جي جاءِ - ڀارِ - ڪَرو. ميڪن جو

گهرد وارو – منڊر – ڏيرو. ڪاري جي وڏي ٻيڙي (واڻ) هاڪارڻ ۾ طرفن يا لڪٽن وغيره جي رهبري ڪندڙ اوزار – ڪمپاس.

– ديرو ڄمائڻُ: هڪ هنڌ دابو ڪري ويهڻ – گهڻو وقت رهڻ – پڪي پختي رهائش ڪرڻ.

– ديرو دمائڻُ: جاءِ هٿ ڪري ويهڻ. ڪئمپ کوڙي ويهڻ – منزل ڪرڻ – ٽڪڻ – ترسڻ.

– ديرو دمائي ويهڻُ: پڪو انتظام ڪري ويهڻ – رعب تاب سان رهڻ – ڪئمپ کوڙي ويهڻ.

– ديريدارُ ۽ ديريدارَ: ذ. صفت. ديري وارو – ديرو رکندڙ – ديري جو مالڪ. گهر وارو – ٻارن ٻچن وارو. وڏيرو – سردار – ڳوٺ ڏٺي – ڪتري وارو – پاروارو – ڪتري جو رکوال. ٽپيدار.

– ديريداري: ث. ٽپيدار جي ديري سان ٻنڌيل زمين جو ٽڪر.

– ديري وارُ ٻتيهلو: ذ. ننڍڙي دريائي ٻيڙي جو هڪ قسم.

● ديرو پراڻو: اسم خاص. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ديرو محبتُ: اسم خاص. هڪ شهر جو نالو – تعلقي ماتليءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ديڙُ ۽ ديڙَ: ذ. مکڻ جو ڳنڍو – چاٺو – ٻنوڙو.

● ديڙو ۽ ديڙا: ذ. ٻت جو پريل ٻڪي. ٻڪيءَ جو هڪ قسم – ٻلبل. گوشت جو وڏو ٽڪر – دڳلُ. مٽيءَ جو ديپو (سارين ڏرڻ لاءِ). (ت). شريعت موجب هڪ اک جي سزا (ت). ڏمڪُ.

● ديڙا هڻائڻ: سخت سيڪت ڏيڻ – ڏمڪ هڻائڻ – ڪنڌي چڙڻ.

● ديز (ڪ): ث. جبلن جي قطار.

● ديسُ ۽ ديسَ: ذ. [سن. ديشُ ۽ ٻرا. ديشَ. ديهو = ڏيهه] ڏيهه – مُلڪ – راشٽر. صوبو – پرڳڻو – ڄمڻ جو هنڌ – علائقو – اباڻو ملڪ – وطن – ساٿيهڙ. طرفُ – ڏسُ. هڪ راڳ جو نالو جيڪو اڌ رات جو ڳايو ويندو آهي.

– ديستانُ ديس: ظرف. ملڪان ملڪ – هرهنڌ – سڀني ملڪن ۾.

– ديس ٻه ديس: ظرف. ملڪان ملڪ – هڪ ملڪ کان ٻئي مُلڪ تائين.

– ديس بديس ڦرڻُ: مُلڪ مُلڪ گهمڻ – سير ڪرڻ. پينڪندو رهڻ – ٿاپا کائڻ.

– ديس ڀاشا: ث. ديسي زبان – پنهنجي ملڪ جي ٻولي – ڏيهي ٻولي.

– ديس ڀائيُ ۽ ديس ڀائيُ: ذ. صفت. هموطن – هموطني – ساڳئي ملڪ جا رهندڙ.

– ديس پرديس: ظرف. پنهنجو ۽ پرايو ملڪ – هرهنڌ – سڄو جهانُ – جيتي ڪٿي.

– ديس چوري پرديس ٻکيا: نيچ ڪم ڪرڻ کان ڪٿي به شرم نه اچڻ.

– ديس ڇڏڻُ: وطن ترڪ ڪرڻ – ملڪ ڇڏڻ.

– ديس دورا: ظرف. پرديس ۾ – ٻئي ڪنهن ديس ۾ – ڏورانهين ڏيهه ۾.

– ديس ديس: ظرف. مُلڪ مُلڪ – هنڌ هنڌ – ڏيهه ڏيهه – هرهنڌ.

– ديس ديسانترُ: ظرف. ملڪان ملڪ.

– ديس گهاتڪُ: ذ. صفت. مُلڪ سان بغاوت ڪندڙ – راڄ دروهي – بغاوتي – غدّار.

– ديس گهاتيُ: ذ. صفت. ملڪ سان دروهه ڪندڙ – راڄ دروهي – ديس دروهي – باغي – غدّار – شترو.

– ديس مترُ ۽ ديس مترَ: ذ. صفت. وطن دوست – ملڪ جو خيرخواهه – محبِ وطن – ديش مترُ – ديش ڀڳتُ – وفادار.

● ديس مترتا: ث. حب الوطني – وطن جو پيار – ديس جي حبّ. ديش ڀڳتي.

– ديس نيڪالو ۽ ديس نيڪالا: ذ. صفت. ديس نڪارو – ڏيهه نيڪالي مليل – مُلڪ بدر ٿيل.

– ديس نيڪاليُ: ث. جلاوطني – ڏيهه نيڪالي – ملڪ نيڪالي – وطن يا ملڪ ۾ رهڻ جي اجازت نه هئڻ.

- دِيس نيڪاليِ ڏِيَڻُ: جلاوطن ڪرڻ. ملڪ مان ڪڍي ڇڏڻ.
- دِيسِيِ ۽ دِيسِي: ذ. صفت. پنهنجي ملڪ جو - ڏيهي - ملڪي - ڳوٺائي - وطني - ماٺيهي. وطن ۾ پيدا ٿيل شيءِ. قدرتي - اصلي - ذاتي - ڳامٺو.
- دِيسِي هُنَرُ ۽ دِيِي هُنَرَ: ذ. ملڪي ڏاڏا - وطني ڪاريگريون - وطن جا ڪارخانا - ملڪي صنعتون - خاص ملڪ جو هنر يا ڪاريگري.

● دِيسڪارُ ۽ دِيسڪارَ: [سن. ديشڪار: ديس ڪار] هڪ راڳڻي جو نالو (جا صبح جو ڳائجي).

● دِيسِيِ: ث. مالڪوس راڳ جي هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

● دِيشُ ۽ دِيشَ: ذ. [سن. ديش: سرا. دِيهو=ڏيهه] ديس - وطن - ڄمڻ جو هنڌ.

● دِيغ ۽ دِيغون: ث. طعام رڌڻ جو وڏو ٿانو - ديگ - ديڳ.

● دِيقَ ۽ دِيقون (ت): ث. وڏو ڇيٽو - داڦ. هٿ سان ٺهيل ڇيٽو (جو ٻارن جي ڪم اچي).

● دِيقَرَ: ث. مٺي پاڻيءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم.

● دِيقڙِي ۽ دِيقڙيون (ت): ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● دِيڪارَ (ل): ث. (آواز) ٻڪرين جي ڳنڍجي ويل ٻن ڏٽن کي جدا ڪرڻ لاءِ ٻڪرار جو هڪ خاص آواز.

● دِيڪ دِيڪ (ل): ذ. (آواز) دِيڪار.

● دِيکَڻُ: مصدر. [سن. دَرشن: ف. دِيدن = ڏسڻ. ديکاءُ.] ڏسڻ - نظر ڪرڻ - معائنو ڪرڻ. ڳولڻ - ڍونڍڻ - تلاش ڪرڻ. آزمائڻ - امتحان ڪرڻ. جاچڻ - پرکڻ - سکڻ.

- دِيکَ ۽ دِيکون: ث. ڏسڻ جي حالت - دِيد - نظر - ڏيک. تکيءَ نظر سان ڏسڻ جي حالت - گهور. جهوهه - جهوت. ٻاهريون ناهه نوهه - ديک - ڏيکارو.

- دِيکادِيکِي: ث. ٻاهريون ڏيکُ - اجايو ڏيکاءُ - نڪيءَ جو ناهه. هڪٻئي کي ڏسڻ جي حالت. حرص - رِشڪ. نقل - آهَلِ پيروي. ملاقات - ميلاپ (ت).

- ديکادِيکِي ڪَرَڻُ: هڪٻئي ڏانهن نهارڻ. آهَلَ ڪرڻ. ملاقات ڪرڻ. ملڻ - منهن مقابلي ٿيڻ.

- دِيکَ ڀالَ: ث. سنڀال - جاچ جوچ. تلاش - ڳولا - جستجو.

- دِيک ڀال ڪَرَڻُ: جاچ جوچ ڪرڻ.

- دِيک ڏِيَڻُ (ت): هڪ جاءِ تي گهڻو وقت نظر ڪرڻ.

- ديکيندي ديدار کي:

"ديکيندي ديدار کي کل سچاتو ڪين."

(شاهه).

● دِيکيا ۽ دِيکيائون: ث. [سن. دِيڪشا = ڌرمي هدايت] سکيا - اُپديش. نصيحت - ڌرمي هدايت - سمجهاڻي.

● دِيگ ۽ دِيگون، دِيگيون: ث. (ف) کاڌي رڌڻ جو وڏو ٿانءُ - ٿالهي جو وڏو ديگڙو - ديڳ. ڀتا - خيرات - تيل ڦُل - ڏَٺي. ڇانورَ رڌي اڌراني طور ڏِلَ.

- ديگ ٽپڻ جو مالڪ هُئَڻُ: ڏنوان ۽ پلواڻ هئڻ - شاهوڪار ۽ طاقتمند هئڻ - وڏيو ۽ وڙ هئڻ.

- دِيگ جيِ کُرڙَ هئڻ: وڏي خاندان سان رشتو هئڻ.

- دِيگ چاڙهڻ: عام جام ڪري ڇڏڻ.

- دِيگڇِي ۽ دِيگڇِيون: ث. ٽامي ۽ پتل جو ننڍو ديگڙو - ديگڙي - ديڳڙي.

- دِيگڙو ۽ دِيگڙا: ذ. رڌ پچاءَ لاءِ هڪ برتن - ننڍي ديگ. (ث. دِيگڙِي ۽ دِيگڙيون).

- ديگڙِي چاڙهڻ: رڌي کائڻ - پنهنجي محنت ڪرڻ.

● دِيگچيِنِي ۽ دِيگچينيون: ث. لوهه جا ننڍا پراڻا ٽُڪر - سڙيل لوهه جا پراڻا ڪٽيل ٽُڪر - پراڻي لوهه جي پور.

● دِيڪَرُ: صفت. ٻيو- وڌيڪ- دِگر.
● دَيڪمبرُ؛ ذ. [سن دِڪ>اگهاڙو- ناڪو] اگهاڙو- ناڪو. جين ڌرم جو اگهاڙو فقير. ملڪار جي ڇهنب. ملڪ- طرف.
● دِيڳ ۽ دِيڳُون، دِيڳِيُون؛ ث. [ف. ديگ=ديگ] ديگ.
● دِيڳ ٻاسڻ: چانورن جي ديڳ تيار ڪرائي خيرات ڪرڻ. طعام جي خيرات ٻاسڻ.
- ديگ جي ڪِرِڙِئي ڪافي هئڻ: ڪنهن مال منجهان ٿورو حصو به ڪافي هجڻ.
- دِيڳچِي ۽ دِيڳچِيُون؛ ث. دِيگچي.
- دِيڳڙو ۽ دِيڳڙا: ذ. ديگڙو.
- دِيڳين؛ ظرف. دِيڳين ۾.
● دِيڳُوڙو ۽ دِيڳُوڙا (لس)؛ ذ. ڪِيڏوڙو- ليسُوڙو.
● دِيڳِين وارو؛ اسم خاص. هڪ جبل جو نالو.
● دِيمَ ۽ دِيمُون؛ ث. فوج- لشڪر- سپاهه. ڳهٽ- ميڙ- انبوهه (ل- ق).
- دِيمَ ڪَرَڻ: ڪنهن تعداد ۾ گڏ ٿيڻ. هڏ بوءِ ڪرڻ (ت).
- دِيمِي ۽ دِيمِيُون؛ ث. هڪ وڏي فوج- لشڪر جو ڪٽڪ- آن ڪُٽ خزانو.
● دِيمَاڪ ۽ دِيمَاڪَ (ت): ذ. [ع. دماغ جي بگڙيل صورت] دماغ- مغز- مٿو.
● دِيمَڪ ۽ دِيمَڪَ؛ ذ. اُٺ جي هڪ سنڌ جو عضوو- پلاڻ جي هونين حصي کي مضبوط ڪري جهلڻ وارو رسو- آڏ هبي.
● دَيْنُ ۽ دَيْنَ؛ ذ. [ع. دَيْنُ=قرض] قرض- اڌار- ڪٽت- لهڻو- ڏيتي. بخشش- عطيه- احسان- ڪرم.
● دِيْنُ ۽ دِيْنَ؛ ذ. [ع. دَانَ=هن دين اختيار ڪيو] مَذهَب- مِلت- ڌرم- پنٿ. ايمان- عقيدو- وِساهه- يقين- ڀروسو- نشچو- اعتبار. انجام- وچن- قول. عاقبت- آخرت.
- دِيْنَائِيتو ۽ دِيْنَائِيتا: ذ. صفت. دين وارو- دين جهڙو. ايمانداري واري حالت ۾- نيڪ نيت.

مذهبي- ڌرمي- دِيندار- ڌارمڪ- خداپرَسْت- مُتَّقِي- ڌَرمشٽ- خداترس- عابد- پرهيزگار. عبادتي.
- دِيْنَائِي ۽ دِيْنَائِي: صفت. هم مذهبي- مذهبي- ساڳي ڌرم وارو- ڌرمي.
- دِينُ اِيْمَان ڪَيڻُ: مرضيءَ جي ابتڙ ڳالهه ڪرائڻ. مذهب جي خلاف ڪم ڪرائڻ.
- دِيْنُ ڀَائِي ۽ دِيْنُ ڀائِي؛ ذ. صفت. ساڳي مذهب وارو- همْمَذْهَب.
- دِيْنُ پَرَسْتُ: ذ. صفت. مذهبي. مذهب کي مڃيندڙ- زاهد- عابد- دين جي پيروي ڪندڙ.
- دِيْنُ پَرْوَرْ؛ ذ. صفت. دين کي بچائيندڙ- دين جو راکو- مذهب جو مددگار.
- دِيْنُ پَنَاهُ: ذ. صفت. دين جو مُعاوِنُ- دين جو مُحافِظُ- مذهب جو آجهو- دين جو حامي.
- دِيْنْدَارُ ۽ دِيْنْدَارَ: ذ. صفت. دين وارو- ايماندار- دين جو پابند- ايڪ- دِينائتو. مذهبي- ديني- ڌرمي. مُتَّقِي- پرهيزگار- شَرْعَ جو پابند- جيڪو مذهب تي پورو هجي. آمين- نيڪ- سچار- راستْبازُ.
- دِيْنْدَارِي؛ ث. دين واري حالت- دين جي پابندي- ايمانداري- امانتداري. سچائي- پرهيزگاري- شريعت جي پابندي- پاڪائي- پارسائي- خداترسي- ديني.
- دِينَ دُنيا کان وَڃَڻُ؛ ٻنهي جهانن کان رد ٿيڻ.
- دِيْن کي دَابُ ڪَرَڻُ؛ مذهبي اصولن تي قائم رهڻ.
- دِيْن سَلُوڪِي رَکَڻُ؛ ڀائپي پيٽي رکڻ- دوستي رکڻ.
- دِينُ وَ دُنيَا؛ ث. مذهب ۽ ملڪ. ديني حالت ۽ دنيوي حالت- دين جون ڳالهيون ۽ معاشري جون ڳالهيون. هيءَ دنيا- ٻئي جهان.
- دِيْنِي ۽ دِيْنِي؛ صفت. دين وارو- دين جو- مذهب جو- ڌرم وارو- ڌرمي- مذهبي- روحاني- آتمڪ.

- دِينِيَاتُ: ث. دين سان تعلق رکندڙ ڳالهيون - دين جي اصولن جو علم - فِقهَ جا مسئلا.

● دِينُ ۽ دِينَ: ذ. [سن. دِينَ = غريب] غريب - مسڪين - ڪنگال - مُفلس - محتاج - گهرجائو - ويچارو - ڪنُٽل - حاجتمند - سُڃو - ڪٽو. مانيٺو. حليم - نيهٺو.

- دِينَانَاٿُ: ذ. [سن. دِينَ = غريب + ناٿُ...] غريبن جو مالڪ. ايشورُ.

- دِينَ بَنڌُو: ذ. صفت. غريبن جو دوست - ٻيڪوان.

- دِينَتَا: ث. غُربت - مسڪيني - ڪنگالپڻو - ڪنُٽلائي. هيڻاهين - اڻ وِرتَ (نِڌرتَ) - نياز - نهٺائي - نمرتا - عِجزُ.

- دِينُ دَيَالُ [دَيَالُ = مهر ڪرڻ وارو]: ذ. صفت. غريبن تي رحم ڪندڙ - غريب نواز - غريبن لاءِ رحمدل - مهربان - ٻاجهارو - نرم دل - دينناٿ - دَيالو - رَحمانُ - رحيم - غريب پرور.

- دِينَنَاٿُ ۽ دِينَنَاٿَ: ذ. صفت. غريبن جو همدرد - مسڪينن جو اجهو - غمخوار. حاجتون پوريون ڪندڙ - دِينَه دَيال - ٻاجهارو - دَيالو - رحمان.

● دِينَاپُور: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي خيرو، تعلقي ڪنڌڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دِينَاداستِيءُ: ظرف. [ف. دِيدَهُ دَانِستَهُ] ڏسي وائسيءُ - ڏٺو وائٺو - ڄاڻي واڻي - ڄاڻي ٻجهي - سوچي ويچاري. ڏٺو وائٺو - ظاهر ظهور - اکين اڳيان - ٻڌري ٻٽ - ڏينهن ڏٺي - کُلي طرح - کُليو کُلايو - اکين ڪڇين - سڀني جي ڏسندي - زبردستي - زورِ ستمَ ڪري.

- دِينَا داستِيءُ چوڻُ: ظاهر ظهور يا کُليو کُلايو چوڻ.

- دِينَاداستِيءُ ڪرڻُ: ظاهر ظهور ڪرڻ - کليو کلايو ڪرڻ. زوري زبردستي ڪرڻ - ڏاڍ ڪرڻ.

- دِينَارُ ۽ دِينَارَ: ذ. عربستان ۾ رائج ٿيل سونَ جي سِڪي جو هڪ قسم.

- دِينَارِيُ ۽ دِينَارِيُ: ذ. گهوڙي جو هڪ قسم. (جنهن جي منهن تي دينار جيترا چٽا هجن).

● دِينَارِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (ٻگٽي پاڙو).

● دِينَبَارِيُ: اسم خاص. تعلقي ديري محبت ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دِينَ پَنَاهُ: اسم خاص. تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دِينَ پُورِ: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ هڪ ديهه جو نالو. تعلقي اٻاوڙي ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو. جتان جو هڪ بزرگ حافظ محمد صديق رحه سنڌ جو مشهور اهل الله ٿي گذريو آهي.

● دِيندَارِ (ل): ث. ٻار کي مڇرن يا مکين کان بچاءَ لاءِ سمهڻ وقت مٿان رکيل ڪاٺ جي گهوڙي (جنهن تي ڪپڙو وجهي ڇڏبو آهي). ننڍي مڇرداني - سُنهَن رَکي.

● دِينگُ ۽ دِينگَ: ذ. طعام رڌڻ لاءِ ٽڪر جو ديڳڙو - ڪُنو.

● دِينگَرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر نوابشاهه ۽ اتر سرحد سنڌ ۾).

● دِينِ ڳَڙهُ: اسم خاص. تعلقي ٽُل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دِينُورُ: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● دِيوُ ۽ دِيوَ: ذ. صفت. [ف. ديو. پرا. ديوَ. سن. ديوَ. دُو: چمڪڻ]. ديوتا. ڀوت جيڏو - ڀوائتو. راڪشش - شيطان - ابليسُ - خناس. ڀُوتُ - جن - ڏائڻ - آدم خور - اگهوڙي. هَرِين جو مڙس.

- دِيوزادُ: ذ. صفت. دِيوَ جو اولاد - وڏي قدَ ۽ جُثي وارو.

- دِيوَستَانُ: ذ. صفت. دِيوَنِ جي رهڻ جي جاءِ - واسو ڪيل جاءِ - ڀَري جاءِ (جنهن تي دِيوَ يا جنّ جو اثر هجي).

● دِيوُ ‌ﻉ دِيوَ : ذ. [س. دِيوَ ؛ دِوُ = چمڪڻ] چمڪندڙ - تجلي وارو. هندو ڌرم موجب پوڄا جي لائق - پرستش. ايشور - ڀڳوان - ڌڻي - خدا - الله - مالڪ. ايشور جي حڪم سان سنسار کي هلائيندڙ خيالي جيوُ (جنهن لاءِ سمجهيو ويندو آهي ته هو هن جهان جي جدا جدا ڪمن يا جدا جدا لوڪن جي نگهباني ۽ سنڀال ڪن ٿا، خراب ڪمن تي ناراض ۽ نيڪيءَ، پرارٿنا تي خوش ٿيندا آهن). اوتار - پاڪ اوتار. دِيوِ تا - بزرگ - مُقدس - پاڪ.

- دِيوَ ٻاڻِي: ث. ديوتائن جي مُقدس زبان - سنسڪرت.

- دِيوُتا ‌ﻉ دِيوُتا، دِيوُتائون: ذ. پاڪ اوتار - ڀڳوان. پرميشر. بزرگ - مُقدس. اهو مضمون جنهن جو ڪنهن ويد جي منتر ۾ بيان ٿيل هجي.

- دِيوِ رِشِي: ذ. صفت. سالڪ - ڪهڙو - عقلمند - ڏاهو - سُگهڙ. ديوتا سروپ - گيانِي رشي. نيڪ پاڪ - ساڌو - گياني - اولياءُ - پهتل شخص - عبادتي - رياضتي - سَنت - مهاتما.

- دِيورو ‌ﻉ دِيوُرا: ذ. دِيوَ جي رهڻ جي جاءِ - ٺاڪُر دُوارو - ڏِيوُرو - ٽِڪاڻو.

- دِيوُلوڪ ‌ﻉ دِيوُلوڪ: ذ. ديوتائن جي رهڻ جي جاءِ - هندن جو بهشت - سُرڳ - جنت - فردوس - عالمِ قُدس. آپ - آڪاس - آسمان.

- دِيوماتا: ث. هندن جي عقيدي موجب ڀڳوان جي ماءُ.

- دِيوُمالا ‌ﻉ دِيوُمالائون: ث. ديوتائن جو احوال - دِيوڪٿا - ديوتائن جي وارتا. هندن جو ڌرمي ڪتاب - پراڻ.

- دِيوُوائي ‌ﻉ دِيوُوائيون: ث. آڪاس واڻي - الهام - خدائي ڪلام. ٻڌرائي - نئين خبر - بشارت - خوشخبري.

- دِيوِي ‌ﻉ دِيوِيون: ث. ديوتا جي زال - ديبي. "ڪالڪا، ڀوانِي، دُرگا، ڪالي وغيره. ماتا. هندن جي عقيدي موجب سنسار ۾ ايشور پاران ڪم سنڀاليندڙ خيالي عورت. عورت - زال - ناري - ڪنيا - ڪنواري - دوشيزه. راڻي - ملڪه.

- دِيوِي جو دَرشن ڏِيڻ: ماتا جي بيماري جو ٿيڻ. چيچڪ يا وڏي مائي نڪرڻ.

● دِيوار ‌ﻉ دِيوارون، دِيوارِيون: ث. (ف) ڀت - ديوال. پسڻو پڙو - پناهه - اوٽ - پردو.

- دِيوارِ چين: اسم خاص. تاتار جي سرحد تي ۸۰۰ ميل ڪوهه ڊگهي ٺاهيل ديوار (جا عيسوي سن کان ۲۱۴ ورهيه اڳ تاتارين جي حملي کان بچاءُ لاءِ ختاين ٺاهي هئي).

- دِيوار کڻڻ: ڀت ٺاهڻ - ديوال ٺاهڻ - ڀت اُسارڻ.

- دِيوار قهقهه: اسم خاص. سڪندر ذوالقرنين جي ٺهرايل ديوار جا ياجوج ماجوج قوم جي روڪ لاءِ ٺاهي ويئي هئي - سدِ سڪندري. چيو وڃي ٿو ته آن مان هميشه کلڻ جو آواز ايندڙ آهي ۽ جو به ماڻهو انهيءَ تي چڙهندو سو کلندو اندر ويندو.

● دِيوال ‌ﻉ دِيوالون: ث [ف. دِيوار = ڀت] ديوار - ڀت.

● دِيوالِي ‌ﻉ ديواليون: ث. صفت. [س. ديپاولي. دِيپ = ڏِيئو + آولِي = قطار] ڏِيارِي - ڏِيارِيءَ جو ڏڻ - ڏِياريءَ جا ڏِيا.

● دِيوان ‌ﻉ دِيوان: ذ. (ع) شاهي دربار - ڪچهري - دربار - عدالت - انصاف جي جاءِ - عدالت گاهه - عدالتخانو. ايائو سڀا - عدالتي محڪمو - دفتر - آفيس - دفتر جو مالڪ - دفتر سنڀاليندڙ. آفيس جو وڏو عملدار - آفيسر - وڏو منشي - هيڊ منشي - مير منشي - رُڪنِ سلطنت - وزير - منتري. سڪرُ يا شريف ماڻهو. خزاني جو وڏو آفيسر - پٽيداري. ڪارخاني جو مهندار (ل. ق). غزلن جو ڪتاب (جنهن ۾ غزل، قافيه وار ٺاهي رکيل هجن). جيئن "ديوان حافظ وغيره". هندن جي هڪ ذات جو نالو (جي مسلمانن جي حڪومت ۾ روينيو کاتي جا وڏا عملدار هئا). جيئن "خيرپوري ديوان، حيدرآبادي ديوان وغيره".

▬ دِيوانِ آعليٰ: ذ. وزيراعظم ـ وڏو وزير ـ پَرڌان منتري.
▬ دِيوانخانو يا دِيوانخانا: ذ. ڪورٽ ـ عدالت خالو. آفيس ـ دفتر. اميرن جي ويهڻ جي جاءِ ـ بيٺڪ ـ ملاقات جو ڪمرو. مَرُدن جي ويهڻ جو ڪمرو.
▬ دِيوانِ عام: دربار عام ـ ڪُليل ڪچهري (جتي سڀڪو اچي سگهي).
▬ دِيوانگري: ث. ديوان جو ڪم ـ ڌنڌو.
▬ دِيواني يا دِيوانيون: ث. ديوان جي آفيس ـ ڪورٽ ـ مال ۽ جائداد جي رقم جو فيصلو ڪندڙ عدالت. پئسن جي ڏيتي ليتيءَ بابت ڪيس.
▬ دِيواني دعويٰ: ث. جائدادي مقدمو ـ پئسن يا قرض بابت ڪيس ـ ڏيتي ليتي بابت فرياد.
▬ دِيواني ڪورٽ: ث. ڏيتي ليتي جي معاملن بابت فيصلا ڪندڙ عدالت ـ سِول ڪورٽ.
● دِيوانو يا دِيوانا: ذ. صفت. [ف. دِيوانه=چريو] مستانو ـ چريو ـ مست ـ سودائي ـ پاڳل ـ مجنون ـ خبطي ـ باولو ـ آبيل. بيوقوف ـ بيهودو ـ دعواسي. خفي ـ چيتو ـ هرڪلو. (ث. دِيواني يا دِيوانيون). اسم خاص. هڪ نئين جو نالو.
▬ دِيوانگي: ث. چريائي ـ بي عقلي ـ بي سمجهي ـ ناداني ـ جنون ـ مستي ـ پاڳلپڻو ـ چيتائي ـ خفو ـ بيوقوفي.
● دَيوث يا دَيوث: ذ. صفت. (ع) بي غيرت ـ بي حميت ـ پڙوو ـ ڀاڙي. بيشرم ـ بيحيا ـ ذرلجو. ڀاڙي (جنهن کي پنهنجي ننگ جي غيرت نه هجي).
● ديوڪاري: اسم خاص. هڪ ڪاري نديءَ جو نالو.
● ديوگنڌار: ث. هڪ راڳڻي جو نالو ـ ديوگنڌاري.
● دِيوَل يا دِيولون: ث. [سن. ديو+آليه=رهڻ جي جاءِ] ديو جي رهڻ جي جاءِ. ٺاڪر دوارو ـ مندر. عيسائن جي عبادت جي جاءِ ـ ڪرسچن منڊلي ـ ڪليسا ـ گرجو. مڙهي ـ ٽڪاڻو.

▬ دِيولي يا دِيوليون: ث. ننڍڙو مندر ـ ڏيوري. ننڍي دِيول ـ ننڍو گرجو.
● دِيوناگري: ث. سن. هندي زبان (سنسڪرت الف ـ بي) ناگري زبان (جنهن ۾ موجوده سنسڪرت، هندي، مرهٽي وغيره ٻوليون لکيون وڃن ٿيون).
● دِيوي يا دِيويون: ث. وڻ جو هڪ قسم. ولائتي ٻير.
● دِيهه يا دِيهون: ث. [سن. ديهه=بدن] بدن ـ جسم ـ بُت ـ سرير ـ ڍانچو ـ تن ـ ڪايا ـ جُسو ـ ڍڍر، جيئن
"دلبر ديهه بدر جان، اُٽس آطلس جهڙا انگ"
(جلال).
[ف. دِه=زمين جو ڪجهه ٽڪر] ٻوڪ واري زمين جي ڪجهه ايراضي ـ آبادي. تپي جو هڪ حصو. ڳوٺ ـ بستي ـ واهڻ ـ ڳام ـ قصبو ـ دِهه. ننڍو علائقو. مجيءَ جو هڪ قسم.
▬ دِيهات: ذ. جمع ديهه جو ـ ڳوٺا ڳوٺ ـ دِهات ـ دِيهون ـ ڳوٺ.
▬ دِيهاتي يا دِيهاتي: ذ. صفت. ديهه جو ـ ڳوٺ جو ـ ڳوٺاڻو ـ دهقاني ـ جهنگلي ـ جَٽ ـ غير مهذب ـ "شهري" جو ضد.
▬ دِيهدار: ذ. صفت. ديهه ڌارڻ وارو ـ جاندار ـ سرير ڌارڪ. بدني ـ جسماني.
▬ دِيهي يا دِيهيون: ث. بدن ـ بُت ـ جسم ـ تن ـ قالب ـ چولو ـ وجود ـ سرير ـ ڪايا ـ انگ ـ جُسو. آره ـ سينو ـ ڇاتي. جيئن
"ڪشادگي ميدان جي، ڏِسُ دِياڻي دِيهي"
(سچل).
ڪنبارن جي اصطلاح ۾ ٿڪل ٺڪر (جنهن تي نيهائين يا آويءَ کي ترتيب ڏيڻ وقت ڪچو ٿانءُ ٻيهاريو آهي). ذ. صفت. ڳوٺاڻو ـ دِيهاتي ـ دهقاني.
▬ دِيهي دِياڻِي: اندر ۾ جاچڻ ـ پاڻ سڃاڻڻ ـ حقيقت حاصل ڪرڻ.
● دِيهات: اسم خاص. تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● دِيهاڻي: اسم خاص. بگٽي بلوچن جو هڪ قبيلو.

# ڏ

● ڏ: سنڌي 'الف - بي' جو ويهون اکر - 'د ۽ ھ' جو گڏيل آچار (آچار 'ڏال'). ابجد موجب سندس عدد چار.
● ڏَ ذ. آواز - لئي - تال. ڇھين سر جو نالو. 'ڌيوَت' جو مُختصر - هندي راڳ جو ڇھون ٻڌ (سا - ري - ڳ - مَ - پَ - ڏَ - ني).
● ڏا (ل): ذ. وڏو ۽ ڳرو آواز.
● ڏابو ۽ ڏابا (ت): ذ. تتري جو ٻالي.
● ڏات ۽ ڏاتون - ڏاتيون: ث. [سن. ڏات] ڀلائي - مَني - وڏيرج - لطف - ويرھ - سڙدي. ڪائين مان ڪوئي ڪڍيل سَوَاد (جنهن ۾ اکهرجڻ جي خاصيت هجي، جهڙوڪ: سون، چالدي، ٽامو، شيهو، جست، ٻارو، ٽين وغيره) - ڏاتو. رستو - راھ - واٽ - مارگ - دستور - طرح - طرز - اصولو - طريقو - عادت - هلت - چال - رفتار - ڍنگ - روش، جيئن
"ڏکين ڏات ٻئو، هينئڙو لوھ سنداڻ جيئن
سنياري کيي سڄئين، ورچي تان لَتَ ويو."
(شاھ ڪريم).
"جي ٻانئين ٻرينءِ سيڙان،
سيڪ چوراڻ کيي ڏات."
(شاھ).
ثابت قدمي - پختائي - پڪائي. گرامر موجب لفظ جو بنياد - پاڙ - اِشتِقاق - ڏاتو.
- ڏات ڪِسڻ: منيءَ جو وهڻ.
● ڏَاتُ ۽ ڏَاتَ: ذ. [سن] زمين مان ڪوئي ڪڍيل معدني شيء - ڏاتو.
● ڏاتو ۽ ڏاتو: ذ. [سن. ڏَاتُ = بنيادي عُنصر] ڪائين مان ڪوئي ڪڍيل مواد (جنهن ۾ اکهرجڻ جي خاصيت هجي) - معدنيات - ڪچو ڏاتو - ڪُڪري. جهڙوڪ: "سون، چالدي، ٽامو، لوھ، شيهو، جست، ٻارو، ٽين وغيره". لفظ جو اصل - مُول - بنياد - پاڙ - اشتقاق - مصدر.
- ڏاتوڪَ تَتُوَ: ذ. ڪائين مان ڪوئي ڪڍيل معدني شيون.
- ڏاتوڪَ وِديا: ث. ڏاتن جو علم.
● ڏاتورو ۽ ڏاتورا: ذ. زهريلي ٻوٽيءَ جو هڪ قسم. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻوٽو. (هن جا ۳ قسم آهن: ۱. چريو ڏاتورو ۲. ول ڏاتورو ۳. ڪارو ڏاتورو).
● ڏاتوريا: اسم خاص. تعلقي شاھ بندر ۾ هڪ ديھ جو نالو.
● ڏات ولِ (ت): ث. ول جو هڪ قسم.
ڏاهڻ: مصدر. [سن. ڏَي = ڏاهڻ] ڏاهي وجڻ - ڏاهجڻ - ڏاٿجڻ - چوسجي وڃڻ. چوسجڻ - چوڀجڻ - چڳڙجڻ.
- ڏاهي وڃڻ: مينهن ٻا ڍڳيءَ جو کير سندس ڦَرَ جو اڀي وڃڻ.
● ڏاچُ ۽ ڏاچَ: ذ. [سن. ڏوهه = جهنبو، ڏاليٰ = آنُ] تجمل - ٺاٺ. انُ - اناج - ڏالو - ڏارو. تور جو هڪ وزن.
● ڏاچو ۽ ڏاچا: ذ. صفت. ڏو = چمڪڻ] چمڪندڙ - پيڪي وارو. ڪپڙو رتو - هيڊو رڳيل (ڪپڙو).
"اڄ ملينديس ماھ، ڏاچا ڪنديس ڪپڙا"
(سُر آبري - شاھ).
دهلن جو ڪڙڪو - واڄو - ٺاچو - ٺاهُو.

● ڏاچُو رو ۽ ڏاچُورَا: ذ. پاڻيءَ تي پيدا ٿيندڙ هڪ ٻوٽي جو قسم- ڏايو رو.

● ڏَاچُوڙ (ٽ): ٿ. ٻوٽي جو هڪ قسم.

● ڏَاجُ ۽ ڏَاجَ: ٿ. [سن. ڏاليہ= هرقسم جو اَنُ. پرا. ڏاجُ= اناج] هرقسم جو اَنُ. هرقسم جو سلو. ڪنهن به قسم جي آپت- فصل- پيدائش- پوک. اَنُ- اناج- ڪڻو- داڻو. جيئن

"هَرُ ا هٿي لور دين تہ ڏرتي ڏاج ٿي ا. ڪري" (ليم).

● ڏاچُو ۽ ڏَاچَا: ذ. طاقت- سٽ- ٻَلُ. ڪَلَ گاهہ جي ٻاڙ.

● ڏاچُورُ ۽ ڏاچُورَ: ذ. گاهہ جو قسم (وَس جو گاهہ، ڪَل ۽ چيهي جهڙيون لامون ۽ پن ٻر وڏيڪ سنها، ٻاڙ ۾ گول ڪاري خوشبودار ٻاڙ جنهن ڪي ڏاچو رو چئجي، جو ڏُٽ طور ڪائجي. تيتر خاص طرح ڏاچورا ڪيڍي کائين) ڏامُور (ٽ).

● ڏَاچُو رو ۽ ڏاچُورَا (ٽ): ذ. [سن. ڏاليہ= اناج] گاهہ جو هڪ قسم جنهن جي ٻاڙ ۾ ٿيندڙ گول، ڪارا ۽ خوشبودار داڻا ٿين جي ڏٽ طور ڪم اچن (تيتر خاص طرح کوڏي کائيندا آهن). مچيءَ جو ڪاڻ، جو سڻياري ول جي ٻاڙ ۾ ٿين (ڪل ٿلهي). مٺي زمين تي مينهن جي پاڻيءَ تي چاول سنهڙي ڪل جي ٻاڙن جو لوڙهہ. [سن. ڏَجَيانُ= رِيڙُونُ] ليڙَ- ر يڙَ- چيٿڙَ- ڏَهِي- ذرو- پرزو.

- ڏَاچُورا ڪَيڌَڻُ: پرزا ڪيڻ- ليڙون ليڙون ڪرڻ. جنا ڪون ڪيڻ.

- ڏَاچُورا ليڪرِي وَڃڻُ: تمام گهٽي سيڪت اچڻ- چيتجي رهڻ.

● ڏَاچُورِيُ: ٿ. [سن. ڏاليہ] بارش ۾ پيدا ٿيل گاهہ جو هڪ قسم.

● ڏاڏاڪُ ۽ ڏاڏاڪَ: ذ. صفت. قداوَرُ- ڏِگهو- جانٺو.

● ڏَاڏَرِ ۽ ڏَاڏَرُونُ: ٿ. چاپلوسي- چالبازي. ٻيريَ- رِيبُ- رِيهہ.

● ڏ ڏ رَائِڻُ: مصدر. ارڙائڻ- ريجهائڻ- رٻڻ.

● ڏاڏَڪُ ۽ ڏاڏَڪَ: ذ. صفت. ماهر- چالاڪ- پهلوان- سُورِ هيہ.

- ڏاڏَڪُ نَاٽِي جو: ماڻهن جو ڏِڪُ- ڏِکوي ڏِ ڪُ- ڏِ يرُ.

- ڏاڏَڪُ لاٺي جو هَٿَڻُ: وڏو يا ڳهڻو الداز ماڻهن جو هٿڻ- وڏي رقم جو موجود هٿڻ.

ڏاڏِ رو ۽ ڏاڏِرا: وڃت جو هڪ قسم.

● ڏارَ ۽ ڏارُونُ: ٿ. [سن. ڏَارَا= وهڪرو] ڪنهن پاڻياٺي شيءِ جي سنهي وَهڪَ- لارَ- لاتَ- ڳُوهو- رِيلو. وهڪرو- وَهڪُ- سيو- وَهڪَ. ڪنهن هٿيار جي تکائي- تيزي- چوٽي- لوڪَ- ڪنار- وَٽِ. ٻيڙيءَ جي تختي جو چيرُ- وِٽي. پاڻيءَ جي سطح اندر ڏانڊو. واهڪي اوزار جو هڪ اٿو- رنڊي جو هڪ قسم.

● ڏَارُ: صفت. ظرف. ڌري- ٻرانهون- علحده- الڳ- جُدا- خلاصو. ٻئي لمولي- وِڇيرڪو- ليارو- آزاد و- نيجو.

- ڏَارا: ظرف. ٻنا- کان سواءِ- رِي- ٻاجهوڻ- و يجهو- قريب- نزديڪ- اوري- اوڏو.

- ڏَارَان: ظرف. کان سواءِ- ٻنا- ٻين- بِکم- ٻي- بغير- ٻاجهون- ڏارون- و يجهو- چو ڏاري.

- ڏار ٻارَ: ظرف. جدا جدا- الڳ- جُدا- علحده. ڏار و ڏار- بلڪل الڳ.

- ڏارو ڏارُ: ظرف. جدا- ڏار- ڏارَونڏار- الڳ- نيجو- ڌري- ڪو بہ تعلق نہ هجڻ جي حالت.

- ڏارونُ: ظرف. جُدا- ڌري- کان سواءِ- جدا جدا- ڏارو لڏارَ.

- ڏارو انڏارَ: ظرف. ڏارو ڏار- ڌري- جُدا جُدا- بلڪل الڳ- صفا بي تعلق- قطع تعلقات.

- ڏ ارَنڻُن: ظرف. جُدا- کان سواءِ- ڏارانڻ- ڏارُون.

- ڏَارِي: ظرف. آس پاس- آتي- آتهين- آن هنڌ- وٽ- پاسي- پاس- قريباً- و يجهو- اوري. الڪل- تخميني- لڳ ڀڳ. جيئن "چنڊ ڏاري".

- ڏاري پاسي: ظرف. چوڌاري - سيني پاسي - چوگرد - چوڦير - چوطرف - آس پاس.
- ڏَرين: ظرف. کان سواءِ - جُدا - ڌاران - ڌارون - ڌار لئن.

● ڏارَا ۽ ڏَارائُون: [ث. سن. ڌارا] ڪنهن وهڪري جو مُنهن - دهالو. پاڻي وَهڻ جي جاءِ - وهڪرو - وَهڪ. چشمو - آبشار - جهرڻو. جبل جو سلسلو - جبل جي چوٽي.

● ڏاراڙ ۽ ڏاراڙ (ل): ذ. مال چارڻ ڌارَ - ڌنار - ڌراڙ.

● ڏَارَائڻ: مصدر. ٻيو ڀيارڻ - ڪير ڀيارڻ - لڄ ڀيارڻ.

● ڏَارڻ: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڌارَڻ: مصدر. [سن. ڌر = رکڻ] اختيار ڪرڻ - رکڻ - هٿ ۾ هجڻ - قبضي ۾ ڪرڻ. سنڀالڻ - جهلڻ - ڪٽڻ. سنڀال هيٺ رکڻ - پرورش ڪرڻ - پالڻ - بنائڻ - ٺاهڻ - ساندڻ - هيرائڻ (جانور وغيره). حفاظت ڪرڻ - هلائڻ - مدد ڪرڻ.

● ڌاري ۽ ڌاري: ذ. صفت. [سن] رکندڙ - اختيار ڪندڙ. جيئن: "مايا ڌاري، ڀيک ڌاري."

● ڌاري ۽ ڌاريون: ث. [سن] ليڪ - ريکا - خط. صفت. جدا - عليحده - اوپري - پرائي - غيرقوم واري.

- ڌار پڌار ۽ ڌار پڌار: ذ. صفت. ليڪن وارو - ليڪائتون - پٽاپٽي.

● ڌاريجا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر نواب شاهه ۽ سکر ضلعي ۾).

● ڌاريجا چاچڙ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. ٻارهن پاڙا: ١. چنا ٢. جنگانند ٣. ٽورلنگ ٤. جوڻيجا ٥. ڏجڏيه ٦. جوکياڻي ٧. حلواڻي ٨ سداڻي ٩. منڌاڻي ١٠. جوڻانا ١١. ڪنا.

● ڌارينڌڙو: اسم خاص. تعلقي چاچري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڌاريو ۽ ڌاريا: ذ. صفت. بيگانو - پرائو - ٻيو - ڌارين - اوپرو. اڻ سڃاتو - غير - نئون - اڪيلو - ڌار - پڌل - ڌارو - غير واقف - اجنبي. جيئن
"ڌرياڻين ڌاريا، ميٽ مٺيءَ جا نه ٿيا"
(شاهه).

عجب جهڙو - عجيب - نادر - ويڳاڻو - پرديسي - ودبيشي - بديهي - بديشي.

* ڌارينو ۽ ڌارينا (ٽ): ذ. هٿيار جو هڪ قسم - ڀالو - نيزو.

● ڌاڙ ۽ ڌاڙُون: ث. رَهزنن يا ڌاڙيلن جي ٽولي - ڦورن جي ٽولي - چورن جي ٽولي. ڌاڙيلن جي ڪاهه - ڌاڪو - ڦُر - لُٽ - ڌاڙو. حملو - ڪاهه - جُلهه - هلان. وڏو هُل - بغاغو - داٻهن - هنگامو - گهوڙا گهوڙا (ت). مُنجهروارن جي اصطلاح ۾ مڇيءَ ڦاسائڻ لاءِ ڄار وجهڻ وقت زور سان پٽل جون ٺالهيون وڄائڻ جي حالت.

- ڌاڙ ڌاڙ (ت): ث. گهوڙا گهوڙا. دانهون - رڙيون - واڪا - ڪُوڪون.

- ڌاڙ ڌاڙ ڪرڻ: رڙيون ڪرڻ. دانهون ڪرڻ - ڦُريا ڦُريا ڪرڻ. پاڪارڻ - مدد لاءِ سڏڪارڻ - وڏو شور مچائڻ.

- ڌاڙوائي ۽ ڌاڙوائي: ذ. صفت. ڦورو - لٽيرو - چور - رهزن - ڌاڙيل.

- ڌاڙو ڀس: حرف ندا. گهوڙا گهوڙا - واڪو - واڪاڻ - واويلا.

● ڌاڙڪي ۽ ڌاڙڪيون: ڪوڏڙي - بڪري.

● ڌاڙو ۽ ڌاڙا: ذ. جماعت - گروهه - ٽولي - جٿو. چورن جو ٽولو - چورن جو حملو - چورن جي ڦُرمار - ڌاڙ - لُٽ - لوٽ - ڌاڪو - رهزني - چوري - اوچتي ڦُرلٽ.

- ڌاڙا ڦاڙا ڪرڻ (ت): نقصان ڪرڻ - اجايو زيان ڪري ڇڏڻ - خرابي ڪرڻ - خرچي ڪپائي ڇڏڻ.

- ڌاڙائي ۽ ڌاڙائي: ذ. صفت. ڌاڙو هڻندڙ - ڌاڙيل - ڌاڙيلو - رهزن - ڦورو.

- ڌاڙو لڳڻ: ڦُر ٿيڻ - لُٽ ٿيڻ - اوچتو ڦُرلٽ ٿي وڃڻ.

- ڏاڙو هڻڻُ: زوري ڦُر ڪرڻ - زوري چوري ڪرڻ - ڦُر ڪرڻ.
- ڏاڙيچو ۽ ڏاڙيچا: ذ. صفت. ڏاڙائي - ڏاڙيل - ڏاڙيلو - ڏاڙيوال. ڏاڙي ۾ ڪنيل ملڪيت - ڦُرلُٽ جو مال - مالِ غنيمت.
- ڏاڙيلُ ۽ ڏاڙيلَ: ذ. صفت. ڏاڙو هڻندڙ - ڏاڙئي. ڊاڪو - ڪاڌڪو - رهزن - ڦُورُو.
- ڏاڙي ۾: ظرف. ارزان - سستو - تمام ٿوري قيمت ۾ - مفت ۾ - سهانگو.
- ڏاڙيوالُ ۽ ڏاڙيوالَ: ذ. صفت. ڏاڙيلُ - ڏاڙيچو.

● ڏاڙِيُ (ت): ث. ڪاٺ جي سپَر (جا راند ۾ ڪينهون جهلڻ واسطي ڪتجي) - ٻچاءُ - جهلاءُ.

● ڏاڪَ ۽ ڏاڪُون: ث. نالو - ناڻُ - ناماچار. ڏاڪو - هاڪَ - ناموس - شهرت - نيڪي - مشهوري - وڏائي - پَڏَ - ساراهه - واڪاڻ - پڌرائي - ڌومر. رِٽَ - افواهه - هل - هلاچو. هيبت - هڪل - ڏَيا - ڏَڪو - دٻاءُ - ڏهڪاءُ. رعب - خوف - ڊپ - حشمت. عزت - شانُ.
- ڏاڪو ۽ ڏاڪا: ذ. ڏاڪَ. نالو. هيبت - رعب - هل - هلاچو. ڊَپُ - ڏَرُ - ناموس - شُهرت - ڏهڪاءُ.
- ڏاڪو وِجهڻُ: مشهور ٿيڻ - ناليرو ٿيڻ - رعب جمائڻ - سِڪو جمائڻ - نامي ٿيڻ - نالو ڪڍائڻ.

● ڏاڪوڙو ۽ ڏاڪوڙا (ل): ذ. چوپائي مال جي رڙ - ڪنهن ڏڳي يا مينهن جي ڦرَ لاءِ ڪيل رَڙ.

● ڏاڳا: ذ. ڪپڙا - پوشاڪ - متبرڪ لباس - ڪنهن بزرگ يا ولي جا پاڪ ڪپڙا.
- ڏاڳا پائڻ: پوشاڪ پائڻ - ڪنهن بزرگ جا ڪپڙا ان جي وفات ڪان پوءِ ورسيءَ تي سندس جانشين جي پائڻ جي حالت - ڏاڳا ڏيڻ - ڏاڳا ڪرڻ.
- ڏاڳا ڌوئڻُ: ڪپڙا ڌوئڻ - جسماني صفائي ڪرڻ - ٻاهرين پاڪائي رکڻ.

"الدر اچو نہ ڪري، ڌوئي تو ڏاڳا"
(شاهه).

- ڏاڳا ڏيڪَڻُ: ڏسو "ڏاڳا پائڻ".
- ڏاڳا ڪَيڻُ: اُڌيڙڻ - اُکيلڻ - تباهه ڪرڻ.
- ڏاڳا ڪَرَڻُ: ڏسو "ڏاڳا پائڻ".
- ڏاڳا لاهڻُ: ڪپڙا لاهڻ - بزرگ جو لباس لاهي سانڍي رکڻ - پردو لاهڻ - عيب اُگهاڙڻ - خوار ڪرڻ.

● ڏاڳو ۽ ڏاڳا: ذ. [سن. تارڪو. ڪ. ڌاڳو. هيو. ڌروڪ] سٽ جي تندُ - سڳو - سٽُ - تندُ - تندو - تڳو - تارَ - سُوٽلي - ڌورِ - ڌورو - ڌوري. پيچ - ورُ - وَڪَڙُ - سلسلو - ليڙ - رِيڙ - لينگهه. (ٿ). سڳي - چوٽي (ث). فقير ڪي مٿي تي ويڙهيل سڳو - بيماريءَ ڪان ڇوٽڪاري لاءِ ٻڌهيل سڳو.
- ڏاڳو ٻَڌڻُ: نشاني ٻَڌڻ (يادگيريءَ لاءِ).
- ڏاڳو ڪَيڻُ: (ڪورين جو اصطلاح) اڏي تي تاڃي لاهڻ. تند وڪيڻ. اڃائي اچ وڃ ڪرڻ.
- ڏاڳو ڪَرَڻُ: تعويذ ڦَل ڪرڻ. دعا ڪرڻ - سڳو وٺڻ - ڦيٿو پڙهڻ - جهاڙ رکڻ - جادو ڪرڻ - منتر ڪرڻ - فال وجهڻ.
- ڏاڳي ۾ ٿيڻُ: آڪياڪاري ٿيڻ - معتقد ٿيڻ - فرمانبرداري ڪرڻ - چنبي ۾ ٿيڻ - وس ۾ ٿيڻ.
- ڏاڳي ۾ ڳنڍ هڻڻُ: رانڊڪ هڻڻ - اڙڪ هڻڻ - ڀچڪڙي هڻڻ - مونجهاري جهڙو ڪم هڻڻ - معاملو سڌو نہ هڻڻ.

● ڏالڻُ: مصدر. ڏارڻ - هيرائڻ - پالڻ.

● ڏالو ۽ ڏالا (ت): ذ. صفت. لنڊي هولدي ماءُ مري ويل جانور - هٿَ هيرو ڦرُ - هٿائڙو - هٿايو - دالو.

● ڏامُ ۽ ڏامَ: ذ. [ڏامُ= تجمّل] سوڀيا - جلوو - رواق - ٽيچُ - پرتاب - ڀڙڪي - ڪرالُتي - جهلڪو - ڏِانڊيسُ - ٺَٽُ - تجمّل - ڀپڪو.

● ڌامُ ۽ ڌامَ: [سن. ڌامَن= جاءِ] رهڻ جي جاءِ - هنڌ - گهَرُ - جاءِ - جڳهه - آستانو. هندن جي تيرٿ جي جاءِ (جي مشهور چار آهن: ١. جڳننات ڌام ٢. بدريناٿ ڌام ٣. رامنات ڌام ٤. دوارڪانات ڌام).

● ڏامُ، ڏامو ۽ ڏامَ، ڏامَا: ذ. [پرا. ڏامُ سن. ڏامن = ٻالڻ] ڪاٺ و- ٻوڇَنُ.
● ڏامَاچي: اسم خاص. تعلقي گهوٽڪيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڏامامو ۽ ڏامامَا (ٿ): ذ. ٻوٽي جو هڪ قسم- دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻوٽو- ڊاماهو.
● ڏامتَ: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.
● ڏاميراهَ (ٿ): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● ڏاميراهَ: اسم خاص. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڏامرَاهَا (ٿ): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● ڏاميرَاهو: تعلقي وارهه ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڏامڙو ۽ ڏامڙَا: ذ. ڏڪر جو ٽانءُ ڪيرَ پائيءَ سان ڀريل (ٽَرِي ۾ ٽَن ٽيل هيٺان ڪير پائي وهندل. مري ويل جي ڪرياڪرم لاءِ گهر ۾ رکيل).
● ڏامڻُ: مصدر. [سن. ڏامَنُ = ٻالڻا] دعوت ڪرڻ- مهماني جهلڻ- ڪاڌو موڪلائڻ- ڪوٺ ڏيڻ. مجلس ڪرڻ. وِنُدُرَ ڪرڻ.
- ڏامَ ۽ ڏامُون: ٿ. دعوت- ڪاڌو- مهماني- ڪوٺ- نينڊ- مجلس- محفل- چوياري- منڊلي- جڳ. وِرُونهَ- وِنُدُرَ- تماشو. وڏي دِل- ڪشاده دلي- فراخ دِلي.
- ڏامُ ۽ ڏامَ: ذ. وڏو ڏينهن- ساليانو ڏڻُ- خوشيءَ جو ڏينهن- عيد- آتسو. محفل ڪرڻ جو ڏينهن.
- ڏامو ۽ ڏامَا: ذ. ڪوٺ- دعوت- نينڊَ- سَنڌُ. موڪلايل مالي- ڪاڄُ- ڪاڌو- ڪانو. مهمانيءَ ۾ مليل ڪاڌو- ڪنهن برهمڻ کي ڏنل دعوت. ڪڻڪ جو پڪِل ڏارو (جنهن ۾ گيههِ ڪنڊ وغيره پيل هجي).
- ڏامو ڏيَڻُ: سانئي ڏيڻ- ڪاڌو ڏيڻ. (هندن ۾) ڪرياڪرم بعد برهمڻ کي ڪاڌو ڏيڻ.
● ڏامُور: ذ. گاهه جو هڪ قسم- ڏاڇُور.

● ڏامولو ۽ ڏامولا (ٿ): ذ. لوڏو- ڏوڏو- ڏڏڪو- ٽيپڙُ- آڏيڙو- ڏاٻو- ٽيلهو.
● ڏامپيچَا: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.
● ڏانُ ۽ ڏانَ: ذ. [سن. ڏاليهُ = هر قسم جو اناج] انُّ- اناج- ڏاڄُ.
● ڏنڏارِيُ: اسم خاص. تعلقي گهوڙاٻاريءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڏانڏانُ: [سن. ڏِوَانُ = آواز] آواز جو هڪ قسم- دَڪ دَڪ- دَهڪو- ڏانُ ڏانُ- ڏوڻ ڏوڻ- زُونُ زُونُ- آواز- گوڙ- هُل- ٽڪاءُ.
- ڏانُ ڏانُ ڪَرَڻُ: گوڙُ ڪرڻ- هُل ڪرڻ- هُلاچو ڪرڻ. ٽڪڙِ لائڻ. تنگ ڪرڻ- سختي ڪرڻ (ٿ).
● ڏانڊَلَ — ڏانڊَل ۽ ڏانڊَلُون — ڏانڊ لِڦُونُ: ٿ. ڪيتراڳ- ڪِٽ پِٽ- رِيڙهه پيڙهه- چِڪتاڻ- کِهَلَ ڪيندڙَ- آجايو بَحَثُ- رڳڙو- کَهُپِي- ٻاٽِيتالُ- تڪرار- جهيڙو- جهڳڙو- لُڙ- آئتُ- جهنڊي- ڪِروڌ. حجت- وَدُوَادُ. فَدو- فساد. اجايو گوڙ- گهمسان- غوغاءُ- هَنبَسُ- ماچالڪَ- غلغلو- هنگامو- بکيڙو- ڏمچر- ممڻ- خَرُخَسو. بي ايماني- دغا- مَڪَرُ- فِريبُ- ٺڳي. ٺيڙڪُ- ٺيڪڙ- چالاڪي- جادوگري- چشم بندي. اسم خاص. راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو (ٿ).
- ڏانڊِلائيُ ۽ ڏانڊلائي: ذ. صفت. ڏانڊل ڪندڙ- ريڙهه پيڙهه ڪندڙ- ٻاٽيتال ڪندڙ- فَدائي- فسادي- ڪيتراڳي.
- ڏانڊَلِ ٻَڌَڻُ: ڪيتراڳ ڪرڻ- کِهَلَ ڪرڻ- کِٽ ڦِٽ ڪرڻ- ڪِروڌ ڪرڻ. گهمسان ڪرڻ. اجايو بحث ڪرڻ.
- ڏانڊَلِ ڪَرَڻُ: ڪنهن به ڳالهه کي ڏکو ڪرڻ- ريڙهه پيڙهه ڪرڻ. گهمسان ڪرڻ- اعتراض وٺڻ- فَدو ڪرڻ- شورُ ڪرڻ- ٻاٽيتال مچائڻ- اجايو فساد مچائڻ. بي ايماني ڪرڻ- دغا ڪرڻ- جهڳڙو ڪرڻ- بحث ۽ تڪرار ڪرڻ.

قوم جا ماڻهو سٿڻ جي بدران گوڏ والڪر ڪم آئين (اهو ڪپڙو جنهن جو هڪ ڇيڙو ڇلهہ سان ۽ ٻيو ڇيڙو ٽنگن جي وچان لنگهائي پٺيان ڇيلهہ ۾ ٻڌي ڇڏيندا آهن). لاڪَ - منجهلو - تهبند (تهمد) - ڌوتِ.

- ڌوتِ ع ڌوتيِئونَ: ث. ڏسو "ڌوتيِ".

- ڌوتيرُ ع ڌوتيرَ: ڌوتي ٻڌڻ وارو. ڌوتي ٻڌڻ وارو - واڻيو - ڪراڙ - مهتو - هندو.

- ڌوتيِ ٻَنُدُ ع ڌوتيِ ٻَنُدَ: ذ. صفت. ڌوتي ٻڌندڙ - هندو - واڻيو - وَاڻِٽ - مَهتو.

- ڌوتيِ ڇوڙڻُ: همٿ هارڻ - بزدل ٿيڻ - ڊڄڻ - ڪِيڏي ٿيڻ.

- ڌوتيءَ ۾ هَٽُ ٻيڙ هَڻَڻُ: ڍلو هڻڻ - سُست هئڻ.

- ڌوتيو ع ڌوتيا: ذ. گوڏ ٻڌڻ جو ڪپڙو - ڌوتي. انگوڇو - انگوشو - ننڍڙي گوڏِ - انگرکو.

● ڌوتَرُ: ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● ڌُوپَ ع ڌُوپُون: ث. [سن. ڌوپ = چمڪڻ] سج جي روشني. اُس - ڪاڙهو - ڌُپ - تپت.

- ڌُوپَ ڇانوَ: ث. اُس ڇانوَ. ٻَدل سَدل - مَٽ سَٽ. ٿڌي ڪوسي.

- ڌُوپَ ڇِتِيِ ع ڌُوپَ ڇِتِيُون: ث. اُس کان بچاءُ جو ڍڪُ - ڇٽي - ڇتري.

- ڌُوپَ ڏِيَڻُ: اُس ڏيڻ - تيز ڪو ڪاڻڻ - اُس ۾ تورو گرم ڪرڻ.

● ڌوپُ ع ڌوپ (ٿ): ذ. ڪپڙن ڌوئڻ لاءِ ڪاٺ يا پٿر جو تختو - ڦرهو - ڌاٻڙو.

● ڌوپَڻُ: مصدر. [سن. ڌوپَ = صاف ٿيڻ] پاڻيءَ سان صاف ٿيڻ - ڌوئجي وڃڻ - ڌوپجڻ - اجرو ٿيڻ - اجلو ٿيڻ - اڇو ٿيڻ - پاڪ ٿيڻ - پوتر ٿيڻ. جيئن

"ڌوپي منجهہ درياهہ،
تہ بہ اوجهہ نہ ڇڏي اوجهري"

- ڌوپُ ع ڌوپَ: ڌ. ڌوئڻ جو ڪم. ڌوئڻ واري حالت - ڌوئڻي - ڌوئپ - ڌوپ‌ءَ جي ڪيپ‌ءِ اشنان - غسل. ڪنهن شيءِ کي ڌوئڻ منجهان بچيل پاڻي - پچ. آپٽڻ - پوچي - سفيدي. چونو. ڪپڙن ڌوئڻ لاءِ پٿر يا ڪاٺ جو تختو (ٿ).

- ڌوپجڻُ: مصدر. ڌوپڻُ.

- ڌوپُ ڪَرَڻُ: ڪپڙا ڌوئڻ.

● ڌُوپَڻُ: مصدر. [سن. ڌُوپ] لوبان وغيره جو دونهون ڪرڻ - واس ڏيڻ - واسڻ. خوشبُوءِ - سُرهاڻ ڪرڻ.

- ڌُوپ ع ڌُوپَ: ذ. واس - لوبان. سُگنڌ - سرهاڻِ - عطر - ڦُلپيلُ. جُوَ جو هڪ قسم (جو جواهري يا سونارا زيور جي خالي ٽُنگن کي ڀرڻ لاءِ ڪم آڻيندا آهن).

- ڌُوپَ دانيِ ع ڌُوپَ دانيُون: ث. ڌوپ کي ساڙڻ جي ڪٽيچِي.

- ڌُوپُ واسُ: ذ. ڌُوپ ڏيڻ جي حالت - لوبان ٻارڻ جي رسم.

- ڌُوپُ واسڙو: ذ. 'ڌوپ واس' جو اسم تصغير. مختصر طور ڌوپ ٻارڻ جي رسم.

● ڌوپو ع ڌوپا: ذ. ٺڳي - ڪِيڏي - دغا - ڌوڪو - فريب - ڊوهہ - دولاب. انڪل - ٺمولو - ٽَلَ - وجهہ - پيچ. شاهو - ڪِلتو - جڙَهو - چَٽَ - داڌر. يَٽُ - ڪشو - ڪُوڙ - ٻٽاڪ.

- ڌوپاليِ ع ڌوپاليِ: ذ. صفت. ڌوپو ڏيندڙ - ٺڳي ڪندڙ - دغاباز - ڊوهي - دولابي - ڪِيڏيخور. ڪِلتائي - چڙهيباز - چٽباز - ڌاڌراڻي - ڪشائي - ٻٽاڪي - ڪُوڙو (ڪ).

● ڌوجُ ع ڌوجَ: ذ. [سن. ڌُوجا = جهنڊو] ڌوج - ڌاج - ڌجا - ٻيرق - جهنڊو - علَمُ.

● ڌوجڻُ: مصدر. چوانڊڻ - ڌُڻڻ - پسند ڪرڻ - انتخاب ڪرڻ.

● ڌوڏُ ع ڌوڏَ: ذ. ظلم - انڌير - ناحق - بيداد. الزام - بهتان. ٺڳي - دولاب - مڪر - فريب.

- ڌوڏُ ٻَڌَڻُ: ڪوڙي رقم ٻڌڻ. تمام گهڻي رقم جي دعوا ڪرڻ.

- ڌوڏُ ڪَرَڻُ: ظلم ڪرڻ - انڌير ڪرڻ. بهتان مڙهڻ. ٺڳي ڪرڻ - دولاب ڪرڻ.

● ڏُوڏُٽيءُ: اسم خاص. تعلقي شاهہ بندر ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڏُوڏُڪَٽُ ۽ ڏُوڏُڪَٽَ: ذ. (آواز) درياءَ جي وهڪري جو آواز. ڏڏِڪو. ڏڏڪارُ. ڪڙڪاٽُ.

— ڏُوڏُڪَٽَ ڪَرَڻُ: ڪڙڪاٽ ڪرڻ. ڏڏڪار ڪرڻ.

● ڏُوڏُڙِيو ۽ ڏُوڏُڙِيا: ذ. افواهہ. سَنُسَنِيءُ. آڏو. هنئورُ. ڪپُ. ڪپوڙو. هُل. هاوانو.

● ڏوڏو ۽ ڏوڏا: ذ. ڏوهو. دوٿو. ٺڳي. دغا. ڍوهہ. چَلُ. فريب. دوکو. دولاب. ڦرڪِٽُ. ڪُوڙ. جُوٺ. ڪُساڪ. دروغُ.

● ڏُوڏُو ۽ ڏُوڏُا: ذ. [هرا. دوڏءَ. سن درت] ٻاهہ جو مچ. اُڙاهہ. ڪُورو. ٽالين جو ڍِڳُ. رَڪَ جو ڍِڳُ. ڦُلهار جي سٽُ. ڪيرِيءَ جو ڦوڙو. چارِ جو ليهو. صفت. ٻاهہ ڏکائيندڙ. ڏلوٺي هلائيندڙ.

— ڏُوڏُٽيءُ ۽ ڏُوڏائيءُ: ذ. صفت. ٻاهہ ٻارڻ وارا. مچ ٻارڻ وارا. ڏوڏن وارا.

— ڏُوڏُيءُ ۽ ڏُوڏِيُون: ث. ڏلوٺي. ڏلوڻ. ڏمڻ.

— ڏُوڏِيو ۽ ڏُوڏِيَا: ذ. صفت. ڏَلُوَڻَ وارو. ڏمڻ وارو. ڏَنُنُڌڙ. ٻاهہ ٻاريندڙ. لوهارن جي اصطلاح ۾ نئون ڪم سکندڙ. سکڙاٽُ. (دستور آهي تہ جڏهن ڪو ٻہ لئين سر لوهار ڪو ڪم سکندو آهي تہ ڪاريگر هن کي ڀريائين ڏَوَڻُ تي ويهاريندو آهي، جيستائين ڪم مان واقف ٿئي. هتي ڏُوڏِي جي مراد آهي، نئون طالب، جو طريقت تي هلڻ چاهي ٿو. جيئن

"ڏُوڏا ڏِيءُ مَ ڏارَ،
جم ڪچو رڪ ڪٿيون ٿئي"
(شاهہ).

● ڏُوڏُوءُ: (آواز) راڳ جي هڪ آواز جو قسم. ڏلوڻ جي ڦُوڪ جو آواز. آوز. گوڙ. ڪڙڪاٽ. ظرف. وچ ۾. اندر. مَنجهہ.

— ڏُوڏُوڪارُ: ذ. گوڙ. ڪڙڪو. ڏَنُڏُڪارُ. اولاهي.

● ڏوڏِيءُ ۽ ڏوڏيءُ: ذ. صفت. ظالم. ڪئور. ڦهڪار. بي قياس. سنگدل. ڪَٺُنُ. ڪاسائي. ستمگر.

● ڏُوڏِيلِيءَ: اسم خاص. ول جو هڪ قسم (جنهن جي ڏاليءَ مان ڪير وَهي).

● ڏوڏڻُ: مصدر. لوڏڻ. جهوٻڻ. ڏونداڙڻ. جالجهولڻ. ٽيلهڻ. ڏِڪڻ. چورڻ.

— ڏوڏَ ۽ ڏوڏُون: ث. لوڏَ. لوڏو. جهولو. ڏونداڙ. آچل. بگاڙ. آوندپ. گمراهي. هوڏ. ضد. ڏَنُ. ڪيروڏ. گهپي. مناظرو. بحث مباحثو.

= ڏوڏَ ٻَڌَڻُ: يڪ ساهيءَ ڏولنداڙڻ. يڪو لوڏڻ. ڏَن ڪري ٻيهڻ. ڪروڏ ڪِري ٻيهڻ. ضد ڪرڻ. هوڏ ڪرڻ. بحث ڪرڻ. اڙي ڪرڻ.

— ڏوڏَ لائِڻُ: ڏوڏَ ٻَڌَڻُ.

— ڏوڏو ۽ ڏوڏا: ذ. لوڏو. ڏِڏِڪو. جهوٻو. چِلڪو. ڏِڪو. ٽيلهو. ليچڪو.

— ڏوڏوڪائڻ: ڏِڪو ڪائڻ. ٽيلهو ڪائڻ. ڪنهن مان ٺڪرجي لوڏو کائڻ.

● ڏُوُراڙو ۽ ڏُوُراڙا: ذ. [سن. دوُرڻ] محل. محلات. عاليشان عمارت. قصر. بنگلو. راج مندرُ. دولت خانو.

● ڏُوُرائُو ۽ ڏُوُرائا: ذ. ڏسو "ڏُوُراڙو".

● ڏُوُرِتُ ۽ ڏُوُرِتَ: ذ. [سن. ڏوُرت] ٺڳُ. لُچو. بد معاش. اوباش. حرفتي.

● ڏوُروُ ۽ ڏوُرا: ذ. صفت. جميل. ڪير. اڇو سفيد.

— ڏوُروُ اَلبُ ۽ ڏوُرا اَلبَ: ذ. صفت. الب جو هڪ قسم. اڇو الب.

● ڏوُرِيءُ ۽ ڏوُرِيُون: ث. عورت. زال. جانورن جو ميڙ.

● ڏُوُرِيوُ ۽ ڏوُرِيا (ٺ): ذ. کورڪي ڪم جو هڪ اوزار. تُر کي جهلڻ لاءِ ڪاني.

● ڏُوُڙ: ث. [سن ڏول=مٽي] مِٽي. دَزَ. ڏَڏَڙ. دُسِڙ. ڍُسَ. لَٽَ. ٻُسِڙ. چانئي. ڏُوڙڪَ. رئي. رَڪَ. ڪڇهہ ٻہ لاءِ.

— ڏُوُڙ پائڻ: خراب ڪم ڪرڻ. بڇڙائي ڪرڻ. ڏوهہ ڪرڻ. بہ فعلي ڪرڻ.

- ڏُوڙِ جُون ڏاڻِيُون (ت): ڪجهه به نه.
- ڏُوڙِ ڏاڻِي ۽ ڏُوڙِ ڏاڻِيُون: ظرف. لَتَ ۾ - مِٽيءَ ۾. اجايو ڪجهه به نه. ناس - برباد - نابود. زيان - نقصان - عدم - ڪم.
- ڏُوڙِ ڏاڻِيُن ڪَري ڇڏَڻُ: ڦٽائي ڇڏڻ - خراب ڪرڻ - فنا ڪرڻ - نابود ڪرڻ - وڃائي ڇڏڻ - خرچي ڇڏڻ (پئسا وغيره).
- ڏُوڙِ ڏَڪاءُ: ذ. طوفان جو آواز. وڏو آواز - ڪچڪ ڙ.
- ڏُوڙِ ڏويو ۽ ڏُوڙِ ڏويا: ذ. صفت. ڏوڙ ڏوئيندڙ - سونارن جي ڪورن جي رکَ ٽوري لاٿي ۾ خريد ڪري، آن کي ڏوئي صاف ڪري آن مان سون جا ذرڙا هٿ ڪندڙ.
- ڏُوڙِ ڏُئو ۽ ڏُوڙِ ڏُٺا: ذ. صفت. ڏسو "ڏوڙ ڏويو".
- ڏُوڙِ ڏِکِي ڪَرَڻُ (ٿ): معاملو آجهائڻ - خالي مٿاڻڻ.
- ڏُوڙَڪَ ۽ ڏُوڙَڪُون: ٿ. مِٽي - ڏُسِڙِ - ڏوڙ.
- ڏُوڙِ ڪَمائِڻُ: ڪجهه به فائدو نه ٿيڻ - ڪجهه به نه حاصل ٿيڻ.
= ڏُوڙِ ڪِڙو ۽ ڏُوڙِ ڪِڙا (ٿ): ذ. صفت. مِٽيءَ هاڻو - ڏوڙ ڳڏيل - مِٽيءَ ملِيل.
- ڏُوڙو ۽ ڏُوڙا: ذ. ڏوڙ مان پُريل - لَٿيهَلُ - مِٽيءَ هاڻو. جيئن

"ڏَرِيائِي ڏوڙا ٿيا، وَرَريءَ وِهاڻا"
(شاهه).

صفت. سفيد - اڇو (ٿ).
- ڏُوڙِيالو ۽ ڏُوڙِيالا: ذ. ڏُوڙِيو - مٽي - مٽيءَ جو طوفان.
- ڏوڙيو ۽ ڏوڙيا: ذ. مٽيءَ جو طوفان - ڏوڙيالو - جهَڪَ. صفت. چندو - لپاڪو. ڪنهن نه ڪم جو - بيڪار.
● ڏُوڙِ ڏِيا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● ڏُوڙِيو ۽ ڏُوڙِيا: ذ. [سن. ڏُولِي = مٽي] ڏُوڙِ - مِٽي - ڏُسِڙِ - مِٽيءَ جو طوفان - ڏوڙيالو - جهَڪَ - اَنڌي. مٽيءَ جو وسڪارو - دَسُ - وَرُ ڪا - آرانپو (ڳارين جو). اسم خاص. هنن جي هوليءَ جو آخرين ٽيون ڏينهن.
- ڏُوڙِيا لائِي ڏِيَڻُ: حد کان وڌي وڃڻ - گهڻي اندازي ۾ يا وڏي زور سان ڪم ڪرڻ.
- ڏُوڙِيو ڪَرَڻُ: مٽيءَ جو وسڪارو ڪرڻ - ڪاهي پوڻ - مٽي آڏائڻ - ڦهڪو ڪرڻ - هيٺ ڪرڻ.
- ڏُوڙِيو وَسائِڻُ: ڏُوڙِ وسائڻ - گهڻي دَزَ آڏائڻ. ڳاريون ڏيڻ وسڪارو ڪرڻ.
● ڏُوڙِي ۽ ڏُوڙِي: صفت. [سن. ڏُرِيَہ] سَنُ - جيئَسُ - جهيڏو - ثاني - برابر - سَرتو - مِهلُ - اڙو - تُلُ - شريڪ - جوٽياڪ - مَٽُ - مثل - هَمُسَرُ - پيچي - سريکو - هموزن - سمان - مساوي.
● ڏُوڙِيا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● ڏُوسَ ۽ ڏُوسُون: ٿ. گهڻي تکڙ - آپهرائي - جلدي - تيزي.
● ڏُوسُ ۽ ڏُوسَ: ذ. ڏُوڪ ڏُوڪانُ. مٿي پَرِ ڪرڻ. آسمان ۾ مينهن، ڳڙن جو ٿهڻ.
● ڏوڪَ (ل): صفت. مضبوط - جهالائو - جٽادار - هنڊائڻ ۾ گهڻو وقت هلندڙ (ڪمڙو). ڏِڪَ (ڏِڪڻ مان) - ٿپِلهَ (ٿِپلهڻ مان) - مٿان ڪان هيٺ زور ڏيڻ جي حالت.
● ڏُوڪَرُ: اسم خاص. ذات جو هڪ قسم.
● ڏُوڪَرُ ۽ ڏُوڪَرَ (ت): ذ. (آواز) ڪنهن شيءِ جي مٿان ڪِرڻ جو آواز - ڦهڪو. منهن تي چٽي ڏيڻ جي حالت.
● ڏُوڪِڙِي ۽ ڏُوڪِڙِي: ذ. صفت. ڏُڪڙ وڄائيندڙ - دهلاري - نغارچي - طَبُلائي - طَبَلچِي.
● ڏوڪَڻُ: مصدر [سن. دوَڪ] مٿان ڪان هيٺ زور ڏيڻ - دَٻڻُ - دَٻ سُٽَ ڪري ٿپلهي اندر وجهڻ يا اندر ڪرڻ. ڏُوڻِ کي ڦُوڪڻ.
● ڏُوڪَڻُ: مصدر. کوچڻ - جهوڪڻ - زور ڏيئي اندر ڪرڻ - ٺوڪڻ - دٻي وجهڻ - ڦُسڻ - ڏِڙڻ - ڪپائڻ. ڪاهي پوڻ - اڳتي زور سان وڌندو وڃڻ - ڪاهه ڪرڻ - زور سان اندر وڃڻ - ڏَوڻِ کي ڦُوڪڻ.

- ڏُوڪَ: ث. اڪيلي ڏِڪڻ جي حالت - گهُوچ - جهوڪَ - دَٻَ - ڌڪَ. ڪاهَ - حملو - هلان - زُورُ (زُورَ) - رُومَڙُ.
- ڏُوڪارَڻُ: مصدر. ڏڪا ڏيڻ - زور ڀرڻ. زوري ڪاهي پوڻ.
- ڏُوڪ ڏُوڪان: ث. دَٻَ - ڌِڪَ - ڌڪَ. جلدائي - اٻهرو. رُومَڙُ - هلان - ڪاهَ. اُلڪ ڏُک. ٻهه - ڪُڙدي - زُورَ (زُورَ سان).
- ڏُوڪينڊو وَڃَڻُ: ڪاهيندو وڃڻ - تمام تکڙو هلڻ - زورشور سان وڃڻ - اٻهرائيءَ ۾ وڃڻ - زُور سان وڃڻ - رومڙ ڪري وڃڻ.
● ڏوڪو ۽ ڏوڪا: ذ. فريبُ - مَڪَرُ - دولابُ - دغا - ٺڳي - ويساهگهاتي.
- ڏوڪو کائڻُ: ٺڳجڻ - ويساهگهاتي ٿي وڃڻ - ٻئي جي فريب ۾ اچڻ. نقصان هيٺ اچڻ.
● ڏوڪي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر نوابشاهه، سکر ۽ لاڙڪاڻي ۾).
● ڏُولِ ۽ ڏُولُون: ث. ڏُوڙ - مِٽي - دَزَ - دِمَ.
● ڏُومِ ۽ ڏُومُوهُ: [س. ڏُوَنِ = آواز] هُل - شور - گوڙ - آواز - لُڙ - بکيڙو - گهمسان - ٻائيتال - غوغا - ڪرڪو - ماچانگ - هَنبُوسُ - غلغلو - هنگامو - هَلڪُڙُ - ڏَمُچر - ڏمچڪر - مَتمَنُ - خرخسو. چوُپول - افواهه. شهرت - ناماچار - ناموس - هاڪ. سراسر ۽ سربستو زور - ڏوڪ - ڪاهه - حملو. تيڪ - زور.
- ڏُومُ ڏامُ: ذ. شان و شوڪت - زورشور - ڪَرُوفر. دٻدٻو - رُعب.
● ڏُومانُ ڏِيَڻُ: مخفي طرح گولا ڪرڻ - گهٽي مٿي ماري ڪرڻ.
● ڏُومَ ڪيتُ: ذ. چوٽيرُ تارو - پُڇرُ تارو.
● ڏُون (ت): ث. چونڊ - پسنديءَ کي انتخاب - ڏُچ - ڏُوڻ.
● ڏُونارَڻُ: مصدر. ڏسو "ڏُونڊارڻُ".
● ڏُونپُ ۽ ڏُونپَ (ٿ): ذ. ڏسو "ڏُوپ".

- ڏُونپارو ۽ ڏُونپارا: ذ. صفت. ڏُوپ وارو - واس ڪيل - واسيلُ.
● ڏُونپيڪارِڻُ (ٿ): مصدر. ٻُسي يا ڏونرا رڌڻ - داغ ڏيڻ - ٻُڇڻ (طعام وغيره).
● ڏُونچَڻُ (ل): مصدر. ڏُوڻ ڪرڻ - چونڊ ڪرڻ - انتخاب ڪرڻ - مرضيءَ موجب ڪڻڻ.
- ڏُونچَ ۽ ڏُونچُون: ث. ڏُوڻَ - انتخابُ - چونڊَ - پسندي - سُکياري.
- ڏُونچَ ڪَرَڻُ: چونڊ ڪرڻ - انتخاب ڪرڻ.
● ڏُونڊارِڻُ: مصدر. [س. ڏُو = ڏُڏَڻُ] لوڏڻ - ڏوڏڻ - جهوٻڻ - ڏڪائڻ - ڏوٻڻ - ڏڪائڻ. جهاڳورڻ - ڳهلڻ - ڳهيلَ ڳينداڙ ڪرڻ - چانچولڻ.
- ڏُونڊاڙَ ۽ ڏُونڊاڙُون: ث. چڪتائڻ - ڳهيلَ - ڳينداڙ - لوڏَ - ڏوڏو - لوڏو - ڏوٻو - جهوٻو - ٺيلڪو - ٽڙڪو.
● ڏُونُ ڏُونُ: ذ. [س. ڏُوَنِ = آواز، ٻرار، ڏَمِ ڏَسا] دَڪِ دَڪِ - ڏَڪ ڏَڪ - دهڪو - ڌڙڪ - ڏَمَڻ کي ڌوڪڻ جو آواز.
● ڏَونرا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● ڏَونرو ۽ ڏَونرا: ذ. صفت. اڇو - سفيد - کيرو - صفا - چمڪندڙ. ڪابه اڇي رنگ جي شيءِ. ذ. اڻ ولوڙيل جميل کير - کٿو ٿيل کير - پٽو ڏُڌُ - ڏَهي - ڏِکُٽ - ڍِرڪُ. وهٽ (ڍڳي يا ڳئون) جي رنگ جو هڪ قسم. ڍائيءَ ٻڪيءَ جو هڪ قسم. صفت. خراب - ميرو - گدلو.
- ڏَونرائڻُ: مصدر. ڏوڙي وانگر ڏسڻ ۾ اچڻ. اڇي رنگ جو ڏسڻ ۾ اچڻ.
- ڏونرائي ۽ ڏَونرائيُون: ث. اڇاڻ - سفيدي - جهرڪاڻ - چلڪاڻ.
- ڏَونرسارُ ۽ ڏَونرسارَ: ذ. صفت. اڇي ۽ ميري رنگ تي ڪپڙي جو هڪ قسم - زناني چُنّي - گندي - بکيڙو.
- ڏَونرسارَ چُنّيُ (ل): ث. زناني گنديءَ جو هڪ قسم - بکيڙو - ٻڪُ (اهڙا گندي جنهن کي چار گل ڪُنڊن تي ۽ هڪ گل وچ تي هجي ۽ تَر کهڙي به رنگ جو هجي).

- ڍَوَلَرسَرُ ۽ ڍَوَارسَرَ: ذ. صفت. اڇو ۽ ڪجهه ميرانجهڙي رنگ تي. اڇي ڳاڙهي رنگ وارو.
- ڍَوَلَرسرو ۽ ڍَوَلَرسِرا؛ ذ. صفت. جنهن جي مٿي جا وار ڪڪا يا ميرانجهڙي رنگ تي هجن. ڀُورن وارن وارو ۽ ٻه رنگين.
- ڍَوَلرو آڇو ۽ ڍَوَلَرا آڇا؛ ذ. صفت. وهٽ جي رنگ جو هڪ قسم - سفيد - اڇو.
● ڍَوَارِيُ ۽ ڍَوَارِيُون؛ ث. بيماريءَ جو هڪ قسم. تليءَ جي بيماري - سالي - يرقان - ڪامڻ - ساوڪ - هيانچي جي بيماري. صفت. اڇي ۽ ڳاڙهي رنگ واري.
● ڍَوَلس ۽ ڍَوَلسُون؛ ث. [سن. دَلشَ] دَهشَانُ - دهشت - دباءُ - دڙڪو - ڌابُ. خوف - ڪاوڙ - غصو - تابش - چيڙ - هَڪَل هورَ - طَبَلُ. هُلُ - هنگامو - شورُ - غوغاءُ. رَوش - هلت چلت - چال - ڍنگ ڍاڙ - ٻناڪَ. ڪاهَہ - هلان - چُلهہ - حملو ٺڪي - مَڪَرُ.
● ڍَوَنڪَ؛ اسم خاص. هڪ لئين جو نالو.
● ڍَوَنڪَانِيُ: اسم خاص. تعلقي جوهمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڍَونڪَڻُ؛ مصدر. [سن. ڍورَ=دونهون] آهستي آهستي ٻرڻ. هري هري جلڻ. دُکڻ - ٻرڻ - سڙڻُ - ڪامڻ - ٻچڻُ. ٿورو ٿورو دکو ڪرڻ - ڍونڪڻ - ٻمڪڻ - جهرمرائڻ.
- ڍَوَلڪَ ۽ ڍَولڪُونُ؛ ث. ٻچڙَ - چڻَ - ڪامَ - ٻچُ - ساڙُ. ٻمڪو - چلڪو.
- ڍَوَلڪائِڻُ؛ مصدر. ٻارڻ - دُکائڻ - ٻچرائڻ - چلائڻ - ٻچائڻ.
- ڍَوَنڪ لائِڻُ (ت)؛ گهٽو چوڻ - کهڙي کهڙي چوڻ - تپائي ڏيڻ.
● ڍُونڪارَڻُ (ل)؛ مصدر. تيار ڪرڻ.
● ڍُولشُونُ: ذ. فرتو - ڪُولو - ٻَنٽُ - ٻاٽَ - ٻهڪُ - ٻڪُ - متو - مٽ (فقيرن جو).
● ڍوڻ ۽ ڍوڻيُونُ(ت): ث. [سن. ڍُولي=آواز] ٽالڪ يا ٻلا جو سُوساٽ - ڦُوڪ - شُوڪَ - شُوڪو.
● ڍَوَڻِ ۽ ڍَوِڻيُونُ؛ ث. [سن ڍولي=آواز] لوهارڪي اوزار جو هڪ قسم. باهہ کي هوا ڏيڻ جو اوزار. ڍَمڻ - ڍَانُوڻ - ڦُوڪڻي - ڪلڙي - ڪَلَ.
● ڍَوِڻيُ ۽ ڍَوِڻيُون: ث. [سن. ڍَولِيُ=آواز] آواز - گوڙ - پڙلاءُ - پڙاڏو - ڳالهائڻ جو هَلڪُ - سُرُ. دهل جو آواز. ڦوڪ - شُوڪ - شُوڪو (ٻلا وغيره جو). هوا ٻرڻ ۽ ٽالڊن کي دُکائڻ جو آواز - ڍَمَڻ - ڍَوَڻِ - ڦُوڪڻي - ڪلڙي - ڪَلَ (ل).
● ڍَوَڻُ؛ مصدر. [سن. ڍَوَن=آواز] ساڳي ڳالهہ هرهر چوڻ. ڪنهن ڪم جي پٺيان ڍوڍو رهڻ - مٿو هڻڻ - ڪنهن جي پٺيان لاهي باهي ٻوڻ - رُون رُون ڪرڻ.
● ڍُوَڻُ؛ مصدر. ڍوئڻ (ڪپڙا وغيره) - صاف ڪرڻ - زور سان لوڏڻ - ڍُوٺو ڏيڻ (وڻ وغيره کي).
● ڍُوٺِڻُ؛ مصدر. [سن. ڍُو=ڍُوڏڻ] لوڏڻ - ڏڏڪائڻ - ڏولڏاڙڻ - ڍوڏڻ. ڍانڊولڻ - چاچولڻ - ڏڏڪائڻ. ڏَڪائڻ - لُڏڪائڻ - ڦُڙڪائڻ. جهوٻڻ - چيپي ڏيڻ. [سن. ڏُوت] چولڊڻ - انتخاب ڪرڻ - چونڊي ڪڍڻ - پسند ڪرڻ.
- ڍُوٺَ؛ ث. زورائتو لوڏو. ڍوڏو - ڍالڍول - هلڪو ڍُوٺو - جهوٻو - چيپي. ڏڪڻي - لُڏڪڻي - چاچولَ. چونڊ - پسند - مرضي - انتخاب - سُڪياري.
- ڍُوٺِجَڻُ؛ مصدر. لوڏجڻ - ڍوڏجڻ.
- ڍُوٺَ ڪَرَڻُ؛ لوڏَ ڪرڻ - ڏڏ ڪائڻُ - ڏونڏاڙڻ. پسند ڪرڻ - چُولڊ ڪرڻ - مرضي مطابق ڪڍڻ.
- ڍُوٺُو ۽ ڍُوٺا: ذ. زور سان لوڏو - جهوٻو - ڏوڏو. ذ. صفت. لوڏو ڏيندڙ - لوڏيندڙ (ڪنهن وڻ کي). ڍُوٺيندڙ - ڳوليندڙ - پسند ڪندڙ - چولڊيندڙ - چُونڊ ڪندڙ.
- ڍُوٺُو ڏِيڻُ؛ لوڏو ڏيڻ - ڍوڏو ڏيڻ.
● ڍُوٺِيُ ۽ ڍُوٺِيُونُ؛ ث. هري هري دُکندڙ باهہ - دُونهين. فقيرن جو مچ - ڪنهن طعام کي ڏلل داغ - داڳُ (ل).

● ڌُوهو: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڌُونڪَ: اسم خاص. تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڌوئڻُ: مصدر. [سن. ڌاوَ=ڌوئڻ] ڌوئي صاف ڪرڻ - پاڻيءَ ۾ آگهارڻ - سيرُ ڪڍڻ (ڪپڙن جو).

- ڌوئجڻُ: مصدر. ڌوپجڻ - ڌوپڻ واري حالت ۾ ٿيڻ.

● ڌُئارڻُ: مصدر. [سن. ڌاوَن] "ڌوئڻ" جو متعدي بالواسطہ. ڌوئڻ جو ڪم ٻئي کان ڪرائڻ - صفا ڪرائڻ - اڇو ڪرائڻ - اُجرو ڪرائڻ - اُجلو ڪرائڻ.

- ڌُئارائي ۽ ڌُئارائيون: ث. ڪپڙن ڌوئڻ جي مزوري - ڌوپ ڪرائڻ جو اُجورو.

- ڌُئارڻي ۽ ڌُئارڻيون: ث. ڪپڙن ڌوئڻ جي مزوري.

- ڌُئائي ۽ ڌُئائيون: ث. [سن. ڌاوَن] ڌُئارڻي - ڪپڙن ڌوئڻ جي اُجرت.

● ڌُئپَ ۽ ڌُئپون: ث. ڪپڙن ڌوئڻ جي حالت - ڌُئارڻي - ڌوئڻي.

● ڌُئجڻُ: مصدر. ڌوپڻ.

● ڌِئر ۽ ڌِئرون: ث. [سن. دُهِتَر=ڌيءَ] ڌيءَ - اياڻي - ڇوڪري.

- ڌِئاڻو ۽ ڌِئاڻا: ذ. صفت. ڌيءَ جهڙو. ڌِيئَنُ جو.

● ڌَنُ ڌَنَنُ: ذ. [سن. ڌَوَنِ=آواز] ڌَڌڪڻُ يا باهہ ٻارڻ جو آواز.

● ڌَئڻُ: مصدر. [سن. ڌَمَنُ=ڌَوَڻِ] باهہ کي ڦوڪڻيءَ سان هوا ڏيڻ - ڦُوڪڻ جيئن

"ڌَڳايو مَ ڌَئين، جهرو اندر جند ڙي"

(شاهہ).

● ڌُئڻُ: مصدر. [سن. ڌاوَنَ=وهنجڻ] پاڻيءَ سان صاف ڪرڻ - پاڪ ڪرڻ - اڇو ڪرڻ - مير ڪڍڻ (ڪپڙي جي). وهنجڻ - سنان ڪرڻ - اشنان ڪرڻ. [سن. ڌُوَنَ] لوڏڻ - چنبڪو ڏيئي مير يا ميل ڪڍڻ - صاف ڪرڻ.

- ڌُنئي ۽ ڌُنئيون: ث. ڌوئڻ واري حالت - ڌُئپ - ڌوپ - ڌُئائي.

● ڌَتُورو ۽ ڌَتُورا: ذ. جهاڙي ڪير - پڌو ڌَڌَ - ڌ هي. وڻ جي رنگ جو هڪ قسم. صفت. اڇو - سفيد (ڪ).

● ڌَليوَتُ: ذ. ساز جي سڀني سُرن سان ڇهون سُرُ.

● ڌِيانُ ۽ ڌيانَ: ذ. [سن. ڌيان=خيال] خيال - ويچار - سوچ - غور - تصوُر - ارادو - ڌُن - تَوَجُهہ - ساڃاهہ - خوض. قياس - سمجهہ - راءِ - رِٿ - اٽڪل - تڪَ. آتَستو - ڳڻت - ڪَنع. چاڻ - پروڙ - پوڄ - خبر - ڪل. ڳڻتي - فڪر - انديشو. تاڙ - تاڪ - سنڀال - نظرداري. طرفداري - عبادت - بندگي - پوڄا. مراقبو - لِئون - سَحُوِيتَ.

- ڌِيانُ آڇڻُ: ياد اچڻ - ياد پوڻ. خيال اچڻ.

- ڌيانَ تي چڙهڻُ: ذهن تي اچڻ - ياد پوڻ - ڪنهن ڳالهہ جو خيال ۾ اچڻ.

- ڌِيانُ چڙهڻُ: ياد اچڻ. خيال ۾ اچڻ.

- ڌِيانُ ڏيڻُ: تَوَجُهہ ڏيڻ - خيال ڏيڻ - ڪو ڪم دلچسپيءَ سان ڪرڻ.

- ڌَيانُ رَهڻُ: خيال رهڻ - تَوَجُهہ رهڻ. يادگيري هجڻ.

- ڌِيانَ سانُ: ظرف. تَوَجُهہ سان - خيال سان - سنڀال سان - يادگيريءَ سان - هوشياريءَ سان.

- ڌِيانُ ڪرڻُ: تَوَجهہ ڪرڻ - خيال ڪرڻ. سوچڻ. فڪر ڪرڻ - سمجهڻ. هوشياري ڪرڻ - سُرت ڪرڻ. سنڀال ڪرڻ.

- ڌِيانُ لڳڻُ: خيال ٿيڻ - تَوَجُهہ ٿيڻ.

- ڌِيانَ ۾ آڇڻُ: خيال ۾ اچڻ - ذهن ۾ اچڻ.

- ڌِيانَ ۾ نہ آڻڻُ: خيال ۾ ني نہ آڻڻ - تَوَجُهہ ني نہ ڪرڻ پرواهہ ني نہ ڪرڻ.

- ڌِيانَ وارو ۽ ڌِيانَ وارا: ذ. صفت. ڌيان ڏيندڙ - خيال ڏيندڙ. ويچاروان - ساڃاوان - ويچارسيلُ - دوراناديش - سوچيندڙ. هڪ ڌيانو - ايڪ سنو - هڪ مَنُو - هڪ چِتو - سُجهتُ - مُتَوَجُهہ - ساڃهہ وارو.

— ڏِيائِي ۽ ڏِيائِيءَ: ذ. صفت. ڏيان وارو — ويچاروان خيالي — سنڪلپي. لمازي — پرهيزگار — ديندار — عارف عابد.

● ڏيائي ۽ ڏيائيون: ث. ”ڏائي“ جو مؤنث. مالڪياڻي — وارثياڻي — ڏچاڻي — مالڪڻ.

● ڏِياءُ ۽ ڏِياءَ: ذ. [سن] باب — فصل — آڌياءُ — اسڪند — پرسنگ — پارٽ — ڀاڱو — ڀاڱ — حصو.

● ڏِيائِڻ: مصدر. [سن. ڏيان] ڌيان ڌرڻ — خيال ڪرڻ — ويچارڻ — سوچڻ. پهڻ — تورڻ تڪڻ — رٿڻ — ارادو ڪرڻ. ڏيان ڪرڻ.

● ڏِيج ۽ ڏِيجون: ث. آسرو — آڌار — آٿت — ڀروسو.

● ڏِيچاهو ۽ ڏِيچاها (ت): ذ. نقصان — لوٽ — سزا. دوکو — ڪوڙو دلاسو.

— ڏِيچاهو ڏِيڻ: نقصان وجهڻ — سزا ڪارائڻ. دوکو ڏيڻ — ڪوڙو دلاسو ڏيڻ.

● ڏِيچو ۽ ڏِيچا: ذ. تسلي — ڀروسو — ڀرجهلائي — ٽيڪ — دلداري — دلاسو — هينئڙاري — آٿت — خاطرجمعي — ڌيءُ — سڪ. اسودگي — آسائش.

● ڏِيرُ ۽ ڏِيرون: ث. [ڀرا. ڏيرهه. سن. ڏيرشيم] ڏيرج — ماٺ — صبر — استقلال — ٿانهر — ٿهر. همت — جرأت — دليري. ڀروسو — دلداري — دلاسو — تسلي — آڌار — ڌيءُ — ٽيڪ — ڀرجهلائي — فرحت — آرام (ت).

— ڏِيرائيتو ۽ ڏِيرائيتا: ذ. صفت. ڌيرج وارو — تحمل وارو — صبر وارو — بردبار.

● ڏِيرُ ۽ ڏِيرَ: ذ. صفت. [سن. ڏير = سياڻو] ڌيرج وارو — صبر وارو ٿانهر وارو — متحمل — صابر — استر. مضبوط — ڏاڍو — پختو. بهادر — پهلوان — همت وارو — جرأت وارو — دلير. سياڻو — ڏاهو.

● ڏِيرائِڻ (ل): مصدر. هضم ٿيڻ — ٿبي وڃڻ.

● ڏِيرَج: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر نواب شاهه ۽ ٿرپارڪر ضلعي ۾).

● ڏِيرَجُ ۽ ڏِيرَجَ — ڏِيرَجُون: ذ. ث. [سن. ڌيريه = صبر] صبر — تحمل — سانت — ڪالهه.

ماٺائي — خاموشي — ماٺار — اواڻي. جرأت — دليري — همت — دل جي پختگي. نوڙت — ڪميا — ليازلهتائي. پڪو ارادو — قصد — اُهراءُ — اَرَنُ رَٿُ. پختائي — ثابت قدمي — پڪائي — دلاسو — دلداري — تسلي. فرحت — آرام.

— ڏِيرَجُ ڌارَڻُ: صبر ڪرڻ — ماٺ ڪرڻ.

— ڏِيرَجوانُ ۽ ڏِيرَجوانَ: ذ. صفت. ڌيرج وارو — سانتيڪو — ماٺيڻو. صبر وارو — تحمل وارو — پڪي ارادي وارو — بردبار — گنڀير — هڪ مٺيو — ڪاهوڙو — اٽل — برقرار — ڪُپ ڪوڙ — ثابت قدم.

● ڏِيرَڪُ ۽ ڏِيرَڪَ: ذ. صفت. [سن. ڏيرگهه = ڊگهو] ڊگهو — وڏو.

● ڏِيرو: اسم خاص. تعلقي قمبر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏِيرو ۽ ڏِيرا: ذ. صفت. آهستگي وارو — آهستي هلندڙ — ڍرو — ڍلو — ڍيرو — سست — ڪاهل — آلسي (آرسي) ديرينو — ٿونئي. ظرف. هوريان — هَري — آهستي.

— ڏِيري: ظرف. آهستي — هوريان — هري — ماٺ سان — هَرِين — ڏِيمي.

— ڏِيري ڏِيري: ظرف. آهسته آهسته — هوريان هوريان — ڏِيمي ڏِيمي — هَري هَري.

— ڏِيري ڏِيري ڏَنئُنرو چَڙهڻُ: آهسته آهسته ڪم ٿيڻ — درجي بدرجي ترقي ٿيڻ.

● ڏِيري ۽ ڏِيريون: ث وڏو لغارو — ڀيرو.

● ڏِيڙ ۽ ڏِيڙَ (ل): وڏو — مکيه.

● ڏِيڪيٺي مهڪيٺي: ذ. اولاد — ٻارٻچا.

● ڏِيمو ۽ ڏِيما: ظرف. [سن. ڏيمون، منڌيم = هَرين] هرين — آهستي — ڍيري — ڍرو — ڍلو. سست. ٿڌي سڀاءُ وارو. سست.

— ڏِيمو ڪَرَڻُ: آهستي ڪرڻ — ڍيري ڪرڻ.

— ڏِيمي ڏِيمي: ظرف. ڍيري ڍيري — هَرِين هَرِين — آهستي آهستي. ورلي — اڻ لپ — اڪڙ ٻڪڙ (ت).

● ڏِيڻَ: ث. يادگيري — ڌُنَ.

- ڏاڀڙ ڪتو: وڏي قد وارو ۽ وڏي سنهن وارو ڪتو.
- ڏاڀڙ يو ۽ ڏاڀڙ يا؛ ظرف. ڏاڻي هٿ وارو- ٻاسرو.

● ڏاڀلي ۽ ڏاڀليون: ث ڪاٺ جي ٿلهي لٺ ڙي گول يا چوڪنڊي ٽڪري- ٿامس ۽ جهڻ جو رچ (ٻرتن). ڏبلي- ڏبي- مولڪي (ل). ٻوٽي جو هڪ قسم (هميشه سائو رهي، ارماڪ جي موسم ۾ ٻلا گل ۽ ڦرگول ڏٻلي واٽڪر ٿيئي، تنهن ڪري لٺالو "ڏاٻلي ول" ان کهوني ٿلن ڦرڙين تي رکجن). (ٿ).

● ڏ ٻڻ (ت): مصدر. چيڙ نپ ڪرڻ- چڙهڻ. هيسائڻ- رعب جمائڻ.

● ڏاڀو ۽ ڏاڀا؛ ذ. صفت. ڏيرڙو- ٽرپڏو (جنهن جون اکيون ٽورو ڦريل هجن). ڏاڻو- ڪاٻو- ڪٻو (ٿ).

● ڏاڀورو ۽ ڏاڀورا (ل. ٿ): ذ. ٻرتن جو هڪ قسم- ٽامي يا جست جو ٿلهي ۾ ڪ سان ڪول برتن- داٻلو- ڏاٻرو- سُولڪو.

● ڏات ۽ ڏاتون، ڏاتيون: ث. [سن. د'ات >د ا= ڏيڻ] ڪابه ڏنل شئي- بخشش- خيرات- دان- سخا- ڏان- خدائي بخشش- خدائي عنايت- الاهي ڏاج- قدرت جي طرفان مليل غير معمولي طاقت جهڙن ته.

"اللہ ٻسون، لطيف چئي، ڪنهن ڏاتر ڏات" (شاهه)

ڪشاده دلي- آدارتا- سخاوت- فرح. انعام- عطيو- سوغات- تحفو- امداد- نذرانو. هنهن جو لڏڻ، ٻوجا وقت ٻاڻيءَ سان ٻڻ لاءِ ورهل چرون- لپ- مٺڪي- هڪ- چرون.

- ڏاتنو ۽ ڏاتنو: ذ. صفت. ڏينه ڙ- ڏيڻ وارو. سخي- درياه دل- سخاوت ڪندڙ. هٿ ڦاڙ. ڏاتار- ڏاتر.

- ڏات وٺڻ: ڌرمي ڪريا ڪرڻ ۾ ٻاڻيءَ جو ڏڪ ٻڻ- آچمن وٺڻ.

- ڏات وجهڻ (ت): ٻارڻ کي دوا ٻيارڻ.

- ڏاتي: ذ. صفت. ڏاتو.

● ڏاتا ۽ ڏاتا؛ ذ. صفت [سن. د'اتا= ڏيندڙ] ڏاتار- ڏاتر- داتا.

● ڏاتار، ڏاتار؛ ذ. صفت. [سن. داتر= ڏيندڙ]. ڏيڻ وارو، انعام ڏيندڙ- بخشش ڏيندڙ- رزق ڏيندڙ- داتا- ڏاتا- ڏاتر، وڏيءَ دل وارو- درياه دل- سخي- آدار چت- دالي. ٻختاور- خوش نصيب، "جنهن جي لالي لپا کي، تنهن جو ڏهنو ڪيئن ڏاتارلئي" غريب ڪندڙ- گراهڪ. خدا جو هڪ صفاتي نالو. جهوڻا ڪڙه ۾ جبل جي هڪ واديءَ جو نالو.

- ڏاتاري ۽ ڏاتاريون؛ ث. سخاوت- آدارتا- فراخ دلي- درواه دلي- مروت- فرخ.

● ڏاتر ۽ ڏاتر؛ ذ. صفت [سن. داتر > دا= ڏيڻ] داتا- ڏاتا- ڏاتار.

● ڏاتيرو ۽ ڏاتيرا (ٿ)؛ ذ. [سن. د'اترا] ڪاهه لڻڻ يا لاٻاري ڪرڻ جو هڪ اوزار- ڏاٽو.

● ڏاتو جمالي: اسم خاص. ٺٽي تعلقي ٻاڪي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏات ۽ ڏاتيون: ث. [سن. د'اتر] ڪاهه لڻڻ يا لاٻاري ڪرڻ جو هڪ اوزار- ڏاٽو- ڏاٽو.

● ڏاتيرو: ذ. ڪاهه جو هڪ قسم.

● ڏاتڙي (ت): ث. ڪاهه جو هڪ قسم.

● ڏالو ۽ ڏاٽا؛ ذ. [سن. د'اتر. پرا. دت] ڪاهه لڻڻ جو هڪ اوزار- ڏات- ڏاتيرو- ڏاٽو.

- ڏاٽو ڏلهائڻ: ذ. ڏاٽي کي تکو ڪرڻ- ڏاٽي جا ڏلا تيکا ڪرائڻ.

- ڏاٽو وجهڻ: ڏڪ وجهڻ- سخت ڪالهائي. سڌو ڪرڻ- ٻاڙوڻ ٻڻ- خاتمو ڪرڻ.

- ڏاٽي ۽ ڏاٽيون: ڏاٽي جو مؤنث. ننڍڙو ڏاٽو.

- ڏاڻي ڏيڻ (ڪ)؛ دٻائڻ- گهرو ڪالهائڻ- تنڙي ڏيڻ.

● ڏاٽ ۽ ڏاٽون: ث [سن. دَنشٽرا=ڏاٽ. دَنش=چڪ وجهڻ]. ڏند جو هڪ قسم - وڏو ڏلهو ڏند - جانورن جي پاسي وارو ڏاڙهه - ڏوڙو ڏاڙهه - پيٺو ڏند - ڪاڙو پهندڙ ڏند - ڏاڙهه - هوڙ - هنوڙ - ليش - سنگهو. جاڙي.

- ڏاٽ چورڻ: رشوت ڪائڻ شروع ڪرڻ - لاجائز فائدو وٺڻ شروع ڪرڻ.

- ڏاٽ ڏيڻ: زبان درازي ڪرڻ - وڙهڻ - جهيڙو ڪرڻ - چَپ ٿيڻ - گستاخ ٿيڻ - چباڙ ڻ - هيرڻ.

- ڏاٽ ٿيڻ نه ڏيڻ: ٻيا جانورن جي ڪِهي چڏڻ - هڙپ ڪرڻ - هضم ڪري وڃڻ - ڦٻائي وڃڻ - ڳائي وڃڻ.

- ڏاٽيرُ ۽ ڏاٽيرَ: ذ. صفت. ڏاٽن وارو - وڏن ڏندن وارو - ڏاٽيل - سنگهارو - سنگهيرُ. پوڙهو. جهيڙاڪ - چڪ پائيندڙ.

- ڏاٽ رس: ذ. صفت. مٺيڻن شين جو شوقين.

- ڏاٽ ڦوڙ ۽ ڏاٽ ڦوڙ (ت)؛ ذ. صفت. شڪارين جي اصطلاح ۾ هڪ سال جي عمر وارو سوئر.

- ڏاٽ گرم ڪرڻ: رشوت ڪائڻ - رشوت کائڻ تي هيرڻ.

- ڏاٽون ڏيڻ: سخت ڳالهائڻ - چِتو ڳالهائڻ - ڪائڻ کي اچڻ - پٽڻون ڏيڻ.

- ڏاٽ هيرڻ: ڪنهن سواد سان چاهه ٿيڻ - هيري پوڻ - مٺائجي پوڻ - سواد اچڻ - چسڪو اچڻ - عادت پئجي وڃڻ - هير پئجي وڃڻ.

● ڏاٽو ۽ ڏاٽا: ذ. [سن. تنتو=ڪپو، ريشو] تماڪ جي پن جي وچواري سڪل ڏانڊي - گاهه يا ڪاني جو سخت چوپو - ڪمند جي ڪِري وارو سخت ٽڪر. ڪانو - ڪنو - ڪاني - ڏانڊو - ٿنڊو. گاهه جو هڪ قسم.

● ڏاٽيلُ ۽ ڏاٽيلَ؛ ذ. صفت. [سن. دَنشٽرا= ڏاٽ]. ڏاٽيرُ. ٽالي وارو - ٽالي چڙهيو - لاميو - لام ڪيو - ٽامي ڪرامي.

● ڏاپ ۽ ڏاپون: ث. چادر جا پلو پلڻ يا ڳنڍ ڏيڻ جي حالت. (ل. ق).

● ڏاپڻ: مصدر. چادر جا پلو پٽڻ.

● ڏاج ۽ ڏاج: ذ. [سن. دايہ، دا=ڏيڻ] عورت کي شادي وقت مائٽن ڪان ڏنل سامان - ڏاجو - ڏيج - ڏيپ. ورثو - حصو - ڀاڱو - قسمت - نصيب. ڪنهن جو لچ يا ذاتي ڪمال - خوبي - ڪاپينو. مهر - نڪاح جي موقعي تي مليل شيون (ڪپڙا - گهڻا - گهر جو سامان - جائداد وغيره).

- ڏاج ڏيڻ: ڪنوارِ جي شادي ۾ سامان ڏيڻ.

- ڏاج ۾ ملڻ: ڏاج طور ملڻ - ورثي طور ملڻ - پنهنجي ذاتي يا اجي شيءِ هئڻ.

- ڏاجو ۽ ڏاجا: ذ. ڪنوار کي کهوٽيءَ توڙي ڪنوار پٽن طرفان مليل سامان - ڏاج - ڏيپ - ڪاپينو - مهر.

- ڏاجيلو ۽ ڏاجيلا؛ ذ. صفت. ڏاج ۾ مليل ڪابه شيءِ - حصي ۾ ڏنل - ورچ ۾ آيل - شاديءَ ۾ ڏنل - ڪاپينو - ڏاج.

● ڏاجهه ۽ ڏاجهون: ث. [سن. ده=ساڙڻ] ساڙ - جلڻ - بچڻ - ڪام - پهچر. حسد - چاوت - بڇائي - بدخواهي - بغض - ڪينو. وير - دشمني - ايرڪا - عڪس - خصومت - رنج - ڏک - ڏنجهه - تڪليف - اهنج - ايذاءُ - مصيبت - وِيلو - پانٽت - ذلت. لوڀ لالچ - طمع - هيج - حرص - موهه - هائو هائو - ڏاجهو.

- ڏاجهو ۽ ڏاجها: ذ. ڏاجهه.

● ڏاجهوڙو ۽ ڏاجهوڙا (ت)؛ ذ. ٻهرين دفعي حمل - ٻهريون پيٽ.

● ڏاچيري: اسم خاص. تعلقي مير پور ٻٺوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏاچلا (ت): ذ. (جمع ۾ ڪم ايندڙ) سڪل چيڙ - ڳترا - ڪچي پئون.

● ڏاچو ۽ ڏاچا (ت)؛ ذ. آٺ. صفت. قداور - ڍِگهو. ٻهادر وڏي آواز سان ڳالهائيندڙ (ڪ).

● ڏاچي ۽ ڏاچيون: ث. آٺ جي مادي - آٺِ - آٺڻِ - آنٺي - توڏي.

- ڏاچيءَ جي ڏيکار ڏيڻ (ت)؛ ڪڻڪ جي فصل جو پڇي ڳاڙهو رنگ ڏيکارڻ.

● ڏاڏِ ۽ ڏاڏِيُون: ث. [سن. دَهُ=ساڙڻ] ساڙُ- جَلُ- ڪامُ- پَچَرَ. ڇيڙيءَ جي هڪ بيماري- ڏَڏِ. منهن تي ڪارا داغَ- داغَ- ڏَبَ- داب داب- چانءِ.

● ڏاڏاهُ: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏاڏَرِ ۽ ڏاڏَرُون: ث. دَڙڪو- تابُ- رُعبُ- سڪو دَڙڪو- گِدڙ ڀِڪِي.

- ڏاڏَرِ ڪَرَڻُ: ٺلهو دَڙڪو ڏيڻ- تاب ڪرڻ- ها ها ڪرڻ- هيٺ مٿي ڪرڻ- گِدڙَ ڀَپَڪي ڏيڻ.

- ڏاڏو ۽ ڏاڏا: ذ. [سن. تَاتِ=پاليندڙ] پيءُ جو پيءُ- پيءُ جو چاچو. شيدِيَنِ جو هڪ رسمي خطابُ.

- ڏاڏاڻا: ذ. پيءُ جا مائٽَ- ڏاڏي جا مائٽَ- ڏاڏي جي آڪهِ- ڏاڏي جا رشتہ دار.

- ڏاڏاڻڪو ۽ ڏاڏاڻِڪا: ذ. صفت. ڏاڏاڻو- ڏاڏي سان واسطو رکندڙ.

- ڏاڏاڻڪِي: ث. ڏاڏي واري صفت- وڏن واري پَرِ- ابي ڏاڏي جا گُڻ.

- ڏاڏاڻو ۽ ڏاڏاڻا: ذ. صفت. ڏاڏي جو- ڏاڏي جي رشتي وارو- اباڻو- ڏاڏي جي آڪهه جو- ڏاڏاڻڪو.

- ڏاڏَنگُ ۽ ڏاڏَنگَ: ذ. ڏاڏائي آڪهه- ڏاڏي سان تعلق رکندڙ مائِٽُ. پيڙهي- بنياد. اصل نسل.

- ڏاڏي پوٽو ۽ ڏاڏي پوٽا: ذ. پيءُ يا ڏاڏي جي عزيزن سان ڪو رشتہ دارُ- برادريءَ وارو- ٺڪائي- ٺڪرِيو.

● ڏاڏو: اسم خاص. تعلقي سجاول ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏاڏوڪِي: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏَاڍُ ۽ ڏَاڍَ: ڏاڍُون: ذ. ث. [سن. دَرُڍِ= ڏاڍو] زور- ڏاڍائي- سختي- جَبرُ. زورآوري- سَبرائي- زبردستي- دَپُوَ دُونُسَ- بي داد- زوري- جورُ- جَفا- ظُلمُ- انڌيرُ. بند- قيدُ. جيئن:

"ڏمر ڏک ڏاڍَ تنهنجا وچي ڳلين ۾ ڳائيندس"

(ظرف) گهڻو- ڏاڍو- زياده- مضبوط.

- ڏاڍَ مڙسِيُ ۽ ڏاڍَ مڙسِيُون: ث. زبردستي- سينہ زوري- زورآوري- ڏاڍائي- ظلم.

● ڏاڍو ۽ ڏاڍا: صفت. ظرف. [سن. دَرُڍَ= ڏاڍو] زور وارو- زور- مضبوط- قابو. پختو- سو گهو- پڪو- قائم- اچل- برقرار- مَتَڪَمُ- سخت- سگهارو. سوٽ- تاٺ- سوڪُ- چِڪِيَل. مُشڪل- ڪَٺَنَ- اؤکو- اهنجو. ڪَرڙو- ڪَٺورُ- جَبرُو- جابر- ظالم. (ظرف) تيز- تکو. بي انداز. تمام گهڻو- بيحد- بلڪل.

- ڏاڍاڻِ ۽ ڏاڍاڻُون: ث. زور- سختي- مضبوطي.

- ڏاڍائِڻُ: مصدر. ڏاڍو ڪرڻ- سخت ڪرڻ- پڪو ڪرڻ- ڍِڍ ڪرڻ- لوهُ ڪرڻ- چمائي چڏڻ. جَبَرَ ڪرڻ- ڏاڍ ڪرڻ.

- ڏاڍائِي ۽ ڏاڍائِيُون: ث. زوري- سختي- مضبوطائي- ڏاڍُ. زبردستي- ڏاڍَ مڙسي- ظلم- انڌيرُ- ڪٺورپائي- راج هَٺُ- آنڌو ڌُنڌُ- ڌوڏُ- بيداد- فرعونيت- بغداد- هيلائي- ڏنگائي.

- ڏاڍِيان: ظرف. مضبوطيءَ سان- سختيءَ سان- ڏاڍائي سان- زور سان- زبردستي- زوري. جبراً- زورائتو- قهراً- وڏي آواز سان- وڏي واڪي.

- ڏاڍِي جُٺَ ٿِيَڻُ: وڏو وَيل ٿي وڃڻ- وڏي تعدي ٿيڻ- ڪم خراب ٿيڻ- مطلب پورو نہ ٿيڻ. ڪم جو دل وٽان نہ ٿيڻ. پريشاني حاصل ٿيڻ.

- ڏاڍي جي هَلَڻُ: زور واري ماڻهوءَ جي مَچتا ٿيڻ.

- ڏاڍي مڙس کي مٿو ڏيڻُ: پاڻ کان زور واري سان مقابلو ڪرڻ. قرآن شريف قسم لاءِ مٿي تي کڻڻ.

● ڏارَ ۽ ڏارون: ث. [سن. دَرُ=ڏرڻ] ڏَرِيَلُ (ڇِتَا، مٽ وغيره)- دَالِ- چِيرُ- ڦوٽ- شگافُ- سيرُ.

● ڏارُ ۽ ڏارَ: ذ. وڻ جو هڪ حصو - وڻ جي وڏي ٽاري - ٽارُ، جبل جي چوٽي. ٻرت جو هڪ قسم (ڪ).

● ڏاراڙُ ۽ ڏاراڙَ: ذ. اَپرو انسان يا چوپايو مال. ڏ ٻرو - ضعيف - هيڻو.

● ڏاراٽيِ ۽ ڏراٽيونُ (ٽ): ث. چوپائي مال جي ڦرجڻ جي حالت.

● ڏارَتِ ۽ ڏارَتُونِ: ث. ٻُڪَ - خواهش - سڌَ - اِڇا - ڏالتِ.

● ڏار دَرِ (ٽ): ث. مصيبت - آرَسُ. ڪجهه ڀ ٽ. هجڻ واري حالت.

- ڏار دريِ ۽ ڏَارَ دَرِيِ: ذ. صفت. نياڳو - وڏي مصيبت وارو.

● ڏارَڪَ (ڪ): ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم - ڪننِ چيرِيلَ ٻڪري.

● ڏارَڻُ: مصدر. [سن. دَرُ = ڏَرَڻُ] ڀڃڻ جو سنڌو وجهڻ - چيرڻ - ڦاڙڻ - ڦوڙڻ - ڦوٽِ وجهڻ - سيرَ وجهڻ - ٽوڙڻ. ڀ آڏ ڪرڻ - جدا جدا ڪرڻ.

- ڏارُ ۽ ڏَار: ذ. چيرُ - چنُ - ڦوٽِ - ڦاڙُ - وَڍُ - ڪنهن ديوار جو چير - شگاف - وِٿي - ڦاڪُ - سيِرَ - ڪڙڪاتُ - سنرڙاتُ - ڏارَ.

- ڏارَائيِ ۽ ڏارَائيونِ: ث. ڏارِڻ جي اُجرت - ڦوڙائي - چيرائي.

- ڏارَ ڦاڙَ: ث. پائڻ جي پوشاڪ لاءِ ڪپڙي جي وِ هتَ - چير ڦاڙ - ڪتر ستَر - رِيد ڦيد - ڀتَ ڪوهَ - چنِ ڦاڙَ.

● ڏارو ۽ ڏارا: ذ. [سن. دَلُ - دَرُ = ڏرڻ] ڏُلهو ٻِيتَلُ يا ڪٽيل اناج - آڏُ ڏَرِيَل آنُ (جهڙوڪ، چڻا، مٽر، ڪڻڪ، چانور وغيره). چانورن يا ڪڻڪ جو ٿُلو پيٺل اٽو. منهين داڻ - ڏَڏَر - ٻاٽُ. ڏريل ڪڻڪ ۾ ڳڙ وجهي رَڌل ٻتُ. ولجهه وٿي يا دَرِيُنِ راند ۾ شروع ٿيڻ وقت ٻنهي ڏُوڙِيَنِ يا هارِيُن جي هٿن جو هلائڻ يا ٽاڙِي. جنگ جو سڏُ. ٻاتو ڳالهاءَ. ڪِرڪِرِ - ڪِرسِڙي - واري. هڪ جهونو سِڪو (صفت). ڳالهائڻ جو اَدِ ڪو. لُچو - لانگَ چوتو - اوباش.

- ڏارو ڏِيَڻُ: وِهيتَن ڪي آنُ ڏيڻ. دُرِيُنِ راند شروع ٿيڻ وقت وڏن ٻيچيُن جو پاڻ ۾ هٿ ملائڻ - ٽاڙِي هڻڻ. ٻيجي وجڻ - ٽڪو پنڌ ڪرڻ (ٽ).

● ڏارِيِ ۽ ڏارِيونِ: ث. [سن. دالَ = ڏارُ. گ: ڊاري. هر. ڏن. ڊاليِ] ڏارُ جو مٿولٿ - ٽاري - شاخ - ڊالي.

● ڏاريا (ٽ): ذ. [سن. دَلِ = ڏرڻ] چڻا - ٻيڳڙا.

● ڏاڙَ دَريِ ۽ ڏاڙَ دَرِيِ (ٽ): ذ. [سن. دَرِيدَرُ = بي حال]. ڪنگالُ - مسڪين - ڪنگالُ - مفلس - غريب.

● ڏاڙَهُ ۽ ڏاڙهُونُ (ل): ث. [سن. دنشترا = ڏاڙ] ڏند جو هڪ قسم - وات جي پاسي وارو ڏند - چاڙيءَ وارو ڏند - پيڙو ڏند - ڏاڙَ - هوڙَ - ڏاڙَ - ڏانٺ. سنگهو - لپيشُ - ڪتنلي - ڏَنگُ (ڪنهن جانور جو). رَنج - سُور - اهنج - ڏڪُ - تڪليف - مشڪلات. لاچاري حالت - سوڙهه - تنگي - پريشاني.

- ڏاڙهه رَسُ ۽ ڏاڙهه رَسَ: ذ. ڪنهن به شئي جو مزو - چشڪو - لذت - ميناج - سَواد.

● ڏاڙهُ ۽ ڏاڙَهُ: ذ. [سن. دَنشترڪا = ڏاڙهي] وڏي ڏاڙهي.

- ڏاڙَهُرُ ۽ ڏاڙَهُرَ: ذ. (صفت) وڏي ڏاڙهي وارو.

● ڏاڙَهڻُ: مصدر. [سن. دِنشَ = ڏَنگڻ]. ڪائڻ - چڪ پائڻ (ڪتي وغيره جو) - پنونڪڻ. ڦٽڻ - زخم رسائڻ - ڪاوڙ مان چڪَ پائڻ. وڙهڻ - تکو ڳالهائڻ - ٻچڙو ڳالهائڻ - چيڙ پُونِ ڏيڻ.

- ڏاڙَهُ ۽ ڏاڙهُونِ: ث. ڪتي جو چڪُ - پنونڪَ.

- ڏاڙهائڻ: چڪُ پارائڻ - بَچَ ڪرائڻ (ڪتي ڪان).

- ڏاڙَهُ ڏِيَڻُ: ايذاءُ رسائڻ - چڪُ هڻڻ - ڪاوڙ ۾ ڳالهائڻ.

● ڏاڙهُونِ ۽ ڏاڙهُونِ: ذ. [سن. دادِم: پرا. داليم = ڏاڙهون] ميوي جو هڪ قسم - انار. موپاري. آتشبازي جو هڪ قسم. ٽارُنِ ۽ چوٽيءَ جي وچ وارا وار يا چوٽيءَ جي اڳ وارا وار.

پرت جو هڪ قسم (ث). (اسم خاص) تعلقي شهداد پور ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
- ڏاڙهُون ڇَڏائِڻُ: ڌاروُنءَ مٿان وارَ ڇڏائڻ يا رکائڻ.
● ڏاڙهي ۽ ڏاڙهِيُون: ث. [سن. د نشٽرڪا =ڏاڙهي] سُونهارِي- رِيشَ- پَلارِي. ڳاريل ڪوهي تي وارن جو ٻيٺل سُچو- ٻَڪَرَ جي ڪاڏيءَ هيٺان ڊگهن وارن جو سُچو.
- ڏاڙهِي ٻئي جي هَٿَ ۾ ڏِيَڻُ: پرائي پروسي تي رهڻ- پاڻ ۾ همت نہ سمجهي ڪم ٻئي جي حوالي ڪرڻ- ٻئي جو محتاج ٿيڻ. پنهنجي اختياري ٻئي کي سونپڻ.
- ڏاڙهِيءَ تي هَٿُ رَکَڻُ: سچو قول ڪرڻ- پڪو انجام ڪرڻ- سچو وعدو ڪرڻ- دل سان اقرار ڪرڻ.
- ڏاڙهِي ٺوڪَڻُ (ت): بنا مطلب جي پنڌ ڪرڻ- بي فائدو هلڻ- دَردَرَ تي وڃڻ- گهڻا دفعا حاضري ۾ وڃڻ- هَرَ هَرَ اچڻ.
- ڏاڙهِي پَٽَ ڪَرَڻُ: جهيڙو ڪرڻ- فساد ڪرڻ. پاڻ ۾ هٿين پوڻ- جانيوٽا هڻڻ- بي عزتي ڪرڻ.
- ڏاڙهِي پَٽِڻُ: جهيڙو ڪرڻ- فساد ڪرڻ- ڦَڏو ڪرڻ. سامهون ٿيڻ- وڙهڻ. بي عزّتي ڪرڻ.
- ڏاڙهِي پَٽِي تيري ڪَرَڻُ: سموري ڏاڙهي کوهڻ. سخت بي عزّتي ڪرڻ.
- ڏاڙهِي پيٽَ ۾ هُئڻُ: ننڍي عُمر ۾ سياڻو ۽ ڏاڍا هُئڻُ.
- ڏاڙهِيءَ جو ٻَچو: ڄَمَ جي هيٺان ڇاول وار- تيڏِ- تيڏِي.
- ڏاڙهِيءَ جيِ رِهڻَ هُجَڻُ: شروعاتي ڏاڙهي ڇاول هئڻ- نوجوان هئڻ- جُوانيءَ جي ابتدا هجڻ- ڦُوهہ جُواني هئڻ.
- ڏاڙهِي ڏَسُ: ذ. بي معنيٰ ڏَسُ- منجهيل پتو- آڻَ چيتو رستو.
- ڏاڙهِي ڏَسُ ڏِيَڻُ: منجهيل پتو ڏيڻ- اڻ چِٽو رستو ڏيکارڻ- پورو پتو نہ ڏيڻ. ڪنهن وڏي ماڻهو جو ڏَسُ ڏيڻ. بي دِليو ٿي هنر ڏَسڻ.
- ڏاڙهي ڏَڪائڻ: ٻئي جي اڳيان عاجزي ڪرڻ- ذليل طريقي سان سوال ڪرڻ يا ڪجهہ گهُرڻ.
- ڏاڙهِي ڏَڪَڻُ: خوف ۾ ٿڙڪڻ سبب ڏاڙهيءَ جو لڏڻ.
- ڏاڙهِي ڏيکارَڻُ: منهن ڏيکارڻ- ديدار ڪرائڻ- روبرو ٿيڻ- شخصي طرح اچڻ.
- ڏاڙهِي ڏِيَڻُ: پڪو انجام ڪرڻ- وعدو ڪرڻ- قوُل ڪرڻ- پرتگيا ڪرڻ- وَچَنُ ڏيڻ- ٻولُ ڪرڻ- اقرار ڪرڻ- سُخَنُ ڏيڻ.
- ڏاڙهِي ڦٿائي ڏِيَڻُ (ڪ): ٻئي لاءِ سُونهاريءَ جو قسم کڻي اعتبار ڏيڻ- ساک ڏيڻ. پڪو انجام ڪرڻ.
- ڏاڙهي ڪوڙڻ: تعدّي ڪرڻ- ٻُچڙو ڪرڻ (عورتن جو مڙدن لاءِ هڪ طعنو).
- ڏاڙهِي ڪُوڙائِڻُ: خراب ڪم ڪَرَڻُ- گلارو ڪم ڪرڻ- عيب وارو ڪم ڪرڻ.
- ڏاڙهِي مان ڦَڪو نہ رَهَڻُ: ڏاڍي بي عزتي ٿيڻ- ساري ڏاڙهي پٽجي وڃڻ- سموري عزت برباد ٿي وڃڻ- ڏاڍو خراب خوار ٿيڻ.
- ڏاڙهِي مُڇَ ۾، مُڇَ ڏاڙهيءَ ۾ ڏِيَڻُ: پٽي سٽي پورائو ڪرڻ- هٿئي ڏٽي پوري ڪرڻ. جيئن تيئن ڪري ڪم سرانجام ڪرڻ.
- ڏاڙهِي مُنَڻُ: ڏاڙهي ڪُوڙڻُ- ڏاڙهي ڪُوڙِي پڌر ڪري ڇڏڻ. ڪنهن سان دوکو ڪرڻ- دغا ڏيڻ- ٺڳي ڪَرَڻُ- ڪنهن کي ٺڳڻ.
- ڏاڙهِي منهن ۾ آچڻ: وڏو ٿيڻ- بالغ ٿيڻ- جوان ٿيڻ- ڇوڪرِي منجهان جوانمرد ٿيڻ.
- ڏاڙهِي ۾ ڏانڊ پَڏَڻُ: خراب ڪرڻ. ضدّ ڪرڻ. ڏاڙهي پٽرائڻ- ذليل ۽ خوار ڪرڻ.
- ڏاڙهِي ۾ رَسو وِجهَڻُ: قابو ڪرڻ- سوگهو ڪرڻ- بيوس ڪري ڇڏڻ.
- ڏاڙهِي ۾ ڪُجهہ نہ هُئَڻُ: بي همت هئڻ؛ ڪابہ لياقت نہ رَکَڻُ- بي غيرت هئڻ.
- ڏاڙهِي وڍِيو ڪَرَڻُ (ڪ): بدنام ڪرڻ- گيلارو ڪرڻ- خوار ڪرڻ.

- ڏاڙھِ ھڻيارُ ﴿ ڏاڙھِ ھڻيارَ: ذ. صفت. ڏاڙھي وارو- ڏاڙھيارو- ڏاڙھيالُ. پھلوان- جوڌو- بھادر- دليرُ- سورھيہ- سُور وِيرُ- سورمو.

● ڏاڙھِيارو: اسم خاص. ھڪ جبل جو نالو.

● ڏاسَ ﴿ ڏاسُون: ث. ٻڪريءَ جا وارَ يا ٻُجَ. گھِٽي يا رِڍَ جي آنَ.

- ڏاسِرُ ﴿ ڏاسِرَ: ذ. صفت. ڏاسَ وارو- ٻُجيرُ- ٻُجَنِ وارو.

- ڏاسَ ڪاتِرو ﴿ ڏاسَ ڪاتِرو: ذ. صفت. ٻڪرين جي ڏاسَ ڪترينڌڙ- ٻُڙُ- ڇَٽُ- پَوَنشُ.

- ڏاسِيُ ﴿ ڏاسِيُ: صفت. ڏاس جو- ڏاسَ وارو- ڏاس مان ٺھيل.

● ڏاسِڙو: ذ. ڏسو "ڏاسو" ("ڏاسو" جو اسم تصغير).

● ڏاسو ﴿ ڏاسا: ذ. تازي چاول گاہي يا ٻاڏِي يا چيلي وغيره جو چيٽو. لنيڙي ٻار جو ڪاڪُوسُ- ڏاسِڙو.

● ڏاسُو ﴿ ڏاسُو: ذ. صفت. ڏسُ ڏيندڙُ- سُولُھُونُ- دَڳُ ڏيکاريندڙُ.

● ڏاسِيارِيُ ٽَنِيُ: ٻَڪريءَ جو ھڪ قسم.

● ڏاقَ ﴿ ڏاقُونُ (ت): ث. سُڏي ترارِ. ٻِگھي لَٺِ.

● ڏاقُ ﴿ ڏاقَ: ذ. ھٿيار جو ھڪ قسم- ڏقو- ڀالو- نيزو.

● ڏاقِڙو: اسم خاص. ھڪ جبل جو نالو.

● ڏاقَڙ ﴿ ڏاقَڙَ: ذ. ڏاوَڙُ ھَٽُ- ڏاہَڙ ھَٽُ- ڪہو ھَٽُ- ڏائو ھَٽُ.

● ڏاقِڙا (ث): اسم خاص. مينگھواڙن جي ھڪ ذات جو نالو.

● ڏاقِيُ ﴿ ڏاقِيُونُ (ل): ث. ڪاٺ جي ٻگھي ڳِنَ سان ڇِپَرُ- وڏي ڏوئي- ڏوئيلو- ڪاٺو- ڪُرڇِي- آنبيو- ھَٿُپِي.

● ڏاڪَ ﴿ ڏاڪُونُ: ث. [م. گ. ڍاڪَ. سن. ڍَڪَا= ڍولڪيءَ يا ڍيبڪيءَ جو قسم] ڪانيءَ جو (اٽڪل ٻہ فوٽ) وَڏِيَل ٽُڪر- ڏڪَرُ- ڏانڊيو (جو ڏاڪَ چُمڻي راند ۾ ڪم اچي). جَلائُو ڪانين جا وڍيل ٽُڪَر (جي ٻارڻ يا ٻئي ڪنھن ڪم ۾، جھڙوڪ قبر ۾ ساميءَ ڪي ڍڪڻ وغيره ۾ ڪم اچن). آلتي- قميءَ- آچَل- ڪَنڌَ (ت). ڏِڪو. ٻيجرو (ڪورٽ جو). ڍاڪَ- پوسٽ- ٽپال. مُنڊيءَ جي ٽِڪَ يا ٽِپِي ھيٺان ڏنل رنگين پنيءَ ٽڪر (ھ. ڍاڪ) ساز جو ھڪ قسم (جو ڏڪڙ نموني ٿئي ۽ ڏونڪي سان وڄائجي- ل). دُھلَ وڄائڻ جو ھڪ نمونو (ت). ناچ جو ھڪ قسم- ڏانڊِيا. ڏيڏرن جو آواز. جيئن:

"ڏاڪَ ڏين ڏيڏرِ، سيڻ سُٽيءَ جا سَرَ"
—(شاھ)

رَڙِ- دانھن- ھُلُ. جيئن:

"اوچنگارن سان آڌ ڪيائين، ڏونگر ڏيئي ڏاڪَ"
—(حمل)

اوچنگار. ڏھڪار- ڏڪڻي- ٿڙڪڻي- ھراس.

- ڏاڪَ پاڻِيُ پِيئَڻُ: پاڻيءَ جو ٿانءَ مٿي جھلي ٻُڪَ ۾ پاڻي پيئڻ.

- ڏاڪَ چُمَڻُ: ذ. راند جو ھڪ قسم- ڏاڪَ چمڻي.

- ڏاڪَ چُمڻِيُ: ث. راند جو ھڪ قسم- ڏاڪَ چُمِڻ (اھا راند جنھن ۾ وڻ ھيٺ گول ليڪو ڪڍي ان جي وچ ۾ ڏاڪ (ڪاني) رکجي. پوءِ ھڪ نگھبان بيھندو ۽ باقي ٻيا سڀ وڻن تي مٿي چڙھيل ھوندا، جيڪو سيني ڪان اڳي وڻ تان لھي نگھبان کان بچي ان ڪانيءَ کي چمي ويو تہ پوءِ وري اھو نگھبان ٿيندو ۽ ٻيا وري وڻ تي چڙھندا).

- ڏاڪَ خانُو ﴿ ڏاڪَ خانا: ذ. ٽپال گھر- ڍاڪخانو.

- ڏاڪَ ڏِيَڻُ: مُنڊي وغيره جي ٻُڙِي کي ھيٺان رنگ خاطر پَنِي ڏيڻ.

- ڏاڪَ گاڏِيُ ﴿ ڏاڪَ گاڏِيُونُ: ث. ٽپال گاڏي- ڍاڪَ گاڏِيُ- ايڪسپريس گاڏي.

- ڏاڪَ وجھَڻُ: ڪانيون وجھڻ (ٻاھ وغيره ۾).

- ڏاڪِڻِ ﴿ ڏاڪِڻِيُونُ: ث. ماڻھوءَ جو ماس کائيندڙ ھڪ عورت- ڏيڻِ- ڏائڻِ- ڏينوٽي- جادوگريائِيُ- ٻوٻي- ٻانڀَ.

- ڏاڪڻي ج ڏاڪڻيون: ث. ڏاڪڻ - ڏائڻ.

● ڏاڪار ج ڏاڪارون: ث. ڪاڌي بعد پيٽ مان وات رستي نڪتل هوا ۽ ان جو آواز - اوڳرائي - اوگرائي - ڏڪار. آواز - گوڙ - گجگوڙ (شينهن جي گوڙ) (ه. ڏڪار).

● ڏاڪارڻ: مصدر. ٻچڻ - هشڪارڻ.

● ڏاڪر ج ڏاڪرون: ث. ڪتير ڪيل سڪل گاهه - مال جي کاڌي لاءِ ڪتير. ٻوڪ جا هٿ جيترا ملا. ننڍيءَ مڇيءَ جا ورا (ت). زبان کي تارونءَ سان هڻڻ جو آواز - ڳٽڪار - ٻچ - هشي (ت).

- ڏاڪر ڪرڻ: ٻچ ڪرڻ. هاها ڪرڻ. ڪاوڙ ڏيکارڻ.

● ڏاڪڙ ج ڏاڪڙ (ت): ذ. ڦٽي يا آلتي ڪرڻ جو آواز. ڍورن جي ويڙهه ۾ ماريل جانور جي زور سان ڪيل رڙ - آنڊ جي رڙ - دانهن - رنڀ.

- ڏاڪڙ ڪرڻ: دانهون ڪرڻ - واڪا ڪرڻ - رڙيون ڪرڻ - رنڀڻ - آلتي يا ڦٽي ڪرڻ.

● ڏاڪڻ ج ڏاڪڻون، ڏاڪڻيون: ث. ڇت يا مٿي چڙهڻ لاءِ ڪاٺ يا سرن جي ٺهيل سيڙهي - ٻوڙي - چڙهڻي - چڙني - چاڙهي - ڏاڪڻي. ڏيڻ - ڏائڻ - ڏيڏوتي (ه. ڏاڪني).

- ڏاڪڻ ڪيڻ: دشمني ڪرڻ - ويساهي ڏڪ ڪيڻ. نقصان پهچائڻ.

● ڏاڪو ج ڏاڪا: ذ. ڏاڪڻ جي پير رکڻ لاءِ هڪ ڪاٺي - منزل جو هڪ پد - ڏاڪڻ جو هڪ طبقو. جبل جو چاڙهيڪو - لڪ.

- ڏاڪائتون: ذ. صفت. ڏاڪڻ وارو - ٻٽيڻ وارو (دروازو).

- ڏاڪي تي وڃي ٻيهڻ: ڪوبه ڪم پوري ڪرڻ تي اچڻ. ذري گهٽ اميد وڃائڻ - آئي ٻائي ڳالهه تي ٻيهڻ.

● ڏاڪورو ج ڏاڪورا (ل): ذ. ڪاٺ جو سنهو ۽ ننڍو ٽڪرو - ڏاڪ.

● ڏاڪولو ج ڏاڪولا: ذ. [سن. ڊنڊڪا = ڏونڪو] ڪاٺيءَ جو ٽڪر - ڏاڪ - ڏانڊيو - ڏونڪو.

● ڏاڪي ج ڏاڪي (ت): ذ. صفت. گهٽو پيٽي.

● ڏاڪي ج ڏاڪيون (ت): ث. طاعون - وبا. موت.

● ڏاڪي ڏهر: اسم خاص. تعلقي ڇاڇري ۾ هڪ آباد ٿيل ميدان جو نالو.

● ڏاڪ ج ڏاڪون: ث. ڪنڪ - ڪنهجر.

- ڏاڪر ج ڏاڪرون: ث. ڏسو "ڏاڪ".

● ڏاڪڙو - ڏاڪڙا: ذ. [سن. ڌهڪ = ڌڪ]. سخت تڪليف - جاکوڙو - محنت ڪشالو - مشڪلات - ڏوجهڙو - هلاڪي - دقت - پورهيو - جد وجهد. اهنج - ڏک - ڏک - ايذاءُ - سور - درد.

- ڏاڪڙا ڪيڻ: سخت جاکوڙا ڪرڻ - وڏيون تڪليفون سهڻ.

● ڏاڪڻاهه: اسم خاص. تعلقي ڪپري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏاڪڻو ج ڏاڪڻا: ذ. صفت. [سن. داڪشڻ، دڪشڻ = ڏکڻ] ڏکڻ جو - ڏکڻ وارو - ڏاکڻيون - ڏکڻ طرف جو - دکني - دکڻي.

● ڏاگرو ج ڏاگرا: ذ. جنتين ٿاهڻ جي ڪارب کي مضبوط ڪرڻ لاءِ ڪاٺ جو ٽڪر.

● ڏاگو ج ڏاگا (ت): ذ. ڏاگهو - آنڊ - ڪرهو.

● ڏاگوري: اسم خاص. هڪ گهٽ ذات جو نالو. (ڇهڙو - ميهتر - پنگي - بالپيشاهي - جهاڙو وال - ڏقير - شڪاري).

● ڏاگهه ج ڏاگهون: ث. [سن. داهه، دهه = ساڙڻ - پرا. داگهه. ف. داغ] باهه جو وڏو مچ - چکيا. (هندن ۾) مردي کي ساڙڻ جي باهه. مچ - داهه - باهه - آگ. سوز - ساڙو - پچ - جلڻ - ڪام - داغ - ڏلپ. ڪلنڪ - ڪارنهن - ٽڪو. جيئن:

"آءُ اوراهون، سپرين! ڏکيءَ ڏيج ۾ ڏاگهه"
(شاهه)

سوري - سوني - ڦاهو - ڦاسي - ڦاهي (ل - ق).

- ڏاگهہ چڙهڻ: چڪيا تي چڙهڻ - ٻاهہ ۾ سڙڻ - هندڪي رسم موجب ستي ٿيڻ. ڦاهي چڙهڻ. مصيبت ۾ پوڻ - آزار ۾ پوڻ.

● ڏاگهہ ج ڏاگهہ: ذ. صفت. ورڪٽ - ورالڳهہ - ٻيرانگهہ - ٻيلانگهہ - قدم. ڊگهن ڄنگهن وارو جانور يا انسان. ڪونج پکي. بندرگاهہ تي جهازن ۾ مال لاهڻ يا چاڙهڻ جي مشين يا ڪل. [هہ. ڊِيڻڪا، ڊِيڻڪ > ڊِيڱ > ڊِگ > ڊاگ > ڏاگهہ = ڊگهو].

- ڏاگهڙ ج ڏاگهڙ: ذ. صفت. ڊگهو ماڻهو - ڄانگهڙيل.

● ڏاگهڻ: مصدر. اڃائجڻ - پياس لڳڻ - ڏوگهڻ - وڏا وڏا ڍڪ پرڻ. اڃ لڳڻ.

- ڏاگهہ ج ڏاگهون: ث. اڃ - پياس - ٿيهہ - ڏوگهہ.

- ڏاگهو ج ڏاگها: ذ. اڃ - پياس - ڏوگهو.

.. ڏاگهو لڳڻ: ڏاڍي اڃ لڳڻ.

● ڏاگهو ج ڏاگها: ذ. قد جو وڏو - ڊگهو. ڊگهو اُٺ. اُٺ - ڪرهو - ليڙو - چانگو - ميو - توڏو - موڏو - روڏو - ٻوتو - متارو. جوان اُٺ.

● ڏاگرو ج ڏاگرا: ذ. ڪاٺ جو وڏو ٽڪر - ڏسو "ڏانگورو".

● ڏاگورڻ: مصدر. سخت مار ڪڍڻ - هڏ گڏ ڀڃڻ - مار ڏيڻ - سٽڻ - ڪُٽڻ - سڙهڻ - ستائڻ. ٽڪر ٽڪر ڪرڻ.

- ڏاگور ج ڏاگورون: ث. ڏاڍي مار - سٽ - ڪُٽ - ڀڃ.

- ڏاگورو ج ڏاگورا: ذ. آلي ڪاٺ جو وڏيل ٽڪر.

● ڏالت ج ڏالتون > ڏالتيون: ث. [سن. دَرِدرَتا = ڪنگاليپڻو] هيڄ - بانٺيت - آلي - ڏاجهہ - وِيلو - هائُو هائُو. لالچ - لوڀ - ڏِڻ تِرِشنا. ٻُک - اڻ هوند - ڪُتِيلائي - محتاجي - سڃ - غريبي - ڪنگالپڻو - اِفلاس - وِپهائي - ڏُمي - گهٽتائي - مفلسي - ڪوتاهي - ٻوٽائي - اڻاٺ - اوڻائي - آپرائي. تمام رَڏِي شئي - لِڪمي - بيڪار - بيڪمي ڪار - ڪنهن ڪم جي نه - ڏالڊِ.

- ڏاليٽي ج ڏاليٽي: ذ. صفت. هيڄي - لالچي - لوڀي - ٻُکيو - ٻوکيڙو - ڏرو - ٻپٽو - ٻپٽ لٿ - مانيڻ ٿوڙ - ٻپتوڙي - ٻپٽير غريب - مسڪين - محتاج - ڪنگال - ڪنگل - سڪٺو - سڃو - ڏالدي.

● ڏالڊ ج ڏالڊون: ث. [سن. دَرِدرَتا = ڪنگالپڻو] ڏالت.

- ڏالدي ج ڏالدي: ذ. صفت. ڏالڊي.

● ڏالوتن ج ڏالوتن (ت): ذ. پنن واري ڀاڄيءَ جو هڪ قسم - پنيروساڳ.

● ڏاليهي ج ڏاليهيون (ل): ڏسو "ڏالي".

● ڏالي ج ڏاليون: ث. [سن ڊلڪ] تحفو - سوکڙي پاکڙي - ڏيپ - سوغات. سوغات طور ڏنل ميوو مٺائي وغيره. وڪرو ڪيل اُنهن مان (يا ٻي ڪنهن ڀاڄيءَ مان) مقرر ڪيل اندازو يا وزن جيڪو تحفي طور ورتو يا ڏنو وڃي.

● ڏام ج ڏامون (ت)، ث. داغداري - ڪلنڪ - ٽڪو - ڪارنهن - داغ - چٽو.

- ڏامائڻ، مصدر. داغدار ڪرڻ - ٽڪو لڳائڻ.

- ڏامچ ج ڏامچ: ذ. صفت. لُچ - بد معاش - بدڪار - ڏاميج.

- ڏامرائيتو ج ڏامرائيتا: ذ. صفت. ڪيروڌي - ضدي. تپيٺو - تامشي - جوشيلو - چيڙ ڙو.

● ڏام ج ڏام (ت): ذ. [ف. دام = مُلهہ] آگهہ - دام - مُلهہ - قيمت - ناڻو.

● ڏامالو ج ڏامالا (ل): ذ. ڪارخالو. مڙهي.

● ڏامر: ذ. ڪوئلن مان ٺاهيل ڪاري رنگ جي روغن جو هڪ قسم (جو رستن ٺاهڻ جي ڪم اچي) - ڪارو روغن - ٽار - تار - ڊامر.

● ڏامرڪي: اسم خاص. تعلقي سنجهوري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڏامڻ: ذ. گاهہ جو هڪ قسم - ڊامڻ.

● ڏاميج ج ڏاميج: ذ. [انگ. ڊيميج Damage] خسارو - ٽوٽو - نقصان - ضرر - هرج. صفت. نقصان ڪار - خيانتي. عيبدار - داغي - تهمتي - ملزم - لالچو - لُچ - بد معاش - ڏِنگو.

– ڏامپيچُ ٿيَل: ذ. صفت. داغدارُ– عيبدارُ– بد چالُ– بد افعال. نيڪالي مليل– موقوف ڪيل– بدنام ٿيل– رُسوا ٿيل– ذليل ٿيل.

● ڏامپيچ ج ڏامپيچَ: ذ. صفت. ڏسو "ڏامپيچُ".

● ڏانُ ج ڏانَ (ل): ذ. [سن. دا=ڏيڻ] دانُ– خيراتُ– بيکَ. انعام– بخشش– سوغات– ڏاتِ– سُوکڙي– ڏالِي.

● ڏاناسُرُ ج ڏاناسُرَ: صفت. بي رحم– بي قياس– سخت دل– پٿر دِل– نيرو يا– نِيرونُي.

– ڏاناهِي ج ڏاناهِيُون (ل): ث. اشارو– آهَنجُ– اطلاع– چاڻُ. دَڙڪو– ڏَمڪي– ڏانائي– ڏهنائي. جيئن: "احمد ڏاڍيُون ڏاناهِيُون پيو ڏي".

– ڏانائِي ج ڏانائِيُون: ث. ڏاناهي– ڏهنائي.

● ڏانپُ ج ڏانپَ (ث): ذ. صفت. نپاڳو– نحس– ڪمبخت– بد نصيب.

● ڏانٽِرو ج ڏانٽِرا (ث): ذ. [سن. داتر=ڏاٽو] گاهه لُڻڻ لاءِ هڪ اوزار– ڏاٽو– ڏانٽو.

● ڏانٽيرو ج ڏانٽيرا (ل): ذ. سڃي سَئِڻ لاءِ ڪم آندل ڪَک (پَلالُ).

● ڏانٽو ج ڏانٽا: ذ. [سن. داتر=ڏاٽو] گاهه لُڻڻ جو هڪ اوزار– لاباري ڪرڻ جو اوزار– ڏاٽو– ڏانٽِرو.

– ڏانٽو پَوَڻُ: فصل ۾ لابارو پوڻ– ڪَٽَ ٿيڻ– ڪَمي يا گهٽتائي شروع ٿيڻ– گهٽجڻ– ٿورو ٿيڻ.

● ڏانٺَ ج ڏانٺُون: ث. [سن. دَنشٽرڪا=ڏاٺ] ڏند جو هڪ قسم– ڏاٺ– ڏاڙهه– هَوڙ.

– ڏانٺَ تَران ڏِيَڻُ (ڪ): ڏسو "ڏاٺَ نَي نہ ڏيڻ".

● ڏانٺُ ج ڏانٺَ (ث): ذ. صفت. رُکو– سخت.

– ڏانٺُ ڏِيَڻُ: تکو ڳالهائڻ– سخت ڳالهائڻ– خراب ڳالهائڻ.

● ڏانٺِري ج ڏانٺريُون (ث): ث. سَنگَنِ جي وچواري ڪاني– ڏانئي– ڏانڊِي.

● ڏانٺو ج ڏانٺا (ث): ذ. گاهه پن ڪائڻ کالپوءِ باقي بچيل ڪانا– پَٽَنِ بنا ڪانو.

● ڏانٺِي: ث. سڃيءَ جو هڪ قسم چِلَرَن سان ٻت (دوٿَرَ) جهڙو رنگ مٿان ڪارو ۽ پيٽ اڇو. سردي ۾ تمام لذيذ قد ڏيڍ فوٽ کان ٻہ فوٽ).

● ڏانجهُ ج ڏانجهَ: ذ. د گڌ=سڙيل] داغ– ڏَنڀ– ساڙُ. سور– درد– ايذاءُ– پيڙا– تڪليف– ڏَنجهُ– دَرد سَري– ڪشالو– دِقت– جاکوڙو– ڏکُ– ڏُکُ. وياڪلتا– پريشاني– هلاڪي– آپاڌي– ڪاڪاهو. جنجالُ– آزار– زحمت– خرابي– گڙٻڙ– وِڳوڙ.

– ڏانجهو ج ڏانجها: ذ. ڏسو "ڏانجهُ".

● ڏانجهو ج ڏانجها (ل): ذ. جوئر يا ٻاجهري جي ناڙُ ۾ پيليَلَ ڪانا يا ٻاجهري جي ٻوڪ (جنهن پَلُ نہ ڪيو هجي).

● ڏانچُ ج ڏانچَ (ث): ٻنيءَ تي جهارَ هڪلڻ لاءِ ٺاهيل پڙهو.

– ڏانچِي ج ڏانچِيُون: ث. ننڍو ڏانچُ (ڪُڏَ يا لانڍيءَ آندر نهيل پڀي، جنهن تي هنڌَ، بسترا، رليون وغيره وِڙهي رکجن)– منجهڻِ.

● ڏانڊَ ج ڏانڊون: ث. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم– دوٿر جو هڪ قسم (دوٿر کان وڏي، وڏيڪ ويڪري، رنگ ڳاڙهو، ڪائڻ ۾ گهڻ لذيذ، ٻنيءَ تي آٽ وانگر ٿوهو).

● ڏاند ج ڏاند: ذ. [سن. بَلي وَرد=ڍڳو] چوپائي مال جو هڪ قسم– ڍڳو– ٻيلُ– سانُ. مڇيءَ جو هڪ قسم– ڏاندَ (ڪ).

– ڏَنڊائِي ج ڏَنڊائِي: ذ. صفت. ڍَڳَنِ وارو– ڍَڳَنِ جو مالڪ.

– ڏاند ٻڌڻُ: ڍَڳَنِ کي هرَ يا گاڏيءَ ۾ ڍُڪائڻ.

– ڏانڊَ ٻچو ج ڏانڊَ ٻچا: ذ. جنهن جو ڏانڊَ ٻچَ جهڙو ٻچُ هجي– وچُ ٿلهو ٻاسا يا چپڙا سنها– گاڏُ ڏُمرُ– چهنبدارُ. اهو گهوڙو جنهن جو ٻچ ڏاند جي ٻچ وانگر هجي– عيبدار گهوڙو.

– ڏانڊُ ڏُهڻُ: بخيل مان ڪم ڪڍڻ– ڪنجوس مان فائدو وٺڻ– سرچوٽَ کي ٻہ نہ چڏڻ–

نااميد سان اميد پوري ڪرڻ - نامُمڪِن ڪي مُمڪِن ڪري ڏيکارڻ - نہ ٿيڻ جهڙو ڪم ڪري ڏيکارڻ.

- ڏانڊُ ڏُهٽو ج ڏانڊَ ڏُهٽا: ذ. صفت. ڪنجوس - مَکي چُوس - مُوذِي - شُومُ - ڪِرپَڻُ - ڪَمُ رَچُ - چمُ چُوسُ - مَرچُوٽُ - بخيل - پيسي جو پُٽُ.

- ڏانڊِڙو ج ڏانڊِڙا: ذ. ڪچيءَ مٽيءَ مان ٺهيل ڏِکيي جي شڪل جنهن جي هندو ماڻهو بَڊِي مَهيني جي ستين تاريخ پوڄا ڪندا آهن. ڇيڻي جو وڏو مَڪُ.

- ڏانڊُ مُٺاڙو ڪَرَڻُ (ت): ٺڳي ڪرڻ - دولاب ڪرڻ - فريب ڪرڻ يا ڏيڻ - چالاڪي ڪرڻ - خراب اکر لکڻ - ليڪَن وانگر اکر لکڻ.

- ڏانڊُ مُٺُٽو ج ڏانڊ مُٺُٽا (ت): ذ. پِرت جو هڪ قسم.

- ڏانڊ وڙِئو ج ڏانڊوڙِئا (ل): ذ. پڳَلُ مَٽَ يا ڪُنيي جو ڪَنو (جو پار راند ۾ ڪم اچي).

- ڏانڊُ وَسَڻُ: ڏِکيي جو ڇيڻو لاهڻ.

- ڏانڊِينَ مُڙُسين خَيرُ (ت): هر طرح جو خير - ڪلِ خيريت - هر طرح جي تسلي - گهرَ وارن ۽ مال رزقَ جي سلامتيءَ جي دعا.

● ڏانڊارُ ج ڏانڊارَ: ذ. [سن. دَنُت=ڏند] ڪاٺ يا لوهہ جو ڏندن وارو (ڪوڏر جي نمولي) هڪ اوزار (جنهن سان ڪَکَ، ڪچرو، پياڻُ، گاهہ، انّ وغيره ميڙِ جي) - پاهوڙو - سَبَرڪتي - ڏانڌارِي. اار يا هرلي جو هڪ قسم. ڪُوهَ جي مُنهنَ واري اوسارِي يا پَڳَ (ت).

- ڏانڌارِي ڪُلهي تي رَکَڻُ (ت): ڪجهہ بہ نہ ڪٽڻ - هٿين خالي ورڻ - خالي موٽڻ.

● ڏانڊاڙُ ج ڏانڊاڙَ (ڪ): ذ. ٻيڙيءَ جو هڪ رسو - ڏانڊاڙ.

- ڏانڊگڙو ج ڏانڊاگِڙا: ذ. ڏانڊاڙُ.

● ڏانڊاڻُون: اسم خاص. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڏانڊاڻِي (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڏانڊِرِي ج ڏانڊِرِيُ: ذ. صفت. [سن. دَنُت=ڏند] ڏَندڻ وڪڻندڙ - ڏانڊڙيو - ڏانڊٽِي - مِسُواڪُ وڪڻندڙ.

- ڏانڊِٽِي ج ڏانڊِٽِيُ: ذ. صفت. ڏانڊرِي.

● ڏانڊَڙُ ج ڏانڊَڙَ: ذ. زيور جو هڪ قسم - نڪ ۾ پائڻ جو ڦُلهڙ.

● ڏانڊڙو ج ڏانڊِڙا: ذ. [سن. بَليِ وَرُدَ= ڏِڳو] بدي مهني جي ستين تاريخ تي هندن جي پوڄا ڪرڻ لاءِ مٽيءَ جو ٺاهيل هڪ هٿرادو ننڍڙو ڏِڳو. ڏِکيي تي وهندڙ هڪ مَکِ - ڇيڻي جي وڏي مَکِ. اسم خاص. تعلقي ميرپور ماڪري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڏانڊڙيو ج ڏانڊڙيا: ذ. ڏَندڻَ وڪڻڻ وارو - ڏانڊارِي - ڏانڊٽِي.

● ڏانڊُ ج ڏانڊُون (ت): ث. [سن. دَنُڊ= ڏندو] ٻَنِ جي ٽُلهي نس - ڏانڊِي - ڳِنرَ.

● ڏانڊِ ج ڏانڊِيُون: ث. ٻَنَ جي ٽلهي نَس - ڏانڊِي - ڳِنرُ. ڳچيءَ جو پٽو - طَوقُ - ڳِٽُ.

● ڏانڊاڙُ ج ڏانڊاڙَ (ڪ): ذ. ٻيڙيءَ جو هڪ رسو (اڏَ جي هيٺينءَ چوٽيءَ ۾ واءَ جي رُخَ موجب سڙهہ جي جهل واسطي ٻہ رسا هڪ ننڍو ٻيو وڏو) - ڏانڊاگِڙو.

- ڏانڊاڙو ج ڏانڊاڙا: ذ. ڏانڊاڙُ.

- ڏانڊاگِڙو ج ڏانڊاگِڙا: ذ. ڏانڊاڙُ.

- ڏانڊاڻِ ج ڏانڊاڻُيون: ث. ڏَنڊاڙُ.

● ڏَنڊا وِيرُهہ ج ڏَنڊا وِيڙَهہ: ذ. پٽو - ڪَمَر بَندُ - ڪَشو - تسمو.

● ڏانڊو ج ڏَنڊا (ل-ت): ذ. مٿاهين ٻني يا زمين (جتي پاڻي مشڪل سان چڙهي يا بيهي نہ سگهي) [سن. دَنڊ=ڏندو] ڏندو - ڏُڪو - لَٽ. توري آنّ وارو سَنگُ. ڳئون يا مينهن جو ٻُڇُ. پاپوڙي جي ڏانڊِي.

● ڏانڊِي ج ڏانڊِيُون: ث. (سن. دَنڊَ) گل جي مُکڙِيءَ جي پاڙَ واري ٽاريءَ جو ٽُڪرو - ٻُونڊِي - ڳِنر - ڪاني - ڳِني. ٻَنَ جو چيڙو - ٻن جي ڏُندي. ٽاري - ڳُونڇُ - ٻُونڊِ.

نماڪ جو ڪَنڌو (ت). ناچ يا راند جو هڪ قسم (ڪ ب). خاندان جي شاخ ـ بنياد ـ اصل نسل ـ خاندان.

● ڏانڊيو ﷺ ڏانڊيا: ذ. ڏانڊو.

● ڏانڪرُ ﷺ ڏانڪرَ (ل): ذ. ٽُورئي يا جانيهي جو لُڙَلُ ناڙُ.

● ڏانگ ﷺ ڏانگُون (ل ـ ت): ث. [سن. دنڊ = ڏنڊو ـ هہ. ڊانگ] ڊگهي ڪاٺي ـ ڊگهي لٺِ ـ وَڏِي لَٺِ ـ لَڪُڻُ.

ـ ڏانگَرُ ﷺ ڏانگَرَ: ذ. ڊگهي لٺ ـ ڏانگ.

ـ ڏانگڙُ ﷺ ڏانگڙَ: ذ. صفت. ڊگهو ماڻهو ـ تمام ڊگهو ـ لانبَٽُ.

● ڏانگڙو ﷺ ڏانگڙا (ت): ذ. آسمان ۾ برسات وقت ظاهر ٿيندڙ رنگارنگي پٽو ـ اِندر لٺِ ـ اِنڊَ لَٺِ ـ ڏَنَڪَ.

● ڏانگي ﷺ ڏانگيُ: ذ. صفت. بلا ڪاڏَلَ ماڻهوءَ کي دَمُ ڪندڙ ـ جهاڙ رکندڙ. (اسم خاص). ٿر ۾ مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڏانگهہ ﷺ ڏانگهُون: ث. وڏي لَٺ ـ ڏاڱرو ـ ڏاگهہ [هہ. ڊانگ > ڏانگهہ = لٺ].

● ڏانگڻُ (ل): مصدر. ٽڪر ڪرڻ ـ ڏاڱ ڏاڱ ڪري وڻ ويڙ.

ـ ڏانگ ﷺ ڏانگُون: ث. ڪاٺ جو ٽڪر ـ ڊگهي ڪاٺي.

ـ ڏانگورو ﷺ ڏانگورا: ذ. ڪاٺ جو وڏيل ٽڪر ـ دوڳ.

● ڏانوَرُ ﷺ ڏانوَرَ: ذ. جيت جو هڪ قسم ـ ڪورِ پٽڙو ـ چيراڙو.

● ڏانورو: اسم خاص. تعلقي خيرپور ميرس ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڏانوَڻُ ﷺ ڏانوَڻَ: ذ. آٽ کي اڳين ٽنگن ۾ ٻڌڻ لاءِ رسو.

ـ ڏانوَڻُ ڪپڻُ: آزاد ڪرڻ ـ ڇوڙڻ ـ ڇڏي ڏيڻ.

ـ ڏانوَڻُ هڻڻُ: سوگهو ڪرڻ ـ ٻڌڻ ـ قابو ڪرڻ ـ جهلڻ.

● ڏانوَڻُ: مصدر. شاديءَ جي هڪ سَوَڻَ ۾ لائُنِ تي ايندڙ گهوٽَ کي آڏو هڪ مائي جو وِنجيڙيءَ ۾ پَٽَ جو سڳو ٻڌي پوءِ انهيءَ کي ڪوشش ڪري گهوٽ جي ڳچيءَ ۾ وجهڻ.

ـ ڏانوڻ ڏائڻُ: ڪُنوارَ جي ڪونيءَ جي دَرَ جي ڪنڊي ۾ سَٽُ ٻڌي گهوٽَ جي پير جي آڱوٺن ۾ ست پيرا وَڪڙ ڏيڻ.

ـ ڏانوِٽِيُ ﷺ ڏانوِٽيُونُ. ڳهہ جو هڪ قسم ـ ڏاٽي (چاندي يا سونَ جي هڪ قسم جي ويڪري زنجير جا وارن جي پٽي (سيندِ) جي مٿان سينڌ جي ٻنهي طرفن کنن تاءِ گولائي تي بيهي؛ وچ ۾ ڪنڊو ٿئيس جو مٿان سينڌ جي اڳيان ۽ ڏاٽوٽي جي وچ کي مٿي جهلي بيهي).

● ڏانهُنُ: ظرف. آن طرف ـ آن طرف ڏي ـ ان پاسي ـ ڏانهون ـ ڏانهين.

ـ ڏانهُسُ: ظرف. هن ڏالهن ـ ان طرف ـ الهي پاسي ـ ڏي ـ ڏانهن.

ـ ڏانهُونُ: ظرف. ڏانهن.

ـ ڏانهِينُ: ظرف. ڏانهن ـ ڏالهون ـ آن طرف ـ آن طرف ڏي. (ڪيڏانهين ـ اوڏانهين).

● ڏانءُ ﷺ ڏالوَ: ذ. ڍَنگُ ـ طرز ـ نمونو ـ طرح ـ ڍُول ـ رواج ـ چالو ـ پَرويهڙ ـ پَرِ ـ پَتَ ـ ڍِبُ ـ پارَ ـ وَجهُ ـ ويتر و ـ دَستور ـ هَلتِ ـ ڍارَ ـ ريت ـ قسم ـ پرڪار. لِڇڻ ـ لَلُ ـ عادت ـ افعال ـ ڇيهڙُ ـ اٿڻ ويهڻ ـ شُعورُ ـ ادب آندازو. اٽڪل ـ هنر ـ تجويز. ڏنگائي. ٽيڪي. ڏانيءَ. سبب ـ ڪارڻ.

ـ ڏانءُ اَچڻُ: اٽڪل اچڻ ـ رمز اچڻ ـ اوت هجڻ ـ ڏالئي اچڻ ـ حرفت اچڻ ـ چالاڪي اچڻ ـ ڍنگ اچڻ ـ تجويز اچڻ ـ ڪري سگهڻ ـ سمجهہ ۾ اچڻ ـ خيال ۾ اچڻ ـ نا هڻ ـ جوڙڻ ـ تيار ڪرڻ.

ـ ڏانءُ ڏائڻُ: ڪو نہ ڪو بهانو ڪرڻ ـ فريب ڪرڻ ـ مڪر هلائڻ.

ـ ڏَانءُ نہ اَچڻُ: مثال جهڙو نہ ڪري سگهڻ ـ ڪري نہ سگهڻ ـ (پسند نہ پوڻ ـ اِ. وڻڻ ـ ڀانءِ نہ پوڻ).

ـ ڏانئي: ذ. ڏَانءُ.

● ڏاڻَڻُ: مصدر. ڊگهي رسي سان جانور کي ٻڌڻ ـ ڏانوَڻُ وجهڻ.

”هن ۾ آلهي الاهه، ڪٿي گهوڙو ڏانيو ڳاهه ۾“ (چٽو ڪٽي).

شروع ڪرڻ - اٿڻ - تيار ڪرڻ.

● ڏانِيِي ۽ ڏانيِي: ذ. ث. ڏَنُ يا ڍِل پريندڙ - محصول پريندڙ - ڇهه آنڪي پريندڙ - زيردست - مُطيع - تابع - تابعدارُ - چيلو - مُريد - مڃيندڙ - ڏاڻ.

● ڏاڻُ ۽ ڏاڻَ: ذ. [سن. دامن=رسي] جانورن کي (پڇڻ ڪان جهلَ لاءِ) اڳين ٽنگن ۾ ٻڌڻ جو رسو - ڏاوَڻ - ڍيڙُ - سنگهرَ. [سن. دانَ. دا=ڏيڻ] عطا - بخشش - دانُ - عطيو - امداد - انعام. سوکڙي - سوغات - تحفو - وَٽ. ڪنهن بزرگ وٽان مليل مراد - نذرانو - سخا - ڏات.

”تو ڏان توهي ڏاڻ، هيي پلاڻ اتي مڱنون“ (شاهه ڪريم).

خيرات - پُنُ. ٻارن کي پيارڻ جو هڪ جلاب - دوا - سُتيِي - اوٿيِي (ت). وهٽَنِ کي وجهڻ جو هڪ جلاب - ڍُڪُ. سُنگُ - محصول - ٽيڪس - چُونگي. مڇي ڦاسائڻ جو سَنڌُ - ڪُڙ - رَڇُ (ڪ). هڪ ڳهه جو نالو - لَٽَ کي سوکهي جهلڻ جو ڏاڳو يا زنجير - ڏاوِٽيِي.

- ڏاڻُ ڏِيَڻُ: دانُ ڏيڻ - سخا ڪرڻ - احسان ڪرڻ - عنايت ڪرڻ - ٿوروڪرڻ - مهرباني ڪرڻ - لائق ڪرڻ - وڏا پيالَ پِرڻ. اوت وجهڻ - ڏاند وغيره کي تيل، ڳيهه يا ڪا پِتيڙِي شئي وجهڻ.

- ڏائيِي ۽ ڏائيِي: ذ. صفت. محصول ونندڙ - ڏانيِي.

● ڏاڻابو ۽ ڏاڻابا: ذ. [سن. دا=ڏيڻ] ڏاڻَ جي رقم. سامان جو گهٽو اندازو - سامان سڙو. مُڏِي. آڻالو - سواري - لَڏو.

● ڏاڻَڻُ: مصدر. [سن. دامنيِي=پاءِ بند: دامَنِ=رَسِيِي] چوپائي مال جي اڳين ٽنگن ۾ رسو وجهڻ - ونگُ وجهڻ - ڏاوَڻ وجهڻ - ڏاڻُ وجهڻ - ٻڌڻ - قابو ڪرڻ - بند ڪرڻ - جهلڻ. روڪڻ - ڦاسائڻ - اٽڪائڻ.

● ڏاٿُو ۽ ڏاٿا (ڪ - ٿ)! ذ. [ف. دانہ=داٿو] اناج - داٿو - ڪڻو - ڪاڏو - قُوتُ.

● ڏاٿِيِي ۽ ڏاٿِيونِ: ث. [سن. دامَنِ=ڏاوڻ]. زيور جو هڪ قسم - نٿ جي ٻار جهلڻ لاءِ سوني زنجيري ڏاوِٽي.

● ڏاو اڙو ۽ ڏاوَاڙا (ڪ): ذ. ڏاڪڙو - ڪشالو. جيئن:

”سونهٽي کهيڙِي سير ۾، جنهن ڪيو ڏاڍو ڏاواڙو“ (صاحبڏنو).

پيلاين جا پول.

● ڏاوَچ: اسم خاص. تعلقي داد وءِ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏاوَڇَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڏاوَرُ ۽ ڏاوُرَ: ذ. ڏنُوارُ - جيت جو هڪ قسم - ڪوريئڙو.

● ڏاوَڙُ ۽ ڏاوَڙَ: ذ. صفت. ڏائيي هٿ سان ڪم ڪندڙ - ڏاٻَڙُ - ڪاٻَڙُ. (ضد: ساڄَڙُ ۽ ساڄَڙَ).

● ڏاوَڻَ ۽ ڏاوَٽيونِ: ث. (سن. دامَنِ= رَسِيِي]. ڏاڻُ - ڏاٿِيِي - ڏاوِٽي.

● ڏاوَڻُ ۽ ڏاوَڻُ: ذ. [سن. دامَنِ=رسي]. چوپائي مال کي اڳين ٽنگنِ ۾ پيل رسو - ڏاڻ - ڍيڙُ - واڳهه - پيڙِيُون - آشڪول - ٻنڌڻ. نٿ سوگهي ڪرڻ لاءِ ڪلابات جي ڪارن ڏاڳن جو نهيل پٽو - ڏاڻُ - ڏاٿِيِي. شاديءَ جو هڪ ساٿ - ڏانوَڻُ.

- ڏاوَڻ ڏاٿِڻُ: شاديءَ جي رسم ۾ گهوٽ جو سرگس تان لهڻ وقت پير جو آڱوٺو ۽ هٿ جو آڱوٺو ڏاڳي سان ٻڌڻ. وري شروع ڪرڻ - نئين طرح شروع ڪرڻ.

- ڏاوڻُ ڪَپِڻُ: ننڍي ٻار جي ٻهرين هلڻ وقت مامي هٿان ٻنهي ٽنگن ۾ رسمي طور ڪچو ڏاڳو ٻڌي، وري وڍائڻ جي رسم ادا ڪرڻ.

- ڏاوَڻ وِڍڻ: ڏاوَڻُ ڪَپِڻُ.

● ڏاوَٽيِي ۽ ڏاوٽيونِ: ث. [سن. دامَنِ= رسي] ڏاڻُوٽي - ڏاڻُ - ڏاٿِي - ڏاوَڻ.

ـ ڏاوِڻِيءَ ٽِڪِيءَ ث. [پرا. داسِڻِي. سن. دامني] ڏائيءَ سان گڏ پيشاني تي ٻڌڻ جو هڪ زيور- پَٽلو- آليءَ.

● ڏاهُه: ظرف. ڏانهن- آن طرف- جهي طرف- جهي پاسي. جيئن:
"لانچي لَڪ، لَطِيفُ چئي، هَلي ڏاهُ حضور"
(شاهه).

ـ ڏاهُه عَهَدَ: ظرف. عَهُدَ جي طرفان- ميثاقانءَ- ميثاق ڪان- جيئن:
"جهڪَس آيس ڏاهَه عَهُدِ سو پاري مُنڌ پاتارم"
(شاهه).

ـ ڏاهَنئُن: ظرف. آن طرف- اُنهيءَ طرف- انهيءَ پاسي.

● ڏاهَه ۽ ڏاهُونءَ: ث. [سن. دَشَ=ڏسڻ] ڏَسُ- پَتو آهِجاڻ- آهج- پَرو. خبر- خبرچار- سُڌِ- سَماءُ- احوال. سُڌَسَ- ڪُڙڪ. جيئن:
"ڪتو جهڪي م آئيئيءَ، ڏجهڻ پئي مَ ڏاهَه"
(خليفو نبي بخش)
چِتاءُ- آگاهي- اطلاع- ڄاڻ- واقفيت. گجهارت- پِرولي- مامَ. [سن. دَڪشَ=سمجهه]. سمجهه- عقل- هوش- فهم- ٻُڌي- ڏاهپَ- سياڻپَ- سُڄاڻائي- دانائي- چِتَرائي- چالاڪي- هوشياري. [ف. داهُ: سن. داسَ=ٻانِهو] زرخريد عورت- ٻانهي- گولي- نوڪرياڻي. ڏنَ ۾ ڏنل عورت. جيئن:
"جني سان مون ڏاهَه، جي پَلِيءَ لکي لَجَ"
(خانزئي)
ساڙو- تپش.

ـ ڏاهَپَ ۽ ڏاهَپُونءَ: ث. سياڻپ- عقلمندي- هوشياري- چالاڪي- چترائي- زيرڪي- دانائي- سمجهه- فهم- گيانُ- ٻُڌِي- دور انديشي- ڏاهپ.

ـ ڏاهَه پهچائِڻُ: ڪنهن جي مرڻ جي اوچتي خبر وڃي سندس عزيزن ۽ مائٽن کي پهچائڻ- ڏاهَه ڏيڻ- ڄاڻُ ڪرڻ- موت جو پيغام پهچائڻ. اطلاع ڪرڻ.

ـ ڏاهَه ڏورَڻُ: ڏَسُ پڇائڻ- ڏَسَ تي هلڻ- ڏسُ کي ڪاهڻ.

ـ ڏاهَه ڏِيَڻ: ڏاهَه پچائڻ- خبر ڏيڻ- سُڌِ ڏيڻ. پَتاڪ هڻڻ.

ـ ڏاهَه وِجهَڻُ: هوڪو ڏيڻ- مشهور ڪرڻ.

ـ ڏاهِيءَ ۽ ڏاهِيءَ: ذ. صفت. ڏاهَه ڏيندڙ- اطلاع ڪندڙ- چِتاءُ ڪندڙ- سڌ سماءُ ڏيندڙ- خبرچار ڏيندڙ- آگاهه ڪندڙ- خابِرو. عقل مند- هوش وارو- ٻُڌِيوانُ. سَمَجهُو- فهميدو.

● ڏاهُه ۽ ڏاهَه: ذ. [سن. داسَ=ٻانهو]. ٻانهو- غلام- گولو. ڏک- غم- شُوڪَ- گَوندَرُ- دُکُ- رَنج- ڪَشٽُ. وڏو سَچُ- گهٽي ٻاهه- آڙاهه (ل). پَچُ- ساڙُ- سَوز- حسد. ويرُ- دشمني- بغض. (صفت) وڏو- ڪُشادو- ويڪرو- چَوڙو. جَجهو- گهڻو. اوچو- آتاهون- بلند. هَنيلو.

● ڏاهائِيءَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (بلوچ قوم جو هڪ قبيلو).

● ڏاهِرُ: اسم خاص. سنڌ جي برهمڻ گهراڻي جي پوئين حاڪم جو نالو. مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڏاهُرجا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڏاهِرڪِيءَ: اسم خاص. تعلقي گوني ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏاهِرِيءَ: اسم خاص. مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو. (صفت). چريو- بيوقوف- نادان- مُورکُ- چِسو- احمق- جاهل- ٻُزُ- ڪم عقل- بي سمجهه.

ـ ڏاهِرِيءَ بَڻجَڻُ: چريائي جا ڪم ڪرڻ.

● ڏاهِڙو ۽ ڏاهِڙا (ث): ذ. پَنُجَ ڪَٽيءَ.

● ڏاهلَڻُ: مصدر. چِيرڻ- ڦاڙِڻ- ڏارِڻ.

● ڏاهَلِيءَ: اسم خاص. تعلقي چاچري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏاهو ۽ ڏاها: ذ. [سن. دَڪشَ=سَمجهُو] عقل وارو- عقل مند- ٻُڌوانُ- عاقل- مُدَبِرُ- زِيرَڪُ- سَبوجهُ- سَڄاڻُ- سياڻو- سمجهو- داناءُ- اڪابر. سَنوِيرو- فهميدو- چِتَرو- هوشيار- هوشائتو- گياني- چالاڪ- ڄاڻُو- دُورُ آنديش-

جَهانديُدو. شريف - مانيٺو. حڪيم - طبيب - ويجُ

- ڏاهاڻو ۽ ڏاهاڻا: ذ. صفت. ڏاهن وارو - سياڻپ وارو. عقل جو - سياڻپ جو - ڏاهو - سياڻو - عقلمند - هوشيارُ - چالاڪ.

- ڏاهو ڪانءُ ۽ ڏاها ڪانءَ: ذ. عقل وارو.

- ڏاهو ڪانءُ ٻه ٽنگو ڦاسڻُ: حد کان وڌيڪ سياڻپ هلائڻ منجهان نقصان جو انديشو هئڻ.

● ڏاهيِ ۽ ڏاهيون: ث. مڇيءَ جو هڪ قسم - ڏائي (چلر ڪارا ڏيگهه ١ کان ٣ فوٽن تائين، وات ننڍو، مُڇن سان، مٿن ڀرن سان، شڪل ٽيري مڇيءَ جهڙي).

● ڏاهيجا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد، سکر ۽ اتر سرحد سنڌ ۾).

● ڏاهين: ذ. ڀيرو - گهمرو - دفعو (هي لفظ اڪيلو ڪين ڪم آڻبو آهي، بلڪ اڳيان ضرور ڪو انگ گڏبو آهي، جيئن ته "ٻه ڏاهين = ٻه ڀيرا").

● ڏاءُ ۽ ڏاءَ: ذ. نمونو - حالت - طرزَ - ڍنگُ - طريقو. شڪل - شباهت - هنر - ڪاريگري. چترائي - ڦڙتي - چالاڪي - ڏانءُ.

- ڏاءُ ڏِنگ ۽ ڏاءُ ڏنگ: ذ. ڇلُ وَلَ - ٺڳي - مڪر - فريب - دولاب - ڏائي ڏَڀي.

● ڏائيڙ ۽ ڏائيڙون (ت): ث. ڪنهن به ڪم جي ڪرڻ لاءِ رِٿَ - تجويز - ڏانءُ.

● ڏائڪو ۽ ڏائڪا: ذ. [سن. ڊنڊڪا = ڏاڪو] ڏاڪڻِ جو هڪ ڏَڪرُ - يا ڏاڪورو - ڏاڪو. ڀيڙيءَ جي تري ۾ لڳل ڪاٺ جو ڏَڪرُ.

● ڏائڻ ۽ ڏائڻ: ث. ڍؤل - طرزَ - نمونو - ڏانءَ.

● ڏائڻ ۽ ڏائڻيون: ث. [سن. ڊاڪني = ڏائڻ]. هڪ خيالي ۽ خوفناڪ عورت جا تصوّري طاقت سان نظر ملائي ٻارن جو هيانءُ کائيندي يا قبر مان مُڙدا ڪڍي کائيندي - جنڙي - ڀوُتڻ. جادوگرياڻي - بدصورت عورت - ٻانيَ. مَڪار عورتَ - ڀوڻي - ڏُوتي - ڏِيٺِ. ڪنايتاً ٻَنڊوقَ.

● ڏائڻُ: مصدر. [سن. دامني = رسي]. جانورن جو اڳيون ٽنگون رسي سان ٻڌڻ - وَڪڙُ ڏيڻ - قابو ڪرڻ - ڏانوڻُ وجهڻ - زنجير يا بيڙيون وجهڻ - ڪَڙ ڻ - روڪڻ. شروع ڪرڻ - آرنڀ ڪرڻ - مهورت ڪرڻ - جوٽڻ - مُنڍ ڻ، پِرتُ پِرَ ڻَ جي شروعات ڪرڻ (ٿ).

● ڏائو ۽ ڏائا يا ڏاوا: ذ. [سن. وامَ = ڪٻو] ڪٻو - کاٻو - ڏاٻو. کٻي پاسي وارو - کٻو پاسو. آبتو - ڏِنگو. کاٻي پاسي کان پولينڊڙ تيتر (ل). جيئن:

"ڏائو ڏياري ڀريا مات پٽن ۾"

اپا ڳو - نپاڳو - نحس - بدَسوَڻو. دغاباز - بي‌ايمان - بدِنيت - گنهگار. بڇڙو. هندن وٽ سوڻ خاطر ڪم ايندڙ (ڏيئي جي شڪل جهڙو) نڪر جو ٻوٽو.

- ڏائو جهائو (ٿ): ذ. خراب هوا.

- ڏائي ڪُڙي ڏَنيڻ: بدنظري تارڻ لاءِ ڏنڀ ڏيڻ جو هڪ سوڻُ ڪرڻ.

- ڏائي ڪُڙيءَ ۾ عقل هئڻُ: سمجهه جو گهٽ هئڻ - ٻي عقل يا ڪم فهم هئڻ.

● ڏائي ۽ ڏائيون: ث. نشاني طور ڪم آندل ڪا به شئي. سُميءَ جي دَڙي (رستي جي نشان لاءِ) پٿرَ آچليل (رستي ڏيکارڻ لاءِ). نديءَ ۾ پاڻيءَ جي ماپ لاءِ کوڙيل ڪاٺي. سودي جي مهل واپارين جو قميص جي پلاند جي هيٺان هڪ ٻئي کي قيمت ٻڌائڻ لاءِ ڏيکاريل آڱريون؛ نشاني لاءِ ڪم آيل جهنڊو يا جهنڊي. چتاءُ - اشارو - نشاني - آهنج - آڄَ - آهڃاڻ - ڏهڻائي (ل). سَٿهن. ورهاڱو - ورچ. مقرري - جڳهه. انجام - ٺهرايل وقت. پاڻيءَ ۾ راند رهڻ مهل ٽٻيءَ ۾ ڏيکاريل ٻه آڱريون - ڪَنڊرو. مڇيءَ جو هڪ قسم - ڏاهي.

- ڏائي راندِ: ث. راند جو هڪ قسم - پاڻيءَ ۾ ٽٻي هڻي، هٿ مٿي ڪڍي ٻه آڱريون ڏيکارڻ جي راند - ڪونڊِرو - ڪونڊرَ (ل).

● ڏائِي ڏِنڀِي ۽ ڏائِيُون ڏِنڀِيُون: ث. چَلُ وَلُ - ٻوهَه - دولابُ - کُپَتِ - ڏِنگي - ڏاءَ ڏِنگُ.

● ڏايَارُ ۽ ڏايَارَ (ث): ذ. صفت. [سن. وامَ = کاٻو]. ڏائي هٿ سان ڪم ڪندڙ - کاٻَڙُ - ڏاوَڙُ.

● ڏُٻرو ۽ ڏُٻرا (ث): ذ. صفت. [پرا. دُبَّلَ. سن دُرُ = خراب + بَلُ = طاقت] گهٽ طاقت وارو - ڪمزور - ٿَڪَلُ - هيٺو آپرو - ضعيف - ڏُٻرو.

● ڏَبَ ۽ ڏَبُون (ل - ث): ڏَٻي سِنگَ وارِي مينهن يا ڏِگي - هِڪَ بيمارِيءَ جو قسم. ڪل جي پاڙ.

● ڏِبَ ۽ ڏِبُون (ث): ث. پاڻيءَ تي پيدا ٿيندڙ هڪ ٻوٽي جو قسم (گاهه - گاهه جي پاڙ جا ماڻهو کائِينِ).

● ڏِٻاڪو ۽ ڏِٻاڪا (ث): ذ. صفت. حريف - لالچي - لوڀي. خراب عادتن وارو - بدلچڻو.

● ڏُٻاءَ ۽ ڏُٻائُون: ث. [سن. دَمَ =] دَبَ مَهُمِيزَ - چوڪَ. جيئن ته:

"وَهِ وِجائي پاڻ، ڏي ڏَٻائون ڏُگرين"
(شاهه)

گهٽَ - جهوتَ. [سن. دُرُ = خراب + وائي = ڳالهه] عِتابُ - پاراتو - ڏوراپو - ڏواءُ - ڏُٻائي.

- ڏُٻائِي ۽ ڏُٻائِيُون: ث. ڏُٻاءَ - ڏُوائِي.

● ڏَٻَرُ ۽ ڏَٻَرَ (ل): ذ. واٽرڪورس، ڪَڙِي يا واهه کي بندڻ بعد منجهس رهيل پاڻي - لَٽل پاڻي - واهَه جي لاتَ. ماٺي وهڪ وارو پاڻي. موڙ جو ٻچو - پُونِدِڻُ - پُونِدِڙِي.

● ڏُٻرو ۽ ڏُٻرا: ذ. [پرا. دُبَّلَ. سن. دُرُ = خراب، گهٽ + بل = طاقت] ڪمزور - بي زور - ضعيف - آپرو - ڏَٻَلُ - لاغر. ناتوان - هيٺو - نِستو - نِبَلُ - پَٽنگُ - يَڪتَهو - ٻانڊِيو - ٻانڊو - چينجهرو - ٿِينجهه. جهڙو - گِريل - ٻوڏو - ڪَڙنگُ - سُڪل - ڍانگُ (ضد. سُٻرو ۽ سُٻرا). (ث. ڏُٻرِي ۽ ڏُٻرِيُون).

- ڏُٻراڻِ ۽ ڏُٻراڻُون: ث. ضُعفُ - ڪمزوري - نِستائي - آپرائي - ناتوانِي - هيٺائي - نِبلتا.

- ڏُٻرائِي ۽ ڏُٻرائِيُون: ث. ضُعفُ - ڪمزوري - نِستائي - هيٺائي - ضعيفائي - دُربَلتا - لانجهه - ڪم هستي - نِبلائي - آپرائي - بي طاقتي - هلڪڙائي - پتلائي - هلڪائي.

- ڏُٻرو آچارُ ۽ ڏُٻرا آچار: ذ. گهٽ ۾ گهٽ رِتَ يا تخمينو. آخري فيصلو. ساکَ - پَتِ - قسمُ.

- ڏُٻرو آچارُ هئڻُ: ٿوري اٽڪل هئڻ - ننڍي ڪَٽ هئڻ.

- ڏُٻرو آچارُ ڪرڻُ (ث): گهٽي ڪرڻ - فڪر ڪرڻ. پڇڻَ جا خيال ڪرڻ - انجام ڪري ڦِرڻ جو گفتو ڪيڻ.

- ڏُٻرو هاٿِي سَوا لکَ لَهڻُ: ساڌِي ۾ ساڌُو امير ۽ غريب کان شاهوڪار هئڻ.

● ڏُٻَلُ ۽ ڏُٻَلَ: ذ. صفت. [سن. دُرُ = خراب + بَلَ = طاقت] ڏُٻرو. بيماري مان تاز اٿيل - البت سڪر - صحت پَذيِر.

- ڏُٻلائِي ۽ ڏُٻلائِيُون: ث. ڏُٻرائي. سکرائي (ڪنهن بيماريءَ مان) - إفاقه - نِمرائي - صحت يابي.

● ڏَٻو ۽ ڏَٻا: ذ. صفت. لڙيل مگَن يا ڪَنن وارو (ڍِڳو يا پاڏو وغيره). هيٺ لڙيل. جهُڪيَل - لِميل - لڙڪيل - ڍُرڪيَل. آڪُ ٻيٺيَلُ - اڪ بند ٿيل - ڪاٺو (ث). ذ. ٽيِڻَ يا لوهه جو دَٻو. ريل جو بارگير گاڏو (ل).

● ڏَٻهه ۽ ڏَٻهون (ل): ث. ڪاوڙ مان ڪيل جُاهه - هَلان - اَلَر.

● ڏَٻِي ۽ ڏَٻِيُون: ث. مٿي ۾ پائڻ جي ٽوپي - ٽوپِڙِي. ڪا پالي ٽوپي.

● ڏَٻِي ٽوپِي ۽ ڏَٻيُون ٽوپيُون: ث. لَڙيل ٽوپي - ٽيڙهي ٽوپي - جَمني ٽوپي.

● ڏُپالُ ۽ ڏُپالَ: ذ. [ڏ = ڏينهن + پالُ = آپالُ > آپار]. هڪ طرف جو نالو - اوپر - آپرُندو - مَشرِق.

● ڏَپَڻُ: مصدر. [پرا. دَهَڻ. سن. دَهه = سڙڻ] سَڙڻ - جلڻ. جيئن:

"مَحَبَّتَ سند و مَنَ ۾، ٻَرُ ٻيالو جن،
پيَڻُ پَرَچاءُ ناهِ ڪو، ڪنهن جنهن ڏاهِ ڏَپَنَ"
(شاهه)

تباهه ٿيڻ - برباد ٿيڻ - چٽ ٿيڻ - ناس ٿيڻ - ڦِٽڻ - پامال ٿيڻ - آبِتَرُ ٿيڻ - اُجَڙُ ٿيڻ - اُجاڙ ٿيڻ. سُڃو ٿيڻ - کُٽي وڃڻ - لُٽجي وڃڻ.

● ڏُپَڻُ: مصدر. [س. دُهَہ = ڏُهَڻُ] جانور جي ٿڻن مان کير نڪرڻ - ڏيڄڻ - ڏهڄڻ - لچوئجڻ (وهٽ جو) - چوسجڻ - ڏيي وڃڻ. عَذابُ ڪاٽڻ - پيڙ هَجڻ - ڏَجها ڏسڻ - ڪُنجَهڻ - ڪُرُڪَڻ - دانهون ڪرڻ.

● ڏَتِ ۽ ڏِتِيُون: ث. واندڪائي - اڪيلائي - فرصت - نسچنُتَا - فرجو - وارڪائي - وارَ - فراغَتَ - نِويڪلائي - ساڪنا. وَجهُ - وَقتُ - سَجهُ - ساڃي - ٽِڻ - موقعو - سُو - سانگو. اعتبار - يقين - ويساهُ. انجام - وعدو - ٻولُ - وچن.

- ڏَتِ ٻَتِ: ث. قول - انجام - پرتگيا - واعدو - وَچَنُ - ٻِرَنُ - ٻولُ - ڳالهه - اقرار. ميلُ - ناهُ - صُلح.

● ڏَتُ ۽ ڏَتَ: ذ. [س. دَتّهَ = بخشش: دا = ڏيڻ] مهرباني - احسان - ٿورو - وَڙُ - عنايت - بخشش.

● ڏِتِ ۽ ڏِتُون: ث. نماڻي نظر - اک ٿوهه - ڏيت. شوق يا چاه سان نهارڻ جي حالت - قرب جي نظر. عادَت - طريقو - رواجُ - هالُ - چالُ - هير - وَردُ - ريت - خوء - پر - روش - شيوو - خصلت - عِلت - رسم - راه - ريت - پرويسو - هالو چالو. صورت - شڪل. مثاءُ - ٻيهڪ. جيئن:

"سونهن موتي صِفَ ۾، آهي تهڙي ڏِتِ ڏندن"
— (ملار).

ڏيا - ڏيکاءُ - چلڪو - جهلڪو.

● ڏِتُ ۽ ڏِتَ (ت): ذ. سٺي وارو ڪاڏو.

- ڏَتَرَ سَنَوانُ هُئڻُ: ناهه يا سُلُوڪُ هئڻ - صلح هئڻ.

- ڏَتَرَ سَٽِڻُ: شاديء جي هڪ رسم ۾ گهوٽ ۽ ڪُنوار جو لائن وقت اناج جا ٻُڪَ پري هڪ ٻئي کي ڏيڻ - تِرَ مٺڻ - تِرَ پِٽَرِڻ. وڙهڻ - جهڳڙو ڪرڻ.

● ڏُتِرجَڻُ: مصدر. ڀلجي وڃڻ - گمراه ٿيڻ - اوجَهڙجڻ - رولُ ٿيڻ. غريب ٿيڻ - مسڪين ٿيڻ - ڪنگال ٿيڻ. حالتن ۾ خراب ٿيڻ - تڪليف ۾ اچڻ - ڏُتِڙجڻ.

● ڏُتڙُ ۽ ڏُتڙَ: ذ. [س. دُرُ = خراب + تَٽُ = گهيڙ. پرا. دُتڙِيُ. س. دُسُتَٽي، دُسُ: دُشُ = خراب. تٽي: تيٽُ = ڪنارو]. ڏکيو گهيرو - خراب تَڙُ - خراب جاءِ - خراب هنڌ - ڪِنو ماڳُ - ڏُجَهڙُ - اوجهڙ - برباد - تباهه - ويران - ڦِٽَلُ. (ضد. سُتَڙُ). (اسم خاص). سنڌو نديء جي هڪ قديم بندر جو نالو (پارينگر تعلقي ٺٽيء جي ڀاسي ۾).

● ڏُتِڙَڻُ: مصدر. [س. دُرُ = خراب + تَٽُ = گهيڙ]. گهمراهه ٿيڻ - اوجَهڙُ ٿيڻ - دربدر ٿيڻ - رُلڻ - ٿُلڪڻ غريب ٿيڻ - بي حال ٿيڻ - بدحال ٿيڻ.

- ڏُتِڙِجَڻُ: مصدر. ڏُترجڻ - ڏاڍو غريب ٿي وڃڻ - صفا نادار ٿيڻ.

● ڏِتَلُ واهُ: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي خيري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏتيڪُ ۽ ڏَتيڪَ: ذ. [س. دُوِ = ٻه، ڏُونُ]. هندڪي سَنبتَ ۾ ٽيئن سال ۾ (شمسي سال سان پوري ڪرڻ لاء) ڳنڍيل وڌيڪ مهنو (چاڪاڻ جو قمري سال، شمسي سال کان هر سال ڏهه ڏينهن اڳ ۾ پورو ٿئي ٿو). ڪَبيِسَہَ - لُنڊُ (مهنو) آڌَڪُ - آڌِڪُ - پَرشوتمُ.

● ڏُٿُ ۽ ڏُٿَ: ذ. جهنگ جي گاهه مان پيدا ٿيل آناجُ - جهنگلي ڦل ڦولُ - جهنگ جو اَنُ - جهنگلي ڪاڌو - جهڙوڪ (ڏونئرا، ٿوهَہ جو ٻج، سالئُون ٻُسي - مانڌاٽو - مکٽي، پَرُتُ - ڪُوري، ڪِرنگُهه، مَنکها، مرت، ٻٽ ٻصر، ڪوڍير، گولاڙو، لَيار وغيره) ڪڪ جن مان اَنُ نڪري.

- ڏُٿُ ڪَرَڻُ: ڏُٿُ (جهنگلي اَنُ) گڏ ڪرڻ - ڏُٿَ تي گذران ڪرڻ - جهنگ جي ڪاڌي تي گذران ڪرڻ.

- ڏُتُ هَلَڻُ: ڏُتُ چونڊڻ يا ڳولڻ واسطي هلڻ.

● ڏَتائيِ: اسم خاص. هڪ ذات جو ڻالو.

● ڏَتِڪارَ ۽ ڏِتِڪاروُنِ: (آواز) ث. ٻڪرين ۽ رِڍُنِ وغيره کي هَڪلڻ، ڀَهُراڻڻ يا اڻارڻ جو.

● ڏَتَڻُ: مصدر دَٻي ڀَرِڻ - زور سان ڀَرِڻُ - مُنهُهَانِ تار ڪرڻ - ڀرڻ - دَٻاڙِڻ - ڦَسِڻ. ڪنهن بہ شئي جو ٻُوتُ يا وات بند ڪرڻ - ٻُنجو ڏيڻ - ٻُنجڻُ - ٻُوچ ڏيڻ - ليڙو ڏيڻ - ڏَتو ڏيڻ. ڪَنڌَ کوٽي منجهس بند ڪرڻ - زمين ۾ پورڻ - دفن ڪرڻ. ( هہ. ڏاٽنا ).

- ڏَتِجَڻُ: مصدر. ڏاڍو ڀَرجڻ - ڪَنَنِ ڪَرَ ٿيڻ - چڱيءَ طرح ڀَرجڻ.

● ڏَتو ۽ ڏَتا (ل): ذ. [سن. دانت]. گيهہ يا تيل سان ڀريل دٻي جي ٽنگ کي بند ڪرڻ جي ترڪيب (ٺوڙي جو چلو ٺاهي، سوراخ مٿان رکي مٿائنس ڪپڙي ٽڪر ڏيئي، ڪپڙي جي مٿان سوراخ کي ڪٽڪ جي اٽي يا گپ سان ڀرڻ) - ڪاٺ جو ٻُوچُ - اِڳيڙيڻِ جو ٻُوچُ - ٻُنجو - ٻِتو - ليڙو. مِردنگ (پکواز) جي ڪشن چڪڻ يا سخت ڪرڻ لاءِ ڪاٺ جو گول ڏگهو ٽڪرو. ٽوءِ گوءِ کي هڪ ٻئي سان گڏ ٻڌڻ واري هنڌ تي اڳڙين جو ٽڪو (ت). ڪوڙو انجام - ڪشو - دلاسو - فريبُ - پَتُ - زَتُ - ڪوڙُ - ڦَڙَدُ - ٻَتاڪَ. (آواز) جانورن کي هَڪلڻ مهل وات جو آواز (ت). (صفت) ٿُلهو - موٽو - ٿُوٽينو - همٿ ڀريو - سگهارو - جَبُرو - جاٺو - قَوِي - جُنگ.

- ڏَتائيِ ۽ ڏَتائيِ ذ. صفت. ڏتو ڏيندڙ - ڪَشائي - ٻَتاڪي - زَٽيلي. ڪوڙو - دَغاباز - ٺڳ.

- ڏَتو ٻُوزِيِ ۽ ڏَتا ٻُوزِيُون (ت): ث. ٻَتاڪ - ٺڳي - ڏاڙ. چالاڪي - ڪوڙو دلاسو - فريب.

- ڏَتو ڏِيَڻُ: ڪشو هڻڻ - ڪوڙو دلاسو ڏيڻ. دغا ڪرڻ - فريب ڪرڻ - ٺڳي ڪرڻ. گهوڙي کي هڪلڻ لاءِ زبان سان ٺڪاءُ ڪرڻ - ڏاند يا ڪنن کي هڪلڻ - ڪتي کي هوشيار ڪرڻ (ت).

- ڏَتومُٽو ۽ ڏَتامُٽا: ذ. صفت. ٿُلهو مَتارو - وَڳروَٽو - جاڪسٽو - بَرُجُسٽو - هِمٿ ڀَريو - زور ڀَريو - سگهارو - دُونسو - جاٺو.

- ڏَتو سِلاَئِڻُ: ڪوڙ ڳالهائڻ - ڪوڙو دِلاسو ڏيڻ - ڪشو ڏيڻ. ٺڳي ڪرڻ.

- ڏَتئيِ ۽ ڏَتئيِ: ذ. صفت. ڏسو "ڏَتائي".

- ڏَتي تي طُرُّو چِڙَهڻُ (ت): اجائي وڏائي ڪرڻ - ٽيڙِي ڪرڻ.

- ڏَتي ٻُوزِيءَ تي ڪم هلاَئِڻُ: دَمِ دِلاسا ڏيئي ڪم ڪڍڻ.

● ڏَتورِڪِيِ ۽ ڏَتورِڪِيُونِ (ل): ث. صفت. ٿُلهي مَتاري - وَگروَتي - جاڪِستي - دُونسِي.

● ڏَتيِ ۽ ڏَتيُونِ (ت): ث. کورين جو هڪ اوزار. ڪاٺ جي ٽڪري (جنهن ۾ تاجيءَ کي سڳي سان ٻڌجي).

- ڏَتيُونِ ڏِيَڻُ: ڦيرِيُون ڪائڻ - چڪر هڻڻ.

● ڏِٺَ ۽ ڏِٺُونِ: ث. [سن. دَرُش=ڏسڻ]. نظر - ڏيکاءُ - جهلڪو - نظارو - چمڪو - نگاهہ - جاچ - غور - لقاءُ - مَنظَرُ - ڏِيکُ. راءِ - سمجهہ - مَتِ - ويچار - مُلاحِظو - خيال. مطلب - مُراد - مَنشا. گجهارت جو هڪ قسم (جاءِ سگهڙ ڪا شئي ڏسي ٺاهيندو آهي، مثلاً "لوهہ - گهنڊي، عضوو - ڪُتِڙي" گهنڊي لڳي هئي تہ ڪُتِڙي ڪري وڃي ڪاڏيءَ کي رسين ها. گجهارت - ٻرولي - مُعمّه.

- ڏِٺپروليِ ۽ ڏِٺپروليُون: ث. گجهارت جو هڪ قسم - ڏِٺَ.

● ڏُٺُ ۽ ڏُٺَ (ڪ): ذ. ڦُرِڙيءَ جو سخت ڳوڙهو يا ڳنڍو - ڏِٻِڙُ.

- ڏُٺُ وُٺُ ۽ ڏُٺَ وُٺَ: ذ. شڪ - گمان - شُبهہ - آنومان.

● ڏِٺَڻُ: مصدر. [سن. دَرُشَن=ڏسڻ] ڏسڻ - پسڻ - ديکڻ - نهارڻ - نظرڻ.

● ڏِٺو ۽ ڏِٺا: "ڏسڻ" مان "زمان ماضي مطلق". پَسيو - نِهاريو - ديکيو - نظريو - تکيو.

= ڏِنو ٿيڻُ: پڌرو ٿيڻ ـ ظاهر ٿيڻ. بدنام ٿيڻ. لڄي ٿيڻ ـ شرمندو ٿيڻ ـ ڦِڪو ٿيڻ.

= ڏِنوڙو ۽ ڏِنوڙا (ث): ذ. صفت. واقِفُ ـ ڏِٺلُ ـ وانِيَلُ ـ پَسِيَلُ.

= ڏِنو ڪَرَڻُ: ظاهر ڪرڻ ـ پڌرو ڪرڻ. (ٻين جي اڳيان) بي عزّتو ڪرڻ ـ بدنام ڪرڻ ـ ٻِرُسڪارُ ڪرڻ ـ خراب خوار ڪرڻ ـ بي مانو ڪرڻ ـ بچڙو ڪرڻ. شرمندو ڪرڻ ـ لڄي ڪرڻ ـ ڦِڪو ڪرڻ.

= ڏِنو نَہ وَڻَڻُ: ڪراهت اچڻ ـ نفرت ٿيڻ ـ ڏِڏُڪار اچڻ.

= ڏِنو وائِنو ۽ ڏِنا وائِنا: ذ. صفت. ڏِٺل وائِنَلُ. ظاهر ظُهُور ـ پڌري پَٽ ـ کُليو کُلايو ـ عَلَي الاَعْلاَن. سُڃاتو ماڻهو ـ واقف ڪار.

= ڏِنِيءَ مَک گِهِڻُ: ڏسي وائسي هرج سهڻ ـ عيب جهڙو ڪم برداشت ڪرڻ.

● ڏُنِيءَ ۽ ڏُنِيُون: ث. اَگرين جي هڪ بيماري ـ آڱر يا آڱوٺي ۾ ٿيل ڦَرڙي.

● ڏَپُ ۽ ڏَپَ: ذ. خاصِيَّتَ، جنهنڪري ڪا شئي وٽي، جيئن: زور ـ طاقت ـ سَتُ ـ جوهَرُ ـ ٻَلُ ـ قوّتَ. جيئن:

"ناهہ طاقت تاب تنهن جي ڏٺي بيٺا ڏَپَ"

سُونهَن ـ حُسْن ـ سوڀيا ـ خوبصورتي. جواني. چِمڪو ـ چِلڪو ـ روشنائي ـ اَجلائي. مِيناڻُ ـ ميناسُ ـ ميناجُ.

● ڏَپُ ۽ ڏَپَ (ث): ذ. ڪنهن ضَربَ يا ڏَڪَ سبب سُڄيل ماس جو ڳوڙهو ـ ڳنيڊو ـ ڏِٻو ـ ڊِٻڙو.

● ڏَپَڻُ: مصدر. متان هيٺ زور ڏيڻ ـ دَٻڻ.

● ڏِٻو ۽ ڏِٻا: ذ. ڪنهن ڏڪ سبب بدن ۾ سُڄيل ماس جو ڳنيڊو ـ سوڄ ـ دِڳُ ـ دِڳِلُ. ڪنهن بہ شئي جو ڳڙڪايل ڳنيڊو ـ ٻِنُ ـ ٻِنوڙو ـ چاٺو ـ ٽيپري.

● ڏُپِهَرو ۽ ڏُپَهَرا: ذ. [سن. دُو = ٻہ، ڏون + پَرُهَرَ = پَهَرَ] ٻن پهرن جو وقت ـ ڏُپهرو ـ ٻِپَهر ـ ٻپهرو ـ منجهند.

= ڏُپَهرو ڪَرَڻُ: منجهند (ٻنپهرن) جي ماني کائڻ ۽ آرام ڪرڻ ـ ٻپهرو ڪرڻ.

● ڏُجاري ۽ ڏُجاريُ (ث): ظرف. ڏکيو ـ اهنجو ـ ڏُجهاري ـ تڪليف ۾.

● ڏُجاڙَ ۽ ڏُجاڙُونَ (ل): ث. خراب زمين ـ ٻَڌوائيتو هنڌ.

● ڏِجڻُ: مصدر. ڏيڻ ۾ اچڻ ـ ڏنو وڃڻ ـ ڏيئي ڇڏجڻ ـ ڏيڻ. ڏِنو ـ ڏِنلُ.

● ڏُجڻُ ۽ ڏُجڻَ: ذ. صفت. [سن. در = خراب + جن = جڻ، ڄڻيل، ماڻهو) خراب ماڻهو. جهيڙو پيدا ڪندڙ ـ جهڳڙو جاڳائيندڙ ـ ڏُڦيڙُ وجهندڙ ـ ڇيڙا ٻورُ ـ اِنفاقي ـ بغاوتي ـ دشمن ـ وَيري. نياڳو ـ ڪمبخت. ڏُجڻ.

● ڏُجڻَ ۽ ڏُجڻَ: ذ. صفت. [سن. دُرْجَنُ = خراب ماڻهو] وَيري ـ دشمن. جيئن:

"چنڊن چُور ڪريندي رتو مُنہ ڪُماڙَ،
سڄڻ ڏُجڻُ لہ ٿئي جي رَسِي سَوْوارُ"
(شاهہ ڪريم).

(ضدّ. سَڄڻُ ۽ سَڄڻَ).

● ڏَجهہ ۽ ڏَجهُون: قرضُ ـ لهڻو.

= ڏَجهہ لَهَڻُ: قرض ادا ٿيڻ ـ قرض لهڻ.

● ڏَجهڻُ: مصدر. [پرا. ڊِجهَڻَ: ڊَهَنَ. سن دَهَنَ: دَهہ = ساڙڻ]. سَڙَڻ ـ ڪامَڻ ـ پَچَڻ ـ جَلَڻ. ساڙي ۾ سَڙَڻ ـ حسد ۾ پرجڻ ـ اِير ڪا ۾ پرجڻ ـ رِيسَ ڪرڻ ـ تَسيو ڪرڻ. پوسرڻ ـ پَچِرَڻ ـ اِير ڪجڻ ـ رِيسجڻ. تڪليف ۾ اچڻ ـ ڏُک ڏسڻ ـ رلج ٿيڻ ـ ٻيڙو هجڻ ـ سَتائجڻ ـ ڏُکوئجڻ. تنگ ٿيڻ ـ بيزار ٿيڻ ـ خفي ٿيڻ ـ هُڙڪَڻ ـ کُڙڪڻ ـ ڪُڙَڻ ـ ڪونجهائجڻ. رَڳِڙجڻ ـ ڳَهِجڻ ـ ڳَسڻ ـ ڪاڄڻ. ڇپيٽ پوڻ.

= ڏَجهہ ۽ ڏَجهہ: ذ. ٻَچُ ـ ساڙ ـ سوز ـ جَلُ ـ ڪامُ. جاڙُ ـ ڏُک ـ درد ـ غم. جيئن:

"هڪ سک نہ ساريم سرتيون، ٻيو ڏکيس
ڏيرن ڏَجهہ".

= ڏَجهارو ۽ ڏَجهارا: ذ. صفت. ڏکويل ـ ڏکارو ـ ڪُهيَلُ ـ مصيبت زَدَهُ ـ رَنجِيدَهُ.

- ڏَڄَهو ۽ ڏَڄَها: ڏُکُ ـ درد ـ رنج ـ عذابُ ـ تڪليف. جيئن:
"جتَ ڏِيرَ ڏيئي ويا مُئيءَ کي ڏَڄهو." (بيڪس)
- ڏَجهو ڏِسَڻُ: تڪليف ڏسڻ ـ ڏکن ۾ گذارڻ.
- ڏَجهو ڏِيَڻُ: دِلِ کي ماڙڻ. دل کي گهاءُ ڪرڻ ـ صدمو رسائڻ. ڏک ڏيڻ ـ تڪليف ڏيڻ ـ آزارڻ ـ ستائڻ ـ سور ڏيڻ ـ ڪَکِ ڪرڻ ـ ايذائڻ ـ تنگ ڪرڻ. چُهِينڊڙِي پائڻ ـ چَموٽو وِجهڻ ـ چَپوٽَ ڏيڻ.
- ● ڏُڇو ۽ ڏُڇا (ت): ذ. ڏُڪارُ ـ آڏاٽَ.
- ● ڏَچِرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
- ● ڏَچِرَ ۽ ڏَچِرَ (ل): ذ. صفت. [سن. دُرُ = خراب + چِرَ = هلڻ] خراب هلت وارو ـ اڻ لڳي هلت وارو ـ بي آرُ ڪانو ـ بَد لڇڻو ـ بد افعال ـ بَدتميز. بيوقوف. مَسُخِرو ـ چرچائي ـ مَشڪِرو. جوڪَرُ.
- ● ڏُچِرُ ۽ ڏُچِرَ: ذ. صفت. [سن. دُرُچِرَ. دُرُ = گهٽ + چِرُ = چرَڻ]. چڱيءَ طرح نه چرندڙ جانور ـ ٿورَ چرو ـ ٿورَ ڪائيڪُ. (ضدّ. سُچِرُ ۽ سَچِرَ). گهوڙن جو اصطلاح. ٿورو ڪاياڪ (گهوڙو) مَنچِرُ (گهوڙو).
- ● ڏَچِڪو ۽ ڏَچِڪا (ل): ذ. [هه. دَچڪو] اپو ساهُ ـ لوڏو ـ ڏِيڏو ـ هچڪو ـ چِڪي ـ آيَساهي ـ ڏِڏِڪو ـ ٺِيلهو. لقصان ـ زيانُ.
- ● ڏَچِڻُ (ت): مصدر. ٽڪرو ٽڪرو ڪائِڻ ـ هبچ مان ڪائڻ.
- ڏَچِي ڪائِڻُ: هبچ ڪري ڪائڻ.
- ● ڏَچو ۽ ڏَچا: ذ. فساد ـ گوڙ ـ گهمسان ـ لُوُ ـ وِڳوڙ. آزار ـ وَيلُ ـ مصيبت ـ ڪَٽ ـ سَچرَ.
- ڏَچي جيِ مَهلَ: ث. ڪَٽ يا مچر ۽ پين جيتن جي جانورن کي ڪائڻ جو وقت ـ سانجهي.
- ● ڏچو پِرَڻُ: ڏُوڪهي بند ڪرڻ ـ ڏُوڪڻ ـ ڏَتيڻ ـ ڦسڻ ـ گهوچڻُ.
- ● ڏَچِليو (ت): ذ. هولي ڪانپوءَ ڏُسهي جي ڏينهن وارو اپڪاٽو ـ ڏَسِليو.

- ● ڏُڏَرَ ۽ ڏُڏَرُون (ت): ث. چمڙيءَ جي هڪ بيماري ـ ڏِبِ ـ ڏَڍِ. ڦُرڙِي ـ ڦَتُ.
- ● ڏُڏِ ۽ ڏُڏِيونُ: ث. صفت. اڻپوري ـ آڌُ ـ ناجائز ـ بيجاءُ ـ اڻ سُهائيندڙ. نادُرسُت ـ اڻ صحيح ـ آڪارِ ـ پُلائتي. آبتي ـ اوبتي ـ آلتي.
- ● ڏُڏُ ۽ ڏُڏَ: ذ. [پرا. دُڏُ. سن. دُهه = ڏُهڻُ] وِلوڙِيَلُ ڪير ـ ولوڙِي مکڻ ڪڍيل ڏَونرو ـ لَسِي ـ سَهي ـ جَهڻ ـ چاڇَ. چانل ڪير ـ ڏُونرو ـ ڏَهي ـ دَهِيُ.
- ڏُڏُ پَوَڻُ: ڏِڳي يا ٻڪريءَ جو ڦرجڻ.
- ڏُڏُ ڦُوڪهي ڪائڻُ: حدّ کان زياده احتياط ڪرڻ.
- ● ڏَڏَرُ ۽ ڏَڏَرَ: (لجيءَ جو) آڏَڙُ ـ سڪل اڌ ڪارڪ ـ ڏڏڙ. ٽُڪر ـ ڏَرُو ـ سَڙيَلُ ـ جيليَلُ. مُئو ـ بيحال ـ ڏکي ـ دل شڪستو ـ ڏڏو.
- ڏَڏَرَ پَڌِرا ڪَرَڻُ: ڪنهن جا ٻول پڌرا ڪرڻ ـ ڪوڙ ظاهر ڪرڻ ـ ڏوهَ يا عيبَ پڌرا ڪرڻ ـ عيب جوئي ڪرڻ.
- ● ڏُڏَرَ (ڪ): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
- ● ڏُڏُرَ: ذ. ٻوٽي جو هڪ قسم.
- ● ڏَڏَڙُ ۽ ڏَڏَڙَ: ذ. ذرڙو ـ پِڪَل ـ پورُ ـ پُڪو ـ ٽُڪر ـ ڏڏرُ. ڏَڏَرَ.
- ● ڏَڏِڙِيُ: ث. چِٽن يا مَٽرن جون رَڏَل ڦريُون ـ مَتري ـ چَپَ چَتِيٽي ـ پُڳي.
- ● ڏَڏَلُ ۽ ڏَڏَل: ذ. صفت. [سن. دُڪتا] ڏُکُ ڏنل ـ ڏُکويل ـ ڏَڏو.
- ● ڏُڏَلَ ۽ ڏُڏَلَ: صفت. [سن. دُهه = ڏهڻ] ڪير ڏڏل ـ نچويُل. پيڙ ڀي غريب ڪيل ـ ڪنگال.
- ● ڏَڏو ۽ ڏڏا: ذ. صفت. ماريل ـ ستايل ـ ڏُکويل ـ آزاريل ـ ڪَشُٽُ ڏنل ـ رنجايل ـ دُکي ـ سيتم زِده ـ پيڙيل ـ ڏَڏَلُ. حاسد ـ ساڙي ڪاڏو ـ اِرڪائُو ـ رِيسارو. اڌ پَڪَلُ آنّ.
- ڏَڏا پُوهرَ (ت): اڌوگابرو پڪل فصل ـ ڪچو فصل.

● ڏُڏو ۽ ڏُڏا: ذ. صفت. [سن. دُهہ = ڏهڻ] "ڏُهَڻ" مصدر جو اسم مفعول ـ کير ڪڍيل ـ کير نچوئيل ـ ڏُڏَلُ.

ـ ڏُڏو کيرُ ٿَڻنِ ۾ نہ پَوَڻُ: گذريل وقت جو وري موٽي نہ اچڻ ـ ساڳي حالت ۾ وَرِي موٽي نہ اچڻ ـ ساڳي حالت ۾ وَرِي سُوٽيي نہ سگهَڻُ.

● ڏَڏورُ ۽ ڏَڏورَ: ذ. صفت. [پرا. دِڏَ. سن. ڏَگڌَ + اور] ڏَڏَلُ ـ سڙيل ـ مُٺَل ـ رنجيده ـ ستايل ـ مصيبت زده. آڏَ رڏو ـ آڏِ پَڪو ـ آڏ ڪچي ـ آڏَ پَڪيُ رَڏَلَ جُوار يا ٻاجهري ـ ڏَڏَرُ ـ کوهَرُ.

● ڏُڏِيلِيُ: ث. وَلُ جو هڪ قسم (سنهڙا پن جن مان کير نِڪري) ـ کيڙُولَ (ت).

● ڏَڏُ ۽ ڏَڏَ: ذ. صفت. [ف. دَدُ = سِرُونُ] بي عِلم ـ اڻ پڙهيل ـ جاهل. آڻ ڄاڻُ ـ بي سمجهہ ـ آناڙي ـ بي وقوف ـ نادان ـ مورِ کُ ـ ڄَٽُ. جَڏو ـ جَڏالُ ـ چِٽُ ـ مُڏُ ـ موڳو ـ موگَسٽُ ـ موڏَنُ ـ موگِيٽُ ـ ٿُٽُ ـ ٻؤلدو ـ ٻِسُون ـ ٻيکيڙاتُ.

ڏَڏائيُ ۽ ڏَڏائيُونُ: ث. بي وقوفي ـ مورکتائي ـ نادائي ـ چِٽپائي ـ کُندُ ذِهني.

● ڏَڏُ ۽ ڏِڏَ (ت): ذ. صفت. ڪچو ـ تمام ڪچو ـ اَپَڪُ ـ آڻ رَسيَلُ.

ـ ڏِڏائيُ ۽ ڏِڏائيُونُ ث. ڪچائي.

● ڏُڏَا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڏَڏَرُ ۽ ڏَڏَرَ: ذ. چمڙيُ جي بيماريءَ جو هڪ قسم ـ ڏَڍُ ـ چاٻاکو ـ ٻڦَڙُ ـ سُرڏو ـ دَپڙُ ـ ميٽالگُ. سَنگَ ۾ اڏ ڪچو اڏ پڪو آنَ ـ اڏ رڏل ڪچو آنَ ـ ڏڏورُ ـ پڪو مڙسِ ـ آڏڙوت. ڪَرِڙوَڍُ (ت). ڪَڙ ڪَڙيو لاڏُونُ (ل).

ـ ڏِڏَرُ ٿيڻ: سَنگَنِ ۾ انَ جو اڏوگابِرو پَچَڻ (ت).

ـ ڏِڏِرجَڻُ: مصدر. چاٻاکي جي بيماري ٿيڻ ـ چاٻاڪجَڻ ـ دِپڙجَڻ ـ سُرجڻ.

● ڏَڏَرَڻُ: مصدر. [سن. ٿرُٽ: دَرُ دَرُهُ = ٽڪر ٽڪر ڪرڻ]. ڪنهن شئي کي اڌ ڪارو ڪُٽڻ ـ اڌوراٽو ڪُٽڻ ـ ڏڏرُ ڪرڻ ـ ڏارو ڪرڻ ـ ڏڏرڻ ـ ڀورڻ ـ ڀُڪا ڪرڻ ـ ڏَريُون ڏَريُون ڪرڻ ـ ٽڪر ڪرڻ ـ زمين کي سادي طرح سڌو ڪرڻ ـ سنوارڻ.

ـ ڏَڏَرُ ۽ ڏَڏَرَ: ذ. صفت. اڌوڪارو ڪُٽيَل ـ اڌوراٽو ڪُٽيَلُ ـ ٿُلهو ڪُٽيل ـ ڏَرِيَلُ. (ذ) آڏُ ڏَريَل آنَ ـ ڪچو آنَ (ت). ڏَڏَڙُ ـ ذرڙو ـ ٽُڪر ـ ڀُورُ ـ ڦڏر ـ ڀُڪو ـ ڏارو ـ چُورو.

ـ ڏَڏَرُ ڪرڻُ: اڌوگابرو ڪُٽڻ ـ ٿُلهو ڪُٽڻ ـ ڏَرِڻ.

● ڏَڏو ۽ ڏَڏا: ذ. ڪوڙي دعوىٰ ـ دولاب ـ ڪوڙي تهمت ـ ڦڏو ـ ٺڳي ـ چالاڪي.

ـ ڏَڏو ٻَڌَڻُ: ڪوڙا ٿاهہ ٿاهڻ ـ ڦڏو ٻڌڻ.

ـ ڏَڏو ڏَڪَرُ: ذ. دهمان دڙڪو ـ رعب تاب ـ هائَڙُ هُوئَڙَ ـ هاها هوئَڙَ.

ـ ڏَڏو ڏَڪُرُ ڪَرَڻُ: هائڙُ هُوئڙَ ڪرڻ ـ دهمان ڪرڻ.

ـ ڏَڏوڙُ ۽ ڏَڏوڙَ (ت): ذ. صفت. ڪوڙو دعويدار ـ ڦَڏَئي.

● ڏُڏو ۽ ڏُڏا (ت): ذ. کيرو. شَلَ.

● ڏَڍُ ۽ ڏَڍُونُ: ث. [سن. دَدُرُ]. چمڙي جي بيماريءَ جو هڪ قسم ـ ڏَڍُ.

● ڏَڍُ ۽ ڏَڍَ (ت): ذ. ڏَڍُ.

● ڏَڍُ: ث. [سن. دَدُر = ڏَڍُ]. چمڙي جي بيماريءَ جو هڪ قسم ـ خارشي مَلو.

● ڏَڍُ: ذ. [سن. دَرُڍَ = دلاسو]. آسرو ـ آڌار ـ ٽَڪيو ـ دِلاسو ـ دلجاءِ ـ ڀَروسو ـ ڀُرجهلو ـ سَهارو ـ جهلو ـ ٽيڪَ ـ ٿنڀو ـ ٽوڻي ـ پُستي ـ ڀَرَ ـ ٿَلَ ـ ٿارِيُ ـ دَم ـ مَدد ـ اميد ـ توڪل ـ سَهائيتا ـ همراهي ـ حِمايتَ ـ ڀُٽ ـ ڀُٽيرائي ـ واهرَ. ٽُڪ ـ ليچَ ـ بنياد. ڏاڍائي ـ همت. تسلّي ـ آٿتِ.

ـ ڏَڍُ ڏِسڻُ: اميد هئڻ ـ آسرو هئڻ ـ احسان جي توقع هئڻ ـ مهرباني ۽ مروت نظر اچڻ.

ـ ڏَڍُ ڏِيَڻُ: تسلّي ڏيڻ ـ دلاسو ڏيڻ ـ دلداري ڏيڻ ـ آسرو ڏيڻ ـ آٿتِ ڏيڻ ـ مدد ڪرڻ جو آسرو ڏيڻ. همت افزائي ڪرڻ.

● ڏُڏَرِ: ذ. ٻوٽي جو هڪ قسم.

● ڏَرُ ۽ ڏَرَ يا ڏَرُون: ذ. ث. [سن. درَّ = چيرڻ] جيتن ۽ سرڄڻن وغيره جي رهڻ جو ڏَرڙُ - ٽنگ - سوراخ - ٻرُ - ٻرگهلُ - ڏورُ - سَلُ - ڇيدُ - ڦوٽَ - چيرُ - ڏارُ - ڦوڙ. ڪنهن جهنگلي جانور جي رهڻ جو ڪوتيل هند - گدڙ جي رهڻ جي جاءِ - چُرَ - غارَ. آنَّ ڏرڻ جي حالت.

"گيدڙ کي ڳتيءَ پوي، ته ڏَرَ ۾ وڃي لڪي".
-- (پهاڪو).

- ڏَرَ تي شينهن هجڻ: پنهنجي گهر اندر ڏاڍو هئڻ.

- ڏَراچتا ڪرڻ: ڏَرڻ چتڙڻ (آنَّ) چنبَ ڦوڪَ ڪرڻ - وائڙڻ.

- ڏَرَ ڦَرَ ڪرڻ: آڏو اُبتو ڪم ڪرڻ - جهڙو تهڙو ڪم ڪرڻ.

● ڏَرُ ۽ ڏَرَ: ذ. [پرا. دَرَ. سن. دَرَهُ = ڊپ] ڊِ جُ - ڊَپُ - ڀؤ - خوفُ - سنڪوچُ - هٻڪ - هراس - حشمت - تابُ. آدِ ڪو - انديشو - خطرو. [سن. دَرَّ = چيرڻ] ڪپڙي جي ٿان يا تاڪئي مان ڏاريل ٽڪر. جيئن "ٻه ڏري چادر، ته ڏري چادر وغيره". ڪپڙي جو ٻَرُ - عَرضُ - ويڪر. زريءَ جي پٽڻ لاءِ ڪپڙي جو ٽڪر. پکيءَ يا ٽوپيءَ جو هڪ پاسو يا پاڳو.

- ڏَرَ ڪٽڻ: ڪپڙي جا ٻه وڏا ٽڪر پاڻ ۾ ميلائي سبڻ.

● ڏُراچُ ۽ ڏُراچ: ڏاڪڙو - ڏکُ - تڪليف. جيئن
"چڏي ڏک ڏُراچُ، هن پر مزا مائيئين"
(خان زئي).

- ڏُراچو ۽ ڏُراچا: ذ. صفت. ڏکويل - ستايل.

● ڏَرائڻ: مصدر. [سن. دَرَّ = چيرڻ] ڏَرڻ جو ڪم ٻئي کان ڪرائڻ. اناج ٽلهو پيهائڻ - چانور يا ڪڻڪ جو ڏريو ڪرائڻ - ڏارو ڪرائڻ. چيرائڻ - ڦوڙائڻ (ڪاٺ وغيره). ڊپ ڏيارڻ - هيسائڻ - ڊيڄارڻ.

● ڏُرت ۽ ڏُرتَ: ذ. [سن. دُرِتَ]. مصيبت - آپدا - آفت - هچا - غضبُ. تڪليف - دقت - ڏکُ - رنج - سور - غم - اهنج - ايذاءُ. سوڙهه - تنگي - مشڪلات - لاچاري. افلاس - بدقسمتي - نياڳ - بدنصيبي - پريشاني - ڏولائو - شامت - ڪمبختي. ڀؤ - خوفُ - ڊپُ - ڊِ جُ. ڏُڪارُ - ڪالُ - قحطُ. سڪيءَ - تنگي.

- ڏُرتُ پوڻ: قدرتي ڪا تڪليف پوڻ. قحطُ پوڻ - ڏڪار پوڻ - آفت سماوي نازل ٿيڻ.

- ڏُرتُ ڏوس: ڏک ۽ ڏاڪڙو - رنج ۽ غم - دُکَ دَردَ.

- ڏُرتُ ڏولائو وڃڻ: ڏُڪار هليو وڃڻ - سُڪار ٿيڻ - هرجاءِ آسودگي ٿيڻ - سڀ دُکَ دَردَ دفع ٿيڻ - ظلم ۽ فتنو فساد نه رهڻ - هرجاءِ عدل ۽ انصاف ٿيڻ.

- ڏُرتُ ڏُئارَ: ذ. آهنج آفتون - مصيبتون - ڏُکَ.

- ڏُرتُ ڏِئڻ (ت): ڏک ڏئڻ - ظلم ڪرڻ يا پهچائڻ - ايذاءُ رسائڻ - رنج ڏيڻ.

- ڏُرتُ لهڻ: ڏولائو لهڻ - آفت دفع ٿيڻ.

- ڏُرتُ نيڪرڻ: ڀؤ نڪرڻ - مصيبت ٽرڻ - ڏُڪار وڃڻ.

● ڏُرتُ ۽ ڏُرتَ (ڪ): ذ. ڏسو "ڏُرت".

● ڏَرڄڻ: مصدر. [سن. دَرَّ = ڏَرڻ] جنبُ يا جنبڻ ۾ آنَّ جو اڏڙ اڏڙ ٿيڻ يا ٽُٽي لهڻ - ذرا ذرا ٿيڻ - چورو ٿيڻ - پور پُرزو ٿيڻ. تڪليف ۾ اچڻ.

● ڏَرڙ: اسم خاص. تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏَرڙُ ۽ ڏَرڙَ: ذ. [سن. دَرَّ = چيرڻ] زمين جو چيرُ - ڦوڙُ - ڏارُ - ڦاٽُ - شگافُ - دَرڙ - ٽنگ - سوراخ. ڪنهن جيتَ يا سُرڻيءَ جي رهڻ جو سوراخ. جهنگلي جانور جي رهڻ جي کُڏَ - چُرَ - ڏَرُ - کُڏَ. ذ. صفت. گهٽو ڪائيندڙ - پيٽيرُ - پيٽُو (ت).

● ڏَرڙڪو ۽ ڏَرڙڪا (ٿ): (آواز) نڪ ۽ وات جي مدد سان هڪ خاص قسم جو آواز - رَڙڪو.

● ڏَرِڙِيُ جاگيرُ: اسم خاص. تعلقي ديري محبت ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏَرِسَڻُ ۽ ڏَرِسَڻَ (ت): ذ. [ھ. دَرِشَنُ]. ڏيکائي - درسَنُ - ديدارُ ۽

● ڏَرِڪَلِيُ ۽ ڏَرِڪَلِيُونُ (ت): ث. جَهڪِي - ڪَڪِيُ.

● ڏَرِڪَڻُ (ت): مصدر. [سن. ڏَرِ = چيرڻ] ڦاٽي پوڻ - ڏِرِيُ پوڻ - چيرجي پوڻ.

- ڏَرِڪِيُ پوڻ: ڦاٽي پوڻ - چيرجي پوڻ - ڏَرِي پوڻ - ڏَرِڪَڻ.

● ڏَرِڪو ۽ ڏرِڪا (ت): ذ. پکيءَ جو هڪ قسم.

● ڏَرُڳهڻُ: مصدر. ڏُبرو ٿيڻ - ڳرڻ - آيرو ٿيڻ - ڪيڻَ ٿيڻ - پتوڙو پوڻ - ڪڙنگ ٿيڻ - سُڪِي ڪاني ٿيڻ - ضعيف ٿي وڃڻ - نِربل ٿيڻ.

● ڏُرُمَ: ذ. ڳُشتي - ڪَپَتِ - خفو - ڪيچ. ڪُرڪو - ڪِنجهه - ڪُرڪُر - ڪِل ڪِل. ڏُک - تڪليف - سختي - نفرت - ناراضپو - ناخوشي - آپرنِستا - اَرهائي - رَنجُ - بيدلي - ناراضگي - لاچاري. ڪاوڙ - غُصو - چڙ.

● ڏُرُمائڻُ: مصدر. خفي ٿيڻ - ڪَڪِ ٿيڻ - ڪُرڪَڻ - جُهڻ جُهڻ ڪرڻ - ڪپتِ ڪرڻ. ناراض ٿيڻ - ناخوش ٿيڻ - رنج ٿيڻ - آرهو ٿيڻ - بي مزي ٿيڻ. نَنهَنُ ڪرڻ - نٽائڻ - ڪٽائڻ - انڪار ڪرڻ (ت). ڏمرجڻ - ڪاوڙجڻ.

● ڏرمائجڻ: مصدر. "ڏرمائڻ" مان فعل مجهول. رنجيده ٿيڻ - ڏُڪارو ٿيڻ.

● ڏَرَڻ: مصدر. [سن. دَرِ = ڏرڻ. پرا. دَلَنَ. ف. دَريدَنُ = ڏرڻ] ٿُلهو پيهڻ (اناج وغيره) ڏريو ڪرڻ - ڏارو ڪرڻ. اڌو اڌ ڪرڻ - ٻه اَڌ ڪرڻ - ٻَہ ڦاڪُونُ ڪرڻ. ڦِٽڻ - ڦاٽڻ - ٽُڪر ٿيڻ - چيرجڻ. زور سان رُئڻ - رَڙيونُ ڪرڻ - ڪُوڪڻ - رانياٽ ڪرڻ. [سن. دَرَهُ = ڊَپُ] خوف ڪرڻ - ڊڄڻ - ڊَپُ ڪرڻ - خطرو ڪرڻ. گهٽو ڪائڻ - ڏَليهڻ. مَلڻ (ڳجهارت).

● ڏُرَڻ: مصدر. ڏُلَڻ - ڏُولاون ۾ اچڻ - رُلڻ - خراب ٿيڻ - دربدر ٿيڻ - ڌِڪا کائڻ - ديس ڇڏي ڻِ - پرديس وڃڻ. ڪِري پوڻ - آيرو ٿيڻ - لَهڻ (ل). جيئن:

"ڏِگِي ڏُرَندِي وڃي پر چڙهي ڪانہ ٿي".

بار جو هڪ پاسي لَڙَنُ - ڏِرَنُ - نِيمَڻ - جُهڪڻ (ث).

● ڏَرِڻو گهوڙو (ت). مڪڙ جو هڪ قسم - ڏِگهين ٽنگن سان مَڪَڙُ (جو ويهندو آهي تہ پهو لڏندو آهي) - ٻيٻيءَ جو گهوڙو (ٻہ چوندا اٿس).

● ڏَرِڻِيُ ۽ ڏَرِڻيونُ (ل): ث. [سن. دَرِ = ڏرڻ]. رانياٽَ جو آواز - شورُ - گوڙُ - پيهہ. ڏُوڙيو - وَسڪارو - ٺَهڪو. جيئن:

"ڳارِيُن جي ڏَرِڻِي پئي پئي".

● ڏَرو ۽ ڏَرا: ذ. [سن. دَرُ = ڏرڻ]. زمين ۾ ڪوٽيل وڏو ٽُنگ - سَلُ - سوراخ - پورُ - ڏَرِڙُ - ٽوٽي وغيره ڪوڙڻ لاءِ زمين ۾ ڪوٽيل سوراخ - ڪوڏَ - کَڏو - کُوہو. ذ. صفت. گهٽو ڪائيندڙ - گهڻَ ڪائُو - پيٽوڙِي - پيٽيرُ - پيٽوڙو - هَٻڇي - طُفيلي.

- ڏَرا ڏِيَڻُ: اکين ۾ کَڏُون ٿيڻ - اکين جو اندر پيهِيُ وڃڻ. طاقت ۾ گهٽجي وڃڻ - آيرو ٿيڻ - لَهِي وڃڻ - هَلڪو ٿي پوڻ - ڳَري وڃڻ - لهڻ - ڍُرڪڻ - ڍَلڪڻ - ضعيف ٿيڻ - نِبلُ ٿيڻ - نِستو ٿيڻ - سُسِيُ وڃڻ - ڪمزور ٿيڻ.

● ڏَرَهَ ۽ ڏَرَهُونُ: ث. [سن. دَرُ = ڏرڻ] کَڏَ - ٻاڏَ.

● ڏُرِهُ ۽ ڏُرِهَ: ڏُرِهُونُ: ذ. ث. خدا کي ڪنهن ظلم بابت ڪيل عرض - فرياد - دانهَنُ - ڪوڪ - انصاف جي تقاضا - آهہ - پِٽَ - پاراتو - التجا - مُناجات.

- ڏُرِهائِڻُ: مصدر. رَنج ٿيڻ - ناراض ٿيڻ - ناخوش ٿيڻ.

● ڏَرِيَ ۽ ڏَرِيُونُ: ث. [سن. دَرِ = ڏرڻ] پکي جو هڪڙو پَرُ - پکي جو هڪ پاسو (ل). چِپَرَ يا ڪِڙ جو لام وارو پاسو (کس). تنڌي جو ٽڪر - چِپري - تنڌو (ل). ڪپڙي جي ڊگهي

هَتي ـ ڏَرُ ـ ٿاڪُ. جيئن "چوُڏري (مٽي وغيره)".
جبل جي گهاري ۾ وَٽَ. جيئن:
"اڳيان سجهي سخت ٿي ڏولڪو ڏاه ڏَري"
(خان زئي).
زمين جي ٽُڪري (ت). ڪنوار کي شاديءَ تائين
گوشہ نَشيِنُ ڪرڻ واري رسم ـ وَنَاهُ (ت).
گهوڙي جي سَنجن مان هڪ سَنجُ ـ ٽڙِي ـ
ٽَلُ (ت).
ـ ڏَرِيُ ڏوتو (ت): ذ. راند جو هڪ قسم.
● ڏَرِيو ۽ ڏرِيا: ذ. [سن. دَرَّ=ڏرڻ]
ڏريَلُ اَنُّ (ڪچو يا پڪو) ـ ڏَڏرِيَلُ اَناجُ ـ
ڏَڏَرُ. ڏَڏرِيلَ ڪڻڪ جو رَڏَلُ پِٽُ ـ ڏارو.
● ڏڙَ ۽ ڏَڙُون (ت): ث. [سن. دَرَّ=ڏرڻ]
ڪتي جي ويهڻ يا رهڻ جو هنڌ ـ ڏرِ.
● ڏڙو ۽ ڏَڙا (ڪ. ڪ): ذ. ڪِهنوڙو ـ ڪِهنوڙو ـ
بالُ ـ ڏڙهو.
● ڏَڙَهُ ۽ ڏَڙَهَ: ذ. گَنڙو ـ غير آباد زمين.
● ڏڙهڻُ: مصدر. چَڪُ هڻن ـ ڏاڙِهڻُ ـ
ڪائڻ ـ ايذاءُ رسائڻ. گوڙ ڪرڻ ـ هُلُ ڪرڻ.
ـ ڏَڙَهُ ڏَڙَهُ: ث. گوڙ شور ـ هُل. جيئن:
"ڪهڙي ڪئي ڏڙه ڏڙه ڪئي اٿو".
ـ ڏَڙَهُ ڏَڙَهُ ڪري روئڻ: زار زار روئڻ ـ
گهڻا ڳوڙها وَهائڻ.
● ڏَڙُهو ۽ ڏَڙُها: ذ. ڪِهنهوڙو ـ ڪهنوڙو ـ
ڪِهنهون ـ ڪينُون ـ گِهنڊ ـ بالُ ـ ڏَڙو.
ـ ڏَڙُهي راند: ث. بالَ راند ـ ڪِهنهوڙي راند.
● ڏَڙهيُ ۽ ڏَڙِهيُون: ث. ڪاوڙ مان ڪيل
هَڪَلَ ـ دَڙڪو ـ تابَ ـ چِنڊَ ـ دَمڪي ـ دَپَ ـ
ڳالهاءُ ـ ڏَمالَ ـ تابَش ـ هَڏِي ـ چڙبَ ـ ڀيِڪيُ.
ٽَلَ جو هڪ قسم (ل). سوٽارن جو هڪ اوزار ـ
لَٽَ جي سارِيءَ جو ٽَپو (ت).
ـ ڏَڙِهيُون ڏِيَڻُ: دڙڪا ڏيڻ ـ دَمڪيون ڏيڻ.
● ڏَڙِيُ ۽ ڏَڙِيُون (ت): ث. ڊوڙَ ـ ڪاهَ ـ
رُوڙِ ـ چوهَ ـ آلَرَ ـ هَلان.
ـ ڏَڙِيُ ڪَرڻُ: ڊوڙ ڪرڻ ـ ڪاهہ ڪرڻ.
ـ ڏَڙِيُ ڏوڏو: راند جو هڪ قسم.

● ڏَسَ (ت): صفت. [سن. دَشَنَ: ف. دَهُ=
ڏَهَہ] ڏَهَہ ـ ڏهَہ.
● ڏَسَ: ث. پَتو ـ نشان ـ ٻُڌائڻ جي حالت.
ـ ڏَسَ ڪَرَڻ: ٻڌائڻ ـ اشارو ڪرڻ.
● ڏَسُ ۽ ڏَسَ: ذ. (سن. دَشِ=ڏَسَڻُ).
نشان ـ ڀارُ ـ پتو ـ نشاني ـ اشارو. خبر ـ اطلاع.
سُونُهَپَ ـ سُڌِ ـ سُهڃاڻُ ـ سُهڃاڻي ـ هدايت ـ
ڏَهنائي ـ سُرُ ـ مامَ ـ آهيجُ.
ـ ڏَسُ ٻَڌائِڻُ: نشان ٻڌائڻ ـ پتو ڏِيڻ.
ـ ڏَسُ پتو ۽ ڏَسَ پَتا: ذ. ڀار پتو ـ خبرچار ـ
سُڌِ سماءُ ـ سُڌِ ـ ڄاڻُ ـ نشانُ.
ـ ڏَسُ پتو ڏِيَڻُ: خبر ڏيڻ ـ نشان ٻڌائڻ.
ـ ڏَسُ ڪُرُ ڪيڊائڻُ: ڀار پتو ڪيڊائڻ ـ
خبرچار وٺڻ ـ سُڌِ سماءُ لهڻ ـ حال احوال وٺڻ ـ
نشان پُڇڻ.
● ڏِسِ ۽ ڏِسُون: ڏِسيئُون: ث. [سن.
دِشَ > دِشا=طرف] طرف ـ پاسو ـ جِهتَ ـ دِسَ ـ
سُوءِ ـ پهلُو ـ ڏِسا ـ سِمتَ. (چار ڏِسيئُون:
اُتر، ڏکڻ، اوڀر، اولهہ). ڏَرُ ـ ڀارُ. حاشيو.
قطب نما جيُ طرف ڏيکاريندڙ سُئي. ڏِيهُ ـ
مُلڪ.
● ڏِسا ۽ ڏِسائُون: ث. ڏِسِ.
ـ ڏِسِ ڪاري ڪرڻ: ڏِيهہ يا مُلڪَ کي
بدنام ڪرڻ.
ـ ڏِسِ ڪاٺيُ ڪرڻُ: ڪارِ پَتِ وڃائڻ ـ
اعتبار وڃائڻ ـ قرض کٽي ڀڄڻ ـ پاڻ کي ڪِلارو
ڪرڻ ـ بدنام ڪرڻ.
● ڏَشا ۽ ڏَشائُون: ث. [سن. دَشا=حالت].
حالُ ـ حالت ـ صورت ـ سبب ـ نمونو. درجو. قسمت ـ
نصيب ـ ڀاڳُ ـ طالعُ ـ تارو ـ نيڪَتُ.
● ڏَسارنو (ت): اسم خاص. هڪ ڍنڍ جو نالو.
● ڏَسا سَوُلُ ۽ ڏَسا سَوُلَ: ذ. [هہ. دِساسُولُ]
آسمان جا خاص نشان، جي جنهن طرف هجن انهي
طرف سفر ڪرڻ نہ گهرجي (اهل نجوم جي چوڻ
موجب هن جو اثر روزانو لَوَ گهڙِيُون
ٽي ڪلاڪ ۽ ٽيهہ منٽ سج لهڻ وقت رهي ٿو.

الهيءَ حالت ۾ اهو جنهن طرف هجي، انهيءَ طرف سفر ڪرڻ باعث نقصان آهي. جيڪڏهن ڪابي طرف هجي ته پرواهه نه آهي. پٺيان هجڻ نهايت مناسب آهي. ليڪن سامهون ۽ ساڄي هٿ تي منحوس آهي).

● ڏَسائِڻُ: مصدر. [سن. دَشِ = ڏَسڻُ] ٻُڌائڻ - پار پتا ڏيڻ - سڌ سماءُ ڏيڻ - ڏَسُ پڇڻ - ٻڌائڻ.
"اڳڻ اسانجي سيئي آيا، جن تي ڏور ڏسائيو"
(سچل)

[سن. دَنْشَ = ڏَنگڻ] ڏنگڻ - ڏنگ هڻڻ.

● ڏَسائو ۽ ڏَسائا: ذ. [سن. دَشُ = ڏَهه] قضيي کان پوءِ ڏَهون ڏِينهن - ڏَهو - ڏهين ڏينهن تائين ڪيل خيرات وغيره.

● ڏِسِجڻُ: مصدر. [سن. دَرْشُ = ڏِسَڻُ] ڏسڻ ۾ اچڻ - پَسجڻ - ظاهر ٿيڻ - حاضر ٿيڻ - معلوم ٿيڻ - ڀانئجڻ.

● ڏِسراڙو ۽ ڏِسَراڙا (ت): ذ. هندن جو هڪ وڏو ڏينهن - دَسهڙو.

● ڏُسڪڻُ: مصدر. (آواز). سُڏڪا ڀَرِڻ - سُڏِڪَڻ. جهلي جهلي رئڻ. جيئن:
ڏڪويون ڏُسڪن، ڏُسڪي ڪانه ڏڪ ري‌ءَ،
وِلاڏو وٺين چڙهي ڏسڪيو جهلي ڏار.
(شاهه)

- ڏُسڪو ۽ ڏُسڪا: ذ. رئڻ جو هڪ نمونو - هچڪو - سُڏڪو.

● ڏَسَليو (ت): ذ. ڏسو "ڏَڇَليو".

● ڏَسمي: ث. [سن. دَشْنُ = ڏهه] پَکُ (آونداهي يا سَهائي) جو ڏهون ڏينهن - ڏَسَئين".

● ڏِسَنْدو ۽ ڏِسَنْدا: ظرف. [سن. درشن = ڏسڻ] هن کان پوءِ - ايندڙ - آئينده - ڏِسيو. هلندڙ مهني کان پوءِ اچڻ وارو مهنو - ٿيون مهنو - ايندڙ (سال يا مهنو) پيو - پر وارو (مهينو وغيره).

● ڏَسَئين: ث. [سن. دَشْنُ = ڏهه] قمري مهني جي ڏهين تاريخ - چنڊ ڏينهن تاريخ - ڏَسمي.

● ڏَسڻُ: مصدر. [سن. دُرْشُ. دَشِ = ڏسڻ. پرا. ديک] ڏيکارڻ - ڏيان ڇڪائڻ. پتو ڏيڻ - ڏَسُ ڏيڻ - نشان ڏسڻ - پارَ ٻڌائڻ - اشارو ڪرڻ - سونهَپَ ڪرڻ. ٻُڌائڻ - اطلاع ڪرڻ. رستو ڏيکارڻ - دَڳ لائڻ - طرف ڏيکارڻ. ظاهر ڪرڻ - پڌرو ڪرڻ - ٻڌائڻ - چوڻ - سچي ڪرڻ. هدايت ڪرڻ.

- ڏَسِيءَ ۽ ڏَسيئون: ث. ڏَسُ ڏيندڙ - ڏيکاريندڙ - نشان ڏانهن اشارو ڪندڙ. هٿ جي آڱرين مان آڱوٺي جي ڀرسان ٻهريون نمبر آڱر - شهادت واري آڱر - شاهد آڱر - پَنوتري آڱر.

● ڏِسِڻُ: مصدر. [سن. دَرشُ = ڏسڻ] نهارڻ - نظر ڪرڻ - پَسڻ - جاچڻ - تڪڻ - تپاسڻ - وِيکڻ - وائيسڻ - تڪڻ - پاسڻ - واچڻ - جُوچڻ. ديدار ڪرڻ. سمجهڻ. ملڻ - ملاقات ڪرڻ. معلوم ڪرڻ. آزمائڻ.

- ڏِسڻ جو ٿوهه هُئڻُ: ظاهري هڪڙو ۽ اندر ۾ ٻيو هئڻ - فقط ٻاهرين ڏِيکاءُ وارو هئڻ - مُنهن ۾ موچارو اندر ۾ ڪارو هئڻ.

- ڏِسِڻو ۽ ڏِسِڻا: ذ. صفت. ڏسندڙ - جاچيندڙ - تڪيندڙ. ڏسڻ جهڙو - سهڻو - زيبائتو - پوشيدو. سمجهو - پارکو - سالم عقل. لائق - وَڙائتو - آڇَتُ - شايان - شائستو - فضيلت ڀريو - ڏِسڻو وائسڻو - اشراف - ڪِليمُڪُ.

- ڏِسڻ وائِسڻُ: جاچڻ جوچڻ - جاچي جُوچي ڏسڻ - نهارڻ. غور ڪرڻ - خيال ڪرڻ - ويچار ڪرڻ - سمجهڻ - سهي ڪرڻ - معلوم ڪرڻ - پڪ ڪرڻ. ملاقات ڪرڻ.

- ڏِسِڻو ٽَنْيو ۽ ڏِسِڻا ٽَنْيا: ذ. نشاني لاءِ ڪوڙيل پٿر.

- ڏِسِڻو وائِسِڻو ۽ ڏِسِڻا وائِسِڻا: ذ. صفت. هر روز ملڻ وارو - چڱي طرح واقف ڪار - سڃاتل - گاهِلُ مائِلُ.

- ڏِسڻو وائِسڻو هُئَڻُ: سڃاتل هُئَڻُ. فضيلت وارو هئڻ.

- ڏِسِڻي ۽ ڏِسِڻيون: ث. ڏسڻ جو ڪم - نظر - تَڪَ - جاچَ. صورت - شڪل.

- ڏِسِيءَ رَهَڻُ: انتقامُ وٺڻ - بَدِلو ۽ عوض وٺڻ.

● ڏُسو ع ڏُسا (ت): ذ. ڏُک ـ اهنج ـ تڪليف ـ ڏَنجهو.

ـ ڏُسا ڏِيڻُ: ڏُکَ ڏيڻ ـ آهنج ڏيڻ.

● ڏُسيڙا: اسم خاص. تعلقي شاهه بندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏُسيَلُ ع ڏُسيَلَ (ل): ذ. صفت. ڳَريَل ـ ميرو تيل ـ خراب تيل ـ ڪِنو تيل. جيئن: "آءٌ ڏُسيَل گيڏُرو ڪونه کائيندس".

● ڏُسٽُ ع ڏُشٽَ: ذ. [سن. دُشٽَ = پاپي] خراب ـ ڪِنو ـ بُڇڙو ـ بُرو ـ مَدو ـ بَدُ. خَبيثُ ـ شريرُ ـ لچو ـ حَرڪتي. وِيَلُ ـ نِبِرِيلُ ـ چِٽَ ـ ساقِطُ ـ پُرشَٽُ ـ پاپي ـ پاپاتو ـ بَدُو ـ بدڪارُ.

ـ ڏُشٽائِي ع ڏُشٽائِيون: ث. بڇڙائي ـ برائي ـ مَدائي ـ بَدي ـ بدڪاري. پاپُ ـ گناهُه ـ ڏوهُه. شرارت ـ لچائي ـ حرڪت ـ ڏِنگائي. ڏاڍائي ـ زوري.

● ڏَقَ ع ڏَقون (ث): ث. تِکي ڊُکَ ـ ڊوڙ.

● ڏُقُ ع ڏُقَ (ت): ذ. ڪوريَن جو هڪ اوزار (اوني يا ريشمي ڪپڙي ناهڻ ۾ ڪم اچي).

● ڏُقاني ڏُقانيون (ڪاڇو): ث. پن جاهن تان ڦاٽندڙ ـ بندوق.

● ڏَقَرُ ع ڏَقَرَ (ت): ذ. صفت. ڊگهو ـ لانبَٽُ ـ ڊگهين ٽنگن وارو ـ ڇانگَهڙُ.

● ڏَقيِي ع ڏَقيِيون: ث. لوهه جي ڏَقِي ـ تِيقِيِي ـ وَرائِي ـ وَرِڻي.

● ڏَقو ع ڏَقا: ذ. هٿيار جو هڪ قسم ـ ميرون مارڻ جو هڪ هٿيار ـ لوهه جو ڇنبيارو هٿيار ـ ڀالي جو هڪ قسم. نيزو ـ ٻَڇِي ـ سانگ ـ برڇي.

ـ ڏَقِڙيو ع ڏَقِڙِيا: ذ. صفت. ڏَقو هڻندڙ ـ ڏَقائي. شڪاري.

ـ ڏَقيِي ع ڏَقيون: ث. ننڍو ڏَقو ـ لوڙو ـ ڀالو.

ـ ڏَقيرُ ع ڏَقيرَ: ذ. صفت. ڏَقو هڻندڙ ـ ڏَقِڙيو ـ شڪاري.

● ڏَقوڙُ ع ڏَقوڙَ (ٿ): ذ. صفت. بيوقوف ـ بي عقل ـ ناسمجهه.

● ڏَڦِٽ ع ڏَڦِٽون (ت): ث. زمين کوٽڻ جي ڪاٺي.

● ڏَڦيرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. گهٽ ذات ـ ڪمذات ـ ميڻگهواڙ ـ ڪولهي ـ ڊِيڊَ ـ شڪاري ـ ڀِيلُ ـ جهاڙُو وارو ـ ٻُهاري دارُ ـ ڀنگي ـ لالبيگي ـ چُوهڙو ـ ميهتَرُ ـ حرام خور ـ مُردار خور. بد افعالو ـ بي ڍنگو.

● ڏُڦيرُ ع ڏُڦيرَ: ذ. جهيڙو ـ جهڳڙو ـ فساد ـ ٽنٽو ـ رَڳڙو ـ مُعاملو ـ تڪرارُ. گوڙ ـ ڪَتِراڪَ ـ جهَٽو ـ ماندانُ. وِروڌُ. مذهبي ڦوٽ ـ ڦوٽ ـ ڦيٽاڙو ـ رِفضُ ـ تفاوت ـ تفرقو ـ ڦيرُ ـ فرق ـ جدائي ـ اختلاف ـ اڻ بڻت. بغاوت ـ وِڳوڙ ـ لچائي ـ ڏنگائي. پريشاني ـ حيراني.

ـ ڏُڦيڙُ ع ڏُڦيڙَ: ذ. ڏسو "ڏُڦيرُ".

ـ ڏُڦيڙِي ع ڏُڦيڙِي: ذ. صفت. جدائي وجهندڙ ـ ڦيٽاڙو وجهندڙ ـ لِفاقُ وجهندڙ.

● ڏَڪُ ع ڏَڪ: ذ. [سن. دَرُ گهرم = روڪ] ڪاٺ جو ننڍو گول ٽڪر (جو نار، هُرلي، دَرَ يا پيهي ناهڻ ۾ ڪم اچي) ـ ڏاڪَ ـ ڏَڪَرُ ـ ڏاڪورو. قبر جي لَحدَ مٿان جهلَ خاطر ڏنل ڪاٺ جو ٽڪر. ٿنڀ جي ٽيڪ لاءِ جهلو ـ ٽُوٽي ـ ٿنڀو ـ آڌار ـ ٽَڪَ ـ سهارو ـ پَرَ ـ پَرَجهلو. مدد ـ پُٺَ پرائي ـ همٿ ـ تسلي ـ ڏڍُ.

ـ ڏَڪُ ڏيڻ: ٽيڪ ڏيڻ ـ آسرو ڏيڻ ـ سهارو ڏيڻ ـ جهلي بيهڻ.

● ڏُڪُ ع ڏُڪَ: ذ. ننڍين جوان ٿيندڙ ڇوڪريءَ جو ٻُبو ـ ننڍي ٻُبي ـ آرَهُ ـ ٿَڻُ ـ ڇاتي ـ پِستان ـ ڏُڪو.

ـ ڏُڪِر: ث. صفت. ڏُڪَن واري ڇوڪري ـ نئو بالغ ڇوڪري ـ ڳَرَٽُ (ڪ).

● ڏَڪارَ ع ڏَڪارون: ث. [سن. آڌُ ڪارَ + آڌُ = مٿي + ڪُر = منهن ڪان نڪرڻ] معدي جي هوا (جا وات مان نڪري) ـ ڏاڪارَ ـ اوڳرائي ـ اوڳرائي. [هه. ڊَڪارَ].

● ڏَڪارُ ع ڏَڪارَ: ذ. ڏَهڪارَ ـ خوف ـ ڊَپُ ـ ڊِڄُ ـ دَهشتَ ـ ڏَهڪو.

● ڏُڪارُ ۽ ڏُڪارَ: ذ. [سن. دُشڪالُ، دشت+ ڪال=خراب وقت]. ڏکيو وقت. هر شئي (اناج وغيره) جي کوٽ يا کمي - اَڻ هُوند - اَڻاٺ - کوٽُ - کَمِي - قِلت. ڏڪَرُ - ڪاڻ - اوسَرُ - بُکَ - گراني - مَهانگائي وارو زمانو - مَهانگائي، ڏُرِتُ - وُبُلُ. بيماري.

- ڏُڪارِ جَڻُ: ڏڪار ۾ اچڻ - قحطَ ۾ اچڻ. اڻاٺَ ۾ ٿيڻ - غريب ٿيڻ - سڃو ٿيڻ - پينگيو ٿيڻ - ڪنگال ٿيڻ - بُکيو ٿيڻ.

- ڏُڪارَ جو مارِيَلُ: ذ. صفت - ڏُبرو - آپرو - بُکايل - پِنگلو.

- ڏُڪارِئو ۽ ڏُڪارِئا: ذ. صفت. ڏڪار وارو - ڏڪار جو - ڏڪارِيَلُ - ڏُڪارِي - ڏُڪاريو. اَنّ گهٽ ڪري مهانگو وِڪندڙ.

- ڏُڪارِيُ ۽ ڏُڪارِيُ: ذ. صفت. ڏُڪارِئو - واپارِيُ، جيڪو مهانگي شئي وِڪڻي.

- ڏُڪارِيَلُ ۽ ڏُڪارِيَلَ: ذ. صفت. ڏُڪارَ ۾ وَرِتل.

- ڏُڪاريو ۽ ڏڪارِيا: ذ. ڏُڪارِئو.

● ڏَڪا مالِيُ: ذ. هڪ پسارڪو وکر جو دوا طور ڪم اچي - رِيالُ - ڏُوپُ - رالَ. چنبيليءَ جو سِپڻُ.

● ڏَڪائِڻُ: مصدر. جلدي جلدي لوڏِڻ - ٽَڙِ ڦائڻ - ٽَڙِ پائڻ - ڏڪائڻُ - ٽَڙِ ڪائڻ. سِڻاٽُ وجهڻ - ڦڙِ ڪائڻ - سيسانڊو وجهڻ. ڪنبائڻ. لرزش ڪرائڻ - ڌُڌائڻ - ڏِڏِ ڪائڻ.

● ڏَڪَڏَڪَ (ت) ث. هر هڪ ٽهڪُ سان ڪِلڻَ واري عادت.

● ڏَڪَڏَڪَنُدو ۽ ڏَڪڏَڪَنُدا: ذ. صفت. جيئرو - ڏَڪندڙ - ڪَنبندو - تازي ڦاسايل (مڇي، پلو وغيره).

● ڏَڪَرُ ۽ ڏَڪَرَ: ذ. ڪاٺ جو ننڍو سنهو ٽُڪَر - ڏَنڊو. اِئين ڏکر راند ۾ ڪم ايندڙ ڪاٺيءَ جو ٽُڪر. ننڍي سَٽونِيُ يا ڏَنڊي مَردانو عضوو - آلت (ت). مڇيءَ جو هڪ نسم - ڪُرِڙو (ت). مٽي جي ڦِيريءَ سبب آيسل لوڏو - چَڪَرُ - پَنڊواٽِي (ت). ٿُلهو - مضبوط - ڏَٿو مِٽو.

● ڏُڪَرُ ۽ ڏَڪَرَ: ذ. [سن. دُشڪالُ= ڏُڪارُ] ڏُڪارُ - قحطُ.

- ڏُڪَرانو ۽ ڏُڪَرانا: ذ. صفت. ڏڪر جو - ڏڪار جو - مهانگو - گهٽي قيمت - چوٽ آگهه.

- ڏُڪَرالو ۽ ڏُڪَرالا: ذ. صفت. ڏسو "ڏڪرانو".

● ڏِڪيرو ۽ ڏِڪيرا (ت): ذ. پُٽُ - فرزندُ.

● ڏُڪِڙِيُ ۽ ڏُڪِڙِيُون: ث. وِيم مهل لِڪتيل پاڻيءَ جي دِلِي.

● ڏ ڪِلو ۽ ڏ ڪِلا (ت): ذ. ڪنهن شئي مان ڪپيل ٽُڪر - ٽِڪرو. گيرَه - گيراٽُهه.

● ڏَڪَڻُ: مصدر. ڪَنبڻ - ٽَڙِ ڪَڻ - ڏَڪيئي ٿيڻ - ڌُڌَڻ - لُڏَڻ - ڏِڏِ ڪَڻ - لَرزڻ. سياٽجڻ - سيساند جڻ - هُڙِ ڪَڻَ. ڦرڪڻ - (اَڪَ جو). ڏَڙِڪَڻ - ڌَهڪَڻ - ڌُبڻ - ڌَڪَ ڌَڪ ڪرڻ. ڏوڙِجَڻ دِرڻ - جهُلَڻ - چُوڻ - رڙهڻ - ٿرڪڻ - کِسِڪَڻ - کِسِڪَڻ. ذ. ڪَنهي جي بيماريءَ جو هڪ قسم (ت).

- ڏَڪِڻُو ۽ ڏَڪِڻا: ذ. صفت. ڏَڪندڙُ - ٽَڙِ ڪِڻو - ڪَنبڻو - ڌَڌُڻو - ڦَرِ ڪَڻو. لُڏُڻو. ڊِڄڻو - گيدِي - بُزدِلُ.

- ڏَڪِڻِيُ ۽ ڏَڪِڻِيُون: ث. ٽَڙِ ڪِڻِي - ڪَنبڻِي - لَرزِشَ. ڌُوڻَ - ڌُولاڙَ - ڏِڏِ ڪو - لوڏو - ڏوڏو. پِرُو - ڊِپُ - خوف - انديشو - هِراسُ.

- ڏَڪِڻِيُ وَٺڻُ: ڪَنبڻ - ٽَڙِ ڪَڻ. سرديءَ سبب ڏَڪڻ. ڊَپُ وٺڻ - ڦِڦِڙِيُ پوڻ - خوفزده ٿيڻ.

● ڏِڪَ ۽ ڏِڪُون: ث. [سن. دِڪا: ديڪشا= ڏسڻ] شاديءَ جي هڪ رسم - شاديءَ واري ڏينهن کان ٽي ڏينهن اڳ ۾ گهوٽ ۽ ڪنوار کي ڳاڙهو ڌاڳو هٿ ۽ پير ۾ ٻڌي ڇِلِهي ۾ ويهارڻ جي رسم. شاديءَ کان اڳ گهوٽ ۽ ڪنوار جو سينگار - هار سينگار. شاديءَ کان هڪ ڏينهن اڳ يا پوءِ ڪيل مجلس:

"آيو سو آتوار جنهن ڏُکيُون ڏِڪ وهاريون".
هار سينگار ـ سُونهن ـ ڏِيکُ:
"صورت جا ساهڙ جي، ڏيل ڀِڇي ڏِڪَ".
(شاهہ)

ـ ڏِڪَ ٿيڻُ: سينگارجڻ ـ ظاهر ٿيڻ.
ـ ڏِڪجڻُ: مصدر. شادي کان اڳ ۾ ڪنوار کي تيل لڳائڻ جي رسم ادا ڪرڻ ـ سينگارجڻ ـ تيار ٿيڻ.
ـ ڏِڪَ مٿي چڙهڻُ: ڪريا ڪرم کان اڳ ۾ سانَ سنوڻَ ڪرڻ. هار سينگار ڪرڻ.
ـ ڏِڪَ وِهارَڻُ: شاديءَ جي رسم (جنهن ۾ گهوٽ کي سوڙ ۾ ڍڪائي لائڻ لاءِ تيار ڪري وهارڻ يا ڪنوار کي سيج تي وهارڻ ۽ گهوٽ کي به وهارڻ). شاديءَ جو هڪ سنوڻ ڪرڻ ـ پرڻي کان هڪ رات اڳي گهوٽ کي منجيءَ تي وِيهاري هيٺان ڏِيئو ٻارڻ، ڳانو ٻڌڻ ۽ ڪپ يا ڪاتي ٻيڻِ ۾ هڻڻ. ڪنوار کي وناهہ ۾ وهارڻ ۽ ڪارائڻ پيارڻ
"آيو سو آتوارُ جنهن ڏُکيون ڏِڪَ وهاريون".
(شاهہ).

ـ ڏِڪَ وِيٺل: وَناهہ ۾ ويٺل ڪنوار.
● ڏُکُ ۽ ڏُکَ: ذ. [پرا. دُکّ. سن. دُهکَ = ڏک] سُورِ ـ دَرُدُ ـ عَذابُ ـ ايذاءُ ـ پيڙا ـ ڪَشْٽُ. رنج ـ غم ـ افسوس ـ ارمان ـ شوڪ ـ گوندر ـ دُکُ ـ اهنج ـ مشڪلات ـ سوڙهہ ـ تنگي ـ تڪليف ـ سختي ـ اِفلاس ـ آپدا ـ مصيبت.
ـ ڏُکارو ۽ ڏُکارا: ذ. صفت. ڏک وارو ـ دکارو ـ ڏکوئيل ـ رنجايَلُ ـ غمگين ـ دردمند ـ رنجيده. ستايَلُ. رُئنڌهارڪو.
ـ ڏُکائيتو ۽ ڏُکائيتا: ذ. صفت. ڏکارو ـ درد ڀَريو ـ سُوريتو.
ـ ڏُکَ ڀوڳڻُ: تڪليفون سهڻ ـ ڏُک ڏِسڻ.
ـ ڏُکَ ڀڻڻُ: ڏُکن جون ڳالهيون ڪرڻ ـ دردن جا داستان ٻڌائڻ.
ـ ڏُکَ ڏاڪڙو ۽ ڏُکَ ڏاڪڙا: ذ. ڏُکَ ۽ تڪليف ـ محنت ـ مشڪلاتَ.

ـ ڏُکَ ڏوراپا ڪَڍَڻَ: سورُنِ يا ڏُکَنِ جو حال اورِڻ. مَيارُون ڏيڻ.
ـ ڏُکَ ڏوَلائُون ڏاجُ آڇَڻُ: حياتي سورن ۾ گذرڻ ـ سُورَن جي سٽي پوڻ ـ ننڍي هوندي کانئي مصيبت ۾ گرفتار ٿيڻ ـ سدائين سورن ۾ هئڻ.
ـ ڏُکَ ڏِيَڻُ: تڪليف ڀچائڻ يا رَسائڻ ـ آزارڻ ـ رنجائڻ. ايذائڻ.
ـ ڏُکڙو ۽ ڏُکڙا: ذ. "ڏک" جو اسم تصغير. ڏک ـ دکُ غم ـ شوڪ ـ افسوس ـ رنج ـ ارمان ـ گوندر ـ سور ـ درد ـ وِيدَنِ ـ روڏَنِ ـ ماتم.
ـ ڏُکڙا ڏارِڻُ: سور سهڻ ـ تڪليفون ڏسڻ.
"اوهان ڀاڃهون سُپِرِينْ،
ويني آءُ هت ڏکڙا ڏاريان"
(سچل).

ـ ڏُکڙا ڏَرَڻُ: ڏک ڏسڻ ـ تڪليفون سهڻ ـ سور سهڻ.
ـ ڏُکڙو اورَڻُ: سور بيان ڪرڻ ـ دردُوَنْدِڻِ ـ حال چوڻ.
ـ ڏَکْڙِي ۽ ڏَڪِڙِيُون: واريءَ ۾ منهِ ڀريءَ وانگي ڦڪڙيل.
ـ ڏُکُ سُکُ ۽ ڏُکَ سُک ذ. رنج راحت ـ غمي شادي ـ ارمان خوشي. دانهن ڪوڪ ـ اهنج ايذاءَ
ـ ڏُکَ سُورُ ڀڻڻُ: ڏکن سورن جو احوال ڏيڻ ـ دردن جو داستان بيان ڪرڻ ـ ڏُکَ ونڊڻُ ـ سُورَ اورڻ.
ـ ڏُکَنَ جو ڏَنْڊُ پرڻُ: ڏک ڀوڳڻ ـ سور سختيون سهڻ.
ـ ڏُکَ وَنڊِڻُ: ڏک ونڊڻ ـ سور اورڻ ـ دَرْدَنَ جو داستان ٻڌائڻ.
ـ ڏُکَ هَجَڻُ: تڪليف هجڻ. ارمان هجڻ. غم هجڻ.
ـ ڏُکِي ۽ ڏُکِي: ذ. صفت. ڏک وارو ـ ڏکائيتو ـ ڏُکارو ـ ڏک ۾ ـ غم ۾ ـ ڏُکيو ـ ستايَلُ ـ دردمند ـ دُکي ـ رنجيل ـ گهايَلُ ـ پيڙِيَلُ.

پريشان ـ تنگ ـ وياڪُل ـ لاچار ـ حيران. ڏُجهارو ـ بي حالُ. (ضد، سُکِيُ ۽ سُکيُ).

▬ ڏُکيرو ۽ ڏُکيرا: ذ. صفت. البت ڏکيو ـ ڏکوارو ـ غمگين ـ دُرديُ ـ ڏُکيِ.

▬ ڏُکيوُ ۽ ڏُکيا: ذ. صفت. ڏکوارو ـ ڏُکيِ ـ درد وارو. ڏهلو ـ تنگ حال ۾ ـ ناخوش.

▬ ڏُکيو ڏِينهُنُ ٽارڻ: تڪليف دور ڪرڻ. رنج دفع ڪرڻ ـ آرام وٺائڻ ـ سُکيو ستايو ڪرڻ.

▬ ڏُکيو ڏَهيرو ۽ ڏکيا ڏُهُرا: ذ. صفت. رَنْجائيَلُ.

● ڏُکائڻُ: مصدر. [سن. دُهکَ=ڏُکَ) ايذائڻ ـ سور ڪرائڻ ـ درد پهچائڻ. رنجائڻ ـ تڪليف پهچائڻ يا ڏيڻ ـ ستائڻ ـ ڏُکوئڻ ـ سور ڏيڻ ـ ڪاوڙائڻ.

● ڏُکِراڻ ۽ ڏُکِرائيُون: ث. ماکوڙيءَ جو هڪ قسم ـ ايذائيندڙ ماکوڙي ـ ڏکِرائيِ ـ ڏکٽيهاري.

▬ ڏُکِرائيِ ۽ ڏُکِرائيُون: ث. ڏُکِراڻ ـ ڏُکٽيهاري.

● ڏُکنُدو ۽ ڏُکَنُدا: ذ. صفت. [سن. دُهکَ = ڏُکَ) دُکُدائِڪُ ـ ڏک ڏيندڙ ـ سورائتو ـ دردمند. مشڪل ـ ڏُکيو. درد پريو ـ گهايَلُ ـ قُتيَلُ. ڏُکندڙ ـ سور ڪندڙ. درد ـ غم ـ الم ـ رنج ـ سورُ ـ ڏُکُ ـ ايذا. بيماري ـ مرض ـ ڏکندڙ عارضو ـ ايذائيندڙ مرضُ. جيئن:

”ڏکندو ئي ڏيکار، تڪون تن طبيب کي“
(شاهه).

● ڏَکڻُ: ذ. [پرا. دَکِّڻ. سن. دَکشِڻُ= ڏکڻ] هڪ طرف جو نالو ـ چئن طرفن يا ڏِسيُن مان هڪ ڏِسَ جو نالو ـ اتر جي سامهون وارو طَرف ـ ڏَکِڻُ ـ ڪاچيهلُ ـ ڏاکڻو پاسو ـ جَنوبُ [سن. دَکِشَ=ايرڻ] قديم آرين جي بستيءَ جي لحاظ کان (جي ميرو پربت يا اتر طرف رهندا هئا. جتي سج ڏکڻ طرف کان ايرندو نظر ايندو آهي). سج ايرڻ وارو پاسو ڏکڻ طرف جي هئو.

▬ ڏَکِڻائيِڻُ: ذ. سورج جو ڏکڻ طرف جي آخرين حد تائين وڃڻ جو وقت يا گهيرو ـ راس الجديُ ـ جدّي گهيرو.

▬ ڏکڻ قطب: اسم خاص. ڌرتيءَ جي هيٺين پڇاڙيءَ وارو خيالي ٽِڪو.

▬ ڏَکِڻو ۽ ڏَکِڻا: ذ. صفت. ڏکڻ طرف جو ـ ڏکڻ طرف وارو ـ ڏاکڻو ـ جنوبي.

● ڏِکَڻُ: مصدر. شاديءَ جي هڪ رسم ادا ڪرڻ ـ شاديءَ کان اڳ ۾ ڪنوار کي تيل لڳائڻ واري رسم ادا ڪرڻ. گهوٽ ۽ ڪنوار کي شاديءَ جي ڏينهن کان ٽي ڏينهن اڳ ۾ هٿ ۽ پير ۾ ڳاڙهو ڌاڳو ٻڌي چيلهي ۾ وِهارڻ جي رسم پوري ڪرڻ. سينگارڻ ـ جوڙ جنسار ڪرائڻ.

● ڏُکڻُ: مصدر. [سن. دُهکَ=دکُ] ايذاءُ ٿيڻ ـ درد ٿيڻ ـ سور ٿيڻ ـ ڏک ٿيڻ ـ ڪشٽُ ٿيڻ ـ تڪليف ٿيڻ ـ شوڪ ٿيڻ ـ رنج ٿيڻ ـ غم ٿيڻ. پوسرائڻ ـ چُپڻُ.

▬ ڏُکِڻو ۽ ڏُکِڻا: ذ. صفت. ڏک ڏيندڙ ـ اهنجو ـ سورائتو ـ ڏکارو ـ دِل پيٺَلُ ـ دل کي لڳڻ جهڙو. نازڪ ـ ڪُومَلُ ـ سُوکيمُ ـ ٿلهو ـ مُلائم ـ ضعيف ـ نفيس ـ نَرَمُ ـ نازِڪڙو ـ مَلوڪڙو، تنڪ ميزاجُ ـ تنڪ حَواسُ ـ سَٽاسو.

▬ ڏُکِڻيِ سُکِڻيِ شئي: ث. تمام نازڪ ۽ قيمتي شئي. جهڙوڪ، زيور، شيشي جو سامان وغيره.

ڏُکِڻيِ ڳالهه ڪَرَڻُ: ڏکوئيندڙ ڳالهه ڪرڻ، اثر ڪندڙ ڳالهه ڪرڻ.

● ڏَکَڻيا ۽ ڏَکِڻائيُون: [سن. دَکشِڻا= ڏکڻا] هديو ـ تحفو ـ سوغات ـ سوکڙي ـ پاکيڙي. نَذْرُ ـ نَذرانو ـ پيٽا ـ ڀاسَ ـ نياز ـ سپسا. خدا جي راه ۾ ڏنل خيرُ ـ خيرات ـ دانُ ـ پنجَ ڪٽيِ. ڪنهن ساڌو فقير کي ڏنل دانُ.

▬ ڏَکِڻا ملڻُ: انعام ملڻ ـ سوکڙي ملڻ ـ تحفو ملڻ ـ سوغات ملڻ ـ نذرانو ملڻ ـ پيٽا ملڻ.

● ڏَکَڻيا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڏڪڻهاري ع ڏڪڻهاريون: ث. [سن. ڌهڪ=ڏڪ]. جيت جو هڪ قسم ـ ماڪوڙيءَ جو هڪ قسم جنهن جو چڪ تمام سور ڪري ـ ڏڪيراڻ ـ ڏڪيرائي ـ ڏڪيٽي.
● ڏڪيٽي ع ڏڪيٽيون (ڪ): ث. [سن. ڌهڪ=ڏڪ] ڏڪڻهاري.
● ڏڪو ع ڏڪا: ذ. [سن. ڏَتَشُ= ] ڊَپُ ـ ڊِڄُ ـ ڀَوُ ـ هراسُ ـ ڏَرُ ـ خوف ـ ڏَڙڪو ـ ڪڙڪو ـ ڪاوڙ ـ تابُ. جيئن:
"ڏَڪا، ڏونگر جام! مَ ڪَرِ مَعذورن تي"
(شاهه).
آولَرَ ـ آلارَ ـ جُلهه ـ ڪاهه ـ آلَرَ. جيئن:
"ڏڪيءَ ڪي دَرياءَ جا ڏڪا ڪيمَ ڏيکار"
(خان زئي).
هيبت ـ حَشمت ـ دَهشت ـ راڪاسُ. ڏڪيو ڏڪُ ـ ڏڪُ ـ اهنج ـ ايذاءُ ـ تڪليف (ل).
ـ ڏَڪو ڏيکارَڻُ: زور ڏيکارڻ ـ ڊپ ڏيڻ يا ڏيکارڻ ـ ڊيڄارڻ.
ـ ڏَڪو ڏيَڻُ: ڊيڄارڻ ـ ڀَوُ ڏيڻ ـ ڊپ ڏيڻ ـ ڏڪو ڏيکارڻ.
ـ ڏَڪو ڪَرَڻُ: دڙڪو ڏيڻ ـ اک ڏيکارڻ ـ تاب ڪرڻ ـ دَهمان رکڻ ـ ڄمائڻ ـ رعب ڏيکارڻ ـ آلَرَ ڪرڻ. شوخي ڏيکارڻ. گوڙ ڪرڻ ـ هُل ڪرڻ.
ـ ڏَڪو وِيهارَڻُ: هَيبَتَ وِيهارڻ ـ دَهشَتَ وِيهارڻ ـ تابش ڪرڻ ـ هراسائڻ ـ ڊپ وِيهارڻ ـ هيڊَسَڻ. سُهمائڻ ـ ڇايا وجهڻ ـ ڊيڄارڻ.
● ڏڪوئڻُ: مصدر. [سن. ڌهڪ=ڏڪ] سور ڪرائڻ ـ ڏکائڻ ـ دَردُ ڪرائڻ ـ ايذاءُ پهچائڻ ـ رَنج پهچائڻ ـ دَردُ ڏيڻ. رَنج ڪرڻ ـ رنجائڻ. ظلم ڪرڻ.
● ڏِڪي ع ڏِڪيون: ث. هار سينگار ـ ڏِڪَ ـ سينگارُ ـ سونهن.
● ڏُڪي ع ڏُڪيون: ث. [سن. ڌهڪ= ڏڪُ] آهنج واري ـ تڪليف واري ـ ڏک ڏيندڙ ـ آهنجي ـ مشڪل.

ـ ڏُڪي لَڳَڻُ: مشڪل لڳڻ ـ تڪليف واري محسوس ٿيڻ ـ رنجُ پهچڻ ـ ايذاءُ رسڻ ـ سيهڻا ٻُڌڻ ـ طعنا ٻڌڻ ـ شڪايت (پنهنجي) سُڻَڻ.
● ڏُڪيو ع ڏُڪيا: ذ. صفت. [سن. ڌهڪ= ڏڪ]. اوکو ـ مشڪل ـ سخت ـ تڪليف وارو ـ درد وارو ـ سور وارو ـ اڙانگو ـ ڪَٺَنُ ـ آؤلو ـ آهَنبُ ـ اهنجو ـ ڏُهيلو ـ آهُکو. ڌُڪي ـ اهنجو ـ لاچار ـ ڏکائيتو ـ ڪمبخت ـ نيپاڳو ـ بيحالُ. ناخوش ـ آرَهو. اداس ـ پريشان. آنرو ـ آٽائس. ڏکيرو.
ـ ڏُڪيائي ع ڏکيائيون: ث. آهنجائي ـ مشڪلات ـ تڪليف ـ لاچاري.
ـ ڏُڪيو ڏُهرو ع ڏُڪيا ڏُهرا: ذ. صفت. رُليل ـ ڏُتڙيل.
ـ ڏُڪيو ڏِينهَن ٽارڻ: تڪليفون دور ڪرڻ ـ رنج دفع ڪرڻ. روح کي راحت بخشڻ ـ جدائي کان ڇڏائڻ ـ ملاقات ڪرڻ. ڌن ۽ دولت ڏيڻ ـ آرام ڏيڻ يا ونائڻ ـ سکيو ستابو ڪرڻ.
● ڏَڳُ ع ڏَڳَ: ذ. صفت. [سن. تَنُڪا= تنگ] ڊگهو ـ لَنبو ـ قداوَرُ ـ ڄانگهڙ ـ لانبُٽُ ـ ڏگهُ.
● ڏَڳَرُ ع ڏڳرَ: ذ. ڪپڙي جو وڏو تنگ يا سوراخ ـ ڏَگهُرُ.
● ڏَڳِري ع ڏَڳِريون: ث. ڪنهن ذاتوءَ يا ڪاٺ جي ٿالهءَ کي لڳل ڇٽي ـ ٽڪري. ڪاٺ جي ٽُنگَ ۾ لڳل فَتيِلُ ـ جَهلَ ـ ٽيڪَ ـ ڏَگهڙي. ڇپٽي.
● ڏَڳڙُ ع ڏَڳڙَ (ٽ): ذ. ڀٿر ـ ڀِٽوٽو ـ ڀَهڻُ.
● ڏُڳيلي ع ڏُڳيليون (ٽ). ڪپهه وڌل آنڪَر ڪو.
● ڏَڳڻ (ل): مصدر. ٻَچَڻ ـ ٽُٽَڻُ ـ ڪَسَڻ. ڪَسڪڻُ. جيئن:
"ڪاني جتي رکيل هئي، اتيئي رکي آهي،
ذرو بہ ڏُڳي ڪانهي."
● ڏِڳيڙو ع ڏِڳيڙا (ٽ): ذ. صفت. روح رِسيڪيڙو. سِڪيڙو. بد فضيلتو ـ بد لڇڻو.

● ڏَگو: اسم خاص. تعلقي عمر ڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏُگو: اسم خاص. تعلقي کپري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏُگيءِ ج ڏُگيئون: ث. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم (گول، ڊگهي، بنا ڏندن، چلرن سان (مرري) جهڙي مگر ان کان وڏي، قد اٽڪل اڌ کان ڏيڍ فوٽ).

● ڏِگيو ج ڏِگيا (ٿ): ذ. صفت. بد اچڻ - بد اخلاق - بد فضيلتو - آڏنگو.

● ڏَگهو ج ڏَگها: ذ. ٻيڙيءَ جو هڪ قسم - ننڍي درياهي ٻيڙي.

● ڏَگهه ج ڏَگها: ذ. صفت. [سن. تَنْڪا = تنگ] وڏين ڏِنگن وارو - چالگهڙ - ڊگهو. وڏي قد وارو - قداور - لنبو - ڏاگو - لنبوس. اجايو وڏو ۽ ڊگهو ماڻهو. وڏي عمر وارو پر بي عقل ۽ ڏَڏُ. جاهل - اناڙي - بيوقوف - چِٽُ - چسو - اڻ چاڻُ - پڻوڪ. نڪر جو وڏو دِلو (ٿ).

- ڏگهچڙ ج ڏَگهچڙ (ٿ): ذ. صفت. لنبو - تمام ڊگهو.

- ڏَگهلو ج ڏَگهلا: ذ. صفت. ڏَگهه.

● ڏَگهرُ ج ڏَگهرَ (ڪ): ذ. ڪپڙي جو تنگ يا سوراخ (ڦاٽل) - ڏَگرُ.

● ڏَگهري ج ڏَگهريون: ث. ڏگري - ڏَگرُ - ليڙو - چٿي - ڳنڍُ.

- ڏَگهري لهڻ: ليڙو لهي پوڻ - اندر ظاهر ٿيڻ - بي حيا ٿيڻ - بي شرم ٿيڻ - واهيات ٿيڻ - بد فضيلتو ٿيڻ - اخلاقي پابندي کان ٻاهر وڃڻ. اجايو ڳالهائڻ.

● ڏَگهڪي: اسم خاص. تعلقي ميرپور خاص ۽ تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏَگهو ج ڏَگها: ذ. ڏُک - ايذاءُ - تڪليف - اهنج.

● ڏُگهو ج ڏگها: ذ. ڏِنگو - مهڻو - طعنو. جيئن:
"ڏُنگا ڏاڍي ٻوليون، ڪين ڏِيا، ڪي ڏِين"
(شاهه).

● ڏَگ ج ڏَگ: ذ. [سن. دَنْڊَڪ = ] ٻارڻ جو ڪاٺ - ٻنڊُ.

- ڏَگري ج ڏَگريون: ث. ڪاٺي - ٻنڊي.

● ڏُگنو ج ڏُگنا: ذ. صفت. ٿلهو - موٽو - متارو - دُنبو - رُڏُ - متارو - پترتو - پَريلُ - ڏَگرُ - وَتَرُ سَتَرُ. جبرو - جانٺو - قوي - جُنگ - ڏَتو - مٽو - ڦوڦانگ - دَوُنسو - مُٽڪو - ڏِگ. سني حالت ۾ - سنو - موچارو - چڱو.

● ڏُگرو ج ڏُگرا: ذ. [سن. دَنْڊِڪ + روه] ٻِر يا ڪنهن ڳوري ڪاٺ جو گول ٽڪر جنهن کي هٿيو به ٿئي (ڪڙمي ماڻهو هن سان ڍَپُ ڪٽيندا آهن ۽ لوهار پڻ مُترڪي طور ڪم آڻيندا آهن).

- ڏُگري ج ڏُگريون: ث. ڪپڙن ڌوئڻ لاءِ ڏنڊو يا ڏنڊي - سٽوٽي - ڏُونگري.

● ڏَلُ ج ڏَلَ: ذ. [سن. دَلَ = پَنُ] پَنُ - ورق. تُلسيءَ جي ٻوٽي جو پن. ڍؤ. علاج.

● ڏَلَ ج ڏُليون: ث. پريشاني - حيراني.

● ڏُلائڻُ: مصدر. [سن. دُلِ = لڏڻ] پريشان ڪرڻ - ڏولائي ۾ وجهڻ - تڪليف ۾ وجهڻ - سُڄو ڪرڻ.

● ڏِلاهُ: ذ. [ڏينهن + لاهُ] هڪ طرف جو نالو - ڏينهن پوري ٿيڻ وارو طرف - الهندو - مغرب.

● دُلَڻُ: مصدر. [سن. دُلِ = لَڏَڻُ] دربدر ٿيڻ - ڏِڪا کائڻ - ديس ڇڏڻ - پرديس وڃڻ - ديس بَدَرُ ٿيڻ - ديس نيڪالي واري حالت ۾ اچڻ - خانہ بدوش ٿيڻ - پِنِڪَڻ - بي ٺانيڪو ٿيڻ - ري نيڪائي ٿيڻ. غريب ٿيڻ - ٻُڪيو ٿيڻ - ٻِنڻ - رُلڻ. حيران ٿيڻ - بي چيتو ٿيڻ - پريشان ٿيڻ.

● ڏَلو ج ڏَلا: ذ. مٽي وغيره ڪڻڻ لاءِ ٿيلهن جي چلي - ڏَلهو. ڪيڻ جو پَنجو هڪ جاءِ تان کڻي ٻي جاءِ تي رکيل (ڪ).

- ڏَلهيوانُ ج ڏَلهيوانَ: ذ. صفت. ڏَلهو (ٻيگ بسترو - چلي وغيره) کڻندڙ - حمالُ - ڪُولي - مزورُ.

● ڏَلهُه ع ڏَلهَه: ذ. بي طاقت ـ ڪمزور. دل خالي. سڄو.

ـ ڏَلهائيِ ع ڏَلهائيُونِ: ث. سڃائي ـ پينگهيائي ـ اڻ هوندَ ـ مفلسي ـ ناداري.

● ڏِلهه ع ڏِلهه (ت): ذ. زورُ ـ دابُ ـ آڪِڙِيِ.

● ڏَلها (ث): اسم خاص. راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڏَلهَرَ ع ڏَلهَرَونِ (ث): ث. سَوَڙِ ـ پَٽيرائي ـ وڇاڻ.

● ڏَلهَڻُ: مصدر. ڀَرڻ ـ ڀَرپُور ڪرڻ ـ ڏوسي وجهڻ ـ گهُوچڻ ـ جهوڪڻ ـ ڏوسڻ ـ ٺُوسڻ. کائڻ ـ پيٽ ڀرڻ ـ ڍؤ ڪرڻ. گهڻو کائڻ ـ زورسان کائڻ ـ نڪ تائين پيٽ ڀرڻ. ڪنهن کي احسان هيٺ يا قرض هيٺ ڪرڻ.

ـ ڏَلهجَڻُ: مصدر. ڍَءُجڻ ـ رَڄ ٿيڻ ـ ڀَرجڻ ـ راضي ٿيڻ ـ ڀرپور ٿيڻ ـ کائي ڀُورُ ڪرڻ ـ ٺَپڻ. جوڳرجڻ. ڪَنو ٿيڻ ـ ٽَڪَجڻ.

● ڏَلهو ع ڏَلها: ذ. [سن. ڍَلڪم = ٽوڪري] ٽوڪريءَ جو هڪ قسم ـ لئي جي سنهين ڪاٺين جو ٺهيل ٽوڪرو (جو مٽي وغيره ڍوئڻ يا ٿانون وغيره رکڻ جي ڪم اچي). ٽوڪرو ـ کارو. وڏو پيٽ ـ ڍِڍُ. (ث. ڏَليهي ع ڏَليهيُونِ). واهه جي کاٽيءَ وقت ڪم ڪندڙ مزدورَ. ڪم لاءِ گڏ ٿيل ماڻهن جو ميڙ.

ـ ڏَلهو کڻڻُ: مصدر. مزوري ڪرڻ ـ ٽوڪري کڻڻ ـ ٽوڪريون ڍوئڻ.

● ڏَليهو: اسم خاص. تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏَمَ ع ڏَمُونِ (ث): ث. مادِيِ آنِ (جنهن تي پاڪڙو رکي سواري ڪجي).

● ڏَمُ ع ڏَمَ: ذ. صفت. ڀوڙِي ـ هيرِيَلُ ـ هيرايل ـ هيراڪُ ـ هٿايو ـ هٿ هيرو ـ سِيکاريل ـ ڀاڙهيَلُ ـ سِکيَلَ (ڍڳو وغيره جنهن تي سواري ڪجي). مصيبت ـ ڏَجهو. شومُ. (اسم خاص) سُهڻي (ميهارجي مَعشوق) جي مڙس جو نالو.

● ڏِمَ ع ڏِمُونِ (ت): ث. سِيڪُ ـ ٿاٿارَ ـ ٺاڪوڙ ـ ٺاڪورَ ـ ٺَڪورَ ـ سيڪو.

ـ ڏِمَ ڪَرَڻ: ٺاڪورَ ڪوڻ ـ سيڪُ ڪرڻ ـ تَؤ ڏيڻ ـ سيڪو ڏيڻ.

● ڏُمَّ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڏَمُيرو ع ڏَمُيرا (ت): ذ. درياهه جي مڇيءَ جو هڪ قسم ـ ڪُرڙو ـ وڏو ڪُرڙو.

● ڏُمَندُ ع ڏُمَندَ: ذ. پيٽَ ۾ ٿيندڙ ڪينئون ـ سِيڪيِ ـ ڏُمَنڊُ.

● ڏَمِرَڻُ: مصدر. [سن. ڊَمرَهِ = دانهُون ڪري ڏَڪائڻ] ڪاوڙڻ ـ ڪاوڙجڻ ـ چِڙَڻ ـ ڪروڌ ڪرڻ ـ غصو ڪرڻ ـ ناراض ٿيڻ. رنج ٿيڻ.

ـ ڏَمَرُ ع ڏَمَرَ: ذ. ڪاوڙ ـ غُصو ـ چِڙَ ـ ڪِروڌ ـ وِڏوڻ ـ جذبو ـ قهر ـ تيڪ ـ تاءُ ـ جوش. ناراضپو ـ ناراضگي ـ رنج ـ رنجيدگي.

"ڏمر پاسو، ڏک سين ڪاند ڪتوري هوءِ" (شاهه).

ـ ڏَمِرائيتو ع ڏَمِرائيتا: ذ. صفت. ڏمر وارو ـ ڏمرجو ـ ڪاوڙيل ـ غصي وارو ـ جوشيلو ـ تپڻو ـ ڪِروڌِي ـ چِڙٽو ـ جوشي ـ جوش ڀريو ـ تامشي ـ ڏمريَلُ ـ وِڏوڻو ـ رَنجُ ـ غصي ۾ ـ ڏک وارو.

ـ ڏَمِرائِڻُ: مصدر. ڪاوڙائڻ. ناراض ڪرڻ ـ غصو ڏيارڻ ـ چِڙائڻ ـ چِڙَ ڏيارڻ ـ چِڙخاني ڪرڻ ـ آپي کان ٻاهر ڪيڻ ـ جوش ڏيارڻ. رنجائڻ ـ ڏکوئڻ ـ ناراض ڪرڻ.

ـ ڏَمِرِجَڻُ: مصدر. ڪاوڙجڻ ـ چِڙڻ يا چِڙڻ ـ غُصي ٿيڻ ـ جوش ۾ اچڻ ـ غصي ۾ اچڻ. ناراض ٿيڻ ـ رنج ٿيڻ ـ ڏکوئجڻ.

ـ ڏَمَرُ ڏوٿُ: ذ. غصو ـ ڪاوڙ. رَنجُ ـ ڏُکُ.

ـ ڏَمَرُ ڏوٿُ ٿيڻ: چِڪتاڻ ٿيڻ ـ ناراضگي ٿيڻ ـ شَڪَرِ رنجي پيدا ٿيڻ ـ ڪاوڙجڻ ـ رُسامو پيدا ٿيڻ.

ـ ڏَمِرِيَلُ ع ڏَمِرِيَلَ: ذ. صفت. ڪاوڙيل ـ وڏوڻو ـ غُصي ـ ناراض ـ رَنجُ ـ چِڙيَلُ ـ رنجيده ـ غصي ۾ تپيتارُ.

● ڏَمِرِي ۽ ڏَمِرِيُون (ل): ث. ننڍي سنهي ڪَڪِرِي ـ ميهڙ (جهڙ جون ڏمريون، مڪڙن جون ڏمريون).

● ڏمڙِيَا: اسم خاص. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏَمڪِي: ذ. ٻرت جو هڪ قسم.

● ڏُمنڊُ ۽ ڏُمنڊَ: ذ. معدي ۾ پيدا ٿيندڙ ڪيئين جو هڪ قسم ـ آنڊي ۾ پيدا ٿيندڙ ڪيئون. چَپ وارو ڪيڙو ـ سَپولو ـ سيانتو ـ سيڪو ـ ڏُمو.

● ڏَمَڻُ: مصدر. پوئسي ڪرڻ ـ هَٿَ هيرو ڪرڻ ـ هٿيرو ڪرڻ ـ ڏومڻُ. ڏَيَڻ. پاڻيءَ جي چِنڊَ ڏيئي ڪپڙا هڪ ٻئي مٿان ويڙهي رکڻ.

● ڏِمِڻُ (ت): مصدر. ليريءَ جي سوجَ مٿان آهستي آهستي ٽاڪور ڪرڻ ـ ٽڪور ڪرڻُ. ٽاڪور ڪرڻ.

● ڏِمُڻُ ۽ ڏِمُڻَ: ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم ـ مٺي پاڻيءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم.

● ڏُمو ٻڌجڻُ (ت): وِڏُ وڄڻ ـ ڪاوڙجڻ ـ ڏَمِرجڻ.

● ڏَمُونڳيو ۽ ڏَمُونڳيا (ٿ) ذ. صفت. نحس ـ چنڊو ـ ڀاڳو ـ بد نصيب ـ ڪمبخت ـ اڻ سهو ـ مَ سهو.

● ڏِمِهوڳي ۽ ڏِمِهوڳِي (ٿ): ذ. صفت. ڏَمُونڳيو.

● ڏَنُ ۽ ڏَنَ: ذ. [سن. دا، دَند = ڏيڻ] خراج ـ ڍَلَ ـ محصولُ ـ رائيِر ـ ڏاڻُ. فقير کي ڏنل خيرات ـ دانُ ـ پُڄَ. هر ڪنهن مال ڪنهن فقير يا مرشد کي ڏنل ڪجهه پنسن جو الداز ـ لاڳو ـ لاڳُ ـ نذرانو ـ پيٽا ـ مُريداڻو ـ ٻنڌاڻُ ـ ساليانو ـ ٽڪَ ـ پيرائي وَنڊِي ـ مُرشدائي ڦوڙي ـ چوٽ. ڏاتِ.

ـ ڏَنُ ڀَرَوُ: ذ. صفت. ڏَنُ ڀريندڙ ـ تابعدار ـ زيردست. باجگذارُ جيئن آنڪي ڀريندڙ ـ ڍَلَ ڀَرُو. مُرِيدُ.

● ڏِنُ ۽ ڏِنَ (ٿ) ذ. [سن. دِڪش = اُپرڻ] روز ـ ڏِينهُن ـ ڏِهاڙو ـ يوم.

● ڏُنُ (ت): ذ. بيماريءَ جو هڪ قسم ـ ماتا ـ لاڪيڙو ـ چيچڪ.

ـ ڏُنُ نِڪَرَڻُ: ماتا نڪرڻ ـ چيچڪ نڪرڻ.

● ڏُنبُ ۽ ڏُنبَ (ت): ذ. پاڻيءَ جو چشمو.

● ڏَنبُرَلُو: اسم خاص. تعلقي عمر ڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏَنبِرو ۽ ڏَنبِرا: ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم ڳاڙهيري گلابي رنگ جي ٿورن ڪنڊن ۽ ڏندن سان). (ث. ڏَنبِرِي ۽ ڏَنبِرِيُون).

ـ ڏَنبِرو هَٿَ ڪَانُ وَڃَڻُ: چڱو چوکو ڪاڏو نه ملڻ ـ خوشامند جو دروازو بند ٿيڻ ـ ڦُرَڻ ڪائڻ جي اميد باقي نه رهڻ ـ آسُودِي آسامي هٿن مان وڃڻ.

● ڏَنبِرِيو: اسم خاص. تعلقي سجاول ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏَنبِڻُ: مصدر. ڏَنبُ ڏيڻ ـ داغِڻَ ـ داغ ڪرڻ ـ ٽيڪو لڳائڻ. نشان ڪرڻ ـ ٽُڪوڏِيَڻُ ـ (ڪنهن ٿلهي شئي سان). ساڙڻ ـ جلائڻ ـ ڪانئڻ (ڪامڻ مان). تڪليف ڏيڻ ـ ضرب هڻڻ ـ عذاب ڏيڻ ـ پيڙهيڻ ـ چيچلائڻ ـ ستائڻ ـ آزارڻ ـ دَقُ ڪرڻ ـ هلاڪ ڪرڻ ـ ڪَڪِ ڪرڻ ـ ڏکوئڻ ـ ڏکائڻ. سخت ڳالهائڻ.

ـ ڏَنبُ ۽ ڏَنبَ: ذ. ساڙُ ـ داغُ ـ داڳُ ـ ڦُلُ ـ ٽدو ـ مڙيل هنڌ جو نشان ـ ساڙ جو نشان. ٽُڪو ـ ٽِڪو ـ چٽو. چاپُ ـ نشان ـ ڪلنڪُ.

ـ ڏَنبِائِڻُ: داغ ڏيارڻ ـ داڳائڻ ـ داغائڻ ـ ساڙائڻ.

ـ ڏَنبُ ڏِيَڻُ: داغ ڏيڻ ـ ساڙڻ ـ چٽو ڏيڻ. عذاب ڏيڻ ـ سور ڏيڻ.

ـ ڏَنبِڻِي ۽ ڏَنبِڻِيُون: ث. اهو لوهه جو ٽڪر جنهن سان داغُ ڪجي ـ ڏَنبَڻِ ڏيڻ وارِي لوهه جي ڪاني ـ ڏنبڻ جواوزارُ ـ ڪُرِپي ـ ٽِڪِڻي.

● ڏَنتُ ۽ ڏَنتَ (ٿ): ذ. [سن. دَنت = ڏَندُ] ڏَندُ.

ـ ڏَنتَارِي ۽ ڏَنتَارِيُون: ث. ڪاٺ جو ڏندن سان هڪ اوزارُ (ڪَڪ ڪچرو ميڙڻ لاءِ) ـ ڏانڊاري ـ ڏِنڊاري.

- ڏَنْتَڻُ ع ڏَنْتَڻَ: ذ. ڏَنْدَڻُ - مِسْواڪُ.
- ڏَنْتو ع ڏَنْتا: ذ. ڦڻي وغيره جو ڏَندو.
- ڏَنْتِي ع ڏَنْتِيُون: ث. ڪَنگي - ڦڻي.
- ڏَنْتِي ڏِيَڻُ: وارن کي ڦڻي ڏيڻ.
● ڏَنْتِيرُو ع ڏَنْتِيرا (ت) ذ. ڳُڙَ جو هڪ قسم.
● ڏَنْجُ ع ڏَنْجَ: ذ. بيماري - مرض - ڏوارُ - اڳهائي - ناچاڪائي - ناچڱائي - روڳ - ڏوڪ - ڏُجهندو - لِڱائي - آزارُ - بي مزائي. سورُ - درد - آهَنْجُ - ايذاءُ. ڏُکُ - افسوس - شوڪُ - غمُ - ارمان. تڪليف - ڏولائو - لاچاري. حسد - ساڙو. ڏَنْجهه. جيئن:

"ڏُجهڻ ڏيئي ڏَنْجُ، مونکي مڇڻ ميڙئين"

(خليفو نبي بخش).

- ڏَنْجائِڻُ: مصدر. ڏُکوئڻ - ايذائڻ. رَنْجائِڻ.
● ڏَنِجَڻُ: مصدر. بيواه ٿيڻ - وڌوا ٿيڻ - رَنَ زال ٿيڻ - رَنڙِي ٿيڻ - ڏُهاڳ اچڻ. چِڙو ٿيڻ - وانيڊو ٿيڻ - رَنڊُو ٿيڻ.
● ڏَنْجهه ع ڏَنْجهه: ذ. [س. دهيتي: پرا. دِجهئي = ڏکيو] ڏانجهو - ڏُکُ - ڏولائو - اهنج - ايذاءُ - تڪليف - دردُ - سورُ - رَنْجُ. بيماري. دشمني.
- ڏَنْجهه ڏيڻ: سُورَ ڏيڻ - ايذاءُ پهچائڻ - صدما ڏيڻ.
- ڏَنْجهَڻُ ع ڏَنْجهَڻَ: ذ. ڏَنْجهه.
- ڏَنْجهو ع ڏَنْجها: ذ. تڪليف - سورُ - سختي - تنگي - ڏُکيائي. ايذاءُ. آهنجُ - دَرْدُ - سورُ - ساڙو.
● ڏَنْدِ ع ڏَنْدُونِ: ڏَنْدِيُونِ: ث. وَٽِ - آنْدِ - ڪِنار - ڪنارو - ڪَنارَي - پچاڙي - ڇيڙو - ڪَپَرُ جبل يا ٽَڪِري وغيره جو. پَٽڪِي جي ڪِنارَ (ل). جبل جي چوٽيءَ جي ڪِنار (ڪ). پِرَتَ جو هڪ قسم (جو ڪپڙي جي ڪناريءَ تي پرجي (ڪ)).
● ڏَنْدُ ع ڏَنْدَ: ذ. [س. دَنْتَ: دَشَنَ ف. دَندان = ڏندُ] وات ۾ چبارڻ لاءِ هڏن جي ٽُڪرن مان هڪ ٽُڪر - دَچَنُ.
- ڏَنْدَ آچا ڪَرَڻُ: ڏَنْدَ صاف ڪرڻ - ٿورو ڪير ڏُڪُ پيئڻُ.
- ڏَنْدارُ ع ڏَنْدارَ: ذ. صفت. ڏَندَن وارو - ڏَندائُون. (ذ). ڪاٺ جو ڏَندَن سان هڪ اوزار (جنهن سان ڪڻُ ڪيچرو ميڙجي) - ڏاندارُ.
- ڏَنْدارِي ع ڏَنْدارِيُون: ث. ڏسو "ڏَنْدارُ".
- ڏَنْدالُ ع ڏَنْدالَ (ت): ذ. ڏاندار - ڏندار - ڏانداري.
- ڏَنْداوِ يِٽِي ع ڏَنْداوِ يِٽِيُون: ث. ڪاٺ چيرڻي.
- ڏَنْدائِتو ع ڏَنْدائِتا: ذ. صفت. ڏندن وارو - ڏَندِرُ. ڏندن جو. اهو ٻارُ جنهن کي ڏند نڪرڻ شروع ٿين (ڪ).
- ڏَنْدائِجَڻُ: مصدر. ڏند جَڻ - ڏَندَ ٿيڻ - ڏَندَ اچڻ - ڏَندَ نڪرڻ - ڏَندائتو ٿيڻ.
● ڏَنْدائِڻُ: مصدر. ڪنهن اوزار (جهڙوڪ: ڏاٽي وغيره) جي ڏندن کي سراڻِ تي تيز ڪرائڻ.
- ڏَنْدَ پِيَڻُ: ڏند ڪيڻ - سار ڏيڻ - سزا ڏيڻ - عاجز ڪرڻ.
- ڏَنْدَ پِيچائِڻُ: ڏند زور سان بند ڪرڻ - ڏند پِيڙِڻ.
- ڏَنْدَ پِيڪوڙَڻُ: ڏَندَ پِيڙَڻُ.
- ڏَنْدَ پِيڙَڻُ: ڏَندَ پِيچائڻ. چُپ ڪرڻ - مات ڪرڻ - خاموش رهڻ.
- ڏَنْدَ تي رَکَڻُ: چَکَڻُ - سَوادُ وٺڻ.
- ڏَنْدَ ٽِيڙَڻُ: ڏادي کِلڻُ - وڏا ٽَهڪَ ڏيڻ - اجايو کِلَڻ. واهيات ٿيڻ.
- ڏَنْدَ ٺاهِڻُ: مَصنوعي ڏند ٺاهڻ.
- ڏَنْدُ نُڙِڪو ع ڏَنْدَ نُڙِڪا: چرڙاٽُ - ٺُڪ ٺُڪ. ٻَکَ ٻَکَ - سَکُو رعب تاب - ٿورو دَڙڪو (ت).
- ڏَنْدَ نُڙڪو ڪَرَڻُ: ڪجهه نه ڪجهه ڪائڻ - وات چورڻ - وات هلائڻ - چَبَڻُ - سَکُو رُعب تاب رکڻ (ت).

**ـ** ڏَنڊَ نَهڪائِڻُ (ت) ؛ ڏند ڪڙڪائڻ ـ ڏکو ڳالهائڻ ـ ڏند ڏيڻ. چيڙ ڀيئون ڏيڻ.

**ـ** ڏ نڊ پِهڻُ: ڪاوڙ ۾ ڏند ڪرٽيڻ ـ ڪاوڙ ڏيکارڻ ـ ڏند پيهڻ ـ ڏند ڪرٽيڻ. خار ڪائڻ.

**ـ** ڏَنڊَ پِيهڻُ: ڏاڙ پِهڻ ـ ڏاڙ ڪرٽيڻ ـ خارَ ڪائڻ.

**ـ** ڏَنڊَ چِٻن سانُ لَڳڻُ: حيرت ۾ پوڻ ـ عجب ۾ پوڻ ـ وِسمي ۾ پوڻ ـ هائس ۾ پوڻ.

**ـ** ڏَنڊَ چَرچو ۽ ڏَنڊَ چَرچا: ذ. خبر چار، واءُ سُڌاءُ ـ حال احوال ـ ڳالهه ٻولهه. گَپ شپ ـ ڪِلَ چرچو ـ ٺِٺَ ٺٺ.

**ـ** ڏَنڊُ چِڪُ ڪَرَڻُ: وِڙهڻ جهيڙڻ ـ واتور جڻ ـ وات ڏيڻ ـ گهٽ وڌ ڳالهائڻ ـ جاڻيوتجڻ.

**ـ** ڏَنڊَ چِيڪَ ۽ ڏَنڊَ چِيڪُون (ت): ث. ڏند ڇيڪ ـ محبت ـ سِڪَ ـ قُرب ـ ڪاڏ و ـ چيڪَ. ڪِلَ ـ پوڳ ـ مَسخري.

**ـ** ڏَنڊَ چِيڪَ ڪَرَڻُ: اجايو ڪِلڻ ـ ڏندَ ڪيڻ. ڪيڪارڻ ـ آدرياءُ ڪرڻ.

**ـ** ڏ نڊَ ڏِسڻُ: چمار ڏسڻ ـ عمر جاچڻ (جانورن جي) "چَرِ جي واقف جا ڏند کهڙا ڏسجن".

**ـ** ڏَنڊَ ڏَنڊَنَ سانُ ٻِڙَڻُ: بيهوش ٿيڻ ـ ڏَنڊَنَ پوڻ.

**ـ** ڏَنڊَ ڏِيکارَڻُ: ڏند ظاهر ڪرڻ. ڪاوڙ ڪرڻ ـ رنج ظاهر ڪرڻ. ڊيڄارڻ. کِلڻ.

**ـ** ڏَنڊَ ڏِيڻُ: وات سان ڏُڪو ڏيڻ (ڏاڳي وغيره کي) ـ چِڪُ پائڻ ـ چٻاڙڻ. ايذاءُ رسائڻ. مُنهن ڏيڻ ـ مهاڏ و اٽڪائڻ ـ تڪرار ڪرڻ ـ رَڏُ ڏيڻ ـ گهٽ وڌ ڳالهائڻ ـ وات ڪرڻ ـ جهيڙو ڪرڻ ـ فساد ڪرڻ ـ هوڏ جڻ ـ وڙهڻ.

**ـ** ڏَنڊرُ ۽ ڏَنڊرَ: ذ. صفت. ڏندن وارو ـ وڏن ڏندن وارو ـ ڏندن سان ـ ڏندن آپريل ـ ڏند ٻاهر نڪتل ـ ڏَندو ـ ڏَندرو.

**ـ** ڏَنڊرو ۽ ڏَنڊرا: ذ. صفت. ڏندرُ ـ ڏندو.

**ـ** ڏَنڊرو چِڪرو ۽ ڏَنڊرا چِڪرا (ت): ڏند چِڪُ ڪندڙ ـ وٽ پڪڙ ڪندڙ ـ محنتي ـ چالاڪ ـ

هوشيار ـ هرطرح ڪم ڪرڻ وارو ـ سڀ طريقا اختيار ڪرڻ وارو.

**ـ** ڏَنڊَڙُ ۽ ڏَنڊَڙ: ذ. ڏندن صاف ڪرڻ جي گهڙيل ڪاٺي ـ ڏَندڻُ.

**ـ** ڏ نڊ شيڪَ ۽ ڏَنڊَ شيڪُونَ: ث. ٺورا ڏند ڪيڏي ڪِلڻ جي حالت ـ ٺوري ڪِلَ. ڏند ٽيڙ ـ ناراضگي ـ مخالفت ـ دُشمني. مٺاچري د وستي ـ چَلِ چِلائو ياري ـ خوشامَدَ واري سنگت (ت).

**ـ** ڏَنڊ شيڪَ ڪَرَڻُ: ٺڪو ڳالهائڻ ـ ناراض ٿيڻ ـ ڪاوڙجڻ.

**ـ** ڏَنڊَ شِيڪڻُ: کِلڻ. ڪاوڙجڻ. لڄي ٿيڻ ـ ڦِڪو ٿيڻ ـ شرمند و ٿيڻ. ڏند ڏيکارڻ.

**ـ** ڏَنڊَ ڪَٿا ۽ ڏَنڊَ ڪٿائُون: ث. بي بنياد ڳالهه ـ خيالي قِصو ـ بناوتي ڳالهه ـ مَن گهڙت ڳالهه ـ قياس آرائي ـ ڪوڙو قصو. ٺونڪو ـ پراڻي ڳالهه ـ وارتا ـ حڪايت ـ آکاڻي ـ ڪهاڻي ـ روايت ـ سمرتي ـ اِتِهاسُ.

**ـ** ڏَنڊَ ڪَيڏَڻُ: ڏند ظاهر ڪرڻ ـ بنا مطلب جي ڏند ڪيڏي ڪِلڻ ـ ڪوڙي ڪِلَ ڪِلڻ. ٺهڪ ڏيڻ ـ خوش ٿيڻ. ڦِڪو ٿيڻ ـ شرمند و ٿيڻ ـ لڄي ٿيڻ ـ شرمسار ٿيڻ.

**ـ** ڏَنڊَ ڪَرٽڻُ: ڏند گسائڻ ـ ڏند پِهڻ. ننڊ ۾ ڏند گهڻ. ڪاوڙ ۾ ڏند گسائڻ. سخت ڪاوڙجڻ.

**ـ** ڏَنڊَ ڪَنِي چِٻن سانُ لَڳڻُ: ڪُراڙو جهُور ٿيڻ ـ تمام پوڙهو ٿيڻ. نالائقي ڏيکارڻ. سڀ مال ملڪيت ڪاٺي ڪپاٺي ڇڏڻ.

**ـ** ڏَنڊَ ڪَٽا ٿِيڻُ: بيزار ٿيڻ ـ ڪَڪ ٿيڻ ـ منهن پيٽ سان لڳڻ ـ تمام شرمند و ٿيڻ ـ ڏاڍ و ڦِڪو ٿيڻ.

**ـ** ڏ نڊ ڪَٽا ڪَرَڻُ: بيزارڪرڻ ـ عاجزڪرڻ ـ ٿڪائڻ ـ ڪَڪ ڪرڻ. جهيڙو ڪرڻ ـ فساد ڪرڻ ـ واتورجڻ.

**ـ** ڏَنڊَ ڪُڙڪو ۽ ڏَنڊَ ڪُڙڪا: ذ. ڏندن جو ٺڪاءُ ـ ڏندن جو آوازُ. چِٻڙڪو ـ چٻاڙو. دَڙڪو ـ دَهمان ـ دَٻ ـ ها ها. گيدڙ ڀڀڪي.

- ڏَنْدَ ڪُڙِڪو ڪَرَڻُ: آهستي آهستي ڪا شئي چٻاڙڻ. دڙڪو دهمان ڪرڻ- ٺورو رعب تاب ڏيکارڻ.
- ڏَنْدَ ڪُڙِڪَڻُ: سيءَ سبب ڏند وڄڻ. ڪا شئي ڪائڻ جو آواز ٿيڻ.
- ڏَنْدَ ڪِڪَائِڻُ (ت): هرو ڀرو جهيڙو ڪرڻ- واتورجڻ- منهن ڏيڻ- تڪرار ڪرڻ.
- ڏَنْدَ ڪَوٽِڻُ: ڏندن مان قاتل ڪاڏي جا ذرا ڪيڻ- ڏندن کي صاف ڪرڻ.
- ڏَنْدَ ڪوٽڻ لاءِ ڪڪ نہ بچڻ: ڪجھ بہ نہ بچڻ- سارو مال متاع تباھ ٿيڻ.
- ڏَنْدَ ڪوٽيٺي ۽ ڏَنْدَ ڪوٽيٺيُون: ٺ. ڏندن ڪوٽڻ جو اوزار- ڏنديري- ڏندِ ڀلي- چينگهٽ.
- ڏَنْدَ ڪيڪَرَ ڪَرَڻُ: ها ها ڪرڻ- جٺ ڪرڻ- ڪتهرو ڳالهائڻ- گهٽ وڌ چوڻ- دٻائڻ.
- ڏَنْدَنَ تي وِهُ چڙهَڻُ (ت): تمام ناراض ٿيڻ- سخت ڪاوڙجڻ.
- ڏَنْدَنَ جِي ڀرِيٺ: ٺ. ٺوري گهٽي سڪ- ٺورو گهٽو قُرب- پيار- محبت. آشنائي- دوستي.
- ڏَنْدَن جِي وِچَ ۾ زِبان وانگُر رَهَڻُ: دشمن جي وچ ۾ سلامت رهڻ.
- ڏَنْدَنَ کِي ڪَانِي ڏِيَڻُ: صبر ڪرڻ- مات ڪرڻ.
- ڏَنْدَنَ ۾ آڱُر ڏِيَڻُ: حيرت ۾ پوڻ- عجب ۾ پوڻ.
- ڏَنْدَڻُ: مصدر. ڪنهن ڏلدن واري اوزار (جهڙوڪ: ڦٽي، ڏاٽي ياڏانداري) جا ڏندا ڪيڻ.
- ڏَنْدَڻُ ۽ ڏَنْدَڻَ: ذ. ڏندن صاف ڪرڻ لاءِ وڻ (نم، ٻٻر، ڪهيڙ يا ٻئي ڪنهن وڻ) جي تازي يا سُڪل ڪاني- مسواڪ- ڀر ياتي- ڀرياتيو. ڏندڻ پوڻ جي هڪ بيماري- بيهوشي.
- ڏَنْدڻَ پيَڻُ: ڏندڻ ٻيل (بيهوش ٿيل) جو وات کولڻ- سرجيت ڪرڻ- هوش ۾ آڻڻ- پيچيل ڏند کولڻ.
- ڏَنْدَڻَ پَوَڻُ: ڏندن جو پاڻ ۾ ميڙڻ- ڏندن جو چيپا ٿجڻ- ڏندڻجڻ- ڏَلد پيڙجي وڃڻ- بيهوش ٿيڻ- ڍُڪيرجڻ.
- ڏَنْدِ ٻجڻُ: بيهوش ٿيڻ جي حالت ۾ ٻنهي جاڙِيُون پاڻ ۾ پيچيي وڃڻ.
- ڏَنْدَڻَ ڪَٽَڻُ: پيچيڙيل وات کي آڻڻ يا کولڻ- بيهوش ٿيل ماڻهوءَ جون جاڙيون کولڻ- ڏندڻ پڄڻ- پيچيل ڏند کولڻ.
- ڏَنْدو ۽ ڏَنْدا: ذ. (ڪنهن مشن جي چڪري، ڦٽيءَ، ڏانداري، ڪارائي وغيره جو). ڦٽيءَ جي هڪ ڦاڪَ. ڻارَ يا هرلي جي چڪر جو آرو. ڦٽيءَ ۾ جُونئين ڪيڻ لاءِ ٻڌل ڏاڪو (ت). ڪينار- وَٽ- مٿالهين زمين (ت).
- ڏَنْدو ۽ ڏَنْدُ: ذ. صفت. وڏن ڏندن وارو- ڏندرُ.
- ڏَنْدوري ۽ ڏَنْدوريُون (ڪ): ٺ. ڪِرِ ڪِرِ ڪيلِ ڪيلِ- ڪِٽِ ڦِٽِ- جهيڙو- فساد- ڪتهپي.
- ڏَنْدُ هيرَڻُ: ذات هرڻ- عادت پوڻ- چسوَ پوڻ.
- ڏَنْدُ هڙُڪو (ت): ذ. سرديءَ سبب ڏندن جو ڪڙڪو.
- ڏَنْدَ هيٺ ڪَڪُرو آچَڻُ: غيرت اچڻ.
- ڏَنْدِي ۽ ڏَنْدِيُون: ٺ. ڏَنْدَ جو چڪُ. چيڙبَ- هڏي.
- ڏَنْدِي ٿيَڻُ: ڏَنْدڻَ پوڻ.
- ڏَنْدِي ڏِيَڻُ: تڙي ڏيڻ- هڏي ڏيڻ. ڪاوڙ ڪرڻ- اک ڏيکارڻ- ڪتهرو ڳالهائڻ.
- ڏَنْدِيري ۽ ڏَنْدِيريُون: ٺ. ڏندن واري- ڏندن جي. ڏند ڪوٽيٺي- ڏندِ ڀلي- چنگهٽ.
- ڏَنْدِيَلُ ۽ ڏَنْدِيَلَ: ذ. صفت. ڏَنْدَ ڏَنْدَ- ڏندن وارو- ڏَنْدائتو- ڏَنْدِر- ڪندن وارو.
- ڏَنْدِ ڀلي ۽ ڏَنْدِ ڀليُون: ٺ. ڏَنْدَ ڪوٽيٺي- ڏنديري- چنگهٽ.

- ڏنڍرين آگريُون اچي وڃڻ: عجب ۾ پوڻ۔ حيرانيءَ ۾ پوڻ۔ حيرت کائڻ۔ عجب کائڻ.
- ڏنڍرين ڏائنڊ ۽ ڏنڍرين ڏاند: ذ. پنهنجي مڙسيءَ وارو۔ مڙسان مڙس۔ مڙس ماڻهو۔ پنهنجي همت وارو۔ آپي سمرٿ۔ پڇڻ جوڳو۔ همت پربو۔ دليهر۔ بهادر۔ ڦڏوري۔ جنگ.
- ڏندرين ڏائنڊ هڻڻ: پنهنجي مڙسيءَ وارو هڻڻ۔ سينيءَ جي ٻچڻ لائق. همٿ وارو هڻڻ.
- ڏنڍيو ۽ ڏنڍيا: ذ. صفت. ڏندن وارو۔ ڦٽي۔ ڦلوڻو۔ کنگهو.
- ڏنڍي وراڻي: ث. ڪاراڻيءَ جي ڏندن وراڻ جو اوزار.

● ڏنڍيِي ۽ ڏنڍيُون: ث. سڄيءَ جو هڪ قسم.

● ڏنڍو: اسم خاص. ٽنڊي باگي، سجاول، بدين تعلقن ۾ ديهن جو نالو. هڪ ريلوي اسٽيشن ۽ شهر جو نالو.

● ڏنڍي ۽ ڏنڍيُون: ث. [سن. دنت=ڏند] وارن مان ٻڌو، چانهيءَ ۽ جوئين ڪڍڻ لاءِ ڦٽي جي ڏندن ۾ ڏنل ڏاڳو. ڪناري۔ وٽ۔ آنڊي۔ ڏنڍ. لشون ڦٽل ڪاهه۔ چوڙڪو (ت).
- ڏنڍي ڏيڻ: ڦٽي جي ڏندن کي ڏاڳي سان ٻڌي (جوئين يا ٻڪي) ڪڍڻ لاءِ ڦٽي ڏيڻ.

● ڏنڍريو ۽ ڏنڍريا: ذ. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم.

● ڏنڍو: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏنڍيسار (ٿ): اسم خاص. سنگهواڙ جي هڪ ذات جو نالو.

● ڏنڍ ۽ ڏنڍون: ڪپڙي جي وٽ۔ ڪناري. ڪپڙي جي پرت جو هڪ نالو.

● ڏنڊ ۽ ڏنڊ: ذ. [سن. ڏنڊ=ڏنڊ] ڪيل ڏوهه جو عوض۔ عوضو۔ جرمانو۔ تاوان۔ تاواڻ۔ هرج۔ مصيبت۔ چٽي۔ سزا۔ سيکت. محصول۔ ڏن. سزا جو هڪ قسم (روڪڙا پئسا وصول ڪرڻ يا سڱ عوض ۾ وٺڻ). جابلو ٻڪر جو سڱ (جو وچائڻ جي ڪم اچي)۔ ناڏ۔ ڪوڏ۔ سنگ۔ سينڪ۔ نفيل. ڏ ونڊو۔ ڏورو۔ لونڊ ڪاٺ مشيون ٻانهن جو حصو. ڪسرت يا ورزش جو هڪ نمونو. ڏنڊو۔ ڏڪو۔ لٺ۔ حملو. راڄ نيتي جي چئن سزائن مان آخرين سزا "١- شام، ٢- دان، ٣- ڀيل، ٤- ڏنڊ". (ذ. صفت) ٿلهو۔ متارو۔ سيتيل (ل) جيئن:

"حرام جو کائي ڏنڊ ٿيو آهين".

- ڏنڊ ڀرڻ: جرمانو ادا ڪرڻ۔ ڪيل ڪرمن جي سزا ڀوڳڻ. ورزش ڪرڻ.
- ڏنڊ پوڻ: چٽي پوڻ۔ هرج پوڻ۔ جرمانو پوڻ.
- ڏنڊ ڏيڻ: جرمانو ڏيڻ.
- ڏنڊ وجهڻ: تاوان وجهڻ۔ هرج وجهڻ.
- ڏنڊ ۽ ڏنڊ: ذ. ميوي ۾ لڳل ڪاٺيءَ جو ٽڪر۔ جنبي۔ ڏنبي.

● ڏنڊر ۽ ڏنڊر: ذ. صفت. بي خوف۔ بي ڊپو۔ بي ڀؤ۔ نڊر۔ ليرڀؤ۔ بهادر۔ دليهر۔ بي پرواهه۔ الغرضو۔ کهپلو. ٿلهو۔ متارو۔ پرٻل۔ کائي بي ڏؤ ڪيل.

● ڏنڊڻ: مصدر. [سن. دنڊه=ڏنڊ وجهڻ] ڏنڊ وجهڻ۔ ڏنڊ رکڻ۔ جرمانو ڪرڻ۔ چٽي وجهڻ. سزا ڏيڻ. محصول وجهڻ۔ زبردستي اڳاڙڻ. گهٽ وڌ ڳالهائڻ (ٿ). جيئن ته:

"التو چور ڪوتوال کي ڏنڊي".

● ڏنڊو ۽ ڏنڊا: ذ. [سن. ڏنڊ: پرا ڊنڊو=ڏنڊو] ٿلهو لڪڻ۔ سوٽو۔ ڏڪو۔ سانٽو۔ گهوٻاٽو۔ ڏڳرو. لٺ۔ لوڙهه۔ ٻانٺو۔ ڏولڪڙ۔ ڏانگهه. شيءِ گهوٽڻ لاءِ ڪاٺ جو گول ٽڪر۔ دستو۔ ٻهرو۔ گهوٽو۔ ملهڙو. (ذ صفت). ٿلهو۔ متارو۔ مضبوط. جيئن:

"فلاڻو ڏنڊو لڳو پيو آهي".

(ث. ڏنڊي ۽ ڏنڊيُون).

- ڏنڊائي ۽ ڏنڊائيِي: ذ. صفت. ڏنڊا هڻندڙ۔ ڏڪيباز. جهيڙاڪ. ڏاڍو مڙس۔ ستهيو.

- ڏنبو ڪَٽَڻُ: ڪنهن شئي جي بلڪل سَختيءَ سان نگراني ڪرڻ. هوشيار ٿيڻ. ڪن ڦيرڻ. مقابلو ڪرڻ.
- ڏَنبو مُٺو ۽ ڏَنبا مُٺا: ذ. صفت. ٿلهو متارو- سَٺو وَ ٽَرو- ڏگرُ وَگرُ.
- ڏَنبو مُڇائي وِهَڻُ: بي پرواه ٿي وهڻ. مقابلي لاءِ تيار وِيهڻ.
- ڏَنبو هَڻَڻُ: ٽاڏل يا پنگ گهوٽڻ. ڏڪُ هڻڻ- مؤنڻو هڻڻ.
- ڏَنبِي تي هَڻَڻُ: خرچڻ ڪپائڻ (پئسا وغيره). ناس ڪرڻ- دَٻ ڪرڻ- اُڏائڻ.
- ڏَنبِي جي زور تي هلڻ: ڏاڍَ تي هلڻ- زورَ تي هلڻ. ظلم ڪرڻ.
- ڏَنبِي ڪُونبِي هيٺُ لَنگهائي ڇڏَڻُ: فضول خرچيءَ ۾ پئسو اُڏائي ڇڏڻ.
- ● ڏَنبوتِ ۽ ڏَنبِوَتُون: ث. [سن. ڏنبوَت: ڏَنب=ڪاٺيءَ جو ٽڪر + وت= وانگر=ڪاٺي وانگر سڌو]. مٿي ٽيڪڻ جي حالت- جهڪي ڪَيل سلامُ (جو هندو پوڄاري پنهنجي معبود کي ڪري)- هيٺ نمڻ واري حالت- سَجدو- نمسڪار- ڪورنش -- مُجرو- ڪُرلِشي- آدابُ.
- ڏَنبوتِ ڪَرَڻُ: سَجدو ڪرڻ.
- ● ڏَنبئي (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
- ● ڏَنبِري ۽ ڏَنبِرِيُون: ث. ميوي ۾ آنڪيل وڻ جي ڪاٺيءَ وارو ذرو- پَنبي- چَنبي- پُنجيي- پُونڊ- پُونڊ- پُولڊي- پُونبِ- ڏانبِري- ڳَنر- ڳني (ڪنهن ٽاريءَ جي ميوي سان انڪيل).
- ● ڏَنبيو ۽ ڏَنبيو: ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم- (مڇي (ڪسيءَ جي) رنگ تي، گرميءَ ۾ مَرِي، ڊيگهه ٣-٣ انچ، ٣ قسم: ڪارو، ناپرتو، ناپارو، ناپارچو، ١- هيٺا پڪ، ٢- صاف اڇو، ٣- نائين رتو، ڇنيو ڏلبيو ڪارو، پڪ هيٺا ڇڇن وٽان ۽ اڪ وٽان هيٺا پٽا).
- ● ڏَنرِي ۽ ڏَنرِيُون (ت): ث. لئي جي وڻ جي بيماريءَ جو نالو.

- ● ڏَنڪو ۽ ڏَنڪا (ٿ): ذ. (آواز) آواز.
- ● ڏَنڪَڙُ ۽ (ل): ذ. ڪاٺ جو ڏَڪَرُ- ڏَڪُ. ٿلهو متارو ماڻهو.
- ● ڏَنگُ ۽ ڏَنگَ: ذ. [سن. ڏَنش=ڏَنگُ] وهٽن کي ڏنگيندڙ جيت جو هڪ قسم- وڏو مکو- وڏي مک. ڪاڏو- چارو (وهٽن لاءِ). وزن (دوا وغيره جو). ڪارڪ جو هڪ قسم- اڌ نرم ۽ اڌ سخت ڪارڪ.
- ڏَنگَ پوَڻُ: ڪارڪن جو ڏونڪن ڪان وڏيڪ پچڻ.
- ڏَنگيجَڻُ: ڪجيءَ جو اڌ پڪي ٿيڻ.
- ڏَنگُ ڪَرَڻُ: ڏولڪن سان پچي اڌ ڪارڪون ٿيڻ.
- ● ڏِنگَر: اسم خاص. تعلقي کپري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- ● ڏِنگ ۽ ڏِنگُون (ڪ. ت): ث. نراڙ جي ڪُنڊَ لوٽي جي مٿان وارو حصو- ٽپڻ- ڪِرڙي.
- ● ڏِنگُ ۽ ڏِنگَ: ذ. وَرُ- وَنگُ- جهڪَ- موڙ- چَڪَرُ- ڦيرُ- ڦيرو- لاڙو- وَڪڙُ- وَٽُ- پيچُ. سَچَ ڪان پٽڪڻ واري حالت. ڪوڙ- ڪپت- گِدِي نکيي. ارڏائي- لچائي- بد معاشي- ڏنگائي. برخلافي- ورو- مخالفت- وِ ڪُهن- دشمني- رَدُ ڪَدُ.
- ڏِنگائي ۽ ڏِنگائِيُون: ث. ٽيڙائي- ڦڏائي- نورائي- ٽيڏائي- اڻ سِڌائي. حرڪت- لچائي- مَستي- شرارت- بدمعاشي- ارڏائي- ڏاڍائي- اڙٻنگائي. ڪپت- نکيي- دلبو، ضد.
- ڏِنگُ ڏِنگائي (ل): ث. پاراڻي هڪ راڳ جو نالو. ڏکن اچڻ جي هڪ راڳ جو نالو.
- ڏِنگو ۽ ڏِنگا: ذ. صفت. ڦڏو- مڙيل- وريل- اڻ سڌو- ٽيڏو- وِنگو- ٽورو- پيچدار- خمدارُ- آڏو ٽيڏو- ٽنگ وِڻنگو- آڏو ترڇو. برو- پڙو- شرير- لچو- حرڪتي- مستي خور- کپتائي- ارڏو- شيطان.
- ڏِنگا ڏِينهن ڏِسَڻُ: تڪليف وارا ڏينهن ڏسڻ يا ڪاٽڻ.

ـ ڏِنگو ڪَڙو ع ڏِنگوِ ڪَڙا: ذ. صفت. وِنگو ـ ڏنگو ـ ڦڏو ـ مڙيل ـ وريل ـ پيچدارُ ـ خمدارُ ـ وَرَ وڪڙ وارو.

ـ ڏِنگَ وِ انگيڙو ع ڏِنگَ وِنگيڙا ذ. صفت. ڏِنگو ڪڙو.

ـ ڏِنگي ع ڏِنگيون: ث. صفت. ڏنگو جو مؤنث.

ـ ڏِنگي ليڪَ: ث. اڻ سڌي ليڪ ـ مڙيل ليڪ.

● ڏِنگاچيِي ع ڏنگاچيِيون (ل): ث. صفت. ٿوري ڪار واري ڪارائي (زمين).

● ڏِنگاري ع ڏِنگاريون (ڪ): ث. ڏاڻي جو هڪ قسم ـ ہنگاري. تغاري ـ تگاري. ڪنجي ـ ڪنهي.

● ڏَنگيرُ ع ڏَنگيرَ (ت): ذ. صفت. وَهڙو (ڍڳو) جو ڳِنئون تي نه پوي ـ ڪُٽ ـ اڻ وَڌو ـ خصي.

● ڏُنگَرُ ع ڏُنگَرَ: ذ. جبل ـ پهاڙ ـ ڏُونگر.

ـ ڏُنگَرُ چامُ ع ڏُنگَرَ چامَ: ندا. اي جبل جا چامَ! اي ڪوهيارا! اي پنهون! جيئن ته:

"ڏَڪا ڏونگرَ چامَ! ڪَر متعذور ن تي".

ـ ڏُنگَرَ ڏِيهي؛ ذ. صفت. جبل جو رهاڪو ـ ڪوهيارو ـ پنهون.

● ڏَنگَراڄُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڏَنگيرو: اسم خاص. تعلقي نوشهري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

ـ ڏَنگيري ع ڏَنگيريون: ث. مڇيءَ جو هڪ قسم. (اسم خاص) تعلقي ڊگهڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏِنگيري ع ڏِنگيريون: ث. ٿار يا هرلي جي ننڍي چڪر جو آرو ـ ڏِنگڙي.

● ڏَنگيڙو (ت): ذ. پرت جو هڪ قسم.

● ڏَنگيڙي: اسم خاص. تعلقي ميرو خان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏِنگيڙي ع ڏِنگيڙيون (ت): ث. ٿار جو هڪ عضوو ـ ڪاليءَ جو وريل لڪر.

● ڏَنگَڻُ: مصدر. [س. دَنشَنَ = ڏنگڻ. پرا. ڊَنسَڻُ] وڇونءَ، نانگ يا ڪنهن زهريلي جيت جو چَڪُ پائڻ ـ ڏنگ هڻڻ ـ ڪڪڻ ـ گهائڻ ـ ڪاپائڻ ـ دَرُدُ رسائڻ ـ ڦٽڻ ـ زَخمَڻُ. ڪنهن ۾ اوزار وغيره سان زخم ڪري رت ڪيڻ. زهر پريو ڳالهائڻ ـ ڪاوڙ ڪرڻ ـ تَونڪڻ.

ـ ڏَنگَ ع ڏَنگَ: ذ. ڪنهن بلا يا نانگ، وڇونءَ يا زهريلي جيت جو چَڪُ ـ جَهٽُ ـ جهڙپَ ـ چيڪو ـ وَڍُ ـ گهاءُ. وڇونءَ جي پڇ ۾ چيڙي وارو ڪنڊو ـ نيشُ ـ نشتر ـ ڪَڪَ. ڏکيو ڳالهاءُ ـ مهڻو ـ طعنو ـ اولاڀو ـ چيڙپ ـ هڏي.

ـ ڏَنگائڻُ: مصدر. ڏنگ هڻڻ جو ڪم ٻئي کان ڪرائڻ.

ـ ڏَنگجَڻُ: مصدر. ڪنهن زهري جيت وغيره کان ڪَڪجي پوڻ ـ ڪائجڻ.

ـ ڏَنگَ ڏِيَڻُ: ڏوراپو ڏيڻ. گهٽ وڌ ڳالهائڻ.

ـ ڏَنگيرُ ع ڏَنگيرَ: ذ. صفت. ڏنگ هڻندڙ ـ ڏکيندڙ ـ ڏَنگيلُ ـ ڪَڪيلُ.

ـ دَنگيٺو ع ڏَنگيٺا: ذ. صفت. ڏَنگيرُ.

ـ ڏَنگيٺي ع ڏَنگيٺيون: ث. ڏنگڻ جو طريقو يا نمونو. اسم جنس. گاهه جو قسم جنهن ۾ سارنگ جهڙا ڪنڊا ٿين. صفت. اها شيءِ جا ڏنگ هڻي. ماکي لاهيندڙ تي حملو ڪندڙ ماکيءَ جي مک.

ـ ڏَنگو ع ڏَنگا: ذ. چَڪُ ـ چيڪو ـ وَڍُ ـ گهاءُ ـ ڏکو.

ـ ڏَنگَ هڻائڻُ (ت): جنبُ آهوڙائڻ.

ـ ڏَنگَ هڻڻُ: ڏنگڻ ـ چَڪُ هڻڻ. مهڻا يا طعنا ڏيڻ ـ جهيڙو ڪرڻ ـ اوڀالا ڏيڻ.

● ڏَنگيٺا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڏَنگيٺي ع ڏنگيٺيون: ث. [س دَنشَنَ = ڏنگڻ] ڪپڙن کي چنهنڊي پوندڙ گاهه جو هڪ قسم. جيت جو هڪ قسم (ڏنگيندڙ). لوهارن جو هڪ اوزارُ جنهن سان ڏاٽي وغيره جا ڏندا ڪڍجن ـ ڪَنهي ـ ڪَڪيرلي.

● ڏنگو ۽ ڏنگا: ذ. پيڙيءَ ۾ تن يا چيرُ - سوراخ - سيرلڪ - ٽونگ - ٽينڊي. آفير يا امل جو ٿورو ذرو - لغار - تهار - چٽ - منڪ. مٽي زمين ۾ ڪلر جو ٿورو ٽڪرو - ڪاري زمين جو تراڪڙو - زمين جو ڪلرائو ٽڪرو - مٽاڇرو - ٽانگهڙو - تراشو. لوهارن جي اصطلاح ۾ لوهه کي وڍ جو نشان (ل) - نشان - سنهي ليڪ - وڍُ - گهاءُ. جيئن ته "ڪاتيءَ کي ڏنگا ڏي ته جلد سُڪي." گهمڻ ۽ هلڻ چلڻ ۾ آزادي - چالاڪي - چستي - ڪڙائي - جهانجهرائي.

- ڏنگو چاڙهڻُ: آفير ڪائي لشي ۾ ٿيڻ - خمارجڻ - آفير کائڻ - لشئي ٿيڻ - لشي ۾ مست ٿيڻ.

- ڏنگو ڏيڻُ: لغار ڏيڻ - چٽ ڏيڻ. پاڻيءَ جي چٽڪار ڏيڻ.

- ڏنگو ڪيڏڻُ: سرنگهه ڪيڏائڻ.

- ڏنگو ڪرڻُ: اوچتو ٽنگ ٽيڻ (پيڙيءَ ۾) - ٽينڊيءَ جو اوچتو لڪرڻ.

- ڏنگو ڪڍڻُ: (ڏينهن جو) گرم ٿيڻ - تپڻ - ڪوسو ٿيڻ - جلڻ - سڙڻ - پچڻ - باهه ٿيڻ.

- ڏنگيدارُ ۽ ڏنگيدار: ذ. صفت. مٽيءَ زمين ۾ ڪلر وارو ٽڪر. جيئن وارو وهٽ - پاڻيائو - تيکو - پتلو - سنو. چالاڪ - چست - ڪڙتڙو - جهانجهرو.

● ڏِنگو: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏُنگو ۽ ڏُنگا: ذ. ڏاڙهه - چيڙب - تاب - دڙڪو. جيئن ته:

"هڪ ڏُنگا ڏاڏاڻا، پيو موتيو تان نه مينڊرو"

(شاهه).

طعنو - مهڻو - ڏوراپو - اوپالو. (ت).

● ڏنگي ۽ ڏنگي: صفت. ڏنگي جو سون (جو تمام سٺو سمجهيو وڃي ٿو). (سون وغيره جي) لٽڙ - لسيري. ريشي - چڪيي - سير (چانديءَ جي).

● ڏنگيجا: اسم خاص. تعلقي نوشهري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏنگهه ۽ ڏِنگهون (ڪس)؛ ث. ڪوڙيل مٽر - ٿوڙ - روڏ.

● ڏُنگهو ۽ ڏُنگها: ذ. ناريل جي ڪتل جو لسو آڏ - ڏونگهو. جيئن ته:

"پرڻ چيو ڏُنگهي کي ته هل ڙي ته ٽنگا"

(چوٽي).

(ذ. صفت) وريل - چپو - ڏوڙو (ت).

● ڏنگر: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڏُنگر: اسم خاص. تعلقي ڪڪڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏنڻ: مصدر. ڏنگا هڻڻ - چهبڪ هڻڻ - نيٽ هڻڻ - لڪڻ سان مارڻ - سٽڻ - سٽڪو لڳائڻ. ڏنا ڪرڻ - پنا ڪرڻ. گوڏن پر ڪرڻ. رنجائڻ - ڏکوئڻ - تڪليف ڏيڻ - ڪاوڙائڻ - چيڙائڻ - ڪلپائڻ - هلاڪ ڪرڻ - دق ڪرڻ - ستائڻ - خفي ڪرڻ - آزارڻ. هيسڻ. لاڳ وٺڻ - ڏن وٺڻ - خيرات تي گذران ڪرڻ. (زال جي) مڙس جو مري وڃڻ (ل).

● ڏنؤ ۽ ڏنو: ذ. حسد - ساڙو - ايرڪا - جلن - بغض - پيائي - ساڙ - پچ - جر - دشمني - عداوت - ڪينو.

- ڏنو چڏڻُ: ٻرڇڻ - ٽهڻ - چيرڪڻ. لڄ ٿيڻ - شرم ٿيڻ - حجاب ٿيڻ - سنڪوچ ٿيڻ.

- ڏنو ڏارُ ۽ ڏنو ڏار: ذ. ڊپ - خطرو - پؤ.

● ڏنو ۽ ڏنا (ل): ذ. چهبڪ، نيٽ يا لڪڻ جي ڌڪ جو نشان - بنو - ٽڪو - نيل - نشان - وڍو - داغ - بن - ليڪو - ليڪ - پنو - پٽي - گهاري. ڪشل - سڪ. سرينڪ - ڪناري. مٿاهين زمين - دڙو - ڊپو - مٿان - پيٽ - ڊِپ (ل). ٽڪري - ٽوڙو - ٽاڪر - لوڙهائو - جبل جي چوٽي. ڪورين جو هڪ اوزار - مٽي ٽنگيل رول جنهن ۾ نوڙيون پڌيون آهن، جن ۾ وري آڏائو ٽنگيل هوندو آهي (ت).

- ڏنگا ڏونگر نوڻ: ذ. جبلن جا چاڙها ۽ لاها - مٿيان ۽ هيٺاهان ٽڪر.

- ڏنا ڏوڻ: ظرف. مٿي هيٺ - هيٺاهون مٿانهون.

-ڏَنا نئوڻَ: ذ. ڏَنا ڏئوڻَ.
=ڏَنو وَراڻُ (ت): ڪورين جي هڪ اصطلاح موجب تاڪيءَ تاڪيءَ ڪانيءَ کڻڻ ڪي گسڻ جي ڏِپَ ڪان ڦيرائڻ.
● ڏِنو ۽ ڏِنا: [سن. دا=ڏيڻ] (ڏيڻ مصدر مان) ڏنل - ڏيڻي ڇڏيل.
- ڏِنُو ڀِنو: خيرات جو نيڪ ڦل - اجورو.
- ڏِنو ڀِنو ٿيوڻُ: خيرات جي ڪري، آخرت، سوچاري ٿيڻ - خير و خيرات قبول پوڻ ڪنهن مصيبت ڪان ڇٽڻ.
- ڏِنو وَرتو: ذ. اَجورو - ڦل - جزا.
● ڏَنُوَرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● ڏَنُوَرُ ۽ ڏَنُوَرَ (ت): جهٽ جو هڪ قسم - ڏانُوڙُ - ڏاوَر - ڪوريڙو.
● ڏَنورو ۽ ڏَنورا: ذ. ڪرڙ جي وڻ ۾ ٿيل ڦَلُ.
● ڏِنو ماڪُو: اسم خاص. تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڏِنهَہ (ڪ): ذ. گاهہ جو هڪ قسم.
● ڏِنهرُ: ذ. گاهہ جو هڪ قسم.
● ڏَنهَنُ (ت): ذ. گاهہ جو هڪ قسم.
● ڏَنهَنُ: ظرف. طرف ڏي - ان طرف - ان پاسي.
● ڏِنهَنُ ۽ ڏِنهَنَ: ذ. [سن. د ڪش=اپرڻ] رات ڪان پوءِ پارهن ڪلاڪن جو عرصو - روز - تاريخ - وار - ٽيڻ - ڏِڻُ - تيتَ - يئومُ - ڏِينهن.
- ڏِنهَنڪُ ۽ ڏِنهَنڪَ: ظرف. هڪ ئي ڏينهن ۾ - انهيءَ ئي ڏينهن.
- ڏِنهُو نڏِنهَنُ: ظرف ڏينهن پٺيان ڏينهن - جيئن پوءِ تيئن - روزانو - ڏيهاڙي.
- ڏِنهوڪو ۽ ڏِنهوڪا: ظرف. صفت. اڄوڪي ڏينهن وارو - ڏِينهن وارو - ڏينهن جو - ڏينهاڙڪو. ڏينهوڪو (ل).
- ڏِنهُوٽڪو ۽ ڏِنهُوٽيڪا: ظرف. ڏنهوڪو - ڏينهاڙڪو.
- ڏِنهوٽو ۽ ڏِنهوٽا: ظرف. صفت. ڏنهوڪو - ڏنهوٽڪو - ڏينهاڙڪو.

● ڏِنهيُ (ت): ث. گاهہ جو هڪ قسم.
● ڏَنُ ۽ ڏَنُ (ل): ذ. [سن. دَنبِ= ] - ڏاڙ - ڀَڃُ - جَلُ - دامَ - پَڃرَ. ڏنبِ - سزا - ميڪت. ڏڪَ - عذاب - ڏنجهہ. جيئن:
"اي ڏنءَ ڏي ڏير پاڻا پراهان ويا".
(شاهہ).
پارڻ - ڏانڊو (ل).
- ڏَنءَ چڏَنُ: ڊڄڻ - ٿهڻ - چرڪڻ. شرمندو ٿيڻ - لڄي ٿيڻ.
- ڏَنءَ ڏائيڻُ: ڏکيو ڪم شروع ڪرڻ.
● ڏَنءَ ڏارُ ۽ ڏَنءَ ڏارَ: ذ. آئنيرو يا هٽرو چوڪرو - حرڪتي پارُ - (جيڪو والد ۾ ڪپڙا ڦاڙي اڇي).
● ڏَنئرا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● ڏَنئرو ۽ ڏَنئرا: ذ. ڪيرڙ (وڻ) جو ڪچو ڦَلُ.
● ڏَنئوڙا: ذ. ڳَهَہ جو هڪ قسم - سوليءَ ڏاٿيءَ جو ۽ شاخن جي ڪنن ۾ آنيڪنڊيُون آهن. (نئين زندگي، فيبروري ١٩٥١ع، ص ٣٥).
● ڏَليُ ۽ ڏَنيئون: ث. [سن دنت] ڪنڌي - ڪنارو - ڪنڌو - ڪَر - ڪنو - ڪپرُ - پِٽِر - ساحيل - ڪپُ (ندي وغيره جو) جيئن ته:
"سڪي ڏَنيُ سرين، پيو مڙوئي تار"
(شاهہ).
ڀڪِي جي وَٽَ (ل). جبل جي اتانهين تي ماٿري يا مٿاهون ڀَٽُ - جبل ۾ زمين جي ٽِڪي (ڪ) پلاڻ جي پڇڙيءَ واري ڪالي.
● ڏَنيُ ۽ ڏَنيئون: ث. صفت. وڏوا - رَنَ زالَ - بيوَهَ - ڏَليل - ڏهاڳڻ - ڦلاوَتيُ.
- ڏَليلَ ۽ ڏَليئون: ث. صفت. وڏوا - بيواهہ - ڦلاوَنتي - ڏَنيُ.
● ڏِنيُ: اسم خاص. ٺٽي جي لڏيڪ ڪنهن قديم واهہ يا ذات جو نالو. جيئن ته:
"وَسي واسي مينهَن جيئن ڪري هتڏ هيڪا،
ٺهڙو ملي تئون ۾ ٺهڙو ڏِني ڏانهن."
(مخدوم محمد هاشم).

● ڏَنِّيرُ ۽ ڏَنِّيرَ: ذ. صفت. وڏو ۽ ٿلهو نانگ-دَنِّيرُ.

● ڏِڻُ ۽ ڏِڻَ: ذ. گاهه جو هڪ قسم (جنهن مان مادا رسا ٺهن) سَرَ- ڪانا يا ڪانهن-ڪيپَ- ڊَڀَ- ڀيڻشَ.

● ڏِڻُ ۽ ڏِڻَ: ذ. [سن. دِنَ: پرا. دِڻو= ڏينهن] ڏينهن- وڏو ڏينهن- خوشيءَ جو ڏينهن- وارُ- ٻارنهن ماهو ڏينهن- جشن ملهائڻ جو ڏينهن- پربُ- خوشيءَ جي ڏينهن تي پنهنجي ڏيءَ يا ڀُڻي ڪنهن عزيزياڻيءَ کي موڪليل سوکڙي.

– ڏِڻائيتو ۽ ڏِڻائيتا: ذ. صفت. ڏِڻَ وارو- ڏِڻَ جو.

– ڏِڻُ وارُ ۽ ڏِڻُ وارَ: ذ. ڏينهن وار.

● ڏِيهَنُ (ل): ذ. بيابان- سَڃَ. جيئن ته:
"ملڪ سارو ڏِيهَنُ لڳو پيو آهي".

● ڏوهه ۽ ڏوهه: ذ. [سن. ده=ساڙڻ] حَسَدُ- ساڙو- ايرکا. رِيسَ- هَوَسُ. ڏُکُ- دَرْدُ (ت). ڪامَ- جَلَ- ٻَڇَرَ- باهه- تؤ- سِڪُ.

– ڏوهُ لڳَڻُ: باهه لڳڻ. حَسَدُ ٿيڻ.

● ڏَواچَ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

– ڏواخ ۽ ڏَواخُون (ت): ث. پوڙهي مائي- ٻڍي عورت- ڀانيَ.

● ڏُوارُ ۽ ڏُوارَ: ذ. ڏُکُ- آهنج- ڏُنارُ- مصيبت- ڇَمي- تڪليف- هَنجَا (ل). جيئن ته:
"ڪاڏي پيتي سنريون، نه ڪر ڏُکَ ڏُنار"
(خانزئي).

مرض- بيماري- اڳهائي. جيئن ته:
"آئي وِڏم ڏکن جي، ڏولي ڏوار سان"
(لطف).

● ڏَواڻِ (ل): ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● ڏُواءِ ۽ ڏُوائُون: ث. [سن. در=خراب+ واشي=ٻولُ] بددعا- پِٽَ- آهَ- سيراپَ- ٻاراتو- ويڻ- عتابُ مهڻو- ڏوراپو- طعنو- وِيارُ.

– ڏُوائيِ ۽ ڏُوائيُون: ث. خراب وائي واري- لباڪي- نڀوري- ڏُکي.

● ڏُواءُ ۽ ڏُواءِ (ل): ذ. [سن. دُر=خراب+ وايو=واءُ] خراب هوا- اڻ وڻندڙ هوا- ناپسند هوا.

● ڏوبتو: اسم خاص. تعلقي کپري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏُوَ ٻاسو ۽ ڏُوٻاسا: ذ. اوپالو- مهڻو- ڏوراپو.
"ڏوٻاساڏيو، ور ڪيئي ٿو ولهيون".

● ڏُوٻاڪَڙُ ۽ ڏُوٻاڪڙَ (ت): ذ. صفت. بدچال- بدلڇڻو- ڪُلڇڻو. لالچي- لوڀي- طمعو.

● ڏوٻاڪي ۽ ڏوٻاڪُون: ث. صفت. تمام ايري ۽ پوڙهي.

● ڏوبَرِ ۽ ڏوبَروُن: ث. [سن. در=خراب+ ٻل=زور] ڏبرائي- ڏٻلائي- ڪمزوري- هيڻائي. ڪسيءَ وغيره ۾ آخري بچيل پاڻي (ت).

– ڏوبَرِ ڪَرڻُ: ضعيف ٿيڻ- ڪمزور ٿيڻ. ليٽ جي پاڻيءَ جو هڪ هنڌ گڏ ٿيڻ- وَهڪ نه ڪرڻ.

● ڏوبَرُ ۽ ڏوبَرَ (ٿ): ذ. مٽيءَ جو ٿانءُ- ٺڪر جو ٿانءُ (هه. ڊوبرا).

● ڏوپُ ۽ ڏوپَ: ذ. [سن. دَهنُ=ڏهڻ] مال جي ڏهڻ جو وقت- ڏهائيءَ جو ٽالو- ڏهائي. ڪنهن کير ڏيندڙ مال جو هڪ وِيَم ۾ کير ڏيڻ وارو عرصو (ت-ل). جيئن ته:
"مون ڏِٺي ٻَم ڏوپَ ڏڏي آهي".

● ڏوتُ ۽ ڏوتَ: ذ. صفت. سن. ڏُورت= ] گهٽو ڪائيندڙ- گهٽڪاٻاڪُ- جهجهو ڪائيندڙ- گهٽڪائو- پيٽَ لَٽُ- مانين ٽوڙ- هٻڇي- پيٽوڙي- ڏُنيتُ- دَنيتُ- پيٽو- آڪالُ (ع)- ڏرو. ڪُلڇڻو- بدعادتو- بدفضيلت- بي اَرڪانُ. ڏورت- ٺگ. پليت- پريت- شر. جيئن ته:
"اُرڪ سرڪ سيد چئي، لڳيس ڏوت ڏهي"
(شاهه).

دنيا ۽ دُنيوي بندڻن کان فارغ- آڏُوت (هندو فقيرن جو هڪ فرقو جي ڌرمي ڪريا ڪرم تي ڌيان ڏين، اڪثري سندن افعال ٻڇڙا هوندا آهن ۽ ڪاڏي پيتي جا ڳوتُرا هوندا آهن).

ٻي ڊؤلو (ت). [سن. دُوتُ=قاصد] قاصد - پيامبر - دُوت.

● ڏُوتڙِي: اسم خاص. تعلقي شاه بندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏُوتو ۽ ڏُوتا: ذ. ڪمائي - آپراسو - آوَت - آمدني - آهت. قوت - ڪاڌو. جيئن ته:

"جيڏا بوتا تيڏا ڏوتا" (پهاڪو).

● ڏوتي ۽ ڏوتي: ث. ڪاري جي ٻيڙيءَ ۾ (جود) ۽ (ڪڙي) جي رسن کي ٻڌڻ وارو ڪاٺ جو ٿلهو قوت ڪن تُڪر - درياءَ جي ٻيڙيءَ ۾ (گيلي). ڏاس جي ويڙهي (ڪ).

● ڏوتيو ۽ ڏوتيا: ذ. صفت. ڏٿ تي گذران ڪندڙ - جهنگل جي شين تي پيٽ پاريندڙ - ڏٿ کائيندڙ مارو ماڻهو - جهنگلي - غريب. ڏٿ (جهنگلي اَنُ) وڪڻندڙ - مارو ٽڙا. جهڙن ته:

"آدا ٽِي ڏوتي، آءُ پچان تو ٿيي"

(شاهه)

پنهنجي ڪم ۾ ايماندار - آدمي - اتساهي - سرگرم - تسڪو - خفتي. (اسم خاص) هڪ ذات جو نالو.

● ڏوٿو ۽ ڏوٿا (ٿ): ذ. ٿلهو لڪڻ - سونٽو.

● ڏوٿيو ۽ ڏوٿيون ث. حقي جي نڙ کي گوه سان ٻڌيندڙ ٿونٽي. زنالي زيور جو هڪ قسم. (ث. صفت). ڏونٽي - ڏٿي منٽي - وگر وٽي - چوٽي موٽي - ٿاهي متاري - مکهي سگهٽي - کٽڙي تڙي.

● ڏوٿ ۽ ڏوٿ (ت): ذ. ڏوراپو - طعنو - عتاب - مهڻو - ميار. ڪاوڙ - رنج - غصو. تڪليف - ڏک - بار. (سن. دنت=ڏنيت) بي ترس - بي رحم - ظالم - ڪنور - سنگدل. (ديوان فاضل، ص ۱٦۹).

- ڏوٿ ڏوراپو ڏيڻ: طعنو ڏيڻ - ڏوراپو ڏيڻ - مهڻو ڏيڻ. ڪاوڙجڻ - ڪاوڙجي سختي ڪرڻ.

● ڏُوپارُ (ل): ذ. پکيءَ جو هڪ قسم.

● ڏوج ۽ ڏوج: ذ. مرض - بيماري - روڳ - اگهائي. اها بيماري جنهن ۾ گهوڙيون سنڍ ٿيو پون (و پاڻ کان رد ٿيڻ واري حالت).

- ڏوجيرُ ۽ ڏوجير: ذ. صفت. اگهو - روڳي - بيمار - مريض - مرضيل.

● ڏوجيرو ۽ ڏوجيرا: ذ. ڏک رنج - تڪليف - سور - سهمو - انتظاري - ڳڻتي - ڏوجهرو.

● ڏوجو: اسم خاص. تعلقي جاتي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏوجهہ ۽ ڏوجهہ (ٿ): ذ. کير - کير ڏيندڙ مال جو ڦر وارو عرصو کير ڏيڻ واري حالت - ڏوڀ. ٿڻ.

- ڏوجهارو ۽ ڏوجهارا (ٿ): ذ. صفت. کير ڏهڻ وارو - ڏهندڙ - ڏوهو.

● ڏوجهرو ۽ ڏوجهرا: ذ. ايذاءُ - درد - پيڙا - ڏولائو - ڏوجهرو. ڏک - رنج - تڪليف - سور - سهمو. ڳڻتي - فڪر - چنتا - انتظار - اوکيا ٻوڪيا - آبڪو - وسواس - آنديشو - سانگو - اون - اوسيڙو - چڻونرا ڪولرا - آڻ تڻ. بيماري - روڳ - مرض.

● ڏوجهو ۽ ڏوجها (ت): ذ. صفت. ڏکيو - تڪليفن ۾.

● ڏوچيلا (ٿ): ذ. جمع ۾ ڪم ايندڙ. مهڻ، چيڙن وغيره جا سڪايل اڌ ٽڪر - ڪچر پيون.

● ڏوچڻ (ت): مصدر. سيٽ ڪرڻ - جٽ ڪرڻ - چينپ ڪرڻ. ڪرڪو ڪرڻ.

● ڏوڌ ۽ ڏوڌون (ل): ث. [سن. دهُہ= ڏهڻ] گهڻن قسمن جو کير. کير ڏيڻ جي حالت - ڏهائي - ڏوڀ. ڏڌل کير - خيرات ڪيل کير - کير جي خيرات.

- ڏوڌ تي ڏيڻ: چارپ تي مال ڏيڻ. (جنهن موجب ڏراڙ مال جو کير ۽ پاڻ استعمال ڪندو آهي).

- ڏوڌپائي ۽ ڏوڌپائيون: ث. کير وڪڻڻ جو ڌنڌو - ماهيو - ڏوڌپڻ - ڏوڌپو - ڏوڌٽهو.

- ڏوڌپڻ ۽ ڏوڌپڻ: ذ. ڏوڌپائي - ڏوڌپو - ڏوڌٽپر - کير وڪڻڻ جو ڌنڌو.

- ڏوڌپو ۽ ڏوڌپا: ذ. ڏوڌپائي - ڏوڌپڻ - ڏوڌڪو - کير وڪڻڻ جو ڌنڌو.

- ڏوڏ ٿيپو ۽ ڏوڏ ٿيپا: ذ. ڏوڏ پاڻي - ڏوڏ ٻڻ - ڏوڏ ڀو - ڏوڏ ڪو - کير وڪڻڻ جو ڌنڌو.
- ڏوڏي ۽ ڏوڏي: ذ. صفت. ڏڌ، کير وڪڻندڙ - کير وارو. ويسَرُ - ڀاڳيو - ماهيڙُ - ماهيڙُ.

● ڏوڏَڪُ ۽ ڏوڏَڪَ: ذ. هيري يا موتيءَ ۾ پيل داغُ (جيئن هڪ رنگ ۾ ٻئي رنگ جو داغ) - داغُ - چيٽو - ٽِڪو - عيبُ. رُڪاوٽ - رَلَڊَڪ - اٽڪاءُ. (ذ. صفت) ڪنهن ڪم ۾ اٽڪاءُ وجهندڙ.

● ڏوڏو ۽ ڏوڏا: ذ. کيرو (انُ جي سنگن جي جهلڻ واري حالت). کير وارو ڪچو انُ جهليل سَنگ (پُڄيءَ واري حالت کان پهرين حالت).

● ڏوڏي ۽ ڏوڏيُون: ث. ڀوڙ ۾ ڳهاڙائي ڪري وجهڻ لاءِ ڳڏيل اٽو ۽ پاڻي - لاسَ.

● ڏوڏ ٻلي (ٿ): ث. گاهه جو هڪ قسم (زمين تي پکڙندڙ جنهن جو کيرُ دوائن ۾ ڪم اچي).

● ڏوڏ پُٽڙو ۽ ڏوڏ پُٽڙا: (ت) ذ. جيت جو هڪ قسم (جو آڏامي ڏُڌَ ۾ ٻولڊو آهي).

● ڏوڏا (ٿ): اسم خاص. مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڏوڏَر ۽ ڏوڏَرون (ٿ): ث. ميڻانگ جو مرض - چاپاڪو - ڏَڏَرُ.

● ڏوڏو ۽ ڏوڏا: ذ. [هه. ڊوڊا] پست جي ٻج جو ڪوپو - ڏيلهو - ڏينهو - ڏوڏي. ٻوڙي جو ٻج - سُڪل ٻوٽيءَ جو ٻيجُ - ٻوڙ - ڏوڏي. آڳر جو پهريون سَنڌُ - ٽڪي. اڪ جو تارو - دوڏو - ڏيلهو - (ث. ڏوڏي ۽ ڏوڏيُون). ڪِنهه جو هڪ قسم - ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ جو تعويذ - ڪارڪ - ڦَل. ڪجور - ڪَتَل - ڏونڪو - هليلو.

● ڏوڏ هَارُ: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏوڏي ۽ ڏوڏي: ث. اسم. [سن. تُنڊُ] پست جو ڦَلُ، جنهن مان آفيم لڪري ٿو.

● ڏوڏي: اسم خاص. تعلقي گوني ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏوڏ پُڙو ۽ ڏوڏ پُڙا: ذ. پاڻيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم.

● ڏَوُڏو ۽ ڏَوُڏا (ت): ذ. چالاڪُ - هوشيار - عيار - زيور جو هڪ قسم - ڪنن ۾ پائڻ جو وڏو والو.

● ڏَورَ ۽ ڏَورُون: ڏوريُون: ث. [پرا. دورَ. سن. دور: ڊور = ڏور] ڌاڳي جو هڪ قسم - وٽيل ڌاڳو - ٿلهو ڌاڳو - سُٽَ جي سنهڙي رَسي - ڏور - ڏوري - سوٽلي (جا، انٽ هلائڻ، لغڙ آڏائڻ، لاٽون ڦيرائڻ ۽ ٻين ڪمن ۾ ڪم اچي). اڳٽ - پنهڙ (ل. ٿ).
- ڏورَ ٿيي هَلَڻُ: پاسو وٺڻ - همدرد ٿيڻ.
- ڏور ڪيي ۽ ڏور ڪيون (ت): ث. ڏور - ڏوري.
- ڏورو ۽ ڏورا: ذ. ٿلهي ڏور - وٽيل مضبوط سُٽَ جو تندو. (ث. ڏوري ۽ ڏوريُون).
- ڏور واڳَ ۽ ڏور واڳون: ث. وَهٽَ (گهوڙي وغيره) کي بيهارڻ لاءِ لغام ۾ وڌل رسي - واڳَ - مهارَ - دَليلَ - ٻڌائڻ - سرڪشي - ڦاهي. اختيار - عام مختاري. حق ۽ واسطا. ڇڙواڳي - آزادي - خود مختاري.
- ڏور وجهڻُ: ڦاسائڻ - اٽڪل ويڙهائڻ. جيئن ته:

"ڏور وڌي تو ڏاهي"

(سچل).
- ڏورُ ۽ ڏورَ: ذ. معمي يا ڳجهارت جو هڪ قسم (جو ڏوهيڙن ۾ ٿيندو آهي).

● ڏُوُرُ: ظرف. [سن. دُور = پري] پري - دُورُ - ڏورانهين - ڇيٽو - پرانهين - وٿيرڪو - پنڌ تي - جُدا - پرتي - گهڻو پري - آڳاهون - گهڻو مفاصلو - پرَ پرو - جو ويجهو نه هجي.
- ڏُورا: ظرف. ڏُوران - پري کان.
- ڏُوراڏو ۽ ڏُوراڏا: ظرف. ڏُورانهون - پرانهون - پري جو - ڏُورُ - پري.
- ڏُوُران: ظرف. پريان - پري کان.

- ڏُورانھُون ۽ ڏُورانھان: ظرف. پرپرو- ڏورو پري- ڏُورُ- دُور- پرانهون- تمام پري- دوران دُورُ- پري وارو- دُوريءَ وارو- آڳاهُون- ڏوري مفاصلي تي- پري پري جو- وڇيرڪو- ڇيڻو.
- ڏُورانھين: ظرف. پري واري- ڏور واري- پري پنڌ واري- دُوريءَ واري- پرپرائي- ڏورنھَن.
- ڏُوراڻ: ث. دُوري- ڏوري- پرپرائي.
- ڏُورانو ۽ ڏُورانا: ظرف. پري جو- ڏُورانھُون.
- ڏُورانئي ۽ ڏُورانئيُون: ث. دُورائي- پرپرائي- ڇيٽائي- دوري- مفاصلو- پنڌ. پري جو- پري کان.
- ڏُور تانھُونڻ: ظرف. پري کان- ڪچ پنڌ تان- گھڻي مفاصلي تان- مفاصلي کان.
- ڏُورَڙو: ظرف. ڏورو پري- پرپرو- پري- دور.
- ڏُور لڳڻ: ڏکيو لڳڻ- آھنجو لڳڻ- دل کي نه وڻڻ.
- ڏورَهين: ظرف. پري کان- مُفاصلي تان.
- ڏوريو ۽ ڏوريا: ظرف. صفت. پري وارو- ڏور وارو- دوريءَ وارو. پري- دور- ڏور- ڏورانهين- وڇيرڪو- پرانهون- ڏورانهون- بَعيدُ. دور دَسْتُ.
- ● ڏوراڻَڻُ: مصدر. ڏوراپو ڏيڻ- عتاب ڏيڻ- مهڻو ڏيڻ- طعنو هڻڻ- ويڻ ڏيڻ- گِلا ڪرڻ- شڪايت ڪرڻ- شِڪوو ڪرڻ.
- ڏوراپائيتو ۽ ڏوراپائيتا: ذ. صفت. مهڻي گور- اهو ڪم جنهن سان ڏوراپو ملي- ڏوراپي وارو- ڏوراپي جو- مهڻي جوڳو- گِلا وارو- شڪايت وارو- شڪوي وارو.
- ڏوراپجَڻُ: مصدر. ڏوراپي وارو ٿيڻ- ڏوراپو ملڻ- ميهڻا جهلڻ- عتاب سهڻ- ويڻ برداشت ڪرڻ- طعنا جهلڻ- ڏوراپي هاڏو ٿيڻ- طعنه هاب ٿيڻ- ميار دارُ ٿيڻ.

- ڏوراپو ۽ ڏوراپا: ذ. شِڪوو- گلا- دانهن- شِڪايتَ- عتابُ- ويڻ- مهڻو- طعنو- وِہارُ- اوڀالو- مَيارَ- حرفُ. ڇينڀ- جهِڪَ.
- ڏوراپو ڏيڻ: طعنو هڻڻ- مهڻو ڏيڻ- اوڀالو ڏيڻ- عتاب ڏيڻ- ميارَ ڪرڻ. شڪايت ڪرڻ.
- ● ڏوراڄُ ۽ ڏوراڄَ: ذ. آڏ ڍؤ- اڏورو.
- ڏوراڇو ۽ ڏوراڇا (ل): ذ. صفت. اهو چوپايو مال جنهن کي گاهه ٻاڻي گهٽ ملندو هجي- آڏُ ڍاوَلُ- آڏورو. اپرو- ضعيف- ڏُٻرو. وِڦڪارو- نفرت ڪندڙ. (ث. ڏوراڇي ۽ ڏوراڇيُون). گدلائي کان پاسو ڪندڙ- صفائي پسند ڪندڙ. سوگيارو. ث. سوگياري "ڏوراڇي گهوڙي".
- ● ڏوراڙو ۽ ڏوراڙا: ذ. ماڇين جي محاوري جو لفظ. مهتو- واڻيو- ڪِراڙُ.
- ● ڏورائيڻُ: مصدر. آٽڻ مهل پيٽو ڏاڍو ڪرڻ. هڪ دفعو ڍارو سِڌو نه ٿئي ته وري ٻيو دفعو آڇڻ. گهوڙيءَ کي ڏورائيڻ (ٿ)
- ● ڏُورُتَ (ڪس): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
- ● ڏورِڙو ۽ ڏورِڙا: ذ. [سن. دور = ڏور] ڏوري جو اسم تصغير ڏاڍو- ڏورو- ڏوري. هڪ هندڪي رسم- ٻڌي مهني جي چوڏهين تاريخ ڏونري يا ٻانهن جي ڏوري ۾ ٻڌڻ جو ڳاڙهي رنگ جو ريشمي ڌاڳو. زيور جو هڪ قسم- بازو بند- ٻانهن رَکيي (ل). پيرت جو هڪ قسم (ل).
- ● ڏورَ ڦرَهو ۽ ڏور ڦرها: ذ. هي هڪ چورس نوَ انچ کن ٿيندو آهي جنهن ۾ هڪ فوٽ کن ڳن ٿيندو آهي، جنهن تي ٽانون کي ڏوريو آهي.
- ● ڏورمائِڻُ: مصدر. ڪنهن ٻئي جي ڳالهه جو نه وڻڻ. ڪم کان ڪيپائڻ- اهرائڻ.
- ● ڏورَڻُ: مصدر. ڪنهن به شئي جي پنيان ڳولا ۾ رلڻ- ڳولڻ- ڳولا ڪرڻ- ڍونڊڻ- وانڍڻ- ووڙڻ- ولاڙڻ- سُوجهڻ- هٿ ڪرڻ- پنهان پوڻ- ڳولهڻ- ڦولهڻ- پڇڻ- جهاڳڻ- رُلڻ- رَمڻ- ڀٽڪڻ- گهمڻ- پٽڻ- پَتُنوڻ- لُڙيڪڻ- ڀرمڻ- آجهڙڻ- کوجڻ. گهُمڻ- چاهڻ. لڳائڻ- منڍڻ-

ناهڻ- شروع ڪرڻ- بڻناڻڻ (سودو، واپار وغيره)
(ل). جيئن ته ”مون عبدالله سان سؤدو ڏوريو
آهي.“ ٻه آڏ ڪرڻ. ليائڻ. چيڪڻ. آڏ گهڙيو
ڪرڻ. گهوڙي جو گهوڙيءَ تي چڙهڻ (ت).
- ڏور ۽ ڏورَڻُ: ث. ڳولا- ڦولها- کوجنا-
تلاش- آهوڙ- جاچ- ڊوڙ- رولڙو.
- ڏوري ۽ ڏوري: ذ. صفت. ڏوريندڙ-
ڳوليندڙ.
- ڏوري ڏسڻ: هلي ڏسڻ- پڇڻ يا پڇائي
هٿ ڪرڻ.
● ڏورَڻُ ۽ ڏورَڻ (ڪ- ل): ٻاچاريءَ جو
ٻاهريون ڪيلو (ڍڳن جون ڳچيون قابو ڪندڙ)
ڏورڻو.
● ڏورڻو ۽ ڏورڻا: ذ. ٻاچاريءَ جو ٻاهريون
ڪيلو (ڍڳن جي ڪنڌ مضبوط ڪرڻ لاءِ)-
ڏورڻ (ڪ). آڻ جي گاهي ڪي ٻڌڻ جي
رسي يا لوڙي- ڪشڻ- ڏور (ل).
- ڏورڻا ڏيڻ: مدد ڪرڻ- ڏک سک ۾
ڀائيوار ٿيڻ- ٻانهن کي ٻڌل رکڻ- ور ڪون وجهڻ-
زور ڏيڻ.
- ڏورڻي تي ڪرڻ (ت): ٻاسو وٺڻ- ريائڻ
رکڻ.
- ڏورڻي تي هلڻ: رايو رکڻ- مرضي موجب
هلڻ.
- ڏورڻيچوڙ ۽ ڏورڻيچوڙ: ذ. صفت. ڏورڻو
چوڙڻ وارو يا چوڙيندڙ- ٻاچاريءَ جا ڪيلا
ڪيندڙ. ختم ڪندڙ- ڪم بند ڪندڙ- آجو-
واندو. پنهنجي مرضيءَ موجب هلندڙ.
- ڏورڻيچوڙ اچڻ (ت): سڌو اچڻ- بنا روڪ
ٽوڪ اچڻ- بي حجاب اچڻ.
● ڏورو ۽ ڏورا: ذ. [سن. دور: ڊور=ڏور]
سٽ جو وٽيل ٽلهيرڙو ڌاڳو- ڏور- ڏوري.
ٿلهو سٽ- سڳو- سنهي نوڙي (جا لغڙ اڏائڻ
وغيره ۾ ڪم اچي). زريءَ يا مقيش واري پٽي-
پانڪ- پاهڪ- ڏوري. ميندي- چڙو- سڳي.
ٻانهن جو مشڪ وارو مٿيون حصو- ڏونٿرو. انچ
جو اتون حصو- سٿوت. پٿون- ڳوٿري- ٿيلهي.
ڳيت جو هڪ قسم (ت). ڏک- فڪر- ڳڻتي-
ور ماس. زور- ظلم- زبردستي- ڏاڍائي.
- ڏورو وهائڻ (ت): پرت پرڻ.
- ڏوري تي هٿ هڻڻ: ٻچڙائي ڪرڻ-
لاهي ٻاهي ٻيهڻ- تيار تي ٻيهڻ- وڙهڻ لاءِ
آماده ٿيڻ.
● ڏورهو ۽ ڏورها (ث): ذ. اهنج- مشڪل-
تڪليف. ساهه جي مونجهه. ڏکيو موت.
● ڏوري ۽ ڏوريون: ث. [سن. دور:
ڊور=ڏور] سنهي سٽ جي وٽيل رسي-
سڳو- ڏور- سنهي رسي- ڏورو. ٻاٽي ڪيڻ
لاءِ رسي. ڪاٺ کي چيرڻ وقت ليڪ ڪيڻ
لاءِ ڪم ايندڙ لوڙي. رازڪي ڪم ۾ اوساريءَ
جي سڌائي لاءِ ڪم ايندڙ نوڙي. چاريءَ واري
ڪپڙي جي چيرن تي سبيل ڌاڳو. ڪپڙن
سڪائڻ لاءِ ٻڌل رسي- رس. نٽ جي جهلڻ
لاءِ ڪاري سٽ يا پٽ جو پٽو. ڪپڙي جي
ڪنار تي زريءَ جو لڳل پٽو- پٽي- پانڪ-
پاهڪ. چوٽي- سڳي- ميندي. واڳ- اختياري.
- ڏوري ڏيڻ: اختياري ڏيڻ- حڪومت ڏيڻ-
واڳ ڏيڻ.
- ڏوريءَ ۾ بند هئڻ: محبت ۾ مبتلا هئڻ-
عشق جي دام ۾ گرفتار هئڻ- قرب ۾ قابو هئڻ-
پريت ۾ پيوند هئڻ.
- ڏوريءَ ۾ ٻڌل رهڻ: چئي ۾ هئڻ-
حڪم هيٺ هئڻ- فرمان ۾ هئڻ.
● ڏوريو ۽ ڏوريا: ذ. [سن. دور=ڏوري]
ڪپڙي جو هڪ قسم- سنهڙين ڏورين وارو سنهو
ڪپڙو- ڌاريدار ململ- ليڪن واري ململ-
پٽاهين ململ- رنگين شبنما. ڊائيندي ٻڪيءَ
جو هڪ قسم [چڪنب ڪاري ۽ ويڪري،
ٽنگون وڏيون ۽ ڪاريون]. لوڙي- رسي-
ڏورو (ث).
● ڏوڙ ۽ ڏوڙون (ت): ث. سونٽ يا ميرون۽
جي اگهين ٽنگ يا چنگهه.

● ڏوڙُ ع ڏوڙَ (ل): ذ. پاسو- پلاند- ڪناري- وَٽ (ڪپڙي وغيره جي).
● ڏوڙاڪيِ بَرِيَ ع ڏوڙاڪيُون بَرِيُون: ث. بريءَ ٻڪريءَ جو هڪ قسم (بدن تي اڇا ۽ ڪارا ٽِڪا؛ اهو نالو انڪري پيو اٿس ته جڏهين سنڌس ڀيءُ هڪ ۽ ساءُ جو ٻيو قسم، جڏهن ڪارو ڳلهو ٻڪر بَرِيءَ ٻڪري سان لڳ ڪندو آهي تڏهن هي ڏوڙاڪيِ بَرِيَ پيدا ٿيندي آهي، ڪس "ٻسري" ٻه ڇنبو آهي، يعني ٻن جي ڏيءَ؛ ۽ جهيري ٻه ڇنبو آهي، جيئن گهوڙو ۽ گڏهه لڳ ڪندا آهن ته خچر پيدا ٿيندو آهي، تيئن ڪاريءَ بَرو ٻڪر ٻيو ته ڏوڙاڪيِ بَرِيَ پيدا ٿيندي آهي).
● ڏَوڙَڻُ (ٿ): مصدر. ڊوڙڻ.
- ڏوڙَ ع ڏوڙُون؛ ث. ڊوڙَ. گوڙ- آواز- رڙ- رَنڀ- دانهن- ڪوڪ.
- ڏوڙِيَ ع ڏوڙِيُون: ث. تيز هلڻ ڪري ڪنهن جانور جي پيرن جو آواز. سوار جهي سيڪاريل آٽَ جيِ ڊوڙَ.
- ڏوڙِيُون هڻَڻُ: آواز ڪرڻ- گوڙيون ڪرڻ- رڙيون ڪرڻ- رنيون ڪرڻ.
● ڏوڙو ع ڏوڙا؛ ذ. صفت. پيٺو- ٻٺو- ٻه پوتِ- ڏوٺو- ٻه دفعا. ڪٽبي جو هڪ قسم (ٻه پوتو). وريل- ٿلڊو- ڏنگو وڏو ڳرو. مٺو- ٿلهو- متارو (ک). (ث. ڏوڙِيَ ع ڏوڙِيُون). سگهو- ڏاڍو- جهاڙ- ڦيٺو. ڦيرو. جيئن ته:
"ڏک ڏيئي ويم ڏوڙو".
● ڏوڙهو ع ڏوڙها (ت): ذ. پاڻيءَ تي پيدا ٿيندڙ هڪ ٻوٽي جو قسم.
● ڏوڙِيَ (ت)؛ (ث). رڍَ جو هڪ قسم. موٽرَ جي هلڻ جو آواز. ڪُرَ ڻ ڇيريل جانور جي هلڻ جو آواز.
● ڏوڙُ ع ڏوڙَ (ڪ): ذ ڪُڪڙ جي هڪ بيماري. ٻچ جي مٿان هڪ جوئر جي داڻي جيڏو گوشت جو داڻو نڪري، جنهن سان ڪڪڙ آنا ڏيڻ بند ڪندي آهي ۽ وري ان گوشت جي ڏري ڪپڻ سان ڪڪڙ آنا ڏئي).

● ڏوسَ (ٿ): صفت. [سن. دَشَنُ = ڏَهه] هڪ عدد جو نالو- ڏَهه.
● ڏوسُ ع ڏوسَ: ذ. [سن. دوشَ = ڏوهُ] گناهه- ڏوهُ- قصور- پاپُ- اپراڌُ- دوشُ- ڪُڪرمُ. چوڪَ- ڀُل- غلطي- عيبُ- سقمُ. ڏُکُ- پيڙا- عذاب- ڪشٽُ- ڪليش- وِپنا. عتابُ- ڪاوڙ- قهر- تابُ. جيئن ته:
"تنهنجو ڏوسُ ڏمرُ ڪونه سهندو اَن ري"
(شاهه).
ڀري يا جن جي ڇانوَ جو اثر. (ٿ).
- ڏوسائو ع ڏوسائا (ٿ): ذ. صفت. جِنَ يا پريءَ جي ڇانوَ جي اثر هيٺ آيل ماڻهو.
● ڏوسو ع ڏوسا (ٿ): ذ. وڏي عمر وارو مرد- پوڙهو ٽٽُ- ڪُراڙو- جهولسو- پڦُ- ٻُڍو. بخيل- ڪنجوسُ- مڪيي چوسُ- چوڙهو (ک). ڏائڻُ- چنبو- واتَ ڪارو- نياڳو (ت). زال جو پردي پويان مرد جهڙي پولسي ڪري کيلائڻ واري حالت (ٿ).
● ڏوڦو ع ڏوڦا (ٿ): ذ. بيوقوف- بي سمجهه- اڻ جهڻ.
● ڏَڪارو ع ڏَڪارا (ٿ): ذ. (آواز) وَهڻ هَڪلڻ جو آوازُ.
● ڏوڪو ع ڏوڪا (ت): ذ. [سن. دِڪا.] دُهلَ وڄائڻ لاءِ ڪم ايندڙ سنهيرڙي ڪهڙيل ڪاٺي- ڏونڪو. اڻ پڪل ڪارڪ- ڪچي ڪارڪ (جنهن مان اوٺي ڪارڪ ٺهي). جوئر جو رَسَ وارو ڪانو- ڳنو (ٿ).
● ڏوڪيِ ع ڏوڪيُون (ت): ث. ڪانيءَ ٽڪر- سنهڙيءَ ڪانيءَ ٽڪر. ڪوهه جي ڀُل هيٺان ڏنل ڪاٺين مان هڪ ڪاٺي.
- ڏوڪيِ جهلڻُ: سيڌي ڪاٺي جهلڻ. زور آزمائڻ.
● ڏوڪاجُ ع ڏوڪاجَ (ڪ): جيت جو هڪ قسم (رنگ سائو، ٽنگون وڏيون، سائي وڻ ۾ گهڻو ٿئي، جو ٻڪري وغيره کي اتفاق سان گاهه سان گڏ پيٽ ۾ وڃي ته اهو وهڻ بيمار ٿي پوي).

● ڏوکاهو ج ڏوکاها: ذ. [سن. دُهڪ = ڏُکَ] مصيبت ـ ويڌن ـ سختي ـ آپدارن. جيئن ته:
"وهيان ٿين وٿاڻ ڏوکاهي هئان جي"
(شاه).

ـ ڏوکاهي ج ڏوکاهيُ: ذ. صفت. ڏُکُ يا ڏُکيائي ۾. سڃو ـ ويران.

● ڏوکيڙو ج ڏوکيڙا: ذ. [سن. دُهڪَ = ڏُکُ] سُور ـ درد ـ دُکُ ـ ڏُکُ ـ اِيذاءُ ـ اهنج. تڪليف ـ مشڪلات ـ جاکوڙ ـ ڪشالو ـ درد سري ـ محنت ـ ڏاکڙو ـ ڏنجهه ـ ڏوجهرو ـ مصيبت ـ آزارُ ـ هلاڪي. دُرگتي ـ ڳرو دُکُ ـ بُرو حالُ ـ پريشاني ـ ڪمبختي ـ ڏولو ـ ڏوکڙو.

ـ ڏوکيڙائيندڙ ج ڏوکيڙائيندڙ: ذ. صفت. ڏُکائيندو ـ اهنجائيندو ـ هلاڪ ڪندڙ ـ ڪپائيندڙ ـ تڪليف ڏيندڙ ـ ڪهُ ـ ٽڪائُو ـ ٽڪائيندو. محنت طلب ـ ڏُکيو ـ اوکو ـ اڙانگو ـ آٽ ڪائيو.

● ڏوکُو ج ڏوکا (ت ـ ٿ): ذ. [سن. دُهڪَ = ڏُکُ] اِيذاءُ. بيماري ـ اگهائپي.

● ڏوکيئو ج ڏوکيئا: ذ. [سن. دهڪ = ڏُکُ] غم ـ شوڪ ـ ڏُکُ ـ گوندر ـ ڏنج ـ سوسُ ـ افسوس ـ ارمان ـ رنجُ. سورُ ـ درد ـ ڪلپش ـ ويڌن ـ تڪليف ـ مصيبت ـ دُکُ. ماتم ـ رودَن. ڏُکيو

● ڏوکي ج ڏوکيُ: ذ. صفت. [سن. دُهڪَ = ڏُکَ] ٻئي کي ڏک ڏيندڙ. ٻئي جو ڏک معلوم ڪندڙ ـ ٻئي جو ڏک پاڻ تي هموارُ ڪندڙ ـ ڏُکَ وارو ـ ڏُکُ سهندڙ ـ تڪليف برداشت ڪندڙ ـ دُکي. سخت محنت ڪندڙ. جيئن ته: "هڏ ڏوکي" وغيره.

● ڏوگرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (خاص ڪري لوابشاهه ۽ لاڙڪاڻي ۾).

● ڏُوگرُ: اسم خاص تعلقي ڪڪڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏوڳاهو ج ڏوڳاها: ذ. ڏولاهو ـ ڏنجهه ـ ڏُکُ ـ تڪليف ـ ڏولائو. جيئن ته:

"ڏور ڏوڳاها پنجُ جو مينهن مُندائتو آيو"
(خليفو نبي بخش).

● ڏوگيهرُ: اسم خاص. تعلقي ٻني عاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏوگهيلو ج ڏوگهيلا (ل): ذ. نيڙي ـ ليڙ گهوتو.

● ڏوگهڻُ: مصدر. هرَ هرَ پاڻي پيئڻُ ـ گهڙي گهڙي پاڻي واپرائڻ ـ گهڻو پاڻي پيئڻ ـ مُسلسل پاڻي پيئڻ ـ ڏوڪڻُ. يڪُ ساهي پاڻي پي وڃڻ. گهڻي اُڃ لڳڻ ـ سخت اُڃائجڻ.

ـ ڏوگهه ج ڏوگهونُ: ث. پاڻي پيئڻ جي اوتَ اوتانُ ـ گهڙي گهڙي پاڻي پيئڻ واري حالت ـ ڏوڪَ ـ گهڻي اُڃَ ـ آساٽَ ـ آليُ ـ ڏوگهو.

ـ ڏوگهه ڏوگهانُ ڪرڻ: گهڻي اُڃَ ڪري گهڻو پاڻي پيئڻ ـ ڏوڪَ ڏوڪانُ ڪرَڻُ ـ پاڻيءَ جي اوتَ اوتانُ ڪرَڻُ.

ـ ڏوگهيرُ ج ڏوگهيرَ: ذ. صفت. يڪُساهي پاڻي پيئندڙ ـ گهڻي اُڃَ وارو ـ جهجهو پاڻي پيئندڙ ـ آليُ وارو ـ اُڃايل ـ ڏوڪيرُ.

ـ ڏوگهو ج ڏوگها: ذ. گهڻيُ اُڃَ ـ آليُ ـ ڏاڍيُ اُڃَ ـ پياسَ ـ ڏوڪَ ـ ٿرهه ـ تيههَ.

ـ ڏوگهيُ ج ڏوگهيُون: ث. اُڃَ ـ پياسَ ـ خشڪي ـ تيههَ.

● ڏوگهو ج ڏوگها (ٿ): ذ. وَڏيُ اکيـ دوڏو ـ ڏيلهو ـ ڊيڊو. ڦوٽاريل.

ـ ڏوگها ٽاڻڻُ: نظر تيز ڪري هرَ هرَ ـ نهارَڻ ـ گهورڻ ـ تڪڻ ـ جوهڻُ.

ـ ڏوگهرُ ج ڏوگهرَ: ذ. صفت. اکين ڦوٽاريل ـ دوڏ رُ ـ ڊيڊرُ.

● ڏولُ ج ڏولَ: ذ. [سن. دول = لُڏَڻ. سن. ڏُل<مٿي ڪرڻ. ع. دَلو] جهولو لڏڻ جو ـ پينگهه ـ پينگهو. (کوهه وغيره مان) پاڻي ڀري ڪڍڻ جو برتن ـ باڙدي ـ باردي ـ بالٽي. لوهه جو ٽانءُ ـ دَٻو ـ ڏٻو ـ ٽين ـ ٻوڪو. خوف ـ ڊپُ ـ ڀئُو (ت). فساد ـ بدامني ـ جهيڙو ـ فتنه انگيزيُ (ت). ڏولو ـ ڏولائو ـ ڏنجهه ـ ڏکُ. مصيبت ـ آپدا. ڏوڪارُ ـ ڏڪارُ ـ قحطُ (ت).

- ڏولُ وِجهَڻُ: فساد مچائڻ - هيراسُ وجهڻ - خوف پيدا ڪرڻ. ڏڪار وِجهَڻُ.

● ڏُولُ ع ڏُولَ (ل. ٿ): ذ. [سن. دُل = لُڏَڻُ] ناسُ - برباد - تباهُ - چٽُ - سُڃَ. جيئن تہ:

ڪهڙي هيسيَلُ ڪندو هَولُ،
ڏاوڙ رن تہ ڏِيسرو ڏُولُ،
سڙس مُٺيءِ تي هَرهَر هولُ.
(چام خان).

- ڏولُ ڪَرَڻُ: برباد ڪرڻ - ناسَ ڪرڻ - چٽُ ڪَرَڻُ.

● ڏولاڪو ع ڏولاڪا (ل): [سن. دُلُ = لُڏَڻُ] ڏولو - ڏولائو - رولو - مصيبت - پريشاني.

● ڏولائو ع ڏولائا (ل): ذ. [سن. دولا. دُلُ = لُڏَڻُ] ڏُکُ - ڏاڪڙو - ڏوجهرو - رولڙو - ألڪو - تڪليف - آهنج - دربدرائي - ڏُکُ - رَنْجُ - دردُ - مصيبت. ٽرٽلو - هِراسُ - ٽاڪوڙو - ڦڙڦوٽ - هاها ڪارُ - هائيدوس - ڏهڪاءُ - ڊپ - ڦڙڦڙ - وِلوڙو - واچٽ - گوڙ شور - هَلچَل - بَڪيڙو - وڳوڙ - تڪرارُ - بَحثُ - ڏُکُ بُکَ - ڏُڪار - ڏحط - ڏُڪر - ڏولاڪو.

- ڏولاَئي مانُ ع ڏولائي مانَ: ذ. صفت. ڏِڪالَلُ - تَرين پيَرُ.

● ڏوليچي ع ڏوليچيُون (ل. ت): ث. چڙي جو ٿانءُ پاڻي پيڻ لاءِ چم جو دِهو يا بالٽي - دَلُوچو - ٻوڪو - چڙهي - ڪوس. بندوق رکڻ لاءِ چمڙي جي ڊِگهي ڳوٿري.

● ڏولَڻُ: مصدر. ڳولڻ - ڦولهڻ - تلاش ڪرڻ. ڏورڻ - ٻيان وجڻ - ٻويان ٻوڻ - پٽڪڻ. پڇا ڪرڻ. لوڏڻ - ڏولائي ۾ وجهڻ - پريشان ڪرڻ.

● ڏولو ع ڏولا: ذ. [سن. دُلُ = لُڏَڻُ] دُرگتي - ٻروحالُ - ڪمبختي - شڪست حالي - جو ڪڙو - ڏولائو - ڏوجهرو - ڏُکُ - رَنْجُ - تڪليف - دَربدَري - پريشاني.

● ڏوليهہ ع ڏوليہ (ل): ذ. [سن. دُلُ = لڏڻ] پاڻيءِ ڪڍڻ جو ٿانءُ - ڏولُ.

● ڏوليهو ع ڏوليها (ت): ذ. ٻتر جي وچ وارو ڪانو.

● ڏولَهڻُ: مصدر. ڏَلَهڻُ.

● ڏولهي ع ڏولهيُون (ل): ث. [سن. دُلُ = لُڏَڻُ] ڏولي.

● ڏولي ع ڏوليون: ث. [سن. دولا: دُلُ = لڏڻ. پرا. ڊولا] پرده دار عورتن جي سواري لاءِ هڪ جهولو يا مانڊو - نِنڊو ڪجاوو (جنهن کي ماڻهو ڪلهي تي کڻندا آهن) - پالڪي محفو - لوڏي - چنو ڏولُ. لاش وغيره کڻڻ لاءِ کٽ جو هڪ قسم. پاڻي پيڻ لاءِ ٺڪر جو ننڍو ٿانءُ - چِلَ ڪپي - ڪُوجي (ت).

- ڏولي وَڻُڻُ: گهوٽين جو ڪنواريتن وٽ وڃي ڪنوار کي وٺي اچڻ.

● ڏُومَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو - گهمندڙ ڳويَن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڏُومُ ع ڏُومَ: ذ. [سن. ڊُومَ] ڏُوم ذات جو هڪ فرد - چارڻ - ڀاٽُ - پيٽُ - منگتو - مڱڻهار - ڊادي - پينو - لنگهو. (ت. ڏوميڙي ع ڏوميڙيُون). نياڳو - بدنصيب - رولو. رُڪو - بي سَوادُ (ت).

- ڏُومڪا ڪُونهان (ت): ذ. صفت. چرڙ - چَڙا چانبَ - رولَ.

- ڏُومي ع ڏُومي (ٿ): ذ. صفت. نياڳو - بدبخت - بدنصيب.

● ڏُوماڙو: اسم خاص. تعلقي گهوٽڪيءِ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڏوماٺي: اسم خاص. تعلقي ديري محبت ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڏوماٺي آلهنڊي: اسم خاص. تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڏُومَڻُ: مصدر. ڏَمَڻُ - پوني ڪرڻ - هٽيڙو ڪَرَڻُ - هَٽَ هيرُو ڪرڻ. ڏَهَڻُ - ڪپڙا هڪ ٻئي تي پاڻيءَ جي چنڊ ڏيئي رکڻ.

● ڏميوالي: اسم خاص. تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڏُوَنُ ع ڏُوَنَ: ذ. باهہ - آگ - آڳ - اگني - چيرو - پارڻ عذابُ - ڏک - اهنج - ساڙو.

● ڏُونُ: صفت. [سن. دُوَ=ٻہ] ٻَہ هڪ جي ٻڻ- ٻِڪَ- ٻُونو- جوڙي- ٻياهہ- ٻِٽَي- ٻٽو.

● ڏوناٽيءِ آپرُنڊِيءِ: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڏُونٻَرَ ۽ ڏُونبرَ: ذ. ٻوٽي جو هڪ قسم.

● ڏَونٽو ۽ ڏَونٽا: ذ. صفت. [سن. دَشَهُ=غُرُورُ] جبرو- جاٺو- قَوِيءُ- مضبوط- بهادرُ- جنگ- ٺلهو- متارو- ڏٺو سٽو- دَونسو- سُٽڪو- ڏِڪُ- سَٽَرُ وَتَرُ- ڦوڦانڪُ. جهنگلي- وَحشي- اڻ گهڙيو- ٻُز- خون خوار. شوخ- بي آدبي.

● ڏَونٽيءُ ۽ ڏَونٽيُون: ث. [سن. بُنْدَ=ٻُونڊَ] ٻُبي يا ٽڻ جي چوٽي- چِنڊي- ڏُنڊي- ٽَوَڻيءُ- ڏوٽي- ٻُنڊ- ٻُونڊِ. حقي يا نڙَ جي ٽونٽي- ڏوٽيءُ.

● ڏونٽُ ۽ ڏونٽَ (ٿ): ذ. صفت. شوخ مياڻ جو ماڻهو- ڪَهُرو- رُڪو.

● ڏُونجهو ۽ ڏُونجها (ل): ذ. اهنج- ايذاءُ- تڪليف- دردُ- ڏُڪُ.

● ڏُونڇَڻُ (ٿ): مصدر. چيڀڻ- جٺ ڪرڻ- ملامت ڪرڻ.

● ڏُونڊِ ۽ ڏُونڊِيُون. ث. [سن. بُنْدَ=ٻُونڊ] ميوي جا گل جي ڏانڊي- ميوي ۾ اٽڪيل ڪاٺيءَ ذرو- ڏنڊِيءُ- ٻُونڊِ- ڳِنَرُ- ڳنو. ٻبي جي چوٽي- ڏُنڊِي- چُوليڙِيءُ (ل).

● ڏُنڊِڙو ۽ ڏُونڊِڙا: ذ. صفت. عضون سوڙهو- ٽوندڙو- ڪُرُونڊڙو- ڊُونڊِڙو- رُونٽيڙو- ٻَاٽُوٽيل. ويڙهيل سيڙهيل- وَٽيل سَٽيَلُ- سونڙو- سونٽڙو- سيَلُ- سوڙهو- جُهڪيَلُ.

● ڏُونڊِڙو ٿيڻ: ڪُرُونڊِڙو ٿيڻ- جُڪڻ- چِتهُ ستارڻ- ڊَهيءُ پوڻ- ڪري پوڻ.

● ڏُونڊِڪيءُ ۽ ڏُونڊِڪيُون: ث. ٻيري ڪان اچلي ڏڪ هڻڻ وارو سونٽو.

● ڏونڊِيءُ ۽ ڏُونڊ يُون: ث. ٽونٽي- ٽونٽهي- ٽُن- ڏُنڊِيءُ- ٽُنيءُ- ڦوهارو- نيسارو- ڏونٽيءُ.

● ڏَونرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڏَونرو ۽ ڏَونرا: ذ. ڪيرڙ جو ڪچو ڦرُ يا ڦَلُ- ڏِيلهو- ڏيٺهون، ڪلهي ۽ لونڊ جي وچ وارو ٻانهن جو مشڪي حصو- ڏورو. (صفت) نيڙو. (هہ. ڊَنڊ).

- ڏَونرو ٺوڪڻُ: وڙهڻ لاءِ تيار ٿيڻ- جهيڙي لاءِ آماده ٿيڻ. بهادريءَ جو ڏاڪو وجهڻ.

● ڏَونڙو ۽ ڏَونڙا: صفت. [سن. دُوَ=ٻہ] ڏوڙو- ڏوڻو- ٻيڻو- جهجهو- گهڻو- زياده (ديوان فاضل ٩٤).

- ڏَونڙا ڏِيجَ ڏِيڻُ: ٻيڻي مهرباني ڪرڻ- تمام وڏو احسان ڪرڻ. جيئن تہ:

"ڏِيج ڏوڻا ڏيوم ڏات ڏيار"

(فاضل).

● ڏونڙُ ۽ ڏونڙَ (ل): ذ. آڪ جي بيماريءَ جو نالو (جنهن ۾ اٺن جي رحم ۾ ڦوڙهيون ٿي پونديون آهن).

● ڏَونڪو ۽ ڏَونڪا: ذ. نغاري يا دهل وڄائڻ جي هڪ سنهيري ننڍي گهڙيل ڪاٺي- ڪاٺ جي رڱيل ڳٽيي- ڏانديو. ڪجيءَ جو هڪ داڻو- تازي ڪجي- اڌ ٻڪل ڪارڪ- هليلو- ڏوڏو. (هميشه جمع ۾ "ڏونڪا" چئبو آهي).

- ڏَونڪا ٿيڻ: ڪجيءَ جي ڦر جو رسجي وڃڻ- هليلا ٿيڻ.

- ڏَونڪا رَهڻَ: گوشن مان ڏونڪا پٽڻ.

- ڏَونڪانئُون ۽ ڏَونڪانٽان: ذ. صفت. ڏَونڪَنَ وارو- ڏونڪن جو. رنگيل ڪاٺي گهنگهرا ٻڌل راند ۽ ناچ جي ڪم ايندڙ- دهل وڄائڻ جي ڪاٺيءَ جو.

- ڏَونڪا هڻڻُ: ڏانڊين تي ناچ وجهڻ. (جنهن ۾ وچ ۾ دهلاري بيهندو آهي جو بيٺ بہ جوندو آهي ۽ ٻيا ماڻهو چوڌاري ٻہ ٻہ ڏونڪا کڻي دهل جي سُرَ تي ٺڪاءُ ڪيدائيندا آهن).

- ڏونڪائي ۽ ڏونڪائي: ذ. صفت. ڏونڪن وارو - ڏولڪن جو - ڏونڪن سان راند ڪندڙ راند يڪر.
- ڏونڪو لڳڻ: ڪنهن ڳالهه جو اطلاع ملڻ - جنگ جو ڏونڪو لڳڻ - نغارو وڄڻ.
- ڏونڪو وڄائڻ: نالو ڪيائڻ - مشهور ٿيڻ - نامي گرامي ٿيڻ - ناموس ڪيائڻ - هاڪارو ٿيڻ - ناميارو ٿيڻ - نالپيرو ٿيڻ. رعب تاب وڄهڻ.
- ڏونڪو وڄڻ: نالو ٿيڻ - مشهوري ٿيڻ - ناموس ٿيڻ. ڏوم مچڻ.
- ڏونڪي چاچي: ذ. صفت. تماشي ڏسڻ وارو - تماشبين - ساڪي - درشڪ. فقط نالي ماتر ڪم ڪري سهيڙ يا مجلس ۾ شريڪ ٿيندڙ.
- ڏونڪي چاچي ٿيڻ: ڪم مهل ڪم نه اچڻ، باقي خوشيءَ مهل اچي شريڪ ٿيڻ.
- ڏونڪي ۽ ڏونڪي (ٿ): ذ. صفت. سِنگهيرو - سِنگيرو.
- ڏونگر (ٿ): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
- ڏونگر ۽ ڏونگر: ذ. [سن. اودگ: پرا. ڏونگري = ڏونگر] ننڍو جبل - ٽڪري - ٽڪر - ٽڪري - ٽوڙهو. پهاڙ - جَبَل - پاهڙ - ڇپر - پربت - ڪوه - روهه.
- ڏونگر ڏارڻ: جبل ٽاڪڻ. سخت محنت ڪرڻ - تڪليفون سهڻ.
- ڏونگر ڏورڻ: جبل جهاڳڻ - تڪليفون سهڻ.
- ڏونگر هارڻ (ٿ): گهڻو روئڻ - هنجون هارڻ.
- ڏونگري ۽ ڏونگريون: ٿ. جبل جي ننڍي چوٽي - ننڍو ٽڪر - ننڍڙي ٽڪري - ڏنو - ٽوڙهو.
- ڏونگري ۽ ڏونگري: ذ. صفت. ڏونگر جو - جبل جو - جبل وارو - جابلو - ڇاپرو - پهاڙي - پربتي.
- ڏونگر يا!: حرف ندا. اي ڏونگرا. اي ڏونگر يا جبل جا رهاڪو! پنهون!.

- ڏونگريهن ڏنگ هڻڻ (ڪ): چيتو ٿيڻ - چريو ٿيڻ - اوڙي پاڙي کي ڏکوئڻ ۽ ستائڻ.
- ڏونگريو ۽ ڏونگريا: ذ. صفت. جبل وارو - ٽڪر وارو - جابلو - ٽاڪيرو - پهاڙي - ڇاپرو - ڏونگري.
- ڏونگر راءِ: اسم خاص. ڪڇ جي هڪ راءِ جو نالو.
- ڏونگرو: اسم خاص. گدوڙي ۽ بارمير جي وچ ۾ هڪ ٽڪر جو نالو.
- ڏونگري ۽ ڏونگريون: ٿ. اوپڙ جو هڪ قسم - بصر - پياز. ڪچون وغيره ستن لاءِ ڪاٺ جو اوزار - سونٽي - ڏگري. ڏينهوءَ جو هڪ قسم (ڪ).
- ڏونگها (ٿ): وهٽن جي سڃاڻپ لاءِ ڪم ايندڙ لفظ. جانورن جي سڱن جي بيهڪ جو هڪ خاص نمونو.
- ڏونگهو ۽ ڏونگها: ذ. ناريل جي خالي کوپي جو هڪ اڌ (جنهن سان پاڻياٺ وغيره ڪڍجي) - رڌڻي - ڪيوي - ڏوئي - ڪرنڊي - ٽپڙي - ٽپري. ڏونگهيءَ جيترو ماڻ يا وزن. ٽولهو - پنڻ جي ٽولهي. طعنو - مهڻو - اوپالو. ٽيڪو - عيب - داغ. (ذ. صفت) اونهو - آونهو ۽ ويڪرو - عميق - اٿاهه.
- ڏونگهن سان ڏلهڻ: طعنا ڏيڻ - مهڻا ڏيڻ.
- ڏونگهي ۽ ڏونگهيون: ٿ. ناريل جي کولي جو سڪايل اڌ - ناريل جي کُلَ جو اڌ - کوپرو.
- ڏونگهيءَ جو تيل: سڪل ناريل جو رس يا سٿپ - کوپري جو تيل.
- ڏونڻ ۽ ڏونڻون (ڪ): ٿ. ڪتن جي گهاٽي پونڪ.
- ڏونڪ ۽ ڏونڪون (ٿ): ٿ. زنجير - نيڙ - ڏاڻ.
- ڏونڪ پوڻ: زنجير پوڻ. قابو ٿيڻ - سوگهو ٿيڻ.

● ڏُونهينُ: ظرف. ڏانهينُ.
● ڏُونهُونُ ۽ ڏُونهَا (ت)؛ ظرف. اونهو- ڏونگهو- عميق- اٿاهه- پري- دورِ.
- ڏُونهو ڏِيهه ۽ ڏُونهَا ڏيهَ: ذ. پري وارو ملڪ- پرانهُونُ مُلڪ- ڏُور ڏِيسُ.
● ڏُوڻ: صفت. [سن. دُو = ڏُونُ ٻه] ٻيڻُ- ٻيڻو- ڏوڻو- ڏُهرو- ڏوڙو- ٻَٽُ- ٻَٽو- ٻڻو.
- ڏُوڻا: صفت. ٻڻا- ٻيڻا- ڏُهرا- گهڻا- جهجها.
- ڏُوڻائڻُ: مصدر. ٻيڻائڻُ- ٻيڻو ڪرڻ- ٻڻو ڪرڻ- ٻيڻو ڪندو وڃڻ- ڏوڻو ڪرڻ- ڏُهرو ڪرڻ.
- ڏُوڻائي ۽ ڏُوڻائيُونُ: ث. ٻيڻائي- ٻڻائي- ڏوڻائي- ڏُهرائي.
- ڏُوڻو ۽ ڏُوڻا: صفت. ٻيڻو- ٻڻو- ڏُهرو- ڏوڙو- ٻَٽُ. گهڻو- جهجهو.
● ڏوهَ (ت): صفت. [سن. دَشَنُ = ڏهَ] هڪ عدد جو نالو- ڏَهَ- ڏَهَ.
● ڏوهُ ۽ ڏوهَ: ذ. [سن. دوشُ، دُشُ= خطا ڪرڻ. ڏوهُ] گناهه- پاپ- تقصير- اپراڌُ- قصور- جُرم- دوشُ- الزام. خطا- ڀل- چوڪَ- غلطي- عيبُ- سُقم. عِتاب- ميار- حرف.
- ڏوهاري ۽ ڏوهاري: ذ. صفت. ڏوهي- ڏوهه جو ڪو. تقصير وارو- پاپي- عاصي- بدڪار- ڪُڪرمي- اپراڌي- قصور وارو- گنهگار. خطاوار- مُجرم. حرفي- عتاب جوڳو- مَياري.
- ڏوهائتو ۽ ڏوهائيتا: ذ. صفت. ڏوهَ وارو- ڏوهَ جو- ڏوهي- ڏوهاري- گنهگار- عيبدار- حرفي- مَياري- عِتاب جوڳو.
- ڏوهُ ٻاسَ ۽ ڏوهَ ٻاسُونُ: ث. قبوليت- مڃتا- اقرارنامو- سچي (ڪنهن ڏوهه جي).
- ڏوهُ ٻاسڻُ: قبولدار ٿيڻ- (قصور) قبول ڪرڻ- (خطا) مڃڻ- هائوڪار ڪرڻ.
- ڏوهُ ٻاسئو ۽ ڏوهُ ٻاسيتا: ذ. صفت. ڏوهه ٻاسيندڙ- قصورمڃيندڙ- قبولدار- قراري.
- ڏوهُ ڏيڻُ: الزام لڳائڻ- خطا وار ڪرڻ. عيب لڳائڻ.
- ڏوهُ ڍَڪڻُ: عيب ڍَڪڻُ- خطا پوشي ڪرڻ- گناهن کي ظاهر نه ڪرڻ.
- ڏوهُ مٿي هڻڻُ: (ٻئي کي) خطاوار ٺهرائڻ- ڏوهه ڏيڻ (ٻئي تي) گناهه ٿڦڻ.
- ڏوهي ۽ ڏوهي: ذ. صفت. ڏوهَ وارو- ڏوهه ڪندڙ- ڏوهاري- گنهگار- پاپي- مجرم- اپراڌي- تقصير وارو. مياري- حرفي- عتاب جوڳو.
- ڏوهاڳُ ۽ ڏوهاڳَ: ذ. مڙس جو زال تي رنج يا ناراضپو- ڏَهاڳُ.
● ڏوهيٽَ (ت): اسم خاص. لُڪرن يا راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو.
● ڏوهيٽو ۽ ڏوهيٽا: ذ. [پرا. دوهيٽ. سن. دوُهيتر= ڌيءَ جو پٽ] ڌيءَ جو پٽُ- ڌيءَ جو مذڪر اولادُ.
- ڏوهيٽاڻ : ذ. ڌيءَ جو اولاد- ڌيءَ جي پُٽائپي- جيئن ته:
"ڏوهٽاڻ لـ پيٽاڻ، جيئن وڏي تيئن وڏيري" (چوڻي).
- ڏوهيٽاڻو ۽ ڏوهيٽاڻا: ذ. صفت- ڏهٽن جو- ڏهٽن وارو- ڏوهيٽاڻَ.
● ڏوهٽي ۽ ڏوهٽيُونُ (ت): ث. ميناڻيءَ جي هڪ چڪي- ٽِڪي.
● ڏوهيٽَ (ت): اسم خاص. مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.
● ڏوهڻ (ت): مصدر. پسند نه ڪرڻ.
● ڏوهرَ ۽ ڏوهرُونُ (ت): اوڇڻ جو هڪ قسم- کيس- ڪٿو- لوئي.
● ڏوهيري ۽ ڏوهيريُونُ (ت): ث. هيٺاهين زمين- ڏَهرِ.
● ڏوهيڙو ۽ ڏوهيڙا: ذ. ٻه سٽو بيتُ- دوهو- دوهڙو- ڏوهيڙو.
● ڏوهليو ۽ ڏوهيلا (ت): ذ. گهر جو وڏو صفحو- وڏي ڪوٺي.

● ڏوهو ۽ ڏوها: ذ. صفت. [سن. دوهيءَ = ڏهندڙ] کير ڏهندڙ- ڏوپ ڪندڙ- ڏهائي ڪندڙ- ڏهندڙ. کير ڏهڻ جو ٿانءُ- وڏي ڏڪي- چونئري (ت). [سن. دوها = ڏوهيرو]. ٻن سٽن جو بيت- ڏوهيڙو- دوهو.

● ڏوهُور ۽ ڏوهور (ت): ذ. ٻن دڙن جي وچ وارو ميدان- ڏهر.

● ڏوهيٽيرو ۽ ڏوهيٽرا (ت): ذ. [سن. دوهيتر = ڏوهيٽو] ڌيءَ جو پٽ- ڏهٽو- ڏوهيٽو.

● ڏوهيڙو ۽ ڏوهيڙا: ذ. [سن. دوها = ڏوهيڙو] ٻن سٽن جو بيت- دوهو- ڏوهو- ڏوئو- بيت- دوڙو- ڏوهيڙو- لوڙائو (پليٽس). (هڪ جهونو ۽ مقبول عام، پراڪرتي ۽ هندي ٻولين جو بحر وزن جو شعر- ٻن تڪن وارو، هرهڪ تڪ ۾ (٢٤) ماترائن واري ٿئي (پليٽس).

● ڏوئيڙو ۽ ڏوئيڙا (ت): ذ. وڪٽ- قدم. پاٿيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم- ڏوئل.

● ڏوئيڙو ۽ ڏوئيڙا (ت): ذ. [سن. درويءَ = ڏوئي] ڪاٺ جو چمچو يا ڏوئي- ڏوئلو.

● ڏوئيل ۽ ڏوئيل: ڏوئلون: ذ. ث. پاٿيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم (جنهن جي چهنب ڏوئي وانگي آهي ۽ مڇي ماري کائيندو آهي).

● ڏوئلو ۽ ڏوئيلا: ذ. [سن. درويءَ = ڏوئي] ڪاٺ جي وڏي ڏوئي- ڏوئي- وڏلي- ڪهوري- چمچو- ڪفگير. پاٿيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم- ڏوئيل.

● ڏوئيلي ۽ ڏوئيليون: ث. [سن. دوليڪا = ڏولي] پالڪي- ڏولي.

● ڏمُئو ۽ ڏمُئا (ل): ذ. سرو (ڪاٺ کي کائيندڙ جيت). بيماري- گهارو- گهرانجهو- جهجهڻ- جهوري- جهوراٿو. ذ. صفت. پيئو- گهڻ کائو- هيچي- مفتخور- چهندڙ- ٽڪيل- پيٽ لٽ- مائين نوڙ- پيروڙي.

● ڏوئي ۽ ڏوئيون: ث. [سن. درويءَ = ڏوئي] طعام رڌڻ جو اوزار- ڪاٺ جو وڏيرڙو چمچو- ڪفگير- ڪپگير- ڪهوري- ڏوئلو.

- ڏوئي ڏڪڻ گيهه ٿيڻ: سڀڪي حاصل ٿيڻ- فائدو ٿيڻ. (ڪناية) سڀ خراب ٿيڻ- نقصان ٿيڻ- چيهو ٿيڻ.

● ڏوئيلو ۽ ڏوئيلا: ذ. پاٿيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم (رنگ اڇو، قد ڏيڍ فوٽ، چهنب ڪاري ڏوئيءَ جهڙي، ٻڌيد ۾ ٿئي)- ڏوئيل.

● ڏويار ۽ ڏويار (ڪ): ذ. پاٿيءَ جي هڪ پکيءَ جو نالو يا قسم.

● ڏويڙ ۽ ڏويڙ (ت): ذ. ڏڏنگ- خرابي.

● ڏويو ۽ ڏويا (ل): ذ. [سن. درويءَ = ڏوئي] وڏي ڏوئي- ڏوئلو.

● ڏهه: صفت. [سن. دشن: ف. ده = ڏهه. پرا. دس] هڪ انگ يا عدد جو نالو- نون (٩) کانپوءِ ايندڙ انگ (١٠)- پنج واڌو پنج- ڏهن ايڪن جو جوڙ- هڪ ڏهاڪو- ده.

- ڏهه آگريون پاري ڏي پٽا ڪرڻ: فضول خرچ ڪرڻ- اجايو خرچ ڪرڻ.

- ڏهه ڏسيون: ث. ڏهه طرف (١- مشرق = اڀرندو ٢- مغرب = الهندو ٣- شمال = اتر ٤- جنوب = ڏکڻ ٥- تحت = هيٺ ٦- فوق = مٿي ٧- آگني ڪون = ڏکڻ اڀرندي جي ڪنڊ ٨- نيرت = ڏکڻ الهندي جي ڪنڊ ٩- پاڻب = اتر الهندي جي ڪنڊ. ١٠- ايسان = اتر اڀرندي ڪنڊ) آصفيه.

- ڏهه سانٺين: هڪ عدد جو نالو- هزار سنک برابر ڏهه سانٺين.

- ڏهه سنک: صفت. هڪ عدد جو نالو- هزار لکرب برابر ڏهه سنک.

- ڏهه سٽيي ۽ ڏهه سٽيون: ث. ڏهن تندن وارو ڪپڙو (جنهن ۾ ڏهه سٽو تندون تاڃيءَ ۾ هجن.

- ڏهه ڪنڊو ۽ ڏهه ڪنڊا: ذ. (جاميٽري وغيره ۾) ڏهن ڪنڊن واري شڪل.

- ڏهه مکيي ۽ ڏهه مکيي: ذ. صفت. ڏهن واتن وارو- راوڻ جو لقب.

- ڏهه نيکرب: صفت. هڪ عدد جو نالو- هزار اوب برابر ڏهه نکرب.

- ڏَهُون٘: صفت. قطار ۾ ڏهين نمبر ڪانپوءِ ايل نمبر.
- ڏَهُوڻِ: ث. صفت. ڏَهَہ دفعا وڌيڪ هجڻ جي حالت—ڏَهَہ دفعا—ڏَهَہ ڀيرا. (ظرف) گهڻو وڌيڪ.
- ڏَهوٽائي٘ ۽ ڏَهُوٽائيُون٘: ث. ڏَهُوڻِ.
- ڏهُوٽو ۽ ڏَهُوٽا: صفت. ڏهہ دفعا وڌيڪ—ڏهہ ڀيرا زياده. (ظرف) گهڻو—زياده.
- ڏَهُوٽو ڏاڻُ ۽ ڏَهُوٽا ڏاڻَ: ذ. جهجهو انعام—تمام گهڻي بخشش.
- ڏَهُوٽُو ڏاڻُ ڏِيَڻُ: جهجهو انعام ڏيڻ—تمام گهڻيون سوغاتون بخشڻ.
- ڏَهَہ وِيري٘: ذ. ڏهہ دُشْمَن٘. (١— نفس ٢— شيطان ٣— زال ٤— پُٽُ ٥— پيٽ ٦— آجَ ٧— شهوت ٨— تڪبر ٩— ننڊ ١٠— ڏَمرُ) جيئن تہ:

"ڏهن ويرين وچ ۾ آيو آ انسان،
پهريون ويري پنهنجو نفس نحس نادان،
ٻيو وِيري تنهن سين شامل آ شيطان،
ٽيون وِيري ويرو محبت زال زيان،
چوٿون وِيري ٿيا چون پيٽو (پٽ) بي فرمان،
پنجون وِيري پيٽ آ جو نت نت گهرِي نان،
ڇهون وِيري آ آجَ جو لئي ٻائيءَ پريشان،
ستون وِيري شهوت آ جنهن ڪيا هزارين حيران،
اٺون وِيري آڪرو تڪبر تولان،
نائون وِيري ننڊ آ غفلت جو گذران،
ڏهون وِيري ڏمر آ جهل وڏو جولان،
انهن ڏهن ويرين وچ مان جو ڪٿي جنگ جوان،
آءٌ سر ڪريان قربان تنهن مور ۾ تان ساهو چوي.
(ساهو).

- ڏهين: صفت. ڪيترا ڀيرا ڏهہ. بيشمار—بي انداز. جيئن:

"ساهڙ مٿاءِ صدقو، ڏَهين ڏَمَ ڏيانءِ"
(شاهہ).

● ڏَہُ: ظرف. ڏانهن—طرف ڏي.
● ڏهہُ ۽ ڏِهَہ: ذ. [سن. ديشُ = ڏِيهُ] ڏِيهُ—وطن—ملڪ—ديش.

- ڏِها ڏِہُ: ذ. ڏيهان ڏيهہ—ملڪان ملڪ—هر هنڌ.
- ڏِهَائي٘ ۽ ڏِهائي٘: ذ. صفت. ڏِيهي—ملڪي—دِيسي.
- ڏِهُڙاڳُ ۽ ڏِهُڙاڳَ (ت): ذ. صفت. ديس نيڪالي ڏنل—بدنام.
● ڏُهَاجَ ۽ ڏُهَاجُون٘: ث. ڦٽلاَنٽي٘ عورت ڀيون دفعو پرڻيل—هڪ مڙس تان ٻيو دفعو مڙس ڪندڙ عورت (هہ. دُهاجو).
● ڏُهَارِي٘ ۽ ڏهاري٘: ذ. صفت. [سن. دَوشُ = ڏوهہ] ڏوهہ ڪندڙ—ڏوهي—مجرم—گنهگار—پاپي—خاطي—ڏوهاري.
● ڏِهَاڙو ۽ ڏِهَاڙا: ذ. [سن. دِو٘ = چمڪڻ + "ڙو" اسمَ تصغير جي علامت. دِوَس = ڏينهن] ڏينهن ۽ رات جو عرصو— هڪ ڏينهن يوم—ڏور—وار—تِٿِ. زمانو—سمون—وقت. اولياءُ جي ختمي جو ڏينهن.
- ڏِهاڙِي٘ ۽ ڏهاڙي: ظرف. ڏور—هر روز—روزانو—روزمره—نت نئون—تاريڪَ—هميشه—سدائين. هڪ ڏينهن جي مزوري. هڪ ڏينهن جي ڪير مان نڪتل مکڻ. مٿي تي ٻڌڻ جو بوچڻ وغيره.
● ڏَهَاڪو ۽ ڏَهَاڪا: ذ. صفت. [سن. دَشَنُ = ڏهہ] ڏهن ايڪن جو جوڙ—ڏهن جو مجموع—ڏهن جي لڳ ڀڳ—اٽڪل ڏَهَہ—ڏَهَہ ڪن. قضئي (موت) ڪانپوءِ ڏهون ڏينهن ۽ ان تي ڪريا ڪرمُ.
● ڏُهَاڳُ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
- ڏُهَاڳُ ۽ ڏُهَاڳَ: ذ. [سن. دُرُڀاڳيہُ = بڇڙو + ڀاڳيہ = ڀاڳ] بد بختي—نياڳائي—ڪم نصيبي—اڀاڳ—زحمت. وڇوڙو—جدائي—فراق—ڦوڙائو—ڏکُ—مصيبت—تڪليف. مڙس جو وڇوڙو. ڪنهن زال کي طلاق ملڻ واري حالت يا مڙس جي مري وڃڻ جي حالت—رنوڙ پڻي—رَنڊاپو—رنهڻ—طلاقَ. مڙس جو زال تي رنج يا ناراضپو يا نفرت. (ضد. سُهاڳُ ۽ سُهاڳَ).

- ڌُهَا ڳجڻَ: مصدر. ڌُهاڳ ڌسڻ. رنڙ ٿيڻ- بيوهَ ٿيڻ.
- ڌُهاڳُ ڌِيڻُ: رنڙ ڪرڻ- اڪيلو ڪرڻ يا ڇڏڻ- ڌڪ ڌيڻ.
- ڌُهاڳَ ڌُور ٿيڻُ: سهاڳ سٺڻ- لسياڳ هليو وڃڻ- ميهر وارو مڙس ملڻ- گهر جو سک نصيب ٿيڻ- عيش و آرام حاصل ٿيڻ.
- ڌَهَاڳِڻِ ۽ ڌُهاڳڻيُون: ث. مڙس مري ويل عورت- مڙس جي ڌڪاريل عورت. بيوه- رَانڙَ- رَنڊ ڙَ- وِڌوا- ڌنيل- ڌَنيُ- ڦٽلا ونتيُ. لياڳي- ڪمبخت.
- ڌُهَاڳِيُ ۽ ڌُهاڳِيُ: صفت. ڌهاڳ وارو- ڌهاڳ هيٺ آيل- جدا ڪيل- ڌِڪاريَل- تڙيَلُ. حرفي- عتابي- مياري.
● ڌَهَانُ: ظرف. ڌانهن- ڌي- ان طرف ڌي- ايڏانهن- ايڏانهين- ڌُهُونُ.
● ڌَهَائيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● ڌِهائيُ: ظرف. ڌِهَاڙ يُ.
● ڌَهانِڻُ: مصدر. [سن. دُهُ=ڌُهَڻُ] ڌهڻ جو ڪم ٻئي ڪرائڻ.
- ڌُهَائُو ۽ ڌُهَائُا: ذ. ڪير ڌهڻ جو ٺانءُ. ڪاٺ جو ٺانءُ جنهن ۾ ڌاڇيءَ جو ڪير ڌهجي- ساڙهو- گهاگهر. ڌوپ- ڌهائي- ڌوڌ (ل). (صفت). ڌهندڙ- ڌوهو. جيئن ته:
"ڪي ڌهائي ۾ ڌوهه، ڪي ساڙهي ..انگيڙي" (چوٽي).
ڌکيو- ڌهليو- ڌوليو. (ضد- سُهائو).
- ڌُهَائيُ ۽ ڌُهائيُون: ث. ڌوڌِ- ڌوپُ. ڪير ڌهڻ جو ٺانءُ. ڪير ڌهڻ جي آجرت.
- ڌُهائيُ ڪرڻُ: ڪير ڌهڻ- ڌوپ ڪرڻُ.
● ڌَهَائيُ ۽ ڌَهَائيُون: ث. [سن. دَشَنُ= ڌَهَ] ڌَهُونُ حصو- ڌَهَائسُ. علم رياضي موجب ڪنهن به عدد جي ڌهين ڀتي.
- ڌَهَائيُ جي ليشَانيُ: ث. ڊِيسيِمَل "؟".
● ڌُهيٺرو ۽ ڌُهيٺرا (ت): ذ. [سن. دُوُهتر=ڌُهيٺو] ڌيءَ جو مذڪر اولادُ- ڌِيءَ جو پٽ يا فرزند- ڌهيٺو. (ث. ڌُهيٺڙيُ ۽ ڌُهيٺڙِيُون).
● ڌُهٺو ۽ ڌُهٺا: ذ. [سن. دُوُهترُ=ڌُهيٺو] ڌِيءَ جو مذڪر اولاد- ڌيءَ جو پٽُ- ڌُهيٺرو.
- ڌُهيٺاڻِ ۽ ڌُهيٺاڻيُون: ث. ڌِيءَ جو اولاد.
● ڌَه ڌِيَڻُ: ڳجهه بيان ڪرڻ- ڀيد کولڻ- راز ظاهر ڪرڻ.
● ڌَهَرُ: اسم خاص. تعلقي ڌيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڌَهَرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (ستن پاڙن ۾ ورهايل) ١- برهماڻي ٢- پنّي ٣- دوداڻي ٤- جنگاڻي ٥- ڪانجا ٦- ڪاهڙي ٧- راجڙي.
● ڌَهَرُ ۽ ڌَهَرَ: ذ. سنڌيءَ راڳڻيءَ جو هڪ نالو- بيتن جو هڪ قسم- تعريف جا بيت- سُريلا بيت جي دعا يا ذڪر خاطر ملتان جي غوث بهاوالدين ۽ مخدوم نوح جا مريد وڏي آواز سان پڙهن. مصرع ڪَلِيُ- اِنڊرو- ٻَندُ. ڪوِتا- شعر- نظم- چِٽُ. ٻن واريءَ جي دڙن ۾ نهيل ماٿري يا ميدان (جتي زمين ڪي هجي ۽ سال بسال برسات پوڻ تي آبادي ٿئي، جيئن هيڪل ڪوريءَ جو ڌَهَرُ). هيٺاهون ميدان جتي پاڻي گڏ ٿئي. (هہ. ڍَهُرُ=ڍَهَرَ). کپسَ جو هڪ قسم (ت).
● ڌَهَراجَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر لاڙڪاڻي- نواب شاهه ۾).
● ڌَهُرڪيُ: اسم خاص. هڪ ديهه جو نالو.
● ڌَهَ رَنڪَ: اسم خاص. هڪ جبل جو نالو.
● ڌَهُرو ۽ ڌَهُرا: ذ. بُتخانو- بُتڪده- ڌيرو- مندر- ديرو- دير (رسالو عام راهه).
● ڌهري: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (صفت). پوڪ- بيوقوف- جاهل- اناڙي.
● ڌَهُر يجا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڏَهَسُ لنامُون ﻋ ڏَهَسُ نامان: ذ. [سن. دَشَنُ = ڏَهَ + نام = نالو] سنڌي شاعري ۾ سگهڙ ڀائي جو هڪ نمونو - شاعرانه فن - اهڙو بيت، جنهن ۾ ڏهن مختلف ٻولين جا يا ڏَهَ هر معنيٰ مختلف ڏکيا لفظ استعمال ڪيل هجن - اهڙو بيت، جنهن ۾ هڪ ڪان وڌيڪ ٻين ٻولين جا انوکا لفظ استعمال ڪيل هجن. جيئن رات جي ڏهن نالن لاءِ ڏَهَسنامون: تنگي، توهياري، تامني، تمهر، تامس، مس، شب، رين، رجني، لَيل هَے. (نم شاعر).

● ڏَهيسُو ﻋ ڏَهيسا: ذ. ڪپڙي جو هڪ قسم (جنهن جي پيتي ۾ هڪ هزار تندون هجن).

● ڏَهڪارُ ﻋ ڏَهڪار: ڏَهڪارُون: ذ. ث. [سن. دَمشَ] هراس - ڊپ - ڊ ٻجو - داءُ - پيالڪ حالت - پوء - ڏرُ - ڏَڪيٽيي - خوف - ڊِجُ. ٺاڪوڙو. ٺرٺلو - ٺڙٺوت - هاهاڪارُ - دهشت - هائيدُوسُ - ڏَهڪو - ڏاڪو - دَهڪو - دَهمانُ - ڏهڪاءُ - چيرڪو - چيرڪ - ٺاهَ.

● ڏَهڪاءُ ﻋ ڏَهڪاءَ: ذ. ڏاڪو - ڏاڪ - هيراس - وسوسو - دهشت - رعب - تاب - ڊَپُ خوف. حشمت - دٻدٻو - اقبالُ. نالو - ناموس - پڌرائي - وڏائي.

- ڏَهڪاءُ پوَڻُ: ڏاڪو وهڻ - رعب وِ هَڻ. ڊپ وِ هڻ.

- ڏَهڪائيجَڻُ: ڏهڪڻ - ڏهڪجڻ.

● ڏَهڪَڻُ: مصدر. ڊڄڻ - ڀؤ ڪرڻ - ڊپُ ڪرڻ - خوف ۾ اچڻ - ڏڪڻ - رَڦڻ - ڪنبڻ - ڏرڻ - هراسجڻ - دَهيلجڻ - خوف کائڻ - ڪَوُ ڪرڻ.

- ڏَهڪيجَڻُ: مصدر. ڊڄڻ - هراسجڻ - ڊَپُ ڪرڻ - خوف ۾ اچڻ - ڏهڪڻ.

● ڏُهڪاڄُ ﻋ ڏُهڪاڄ (ڪ): ذ. جيت جو هڪ قسم (سائي رنگ جو جيت، جنهن کي جيڪڏهن مال کائي ته مال هڪدم مري وڃي) - ڪارو واءُ.

● ڏُهڳُ ﻋ ڏُهڳ: ذ. [سن. دُرُ = خراب + ڀاڳيہ = ڀاڳ] ڏهاڳ.

● ڏَهَلُ ﻋ ڏَهَل: ذ. وڏو ٺانءُ - وڏو ٺالهه - وڏي ٺالهي. ڪاڏي سان خوب ڀريل برتن - پاٺوڙو - ڇهبرُ. (صفت) گهڻ ڪاياڪُ. وڏو ڏَرَڙُ - ٻير گهڻلُ. ڏلهي جيڏي پيٽ سان (ل).

● ڏَهِلَ (ڪ): ث. گاهہ جو هڪ قسم.

● ڏُهَلَ ﻋ ڏُهَلُون (ڪ): ث. صفت. [سن. دُهَ = ڏُهَڻُ] ڏوڌ وغيره تي ڏلل يا ورتل چوپايو مالُ.

● ڏَهيلُو ﻋ ڏَهيلا: ذ. [سن. دَشَنُ = ڏهہ] پتن يا ٺاس راند کيڏڻ ۾ ڏهن داڻن وارو پتو - ڏهو - ڏهيلو - ڏهہ خال - دَهلو - دَهيلو - دَهلي - دَهيلي - دَهو.

● ڏِهلو ﻋ ڏِهلا (ل): ذ. ديرو - ڏيرو - ڏِهرو. جيئن ته:
"اسين فلاڻي جي ڏِهلي تي وياسين".

● ڏُهيلو ﻋ ڏُهيلا (ل): ذ. [پرا. دُهيلہ؛ سن. دُهڪَت + دُهلي + دَهڪ = ڏُڪ] ڏُک وارو - ڏُکيو - تڪليف وارو - سُورائتو - ايذايل. ڏُهيلو - ڏهيرو. ڏکيو - مُشڪل - اهنجو. جيئن ته:
"ڏينهَن ڏُهيلا ڏَمَ سين، آهيان اوهان ڏار" (شاهہ).
ڏکيو گذران ڪندڙ. سنهڙو - اڀرو - ڏٻرو - لاغر - ضعيف - ڪمزور - هيڻو - نِستو - ڀؤنو. هڙيل - ڏِنگو.

- ڏُهلائي ﻋ ڏُهلائيون: ث. درد - ڏُک - تڪليف - ڏکيائي - ڏهيرائي.

● ڏُهلي ﻋ ڏُهيليون: ث. [سن. دوُل = لڏڻ] ڏولو - ڪجاوو - محمل - محافو - ڏولي.

● ڏَهَن: ظرف. ڏانهن - طرف ڏي.

- ڏَهَنئَن: ظرف. ڏانهن - ڏَهَن.

● ڏَهنتائي ﻋ ڏَهنتائيون: ث. ڳالهہ ۾ ڪنهن کي اشارت ڳالهہ جي ڏيڻ واري حالت - اشارو - آڄ - آهڃاڻ - ڏسُ - نشاني - آهنائي. چتاءُ - اطلاع - ڄاڻ - خبر - سُڌ - ڏوراپو - طعنو.

ـ ڏَهنائيءَ ڏِيڻُ: ڏَسُ ڏيڻ ـ نشاني ڏيڻ ـ اهڃاڻ ڏيڻ. ڏوراپو ڏيڻ ـ طعنو ڏيڻ.

ـ ڏَهنايُون ڏِيڻ: ورِيڻ ڏيڻ ـ طعنو هڻڻ ـ سِهڻا ڏيڻ.

● ڏهنُورُ: اسم خاص. تعلقي ڏگهڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏَهڻُ: مصدر. [سن. دَهَ = ساڙَڻُ] ساڙي ۾ سڙڻ ـ سڙڻ ـ جلڻ ـ ٻرڻ ـ ٻرڻ ـ ڏجهڻ. جيئن تہ

”ڏاڍي ذات جتن جي، ويئي ڏِيلُ ڏَهي“
(شاهہ).

”او ياري عشق جو ڏکيءَ ڏيلُ ڏَهي“
(خان زئي).

ڏکوئڻ ـ رنجائڻ ـ پيڙڻ ـ آزارڻ ـ ايذاءُ رسائڻ ـ ويدن ڪرڻ ـ ستائڻ ـ چيچلائڻ ـ عذاب رسائڻ. خفي ڪرڻ ـ چڙ ڏيارڻ ـ چورڻ ـ خار ڏيڻ. ڏڪڻ ـ ڊڄڻ ـ خوف ڪرڻ ـ راند ڪندي ٻال کي جهلڻ ـ روڪڻ ـ جهلڻ ـ گسائڻ. ڦرڻ ـ کسڻ ـ وڻڻ ـ ننگي ڪرڻ (ت).

● ڏَهي ڇڏَڻُ: برباد ڪرڻ ـ تباهہ ڪرڻ. نابود ڪرڻ ـ ناس ڪرڻ.

● ڏَهڻُ يا ڏَهڻَ (ت): ذ. وڻ جو ٿارُ ـ ڏارُ.

● ڏُهڻُ: مصدر. [سن. دُهُ = ڏُهڻُ. پرا. دُهڻَ: دوهڻَ. سن. دوهڻَ] کير ڏيندڙ جانور مان کير ڏهڻ يا ڪڍڻ ـ کير ڏهڻ ـ ڏوپُ ڪرڻ ـ ڏهائي ڪرڻ ـ نچوئڻ ـ سِچوئڻ ـ نِپوڙڻُ ـ چوڪڻ. ميڙڻ (ت). ڪم ۾ وهائڻ. ڦرڻ ـ آهستہ آهستہ ڦرڻ ـ ڦري سڄو ڪرڻ ـ صفا خالي ڪرڻ.

ـ ڏُهڻُو يا ڏُهڻا: ذ. کير ڏهڻ جو ٿانءُ.

ـ ڏُهيءَ ڇڏَڻُ: خالي ڪرڻ ـ سڪائي ڇڏڻ ـ ٿلهو ڪرڻ ـ سڄو ڪرڻ ـ ڪنگال ڪرڻ ـ ڦري ڇڏڻ. ناس ڪرڻ ـ چٽ ڪرڻ ـ ويران ڪرڻ ـ برباد ڪرڻ ـ اجاڙي يا اجڙ ڪري ڇڏڻ.

● ڏَهو يا ڏَها: ذ. [سن. دَشَنُ = ڏهہ] ڏهن ڏينهن جو عرصو ـ ماهہ محرم الحرام جا پهريان ڏهہ ڏينهن ـ ڏهن ڏينهن جو چلو (رمضان جي مهني ۾) ڏهن ڏينهن جو روزو. موت کان پوءِ ڏهون ڏينهن. راند جي پٽن ۾ ڏهن داڻن وارو پٽو ـ ڏَهلو ـ دَهلو. انگن ۾ ڏَهہ ـ ڏهن ايڪن جو جوڙ ـ ڏهاڪو ـ دَهو. ڪورين جي اصطلاح ۾ سورهي کان ٿورو ٿلهو سُٽُ (ت). سور ـ درد ـ غم ـ ڏک ـ ڏک (ل). صفت. ڏهن وارو ـ ڏهن جو.

ـ ڏَهوتَرُ يا ڏَهوتَرَ: ذ. ۽ ڏَهہ ـ ڏهن سان.

ـ ڏَهوتِرو يا ڏهوترا: ذ. هڪ سئو جي پويان ڏَهہ ـ ڏَهہ سيڪڙو ـ ڏهہ فيِ صدِي.

ـ ڏَهو ڏِيڻُ: سيڪجهہ چورائي ڪٽي وڃڻ ـ ڦري وڃڻ ـ لٽي وڃڻ.

ـ ڏَهو ڪيڻُ: هڪ هندو گوشائتو ويهي ڏَهہ ڏينهن خدا جي عبادت ڪرڻ يا خدا کي ياد ڪرڻ ـ ڏهن ڏينهن جو چلو ڪيڻ.

● ڏِهو يا ڏِها: ذ. [سن. دِيشُ = ڏيهہ] ڏيهہ ـ ملڪ ـ وطن ـ دِيسُ ـ ساڀيهہ ـ دَيارُ ـ ولايتَ.

● ڏَهوتَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڏَهوچُ يا ڏَهوچَ (ڪ): ذ. صفت. لانبٽ ـ ڊگهو ماڻهو.

● ڏَهُون: ظرف. ڏَهان ـ ڏانهن ـ ڏي ـ ان طرف ـ طرف ڏي ـ ايڏانهين.

● ڏَهيءَ يا ڏَهيُونءَ: ث. [سن. دَڌِ: پرا. دَهيءَ = ڏَهيءَ] جميل کير ـ ڏونشرو ـ گهاٽي لسيءَ ـ ڏُڌُ ـ دکُ ـ دِگهلُ. [سن. دَشا = ڏِهيءَ] ڪپڙو ڌاڳو ـ تند ـ لئونءَ ـ ليڙَ. اڻ وٽيل سٽ ـ ٽاڪيهي مان ڦاڙي ۾ ٻچيل سٽ ـ تاڃيءَ جو چيڙو. ذرو ـ پرزو.

ـ ڏَهيءَ توڙَڻُ: ڳنڍ يا جوڙ ڇنڻ ـ ناتو ڇنڻ ـ تعلقات ٽوڙڻ.

ـ ڏَهيَنءَ تائين اَڏَڻُ: ڦاڙي تائين ڪم پورو ڪرڻ. ڪوشش ڪرڻ.

ـ ڏَهيَنءَ سوڌو اَڏَڻُ: توڙ يا حد ڪرڻ ـ ڦاڙي ڪرڻ.

ـ ڏَهيءَ وارو يا ڏَهيءَ وارا: ذ. صفت. ڏوڌي ـ وِڪڻندڙ ـ کير وارو ـ کير وڪڻندڙ ـ ماهيڙُ.

- ڏَهيئُون نڪَرڻُ: ڪپڙي جي ڦاڙي ڦيڻ- ڦوچڙيون نڪرڻ- صفا ڦاٽي وڃڻ- ليرون ٿيڻ. ٽڪجي پوڻ.

● ڏُهيءَ ج ڏُهيئُون: ث. ٻاجهريءَ جا ٿُهَرَ- ٿُهيءَ- ٻُهِيءَ- ٻُرِيءَ. ٽاجيءَ کان ٻاهر نڪتل ٽنل ڏاڳا.

● ڏَهيَا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڏَهيٽُ ج ڏَهيٽَ (ٺ): ذ. صفت [سن. دَئيٽيہ = ] بدن ۾ مضبوط طاقت وارو- همٿ ڀريو- سگهارو- پهلوان.

● ڏَهيترَو ج ڏَهيترَا (ٺ): ذ. مڪائيءَ جو هڪ قسم- ڪنب ڇڙهيل ڏَڪي- ٽِڪي.

● ڏَهيٽيءَ: اسم خاص. تعلقي ڏ گهڙي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڏُهيرو ج ڏُهيرَا: ذ. صفت. [سن. دُهُڪ = ڏک] ڏهيلو- ڏُهيلو- ڏکيو- درديلو. بي سرو سامان- سڃو. آڀالو- ميرو- گدلو. جيئن ته:

"پهڻ او هانجي آهيان پيئي، ستان ڏيئين ڏاهُ ڏهيري"

(جانعلي لغاري).

ڪمزور- ضعيف. نياڳو- ڪمبخت- اياڳو- ڏهيرو.

- ڏُهيرائيءَ ج ڏُهيرائيُون: ث. ڏهلائي- ڏهلائي- ڏکيائي- مشڪلات- بي آرامي. ڏُک- رنج- درد- دُکُ- آپرائي- ڏُهرائيءَ.

● ڏُهيڙو ج ڏُهيڙا: ذ. [سن. دِوِ = ٻه + وايہ = وائيءَ] ٻہ سٽو بيت- ڏوهيڙو- دوهو- دُراهو.

● ڏَهيسَرُ ج ڏَهيسَرَ؛ ذ. صفت. [سن. دَشَنَ = ڏَهَ + سَرَ = سئو] ڏهن مٿن وارو- مٿيرُ- پهلوان- بهادر. سخي.

● ڏهيل (ٺ): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڏُهيلو ج ڏهيلاَ: ذ. صفت. [سن. دُهک = ڏک] ڏهيرو- ڏُهيلو- ڏُکيو- دَرُدِيلو- تڪليف ڏيہ. وزنُدارُ- ڳرو- بار وارو. اڀرو- ضعيف. نياڳو- بدنصيب- ڪمبخت.

- ڏُهيلائيءَ ج ڏُهيلائيُون: ث. ڏکيائي- تڪليف- آهنڃائي- ڏُهيلائيءَ.

● ڏَءُ ج ڏَءَ: ذ. [سن. دَهُ = سَڙَڻُ] حسد- ساڙو- ڪاڙ- پچ- اپرڪا- هُوسَ- رِيسَ- سَدَ. شڪَ- گمان- بدگماني- خدشو- غيرت.

● ڏِئَاتَ ج ڏِئَاتُن؛ ث. [سن. دِوُسٿا: دِوُ = چمڪڻ + سٿا = بيهڻ] ڏيئي جي روشنائي جي لاٽَ- آسا ڙيءَ جي ٻرندڙ باهہ. ڏئائيءَ- ڏِئائيءَ- مَشعَلُ- مَشعالُ- ڪٽڙڳي- ڏِيو. ٻتي رکڻ جي جاءِ.

- ڏِئَاتِيءَ ج ڏِئَاتِيُون؛ ث. ڏئات.

● ڏُئارُ ج ڏُئَارَ: ڏُئَارُون: ذ. ث. [سن. دشڪال: دش = ڏکيو + ڪال = وقت] بيماري- مرض- ناچڱائي- روڳ- پيڙا- ڏُوار- اگهائي- ڏوچ- لڱائي- خرابي- ڏکندو- ڏُجهندو- بي مزائي- ناچاڪائي. ڏُکُ- سختي- اوکائي- تڪليف. عَيبُ. ڏُڪارُ- وِيل- چَٽِ (ل). ڪپوتُ ماڻهو (ٺ).

- ڏُئَارِيءَ ج ڏُئَارِيءَ؛ صفت. بيمار- مريض- ناچاڪُ- اگهو.

● ڏِئارَڻُ: مصدر. [سن. دَا = ڏيڻُ] وٺي ڏيڻ- ڏيڻ- ڏِيارڻ- ٻئي جي هٿان ڪنهن کي ڪا شئي ڏيارڻ يا حوالي ڪرائڻ- سپرد ڪرائڻ- ميلائڻ.

- ڏِئَارِي مُنڃڻُ: روانو ڪرڻ- موڪلي ڏيڻ- ڊوڙائڻ- پلٽڻُ- مُنڃڻُ.

● ڏِئَارِيءَ ج ڏِئَارِيُون: ث. [سن. دِيپ مَالاَ = ڏِيَن جي سَر يا قطارَ] هندن جو هڪ وڏو ڏينهن- رام جي بن مان موٽڻ واري ڏينهن تي خوشي ملهائڻ جو وار يا ڏينهن- اسو مهني هندن جو هڪ پوتر وارُ (جنهن ۾ گهر گهٽيون ڏيَنَ سان روشن ڪندا آهن)- ڏِيارِيءَ.

● ڏِئَالُ ج ڏِئَالَ: ذ. [سن. ديپ = ] ٻتي رکڻ جي ڪاني- ڏيئي رکڻ جي ڪاني. ٻتيءَ جو هڪ قسم- شمعدان- ٻتي- ڏيئو- ڏِيو. اولياءَ جي مقبري يا مسجد ۾ ٻرندڙ ڏيئو- ڏِئات.

● ڏِئَالِيءَ ج ڏِئَالِيُون: ث. بَدَڪَ جو هڪ قسم- جهالي- ڏَيالي.

● ڏُئاءُ ۽ ڏُئاءَ: ذ. مرض - بيماري - اڳهائي - ڏکارُ - ڏواءُ.

● ڏِئَتُ ۽ ڏِئَتَ (ل): ذ. صفت. [سن. دا = ڏِيَڻُ] گهربل رقم لاءِ انجام ڪندڙ - ڏِيندڙ - ڏِئڻهارڪو.

● ڏُئليءَ ۽ ڏُئليون: ث. [سن. دولڪا = ڏولي]. پالڪي - ڏولي - محافو. هندورو. محلات.

● ڏَئنَ ۽ ڏَئنَ: ذ. ڍول - دستور. ڍنگ.

- ڏَئنَ ڏائڻُ: ڪم شروع ڪرڻ.

● ڏِئڻُ: مصدر. [سن. دا = ڏِيَڻُ. ف. دادن] حوالي ڪرڻ - آڇڻ - قبضي ۾ ڪرائڻ - سپرد ڪرڻ - بخشڻ - ڏِيڻ - مڃائڻ.

- ڏِئڻاتُ ۽ ڏِئڻاتَ: ذ. ڪابہ ڏيڻ جوڳي شئي. جيڪي ڏجي.

- ڏِئڻو ۽ ڏِئڻا: ذ. صفت. ڏِئڻ جوڳو - جيڪو ڏنو وڃي - قرض.

- ڏِئڻُ وَٺڻُ: ڪار وهنوار ڪرڻ - ليکو لهڻو پورڻ ڪرڻ.

- ڏِئڻو ڪَرَڻُ: ادا ڪرڻ - ڏيڻ - آڇڻ - لاهڻ - پورڻ - پيارڻ - ڏيڻ لائق ڪرڻ.

- ڏِئڻو ڪَهَڻُ ۽ ڏِئڻا ڪَهڻا: ذ. جمع واصل - ڏيتي ليتي.

- ڏِئڻو لَهڻو: ذ. ڏئڻ وٺڻ. ڪار وهنوار ڪرڻ.

- ڏِئڻو وَٺڻو ۽ ڏِئڻا وَٺڻا: ذ. صفت. ڏيڻ وٺڻ جوڳو.

- ڏِئڻي ۽ ڏِئڻيون: ث. حوالي ڪرڻ يا ڏيڻ جو ڍَنگُ - حوالي ڪرڻ.

- ڏِئڻياتُ ۽ ڏِئڻياتَ: ذ. ڪابہ ڏيڻ جوڳي شئي. ڪنوار جو پيءُ يا ٻيا عزيز جي ڪنوار کي ڏاج وغيره ڏين. ڏيندڙ. قرضدارُ.

- ڏِئڻيدارُ ۽ ڏِئڻيدارَ: ذ. صفت. جنهن کي قرض واپس ڪرڻو هجي - ڏيندڙ - لهڻيدارُ.

- ڏَئيءَ پيهائڻُ: پاڻ کي جوکي ۾ وجهڻ.

- ڏِئيءَ وَٺيءَ رَهڻُ: ڪُنجڻ. طاقت نہ رهڻ.

● ڏَئو ۽ ڏَئا: ذ. [سن. دَهُ = سڙڻ] ڏَئُ - حسد - ساڙو - ايرکا - جلن - ٻچر - ڪامَ - ڪينو - بُغض - وِرودُ - پيائي - بيماني. دشمني - وِيرُ - خارُ - ضِديت.

- ڏَئون ۽ ڏَئان: ذ. ڏئو - ڏؤ.

- ڏَئيارو ۽ ڏَئيارا: ذ. صفت. دشمن - ويري - حاسد - ساڙوندو.

● ڏِئو ۽ ڏِئا: ذ. [سن. دِيپُ] ٺيڪر جي وَٽي (جنهن ۾ ڪڙو تيل ٻري) - ٻتي - تيل جي ڏِئائي - ڏِيئو.

- ڏِئي ٻَرئي: ظرف. سانجهيءَ جي مهل - لماشام وقت - ڏيئي ٻرڻ جي مهل - سنجهاٽو - سج لٿي.

- ڏِئي تي وَٽ رَکَڻُ: شام ٿيڻ.

● ڏُئو ۽ ڏُئا (ل): ذ. ڦرندڙ گهرندڙ هَوا - چوماسو واءُ - خراب هوا.

● ڏَئوتُ ڏَئوتَ (ل): ذ. صفت. [سن. دَئيٽيہ = ڏَئوتُ] گهڻو کائيندڙ - پيٽُرُ - پيٽوري - ڏئيٽُ. خرابُ - خوفناڪ - ڀَيانڪُ - بدصورت.

● ڏَئوو ۽ ڏَئووا: ذ. گجراتي زبان جو شعر (جو گهڻو ڪري ڪولهي ۽ مينگهواڙ ڳائيندا آهن).

● ڏَئيٽُ ۽ ڏُئيٽَ: ذ. [سن. دَئيٽيہ = دِيوُ - جن - ڀوتُ - راڪاسُ - راڪشش - دائيٽُ - راڪسُ - سخت دلُ - بي رحم - بي قياسُ - بي دل - قهارُ - ظالم. خونخوارُ - درندو - وحشي. پيٽُرُ - هجي. وڏي جسم وارو - توڻانگ.

● ڏُئيڙُ ۽ ڏِئيڙَ (ت): ذ. ٻڪيءَ جو هڪ قسمُ (اڇي رنگ، ڊگهين ٽنگن ۽ ڇهٻ سان گاهہ ۽ مڇي کائيندڙ).

● ڏِي: ظرف. ڏانهن - ڏَهونَ - طرف.

● ڏيا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڏَيا ۽ ڏَيائون: ث. [سن. دئيو يا = ] حشمت - دهشت - ديدبو - دَهڪو - ڊَپُ - خوف - هيبت - ڏهڪاءُ - ڀؤ. ڏَرُ - روبُ - رَعبُ.

طاقت – زور. سٽيا – جوت – تجلي. الاهي نور. قسمت – نصيب – ڀاڳ. [سن. ديا] سخاوت.

– ڏيال ج ڏيال: ذ. صفت. ڏيا وارو – ڏيا وان – تجليدار – ڏهڪي وارو – سٽيا وارو – سخي – داتا – مهربان – رحمدل.

● ڏيات پٽ: اسم خاص. تعلقي عمر ڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏياٽي ج ڏياٽيون: ث. [سن. دِيپ = ڏيئو] ننڍو ڏيئو – مشعلو. ڏيئي جي وٽ جي روشنائي – لاٽ. ڏيئي رکڻ جي گهوڙي (ت). ڏياٽي.

● ڏياچ ج ڏياچ: ذ. صفت. [سن. دا = ڏيڻ] ڏيندڙ. (اسم خاص) هڪ سخي راجا جو نالو – راءِ ڏياچ.

● ڏيارڻ: مصدر. [سن. دا = ڏيڻ] ڏيڻ جو ڪم ٻئي کان ڪرائڻ – وٺي ڏيڻ – ٻئي جي معرفت وٺي ڏيڻ.

– ڏياري مُنجڻ: مصدر. ڏياري موڪلڻ – روانو ڪرڻ (ڪا شئي، ڪنهن ڏانهن).

– ڏياري موڪلڻ: روانو ڪرڻ – موڪلڻ – اُڪلائڻ – روانگي ڪرڻ.

● ڏياري ج ڏياريون: ث. [سن. دِيپالي = ديپ + آولي = ڏيئڻ جي قطار] ڏيئن جي قطار – ديپ مالا. هندن جو هڪ وڏو ڏينهن يا ڏڻ (جنهن تي تمام گهڻي روشني ڪندا آهن – ڏيا ٻاريندا آهن – ڏياري – ديوالي.

"ڏٺي ڏياري، سامونڊين، سڙهه سنباهيا"
(شاهه).

● ڏيال: اسم خاص. تعلقي ديري محبت ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏيب ج ڏيب: ذ. [سن. دا = ڏيڻ] ڏاج – ڏاجو – ڏيج. انعام – ڏاڻ – بخشش. ڏيکاءُ (ت). وارو – گهرو. جيئن ته:

"مليو قسمت ۾ جڏهن، ڏکن جو ڏيب"
(نجفي).

– ڏيبو ج ڏيبو (ت): ذ. صفت. ڏيکاءُ وارو – ڏيکاءُ جو.

● ڏيباڻي ج ڏيباڻيون (ت): ث. ڪنهن ديوتا جي نالي کيل ٻڪري – ٻاسيل ٻڪري – ڏيبڻي.

● ڏيبڻي ج ڏيبڻيون (ت): ث. صفت. ڏيباڻي.

● ڏيبڪ ج ڏيبڪون: ث. ڪمر ٻڌي ٻڌڻ جو هڪ لمونو. وڙ – ڪنجهڙ – ٽيڪ.

● ڏيٽ ج ڏيٽ: ذ. [سن. دئيٽيه] ديٽ – دئيٽ – ڏئيٽ – ڏئوٽ.

● ڏيٽبڪي: اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏيتي ج ڏيتيون: ث. [سن. دا = ڏيڻ] ڏيڻ واري – ڏيڻ جهڙي (رقم – شئي وغيره) – ڏيڻ لائق – ڏيٺي.

– ڏيتي ليتي ج ڏيتيون ليتيون: ث. ڏيڻ وٺڻ جي حالت – ڏي وٺ – وهنوار – ليکو – حساب ڪتاب – خريد فروخت – ڪاروبار – سودو واپار – لڙهه وچڙ – واهپو – وهي وات. هندن ۾ ڪنواريتن جو گهوٽيتن کي روڪڙ يا زيور، ڪپڙا ڏيڻ واري هڪ رسم.

● ڏيٿا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي نوشهري ۽ تعلقي حيدرآباد ۽ تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو. تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ريلوي اسٽيشن جو نالو.

● ڏيٿي: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏيٺي ج ڏيٺيون (ت): ث. اَنُ، سُٽُ، پٽ وغيره ويڙهڻ لاءِ ڪاٺيءَ جو ٽڪر. اٽي ڏڪر راند ۾ ڪم ايندڙ اٽي – گلي.

– ڏيٺي ڏڪر ج ڏيٺيون ڏڪر (ت): ذ. اٽي ڏڪر – گلي ڏڪر.

– ڏيٺي ڏڪر ڪيڏڻ (ت): ٻاڻ ۾ سخت وڙهڻ.

– ڏيٺيون ڪيڏڻ (ت): (وڙهڻ وقت) وار پٽڻ.

● ڏيٺ ج ڏيٺون: ث. [سن. درشٽا. پرا. دِٺي = ڏسڻ]. ڏسڻ جي حالت – ڏيکاءُ – نظر –

نگاھ. ملاقات - مکاملپو - سُھاکيڙو - گڏجاڻي.
واقفيت - سُڃاڻ - سُڃاڻپ - ڄاڻ سڃاڻ - پڇاڻ -
واقفي - ھيرچو - سھپو - لڳ لاڳاپو. سار سنڀال.
مجلس - ڪچهري - رهاڻ - مارڪو. سنهپ. دوستي.
- ڏيٺاپي (ت): ظرف. تخميني - اٽڪل موجب -
ڏسڻ موجب - اٽڪل روءِ.
- ڏيٺارو ۽ ڏيٺارا: ذ. صفت. ڏيکارو - ڏيکاءُ -
ڏيٺ - واقفيت - ملاقات. (ظرف) ڏٺو وائٺو - کليو
کلايو - ظاهر ظهور.
- ڏيٺاريو ۽ ڏيٺاريا: ذ. صفت. ڏيٺ وارو -
واقف - ملاقاتي - دوست. ڏٺل - وائٺل.
- ڏيٺائي ڏيٺ: صفت. نظاري ڏسندڙ - حسن
ڏسندڙ.
- ڏيٺ ويٺ ۽ ڏيٺون ويٺون: ث.
ڄاڻ سڃاڻ - واقفڪار - منهن لڳائي.
- ڏيٺ ويٺ هئڻ: واقفيت هئڻ - سڃاڻپ هئڻ.
- ڏيٺي ۽ ڏيٺيون: ڏيٺ - ڄاڻ - سڃاڻ -
واقفيت - ڏيٺ ويٺ - ملاقات. جيئن ته
"آهي عنايت الله چئي ڏکن سان ڏيٺي".
- ڏيٺي ۽ ڏيٺيا: ذ. صفت ملاقي - ملاقاتي -
واقف - سڃاتو. (ظرف) مقابل روبرو - منهن سامهون.
● ڏيٺارو ۽ ڏيٺارا: ذ. [سن. دَرِشٽا: پرا.
دِٺي = ڏسڻ] چمڪاٽ - سوجهرو - روشنائي -
جهلڪو - تجلو - اوجل - جرڪو - ڀڙڪو. ڏيکارو
[جن يا غيبات وغيره جو] جن جو اثر - جن -
ڀوت - ڀائنو - جُوجائنو. ڊپ - خوف - ڊاءُ -
چرڪ - حراس.
- ڏيٺارو ڏيڻ (ت): رات جو ڪنهن ڪنهن
جن ڀوت وغيره جي ڀيانڪ شڪل نظر ۾ ڏسڻ.
- ڏيٺاري جو حساب: ذ. لڳت جو حساب -
جن ڀوت جو اثر.
● ڏيپارجا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو -
ڏيپارجا. تعلقي ميرواه ۾ هڪ ديهه ۽ هڪ ڳوٺ
جو نالو.
- ڏيپارچا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو -
ڏيپارچا.

● ڏيپارجا جاگير: اسم خاص. تعلقي موري ۾
هڪ ديهه جو نالو.
● ڏيپالجي ۽ ڏيپالجيا (ک-): ذ. شاگرد -
ٻالڪو - چيلو. مريد.
● ڏيپر: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● ڏيپر ۽ ڏيپرون: ث. جوئر جو هڪ قسم.
● ڏيپلو: اسم خاص. تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديهه
جو نالو.
● ڏيڇڻ (ت): مصدر. ٽانڊي تي گيهه وغيره
وجهڻ سان لاٽ نڪرڻ.
● ڏيج ۽ ڏيج: ذ. [سن. دايه > دا = ڏيڻ]
عورت کي شاديءَ وقت مائٽن کان مليل سامان -
ڏاج - ڏاجو - ڏيجو - جهيز - استري ڌن - مهر.
لڏو - ڏيتي ليتي. جيڪي ڏجي - بخشش - عطا -
سخا - ڏات - دان - انعام. جيئن ته:
"ڏيج ڏونئا ڏيوم ڏات ڏيار"
(فاضل شاهه).
چوپائي مال کي ڪارايل مکڻ وغيره. ڀاڳو -
حصو - ورثو.
- ڏيجام ۽ ڏيجام: ذ. ڏاج يا ڏيج سان
گڏ ويندڙ ماڻهو - ڏاجو ڪٺي ويندڙ ماڻهو.
- ڏيجڪر ۽ ڏيجڪر: ذ. احسان مند - ٻئي
جي مهرباني هيٺ آيل - مرهون منت - ممنون -
ٿورائتو. قرضي - قرضدار - مقروض - ڏيڻات - ڏيبو -
تلبدو.
- ڏيجوان ۽ ڏيجوان: ذ. گهرجائو - محتاج.
- ڏيجي ۽ ڏيجيا (ل): ذ. صفت. ڏيج ۾
مليل ڪا به شئي - ڏيج وارو - ڏاجيلو.
● ڏيچاوڙ ۽ ڏيچاوڙون (ت): ث. بڇڙي عورت -
لانگ چوٽي - ويچاري.
● ڏيڏر ۽ ڏيڏر: ذ. [سن. دَرُ دَرُ = ڏيڏر.
ف. غوڪ] پاڻيءَ جو هڪ ننڍڙو جانور ميڏڪ.
ڏوري واري سُڪُ - پاڻهن جي مشڪ تي
ڏڪ هڻڻ سان ڳوڙهو.
- ڏيڏري ۽ ڏيڏريون: ث. ننڍو ڏيڏر -
ڏيڏر جو مؤنث.

- ڏيڏريءَ کي زُڪام هڻڻ: خسيس ماڻهوءَ جون ڪنهن عمدي ڪم مان ويڪُون ڪيڻ. هيٺئين کي جوش آچڻ.

● ڏيڏر ٽپي: ذ. پرت جو هڪ قسم.

● ڏيڏڪي ۽ ڏيڏڪيون (ڪ): ث. ٻاجهيءَ جو هڪ قسم - توري. وَل جو هڪ قسم (ٿوهال وَل جهڙي، ڦر چٻر جيڏو جنهن تي ننڍڙا ڪنڊا ٿين جو جلاب طور ڪم اچي) - گوسانو (ت).

● ڏيڏو ۽ ڏيڏا: ذ. وَولڻن جي ٻوٽي جو ڦر - گوگڙو - ڏينو - ڏيلهو. پست جو ڏوڏو. (لس).

● ڏيڏيٺا (ٿ): اسم خاص. مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڏيڊ: صفت. [سن. آڌيرڌ ] هڪ سڄو ۽ ٻئي جو اڌ - ٻن مان اڌ گهٽ.

- ڏيڊ چنگهو (ت): صفت. هڪ ٽنگ کان عاجز - منڊو.

- ڏيڊ چانور ڏار رڌڻ: پاڻ کي اختياريءَ وارو سمجهڻ. خود مختيار ٿيڻ.

- ڏيڊ سيري: ث. رازن جو اصطلاح - اوساريءَ جو هڪ قسم.

- ڏيڊ گنڊ ۽ ڏيڊ گنڊون: ث. رسي وغيره کي گنڊ ڏيڻ جو هڪ لمولو - هڪ سڄي گنڊ ۽ ٻي اڌوري ڏنل گنڊ.

- ڏيڊونڻون: ظرف. ڏيڊوڻو.

- ڏيڊو ۽ ڏيڊا: ذ. صفت. هڪ سڄو ۽ آڌوارو - ڏيڊ.

- ڏيڊوترو ۽ ڏيڊاترا: ذ. هڪ سڄو ۽ ٻيو اڌ سيڪڙو - ڏيڊ سيڪڙو - ڏيڊ في صدي.

- ڏيڊونڻو ۽ ڏيڊونڻا: ذ. صفت. هڪ سڄو ۽ ٻئي جي اڌ جيترو.

- ڏيڊوڻ ۽ ڏيڊوڻيون: هڪ سڄو ۽ ٻئي جو اڌ مقدار - ڏيڊ دفعو وڌيڪ.

- ڏيڊوڻو ۽ ڏيڊوڻا: ذ. صفت. ڏيڊو - ڏيڊونڻون.

● ڏيڍو ۽ ڏيڍ: ذ. ڪنن ۾ پائڻ جو هڪ گهه - وڏو والو. ڪواز جي وچڻ جو هڪ قسم. (صفت) ڏنگو - پاسيرو - ٽيڙو - ٽيڏو - ڦريل.

- ڏيڍو ڳالهائڻ: سڌو نه ڳالهائڻ - آڏو ڳالهائڻ - رُکو ڳالهائڻ.

- ڏيڍي ٻڌائڻ (ڪ) ابتو جواب ڏيڻ - ڪاوڙ ۾ آڏو جواب ڏيڻ. پورو جواب نه ڏيڻ.

- ڏيڍي ميڙي (ت): ث. مٽي جي وارن ويڙهڻ جو هڪ نمونو.

● ڏيڍي ۽ ڏيڍيون: ث. [هند. ڊيورهي. پرا. ديوڊي. ف. دهليز. سن. ديهلي]. ڪليل دروازو - گهر جو دروازو (آصفيه). گهر جي ٻاهرئين دروازي اڳيان ڪاٺ يا سرن جي ڏنل ڀت (جيئن دروازي مان اندر لڳاه نه پئجي سگهي). پردي وارو دَر - حويليءَ جو مُهڙ - ڍڪيل ڀڃيو - پيش دالان - آوسارو. زال جي گهر ڏي وڃڻ جو دروازو - زالن جي رهڻ جي جاءِ - زالن جي ڪمري کي اڳيان ڏنل ننڍي ڀت. دربان جي رهڻ لاءِ دَر جي ٻاهران ٺهيل ڪوٺي - پيش خانو - پهرين ڪوٺي. ٽتر جي ڀولڻ جو هڪ نمونو (ل). ڪجيءَ جو هڪ قسم (پيڏر وانگر ٿيندي آهي، کائڻ ۾ تمام لذيذ ۽ ڪڙهه واري ڪجي ڪان ٻيو نمبر (ت)). ڪوهه جي اها مالهه جنهن ۾ ٻارنهن ايرڙيون هڪ جيتري مفاصلي تي وِجهي وچ ۾ ڪجهه وڌيڪ مفاصلو ڇڏي وري ٻه ايرڙيون هڪ جيتري مفاصلي تي هجن (ت). هُرلي جي هيٺئين چڪر واري لٺ. لوه کي ٽنگ ڪرڻ جو هڪ اوزار (ت).

- ڏيڍيون ۽ ڏيڍيوان: ذ. صفت. دربان - دوران - دئارپال در راکُوئو.

● ڏيرُ ۽ ڏير: ذ. [سن. دِيور>دِو = راند ڪرڻ؛ راند پائي - ساٿي (۲) دِو = ٻه + ور = مڙس = ٻيو مڙس] زال جي مڙس جو ڀاءُ - ديور.

- ڏيرپو ۽ ڏيرپا: ذ. ڏير جو سڱ.

- ڏيراڻي ۽ ڏيراڻيون: ث. ڏير جي زال - ڏيرياڻي.

- ڏيرياڻي ۽ ڏيرياڻيون: ث. ڏيراڻي.

- ڏيہروٽُ ۽ ڏيہروٽَ: ذ. ڏيہرَ جو ھٽُ.
● ڏيِرُ ۽ ڏيرُ: ذ. [ف. زاخل] گاھ جو ھڪ قسم پاڻيءَ جو. "رکن ڏير سان ٿا پکڙيو ھليل" (مهراڻ).
- ڏيرُ سَچِيءُ ٻوٽِيءَ: ٿ. ڏيرُ گاھ جو ھڪ قسم (جنھن مان پکا وغيره ٺهن).
● ڏيہرا: اسم خاص. ھڪ ذات جو نالو.
● ڏيَرا: اسم خاص. تعلقي واره ۽ تعلقي ڦمبر ۾ ھڪ ديھ جو نالو.
● ڏيراچُ: اسم خاص. ھڪ جبل جو نالو.
● ڏيرانُ: اسم خاص. تعلقي سڪرنڊ ۾ ھڪ ديھ جو نالو.
● ڏيرا وَرَ: اسم خاص. شهداد پور تعلقي ۾ مير صاحبن جي رهائش لاءِ ٺهرايل جدا جدا ڪوٽ- ڏيرھ جات. جيئن ته:

"تذهن مير سان جي ھر داستان،
ڏيرا وَرَ جي جانب ڏي ٿيا اوروان".

● ڏيرا وَڙو: اسم خاص. تعلقي آباوڙي ۾ ھڪ ديھ جو نالو.
● ڏيَراهَ: اسم خاص. تعلقي فيض گنج (خيرپور رياست) ۾ ھڪ ديھ ۽ ڳوٺ جو نالو.
● ڏيہرو ۽ ڏيَرا: ذ. [ف. ديہرَه=جاءِ: ع. دائيرَه= هنڌ. سن. ديوَ=بت خانو) رهڻ جي جاءِ- گهر- هنڌ- ماڳ- مڪان- حويلي- آستان- ڏيہرو. مسافري ۾ جنهن هنڌ ترسجي- ڊاپو- منزل- منزل گاھ- ڇانوڻي. جيئن "هن لشڪر الور ۾ ڏيہرو ڪيو" ڳوٺ- ڳامُ- راڄُ (ل). [سن. ديو آلَيَہ: پرا. ديوَلُ] هندن جو مندر- مڙهي- ٺڪاڻو. جين ڌرم وارن جو مندر. جيئن ته:

"فلاڻي وٽ ٻن هزارن جو ڏيہرو آهي."

- ڏيہرو ڏيَڻُ: منزل ڪرڻ- بت خانو ٺاهڻ- مڙهي ٺاهڻ.
- ڏيہريدارُ ۽ ڏيہريدارَ: ذ. صفت. ديہري وارو- ڪري وارو- ديہري ڌڻي. سردارُ- وڏيرو- قومي مهندارُ- پانڌپُ. ڪنهن ڳوٺ جو چڱو مڙس- پٽيل- مکي- رئيس- پڳدارُ.

● ڏيڙو ۽ ڏيڙا (ٿ): ذ. ساندارو- پخالَ- ڪلي. (ٿ. ڏيڙيءُ ۽ ڏيڙيُون).
● ڏيہس ۽ ڏيہسَ: ذ. [سن. ديشُ=ڏيہہُ. پرا. ديهو] ديس- ملڪ- وطن- ڏيہہُ.
- ڏيہسارُ ۽ ڏيہسارَ: ذ. پرانهون ملڪ- دور ديش- غير ملڪ- ڏاريون ملڪ- پرڏيہہُ- پرديسُ- ولائت- ڏيساوَرُ.
- ڏيہسارو ۽ ڏيہسارا: ذ. صفت. ڏيہساوَرَ وارو- غير ملڪي- پرڏيهي. ڏورانهون- پرانهون- ڏاريو- ورديشي- ولائتي.
- ڏيہساري ۽ ڏيہساريُون: ٿ. ڏيساوَر- دُورُ ملڪ- پرانهون ملڪ.
- ڏيہسانڌَرُ ۽ ڏيہسانڌَرَ: ذ. [پرا. ديسنترَه. سن. ديشانتَرَ. دَيش=مُلڪ + انتَرو=پيو] ڏورانهون ملڪ- پرديسُ- ولائت- ڏيساوَرُ. ديس- ملڪ- ڏيہهُ. نظارو- منظر- ڏيکاءُ- نماءُ.
- ڏيسانڌَرُ پانڌُ: ظرف. پرديس ڏانهن- ولايت طرف- پرڏيہہ ڏانهن.
- ڏيہساوَرُ ۽ ڏيہساوَرَ: ذ. [سن. ديشاپَرَ. ديش=ملڪ + آپَرَ=پيو] ڏورانهون ملڪ- پرديسُ- ڏاريو ملڪ- وديشُ- ولائت- پيو ملڪ- ڏيہان ڏورُ- ملڪان ٻري- ديس کان ٻاهر. اهو شهر جو ڪارخاني واري هنڌ کان گهڻو پري هجي، جتان مال گهرائجي ۽ موڪلجي. ڏيہہ- ملڪ- ديسُ. (ٿ. ڏيساوَريءُ ۽ ڏيہساوَريُون).
- ڏيسُ نيڪارو ۽ ڏيسَ نيڪارا: ديس نيڪالي- شهر نيڪالي- جلا وطني- ديس بدري- بنواس- نيڪالي- ٻرواس.
- ڏيسُ نيڪالو ۽ ڏيسُ نيڪالا: ڏيس نڪارو.
- ڏيسيءُ ۽ ڏيسيءَ: ذ. صفت. ساڳي ملڪ جو- پنهنجي ملڪ جو- ڏيهي- وطني- ملڪي- ديسي.
● ڏيسَرُ: اسم خاص. ھڪ ذات جو نالو (اڪثر ڪراچي ۽ ٿرپارڪر ۾).
● ڏيسيءُ (ٿ): اسم خاص. ھڪ ذات جو نالو.

● ڏيکرُ ع ڏيکرَ (ل): ذ. دَهڪاءُ - ڏهڪاءُ - ڊَپُ - خوف. جيئن:
"ڏَڏو ڏيکرَ" وغيره.

● ڏيکيرو ع ڏيڪيرا: ذ. چوڪر - نينگرُ - ڏوڪرو.

● ڏيڪڙو ع ڏيڪا: ذ. پکي جو وچ وارو ٽنبُ - ٽوٽي - ضامن.

● ڏيکارڻُ: مصدر. نظر ڪرائڻ - جاچڻ - معائنو ڪرائڻ. ڏسڻُ - اشارو ڪرڻ. ٻڌائڻ - آگاهه ڪرڻ - ٻڌائڻ - سمجهائڻ. ظاهر ڪرڻ - پڌرو ڪرڻ. پيش ڪرڻ - روبرو ڪرڻ.

- ڏيکُ ع ڏيکَ: ذ. نظارو - لقاءُ - ڏيک ويک - ديدارُ. ٻاهرين يا ظاهري شڪل و صورت. ٺٺُ - ٺپڪو - ٺاهه ٺوهه - ٺڙڪو ٺڙڪو - ٽيپ ٽاپُ - ادمبر - ٺاسُ - ٺاٺُ. نماءُ - جنسار - بناوٽ - سينگار. ويسُ - لباسُ.

- ڏيکارو ع ڏيکارا: ذ. نظر - نيگاهه - نرت - ڏسٽي - بهارت - درشٽ - جوتُ - ديدُ. نظارو - ليماءُ - تماشو - لقاءُ - ديدارُ. پڌرائي - ظاهرائي - پرڪاش - ظهور - ويکني - ڏيکاري - ڏيکائي - اگهٽ. وَوش - هلت - ڍنگُ - ورتاءُ. شڪل - صورت. ڏينارو.

- ڏيکارا ڏيڻُ: ڏيکائي ڏيڻ - ڏيکاري ڏيڻ - اڏو اچڻ - ظاهر ٿيڻ - درپيش اچڻ.

- ڏيکاري ع ڏيکاريون: ث. ڏيکارو - ڏيکاءُ - ديدارُ - ڏينارو.

- ڏيکاري ڏيڻُ: پرگهٽ ٿيڻ - نازل ٿيڻ - ظاهر ٿيڻ - ڏسڻ ۾ اچڻ - نظر تي چڙهڻ - حاضر ٿيڻ.

- ڏيکاءُ ع ڏيکاءَ: ذ. ديدارُ - نظارو - نمائش - بناوٽ - ٺاهه ٺوهه. ظاهري ٺٺُ - ڏيکارو.

- ڏيکائيتو ع ڏيکائيتا: ذ. صفت. ڏيک وارو - ڏسڻ جهڙو. موچارو - سٺو. مهانڊي وارو - ڊولائتو - شڪيل - مهانڊي پريو - سهڻو. سينگاريل - آراستہ - رنگين - زينت پريو. وڻائتو - لائق - آڇت - ڏسڻو.

- ڏيکائڻُ: مصدر. ظاهر ٿيڻ - پڌرو ٿيڻ.

- ڏيکائي ع ڏيکائيون: ث. ڏسڻ ۾ اچڻ جي حالت. نمائش - نظارو. ٺاٺ - تجمل.

- ڏيکائي ڏيڻُ: نظر اچڻ - ظاهر ٿيڻ - پڌرو ٿيڻ.

- ڏيکُ پسندُ ع ڏيکُ پسندَ: ذ. صفت. نمائش بين - شوقين - ڏيکرُ.

- ڏيکدارُ ع ڏيکدارَ: ذ. صفت. ڏسڻ جهڙو - ڏيکائتو. ديداري. چمڪيدارُ - چمڪيلو - رونقدارُ - طلسمي. ٺاسي - ادمبري - لباسي - ڏيکرُ - ڏيکي.

- ڏيکرُ ع ڏيکرَ: ذ. صفت. ڏيک وارو - ڏيکائتو - ڏيکُ پسند - ادمبري - ٺاٺ پسند - ڏيکي - ڏيکدارُ.

- ڏيکيڙو ع ڏيکيڙا (ڪ): ذ. سٺو ڏيکُ ويکُ - پيڪو - ٺاٺُ - ٺاهه ٺوهه.

- ڏيکڻُ: مصدر. ڏسڻ.

- ڏيکُ ويکُ ع ڏيکُ ويکَ: ذ. ظاهري ڏيکاءُ - ڏيکُ - ٻاهريون ٺٺُ - ٺاسُ - ادمبر - پيڪو - ٺڙڪو ٺڙڪو - ويسُ - ٺاهه ٺوهه. لقاءُ - امائش - تماشو - نماءُ - ڏيکاءُ.

- ڏيک ويکُ رکڻُ: ٻاهريون ٺٺُ رکڻ.

- ڏيکُ ويکيو ع ڏيکُ ويکيا: ذ. صفت. ڏيکائتو - ڏيکي - ادمبري - چمڪيلو - نمودارُ - ديداري - ڏيکرُ.

- ڏيکي ع ڏيکي: صفت. ڏيکائتو - ادمبري - چمڪيلو - نمودارُ - ديداري - طلسمي - پيڪيدارُ.

● ڏيلُ ع ڏيلَ: ذ. [هه. ڊيل. ] بدن - جسم - ديهه - پيري - جثو - ڏيهي - ديهي - ٻت - تن - سريرُ - ڪايا - ديڊُ - پيٽُ. بدن جي بيهڪ - هائي - قد - ڪاٺي - قدُ ٻُت - قد قامت. اندر - من - دل. اندازُ - ڪاچو - ماپ - ڪٿ - ٿڪ - آڪارُ - مقدارُ. ٻاهرين بناوت - تجمل (ت). ڊَپُ - خوف هراسُ. (ت) گاهه جو هڪ قسم - ڏيرُ (ت).

- ڏيلُ ڏرڻُ: گهڻو پڻو ٿيڻ - ڊپ ٿيڻ - بدن ڪنبڻ - ٿڙڪڻ (ڊپ سبب).

- ڏِيُلُ ڏَڪَڻُ: هِيڻِيُون ڪنبڻ - دِلُ ڌڙڪڻ - تمام گهڻو ڊڄڻ - حد کان زياده خوف طاري ٿيڻ - ڏيلُ ڏرڻ.

● ڏِيلو ۽ ڏِيلاَ (ٿ - ت): ذ. [ف. دِيرَهُ: ع. دائِره = ڏيرو] ڏيرو (ث. ڏِيلِي ۽ ڏِيلِيُون).

● ڏِيلِهو ۽ ڏِيلِهَا: ذ. ڪرڙ جو ڪچو ڦرُ - ڏونئرو - پَڪو - ڏينو - ڏينهو.

● ڏِيلَهه ڏُڪِي ۽ ڏِيلهه ڏُڪِيُون (ت): ث. سن بلوغت کي پهتل ڇوڪري - ٻُراڪَ. ننڍڙن ٻن واري ڇوڪري.

● ڏيلهُون ڏِسڻَ (ت): ڏک ڏسڻ - تڪليف ڏسڻ - تڪليف اچڻ.

● ڏِيڻُ ۽ ڏِيڻَ: ذ. صفت. [سن. دِيڻُ = غَريبُ] غريب - مسڪين - گهرجائو.

● ڏِينڀُو ۽ ڏِينڀُو: ذ. [ف. زنبور] زهريلي جيت جو هڪ قسم - ڪکر - ڇيلاٽو - ڇُونئِين - (ٻ قسم ١- ڦنڌاري ٢- سنڌي).

● ڏِينڀُوڙِي ۽ ڏِينڀُوڙِيُون: ث. ٽيرو ڪيڙي - سيڙي - تلڪڙي - ٽيلڪُ (جو اڪثر هندو عورتون سونهن خاطر ڪيائيندِيُون آهن).

● ڏِينڇُ ۽ ڏِينڇَ (ٿ): ذ. مَنْجَڻ - پِڙهِي (هنڌن رکڻ لاءِ).

● ڏِينگَسڙُ ۽ ڏينگَسِڙَ (ٿ): ث. اجايا پَٽَ - پاڻ پڌائڻ واري حالت - ٻٽاڪون هڻڻ.

● ڏِينگيو ۽ ڏِينگِيَا: ذ. ڏنڪو لڪڻ - مٽي کان گول وريل هٿ جو لڪڻ - ڏينگيو - ڏونگيو (پليٽس). (هه. ڊِينگا).

● ڏِينو ۽ ڏِينَا: ذ. ڏينهو - ڦَلُ (ونڻڻ يا ڏاتوري وغيره جو) ڏيلهو - گوگڙو - ڏوڏو - ڪنهن ٻوٽي (ڏاتوري - آڏيري - ڪرڙ وغيره) جو ڦر.

● ڏِينهڪڻ ۽ ڏِينهڪَٽِيُون (ت): ث. گهوٽ ڪنوار جي سات سڳڻ جي جاءِ - ڏيوا ڪوٺي - لڳن منڊپ. شاديءَ وقت پٽ ۾ ڪيڏيل چورس چٽ.

● ڏِينهَنُ ۽ ڏِينهَن: ذ. [سن. دوسَ: پرا. دِئهو = ڏينهن] سج اڀرڻ کان سج لهڻ وارو، ١٢ ڪلاڪن وارو عرصو - سج جي روشنائي وارو عرصو - روز - يومُ - تاريخ - تٿ - وارُ - ڏيهاڙو - ڏڻُ - سَمون - وقت - زمانو - دَور - ايام - پهر - فجر - صبح. نصيب - طالع - قسمت. حياتي. گاهه جو هڪ قسم (ڪ).

- ڏِينهَاڙِي: ظرف. روزمره - روزانو - هر روز - ڏهاڙي.

- ڏِينهَان ڏِينهَن: ظرف. روزانو روز - هر روز - ڏينهاڙي.

- ڏِينهَن آچڻُ: موسم اچڻ - رُت اچڻ. وقت اچڻ - مقرر وقت اچڻ. وارو اچڻ - زمانو اچڻ.

- ڏِينهَن ٻه ڏينهن: ظرف. روز بروز - هر روز - روزمره. آهسته آهسته - رفته رفته.

- ڏِينهَن ٻَڌَڻُ: ڏينهن مقرر ڪرڻ (مڱڻي، پُڪي، شادي وغيره جو) - ڏينهن مقرر ڪرڻ.

- ڏِينهَن پرڄڻُ: مقرر ڪيل وقت ويجهو اچڻ - مدو پورو ٿيڻ.

- ڏِينهَن ٿيڻَ: صبح ٿيڻ - باک ڦٽڻ. وارو اچڻ.

- ڏينهَن ٽَرڻُ: مقرر ڪيل وقت جو ٽري وڃڻ.

- ڏِينهن ٽارڻُ: ٻن ٻهرن جو آرام ڪرڻ - ڪاڙهي ٽڪي آرام ڪرڻ - ساهي کڻڻ يا پکهر ٽارڻ (آسَ ۾) - آسَ ٽارڻ.

= ڏِينهَن ٽرئي: ظرف ڪاڙهي ٽڪي ڪانپوهه - ٻنپهرن ڪانپوهه - وِچين مَنهِلَ - سج لڙئي.

- ڏِينهَن ٽڪاءَ تي آچڻُ: پَڌَر ٿيڻ - ڏرتيي ٿيڻ.

- ڏِينهَن پُڄڻَ: حياتي کٽڻ - عمر پوري ٿيڻ. مدو ختم ٿيڻ.

- ڏِينهَن پَڪا ڏاڙهُون گُهرڻُ: ترڪيءَ تي بهشت گهرڻ - ڪنهن ڪم کي يڪدم پوري ڪرڻ جي خواهش ڪرڻ.

- ڏِينهَن پُورا ٿِيڻُ: عمر گذرڻ - حياتي ختم ٿيڻ.

ڏِينهَن پُورا ڪَرَڻُ: وقت گذرڻ - وقت ڪاٽڻ. حياتي جيئن تيئن پوري ڪرڻ.

- ڏينهَن پوڻ: عرصو پوڻ - وقت پوڻ.
- ڏينهَن جا تارا ڏيکارڻ: سخت سزا ڏيڻ يا سختي ڪرڻ جو اکين اڳيان ترورا اچي وڃن - ملامت ڪرڻ. ڦيهه ڪيڻ - مار ڪيڻ. خوب سيڪت ڏيڻ - سخت مصيبتون ڏيڻ - عقوبتون ڪرڻ - زبردستي ڪرڻ. عجب ڏيکارڻ.
- ڏينهن جا تارا ڏسڻ: حواس باختہ ٿيڻ.
- ڏينهَن جو ڏيئو ٻارڻ: ڏيوالو ڪيڻ - کوٽ ڪيڻ - پاڻ کي ڪنگال ظاهر ڪرڻ - ناداري ڏيکارڻ.
- ڏينهن چٽا ڪرڻ: تت ٻڌڻ - ڏينهن صاف يا ظاهر ڪرڻ. ڏينهَن ٻڌڻ.
- ڏينهَن چڙهڻ: سج ڪافي مٿي چڙهڻ - ٻهپهر ٿيڻ. عورت کي حمل رهجي وڃڻ.
- ڏينهَن چڙهيئي: ظرف. سج اڀرڻ کان دير سان - صبح جو دير سان - سج مٿي اچڻ کانپوءِ.
- ڏينهَن ڏکڻ: مصيبت جي ڏينهن کي ٽارڻ - ڏکيو وقت گذارڻ.
- ڏينهَن ڏونرو ۽ ڏينهَن ڏونرا: ذ. چٽو يا صاف ڏينهن - صفا صبح.
- ڏينهَن ڏٺي: ظرف. ڏينهن جو - سج ٻيٺي، ظاهر ظهور - پڌري پٽ - کليو کلايو - عام مشهور.
- ڏينهَن ڏسڻ: وارو ڏسڻ - زمانو ڏسڻ - دور ڏسڻ.
- ڏينهَن ڏهاڙو ۽ ڏينهَن ڏهاڙا: ذ. ڪوبہ ڏينهن. وڏو ڏينهن - ڏڻ - ڏهاڙو.
- ڏينهَن ڏيڻ: انجام ڪرڻ - وعدو ڪرڻ - قول ڪرڻ. شاديءَ وغيره جي تت ڏيڻ. حياتي ڏيڻ - زندگي ڏيڻ.
- ڏينهَن رات جو فرق: ذ. تمام گهڻو تفاوت - زياده فرق. جيئن تہ "هنن ٻنهي ڀائرن جي اخلاقن ۾ ڏينهن رات جو فرق آهي."
- ڏينهَن رات جو فرق هجڻ: وڏو تفاوت هئڻ - گهڻي ڦيرڦار هئڻ.
- ڏينهَن رات هڪ ڪرڻ: هرڪا ممڪن ڪوشش ڪرڻ.

- ڏينهن سان هجڻ: پيٽ سان هجڻ.
- ڏينهَن شينهَن هئڻ: ڏينهن ڏٺي جر سڀ ڪجهہ ٿي سگهڻ.
- ڏينهن ڦرڻ: سٺا ڏينهن اچڻ - ڀاڳ ورڻ - نصيب کلڻ. نيا ڀڳ کانپوءِ سيا ڀڳ اچڻ - تنگدستيءَ کانپوءِ خوشحاليءَ جو وقت اچڻ.
- ڏينهَنڪ: ظرف. هڪ ٻي ڏينهن ۾ - هڪ ڏينهن لاءِ - ساڳئي ڏينهن جو - روزانو - ڏينهون ڏينهن - انهي ڏينهن.
- ڏينهَن ڪاٽڻ: حياتي گذارڻ - ڏکي سکي زندگي بسر ڪرڻ - وقت پاس ڪرڻ - ٽائيم پورو ڪرڻ - عرصو لڳهائڻ (تڪليف ۾).
- ڏينهَن ڪرڻ: تمام گهڻو عرصو لڳائڻ - وقت لڳائڻ. صبح ڪرڻ - سج اڀارڻ.
- ڏينهَن ڳرا ٿيڻ: سخت ڏينهَن ٿيڻ - تڪليف جا ڏينهن ٿيڻ.
- ڏينهَن ڳڻڻ: انتظار ڪرڻ - وقت گذارڻ.
- ڏينهَن لاهڻ: گهڻي دير ڪرڻ - ڏينهن لائڻ - تمام گهڻو وقت ٻاهر رهڻ - مدت کانپوءِ اچڻ يا موٽڻ.
- ڏينهَن لائڻ: ڏينهن لاهڻ - گهڻو وقت لڳائڻ - جلد واپس نہ اچڻ.
- ڏينهَن لڙني: ٻنپهرن کانپوءِ - وچينءَ وقت - ڏينهَن لڙڻ کانپوءِ.
- ڏينهَن لڳڻ: گرميءَ جي چهپٽ اچڻ.
- ڏينهَن مان رات ٿيڻ: سکيءَ مان ڏکي ٿيڻ - ڦرڪو ڦري وڃڻ.
- ڏينهَن لڪڻ: سج لڪڻ - صبح ٿيڻ - پيره ڦٽڻ.
- ڏينهَن وڃڻ: ڏينهَن ترڻ.
- ڏينهَن هجڻ: حياتي هجڻ.
- ڏينهون ڏينهَن: ظرف. هرهڪ ڏينهن بعد - جيئن پوءِ تيئن - ويران وير - هڪ ٻئي پٺيان. لاڳيتو - جلدي جلدي.
- ڏينهوڪو ۽ ڏينهوڪا: صفت. ڏينهن وارو - ڏينهن جو. ڏينهن کان وٺي.

- ڏِينھونو ج ڏِينھونا: ذ. صفت. ڏِينھوڪو- ڏِينھَنَ جو.
- ڏِينھَني آھو ڪَرَڻُ: وري نہ ڪرڻ.
● ڏِينھنچِي ج ڏِينھنچِيون (ٿ): ٿ. رلين يا بسترن وغيره رکڻ لاءِ مٽيءَ جي پيھي.
● ڏِينھونئي (ت): ذ. گاھ جو ھڪ قسم.
● ڏِيَڻُ: مصدر. [سن. دَدَنِ > دا = ڏِيَڻ. ف. دادَن = ڏيڻ] حوالي ڪرڻ - سونپڻ - ڇڏڻ - رکڻ (ڪا شئي ٻئي وٽ). عطا ڪرڻ. بخشڻ - دان - خيرات ڪرڻ. امداد ڪرڻ. پيش ڪرڻ - نذر ڪرڻ. ادا ڪرڻ - چڪائڻ.
- ڏِلَل تَڪري آڏي اچَڻُ: ڪنھن ڳالھ سبب تڪليف کان بچڻ.
- ڏِيَڻُ وَٺَڻُ: ذ. ڏيتي ليتي - ڏنو ورتو. (مصدر) قرض وغيره ڪٽڻ. ادا ڪرڻ - حساب ڪتاب لاھڻ.
- ڏِيَٽُو ج ڏِيَٽا: ذ. ڏيڻ جوڳو - ڏيڻ جھڙو. قرض - ادائي.
- ڏِيَٽپيدارُ ج ڏِيَٽپيدارَ: ذ. صفت. ڏيڻات - قرضي.
- ڏِيَٽِي وَٺِي ج ڏِيَٽيون وَٺيون: ٿ. ڏيڻ وٺڻ جي حالت - قرض - اوڌر - قرض ھڪو.
● ڏِيڻُ ج ڏِيڻَ: ذ. ماڻھن جا ھيسائڻ ڪيدي ڪائيندڙ ھڪ خيالي مرد - ڏائڻ - چنڊال - ڀوت - جادوگر - ڀانڀو - ساحر - ڪامڻگور.
● ڏِيوُ ج ڏِيوَ: ذ. [سن. دِيوَ > دِوُ = چمڪڻ] دِيوُ - ديوتا. ڏتي - جوتي سروپ. جيئن تہ:

"سو ڏِيوُ ڏنائين ڏيھہ ۾"
(سامي).
"تو جو ڏيو ٻانئيو، ما سورج سھائي"
(شاھ).

- ڏِيوِتا ج ڏِيوِتائون: ذ. دِيوتا - ديوءَ جو مٽس - سھا پرش.
- ڏِيوِي ج ڏِيوِيون: ٿ. ڏيوُ جو مؤنث - دِيوِي.

- ڏِيوِيءَ جو دَرسَنُ ڏِيَڻُ: ماتا يا سيتل نڪرڻ.
- ڏِيوِي ڏارِين ٺارئين نِڪرَڻُ: ٿوري ماتا نڪرڻ.
- ڏِيوِرو ج ڏِيوِرا: ذ. [پرا. ديوَل. سن. ديوالَيَہ. ديو = ديوتا + آليہ = جاءِ. ديوتائن جي جاءِ] ڏيوتا جي بت رکڻ لاءِ تمام ننڍي جڳھ - ٺڪاڻو - مندر - شِوالو - ٺاڪر - دوارو - مڙھي. ديول.
- ڏِيوِري ج ڏِيوِريون: ٿ. ھندن جو مندر - ٺڪاڻو - مڙھي. سماڌ - يادگار - نشاني. ڏيرِي.
● ڏِيو ج ڏِيا: ذ. [سن. دِيپ = ڏِيو] ٺڪر جو ڪوڙو جنھن ۾ تيل وجھي ٻارجي - ٺڪر جو چراغ - ڏيئو.
- ڏِيو ٻارَڻُ: سوجھرو ڪرڻ - مڙسي ڏيکارڻ - ڀونو ٻارڻ.
- ڏِيو ٺَرَڻُ: ڏيو وسامڻ - ڏيو اجھامڻ.
- ڏِيو گُل ٿيَڻُ: ڏيو وسامڻ - ڏيو اجھامڻ.
- ڏِيو گُل ڪَرَڻُ: ڏيو وسائڻ - بتي اجھائڻ.
- ڏِيو وَڏو ٿيَڻُ: ڏيو ٺرڻ - ڏيو وسامڻ.
- ڏِيُوي ج ڏِيُويون: ٿ. چِٽن ڪندن وارو ڏيئو - چراغي.
- ڏِيو وَڏو ڪَرَڻُ: ڏيو اجھائڻ.
● ڏِيَوارِ ج ڏِيَوارُون: ٿ. دِيوار - ديوال - ڀت.
● ڏِيَوارَڻُ: مصدر. [سن > دَدَنِ دا = ڏِيڻ] ڏيارڻ - بخشڻ - عطا ڪرڻ.
● ڏِيُواڙِي ج ڏيواڙِيون (ت): ٿ. ھندن جو ھڪ وڏو ڏينھن - ڏياري - ديواري.
● ڏِيُواسِري ج ڏِيُواسِريون (ڪ): ٿ. ماچيس جي تيلي.
● ڏِيُوا ڪوٺِي ج ڏِيُوا ڪوٺيون (ٿ): ٿ. ڳھوٽ ۽ ڪنوار جي سانڍ سڳڻ ڪرڻ جي جاءِ - ڏينھڳڻ.
● ڏِيوالِ ج ڏِيوالُون: ٿ. ديوار - ڀت - ديوالِ.

● ڏيوالُ ج ڏيوالَ: ذ. [سن. دِيوتَ = نقصان] ناداري- ڪنگالئي- ڏيوالپڻو- ڏيوالئي- ڏيوالو.
- ڏيوالئيِ ج ڏيوالئيِ: ذ. صفت. ڏيوالي ۾ ويل.
- ڏيواليپڻو ج ڏيواليپڻا: ذ. ڏيوالي واري حالت- ڏيوالو.
● ڏيوالو ج ڏيوالا: ذ. [سن. دِيوتَ = نقصان] ٽوٽو- نقصان- هرج- خسارو- گهاٽو- ناداري- ڪنگالئي- سڃائي- پينگيائي- مفلسي- سڃ- پينگ هڪ دستور هو تہ جڏهن ڪنهن بہ دڪاندار کي ڏاڍي ۾ نقصان پوندو هو تہ دُڪان ۾ ڏينهن جو ڏيئو ٻاري ٽيڙ اٿلائي پٽلائي ڇڏيندو هو، جنهن مان خبر پوندي هئي تہ ڪجهہ بہ وٽس باقي نہ آهي).
(هہ. دِوالا = ديوا + ٻالا = ڏيو ٻارڻ).
- ڏيوالو ڪڍڻُ: مفلسي جو اظهار ڪرڻ- واپار ۾ ٽوٽ پوڻ سبب قرضدارن ۽ سرڪار کي قرض جي ادائگي کان مجبوريءَ جو ثبوت ڏيڻ- ڪوٽ ڏيکارڻ- اڻ هوندَ جو هوڪو ڏيڻ- ڪنگي وڃڻ- ٽوٽ هيٺ اچڻ- ڪنگي پوڻ. بڪيوٽيڻ- پينگو ٿيڻ.
- ڏي وٺَ ج ڏي وٺون: ث. ڏيڻ وٺڻ واري حالت- ڏيتي ليتي- حساب ڪتابُ- متا سٽا- وهنوارُ- ليکو چوکو. واپار. معاملو.
- ڏي وٺِ ڪرڻُ: ڏيڻ وٺڻ. وهنوار ڪرڻ. واپار ڪرڻ. هڪ ٻئي کي سڱ ڏيڻ- مٽي مائٽي ڪرڻ.
● ڏيوڍيِ ج ڏيوڍيون (ت): ث. گهر جي اڳيان دروازي تي ڏيڍي پٽ- پناهہ- ڏيڍي.
● ڏيوار ج ڏيوارَ: ذ. ڏيو- ڏيئو.
● ڏيوَريِ: اسم خاص. تعلقي آوباوڙي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● ڏيوَنُ: اسم خاص. تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڏيوَنمَلائيِ: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.
● ڏيوريِ: ث. ماتا جي بيماري.
- ڏيوريِ جو درشن ٿيڻُ: ماتا جي بيماريءَ جو اچڻ.
- ڏيوريِ ڏسڻُ: ماتا جي بيماري جو اچڻ.
- ڏيوريِ ڏاريِن ٽاريِن هڻڻُ: ماتا ٿوري انداز ۾ نڪرڻ.
- ڏيوريِ جيِ موج هڻڻُ: ماتا گهڻي نڪرڻ.
- ڏيوريِ جو ڪيٻرَ پيٽُ پرڻُ: ماتا جي بيماري جو ڇڏي وڃڻ.
● ڏيوين لڳڻُ: نهي پيهڻ- نهڪي پيهڻ سيبائڻ- شان و ٽان هجڻ- پانءِ پوڻ- وڻڻ- پسند اچڻ. قبول ڪرڻ- مڃڻ- اقرار ڪرڻ.
● ڏيهہُ ج ڏيهہَ: ذ. [سن. دِيش. ف. دِهِ = ملڪ] دِيسُ- ملڪ- ڏيسُ- دِيش. پنهنجو شهر- ڳوٺ- ڳام (ل). وطن.
- ڏيهارو ج ڏيهارا: صفت. وطن وارو- ڏيهي- ڏيهاڻو.
- ڏيهانِ ڏورُ ملڪان هري: ظرف. تمام پري- بلڪل دورُ- گهڻي مفاصلي وارو.
- ڏيهانِ ڏوٺو هارُ: ذ. ڏيهہ کان پيٺو- پنن کان پيٺي کان پيٺي مُلهہ جو.
- ڏيهاڻو ج ڏيهاڻا: ذ. صفت. ڏيهيِ- دِيسيِ- مُلڪيِ- وطني.
- ڏيهائيتا ج ڏيهائيتا: ذ. صفت. ملڪي- ڏيهي- ڏيهاڻو- دِيسي- وطني. ملڪي رواج موجب.
- ڏيهہ تانِ ڏُرتِ لهڻُ: ملڪ مان ڏڪار ٽري وڃڻ- ملڪ تان مصيبت دُورُ ٿيڻ.
ڏيهہ پهاجَ ج ڏيهہ پهاجون: ث. جڳت جي جوءِ.
- ڏيهہ ڏاريِ ج ڏيهہ ڏاريون ث. صفت. بکهڙ زالَ- چنبڙي- جهيڙاڪ زال- ٽونڪيِ- رنوڙ.

- ڏيهہ ڏاليءَ ڪرڻ: ملڪ تابع ڪرڻ - ملڪ کي ڏنڻ پريندڙ ڪندڙ - ملڪ تي قبضو ڪرڻ - ملڪ جو حاڪم ٿيڻ.
- ڏيهہ ڏانيءَ هئڻ: سردار هئڻ - ملڪ ۾ وڏي عزت وارو هئڻ - جڳ محتاج هئڻ - هزارن مريدن جو مرشد هئڻ.
- ڏيهہ ڏورڻ: پرديس ڦرڻ - در در رلڻ - تمام وڏي مسافري ڪرڻ - جدا جدا ملڪن ۾ گهمڻ.
- ڏيهہ ڪارُ ۽ ڏيهہ ڪارَ (ڪ): ذ. صفت. ملڪ ڦٽائيندڙ - تباهي آڻيندڙ.
- ڏيهن جي ٻهاج: ث. بدڪار عورت - جهيڙاڪ عورت.
- ڏيهہ ليڪارو ۽ ڏيهہ ليڪارا: ذ. ديس ليڪالي - ديس بدري.
- ڏيهيءَ ۽ ڏيهيءَ: ذ. صفت. ساڳئي وطن يا ڏيهہ جو - هم وطن - مُلڪي - ڏيهائو. پنهنجي ملڪ جو (مائهو). شراب جو هڪ قسم - سينڌيءَ - ڪنٽيريءَ.
- ڏيهيءَ حساب ۽ ڏيهيءَ حسابَ: ذ. ملڪي حسابَ.
● ڏينهن ۽ ڏينهن: ذ. [سن. دِوَسُ: پرا. دِئهو = ڏينهن] ڏينهن. وقت - زمانو - دؤر. قسمت - بخت - نصيب.
- ڏينهاڙو ۽ ڏينهاڙا: ذ. ڏينهن - ڏينهاڙو.
- ڏينهاڙي ۽ ڏينهاڙيون: ث. روزانو - روزمره - هميشه. آهو مڪڻ جو مقدار جو روزانو لهي.
- ڏينهانئيءَ: ظرف. ڏيهاڙي - روزانو - روزمره - هر روز - ڏهاڙي.
● ڏينهر (لس): ذ. گاهہ جو هڪ قسم - ڏيرُ گاهَ.

● ڏيپهرو ۽ ڏيپهرا (ٿ): ذ. ڏيرو.
● ڏيپهيءَ ۽ ڏيپهيون: ث. ڏيل - بدن - جسم - تن - ديهيءَ. جيئن:
”جاڳائج جانعلي چوي، ڏيپهيءَ منجهہ ڏاٻو“
(جانعلي لغاري).
- ڏيپهيءَ ۾ سرو لڳڻ: جسم ۾ خرابي پيدا ٿيڻ.
● ڏيءُ ۽ ڏيءُ: ذ. [سن. دِيُوَ > دِوُ = چمڪڻ] ٻهودين جو خدا. جن ڀوت - ديوُ - راڪس. ديوتا - مهاپرش - ڏيوُ.
● ڏيٺا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● ڏيپنديءَ ۽ ڏيپنديون: ث. ڏيڍي.
● ڏيٺرو ۽ ڏيٺرا (ٿ): ذ. مالدارو - ٻخالَ. (ث. ڏيٺريءَ ۽ ڏيٺريون).
● ڏيٺيڙا: اسم خاص. راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو.
- ڏيٽڻ: مصدر. [سن. دا = ڏيڻ] ڏيڻ. (ڏلو - ڏئيندو - ڏنل).
● ڏيٺيءَ ٻجهائڻ: بحث ۾ لاجواب ڪرڻ.
- ڏيٺيءَ وَنيءَ ٻيهڻ: زور لڳائي ٿڪجڻ - سخت ڪوشش ۾ ناڪام ٿيڻ - ڪڪ ٿيڻ. همت هارڻ.
- ڏيٺيءَ وَنيءَ وِهڻ: همت ڏوٺي وهڻ - آسرو لاهي ڇڏڻ - بي آبرو ٿيڻ - خالي ٿي وڃڻ - دل واري يا قيمتي شئي گم ڪرڻ - سخت بيمار ٿيڻ.
● ڏيٺو ۽ ڏيٺا: ذ. [سن. دِيپُ: پرا. دِيوو = ڏيئو] ٺڪر جي ننڍي ڇمني جنهن ۾ تيل ۽ ڪپهہ جي وٽ وجهي ٻارجي - ڏيو - ڏئو.
- ڏيٺهي ٻرنهي: ظرف. رات جو - سانجهيءَ جو وقت - مٿهن اونداهي.

# ڏ

ڏ: ث. [هہ] سنڌي 'الف ب' جو ڀاويهون اکر ۽ هنديءَ جو تيرهون اکر. ابجد موجب عدد ۴ ۽ آواز 'ڏي'.
● ڏابيري ۽ ڏابريون (ل): ث. صفت. وڏي پيٽ واري.
● ڏاپ ۽ ڏاپون: ث. [س. درويہ = ] نندي سِڪي جو هڪ قسم-نندڙو سِڪو. ڏاپو راند ۾ ڪم ايندڙ ٺڪر جو ننڍڙو گول چڪرو- ڏپو-تيزي. سارين ڏرڻ لاءِ مٽيءَ مان ٺهيل ڍيبي جو مٿيون حصو. ڏڏڙ-مِيٽي-ڏَز-رئيي-ڏمڙ-ڏوڙ (ت).
● ڏاپ ۽ ڏاپ: ذ. [ع. درم] سِڪي جو هڪ قسم-پائي يا پيسي جهڙو هڪ سِڪو-ڏم-ڏپ، جيئن:
"جي خزانا سو لٽي ڪو، اهل دنيا جو هزار،
ناهه تهڙو جوڙو ڏي، مسڪين ٿو هڪڙو ڏاپ"
(گل).
● ڏاپاڙو ۽ ڏاپاڙا (ت): ذ. ڀُني ڏينهن ڀُسائي رکيل شيءِ.
● ڏابڙو: اسم خاص. ٿر ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو.
● ڏاپڻ (ت): مصدر. گهڻو ٿڪ ڏيڻ.
● ڏاپو ۽ ڏاپا: ذ. ٽڪ پيچ-وِسرام-ڏهو-آسائش-آجهاپو-مالجهاندو-ساهي-دم پٽ-سُک-قرار-ٺورو آرام. ٽيڪ-آڏار-فراغت-ويساهين-ٺهر-هَبَڪ-بيهڪ. ڍوُنڪو-جهونٽو-ڀِنڪي (ننڍ). ڏامڙ زمين-ڏڏڙ-ڏوڙ-ڏَز-رئيي (ڪ).
- ڏاپو ڪرڻ: آرام ڪرڻ-قرارڻ. ٽڪ پچڻ-چوڪڙو پچڻ-ساهي پٽڻ-دم پٽڻ-وِسرام ڪرڻ-منزل ڪرڻ-ويساهي ڪرڻ-لهڻ-ٺهرڻ-. بيهڻ-ترسڻ.
● ڏاپهاڙو ۽ ڏاپهاڙا (ت): ذ. وهڻ کي ڏيڻ لاءِ گوار يا ڪڪڙ جو ڀسائي رکيل ڏارو. اُن کي بيماريءَ جي حالت ۾ (لوڻ، ڳُڙ ۽ ڪڪڙ جو ڏارو ڀسائي) ڏنل کاڌو.
● ڏاپي ۽ ڏاپيون (ل): ث. ڳُڙ واري شيءِ.
● ڏاپري: اسم خاص. تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● ڏاپڙو ۽ ڏاپڙا (ت): ذ. س. [دَرڀ] گاهہ جو هڪ قسم-ڏڀ.
● ڏاپڻشون ۽ ڏاپڻشان: ذ. صفت. [س. دَرڀ] ڏڀن وارو-ڏڀن جو-ڏڀن هالو. ڏاپو.
● ڏاپڻشون: اسم خاص. تعلقي ساماري ۽ تعلقي لنگرپارڪر ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● ڏاپو ۽ ڏاپا: ذ. صفت. [س. درڀ] ڏڀن وارو هنڌ-ڏڀن واري زمين. گهڻا ڏڀ.
- ڏاپوڙ ۽ ڏاپوڙون-ڏاپوڙيون (ت): ث. گهڻن ڏڀن واري ٻني- گهڻن ڏڀن واري زمين.
- ڏاپوڙو وِياءُ (ت): ذ. ڏيءَ-نيالي-ڇوڪريائو اولاد.
- ڏاپئون ۽ ڏاپئان: ذ. صفت. ڏڀ وارو-ڏاپٺون.
● ڏاپي ۽ ڏاپيون (ت): ث. [س. درڀ] واري سخت زمين-ڏاپوڙ. اسم خاص. ڪوٽڙي، ديري محبت، رتي ديري ۽ ڏکڙي تعلقن ۾ ديهن جو نالو.
● ڏاپيرو ۽ ڏاپيرا: ذ. صفت. [س. درڀ] ڏاپٺون-ڏڀن وارو.
● ڏاپيلي ۽ ڏاپيليون (ت): ث. [س. درڀ] ڏڀن واري سخت زمين-ڏاپي-ڏاپوڙ.
● ڏاٽري: اسم خاص. تعلقي ميرپور بٺوري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● ڏاٽ ۽ ڏاٽون-ڏاٽيون: ث. پيچ-ڏاهہ-ڪس.
- ڏاٽ ڪرڻ: ڏاهہ ڪرڻ-پيچ ڪرڻ-ميسارڻ.
● ڏاپ ڏاپ ڪرڻ (ت): خوشامد ڪرڻ.

● ڊاپچڻُ (ت): مصدر. ڪک ٿيڻ.

● ڊادَ ۽ ڊادُون (ت): ث. تمام وڏي ڪوڙي. (اسم خاص) تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڊادِرِيُ: ڪاري ۽ مٽي جي ڪالڪٽ جو هڪ قسم.

● ڊادَ ۽ ڊادُونُ - ڊادِيُونُ (ل): ث. وڏي آچنگار. رڙ - دانهن - وڏي آواز سان ڳالهائڻ.

● ڊادُ ۽ ڊادَ (ل): ذ. وڏو مچ - پـپـوڙُ.

● ڊادَر ۽ ڊادَرِيُونُ (ڪ): ث. ننڍي بندوق.

● ڊادَرُ ۽ ڊادَرَ (ت): ذ. صفت. ٿلهو - مضبوط.

● ڊارلِنگ: صفت. [انگ. Darling] پيارو - پريتم - محبوب.

● ڊارونُ: اسم خاص. [انگ] هڪ مشهور عالم حيوانات. سياحت، فلسفه ۽ اصول ارتقا جو موجد (جنهن جي خيال موجب انسان پهريائين بالدر هو ۽ پوءِ ترقي ڪري موجوده منزل تائين پهتو آهي).

● ڊاڙَ ۽ ڊاڙُونُ: ث. وڏائيءَ جو بيان - ٻٽاڪ - لاف - ڦونڊ. هَل - بي بنياد ڳالهه - گشو - پَٽ - زَٽُ. ڦسيٽ - لٻاڙ - زبان خوري - اجائي ٻَڪَ. مٿالهين زمين.

- ڊاڙَ ڇِڪَڻُ (ت): ٻٽاڪ هڻڻ - پَٽ شَٽ هڻڻ.

- ڊاڙُونُ هَڻَڻُ: ٻٽاڪون هڻڻ - لٻاڙون هڻڻ.

- ڊاڙِيُ ۽ ڊاڙِيُ: ذ. صفت. ٻٽاڪون هڻندڙ - ٻٽاڪي - لٻاڙي.

- ڊاڙِيُونُ ڊَشَيُونُ هَڻَڻُ (ت): ڪِل مسخري ڪرڻ.

● ڊاسو ۽ ڊاسا: ذ. وارياسو هنڌ - ڊُسڙ.

● ڊاسوڙِيُ ۽ ڊاسوڙِيُونُ: ث. وارياسو هنڌ - ڊاسو - ڊُسڙ. (اسم خاص) تعلقي ٽنڊو الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڊاسولُ ۽ ڊاسولَ (ڪ): ث. صفت. پراڻي ڦرَ تي ميڙيندڙ مال.

● ڊاڪِر ڊَوشِ (ٿ): اسم. آدر ڀاءُ - خوشامد - عزت.

● ڊافَڙُ ۽ ڊافَڙَ (ت): ذ. صفت. اجايو وڏو - بي ڊولو.

● ڊاڪُ ۽ ڊاڪَ: ذ. ڊپ - خوف.

● ڊاڪَ ۽ ڊاڪُونُ: ث. [اردو] ٽپال - خط پٽ.

- ڊاڪُ خانو ۽ ڊاڪُ خانا: ذ. ٽپال آفيس - پوسٽ آفيس.

- ڊاڪُ گاڏِيُ ۽ ڊاڪُ گاڏِيُونُ: ث. ٽپال کڻڻ واري گاڏي.

● ڊاڪُ بنگلو ۽ ڊاڪُ بنگلا: ذ. سرڪاري مسافرخانو.

● ڊاڪٽَرُ ۽ ڊاڪٽَرَ ذ. [انگ. Doctor] علاج ڪندڙ - طبيب - ويد - ويڄ - جراح - حڪيم - علم حڪمت جو ڄاڻو. عالم - فاضل - فيلسوف - محقق.

● ڊاڪَرُ ۽ ڊاڪَرَ: ذ. ننڍو گهوڙو - ٽٽُون - ٽوري سُاهه وارو گهوڙو - ڊَڊو. جيئن:
"ڊَڊو ڊاڪر وڪڻي ڏن رڍن جو ڏار".

● ڊاڪُو ۽ ڊاڪُو: ذ. صفت. [اردو] ڌوڙو - رهزن - ڌاڙيل - لٽيرو - چور - بدمعاش - قزاق.

● ڊاک ۽ ڊاکُون: ث. [هه. ڊاکُ. س. درڪشا] هڪ وَل ۽ ميوي جو نالو - انگور جو ننڍو قسم - ڪشمش - انگور - ڳِٿون جو نالو (ڪ).

- ڊاک جو سَنهَڻُ: ذ. ڇت تي چڙهيل ڊاک جي وَل - انگورستان.

● ڊاڪاٽُو: اسم خاص. تعلقي گهوٽڪيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڊاڪائِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڊاڪَرُ ۽ ڊاڪَرَ (ت): ذ. ايرو - ضعيف - ڏبرو. بلڪل پوڙهو - جهُورُ.

● ڊاڪِڻُو ۽ ڊاڪِڻا: ذ. صفت. [س. تڪشڪ] ڊڪڻ وارو - واڍڪو.

● ڊاگُو ۽ ڊاگا (ٿ): ذ. نرم پٽي - آهڙا وارياسي زمين، جتي نديءَ جي پاڻيءَ جو وهڪرو ڍرو ٿئي ۽ بيهڪڙي.

● ڊاڪَ ٤ ڊاڪُون (ت): ث. دز- ڌوڙ- رَئِي.

● ڊاڪو ٤ ڊاڪا (ٿ): ذ. تمام گهڻي واريءَ وارو هنڌ (جتي مشڪلات سان هلي سگهجي). گسر. (اسم خاص) تعلقي گهوڙڪيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڊاڪوڙَڻُ (ت): مصدر. مٽي ڪوٽڻ. ڏاڍي مار ڏيڻ- جهاڪورڻ. هارين جي اصطلاح ۾ وڻن جي فصل جو چوند و خراب نموني ۾ ڪرڻ، جيئن: "چوندن وڻن ڊاڪوڙي ڇڏيا آهن."

● ڊالَڻُ: مصدر. [هه. ڊالنا = وجهڻ. سن. تَلَنَ] وجهڻ- اوتڻ- اندر لاهڻ. پلٽڻ- هارڻ.

- ڊال ڊالانُ: ظرف. پاڻي يا ڪنهن ٻي شيءِ جو تمام گهڻي الدازم تانون ۾ وجهڻ جي حالت- اوت اوتان- جهوڪ جهوڪان.

● ڊالَرُ ٤ ڊالَرَ: ذ. آمريڪا ۾ هلندڙ هڪ سڪي جو نالو.

● ڊاماهو ٤ ڊاماها: ذ. دوا طور (خارش جي بيماريءَ ۾ وهنجڻ لاءِ) ڪم ايندڙ هڪ ڪنڊائين ٻوٽي جو قسم.

● ڊامانُ ڊولُ (ڪ): ظرف. هيٺ مٿي- بي ترتيب- الٽ پلٽ.

- ڊامانُ ڊولُ ڪَرَڻُ: هيٺ مٿي ڪرڻ- الٽ پلٽ ڪرڻ (شين يا سامان کي)- ڦيڻائڻ- بگاڙڻ.

● ڊاميڙا ڪاميڙا: ذ. هميشه جمع ۾ ڪم ايندڙ. ٽپڙ ٽاڙي- سامان سڙو- ٽامڙا ٽومڙا- ڪامڙا ٽامڙا- ڻيڪر نوڪر.

● ڊامڻ ٤ ڊامڻَ: ذ. گاهه جو هڪ قسم (ڪارو يا اڇو سنگ ٿئي ٿو، مال لاءِ طاقت بخش آهي. غريب ماڻهو هن جون پاڙون ڏٽُ ڪري ڪائين).

- ڊامڻُ سانُ ٤ ڊامڻَ سانَ (ل): شاديءَ جو هڪ سوڻ (جنهن ۾ پنج يا اٺ آلين ڪائين جا ٽڪرا ڪٽي ڪهوٽ ۽ ڪنوار جي مٿي تي رکجن ۽ گيت پڙهجن)- جيئن:

"ڊامڻ لٽڙيون رانيون ڙي، امان ونيءَ گهر آيون".

(—).

● ڊاميٺي ٤ ڊاميٺيُون (ڪ): ث. گاهه جو هڪ قسم.

● ڊامپشُ ڪَرَڻُ (ت): وڃائڻ- خراب ڪرڻ.

● ڊانبُ ٤ ڊانبَ (ڪ): ث. هيٺاهين زمين- ڪَسُ. هيٺاهين زمين وارو جهنگ.

● ڊانبو ٤ ڊانبا (ڪ): ذ. صفت. وڏي پيٽ وارو- پيٽيڙُ. کاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم (چلرن سان، رنگ ڳاڙهو قد چار يا پنج انچ).

● ڊانبورَ ٤ ڊانبورُونُ (ل): ث. وڙهڻ لاءِ تياري- ڪاهـ- جُلهـ- هلان.

- ڊانبورجڻُ: ٤ مصدر. ڪاوڙجڻ- آڪڙجڻ. آلر ڪرڻ- ڪاهـ ڪرڻ.

● ڊانبڙُ ٤ ڊانبڙَ (ٿ): ذ. ڪنهن جيت وغيره جي چڪ ڪان جسم تي ٿيل ڳوڙهي- ڌَپڙُ.

● ڊانڊرِڻُ (ل): مصدر. پيٽ جي پرتي ٿيڻ- بدهضميءَ سبب آڦري ٿيڻ- آڦرجڻ. ڦوڪجڻ- پرجڻ.

- ڊانڊَرَ ٤ ڊانڊَرُونُ: ث. پرتي- آڦري.

- ڊانڊَرِجَڻُ: مصدر. آڦرجڻ- پرجڻ- ڦوڪجڻ.

● ڊانڊَسِ- ڊانڊَشُ ٤ ڊانڊَسُونُ- ڊانڊَشُونُ: ث. وڏائي- فخر. آڪڙ- چڙ. ڏيکاءُ- سينگار.

- ڊانڊَسِ ڪرڻ: وڏائي ڪرڻ. سينگارڻ. آڪڙ ڪرڻ.

● ڊانڊَڻَ (ڪ): ث. مٽي جي سڃيءَ جو هڪ قسم.

● ڊانڊو ٤ ڊانڊا (ل): ذ. [هه. سن. دانڊا= ڏگو] ڏگو- بيل.

● ڊاندورو ٤ ڊاندورا (ل) ذ. هيٺاهين- لهندي- لاهي- جهوڪَ- جيهمَ- نيوڻ.

● ڊانڊيُ ٤ ڊانڊيُونُ: (ل) ث. لٺي جو هڪ قسم. وڻ يا ڳانڍ جي طرز. اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (ڪ).

● ڊانڊُ ٤ ڊانڊَ: ذ. باهه جو مچ- وڏو- آڙاهُ. آلو- شعلو- پنبيٽ- پيڙُ- لاٽ- جيي.

- ڊانڊُ ڪَرَڻُ (ت): واڪارو ڪرڻ - ترقي ڪرڻ. همٿ ڪرڻ - مڙسي ڪرڻ.

● ڊانڊِرو ع ڊانڊِرا (ت): ذ. [هہ. ڍنڍورا = پڙهو] پڙهو - اعلان - ڍنڍورو.

- ڊانڊِرو ڪَرَڻُ: خواري ڪرڻ - بدنامي ڪرڻ.

● ڊانڊو ع ڊانڊا: ذ. [هہ. ڍانڊا = ] ڍڳو - پوڙهو ڍڳو - ٻيل (ل. ڪ). (صفت) جهڪو - هيٺ - امِيل. ڍِڳل دِلو - ڍانڊو.

● ڊانڊِيڙو ع ڊانڊِيڙا (ت): ذ. ڀڪيءَ جو هڪ قسم.

● ڊانڳ ع ڊانڳُون (ت): ث. ڊگهي ڪاٺي - ڄانگهہ - ڏانگهہ. (اسم خاص) تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڊانگَرُ ع ڊانگَرَ: ذ. [هہ] چوپايو مال - ڍور. احمق - بيوقوف.

● ڊانگيرو: اسم خاص. تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڊانگيرِي ع ڊانگيرِيُون (ل): ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● ڊانوانڊول ع ڊانوانڊول: ذ. صفت. [سن. ڌاوَنَ + ڌولَنَ] هيٺ مٿي - اُلٽ - پُلٽ - اُبتو سُبتو - اڌ ڙ ڦدڙ - اونڌو سونڌو - ڪُرو مرو - درهم برهم. خراب ٿيل - بگڙيل - ڪريل - منهجيل - وِڳوڙيل - بگاڙيل - مُنجهايل - ڦيٽل - برباد - ناس - ابتر - زبون. پريشان - گمراهہ - رولو - رلتو.

- ڊانوانُ ڊولُ ٿيَڻُ: هيٺ مٿي ٿيڻ - اُبتو سبتو ٿيڻ. بگڙڻ - ڦٽڻ - چٽ ٿيڻ - زبون ٿيڻ.

● ڊانُهَرُ ع ڊانُهَرَ (ت): ذ. [هہ. ڊال = ڏار] وڻ جو ڏار - ٽارُ.

● ڊانءُ (ت): ث. هڪ ٻاراڻي راند ۾ ڪم ايندڙ ڪاٺيءَ جو ٽڪر - ڏاڪ.

- ڊانءُ ٿيَڻُ: ٽڪجي پوڻ - هَڄُ ٿي پوڻ.

● ڊاڻُ ڏِيُون: ث. اجائي وڏائي - ٽانءَ - ٽينُ ٽُون - آڪڙ - ليکو - سيٺ - وڏائي.

● ڊانٿيرُ ع ڊانٿيرَ (ل): ذ. صفت. ڊڄڻو - گيدي - بُزدل - ڪاتر.

● ڊاٿابُو ع ڊاٿابا: ذ. اها ملڪيت جنهن تي ڏاڻ (ڏڻ) ورتو وڃي.

● ڊاهِڻُ: مصدر. [هہ. ڍانا = ڊاهڻ. سن. ڌوَنس] ڪيرائڻ - ڦيٽائڻ - پيچڻ - پورڻ - ناس ڪرڻ - بگاڙڻ. مٿان ڪيرائڻ - لاهي هٽ ڪرڻ - هيٺ آڇلڻ - ڦِٽو ڪرڻ - هيٺ ڇڪڻ. مسمار ڪرڻ - ميٽڻ - ميٽائڻ - ميسارڻ - ڪيرڙڻ. ليٽائڻ - اونڌو ڪرڻ - دَسڻ.

- ڊاهَ ع ڊاهُون: ث. پيچٽي - ڪيرائٽي - ڦيٽاءُ. ڊاٽَ - سَهٽ سَهٽ - ميسارَ.

- ڊاهَ پاهَ: ث. ڊاهہ ڊوهہ - پيچ ڳهڙ. ڪُرڙسُرڙ.

- ڊاهَ ٻاهَ ڪَرَڻُ: ڊاهڻ - ڦٽائڻ - ڊاهڻ ڊوهڻ.

- ڊاهِڻُ ڊُوهَڻُ: ڦيٽائڻ.

- ڊاهو ع ڊاهو (ت): لا ڳيتي دَهي پوڻ جي حالت.

● ڊاهوُ ع ڊاها: ذ. ٻيلي مان رستو - ڪَسُ - پيچرو - واٽ - سڙڪ - لنگهہ - ڍَهو. درياءَ جو غيرآباد پٽ. (اسم خاص) تعلقي نَل ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڊاهِيُ ع ڊاهِيُون (ڪ): ث. انجام - وعدو - ٻول - وچن - ڊاٿي. تيتِ.

- ڊاهِيُون ڪَرَڻُ: وعدو ڪرڻ - انجام ڪرڻ. جيئن: "چور پچن، ڊاهيون ڪن."

● ڊاءُ ع ڊاءَ: ذ. [سن. درَ = إيذاءُ رسائڻ] ڊپ - ڀؤ - خطرو - ڏَرُ - ڊڄ - هيراس. سنڪوچ. انديشو - آڌڪو. تاب - دهشت - هيبت - ڏڪو - دَهڪو.

● ڊائيرِي ع ڊائيرِيُون: ث. [انگ] روزاني ياداشت - روزنامچو - روزمرهہ.

● ڊائيرِيڪٽَرُ ع ڊائيرِيڪٽَرَ: ذ. [انگ] هدايتڪار - هدايت ڪندڙ - مُکُ. انتظام ڪندڙ - منتظم.

● ڊائيفرَمُ: ذ. [انگ] پيٽ جو هڪ پردو - پيٽ ڇِٽِ.

- ڏَٻَرُ ڏِرا ٿيڻُ: حوصلا خطا ٿيڻ - طاقت ڇڏي وڃڻ.

● ڏِٻِري ۽ ڏِٻِريُون (ت): ث. ٻيچ - اسڪرو.

● ڏِٻِري ڦاٽُ ٿيڻُ: ٻيچ قابو ٿيڻ، مغروري ۾ پوڻ.

● ڏَٻَڻُ: مصدر. ڏٻي يا ڪوڙڪي ۾ (پکي) ڦاسائڻ - جهلڻ - قيد ڪرڻ. ڏَڪڻ - لڪائڻ.

● ڏِٻَو ۽ ڏَٻا: ذ. ڏَنگُ - نمونو (ڪ). عادت - هير (ل). مٿاهين زمين - دَڙو - دِڙ (ت).

● ڏَٻُو ۽ ڏَٻُو (ت): ذ. ڏامي جو سڪو.

● ڏَٻي ۽ ڏَٻيُون: ث. پکين ڦاسائڻ جي چاري - مانداڻو - ڏَبُ - عادت - هيرَ (ت).

- ڏَٻي آڏَڻُ: پکين ڦاسائڻ لاءِ چاري يا مانداڻو آڏڻ.

- ڏَٻيءَ ۾ ڏيرُ ٿيڻُ: جار ۾ ڦاسجڻُ - ڪري پوڻ - مري وڃڻ.

● ڏَتُ: ذ. [هه. ڏَتُ = هَڪَلَ] هاٿيءَ کي هڪلڻ جو آواز - هاٿيءَ کي هَڪَلَ ڪري ٻيهارڻ. ٻيهي رهڻ لاءِ يا سمهي رهڻ لاءِ آواز.

● ڏَتَ: اسم خاص. ٿر جي هڪ حصي جو نالو. واريا سو پاڳو - ٻَرپَٽ - رهگستان. جيئن: "ڏَتِ مَ وَڃيج ڏول! ڪاليياري ڪاڪِ ڪَري". (شاهه).

● ڏُتَ ۽ ڏَتُون (ت): ث. چوري.

- ڏُتَ ڪَرَڻُ: چوري ڪرڻ.

- ڏُتُ هَٿيَ وِهَڻُ: جواب نه ڏيڻ - چپ ڪري وِهڻ - دَت هڻڻ - نيٺرُ ٿيڻ.

● ڏُتُو ۽ ڏُتا: ذ. صفت. چالو - تيز فهم - هوشيار - حرفتي - تکو - سياڻو - ٺڳو - سمجهو - چالاڪُ - چُستُ - چرڳنڊُ - سٺو پرو. تريڻاڪُ. چور - چرو ڏِو - آڙاه چورُ.

- ڏُتڪا ڪمَ ڪَرَڻُ: چوراڻا ڪم ڪرڻ.

● ڏِتو ۽ ڏِتا (ت): ذ. ليٽرُ - بي چيو - ڳيرو. ضدي.

● ڏَڏَ ۽ ڏَڏُون: ث. وَڃُ جو هڪ قسم (جو خاص ڪري عاشورن ۾ وڄائبو آهي). پڙهو - منادي - دُهل (ت). گِلا - دانهن - خواري (ت).

- ڏَڏَ ڏِيڻُ: خواري ڪرڻ - بدنام ڪرڻ.

- ڏَڏَ ڪَڍَ لاَئِڻُ (ت): دُهل وڄائي مشهور ڪرڻ - خواري ڪرڻ - گِلا مڙهڻ.

● ڏِڏُ ۽ ڏِڏَ: ذ. [سن. آدُوڏِ] ٻاهر نڪتل پيٽُ - وڏو پيٽ - ڏِيلُ.

- ڏَڏَرُ ۽ ڏَڏَرُ: ذ. صفت. وڏي پيٽ وارو ماڻهو - وڏو پيٽو - پيٽيرُ - ڊوڊي - ڏڏِي - نوسيُ. ڊوڏيِ - ڊُونڊي وارو (ل).

- ڏُڏِي ۽ ڏُڏِي: ذ. صفت. وڏي پيٽ وارو - گهٽي کائڻ وارو - ڏلهو - ڏئيتُ.

● ڏَڏَرُ ۽ ڏَڏَرَ: ذ. بدن جو سِرُ ۽ ٽنگن جي وچ وارو حصو - ڌَڙ. ڪنهن شي جو وچ. ڪنهن ڏانئو جو ٻاهر نڪتل پيٽ. ڪاٺ يا وڻ جو اندريون پورُ. لَٺ جو وِچوارو پورُ (جنهن ۾ ڄڀ پرجي). تلوار جو پورو ڳنُ. پاڻيءَ جي جهاز جو ڍانچو.

● ڏَڏَرَ ڏِرا ٿيڻُ: سُستُ ٿيڻ - همٿ هارڻ - ٻُتَ جو ساهه ڇڏڻ - بي همت ٿيڻ - ڪجهه نه سگهڻ - هيسجي وَڃڻ - بزدِل ٿيڻ - ستُ ڇڏي ڏيڻ - تنگ دل ٿيڻ - نااميد ٿيڻ - ساهه سڪي وڃڻ - آپاڻڪو ٿيڻ - حيران و پريشان ٿيڻ.

● ڏَڏِرا: اسم خاص. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏَڏُرو: اسم خاص. تعلقي عمر ڪوٽ ۽ تعلقي کپري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏِڏو ۽ ڏِڏا: ذ. ڪنهن اناج جو ٻَنڊُ ٿيل سنگ - پوک ۾ ڪچي ان جي حالت.

● ڏُڏِي ۽ ڏُڏِيُون: ث. ننڍي ٻار جو پيٽُ - ٻار جو نڪتل پيٽُ. جوئر جو هڪ قسم.

● ڏَرَ ۽ ڏَرُون: ث. [سن. شيٿلَ = ڍلو] ڍِلَ - ڇُوٽَ. آزادي - مهلت. سُستي - ڪاهلي -

ڍلائيِ. ڍِلُهڙائيِ. نذرانو ـ سوکڙي ـ تحفو (ت).
جهولَ ـ هيٺاهين ـ نَوڻ ـ نمڻ.
ـ ڍَرَ ٻَڌَڻُ: ڪورين جي اصطلاح ۾ ڍرين
تندن کي ڍلهڙو ٻڌڻ (جيئن اڻڻ ۾ پوري انداز
۾ ڇڪجن ۽ ڪپڙو خراب نہ ٿئي).
ـ ڍَرُ ٿَانُ ۽ ڍَرُ ٿانئُون (ٿ.ل): ث. هيٺائين ـ
جيهو ـ نيوَڻ. سلامتيءَ واري لاهي.
ـ ڍَرَ ڏِيَڻُ: ڍِلَ ڏيَڻُ. آزادي ڏيڻ ـ ڇوٽ
ڇڏڻ. ڪجهہ وقت مهلت ڏيڻ. زورُ نہ ڀَرڻ.
ـ ڍَرَ ڍَرَڻُ (ت): نذرانو ملڻ ـ بخشش عطا
ٿيڻ ـ خدائي رحمت جو وَسَڻُ. مفت ۾ ملڻ.
ـ ڍَرَ ڪَشَڻُ: ڪورين جي اصطلاح ۾ جهول
تندون اڻاوت ۾ برابر انداز ۾ ڪرڻ.
● ڍِرَ ۽ ڍِرُون: ث. [سن. شٿلَ = ٿڌو]
ٿڌائي ـ ٺرمائي. ڍِلَ ـ ڍلائي ـ ڍرائي.
سُستي ـ غفلت. ڪمزوري. ضعيفائي. ماٺائي ـ
آهستگي. هلڙائي. دير ـ اوير ـ چِرڪ.
مهلت ـ ڇوٽ ـ آزادي.
ـ ڍِرَ ڏِيَڻُ: ڍِلو ڇڏڻ ـ ڍارَڻُ ـ ڍِرو ڪَرَڻُ.
سُستي ڪرڻ ـ غافلائي ڪرڻ. ٿڌو ماٺو
ٿيڻ ـ تِڙ پِڙ نہ ڪرڻ ـ بي اونو ٿيِ وِهڻُ.
ڇڏي ڏيڻ. ڇيڪُ ڇڏَڻ. مهلت ڏيڻ ـ ويهي ڏيڻ.
ـ ڍَرَ وِڃَهڻُ: ڍِلَ وِڃَهڻُ. ديرَ ڪرڻ ـ
ديرو وجهڻ.
● ڍِراڻُ ۽ ڍِراڻُون: ث. [سن. سيٿلُ = ٿڌائي]
ڍِرَ ـ ڍرائي ـ ڍلائي. ماٺائي ـ آهستگي.
سُستي ـ ڪاهلي ـ غفلت. ڪمزوري.
● ڍِرائِڻُ: مصدر. [سن. شٿلُ = ٿڌو] ڍرو
ڪرڻ ـ ڍلو ڪرڻ. سُسُت ڪرڻ ـ ڪاهل ڪرڻ.
غفلت ڪرڻ ـ ڍِلائي ڪرڻ ـ ڪمزور ٿيڻ ـ طاقت
ڇڏڻ. ماٺائي ڪرڻ.
ـ ڍِراٺو ۽ ڍِراٺا: ذ. صفت. ڍِرَ وارو ـ
ڍِرو ـ ڍلو ـ گهرگهلو ـ ڍلهڙو. اڇاترو ـ آهستو ـ
ماٺو. سُسُت ـ ڪاهلُ ـ ٽوٽيُ. چرڪو ـ ڍار
سان ـ وِستو. چِڙيل ـ ڪُڏيل ـ الڳ. آزاد ـ
ڇيڪُ.

ـ ڍِرائي ۽ ڍِرائيُون: ث. ڍِلائي ـ ڍِلَ ـ
ڍِرَ ـ ڍراڻ. ڪاهلي ـ سُستي ـ غفلت.
ڪمزوري ـ ضعيفائي ـ ٿڌائي ـ مٺائي ـ
هلڙائي. آهستگي ـ دير ـ اويرائي. چرڪائي ـ
چلهائي. گرگلائي ـ موڪرائي.
● ڍَرُڙو ۽ ڍَرُڙا: ذ. صفت. ڍَرِي جو اسم
تصغير. ڍِلڙو ـ ڍلهڙو. سُسُت ـ ڪاهل.
ـ ڍَرُڙائي ۽ ڍَرُڙائيُون: ث. ڍلڙائي ـ
ڍلائي. ڍلهڙائي ـ گهر گهلائي.
● ڍِرڙو ڍِيِنگُ: ذ. جانور جو هڪ قِسم ـ
آٺ پکي ـ شُترمُرغ.
● ڍِرُڪَڻُ: مصدر. آهستہ آهستہ هيٺ ڪرڻ ـ
هيٺ ڪري ڀوَڻُ ۽ گهلبو وڃڻ ـ هيٺ ڏي رِڙهڻ ـ
کِسڪڻ ـ گهرڪڻ ڦِسڪڻ ـ گسڙڻ ـ سِرڪڻ ـ
گِڙگڻ. پوئتي سِرڻ ـ پوئتي رهجي وڃڻ ـ پوئتي
پوڻ ـ پاهون پوڻ. ٿيڙڻ ـ گهرڻ. ڍِلوٽي ڀوڻ
(بدن جو) ـ لٽڪڻ. (مريض وانگي) ـ ڍرو
ٿيڻ ـ تمام گهڻو ڍرو ٿيڻ. ويٺل ماڻهوءَ جي ٻُت
جو هيٺ لڙڻ ـ ڪنڌ جو هيٺ لڙڻ. بيماريءَ
سبب ضعيفُ ٿي وڃڻ ـ بدن جو ساهہ ڇڏي
وڃڻ ـ نِستو ٿيِ پوڻ ـ بي هوش ٿي وڃڻ ـ
ساڻو ٿي ڪري پوڻ. طاقت ڇڏڻ ـ ڪمزور ٿيڻ ـ
نِربَل ٿيڻ ـ ضعيف ٿيڻ. مرڻ ـ وفات ڪرڻ ـ رحلت
ڪرڻ ـ چالاڻو ڪرڻ. تمام گهڻو ٿڪجي پوڻ ـ
آهستي آهستي رفتار سان هلڻ ـ لوڏ سان هلڻ ـ
جيئن:
”هلڻ چاڻ حبيب جو، جيئن ڍرڪڻ ڍيلُون ڍار“.
ـ ڍِرُڪَ ۽ ڍِرُڪُون: ث. آهستہ هيٺ ڪرڻ
جي حالت ـ گهيلَ ـ گهرڪ ـ کِسڙ. ڪمزوري ـ
بي طاقتي. بي هوش. آخر وقت ـ پڇاڙي.
ـ ڍِرُڪُون ۽ ڍِرڪُون: ذ. صفت. ڍرڪندڙ ـ
ڍرڪي وارو. بيماريءَ سبب ضعيف ٿيل ـ ساڻو ٿيل ـ
تمام گهڻو ٿڪلُ ـ ٿڪَلُ ٿُٽَلُ ـ هَڃيَلُ ـ
چِيتَلُ ـ ڪُٺَلُ ـ بلڪل سُسُت ـ سِٿَلُ ـ ڍِلو ـ
وِساڻو ـ ڪاهيل ـ ٽوٽيُ ـ آرسي. سومتي. پورو
ٿيل ـ ختم ڪيل.

– ڍَرْڪيُ ٿيَڻُ: ڍِلُو ٿيَڻُ – ڍِرو ٿيَڻُ – ٻي طاقت ٿيڻ – ڪمزور ٿيڻ – هيٺو ٿيڻ. سُسْتُ ٿيڻ. بيهوش ٿيِ وڃڻ. ٻوڙتي موٽڻ.

● ڍَرْڪو ۽ ڍَرْڪا (ڪ): ذ. (آواز) وات مان ڪيل هڪ آواز – ڀُچُڪار – ڪُوُڪارَ – سڏ – (ڪنهن جانور وغيره کي).

● ڍَرَڻُ: مصدر. هيٺ لهڻ – هيٺ اچڻ – آترڻ – لڙڻ – لهڻ – لهي وڃڻ. ڍرو ٿيڻ – ڍرڪڻ – ڍر ڪرڻ. اندر پهچي وڃڻ – گهڙي وڃڻ. وَهڻُ – اوتجڻ (ڪا ٻاٽيات وغيره ٿانءَ مان). ڪنهن تي پيار ڪرڻ – قرب ڪرڻ – محبت ڪرڻ. عزت ڪرڻ – مان ڏيڻ. لوڏڻ – ڏوڏڻ – ڏُوٽڻ. ڍر ڏيڻ. ڍارڻ – جهڀاڻ. ڍرو ڪرڻ – ڇوڙڻَ – کولڻ. ايرو ٿيڻ – ڪمزور ٿيڻ. ڪِرَڻُ – ڍَهَڻُ. ترسڻ – ڍاٻو ڪرڻ.

– ڍَرِيُ ٿيَڻُ (ت): لَهَڻُ – لَڙَڻُ. لهي پوڻ – ترسڻ – منزل ڪرڻ – ڍاٻو ڪرڻ – روانو ٿيڻ – آسهڻ.

● ڍِرِڻُ: مصدر. ڍرو ڪَرَڻُ – آهستہ ڪرڻ – ڍرائڻ – ڍرو ٿيڻ – ڪُلڻ – گهٽ ڪرڻ – گهٽائڻ – گهٽجڻ. ڍَرَڻ – لنگهڻ – اندر وڃڻ – پيهيُ وڃڻ – منجهہ ٿيَڻُ (ل).

● ڍُرَڻُ: مصدر. [سن. ڌري. مر. ڍَلڻي. ٻرا. ڍَلُ. سن. ڪْشَرُ] ڍَرڻ – لنگهڻ – پيهي وڃڻ – اندر ٿيڻ. گيڙگڻ – هارجڻ – هيٺ ڪِرڻ. گسڪڻ – ٽڙڻ – ڍرڪرڻ – هيٺ ڪرڻ – ڪمزور ٿيڻ.

● ڍَروُ ۽ ڍَرا: ذ. صفت. [سن. شِٿِل – ڍرو] ٿڌو – مانو – نرم. ڍلو. ڍرڙو – ڍرائتو. آهستو – ڍار سان – نرميءَ سان – هور يان – ڌري – ڌيمي. ڍِلهڙو – ڍلهو – گهر گيهاو. خلاصو – ڇيڻلو – ويڪرو – (ڪپڙو وغيره). غافل – سُسْتُ – ڪاهل – ڌوٽيي – آرسيُ – آلسيُ. بيڪار. ڍير ڪندڙ – ڍيرينو – ڇيرڪو – وِسْتو – ڍِلو – ڍِلهو – سڙهہ. ڪمزور – نٻل – هيٺو – ايرو – ضعيف. آلڙيل – لڏندڙ. موڳو – جهڪو – آٻاڪو – پريشان – وائڙو.

● ڍَڪَ ۽ ڍَڪُونُ: ث. [سن. سٿڪَ = ڍَڪَڻُ] لڪائڻ جي حالت – لِڪ – ڇِپَ. پردو – اجهو – پناه. ڪنهن ڏوه جي ڪم جي لِڪَ. حفاظت – سنڀال.

– ڍَڪَ ڪَرَڻُ: ڪنهن عَيْبَ يا ڏوه جي ڪم جي لِڪَ ڪرڻ.

– ڍَڪيُ ۽ ڍَڪيُونُ: ث. لِڪَل ڳالهہ – راز. لِڪل عَيبُ – ڳُجهُ. لِڪ – ڇِپَ. پردو – ڍَڪَ.

● ڍَڪُ ۽ ڍَڪَ: ذ. [سن. سٿڪَ = ڍڪڻ] پڙُ – پوش – پردو – اوڇڻ. اجهو – پناه. اوٽ – اولو – گبرو – ڍارَ – اوڍَرُ – آڙ – بچاءُ. ڪنهن ٿانءُ ڍڪڻ جو ٿانءُ – ڍِڪَڻُ – پڙُ. رُولو چوپائي مال کي بند ڪرڻ جي سرڪاري جاءِ – مال جو ترم.

– ڍَڪُ مُنْشيُ ۽ ڍِڪُ مُنْشيُ ذ. ڍَڪَ جي سنڀال ڪندڙ مُلازم.

● ڍِڪَ ۽ ڍِڪُونُ: ث. ماهي مال جي رَڙِ – ڪنجهہ ڪارَ – ڪُنڪ. رَنْڀَ – رَڙِ – راڙِ – دانهن – رانڀَ. چينگهہ – ڪُسڪو.

– ڍِڪَ تي ڍَڪَ لائِيي ڏِيَڻُ: دانهن تي دانهن ڪرڻ – رَڙو رَڙِ لائڻ.

– ڍِڪَ ڪَيَڻُ (ت): دانهن ڪرائڻ – سخت مار ڏيڻ.

– ڍِڪُونُ ڪَرائِڻُ: چينگهون ڪيائڻ – رڙيون ڪرائڻ – دانهون ڪرائڻ. تڪليف ڏيڻ – اَڻ ميڄائڻ – تابع ڪرڻ.

● ڍُڪُ ۽ ڍُڪَ: ذ. سُرْڪُ – سُرْڪي – سُرڪو – ڳيتَ – ڇِڪَ – پِيَڪَ – آرڪ. چُڪو – ڪَنپَ – چَرُوُنُ.

– ڍُڪُ پيَرَڻُ: سُرڪيُ پيَرڻ. ڍُڪُ ڍُڪ ڪري پيڻ. صبر سان سهڻ – برداشت ڪرڻ – سهڻ – ڀوڳڻ. واڪائڻ – ساراهڻ – جَس ڳائڻ – تعريف ڪرڻ. مدد ڪرڻ. هَمْدرديُ ڪرڻ – واهر ڪرڻ. ڌِڪَ کائڻ کان پوءِ گِهہ ۽ کنڊ ملائي سُرڪي پيڻ.

– ڍُڪُ ڀيَڻُ: ڪاوڙ گهٽ ڪرڻ. صبر ڪرڻ. برداشت ڪرڻ – سهڻ.

- ڊُڪُ وِجھڻُ: چوپائي مال کي بيماريءَ سبب تيل، گيھ يا دوا جي اوتڻي ڪرڻ.
- ● ڊَڪائڻُ: مصدر. ڀرائڻ - ڀرائڻ - اوڊائڻ - چوڙائڻ.

هنڊائڻ. پناه ۾ ڏيڻ - اجهي ۾ ڪرائڻ - لڪائڻ - بند ڪرائڻ - قابو ڪرائڻ. پورائڻ - دفن ڪرائڻ.

- ● ڊِڪائڻُ (ت): مصدر. ماري مڇائڻ - ڊپائڻ - هيسائڻ. دانهون ڪرائڻ. تڪليف ڏيڻ.
- ● ڊُڪائڻُ: مصدر. ڀيٽ سان ڪرڻ - حمل واري ڪرڻ - گريٺي ڪرڻ - ڊُو ڀُسٽي ڪرڻ - ڀيرَ ڪُري ڪرڻ - ڦرائڻ. آڻڻ - رهائڻ - سهڙائڻ - رمائڻ - ڀڄائڻ. گهوڙي يا ڏاند کي گاڏيءَ ۾ جوڙڻ - ٻڌڻُ - ٻلائڻ - سنبرائڻ - تيار ڪرڻ. ڊوڙائڻ.
- ▬ ڊُڪائي ۽ ڊُڪائيُون: ث. ڊُڪي هئڻ واري حالت - ڀيٽ ۾ ٻچي هئڻ واري حالت.
- ● ڊُڪجڻُ: مصدر. ڊُڪي ٿيڻُ - ڀيٽ سان ٿيڻ - گَپُ ٿيڻ - گَرپُ ٿيڻ - لڳجڻُ - ڦرجڻ.
- ● ڊَڪُرڻُ: مصدر. بي هوش ٿيڻ - غش ٿيڻُ - مورڇا ٿيڻ. وِساميجڻ. ماندو ٿيڻ - ماٺو ٿيڻ - اونگهجڻ. ڪنهن سخت ڏڪَ يا صدمي سببُ ٻُڏي وڃڻ (بيهوش ٿيڻ).
- ▬ ڊَڪرُ ۽ ڊَڪرَ: ذ. غشي - مورڇائي - بيهوشي. وِسام - ماند ڪائي - ماٺائي - اونگهه. ڳڻتي - فڪر - مُونجهه.
- ▬ ڊَڪَرَ آچڻُ: بيهوش ٿيڻ - غشيءَ ۾ ٻوڻ. ننڊ جا جهوٽا اچڻ.
- ▬ ڊَڪِرجڻُ: مصدر. بيهوش ٿيڻ - غش ٿيڻ - مورڇا ٿيڻ. وسامڻ - ماٺو ٿيڻ - ماندو ٿيڻ. اونگهجڻ.
- ▬ ڊَڪَرَ ڪائڻُ: ماندو ٿيڻ. آرمالجڻ - ڳڻتيءَ ۾ هئڻ. وسهوڙو ٿيڻ. ڊُڪُ ڪرڻ - غم ۾ ٻڏي وڃڻ - شوڪ ڪرڻ. جهوٽا کائڻ - لنڊا ڪيرو ٿيڻ. وکو کائڻ. ليلائڻ - عاجزي ڪرڻ.
- ▬ ڊَڪَرَ لڳڻُ: وسام ٿيڻ - مُونجهه ٿيڻ - ٻوڏوڙو ٿيڻ - بي هوشي ٿيڻ.
- ▬ ڊَڪرَ وٺي وڃڻُ: سخت صدمو پهچڻ.
- ▬ ڊَڪَرَ وٺڻُ: غشي ٿيڻ - بي هوش ٿيڻ - مونجهه ٿيڻ - وِسامجڻ.
- ● ڊُڪڙو پٽڻ: شراب ورتائڻ.
- ● ڊُڪَلَ ۽ ڊُڪلُون: ث. صفت. ڀيٽ سان - ڊُڪي - گَرپَ واري - ٻچي واري - ڳپيل - ڳپَ واري -
- ● ڊَڪَڻَ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
- ● ڊَڪڻُ ۽ ڊَڪَڻَ: ذ. [سن. سنگ = ڊَ ڪَڻُ] [سن. ڊَڪڻَ] ڊَڪُ - ٻوش - ڪنهن ٿانءَ جي بند ڪرڻ لاءِ ٿانئو. (ث. ڊِ ڪڻي ۽ ڊَڪڻيون). بار - غُبار، جيئن:

"دلين تي ڊَڪڻ چڙهيا پيا آهن".

- ● ڊَڪَڻُ پيچڻ: شاديءَ جي رسم ۾ گهوٽ جو لائڻ وقت. ڪنوار جي گهر وڃڻ وقت. (ڪنوار جي) در تي (سوڻ طور) رکيل ڊِڪڻ کي لتَ ماڻ پيچڻ. جيئن:

"هُوچا ڏِنو ٻير، ڊَڪڻ مٿي ڊول جا"

(شاهه).

- ▬ ڊَڪَڻُ ٿيڻُ: پرده پوشي ڪرڻ. ڪنهن جا عيب لڪائڻ - ڊِڪڻ هار ٿيڻ.
- ▬ ڊَڪَڻُ لهڻُ: ڪنهن لڪل عيب جو ظاهر ٿيڻ - خواري ٿيڻ - گِلا ٿيڻ - بدنامي ٿيڻ. جيئن:

"ڊوليا ڊَڪڻ ٿيءُ، تہ سونهان سرتين وچ ۾".

- ▬ ڊَڪَڻ ۾ ڊُڪُ پائي ٻڌڻُ: شرمساري سبب منهن ڏيکارڻ جهڙو نہ ٿيڻ. شرم ۾ ٻڏي مرڻ.
- ▬ ڊِڪڻي ۽ ڊَڪڻيُون: ث. ڊَڪڻُ جو مؤنث - ننڍو ڊَڪُ.
- ● ڊَڪَڻُ: مصدر. [سن. سنگ = ڊَڪَڻُ] ڊَڪُ ڏيڻ - ٻُڙ ڏيڻ - ٻوش ڏيڻ. بند ڪرڻ - پُورڻ - دفن ڪرڻ. لڪائڻ - ڇپائڻ. (ڪنهن ڪپڙي وغيره ۾) ويڙهڻ - لپيٽڻُ - لڪڻ. بچاءُ ڪرڻ - بچائڻ. آس ڪان بچائڻ - چانءُ ڪرڻ. ڀرڻ - اوڊڻ - پائڻ - چوڙڻ - هنڊائڻ (ڪپڙو). جهنڊ هئڻ، رولو چوپائي مال کي ڊَڪَ ۾ هئڻ - ڊَڪ ۾ بند ڪرڻ.

- ڏِڪڻهارُ ۽ ڏِڪڻهارَ : ذ. صفت. ڏيکيندڙ - ڏيکاريندڙ - چيائيندڙ (عيب وغيره). جيئن :
"ڏيکيئن ڏِکڻ هارِ، ڏيئي پاند پناه جو"
(شاهه).

● ڏِکڻُ: مصدر. رَنئِڻُ (ڏِکيءَ يا مينهن وانگر) - ڪُنڪڻ - ڪجهڻ - ڪُرڪڻ. چِنهڻ - ڪسڪڻ - ڪنجهڪار ڪرڻ.

● ڏُکڻُ: مصدر. [سن. ڏَنُوڪ] پهچڻ - سهڙڻ - رسڻ. اچڻ - تشريف آڻڻ - وارد ٿيڻ. دستياب ٿيڻ - ملڻ - هٿ‌اچڻ - پڙڻ. وات سان ڏُڪ ڏُڪ ڪري پيڻ - سڏڪيون پيڻ.

● ڏَڪڻي ۽ ڏَڪڻيون: ث. [سن. سنڪ = ڏَڪڻ] ڏَڪ جو مونث. ڪنهن ٿانوَ وغيره جو ننڍو ڏَڪ. گوڏي جو مٿيون هڏو. تلوار جي مُٺ جي چوٽيءَ تي لڳل گول ٽڪر. بنگال جي هڪ ننڍيءَ ٻٽيءَ جو هڪ قسم. گاهه جو هڪ قسم (اِس).

● ڏِڪيٽي ۽ ڏِڪيٽيون (ت): ث. ڏِڪ ڪندڙ جانور - مينهُن.

● ڏِڪيٽي مهڪٽي ، نه هُجڻُ: نه مينهُن نه ٻڪري هجڻ. ڪجهه به نه هجڻ. ڪوبه ڪم يا ڪاساري جهڙو ڪم نه هئڻ - واندو هئڻ.

● ڏَکي ۽ ڏَکيون: ث. [سن. سنڪ = ڏَکڻُ] چِپُ - لِڪ - لِڪڻ جي حالت. سج جي روشنائي کي ڏَڪُ آيل وقت - سج لٿي کان سج اڀرڻي تائين وقت - پٺئين پهر ک - منهن مهرُ - صبح صادق - ٻره ڦٽي - پنٽيرڪو - پيپچ ڦٽي - صبح - وير - پرڀات - فجر - صبح آسُ. (ث. صفت) ٻند ٿيل - لڪل - ڇپيل.

● ڏُکي ۽ ڏُکيون: ث. صفت. ٻيٽ سان - حاملاه - گرڀڻي - گرڀونتي - ڳيڻ - ڏُو ڀُستي - ڳِرَ ڏُو ي - ڳوڙهاري - اميد واري - پين جيئن سان. ڏُکي لي - ڏُڪاٽي. قُريل (جانور).

- ڏُکياڻي ۽ ڏُکياڻيون: ث ڏکي ٿيڻ واري حالت - ٻيٽ. گرڀ - گرڀتا. ڏُکڻاڻي - اميد واري - ڳر ڏُڙائي.

● ڏَڳرُ ۽ ڏَڳرَ (ت): ذ. وڏائي - آڪڙ - غرور.

- ڏَڳرَ ڪرڻُ: وڏائي ڪرڻ - آڪڙ ڪرڻ.

● ڏَڳرو ۽ ڏَڳرا (ت): ٻُنڊڙُ - ٻُنڊڻ.

● ڏِڳلي ۽ ڏِڳليون (ت): ث. ڏِڳ - ڏِير - ڏِڳهي. راند جو هڪ قسم.

- ڏِڳلي ٿيڻُ: ڏِيري ٿيڻ. مري وڃڻ.

● ڏِڳ ۽ ڏِڳ: ذ. [سن. ده. مر. ڏِهڪ] (ڪنهن به شيءِ جو) ڪَٽُ - ميڙُ - انبارُ - گنڍُ - ٿهو - ڪوڙُ - انبوهُ - ڏِيرُ - ڏِڳهي - ڪوڙ ڪيا - سٿو - گدام. ڏَرو (اناج وغيره جو) - راهه - ڪرو. ٽولو - جماعت. (ذ. صفت) گهڻو - بي انداز - جامُ.

- ڏِڳ جهڙو ۽ ڏِڳ جهڙا : ذ. صفت. ٿلهو - متارو (ماٺهو).

● ڏَڳڙ ۽ ڏَڳڙ: ذ. مانيءَ جو هڪ قسم - ڏَڳڙُ.

● ڏَڳلو ۽ ڏَڳلا (ت): ذ. ڪُتي جو هڪ قسم - ڪَهڻيُن وارو ڪُتو - ڏِڳلو - گدلو.

● ڏُڳڻو ۽ ڏُڳڻا: ذ. ڏانڊي پکيءَ جو هڪ قسم.

● ڏَڳو ۽ ڏَڳا: ذ. چوپائي مال جو هڪ قسم - ٻهل - ڏاند - ڍانڊو. (ذ. صفت) واٽڙو - احمق. (ذ) ٻيڙيءَ جو هڪ قسم (نهايت مضبوط ۽ بنيا سڙهه ۽ شيخلي جي، ڪالاباغ ۽ مٿڻ ڪوٽ طرف، جبل واري ڪناري لاءِ لهايت موزون).

- ڏَڳائي ۽ ڏَڳائيون: ذ. صفت. ڏَڳن وارو - ڏڳن جو مالڪ - ڏڳا ڏاريندڙ - ڏڳا وهائيندڙ.

- ڏَڳن وانگر وَهڻُ: سخت پورهيو ڪرڻ - گهڻي محنت ڪرڻ - رات ڏينهن وهڻ - ڪم ۾ رڌو رهڻ - ڳهڻُ. ڍانڍيءَ وانگر ڪم ڪرڻ.

- ڏَڳهي ۽ ڏَڳهيون: ث. ڳئون - ڳانءِ - ڳئون - ڍانڊي.

- ڏَڳهي وانگي وَهڻُ: رات ڏينهن ڪم ۾ رڌو رهڻ - ڳهڻُ:

● ڍِڳي ع ڍِڳيون: ث. ڪنهن بہ شيءِ جو ڪوڙ - سٽي - ڪوڙي. ٿهي - ڍِير - ڍِڳ.

● ڍُگيٽو ع ڍُگيٽا: ذ. دريائي سچيءَ جو هڪ قسم (شڪل ۾ ڇلي، جهڙي بنا ڇلرن جي، وات وڏو مڇن سان، سنهڙا ڏَنڊَ، ٻوليءَ سنهون، رنگ ڪارانجهڙو، ڏيکھ اڌ فوٽ ڪن).

● ڍَلَ ع ڍَلون: ث. ڪنهن آبادي واري زمين جو محصول - نُول - ستنڪ - رَڪبُ - آڪاڙي. ڏاڻ - ٽڪس - آنڪي - ڏنُ - رائر - چوٿ - خراج. مسواڙ - ڀاڙو - ڪرايو. جزيو - ڏاوان - ڏَنڊُ.

- ڍَلائيتو ع ڍَلائيتا: ذ. صفت. ڍَلَ وارو - ڍَل جو - جنهن تي ڍَل هجي. ڍَل ڏيڻ جوڳو. ڀاڙي وارو - ڪرائيدارُ. ڏن ڀَرُو - خراجي.

- ڍَلَ ڀَري آڇڻُ: ڪاڪوس ڪري اچڻ - قضا حاجت ڪري اچڻ.

- ڍَلَ ڀَرڻُ: ڏن ڏيڻ - خراج ڏيڻ - رائرو ڀَرڻ. ستنڪ ڏيڻ - آڪاڙي.

- ڍَلَ وِجهڻُ: مسواڙ مقرر ڪرڻ - جزيہ جو اندازو مقرر ڪرڻ - محصول مقرر ڪرڻ.

● ڍَلُ ع ڍَلَ: ڍَلون: (ت): ذ. ث. ڪيٽريل زمين ۾ ٻنن ٺاهڻ جو هڪ اوزار - ڪيٽريل زمين کي سڌو ڪرڻ جو اوزار - ڪيڻ - ترُ - سينارَ.

● ڍِلَ ع ڍِلون: [سن. سٿل = ٿڌو] ٿڏائي - ماٺائي - نرمائي. گيسرُ - سيٽرپ - اوسيڙو - انتظار - سِل وِلَ. چرڪ - دير - اوٻرَ - ڪهلائي. گهل - سستي - گهر - غفلت. ڍيکھ - ڇوٽڪي - مهلت - فرصت - جهولَ.

- ڍِلائي ع ڍِلائيون: ث. ڍِرائي - ڍِرَ. سستي - غفلت - ڪاهلي - گهلَ - گهرَ. اويرائي - دير. سوڪائي.

- ڍِلَ ڏِيڻُ: ڍِرَ ڏِيڻُ - ڍارائڻ - ڍِرو ڇڏڻ - ڍَرڻ - جهائڻ - ڍِرو جهلڻ (لغڙ کي آڏائڻ وقت). ڍِيکھ ڏيڻ - ڇوٽڪي ڏيڻ. مهلت ڏيڻ.

- ڍِلَ ڪَرڻُ: سستي ڪرڻ. دير ڪرڻ - چِرڪَ ڪرڻ.

- ڍِلَ وِجهڻُ: ڍِرو ڇڏڻ. ڇڏي ڏيڻ. دير ڪرڻ - اوير ڪرڻ (ڪنهن بہ ڪم کي) انگهائڻ. سيٽرپ ڪرڻ. سستي ڪرڻ - غفلت ڪرڻ.

● ڍُلُ ع ڍُلَ (ت): ذ. وارو - وَجھي. آٽُ - ڏِنڪ - ڪٻائي. ڍُونگو.

- ڍُلُ ڏِيڻُ: وَجهي ڏِيڻ - موقعہ ڏيڻ ارو ڏيڻ.

- ڍِلِجڻُ: مصدر. سستي ڪرڻ. جيئن:
"ڍِ ليڻون ڀيو ڍِلِيچ".

● ڍُلِڪَڻُ (ت): مصدر. ٿور سان هلڻ - ٽيلڻُ - سهٽي رفتار سان هلڻ. هيٺو ٿيڻ.

- ڍُلِڪَ ع ڍُلِڪون: ث. سهٽي رفتار سان هلڪ - ٽيلارو - ٿورَ - رفتار.

- ڍُلِڪارُ ع ڍُلِڪارُون: ث. ٿور - رفتار. جيئن:
"بغداد ي آتيا ٻوڙيون ڏِيئي، ڍاتي ڪري ڍُلڪار".

● ڍَلَڻُ (ت): مصدر. سنئون ڪرڻ. ڪڙو ٿيڻ.

● ڍِلُو ع ڍِلا: ذ. صفت [سن. شٿل = ٿڌو] ٿوري رفتار وارو - آهستو - ڏيمو - ڍِرو. ڪيرگلو - سوڪرو - ويڪرو (ڪپڙو وغيره). سست - ڪاهل - غافل. ڪَچَڙَ (زمين). گهٽ آبادي ڪندڙ - غير مشهرُ - غيرآباد - ويران - ٽسڪل. غريب - ٻڪيو - سڃو - ويچارو - ٽلهو - نڌر - مسڪين. گهٽ - ڪَسُو - ٻڇڙو - خراب - عيبدار.

- ڍِلائي ع ڍِلائيون: ث. گهٽتائي - خرابي - ٻچڙائي - عيب - مدائي.

● ڍَلُو: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڍَلي ع ڍَليون (ت): ث. ڪيٽريل زمين کي سنئين ڪرڻ جو اوزارُ - ڪيڻ.

- ڍَلي ڍوُرَڻُ (ت): دلگير ٿيڻ - همت ڇڏڻ.

● ڍِلٺيارِ: اسم خاص. تعلقي سانگهڙ ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● ڏِلِٿيارِي ۽ ڏِلِٿيار يُون (ل)؛ ث. ٻير جو
مٺو ۽ مٺون وڻ- ڪابولي ٻير (ت).
● ڏَمبُو: ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.
● ڏَمَڻِ ۽ ڏَمَٽِيُون: ث. ٿوري واريامي ۽
ٿوري چيڪي گڏيل (زمين).
● ڏَنبرِي ۽ ڏَنبرِيُون: ث. وڏي چڙي.
● ڏَنڀيرِي ۽ ڏَنڀيرِيُون (ت): ث. وڏو
چڙو- ڏَنبرُ- ساڻير.
● ڏَنڍَ ۽ ڏَنڍُون: ث. [هـ. تل] بيٺل
پاڻيءَ جو وڏو تلاءُ- سَرو وَر. هَوْدُ- حوضُ-
ڇَمڇو- ڪانڌو. ڇيڙي لاسَ وارو پوڙُ. وَڄت
جو هڪ قسم- محرم جي عاشورن وقت دُهل يا
نغارن جي وڄت- ماتمي وَڄت (اڳي ڪنهن امير،
رئيس يا حاڪم جي مرڻ تي وڄندي هئي)- ڏِڏَ.
- ڏَنڍَ تيسَڻُ: پاڻيءَ جو اڇي هڪ هنڌ ڪٺو ٿيڻ.
- ڏَنڍَ پِٽَڻُ: نغارن يا دُهل جي ڏِڏَ (وڄت)
تي هڻڻ.
- ڏَنڍَ ڪَرَڻُ: درياه جو جهول، پاڻيءَ جو
چڏي وڃڻ.
- ڏَنڍ ڪُڪڙُ ۽ ڏَنڍَ ڪُڪڙَ: ڍنڍ جي
پکيءَ جو هڪ قسم (رنگ سيرانجهڙو ڪڪڙ
واںگر، چُهنب نوڪدار، ٽنگون ڊگهيون ۽
سايون، پيرن ۾ پردو ڪولي ٿئي).
- ڏَنڍَ وَڄَڻُ: ڏِڏَ وڄڻ- ماتم جي وڄت
وڄڻ. پِٽَ پوڻ- ماتم ٿيڻ.
- ڏَنڍِين ٻِٽِيجَڻُ: مشهور ٿيڻ- ناميارو ٿيڻ-
نامي گرامي ٿيڻ- نالي وارو ٿيڻ. هر ڪنهن جي
وات تي هجڻ- عام تي وڃڻ. گهڻائيءَ سستائي هئڻ.
- ڏِنڍِين ڏِيرُ ۽ ڏِنڍِين ڏِيرَ: ذ. سيوڪڄهه.
جهجهائي- گهڻائي- سُڪَرُ- سُڪار- سَرمائي-
اڪثريت- سيڙ- گنجَ- شُڪر وارو سال.
- ڏَنڍِين ڏِيرُ لڳَڻُ: بي انداز ٿيڻ (اناج
وغيره). سيوڪڄهه ٿيڻ- سُڪر لڳڻ- سُڪار
ٿيڻ.
● ڏُنڍُ ۽ ڏُنڍَ: ذ. ڏُونڍُ- مُردار- مَڙهه-
مُڙدو. مئل جانور جو لاش. گند- ڪچرو.

● ڏَنڍَ شاڪرائِي: اسم خاص. تعلقي
گهوڙا باڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڏُنڍِ ڪَرَ ۽ ڏُنڍِ ڪَرُون (ت): ث. زور
سان روئڻ جو آواز- اوچنگار- ڏاڍ- رَڙِ-
ڪُوڪَرَ.
- ڏُنڍِ ڪَرَ ڏِيَڻُ: وڏي آواز سان رُئَڻ-
اوچنگارون ڏيئي روئڻ.
● ڏَنڍَ ڪَرَمپُورُ: اسم خاص. تعلقي سيوهڻ
۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڏُنڍَڻُ ۽ ڏُنڍَڻَ (ت)؛ ذ. وڏو جانور-
پوڙهو جانور- ڪراڙو جانور- ڍانڍو.
● ڏِنڍُو: اسم خاص. تعلقي ميرپورخاص ۾
هڪ ديهه جو نالو.
● ڏِنڍورو ۽ ڏَنڍورا: ذ. [سن. ڊِم ڊِم=
هڪ دُهل]. نغاري جي چوٽ يا دُهل جي
آواز تي عام اعلان- عام اطلاع (ماڻهو واٽان)
اعلان- تَشهير پڙهو- منادي. (اسم خاص)
تعلقي ننگر پارڪر ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- ڏِنڍورائِي ۽ ڏَنڍورائِي: ذ. صفت.
ڍنڍورو ڏيندڙ- پڙهو يا منادي ڏيندڙ- عام
اطلاع ڪندڙ- سڏ ڏيندڙ.
- ڏِنڍورچِي ۽ ڏَنڍورِچِي: ذ. صفت.
پڙهي وارو- ڏَنڍورائي- ڏَنڍورو ڏِيندڙ.
- ڏِنڍورو پِٽائِڻ: پڙهو ڦيرائڻ- آعلان
ڪرڻ- عام اشتهار ڪرائڻ- عام اطلاع ڪرائڻ.
مشهوري ڪرائڻ- ظاهر ڪرائڻ- پڌرو ڪرائڻ.
- ڏِنڍورو ڏِيارڻُ: پڙهو گهمائڻ- اشتهار
ڦيرائڻ- عام اطلاع ڪرائڻ (دهل تي).
- ڏَنڍورو ڏِيَڻُ: پڙهو گهمائڻ- مشهوري
ڪرڻ- آعلان ڪرڻ- هر هڪ جي ڪَنَ تائين
ڳالهه پهچائڻ.
- ڏَنڍورو گُهمائِڻُ: ڏَنڍورو ڦيرائڻ-
پڙهو ڏيارڻ- منادي ڪرائڻ (ڪا ڳالهه)-
مشهوري يا عام ڪرڻ.
● ڏَنگُ ۽ ڏَنگَ: ذ. [سن. دَنڀَ. دَنڀ=
ڏيکاءُ ڏِيڻُ] لهولو- طرز- ڏَبُ- ڀَارُ- طرح-

ڀِتِ - ڏانءُ - طريقو - وَجهَ - ويترو - دَستورُ - ڀَرَ - ڍارَ - ريت - قِسم - پرڪارَ - ڍؤلُ. چلت - چَال - ورتاءُ - وضع قطع - هلت - رَوَش - رويو. لچڻُ - لَلُ - ڪيرُ - عادت - افعال - چيهَرُ - آٿِي هڻ - ليشِستَ برخواست - شيهورُ - ادب اندازو - سيرت - سليقو - خصلت - حَالُ. رَستو - ورجسُ - ترتيبَ - قريڻو. هُنر - فَنُ - ڪُشسُلتا - چترائيَ - حڪمت - مهارت - ڪاريگريَ - قابليت - استاديَ. رِت - تجويز - الڪل - ترڪيب - حرفت. طبع زاد - جوڙ توڙُ - اِيجادَ - ڪَلَ.

- ڍَنگائتو ۽ ڍَنگائيتا: ذ. صفت وارو - ڪيرائتو - طريقي وارو - چڱي نموني وارو - شانائتو - بُلند اخلاق - سلجو - عزت ماب - ڍولائتو.

● ڍِنگَ ۽ ڍِنگَ (ل): ذ. صفت. بهادرُ - جوانُ - سورهيه - پهلوان - شيرد ِل.

- ڍِنگَن ِ ڪي ڍاهڻُ: وڏن ماڻهن کي شڪست ڏيڻ.

● ڍُنگَ ۽ ڍُنگَ: ذ. ٻـ شيون - ٻـ لنگ - ٻـ ڏاڻا - جوڙو - جُٽ - جوڙِي - ٻيٽُ. سَلَهُوڙُ (جانورن جو). گهوڙ ڪنوار - ونو وَنيَ - ڍَمُ پڻيَ ٻَتو - ٻَندَ - ڪشو - ڪمربند.

● ڍَنگرُ ۽ ڍَنگرَ: ذ. [سن. جهانجهي. مر. جهانڪو] وڻ جو - ڪنڊن وارو ٽارو - سنهون جهنگ - ڍَنگرُ. اپرو جانور (جهڙو هڏن جو پڃرو) ڏُٻرو ڍورُ. [سن. تشڪر. مر. ڍَبن] ماڪ. سينهن تي پيدا ٿيندڙ هڪ قسم جي ٻاڄي.

- ڍَنگرَنَ تي آلو هارَڻُ: اجائي محنت ڪرڻ.

- ڍَنگيريَ ۽ ڍَنگيريون: ث. ڪنڊن ِ واري ٽاريَ. ٻڪيءَ جو هڪ قسم. (ث. صفت) - ڪمزور.

● ڍُنگيريُ ۽ ڍُنگيريون: ث. [سن. ڏُونڪ + ريُ] ماڪَ - ڍُنڊ - غُبار - ڪوهيڙو.

● ڍِنگمُنڊرُ ۽ ڍِنگمُنڊرَ: ذ. ڏڙکي وارو ٻالهاءُ - ڏڙکو داب - دَرٻات - تابش - ڏمڪيُ - ڏڏڪو.

● ڍَنگڻُ: مصدر. ڪير ڏيندڙ مال (ڍِگيءَ يا مينهُن) کي ڏُهڻ وقت پوئين ٽنگن ۾ رسو ٻڌڻ - ونگ وجهڻ - ونگڻ.

- ڍَنگَ ۽ ڍَنگَ: ذ. مينهُن يا ڍِگيءَ کي ڪير ڏهڻ وقت پوين ٻن ٽنگن ۾ ٻڌلَ رسو - وَنگَ - نُوڙِي.

- ڍَنگَ جي مَهَل: ث. ڏُهائيءَ جي مهل - سَانجهيَ - شام.

- ڍَنگَ وجَهڻُ: ڪير ڏيندڙ چوپائي مال کي وَنگَ وجهڻ - ڏهائي ڪرڻ.

● ڍَنگهرُ: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڍَنگهرُ ۽ ڍَنگهرَ: ذ. ڍَنگرُ.

- ڍَنگهرُ ڍارَڻُ: پناه ڪرڻ - بچاءُ ڪرڻ - اجهو ڏاهڻ.

- ڍَنگيهريَ ۽ ڍِنگيهريون: ث. ڍَنگيري.

- ڍِنگهري چاڙهڻ: رن زال يا مري ويل ماڻهو جي گهر جي ڀاتين کي خوشيءَ جي موقعي (جهڙوڪ عيد وغيره تي) تي سيون رڌي ڏيڻ، ٻئي نمولي سنيال لهڻ.

● ڍَنوائڻُ: مصدر. ڍؤ ڪرائڻ - ڍِوائڻ - پيٽ ڀرائڻ - رَڄُ ڪرائڻ - خواهش پوري ڪرائڻ.

● ڍَنڍُنُ ۽ ڍَنڍُنَ: ذ. ڍؤل - نمونو - طريقو - طرح - رستو - طرز - ڏانءُ. رواج - چالو - ڀَرو ڀُڙ وَتيڙو - ڀَرُ. شڪل - صورت - گهاٽَ - رُوپُ - ڍِنگَ - آچار. وِيس - ٻانو. ڀِتِ - ڍِٻُ - وَجُهه - دستور - هلت - ڍارُ. لچڻ - افعال - عادت - لَلُ - ڪيرُ - چيهَرُ - عادت - شَهُورُ. قَريڻو - ترتيبَ - تجويز - الڪل - واٽ - هُنر - فَنُ - ڪاريگري ڪارُسُتانيُ. آرُ - رَمُزَ - حڪمت - فراسَت - عقل - چترائيَ - ڏاهپَ - سياڻپ - هوشياريَ - قابليت.

● ڍَوائيتو ۽ ڍَوائيتا: ذ. صفت. ڍولائتو - سُهڻين وصفن وارو - سهڻو - خوبصورت. باسيرت - با اخلاق - خَليق - با ادب - اديب - صالح. (ظرف) سهڻي نموني - سٺي ڍنگ سان - سٺي طرز سان.

● ڍُوپَ ج ڍُوپُون (ڪ): ث. صفت. وڏي عمر واري- پوڙهي- ٻُڍِي.

● ڍُوپُ ج ڍُوپَ (ت): ذ. خراب ڳالهہ- گار.

- ڍُوپَ ڪَيَڻُ: گاريون ڏيڻ- خراب ڳالهائڻ.

● ڍوڍا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڍوڍارَ ج ڍوڍارُون (ت): ث. ڪَپڙ جي وَڻَ جي ٻاڙَ.

● ڍوڍارو: اسم خاص. تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڍُوڍِرِي ج ڍُوڍِرِيُون: ث. ٻُوٽي جو هڪ قسم.

● ڍوڍو (ت): ذ. گِلا- بدنامي- خواري.

- ڍوڍو ڪَيَو لائِڻُ: بدنامي ڪرڻ- گِلا ڪرائڻ.

- ڍوڍو ڪَرَڻُ: خواري ڪرڻ- بدنام ڪرڻ.

● ڍوڍو ج ڍوڍا: مانيءَ جو هڪ قسم- ٿلهي ماني (جوئر يا ٻاجهريءَ جي)- رڍولو- روٽلو- ڍَڳڙُ- ڍَڳڙِي- روٽ. مرچ مصالح سان ٿلهي مالي (گل قند).

"توڙي وڃي روم، تہ بہ ڍوڍي مٿي ٿوم".

- ڍوڍا ڏِيَڻُ: تپائڻ- تنگ ڪرڻ. رُلائڻ.

● ڍُوڍُورِيُ ج ڍُوڍُورِيُون: ث. گاهہ جو هڪ قسم- هڪ ٻوٽيءَ جو نالو.

● ڍورُ ج ڍورَ: ذ. [ڪ. ڍور. سن. ڌُورِيہ < ڌُرُوَهَہ = ڍور] جانور- چوپايو. گهَرُو چوپايو مالُ (سڱن وارو)، جهڙوڪ: ڍڳيون، ڍَڳا، مينهُون، گابيون، وَڇُون، وَهڙا وغيره. مالُ- مويشي. بار ڍوئيندڙ جانور- وهٽ. نهر- ڍورو. سمنڊ- درياهہ. (صفت) بي سمجهہ- اڻ ڄاڻ- اڻ ڄاڻ- ابوجهہ- بي عقل- موڳو- ٻُڊوُ- ٻُڪهلُو- ڍِبو- مانڊُو- چَرياڻ- گگدام.

- ڍورُ ڍَنگَرُ ج ڍورَ ڍَنگَرَ: ذ. چوپايو مال- سڱن وارو مال- ڍور ڍڳو- وهٽ وانو- مال مويشي.

● ڍورَڻُ: مصدر. اَنَ مان ڪِنُ، ڪچرو، مِٽي وغيره صاف ڪرڻ- ڇنڊڻ- ڇاڻڻ- واڇُڙڻ. جدا ڪرڻ- ڌار ڪرڻ- الڳ ڪرڻ- علحدو ڪرڻ- وِڪرائڻ- وڇوڙڻ. هارَڻُ- وِڃَڻُ. ڪيرائڻ- ڌِڪو ڏيڻ.

● ڍورو ج ڍورا: ذ. هيٺاهين زمين (جتي پاڻي بيهندڙ هجي) ڪَنڌَ- جهڪائي- جهڪاڻ- هيٺاهين- ڍوري- ترائي- قدرتي تلاءُ- جهنو. نيڏڙي ڍنڍ- چَنُبُ. واديِ- ماتري. خالُ- اونهاڙ- هُورُ. پاڻيءَ جو هيٺانون ڪنڌو- پاڻي جو چشمو- ڍَهو- جهڪتو. ڦٽل واهہ يا درياهہ وغيره- ڦِٽو. واهُ- ڪَسي. (ث. ڍوري ج ڍورِيُون). سَمنڊ. مڪان يا نهر جو نالو. (اسم خاص) تعلقي ڏ گهڙيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڍورو وِجهَڻُ (ت): ٽَڪَلَ وَهَٽ ڪي آثارڻ لاءِ رَسو وجهڻ يا رسو ڪائي ڪرائڻ.

● ڍورِيُ ج ڍورِيُون: ث. [سن. ڌار] ڍورو جو مونث. هيٺاهين زمين (جتي پاڻي اچي گڏ ٿئي)- ڇَنِ- ننڍو تلاءُ- ننڍڙي ڍنڍ- ترائي. ليڪو- ليڪَ- پٽو- پٽي- گهاري (تلوار جي ڦر جي وچ ۾ خال والي گهُبُ وغيره).

(اسم خاص) تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

- ڍورِيُ چَڙَهَڻُ (ل): گهڻي مايا چڙهڻ. گهڻو متارو ٿيڻ.

- ڍورِيُ هَٽَڻُ: سگهارو ٿيڻ- طاقتوارو ٿيڻ- ٿلهو ٿيڻ- متارو ٿيڻ- تازو توانو ٿيڻ- سَيرو ٿيڻ- ڏٽو مُٽو ٿيڻ (چوپائي مال جو).

● ڍورِيُو ج ڍورِيا (ت): ذ. ڪٽولو- ڪَٽ- مَنُجو.

● ڍَوَڙُ ج ڍَوَڙَ (ل): ذ. ڍَٻو. جيئن تہ: "پِٽَ جا ڍَوڙَ لڳا پيا آهن".

● ڍوسَ ج ڍوسُون (ت): ث. پِٽَ- سَٽَ ڪُٽَ.

- ڍوسَ مَچائِڻُ: گهڻو پِٽڻُ- سَٽِ ڪُٽڻ.

● ڍوڪُ ج ڍوڪَ (ڪ): ذ. ورُ- وَڪڙُ- ڏِنگُ. جبل جو وَرُ- لٺ وغيره جو وَرُ.

● ڊوڪارَڻُ (ڪ) : مصدر. هُوڪارڻ - وڙهڻ لاءِ سڏ ڪرڻ.
● ڊوُڪارِيُ (ت): اسم خاص. هڪ ڏهَرَ جو نالو.
● ڊوُڪائيُ (ت): اسم خاص. هڪ پِيتَ جو نالو.
● ڊوُڪَرَ ۽ ڊوُڪَرُونُ (ت): ث. سَخا جو خُونيچو - ڊاڪئون. مهرباني - بخشش (ت).
● ڊوُڪِرِيُ ۽ ڊوُڪِرِيُونُ: ث. ماليءَ جو هڪ قسم - پلو يا مڇيءَ اندر وجهي پچايل ماني يا ڊوڊو - چهري روٽي مؤڻ پيل لُولُو (ت) - آڀاريل ٿُلهي ڪوڪي يا ماني (ت). (ث. صفت) رلندڙ - چيرڙُ - آواره - نُومشي - لالچڻ - بي ماني (ت).
● ڊوُلَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● ڊوُلُ ۽ ڊوُلَ: ذ. صفت. [سن. ڌُوَ + ”لُ = پچاڙي] ميٺڻ - لُڏڻ - پَتَڻُ - لالَن - ساجن - پِرينُ - محبوب - ڊولڻ - دلبر - دوست - يارُ - ميتيرُ - سَڄڻ - ڊولو - ڊوليو - دوسُ - دلدار - منٺار - معشوق - دل گهريو - ساهه سيباڻو. مُڙس - پِتار. (ذ. صفت) دادلو - لاڏلو - چُڇلو - ڪوڏ ڀنو - انڱيلي. مَلُوڪُ - موچارو - سُٺو - سهڻو - ٺاهوڪو - عاليشان - مَن ملوڪ. خدا تعاليٰ. [سن. ڊول = ڍُهل] وڄت جي هڪ ساز جو نالو - ڍُهلُ - ڊولَڪَ.
- ڊوُلَ ڊِلا ٿيڻُ: همت ڇڏائڻ.
- ڊوُليُ ۽ ڊوُليُ (ت): ذ. صفت. ڍُهل وڄائيندڙ ڊول وارو - ڍُهلاري.
- ڊوُليوُ ۽ ڊوُليا: ذ. ڊولُ - ڊوُلَڻُ - ڊوُلو - سڄڻ - دوست - پيارو - محبوب. رب تعاليٰ. جيئن:
”ڊوليا ڊکڻ ٿي، ڏيئي پاند پناهه جو“ (شاهه).
● ڊُوُلُ ۽ ڊُوُلَ (ڪ): ذ. حُقي يا چِلم جي ٽوپيءَ جو ڍَڪُ - مخروطي لوهي ٽوپ - ڊُوُلُ.
● ڊوُلَرُ ۽ ڊوُلَرَ (ت): ذ. پکيءَ جو هڪ قسم.
● ڊوُليڙِيُ ۽ ڊوُليڙِيُونُ (ت): ث. پَوچا پاٽ ۾ ڪم ايندڙ نڪر جو هڪ ٽانءُ (جنهن تي ٽالڊا رکي گيهه وجهي سازجي).
● ڊوُلڪَ ۽ ڊوُلَڪُونُ: ث [سن. ڊوُلڪا = ڊولَڪَ. ف. ڍُهلڪ. سن. ڊول] وڄائڻ جو هڪ ساز - ننڍو ڍُهل (جو اڪثر زالون سَهرن ڳائڻ وقت وڄائين) - ڍُهلڪي - ڍُهلڙي - پکواز - ڊِبڪَ - ڊِبڪڙي - ڊولڪي.
- ڊوُلَڪَ وَڄائڻُ: ڍُهلڙي يا ڍُهل وڄائڻ.
- ڊوُلڪُونُ وَڄائڻُ: ڏُکيو ڪم ٿي نه سگهڻ. سَولو ڪم ڪرڻ.
- ڊوُلڪيُ ۽ ڊوُلڪيُونُ: ث. ننڍو ڍُهل - ڍُهلڙي - ڊولَڪَ - ڊِبڪَ - ڊِبڪي - پَکواز.
● ڊوُلڪيُونُ ۽ ڊولِڪيا: ذ. صفت. ڊولڪ وارو - ڊولڪ وڄائيندڙ - لنگهو - طبلائي - ڍُهلاري - ڏوڪڙي. مارواڙ ملڪ ۾ رائج، رپئي برابر هڪ سکو.
● ڊوُلَڻُ ۽ ڊوُلَڻَ: ذ. صفت. ڊولُ - يارُ - محبُوب - دلدارُ - منٺار - دلرُبا - معشوق - ڊولو - ڊوليو - دوست - پرين - پيارو. ڳچيءَ ۾ پائڻ جي ڳَنهَ جو هڪ قسم - ڊولڻو - ڪارڪ. ٿانءَ جو هڪ قسم.
● ڊوُلڻوُ ۽ ڊوُلڻا: ذ. ڳَنهه جو هڪ قسم - ڳچيءَ ۾ پَڏل ۽ چانديءَ يا سون جي دٻليءَ ۾ بند ٿيل تعويذ - ڪارڪ. پيارو.
● ڊوُلڻيُ ۽ ڊوُلڻيُونُ (ڪ - ت): ث. (کچ) کَٽَ - ڊولني - مَنڄي - چارپائي.
● ڊوُلُو ۽ ڊوُلا: ذ. پيارو - محبوب - دلبر - جاني - دل گهريو - ڊول - دوست - ڊولڻ. ڪالڏ - کهوٽ (ت). (اسم خاص) ڊوليو - مومل جو عاشق. پسار - چوڪَرُ - پُٽُ. هڪ راڳڻيءَ جو نالو. راڳ جو هڪ قسم.
● ڊوُليُ ۽ ڊوُليُونُ: ث. سنڌ جي ميهن جو هڪ پَٽُ يا وَڙُ - هَنڌَ جي مضبوط ۽ سهڻي ميهن.
● ڊوُليا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڏومَا ۽ ڏومائُون: [پرا. ڏمر. سن. ڏمر] ناڪامياب ڳولا- اجايا ڏڪا- ٺاپا- رولڙو ٺولڙو- ڏوما. جاچ- ڪجهه حاصل ڪرڻ لاءِ خالي رولڙو- تاڙ- جُستجو- انُوس- ڳولها.

- ڏومَان هڻڻ (ت): جاچ ڪرڻ- ڳولا ڪرڻ- بيڪار رُلڻ- ناسُون هڻڻ- تاڙ ڪرڻ- ڪوشش ڪرڻ.

- ڏومائُون کائڻ: اجايو رُلڻ- ٺاپا کائڻ- خواه مخواه ڏڪا کائڻ- اجايو رولڙو ڪرڻ- ڏوما کائڻ- ڪنهن شيءِ جي ناڪام ڳولا ڪرڻ. ڪنهن شيءِ جي ڳولا ۾ ناڪامياب ٿيڻ- پاٺُون کائڻ- اجايو دربدر ٿيڻ.

● ڏومڻ ۽ ڏومڻ (ڪ- ت): ذ. ٺانءَ جو هڪ قسم.

● ڏومڻ (ت): مصدر. ڳولڻ- ڪوشش ڪرڻ.

- ڏومهين ڏومهين: ظرف. ورلي- ڪٿي ڪٿي.

● ڏونڊ ۽ ڏونڊ: ذ. ڪنهن مري ويل جانور جو ڪجهه عرصي کان پيل مڙهه (جو ڏپ ڪري وڃي)- مردار جانور جو مڙدو- ڪنو گوشت- لوٿ. ڪرڦتي- گندگي- ڪن ڪچرو- گند.

● ڏونڊڻ ۽ ڏونڊڻ (ت): ذ. ٻوٽيءَ جو هڪ قسم. ٻوه وڻ جو ڏينهون.

● ڏونڊڻ: مصدر. [سن. ڏونڊن، ڏنڊن] تلاش ڪرڻ- ڳولڻ- نهارڻ- ڳولا ڪرڻ- ڀجا ڪرڻ- ڏورڻ- جُستجو ڪرڻ- ڦولهڻ- جاچڻ- کوج لڳائڻ- ڏسڻ.

- ڏونڊ ۽ ڏونڊون: ث. ڳولا- ڦولها- تفتيش- ووڙ- کوج- تلاش.

● ڏونڊو ۽ ڏونڊا (ت): ذ. صفت. نيو ڙيل- ڪبو- ٽوليڙو- ڏونڊو.

● ڏون ڏون: ث. (آواز) آواز. دهل جي وڄت جو هڪ قسم. گوڙ- گهمسان- پتخي- جهڪي.

● ڏونڪو ۽ ڏونڪا: ذ. ٿوري ننڊ- ننڊ جو جهوٽو- گهيرٽ- جهوٽو- جهُٽڪو- نينڊڙي- سوپو- سوڀڙو- اک ڀوت- پنڪي. (ث. ڏونڪي ۽ ڏونڪيون).

- ڏونڪو آچڻ: ٿوري ننڊ اچڻ- اک لڳڻ.

- ڏونڪو ڪرڻ: ٿوري ننڊ ڪرڻ- اک ڀورڻ.

● ڏونڪ: اسم خاص. تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڏونڪ ۽ ڏونڪ: ذ. [گ. ڊونڪ. سن. دنڀ. دنڀ = ڏيکاءُ ڪرڻ] مڪر- فند- پاکنڊ- فريب- ٺڳي- دولاب- دغا- ترڪٽ- چل- ڪپٽ- کوٽ- گهات- سنهڻ- گيڪ- تيتال- بهانو- عذر- ٽال- تار- چند. تجويز- اٽڪل بازي- حرفت- پرپنچ- چالاڪي. ڪپل- هنر.

- ڏونڪ رچائڻ: مڪر ڪرڻ- بهانو ڪرڻ- ڪوڙ ڪرڻ.

- ڏونڪي ۽ ڏونڪي: ذ. صفت. ڊونڪ ڪندڙ- مڪريلو- چندائتو- فندي- چندباز- ٺڳ- حرفتي- چالاڪ. تيتالو.

● ڏونڪر ۽ ڏونڪر (ڪ): ذ. [سن. ڏومڪ. "دي" ٻڄڙي] ماڪ جو ڪڪر- ڪوهيڙو- ڏنڪري.

- ڏونڪري ۽ ڏونڪريون: ث. ماڪ- ماٽ- ٿيڙ. غبار- ڏنڊ.

● ڏونڪرو ۽ ڏونڪرا: ذ. ٻنيءَ جو هڏو يا ڪنڊو- ڪرنگهو. ٻني. مڇيءَ جو هڪ قسم (سينگاري مڇيءَ جهڙي ۽ اڇي رنگ سان هڪ مڇي).

● ڏونڪري ۽ ڏونڪريون: ث. بدن جو هڪ عضوو- نهائين.

● ڏونڪل ۽ ڏونڪل: ذ. ٽنولي- چٽر- ٽوڪ- ڪل- چيڙ. انقل- وڃارا. طعنو- مهڻو- گلا- اجايو گفتو- خراب ڳالهه.

- ڏونگل اُچلڻ: واهيات جملا استعمال ڪرڻ - ڪنهن جي اٽڪل سان باسخاطري ڪرڻ - طعنو هڻڻ - مهڻو ڏيڻ. پرائي ڳالهه ۾ ٽپي پوڻ.
- ڏونگل ڏارڻ: طعنه زني ڪرڻ - ٺٺولي ڪرڻ (ڪنهن تان) - مسخري ڪرڻ - کيل ڪرڻ - چرچا يا چٿرون ڪرڻ. ويڪون ڪيڏڻ. ڪسرون ڪيڏڻ - ظلم ڪرڻ.
● ڏونگل ڦيٽا ڪرڻ: ڏيڪ ڏيڻ.
- ڏونگل هڻڻ: چٿر ڪرڻ - کيل ڪرڻ - ٺٺولي ڪرڻ. ٽوڪ هڻڻ - نقل ڪرڻ - ويچارا ڏيڻ.
- ڏونگيلي ۽ ڏونگيلي: ذ. صفت. ڏونگل اچليندڙ - طعنه زن - مهڻائي.
● ڍونگو ۽ ڍونگا: ذ. ٻُنڊڻ - ڇُتُر - ٻُنڊڙ - دڏو - وڻهڪ جي جاءِ - ٽڙو. ڪڇڙ - دڏ. ٻُٺو - ٻُٺا - ٻُٺي - ٻُٺيءَ وارو ڪنڊو - ڪرنگهو - ڏاڪ جو هڏو - ڍونگري (ل).
● ڍوٺو ۽ ڍوٺا (ٿ - ل): ذ. پيٽ - سوکڙي - نذرانو - سوغات - تحفو. لوهار يا ڪنڀار جو شاديءَ جي موقعي تي سوکڙي طور آندل ٿالهه يا اوزار.
● ڏوو ۽ ڏوا: ذ. مينهن پوڻ جا نشان - خراب هوا - ڪُواءُ - ڏوءُ.
- ڏوو ڪٽڻ: آسمان جو صاف ٿيڻ - مينهن جو کڄي وڃڻ.
● ڍوهو ۽ ڍوها (ٿ): ذ. دڙو - پيٽ (جنهن تي گاهه نه آيري).
● ڏوُ ۽ ڏوُ: پيٽ پرائي - رڃ.
- ڏوُ پيارڻ (ت): هيسائڻ - ڊڄائڻ - پڇائڻ.
- ڏوُ ڪرڻ (ت): ڪڪ ٿيڻ - ڊڄي وڃڻ.
● ڍوءُ ۽ ڍوءَ: ذ. خراب هوا - طوفاني هوا - برساتي هوا - رَوُ - رئو - ڏوو.
- ڏوءُ ڪٽڻ: صاف ٿيڻ (هوا جو) ظاهر ٿيڻ (آسمان جو).
● ڍوئڻ: مصدر. [سن. ڍَنُوڪَ > ڍَهُ: وودِ. سن. ڍوئڻ] هڪ هنڌان ٻيءَ ڪري بار ڪڻڻ - وري ورِي ڪڻڻ - ليهڻ - کڻي وڃڻ - پهچائڻ - رسائڻ - لڏڻ (سامان وغيره) - ويجهو ڪرڻ - کٽي وڃڻ. جيئن ته:

"سُتڙ سي ڍوئي جي تڙ تواني سڪڙا" (شاهه).

(ڪورين جو هڪ اصطلاح) ڪم کي ختم ڪرڻ.

- ڍوءَ ۽ ڍوئُون: ث. ڪشائي - ڪشت - ڍُٺائي - مُنتقلي. ڍوئڻ جي مزوري - ڪٺائي - ڍُٺائي - حمالپ.
- ڍوئٺو ۽ ڍوئٺا: ذ. ڍوئيندڙ - ڪٺندڙ - حمال.
ڍوئي ۽ ڍوئيون: ث. سامان، ڪپڙي، وغيره جي گڏ ڪري رکڻ جو هنڌ - اوڙي - ڍِڳي.
- ڍوئي ڪرڻ: اَن يا پاڻ وغيره هڪ هنڌان ڪٺي ٻئي هنڌ ڍيڙو ڪرڻ. گڏ ڪرڻ - ڍِڳي ڪرڻ.
● ڍوئيٺو ۽ ڍوئيٺا: ذ. شاديءَ يا طهر جي خوشيءَ جي موقعي تي راڄ جي ڪاسبين جهڙوڪ لوهارن، ڪنڀارن، طرفان مبارڪ يا انعام لاءِ ٺاهيل سندن تحفو - سوکڙيءَ طور ڏنل ميوو يا مٺائي وغيره. سوغات - سوکڙي - ڏالي - ٻيڙا - نذرانو - عطيو - بخشش - ڍوٺو.
- ڍَهٽ: اسم خاص. تعلقي گونيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڍهِنڊ: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- ڍَهنڊي: اسم خاص. تعلقي ساماري، تعلقي گوني ۽ تعلقي ميرپور بٺوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڍُهي ۽ ڍُهيون (ت): ث. ڪرنگهي جي پٺاڙيءَ واري هڏي - هنڪڻ هڏي (ت).
- ڍُهي هڻڻ: سيري اچڻ - رڙهي اچڻ.
● ڍُٺائڻ: مصدر. [سن. دَهُ = ڍوئڻ] هڪ هنڌان ڪٺائي ٻئي هنڌ رکائڻ - گهمرا ڪري ڪٺائڻ - ڍوئائڻ - ڪٺائڻ - پهچارائڻ.

- ڊُٺائِي ج ڊُٺائِيُون: ث. ڪنهن شيءِ جي ڪٽائڻ يا ڊوئڻ جي مزوري – سامان وغيره ڪٽڻ يا ڪٽائڻ جو عيوضو – ڊُٺائِي – ڪٽائِي.
- ڊُٺائِي ج ڊُٺائِيُون: ث. ڊُٺائِي – ڪٽائِي – مزوري.

● ڊَءُ ج ڊَءَ: ذ. ڊَنُو – ڊَوُ – رَجُ – تِرپت – قرار – خوشي.

● ڊَءُ جهلَڻُ: پيٽ ۾ ماپڻ – سمائڻ. برداشت ڪرڻ – منو جهلڻ.

- ڊَءُ ڪَرَڻُ: قرار ڪرڻ – بس ڪرڻ (ڪاڏي ڪان).

● ڊَئِجَڻُ: مصدر. ڪائِي پَرجَڻُ – ڏَئِجَڻُ – ڌلهجڻ – رَجُ ٿيڻ – تِپت ٿيڻ. راضي ٿيڻ – خوش ٿيڻ – پرجڻ – پُر ٿيڻ – ڊاپڻ.

- ڊَءُ ڏيئي ڇڏڻ: تنگ ڪرڻ.

ڊَئِڻُ: مصدر. ڊوُ ڪرائڻ – پيٽ پرائڻ – ڏَئِڻُ – ڌلهڻ – گهڻو ڏيڻ.

- ڊَئِي ڇڏَڻُ: خوش ڪرڻ – مالا مال ڪرڻ. ملڪيت بخشڻ. ڊوُ ڪرائڻ (طنز طور) ڪجهه به نه ملڻ.

● ڊُئُو ج ڊُئَا: ذ. جُهڙُ – آڪُرُ.

- ڊُئِي جِي اوڪَڙَ: آڪُرَ يا جُهڙَ واري ڏينهن اڀرندي ڪان لڳندڙ هوا.

● ڊَئُون ج ڊِئُون: ث. اٽڪل – تجويز – ڊَنءَ. جيئن ته:
"نڪو ڊَئُون ڊيري جو، مون ڏڪن ڪان ڏانٺي" (جام خان).

● ڊَئُونڪو ج ڊَئُونڪا: ذ. ٿوري نِنڊَ – پِنڪي – جهوٽو.

● ڊَئونڪَ ج ڊَئونڪَ (ڪ): ذ. مَڪرُ – بهانو – ڪوڙ – نٽائڻ يا ناڪار واري حالت.

- ڊَئُونڪَ ڪَرَڻُ: نَٽ ڪرڻ – نخرو ڪرڻ – ٽارڻ – گهه ڪرڻ.

● ڊِيُپرُ: ٻوٽي جو هڪ قسم (جنهن جو ٻج ايڪڙ جي ٻج کان ٿورو وڏو، چيله جي سور لاءِ مفيد ٿئي).

● ڊِيپِرو ج ڊيپرا: ذ. هندن جي ٻچايل ٿلهي مانيءَ جو قِسم – ڊوڊو – ڊوپرو – روٽ.

● ڊِيپِري ج ڊِيپِرِيُون (ث): ث. لنيڊي ڪانيءَ جو ٽڪرُ (ڪنهن ٽنڪَ ۾ اٽڪايل).

● ڊِيُپڪَ ج ڊِيُپڪُون: ث. [س. ڊِنڊِمَ] ساز جو هڪ قِسم – ڍُلڪي – ڍُلڙي – پکواز. ڍُهل تي هٿ هڻڻ يا ڍُهل وڄائڻ وقت نڪرندڙ آواز.

- ڊِيُپڪڙي ج ڊِيپڪڙيُون: ث. ڍُلڙي – پکواز – ڍلڪي.

- ڊِيُپڪي ج ڊِيُپڪيُون: ث. ڊيُپڪَ – ڍُهلڙي – ڊولڪ – پکواز

- ڊِيُپڪي وڄائِڻُ: ڍُهلڙي وڄائڻُ.

● ڊِيبو ج ڊِيبا: ذ. سارين ڏرڻ جي جنڊ جو ڪلرَ سان ٿهيل هينيُون پُڙ – ڏرٽي – ڀرڙو (ل-ت). واريءَ جونئيو دڙو – ڊيڙي – ڊيب.

● ڊِيُچڪَ ج ڊِيُچڪ: ذ. ٻهاري – ٻهاري – ميڙ سيڙ – صفن صفائي. مهاڙو. لَڪڙو.

● ڊِيڊَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڊِيڊُ ج ڊِيڊَ: [هند. ڊيڙه] گهٽ ذات وارو – چمڙي جو ڪم ڪندڙ – مردار مال کائيندڙ.

- ڊِيڊُوڙو ج ڊِيڊُوڙا: ذ. ڊيڊ.

- ڊِيڊُواڙو ج ڊِيڊُوڙا: ذ. گندو پاڙو – خراب جاءِ – گندي جاءِ – غليظ هنڌ – ڪِن – ڪچرو.

- ڊِيڊُوڙو هُئَڻُ: گندو پاڙو هئڻ – غليظ هَنڌُ هئڻ.

● ڊِيڊانو: اسم خاص. تعلقي ميرواه (خيرپور ضلعي) ۾ هڪ ديه جو نالو.

● ڊِيڊِي ج ڊِيڊِيُون: ث. هَرلي يا لَارَ جو هڪ عضوو – سَرائي جي ٻچاڙيءَ وارو حصو. هڪ لوهارڪو اوزار – بُلٽي.

● ڊِيرُ ج ڊِيرَ: ذ. [س. ڌَرَڻَ] گند ڪچري وغيره جو ٿهو – ڍڙو – ڊِڪُ – انبار – ڊڳي – ڪوڙي – ڪوڙو – ڪوڙُ – انبوهه – ميڙ. (صفت) ججهو – گهڻو – گهڻُل – سَرس – سوايو – جالُ – ٻهون – هَشامُ – هجوم – مجموعو.

- ڊيرُ ٿيڻُ: ڍرڪ ٿيڻ - ڪن شين جو مِيڙ ٿيڻ. ڪِري پوڻ - ڍَهڻُ - مَرڻ.

- ڊيرُ ڪرڻُ: ڍرڪ ڪرڻ - جمع ڪرڻ. مارڻ - ڍاهڻ. مِيڙيءَ جو ڍرڪ ڪرڻ.

- ڊيروُ ڊيرُ: صفت. گهڻدن مٿان گهڻد - ڊيرن جا ڊيرَ - ڍِڳن جا ڍِڳ - حد کان وڌيڪ - تمام گهڻا - بي انداز - ڪوڙا - هشام.

- ڊيرِيُ ۽ ڊيرِيُون: ث. ڍِڳ - ڍِڳي - سٿي - ڪوڙي.

- ڊيرِيُ ٿيڻُ: ڍِڳ ٿيڻ. ڪِري پوڻ - ڍَهڻ - ڍَهي پوڻ. ضعيف ٿيڻ - بيهوش ٿيڻ - فرش ٿيڻ. ترين پَر ڪرڻ. سجدو ڪرڻ.

● ڊيرِڪيُ ۽ ڊيرِڪيُون: ث. وڻ پڪل انبُ - شاخ.

● ڊيروُ ۽ ڊيرا: ذ. ڏاڳن جو ڦورو - ڏاڳن جو ويڙهو - ڏاڳي يا ڏور جو ويڙهيل گولو. آنَّ ونڻ لاءِ ڪم ايندڙ ڪاٺين جا ٻه ٽڪر (وچ ۾ ڏل).

● ڊيڪُ ۽ ڊيڪَ: ذ. وَرُ - وَنگ - ڏنگ - جهڪُ - موڙُ - ڦيڏو - وَڪڙُ - وَنگوڙو - چِيبُ.

● ڊيڪُ ۽ ڊيڪَ: ذ. واهيات گفتگو - ڪاوڙ ۽ ناگواري پيدا ڪندڙ لفظ - بڪواز - بڪوات - بَڪ بَڪ - بخي - رِبَ - ٻَڙ ٻَڙ - جهَڪ - گهڙشبڙ - ڦسڙ - ٽِيتُ - ڊونگلُ. وڏي ڀَناڪَ. بي عقليءَ جو ڳالهاءُ. ميهڻو - طعنو - ڏوراهو - اولاڻيو (ڪ). وڏو ڊِڪُ - وڏي سُرڪيُ - ٻَڪهُ (ڪ).

- ڊيڪَ چَڏَڻُ: ڊونگل هڻڻ - واتان وَهائڻ - طعنا هڻڻ - بي تڪي ڳالهه ڪرڻ - ڪَنو ٽِيتُ ڏيڻ - بي موقعي گفتگو ڪرڻ - اياڻپ جي ڳالهه ڪرڻ - اجايو بَڪَڻُ. شيخي ڏيکارڻ.

- ڊيڪُ ڏيڻُ: واهيات ڳالهائڻ - بَڪ بَڪ ڪرڻ - اجائي بخي هڻڻ - رَبُ ڪرڻ - بڪواز ڪرڻ - بي سوچي سمجهي ڳالهائڻ - پرائي ڳالهه ۾ دخل ڏيڻ. ڪنهن جي خلاف پري مجلس ۾ بهتان مڙهڻ - غليظ دليل ڏيڻ. مهڻا ڏيڻ - اولاڻيو ڏيڻ.

● ڊيڪِٽيُ مِيڪِٽيُ ۽ ڊيڪِٽيُون مِيڪِٽيُون (ت): ث. ڊِڪ ڏيندڙ جانور - ڍِڪِٽيُ (مينهن يا ڳئون وغيره). آسرو. وارث - ميٽُ مائٽ.

- ڊيڪِٽيُ نه مِيڪِٽيُ: ث. ڪجهه به نه هُئڻ واري حالت - سُڃَ - سُڃائي - سڪائيُ.

● ڊيڪُو ۽ ڊيڪا: ذ. [هند. ڊوُڪ = ويجهو وڃڻ] (جماع وقت) ڏنل لوڏو - ٺَپڪُ - ٺپڪو. ٽڪر - آڪَلُ - ٺيڏو - ٺونٺو.

- ڊيڪُو هڻَڻُ: فَرج ۾ آلت وجهڻي هڪ پيرو زور سان هڻڻ.

● ڊيڪيُ ۽ ڊيڪيُون: ث. ڪَتڻ جي چَرخي يا اُٽ جي ڪاٺ جي گهوڙي - چرخي جو ڪاٺوڙو - چرخي جي ترِي جو تختو.

● ڊيلَ ۽ ڊيلُون (ٽ): ث. پکيءَ جو هڪ قِسم - مور جي مادي - ڍيلَ.

● ڊيِلَ ۽ ڊيِلُون: ث. ڪِهسَر - سيڙَپَ - ديِر - سِيل وِل - چِرڪ - اوِير - ڍِرَ - ڍِلائيُ - اوسيڙو - غفلت.

- ڊيِلَ ڪَرَڻُ: سيڙپ ڪرڻ - دير ڪرڻ - چِرڪ ڪرڻ - اوِير ڪرڻ - ڍِلَ ڪرڻ - ڍلائڻ.

- ڊيِلوُ ۽ ڊيِلا (ٽ): ذ. صفت. ڍِلو - ڍرو - آهستو - ڌيمو. دير ڪندڙ - چِرڪ ڪندڙ - سُسُت - غافل.

● ڊيلا ڊيلا: ندا. امر. ڀار - هيٺ ڪَرِ - هيٺ چڏ - آهستي آهستي ڦتو ڪر. شاديءَ وغيره يا ڪنهن خوشيءَ جهڙي موقعي تي کهورَ ملڻ وقت مڱڻهار جي صدا - ڏيلا ڏيلا.

● ڊيلَڪُور (ڪ): ذ. ٻوٽيءَ جو هڪ قسم. (بنا پنن، فقط ڪنڊن ۽ اچن گلن سان).

● ڊيلَڻُ: مصدر. [سن. سُٿَل. هـ. ٺيلنا. سن. ٺَلَنَ = هٽَڻ] چڏڻ. ڏِڪڻ - ڏِڪارڻ - ٺيلهڻ. دِل تان لاهڻ - وسارڻ، جيئن ته:

”ڊوليا ڊيلَ مَ مُون“

(شاهه).

رُلڻ - رمڻ - ڀٽڻ - ڀٽڪڻ - ڀنوڻ - ڀڻڻ - ڌِڪا کائڻ - ٺاپا کائڻ - آواره گردي ڪَرڻ - غفلت ڪرڻ - وِسر ڪرڻ - گهيلائي ڪرڻ.

- ڏِيلهُو ج ڏِيلها (ت): ذ. صفت. واندو- ڀٽڪندڙ- رولُ - ٺلڪندڙ.

● ڏِيلِي ج ڏِيلِي (ت): ذ. صفت. غريب مسڪين - ڪنگال - مکٽو - ٺلهو.

- ڏِيلِي ٿِيَڻُ: غريب ٿيڻ - ڪنگال ٿيڻ.

● ڏِيمهين ڏِيمهين: ظرف. گاهي گاهي - بعضي بعضي- ڪڏهن ڪڏهن-اتفاق سان - ڪنهن ڪنهن وَلِي - قضائي - مس مَرڪي - موادِي. آهستي آهستي - ڌيري ڌيري. ٺوري ٺوري. ٺڙيل ڀڪڙيل- هيتي هُتي - هيڏانهن هوڏانهن.

● ڏِينبو ج ڏِينبا (ت): ذ. ناڙيءَ ۾ ٻنيءَ ڪرڻ جي حالت. زمين اوڙ جو ٺورو پاڳو- بغير ٻيج جي رهائڻ واري حالت.

● ڏِينپَ ج ڏِينپُون (ت): ث. ڀِر - ڀِتر - ڪَڙهو.

● ڏِيندو ج ڏِيندا (ت): ذ. صفت. قد جو ڍنبو- بندرو - چوٺو - ڀِتڪو.

● ڏِينڪُ ج ڏِينڪَ (ت): ذ. پکيءَ جو هڪ قسم.

● ڏِينگُ ج ڏِينگَ: ذ. صفت. [سن. ڌراڍنگ. ڌرڌ = مضبوط ٿيڻ + آنگ = عضوو. ڌِيرگهَ = ڊگهو] وڏو - قداور - پربت - ڊگهو. مٿاهون- آوچو. (ذ) ڪوڙ وڏو جِسم - ڪاڻ تمام وڏي شَيءِ. ڌِيوَ جهڙو ماڻس - راڪاسُ - ديوُ- تيسينگ. وڏو يا سگهو ماڻهو - معتبر ماڻهو- امير- شاهوڪار. پکيءَ جو هڪ قِسم - وڏو پکي - گڏهه پکي. وڏو جهاز - جهاز جو هڪ چڪرو، جنهن تي رسا ويڙهجن. وڏائي - هَٺُ - آڏَنٻر - ٺٺاڪ- ڏَونگل. ڪوڙ ٻَڌوڙ. ٺورو.

"جتي ڏِينگ ڏَرن، تتي تاري تنهنجي"

- ڏِينگ ڏَڙڻُ: وڏا وڏا (ماڻهو) مارڻ جيئن:

"هن ڪاڪ ڪڪوريا، ڪيترا،
هت ڪيئي ڏِينگ ڏڙيا!"
(بيدل).

- ڏِينگ ڏَرِيا: جملو. وڏا جهاز آيا - غوراب آيا (شاهه).

- ڏِينگ رَڙڻُ: وڏن پکين جون دانهون ڪرڻ- وڏيون رڙيون ڪرڻ. پڌر يا سُڃي جاءِ ۾ گذارڻ - تڪليفون ڪاٽڻ - سختيون سهڻ. سُڃ هُجڻ - بيابان هجڻ (ت).

- ڏِينگ مَٽَرُ (ت): ذ. صفت. ڊگهو ۽ ٿلهو- گول مول - بي ڊولو - اڻ گهڙيل.

● ڏِينگَلُ ج ڏِينگَلَ (ڪ): ذ. ٽٽاڪ- شوغان. ڌُوڌَانُ - هُوگانُ. ڏِيڪُ (ل).

● ڏِينگَرُ ج ڏِينگَر: ذ. [هه. ڍينگَرُ = ڪنڊن واري وڻ جو ٽارُ] (ٻير، پير، ڪنڊيءَ وغيره جو) ڇهو - ڍَنگَرُ. (صفت) ڪمزور- ڏُٻرو - ضعيف - اٻرو.

● ڏِينگيڙو مِينگڙو (ت): ذ. صفت. تمام رَڌِي- اجايو - سادو.

● ڏِينگَسُ ج ڏِينگَسَ: ذ. ٻيڙيءَ جو هڪ قِسم.

● ڏِينگاو ج ڏِينگِلا: ذ. ڪَچَ مُلڪ جو سڪو - ٻن پئسن جي قيمت وارو سِڪو - ٽَڪو- ٽَڪَڪُ. گهاٽ - چڙنڪي. عهدو - نوڪري- جڳهه. ڏِيڃَڪُ.

● ڏِينگِلي ج ڏِينگِليُون (ڪ): ث. نار جو هڪ عضوو - چڪري کي جهلڻ لاءِ ڪاٺ ۾ پيل ڪاٺيءَ جو ٽُڪرو.

● ڏِينگو ج ڏِينگا: ذ. هُرلي يا نار جو ٽڙ وارو چڪرو - پانڊِي. اٽ جو چڪرو. آئٽ - چَرخو (ت).

- ڏِينگو ڏِيري ٿِيَڻُ: برباد ٿيڻ - ناس ٿيڻ- تباه ٿيڻ - ويران ٿيڻ - چٽ ٿيڻ - ٻَس ٿي وڃڻ- ڪُٺي وڃڻ - ڏکن ۾ اچي وڃڻ - خانو خراب ٿيڻ - رقم ٿي گل ٿيڻ.

- ڏِينگو ڏِيري ڪَرَڻُ: خراب ڪم ڪرڻ - ڍينگو ڍاهڻ.

● ڏِينگهَرُ ج ڏِينگهَرَ: ذ. ڪنڊائين وڻ جو ٽار - ڍِنگرُ. اٻرو - ضعيف - ڏُٻرو. (ث. ڏِينگهِري ج ڏِينگهريُون).

– ڍِينگهرُ ٿيي وڃڻُ: ڏُٻرو ٿيڻ وڃڻ – ڪمزور يا ضعيف ٿيي وڃڻ – لاچار ٿيي وڃڻُ – هيٺو ٿي وڃڻ.

● ڍِينگهرَ جي ڍارُ رَهڻُ: ڍِنگهرن جي آسري تي رهڻ. غريبائي نموني رهڻ.

– ڍِينگهرَنُ تي آتو هارَڻُ: اڻ لائق سان لائق ڪرڻ. اجايا ڪم ڪرڻ – بي فائدا ڪم ڪرڻ.

● ڍِينگهو ۽ ڍينگها (ت): ذ. نار – هُرلو – چرخو – اڌٿ.

● ڍِيو ۽ ڍِيا: ذ. صفت. ڍائو – ڍاوَلَ ٿيو – ڍَئو ڏنو ني جيئن ته:

"ڪوهُ نه جُهارُئين جڪيرو،
جنهين ڏيهه ڍيا ڏيئي"
(شاهه).

● ڍِيئي ۽ ڍِيئيون؛ ث. گڏجڻ جو واعدو – ملڻ جو انجام – ڍائي.

● ڍِييائا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

# ذ

ذ: ث. (ع) سنڌي الف ب جو چوويهون، عربي الف ب جو نائون ۽ فارسيءَ جو اکر. ابجد موجب عدد (٧٠٠).

● ذابيح ۽ ذابيحَ: ذ. صفت (ع) ذبح ڪندڙ – ڪُهندڙ – ڪامائي.

● ذاتِ ۽ ذاتون؛ ذاتيون؛ ث. صاحب – مالڪ – ڌڻي. جيئن: "ذات الجنب، ذات الريه وغيره." شيءِ جي حقيقت – ماهيت – اصليت – بنياد – پيڙهه. سرشت – خلقت. طبيعت – بناوت. جوهر – تت – مايو – مول – مادو – خمير – عرق – مغز – عطر. فطرت – قدرت. جسم – وجود – ديهي – بدن – سرير. جيئن: "هن جي ذاتِ مان آميد نه لاهبي." قسم – لمولو – پالت – وَجهه – جنس. جيئن: "سڀ ننگ هڪڙي ذات جا آهن." [ع. ذات: سن. جات] نرقو – ڪوفو – پنڌ – يڪ – مَت – جاتي – قوم – خاندان – گهراڻو – قبيلو – پاڙو – وَنڍهي – پنڌ – نک – ڪوم – نيات. آکهه – ڀهائي – پرچ. جوئر جو هڪ قسم (اڻ تمام مٺو).

– ذاتِ ۽ ڏاڍو وات ۽ ڏاڍو هُئڻ: وڏي خاندان جو ۽ چالاڪ هئڻ.

– ذاتِ تي ذاتِ نه هُئڻ: خدا تعاليٰ جي مهرباني ڪنهن خاص ذات يا ڪٽنب تي مدار نه ٿي رکي.

– ذاتِ ڀائي ۽ ذاتِ ڀائي: ذ. صفت. ساڳيءَ ذات وارو – هڪ فرقي وارو – همذات – هم قوم. شريڪ.

– ذاتِ پاتِ؛ ث. سلسلو خاندان – حسب نسب – پيڙهي – ڪٽنب. قوم.

– ذاتِ پٽائڻ: قوم جي گيلا ڪرائڻ. قوم کي بدنام ڪرڻ يا ٽڪو لائڻ.

– ذاتِ پاتِ جا پَنڌنَ: ذ. ذات جي روڪ پابندي. ڪنهن خاندان جون ريتون رسمون وغيره. هلي چلي – رسم و رواج.

– ذاتِ پاتِ نه پُڇڻ: ڪٽنب يا خاندان جو فرق نه رکڻ.

– ذاتِ ڏاڍو هُئڻ: ڪنهن اوچي خاندان جو فرد هئڻ – وڏي ڪٽنب وارو هئڻ.

- ذاتِ ڪانُ ڪَيڻُ: قوم مان خارج ڪرڻ - ٿالهيئون لاهي ڇڏڻ.
- ذاتِ مانُ ڪَيڻُ: قوم ڪان خارج ڪرڻ.
- ذاتِ وارُ: ظرف. ذاتين جي ورهاست موجب - هرهڪ ذات جدا جدا.
- ذاتِ وارو ۽ ذاتِ وارا: ذ. صفت. هم قوم - ڀائي - شريڪ.
- ذاتي ۽ ذاتيءَ: ذ. صفت. ذات جو - ذاتيرو. حقيقي - اصلي - فطرتي - قدرتي - طبعي. شخصي. سِر جو - سندس - وجودي - ديهڪ - بدني - پنهنجو. نيج. سياويڪ - عين بين - هوبهو - پراڪرت. سهج - ضروري - مکيه. فلسفہ جي اصطلاح ۾ ازل کان ابد تائين موجود ۽ قائم رهندڙ جوهر - الله تعاليٰ. حق ۾ حل تي حق بنجي ويل وجود.
- ذاتي تعلق: ذ. شخصي لاڳاپو - خاص معاملو.
- ذاتي جوهر: ذ. شخصيت ۾ موجود جوهر - اصلي خوبي - قدرتي گڻ - فطرتي سياءُ.
- ذاتي حيثيت: اصلي سرمايو - پڄندي. شخصي لياقت. خاص قابليت.
- ذاتيرو ۽ ذاتيرو: ذ. صفت. سٺي ذات وارو - آڇي ذات وارو - چڱي حسب نسب جو - آدي بنيادي - پيڙهيائتو - عالي نسب - اصيل - خانداني. مٿيون - بالا - اعليٰ - وڏو - آتم - آڇو - بيش - سرس - آتر - بهتر - عمدو - فائق - سَجيهه - برتر - سرشيت - ڀلارو - خاصو - چوکو. ذات ذات جو - گهڻن قسمن وارو - قسمين قسمين - ڀانت ڀانت جو - طرحين طرحين - نموني نموني جو.
- ذاتي لياقت ۽ ذاتي لياقتون: ث. پنهنجي قابليت - اصلي جوهر - اصلي قابليت.
- ذاتي معاملو ۽ ذاتي معاملا: ذ. خانگي معاملو - خانگي وهنوار - شخصي وهنوار. خانگي جهيڙو - خانگي ڪم.
- ذاتيئون صفاتون ڇنڊڻ: وڏو ماڻهو ٿيو ڪرڻ. پاڻ کي گهٽ ذات وارو سڏائڻ. ليچ ذلت و اختيار ڪرڻ.

- ذاتُ البُرُوج: ذ. اٺون آسمان. عرش ڪرسي.
- ذاتُ الجَنب: ذ. (ع) بيماريءَ جو هڪ قسم - ڦڦڙن جي پردي جي سوج - ڦڦڙي - سرسام.
- ذاتُ الرِّيَه: ث. (ع) بيماريءَ جو هڪ قسم - ڦڦڙن جي سوج - ذاتُ الجَنب.
- ذاتُ الصَّدر: ذ. (ع) هڪ بيماريءَ جو قسم - ڇاتيءَ جو سُور. ڦڦڙن جي پردي جي سوج - ڦڦڙي - ذات الجنب.
- ذاتَل ۽ ذاتَل: ذ. (ع. ذاتُ الجَنب = پاسي جو سور) پاسي جو سور - ذات الجنب.
- ذاڪِر ۽ ذاڪِر: ذ. صفت. [ع. ذڪر = احوال ڪيو] ذڪر ڪندڙ - ياد ڪندڙ - خدا جي عبادت ڪندڙ - عابد.
- ذالُ ۽ ذالَ: ذ. ڪڪڙ جو سوڙ - چوٽي - تاج.
- ذائِقو ۽ ذائِقا: ذ. [ع. ذائِقه = سَواد] چکڻ جي حظ - سواد - مزو - لذت - ساءُ - لاءُ لطف - مڪاءُ - رَس - رمنا - چٽ - چکي - چشڪو - چش - چشي - چسڪو - چاٽي. شوق.
- ذائِقو وَٺڻ: مزو وٺڻ. سواد حاصل ڪرڻ.
- ذائِقيدار ۽ ذائِقيدار: ذ. صفت. سواد وارو - سوادي - مزيدار - لذيذ.
- ذِبح: ذ. (ع) ڪنڌ ڪپڻ جي حالت - قتل - ڪوس - گهات. شرعي طرح ڪُهڻ جي حالت - حلال - تڪبير. قربان - بَلدان - صدقو - ميند - ڳالهه - خونريزي - خون.
- ذِبح ڪرڻ: حلال ڪرڻ - ڪنڌ ڪپڻ. قرباني ڪرڻ - صدقو ڪرڻ - بَلِ چاڙهڻ. گهات ڪرڻ - قتل ڪرڻ - ماري خون ڪرڻ. وڍڻ - ڪُهڻ.
- ذَبيحُ ۽ ذَبيحَ: ذ. صفت. [ع. ذَبَح = ان ذبح ڪيو] ذبح ٿيل - ڪٺل - شرعي طور تي ذبح ڪيل جانور - حلال ڪيل. قربان ٿيل.
- ذَبيحُ الله: ذ. خدا جي نالي تي قربان ٿيندڙ. حضرت اسمٰعيل عليہ السلام جن جو لقب.

● ذَخِيرُو ۽ ذَخِيرا: ذ. [ع. ذخِيرَةٌ: ذَخَرَ = هن گڏ ڪيو] خزانو ـ لَڏي. گڏ ڪري رکيل مال ـ سرمايو ـ موڙي ـ پونجي. گدام. پنڊار ـ انبار ـ ڍير ـ سَٿ ـ گَنڊ ـ سَرُ تڻ ـ موجودات. سيڌو سامان ـ سمر ـ سامگري ـ ڪاڌو ـ توشو ـ رسد ـ منو مال. ڪيچَ ـ دَلَ. ڪنهن وقت لاءِ رکيل مال. بندوبست ـ بلو ـ تدبير.

ـ ذَخِيرُو ڪَرَڻُ: ڍير لڳائڻ ـ آئنده لاءِ سامان گڏ ڪرڻ ـ گدام ڀرڻ.

● ذَرا: صفت. تمام ننڍڙو داڻو ـ ٿورو ـ ٿوري ـ ذريُ. جيئن:

"ذَرا ڳالهه ته ٻڌجو".

● ذَرا رِيحُ: ذ. جيت جو هڪ قسم، جو ڪٺڪ جي ٻوڪ ۾ وهي، رنگ ڪارو ۽ ڳاڙهاڻ تي مائل.

● ذَرُڙو ۽ ذَرُڙا: ذرو جو اسم تصغير. ڪنهن شي جو ٿورو حصو. تمام ننڍڙو ٽڪڙو ـ پرزو ـ ذرو ـ ريزه ـ هَوَ جيترو. (ث. ذَرُڙِي ۽ ذَرُڙيُون).

● ذَرو ۽ ذَرا: ذ. لغوي معنيٰ ۾ ماڪوڙي. آهي ذرا جي آس ۾ دَزَ وانگر ڏسبا آهن. جَوَ جي سَوين ڀتي ـ تمام ٿورو حصو ـ ٿورو ذرڙو، هَوَرَتي ـ جزو ـ ڀرماڻو ـ آنو ـ تِرُ ـ ليک (صفت) ٿورو ـ گهٽ ـ ننڍو ـ لاڻو ـ لاڻارو ـ ڇوٽو ـ قليل ـ ڪجهه ـ جزوي ـ ڪُجِ ڪِچ ـ ڪجهه ڪجهه.

ـ ذَرُو ڀَرُزُو ۽ ذَرا ڀَرُزا: ذ. ٿورو گهڻو. سڀڪجهه ـ رهيل سهيل ـ هرچيز.

ـ ذَرُو ذرُو ۽ ذَرا ذَرا: ذ. ٿورو ٿورو ـ ڪجهه ڪجهه.

● ذُرو ۽ ذُرا: ذ. پکيءَ جو هڪ قسم ـ هڪ شڪاري پکي.

● ذَرّه نَوازِيُ ڪَرَڻُ: ناچيز کي چيز بنائڻ. نااهل کي اهل بنائڻ.

● ذُرِيَّتُ ۽ ذُرِيَّتُونُ: ث. (ع) ماڻهوءَ يا جن جو نسل ـ پونئير ـ اولاد ـ سنتان ـ ٻار ٻچا. ٻچندي ـ طاقت ـ پهچ ـ وسعت.

● ذَرِيُ ذَرِي: ظرف. هَرَ هَرَ ـ لحظي بہ لحظي. وقفي وقفي بعد ـ جلدي جلدي ـ ٿوري ٿوري ـ وري وري ـ گهڙي گهڙي ـ منٽ منٽ ۾.

● ذَرِيعو ۽ ذَرِيعَا: ذ. [ع. ذرِيعَہُ] وسيلو ـ واسطو. معرفت ـ دُوارا ـ طفيل ـ بدولت. باعث ـ ڪارڻ. اپاءُ ـ رستو. هوند ـ پهچ. جميعت ـ وسعت.

ـ ذَرِيعو پَيدا ڪَرَڻُ: وسيلو پيدا ڪرڻ ـ ڪو سبب ڪڍڻ.

● ذِقّ ۽ ذِقُّون (ت): ث. ڪلي ـ دٻي (جنهن ۾ ڪجهه هجي).

● ذَقَنُ: ث. (ع) منهن جو هڪ حصو ـ ڪاڏي ـ چاڙي.

● ذَڪَا: ث. (ع) ذهن ـ فهم. طبيعت جي تيزي ـ دانائي ـ هوشياري.

ـ ذَڪاوَتُ ۽ ذَڪاوَتُونُ: ث. ذهانت ـ هوشياري ـ دانائي.

● ذَڪَرُ ۽ ذَڪَرَ: ذ. (ع) عضوو مخصوص (مردانو) ـ آلت ـ لِنگ.

● ذِڪْرُ ۽ ذِڪْرَ: ذ. [ع. ذَڪَرَ = هن ياد ڪيو] ياد گيري ـ ياد. سارَ ـ سَمَڪَ ـ سنڀارَ ـ سارولي ـ هُرَ. بيان ـ تات ـ تذڪرو ـ گفتگو ـ ڳالهه ـ چرچا ـ ٻچار ـ ڳالهه ٻولهه. مرسلو ـ وارتا ـ واني ـ چَووٺ ـ چَوٻَچو ـ چو ٻولو ـ سٽيڊي ـ ڏلد چرچا. قرآن شريف جو دَوُر. ياد ـ يادِ خدا ـ جاپ. ثنا ـ صفت (خدا جي).

ـ ذِڪْرُ اچَڻُ: ڪنهن شيءِ بابت ڪا ڳالهه ٿيڻ ـ تذڪره ٿيڻ.

ـ ذِڪْرُ اَذڪارُ: ذ. ڳالهه ٻولهه ـ خبرچار ـ گفتگو.

ـ ذِڪْرَ جِيُ وادِيُ وِڃَڻُ: گهڻي احوال کي ٿورن لفظن ۾ بيان ڪرڻ ـ درياءَ کي ڪوزي ۾ بند ڪرڻ.

ـ ذِڪْرُ ڇيڙَڻُ: ڳالهه ٻولهه شروع ٿيڻ ـ گفتگو ٿيڻ ـ ڳالهه ٿيڻ.

ـ ذِڪْرُ ڇيڙَڻُ: ڳالهه شروع ڪرڻ ـ ڳالهه ڪرڻ.

- ذِڪرُ خَيرُ: ذ. چڱائي يا نيڪي واري ڳالهہ - ذڪر اذڪار - ڳالهہ ٻولهہ.
- ذِڪرُ ڪَرَڻُ: بيان ڪرڻ - ڳالهہ ڪرڻ. خدا جو نالو وٺڻ. وظيفو پڙهڻ. خدا جي يادگيري ڪرڻ.
- ذِڪرُ مَذڪُورُ: ذ. ڳالهہ ٻولهہ - خبرچار - حال احوال - گفتگو.
- ذِڪرُ نِڪرَڻُ: ڪنهن شخص بابت ڪا ڳالهہ هلڻ.
- ذِڪرُ هَلَڻُ: ڪنهن شخص بابت ڳالهہ ٻولهہ ٿيڻ.

● ذِڪرِيُ: اسم خاص. غوشي ذات جو هڪ ڀاڱو (حضرت امام مهدي کي "مهدي بيا" ڪري ياد ڪندڙ)، اهي گهڻو ڪري مڪران جا رهاڪو هوندا آهن، ڪراچيءَ ۾ بہ اچي رهيا آهن.

● ذَڪِيُ ۽ ذَڪِيُ: ذ. صفت (ع) ذهين - هوشيار - تيز فهم - سمجهو - عقلمند - دانا.

● ذُگو ۽ ذُگا (ٿ): ذ. ڏاڍ - پٿاڪ.
- ذُگا هَڻَڻُ: ڏاڍون هڻڻ - پٿاڪون هڻڻ.

● ذِلّ (ت): ث. ذِلّت - خواري. تڪليف. مصيبت.

● ذَلالَتُ ۽ ذَلالَتُون: ث. [ع. ذَلّ = هو خوار ٿيو] ذليل هجڻ جي حالت - ڪميڻائي - ليچ پائي. بي حيائي. خرابي - ابتري.

● ذِلّتُ ۽ ذِلّتُون: ث. [ع. ذَلّ = هو خوار ٿيو] خواري - رسوائي - بدنامي - بدناموسي. بي عزتي - هتڪ - فضيحت - توهين - بي مانائي - اڀجَس - اپمان. نفرت - حقارت. آزار - مصيبت - ٽڪڙي - ڦِڪَتَ. گلا - عيب - لذا - ڪميڻائي - ٻَڇڙائي - ليچپائي.
- ذِلّتُ ٿيڻُ: بدنامي ٿيڻ. بي عزتي ٿيڻ.
- ذِلّت جي مَيدانَ ۾ سَرگردانُ ڪَرَڻُ: خوار ڪَرَڻُ. ذليل ڪرڻ.
- ذِلّتِ ڪڍڻ: مصيبت ڪڍڻ. پريشاني سهڻ - آزار ڪڍڻ. بي عزتي سهڻ - خواري سهڻ.

● ذَلَلُ ۽ ذَلَلَ (ت): ذ. نقصان - هرج - جوکو - ٽوٽو - خسارو.

● ذَليلُ ۽ ذَليلَ: ذ. صفت. [ع. ذَلّ = هو ڪميڻو ٿيو] خوار - رسوا - بدنام. نيچ - ڪمينو - ٽڪاريل - خراب. بي عزت - ڪين جهڙو - ٽڪار لائق. ڦيٽ پيل - مٺو - ڪوٽو. ڪم ذات - گهٽ - حقير. ارلڇو - بي غيرت - بي شرم. گنهگار. لماڻو - مسڪين.
- ذِليلُ ٿيڻُ: بدنام ٿيڻ - بي عزت ٿيڻ - حقير ٿيڻ.
- ذَليل ڪَرَڻُ: بدنام ڪرڻ. بي عزت ڪرڻ.

● ذُمُ: ذ. تکائي - تيزي - زور - ڇوٽ.

● ذَماتَ ۽ ذَماتُون: ث. ڪٽنب - قبيلہ - ڪڙم. (ممڪن آهي تہ "ذ" "ج" مان تبديل ٿي هجي - جيئن "ذات ذَمات".)

● ذَمڪاڻيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (مزاري بلوچن جو هڪ قبيلو).

● ذِمو ۽ ذِما: ذ. [ع. ذِمہ = هن ڏوهي ڪيو] انجام - عهد - قول - ٻول. ضمانت - جوابداري - سپردگي - قبضو - حوالو - چارج - سواپ - سنڀال. ڀروسو - ويساهہ - اعتبار - ڀروتيت - ساک پت. سونو - ٻار - سٺو. يقين - توڪل. ڪَنڌو - اوڳر - چيٺو - حساب ڪتاب (ت).
- ذِمو ڏِيَڻُ: جوابداريءَ جو يقين ڏيڻ - ضامن ڏيڻ. انجام ڏيڻ.
- ذِمو ڪَرَڻُ: پنهنجي جوابداري تي ڪڍڻ - نفعي نقصان جو بار ڪڍڻ. جوابداري ڪڍڻ.
- ذِمو ڪَڍَڻُ: جوابداري ڪڍڻ - پنهنجي جوابداري ڏيکارڻ - حامي ڀرڻ - اقرار ڪرڻ.
- ذِمو وَٺَڻُ: انجام وٺڻ. جوابداري وٺڻ - ضامن وٺڻ.
- ذِمہ دارُ ۽ ذِمہ دارَ: ذ. صفت. جوابدار - جوابده.
- ذِمہ دارِيُ ۽ ذِمہ دارِيُون: ث. جوابداري - جوابدهي. ضمانت.
- ذِمہ وارُ ۽ ذِمہ وارَ: ذ. صفت. اعتباروارو - جوابدار - منتظم - رڪن. سنڀاليندڙ.

- ذِمي بَرِدارُ ۽ ذِمي بَرِدارَ: ذ. صفت. جوابدار - ضامن - پڌل. سڀ بار کڻندڙ. ذميوارُ - ذمپدارُ.
- ذِمپبَرِداري ۽ ذِمپبَرِداريئُون: ث. جوابداري - ضمانت - ذمہ داري - ذميواري.
- ذِمپدارُ ۽ ذِمپدارَ: ذ. ضامن - کولاندڙُ - ڪَفِيلُ - ضامنگير - ذميبَردارُ.
- ذِمپداري ۽ ذِمپداريئُون: ث. جوابداري - ذِمو - جوکو - سونُو - جوکم - خطرو - بازپُرس - ذِميبرداري.
- ذِمي ڪَرَڻُ: حوالي ڪرڻ - سونپڻ - سپرد ڪرڻ. جوابداري هيٺ ڏيڻ.
- ذِميوارُ ۽ ذِميوارَ: ذ. صفت. جوابدار - ضامن - ڪفيلُ - ضمانت ڏيندڙ - ٿلهي - کولاندڙ - پلهي.
- ذِمي واري ۽ ذِميواريئُون: ث. جوابداري - ضمانت - خبرداري. سونپ.

● ذِمِيُ ۽ ذِمِيُون (ت): ث. ڪورين جي هڪ اوزار جو نالو.

● ذِمّيُ ۽ ذِمّيُ: ذ. صفت. [ع. ذِمّہ] اسلامي حڪومت ۾ غير مسلم جڏيہ ڏيل پريندڙ.

● ذَنْبُ ۽ ذَنْبَ (ت): ذ. وڏو ڪيرهُہ - ڪيرانهُہ - ڳيتو - نبوالو. (ع) گناهُہ.

● ذِنْبُ ۽ ذِنْبَ: ذِنبُون (ل): ذ. ث. ميٽيءَ جو وڏو ۽ تمام سخت ڳنڍيو - سيرَ جو ٽڪر - جِنْبَ.

- ذِنْبَرُ ۽ ذِنْبَرَ: ذ. ذِنبُ.

● ذُو: ذ. (ع) ذڻي - مالڪ - صاحب - خداوند. (صفت) وارو - جو. مرڪبات ۾ ڪم ايندڙ لفظ. جيئن: "ذُوالجلال، ذُوالنورين" وغيره.

- ذُوالجَلالُ: ذ. صفت. صاحب جلال - شوڪت، عزت ۽ دٻدٻي وارو - جليل القدر - وڏي وڏائي وارو - معزز. (اسم خاص) خدا تعاليٰ جي صفاتي نالن مان هڪ نالو.
- ذُوالجَناحُ: ذ. صفت. ٻن پرن وارو. (اسم خاص) حضرت امام حسين عليہ السلام جن جي گهوڙي جو نالو.
- ذُوالحِجُ: ذ. حَجَ وارو - حَجَ جو. هڪ مهيني جو نالو. هجري سن جو هڪ مهينو.
- ذُوالفِقار: ث. ٻن پاسن واري (تلوار) حضرت علي عليہ السلام جن جي تلوار جو نالو.
- ذُوالقَدرُ: ذ. صفت. زور وارو - زوردار - سگهارو - سگهائتو - سٽائنو - زبردست. قرارو - جبرو - بهادر - طاقتمند - پهلوان - شهہ زور - همت پريو.
- ذُوالڪِرامُ: ذ. صفت. عزت وارو - معتبر - شريف.
- ذُوالقَرنَينُ: ذ. صفت. ٻن سڱن وارو (ذ) سڪندر يوناني جو لقب.
- ذُوالمِننَ: احسان ڪندڙ. (ذ) ذاتي تعاليٰ - خداوند.
- ذُوالنُورَينُ: ذ. ٻن نورن وارو. (ذ) حضرت عثمان رضہ جن جو لقب.
- ذُوالوقار: ذ. صفت. عزت وارو - قدر و منزلت وارو.
- ذُوفَنُون: ذ. صفت. گهڻا فن ڄاڻندڙ - فن وارو - هنرمند.
- ذُومَعنيٰ: ذ. صفت. ٻن معنائن وارو - گهڻن معنائن وارو. ۾ ٻُڌي (ڳالهہ).

● ذُوالحِجَ: ذ. (ع) حج وارو مهينو. هجري سال جو آخرين مهينو.

● ذُوالفَقار: ث. (ع) ٻن پاسن واري (تلوار). (انهيءَ تلوار جو نالو، جا عاص بن منبہ جي جنگ بدر ۾ مارجي وڃڻ تي حضور جن جي هٿ آئي ۽ وري حضرت علي ڪرم الله وجہ جن تائين پهتي).

● ذُوالقَرنَينُ: ذ. (ع) ٻن سڱن وارو. (سڪندر بادشاهہ جو لقب. مختلف روايتن موجب، يا ته ٻن چوٽين هئڻ سبب، يا تہ ماءُ ۽ پيءُ ٻنهي کان بزرگ هو، يا تہ مشرق کان مغرب تائين فتوحات سبب، يا تہ هن نور ۽ ظلمت ٻنهي جو سير ڪيو هو انهيءَ سبب، يا تہ هن کي تاج ۾ دنبي جا سڱ لڳل هئا، انڪري اهو نالو پيو).

● ذُوالقَعدُ: اسم خاص. (ع) هجري سن جي ٻارهين مهيني جو نالو.

● ذُوالنُونُ: ذ. [ع. نون=مڇي] مڇيءَ وارو. (ذ) لقب، حضرت يونس عليہ السلام جو (جنهن کي مڇي ڳيهي ويئي هئي ۽ ست ڏينهن مڇيءَ جي پيٽ ۾ هو.)

● ذُوفاليُ: اسم خاص. تعلقي سنجهوري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ذَوقُ ۽ ذَوقَ: ذ. (ع) چکڻ جي قوت. ذائقو - لذت - مزو - سواد - حظ - ساءُ - لاءُ. شوق. چاهنا - چاڙي. خواهش - آمنگ. لطف - خوشي - سرهائي - موج - آنند - فرحت. عيش - نشاط. اختيار - مرضي - پسندي. رَسُ - رمناپت - چشڪو - چش. وندر - ونڊنا. سيڪَ - چيڪَ.

- ذَوقيُ ۽ ذَوقيُ: ذ. ذوق وارو - شوقين - موجي. سکي - آسودو - خوش. عيشي جيئڙو - سهجي پراڻي. راضي پرسن - نهال - سرهو. نڪشنبل - نڪو - خوش سزاج - کلائيندڙ - کلڻو - آڇڪ. بختاور - بخت وارو - ڀاڳ وارو.

● ذُوکَرُ: ذ. ٻڪيءَ جو هڪ قسم.

● ذَهَبُ: ذ. (ع) سونُ - زَرُ - ڪُنڍن - طِلا - ڪنچن.

"چهرو چمڪيو، چيءَ چيپي،
کيو زيبَ ذَهَبُ کي زد"
(حمل).

● ذُهرا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ذِهنُ ۽ ذِهنَ: ذ. (ع) ياد ڪرڻ جي قوت - حافظو - سارَ - ياد - يادداشت - ياد گيري (چڱيءَ طرح) سٺو حافظو - دماغُ. چاڻ - سمجهہ - ادراڪ - فهم - عقل - ذڪاوت. استعداد - لياقت - قابليت - هوشياري - فراست - فهميدگي. دالنائي - سياڻپ - ذڪاءُ.

- ذِهنُ کُلَڻُ: سمجهہ کلڻ - عقل جو تيز ٿيڻ - حافظو سٺو ٿيڻ.

- ذِهن نشينُ ڪرَڻُ: سمجهڻ - چيتو ڪرڻ - چاڻ رکڻ - ياد ڪرڻ - ياد رکڻ - سمجهہ ۾ آڻڻ.
سمجهہ ۾ وهارڻ - عقل ۾ وهارڻ - سمجهائڻ. سمجهائڻ. ٻڌائي ڇڏڻ. ياد گيري ڏيارڻ - ٻڌائڻ - چاڻ ڪرڻ.

- ذِهنُ ورِچَهائِڻُ: سوچڻ - سمجهڻ - ويچار ڪرڻ - خيال هلائڻ.

- ذِهنيُ ۽ ذِهنيُ: ذ. صفت. ذَهن وارو - هوشيار. ڪاوڙيل - چيڙاڪ - شوخ (ت).

● ذِهبيُ ۽ ذِهيبُونُ (ت): ث. ڪورين جي اصطلاح ۾ تاڄيءَ جي ٻچاڙي (جا اوچ هيٺ ڏ اچي) - ڏَهيُ.

● ذَهينُ ۽ ذَهينَ: ذ. صفت. [ع. ذِهن] سٺي حافظي وارو - ذهن وارو. سياڻو - سڄاڻ - عقلمند - ذڪي - تيز فهم - عقلي - سمجهو.

● ذِيُ: ذ. (ع) مالڪ - صاحب - ڌڻي. (صفت) جو - وارو. مرڪبات ۾ ڪم ايندڙ لفظ. جيئن: "ذِيُ اختيار، ذِيُ وقار" وغيره.

- ذِيُ اختيارُ: ذ. صفت. اختيار وارو - صاحبِ اختيار - مرضيءَ وارو - مختيار. حڪومت وارو - رتبي وارو.

- ذِيُ الحَجُ: ذ. حج جو مهينو - هجري سال جو آخري مهينو - ذُوالحج.

- ذِيُ حَيَاتُ ۽ ذِيُ حَيَاتَ: ذ. صفت. حياتيءَ وارو - زنده - ذِيُ رُوحُ.

- ذِيُ رُوحُ ۽ ذِيُ رُوحَ: ذ. صفت. روح وارو - ساهہ وارو - جاندار - زندهہ.

- ذِيُ شانُ ۽ ذِيُ شانَ: ذ. صفت. شان وارو - دٻدٻي وارو - رعبدار - ڦيڪي دار.

- ذِيُ عِزتُ: ذ. صفت. عزت وارو - آبرو وارو - مانائتو. اشراف - سکر - چڱو - خاصو - سوچارو.

- ذِيُ قَعدُ: ذ. جنگ وجدل کان پاسوڪري وهڻ جو مهينو - هجري سال جو ٻارهون مهينو - ذُوالقعد.

- ذِيُ وَقارُ ۽ ذِيُ وَقارَ: ذ. صفت. عزت وارو - معزز.

- ذِيُ هَوشُ: ذ. صفت. هوش وارو - هوشيار - سمجهو - فهيم - ذڪي - ذهين.

● ڏيابيٽسُ: ذ. (ع) بيماريءَ جو هڪ قسم – پيشاب ۾ کنڊ اچڻ جي بيماري – مٺو پيشاب.
● ڏَيلُ: ذ. [ع. ذال = هن هڪ ڏگهو جامو پاتو] دامن – ڪنارو – پالمد – پلَنڊُ. هيٺاهون حصو. (ظرف) هيٺ – هيٺان – هيٺئون – هيٺئي – هيٺ ڏنل.

# ر

ر: ث. [ع. ف] سنڌي 'الف ب' جو ٻنجويهون، عربيءَ جو ڏهون، فارسيءَ جو ٻارهون ۽ هندي 'الف ب' جو ستاويهون اکر آهي. ابجد جي حساب موجب عدد ٢٠٠.
● رابطو ۽ رابطا: ذ. [ع. رَبْطُ > رابطه] ڳانڍاپو – لاڳاپو – تعلق – واسطو.
● رابعُ: ذ. صفت [ع. اربع = چار > رابع] چوٿون.
● رابعَهُ: اسم خاص. [ع] هڪ فقيه ۽ زاهده عورت جو نالو (جا بصره شهر جي وينل هئي جنهنڪري کيس "رابعه بصري" چون).
● رابُون: ذ. مينهن جو هڪ رنگ.
● راپيلُ ۽ راپيلَ: ذ. هڪ قسم جي وَل ۽ گل جو نالو.
● راپٽو: ذ. رب جهڙي گپ – تمام نرم گپ. راپڙو – رب – رپڙو – رپڙي – چيڪ – راڦ – راڦو.
● راپڙو: ذ. رب جهڙو – پڙو – پترو – رب – نرم (ٻَتِ) هڪ قسم جي ڪڙهي جا اٽي ۽ ڏڌ مان ٺاهين (ت) – راپڙيو.
● راپڙيو: ذ. ڏسو "راپڙو".
● راتِ ۽ راتيُون: ث. [س. راتيرَ راتري = رات: پرا. رَتِ] سج لٿي کان سج اڀرڻ وارو عرصو – شب – ليل – سانجهي – سنجها. اونداهه – ڪاراڻ.
– رات اکين ۾ گذارڻُ: سڄي رات جاڳڻ – اوجاڳو ڪرڻ – سڄي رات انتظار ڪرڻ – ساري رات ننڊ نه ڪرڻ.
– راتاهو ۽ راتاها: ذ. رات وارو – شب خون. رات جي ڌَر.
– راتاهو ڏيڻُ: شب خون هڻڻ – رات جو ڌَر ڪرڻ.
– راتاهو ڏيئي وَڃَڻُ: رات جو ڌَري وڃڻ – الهو تلهو ڌري وڃڻ.
– راتاهو هڻڻُ: رات جي وقت حملو ڪرڻ – شب خون هڻڻ.
– راتِ پَڪا جَوَ گُهرڻُ: تيريءَ تي بهشت گهرڻ – ڪنهن ڪم جي اُهڇهڇ تڪميل چاهڻ. اجائي تڙ ڪرڻ.
– راتِ جو پيٽ وَڏو هُئڻُ: رات جي اونداهيءَ ۾ گهڻيون ڳالهيون لڪي وڃڻ.
– راتِ جو پَڙَهڻُ: رات جا پڇايل خيال لکڻ.
– راتِ جي مَٽا (ت): محاورو. اونداهي – اوندهه – اندارو.
– راتِ ڏينهن: ظرف. اٺئي پهر – هر وقت – هر مهل – روزانو – هميشه – سدائين.
– راتِ رَهُوءَ: ذ. هندن جي هڪ رسم (جنهن ۾ مُردي جي رَک درياءَ ۾ آڇڻ کان اڳ هڪڙي رات رکندا آهن.)

- **راتِ گَدِيل**: محاورو. صبح ٿيڻ کان اڳ وارو وقت - پوين آسَر - ڏِکي - باک ڦٽي.
- **راتِ گَدِيَلَ هَنَڻُ**: اجهان رات جي اونده هئڻ - پنيرکي جو وقت هئڻ.
- **راتوڏو**: ظرف. ڏسو "راتو واهه".
- **راتو رات**: ظرف. رات وچ ۾ - رات جي عرصي ۾ - رات گذرڻ کان اڳ ۾.
- **راتوڙو ۽ راتوڙا (ت)**: ذ. صفت. رات جو چوري مال ڪاهيندڙ.
- **راتوڪو ۽ راتوڪا**: ذ. صفت. رات وارو - (گذريل) رات جو - راتوڻو. رات جو بچيل (کاڌو) - پاروٺو.
- **راتوڪي رات**: ث. فقط هڪڙي رات - گذريل يا ايندڙ هڪڙي رات.
- **راتون رات**: ظرف. ڏسو "راتو رات".
- **راتوڻو ۽ راتوڻا**: ذ. صفت. راتوڪو - رات وارو - گذريل رات جو. پاروٺو.
- **راتو واهه**: راتو رات - رات جي وچ ۾ - رات جي پيٽ ۾ - اڌ رات جو.

● **راتيب**: ذ. [ع] هڪ ڏينهن جو کاڌو - روزينو. ورو. روز جو مقرر ٿيل کاڌو - پتڻ. گونِ (گهوڙن لاءِ) - گهوڙي جو مقرر داڻو. گاهه ۽ داڻو.

● **رانوڙ**: اسم خاص. راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو.

● **رانوڙو ۽ رانوڙ**: ذ. رانوڙ قوم جو هڪ فرد. (صفت). سگهارو - پهلوان - جانٺو - بهادر - ڏاڍو مٺو - جبرو. جنگجو.

● **راج ۽ راج**: ذ. [سن. راج > راجن = راجا] راجا - بادشاهه - حاڪمِ مُلڪ - ڏيهه - راج. حڪومت - بادشاهي - بادشاهت - راجائي. حاڪمي - اختيارات.

- **راج آستان ۽ راج آستان**: ذ. [سن. راجن + استان = جاءِ] شاهي محل - قصر سلطاني. دارالحڪومت - تخت گاهه - گاديءَ جو هنڌ - دارالسلطنت.
- **راج بنسي**: ذ. [سن. راج + ونش = گهراڻو] شاهي خاندان جو فرد. خانداني - پيڙهياڻو. راجپوتن جي هڪ قوم.
- **راج ڀنڊار**: ذ. شاهي خزانو - بيت المال.
- **راج پنگ ٿيڻ**: بادشاهي ناس ٿيڻ.
- **راج تلڪ**: ذ. [سن. راج + تلڪ = نشان] هڪ قسم جي رسم (جنهن ۾ راجا ٿيڻ يا ولي عهد ٿيڻ وقت هڪ رسم موجب پيشانيءَ تي هڪ تلڪ هڻندا آهن) - تاج پوشي.
- **راج تلڪ ڏيڻ**: گادي نشين ڪرڻ - تخت تي ويهارڻ - تاجپوشيءَ جي رسم ادا ڪرڻ.
- **راج پتي**: ذ. [سن. راج + پتي = مڙس] راجا راجڪمار.
- **راج پرجا**: ث. رعايا - رعيت.
- **راجپوت ۽ راجپوت**: ذ. [سن. راج + پوت <پتر = پٽ] راجا جو پٽ - راجا جو اولاد - راجڪمار - شهزادو. (اسم خاص) هندن جي هڪ قوم جو نالو. هڪ ذات جو نالو.
- **راجپوتانا**: اسم خاص. هندوستان جي هڪ علائقي جو نالو (جنهن ۾ راجپوتن جون ڪيتريون ئي رياستون اچي وڃن ٿيون).
- **راج دربار**: ث. [سن. راج + ف. دربار] شاهي دربار.
- **راج درشن**: ذ. [سن. راج + درشن] درباري - حاضرين - ملاقاتي.
- **راج دلارو ۽ راج دلارا**: ذ. راجڪمار - شهزادو. (ث) راج دلاري ۽ راج دلاريون.
- **راج دوار**: ذ. شاهي محلات جو ٻاهريون دروازو - باب عالي.
- **راج ڌاني**: ث. گاديءَ جو هنڌ - تخت گاهه - دارالحڪومت.
- **راج ڌرم**: ذ. [سن. راج + ڌرم = طريقو - دستور] شاهي حڪم. سرڪاري فرض.
- **راج رکشا**: ث. [سن. راج + رکشا = حفاظت - حڪومت جو بچاءُ.

- راجِسٿانُ: ذ. [سن. راج + آسٿان = جاءِ] راجپوتن جي رهڻ جو هنڌ. هندوستان جو هڪ علائقو (جنهن ۾ راجپوتن جون ڪيتريون ئي ذاتيون آباد آهن.)
- راجِسِي: ذ. صفت. راجا جو - راجا وارو - راجائي - حاڪماڻو - باد شاهي. خانداني - پيڙهيائتو - وڏگهراڻو. باد شاهي شان وڌان. سهڻو - زيبائتو.
- راج ڪُلُ: ذ. شاهي خاندان - شاهي ڪٽنب - راجائي گهراڻو.
- راجڪُمارُ ع راجڪُمارَ: ذ. [سن. راج + ڪُمار = شهزادو] راجا جو پُٽ - شهزادو. (ث) راجڪماري ع راجڪماريون.
- راج ڪَنُوَرُ: ذ. راجڪمارُ - شهزادو.
- راج ڪَوِي: ذ. درباري شاعر - شاعرن جو سرتاج.
- راج گَدِي: ث. گادي - تخت - مَسنَد.
- راج گهاتُ: ذ. بادشاهه جو قتل - بغاوت - غداري.
- راج گهتَڪُ: ذ. صفت. بادشاهه جو قاتل. غدار - باغي.
- راج گهاتِي: ذ. صفت. ڏسو ”راج گهاتڪ“.
- راج مَنٽرِي: ذ. [سن. راج + منتر = صلاح ولڻ] راجا جو صلاحڪار - وزير - وڏو وزير.
- راج وَنسِي: صفت. [سن. راج + ونش = ڪٽنب] شاهي نسل جو - شاهي گهراڻي جو - راجائي ڪٽنب جو - راج بنسي.
- راجيندَرُ: ذ. مهاراجا - شهنشاهه.
● راجا ع راجا، راجائُون: ذ. [سن. راج؛ هه. راجا] راج يا راج ڪندڙ - بادشاهه - حاڪم - رائُ - سلطان.
- راجا پرجا: ث. ڏٺي ڏوٺي - ڏٺي سائين.
- راجاپڻُ: ذ. راجائي - حاڪمي - باد شاهي.
- راجا پڻو: ذ. ڏسو ”راجاپڻُ“.
- راجا جي گهَرِ موتيَنُ جو ڪالُ آ هُئَڻُ: سڀڪجهه موجود هئڻ - ڪنهن به شيءِ جي ڪمي نه هئڻ.
- راجا ڌِراجُ: ذ. مهاراجا - شهنشاهه.
- راجا رِيٽ: ث. راجا جو رعيت تي مقرر ڪيل ڏَنُ. رسم - هلي چلي - رواج.
- راجائُو ع راجاڻا: ذ. صفت. شاهاڻو - شاهي - باد شاهي. خانداني - اميراڻو - وڏگهراڻو.
- راجائِي: ث. باد شاهي - تاجداري. سلطنت - حڪومت. (صفت) راجا جو - راجائن وارو - بادشاهي - حاڪماڻو.
● راجبيُرِي: ث. مصالحي جو هڪ قسم.
● راجِح: ذ. صفت. (ع) بهتر - غالب - فائق.
● راجِسي ع راجِسِي: ذ. صفت. [انگ. Rogers] ’راجرس‘ ولايتي ڪارخاني جو ٿهيل چاقو (جو تمام اڇو ۽ سنو سمجهيو وڃي).
● راجسيُن پوتا: اسم خاص. ٿرپارڪر ۽ حيدرآباد ضلعن ۾ رهندڙ مسلمانن جي هڪ ذات.
● راجِع: رجوع ڪندڙ. پيش ٿيندڙ اڳيان حاضر ٿيندڙ.
● راجڪرا: اسم خاص. مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو (اڪثر ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾).
● راجنپلي: اسم خاص. مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو (اڪثر جيڪب آباد ۾).
● راج هَنسُ: ذ. آبي پکيءَ جو هڪ قسم (اڇو هنج پکي، جنهن جون ٽنگون ۽ چهنب ڳاڙهي ٿئي).
● راڄُ ع راڄَ: ذ. [سن. راجن؛ پرا. راج] رعيت - رعايا - عام ماڻهو - پرجا. قوم. آبادي. بادشاهي - صاحبي - حڪومت. مُلڪ - علائقو.
- راڄاڻُ ع راڄاڻَ: ذ. راڄيو - راڄا.
”تو جو پاڻيو پانهنجو، سو ريساڻو راڄاڻُ“
(شاهه)
- راڄاڻو ع راڄاڻا: ذ. صفت. راڄوٽو - راڄ جو.
- راڄائيتو ع راڄائيتا: ذ. صفت. راڄ وارو - راجائي - شاهي.
- راڄُ پاڳُ: ذ. حڪومت - سلطنت - بادشاهي - راڄ.
راڄُ پِتَنگُ: ذ. حڪومت جي بربادي - بادشاهيءَ جو خاتمو.
- راڄ تِلَڪُ: ذ. تاجپوشيءَ جي رسم ادا ڪرڻ وقت نراڙ تي تلڪ هڻڻ.
- راڄيدارِي: ث. [سن. راڄن + ف. دارُ < داشتن = رکڻ] رعيتي راڄ - جمهوريت. راڄوٽي - راڄنيتي.

- راڄڌانيءَ: ث. گاديءَ جو هنڌ - تخت گاهه - دارالحڪومت.
- راڄ ڊروهو ۽ راڄ ڊروهَا: ذ. صفت. [سن. راجن + ڊروهه] حڪومت جو دشمن. غدار- باغي.
- راڄ ڊروهي ۽ راڄ ڊروهيءَ: ذ. صفت. ڏسو ”راڄ ڊروهو“.
- راڄ راڻي ۽ راڄ راڻيئون: ث. ملڪ- پٽ راڻي.
- راڄ راهُو ۽ راڄ راهُو: ذ. صفت. راڄ سان رهائيندڙ- صلح پسند.
- راڄ سڀا ۽ راڄ سڀائون: ث. شاهي دربار- شاهي مجلس- دربار- ڪچهري.
- راڄ ڪاڄ ۽ راڄ ڪاڄ: ذ. شاهي معاملات- سرڪاري معاملات. پنچاتي فيصلو- راڄوٽو فيصلو.
- راڄ ڪرڻ: حڪومت ڪرڻ- صاحبي ڪرڻ- بادشاهي ڪرڻ. حڪم هلائڻ. عيش ڪرڻ. آسودو رهڻ. سکيو رهڻ.
- راڄڪو: ذ. صفت. راڄ جو- حڪومت جو. راڄوٽو- پنچاتي.
- راڄ مهاڄڻ: ذ. مسلمانن ۽ هندن جي گڏيل جماعت.
- راڄنيت: ث. ملڪي قانون.
- راڄنيتي: ث. ملڪي قانون. حڪومت جو آئين. ملڪي جوڙجڪ.
- راڄ واڙو ۽ راڄ واڙا: ذ. هڪڙي راڄا جي هٺ هيٺ ملڪ، ڳوٺ يا شهر. راڄ- قوم- عوام.
- راڄوٽو ۽ راڄوٽا: ذ. صفت. راڄائي. راڄ جو- راڄ وارو. نياتي جو. پنچاتي. قومي. خانگي.
- راڄوٽي: ث. راڄ جو- نياتي- پنچاتي- راڄوٽو- برادرانو- برادريءَ جو. راڄوٽي هٿ- پنچاتي فيصلو.
- راڄي: ذ. صفت. راڄ جو- راڄوٽو. راڄوٽي. (اسم خاص) هڪ عورت جو نالو.
- راڄيو ۽ راڄيا: ذ. راڄا- حاڪم.

- راڄاري پٽ: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- راڄپر: اسم خاص. مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.
- راڄڙ ۽ راڄڙ: اسم خاص. مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.
- راڄمهلي: ث. انب جو هڪ قسم.
- راڄواهه: اسم خاص. تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- راڄڻ (ت): مصدر. راڻڻ- مڃڻ- قبولڻ- ٻاسڻ.
- راڇڻ: مصدر. خوش ٿيڻ- محبت مان رچڻ.
- راڇڻ ۽ راڇڻيون: ث. ٻيڙي- ڊونڊي.
- راڇي ۽ راڇيءَ (ت): ذ. صفت. اسباب وارو.
- راح: ث. [ع] هٿ جون تريون. شراب. خوشي- سرهائي.
- راحت ۽ راحتون: ث. [ع. روح] خوشي- سرهائي- فرحت- سک- چين.
- راحت جان: صفت. [ع. راحت + ف. جان = ساهه] دل کي آرام ڏيندڙ- دل کي خوش ڪندڙ. پيارو- محبوب.
- راحيل ۽ راحيل: ذ. صفت. [ع. رَحَلَ = هو روانو ٿيو] ڪُوچ ڪرڻ وارو- راهي ٿيندڙ- لڏيندڙ.
- راحيم ۽ راحيم: [ع. رَحمَ: هن مهرباني ڪئي] الله تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو. رحم ڪندڙ- رحيم- ٻاجهارو.
- راخال (ت): ذ. اوڌر- رڪت- قرض.
- راڌا: اسم خاص. شري ڪرشن مهراج جي هڪ گوپيءَ جو نالو.
- راڏارو ۽ راڏارا: ذ. شاديءَ وغيره جي موقعي تي رڌ پچاءَ جو ڪم ڪندڙ.
- راڏا ويڏ ۽ راڏا ويڏ: ذ. ڏڙڪو داب. دلاسو. فيصلو- ٺهراءُ- صلح.
- راڏا ويڏي: ث. (ڪنهن سودي ۾) واپاريءَ ۽ خريدار جو پاڻ ۾ ٺاهه.

- راڏا و ٻڏي ڪرڻ: ڏاهه ڪرڻ. فيصلو ڪرڻ. ٻرچاڻ ڪرڻ.
● راڏڻ: اسم خاص هڪ ذات جو نالو.
● راڏڻ ۽ راڏٿون: ث. رڏ ٻچاء- رانڏڻ- سانڃڻ. (اسم خاص) دادو ضلعي ۾ هڪ شهر ۽ ريلوي اسٽيشن جو نالو.
● راڏڻ: مصدر. ٻوڪڻ-ٻج ڇٽڻ- تخم ريزي ڪرڻ.
- راڙي (ت). ٻوڪ.
● راڙ ۽ راڙيون: ث. رڙ- دانهن- ڪوڪ- ڪوڪار (جهنگلي جانورن جي):
"راڙيون رڇن جون ٿيون، هاٻا هئل حشر" (حفيظ).
رڙيون- روڄ- (اسم خاص) کيري جي آتر ۾ هڪ پيٽ جو نالو.
- راڙ ڪرڻ: رڙيون ڪرڻ- روئڻ- روڄ راڙو ڪرڻ.
● راڙو: ذ. [هـ. راڙ = جنگ؛ سن. رات] جنگ- ويڙهه- لڙائي:
"عليءَ پٽ اميرَ، ڪندا راڙو رڪ سين" (شاهه).
روڄ- رودن.
● راڙهه: ث. ڏسو "راڙ".
● راڙهو: ذ. ڏسو "راڙو".
- راڙهو ڪرڻ: روڄ ڪرڻ- ماتم مچائڻ.
● راز ۽ راز: ذ. [ف. راز = ڳجهه] ليڪل ڳالهه- ڳجهه- ڀيد- اسرار. ليڪ. مَنجهه.
- رازدار ۽ رازدار: ذ. صفت. [ف. راز + دار، داشتن = رکڻ] راز وارو- راز کان واقف- همراز- حال محرم- حال ٻائي. دوست- همدرد.
- رازداري: راز جو ليڪ.
- رازدان ۽ رازدان: ذ. صفت. [ف. راز + دان، دانستن = ڄاڻڻ] رازدار- ڀيدي.
- راز فاش ڪرڻ: ڳجهه ظاهر ڪرڻ- ليڪل ڳالهه ظاهر ڪرڻ. راز کولڻ.
- راز محرم ۽ راز محرم: ذ. صفت. رازدار- رازدان- حال ٻائي.

- راز نياز- راز و نياز: ذ. [ف] محبت جون ڳجهيون ڳالهيون- ڳجهي رهاڻ.
- راز نياز جون ڳالهيون: محاورو. پيار ۽ قرب جون ڳالهيون.
● رازق: ذ. [ع] الله تعالىٰ جو هڪ صفاتي نالو. رزق رسائيندڙ- پالڻهار.
● رازو ۽ رازا: ذ. رازڪو ڪم ڪندڙ- ڄايون ناهيندڙ- معمار- اوساري ڪندڙ.
- رازڪو ۽ رازڪا: ذ. صفت. رازي جو (ڪم يا اوزار).
● راس، راس: صفت. [ف. راست = برابر] درست- برابر- پورو- مڪمل. صحيح. تيار.
- راس ٻاس: هم صلاح- راضي- ٺهيل. مڪمل.
- راس ڪرڻ: پورو ڪرڻ- مڪمل ڪرڻ (ڪم). نبيرڻ. پڄائڻ.
- راس هجڻ: موافق هجڻ- خوش هجڻ- راضي هجڻ. مڪمل هجڻ.
● راس ۽ راسيون: ث. [ع. رائس = رئيس = چوٽي] چوٽي. مٿو. چيڙو- پڇاڙي- بلندي- اوج. مُوڙي- پونجي. گڏ ڪري رکيل مال- ملڪيت- ميراث. علم رياضي موجب سُور ۽ وياج جي گڏيل رقم. هڪ گرهه جو نالو (جو هرهڪ برج ۾ ٽيرهن مهينا رهي ٿو). علم نجوم موجب تارن جي هڪ خاص شڪل- نکٽ- برج. جاگرافيءَ جي اصطلاح ۾ خشڪيءَ جو ڇهنبيارو حصو جو پاڻيءَ ۾ هجي. [ف] رستو- راهه. گهوڙي جي واڳ. وهٽ جي مٿي ۾ ٻڌل رسي. اها رسي، جنهن سان ناڙيءَ کي هَرَ سان ٻڌجي (ث). اها روشنيءَ جي ليڪ جا سج اُڀرڻ وقت آسمان تي ڏسجي. ٻانجاريءَ کي ٻڌڻ جي رسي (ل).
- راس الجدي: ث. جدي گهيري جو اهو ٽڪو، جتي سج ڀچڻ سان سيارو شروع ٿئي ٿو- ڏڪٽائڻ.
- راس چڪر: ذ. سج جو مدار- اهو دائرو جنهن تي ٻارهن برج آهن- طريق الشمس- سورج منڊل.

– راس ڏاري: ذ. ڪرشن مهراج جي گوپين جو ڪيل ڪندڙ.
– راسُ السّرطانِ: ث. سرطان گهيري جي اها جاءِ، جتي سج پهچڻ سان گرمي شروع ٿئي – آترائڻ.
– راسُ المّالِ: ذ. تجارت جو سرمايو – واپار جي مُوڙي. مُلڪي قرض.
– راس ليِلاَ: ث. ڪرشن مهراج جي گوپين سان رچايل راڳ ۽ ناچ جي محفل.
– راس مَنْڊَلُ: ذ. راس چڪر – برجن جو ميڙ.
– راس و ذنب: ذ. اهي ٻہ تارا، جن سبب چنڊ گرهڻ ۽ سج گرهڻ ٿيندو آهي – راهو ۽ ڪيت.
● راساڙو: ذ. اجائي بڪواس – ڊيگهہ – جهاجهہ.
● راسائُو ۽ راسائُو: صفت. رُسائُو.
● راستُ: ذ. صفت. [ف] ساڄو – سڌو – سنئون. درست – صحيح – برابر. سچو – صادق. پورو – نيڪ. موافق – سازگار. (ذ) سچ – حق.
– راست باز: ذ. صفت. [ف. راست + باز > باختن = کيڏڻ] سچو – سچ چوندڙ – صادق. ايماندار. ديانتدار. بي رياءُ.
راست بازِيُ: ث. سچائي – صداقت. ايمانداري. بي ريائي. ديانتداري.
– راستُ بِيِنُ: ذ. [ف. راست + بين > ديدن = ڏسڻ] حقيقت شناس. بي رياءُ. امين.
– راستُ سُخَنُ: ذ. صفت. [ف. راست + سخن = گفتگو] سچار – سچو. ايماندار. بي رياءُ.
– راستُ گُو: ذ. [ف. راست + گو > گفتن = ڳالهائڻ] سچو – سچ ڳالهائيندڙ. حق گو.
– راستُ گُوئِيُ: ث. سچ ڳالهائڻ. راستي – صداقت – سچ.
– راستِيُ: ث. سچائي – راست بازي – صاف گوئي – سچ – صداقت. ايمانداري.
● راسخُ: ذ. صفت. [ع] پڪو – پُختو – مضبوط – ثابت قدم.
● راسُڙو ۽ راسُڙا: ذ. هندن جي وِرن ۽ سورمن جي تعريف ۾ چيل هڪ ڊگهو نظم – راسوڙو.

● راسَڻُ: مصدر. راسيون ڪيڏڻ – سج يا چنڊ جي آيرڻ وقت اُفق سان روشنيءَ جون ڏارون نڪرڻ.
● راسُو ۽ راسُو: صفت. مڪمل – تيار – پورو.
● راسُوڙو ۽ راسُوڙا (ث): ذ. هڪ قسم جو نظم (جو ڪولهي وغيره هندوڪيو طور يا ناچ ۾ ڳائين، جنهن ۾ انهن جي وِيرن ۽ سورمن جي تعريف هجي.
● راسيِ ۽ راسِيُون: ث. سج آيرڻ يا لهڻ مهل اُفق تي روشنيءَ جو پٽو.
● راشِدُ ۽ راشِدَ: ذ. [ع. رشد] سڌريل هدايت مڃيندڙ – مذهب جو پابند – سنئين رستي تي هلندڙ. خدا پرست. نيڪ سچو.
● راشِدِي: اسم خاص. سنڌ ۾ ساداتن جو هڪ خاندان – پير صاحب پاڳاري جو خاندان.
● راشَنُ: ذ. [انگ. Ration = کاڌو] رسد – راتب. کاڌي جو مقرر اندازو – ورو. فوجي خوراڪ.
– راشن بَنْدِ: ث. راشن جو سرشتو – ملڪ ۾ ضرورت جي شين جي تقسيم.
● راشو: ذ. صفت. عام – سادو. معمولي. رواجي.
● راشِي ۽ راشِي: ذ. صفت. [ع] رشوت ڏيندڙ – عام معنيٰ ۾ رشوت وٺندڙ – رشوت خور – رشوتي.
● راضُ: ذ. [ع. رضا] خوشي – مرضي – رضامندو. مهرباني – ٻاجهہ.
– راضپو: ذ. رضامندو – خوشي – مرضي. پسندي. اختيار. راضپو.
– راضِي: ذ. صفت. [ع. رضا] خوش – سَرهو. خواهان – خواهشمند. شاڪر. آماده. تيار. چڱو ڀلو. چاق.
– راضِي بَرَضَا: صفت. رضا اِلاهي تي خوش – خدا جي حڪم تي خوش. تسليم ڪندڙ.
– راضِي ٿيڻ: رضامند ٿيڻ. خوش ٿيڻ – سرهو ٿيڻ.
– راضِيپو: رضامندو. خوشي. مرضي. آمادگي. قبوليت – مڃتا. راضپو.

- راضي ڪَرَڻُ: خوش ڪرڻ. رضامند ڪرڻ. آماده ڪرڻ. مڃائڻ- قبول ڪرائڻ.

- راضيءَ نامَو ۽ راضي نامَا: ذ. ڀاڱت ۾ ڪيل فيصلو- رضا نامو- ٺاهه- پرچاءُ- صلح نامو. اقرار نامون. قبوليت.

● راعيءَ ذ. [ع] ڌنار- ڌراڙ. بادشاهه.

● راغِبُ: ذ. [ع. رَغَبَ = مائل ڪندڙ] رغبت ڏيارينڌڙ- چاهه ڏيارينڌڙ- لاڙو رکندڙ. خواهشمند.

- راغِبُ ڪَرَڻُ: مائل ڪرڻ- متوجه ڪرڻ- رغبت ڏيارڻ.

● رافِضِيءَ: اسم خاص. [ع] سپاهين جو اهو گروهه جو پنهنجي سردار کي ڇڏي ڏئي- جنگ جمل ۾ حضرت علي جو سات ڇڏي ويندڙ جماعت- اهل شيعة جو اهو فرقو جنهن زيد بن علي بن حسين رضي الله عنهه جي هٿ تي بيعت ڪرڻ کان پوءِ چيو ته اوهين حضرت ابوبڪر صديق ۽ حضرت عمر فاروق تي تبرا ڪريو ته اسين اوهان سان سات ڏيون مگر حضرت زيد رضي الله عنه انڪار ڪيو ۽ فرمايو ته آءٌ انهن کان جو نفرت ڪريان جيڪي ثاني سائين جا مددگار تي رهيا آهن. پوءِ زيد رضي الله عنه انهن کي ڇڏي ڏنو. ان وقت کان پوءِ اهو گروهه "رافضي" سڏجڻ لڳو.

● رافِعُ: ذ. صفت. [ع] بلند ڪندڙ- مٿاهون ڪندڙ- کڻندڙ.

● راقَ: ث. مينهن جو پٽڙو چيٽو.

● راقُ ۽ راقَ: ذ. راقو- ڪَپَ- چيڪ- ڳارو.

● راقو ۽ راقا: ذ. ڳپ- ڳارو- پٽڙو ڳارو. راپڙو. مينهن جو پٽڙو چيٽو.

● راقِمُ ۽ راقِمَ: ذ. [ع] لکندڙ- ڪاتب. مصنف.

- راقِمُ الحُرُوفُ: ذ. [ع] اکر لکندڙ.

● راڪاسُ ۽ راڪاسَ: ذ. [سن. راڪشس] تمام وڏي قد بت ۽ تمام گهڻي طاقت وارو خيالي ڪردار (جو هميشه آڪاڻين ۾ اچي). ڀوت- ظالم- وحشي. خبيث- پليتُ. (ث) راڪاسياڻي ۽ راڪاسياڻيون.

- راڪاسُ گهمي وَڃڻُ: ڪوبه ماڻهو ڏسڻ ۾ نه اچڻ (شهر وغيره ۾)- ڪا پهر نه هجڻ. سُنج تي وڃڻ.

● راڪاسي ۽ راڪاسِي: ذ. صفت. راڪاس جو- راڪاس وارو.

- راڪسي ۽ راڪسِي: ذ. صفت. راڪاس جي- ديو جي.

● راڪِبُ: ذ. [ع. رڪِبَ = سوار ٿيو] سُوار- سواري ڪندڙ.

● راکو ۽ راکا: ذ. صفت. [رکڻ > راکو] رکوال- رکپال- محافظ- پهريدار- چوڪيدار- واهي. بچائيندڙ.

● راڳ ۽ راڳُ: ذ. [هه. راڳ] علم موسيقي موجب سُرن جي لاهه چاڙهه جو هڪ مقرر ماڻ. امروهي کان آروهي تائين ۽ آروهي کان امروهي تائين مقرر سُرن جي ميلاپ مان پيدا ٿيل خاص آلاپ (راڳ هنن ستن سُرن مان ٺهندو آهي: ١- سمرج ٢- رکب ٣- گنڌار ٤- مڌم ٥- پنچم ٦- ديوت ٧- نکار. هن وقت تائين سُرن جي لحاظ کان هي راڳ قائم ڪيا ويا آهن: ١- ڀيرو ٢- مالڪوس ٣- هنڊول ٣- سري راڳ ٥- ميگهه ٦- ديپڪ. راڳ جي چاٽن، هر هڪ راڳ جي ڳائڻ جو وقت ۽ موسم مقرر ڪري ڇڏيا آهن؛ جيئن ته: ڀيرو، صبح جي وقت، مالڪوس، آڌي رات تائين؛ سري راڳ، ٻن پهرن جو؛ ميگهه، شام جو؛ هنڊول، صبح جو ۽ ديپڪ شام جو ڳائجي. وري موسمن جي لحاظ کان ڀيرو، اسو ۽ ڪتي مهينن ۾؛ مالڪوس، مانگهه ۽ ڦڳڻ ۾؛ سري راڳ، ناهري ۽ پوهه ۾؛ ميگهه، ساوڻ ۽ بڊي ۾؛ هنڊول، چيٽ ۽ ويساک ۾ ۽ ديپڪ، جيٺ ۽ آکاڙ ۾)- موسيقي- سنگيت- ڳائڻ. نغمو- سُرود. ڳانو. ذڪر- بيان- قصو. جذبو- پُور- ريچڪ. مسخري. رڳڙو. ڪتراڳ.

- راڳائي ۽ راڳائيي: ذ. صفت. راڳ ڳائيندڙ- راڳي- راڳيندڙ- ڳويو.
- راڳ پڌائڻ: بهانو ڪرڻ- عذر ڏيڻ.
- راڳ ٻڌائڻ: مسخري ڪرڻ. ڪوڙ ڳالهائڻ. ٺڳي ڪرڻ- مڪر ڪرڻ.
- راڳ ڏيڻ: ڏوکو ڏيڻ- فريب ڏيڻ- ويساهڻ.
- راڳ رنگ: ذ. ڳائڻ وڄائڻ- راڳ روپ- ناچ ڳانو- کيل تماشو. عيش عشرت.
- راڳ روپ: ذ. ڳائڻ وڄائڻ. راڳ رنگ. عيش عشرت. جشن. محفل. خوشيون- مزا.
- راڳ روپ ڪرڻ: ڳائڻ وڄائڻ ڪرڻ. خوشيءَ جي مجلس ڪرڻ. ساز ۽ سرود جي محفل مچائڻ. عيش ڪرڻ.
- راڳ ڪيڏي ويهڻ: اجائي ڳالهه ڪرڻ- خواهه مخواهه ڊگهي ڳالهه ڪرڻ- بڪواس ڪرڻ.
- راڳ ڪرڻ: ڳسائڻ- ٺٺائڻ- بهالا ڪرڻ.
- راڳ مالا، راڳ مالها: ث. راڳ جي اصولن تي لکيل ڪتاب- راڳ بابت ڪتاب. ٻارن جي وندر جو هڪ ساز (ڏڪ هڻڻ سان مختلف آواز ڪيندڙ).
- راڳڻي ۽ راڳڻيون: ث. ڪنهن به راڳ جي هڪ شاخ (علم موسيقي موجب هرهڪ راڳ ڇهن راڳڻين ۾ ورهايل آهي)- راڳڻي.
- راڳڻي ۽ راڳڻيون: ث. ڏسو "راڳڻي".
- راڳ ويراڳ: ذ. ڳائڻ وڄائڻ- ڳانو بجانو.
- راڳي ۽ راڳيي: ذ. صفت. راڳائي- راڳيندڙ- ڳائڻو- ڳويو- ڪلونت.
- راڳيندو ۽ راڳيندڙ: ذ. صفت. ڳائڻو- راڳي. ڳويو.
- ● راڳڻ: مصدر. راڳو ڏيڻ- لنبڻ- ليپڻ- ڳاري جو ليو ڏيڻ.
- راڳائي ۽ راڳائيي: ذ. صفت. راڳو ڏيندڙ- ليو ڏيندڙ. (ذ) رازو (ڪ).
- راڳو ۽ راڳا: ذ. ليو- لنب- ڳاري جو استر.

● راڳهٽ (ت): ذ. ر يهٽ- دانهن.
● راڱڻ: مصدر. رنگ ۾ پسيل ڏور سان (ڪاٺ کي چيرڻ لاءِ) نشان ڪرڻ- رنگ سان ليڪا ڪڍڻ.
- راڱي ڇڏڻ: رڱي ڇڏڻ. ليڪا ڪڍڻ. خراب ڪرڻ. ڳاڙهو ڪري ڇڏڻ.
● راڱڻ ۽ راڱڻ: ذ. شينهن جو هڪ قسم.
● راڱو ۽ راڱا: ذ. [هه. رانگا] رازڪي يا واڍڪي ڪم جو اوزار. اهو ڌاڳو يا ڏورو، جو رنگ سان ٻوڙي پيٽ يا ڪاٺ تي سنوت لاءِ ليڪن ڪڍڻ ۾ ڪم اچي. ڳاڙهي رلڪ ۾ پسيل ڏور سان (ڪاٺ چيرڻ لاءِ) ڪاٺ تي ڪڍيل ليڪو- داغ- ليڪو (رنگ جو). ڪتي جو هڪ قسم (ميرانجهڙن اڇن ۽ ساڻي ليڪڙن وارو). شينهن جو قسم (پيلائي شينهن، جنهن جي بدن تي ڳاڙهي رنگ جهڙا پٽا ٿين)؛

"ٻرو ۾ ٻلائون ٻچڙيون، راڱا ڪن رهاڙ"

(حمل).

جابلو وڻ جو هڪ قسم (جنهن جو ميوو ڳاڙهو ٿئي). (صفت) رڱيندڙ.
- راڱا ڪرڻ: ليڪا وجهڻ. رڱي ڇڏڻ (گهٽي برسات ۾ وٽن تي ڳاڙها ليڪا پئجي ويندا آهن). قهر ڪرڻ- ظلم ڪرڻ- ويل وهائڻ. ڦرلٽ ڪرڻ.
● رال: ذ. هڪ قسم جو پسارڪو وکر (ڪوئنر جو هڪ قسم، جو ٽانڊي تي رکي ڌوپ واس ڏيڻ جي ڪم اچي)- ڌوپ- ريال.
● رام: اسم خاص. آڳاٽي زماني ۾ ايوڌيا جي راجا 'دسترت' جو وڏو پٽ "شري رامچندر" (جو پنهنجي زال سيتا سان گڏ چوڏهن ورهيه بنواس ويو ۽ راوڻ کي ماريائين. هندو کيس بطور اوتار پوڄيندا آهن. هندن جي عقيدي موجب رام، وشنو جو ستون روپ آهي). ترر ۾ رهندڙ راجپوتن جي هڪ ذات. (صفت) وڻندڙ- سهائيندڙ. سوهيندڙ.
- رامانندي: ذ. هندو فقيرن جو هڪ گروهه.

- رام پڄڻ: ذ. رام جي تعريف ۾ چيل گيت.
- رام پٽيءَ ۽ رام پٽيءُون: ث. ٺڳي - فريب - دولاب.
- رام رام: ذ. هندن جو سلام.
- رام رس: ذ. رام جي نالي جپڻ جو مزو. لُٽون - لمڪ.
- رام ست: ذ. رام رام.
- رام رام ٿي هلڻ: گڏجي مان ڏيڻ.
- رام ريجهائڻ: خدا کي راضي ڪرڻ.
- رام ڪهاڻي: ث. شري رامچندر جي ڪهاڻي. رامائڻ. وڏي آکاڻي - ڏکو قصو.
- رام ڪهاڻي پڌائڻ: پنهنجي باري ۾ ڪا ڏکي ڳالهه پڌائڻ.
- رام ليلا: ث. شري رامچندر جي فتحيابي ۽ لڙائيءَ جي نقل جو ناٽڪ، جو هميشه اسوءِ واري مهيني ۾ الهيءَ يادگيريءَ ۾ ڪيو ويندو آهي. دسهڙي جو ميلو.
- رام مُٽي: ث. رام جي سيڪ ۾ ماريل.
- رام لومي: ث. شري رامچندر جي جنم جو ڏينهن (چيٽ جي نائين تاريخ جا هندو ملهائيندا آهن).
- راما نهو (ت): ذ. گاهه جو هڪ قسم.
- راماڻ: ذ. گوڙ - شور - هُل - پائيتال - واويلا. روڄ راڙو - ماتم. جهيڙو. جنگ - لڙائي. راماٺو. هنبس - هنگامو.
- راماڻو ۽ راماڻا: ذ. هُل - شور - گوڙ. هنبس - هنگامو. لڙائي - جنگ. روڄ - ماتم.

"ترپارت ترنگ رڻ ۾ راماڻا ڪري"

(خليفو نبي بخش).

خوشي - مزو. ڏڻ. تماشو.
- راماڻا ڪرڻ: خوشيون ڪرڻ. مزا ماڻڻ. موجون ڪرڻ. لڙائي ڪرڻ.
- رامائڻ: اسم خاص. شري رامچندر جي احوال جو ڪتاب (جو پهريائين سنسڪرت ٻوليءَ ۾ والميڪ رشي منظوم ڪيو ۽ ان کان پوءِ تلسيداس هندي ٻوليءَ ۾ لکيو).
- رامبائيڊ: ذ. جاميٽريءَ جي اصطلاح ۾ اهو پوروچوت چوڪنڊو جنهن جا امهان سامهان پاسا ۽ آمهون سامهون ڪنڊون برابر هجن).
- رامبس: ذ. ٻوٽي جو هڪ قسم (هٿ جيترو ٿئي، منجهس سنهي ڪُٽ ٿئي، ڪُوئن مارڻ لاءِ گهرن ۾ ساڙجي ته ڪُوئن کي خارش ٿيندي ۽ مري ويندا).
- رامبس: ذ. [انگ. Rhombus] اهو چورس جنهن جا چارئي پاسا پاڻ ۾ برابر هجن ۽ آمهون سامهون ڪنڊون به پاڻ ۾ برابر هجن.
- رامتو ۽ رامتا (ڪ): ذ. ڪاري جي رڇ جو هڪ عضوو (ڪاميٽ ۾ لڳل جهنڊو جو پري کان رڇ جو نشان ڏئي).
- رامپوري ۽ رامپوري: ذ. (ڪڪڙ جو هڪ قسم جو قد جو ننڍو ۽ سهڻو ٿئي).
- رام جاڳو: اسم خاص. تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه جو نالو. هڪ مشهور درويش "رام جاڳو" جي درگاهه.
- رامچنڊائي: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.
- رامچندر: اسم خاص. قديم هندستان جي راجا دسرت جي وڏي پٽ 'رام' جو نالو جنهن کي هندو اوتار ڪري مڃيندا آهن.
- رام ڏيو: اسم خاص. هندن جي هڪ پير ۽ ذات جو نالو (اڪثر ڪراچي، حيدرآباد ۽ ٿرپارڪر ۾).
- رام رکياڻي: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.
- رامش: ث. [ف] سرهائي - خوشي. راڳ. خوشيءَ ۾ ڳائڻ.
- رامشگر: ذ. صفت. عياش. گويو.
- رامشي: ذ. گويو.
- رام ڦل: ذ. ميوي جو هڪ قسم - آمرڦل.
- رام ڪٽوري ۽ رام ڪٽوريون: ث. ٺڪر مان ٺهيل هڪ قسم جي جمني - پيالي.

● رام ڪَلِيُ: ث. هڪ راڳڻيءَ جو نالو. شاهه ڀٽائي رحمة الله عليه جي رسالي ۾ هڪ سُر جو نالو.

● راموٽيھو ۽ راموٽيھا (ٿ): ذ. رانڊيڪو.

● رانُ: صفت. [ف] هلائيندڙ. مرڪب لفظن ۾ صفاتي طور پڇاڙيءَ ۾ ڪم ايندڙ "ڪامران وغيره".

● رانَ ۽ رانُون: ث. [ف] ٽنگ جو گوڏي کان مٿيون حصو - سٿر - جوٽَ.

● رانڀاهَرُ ۽ رانڀاهَرَ: ذ. ڍڳيءَ جي رَڙِ - ڏِڪَ. سُوئر جي رڙ.

● رانڀاهڻ (ت): مصدر. سُوئر جو وڙهڻ لاءِ تيار ٿيڻ - هُڙڪڻ.

● رانپياتُ ۽ رانپياتَ: ذ. وڏي رڙ - رنڀ - دانهن - ٻُوڪَرُ. چوپائي جانور جي رنڀ (ت).

- رانپيات ڪَرَڻُ: وڏيون رڙيون ڪرڻ - رنڀون ڪرڻ.

- رانپيات هڻَڻُ: ڏسو "رانپيات ڪرڻ".

● رانڀِيَتُ ۽ رانڀِيَتَ: ذ. رنڀ - ڍِڪَ. رانپياتُ.

● رانڀِيڪو ۽ رانڀِيڪا (ڪ): ذ. رنڀ - دانهن.

● رانڀِڻُ (ت): مصدر. رنڀڻ - ڍِڪڻ.

● رانپُوٽو ۽ رانپوٽا: ذ. هٿ جي آڱرين سان جهپ هڻي روڄڻ جي حالت - جهانپوٽو. رهڙ - رهنڊ.

- رانپُوٽا هڻَڻُ: راهڙون ڏيڻ. جهانپوٽا هڻڻ.

● رانپُوڙيو ۽ رانپُوڙِيا (ڪ): ذ. رڙ - واڪو. پڪاتُ.

● رانت ۽ رانتيون (ٿ): ث. راند.

● رانتيو ۽ رانتِيا (ٿ): ذ. رانڊيڪو.

● رانٽَ: اسم خاص. تعلقي سجاول ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● رانجها: اسم خاص. مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

● رانجهاپُور: اسم خاص. تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● رانجهَڻُ: ذ. پسارڪي وکر جو هڪ قسم (لاک سان ٺاهيندا آهن، لاک جهڙو ٿئي ۽ اڪثر ونجهار ڪم آڻين). اسم خاص. رانجهو.

● رانجهُو، رانجهو: اسم خاص. پنجاب جي هڪ مشهور عشقيه قصي جو هيرو (جو تخت هزارا شهر جي رئيس جو پٽ هو. سوداگريءَ سانگي جهنگ سيال ۾ آيو. رتني ڪنيار جي ڌيءَ هيرَ ڪي ڏسي، مٿس عاشق ٿي پيو. سوداگريءَ جو سامان وڪڻي آتي ٿي مينهون چارڻ لڳو. هيرَ سائس روز ملڻ لاءِ ندي اڪري، هُن پار ويندي هئي. هڪڙيءَ رات نديءَ ۾ ٻُڏي ويئي). سنڌ ۾ مرد جو نالو. (صفت). پيارو - محبوب.

● رانجهو باگيرائي: اسم خاص. تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● رانڊِ ۽ رانڊِيُون: ث. کيل - بازي - کيڏ. روندو - وندر. تماشو. ٺينگ ٽپو. پٽي راند (جُوا). ساهه (ت). سولي ڳالهه.

- رانڊِ جهلَڻُ: راند روڪڻ. راند هارائڻ.

- رانڊِ رهڻ: راند ڪرڻ - راند ڪُڏڻ - کيڏڻ.

- رانڊِ ڙيو ۽ رانڊِ ڙيا: ذ. رانديگر. راند جوماهر.

- رانڊِ ڪُڏَڻُ: راند رهڻ - راند کيڏڻ.

- رانڊِ ڪَرَڻُ: کيڏڻ. وندرڻ. روندو ڪرڻ.

- رانڊِ کٽَڻُ: بازي کٽڻ. آگ ڏيڻ.

- رانڊِ کٽَڻُ: بازي جيتڻ - ميل مارڻ. راند کٽڻ.

- رانڊِ کيڏڻ: راند رهڻ - راند ڪُڏڻ.

- رانڊِ لَڳائِڻُ (ت): راند ڪرڻ. مسخري مچائڻ. بهانو ڪرڻ.

- رانڊِ وِجهَڻُ (ت): راند جي اصطلاح ۾ گيچن ڳائڻ جي خيال کان زناني محفل ڪوٺائڻ. مسخري وجهڻ. ڌمچر مچائڻ.

- رانڊِ پُڪَرِ (ت): ث. صفت. ڳائڻ وڄائڻ ۾ برک عورت - راند وجهندڙ (زال).

- رانڊِ پُڪَرُ ۽ رانڊِ پُڪَرَ: ذ. صفت. راند پکر.

- رانڊِيڪو ۽ رانڊ پُڪا: ذ. راند رهڻ جي شيءِ (جنهن سان ٻار رانده رهن يا وندرن) - کيڏ ونو طوق ٻتلو.

- رانديڪو تيي رهڻ: مڪمل تابعدار ٿي گذارڻ. حڪم جو بندو ٿي رهڻ - طوق پيتلو ٿي رهڻ.
- رانديڪر ۽ رانديڪر: ذ. صفت. راند ڪيندڙ - ڪيڏاري - رانديڪر. بازيگر - مداري.
● راندڙيون: ث. عورتن جي ڳائڻ جو قسم.
● رانده: صفت. [ف] نڪتل - تڙيل - لوڌيل.
- رانده درگاه: صفت. دربار مان تڙيل. درگاهه الاهي مان لوڌيل. ملعون.
● راندُ ۽ راندون: ث. جهڳڙو - بکيڙو - ٽنٽو - فساد - ڦِڏو.
● رانڌائو ۽ رانڌاوا، رانڌائو (ت): ذ. صفت. [رڌڻ >رنڌڻ >رانڌائو] رڌيندڙ - رانڌو - بورچي.
● رانڌو ۽ رانڌا (ت): ذ. بورچي - رڌيندڙ - راڌائو.
● راندي ۽ رانديون (ت): ث. صفت. ڪراڙي - پوڙهي.
● رانڪ ۽ رانڪون: ث. قبر جي مٿان اڏيل قبو - مقبرو.
● رانڪ ۽ رانڪون (ٿ): ث. اها ٻني جا ڏکي ڳهٽي هجي ۽ ويڪر ۾ سوڙهي هجي.
● رانگا ٽيڱا ڪرڻ (ل): ڪوتنات ڪرڻ - ٽاڻائڻ - هڪ جي ٻي ڪرڻ.
● رانگڙ ۽ رانگڙ (ٿ): ذ. صفت. پهلوان - بهادر - دلير.
● رانگيڙي (ت): ث. ڇيڏي پوڪل ڪٺڪ.
● رانگيي: ذ. ٿرپارڪر ضلعي ۾ رهندڙ مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.
● رانو (ت): ذ. مهاڻن جي اصطلاح ۾ چاريءَ جي هيٺين آڪن ۾ ڦاسائڻ جي لوڙي - رانءُ.
● رانوتيي: اسم خاص. تعلقي ڦنبر ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● رانوس، رانوس چيري (ڪ): ث. ساموندي مڇيءَ جو هڪ قسم.
● رانوڪ: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● رانول ۽ رانول: ذ. دوست - محبوب - پرين.

- رانول ديس: ذ. پرينءَ جو ملڪ.
● رانوليي: اسم خاص. تعلقي آباوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● رانهان: ذ. هڪ قسم جو اناج - چؤنرا.
● رانءُ ۽ رانئون (ڪ): ذ. [پرا. راءُ] رڇ جو هڪ عضوو - چاريءَ کي پاسن کان جهلي بيهڻ لاءِ آن جي آڪن ۾ وڌل ٽُلهو رسو - رانو.
● رانٽيي ۽ رانٽيون: ث. ننڍو تنبو.
● رانڻ: مصدر. ڪنهن خوشيءَ جي موقعي تي ماڻهن جي مٿان رنگ هاري ڏڻ ملهائڻ. رڱڻ. ڳاڙهو ڪرڻ. خوشي ڪرڻ. خوش ڪرڻ - راضي ڪرڻ - ريجهائڻ. سينگارڻ. هار سينگار ڪرائڻ.
● رانڻين جهائيڻ (رانءِ جهانءِ) ڪرڻ: گهرو ڪم ڪار ڪرڻ.
● رانڻيون لاهڻ (ڪ): مورا وڍڻ - جهنگ هٽڻ - جهنگ ڪپڻ.
● راڻ ۽ راڻ (ڪ): ذ. راڻو - راجا - راءِ: "مٿي راڻ ڪان جيڻرو ڪانءُ پلو" (چوٽي).
● راڻا: اسم خاص. راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو.
● راڻارو: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● راڻاسر (ٿ): اسم خاص. ننگر پارڪر جي پرسان هڪ تلاءَ جو نالو.
● راڻا واءِ: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● راڻاهه: اسم خاص. تعلقي ميرواهه ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● راڻاهو: اسم خاص. تعلقي ڪپري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● راڻڪ ڏهر: اسم خاص. تعلقي ڪپري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● راڻڪ ڏيو: اسم خاص. راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو.
● راڻڻ: مصدر. راڻيندڙ. ڏتارڻ. گمراهه ڪرڻ.
"حق پاڪ امن ڏي هاٿي،
شيطان شقي تو راڻي."

● راڻو ع راڻا: ذ. [پرا. راڻ: هہ. رانا] ننڍو راجا. ننڍڙي علائقي جو والي. جاگيردار. راجپوت راجائن جو لقب. (اسم خاص) سومرا گهراڻي جي پوئين حاڪم همير سومري جو مينڌري نالي هڪ وزير (جو ذات جو "سوڍو" هو; مومل ۽ راڻي جي مشهور عشقيہ قصي جو هيرو).
● راڻو: اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● راڻو ٻنڌُ (ت): ذ. ڀرت جو هڪ قسم.
● راڻو راهڻُ: اسم خاص. تعلقي آوٻاوڙي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● راڻونا: اسم خاص. ضلعي ٿرپارڪر ۾ مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.
● راڻي ع راڻيون: ث. [هہ. راني] بادشاهہ جي زال - ملڪہ. هندو عورتن جي نالي پٺيان خطاب طور ڪم ايندڙ لفظ. مسلمان عورت جو نالو.
راڻي جو ٿانُ: اسم خاص. تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● راڻيڊتر: اسم خاص. ٿرپارڪر ۾ رهندڙ راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو.
● راڻي هار: اسم خاص. تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● راوُ ع راوَ: ذ. [هہ] شهزادو راجڪمار. رائُ - راجا.
● راوانُ: ذ. صفت. [ف] موڪرو - ڪشادو - ويڪرو.
● راوتُ سَرُ: اسم خاص. تعلقي ڇاڇري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● راوُٽيُ ع راوُٽيون: ث. راوٽي - لسنيڊو تنبو.
● راوَرُ: ث. ڍل - رائر.
● راوِرو ع راوِرا (ل): ذ. صفت. بنا ڪنهن روڪ جي - ڇوٽ - ڇڙواڳ.
● راوَڙَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● راوِڙو ع راوِڙا: (ت) ذ. صفت. تيز - سخت. بهادر. چالاڪ.

● راوَلُ ع راوَلَ: ذ. [سن. راجن = راجا] شهزادو. حاڪم. سردار. راڄا - رائُ. جوڌو - جهونجهار - بهادر. ساڄن - پرين - دلبر - محبوب - معشوق. (اسم خاص).
- راوَل ديسُ: ذ. محبوب جو ملڪ. هندن جي عقيدي موجب عالم ارواح.
● راوليا: ذ. هڪ ذات جو نالو.
● راوَڻُ: اسم خاص. [سن] آڳاٽي زماني ۾ لنڪا جو هڪ حاڪم، جنهن شري رامچندر جي زال سيتا کي زوريءَ کڻي ويو هو ۽ ٻارهن مهينن کان پوءِ رامچندر، راوڻ کي ماري، سيتا کي آزاد ڪيو.
● راوِيُ ع راوِيُ: ذ. صفت. ڏنل يا ٻڌل - بيان ڪندڙ - مقصد ٻڌائيندڙ.
● راوِيُ: اسم خاص. سنڌو نديءَ کي ڀرتي ڪندڙ هڪ شاخ جو نالو (جا پنجاب ۾ آهي).
● راهَہ ع راهون: ث. [ف] رستو - سڙڪ - واٽ - دڳ - لنگهہ. ريت - طريقو.
- راهبرُ: ذ. صفت. [ف. راهہ + بر > بردن = کڻي وڃڻ] رستو ڏيکاريندڙ - واٽ ٻڌائيندڙ - سونهون - رهبر - رهنما.
- راهبرِيُ: ث. رهبري - سونهپ - اڳواڻي.
- راهَہ تَڪَڻُ: واٽ ڏسڻ - انتظار ڪرڻ.
- راهَہ تي آڻڻُ: گمراهہ کي صحيح واٽ تي آڻڻ - سڌارڻ.
- راهَہ تي اچڻُ: سنئين رستي تي اچڻ - سڌرڻ.
- راهَہ پيدا ڪَرَڻُ: رستو کولي ڪيڻ. طريقو کولي لهڻ.
- راهِ خدا: الله جي راهہ ۾ - خدا جي واٽ ۾.
- راهَہ خرچُ: ذ. رستي جو خرچ - مسافريءَ جو خرچ پکو. سفر خرچ.
- راهدارُ ع راهدارَ: ذ. [ف. راهہ + دار > داشتن = رکڻ] رستي جو نگهبان - رستي جو محصول وصول ڪندڙ. ڌاڙيل - رهزن (ت).
- راهيداريُ ع راهيداريون: ث. رستي تان لنگهڻ جو پروانو. ڪنهن عملدار جو لکيل پروانو

(جنهن جي آڌار تي رستي تان لنگهندڙ مال کي
کو به ٻيو عملدار روڪ نه ڪري).
— راههَ ڏِسَڻُ: رستو ڏسڻ — واٽ نهارڻ — انتظار
ڪرڻ.
— راههَ ڏِيکارَڻُ: رستو ڏيکارڻ — سڌيءَ راهه
تي آڻڻ. سونهپ ڪرڻ. رهبري ڪرڻ.
— راههَ رَدُ ڪَرَڻُ: رستو بند ڪرڻ — واهه
بند ڪرڻ.
— راههَ رَسمَ: ث. [ف. راهه + رسم] رسم رواج —
هلي چلي. دعا سلام.
— راههِ رَسُولُ: نبيءَ جي نالي — رسُول جي
صدقي.
— راهَروُ: ذ. صفت. [ف. راهه + رو > رفتن
= هلڻ] مسافر — راهي — پانڌي — راهگير —
واٽهڙو.
— راههَ رِيتِ: ث. [ف. راهه + ريت = لمولو]
رسم رواج — هلي چلي.
— راهزَنُ + راهزَنَ: ذ. صفت. [ف. راهه +
زن > زدن = هڻڻ] رستي تي ڦر ڪندڙ — ڦورو —
ڌاڙيل.
— راهزَنِيُ: ث. رستي تان ڦر — ڦر لٽَ.
— راههَ ڪَڍَڻُ: رستو ڳولي ڪڍڻ — تدبير
ڪرڻ.
— راهگُذَرُ: ذ. [ف. راهه + گذر > گذشتن =
لنگهڻ] لنگهه — رستو — واٽ.
— راهه گُناهه: ظرف. هروڀرو — خواه مخواه —
دادي نه ايستادي — نه ڏيٺي نه وٺي — بي گناهه —
بنا سبب جي.
— راهگيرُ: ذ. صفت. [ف. راهه + گير >
گرفتن = وٺڻ] واٽهڙو — مسافر.
— راههَ لائِڻُ: ڏگ لائڻ — رستو پڌائڻ —
رهنمائي ڪرڻ.
— راهه ۾ رَسَڻُ: اوکيءَ ۾ مدد ڪرڻ — همراهه
ٿيڻ — مدد ڪرڻ.
— راهمارُ: ذ. صفت. ڦورو — رهزن.
— راهمارِيُ: ث. ڦر — رهزني.

— راهه مُسافِرُ: ذ. صفت. [ف. راهه + ع.
مسافر] واٽ ويندڙ — واٽهڙو — مسافر — راهگير:
"راهه مسافر سيڪو، ڪونه ڏنوسين هٿ ڏيهي"
(شاهه).
— راههَ ميلَڻُ: رستو ملڻ — گس ملڻ — واٽ
هٿ اچڻ.
— راههِ نِجاتِ: ث. [ف. راهه + ع. نجات]
بخشش جو رستو — ڇوٽڪاري جو ذريعو.
— راهنُما: ذ. [ف. راهه + نما > نمودن =
ڏيکارڻ] رستو ڏيکاريندڙ — رهبر — رهنما. اڳواڻ.
— راهنُمائِيُ: ث. رهنمائي — رهبري — سونهپ.
اڳوائي.
— راهوارُ: ذ. [ف] گهوڙي جو هڪ قسم —
تازي گهوڙو. جنگي گهوڙو.
— راهوارِيُ: ث. گهوڙي جو هڪ پنڌ.
— راههَ وَٺَڻُ: گس وٺڻ — رستو وٺڻ — روانو ٿيڻ.
— راهُون رَدِ: صفت. سڀني پاسن کان نا اميد —
جتان ڪٿان ٽٽل. نڪمو. نياڳو.
— راهُون رَدِ ٿِيَڻُ: هر طرف کان نااميد ٿيڻ.
— راهُون رَدِ ڪَرَڻُ: سڀ واهون بند ڪرڻ —
هر طرف کان نااميد ڪرڻ.
— راههَ وِيندُو ۽ راههَ وِيندا: ذ. صفت.
واٽ ويندڙ — مسافر — واٽهڙو. بي گناهه — بي ڏوهي.
— راههَ وِيندُو ڦاسَڻُ: بي گناهه ڦاسڻ —
بي ڏوهي جهلجڻ.
— راههَ وِينديُ: ظرف. ناحق — بي ڏوهي —
نه ڏيٺي نه وٺي — خواه مخواه — بي سبب.
— راهيُ ۽ راهِيُ: ذ. صفت. واٽهڙو — واٽ
ويندڙ — مُسافر.
— راهِيُ ٿِيَڻُ: روانو ٿيڻ — پنڌ پوڻ — آسهڻ —
وڃڻ.
● راهه: ث. ڳاهيل انَّ جو ڍِڳُ (جو اجا
ڪري ۾ پيل هجي ۽ ٻٽي ٿيل نه هجي) — صاف
ٿيل انَّ — ڪري ۾ پيل انَّ. پوک — آبادي.
— راههِ تانُ ڪَکَ لاهڻُ: راز ظاهر ڪرڻ —
ڳجهه کولڻ.

● راهِبُ ۽ راهِبَ ذ. صفت. [ع] دنيا کي ترڪ ڪري گوشہ نشين ٿي الله جي عبادت ۾ مشغول رهندڙ- گوشہ نشين- تارڪالدنيا. زاهد. ديول (عيسائين جي عبادت گاهہ) ۾ ويهي عبادت ڪندڙ (جنهن پنهنجي سڄي عمر ديول جي خدمت ۾ وقف ڪري ڇڏي هجي).

● راهَڙَ: اسم خاص. مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو. پرت جو هڪ قسم.

● راهَڙَ ۽ راهَڙون (ت): ث. وڏي رڙ- دانهن- ڪُوڪَ.

● راهَڪُ ۽ راهَڪَ (ت): ذ. صفت. [سن. راڌ = راهڻ، پوکڻ] راهي ڪندڙ- پوک ڪندڙ- هاري- ڪڙمي- آباد گار.

- راهَڪِيُ ۽ راهَڪِيُون: ث. پوک جو ڌندو- ڪڙمت- هارپو- آبادي- کيتي.

- راهڪِيُ ڪَرَڻُ (ت): پوک ڪرڻ- پني پارو ڪرڻ- آبادي ڪرڻ- هارپو ڪرڻ.

- راهِڪِيُ: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● راهمَا: اسم خاص. ٿرپارڪر ۾ مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

● راهَمورُ: اسم خاص. تعلقي عمر ڪوٽ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● راهِمونُ: اسم خاص. ٿرپارڪر ۾ مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

● راهِنُ راهِنَ: ذ. صفت. [ع. رَهَنَ = گروي رکڻ] ڪا مقرر رقم وياج طور وٺڻ جي شرط تي اُڌاري طور رقم ڏيندڙ- گروي رکندڙ. وياج خور. وياج تي پئسا وٺندڙ.

● راهِڻُ: مصدر. رهائڻ- نباهڻ- وفا ڪرڻ. ترسائڻ- ٽِڪائڻ. پُٽي ڇڏڻ. پوکڻ- پوک ڪرڻ.

● راهُو: ذ. [پرا. راهُہ؛ سن. راهہ] هندو فلسفي موجب اهو ديوتا جو سج ۽ چنڊ کي جهلي گرهڻ ڪرائي (هندن جو عقيدو آهي تہ اهو ديوتا سج يا چنڊ کي جڏهن ڳيهي ٿو تڏهن گرهڻ ٿئي ٿو). هڪ لکٽ جو نالو- ذَنَبُ [ع]. هڪ تاري جو نالو. (اسم خاص) هالا ۽ سڪرنڊ تعلقن ۾ ديهن جو نالو. مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

● راهُو ۽ راها: ذ. صفت. رهاڪو- رهواسي "نہ ڏسجي راهہ رائي ۾- هتا هو روهہ جا راها" (احمد ملاح).

● راهُو ۽ راهُو: ذ. صفت. رهائيءَ وارو- هلندي پڄنديءَ وارو- سڀ ڪنهن سان رس رهاڻ سان هلندڙ. راڄ سان رهائيندڙ (چڱو مڙس) رهاڪو- رهندڙ.

● راهيوائي (ت): اسم خاص. مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

● راهُوٺ: اسم خاص. تعلقي ميرپور بٺوري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● راهُوجا: اسم خاص. مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو. سکر، شڪارپور، خيرپور ناٿن شاهہ ۽ رتيديري تعلقن ۾ ديهن جو نالو.

● راهُوڪيڙا (ڪب): اسم خاص. مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

راهُوڪِي: هالا ۽ حيدرآباد تعلقن ۾ ديهہ جو نالو. هڪ ريلوي اسٽيشن جو نالو.

● راهُوم: اسم خاص. بگٽي بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو.

● راهُونڊ: اسم خاص. هالا شهر کان هڪ ميل اوپر طرف هڪ تڪيو (جتي مخدوم امين محمد پڪا اڏي وڃي زهد ۽ عبادت ڪئي. انهيءَ تڪيي کي پڪا بہ سڏيندا آهن).

● راهُونڊڙو: اسم خاص. تعلقي ڪپري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● راهُوٺِي (ث): ث. رهائي- رسائي- هلندي- رسوخ- پهچ. مهرباني- ٿورو- احسان.

● راهيجا: اسم خاص. بگٽي بلوچن جو هڪ قبيلو. مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

● راهيِرُ: اسم خاص. تعلقي ڪوٽڙي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● راهہ: ث. رايو – رٿ – تجويز. مشورو – صلاح. خيال – مرضي – خواهش. ٻترائين زمين.
– راهہ ڏيڻ: صلاح ڏيڻ – مشورو ڏيڻ. تجويز ٻڌائڻ – انڪل ٻڌائڻ.
– راهہ وٺڻ: صلاح وٺڻ – مشورو وٺڻ.
● راءِ: ذ. ڏسو ”راءُ“.
● راءُ ۽ راءِ: ذ. [پرا. رائا؛ سن. راجن، راجا] راجا – حاڪم. هندو حاڪمن جي نالي پٺيان ڪم ايندڙ لفظ – معزز هندو کي سرڪار طرفان مليل خطاب ”راءِ بهادر“.
● رائيتو ۽ رائيتا: ذ. [هہ] ڏڌ ۽ مصالحي مان ٺهيل هڪ قسم جي ڪڙهي.
● رائيٽ: صفت. [انگ. Right] صحيح – دوست – برابر.
● رائيج: صفت. [ع] هلندڙ – جاري – مروج – چالو. رسمي – دستوري. معمولي – عام.
– رائيج الوقت: صفت. هلندڙ وقت جو – مروج – چالو – رواج ۾.
– رائيج ٿيڻ: رواج ۾ اچڻ – چالو ٿيڻ – مروج ٿيڻ.
● رائيج ڪرڻ: رواج ۾ آڻڻ – عمل ۾ آڻڻ.
● رائير، رائر: ذ. ڏنڊ – ڏل – سُنگ اهو محصول، جو بادشاهہ پنهنجي تابع مُلڪن يا سردارن کان وٺي
”نڪا جهل نہ پل، نڪو رائر ڏيهہ ۾“
(شاهہ).
سمنڊ – بحر.
– رائيرو، رائرو: ذ. صفت. محصول جوگو.
● رائيفل ۽ رائيفلون: ث. [انگ. Rifle] بندوق جو هڪ قسم.
● رائڪ: پيٽ شاهہ ويجهو هڪ مڪان جو نالو.
● رائيڪو (ٿ): ذ. ٿرپارڪر ۾ چوپائي مال جي سڃاڻپ جو هڪ خاص نشان.
● رائيگان: ذ. صفت. [ف. رايگان] رستي ۾ ڪِري پيل (شي) – وڃايل – اجايو – مفت ۾ – ضايع.
– رائيگان ٿيڻ: ضايع ٿيڻ: برباد ٿيڻ. اجايو وڃڻ – بي فائدو وڃڻ.
– رائيگان ڪرڻ: برباد ڪرڻ – ضايع ڪرڻ.
● رائيل ۽ رائيلون: ث. ڪُونج
”رائيل رهي نہ روهہ ري، توڙي هجي ٻرلوءِ“
(راهل).
● رائيلو: اسم خاص. تعلقي ڪوٽڙي ۾ هڪ ديهہ ۽ ڳوٺ جو نالو.
● رائيلي: اسم خاص. ٿر ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو.
● رائيملائي: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات.
● رائين (ڪ): ث. چارَ جي ڪنارين واري ٿلهي رسي.
● رائڻ: [سن. رَنجن] ٻرچائڻ – ريجهائڻ – راضي ڪرڻ – خوش ڪرڻ. ڳائڻ (ت)؛
”ويٺي رااول رائيان، جوڳي اندر جيءَ“
(دلپت).
● رائو: ذ. [سن. ريتم = واري] تمام سنهي ريتي. واري. ڪَڪري. هوا ۾ اڏامندڙ ميٽي
”رائي ٻج مَ رَلي، رڙهہ روحاني سمئي“
(شاهہ).
– رائو ڪرڻ: خراب ڳالهائڻ – بد الفاظ چوڻ.
– رائو ڏيڻ (ڪ. ڪڇ): دانهن ڏيڻ. ڪنهن بہ ڳالهہ جو روبرو مقابلو ڪرڻ – دوبدو ٿيڻ.
● رائوڙ: اسم خاص. ٿرپارڪر ۾ رهندڙ راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو.
● رائون (ل): ذ. چوپائي مال جو هڪ رنگ – مينهن جو هڪ خاص رنگ، جو ڀورانجهڙو هجي.
● رائي: ث. ٻوڙ وغيره (خاص ڪري دال) ۾ گيهہ ۾ ٺهڪايل ٿُوم وجهي ڏنل داغ. ريتي يا واريءَ جو دائو. تيلي ٻج جو هڪ قسم – آهُر.
– رائي ڏيڻ: گيهہ يا تيل ۾ ٿُوم وجهي دال کي داغ ڏيڻ. مشهوري ڏيڻ – نالو ڪرڻ (ت). بدنام ڪرڻ. وڏائي ڪرڻ (ڳالهہ ۾).
– رائي ڪرڻ (ت): بي انصافي ڪرڻ. ٻاسو وٺڻ – رياءُ ڪرڻ.
● رائيٽو (ٿ): ذ. صفت. جنهن ۾ مصالحو وجهي، گيهہ جو داغ ڏيئي ٺاهيل ڪڙهي.

● رائيمٽ (ک): ث. ريتيءَ واري زمين - ريتائين زمين.
● رائين (ک): ث. گاهہ جو هڪ قسم - ٻوٿائي - ٻوٿاڙي. (اسم خاص) شاهبندر، ماتلي ۽ ٽنڊي محمد خان تعلقن ۾ ديهہ جو نالو.
● راياسو (ت): ذ. صفت. واري ياسو.
● رايگان: ذ. [ف] ڏسو "رائگان".
● رايو ع رايا: ذ. [ف. راي>رائي = ويچار، نظر يو رکڻ] راءِ - خيال - مرضي - رٿ. فيصلو. صلاح.
- رايو رکڻ: لحاظ ڪرڻ - پاسخاطري ڪرڻ - پاسو وٺڻ.
● رَبُّ: اسم صفاتي. [ع] پالڻهار - پروردگار - رزاق - ڌڻي تعاليٰ.
- ربُّ العالمين: [ع] سڀني جهانن جو پاليندڙ - ڪُل ڪائنات جو پروردگار - الله تعاليٰ.
- رَبّاني: صفت. ربّ تعاليٰ جو - الاهي - خدائي. ربّ ڏانهن مائل. (اسم خاص) سنڌ جي هڪ مشهور ديني عالم "مولوي عبدالحق رباني" جو لقب.
- رَبّ کي پهچڻ: مري وڃڻ - وفات ڪرڻ.
- رَبّنا: ندا. اي اسان جا پروردگار! اي اسان جا ڌڻي!
- رَبُوبيت: ث. ربّ جي صفت. خدائي - الوهيت. خدا جي ڪل ڪائنات.
- رَبّي امر: خدائي حڪم - خدائي فرض. موت جو سڏ - انتقال.
● رُبُّ: ث. [ع] رَس - شربت. ڪڙهيل عرق. ميوي وغيره خصوصاً ڏاڙهونءَ جو ڪڙهيل گهاٽو رَس - چاش. پت - قوام. پڪو ٿيل شربت "رُبّ سوس، رُبّ انار" وغيره.
- رُبّ انار: ذ. ڏاڙهونءَ جو شربت.
- رُبّ سوس: ذ. ٻارڪي وَکر جو هڪ قسم (جو مٺي ڪاٺيءَ جي عرق مان ٺهي) - مٺي ڪاٺيءَ جو عرق.
● رُبا: صفت. [ف. رَبودَن = ڦُرڻ] ڦريندڙ - کسيندڙ. مرڪب لفظن جي آخر ۾ صفاتي ٻجاڙي طور ڪم ايندڙ "آهن رُبا، دلرُبا" وغيره.
● رَباب ع رَباب: ذ. [ع] هڪ قسم جو ساز (طنبوري جهڙو ۽ منجهس چار تارون ٿين، مگر لس پيلي ۽ ڪي ڏانهن رباب پنجن تارن وارو ٿئي). (ڪناية) راڳ. ميڄيءَ جو هڪ قسم، منگرو.
- رَبابي: ذ. صفت. رباب وڄائيندڙ - ڳائڻو. هڪ قوم جو نالو.
● رُباعي ع رُباعيون: ث. [ع. رُبع = چوٿون] هڪ قسم جو چئن مصرعن جو بيت (جنهن ۾ پهرين، ٻي ۽ چوٿين مصرع هم قافيه هجي).
● رَبط ع رَبط: ذ. [ع] ڳانڍاپو - لاڳاپو. ميلاپ. محبت. دوستي. سلسلو.
- رَبط ضَبط: ذ. ميل ميلاپ - ميل جول. ضابطو - انتظام. توازن.
● رُبع: ذ. [ع] چوٿون. چوٿون حصو - چوٿين پتي - چوٿو.
- رُبع مَسڪُون: ذ. [ع. ربع + مسڪون > سَڪَنَ = هو رهيو] دنيا جو آباد ٿيل چوٿون حصو. دنيا - جهان.
● رَبُود: ظرف. [ف. ربودن = ڦُرڻ] ڦُريل - کسيل. ڇڪيل. هيرايل - پاليل.
● رَبِيعُ: ذ. [ع] بهار جي موسم. بهار جو فصل. بهار ۾ لٿل اناج. زراعت جي اصطلاح ۾ هڪ موسم ۽ ان موسم ۾ ٿيندڙ فصل (جو آڪٽوبر ۽ نومبر ۾ پوکجي ۽ مارچ ۾ لُڻجي. هن فصل ۾ ڪڻڪ، سرهه، ڄانبو وغيره ٿئي) - چيٽ.
- رَبيعُ الاوّل: ذ. هجري سال جو ٽيون مهينو - عرس وارو مهينو.
- رَبيعُ الآخر، رَبيعُ الثاني: ذ. هجري سال جو چوٿون مهينو - يارهينءَ وارو مهينو.
- رَبيعُ لَہٗ خَرِيفُ هُئَڻُ: ڪو به واسطو نہ هئڻ - ڪجهہ بہ نہ ٿيڻ.

● رَبيڻَ ع رَبيڻُون: ث. [انگ. Ribbin] سوٽي يا ريشمي ڪپڙي جي رنگين پٽي (جا زالون وارن ۾ ٻڌن يا ڪپڙي تي سونهن خاطر هڻن). ورن وڪڙن واري پٽي (جا مرد شلوار جي پانچن تي هڻائين).

● رَبيڻَ: ث. [سن. رو + 'اين' ٻجاڙي] سج "تلنگ تليهر تيڻَ، وڌ سورج ڪان سهٽا پرين، ڪٿن ليڻ خمار مان، متي ليـن نڪيين، سَهه ڳيچي، ڪَت ڪيسري، اهڙي رؤ ۽ رَبينَ" (عارف شاهه).

● رَبَ ع رَبُون: ث. چانورن، ڪڻڪ، جُوئر ٻاجهري يا ڪنهن ٻئي انّ جو رڌل ڏارو. تمام پتڙو پٽ. گهٽي پاڻيءَ وارو پٽ. پيچي - پيچ - اچَ - آشَ. (صفت) تمام نرم - پتڙو - ڪنئرو.

- رَبَ پيچَ: ث. سادو ڪاڌو. غريباڻو ڪاڌو.

- رَبَ رونيلو ڪائڻُ: سادو ڪاڌو ڪائڻ - غريبيءَ ۾ گذارڻ - دال ماني ڪائڻ.

- رَبَ روتو (ٿ): ذ. سهپشوري قوم ۾ ڪنوار پتن کي ڪارايل آخرين ويلو.

● رَباري (ٿ): اسم خاص. ٿر پارڪر ۾ هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● رَبارِيو: اسم خاص. تعلقي عموڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● رِبَڙُ: ذ. [انگ. Rubber] هڪ خاص قسم جي وڻ جو رَس (جنهن کي سڪائي ان مان ڪيترن قسمن جون شيون ٺاهيندا آهن).

● رَبيڙي ع رَبيڙِيُون: ث. مٺائيءَ جو هڪ قسم (جا کير ۽ کنڊ کي ڪاڙهي، مائي وانگر پتڙو ٺاهين). کيرڻي. اٽي ۽ جهڻ مان ٺهيل هڪ قسم جو ڪاڌو (ٿ).

● رِبِسڙِ (ٿ): ث. گهاٽي پاڻيٺ (رب وغيره).

● رَبَل ع رِبَلُون (ت): ث. ٻُراٽي ۽ ڪتل ولبي.

● رِبَڻُ: مصدر. بي معنيٰ ڳالهائڻ - اجايو ڳالهائڻ. بَڪڻ. وقلڻ. ٻاتو ڳالهائڻ. ذري ذري چوڻ. جهيڙو ڪرڻ (ت).

- رِبَ ع رِبُون: ث. بڪ بڪ - لپاڙ - ٻاڙ. بَڪ بَڪ - بڪواس - لپ لپ. چيچلو ڳالهائڻ - ٻاتائڻ - هَڪڙائڻ. (صفت) بڪوامي - لپڙاتي - ڳالهر - ٻاڙي.

- رِب رِب ڪَرڻ (ت): بَڪڻ - ٻيڻ - وِلڏڻ - ناراضپو ڏيکارڻ - ناراض ٿيڻ - راج ٿيڻ - غصو ڪرڻ - ڪاوڙ ڪرڻ.

- رِبَڪو ع رِبَڪو - رِبَڪا: ذ. ڪلڪل - وِلڏ - چؤ چؤ - کِٽو - وِلڏڪو - ڏاڙو - ڪيرڪير - ڪيروڙ - گهيي.

- رِبٽو ع رِبٽا: ذ. صفت. ڪيٽرُ - تيسيو - رِب رِب ڪندڙ - ڪيروڙي - وِلڏو - گهي خور - ڪيرڪريو.

● رِبَ (ٿ): ظرف - وِڪ وِڪ - پيرُ پيرُ - قدم قدم - آهستي - هري - هوريان - هورڙيان (ت). انڊي وِڪ - لنڊو قدم - ننڊي پيرالکهه.

● رَبِڻُ: ذ. [سن. رَو + ان = ٻجاڙي] - سج "پيڪ، پدمين، پليوري، ٽي هيرن حال هلي رانگ رين جو روپ سان، ڪيو ماٺ منٺ ملي (ڪنيار).

● رُبِڻُ: مصدر. رُنبڻ - مشغول ٿيڻ - لڳڻ (ڪم ۾).

- رُبائِڻُ: مصدر. "رُبڻ" مان متعدي بالواسطه. رُنبائڻ - مشغول رکڻ - ڪم ۾ لڳائڻ.

- رُبِجَڻُ: مصدر. "رُبڻ" مان فعل مجهول. ڪم ۾ مشغول ٿيڻ - جنبجڻ - لڳي وڃڻ.

● رَتِ: ث. [سن. رتم] محبت - پيار - پريت.

● رَتُ: ذ. [پرا. رتّ؛ سن. رَڪتُ = رت] خُون - لَهو. عوازت - مائٽي. نسل - اولاد. سَگهه - سَت - زورُ. ٿولهه - ماچ. سُونهن - مُنهن جي رونق - تازگي. ڳاڙهاڻ - لالائي. ڪپڙا - حيض. (صفت) ڳاڙهو - رتو - سُرخ. ڪاوڙيل - غصي ۾. وِرتل - بيزار.

- رَت آچَڻُ: رت نڪرڻ - رت وهڻ. مُنهن ۾ رت وَرڻ - عورت کي ماهواري اچڻ.

- رَتا وِڇوڙڻ: عزيزن قريبن يا ويجهي تعلق وارن جي وچ ۾ نفاق وجهڻ. سڳا مائٽ جدا ڪرڻ.
- رَتا وِڇوڙِي: ذ. صفت. عزيز جدا ڪندڙ- وڇوڙو وجهندڙ.
- رَتَ بيگڙڻ: ڦيٽڻ- رت خراب ٿيڻ. ڪاوڙ اچڻ- جوش اچڻ.
- رت پوڙَ: ث. سوري- پيچش (جنهن ۾ پيٽان رت اچي). خونريزي- رتو ڇاڻ- قتل عام.
- رَت پَريو واتُ هڻڻ: فوتيءَ جي ڏک ۾ هڻڻ- سوگوار هڻڻ.
- رت ٽيڻ: رت ۾ ٻرجڻ- رت ۾ ڳاڙهو ٿيڻ- زخمي ٿيڻ. سگهڻ ڪرڻ- مائٽي ڪرڻ- گڏجڻ. ٻرڇڻ. ڪڪ ٿيڻ- بيزار ٿيڻ- ورچڻ.
- رت ٽيي وڃڻ: وڇڙيل عزيزن جو پاڻ ۾ ٺاهه ٿيڻ- ٻرچي وڃڻ. سڱاوتي ڪرڻ- مائٽي ڳنڍڻ.
- رت نهڪڻ: ڏاڍي ڪاوڙ اچڻ. ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿيڻ.
- رت پيت: ذ. رت ۽ بلغم- بدن مان نڪتل.
- رت پُون ءِ: ث. غلاظت ۽ روڳ- رت- پيتَ.
- رت پُونءَ جو پورهيو: محاورو. سخت ڪمائيءَ جو آجورو- پگهر جو پورهيو- حق حلال جي ڪمائي.
- رت پوڻ: بدن ۾ رت وڌڻ- سگهارو ٿيڻ. متارو ٿيڻ- ٿلهو ٿيڻ. منهن ۾ رونق اچڻ. رت نڪرڻ.
- رت پوڻائي: ث. رت جي گهٽتائي. هيٺائي- ڏبرائي.
- رت پياڪُ: ذ. صفت. رت پيئندڙ. ظالم- قاتل- خوني.
- رت پيئَڻُ: رت چُوسڻ. خون ڪرڻ- قتل ڪرڻ. تباهه ڪرڻ- برباد ڪرڻ. بدلو وٺڻ- وير وٺڻ. آزارڻ- بيزار ڪرڻ.
- رت جا پارا هڻڻ: حسد سببان اندر ۾ ڦت هڻڻ- ساڙ سببان اندر سڙڻ.
- رت جا دست ٿيڻ: پيٽان رت اچڻ. ڏاڍو حسد ٿيڻ. سخت صدمو پهچڻ.

- رت جا ڍُڪ پيڻ: صدما سهڻ. ڏک سهڻ- صبر ڪرڻ.
- رت جو پَهو: محاورو. تازو چاول پارُ- ڪچڙو پارُ.
- رت جون ماڻيون جمڻ: صدما پهچڻ- پريشانيون ٿيڻ. ظلم ٿيڻ.
- رَتَ جُون ُ مانيُونُ، سُورَنُ جا ماڳ هڻَڻُ: پنهنجي ڪَئي تي پشيمان ٿيندي سُور سختيون سهندو رهڻ (ت)- خراب هلت جي ڪري ذليل زندگي بسر ڪرڻ- ڏکيو وقت ڪاٽڻ. روزيءَ جي تنگي هڻڻ. رت جون مانيون ڪارائڻ. سخت بيزار ڪرڻ- تنگ ڪرڻ. تڪليف ڏيڻ.
- رَتَ جُونُ نَدِيُونُ وَهائِڻُ: گهڻي رتوڇاڻ ڪرڻ- خونريزي ڪرڻ- قتل عام ڪرڻ.
- رَتَ جيُ آلتيُ: ث. وات مان رت جي قئي- هڪ قسم جي بيماري.
- رَتَ جيُ بَوءِ اچَڻُ: صفا سُڃ تي وڃڻ- تباهي ٿيڻ- خونريزي ٿيڻ.
- رَتَ چُوسُ: صفت. رت چُوسيندڙ- رت پيئندڙ- ظالم. ڪنجوس.
- رَتُ چُوسَڻُ: رت پيئڻ. ٿوري آجوري تي گهڻي محنت ڪرائڻ- پيڙڻ. رشوت وٺڻ.
- رَتَ ڇاڻ: ث. خونريزي- قتل عام- رتوڇاڻ.
- رَتُ ڇاڻَڻُ: رت وهائڻ- خونريزي ڪرڻ- رتو ڇاڻ ڪرڻ- قتل عام ڪرڻ- ڪوس ڪرڻ.
- رَتُ دانڪيءَ تي وَرَڻُ: مائٽيءَ جو احساس ٿيڻ- رت جي ڇڪ اچڻ.
- رَتُ ڏِسيُ رُمِيي هڻَڻُ: سوَڙ سارو پير ڊگهيرڻ- حال سارو هلڻ.
- رَتَ روُهيُونُ ڪَرَڻُ (ل): ڪاڏو ڪاٽڻ (عورتون چيڙ ۾ چونديون آهن، مثلا: "ڇڏيو ته رت روهيون ڪري وٺان").
- رَتُ روئَڻُ: رت جا ڳوڙها ڳاڙڻ- تمام گهڻو روئڻ- زار زار روئڻ. سخت صدمو رسڻ. گهڻو ڏک ڪرڻ. هنجون هارڻ. سخت پشيمان ٿيڻ- شرمسار ٿيڻ.

- رَتُ رِيلا ڏِيڻُ: تمام گهڻو رت وَهڻ – خونريزي ٿيڻ.
- رَتُ سَتُ ۽ ذ. سُکھ ۽ صحت – تندرستي ۽ طاقت.
- رَتُ سَتُ ڏِيَڻُ: سڀ ڪجهه ڏيڻ – سڄي عمر جي طاقت ڏيڻ – سموري زندگي خدمت ڪرڻ.
- رَتُ سُڪَڻُ: بيماري وغيره سبب رت گهٽجڻ. رت خشڪ ٿيڻ. ڪمزوري ٿيڻ. ڊپ يا ڳڻتيءَ ۾ همت نه رهڻ. اپرو ٿيڻ – ڏيرو ٿيڻ. تمام گهڻو ڏجڻ. ڳڻتيءَ ۾ پوڻ.
- رَتُ ڪَتُورو ڏِيَڻُ: گذران واسطي سخت پورهيو ڪرڻ. رت ولوڙڻ. ڪشالو ڪڍڻ. جفاڪشي ڪرڻ.
- رَتُ ڪَڍائِڻُ: سير ڇوڙائڻ. ڇورون هڻائي ڪينو رت ڪڍائڻ. جهيڙي وغيره ۾ پاڻ ڪي زخمي ڪرائڻ.
- رَتُ ڪَڍَڻُ: سير ڇوڙڻ. زخمي ڪرڻ. چٽي وجهڻ. پيڙڻ – ناجائز نفعو وٺڻ.
- رَتُ ڪَرَڻُ: زخمي ڪرڻ (سخت پورهئي يا ڪنهن پٺي ڪم ۾). ڏاڍي مار ڏيڻي بدن رتو رت ڪرڻ. تڪائڻ (سخت ڪم يا سزا ۾). ڏاڍي مار ڏيڻ. هلاڪ ڪرڻ – ڪُڪ ڪرڻ. تڪليف ڏيڻ – آزارڻ. چيڙائڻ – ڪاوڙائڻ.
- رَتُ گَنڌائِڻُ (ت): براد ريءَ ۾ قوت وجهڻ – راج ڦنائڻ. پنهنجن ۾ وير وجهڻ.
- رت ڳِتو ۽ رَتَ ڳِتو: ذ. ڇوڙيءَ جي هڪ بيماري (بدن جي ڪنهن به حصي تي رت جي خرابيءَ ڪان سوڄ ٿئي جا رت سان پريل هجي) ڳِتو.
- رَتَ ۾ راتِ ڪَرَڻُ (ت): سخت بيزار ڪرڻ – آزارڻ. جيئڻ حرام ڪرڻ.
- رَتَ ۾ رولو پَوَڻُ: گهر ۾ دشمني ٿيڻ. پنهنجن ۾ نفاق پوڻ.
- رَتُ واتَ ڪِي لَڳَڻُ (ت): قضيو ٿيڻ. ڪنهن عزيز جي وفات سبب سُوڳ ۾ هجڻ.
- رَت واهِڻُ ۽ رَتَ واهِڻُ: ذ. رتنلي – شيريان.
- رَتو چاڻ: ث. رت چاڻ – خونريزي – قتل عام – ڪوس.
- رتوچاڻ ڪَرَڻُ: تمام گهڻو رت وهائڻ – خونريزي ڪرڻ – قتل ڪرڻ – ڪوس ڪرڻ. سخت زخمي ڪرڻ.
- رَتو رَتُ: صفت. رت ۾ ڳاڙهو – رت ۾ ٻڏل – رت سان پريل. سخت زخمي.
- رَتو رَتُ ڪَرَڻُ: سخت زخمي ڪرڻ – رت ۾ وهنجارڻ – رت ۾ ڳاڙهو ڪرڻ.
- رَتَ وَرنو ۽ رَتَ وَرنا: ذ. صفت. رت جهڙو – ڳاڙهو رتو.
- رَت وَرنو ۽ رَت وَرنا: ذ. صفت. رت ورنو.

"سچ آلتي سنئي، رت ورنو روهه"

(شاهه).

- رَتُ ولوڙڻ: سخت محنت ڪرڻ – جفا ڪشي ڪرڻ. ڪشالو ڪڍڻ.
- رَتُ ولوڙي پَٽُ ڪَرَڻُ: محاورو. سخت پورهيو ڪرڻ – محنت سان روزي ڪمائڻ.
- رَتُ وَهائِڻُ: خون وهائڻ – رت چاڻ ڪرڻ – ڦٽي چڙهڻ.
- رَتَ وهنتو ڪَرَڻُ: رتو رت ڪرڻ – رت ۾ ڳاڙهو ڪرڻ – سخت زخمي ڪرڻ.
- رَتُ هَڏُ هُجَڻُ: تندرستي هجڻ. سگهائي هجڻ. ويجهي عزازت هجڻ – سڳي مائٽي هجڻ.
- ● رُتِ ۽ رُتيون: ث. [سن] مُند – موسم – فضائي تبديل جو عرصو (هر هڪ علائقي يا مُلڪ ۾ جدا جدا مندون ٿين ۽ انهن جو عرصو به مختلف ٿئي. سنڌ ۾ سال ۾ چار مندون ٿين: سيارو، بهار، اونهارو ۽ سرءُ). ماهواري – حيض. نمونو (هلڻ جو) – رفتار. بيهڪ – بناوت – شڪل.
- ● رُتِ بدلجڻ، ڦيرڻ: موسم ۾ ڦيرو اچڻ – موسم بدلجڻ – آب و هوا ڦيرڻ.
- ● رَتا: اسم خاص. ڪاري ۾ رهندڙ هڪ ذات جو نالو.
- ● رَتاتين: ث. پسارڪي وکر جو هڪ قسم ڳاڙهي رنگ جي ڪاني جا دوا طور ڪم اچي.

● رَتالُو ع رتالُو: ذ. ميوي جو هڪ قسم. ٻاجيءَ جو هڪ قسم - چيني پٽاٽو.

● رَتامُ: ذ. انبن جو هڪ قسم - ڳاڙهي رنگ وارو انب.

● رَتانُ: ڳاڙهي رنگ جو صندل جو ڪاٺ (جو سُرهو ٿئي ۽ دوائن ۾ ڪم اچي). هڪ قسم جو ڳاڙهو پٿر.

● رَتَبُ ع رَتَبَ: ذ. ڍانڊي پکيءَ جو هڪ قسم (ڇهنب ڳاڙهي لعل ۽ مٿو به ڳاڙهو ۽ بدڪ جهڙو، پر انهيءَ کان ننڍو ۽ ڳرو) - رَتبو.

● رَتْبو ع رتْبا: ذ. ڍانڊي پکيءَ جو هڪ قسم - رتب.

● رُتْبو ع رُتْبا: ذ. [ع. رُتبه] درجو - مرتبو - عهدو. عزت - شانُ.

- رُتْبو حاصِلُ ٿيڻُ: مٿاهين درجي کي رسڻ - اوج تي پهچڻ.

- رُتْبو ميلڻُ: وڏو درجو ملڻ. کهٽي عزت ٿيڻ.

● رتڙُ (ت): اسم خاص. مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو (اڪثر خيرپور ۾). تعلقي فيض گنج ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● رَتڙو، رَتڙو ع رَتڙا: ذ. صفت. [سن. رَڪْتَ = رت + ڙو] رت مان رڱيل - رت وارو. رت جهڙو. ڳاڙهو - رتو - سُرخ - لال. (ث) رتڙي ع رتڙيون.

● رَتڙِيُ، رَتڙِيُ ع رَتڙِيُون: ث. تيلي - ٿهي. جُوئر جي هڪ جنس - ڳاڙهي جُوئر. ڳاڙهي رنگ جي ٻڪري (ٿ). پوک جو هڪ مرض.

● رَتڙِيا: ذ. ڇانورن جي هڪ جنس (ڳاڙهي ٿهه وارا اڇا ۽ پلا سڳداسي ڇانور).

● رَتڪو ع رَتڪا (ڪ): ذ. آواز - پڙلاءُ.

● رتڪي ع رتڪيون (ٿ): ث. ڳاڙهي رنگ جي ٻڪري.

● رَتَلُ ع رَتَلَ: ذ. صفت. ڳاڙهو - لال - سُرخ. پڪل - پچي ويل (ميوو وغيره). رڱيل - رچي ويل (الاهي عشق ۾). ڏاند جو هڪ قسم (ت).

● رُتَلَ: ث. جُوئر جي هڪ جنس - ڳاڙهي جُوئر - رتڙي. (اسم مفعول) رونبو ڪيل - رونبيل - وِنُرَ ڪيل - وِنُراج ڪيل.

● رَتَنُ ع رَتَنَ: ذ. [سن. رتن] هڪ قسم جو قيمتي پٿر - هيرو - مالڪ. ڪابه قيمتي شيءِ. اک جو تارو.

رَتَنُ مالا ع رَتَنُ مالائُون: ث. هيرن جو هارُ.

● رَتَنُ جوتِ: ث. ٻوٽي جو هڪ قسم (گلابي ۽ اڇي رنگ جا سهڻا گل ٿين. هي دوا طور به ڪم اچي).

● رَتَنيي: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● رَتڻُ: مصدر. [سن. رَڪْتَ = رت] رڱڻ - ڳاڙهو ڪرڻ.

● رَتو ع رَتا: ذ. صفت. رت جهڙو - ڳاڙهي رنگ ۾ رڱيل - رتل - ڳاڙهو - سُرخ - لال. پڪل - رچي ويل. مينديءَ لڳل. (اسم خاص) مرد جو نالو.

- رَتو ٽڪو ع رَتا ٽڪا: ذ. سونو ٽڪو (سڪو). مُهر - اشرفي.

- رتو راس ٿيڻُ: ڪابه سهڻي ۽ نئين شيءِ ٺهي مڪمل ٿيڻ:

"تيسين پڳوئي پير، جيسين رتو راس ٿئي" (شاهه).

مطلب حاصل ٿيڻ.

- رَتو ڳاڙهو (ڪ): ذ. اٽ جو هڪ رنگ - گهاٽو ڳاڙهو - ڳوڙهو ڳاڙهو.

● رَتو ٽرڙو: اسم خاص. تعلقي ٺل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● رُتو جُتو (ت): ذ. صفت. مشغول - رُڌل.

● رَتو ديرو: اسم خاص ضلعي لاڙڪاڻي ۾ تعلقي، ٺهي، ديهه ۽ شهر جو نالو.

● رَتو ڪوٽ: اسم خاص. تعلقي ڪنڊيري ۾ سنڌ جي دور جو هڪ شهر. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ٺهي جو نالو.

● رُتو ڪُتو (ت): ذ. صفت. آباد.

● رَتيءُ ؛ رَتيئُون: ث. صفت. [س. رَکتَ = رت>رتي] رت جهڙي - ڳاڙهي رنگ ۾ رڱيل - ڳاڙهي. (ث) ڳاڙهاڻ. چيٽونيءَ جي وڻ جو ٻج (جو ڳاڙهي رنگ جو ۽ سخت ٿئي، هيرن، سون، چاندي ۽ دوائن تورڻ ۾ ڪم اچي). چيٽوني، لالڙي. ماسي جو اٺون حصو - ڇهن مڱن يا جوَن جو وزن - تمام ٿورو حصو - ذري - ائي. ٻوڪ جو هڪ مرض. (جو هوا جي ڦيري سبب ٿئي ۽ ڪڻڪ ۽ مارين جي سنگن کي ڪارو ڪري ڇڏي). ڳاڙهي ڪڻڪي مان نهيل فراسي (ت). رت - زور - سگهه - طاقت. پريت - عشق. ڀاڳ - نصيب.

- رَتيءُ راتِ: ث. رات جو ٻهاڙيءَ وارو تمام ٿورو حصو.

- رَتيءُ ڦلُ: ذ. شراب جو هڪ قسم.

- رَتيءَ جيءُ رِهاڻِ: ٿوري وقت جي ملاقات - محبت جو ميلاپ - محبوب جو وصال:

"رتيءَ جي رِهاڻ، جيءُ اڙايم جتن سين"
(شاهه).

- رَتيءَ ماترُ: رتيءَ جيترو - تمام ٿورو ذرو - لالي ماتر - ذرڙو.

- رَتيءَ وارو ؛ رَتيءَ وارا: ذ. صفت. رت وارو - سگهارو - پهلوان. بدن ۾ پريل. ڀاڳو - خوش نصيب.

● رَتياڪُ ؛ رَتياڪَ: ڊانڊي ٻڪيءَ جو هڪ قسم.

● رَٿُ ؛ رَٿَ: ذ. آڳاٽي زماني جي هڪ قسم جي ٻه ڦيٿي گاڏي (جا گهوڙا ڇڪيندا هئا؛ رَٿَ اڪثر جنگين ۾ ڪم ايندا هئا). بادشاهي سواريءَ جي گاڏي.

- رَٿوانُ، رَٿيانُ: ذ. صفت. رٿ هڪليندڙ.

● رِٿَ ؛ رِٿُون: ث. ٻهه - تجويز - صلاح. اٽڪل.

- رِٿَ رِٿڻُ: سٽ سٽڻ - تجويز ڪرڻ - صلاح ٻيهارڻ.

● رِٿڻُ: مصدر. رِٿ ڪرڻ - صلاح ڪرڻ - ٻهه ڪرڻ - تجويز ڪرڻ. خيال ڪرڻ. ڪٿ ڪرڻ. اٽڪل ويڙهائڻ. ليت ڪرڻ.

● رَٽُ ؛ رَٽَ (ت): ذ. سخت - ڏاڍو - ٽاٽُ.

- رَٽُ ٽيڻُ: سخت ٿيڻ - سوٽ ٿيڻ - پيچڻ. ڇڪجڻ.

- رِٽُ پَٽُ: ظرف. هٺ مٺي - ڪڙپڙ. سڄَ.

● رِٽَ ؛ رِٽُون: ث. ليڪَ - هَٽوَ - ذري. راڻو. مَڇٽَ جو هڪ قسم. سوچ - ٽوٽر.

● رِٽُ ؛ رِٽَ (ت): ذ. صفت. ڪنهن ڪم ۾ نہ ايندڙ - لڪمو - بيڪار. دغاباز. اجايو - بي فائدو.

- رِٽُ مَٽُ (ت): ذ. صفت. بي فائدو - اجايو.

● رُٽُ ؛ رُٽَ: (ٿ): ذ. ٽلهو - متارو - ڦِڱ. ڪارو رُڏ.

● رَٺُ ؛ رَٺَ (ٿ): ذ. گهٽو سيءُ - ٻارو.

● رُٺُ: ذ. صفت. [مصدر. "رُسڻ" > رُٺ] رُٺل - رُسيل - ڪاوڙيل.

- رُٺ مُنهوَن: ذ. صفت. رُکو روح - ناراض. منهن سڄل.

● رُٺلُ ؛ رُٺلَ: ذ. صفت. [مصدر. "رُسڻ" > رُٺل] ناراض ٿيل - رنج ٿيل - ڪاوڙيل. "پرٺل" جو ضد.

- رُٺل رُوح: ذ. صفت. ڪاوڙيل - ناراض. رُک مُنهون - پوريءَ طرح منهن نہ ڏيندڙ.

● رُٺو ؛ رُٺا: ذ. صفت. [مصدر. "رُسڻ" > رُٺو] رُسيل - رنج ٿيل - ناراض - ڏُکويل - ڪاوڙيل.

- رُٺا پَرچائڻُ: رُٺل پرچائڻ - وڙهيل ٻاڻ ۾ پرچائڻ - ڪن ٻن ڌرين جي وچان رنجش ختم ڪرڻ.

- رُٺن جا پاڳا مِنا هجڻ: جيڪو رُسي وڃي، تنهن جو پاڳو ڪاٺي وڃڻ آسان هئڻ.

● رَپُ ؛ رَپَ (ت): ذ. جبل جي سخت ۽ هيٺاهين زمين (جنهن ۾ ٻوڪ نہ ٿئي).

● رِپَ ؛ رِپُون: صفت. [س. رِپ = دشمن] دشمن - ويري. آفت - مصيبت. ڇيپَ. ڳرو. ٽلهو. چالاڪ - هوشيار. اسم خاص. سالڪوٽ، دادو،

خيرپور ناٿن شاھ، شڪارپور، روهڙي، جيمس آباد ۽ ميروخان تعلقن ۾ ديهن جو نالو.

– رِپَ هُجَڻُ: وڏي ڇِپَ هجڻ. آفت هجڻ. تمام چالاڪ هجڻ.

– رِپَ مٿان رِپ: محاورو. ڏاڍي ڪان ڏاڍو. چورن مٿان مورُ.

● رَپَڙَ (ٿ): ث. وَلِ جو هڪ قسم (گول پَنَ ۽ زمين تي پکڙندڙ ٿئي).

● رَپَڙُ ۽ رَپَڙَ: ذ. ڪَڙُ – سڄيل ماس. ڪَرنڊُ. واهو. چٽو – داغُ – نشان (جانورن جي جسم تي) – وَڍُ – وَڍو (وڍرو) – ڏَنو – ڊَمُ (ڊَرَمُ). دَڙَبُ – دڙڪُ – چيٽُ – چٽو. (اسم خاص) تعلقي شاھ بندر ۾ هڪ ديھ جو نالو. (اسم خاص) مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو (ميرپور بٺوري تعلقي ۾).

● رِپَڙ: اسم خاص. تنبي الهيار ۽ شاھ بندر تعلقن ۾ ديھ جو نالو.

● رَپَ ڪيچي: اسم خاص. تعلقي خيرپور ناٿن شاھ ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● رِپَ ميرداد: اسم خاص. تعلقي ٺٽل ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● رِپَ ناري: اسم خاص. تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● رُپو ۽ رُپا: ذ. [سن. رُئو پيم = چاندي] هڪ قسم جو قيمتي ڌاتو – چاندي – روپ – سيم. چانديءَ مان ٺهيل هڪ سڪو – رُپيو.

● رَپوٽَ، رَپورٽَ ۽ رَپوٽُون، رَپورٽُون: ث. [انگ. Report] اطلاع – ڄاڻ – لکيل ڪارگذاري. لکيت. خبر.

– رَپوٽر، رَپورٽر: ذ. صفت. اطلاع ڏيندڙ – خبرون پهچائيندڙ – نامہ نگار.

● رُپيو ۽ رُپيا: ذ. [سن. رُئو پيم > روپُ > رُپيو] چانديءَ مان ٺهيل هڪ سڪو – هڪ سؤ پيسن وارو سڪو.

– رُپيو پَٽِجائيڻُ، ڪولائيڻُ، مٽائيڻُ: رُپئي کي ٿيڻ سِڪن ۾ تبديل ڪرائڻ – رُپئي جو ريزو وٺڻ.

● رُپيسٽڙو (ڪ. ل): ذ. پرت جو هڪ قسم.

● رَجُ: ذ. [پرا. رَيَہ؛ سن. رَجَسُ > رَجَ = مِٽي، اَنُو] گل جي وچ واري اڇي يا ڦِڪي داڻ داڻ – گل جي ٻُونگر. گل جي وچ ۾ اٽي جهڙو مادو.

– رَجڪوشُ: ذ. [ھ] اهو ڪوپ، جنهن ۾ گل جو "رَجُ" بند هجي.

● رَجا: ث. [ع. رجا] اُميد – آسرو – ڀروسو. خوشي. (صفت) ڀاول – رَڄ. آسودو.

– رَجائيت: ث. اُميد واري حالت. آسرو – اُميد.

● رُجات: ث. [ع. رُجُوعات > سنڌي. رُجات] لاڙو – مريدن مرشد ڏانهن لاڙو. مقبوليت. فيض. اعتقاد.

● رِجال: ذ. [ع. رَجل ۽ رِجال] مرد. ماڻهو – انسان – آدم.

– رِجال الْغَيب: ذ. غيب جا ماڻهو – غيبي انسان.

● رَجَبُ: ذ. [ع. رَجبُ] هجري سال جو ستون مهينو (جنهن کي زالون "لڪانو" چون). (اسم خاص) مرد جو نالو.

– رَجبُ الْمُرَجَّبُ: هجري سال جو ستون مهينو – رجب.

● رَجپُوت، رَجپُوت: ذ. ڏسو "راجپوت".

● رَجپُوتُ ۽ رَجپُوتَ: ذ. ڏسو "راجپوت".

● رُجحانُ: ذ. [ع] لاڙو – ميلان – رغبت.

● رَجزُ ۽ رَجزَ: ذ. [ع] علم عروض موجب هڪ بحر.

● رجِسٽرُ ۽ رجِسٽر: ذ. [انگ. Register] دفتر – داخلا جو ڪتاب. پوسٽ آفيس طرفان مقرر ٽيل ڀري وٺڻ بعد رجسٽر ۾ داخل ڪيل ٽپال.

● رَجْعَتُ ۽ رَجْعَتُون: ث. [ع. رَجعَ] واپسي – موٽ. عورت کي رجعي طلاق ڏيڻ بعد، مرد جو اُن طلاق ڏيڻ کان باز رهڻ جو ارادو.

- رَجْعَتْ پَسَنْدُ: ذ. صفت. جهونن خيالن وارو- قدامت پسند.

● رَجْمُونْ (ث): ذ. نالک جو هڪ قسم.

● رَجْمِينْٽَ ۽ رجمينٽون: ث. [انگ. Regiment] آٺ سؤ يا هڪ هزار سپاهين جو دستو. پلٽڻ جو هڪ حصو.

● رَجْنِيُ: ث. [پرا. رِيٺي؛ سن. رَجْنِيُ] رات- ليل- شب.

● رِجَڻُ: مصدر. ڳرڻ- آئُٽڻ- وِڳهرڻ- وِڳرڻ- ڳهرڻ. ڪنهن ڌاتوءَ جو باهه تي ڳرڻ. پنڙو ٿيڻ- پاڻي ٿيڻ.

- رِجائڻُ: مصدر. ڳهارڻ- ڳارڻ- وِڳهارڻ- آئٽارڻ. پاڻي ڏيڻ- ريج ڏيڻ.

● رَجْوارڙو ۽ رَجْوارڙا: ذ. راجا جو ملڪ- راجائي- رياست.

- رُجُوعُ: ذ. صفت. [ع. رَجَعَ] موٽ- واپسي. لاڙو. (صفت) راغب- مائل- متوجه.

- رُجُوعاتَ: ث. رُجوع- لاڙو- رغبت. توجه- ڌيان.

- رُجوع ڪرڻ: پيش ڪرڻ- حاضر ڪرڻ (عدالت ۾)- چالان ڪرڻ. حوالي ڪرڻ- سپرد ڪرڻ. توجه ڪرڻ- ڌيان ڏيڻ.

● رَجِيپْيار (ٿ): ث. ليڪَ- هَوَ- ٿورو- ذرو.

● رَجِيمُ: صفت. [ع] مردود- ترڙيل- ڌڪاريل. سرڪش- مغرور. پنهنجي لائيندڙ. (ذ) شيطان جو هڪ نالو.

● رِجَ: ث. ڍؤ. خوشي.

● رَجَڻُ: مصدر. [سن. رَجَ = خوش ٿيڻ] ڍَئڻُ- ڌلهڻ. ڀرڻ (پيٽ). ڪائي ڀرجڻ- ڍؤ ڪرڻ. خوش ٿيڻ. آسودو ٿيڻ. ريج اچڻ.

● رَجُ ۽ رَجَ: ذ. ڍؤ. خوش- سرهو. (ظرف) ڍؤ تي- چڱيءَ طرح. گهڻو.

- رَجَ ٿيڻَ: ڍئجڻ- سيراب ٿيڻ- پيٽ ڀري کائڻ.

- رج چڱو ماڻهُ: محاورو. ڀلو ماڻهو. ليڪ ماڻهو- اشراف ماڻهو.

- رَجَ ڪَرَڻُ: ڍؤ ڪرڻ- پيٽ ڀري ڪائڻ.

● رَجو ۽ رَجا: ذ. صفت. رڄيل- ڍاوَل- ڍايَل- پيٽ ڀريل. راضي- خوش.

- رَجو ڪَجو هجڻُ: پيٽ ڀريل هجڻ- ڍاول هجڻ. خوش هجڻ- راضي هجڻ- آسودو هجڻ- سائو هجڻ.

● رَجيوارڙو ۽ رجيوارڙا: ذ. [هه. رجوارڙا] راجائي حڪومت. رياست.

● رَجوارڙ يُ ۽ رَجوارڙِيُ: ذ. صفت. بد پيشه ڪندڙ- زاني.

● رُجهَ ۽ رُجهون (ڪ): ث. [سن. رُڄ = چمڪڻ] روشنائي- سوجهرو- سُجهندو- سُهائو. چمڪاٽ- جرڪو.

● رَجهَڻُ: 'رڌڻ' مان فعل مجهول. [سن. رَڌَ = رڌڻ] ڳرن (کاڌو). باهه تي پچڻ. سڙڻ- ڪامڻ (اندر ۾). گرميءَ يا ڪاڙهي ۾ پچڻ. ڪاڙهي ۾ ڪڙهڻ.

- رَجهَ: ث. رڌجڻ جي حالت. باهه- چيرو. رُگهه- گهُٽ. ڪاڙهه. رڍن کي ٿيندڙ هڪ بيماري.

- رَجهَ ٿيڻُ: آپَسَ ٿيڻ- گهُٽ ٿيڻ- گرمي ٿيڻ.

- رِجهَڻُ: آپَس- گرمي- ساڙو- پَچ- گهُٽَ- رَجهَ- رُگهَ.

● رُجهَڻُ: مصدر. رُڌجڻ- رُڌل رهڻ. رُنڀجڻ (ڪم ۾). جونجڻ. گوشت جو پاڻيءَ ۾ ڳري ملي وڃڻ. ڏوهيل ڪن يا نَڪ جي سوراخن جو پورجي وڃڻ.

- رُجهائِڻُ: مصدر. "رجهڻ" مان "متعدي بالواسطه". رُنڀائڻ- لڳائڻ (ڪم ۾).

● رُجَ ۽ رُڄون: ث. [سن. آڌيه] بيابان ۾ اس تي نظر ايندڙ ڪوڙو ڏيک- سراب (ماڻهو توڙي جانور، رُڄ کي پاڻي سمجهي اوڏانهن ڊوڙندا آهن ۽ آخر پاڻي لاءِ ماڻ ڪري مري ويندا آهن). ماروٿل. رڻ پٽ- بيابان- صحرا- سُڃ- ويراني.

● رَڃُ ۽ رَڃَ: ذ. [سن. رَنجُ = رڱڻ] روپي گهڻ تي چڙهيل سونو ڍاٽي - ملمع. گسولچ. اکين جي ڇپر ۾ ٿيل داڻ داڻ - ڇاليون.

● رَڃائِڻُ: مصدر. [هہ. رچانا؛ سن. ١- رَنجُ = رڱڻ؛ ٢- رَڃُ = ڳاهڻ] رنگ ۾ ٻوڙو ڏيارڻ - رڱائڻ. گهاڙهو ڪرڻ. خوشبوءِ يا رنگ تر ڪرڻ. جو ٻڙ رالد ۾ ساري وچ واري ڇيلي ۾ آماڻ.

● رَچِنا ۽ رَچِنائُون: ث. [سن. رَچِنا] ڳاهپ - بناوت جوڙ - خلقت.

- رَچِنا ڪَنَدڙُ: صفت. بنائيندڙ - خلقيندڙ - جوڙيندڙ - ڳاهيندڙ - رچيندڙ.

● رَچَڻُ: مصدر [سن. رَنجُ = رڱجڻ؛ هہ. رَچِنا = رڱجڻ] رڱڻ - رنگ ڏيڻ. رچي لال ٿيڻ. الاهي محبت ۾ محو ٿيڻ. ڪنهن درويش جي صحبت سان فيض پرائڻ. [سن. رَچُ = ڳاهڻ] ڳاهڻ - سيڻ. رٿڻ. بنائڻ (خاڪو). لکڻ (ڪتاب).

- رَچِيءُ مَچِيءُ وِ جَڻُ: هر خيال تي وچڻ - ملي هڪ ٿيڻ. ڳهي وڃڻ.

- رَچِيندڙُ: ذ. صفت. رچنا ڪندڙ - ڳاهيندڙ - جوڙيندڙ. خلقيندڙ - اُپائيندڙ.

● رُچَڻُ: مصدر. [پرا. رُچُ؛ سن. روچن. رُچ = چمڪڻ، پيار ڪرڻ] سُهائڻ - پسند پوڻ - وڻڻ - سٺو لڳڻ؛

"تو دس ڏيان مڱڻا، روح رُچندا دان"
(شاهه).

موافق اچڻ - برابر اچڻ. رَچڻ - رڱجڻ - گهاڙهو ٿيڻ. فرحت اچڻ. خوشي ٿيڻ.

● رُچَ: ث. خواهش - منشا - مرضي - حب - شوق. اڪير. ڏِ وُ - رَچُ.

- رُچَ ٿِيڻ: دل ٿيڻ - مرضي ٿيڻ - شوق ٿيڻ.

● رُچائِڻ: مصدر. راضي ڪرڻ - خوش ڪرڻ. پسند ڪرائڻ - وڻائڻ. مچائڻ.

● رچو ۽ رچا (ڪ ب) ذ. ڪين ڪچرو - ڪک ڪاڻا - ڦانڪا - ڀانجها (ت). ڀالڪا.

● رِچُهَرُ: اسم خاص. تعلقي سالڪڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● رُچِيءِ ۽ رُچِيُون: ث. جبلت - لاڙو - رُجحان.

● رَچِ (ٿ): ث. حجامڪي ڪم جو هڪ اوزار - پاڪي.

● رَچائي ۽ رچائيون (ل): ث. سنوارت جي اوزارن وجهڻ جو بجڪو - ڀاني - ڪيسبت (ت).

● رَچُ ۽ رَچَ: ذ. [سن. رچرا = زنجير] مڇي ڦاسائڻ جو جار. ڪوريڪي ڪم جو هڪ اوزار - تندن کي هيٺ مٿي ڪرڻ جو فريم (تاڻي ڀهريائين رَڇ مان لنگهري پوءِ ڦٽيءَ مان نڪري). ڪوبہ اوزار. نڪر جو ڪوبہ ڌاڳو. لچڻ - ڪيرُ - لَلُ.

- رَڇُ پَرَڻُ: ڪورين جي اصطلاح ۾ سڄي تاڻيءَ جي تندن ۾ سٽ جا ڌاڳا وجهڻ. ڪانئي پيت پرڻ - رڇ ڪرڻ. ڪو وڏو ڪم ڪرڻ. (طنزآ) پوڻو ڀارڻ. تمام گهٽو روئڻ. ڪين ڪرڻ.

- رَڇَ ۾ ڪِينَ هُجَڻُ: ڪوبہ افعال نہ هجڻ - ڪوبہ لَلُ نہ هئڻ.

- رَڇُ نہ ڏِسَڻُ: بي پرواهيءَ سان هلڻ. اکڙ سان هلڻ. خراب ڪم ڪرڻ - بڇڙائي ڪرڻ.

- رَڇُ ويهارَڻُ: تاڻيءَ کي ڪنڊن ۾ وجهڻ کان پوءِ پڪوڙي سوکهو ڪرڻ.

● رِڇُ ۽ رِڇَ: ذ. [پرا. رِڇ؛ سن. رِڪش؛ ف. خرس = رِڇُ] جهنگلي جانور جو هڪ قسم (ڪاري رنگ جو ۽ وڏن وارن سان جنهن کي اڪثر ڪهيري يا شڪاري پالي رانڌ ڪرائيندا آهن).

- رِڇُ پولُو ٿيڻ (ت): خراب ٿيڻ. آپي مان لڪرڻ. بڇڙو ٿيڻ - خوار ٿيڻ.

- رِڇ ڪَڏائِڻ (ت): لُڇائي ڪرڻ. لئون ڪم شروع ڪرڻ. رُڌل رهڻ - مشغول رهڻ. پنهنجي مطلب جي ڳالهہ ڪرڻ.

● رُڇُ ۽ رُڇَ: ذ. دم ڪٽڻ جو هڪ اوزار.

● رَچوڙَڻ ۽ رَچوڙَٽيونُ (ٿ): ث. واڍڪي ڪم جي اوزارن رکڻ جي پيتي.

● رَچِيءُ ۽ رَچِيُونُ (ٿ): [پرا. رَسي؛ سن. ورشٽيُ] ڏاتوءَ ۾ سوراخ ڪيڻ جو هڪ اوزار. جنديءَ جي ڪم جو هڪ اوزار. اها ڪنڊَ جا نئين ڪوٺيل ڪُوهہ جي اوساريءَ کان پوءِ پاهرئين

طرف ٿئي. بند يا واٽرڪورس جي ڪپ واري پنيءَ جي ڪوڏائي. آها رِڍ يا ڳهيتو جا ٻارهن مهينن بعد اَنُ ڏئي - ڇاٽي (ڪ). رِڍ. مسافري - لڏپلاڻ. روانگي - ڪُوچ. اُٺ جو پاڪڙو يا ڪجاڻو.

● رِحلَ ۼ رِحلُون: ث. [ع] ڪاٺ جي ننڍي کهوڙي (جنهن تي قرآن شريف رکي پڙهڻ ۾ آسائي ٿئي).

● رَحَلُ ۼ رَحَلَ (ت): ذ. ڏسو "رِحلَ".

● رِحلَتَ: ث. [ع. رَحَلَ = هن ڪوچ ڪيو] ڪوچ - روانگي - لاڏائو - چالاڻو - موت - وفات.

- رِحلَتَ ڪَرَڻُ: وفات ڪرڻ - مرڻ - گذاري وڃڻ.

● رَحمُ ۼ رَحمَ: ذ. [ع] ڪهل - ٻاجھ - قياس. رحمت. مِهرَ - وَرُ.

- رحمانُ: [ع] الله تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو. مهربان. اسم خاص. حيدرآباد، لاڙڪاڻي ۽ ٿرپارڪر ۾ رهندڙ مسلمانن جي هڪ ذات.

- رَحمانيُ: ذ. صفت. اِلاهي - خدائي. قدرتي - ٻاجارو.

- رَحمائيُ: ذ. صفت. رحم وارو - رحيم - ٻاجهارو.

● رَحمَتَ ۼ رَحمَتُونُ: ث. [ع] فضل - ٻاجھ - ڪَهل. ڀلائي - مهرباني - بخشش. سُکُ. آرام. (ڪناية) مينهن - برسات.

- رَحمَةَلِلعَالَمِينُ: سڄي دنيا لاءِ رحمت. حضورجن جو هڪ صفاتي نالو.

- رَحمَةُ اللهِ عَلَيهِ: جملو. شل انهيءَ تي الله تعاليٰ جي ٻاجھ هجي!

- رَحَمدِل: ذ. [ع. رحم + ف دل] ٻاجهاري دل وارو - قياس وارو. ٻاجهارو - مهربان.

- رَحَمدِليُ: ث. مهرباني - قياس - ڪهل - ٻاجھ.

- رَحمُ ڪَرَڻُ: قياس ڪرڻ - ڪهل ڪرڻ - ٻاجھ ڪرڻ.

- رَحمُ کائڻُ: ترس کائڻ - رحم ڪرڻ - قياس اچڻ.

● رَحيمُ: صفت. [ع]. الله تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو - بيحد رحم وارو - مهربان.

● رِحمُ ۼ رِحمَ: ذ. [ع] ٻچي داني - ڪُڙھ (عورت جي). عورت جي پيٽ ۾ اهو هنڌ جتي ٻارُ سِرجي.

● رَحمَڪاڻيُ: اسم خاص. مري بلوچن جو هڪ قبيلو.

● رَحمَلاڻيُ: اسم خاص. بگٽي بلوچن جو هڪ قبيلو.

● رَحيلُ: صفت. لڏيندڙ - ڪوچ ڪندڙ - اُسهندڙ. قافلي جو اڳواڻ - سرواڻ.

● رَحيمُ آباد: اسم خاص. ٽنڊو ۽ جيڪب آباد تعلقن ۾ ديهن جو نالو.

● رَحيمُ واھ: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● رُخُ: ذ. [ف] مُنهن - چهرو - صورت - شڪل. ڏِسَ - طرف - جانب - پاسو. نمواو - ڍؤل - ڍالڪ. شطرنج راند جو هڪ مُهرو - اُٺ - ڊينڪي.

- رُخ بدلائڻ: مُنهن ڦيرائڻ - مُنهن مٽائڻ. پاسو مٽائڻ - طرف ڦيرائڻ. مُنهن مٽڻ - رُسڻ. ارادو بدلائڻ.

- رُخ تي چڙهڻ: مُنهن سامهون ٿيڻ - روبرو ٿيڻ - گڏجڻ - ملڻ.

- رُخ رکڻ: مُنهن ڪرڻ - ڪنهن پاسي روانو ٿيڻ.

- رُخ ڦيرائڻ: مُنهن ڦيرائڻ - مُنهن مٽائڻ. پاسو بدلائڻ. طرف ڦيرائڻ. ناراض ٿيڻ - رنج ٿيڻ.

- رُخ ڪَرَڻُ: ڌيان ڏيڻ - توجھ ڏيڻ. مائل ٿيڻ - راغب ٿيڻ - رُجوع ٿيڻ - لاڙو ڪرڻ.

● رَختُ: ذ. [ف] هڪ قسم جو ريشمي ڪپڙو. سُٺي پوشاڪ - خلعت. ريختو. اسباب - سامان - مڏي. لٽڙو. ذخيرو - ڪاڏي جو سامان.

- رَختِ سَفَر: ذ. سفر جو سامان. سفر ۾ ڪم ايندڙ ڪاڏو وغيره.

● رَختُو ۼ رختا: (ت): [ف. ريخته] ڪپڙي جو هڪ قسم.

● رُخسارُ ۼ رُخسارَ: ذ. [ف] ڳِٽو - ڳلُ - مِٽَ.

● رَخْشُ: ذ. [ف. رَخشيدن=چمڪڻ] چمڪو- روشني- چمڪات. رواق- ڀهڪو- شانُ- تجمل. (اسم خاص) رستم پهلوان جي گهوڙي جو نالو.

● رَخْشانُ: ذ. [ف. رخشيدن > رخشان] چمڪندڙ- روشن- ڀهڪندڙ. پيڪيدار- رونقدار.

● رُخْصَتَ ۽ رُخْصَتُون: ث. [ف] موڪل- چوٽي- اجازت. موڪلائي- وِداع.

- رُخْصَتَ اِتفاقِيُ: ث. ريزڪي موڪل- چوٽي موڪل.

- رُخْصت ٿيڻ: روانو ٿيڻ- وداع ٿيڻ- وڃڻ. لاڏائو ڪرڻ- گذاري وڃڻ- مَرڻ.

- رُخْصَتَ ڏيڻ: اجازت ڏيڻ- موڪل ڏيڻ.

- رُخْصَتَ ڪَرَڻُ: روانو ڪرڻ- وداع ڪرڻ. برطرف ڪرڻ- موقوف ڪرڻ (نوڪريءَ تان).

- رُخْصَتَ مِلڻ: اجازت ملڻ- موڪل ملڻ- چُوٽي ملڻ. موقوف ٿيڻ (ملازمت تان).

- رُخْصَتَ وٺڻ: اجازت وٺڻ- موڪل وٺڻ. چوٽي وٺڻ. روانو ٿيڻ- وڃڻ.

● رُخْنو ۽ رُخْنا: ذ. [ف. رُخنه] سوراخ- چير- سير- شگاف. ڀاڄ- پيچ ڊاه. رنڊڪ. ڦوٽ. ڦيٽارو- اختلاف.

- رُخْنَہ اَنْدازُ ۽ رُخْنَہ اَنْدازَ: ذ. صفت. [ف. رُخنہ+انداز> انداختن=ڦٽو ڪرڻ] ڦوٽ وجهندڙ. رنڊڪ وجهندڙ. نقصان ڪار.

- رُخْنَہ اَنْدازِيُ: ث. مزاحمت. خلل- فساد.

- رُخنو پوڻ: اٽڪ پوڻ- رنڊڪ پوڻ.

● رُخنو وِجهَڻُ: خلل وجهڻ. اٽڪاءُ وجهڻ. رنڊڪ وجهڻ.

- رُخو ۽ رُخا: ذ. [ف. رُخ] شطرنج راند جي هڪ ساري- هاٿي.

● رَدُ: ذ. [ع. رَدٌّ] منسوخ- ناقبول- نامنظور- ٽاريل- هٽايل. دليل سان ختم ٿيل. ٽاريل. (صفت) ردي- خراب. نڪمو- بيڪار. ڇَٽُ- ورِيَلُ.

- رَدِ باطِلُ: ذ. [ع] باطل جو رد. ڪُوڙ کي غلط ثابت ڪندڙ. (ڪنايهٌ) سچ- حق.

- رَد بَدَلُ: ذ. [ع] اٿل پٿل- ڦير گهير- آلٽ پلٽ- تبديلي. مٽامٽا. ڏي وٺ. رد قد. تڪرار- ريڙه پيڙه.

- رَدِ بَلا: مصيبت کي ٽاريندڙ.

- رد ٿيڻ: نامنظور ٿيڻ- منسوخ ٿيڻ- غلط ثابت ٿيڻ.

- رَد جَوابُ: ذ. جواب جو جواب. سوال جواب.

- رَد قَدُ: ذ. [ع. رد] بحث مباحثو- دليل بازي. زباني تڪرار. سوال جواب.

- رد قد ڏيڻ: بحث مباحثو ڪرڻ- سوال جواب ڪرڻ- دليل بازي ڪرڻ.

- رَدُ ڪَرَڻُ: نامنظور ڪرڻ- منسوخ ڪرڻ- ختم ڪرڻ. ڪاٽڻ- ترڪ ڪرڻ. واپس ڪرڻ- موٽائڻ- ڦيرائڻ. ڪوڙو ثابت ڪرڻ. ترديد ڪرڻ. خراب ڪرڻ. نڪمو ڪرڻ.

- رَدِيُ ۽ رَدِيُ: صفت. بيڪار- خارج. آچلائڻ جهڙو. خراب.

● رِدُ: اسم خاص. مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو. ڪتي کي ٿيندڙ هڪ بيماري.

● رِدا ۽ رِدائُون: ث. [ع. داء] چادر- اوڍڻي- پوتي.

● رِدائِيُ: اسم خاص. مزاري بلوچن جو هڪ قبيلو.

● رَدائِڻُ: مصدر. [ع. رَدٌ > ردائڻ] نشان گسائڻ- ڏڪ گسائڻ- گوهي ڏيئي پاڻ بچائڻ.

● رُدُ راسُ: ذ. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جو پسارڪو وکر- ڪڻوٽي جا داڻا.

● رَدَڪُ ڪَرَڻُ (ت): ڪارڪون سُڪائڻ. ڪارڪن جا اڪڙ ڪرڻ- آڪيا ڪرڻ.

● رِدوُ ۽ رِدا: ذ. [سن. مرديہ= مَنُ] دِل- هينيون- قلب. پيتو. ڳِپُ- مغز. بهادري. (صفت) رِجيَل- ڳَهريل.

● رَدِيفُ ۽ رَدِيفُونُ: ث. [ع. رَدَفَ= گهوڙي تي پٺيان چڙهيو] شعر ۾ مصراعن جي آخر ۾ قافيي جي پٺيان وري وري ايندڙ لفظ.

● رِڏِ ۽ رِڏِيُونُ (ٿ): ٿ. واڌ - گهڻائي.
چڙهندي - سرسي. ڏ نُ - ڏاڏو. سُڪر. لچڻ.
- رِڏِ سبڌِ: ٿ. ڏن دولت. مال اسباب. سک
سٺائي.
● رُڏُ ۽ رُڏَ (ڪ): ذ. پوڙ هيٺ اچي، وري
سُڪي ويل ميدان.
● رَڌَڻُ: مصدر. [سن. رَنڌَنَ = رَڌَڻُ]
ڪنهن ٿانءَ ۾ وجهي، باهه تي ٽهڪائڻ. طعام
ٺاهڻ. تيار ڪرڻ.
- رَڌَلُ ۽ رَڌَلَ: ذ. صفت. رڌ جي تيار ٿيل -
پڪل. سڪي ۾ ورتل. ڪينو ٿيل (ميوو).
- رَڌو پَڪو: ذ. ٺهيل ڪاڏو. رڌ پچاءَ جو ڪم -
سانجهڻ. (صفت) ٺهيل ٺُڪيل.
- رَڌو رَڪيو هٿ َڻ: سڀ ڪجهه مفت ملڻ.
(طنزآ) محنت ڏاران ڪجهه بہ نہ ملڻ - بنا تڪليف
جي ڪجهه بہ حاصل نہ ٿيڻ.
- رَڌي پَڪي: ٿ. رڌ پچاءَ. ٺهيل ٺُڪيل
ڪاڏو. ٺَهيو ٺُڪي.
- رَڌي ڪي رَڌَڻُ: وري وري ساڳي ڳالهه
ڪرڻ - ورجائڻ - هرهر چوڻ. ڏکويل کي هيڪاري
ڏکوئڻ - مُئل کي مارڻ.
● رُڌائڻُ: مصدر. [سن. رُڌ = مشغول] ڪم ۾
لڳائڻ - رلپائڻ.
- رُڌَلُ ۽ رُڌَلَ: ذ. صفت. رليل - مشغول -
لڳل (ڪم ۾).
● رَڏُ ۽ رَڏَ: ذ. صفت. اڙ ٻنگ - اوڏ و - اهنڊ -
ڏِنگو. ضدي - بحثي. بي عقل - مورک. بي رحم -
بي قياس. بيڪار - نڪمو.
- رَڏَ ڪَڏائڻُ: هوڏ ٻڌڻ - اِٽ هٽي ٻيهڻ -
ضد ٻڌڻ.
- رَڏَ ڪَڏائي وِڙهَڻُ: خواهه مخواهه
وڙهڻ - بنا سبب جهيڙو ڪرڻ.
● رِڏُ: اسم خاص. مسلمانن جي هڪ ذات جو
ٽالو.
● رِڏُ ۽ رِڏَ: ذ. صفت. ڪچو - اڻ پڪل.
ٺي اولاد. ڏکيو - مشڪل.

- رِڏُ ٻيڙَنُ: اڻ ٿيڻي ڳالهه ڪرڻ.
● رِڏُ ۽ رِڏَ: ذ. ٺُلهو - ڏونسو - متارو. تمام
ڪارو. ڀچڙو - بدشڪل. ڪدلو. اڻ پرٽيل.
- رُڏَ ڪَرَڻُ: ناس ڪرڻ - ڪاٽي چٽ ڪرڻ -
تباهه ڪرڻ. هضم ڪرڻ.
● رَڏو ۽ رَڏا (ٿ): ذ. چم آتلائڻ لاءِ ڪم
ايندڙ هڪ ڪاٺي.
● رِڏو ۽ رِڏا (ٿ): ذ. دِل - هيانءُ -
قلب.
● رُڏو ۽ رُڏا (ٿ): ذ. هٿين ڪان معذور -
لُولو - رُولُٽو. ڏکيو - مشڪل. ٺٺر - ضدي.
● رَڏِي ۽ رَڏِيُون: ٿ. ٺٺر پائي - ضد. گهڻي -
اڙي. اهنڊائي - اڙڏائي.
- رَڏِي ڪَرَڻُ: ڦَڏو ڪرڻ. ضد ڪرڻ -
گهڻي ڪرڻ. گوهي ڪرڻ. اڙي ڪرڻ.
● رِڙَ ۽ رِڙُون: ٿ. چوپائي مال جو هڪ
قسم - گهيٽي.
- رِڙَ جانُ هٿَنبوڇا هٿ َڻ (ڪ): سهڪڻ. سخت
گرمي لڳڻ.
- رِڙَ جهڙو: ذ. صفت. ساد و سُود و - بہ چئو.
ڀالو ڀولو. بيوقوف.
- رِڙَ جي ڀَڄ ۾ چَنبڙَڻُ: ڪمزور ۽ بيوقوف
ماڻهوءَ تي ڀروسو رکڻ.
- رِڙَ جي لَتَ پِيڏيءَ تائين: ڪمزور ماڻهوءَ
مان گهڻ نقصان پهچڻ جو انديشو.
● رُڙو ۽ رُڙا (ٿ): ذ. ٻينٺ - هڪ هنڌ ڪٺل -
ڪڙو ٿيل. ٻَنڌ.
● رَذالَتَ: ٿ. [ع. رذالت] ڪميڻپ -
بي حيائي - بچڙائي.
● رَذِيلُ: ذ. صفت. [ع] ذليل - ڪميڻو -
ليچ. بي شرم. ڪرڙيل - بد اخلاق.
● رَرَدوئِي (ٿ): ٿ. بيماريءَ جو هڪ قسم -
يرقان.
● رَرُڪو ۽ رَرُڪا (ٿ): وَرُ - ڦيرو -
گهمرو.

● رَڙِ ۽ رَڙيون: ٿ. دانهن - رِڙهه - ڪيهه - چيخ - ڪُوڪ. واڪو - هَڪل - سَڏُ.
- رَڙِ نڪرڻ: ايذاء يا ڏک سبب دانهن لڪرڻ. عجب مان دانهن نڪرڻ. تمام گهڻي حيرت ڪرڻ. تمام گهڻو افسوس ڪرڻ.
- رُڙو رَڙِ: ٿ. دانهن ڪُوڪ - چيخ پُڪار. هُل هنگامو.
● رَڙائڻُ: مصدر "رڙڻ" مان متعدي بالواسطہ. دالهون ڪرائڻ - واڪا ڪرائڻ. روئارڻ (ٻار کي). ڪَڪ ڪرڻ - ستائڻ - آزارڻ. رُلائڻ.
● رَڙڪاٽُ: ذ. ڏندن سان ڪا سخت شئي ڪُرٽڻ جو آواز. پنگ يا ٽاڏل گهوٽڻ جو آواز.
- رَڙڪاٽَ ڪَڙڪاٽَ (ٽ): ذ. گوڙ گهمسان - شور ۽ هُل.
● رَڙڪَڻُ: مصدر. ڏندن سان ڪا سخت شي ڪُرٽي کائڻ - ڪُرٽڻ - ڪائڻ. ڪاٺي و چڻ - ڦاٿيڻ - د ٻائڻ - ڳِيهڻ - هيسڻ.
- رَڙڪو ۽ رَڙڪُو (ٽ): ذ. صفت. ڪاٺي ويندڙ - هٻچي - لالچي. رشوتخور.
- رَڙڪي وَجڻُ (ٽ): ڪاٺي وجڻ - ڪاٺي چَٽُ ڪرڻ.
● رَڙڪو ۽ رَڙڪا: ذ. رَڙِ - دانهن - ڪُوڪَ - واڪو - ڪيهَ. سڏ - هوڪو - هڪل. گوڙ - ڏمچر.
● رڙُلي: اسم خاص. تعلقي ڇاڇري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● رڙَڻُ: مصدر. دالهن - دانهون ڪرڻ - رڙيون ڪرڻ. واڪا ڪرڻ. ٻاڪارڻ. روئڻ (ٻارجو). رنڀڻ. سڏ ڪرڻ. ٻاڏائڻ. ليلائڻ.
● رڙو ۽ رڙا: ذ. مٽي ٻاٺيءَ جي مچيءَ جو هڪ قسم - ڪکو (ٻنا چارن، ٻُٺيءَ ۾ ٽَي وڏا ڪندا ۽ پن وڏين مُڇن مان). مُڱ جو سخت داڻو - مُڱ يا مٽر جو ڪريل داڻو.
"رڙا ڪين رَجهن، توڙي ٻارڻ ٻرن ۾ ٻُڙا"
(صفت) سخت - ڏاڍو.
● رِڙهُڪَڻُ: رِڙهڻ - سِرڪڻ - هٽڻ.
● رِڙهَڻُ: مصدر. سِرڻ - چُرڻ - کسڪڻ. ريڙهيون ٻائڻ. آهستي آهستي هلڻ.

● رَڙِهي: ٿ. اِٽَ - اڙِي - رَڏِي. (اسم خاص) مغلين جي پرسان هڪ ڳوٺ جو نالو (جتي مائهو ڪنهن زماني ۾ تمام شاهوڪار هئا، جيئن اڄ ڏاڻين چوندا آهن ته "تون ته رڙهيءَ جو شاهوڪار آهين").
● رَڙِي: ٿ. ڪڻڪ جو هڪ قسم (داڻو لنيو ۽ سخت، رنگ ڳاڙهو). اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● رَزُ: ذ. [ف] انگور. (دُختَرِ رَزُ = انگور جو شراب).
● رَزّاقُ: اسم خاص. [ع. رَزَقَ = هُن کاڌو ڏنو] رزق ڏيندڙ - روزي رسائيندڙ - کاڌو ڏيندڙ. خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.
- رَزّاقي: ٿ. روزي ڏيڻ جي صفت.
- رِزقُ: ذ. [ع] روزي - خوراڪ - چُوڻُو - روزينو - کاڌو، داڻو ٻاڻي. ڌن دولت. نصيب - ڀاڳ.
- رِزقُ پُهچائڻُ: روزي ڏيڻ - کاڌو موجود ڪري ڏيڻ.
● رِزالو ۽ رِزالا (ٽ): ذ. [ع. رِذالة > ريزالو > رِزالو] ذليل - رذيل - ڪميڻو - بداخلاق - بد چال.
● رِزَلٽ ۽ رِزَلٽون: ٿ. [انگ Result] نتيجو - ڦل. امتحان جو نتيجو.
● رَزمُ: ٿ. [ع] لڙائي - جنگ - ويڙهه.
- رَزمگاهه: ذ. جنگ جو ميدان - لڙائيءَ جو هنڌ.
- رَزمگوئي: ٿ. جنگي شعر.
● رَسُ: صفت. [ف] رسندڙ - پهچندڙ. عموماً مرڪب لفظن جي آخر ۾ ڪم ايندڙ: "دسترس، فرياد رس، داد رس".
● رَسِ ۽ رَسيون: ٿ. [پرا. رَسِنِ؛ سن. رَشمِ؛ ع. رَسَنُ] رَسي - نوڙي - واجهه. پيڙياتن جي اصطلاح ۾ ڳيرڻ واري رسي. ٽاڇيءَ کي چِڪڻ جو نوڙ (ٽ).
- رَسِ چِڪَڻُ: پيڙيءَ جي ڳيرڻ واري رَسي چِڪڻ.

● رَسُ ج رَسَ: ذ. [سن. رَس = مِٺاڻ] پاڻي - عرق. پاڻيٺ - پتڙي شيء. پتڙي مٺي شيء. شربت. ڳاڙ - نچوڙ. چاش - وَت. سواد - ذائقو - لذت - چَسَ - چَشڪو. مِيناج. مزو - لطف (تماشي يا رهاڻ جو). لئي (ڳائڻ جي). صلح. قرب - محبت. وهُن جي هڪ بيماري (عموماً گهوڙي يا گڏهه کي کُرن ۾ ٿئي).

- رَسالُ ج رَسالَ: ذ. رس ڀريو - مِٺو - ذائقيدار.

- رَسائِتو ج رَسائِتا: ذ. صفت. رس وارو - سوادي - مِٺو - گهڻي رس وارو.

- رَس ٻيٺهارَڻُ: راڳيندڙ جو راڳ ۾ اثر پيدا ڪرڻ - لئي ڪرڻ.

- رَس ڀَريو ج رَس ڀَريا: ذ. صفت. رسدار - رس وارو - مِٺو - سُريلو.

- رَس پَلائِڻُ: رس رهائڻ - رس رکڻ. پلائي ڪرڻ. نباهڻ.

- رَس رَساوَتَ ڪَرَڻُ (ت): راضي ڪرڻ. رسائي ڪرڻ. رشوت ڏيڻ.

- رَس رَهائِڻُ: قرب سان هلڻ. دوستن يا پائرن جو پاڻ ۾ صلح قائم رکڻ.

- رَس ڪَرَڻُ: ماکيء جي مکين جو ماناري ۾ رس گڏ ڪرڻ. محبت ڪرڻ - پريت ڪرڻ. پاڻ ۾ صلح ڪرڻ.

- رَسُ لَڳَڻ: رس ٻيهڻ - راڳ جو اثر ٿيڻ.

- رَسُ هارڻ: بيمار ٿيڻ - اکهو ٿيڻ.

- رَسيلائِيُ: ث. مِيناج - مزيداري. سواد. لئي.

- رَسيلو ج رَسيلا: ذ. صفت. [سن. رَسُ = پچڻ] رس وارو - رسائتو. گهڻي رس وارو. لذيذ - سوادي. مٺو (آواز) - وڻندڙ:

"اج پڻ رسيلا رنگ، بادل ڪيا برجن سين"
(شاهه).

"سکر سونائون، ٿيا رسيلا رحمان سان"
(شاهه).

● رَسا: صفت. [ف] پهچندڙ. مٿي ٿيندڙ. پري ويندڙ.

- رَساڪارُ: ذ. صفت. پهچائيندڙ - توڙ پچائيندڙ. تجربيڪار. برجستو - پڙ. لائق.

- رَساڪارِيُ: ث. رسائي - پهچ - پڄندي.

● رَسال (ل): ث. وَٽ - ريج (زمين کي).

● رِسالَتَ: ث. [ع. رسالة < رَسَلَ = هن نياپو موڪليو] پيغامبري - سفارت. نبوت.

- رِسالَتُ پَناهُ: ذ. پيغامبري جو محافظ.

● رِسالو ج رِسالا: ذ. [ع. رسالة ج رسائل] ننڍو ڪتاب. خط. ڪنهن مضمون تي مشتمل ڪتابڙو. مضمونن جو مجموعو - مخزن. بيتن جو ڪتاب - "شاهه جو رسالو". گهوڙي سوارن جي فوج جو دستو. فوج جو هڪ حصو.

- رِسالدارُ ج رِسالدارَ: ذ. صفت. [ع. رساله + ف. دار > داشتن = رکڻ] رسالي جو آفيسر. هڪ فوجي عهديدار. (اسم خاص) تعلقي ڪنڌڪوٽ ۾ هڪ تپي ۽ ديهه جو نالو.

- رِسالدارِيُ: ث. رسالدار جو عهدو يا آفيس.

● رَسائِڻُ: مصدر. [ف. رسانيدن] پهچائڻ - ليڪَڻُ - پڄائڻ. توڙ ڪرڻ. نبيرڻ. نباهڻ. پورو ڪرڻ - راس ڪرڻ. آمائڻ - موڪلڻ.

● رَسائِيُ ج رَسايُون: ث. [ف] پهچ - پڄت - پڄندي. ڪنهن عملدار جي گشت تي اڪرڻ تي ان جي زيردست عملي جو رسد وغيره پهچائڻ جو انتظام - آفيسر جي منزل جو بندوبست.

- رَسائِي ٿيڻ: پڄت ٿيڻ. انتظام ٿيڻ.

- رَسائِي ڪرڻ: بندوبست ڪرڻ - انتظام ڪرڻ.

● رَساين، رسائِين، رَسائِڻ: ث. [هه] ڪيميا. ڪيميائي اتصال.

- رَساين گهَرُ: ذ. تجربيگاهه - ڪيميا گهر.

- رَساين ميلُ: ذ. ڪيميائي جوڙ - ڪيميائي مرڪب.

- رَساين وِديا: ث. علم ڪيميا - ڪيمسٽري (Chemistry).

- رَسايِنِيُ: ذ. ڪيمياگر. دوا ساز. دوافروش.

● رَسْتخيزُ: ث. [ف] مسلمانن جي عقيدي موجب الله تعاليٰ جو هرهڪ بندي کان سندس

اعمالن جي حساب ڪتاب وٺڻ جو ڏينهن - قيامت - آخرت.

● رَسْتِگار: ذ. [ف] رهائي حاصل ڪندڙ - آزاد - ڇُٽل - ڇُٽيل.

- رَسْتِيڪاري: ث. آزادي - ڇوٽڪارو - رهائي.

● رُسْتَمُ: اسم خاص. [ف] ايران جي هڪ مشهور پهلوان جو نالو (جو زال بن سام جو پٽ هو ۽ عيسوي سن کان اٽڪل نَوَ سؤ ورهيه اڳ ٿي گذريو). (ڪناية) پهلوان - سورهيه - بالڪو - بهادر. تعلقي سکر ۾ هڪ تپي ۽ ديهه جو نالو.

- رُسْتَمي: ث. بهادري - شجاعت - دليري. طاقت - همت. ڏاڍ مڙسي - زوراوري.

● رُسْتَماڻي: اسم خاص. مزاري بلوچن جو هڪ قبيلو.

● رَسْتو ۽ رَسْتا: ذ. [ف. راسته] سڙڪ - واٽ - راهه - لنگهه - ڪَس. ڍنگ - طريقو - نمونو. قاعدو. اٽڪل - پهه. اَٽ ويهه - اچ وڃ. سنگت. عزازت.

- رَسْتو پُڇائڻ: رستو ڏيکارڻ - ڏس ڏيڻ. نمونو ڏيکارڻ.

- رَسْتو ڏِسَڻُ: انتظار ڪرڻ - اوسيڙو ڪيڻ.

- رَسْتو ڏيکارڻ: واٽ ڏيکارڻ. هدايت ڪرڻ. سيڌارڻ.

- رَسْتو ماپَڻُ: اندازو لڳائڻ. ڏِسڻ - سڄاڻڻ - رکڻ.

- رَسْتو وَٺَڻُ: روانو ٿيڻ - هلڻ - پنڌ پوڻ. طريقو معلوم ڪرڻ - رهبري حاصل ڪرڻ.

- رَسْتو وَهڻُ: رستي تي تمام گهڻي آمدرفت هجڻ.

- رَسْتو هُجڻ: اچ وڃ هجڻ. ماڻهي ميٺي هجڻ. لاڳاپو هجڻ.

● رَسجَڻُ: فعل مجهول. پَچَڻ (ميوو) راس ٿيڻ. رَسَڻُ. پهچڻ.

● رَسَدُ ۽ رسَدَ: ذ. حصو - ڀاڱو - ونڊ - وَلدي. قسمت - ڀاڱ. اناج جي جنس. لشڪر يا قافلي سان گڏ کاڌي جو ذخيرو. راشن - راتب - خوراڪ - کاڌو. سيڌو سامان (جو فوج لاءِ هجي).

- رَسَد پهچائڻ: لشڪر وغيره کي خوراڪ جو سامان پهچائڻ.

- رَسَد رَسائِڻُ: اناج پهچائڻ. کاڌو پهچائڻ. رسائي ڪرڻ. سامان پهچائڻ.

● رَسْڪَپُورُ: ذ. [سن. رَس = پارو + ڪَرپُورَ = ڪافور] پاري وکر جو هڪ قسم (زهريلي دوا). پاري جو جلاب.

● رِسْڪَڻُ: مصدر. سرڪڻ - رِڙهڻ - سرڻ - هٽڻ - کِسڪڻ.

- رِسْڪَڻِ (کس): ث. سرڪڻِ (گِنيڊ).

- رِسْڪو ۽ رِسْڪا: ذ. ريڙهو - کِسڪو - کِسڪو.

● رَسْمَ ۽ رَسْمُونُ، رُسُومُ - رسومات: ث. [ع. رَسَمَ = هُن نشان ڪيو] نقش - نشان. لکيت - تحرير. دستور - قاعدو. رواج - ريت - هلي چلي. عادت - هلت - رَوِش.

- رَسْمُ الْخَط: ذ. لکڻ جو نمونو - طرز تحرير - لِکٽي.

- رَسْمُ و رواج: ذ. هلي چلي - قاعدو قانون.

- رَسْمِي ۽ رَسْمِيُ: ذ. صفت. رواجي - معمولي. هالو چالو - عام - مروج. هميشه استعمال ٿيندڙ.

● رَسَنُ: ذ. [ف] رسو - نوڙي. ڦاهي.

- رَسَنُ بازُ: ذ. بازيگر.

● رَسْنا ۽ رَسْنائُونُ: ث. [سن. رَسنا = زبان، ڳالهه] ڳالهه ٻولهه. مٺ محبت. ٻيٽ. شوروو - رَس، ذائقو - سواد.

- رَسْنائُونُ وَٺڻُ: چشڪا وٺڻ - مزا وٺڻ. سواد وٺڻ. چهرون ڪرڻ. ٿارونءَ ۾ ڪيتڪيتايون ڪيڻ. ڪنهنکي خوش ڪرڻ.

● رَسَڻُ: مصدر. [ف. رسيدن = پهچڻ] پهچڻ - پُڄڻ. پُڄڻ. سهڙڻ. راس ٿيڻ - تڪميل ٿيڻ. پچڻ (ميوو) تيار ٿيڻ. پڪو ٿيڻ.

● رُسَڻُ: مصدر. [هـ. رُوسنا، رُسنا] ڪاوڙجڻ - رلج ٿيڻ - ناراض ٿيڻ. تنگ ٿيڻ - خفا ٿيڻ. مُنهن مٽڻ.

- رُسُتُو ۽ رُسُتا: ذ. صفت. رُسندڙ. زود رنج. چيڙاڪ - چڙٽو.
● رَسو ۽ رَسا: ذ. [ف. ريسمان، سن. رَشيم، رَسنا=نوڙي] لوڙ - واجهه - ورت.
- رَسو پيچڻ: رسو ڻاهڻ - رَسو وَٽڻ.
- رَسو وَٽڻ: رَسو پيچڻ.
- رُسوا ۽ رُسوا: ذ. صفت. [ف] ذليل - بيعزت. خوار - بدنام.
- رُسوا ٿيڻ: بدنام ٿيڻ - خوار ٿيڻ.
- رُسوا ڪرڻ: بدنام ڪرڻ - خوار ڪرڻ.
- رَسوائي: ث. بدنامي - خواري.
● رُسوخ: ذ. [ع. رسخ = هو پڪو ٿيو] مضبوطي - پڪائي - استقلال. پهچ - هلندي. اعتبار - پروسو.
● رَسوڙو ۽ رسوڙا (ڪ - ڪ): ذ. بورچيخانو - رڌڻو.
● رَسول: ث. [هه. رَسوت] پسارڪي وکر جو هڪ قسم (دوا ۾ ڪم ايندڙ ڪارو رس؛ جو اکين جي اُٿڻ ۽ ٻرهال جي بيماريءَ ۾ ڪم اچي).
● رَسولُ ۽ رَسولَ: ذ. [ع. رُسل= موڪيل] خدا تعاليٰ جي طرفان موڪليل اهو نبي سڳورو جنهن تي ڪتاب نازل ٿئي. قاصد - پيغامبر. ايلچي.
- رَسولي: ث. پيغمبري - نبوت - رسالت.
- رَسوليت: ث. نبوت - پيغمبري - رسالت.
- رَسول آباد: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي خيري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● رَسوئي ۽ رَسوئيون: ث. [سن. رَس= رڌڻ] ڪاڌو - مالي - طعام. رڌڻو - بورچيخانو.
- رَسوئي ڻاهڻ، ڪرڻ: ڪاڌو تيار ڪرڻ - مالي ڻاهڻ - طعام رڌڻ.
● رسويو ۽ رَسويا: ذ. صفت. [هه. رسويا] مالي ڻاهيندڙ - بورچي - راڌو.
● رَسي ۽ رَسيون: ث. [سن. رَشم؛ ف. ريسمان=نوڙي] لوڙي (سڄ - سڻ يا ڏاس جي). پيڙيءَ چڪڻ لاءِ رسو.
- رَسي جهلو ٿيڻ (ت): مددگار ٿيڻ - حامي ٿيڻ - ٻانهن ٻيلي ٿيڻ. چوريءَ جي مال کپائڻ ۾ ٻانهن ٻيلي ٿيڻ.
- رَسي ڇڄڻ: قيد مان نڪرڻ. لڄات ملڻ. واسطو ٽٽڻ. ڇڙواڳ ٿيڻ. ڀاڳ ڀڙائڻ - نصيب ڀاوري ٿيڻ.
- رَسي ڇڪڻ: ٻيڙياتن جي اصطلاح ۾ ٻيڙيءَ کي اوڀاري وهڪري تي رسيءَ ڪان وٺي ڇڪي هلڻ.
- رَسي ڍري ڪرڻ: مهلت ڏيڻ. ڪجهه نه چوڻ. ڇوٽ ڇڏڻ - واسطا ٽوڙڻ.
- رَسي ڪترائڻ: ڀڄي وڃڻ - بنا موڪلائي وڃڻ. مري وڃڻ.
- رَسيون وَٽڻ: بيفائدو ڪم ڪرڻ. واندو ويهڻ. ڪوبه ڪم نه ڪرڻ.
● رَسيد ۽ رَسيدون: ث. [ف. رسيدن= پهچڻ] پهچ - پهچڻ جي لکيت - وصوليءَ جي تحرير.
- رَسيد ڏيڻ: پهچ جو ڪاغذ ڏيڻ.
● رَسيده: ذ. صفت. [ف. رسيدن=پهچڻ] پهتل - رَسيل. خدا سان پهتل.
● رَسيل ۽ رَسيل: ذ. صفت. [ف. رسيده= پهتل؛ سن. رَس= پچڻ] پڪل - پڪو (ميوو). رَس وارو. تازو (ميوو). ساماڻل - بالغ. وَهي چڙهيل.
● رَش: ث. [انگ. Rush] هجوم - انبوهه - پيهه.
● رَش: ذ. [ع] چمڪار - ڦڙو - ڇنڊو.
● رِشا (ڪ): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● رِشتو ۽ رِشتا: ذ. [ف. رشته=ڌاڳو، تند] مائٽي - عزازت. پنهنجائي - پنهنجائپ. ناتو - لاڳاپو - تعلق.
- رِشتو ڪرڻ: مائٽي ڪرڻ.
- رِشتو ناتو: ذ. پنهنجائي - عزازت مائٽي.
- رِشتيدار ۽ رِشتيدار: ذ. صفت. مائٽ - سڱيڻو - عزيز - پنهنجو. لاڳاپيل.
- رِشتيداري: ث. مائٽي - سڱائپ - عزازت. لاڳاپو - برادري - ڀائپي.

● رُشتُ پُشتُ: ذ. صفت. بدن ۾ پريل - ڏنو مُتو - ٿُلهو متارو. سگهارو.

● رُشدُ: ذ. [ع. رَشَدَ = هو نيڪ راهه تي هليو] سچائي - صداقت. ايمانداري. هدايت - رهبري.

● رَشڪ: ث. [ف] حسد - ريس - ساڙو. عداوت - دشمني - وير - رقابت - غيرت - شرم - لڄ.

- رَشڪ انگيزُ: ذ. صفت. [ف. رشڪ + انگيز > انگيختن = ڪڙو ڪرڻ] ريس ڏياريندڙ - حسد پيدا ڪندڙ. پڙڪائيندڙ.

- رَشڪ پَري: ذ. اهڙو سهڻو، جنهن ڪي ڏسي حُور ڪي به ريس ٿئي - تمام سهڻو.

- رَشڪِ حُور: ث. رشڪ پري.

● رَشڪو: ذ. گاهه جو هڪ قسم.

● رُشوَتَ ۽ رُشوَتُون: ث. [ع. رشي = هن رشوت ڏني] ڪنهن ڪم جي عيوض ناجائز طور ڏنل خرچي - وڍي - لب.

- رُشوا ۽ رُشوائُون: ث. رشوت جو بگڙيل لمونو.

- رُشوَتخورُ ۽ رُشوَتخورَ: ذ. صفت. [ع. رشوت + ف. خور > خوردن = کائڻ] رشوت کائيندڙ - رشوتي - راشي.

- رُشوَتخوري: ث. رشوت کائڻ جي حالت.

- رُشوَتَ ڏيڻُ: ڪنهن ڪم جي عيوض ناجائز طرح خرچي ڏيڻ - لب ڏيڻ - وڍي ڏيڻ - پاڙ ڏيڻ.

- رُشوَتسِتاني: ث. [ع. رشوت + ستالي > ستودن = وٺڻ] رشوتخوري - رشوت وٺڻ جي حالت.

- رُشوَتُ کائڻُ: ڪنهن ڪم جو ناجائز معاوضو وٺڻ - رشوت وٺڻ.

- رُشوَتُ وَٺڻُ: رشوت کائڻ.

- رُشوَتي ۽ رُشوَتيِ: ذ. صفت. رشوت وٺندڙ - رشوت کائيندڙ - رشوتخور.

● رِشيُ ۽ رِشي: ذ. [سن] ويدن جا شبد ڳائيندڙ - سنت - تپسيا ڪندڙ. درويش (هندن جي عقيدي موجب قديم زماني ۾ ست وڏا رشي ٿي گذريا آهن: ١- ڪشيا، ٢- آتري، ٣- ريپا، ٤- آگستيا، ٥- ڪسيڪا، ٦- وسشٺا ۽ ٧- وياسوا).

● رِشهيِ ۽ رِشهيِي (ت): ذ. صفت. فريبي - مڪريل - ٺڳ - اٺڪلي.

● رَشيدُ: ذ. صفت. [ع. رَشَدَ = هن هدايت هٿ ڪئي] هدايت ڪيل - سڌي رستي لڳايل. تربيت ورتل - تعليم يافته (اسم خاص) خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

● رَشيدائي: اسم خاص هڪ ذات جو نالو.

● رَشيد ڪيبَرُ: اسم خاص. تعلقه هالا ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو.

● رَشيدُ وَڳڻُ: اسم خاص تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● رَصَدُ: ذ. [ع] تارن جي گردش ڏسڻ جو منارو - جنتر تنتر.

- رَصَدُ گاهه: ذ. تارن جي گردش جاچڻ جي جاءِ.

● رَضا ۽ رَضائُون: ث. [ع. رضي - هو خوش ٿيو] خوشنودي - رضامندي - خوشي. ارادو - مرضي. موڪل - رخصت. حڪم - امر (خدائي). چالاڪو - مرڻو. تقدير. بندي جو خدا جي مرضيءَ تي راضي رهڻ جي حالت (پوءِ رنج هجي يا خوشي).

- رضا الله جي ڪرڻُ (ت): مئل ماڻهوءَ جي عذرخواهي ڪرڻ - فاتحه پڙهڻ.

- رَضا جو سودو هڻڻُ: خوشيءَ جو ڪم هڻڻ - خوشيءَ سان قبوليت هڻڻ.

● رضا راڻُو: ذ. صفت. مرضيءَ جو مالڪ - خود مختيار.

- رَضاڪارُ ۽ رَضاڪارَ: ذ. صفت. [ع. رضا + ف. ڪار > ڪردن = ڪرڻ] خوشيءَ سان ڪم ڪندڙ - معاوضي کانسواءِ قومي خدمت ڪندڙ.

ـ رَضاڪارِي: ث. بنا اجوري مدد جي خدمت.

ـ رَضا ڪَرَڻُ: مرڻ ـ مري وڃڻ ـ وفات ڪرڻ.

ـ رَضامَنْدُ ع رَضامَنْدَ: ذ. صفت. [ع. رضا + ف. مند = وارو] راضي ـ خوش. اقراري ـ آماده.

ـ رَضامَنْدِيءَ: ث. خوشي ـ پسندي ـ مرضي. قبوليت ـ مڃتا. آمادگي. رغبت.

ـ رَضانامُو ع رضاناما: ذ. [ع. رضا + نامه = دستاويز] ناهه ـ پرچاءُ ـ صلح. قبوليت نامو.

ـ رَضانامو ڪرڻ: ناهه ڪرڻ ـ پرچاءُ ڪرڻ. صلح ڪرڻ.

ـ رَضائِي ع رَضائِي: ذ. رضا وارو ـ پنهنجي مرضيءَ وارو ـ خود خيال ـ خود مختيار.

● رِضائِيءَ ع رِضائِيُون: ث. [ف] پنيرائي ـ طول. گاديلو. سوڙ.

● رِضْوانُ ع رِضْوانَ: ذ. [ع] بهشت جو داروغو ـ هڪ فرشتي جو نالو (جو فردوس برين جو دربان تصور ڪيو وڃي ٿو). بهشت. رضامنديءَ. خوشنودي.

ـ رضواني ع رضواني: ذ. صفت. بهشتي ـ جنتي.

● رِضْوِيءَ: صفت. [ع] حضرت موسيٰ علي رضا جي خاندان سان نسبت رکندڙ.

● رَضِيءَ: صفت. [ع. رَضِيءَ = هو راضي ٿيو] خوش ـ راضي.

ـ رَضِيَ اللّٰهُ تَعاليٰ عَنْهُ: انهيءَ کان اللّٰه تعاليٰ راضي ٿيو.

ـ رَضِيَّهُ: ذ. صفت. [ع. رَضِيَ = هو خوش ٿيو] ساراهه جوڳو ـ تعريف لائق.

● رَطْبُ: صفت. [ع] پُسيل ـ تار ـ آلو ـ گهميل. تازو. نرم.

ـ رَطب ويابِسُ: ذ. صفت. تر ۽ خشڪ ـ سُڪل ۽ آلو. چڱو مٺو ـ نيڪ بد.

● رَطَلُ ع رَطَلَ: ذ. [ع] شراب جو جام. اڌ سير جو وزن ـ رتل.

● رُطُوبَتَ ع رُطُوبَتُونُ: ث. [ع] آلاڻ ـ پوسل ـ نمي ـ تري ـ پاڻيٺ.

● رطولُ: اسم خاص. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● رَعايا: ث. [ع. رَعِيَّت ع رعايا < رَعيَ = هن ڪاڌو ڪارايو ـ حفاظت ڪئي] ڪنهن حاڪم جي فرمان ۾ رهڻ وارا ماڻهو ـ پرجا ـ محڪوم.

● رِعايَتَ ع رِعايَتُونَ: ث. [ع. رَعي = هن سنڀال ڪئي] نگهباني ـ سنڀال ـ حفاظت ـ پرگهور. لحاظ ـ سانگو ـ مروت ـ طرفداري. مهرباني ـ عنايت. ڪمي (اگهه يا قيمت ۾) ـ تخفيف.

ـ رِعايَتَ ڪَرَڻُ: طرفداري ڪرڻ ـ لحاظ ڪرڻ. مروت ڪرڻ. گهٽ ڪرڻ (قيمت).

ـ رِعايَتِيءُ ع رِعايَتِيءَ: ذ. صفت. رعايت ڪيل ـ مروتي. لحاظ ڪيل.

● رُعْبُ ع رُعْبَ: ذ. [ع. رَعَبَ = هو ڊنو] ڊپ ـ خوف ـ ڀؤ ـ هيبت ـ هراس ـ ڌڪو. ڇمت. دٻدٻو ـ ڌاڪو. حشمت ـ دهشت.

ـ رُعْبُ تابُ: ذ. دٻدٻو ـ تجمل ـ ڌاڪو. شان شوڪت. حشمت.

ـ رُعْب ڇائِنْجَڻُ: خوف غالب ٿيڻ ـ ڊپ ويهڻ ـ دهشت ويهڻ.

ـ رُعْبُ دابُ: ذ. دٻدٻو ـ تجمل ـ ڌاڪو ـ شان شوڪت. حشمت.

ـ رُعْبدارُ ع رُعْبدارَ: ذ. صفت. [ع. رعب + ف. دار > داشتن = رکڻ] رعب وارو ـ حشمت وارو. هيبتناڪ ـ ڊپ وارو ـ ڀوائتو.

ـ رُعْبُ ويهارَڻُ: ڇمت ڪرڻ ـ حشمت ويهارڻ ـ اثر ويهارڻ ـ ڄمائڻ ـ ڏيڇارڻ ـ ڊپ ويهارڻ.

ـ رُعْبُ ويهَڻُ: ڊپ ويهڻ ـ حشمت ويهڻ. ماڻهن تي تمام سٺو ۽ شانائتو اثر ويهڻ.

● رَعْدُ ع رَعْدَ: ذ. [ع] وڄ جو ڪڙڪو ـ گوڙ ـ گاج (ڪڪرن جي). ڪڪرن کي هلائيندڙ فرشتي جو آواز؛

"سٺيو رڙ رَعد جي، ڪليون ٿيون ڪنبن"
( شاهه ).

قرآن شريف جي هڪ سورت جو نالو.

● رَعشو: ذ.[ع. رَعشَہٗ] ڏڪڻي ـ ٿڙڪڻي ـ ڪنبڻي. لرزش ـ بيماريءَ جو هڪ قسم (جنهن ۾ هٿ پير ڏڪن).

● رَعنا: صفت. [ع] سينگار سان رهندڙ ـ ٺٺوٺون ـ رنگيلو. دلچسپ ـ خوشنما. گل جو هڪ قسم (اندران ڳاڙهو ۽ ٻاهران زرد ٿئي).

ـ رَعنائيءَ: ث. سينگار ـ ٺاهه ٺوهه ـ آرائش. دلچسپي. ڇڪ ـ ڪشش (سونهن جي).

● رَعونَتَ: ث. [ع] غرور ـ هٺ ـ گهمنڊ. سرڪشي.

● رَعيَّتَ ۽ رَعيتُونَ: ث. [ع. رَعيَ = هن سنڀاليو] رعايت ٿيل ماڻهو ـ ڪنهن حاڪم جا ماتحتي ماڻهو ـ محڪوم ـ پرجا ـ رعايا ـ راڄ.

ـ رَعيت پَروَرُ: ذ. صفت. [ع. رعيت + ف. پرور > پروردن = پالڻ] رعيت جي سنڀال ڪندڙ ـ حاڪم ـ بادشاهه.

ـ رَعيتُ پَروَرِيءَ: ث. رعيت جي سنڀال ـ رعيت جي پونواري.

ـ رَعيتُ نَوازُ: ذ. صفت. [ع. رعيت + ف. نواز > نواختن = نوازڻ] رعيت کي آسودو ڪندڙ ـ راڄ کي خوشحال ڪندڙ (حاڪم).

ـ رَعيتُ نَوازِيءَ: ث. رعيت تي مهرباني.

ـ رَعيتيءَ ۽ رَعيتيءَ: ذ. صفت. رعيت جو ـ راڄ جو ـ راڄوٽي ـ قومي ـ ملڪي. مطيع ـ تابع ـ هٿ هيٺ ـ ماتحت.

ـ رعيتيءُ راڄُ: ذ. ماڻهن جي حڪومت ـ عام جي حڪومت ـ عوامي حڪومت ـ جمهوري راڄ.

● رَغامُ ۽ رَغامَ: ذ. رنج. شڪ ـ گمان. ميٽي لڳل.

● رَغبَتَ ۽ رَغبَتُونَ: ث. [ع. رَغبَ = هو مائل ٿيو] لاڙو ـ رُخ ـ چاهه ـ خواهش. ڇڪ ـ ڪشش. ڌيان ـ توجه. شوق.

ـ رَغبَتَ ڪَرَڻُ: مائل ڪرڻ ـ لاڙو ڪرڻ. پيار ڪرڻ ـ چاهڻ.

● رَفُ: صفت. [انگ. Rough] ڊاٺ وارو مسودو. بيڪار ـ ردي.

● رفاقَتُ: ث. [ع. رَفَقَ = هو شامل ٿيو] همراهي ـ سنگت ـ مدد ـ معاونت. دوستي ـ ياري. واقفيت ـ سڃاڻپ ـ ڏيٺ ويٺ.

ـ رفاقَتُ ڪَرَڻُ: گڏ رهڻ ـ همراهه ٿيڻ. ياري ڪرڻ ـ دوستي ڪرڻ. مدد ڪرڻ.

● رِفاهُ: ذ. [ع] آرام ـ چين ـ سک ـ قرار ـ عام جي ڀلائيءَ جو ڪم ـ ڀلائي ـ بهبودي. راحت.

ـ رِفاهِ عامُ: ذ. عام ماڻهن جي ڀلائي.

● رفتارَ: ث. [ف] چال ـ هلڻي ـ پنڌ. تيزي ـ تڪڙ. ڍنگ ـ ريت ـ روش.

ـ رَفتار و گفتارَ: ث. هلت چلت ـ رهڻي ڪهڻي ـ آٿ ويهه.

● رَفتہ: صفت. [ف. رفتن = وڃڻ > رفته] ويل. گذريل. اڳاتو. مٿل.

● رَفتہ رَفتہ: ظرف. [ف] ويندي ويندي ـ هلندي هلندي. ٿيندي ٿيندي. آهستي آهستي ـ بتدريج.

● رَفرَفُ: ذ. [ع] چارو ـ طاق. طنبو. سائو ڪپڙو. (اسم خاص) آسمان تي حضرت اسرافيل جي رهڻ جي جاءِ. اها سواري جنهن تي نبي صلي الله عليه وسلم جن معراج جي رات سدرة المنتهيٰ کان بارگاهِ الاهي تائين ويا هئا. (صفت) تيز رفتار ـ تکو. روان ـ جاري.

● رَفعُ: ذ. [ع. رَفعَ = هن بلند ڪيو] چاڙهو ـ واڌارو ـ ترقي ـ اضافو. اوچائي ـ مٿانهين ـ بلندي. ختم ـ پورو ـ مڪمل. پري ڪيل ـ برطرف.

ـ رفع ٿيڻ: وڃڻ ـ پري ٿيڻ ـ هٽڻ.

● رفع دفع ڪرڻ: پري ڪرڻ. ختم ڪرڻ. ڊاهڻ. لٿي مٿي ڪرڻ.

ـ رفع ڪرڻ: ٽارڻ ـ پري ڪرڻ. ختم ڪرڻ (معاملو).

● رَفعَت: ث. [ع. رَفع] چاڙهو- واڌارو- ترقي. اوچائي- بلندي- عروج. وڏائي- بزرگي. شان. شرافت. درجو- قدر.

● رَفو ۽ رَفو: [ع. ف] ڪپڙي جو ٽُن- ٻُور. ٽُنگ ٽيل ڪپڙي ۾ ڌاڳي سان مڙهت جو ڪم.

- رَفو ڪرڻ: ٽُن پرڻ- ٻور پرڻ.

- رَفوگر: ذ. صفت. ٻور پريندڙ. ڦاٽل ڪپڙن جي مرمت ڪندڙ.

● رَفو چڪر: ظرف. گم- غائب.

- رَفو چڪر ٿيڻ: تڪڙو هليو وڃڻ- اکين اڳيان ٽرڻ. گم ٿيڻ- ڀڄي وڃڻ.

● رَفيع: ذ. صفت. [ع. رَفع = هن بلند ڪيو] بلند- اوچو- مٿاهون- اعليٰ.

- رَفيع الدرجات: ذ. وڏي درجي وارو- وڏي شان وارو- عظيم.

● رَفيق ۽ رَفيق: ذ. صفت. ع. [رفيق ۽ رفقاء< رَفق] ساٿي- سنگتي- يار- دوست. گڏ هلندڙ- همسفر- همراه- ٻيلي- مددگار.

- رفيقي: ث. دوستي- ياري- سنگت.

● رَڦائي (ت): ث. ڏڪڻي.

● رڦاڙ ۾ پوڻ (ت): ٻَڪ ڪرڻ- واهيات ڳالهائڻ- بدشد ڳالهائڻ.

● رَڦرَق (ڪ): ث. ڌڪ ڌڪ (دل جي).

● رَڦيرو ۽ رَڦيرا (ٿ): ذ. صفت. ڪُلڇڻو- بدافعالو.

● رَڦڻ: مصدر. ڏڪڻ- ڪنبڻ- ٿڙڪڻ. سهڪڻ.

- رَڦڻي: ث. ڏڪڻي- ڪنبڻي.

● رِڦڻ (ل): ث. ڪپ- راڦو- چِڪڻ- چِڪ.

● رَقابت: ث. [ع] دشمني- وير. بغض- حسد- ساڙ- مخالفت. محبت ۾ شراڪت.

● رَقاص ۽ رَقاص: ذ. صفت. [ع. رَقص = هو نچيو] ناچ ڪندڙ- نچندڙ- ناچُو]

- رَقاصه: ث. ناچُو عورت- ناچڻي.

● رَقبه: ذ. [ع] ايراضي- پکيڙ. زمين جو ٽڪر. پسگردائي واري زمين.

● رِقت: ث. [ع. رَق = هو سنهون ٿيو] ڪنئرائي- نرمي- نرمائي- پتڙائي- پتڙاڻ. سنهاڻ- باريڪي. روح. حال- وجد. رحم- قياس- ترس. همدردي- رحمدلي.

- رِقت آميز: ذ. صفت. [ع. رقت + ف. آميز< آميختن = گڏڻ] ڏک جهڙو- افسوسناڪ.

- رِقت انگيز: ذ. صفت. [ع. رقت + انگيز< انگيختن = ڪڙو ڪرڻ] ڏڪدائڪ- ڏک جهڙو- افسوسناڪ.

- رقص: ذ. [ع] ناچ- نرت. آچل- ٽپ.

- رَقصِ طائوس: ذ. [ع. رقص + ف. طائوس = مور] مور جو ناچ- ناچ جو هڪ قسم.

- رَقص و سُرود: ذ. [ع. رقص + ف. سرود = واڄو] راڳ ناچ- ڳائڻ وڄائڻ.

● رُقعو ۽ رُقعا: ذ. [ع. رُقعَة] لکيل ڪاغذ- خط- چِٺي.

● رَقم ۽ رَقمون: ث. [ع. رَقم = هن نشان ڪيو يا لکيو] لکيت- لکيو- تحرير. مُهر- نشان- ڇاپو. انگ- لکڻ ۾ روپين جي انگ ظاهر ڪرڻ لاءِ خاص نشان. (عدد> عه = ۱، عا = ۲، سے = ۳، للعه = ۴، صه = ۵، ے = ۶، سعه = ۷، سلے = ۸، لعه = ۹، عـ = ۱۰). جنس- قسم. مال- دولت. قيمتي شئي.

- رَقم توبيري ۾ هُئڻ: هڙ مُوڙي وڃڻ- پيسا نابود ٿيڻ.

- رَقم پُوري ٿيڻ: پيسا ختم ٿيڻ. سيڪجهه چٽ ٿيڻ.

- رقم ڀيارڻ: پيسا جمع ڪرائڻ.

● رَقم ڏيڍي ٿيڻ: ڦَر جي وڃڻ. رقم ٻُڏڻ. نقصان پوڻ.

- رَقم ڪرڻ: لکڻ- تحرير ڪرڻ.

- رَقم ڪي شيو: محاورو. نه ميڻ جهڙيءَ رقم جي اڳيان ٻُڙي ڏيڻ. حساب ڪتاب ختم- رقم ٻڏڻ.

- رَقم ۾ تنگ پوڻ: پيسا گُھٽڻ- کوٽ پوڻ.

- رَقموار: ظرف. سلسليوار. جنس به جنس- درجي بدرجي.

- رَقَم وارڻ: پئسن مان تي بنديءَ ۾ اها رقم آڳت ڪري ان کي ٻڙي ڏيڻ.
- رَقَم ٿيي آڳت ٿيڻ: پئسا برباد - رقم ڇٽڻ.
● رقُود ۽ رَقُود: ذ. صفت. [ع] سمهندڙ - غافل - لاغرض.
● رَقِيب ۽ رَقِيب: ذ. صفت. [ع] نگهبان - راکو - محافظ. چاري - جاسُوس. حريف - هم پيشه. دشمن - ويري. مخالف. معشوق جو ٻيو عاشق. (اسم خاص) خدا تعاليٰ جو صفاتي نالو.
● رَقِيق: ذ. صفت. [ع] پاڻيءَ جهڙو - پتڙو - ڇِڊو. نرم - ڪُنئرو. نازڪ. سنهون - باريڪ. اپرو.
- رَقِيقُ القَلب: ذ. صفت. نرم دل - رحمدل - ٻاجهارو.
● رَڪ ۽ رَڪ: ذ. صفت. [سن. رَنڪ] سخت - ڏاڍو - ستائو. مشڪل - ڏکيو. مشڪل. سخت دل. بي رحم. سخت ڪنجوس - بخيل. سخت جان. بي اثرو

"تنهنجي مريدن مان ڪُهن،
رڪ روسيہ سي نا رهن"

(حمل).

احمق. لُچ:

"رَڪ مان رمضان چئي، آهي هرگز زيان"

(رمضان).

(اسم خاص) مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.
● رُڪ: ذ. ڌاتوءَ جو هڪ قسم. ماريل لوهه - فولاد. رُڪ مان ٺهيل ڪو به اوزار (جهڙوڪ تلوار، ڪٽاري، ڪاتي وغيره). جنگ - لڙائي. (صفت) پختو. قابو. مضبوط. (اسم خاص) گهوٽڪي ۾ گڙهي ياسين تعلقن ۾ ديهه جو نالو.
- رُڪانئون: ذ. صفت. رُڪ جو - فولادي - رُڪ مان ٺهيل.
- رُڪَ پيالو: ذ. تراررن يا ٻين هٿيارن جو جوهر (جنهن کي "آب" چون). ٻاهراڙيءَ جا لوهار انهيءَ کي "رُڪ جو پاڻي" چون ٿا.
- رُڪ پيالو چکڻ: ترار مان شهيد ٿيڻ.
- رُڪَ جا چنا چٻڻ: سخت محنت ڪرڻ - ڪشالو ڪڍڻ.
- رُڪَ جي دانگيون چڙهيون پئيون هُجَڻ: تمام گهڻو خرچ هئڻ. ڏُڪار پوڻ.
- رُڪ چلڪا ڏيڻ: تڪليف ڏسڻ ۾ اچڻ.
- رُڪ راڙ ون ڪرڻ: ڏاڍو مشڪل ڪم نظر اچڻ.
- رُڪ رجهڻ (ت): سخت تڪليف ڪرڻ.
- رُڪَ رَني: ث. ترار جو چمڪو. جنگ - لڙائي.
- رُڪ ڪرڻ (ت): قابو ڪرڻ - سوگهو ڪرڻ.
- رُڪ هُجڻ (ت): قابو هجڻ - سوگهو هجڻ.
● رِڪاب: ث. [ف] وڏو پيالو - وڏي ٿالهي - رڪيبي.
- رِڪابدار: ذ. صفت. هوشيار بورچي.
- رِڪابي ۽ رِڪابيون: ث. ٿالهي - رڪيبي.
● رڪاب ۽ رِڪاب: ذ. [ع. رَڪَبَ = هو سُوار ٿيو] گهوڙي جي زين جي ٻنهي پاسي لڙڪندڙ لوهي پيرڙيو - رڪيب - پاگوڙو
- رِڪابيدار ۽ رِڪابدار: ذ. صفت. [ع. رڪاب + ف. دار > داشتن = رکڻ] رڪيب جهليندڙ - اهو نوڪر جو پنهنجي مالڪ کي گهوڙي تي چاڙهڻ ۾ مدد ڪري. خدمتگار.
- رِڪابَ ۾ پير پائڻ: مسافريءَ لاءِ روانو ٿيڻ. مقابلو ڪرڻ - همسري ڪرڻ.
- رِڪاب وَٺڻ: نوڪر ٿيڻ - خدمت ڪرڻ.
● رُڪاتَ ۽ رُڪاٽون: ث. روڪ - رنڊڪ - رُڪاوٽ

"روڳي رُڪاٽن ۾، اوري ٿا اڙجن"

(غلام حيدر ڪنڊڙي وارو).

● رِڪارڊ ۽ رِڪارڊ: [انگ. Record] ياداشت. دفتر. فائيل (ڪاغذن جو). گراموفون تي وڄائڻ جي ٿالهي) جنهن ۾ آواز پيل هجي).
● رُڪاوَٽ ۽ رُڪاوَٽون: ث. اٽڪ - روڪ - ڇڪڙي - رخنو - رنڊڪ.

● رَڪَبُ ۽ رَڪَب: ذ. محصول - سنگ. زميندار جو هاريءَ تي پانداڻ - لاگ.
● رِڪَتَ ۽ رِڪتُون: ث. تڪليف. ڪاوڙ. اٻٿت. ناراضگي. ضد. حسد. حياءُ - شرم.
رِڪتِيُ ۽ رِڪتِيُ: ذ. صفت. رنڊڪوجهنڊڙ. ڪاوڙيل. حاسد.
● رَڪتچنڊَنُ: ذ. [سن. رَڪتُ=رَتُ + چندن] ڳاڙهي صندل جو ڪاٺُ.
● رَڪعتَ ۽ رَڪعتُون: ث. [ع] ڏِنگ (ڇيله جو) - جهڪاءُ - وَرُ - نماز جو (اڌ يا چوٿون حصو) هڪ رڪن (جنهن ۾ هڪ رکوع ۽ ٻه سجدا اچي وڃن).
● رُڪَنَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● رُڪنُ ۽ رَڪُنَ: ذ. [ع] ٿنڀ - ٿنيو - پايو - پيلپائو - ستون. ڪنهن ٻه جماعت جو ڪارڪن. مصرع جو هڪ حصو - وزن.
● رُڪَڻَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● رُڪڻ (ت): ث. کجيءَ جي هڪ ذات (جنهن جو ڏونگو هيٺو ۽ ٻندرو ٿئي).
● رُڪَڻُ: مصدر. ترسڻ - بيهڻ. اٽڪڻ.
● رُڪنپور: اسم خاص. تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● رُڪُوعَ ۽ رُڪُوعَ: ذ. [ع. رَڪَعَ = هن پاڻ کي جهڪايو] عاجزيءَ سان جهُڪڻ جي حالت - نماز جو چوٿون فرض (جنهن ۾ قيام ۽ بيهڻ کان پوءِ گوڏن تي هٿ رکي جهُڪي ۽ پوءِ سجدي ۾ وڃجي).
● رِڪِيُ: ث. ڪُونهن - ڪرفتي.
● رِڪيبُ ۽ رِڪيبَ: ذ. [ع. رَڪَبَ = هو سُوار ٿيو] زين، هني يا پاکڙي جي دوال ۾ لٽڪندڙ لوهي ڪڙو (جنهن ۾ پير رکي گهوڙي تي چڙهجي يا سُواريءَ مهل پير وجهي ويهجي) - رِڪابُ - پاوڙي - پاگوڙو - پيرڙي - پيرڙيو.
- رِڪيب ڏيڻ: ڏکئي وقت ۾ مدد ڪرڻ. همراهي ڪرڻ.
- رِڪيب ۾ پير هجڻ (ت) تيار هجڻ. آهرو هجڻ. تڪڙو هجڻ.
● رِڪيبِي ۽ رِڪيبِيُون: ث. [ف. رڪابي] ٿالهي - رڪابي - طباخ - پليٽ.
● رَڪِيڪُ: صفت. [ع] سُست. ضعيف - اپرو - ڏٻرو - ڪمزور - سنهون - باريڪ. ذليل - حقير - ادني.
● رَڪَ: ث. [هـ. رَڪَ = روڪَ] روڪ - پناهه - سنڀال - آڏ. رکڻ جي حالت. رکيل گاهه. رکيل وڻ ٽڻ. چوپائي مال جي چرڻ لاءِ حفاظت ۾ رکيل گاهه واري ايراضي - وڙيءَ. پرهيز - ڪيري. [هـ. راک] ڪنهن شيءِ جي سڙيل خاڪ - ڦلهار - ڇار - ڪيري. جهنگ جو اهو ٽڪرو جتي مالڪ ڪانسواءِ ٻيو ڪو شڪار ڪري نه سگهي. آنءُ جي راهه جي پاهران ڪيل ليڪو - ڏوهي (ت).
- رَڪَ ٿيڻُ: خاڪ ٿيڻ - ڀسم ٿيڻ - ڦلهار ٿيڻ. سڙي وڃڻ.
- رَڪپالُ ۽ رَڪپالَ: ذ. صفت. راکو - رکوال - والي - چوڪيدار - نگهبان.
- رَڪپاءِ: ث. حفاظت - رکوالي - چوڪي.
- رَڪ رَکانُ: ث. لحاظ - مروت - پاسخاطري.
- رَڪ رَکانُ ڪَرَڻُ: ڪجهه وقت لاءِ مهلت وٺڻ. لحاظ ڪرڻ - مروت ڪرڻ.
- رَڪ رَکائِيُ: ث. سنڀال - خبرداري - حفاظت. لحاظ - مروت.
- رَڪَ رَکاءُ: ذ. رڪ رکائي. اوڏر (ت). مهلت.
- رَڪَ رَکَڻُ (ت): پرهيز ڪرڻ - ڪيري ڪرڻ.
- رَڪَ سان ٺارُونُ ڪَڍائيڻُ (ت): خالي موٽائڻ - ڪا شيءِ نه ڏيڻ - ڪجهه به نه ڏيڻ. پار کي ريزش جو سوڻ ڪرائڻ.
- رَڪَ ڪَيَڻُ (ت): آنءُ جي راهه جي چوڌاري ليڪو ڪيڻ - ديري ۾ رکيل آنءُ کي نهي چوڌاري ليڪو ڪيڻ.

- رَڪَ ڪَيڊِي وَٺَڻُ (ت): سخت سزا ڏيڻ – سخت مار ڏيڻ.
- رَڪَوَاڙو ۽ رَڪَوَاڙَا (ت): ذ. صفت. سنڀال ڪندڙ – رکپال – رکوال.
- رَڪَ وِجهَڻُ (ڪ): ڪنهن ڏورو جي جهنگ ۾ رهجي وڃڻ تي ڪنهن مُلان يا پير فقير کان دعا پڙهائڻ (جيئن ڏورو کي ڪو به نقصان نہ پهچي).
● رِڪَ ۽ رِڪُونُ (ڪ): ث. ذرو – ذرڙو – ذري – ليڪ – هَوَ.
● رَڪاتَ: ث. اوڌر – رَڪَت – رکالَ "وجهن ڪرت ڪپار ۾، هت ناهي ريت رکات" (خليفو نبي بخش).
● رَڪالَ: ث. اوڌر – قرض – رکت. پنيءَ جسو گاهہ وارو چڏيل تڪر (جنهن ۾ مال نہ چري) – وِڙِي – سينڊ (ل).
رُڪاڻ: پ. رُڪائِپي. سوڪَ. اٿيائي. رُڪ مُنهائي.
● رُڪاٽُو (ت): ذ. رُڪي ساني – ڏُڏُ، ڪير وغيره مُيسر نہ هجڻ جي حالت.
- رُڪاٽُو رَکَڻُ: بُکَ ڪيڏڻ – لنگهڻ ڪيڏڻ.
● رَڪائِڻُ: مصدر "رکڻ" مان متعدي بالواسطہ. ڪٺڻ (اوڌر). ڪا شيءِ ڪنهن هٿ چڏڻ.
● رُڪائِي: ث. [سن. رُڪشيہ] رُڪاڻ. سوڪ – خشڪي. اٿيائي. بي رُخي – سرد مهري. رُڪ مُنهائي. بي لحاظي.
● رَڪَتِ ۽ رَڪتِيُونَ: ث. [رکڻ > رکت] بچت – ميڙا چولڊي. اوڌر – رکال – قرض.
- رَڪَتِ ڪَرَڻُ: اوڌر ڪرڻ – قرض ڪٺڻ.
● رَڪِجَڻُ: مصدر. "رکڻ" مان فعل مجهول. ڌرجڻ. ملتوي ٿيڻ.
● رَڪِيڙِي ۽ رَڪِيڙِيُونَ: ث. [هہ. راکي] رلڳين ڌاڳن مان ٺهيل ڌورو (جنهن کي گنڍيون ڏنل هجن، هندو ڌرم موجب، ڀيڻ پنهنجي ڀاءُ جي ڪرائيءَ ۾ ٻڌلدي آهي. هندو اها رسم ساٺوڻ مهيني جي چوڏهينءَ تاريخ تي ملهائيندا آهن). ڳاڙهي سُٽ مان ٺهيل ڳانو، جو ڪهوٽ کي ٻالهن ۾ ٻڌجي (ٿ).
● رُڪيڙيالُ (ت): ذ. صفت. سودائي – ٻورالسو. وهمي – وسواسي.
● رَڪشا: ث. [سن] حفاظت – پناهہ – آجهو – بچاءُ. سنڀال – نگهباني.
- رَڪشا ڪَرَڻُ: بچائڻ – محفوظ رکڻ – پناهہ ڏيڻ.
● رَکَڻُ: مصدر. [پرا. رَکڻُ: سن. رَکشڻ] هڪڙي هنڌ چڏڻ – ڌرڻ – ٽيڪائڻ – رکي چڏڻ. بچائڻ – سنڀالڻ – حفاظت ڪرڻ – سانڍڻ. روڪڻ "خدا رکي وغيره". گڏ ڪرڻ. هٽڻ (الزام). رکڻ (ڪم). چڏڻ – ملتوي ڪرڻ. پُورڻ (قبر ۾). ويهارڻ (نوڪريءَ ۾).
- رکشهارُ: ذ. صفت. سنڀاليندڙ – رکو – رکپال – رکوال – نگهبان – محافظ.
- رَکِيٽي ۽ رَکِيٽيُونَ: ث. رکڻ جي حالت. رکڻ جو نمونو. ويهارَ – خيال. پالنگو – لحاظ.
- رَکِي چڏَڻُ: هڪ هنڌ چڏي ڏيڻ. بچائي رکڻ. ملتوي ڪرڻ. ٺاري چڏڻ.
● رُڪو ۽ رُڪا: ذ. صفت. [سن. رُڪش = رُڪو] سُڪل – خشڪ. اٿيو – اليوڳو. سادو (ڪاڌو) – پاڇي، گيهہ يا چهراڻ ڪانسواءِ (ڪاڌو). بي مروت – سُولبد مُنهون – بي مُحابو.
- رُڪو جوابُ ڏِيَڻُ: انڪار ڪرڻ – نفي ۾ جواب ڏيڻ – انڪار ڪرڻ.
- رُڪو روحُ: ذ. صفت. تند مزاج – سخت طبيعت وارو.
- رُڪو سُڪو ۽ رُڪا سُڪا: ذ. صفت. اٿيو. جهڙو تهڙو – سادو سُودو (ڪاڌو).
- رُڪو سُڪو ڪاڌو ڪائڻ: سادو ڪاڌو ڪائڻ. غريبيءَ ۾ گذارڻ.
- رُڪو سُکو ۽ رُڪا سُکا: ذ. صفت. رُڪو سُڪو.
- رُڪو ڪائِڻُ: ڪَسُ پائڻ – نقصان سمجهڻ.
● رَڪُوالُ ۽ رَڪُوالَ: ذ. صفت. سنڀاليندڙ – محافظ – رکوالو – راکو.

ـ رکوالو ۽ رکوالا: ذ. صفت. رکوال ـ رکپال.
ـ رَکوالِي: ث. چوڪيداري ـ نظرداري ـ نگهباني ـ سنڀال.
● رِکِيا: ث. [سن. رکشا] حفاظت ـ بچاءُ ـ پناهه. سنڀال ـ نظرداري ـ نگهباني. امن.
● رِڳ: ث. [ف] نَسَ ـ نار ـ رَڳ ـ لبض ـ تند ـ ڏاڪو.
ـ رَڳ جان: ث شاهه رڳ ـ شيريان.
ـ رَڳ وريشه: ذ. اصل نسل ـ بنياد.
● رَڳ ۽ رَڳون (ت): ث. کهيٽي يا رڍ وغيره جو آواز ـ رلپ.
● رِڳائڻ (ت): مصدر. ڪم ڪان لڳائڻ. اِينگهائڻ ـ ڏيکهه ڪرائڻ.
● رَڳِزَ ۽ رَڳِزون (ڪ): ث. وارو ـ ٻَل ـ وت ـ وڪڙ ـ ڦيرو.
● رَڳڻ (ت): مصدر. رنيڻ (ڪنهن جانور جو) ٻاڪارڻ.
● رِڳڻ (ت): مصدر. ورجائڻ ـ هر هر چوڻ ـ وري وري چوڻ ـ رِنڪڻ.
ـ رِڳو ۽ رِڳا (ت): ذ. صفت. ورجائيندڙ ـ وري وري چوندڙ ـ هرهر چوندڙ ـ ونڪٽو.
● رڳ ويد: اسم خاص. [سن] هندن جو هڪ ڌرمي ڪتاب ـ چئن ويدن ۾ پهريون ويد (رگ ويد، سام ويد، يجر ويد ۽ اٿر ويد).
● رَڳ ۽ رَڳون: ث. [ف. رَڳ] رت جي نلي ـ رت واهڻ. نس. لبض ـ ناڙ ـ شريان. عادت ـ خصلت ـ هير. نسلي خاصيت. مردانو مخصوص عضوو.
ـ رَڳارو ۽ رَڳارا: ذ. صفت. جنهن جي جسم جون نسون ڏسڻ ۾ اچن. اپرو ـ ضعيف.
ـ رڳ پهچائڻ: (ڪنهن کي) چڱيءَ طرح سڃاڻڻ ـ جاڻڻ ـ سمجهڻ ـ (ڪنهن جي) ڪمتائين يا ڪمزورين جي چڱيءَ طرح خبر هجڻ.
ـ رڳ چيڪڻ: پيروي ڪرڻ ـ نقش قدم تي هلڻ ـ آڏَ وٺڻ ـ عادتون پرائڻ. ماڻٽائي عادت پرائڻ.

ـ رَڳِڙ ۽ رَڳِڙَ: ذ. صفت. رڳن وارو ـ رت وارو ـ زور وارو ـ طاقتوَر ـ سگهو.
ـ رڳ رڳ نترڻ: تمام خوش ٿيڻ ـ اندر ٺرڻ.
ـ رڳ رڳ کان واقف هئڻ: چڱيءَ طرح سڃاڻڻ ـ (ڪنهن جي) عادتن جي پوريءَ طرح ڄاڻ هئڻ.
ـ رڳ سڃي ڪرڻ: انڪل کان واقف ٿيڻ.
ـ رڳِن ٽٽو ۽ رڳن ٽٽا: ذ. صفت. سُست ـ بيڪار ـ نڪمو ـ ٽوٻي.
ـ رڳن ٽٽو هئڻ: سُست هئڻ ـ بيڪار هئڻ ـ نڪمو هئڻ.
ـ رڳن ۾ پيهي وڃڻ: وٺي وڃڻ ـ دل ۾ گهڙي وڃڻ ـ سيبائڻ ـ پسند اچڻ.
● رِڳ ۽ رِڳون: ث. صفت. پنيان لڳي پوندڙ ـ چنبڙندڙ ـ چهٽندڙ ـ پنبڊ ـ جيجا ـ ڳيڪَ. ڪيتائي ـ ضدي. لالچي ـ حريص ـ طاماعو. بيڪار ـ نڪمو. (ث) طمع. بيماري (ت).
ـ رِڳو ۽ رِڳا: ذ. صفت. چنبڙ ـ ڳيڪَ. لالچي ـ حريص ـ طاماعو. روئٽو.
● رَڳڙڻ: مصدر. [سن. ڪهرشڻ] ڪي به شيون پاڻ ۾ زور سان گسائڻ ـ مهٽڻ ـ مَلڻ ـ گهَٽڻ ـ ڪرڙڻ ـ گهرڙڻ ـ رهڙڻ. ماڃڻ ـ مَلڻ ـ صاف ڪرڻ (ٿانون وغيره). گهوٽڻ (پنگ). ڪڪ ڪرڻ ـ تنگ ڪرڻ ـ هلاڪ ڪرڻ.
● رَڳڙ ۽ رَڳڙون: ث. گهسڪو ـ گسڪو. رهڙ ـ ڇِيل. مالش. هلڪي رهڙ. گسڻ جو نشان.
ـ رَڳِڙجي وَڃڻ (ت): گهوٽجي وڃڻ ـ پيسجي وڃڻ. تڪليف هيٺ اچڻ ـ نقصان هيٺ اچڻ.
ـ رَڳِڙو ۽ رَڳِڙا: ذ. ڏنڊي جو ڪونڊي ۾ زور سان گهسڪو ـ رهنو ـ رهڙو ـ گهوٽو.
● رَڳِڙو ۽ رَڳِڙا: ذ. جهيڙو ـ جهڳڙو ـ ٽنٽو ـ ڪرهه ـ معاملو ـ تڪرار ـ ريڙهه پيڙهه ـ ڏانڊل.
ـ رَڳِڙائِيءَ ۽ رَڳِڙائِيءَ: ذ. صفت. جهيڙائي ـ جهڳڙائي ـ ٽنٽائي ـ معاملائي ـ فسادي ـ ڦڏائي.

– رَڱيڙو لڱائڻ: خواه مخواه تڪرار ڪرڻ – ذاللُ ڪرڻ.

● رِڃڻ (ت): مصدر. رنج ٿيڻ – ڏک ڪرڻ. ناراض ٿيڻ. غصو ڪرڻ – ڪاوڙ ڪرڻ.

● رُڳو: ظرف. رُڳو – ليلو – فقط.

● رُڳئو: ظرف. ڏسو ”رُڳو“.

● رُڳو ۽ رُڳا: ذ. صفت. اڪيلو – ڇڙو – نيرو – فقط – رڳئو.

– رُڳو پڳو ۽ رُڳا پڳا: ذ. صفت. رُڳو – رڳو ئي.

● رُڳهه ۽ رُڳهون: ث. اونهاري ۾ هوا بند ٿيڻ جي حالت – گهٽ – ٻٽ – اڪرس – آٻس – آمس. مونجهه – ٻوسات. گرمي – رَجهه.

– رُڳهارو ۽ رُڳهارا: ذ. صفت. گرميءَ وارو – گهٽ وارو. ٻوساٽيل. آٻس وارو. هوا کان بند.

– رُڳهائيتو ۽ رُڳهائيتا: ذ. صفت. رُڳهارو – رُڳهه وارو – هوا کان بند.

● رُڳهتو، رُڳهتي (ت. ل): ذ. صفت. قد ۾ ننڍو، پر ٻٽ ۾ پريل – ٿُلهو – متارو. مڪهارو.

● رُڳهو ۽ رُڳها (ت): ذ. ڪانيءَ جو ڇهنبيارو ٽڪر.

– رُڳهو ڏيڻ: ڪانيءَ جو ڇهنبيارو ٽڪر چڀائڻ – چوڪ ڏيڻ. چونڪ ڏيڻ. طعنا هڻڻ. اشاري سان خبردار ڪرڻ.

– رُڳهو لڳڻ: ڪانيءَ يا جوئر جي سنڊيءَ جي نوڪ جو پير ۾ لڳڻ يا جسم ۾ ڪنهن ٻئي هنڌ لڳڻ.

– رُڳهو هڻڻ: ڪانيءَ جو ڇهنبيارو ٽڪر هڻڻ.

● رُڳهي ۽ رُڳهيون (ل): ٽٻي – غوطو پاڻي ۾.

● رَڱ ۽ رَڱ: ذ. [سن. رَنگ] رنگ – روغن. ورن. چٽ – نقش. حيض – ماهواري.

– رَڱ اچڻ: فائدو ٿيڻ – مالا مال ٿيڻ. حيض اچڻ.

– رَڱائڻ: مصدر. ”رڱڻ“ مان ”متعدي بالواسطه“. رڱ ڪرائڻ – رنگائڻ.

– رڱائي، رڱائي: ث. رنگ ڏيارڻ – رنگائي – رڱاوت.

– رَڱاوت ۽ رڱاوتون: ث. رڱ ڏيڻ جو ڪم – رڱڻي – رڱائي – رڱائي.

● رَڱجڻ: مصدر. رَڱڻ مان فعل مجهول. رنگجڻ – رنگ اچڻ. فائدو ملڻ. فيض حاصل ٿيڻ.

● رَڱڻ: مصدر. [سن. رَنگ] رنگ ڏيڻ – رنگ چاڙهڻ – رنگ ڪرڻ. ملمع چاڙهڻ – چٽسالي ڪرڻ. ڪپڙي وغيره تي رڱ چاڙهڻ. مصالحو وغيره ڏيئي چڙو ڳاهڻ. فيض ڏيڻ – رچائڻ (محبت الاهيءَ ۾).

– رَڱيڻي ۽ رَڱيڻيون: ث. رنگ ڏيڻ جي حالت – رڱائي – رڱاوت.

● رَڱو ۽ رڱا: ذ. آهو ڏاڳو، جنهن سان واڍا ڪاٺ تي ليڪو ڪڍن – راڱو.

● رَلائڻ: مصدر. گڏائڻ – ملائڻ – گڏ وچڙ ڪرڻ.

● رُلائڻ: مصدر. هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙائڻ – دربدر ڪرڻ – ڌِڪا کارائڻ. ستائڻ. هلائي هلائي ڪڪ ڪرڻ. اجايو هلائڻ. گهڻي اڄ وڄ ڪرائڻ.

● رِليجڻ: مصدر. ”رِلڻ“ مان فعل مجهول. گڏجڻ – گڏ وچڙ ٿيڻ.

● رَلڪو ۽ رَلڪا: ذ. [سن. رَلڪ] ٻارن لاءِ ننڍو گاديلو – ننڍي رَلي.

● رَلڻ: مصدر. [سن. لَلَڻ] ملائڻ – گڏائڻ. هلڻ – رمڻ.

● رِلڻ: مصدر. ميلڻ – گڏجڻ. گڏ وچڙ ٿيڻ.

– رِلڻ ميلڻ: ميلڻ – گڏجڻ. مسجڻ. ملي وڃڻ. اچڻ وڃڻ. رِلي ميلي وڃڻ – چڱيءَ طرح گڏجي وڃڻ – گهائل مائل ٿيڻ.

– رِلئو ميلئو ۽ رِلئا ميلئا: ذ. صفت. خوش اخلاق – سهڻيءَ طرح سان ملندڙ – هر ڪنهن سان هائو مائو – چڱي نموني پيش ايندڙ.

– رِلئو ميلئو هئڻ: خوش مزاج هئڻ – گهائل مائل هجڻ – هائو مائو هجڻ.

– رِليي ميليي هلڻ: سڀني سان سٺي نموني هلڻ – خوش اخلاقيءَ سان پيش اچڻ. گڏجي هلڻ.

● رُلَڻُ: مصدر. [سن. لُلَنَ] ڪنهن مطلب ڪان سواءِ هيڏانهن هوڏانهن ڏ ڪا کائڻ- ڀٽڪڻ- اجايو هلڻ- بيفائدو ڊوڙڻ ڊُڪڻ- بيڪار ڦرڻ. اوجهڙ ٿيڻ. ڀاڄڻ- گمراهه ٿيڻ. وڇڙڻ- جُدا ٿيڻ.

● رَلو ۽ رَلا: ذ. گهوڙي جي پنڌ جو هڪ نمونو- گهوڙي جو وچڙو پنڌ (جنهن ۾ سوار کي تڪليف نہ ٿئي) "گهوڙو نہ رَلو، نہ تہ هشيس ڪلو". وڏي رَلي- گودڙُ (ڪ). (صفت) ڳرو- وزني (ڪ).

● رِلهيڪو ۽ رِلهيڪا (ت): ذ. ڏسو "رلڪو".

● رِلهيي ۽ رِلهيون (ت): ث. رَلي- گودڙي- گندي. (صفت) ڊڄڻو- گيدي.

● رَلِيي، رِلِيي ۽ رَلِييُون، رَلِييُون: ث. [سن. رَلَڪَ] اڳڙين تڳڙين مان ٺهيل هڪ قسم جو اوڇڻ- گندي (ت)- ڏڙڪي (ل).

- رِلي ٽائڻ: رلي وجهي سمهي رهڻ. بيمار ٿيڻ.

- رَلي ڪُلهي تي رکڻ: رُسي وڃڻ. روانو ٿيڻ.

● رَليو: ذ. قسمت- ڀاڳ- نصيب- لکيو. (صفت) قسمت ۾ آيل- تقدير ۾ مليل.

● رَمُ: ذ. [سن. رَمَ=وار، ڌڪ] وار- بدن جا وار- رؤن- ڌڪ. ڀُرَ. جواليءَ جي وقت جا چلاوان وار يا ڀانهن جي ڀُرَ.

● رُمَ ۽ رُمُون (ڪ): ث. ڊوڙ- ڊُڪَ- ڀاڄ.

- رُمَ ڪَرڻ: ڊوڙڻ- ڊُڪڻ- ڀڄڻ.

● رُمُ ۽ رُمَ (ت): ذ. ڳَٺُ. بدن تي ڪارو نشان (ڌڪ وغيره جو). ڪاراٽ.

● رَماڪُ ۽ رَماڪَ (ل): ذ. ڏڏو- دلبو- ڪوڙو آسرو.

- رَماڪ ڏيڻ: ڏڏو ڏيڻ- دلبو ڏيڻ- ڪوڙو دلاسو ڏيڻ.

- رَماڪِي ۽ رَماڪِيي: ذ. صفت. دلبائي- مڪارُ- ڪوڙو- ڪَشٽي- ڏڏائي.

● رَمّالُ ۽ رَمّالَ: ذ. صفت. [ع. رَمَل= ] واريءَ تي ليڪا ڪيڏي اڳڪٿي ڪندڙ- رَمَل جو حساب ڄاڻندڙ- اڳڪٿيون ڪندڙ. فال وجهندڙ- رملي.

● رَمانڊ (ل): ذ. صفت. ڪوڙو- بناوٽي. مٺ ڳنڍيل (سون).

● رَمائڻُ: مصدر. "رمڻ" مان متعدي بالواسطه. [هه. رمانا] گهمائڻ- ڦيرائڻ- روانو ڪرڻ- موڪلڻ- رخصت ڪرڻ. ڀڄائڻ- ڊوڙائڻ. چوريءَ ڀڄائڻ. گم ڪرڻ- وڃائڻ- لاهڻ. ڀُلائڻ- مُنجهائڻ. [سن. رَمَ=راند ڪرڻ] ڪيڏائڻ- راند ڪرائڻ.

● رَمَتَ (ت): ث. راند.

● رَمْتُو ۽ رَمْتُو: ذ. صفت. رمندڙ- هلندڙ- گهمندڙ- سيلاني (فقير). جوڳي- ساڌو- بيڪاري- پينو- گدا- گداگر. هر جاءِ حاضر- حاضر ناظر.

- رَمْتُو جوڳيي: ذ. گهمندڙ فقير- سيلاني فقير.

● رِمِر جهِمِر: ث. [هه] ٻُوند ٻُولد- ڦُڙ ڦُڙ- ٽِم ٽِم (مينهن جي). مينهن جي ڦُڙين جو آواز. برسات جي اها حالت جا طبيعت کي فرحت بخشي. فرحت- خوشي- بهاري.

● رَمْدانُ: اسم خاص. تعلقي ڊ گهوڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● رَمْدانِيُ: اسم خاص. جمالي قوم جو هڪ پاڙو.

● رَمْڙِيا: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● رَمْز ۽ رَمْزُونُ: ث. [ع] اکين، ڀِرُن يا چپن جو اشارو- آهڃَ- غمزو. نشاني- آهڃاڻ- علامت. ڳجهارت- اڪل ڳالهه. ذو معني ڳالهه. اٽڪل- تجويز- ڊلگ- ڪِپڏَ. ڳجهه- راز.

- رَمْزَ بازِيُ ۽ رَمْزَ بازيُون: ث. اشارو. اٽڪل بازي- حرفت- چالاڪي- ڪِپڏَ.

- رَمْزَ پَروڙڻُ: اٽڪل سهي ڪرڻ- اشارو سمجهڻ- راز معلوم ڪرڻ.

- رَمْزَ چِڪائڻُ (ت): اشارو ڏيڻ- اهڃاڻ ڏيڻ. ڏڪو ڏيڻ.

- رَمْزَ شناسُ: ذ. صفت. [ع. رمز + ف. شناس > شناختن = سڃاڻڻ] اشارا ڄاڻندڙ- اٽڪلي- چالاڪ. ڏاهو- عقلمند.

- رَمْزَ وٺَڻُ: هلت اختيار ڪرڻ- اٽڪل سان هلڻ- نمونو اختيار ڪرڻ.

"زماني رمز سا ورتي، جا آهي راءِ حاڪم جي" (سانگي).

- رَمزَ هلڻُ: اشاري سان ٻڌائڻ. اٽڪل هلڻ- ڪيڏ ڪيڏڻ - چالاڪي ڪرڻ.

- رَمزِيُ ۽ رَمزِيُ: ذ. صفت. اٽڪلي - ڪيڏاري - حرفتي - چالباز.

● رَمضانُ: اسم خاص. [ع] قمري سال جو نائون مهينو (مسلمانن جو روزن رکڻ وارو مهينو)- روزن وارو مهينو- ماهِ صيام، مرد جو نالو.

● رَمضان پُور: اسم خاص. تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● رَمَلُ: ذ. هڪ علم جو نالو جنهن ۾ فرد لقط (.) ۽ زوج، ٻن نقطن (-) وسيلي غيب جي خبر ٻڌائجي (هيءُ علم حضرت دانيال ڏانهن منسوب آهي، چون ٿا ته جبرئيل، خدا جي حڪم سان واريءَ تي ڪجهه نقطا ڪڍي اهو علم کيس سيکاريو. علم عروض موجب هڪ بحر جو نالو. (جنهن ۾ 'فاعلاتن' جو رڪن اٺ دفعا اچي).

- رَمَلِي ۽ رَمَلِي: ذ. صفت. رمال - اڳڪٿي ڪندڙ. اٽڪل باز. ڏيکائي.

● رَمَندُ: ذ. قلعي گر يا ٽينائي جي دڪان مان نڪتل گند (جنهن ۾ لوهه جا ٻچيل ٽڪرا هجن). ڪين - ڪچرو - رماند.

● رَمڻُ: مصدر. [پرا. رَمپ: هه. رَمڻا: ف. رميدن = هلڻ] گهمڻ - ڦرڻ - گشت ڪرڻ - سير ڪرڻ. هيڏانهن هوڏانهن هلڻ - پَسار ڪرڻ- ٽهلڻ. وڃڻ - هلڻ. روانو ٿيڻ. ڪِسڪڻ - چُرڻ. رُلڻ - ڀٽڪڻ - ڀٽڪڻ.

[ف. رَم] ڀڄڻ - ڀاڄ کائڻ.

[سن. رَمتَ > رم = راند ڪرڻ] راند ڪرڻ - کيڏڻ (ٿ).

- رَمَندو رَهڻُ: هلندو وڃڻ - پنڌ ڪرڻ - سفر ڪرڻ. جلد روانو ٿيڻ.

● رَميٺِيُ ۽ رَميٺيُون: ث. سهڻي عورت - سوهيندڙ عورت - وڻندڙ زال. (صفت) حسين - خوبصورت - سوڀياوان. علٺي - چال - رفتار.

● رِمُون ۽ رِمَانُ: ذ. ڪنڊو (جنهن جي شاخ سان ٻدن مان رت ڪيڄي). چؤرن هٿڻ کان پوءِ نڪتل رت گڏ ڪرڻ جو پيالو. رت ڪيڻ جي سڱي.

● رِموز: ث. [ع. رمز ۽ رموز] رمزون - نشانيون - اهڃاڻ - اشارا. اٽڪلون - ڪيڏون - حرفتون - چالاڪيون. ڀيد - راز.

● رَمُونُ: ذ گاهه جو هڪ قسم.

● رَميُ ۽ رَميُونُ: ث. [انگ.] پتن جي هڪ راند جو قسم.

● رِميُ ۽ رِميُون: ث. رت ڪيڻ جي سڱي.

"رت ڏسي رِمي هنجي".

● رَميُونُ: اسم خاص. تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● رَنَ ۽ رَنُونُ: ث. [سن. رَنڊ] مڙس مري ويل عورت - ڏهاڳڻ - ڦلانتي - ڏنيي - ڏنيل - بيوهه - رَنڙَ. ڪنهن عورت کي ڀاراتي طور چوڻ جو لفظ.

- رَنَ آهر کي لہ ميڙڻ: ڏولائو ٿيڻ - تڪليفون اچڻ - تباهي ٿيڻ.

- رَناپڻ: ذ. ڏهاڳپڻو - رناپو - ڏهاڳ.

- رَناپو: ذ. رناپڻ - رناپڻو.

- رَنَ پَٽ ٿيڻ (ت): تمام غريب ٿيڻ - مسڪين ٿيڻ. بيواهو ٿيڻ - يتيم ٿيڻ.

- رَنپڻ: ذ. رناپو - ڏهاڳ.

- رَنَ چورُ: ذ. صفت. رَن جو چور - پرايون زالون تڪيندڙ - زاني.

- رَنَ ذاتيڙيو (ت): صفت. زنانن ارڪانن وارو - زنالو - رَنَ ذاتيو - ماديءَ مُهون.

- رَنَ ذاتيو، رَنَ ذاتيرو: ذ. صفت. زنانو - نامرد - ماديءَ مُهون.

- رَنَ رودڙِيُ (ت): ث. مادي سُودي زال - هيٺي عورت - غريب زال.

- رَنَ روڳيڙِيُ: ث. ڏاري عورت - واهيات عورت.

- رَنَ زالَ ۽ رَنُون زالون: ث. مڙس مري ويل زال - بيوه - ڏَنيل - ڏهاڳڻ.

● رَنَ مُرِيدُ ۽ رَنَ مُرِيدَ (ت): ذ. صفت. زال جي چوڻ موجب هلندڙ - زن مُريد - زال جو مَڃُو - زال جو پاڙيو.

● رنبَلُ ۽ رَنبَلَ (ت): ذ. وڏو گيراهه - ٻِتو - نيوالو.

- رَنبَل هَڻَڻُ (ت): وڏا گيراهه کائڻ - ٻِتا هڻڻ.

- رُنبَڻُ: مصدر. [سن. روهڻ = پوکڻ] هڪ هنڌان سَلو پٽي، ٻئي هنڌ لڳائڻ - روت ڪرڻ - رونبو ڪرڻ - روتڻ - وَهرَڻ - وهراج ڪرڻ. هڻڻ - لڳائڻ - کوڙڻ (ٻوٽو، ٽڏو وغيره). دَسڻ - کيرائڻ - پرڙڻ - مٽيءَ وغيره ۾ ڦَسڻ.

- رُنبَ: ث. وهراج - روت - رونبو. سزا - مار - پيچ - ڏاڳور.

- رُنبَ ڏِيَڻُ: زور سان دَسڻ - مٿان چڙهي ويهڻ. مار ڏيڻ - سزا ڏيڻ - جهاڳوڙڻ - سَٽڻ - ڪُٽڻ - پيچَ ڪيڏڻ.

- رُنبَ ڪَيڏَڻُ: مار ڏيڻ - سيڪت ڏيڻ - پيچَ ڪيڏڻ.

- رُنبيڪو ۽ رُنبِڪا (ت): ذ. زور سان زمين ۾ دسڻ جي حالت. ڏِڪو - ٺيلهو.

● رَنبو ۽ رَنبا: ذ. گاهه ڪيڏڻ يا زمين وغيره کوٽڻ جو هڪ لوهي اوزار - ڪُرپو. واڍڪي ڪم جو هڪ اوزار - ڪاٺ ۾ سَل ڪيڏڻ جو اوزار - (ڇيٽيءَ جهڙو).

- رَنبو پِتاسُ: ذ. رنبي جو هڪ قسم.

- رَنبو رَکَڻُ: پاڙ پٽي ڇڏڻ - پاڙ ڪپڻ. ٽڏاري ڇڏڻ.

● رَنبي ۽ رَنبيون: ث. اوزار جو هڪ قسم (جو ڇپر جهڙو لوهه مان ٺهيل ڪاٺ جي ڪَڙَن مان ٺٺي، واڍڪي ڪم جو اوزار آهي ۽ ڪاٺيءَ ۾ سَلَ ڪيڏڻ يا ڇِت ڪيڏڻ ۾ ڪم اچي ۽ موچي چمڙي وڍڻ ۾ ڪم آڻين). گاهه ڪيڏڻ جو هڪ اوزار.

- رَنبيءَ مُنهون (ت): ذ. صفت. سنهي مُنهن وارو - ڇَنو پٽيءَ مُنهون.

● رَنبُ ۽ رَنبيون: ث. [سن. رَبُ = آواز ڪرڻ؛ رَمبُ] وڏو آواز - دانهن. ٻاڪارَ - رَڙِ. وڏي آواز سان سَڏ يا هَڪَلَ. ريهاڙ. جانور جو آواز (خصوصاً مينهن ۽ ڍڳيءَ جو) - آواز - ڊِڪَ - ٽاڏَ.

- رَنبيون ڪَيائيڻُ: دانهون ڪيائڻ. رڙيون ڪيائڻ. سخت سيڪت ڏيڻ. گهڻو بدنام ٿيڻ.

- رنبيون ڪَرَڻُ: دانهون ڪرڻ - رڙيڻ. روئڻ. سزا پوڳڻ.

● رَنبياتُ ۽ رَنبياتَ: ذ. ڳئون يا مينهن جي رنبِ - ڊِڪَ - دانهن.

● رَنبياڙُ ۽ رَنبياڙَ: ذ. وڏي دانهن - رڙ.

● رَنبيَڻُ: مصدر. [سن. رَبَ] ڪنهن چوپائي جانور جهڙوڪ: ڳئون، مينهن وغيره جون دانهون ڪرڻ - ٽَڏَڻ - ڪوڪارڻ - ٻاڪارڻ. ڪنهن شئي لاءِ گهڻو گهڻو لائي ڏيڻ - ورجائڻ - رنڪڻ - گهپي ڪرڻ.

● رُنبيَڻُ: مصدر. [پرا. رُنبيَڻُ؛ سن. روڌن. رُڌ = اٽڪڻ] مشغول ٿيڻ - ڪم ۾ لڳي وڃڻ - ڳنڍجي وڃڻ (ڪم ۾).

- رُنبَ: ث. مشغولي - رُڌ - ڪم ۾ لڳڻ جي حالت.

- رُنبائيڻُ: مصدر. "رُنبڻ" مان متعدي بالواسطه. ڪم ۾ لڳائڻ - مشغول رکڻ. رلبڪ وجهڻ (ڪم ۾).

- رُنبِجَڻُ: مصدر. "رُنبڻ" مان فعل مجهول. لڳڻ (ڪم ۾) - رُڌل رهڻ.

● رُنبو ۽ رُنبا: ذ. گرمي - ڪاڙهو - گهٽَ. ڪُٽ (ڪاٺيءَ جي). وڏي ڇَپَرَ.

● رَنبو ۽ رَنبا (ت): ذ. چم وڍڻ جو اوزار - رَنبي.

● رَنجُ: ذ. [ف] ڏک - درد - افسوس - غم - الم. محنت - تڪليف. رنجش - ڪاوڙ. آزار - بيماري. (صفت) ڏکويل - ڪاوڙيل - ڏُکريل - وڏوٿو - چِڙيل - ناراض - ناخوش.

ـ رَنْجائِيءُ: ث. صفت. رنج واري ـ ڏکن واري.

ـ رَنجائيتو ۽ رَنجائيتا: ذ. صفت. رنجيده ـ ڏکويل. آزاريل. هلاڪ ـ بيزار. ستايل. تنگ ـ عاجز ـ ڪاوڙيل.

ـ رَنْجُ ڏيڻ: ڏکوئڻ ـ ايذائڻ ـ ستائڻ ـ آزارڻ.

● رنْجِ: ذ. ث. صفت. ڏکويل ـ ڪاوڙيل. ڏمريل ـ وڏوٺو ـ چيڙيل ـ ناراض ـ ناخوش.

ـ رنجائڻ: مصدر. [ف. رنجيدن] ڏکوئڻ ـ آزارڻ ـ ناراض ڪرڻ ـ چيڙائڻ ـ ڪاوڙائڻ.

ـ رَنْجِ ٿيڻُ: ڏک ٿيڻ ـ افسوس ٿيڻ ـ ناراض ٿيڻ ـ ڪاوڙجڻ.

ـ رَنْجِ ڪَرَڻُ: غم ڪرڻ ـ افسوس ڪرڻ ـ ڪاوڙائڻ ـ ناراض ڪرڻ.

● رَنْجِشُ ۽ رَنْجِشُونُ: ث. [ف] غم ـ ڏک ـ افسوس. ناخوشي ـ ناراضگي ـ آزردگي ـ ڪاوڙ.

ـ رَنْجِشُ آميز: ذ. صفت. [ف. رنجش + آميز> آميختن = گڏڻ] ڪاوڙيل ـ ڏمريل ـ ناراض.

● رَنْجَڪَ ۽ رَنْجَڪُونُ: ث. بندوق جي دارون رکڻ جو کيسو (سياڳ يا ڳوٿري).

ـ رَنْجَڪَ چَٽِي وَڃَڻُ: رنجڪ جو دونهون ڪري رهجي وڃڻ ـ بندوق جو نه ڇٽڻ.

ـ رَنْجَڪْدانُ ۽ رَنْجَڪدانَ: ذ. بندوق ۾ رنجڪ رکڻ جي پيالي.

● رَنْجڪو: ذ. گاهه جو هڪ قسم.

● رَنْجُورُ: ذ. [ف] ڏک ـ رنج ـ غم. (صفت) ڏکويل ـ سُورائتو ـ ڏُجهارو ـ غمگين. آزاريل. بيمار ـ مريض.

ـ رَنْجُورِيءُ: ذ. صفت. ڏکويل ـ رنجيده. بيمار ـ مريض

”سکهن سُڌ نه سُور جي، ٿا رنڪن رنجوري“ (شاهه).

● رَنْجُولُ (لس): ذ. صفت. ڏسو ”رنجور“.

● رَنْجِيدْگِيءُ: ث. [ف] رنج ـ رنجش ـ ڏک. ڪاوڙ ـ ناراضگي.

● رَنْجِيدَهُ: صفت. [ف] ڏکويل ـ غمگين ـ مغموم. دلگير ـ آزرده ـ آداس. ناراض ـ بيزار.

ـ رَنْجِيدهُ خاطِر: صفت. ناراض ـ ناخوش ـ ڏکويل.

ـ رَنْجِيدهُ ڪَرَڻُ: خفا ڪرڻ ـ ناراض ڪرڻ ـ ناخوش ڪرڻ. ستائڻ. ڏک ڏيڻ.

● رِنْجهِ ڪِنْجهِ: ث. ڪنجهڪو ـ ڪرڪو ـ ڪِل ڪِل ـ کُهي ـ کِٽ ڦِٽ. هڪ نه ٻي بيماري ـ مرض.

ـ رِنْجهِ ڪِنْجهِ نَہ ڇڏَڻُ: هڪ نه ٻي بيماري نه ڇڏڻ ـ سدائين بيمار هجڻ.

ـ رِنْجهه ڪِنْجهه هئڻ: ڪِلڪِل هئڻ. هميشه اکهو رهڻ.

● رَنْچڪ ماتَر: ث. صفت. [سن. رنچڪ = ذرو + ماتر > ما = ماپڻ] گهٽ ۾ گهٽ ـ ٿوري ۾ ٿورو ـ ٿالي ماتر ـ تمام ٿورو.

● رَنْدُ رَنْدَ: ذ. [سن. ۱. رِنْدر = چير، خال. ۲. رَنْتَ = رستو] ڪوهستان يا پڪي زمين جي وات. گس ـ پيچرو ـ ڏگ.

ـ رَنْد ڏيڻ (ت): ڏکوئڻ ـ تنگ ڪرڻ ـ تڪليف ڏيڻ ـ چيچلائڻ.

ـ رَنْدن ۾ رُلائِڻ: رولڙي ۾ وجهڻ ـ ڏاکڙن ۾ وجهڻ. تڪليف ڏيڻ.

ـ رَنْدن ۾ رُلڻ: تڪليف ۾ اچڻ ـ سورن ۾ پوڻ ـ مصيبت ۾ پوڻ ـ دربدر ٿيڻ ـ ڌِڪا کائڻ.

● رِنْدَ: اسم خاص. بلوچ قوم جي هڪ ذات جو نالو (جنهن جا ڪُل ۱۹ پاڙا آهن: ۱. جلالاڻي ۲. بوزدار ۳. بجيراڻي ۴. چاڪراڻي ۵. چانگ ۶. گودري ۷. هيسباڻي ۸. جلباڻي ۹. جروار ۱۰. خشڪ ۱۱. ڪولاچي ۱۲. لنجواڻي ۱۳. مشوري ۱۴. مستوئي ۱۵. لوتڪاڻي ۱۶. نولڊاڻي ۱۷. نوحاڻي ۱۸. نظاماڻي ۱۹. سيه قد. ڪوٽ ڏيجي ۽ آوباوڙي تعلقي ۾ ديهه جو نالو.

● رِنڊُ ۽ رِنڊَ: ذ. صفت. [ف. رِند = لَشائي، موالي] شرابي. عياش. زاني. بي دين – بي عقيده – شرعي حڪمن جو منڪر – آواره. مست – مجذوب. بي پرواهه. صوفي. رند قوم جو هڪ فرد. (ذ) ڏک (ت).

– رِنڊِيُ: ث. عياشي – زناڪاري بي پرواهي. بي ديني – شرعي حڪمن کان انڪار. فقيري. مستي.

● رِنڊِڪو (ت): ذ. چوپائي مال جي سيڃاڻپ جو داغ.

● رِنڊڪي: اسم خاص. تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● رَنڊَڻُ: [سن. رَدَن: هه. رَنڊنا] رَندي سان ڇلڻ – رَندو هڻڻ. ڇلڻ. وَڍُ وجهڻ (ڪنهن ڏاتو ۾). ڪُنڊڻ.

– رَنڊو ۽ رَنڊا: ذ. [ف. رنده] ڪاٺ ڇلڻ جو هڪ اوزار. رَلدُ – ڪندُ – ڇيد. اَڻ جي بيماريءَ جو هڪ قسم (جنهن ۾ کل سُڄي ڦاٽي پوي ۽ اَن سان ڪند وهي. انهيءَ بيماريءَ ۾ اَنيون ڦر ڇنڊي ڇڏين).

– رَنڊو هڻڻُ: ڪاٺيءَ کي رندي سان لسو ڪرڻ. ڪرڙڻ – ڇلڻ.

● رَنڌَڻُ: مصدر. [سن. رَڌ = ڳارڻ: پرا. رنڌڻ] رڌڻ – تهڪائڻ – اوٻارڻ – تيار ڪرڻ (کاڌو). مارَ ڪيڻ – ٻچ ڪيڻ (ت).

– رَنڌَ ۽ رَنڌُون (ت): ث. رَڌَ – رڌڻ جي حالت. رڌڻ جو ڪم. مارَ – ٻچ – ڄاڳور – جهاڳور.

– رَنڌائي: ث. رڌائي – رَڌڻ جي اجرت.

– رَنڌائو ۽ رَنڌائُو (ت): ذ. صفت. رڌيندڙ – راڌائو – بورچي.

– رَنڌِڻو ۽ رَنڌِڻا: ذ. رڌڻ پچائڻ جي جاءِ – رڌڻو – بورچيخانو.

– رَنڌِڻيُ: ث. رڌڻي – رڌڻ جو ننڍو. چُلهه – سِگري.

– رَنڌِڻي ۾ رولو هڻڻ: گهر ۾ جهيڙو هڻڻ – پنهنجائي ۾ نااتفاقي هڻڻ.

– رَنڌي چڙڻ (ت): رڌي چڙڻ – ڳاري چڙڻ. ڇٽي ڇڙڻ – ڏاڍي مار ڏيڻ.

● رَنڌولِ ۽ رَنڌوليُون (ت): ث. صفت. رَلتڙ زال – بيوهه عورت.

● رِنڊُ ۽ رِنڊَ: ذ. ٽُلهي جُونءِ – وڏي ٻوڙُ جُونءِ.

● رُنڊَ ۽ رُنڊُون: ث. سُکا – سَنڪلپُ – پرڻُ – ميتا – ميت – مَنَتَ – ٻاس – سيسا – نياز – نذر – نذرانو – ڏَنُ. وَچَنُ – انجامُ – پرتگيا – واچا – وعدو.

● رُنڊُ ۽ رُنڊ: ذ. [سن. رُند = ٻُنڊ] ٻُنڊ (وڻ جو ٿڙ ٽارين کانسواءِ] ڪاٺ جو ٿُلهو ٽُڪر – دوڳي – لاهُ.

– رُنڊُ ڪَرَڻُ: دَسڻ – ڪيرائڻ – ڊاهڻ – پڇاڙڻ – سَٽڻ.

– رُنڊُ مُنڊُ ۽ رُنڊَ مُنڊَ (ت): ذ. صفت. ڇڙهو – بي اولاد – واليو – ٻُنڊ جو ٻُنڊ.

● رلنڊاروڙَڻُ: ٿاهو ڪَٽڻ.

● رَنڊَڻُ: مصدر. روڪڻ – اٽڪائڻ – پلڻ – بيهارڻ. نهرائڻ – ٽِڪائڻ – ترسائڻ – رهائڻ. رلبائڻ – پچڪڙي وجهڻ – وَکهڻُ وجهڻ – ڳالهه وِڍڻ – وچ ۾ پوڻ – هينڊ وجهڻ – رُخنو وجهڻ – رُڪاوٽ وجهڻ – اٽڪاءُ وجهڻ. پُورڻ – جهلڻ – بند ڪرڻ – ٿمڻ ڦيرڻ – آڏو اچڻ – برخلاف وڃڻ – سامهون ٿيڻ. مقابلو ڪرڻ – جهيڙو ڪرڻ – فساد ڪرڻ – جهڳڙو ڪرڻ.

– رَنڊَ ۽ رَنڊوُنَ: ث. رنڊڪ – اٽڪاءُ – وِکهن – رُخنو – جهَلَ – پَلَ – منع – بندش – پچڪڙي – برخلافي – نَهر – ٽِڪاءُ – ڦيرو – رُڪاوٽ.

– رَنڊائڻُ: مصدر. رلبڻ – روڪڻ – بيهارڻ – پُورائڻ – بند ڪرائڻ – جهلائڻ – ترسائڻ – نهرائڻ – ٿمائڻ – اٽڪائڻ – هينڊ وجهڻ – پچڪڙي وجهائڻ – رُخنو وجهائڻ – برخلافي ڪرڻ – منع ڪرائڻ – بندش وجهائڻ.

– رِنڊجڻُ: مصدر. رنڊ پوڻ – اٽڪ پوڻ – روڪ سبب بيهڻ – اٽڪاءُ ٿيڻ.

- رَنڊِ جِيءَ وِيهَڻُ: روڪجي ويهڻ - ويهي رهڻ (مڙس جي مرڻ سبب بيوهه ٿيڻ) - وڌوا ٿيڻ.
- رَنڊَ روڪُ ج رَنڊَ روڪَ: ذ جهَلَ پَلَ - منع - اٽڪاءُ - رُخنو - وِگهُنُ - پيچڪڙي.
- رَنڊَڪَ ج رَنڊَڪُون: ث. اٽڪ - روڪ - جهَلَ - ڇيڙڪُ - بندش - رُخنو - رُڪاوٽ - گهُٽ - پاڇو - رنڊ - سِيڙَ - ميڙپ - هِنيَ - پَنگ - پيچڪڙي - اٽڪاءُ - ڪج بحثي - تڪرار - ڦڏو.
- رنڊُو ج رَنڊا (ت): ذ. جهل - پل - رنڊڪ - بندش. ڊ پاءُ - زور - زَبَرَ - زوربارُ.

● رُنڊو ج رُنڊا: ذ. صفت. مُڏو - ليسو - ڪُند. سادو سُودو - پورڙو - وَسُوڙَلُ - ڪم عقل - ڳالهائڻ جو ٿُلهو. آڱرين پڳل ماڻهو - رُولٽو - لُولهو (ت).

● رَنڊِي ج رَنڊِيُون: ث. [سن. رَنڊا = عورت] زال - ناري - نار - استري - عورت. فاحش عورت - بد چال زال - بي حيا عورت - ڏيهَن جي پَهاج. ويشوا - ڪيري - ڪسبياڻي - چاتر - بيسوا - ناچڻي - نچڻي - رقاصه - طائفه.
- رَنڊِيُباز ج رَنڊِيُبازَ: ذ. صفت. عيشي - عيش پرست - عياش - زالي - زنا خور - زنا ڪارُ - لانگ چوتو - چڪلائي. ڏوُتو - پاڙيو - پيمُو - پَڙوو - حرامي - ڪُتڻ - دَلالُ.
- رَنڊِيُبازِي ج رَنڊِيُبازِيُون: ث. عياشي - زنا - زنا ڪاري - زنا خوري - بد پيشه - حرامخوري.
- رنڊي خور ج رنڊي خور (ت): ذ. صفت. زاني - عياش - زنا خور - زناڪار - بد پيشه ڪندڙ مرد - لانگ چوتو - چڪلائي.

● رُنڊِيَ ج رُنڊيُون (ل): ث. ٿڻن خراب ٿيل چوپايو مال.

● رُنڊُ ج رُنڊَ (ت): ذ. (سن. رُنڊُ = بُنڊُ) ٽُڙُ - بُنڊ - رُنڊُ. (ذ. صفت) چِڙو - واڍو - اڪيلو - هيڪلو (ت).
- رُنڊُ وانڊُ ج رُنڊَ وانڊَ (ت): ذ. صفت. رُنڊُ.

● رَنڊو ج رَنڊا: ذ. ٿُلهو اڻ وَڻيل ڏاڳو - روڙهو. ڏاڳو - سڳو - ڏورَ - ڏوري - تَنڊُ - سُوتلي. نوڙي - رَسي - رَسو - نوڙهو - واجهُ - ڪاپارُ - جوٽو - نوڙُ. معاملو - تڪرار - ڦڏو - فَسادُ - جهيڙو.
- رَنڊا روڙَهڻُ: ڪپهه مان ڳنڊيون ڪڍڻ - سُٽ سمجهائڻ.
- رَنڊو روڙهو ج رَنڊا روڙها: ذ. ڳنڊيون ڳوڙها (سُٽ جا).

● رُنڊو ج رُنڊا (ت): ذ. صفت. هٿن نڊڙو ٽُنڊو - رُونٽو - آڱرين ڪَپيَلُ.

● رَنڙَ ج رَنڙُون: ث. صفت. (سن. رَنڊا = عورت) بيوه عورت - ڦُلاوَنٽِي - ڏُهاڳڻ - رَنَ - ڏَنيَلَ - رَلوڙَ - رنيڙي.
- رَنڙُ ج رَنڙَ: ذ. صفت. زال مري ويل مُڙسُ - ڦُلانٽو - ڏَنيَلُ - وانڊو - رَنڊَڙُ - رَنوڙُ - رَنڊو.
- رَنڙِي ج رَنڙِيُون: ث. بيوه عورت - رَنڙَ - رَنوڙَ.

● رَنڪُ ج رَنڪَ: ذ. صفت. غَريبُ - مسڪين - دَرُ دَرِي - لِسڙُ - تِهِي دَستُ - ڪُنڌَلُ - آپالو - آتايو - ڏُتڙيَلُ - محتاج - گهرجائو - نماڻو. گدا - پنارُ - فقير - پِنُو - بيڪارِي - گداگَرُ - پنٹو - سُوالِي. (ضِدُ. راجا ج راجا).

* رُنڪَڻُ: مصدر. رِنڪڻُ - ليلائڻ - ڪِنجهڻ - ڪُرڪڻ. دانهون ڪرڻ - رُونُ رُونُ ڪرڻ - رينگات ڪرڻ - رينگٽا ڪرڻ - ڪُنڪڻُ - چنگهڻُ.

● رُنگَ ج رُنگُون (ڪ): ث. حصو - پتي - پاڳو. لالچ - لَبُ. ڪير جو گوهُو - سيڙهه - ڏار. جيئن "ٻڪريءَ ۾ هاڻي ڪير جي رُنگَ به ڪانهي". ڊوڙڻ يا هلڻ جو هڪ نمونو (هلڻ جا چار قِسم، ڊَنبَ، ڊُڪَ، چَلَ، رُنگَ).

● رُنگُ ج رُنگَ (ڪ): ذ. صفت. چِڙو - چِڙو چانڊ - اڪيلو. ڪنوارو - لوڻيو - اڻ پرڻيل.

● رَنگرُوٽُ ج رَنگرُوٽَ: ذ. (انگ Recruit = رنگروٽُ) نئون ڀَرتِي ٿيل سِپاهِي -

لئون پَرتي کيل مُلازمُ - سيکڙاتُ - سيکڙائُو - سيکندڙُ. (ذ. صفت) نا تجربہ ڪارُ - آناڙِيُ - نا آزمودگارُ - جَتُ - پُوڪُ - اَڻ ڄاڻُ - جاهِلُ.

● رَنگڙو ع رنگڙا: ذ. پکيءَ جو هڪ قِسمُ.

● رِنگيلُو ع رنگيلا (لس): ذ. آڪُ - ڪَرهو - ڏاگهو - توڏو - مَيو.

- رنگَڻُ: مصدر. [ف. سن] رنگ ڏيڻ - رنگ ڪرڻ - رنگ چاڙهڻ - رَنگڻُ - وَرُن ڏيڻ - فام ڪرڻ - رنگو ڪرڻ - وَرُنو ڪرڻ - رُوپ ڏيڻ - رنگدارُ بنائڻ. (ڳاڙهو، سائو، ڪارو وغيره ڪوبہ) رنگ ڏيڻ. روغن ڪرڻ - وارنش ڏيڻ - مُلمعو ڪرڻ. هَمرنگُ ڪرڻ - ڀاڻ جهڙو ڪرڻ. ڳاڙهو ڪرڻ - رتو ڪرڻ - رتول ڪرڻ - رچائڻ. چِتَ ڪيڻ - چٽسالي چاڙهڻ - رنگين ڪرڻ - سُهڻو ڪرڻ - خوبصورت ڪرڻ. رَونق وڌائڻ - سُکيو ڪرڻ - آسُودو ڪرڻ.

- رَنگُ ع رَنگَ: ذ. رَنگُ - هلڪو وَرِنُ - هلڪو رَنگُ. وکر جو هڪ قِسم - (ڪنهن ڪپڙي يا شئي کي ڏيڻ جو) رنگ. چِٽُ - چٽساليِ - نَقشُ - چِٽاڻ. رَتو - رَنگو - وَرَنو - رُوپُ - رَوُنَقُ - چهرو. براج - سوڀيا - حُسنُ - خُوبِيُ - سُولهن - خوبصورتيِ - سُهڻائيِ - جوڀَنُ. ڪَهيُ - جوانيِ - ڦوهہ - ڀُوهہ - ڦُولار - لعلائيِ - تازگي. چِيِٽهڙُ - افعال - عادت - ڪِرُ - لَلُ - لَڇڻ - شَهُور - شعُورُ - نشست برخواست - چال - چلگت - چِنَهہ - آٽ ويهہ - ادب اندازو. ناچُ - گانو - سانگ - ڀڳت - راند رُوند - رَوُنشو - کيلُ - خوشيُ - رَهُسو - مَزو - موج - وِرُوُنهہ - وِنُدَرَ - تَماشو - تفريح - منڊل - شغل - محفل - مجلس - ڪَچهريُ - ناٽڪُ - کيلُ. وَرجَسُ - رَستو - قَرِينو - ترتيبُ - ڍَنگُ - لمونو - آڪل - وَتيرُو - شعُورُ - ڍَبُ - ڍارَ - هَلت - دَستورُ - پَتِ - ٻارُ - وَجهہ - طرح. حالت - گت. ذات - ڀانت - جِنسَ - قِسمُ. پَتي راند ۾ حُڪمُ - تُرپُ (ڪارو، لالُ، ڦلُو، چوَڪڙيُ). مُهاوِرو - شدَ مَدَ - حَرف - اکر - اِظهار - رَقم -

ڪالَڪُ - اصطلاح - رَوشُ. صورت - رُوءِ - مُهانڊو - چَهرو - شڪل - شبيهہ - مُنهن جو پَنو - روپُ. ڏيکُ - ڏيک ويک - نَٽُ - نُوهہ - نُاهہ. رُخ - طرف - پاسو - پارُ - پَرُ. عبارت - لَقبُ - خطابُ. نِشانيُ - آهيجَ - آهڃاڻُ - نِشانُ. آبرو - عزت - مانُ - شانُ - تعظيم. گڻُ - خاصيتَ. حيثيت - پُڄتَ - پُڄنديُ - وَسعتَ. سيرتُ - خصلت - سُڀاءُ - ميزاج - مَنُو ڀاءُ - چِت وِرتِ. آرتُ - صيغو - آصول - مَتو. اُوشڪتيُ - قدرت - سِرشتيُ - دُنيا جي جوڙَ. رَڻُ - جنگ جو ميدانُ. جابلُو ٻَڪِريُ. جهنگليُ ڍَڳو. عجب - تعجب - حيرت - اَچرج - وِسمہ - حيراني - عبرت. ڪَرامت - آچَمبو - اِسرارُ - معجزو - ڪَمالُ. طاقت - زُورُ - وِتُ - قُوَتَ.

- رَنگُ آميزُ: ذ. صفت. رنگ ڀَيل - رنگدار - رنگين. رنگ ملائيندڙ - رنگ ڪندڙ - نقاش - مصور - رنگريز.

- رَنگُ آميزِيُ: ث. رنگ ڏيڻ جو ڪم - رنگاوت - رنگ سازي - مصوري - نقاشي - چٽسالي. گلڪاري.

- رَنگُ اَچڻُ: رنگ چڙهڻ - رنگ وَڻڻ - رنگجيُ وڃڻ.

- رَنگُ اُڏامڻُ: رنگ جو ڪَچيُ وَڃڻ - رنگ جهڪو ٿيڻ - رنگ لَهيُ وَڃڻ. ڦِڪو ٿيڻ - شرمنده ٿيڻ - لَڄيُ ٿيڻ - شرمسارُ ٿيڻ. مُنهن جو پَنو لَهيُ وڃڻ - مُنهن جي رَوُنق چڙي وَڃڻ - هِراسجيُ وَڃڻ - خوف ۾ ڀرجيُ وَڃڻ - ڊِجيُ وڃڻ.

- رَنگا رَنگُ: ذ. صفت. گهڻن رنگن وارو - گهڻرنگو - رَنگينُ - رنگارنگيُ - رنگ بہ رنگيُ - گُونا گون - ڀَتاڀَتي. گهڻن روپَن وارو - قسمين قسمين - طرحين طرحين - نَمُوني نموني.

- رَنگا رَنگيُ: صفت. رنگا رنگ - رنگ بہ رنگي - رنگين رنگين. قسمين قسمين - ڀانتين ڀانتين - طرحين طرحين. مُختلفُ - داتيڙو - نانا پَرُ ڪارن جو - وڻ وڻ جي ڪاٺي.

- رَنگ آفشَاني ڪَرَڻُ: رنگ ڇٽڪارڻ - رَنگ ڏيڻ - مُلمعو چاڙهڻ - رنگين بڻائڻ - رنگين ڪرڻ. چِٽ ساليِ ڪرڻ - گُلڪاريِ ڪَرڻ - نقش ڪرڻ.

- رَنگاوَت يا رَنگاوَتُون (ل): ث. رنگ ڏيڻ جو ڪم - رَنگائي - رَنگائي - رَنگسازيِ - چِٽسازيِ - رَنگ آميزيِ.

- رَنگائڻُ: مصدر. رنگڻ جو ڪم ٻئي کان ڪرائڻ - رنگ ڏيارڻ - رنگ ڪرائڻ - رنگ چاڙهڻ - رنگائڻ - رنگائي ڪرائڻ.

- رَنگائي يا رَنگائيُون: ث. رنگائڻ جي مزُوري - رَنگائي - رَنگائي. رنگ ڏيارڻ جو ڪم. رگاوت.

- رَنگ بَدڪِيڏَڻُ (ت): چوپڙ راند ۾ ٻن ڄڻن جو آنُ آنُ سارينُ سان راند ڪرڻ.

- رَنگ بَدلَڻُ: رنگ ڦيرائڻ. نمونو بدلائڻ - حالت بدلائڻ - رَوَيو ڦيرائڻ.

- رنگ بيرَنگ: صفت. ظرف. جُدا جُدا قِسمُ - نمونو نمونو - طرح طرح.

- رنگ بيرَنگيِ: صفت. گهڻن ئي قِسمن جي رنگن وارو - گهڻن رنگن وارو - رنگين. چِٽڪمرو - ٽڪاٽڪيِ، نموني وارو.

- رَنگ بِگڙَڻُ: رنگ ڀَسرڻُ - رنگ خراب ٿيڻ (ڪپڙي جو) - رنگ جا ڌٻا ڌٻا ٿيڻ يا ٽِڪا ٽِڪا ٿيڻ (ڪپڙي تي يا ڪاغذ تي) بدرنگ ٿيڻ. حالت خراب ٿيڻ. نمونو ڦِرڻُ. ڪاوڙجڻ - ناراض ٿيڻ - غصي ٿيڻ - چِڙَڻُ.

- رنگ پِرمائِڻُ: رنگ رَچائڻ. جيئن:

"سِڄڻ سانگي سانگ تي آيو،
رنگ جوڙي تان رنگ پرمايو"
(نانڪ يوسف).

- رنگ ڀَرَڻُ: ڪنهن تصويرَ وغيره کي رنگ لڳائڻ - چِٽُ ڪَڍڻ - نقش ڀَرَڻ - چِٽسالي ڪرڻ. سُهڻو بڻائڻ - حَسِيڻُ ڪرڻ - خوبصورت بڻائڻ.

- رنگ ڀَنگ ڪَرَڻُ: مزو وِڃائڻ - لُطف بگاڙڻ. تماشي وغيره ۾ رُخنو وِجهڻ - راند ۾ اٽڪاءُ وِجهڻ.

- رَنگ ڀُومِيِ يا رَنگ ڀُومِيُون: ث. تماشي جي جاءِ - کيل جي جاءِ - ناٽڪ ڪرڻ جي جاءِ - تفريح گاه - وِندر گاه - سئنيما - ناٽڪُ.

- رَنگَت يا رَنگتُون: ث. رنگ - فام. رُوپُ - وَرڻُ - شَڪل - شَبيهَ - صورت. حالَت - ڪيفيَتَ. چِمڪو - چِلڪو - تيجُ - چمڪارُ - جلوو.

- رَنگُ جَمائِڻُ: رنگُ چاڙهڻ - رنگُ پَڪو ڪرڻ. تماشي جو بنياد وجهڻ - محفل جو بنياد وجهڻ - راڳ روپ شروع ڪرڻ.

- رَنگُ جَمَڻُ: رنگ چڙهڻ - رنگ زور وٺڻ - رنگ پڪو ٿيڻ. رونق دار ٿيڻ - زينت وارو ٿيڻ - سُهڻو ٿيڻ. محفل جو زور وٺڻ - تماشي جو مزو اچڻ.

- رَنگُ چاڙِهَڻُ: رَنگ ڏيڻ - رَنگڻ - رنگدار ڪرڻ - رنگين ڪرڻ - رنگ وارو ڪرڻ (ڪنهن ڪپڙي يا ڪاٺيءَ وغيره کي). جنديءَ جو ڪم ڪرڻ. نقشبندي ڪرڻ - چِٽسالي ڪرڻ - گلڪاري ڪرڻ.

- رَنگُ چَڙَهَڻُ: رنگ اچڻ - رنگجڻ. وارنش ٿيڻ - روغن چڙهڻ. نشو چڙهڻ - خُمار جڻ - نشئي ليڻ.

- رَنگُ دارُ يا رَنگُ دارَ: ذ. صفت. رنگ وارو - رنگين - رنگيل.

- رَنگ ڏاڙِهيءَ کي: ندا. واه واه! شاباس! آفرين! - جَس! - مرحبا!.

- رَنگ ڏاڙِهيءَ کي هَڻَڻُ: شاباس هڻڻ - آفرين هڻڻ - مرحبا هجڻ - جَسُ هجڻ.

- رَنگ ڏِسَڻُ: تماشو ڏسڻ - کيل ڏسڻ - مزو ڏسڻ. ٻن جي ويڙهه ڏسڻ - جهيڙو ڏسڻ. نتيجي تي نظر وجهڻ - حالت ڏسڻ - ڪيفيت ڏسڻ.

- رَنگ ڏيکارَڻُ: تماشو ڏيکارڻ - ناٽڪ ڏيکارڻ - راند ڏيکارڻ. هُنر ڏيکارڻ - ڪَرتَبُ

ڏيکارڻ - مزو ڏيکارڻ - شعبده بازي ڪرڻ. حالت ڏيکارڻ. جو ڀن ڏيکارڻ - نڪار ظاهر ڪرڻ. بد عادت ظاهر ڪرڻ - بد افعالو ٿيڻ. جهيڙو ڪرڻ - جهڳڙو ڪرڻ. انتقام وٺڻ - ويرُ وٺڻ.

- رَنگُ ڏيَڻُ: رنگ چاڙهڻ - روغن هڻڻ - رنگڻ - رنگڻ - ملمع چاڙهڻ - رنگدار ڪرڻ - رنگين بنائڻ. لطف ڏيڻ - مزيدار ڪرڻ - وڻندڙ بنائڻ. ڪنهن ڳالهه کي وڌاءُ ڏيڻ - پنهنجي مطلب موجب ڳالهه کي موڙڻ - ڳالهه کي رنگين بنائڻ.

- رنگُ ڍِنگُ ۽ رَنگُ ڍِنگُ: ذ. اٽڪل سٽڪل - وَرُ وَڪڙُ - ڦند ڦير - مڪرُ فريبُ. طور طريقو - نموني بازي - نمونو - طرز. رسم - رواج - هلي چلي - هلت چلت - آٽڪ وِهڪ - رَوَيو - آئي ويئي - چال چلت. عادت - خصلت - افعال - ارڪان.

- رَنگُ ڍِنگُ ڏِسڻُ: حال احوال معلوم ڪرڻ - سُڌ سماءُ وٺڻ - خبر چار وٺڻ. هلت چلت ڏسڻ - نمونو ڏسڻ - طور اطوار ڏسڻ - آئي ويئي ڏسڻ.

- رَنگُ راسُ ٿيڻُ: ڪنهن ڪم جو بهترين نموني ۾ تيار ٿيڻ - مڪمل ٿيڻ - پورو ٿيڻ.

- رَنگُ رَتولُ ۽ رَنگُ رَتولَ: ذ. چٽسالي ٿيل جاءِ - نقاشي محلات - رنگ محل - لال بنگلو.

- رَنگُ رچائيڻُ: محفل ڄمائڻ - تماشو شروع ڪرڻ - مجلس مچائڻ.

- رنگ رَچڻُ: رنگ جو چڱيءَ طرح اثر ڪرڻ - رنگ لڳڻ - رنگ چڙهڻ - رنگ وِهڻُ - رنگ ڄمڻُ - رنگدارُ ٿيڻ - رنگين ٿيڻ.

- رَنگُ رَسُ: ذ. عيش عشرت - کيل تماشو - محفل - وِندرَ - يوڳ شوڳ - چرچو گهبو.

- رَنگُ رلائيڻُ: مزو ڪرڻ - خوشي ڪرڻ - لطف اندوز ٿيڻ - عيشُ ڪرڻ - رنگ رليون ملهائڻ.

- رنگُ رُوپُ ۽ رنگ رُوپَ: ذ. رنگ روغن - شڪل شبيهه - حُليه - صُورت - مُنهن مُنهانڊو. حُسن جمالُ - سونهن - سو ڀيا - چمڪ دمڪ - زينتَ.

- رَنگُ روغَنُ ۽ رنگُ روغَنَ: ذ. رنگ روپ - چمڪ دمڪ.

- رَنگر يزُ ۽ رَنگر يزَ: ذ. رنگ ڏيندڙ - رنگيندڙ - رنگيندڙ - ڪپڙا رنگيندڙ - ڪُنڀاتي - نيروٽي. نقاش - مُصور - معمار - ڪمانگر.

رَنگُ زَرْدُ ٿيڻُ: شڪل جو رنگ پيلو ٿيڻ - مُنهن هئڊو ٿيڻ (بيماري يا شرمساريءَ سبب). شرمسار ٿيڻ - ڦيڪو ٿيڻ - لڄي ٿيڻ - شرمنده ٿيڻ. ڊڄي وڃڻ - ڀؤ ۾ ڀرجي وڃڻ - هراسجي وڃڻ. خوفزده ٿيڻ.

- رَنگُ سازُ ۽ رَنگُ سازَ: ذ. صفت. رنگ بنائيندڙ - رنگ ڏيندڙ (سامان وغيره کي) - رنگ ڪندڙ - نقاش - مُصور - معمار - ڪمانگر.

- رَنگُ سُفيدُ ٿيڻُ: چهري جو رنگ ڦيڪو ٿيڻ - رنگ زرد ٿيڻ - مُنهن پيلو ٿيڻ (بيماري يا شرمساريءَ سبب).

- رَنگُ فَروشُ ۽ رَنگُ فَروشَ: ذ. صفت. رنگ وڪڻندڙ.

- رَنگُ فَقُ ٿيڻُ: رنگ اُڏامي وڃڻ - رنگ ڇڏي ڏيڻ - رنگ ۾ ڦيڪو ٿيڻ (چهري يا ڪنهن به شيءِ جو).

- رَنگُ ڦِٽائيڻُ: بي رنگ ڪرڻ - رنگ مٽائڻ - رنگ لاهڻ.

- رَنگُ ڦِٽائيندَڙُ چُورو: رنگ ناس ڪندڙ دَوا.

- رَنگُ ڦيڪو ٿيڻُ: رنگ جو جهڪو ٿيڻ - رنگ اُداس ٿيڻ - رنگ فق ٿيڻ - رنگ اُڏامڻ - رونق گهٽجڻ - مُنهن پيلو ٿيڻ (شرم يا غيرت ڪان). بي لُطف ٿيڻ - سونهن ڇڏي ڏيڻ - سو ڀيا گهٽجي وڃڻ - نزاڪت نه هجڻ - خوبصورتي وڃائڻ.

- رَنگُ کَيَڻُ: رنگ چٽو ڪرڻ - رنگ ظاهر ڪرڻ - نيڪرڻ - نڪار ڪرڻ - صاف ٿيڻ - رنگ کُلڻ. سُهڻو ٿيڻ - سُلُوڪ لڳڻ - حَسين ٿيڻ - خوبصورت ٿيڻ - جو ڀن ظاهر ٿيڻ - چهرو ٿيڻ - مُنهن ۾ پاڻي اچڻ.

— رَنگُ ڪَرَڻُ: رنگ ڏيڻ — رنگ ڀرڻ — رنگين ڪرڻ — رنگدار ڪرڻ — رنگ چاڙهڻ. مزو ڪرڻ — تماشو ڪرڻ — راند روند ڪرڻ — وِندر ڪرڻ — خوشي ڪرڻ. محفل ڪرڻ — ڪچهري ڪرڻ — مجلس ڪرڻ. گونهاندي ڪرڻ — ڏيچ ڪرڻ — جهيڙو ڪرڻ — فساد ڪرڻ. ٻئي راند ۾ حُڪم ڪرڻ — رنگ وارڻ — حڪم ٻولڻ (ت).

— رَنگُ ڪُلڻُ: رنگ ظاهر ٿيڻ — رنگ پڌرو ٿيڻ — رنگ چٽو ٿيڻ — رنگ صاف ٿيڻ (مُنهن يا ڪنهن شيءِ جو). جوڀن ڪيڏڻ — نِکارُ ڪرڻ. سرهو ٿيڻ — خوش ٿيڻ.

— رَنگُ لائِڻُ: رنگين ڪرڻ — رنگ لڳائڻ — رنگدارُ ڪرڻ. تماشو ڪرڻ — رؤنشو ڪرڻ — مسخري ڪرڻ. ٻُرائي ڪرڻ — ٻُڇڙائي ڪرڻ. ناراض ٿيڻ — غُصي ٿيڻ — ڪاوڙجڻ — ڪاوڙ ڪرڻ. فساد مچائڻ — جهڳڙو پيدا ڪرڻ — فيتنو وجهڻ — ڪُلفت وجهڻ — تڪرار بر پا ڪرڻ — مصيبت پيدا ڪرڻ. تڪليف ڏيڻ — دِقت پهچائڻ. فريب ڪرڻ — دغا ڪرڻ — ڪوٽ ڪرڻ — ڪُپٽ ڪرڻ — بيماني ڪرڻ. پنهنجي اصلي حالت تي پهچڻ.

— رَنگُ لڳڻُ: مزو مچڻ — تماشو ٿيڻ — وندر ٿيڻ — چهر ٻهر ٿيڻ. محفل ٿيڻ — مجلس ٿيڻ — ڪچهري لڳڻ. سازُ سرودُ جي محفل لڳڻ — ڳائي ٻجائي جي مجلس لڳڻ.

— رَنگُ لهڻُ: روغن لهڻ — رنگ گهٽجي وڃڻ (ڪنهن شيءِ تان). مُنهن جو ٻنو لهڻ — حشمت چڏي وڃڻ — بي آبو ٿيڻ — بي آبرو ٿيڻ — بي عزت ٿيڻ. شرمسار ٿيڻ — ڦڪو ٿيڻ — لڄي ٿيڻ. خوفزده ٿيڻ — هراسجي وڃڻ — ڊڄي وڃڻ — خوف ۾ پرجي وڃڻ. ڏيڪاءُ گهٽ ٿيڻ — چمڪ لهڻ — ملمعو لهڻ — ظاهر ٿيڻ — پڌرو ٿيڻ.

— رَنگُ ۾ ڀنگُ پوَڻُ: خوشيءَ ۾ رنڊڪ پوڻ — خوشيءَ ۾ رُخنو پوڻ — خوشيءَ ۾ رنج پوڻ — خوشيءَ جي وقت ۾ ڪنهن اوچتي دردناڪ واقعي سبب لطف ۽ مزو نڪري وڃڻ — مجلس ۾ رنڊڪ پوڻ. ميل ۽ ناهه نه ٿيڻ.

— رنگُ ۾ رَتو رَهڻُ: هر ڪنهن حالُ ۾ خوش هُجڻ — پنهنجي مستيءَ ۾ مگن هُجڻ — پنهنجي حالَ ۾ پُورو هُجڻ.

— رنگُ ۾ رنگُ آچڻ: فائدي ڀنيان فائدو ٿيڻ — نفعي ۾ نفعو ٿيڻ.

— رنگُ مَٽائِڻُ: اصليت ڇڏڻ — بدلجڻ — مٽيجڻ — صورت بدلائڻ — شڪل ڦيرائڻ — نمونو تبديل ڪرڻ.

— رنگُ مَٽڻُ: رنگُ بدلڻ — اصليت مٽڻ — صُورت ڦيرائڻ — شڪلَ ڦيرائڻ — ٻيو روپ ڪرڻ. نمونو بدلائڻ. ڍنگ بدلائڻ — عادت ڦيرائڻ.

— رَنگُ محلُ ۽ رَنگُ محلَ: ذ. عيشُ جو گهرُ — عياشي جو گهرُ — عيشرتگاهه. اهو جاءِ جنهن ۾ امير يا بادشاهه عيشُ ڪن. سينگاريل جاءِ — نقاشي محلات — رَتولُ.

— رنگُ وِجهڻُ: رنگُ آڇلائڻ — هڪ ٻئي تي خوشيءَ جي موقعي تي رنگدار پاڻيءَ هارڻُ.

— رَنگوليءَ ۽ رَنگوليُون: ث. (گُجراتي) رنگ ڏيڻ جو هُنر — ڪمانگري — رنگسازي — رنگاوتَ جو ڪمُ.

— رَنگُ هارِجڻُ: مُنهن جو پيلو ٿيڻ — مُنهن جو ٻنو لهيءَ وڃڻ (شرم ڪان يا ڊپُ ڪان). سلوڻُ ڏِسڻ ۾ آچڻ — فڪر وارو ٿيڻ — ڏُکايل ڏِسڻ ۾ آچڻ — رنگ ڦَقُ ٿيڻ — رنگُ زردو ٿيڻ — رنگ ڇڏي ڏيڻ — رنگُ لهيءَ وڃڻ (ڏُک ۾ يا فڪر ۾).

— رَنگُ هارَڻُ: رنگُ ڇنڊڪارَڻُ — رَنگُ آڇلائڻ. شاديءَ جي موقعي جي هڪ رَسم جنهن وقت ڪُنواريتا گهوٽيتن تي ڳاڙهو رنگ آڇلائينُ.

— رَنگيءَ ۽ رَنگيءَ: ذ. صفت. رنگُ وارو — رنگدارُ — رنگينُ — رنگيلو — طرح طرح جي رنگن وارو — رنگُ بِرنگيءَ.

— رَنگيلو ۽ رَنگيلا: ذ. صفت. رنگُ وارو — رنگينُ — رنگدارُ — رنگُ بِرنگيءَ. رنگين مزاج — عياشُ طبع — عياشيءَ — عيشيءَ جيڙو — نٽُڻونءَ. رنگين لباسُ پهريل — شوقين. ترڙو — هلڪي.

طبع وارو. (ث. رنگيلي ۽ رنگيليون). رَنگيلُ - لَعلُ - رَتلُ - رَچيلُ - راسُ ٹيلُ (ھريءَ جي رنگ ۾). ڏُوتو - ياڙيو - وِچ ڪُٽيو - پيٺو - ڪچَرُ - ڏَلو - حرامي - پڙوو. لنگو تاڙو - لُچو - اوٻاشُ - لوفرُ - بد معاش - بد تهذيبُ - لُفنگو.

- رَنگيلي ۽ رَنگيليون: ث. صفت. ڪَسٻڻ - ويشيا - رَنَ - ڪچري - ڪَسٻ ياڻي - چَڪلائڻ - بيسوا - بَدِيشي عورتَ - رَنڊي. پڙوي - ڏَلي ڏُوتي - وِچ ڪُٽي - ڪادوڙَ. لُچي - تيرهن تالي - اوٻاش - بد معاش - لُفنگي - حرامزادي - لَنڊي - لَنگو تاڙي.

- رَنگينُ ۽ رَنگينَ: ذ. صفت. رَنگيلُ - رنگ وارو - رنگدارُ - رنگ چڙهيلُ - رَنگ ڪيلُ - رنگارنگي - رَنگيلو - رنگ ٻرنگ - گونا گونُ - ملمعي ڏِنلُ. گلڪاري ڪيلُ - سينگاريلُ - گُلُ ڦُلُ نِڪتل.

- رَنگينُ رَنگينُ: ذ. صفت. رنگارنگي - گونا گونُ - چِتڪمرو - وِچِترُ - چِٽُ چِٽُ - ڦلڦليو. طرحين طرحين - قسمين قسمين - نموني نموني - ڀانت ڀانت.

- رَنگين عبارَتَ ۽ رَنگين عبارَتون: ث. آها لکڻي جنهن ۾ نَثرُ مُسجع هُجي - مُقفَّا وَ مُسجَّع عبارَتُ - دلچسپ عبارت - وڻندڙ عبارت. دلچسپ مضمون.

- رَنگينُ ميزاجُ ۽ رَنگينُ ميزاجَ: ذ. صفت. خوش ميزاج - کِلمُکُ - خوش طبع - زِنده دلُ. عياشُ - عياش طَبعُ - عياشي - عيشي جيئڙو.

- رَنگيني ۽ رَنگينيون: ث. رنگاوَتَ - رَنگاوَتَ - رَنگائي. چِٽسالي. سينگار - آراستگي - نمائش - ٺاهه ٺوهه - ٺاٺ سينگار. خوش طبعي - خوش ميزاجي.

● رِنگڻُ: مصدر. ڪُرڪڻُ - ڪِنجهڻُ - چِنگهڻُ. دانهون ڪرڻ - رڙيون ڪرڻ - واڪا ڪرڻ. هَري هَري رُئڻ - هنجون هارڻُ. پِٽڪڻُ - پِٽ پِٽ ڪرڻ - چَپن ۾ ڳالهائڻ. ڦڏو ڪرڻ. اٺ جو آواز ڪرڻ - اٺُ جو رڙڻُ - دالهون ڪنه و هلڻ - چِنگهيندو هلڻ. وَڄڻُ (ڪنهن بَرتن وغيره جو). گوڙ ڪرڻ - ننَتُ ننَتاءُ ڪرڻ - ننائڻ - گسائڻ.

- رِنگَ ۽ رِنگون: ث. رُوئڻ جو آوازُ - سُنهو روجُ - رينگو - رِينگٽ. گهَپي - ڪِلڪل - ڪِنجهڪو - ڪُرڪو - ڪُرُ ڪُرُ. اٺ جو آواز.

- رِنگائِڻُ: مصدر. رَڙائِڻُ - رودن ڪرائڻ - رُئاڙڻ. گهَپي ڪرائڻ - ڪِلڪل ڪرائڻ - ڪُرڪو مچارائڻ. ڪَٽَ تي ويهي ٹنگون لوڏڻُ (ڪ).

- رِنگائي ۽ رِنگائي: ذ. صفت. ڪِرڪِريو - گهَپيرُ - رِينگاٺي - گهَپي خور.

- رِنگ چِنگهہ ۽ رِنگون چِنگهون (ت): ث. سُور سبيان دانهن - ڪُڪَ. بيماري - مَرضُ.

● رِنگڻُ ۽ رِنگڻَ: ذ. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قِسم (منهن سٽيلو. پُڇ سنهون، ڊيگهه ٢-٤ فوٽ).

● رُنگڻُ: مصدر. ٹوري زياده جي گهُرَ ڪَرڻ - رِينگَ ڪرڻ - گِهلَ ڪرڻ. رونگ گهرڻ - جيڪي مِلي تنهن کان ڪجهه وڌيڪ گهُرڻ.

● رُنگَ ۽ رُنگون: ث. جيڪي مِلي تنهن کان ٹورو زياده جي گهُر - سَوائي - وَزن کان وڌيڪُ. ذرو - ٹورو - پِچڪڙو - چُڪو - ڦڙي - چُٽڪي - ٹيپو - هَوَ. پِتي - حِصو - ڀاڱو (ڪ).

- رُنگٺو ۽ رُنگٺا: ذ. صفت. زياده گهُرَ ڪندڙ - ڪُرڪُريو - رِنگٺو - گهَپي خورُ - ڪِرڪِريو. لالچي - هَبڇي - طَمعي.

● رِنگوائي (ت): اسم خاص. ڪوسَتُ جي هڪ ذات جو نالو.

● رَنگيون: اسم خاص. تعلقي گونيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● رِنگهہ ۽ رِنگهون: ث. روجُ - راڙو - رودن. فرياد - دانهن. شِڪايت - گِلا. ڪُرڪو - ڪِنجهڪو - چِنگهہ. ٹيسو - خفو - ڪَٻَتَ -

ڪَسارو (ہارُ جو بيماريءَ کان) - ٻيزاري. ڪِروڌُ - گهيپيُ - ڪِلڪِل.

- رنگهڻ پنگهڻ ۽ رنگهُون پنگهُون (ٿ): ٿ. جسم ۾ ٿوري بيماري جي حرارت. ڪنهن بہ ڪم ۾ خاطري جهڙي فيصلي لہ ٿيڻ جي حالت ۾ هرهر ذڪرُ.

- رنگهڻ چِنگهڻ ۽ رنگهُون چُنگهُون: ٿ. رنجهڪو - ڪنجهڪو - ڪُرڪو. گهيپيُ - ڪِلڪِل - رنگهڻ رنگهڻ - رنجهہ ڪنجهہ.

● رنگهہ رنگهڻ ۽ رنگهُون رنگهُون: ٿ. (ہارُ جو بيماري سبب) چنگهڻ - ڪِنجهڪو، هُڙڪي.

● رَنگڻُ: مصدر. [سن. ف. رَنگ] رنگ ڏيڻ - رنگ چاڙهڻ - رَتڻ - رَچائڻ - ملمع لڳائڻ - رنگ ڪرڻ - رلڳڻ (رنگيو - رنگيندو - رنگيل).

- رَنگُ ۽ رَنگ: ذ. رنگ - روغن - وَرنُ - ملمع. صورت - نقش - شڪل - سُهانبو. چِٽُ - چِٽسالي - گلڪاري - رَنگداري.

● رَنَمَلُ ۽ رنَمَلَ: ذ. صفت. ڊوليو - پيارو - دلبر - جاني - سڄڻ. يارُ - دوست - سنگتي - ساٿي - همراه - همرازُ (ڊول - مارئي).

● رَنوائڻ: مصدر. (ڪنهن ڪم جو) نيڪال ڪرڻ - آڪلاءُ ڪرڻ - ختم ڪرڻ - پورو ڪرڻ - سَماپت ڪرڻ - سَمپُورن ڪرڻ. نبيرو ڪرڻ - فيصلو ڪرڻ.

● رَنوتو ۽ رَنوتا: ذ. صفت. آهو ماڻهو، جنهن جي زال مَري ويئي هجي - رَنڙُ - رَنوڙ - رَنڊو - ڏَنيڻلُ - ڦَلاوَنتو. ڪَنوارو - وانڍو - چڙهو.

- رَنوڙَ ۽ رَنوڙوَن: ٿ. رَنَ زال - مُڙس مري ويل زال - ڦلاونتي - رنوڻي - ڏَنيڻلُ - ڏُهاڳڻ. ٹُونڪي - ڪَلَٺهہ - جهيڙائڻ. چنڊي - نِياڳي - ليڊوري. بگهڙ زال.

- رَنوڙُ ۽ رَنوڙَ: ذ. رَنڙُ.

- رَنوڙو ۽ رَنوڙا: ذ. صفت. رَنڙُ - رَنوتو.

● رَنيِ ۽ رَنيُون (ٿ): ٿ. صفت. (سن. راندُ = عورت) مڙس مري ويل زال - رَنَ زال - بيوه.

- رَني ٿيڻُ (ٿ): مڙس مري وڃڻ - بيوه ٿيڻ - رن زال ٿيڻ.

● رَني ڪوٽُ: اسم خاص. هڪ جبل جو نالو.

● رَڻُ ۽ رَڻَ: ذ. ٿ. (سن. رَڻ = جنگ) جنگ - جَدل - جهيڙو - جهڳڙو - مقابلو - ويڙهہ - رَزم - يُڌَ - جُڌُ - لڙائي - معرڪو - ڪاهہ. عظيم جنگ. جنگ جو ميدان - لڙائيءَ جو ميدان - رَڻُ ڀُوم - رَڻُ ڀُومي - ميدان جنگ. جيئن:

"رَڻُ گَجبي راڙهو ٿيو"

(شاهہ).

- رَڻُ ڀُومَ: ٿ. ميدان جنگ - لڙائيءَ جو ميدان - رڻ - رَڻ ڀومي.

- رَڻُ ڀُومِي ۽ رَڻُ ڀُوميُون: ٿ. جنگ جو ميدان - رَڻ ڀُونءِ - لڙائيءَ جو ميدان - يُڌَ جو ميدان - رَڻ ڀُوم.

- رَڻُ جيتُ ۽ رَڻُ جيتَ: ذ. صفت. فاتح - سو يارو - فتحمند - ڪَٽيل.

- رَڻُ کيٽرُ ۽ رَڻُ کيٽرَ (ٿ): ذ. ميدان جنگ - رَڻ ڀُوم - رَڻ ڀُومي.

- رَڻُمَلُ ۽ رَڻُمَلَ: ذ. صفت. جنگ بهادر - سورهيہ - جهونجهار.

● رِڻُ ۽ رِڻَ: ذ. (سن. آرَڻيہ > رِڻ = رِڻ پٽ) صحرا - بيابان - ويرانو - اُرِ - اُوارُ - جابانُ - دشت - برپٽ - ٿَرُ - بَرُ - سَڃ. غيرآباد - اُجاڙ - پِيننگَ - بيابانِي - ويراني. بربادي - تباهي - تاباني. ظلم - قَهرُ - انڌيرُ - ناانصافي - بي انصافي - هاڃو - ناحق - ستياناس - ضرر - خرابي - هَرجُ - نقصان - زيان - وناس - فنا - شَرُ - مصيبت - آپدا. چِيڀُ - گهَٽِپُ - ڏُکُ - رَلو.

- رِڻُ ہارَڻُ: ظلم ڪرڻ - انڌير ڪرڻ - قهر ڪرڻ - بي انصافي ڪرڻ. تباهي ڪرڻ - بربادي ڪرڻ - ويراني ڪرڻ - سڃ ڪرڻ - اُجاڙ ڪرڻ - پِيننگ ڪرڻ - تاباني ڪرڻ.

- رِڻُ ٻارِي ڏِيَڻُ: رڻ ٻارڻ - ظلم ڪرڻ - قهر ڪرڻ - بي انصافي ڪرڻ - انڌير ڪرڻ.
- رِڻُ ڪَرَڻُ: ظلم ڪرڻ - انڌير ڪرڻ - قهر ڪرڻ - بي انصافي ڪرڻ. ڏاڍ ڪرڻ - زبردستي ڪرڻ. سَڃ ڪرڻ - ويراني ڪرڻ - تباهي ڪرڻ - تاباني ڪرڻ.
- رِڻَ ۾ راتِ پَوَڻُ: تڪليف ۾ اچڻ - مصيبت ۾ پوڻ - آزار ۾ پوڻ - مشڪلاتن ۾ پوڻ.
- رِڻَ ۾ رُلائِڻُ: دربدر ڪرڻ - پريشان ڪرڻ. دَغا ڏيڻ - وقت تي ڏوڪو ڏيڻ - اڌ ۾ ڇڏي هليو وڃڻ.
- رِڻَ ۾ رُنارَڻُ: هجر ۾ هنجون هارائڻ - جدائيءَ ۾ بيقرار ڪرڻ - وڇوڙي ۾ وايون ڪرائڻ.
● رُنيجهَ ۽ رُنيجهون (ت): ث. يادگيري - ياد - يادگيرو.
● رُڻ جهُڻُ: ث. ڳالهه ٻولهه - گفتگو - گفتار - ڇُونڪار - جهُونڪار - لاتَ - آلاپَ - مٺو آواز - ونڊڙ گفتگو. آهستي آهستي ڳالهه ٻولهه - ڦُس ڦُس - سُس پُس - چُڻ پُڻ. مينهن جي وسڪاري جو آواز. جهَرجهَنگ (پيلا).
● رُنڪَڻُ: مصدر ر. ڪُرڪڻ - ڪينجهڻ. سُس پُس ڪرڻ - پُڻ پُڻ ڪرڻ - پُنڪات ڪرڻ - چِڻَ ۾ ڳالهائڻ. ڇيڪو ڏيڻ - لوڏو ڏيڻ - ڏوڏو ڏيڻ - جهوٻو ڏيڻ - ڏُونڊاڙ ڏيڻ. (رُنڪيو - رُنڪندو - رنڪيل).
- رُنڪَ ۽ رُنڪون: ث. ڪينجهڪو - ڪُرڪو - چينگهڪار. دانهن - رڙ - واڪو. آٺ جو ڪينجهڻ (ت).
- رُنڪارَ ۽ رُنڪارون (لس): ث. رِڍ جو آواز - پڪار.
- رُنڪو ۽ رُنڪا: ذ. ڪُرڪو - ڪنجهڪو - سُس پُس - پُڻ پُڻ - پُنڪات - پڪو - ڇيڪو - لوڏو - ڏوڏو - جهوٻو - ڏُونڊاڙ.
● رِنو ۽ رِنا: ذ. ويراني - سَڃ - پينگ (ت). اٿالو - ڪُڙم - ڊَنبلو (ت). قرض - اوڌر - لهڻو - ڏيتي. جيئن:

"رُنيءَ راڻو جو، منڌ جنهن ڪي هوءِ"
(گل قند).
- رِنُو وِجهَڻُ: کهُپُ وجهڻ - جيبُ وجهڻ. چيٽڻ - چيٽارڻ - کهوٽڻ.
● رُنيُ: اسم خاص. تعلقي مير پور ساڪري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● رَوُ ۽ رَوُ: ث. (ف. رَوِيدَن = وهڻ) وهڪرو - وَهڪ - ريلو - پاڻيءَ جي ڌار. سيلاب - پاڻيءَ جي نيڻُ. جوش - ولولو - غُصو - ڪروڌ - چيڙ - غضب - تيسو، جيئن تہ "رَوُ ۾ ڳالهه نڪري ويئي". رستي تان هلڻ جو خيال - ڏَڻ - موج - فوج - لشڪر - سينا - ڪٽڪ - آڙماڙ - ڀلڻ. (ذ) وهندڙ پاڻيءَ ۾ گڏيل مَيل - ميٽي - لٽ - راٺو - وارِي - ريٽ - ميراڻ - ميراڻي. لاڙو - رغبت - جهڪاءُ - خيال - ويچار. مارين جي ٻوڪ ۾ قسمين قسمين گاهه (ت).
- رَوُ ڪَيدَڻُ (ت): مارين جي ٻوڪ مان گاهه ڪيڻ - مارين جي ٻوڪ ۾ گَڏ ڪرڻ.
- رَوُ ڪَري مارَڻُ: ضد ڪري مارڻ - هرو ڀرو مارڻ - بي گناهه مارڻ. جيئن:

"نہ مارج مون ڪري تون رَوُ،
اٿئي صاحب سندي ساک"
(فاضل شاهه).

- رَوُ ڪَري وِڙهَڻُ: هَروُ ڀَروُ وڙهڻ - خواه مخواه وڙهڻ - بي گناهه وڙهڻ - ضد ڪري وڙهڻ.
● رُوُ ۽ رُوُ: ذ. (ف) چهرو - مُنهن - مُهانڊو - شڪل - مُکڙو - رُخُ - صورت - شبيهه - وَجهَ - مُهڙ - مُک - مُهاڏو. مٿانهين - مٿاڇرو - سطح، جيئن: "رُو زمين وغيره". (ظرف) سامهون - اڳيان - مقابل - پيش - روبرو - منهن سامهون.
- رُوبَرُو ۽ رُوبَرُو: ظرف. آمهون سامهون - مُنهن سامهون - مُنهان مُنهن - مُنهن مُقابل - منهن تي - مهنڊان - مهند - اڳيان - سَنڪُ - پيش.
- رُوبَرُو اچَڻُ: سامهون اچڻ - اڳيان اچڻ - منهن سامهون ٿيڻ - منهن مقابل ٿيڻ - مهنڊان اچڻ - آڏو اچڻ.

- رُوبرو آڻڻُ: سامهون آڻڻ - اڳيان آڻڻ - پيشُ ڪرڻ - حاضر ڪرڻ - سَهڻدان ڪرڻ - مُنهن مقابل ڪرڻ - آمهون سامهون ڪرڻ.

- رُوبَرُو ٿيڻُ: سامهون ٿيڻ - اڳيان ٿيڻ - آمهون سامهون ٿيڻ - منهن تي ٿيڻ - پيشُ ٿيڻ - حاضر ٿيڻ. صورت ڏيکارڻ - شڪل ڏيکارڻ - مُهالبو ڏيکارڻ - مُکڙو ڏيکارڻ.

- رُوبَرو ڪَرڻُ: سامهون ڪرڻ - اڳيان ڪرڻ - مُنهن مقابل ڪرڻ - آمهون سامهون ڪرڻ - پيشُ ڪرڻ - حاضر ڪرڻ - مُنهن تي ڪرڻ - موجُود ڪرڻ. شڪل ڏيکارڻ - صورت ڏيکارڻ.

- رُوبَڪارَ ج رُوبَڪارُون: ث. ڪنهن جي اڳيان ٿيل ڪاروائي - سامهون ٿيل فيصلو - رُوبرو ٿيل ڳالهه. حالت - ڪيفيت - اوستا - گتي - دَشا - صورت.

- رُوپوشُ ج رُوپوشَ: ذ. صفت. منهن لڪايَلُ - مخفِيُ - گُم شُد - پوشيده - ڳجهو - لِڪَلُ - ڇِپيَلُ - گُمُ - مَفرورُ - ڀڳلُ - غير حاضر - ڀَڄيُ وِيَلُ - رَفُو چَڪَرُ.

- رُوپوشُ ٿيڻُ: پنهنجو منهن لڪائڻ. لِڪَڻُ - ڇِپَڻُ - گُمُ ٿيڻ - غائبُ ٿيڻ - لِڪي وَڃَڻُ. ڀَڄَڻُ - فرار ٿيڻ - آلُوپُ ٿيڻ - ڀڄي وَڃڻ.

- رُوپوش ڪَرَڻُ: لِڪائڻ - ڇپائڻ - فرار ڪرڻ - گُم ڪرڻ - غائب ڪرڻ - مخفي ڪرڻ - پوشيده ڪرڻ.

- رُوپوشيُ ج رُوپُوشيُون: ث. لِڪَ - ڇِپَ - گُم شدگيُ - ڳجهُ. ڀاڄَ - فراري.

- رُوداد ج رُودادُون: ث. اکين ڏٺو احوال - رُوبڪار - ڪيفيت - حالت - حقيقت - حال احوال. ڳالهه - قصو - بيان - واقعو.

- رُوسياهُ ج رُوسياهَ: ذ. صفت. منهن ڪارو - ڪار مُنهون - گنهگارُ - پاپيُ - ڏوهاريُ - ذليلُ - بَدڪارُ - خطاوارُ - ڀُڇڙو - بَد اعمالُ. بدنصيبُ - نياڳو - ڇنڊو - بَد بَختُ - نِڌورو. بي عزت - بي مانُ - بي آب.

- رُوسياهُ ٿيڻُ: ڪار مُنهون ٿيڻ. بد نامُ ٿيڻ - ذليل ٿيڻ. بَدڪارُ ٿيڻ - گنهگار ٿيڻ - پاپيُ ٿيڻ - ڏوهاري ٿيڻ.

- رُوسياهيُ ج رُوسياهيُون: ث. ڪار مُنهائيُ. بدنامي - ذلتَ - ذلالتَ - رُسوائيُ - بي عزتيُ - بي آبيُ - بي مانيُ. گنهگاريُ - خطا - خطا واريُ - ڏوهُ.

- رُوشناسُ ج رُوشناسَ: ذ. صفت. واقفڪارُ - ڄاڻ سُڃاڻ - سُڃاڻو - ڄاڻندڙ - سُڃاڻپ وارو - واقفيت وارو - ڏِٺل وائِٺلَ. مشهور شخص - ناليرو - ناميارو - ناميوَرُ.

- رُوشناسيُ ج رُوشناسيُون: ث. واقفيت - سُڃاڻپ - ڄاڻ سُڃاڻ - مُلاقات - صاحب سَلامت - واقفيُ - ڏِٺُ - عَليڪَ سَليڪَ.

- رُونَما: ظرف. ڏسڻ ۾ ايندڙ - ظاهرُ - پَڌرو - کُليَلُ - عامُ - مشهورُ.

- رُونَمائيُ ج رُونَمائيُون: ث. مُنهن ڏيکارڻ جي حالت - ديدارُ - ڏيکائيُ. شاديءَ جي هڪ رسم.

- رُونَمائيُ ڏِيَڻ: ڏيکائيُ ڏيڻ - ڏيکارو ڏيڻ.

● رَوا ج رَوائُون: ظرف. [ف. روانُ = جاري] لَسَ - سڌو - سڌو سنئون - بنا رنڊڪ - بنا اٽڪ - بنا هبڪ. (ث) پڙهڻ جو هڪ نمونو - بنا هِڄ جي پڙهڻي - لَسَ پڙهڻي - رَوانُ. ڪتاب يا قرآن شريف جي بنا معنيٰ پڙهڻي.

- رَوا پَڙهَڻُ: لس پڙهڻ - بنا هِڄ جي پڙهڻ. بنا معنيٰ پڙهڻ - روان پڙهڻ.

● رَوا ج رَوا: ذ. صفت. (ف. رَوان = جاري، هلندڙ). رائج - مُروّج - جاري - چالُو - وهندڙ - هلندڙ - حَقي - جائز - حَقائتو - حَلالُ - حَلالي - رِهندو - حق حلال جو - قانوني - شرعي - باقاعدي - دُرست - برابر - صحيح - اصل - هُورو - واجب - جڳائتو - لائق - نهندو - لائق لڳو - مُباح - ٺيڪ - رِهائيندو - مُناسب - ڇڏت جهڙو.

- رَوادارُ ج رَوادارَ: ذ. صفت. قبول ڪندڙ - جائز سمجهندڙ - مڃيندڙ - باسيندڙ - إقراري -

قبولدار - رضامند. چاهيندڙ - گهرندڙ - پيار ڪندڙ. خيرخواهه - ڀلو گهرندڙ - همدرد - خير انديش. طرفدار - ساٿي - ٽيڪو ڏيندڙ - مددگار - واهروُ - سهائتا ڪندڙ - همراهه - ڀُنيرو - حِمايتي - پاسو وٺندڙ - بدلو ڪٺندڙ - وَتِ ڪٺندڙ. پنهنجو ڏوهه پاسي، ٻئي ڪي ڦاسائيندڙ - سرڪاري شاهد.

= رواداري ع رَوادارِيُون: ث. مدد - واهر - سهائتا - اوٽ - حمايت - ڀنيرائي - همراهي - پرجهلو - بَدلو - پاسو - وَتِ. منظوري - اقرار - قبوليت - مڃتا - هائوڪار.

= رَوا رَکَڻُ: جائز رکڻ - مباح سمجهڻ. جاري رکڻ - چالُو رکڻ - هلندو رکڻ - مُروج رکڻ. منظور ڪرڻ - قبول ڪرڻ - اقراري ٿيڻ - رضامند ٿيڻ - اجازت ڏيڻ - موڪل ڏيڻ.

= رَوا سَمجهَڻُ: مُباحُ سمجهڻ - جائز سمجهڻ - حقي سمجهڻ - صحيح سمجهڻ - دُرست ڄاڻڻ - ٺيڪ سمجهڻ - برابر سمجهڻ.

= رَوا ڪَرَڻُ: جائز هجڻ جي فتوا ڏيڻ - جائز ٺهرائڻ - مباح ڪرڻ - لازمي ڪرڻ - حقي ڪرڻ.

● رُوا ع رُوا (ل): ذ. رُئڻ جو آواز - رُڏات - روڄ - رُواءُ.

= رُواتُ ع رُواتَ: ذ. رُوا - رُواءُ.

● رَواتَڻُ: مصدر. کَهَڻُ - ڪُرڙڻ - گَسائڻ - لَسو ڪرڻ - سِڌائيءَ تي بيهارڻ - سنئون ڪرڻ.

= رَواتُ ع رَواتَ: رَواتُون: ث. لوهارڪي اوزار جو هڪ قسم - رَواتِي - تڪوري - سونهڻ.

= رَواتِيءَ ع رَواتِيُون: ث. لوهه کي لَسي ڪرڻ جو هڪ لوهارڪو اوزار - رَوات - تڪوري - سُولهڻ.

● رواجُ ع رَواجَ: ذ. (ع. رَاجَ = آساني سان وِڪرو ٿيندڙ هو). عام دستور - راهه ريت - هلي چلي - ريت - رَسم - پرويو - پَرَ. مَرجاتا - وَتيرو - استعمال. ڍنگ - پَتُ - ڍَبُ - ڀارُ - طرح - وَجهُ - دستور - هلت - ڍارَ - لمولو - قسم - پرڪار - ڍؤل - گيراهڪي - ورتاءُ - مُحاورو - چَلت - طريقو - رَوش - سرشتو - قانون - قاعدو. معمول، وات - طور - طرز.

= رَواجُ ٿِيَڻُ: رسم پوڻ - جاري ٿيڻ - رائج ٿيڻ - عام ٿيڻ - عمل ۾ اچڻ - دستور ۾ اچڻ - سرشتو پوڻ.

= رَواجُ ڏِيَڻُ: جاري ڪرڻ - چالو ڪرڻ - مروج ڪرڻ - عامُ ڪرڻ - استعمال ۾ آڻڻ - عمل ۾ آڻڻ.

= رَواجَ ۾ آڻَڻُ: (ٺئون رواج) وجهڻ - شروع ڪرڻ - جاري ڪرڻ - چالو ڪرڻ - عام ڪرڻ - مروج ڪرڻ. (بِلُ) پيش ڪرڻ. ڪابه ٺئين رسم سماج ۾ اندر آڻڻ - گهڙڻ - وجهڻ - داخل ڪرڻ.

= رَواجِيُ ع رَواجِيُ: ذ. صفت. رواج ۾ آيل - هميشه جو - معمولي - دستوري - رِيتائتو - مُروَّجُ - دستور موافق. اڪثر - عموماً - گهڻو ڪري - عام - چالُو - استعمالي - رسمي - قانوني - حَقي. ساڌارڻ - اهڙو جهڙو - هالُو چالُو - ڀُورو ڀُنو. خسيس - ڪيين جهڙو - هَلڪو - ٿوري مُلهه وارو - سادو.

= رَواجِيُ طَرَحَ: ظرف. عام نموني - هميشه وانگر - عام طرح - هُونءَ - دستور موافق - گهڻو ڪري - معمول وانگي.

● رَوازُ ع رَوازَ: ذ. اِسم. رِياءُ - پاسخاطري - وَتَپَ - پاسخاطر - لحاظ - رعايت - پاسو - مَرُوَت. خاص شوق - ڏاڍِي دل - حُب - لاڙو - رغبت - پيار - قرب - عشق - موهُ. بَڪ شَڪ - بَڪواز - لَباڙ - واهيات گفتگو. مسخري - چَرچو - گهَبو - مشڪري (ک). چرٻي - سٿپ - تنت مال - روغن - چڪنائي.

= رَوازِيُ ع رَوازِيُ: ذ. صفت. رِياءُ ڪندڙ - رِيائي - پاسو ڪٺندڙ - ٻَڪ ٻاتِي - ٻِہ اکيو - رِيائي - رِياءُ خور - پاس ڪندڙ - رِعايتي - لِحاظي - پاسخاطر ڪندڙ - تنهه دار - حِمايتي - ڀُنيرو - هڪ طرفو ڳالهائيندڙ - پاسداري ڪندڙ - بي انصاف. ٺڳُ - ڪُوڙو - ويساهه گهاتي - بدمعاش.

● رَواشُ ع رَواشَ ؛ ذ. لذيذ ڪاڏي جو هڪ قسم- مَليدو- ڪاڄُ ڪور مو- مسترَچي.

● رُواڪيُ ع رُواڪيُون (ڪ): ث. ٻڪيءَ جو هڪ قسم- رُوٽا ڪيُ.

= رَوانُ ؛ صفت. [ف. رَوانُ = هلندڙ] جاريُ- وَهندڙُ- هلندڙُ. مُروَّجُ- چالُو- وَرتمانُ- لَبالَب- چِڪندڙُ (ڦتُ). عامُ- رواجيُ- ساڌارڻ- معموليُ- هڪجهڙو. تيزُ- تکو- جَلدُ- چُوهو- جهَٽُ ٻَٽُ- بجليُ- هيڪدم. (ث) بنا معنيٰ ڪتاب يا قرآن شريف پڙهڻ جي حالت- بنا هيڄ پڙهڻ جو هڪ نمونو- لَسَ پڙهڻي- سِڌي پڙهڻي- رَوا.

= روانُ ٿيڻُ: جاريُ ٿيڻ- وَهڻُ. هلڻُ- راهيُ ٿيڻ- رَوانو ٿيڻ- نڪرڻ- اُسهڻ- لَڏَڻ- چِڏَڻ- ڦِرڻ- تَجڻُ- تيار ٿيڻُ- جُدا ٿيڻ- موڪلائڻ. تيز ٿيڻ- چُوهو ٿيڻ- جَلد ٿيڻ- جهَٽُ ٻَٽُ ٿيڻ- تَڪڙو ٿيڻ. زبان تي چڙهڻ- ڏُور ٿيڻ- مشق ٿيڻ- وِرد ٿيڻ. ياد ٿيڻ- بر زبان ٿيڻ (سبق وغيره).

= رَوانُ پَڙهڻُ: لَسَ پَڙهڻ- يَڪساهيُ پڙهڻ- رَوا پڙهڻ- لَسو پڙهڻ- بنا اَٽڪ پڙهڻ- سَوَلائي سان پڙهڻ- بنا هِڄڪ جي پڙهڻ- بنا هيڄيُ جي پڙهڻ.

= رَوانُ ڪَرڻُ: جاريُ ڪرڻ- هلندو ڪرڻ- چالو ڪرڻ- مُروَّجُ ڪرڻ. روانو ڪرڻ- اُسهائڻ- راهيُ ڪَرڻُ- موڪل ڏيڻ. تيز ڪرڻ- تِکو ڪرڻ- چُوهو ڪرڻ.

= رَوانِگيُ ع رَوانِگيُون: ث. ٻاهر وڃڻ جي حالت- ڪُوچَ- اُسهڻ- موڪلائيُ- نيڪالُ- نيڪالُ- نِڪِتَ- سوڪَلَ- اُماڻپَ. چالائو- رِحلت. ٻاهرُ ويندڙُ سامان- ٻئي مُلڪ ڏانهن ويندڙ مالُ.

= رَوانو ع رَوانا: ذ. صفت. هَليو- موڪِلايو- اُماڻپ- روانگيُ- اُسهپ- ڪُوچ.

= رَوانو ٿيڻُ: ڪنهن منزل ڏانهن وڃڻ شروع ڪرڻ- وَڃڻ- رُخصت ٿيڻ- اُسهڻُ- رَوانُ ٿيڻ- هَليو وڃڻ- هَلڻُ. موڪِلائڻ- چالائو ڪرڻ- لاڏائو ڪرڻ- مَري وڃڻ- فوتُ ٿيڻ- تيار ٿيڻُ.

= رَوانو ڪَرڻُ: مُنجڻُ- موڪلڻُ- ڊوڙائڻ- اُسهائڻ- پيڄڻُ- اُماڻڻُ- ارسال ڪرڻ- رخصت ڪرڻ. اَڪلائڻ- نِبيڙَڻ.

= رَوانيُ ع رَوانيُون: ث. هَلَندِيُ- وَهڪَ- وَهيڪرو. تيزِيُ- تِيڪَ- چُوهائيُ- تِکائيُ- جَلدائيُ.

● رَوائِتو ع رَوائِتا: ذ. صفت. پُورالو- خشڪيُ- رِڀُچڪيُ- لَسهُري- تَرنيڪيُ- وَهميُ- لَهرائتو- مَن مَوُجي- خشڪيُ- مزي جهڙو- خام خياليُ- دِلوالو- مَتلوُنُ.

● رَوايَتَ ع رَوايتُون: ث. (ع) ڪنهن جي ڳالهه جو نقل- ڪنهن جي چئل ڳالهه. تَواريخَ- اِتهاسُ- ورتانُتُ. ڪَيفيتَ- بَيانُ- داستانُ- نامو- آکاڻيُ- قِصو- ڪَهاڻيُ- ڳالهه- حِڪايتَ- ڪَهنَتَ- ڪَٿهاتَ- نقلُ- ڳالهه- ساکيُ- ڏَند ڪَٿا- سِميرتيُ- اَفسانو- چَوَڻيُ- چَوَتَ.

● روباهُ ع رُوباهَ: ذ. [ف] جانور جو هڪ قسم- لُومڙُ- لُوڪَڙُ.

= روباهُ بازيُ ع روباهَ بازيُون: ث. مَڪاريُ- ٺڳيُ- دغا- فريب- بدمعاشي- ويساهه گهاتي- عَياريُ.

= رُوباهيُ ع روباهيُون (ت): ث. دغا- دوکو- ٺڳي- مڪاريُ- فريبُ- ويساهه گهاتي.

= رُوباهيُ ڏيَڻُ: دَغا ڪرڻ- دوکو ڏيڻ- فريب ڪرڻ- ويساهه گهاتي ڪرڻ- ٺڳي ڪرڻ.

● رُوبَڪارَ ع رُوبَڪارُون: ث. [ف] ڪنهن جي اڳيان ٿيل ڪاروائي- سامهون ٿيل فيصلو- روبرو ٿيل ڳالهه. حالت- اَوسٿا- گَتيُ- دَشا- رُوئِداد- حالُ- ڪيفيت- صُورت- حقيقت. لکيل حڪم- فرمان.

= رُوبَڪاريُ ع رُوبَڪاريُون: ث. قاعدي جي ڪاروائي- مقدمي جي سَماعَت- ڪار گذاري- حقيقت- سماچار- سُڌ سماءُ- احوال- فيصلو- بيانُ- سمجهاڻي. حڪم نامو- فرمان.

● رُوُپاڙَ ج رُوُپاڙُون: ث. رُونپ.

● روُپو ج روُپا: (ل. ت): ذ. تڪليف – ڏُک – دِقت – اٽڪ – مُونجهه – مصيبت – ڏکيائي – مشڪلات – پريشاني.

● روُتُ ج روُتَ (ت. ڪ): نيدا. ڪنهن جي مسلسل سڏن ڪان ڪک ٿي، ڪاوڙ ۾ ڏنل جواب – پوڏ – قوت.

● روُتڻُ (ت): مصدر. ڪنهن پوک جا سلا يا ٻيجو، هڪ هنڌان ڪڍي ٻئي هنڌ هڻڻ – ٽَڏارڻ – رُلبڻ – وِهرڻ – وَهراج ڪرڻ – رونبو ڪرڻ.

– روُتَ ج روُتيُون: ث. هڪ هنڌان ڪڍي ٻئي هنڌ لڳايل سَلو – وَهراج – رُنب – رونبو – وِهَر.

– روُتِ هڻڻُ: پوک جا نيدا سَلا يا ٻيجو، هڪ هنڌان ڪڍي ٻئي هنڌ هڻڻ – وِهراج ڪرڻ – رونبو ڪرڻ – وِهَر ڪرڻ.

● روُتَ ج روُتُون: ث. صفت. رُڏُ – دُنبو – ٿُلهو – سَپر – مُٽڪو – دوٽر – سٽر وٽر – دُدَستو – لوٽ (ث) زمين ۾ هنيل يا گڏ پوکيل نندن ٻوٽن جو ٿورو انداز. گهڻائي – گپاگيهه – مٽاسٽ – وَلر – هَشام – انبوهه – بيشمارُ – ڍَڳُ – سَٿو. جيئن: ”مکڙن جي روتَ لڳي پئي آهي“.

● روُتُ ج روُتَ: ذ. وڏي ماني – ٿُلهي ماني – روڍلو – روٽيلو. ڳُڙُ ۽ اٽي مان تيار ڪيل مِٺي ۽ ٿُلهي ماني. ديوتائن کي نظراني ڏيڻ لاءِ هندن جي تيار ڪيل مالي. پِنِي، گڏ ڪيل اٽي مان پچايل ماني. جيئن: ”بهاؤالدين جو روتُ، شاهه پنجي جو روت، وغيره“.

– رُوتُ ڪَرَڻُ: هندن جو واڌاڻ يا ڪنهن ٻئي موقعي تي مَهاديو جي نالي مِٺا لولا ورهائڻ. مسلمانن جو ڪنهن اولياءَ ”شاهه پَنجي يا غوث بهاؤالدين ملتاني“ جي نالي مانيون خيرات ڪرڻ.

– روُتيلو ج روُتيلا: ذ. ٿُلهي ماني – وڏي ماني – روتُ – روڍلو – ڍوڍو – نانُ.

– روُٽو ج روُٽا (ت): ذ. ٻاهه جي اندر پچايل اٽي جو گول ٺوڙو – ڪوڪي.

– روُٽي ج روُٽيُون: ث. ٿلهي ماني – وڏي ماني – روٽلو – ڍوڍو. ماني – نانُ – ڦُلڪو – ڊ ڳڙي – چپاتي. رزق – کاڌو – قُوت – چُوٽو – داڻوڪو.

– روُٽيءَ تانُ ٿاپو اچڻُ: نيپاڳ لڳڻ – بُرائي چڙهڻ – بدقسمت ٿيڻ – بد نصيب ٿيڻ – بدبخت هجڻ – ڪُمَهري اچڻ – آيو رِزق موٽڻ. نقصان پوڻ – ڇيهو پوڻ – ٽوٽو پوڻ.

– روُٽيِ ٽاٽوُ (ت): ذ. مانيءَ جي مهل – منجهند – ٻِپَهر – ٻپَهرو.

– روُٽيِ ٽاهڻُ: ماني ٽاهڻ – کاڌو تيار ڪرڻ – رَسوئي ڪرڻ.

– روُٽيِ ڪَپڙوُ: ذ. ماني گندي – کاڌ خوراڪ ۽ گندي ڪپڙي جو خرچ. ضرورت جو سامان.

– روُٽيِ ڪَرَڻُ: روٽي پچائڻ – ماني ٽاهڻ – رَسوئي ڪرڻ. ڪنهن جي دعوت ڪرڻ – ماني موڪلائڻ.

● روُٺُ ج روُٺَ (ت – ث): ذ. صفت. سخت – ڏاڍو – سٽاڻو – سوٺُ. سَکل – ٺوٺ – سُڪو. هيڪَل – بهادر – پهلوان – جوڌو – سورمو – دلير – وِير – قَوي – جُنگُ. اڻ ٽَڪ – اڻ ورچُ – آورِچُ.

– روُٺُ سُنُهِنُ: ذ. صفت. خُشڪ طبع – سُوٺو مُوٺو – رُکَ مُنهون.

– روُٺو ج روُٺا: ذ. صفت. روٺُ.

– روُٺي ج روُٺيُون: ث. روُٺُ. سوپارين جو هڪ قسم – روٺيون سوپاريون.

● روُپُ ج روُپَ: ذ. (سن. روُپُ=چاندي) ڌاتُوءَ جو هڪ قسم – چاندي – رُپو – سِلورُ. روپو ٻرتن – روپو سِڪو.

– روُپو ج روُپا: ذ. صفت. چانديءَ جو – چانديءَ جهڙو – چانديءَ مان – چانديءَ وارو.

– روُپَهُروُ ج روُپهُرا: ذ. صفت. رُپهي جو – رُپهي وارو – چانديءَ جو – چانديءَ وارو.

- روپيو ۽ روپيا: ذ. چانديءَ جو هڪ سڪو (جنهن جو ملهه ١٦ آنا آهي) - رُپيو.

- روپيو پيسو ۽ روپيا پيسا: ذ. دولت - ناڻو - مال اسباب - ڌن - ملڪيت - پئسو ڏوڪڙ - روڪڙ.

● رُوپُ ۽ رُوپَ: ذ. [سن. رُوپُ = سُنهن] سهانڊو - مُکُ - مُکڙو - مهڙُ - پوتُ. ڍَولُ - آڪارُ - گهاٽُ - ڍَنگُ - آچارُ - ويسُ - بانو - نمونو - ريت - طرح - طريقو. سُونهن - خُوبي - حُسنُ - سوڀيا - خوبصورتي - خوبي - نزاڪتَ - سُهڻائي - جمالَ - شوڀيا - جوڀنَ. رنگ - رنگت. رَونقُ - چمڪو - جلوو - جوتُ - روشني - جهلڪ. مُورتَ - تصويرَ. سانگُ - بهُروپُ - بناوٽي صورت. حالت - سمان - حالَ.

- رُوپارو ۽ رُوپارا (ت): ذ. صفت. روپوارو - روپوانُ - سُهڻو - حسينُ - سوڀياوانُ - مَلُوڪُ. (ث. رُوپاري ۽ رُوپاريون).

- رُوپُ آنترتا: ث. اختلاف شڪل - بهُروپي - ويسُ ڌاري.

- رُوپُ بدلڻُ: ويسُ بدلڻ. شبيهه بدلڻ - صورت بدلڻ - شڪل بدلڻ. بهروپي ٿيڻ.

- رُوپُ بگاڙڻُ: شڪل خراب ڪرڻ - بد صورت ڪرڻ.

- رُوپُ ڌارڻ: ڪابه صورتَ اختيار ڪرڻ (جيئن هندن وٽ ديوتا ڪا شڪل وٺندا آهن). صورت ٺاهڻ - شڪل ٺاهڻ. سانگ ڪرڻ - بهُروپي ٿيڻ - ويسُ ڌارڻ.

- رُوپُ ڏيکارڻُ: صورتَ ڏيکارڻ - شڪل سُهانڊو ڏيکارڻ - ديدار ڪرائڻ - مُکڙو پسائڻ.

- رُوپ ساگرُ ۽ رُوپَ ساگرَ: ذ. حُسنُ جو سمنڊ - بيحد حُسنُ - تمام گهڻي سُونهن. (صفت) حسينُ - سُهڻو - سوڀياوانُ.

- رُوپُ سينُ: ذ. صفت. روپوان - سوڀياوانُ - سُهڻو - حسينُ - مَلُوڪُ. جيئن:

"ڪاڪل ڪاله ڏِٺم رُخسارن تي رُوپُ سينُ"

(شاهه)

- رُوپُ ڪڍڻُ: رنگُ ڪڍڻ - جوڀنُ ڪڍڻ - نکارُ ڪڍڻ - جوانيءَ ۾ آڇي حسينُ ڏيکائي ڏيڻ. چمڪڻ. ظاهر ڪرڻ - پڌرو ڪرڻ.

- رُوپ مٽائڻُ: شڪل ڦيرائڻ - صُورت بدلائڻ. ڇمڙا پوش ڪرڻ.

- رُوپُ نِڌانُ ۽ رُوپَ نِڌانَ: ذ. حُسنُ جو مڪانُ - سُونهن جو گهرُ - اَٿاهه حُسنُ - بيحد سُونهنَ.

- رُوپُ وانُ ۽ رُوپَ وانَ: ذ. صفت. روپونتُ - سوڀياوان - خوبصورتُ - حسينُ - سُندرُ - سُهڻو - مَلُوڪُ.

- رُوپُ وَنتُ ۽ رُوپَ وَنتَ: ذ. صفت. روپوان - سوڀياوان - صورتوند - خوبصورت - حسينُ - سُندرُ - سُهڻو - عُمدو - ٺاهُوڪو - سوچارو. سُدرشنُ - زينت ڀريو - نزاڪت وارو.

- رُوپُ وَنتي ۽ روپَ وَنتيون: ث. صفت. روپوان - حسينُ - سُهڻي - سندرُ - مَلُوڪُ - حسينه.

- رُوپيُ ۽ رُوپي: ذ. صفت. روپوان - شڪل وارو - حسينُ - سُهڻو. ڦرندڙ گهيرندڙ خيالن وارو - سَوداٰئي - خفقاني - آڌ مغز ي (ت).

● رُوپا ۽ رُوپا: ذ. [ف. روباهَ = لومڙ] جانور جو هڪ قسم - لُومڙ - لُوڪڙ - لُومڙيو.

- رُوپامڪي: ث. پسارڪي وکر جو هڪ قسم (چانديءَ کي ڳارڻ وقت ڪوٺاريءَ کي لڳل چانديءَ جو فاسد مواد).

● روپاهُ: اسم خاص. تعلقي ٺٽي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● روپاهي: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو. (بلوچستان جي روپاه شهر مان آيل هندو).

● رُوپڪُ ۽ رُوپڪَ: ذ. [سن. رُوپ + شڪل] تمثيل - قصو - ڪهاڻي - آکاڻي - ڪٿا - ڳالهه - نقلُ - نظيرُ - وَرتانتُ - بيانُ.

- رُوپڪُ مئي: صفت. تمثيلي - بي بنيادي - جُزتُو - هٿراڌي - بي بنا - واهيات - مَن گهڙت.

● رُوُپُ مجنون ۽ رُوُپَ مَجنان: ذ. ڪَلَ جو هڪ قِسم.

● روُپُهَرُ: اسم خاص. تعلقي پني عاقل ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● روُپهَرو: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● روُپهَرِي: اسم خاص. تعلقي ڍَڪهڙيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● روُجِيُ ۽ روُجِيُون: ث. (ف. روزي جو بگڙيل آچار) روزي - رزق - چوٽو - داڻو - ڪاڌو - ان داڻو - چوٽو ٻاٽي.

● روُجُ ۽ روُجَ: ذ. (سن. روجن > رُدُ = رُڻ) رودن - رُڻ - راڙو - راڙہ - گريہ - زاري - ماتم - پِٽڪو. دانهن - فرياد - ڪُوڪ - ڪيڪ - رِڙهَہ - ڪيڪاٽ - ڪُوڪاٽ - واويلا - آه و فغان.

- روُجاتُ ۽ روُجاتَ (ت): ذ. روجُ - رودن - راڙو.

- روُجُ راڙوُ ۽ روُجَ راڙا: ذ. رُڻ جو آواز - دانهن ڪُوڪ - آهہ و زاري - روج - رودن - راڙو - راڙہ. دانهون - ڪُوڪُون - فرياد - ماتم.

● روُجهہ ۽ روُجهہَ: روُجهُون: ذ. ث. (هڻا. روجهو: سن. رِشيہَ) جانور جو هڪ قسم - جابلو هَرڻ جو هڪ قسم - چوُسِڱو هَرڻ - اڇن پيرن سان ڦاڙهو. ڪَنُون جي شڪل تي هڪ ڦاڙهو - نِيلي ڪُنُون. (هي هرڻ حب نديءَ جي ڀاسي گهڻا ٿين، ماڻهن جي ڊپ کان اڪثر رات جي وقت لڏيءَ مان اچي ٻاٽي پيئن). جيئن:

"روجهہ ڏٺائين رات، هوت ڳوليندي حب ۾" (شاهہ).

● روُجهار: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد سنڌ ۾).

● روُجهاڻ: اسم خاص. تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● روُجهائي: اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● روُجهوُ ۽ روُجها: ذ. صفت. ڪٽڪ رنگو جهرو - ڪَٽڪو رنگ - ڪَڪوريل - پَورو. گهوڙي جي رنگ جو هڪ قسم. (ث. روجهي ۽ روجهيُون).

● روُچِيُ ۽ روُچِيُون: ث. (ف. روزي جو بگڙيل آچار) روزانو کاڌو - روزينو - روزي - گذران - رزق - چوٽو - خورش - ان پاڻي - داڻوڪٿو. جيئن:

"آئي تہ روچِي، تَري تہ بَلا" (چوڻي).

● روُحُ ۽ روُحَ (ارواحَ): ذ. (ع) ٿڌي هوا - ٿڌڪي - ٿڌاڻ. خوشبو. فرحت - تازگي - آسائش. علم حڪمت جي اصطلاح ۾ "لطيف ٻاڦ" جا دل ۾ پيدا ٿي، باعث حياتي بنجي - آتما - جانُ - جيوُ - جيءُ - پرانُ - ساهہ - سانس - دَمُ - جياپو - حياتي - جِندُ - جانُ - زندگي - ساسُ - نفس الامر - امر الاهي. دِل - قلب - هيردو - هنيون - هيانءُ - مَنُ. سَتَ - عرق - نچوڙ - جوهر - خلاصہ - تَتَ. مرضي - خيال - اندروني خواهش - لاڙو - رغبت - نيت - ارادو. جيئن: "روُح جو لاڙو" وغيره.

- روُحُ اعظَمُ: ذ. اعليٰ روح - وڏي هستي - بزرگ هستي - پاڪ هستي - سڀ کان مٿاهون.

- روُحِ افزا: ذ. صفت. فرحت وڌائيندڙ - مفرح. تازگي ڏيندڙ - تراوت بخشيندڙ - دل کي قرار ڏيندڙ.

- روُحُ الاَمِينُ: امانت دار روح - حضرت جبرئيل جو لقب (جو خدا تعاليٰ جو پيغام رسول مقبول صلي الله عليہ و سلم جن وٽ، جيئن جو تيئن پهچائيندو رهيو).

- روُحُ اللهُ: ذ. السلله تعاليٰ جو روح - حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو لقب (جو بنا پيءُ پيدا ٿيل هو).

- روُحُ الاهِي: ذ. خدائي روح - ايشوري آتما.

- روُحُ القُدُسُ: ذ. پاڪُ آتما - پاڪ روح - پاڪ قلب (مسلمانن وٽ حضرت جبرئيل عليہ السلام ۽ عيسائين جي اعتقاد موجب خدا تعاليٰ جي اها

حالت، جڏهن هو روحن کي هدايت بخشي نيڪي جي ترغيب ڏئي ٿو).

- روحاني ۽ رُوحاني: صفت. روح جو- روح وارو- روح مان واسطو رکندڙ- آتمڪ- رحمالي- آڌيہ آتماني- غير جسماني- لير آڪار- غير فاني- آسريرو- آصورت. اندروني- اندريون- باطني- ڳجهو. پاڪ- صاف- مقدس- پوتر- سچورو.

● رُوحانيت: ث. رُوحي قوت- رُوحاني قوت- دل جي صفائي- دل جي سچائي- مَن جي پاڪائي.

- رُوحانو ۽ رُوحانا (ت): ذ. صفت. رُوح جو- دل جو- رُوحاني.

- رُوحانو لولو ۽ رُوحانا لولا (ت): ذ. مَري وڃڻ مائٽن جي رُوحن جي ليءِ ڏلل ماني- ونڊ جي ماني.

- رُوحُ پينڪڻُ: روح جو هيڏانهن هوڏانهن ڀٽڪڻ- ڪنهن شئي ڏسڻ لاءِ پريشان ٿيڻ- واجهائڻ- ڳولڻ- نهارڻ- تڪليف ۾ مبتلا ٿيڻ. رلڻ- دربدر ٿيڻ- ڀٽڪڻ- خوار خراب ٿيڻ.

- رُوحُ پروازُ ڪرڻُ: ساهه نڪرڻ- دم نڪرڻ- مرڻ- وفات ڪرڻ- پراڻ ڇڏڻ- چالاڻو ڪرڻ- لاڏاڻو ڪرڻ- ڏيهه تياڳڻ- فوت ٿيڻ.

- رُوحُ پرورُ: ذ. آتما کي پاليندڙ- روح جي پرورش ڪندڙ.

- رُوحُ خبيثُ ۽ رُوحَ خبيثَ: ذ. شيطاني روح- ناپاڪ رُوحُ.

- رُوحُ رچندو ۽ رُوحَ رچندا: ذ. صفت. دل گهريو- مرضيءَ موافق- خواهش پٽاندر- دل تي- دل پسند- دل کي وڻندڙ- مَن گهريو- مرضيءَ موجب- دل خوش.

- رُوحُ روانُ: ذ. صفت. دل کي تحرڪ ۾ آڻيندڙ- دل کي ڇڪ ڪندڙ- پسند ايندڙ- وڻندڙ.

- رُوحُ ريلو ۽ رُوحَ ريلا: ذ. دل جو لاڙو- دل جي ڇڪ- قُربُ جو ڪاڏو- مَن جي اڪير- آڪنڊ- حُب- تاب جي ڪشش- هيو دي جي ڇڪ.

- رُوحُ ريلوڙ ڀڃڻُ: دل ڪيڏڻ- چاهڻ- تڙڦڻ- آسڪائڻ- دل هڙڪڻ- آنڊا آٿلڻ- (ساهه جا)- سڪڻ- دل ڇڪيون ڏيڻ- آڪنڊجڻ- دل پرجي اچڻ- دل جي ڪشش ٿيڻ- دل جو لاڙو ٿيڻ- مَن جو سوهه ٿيڻ- رغبت ٿيڻ.

- رُوحُ فرسا: ذ. صفت. روح کي ناس ڪندڙ- روح کي ستائيندڙ- روح کي ماريندڙ- روح کي تڪليف پهچائيندڙ- افسوسناڪ- دل پيچائيندڙ.

- رُوحُ ڪيڏڻُ: روح قبض ڪرڻ- ساهه ڪيڏڻ- مارڻ- پراڻ ڪيڏڻ- ست ڪيڏڻ- جوهر ڪيڏڻ- نچوڙ ڪيڏڻ- عرق ڪيڏڻ- تت ڪيڏڻ.

- رُوحُ متحرڪُ: ذ. سارو بدن- جسم- ديهه- پيڊر.

- رُوحُ نباتي: ذ. نباتات جو رُوح- زمين مان اپرندڙ شين جو جوهر.

- رُوحُ نڪرڻُ: ساهه نڪرڻ- مرڻ- فوت ٿيڻ- ڏيهه تياڳڻ- پراڻ ڇڏڻ- دم نڪرڻ- وفاتي ڪرڻ. عنطر نڪرڻ- ست نڪرڻ- جوهر نڪرڻ- نچوڙ نڪرڻ- عرق نڪرڻ- تت نڪرڻ.

● رودُ ۽ رودَ (ڪ): ذ. ڪاري جي پڙيءَ ۾ ڪپين اندر ڦيرندڙ لوهه يا ڪاٺ جا گول ٽڪر- گرٽي- گرٽو- ڪپي- چرخي.

● رُودُ ۽ رُودَ: ذ. گار- بدسخن- بدڪلام- بدالفاظ. شودپائي- بدمعاشي- ڪالينگهائي- لُچائي- حرامپائي- حرڪتبازي.

- رُودِبار ۽ رُود بارون: ث. (ف. رود = نهر + بار > باريدن = وسڻ) گهڻين نهرن جي جاري ٿيڻ جي جاءِ. وڏي ندي.

- رُود منئِڻُ: گاريون ڏيڻ- بدسخن ڳالهائڻ- بدالفاظ ڪيڻ- بدڪلام ڪيڻ. گارگند ڪرڻ. شودپائي ڪرڻ- بدمعاشي ڪرڻ- ڪالينگهائي ڪرڻ.

● روُدالُ ۽ روُدالَ (ت): ذ. خراب گوشت ـ کينو گوشت.

ـ روُدَڙ ۽ روُدڙِيُون (ت): ث. بي ڏِ کو ـ خراب ـ کينو ـ بڇڙو ـ بدُ ـ گندو.

● روُدنُ ۽ روُدنَ: ذ. (سن. روُدَن) روڄُ ـ راڙو ـ رودن ـ واڪا ـ دانهون ـ فرياد ـ ماتم ـ نالہ ـ آه و فغان. گهُٻي ـ ڪِلڪِل ـ جهيڙو.

ـ روُدَنُ ڪَرَڻُ: روڄُ ڪرڻ ـ رُئڻ ـ رودن مَچائڻ ـ رُئِڻ پِٽڻ ـ واويلا ڪرڻ. ڳوڙها ڳاڙڻ ـ هنجون هارڻ ـ لُڙڪ وهائڻ. جهِجَڻ ـ جهُرڻ ـ تيمڻ ـ نيٺڻ ـ ڳِرڻ.

● روُدِنائيِ: اسم خاص. هڪ ذات جو اِلو "ڪومن جو پاڙو".

● روُدو ۽ روُدا: ذ. آندو ـ گيهُچو ـ پيٽڪ ـ آنتو ـ انترو. نارَ ـ زِهَ.

ـ روُدو ۽ روُدا: ذ. صفت. اندروني ـ خانگي ـ گهرو. ذ. هڪ قسم جو ساز.

ـ روُدِيني (ڪ): اسم خاص. بلوچ قوم جو هڪ قبيلو.

● روُدَ ۽ روُدوُنُ (ڪ): ث. رولو. عذاب. مصيبت ـ تڪليف ـ ڏُک ـ پريشاني ـ تنگي. ڦيٽارو ـ ڏُڦير.

ـ روُدَ ڏيڻُ (ڪ): رُلائڻ ـ عذاب ڏيڻ.

● روُدَنُ ۽ روُدنَ: ذ. (سن. رودَنُ = روڄ) روڄُ ـ راڙهو ـ راڙو ـ رودن ـ هُلُ حشر ـ واڪو ـ دانهن ـ ماتم ـ فرياد ـ نالہ ـ آه و فغان ـ روڄ پِٽڪو ـ واويلا. هنجون ـ لُڙڪ.

● روُڏِ ۽ روُڏِيُون: (ت): اسم. وارَ ڪوڙيل مٿو ـ ننُوڙهہ ـ گنج. ڪوپري ـ ڪوپري ـ ڪپراٽي.

ـ روُڏو ۽ روُڏا: ذ. صفت. (پ. روڏا) مٿي ڪُوڙيل ـ مٿي مُنايل ـ ننُوڙهو ـ گنجو ـ موڏو. لَسُراتُ اَٽُ ـ ڪُولرو ـ ڏاگهو ـ توڏو "وڻ چڙهيا روڏا". هڪ قسم جو هڪي ـ ڪوريِ هڪي، وڻن جي سنهڙين لامن جي چوٽين ۾ مُرليءَ جي مثل ڪکن جا حيرت انگيز آکيرا ٺاهيندڙ.

ـ روُڙِيءِ خيرُ (ت): دُعائيہ جملو. گنجيءَ جو خير ـ سڀ لاهہ چڱائي.

● روُڙُ ۽ روُڙَ (ٿ): ذ. ٿر جو وڏو ڪانسگ.

● روُڊ ۽ روُڊَ: ذ. (انگ. Road = رستو) وڏو رستو ـ سڙڪ ـ سَنگ ـ شارع عام ـ لَنگهہ ـ گذرِ ـ واٽ ـ گَسُ ـ راهہ ـ دِ گِسُ ـ گهاڙو.

● روُرِ ڪاليِ: اسم خاص. مزاري بلوچن جو هڪ قبيلو، مسي دائين جي شاخ.

● روُڙَڻُ: مصدر. (گ. روڙوُن. هہ. رولنا) ڊُهڙڻ ـ لاهڻ ـ ڪوهڻ ـ پٽڻ ـ ڇِنڻ ـ ٽوڙڻ ـ ڏار ڏار ڪرڻ ـ جُدا ڪرڻ ـ چِلڻ ـ ڪرڙڻ.

ـ روُڙَ ۽ روُڙوُنُ: ث. ڊُهڙ ـ پَٽَ ـ ڇڻ ـ ڪوهہ ـ ڪُرڙ.

ـ روُڙَ ڪَرَڻُ: پَٽَ ڪرڻ ـ ڇِنڻ ـ ڪوهڻ. گهٽا پَٽ ميڙڻ ـ گهٽي شيءِ گڏ ڪرڻ.

● رُوڙَڻُ (ت): ذ. مصدر. گيدڙ يا ڪتي جو آواز ڪرڻ ـ ڪُوڪ ڪرڻ ـ اونائڻ ـ ڪُوڪارڻ.

ـ رُوڙَ ۽ رُوڙوُنُ (ل): ث. ڪنهن جانور جي دانهن ـ آونائي ـ رڙ ـ ڪُوڪ ـ ڪيڪ ـ ہوڪاڙ ـ ڪُوڪار.

ـ رُوڙوُن ڪَرَڻُ (ت): رڙيون ڪرڻ ـ اونايون ڪرڻ ـ ڪُوڪون ڪرڻ ـ دانهون ڪرڻ ـ ڪُوڪارون ڪرڻ ـ ہوڪاڙَ ڪرڻ.

● روُڙو ۽ روُڙا: ذ. ڳنڍو ـ پنوڙو ـ روڙهو جيئن تہ "امل جو روڙو". بهانو ـ عُذرِ ـ ڏَنو ـ گيشو. ڪُوڙُ ـ جُوٽ. رنڊڪ ـ رڪاوٽ ـ روڪ. هڪ قسم جو سارين جو مرض.

ـ روُڙا روُڙَڻُ: جهڙو تهڙو سُٺُ ڪتڻ ـ ٿلهو سُٺُ ڪتڻ ـ رَندا روڙڻ.

ـ روُڙو لڳڻُ (ت): سارين جي ہوک ڪي مرض جو لڳڻ.

● رُوڙو ۽ رُوڙا: ذ. صفت. (هہ). چڱو ـ ڀَلو ـ نيڪ ـ سٺو ـ اوگهو ـ آچو ـ موچارو ـ عمدو سڦرو ـ چوکو ـ شُٻ. تندرست ـ چڱو ڀلو ـ چاڪ ـ نيڪ ـ سگهو. سارين جي ہوک جو هڪ مرض. رُونو.

- رُوڙو پلو ع رُوڙا پلا (ٿ): ذ. چڱو ڀلو - چاڪ - سگهو - تندرست - ٺيڪ.
- روڙي ع روڙيون: ث. (گ. روڙي) نيڪ زال - عورت - سٺي عورت - اشراف عورت - سلڇڻي - ڳڻونتي - ڳڻوان - سيلوان:

"مرڪي مر ماتا، روڙي راءِ ڏياچ جي" (شاهه).

● رُوڙهه ع رُوڙهه (ل): ذ. تمام پوڙهو ۽ اپرو گوشت.
- روڙهي ع روڙهيون (ت - ل): ث. صفت. ڪراڙي - پوڙهي - ٻڍي.
● روڙهو ع روڙها (ل): ذ. (هه. روڙا = ڳنڍا) ڳنڍو - پيتر - زنب - زلبوٽو - جينب - جينبوٽو - ڪڙهو. سر جو ٽڪر. ڦٽ - ٻهڻ. پيرن ۽ سنهن جي بيماري (مال جي) - منهاڙو.
- روڙهو ڪائڻ: آفيم جو ڳنڍو ڪائڻ - نشي ۾ ڀرپور هجڻ.
- روڙهو وٺڻ: روڙهو ڪائڻ.
● روڙهي ع روڙهيون (ٿ): ث. سنهو ٻيهه.
● روڙيو ع روڙيا (ٿ): ذ. ڄڃ ڪي سامهون ويندڙ ماڻهو.
● روز ع روز: ذ. اسم. (ف.) ڏينهن - يوم - وار - ٿيٽ - ڏهاڙو - تاريخ. سمون - وقت - زمانو - عرصو - ٽائيم. سڄي ڏينهن جي مزوري - روزينو - يوميه. ظرف. هر روز - ڏهاڙي - تاريڪ - نيت - هميشه - سدائين - سدا - دائما.
- روز افزون ع روز افزون: ذ. صفت. (ف. روز + افزون > افزودن = وڌڻ) ڏينهون ڏينهن وڌندڙ - ڏينهون ڏينهن وڌيڪ - ڏهاڙي وڌيڪ - روزانو ترقي ڪندڙ. هميشه ترقيءَ جي راهه تي هلندڙ.
- روزانو ع روزانا: ذ. صفت. (ف) ڏهاڙي - هر روز - روز - روزمره - تاريڪ - روزروز - روز بروز - نيت - مدام - هميشه - سدا - سدائين.
- روز بروز ع روز بروز: ذ. (ف) ڏهاڙي - روزانو - هر روز - ڏينهن ٻه ڏينهن - ڏهاڙي - ڏينهون ڏينهن - ڏڻ بڏڻ.
- روز پڇيسون پڇي ڪائڻ: روز گوشت پلاءِ ڪائڻ - هر روز مٺو ڪاڌو ڪائڻ. ڪاچ قورما ڪائڻ - لذيذ طعام ڪائڻ.
- روز تي لت ڏيڻ: ڪنهن جو روزگار وڃائڻ - روزگار بند ڪرائڻ.
- روز جزا: ذ. [ف. روز = ڏينهن. جزا = اجورو] قيامت جو ڏينهن - پڇاڻي جو ڏينهن - انصاف جو ڏينهن - آعمالن جي حساب جو ڏينهن - يوم الحساب - روز حساب - روز حشر.
- روز حساب: ذ. [ف. روز = ڏينهن + حساب = ڳاڻاٽو] پڇاڻي جو ڏينهن - قيامت جو ڏينهن - روز حشر - روز جزا - يوم الحساب.
- روزحشر: ذ. [ف. رو = ڏينهن + حشر = ڪٺ ڪرڻ] حساب ڪتاب ۽ پڇاڻي جو ڏينهن - قيامت جو ڏينهن - روزجزا - روزحساب - يوم الحساب - روزمحشر.
- روز داد: ذ. [ف. روز + داد = انصاف] انصاف جو ڏينهن - عدالت جو ڏينهن - پڇاڻي جو ڏينهن - قيامت جو ڏينهن - روزحساب - روزحشر - روز جزا - روز محشر - اعمالن جي حساب ڪتاب جو ڏينهن.
- روزدار ع روزدار: ذ. [ف. روز + دار = وارو] روز تي ڪم ڪندڙ - روزاني معاوضي تي ڪم ڪندڙ - روزاني پگهار تي ڪم ڪندڙ - روز تي ٻڌل مزور. عيوضي ڪاريگر.
- روز رليل هئڻ: نصيب ڦٽل هجڻ - ڀاڳ اڻانو هجڻ - نياڳ هجڻ.
- روز روز: ظرف. [ف]. روز بروز - ڏهاڙي - ڏهاڙي - هر روز - روزانو - نيت - روزمره - هميشه - هر هميشه - هردم - مدام - سدائين - دائما.
- روز روشن: ذ. [ف. روز + روشن = چمڪندڙ] علي الصبح - فجر - پره ڦٽي - ٻاڪ ڦٽي - صبح صادق.

- روزِ روشن ٿيڻ: ڏينهن ٿيڻ - صُبح ٿيڻ - سج اُڀرڻ - سورج نڪرڻ.
- روزِ سياه: ذ. [ف. روز+ سياه=ڪارو] مصيبت جو ڏينهن - تڪليف جو ڏينهن - بد نصيبيءَ جو وقت - بُرائيءَ جي گهڙي.
- روزِ شُمار: ذ. [روز+ شمار>شمردن= ڳڻڻ] پڇاڙيءَ جو ڏينهن - قيامت جو ڏينهن - جزا جو ڏينهن - آخرت جو ڏينهن - روزِ حساب - روزِ حشر - روزِ محشر - روزِ داد - روزِ قيامت.
- روزِ قيامت: ث. [ف. روز+ ع. قيامت> قيام>قام=بيٺو] قيامت جو ڏينهن - روزِ جزا - روزِ آخرت - روزِ حساب - روزِ حشر - روزِ داد - روزِ شمار.
- روزِگار ۽ روزگار: ذ. [ف] نوڪري - ملازمت - پيشو - شغل - ڪم - ڌنڌو - ڪرت. گذران - پيٽ قوت - تنخواه - آدر پورنا - اجيو ڪا - ملازمي - نفري - مشغولي - هاج - پيليپيٽو - پورهيو - مزوري - مزدوري - زمانه سازي. زمانو - وقت - سمو - عرصو. دنيا - جهان - جڳت - سنسار. مدت - عرصو - فرصت - مهلت.
- روزگار ڪرڻ: نوڪري ڪرڻ - ملازمت ڪرڻ - ڌنڌو ڪرڻ - ڪم ڪرڻ - مشغولي ڪرڻ - پيشو ڪرڻ - ڪمائي ڪرڻ. ڪو واپار يا هنر ڪرڻ - ڪرت ڪرڻ. مزوري ڪرڻ - مزدوري ڪرڻ - پورهيو ڪرڻ. زمانه سازي ڪرڻ.
- روزگار لڳڻ: نوڪري لڳڻ - نوڪري ملڻ - ڌنڌي و لڳڻ - ڪم لڳڻ - ڪنهن ڪرت سان لڳڻ - ڪنهن مشغوليءَ ۾ لڳڻ - مزوري لڳڻ - مزدوري لڳڻ - ڪنهن پورهئي سان لڳڻ.
- روزگاري ۽ روزگارپڻو: ث. ڪمائي - نوڪري - ڌنڌو - پيشو - ڪرت - ڪم - مشغولي. چاڪيري. روز جي مزدوري.
- روزِ محشر: ذ. [ف. روز+ ع. محشر> حشر= گڏ ڪرڻ] قيامت جو ڏينهن - پڇاڙيءَ جو ڏينهن - آخرت جو ڏينهن - روزِ جزا - روزِ حساب - روزِ داد - روزِ حشر - روزِ شمار.
- روزمره: ذ. ظرف. هر روز - روز روز - روز بروز - ڏهاڙي - تاريڪ - ڏهاڙي - هر ڏينهن - سدائين - نيت - هميشه - دائما - ٻارو هي - سدا - سرودا. محاوره - ٽڪيل ڪلام.
- روزِ ميدان: ذ. [ف. روز+ ميدان=لڙائيءَ جو هنڌ] جنگ جو ڏينهن - لڙائيءَ جو ڏينهن - روزِ جهاد.
- روزميل ۽ روزميل: ذ. [ف. روز+ ميل >ميلڻ= گڏ ٿيڻ] روزمره جي آمدني. روڪڙ ۽ ڏيتي ليتي داخل ڪرڻ جو واپارين جو ڪتاب - وهي - بندي - کاتو - ڪرڙو.
- روزنامچو ۽ روزنامچا: ذ. [ف. روز+ نامچه=ننڍڙي بندي] واپارين جو روزاني حساب رکڻ جو ڪتاب - روزاني ڪارگذاريءَ جي داخلا جو ڪتاب - واپارين جو روزاني ڏيتي ليتيءَ جو ڪتاب - کاتو - روزنامو - ڪارگذاري - ڊائري.
- روزنامو ۽ روزناما: ذ. (ف. روز+ نامه= لکيل شيءِ) روزنامچو - واپارين جو روزاني حساب يا ڏيتي ليتيءَ جو ڪتاب. ڊائري - روزاني ڪارگذاري. روزاني اخبار - هر روز نڪرندڙ اخبار.
- روزو ۽ روزا: ذ. (ف. روزه) ڏينهن جو ڪجهه به نه کائڻ پيئڻ جو فرض، خدا جي طرف کان عائد ڪيل - ورت.
- روز و شب: ذ. (ف. روز+ شب=رات) ڏينهن رات - هر روز - روزمره - هميشه - سدا - نيت - ٻارهوئي - دائما - مدام.
- روزِ ولادت: ذ. (ف. روز+ ولادت > ع. ولد= هو ڄميو) ڄمڻ جو ڏينهن - ڄم جو ڏينهن - ڄم جي تاريخ. سالگره.
- روزي ۽ روزيون: ث. (ف. روز+ ي = روز جو ڪاڌو) روزانو ڪاڌو - روزمره جي خوراڪ - روزانو گذران. ڪاج - ڪاڌو - کيڻ - طعام - آهار - غذا - خوراڪ - قوت - گذران -

خورش ـ رزق ـ آذوقو. روزگار ـ نوڪري ـ ڌنڌو ـ ملازمت.

ـ روزي خوار ۽ روزي خوار: ذ. (ف. روزي + خوار > خوردن = کائڻ) روزانو ماني کائيندڙ ـ روزي تي گذران ڪندڙ. روزانو مزدوريءَ تي هلندڙ.

ـ روزي رسان: ذ. صفت. (ف. روزي + رسان > رسانيدن = پهچائڻ) روزي ڏيندڙ ـ روزي ڏيڻ وارو ـ روزي پهچائڻ وارو ـ رزق پهچائيندڙ ـ اسم پاڪ. رزاق ـ پروردگار ـ پالڻهار.

ـ روزيءَ کي لت هڻڻ: پاڻهي پنهنجي روزي بند ڪرڻ. ڌنڌو ڇڏڻ ـ نوڪري ڇڏڻ ـ ملازمت بند ڪرڻ ـ مزوري نه ڪرڻ.

ـ روزينو ۽ روزينا: ذ. (ف). روزاني اجرت ـ هڪ ڏينهن جو پگهار ـ روزانو پتو ـ روز جي مجرائي. وظيفو. روزمره جو کاڌو. ذ. صفت. روزمره جو ـ روزانو.

● روزن. ذ. (ف) گهڙڪي ـ دري ـ سوراخ ـ روشندان. تنگ ـ لوگهو ـ پير گهل ـ ڪتو.

ـ روزنِ ديوار: ذ (ف. روزن + ديوار = پيت) پيت ۾ دري يا گهڙڪي.

● روزڻائي (ت): اسم خاص. جکراڻي بلوچن جي هڪ پاڙي جو نالو.

ـ روزانيتو ۽ روزانتا: ذ. صفت. روزي وارو ـ روزيدار ـ روزي سان.

ـ روزو پيچڻ: روزي ۾ ڪجهه کائڻ يا پيئڻ (جنهن جي ڪفاره ۾ سٺ مسڪينن کي کاڌو کارائڻو پوي).

ـ روزو چوڙڻ: روزو کولڻ ـ پوري ٽائيم تي ماني کائڻ. روزي جي حالت ۾ روزي جي وقت بعد کائڻ ۽ پيئڻ.

ـ روزو رکڻ: صبح کان سج لهڻ تائين روزي جي نيت سان کاڌي پيتي کان پرهيز ڪرڻ ـ ورت رکڻ ـ اپواس رکڻ.

ـ روزو کائڻ: روزو نه رکڻ ـ بي روزائتو هجڻ.

ـ روزو کولڻ: روزو افطار ڪرڻ ـ روزو چوڙڻ ـ ورت کولڻ ـ سڄي ڏينهن جي پرهيز کان پوءِ کاڌو کائڻ ـ اپواس چوڙڻ.

ـ روزه دار ۽ روزه دار: ذ. (ف. روزه + دار > داشتن = رکڻ) روزي رکيل ـ روزي وارو ـ روزيدار ـ روزائتو ـ روزي سان.

ـ روزه خور ۽ روزه خور: ذ. (ف. روزه + خور > خوردن = کائڻ) روزو نه رکندڙ ـ بي روزائتو.

ـ روزه ڪشائي ۽ روزه ڪشائيون: ث. (ف. روزه + ڪشائي > ڪشودن = کولڻ). روزه کولڻ جي تقريب ـ روزي چوڙ. افطار ـ افطاري.

● روس ۽ روسون (ل ـ ت): ث. ناراضگي ـ ڦوڪ شوڪ ـ رسامو ـ ڪاوڙ ـ رنج.

ـ روسامو ۽ روساما: ذ. ناراضگي ـ ڦوڪ شوڪ ـ ڪاوڙ ـ رنج ـ روس. رڳڙو ـ جهيڙو ـ ڪلهه ـ معاملو ـ جهڳڙو ـ ڦڏو ـ رڏو ـ رڏي. (دوست طرفان) غلط فهمي ـ خواه مخواه جي چڙ.

ـ روسو ۽ روسو: ذ. صفت. رسڻو ـ رسندڙ. تيسائي ـ تيسر ضدي ـ هٺيلو ـ چڙڻو ـ ايوٺو ـ زود رنج ـ ٿانديءَ تهڻو.

ـ روس ۽ روس (ٿ): ذ. گندگي ـ خرابي ـ ڪين ـ ڪچرو. ٿلهي مالي ـ روٽ ـ روتلو. رذل گوشت جو هڪ قسم.

● روس: ذ. اسم خاص. اتر ايشيا جي هڪ ملڪ جو نالو. رشيا.

● روسيواڙ: اسم خاص. قديم زماني ۾ گوتم ٻڌ جا پوءِ لڳ ۽ منڊ جا رهاڪو.

● رَوِش ۽ رَوِشون: ث. هلت ـ چلت ـ چال ـ ڍنگ ـ نمونو ـ ورتاءُ ـ چلگت ـ اچرن ـ رفتار ـ هلڻي ـ طريقو ـ برتاءُ ـ وهنوار ـ انتظام ـ جوڙجڪ. ارڪان ـ افعال ـ اوساڻ ـ آئي ويٺي ـ رهڻي ڪهڻي. مشابهو ـ چهرو ـ صورت ـ شڪل ـ شبيهه ـ ڊوش. خاصيت ـ وصف ـ اوڇهه.

ـ رَوِش سُدار ۽ روش سدار: ذ. صفت. هلت چلت کي سڌاريندڙ ـ افعال سڌاريندڙ ـ اخلاق سڌار.

● روشُ ۽ روشَ (ڪ): ذ. نانگو - اگھاڙو - ننگو - بيرهنه.

● روشَنُ: صفت. صافُ - پڌرو - ظاهر ظهور - ونڪت - آشڪار - چمڪندڙ - جهرڪندڙ - تجلائي - چمڪنو - چلڪنو - منور - تابان - نوراني. نيشانبرَ - پرسِدَ - مشهور - ظاهر - عيانَ. ڪليل - ڪشادو. چهرو - آبدار - اوجل - تيکو - سلو چٽو. عاليشان - شاندار - عمدو - پڪيدار - ٺٺُ وارو.

- روشَن آختر: ذ. [ف. روشن + اختر = تارو] سڀاڳو - بخت وارو - بختاور - ڀاڳين ڀريو - ڀاڳيوانُ - خوشنصيبُ - قسمت وارو. سدورو

- روشنائيءَ ۽ روشنائيون: ث. سوجهرو - نُورُ - جوتِ - شعاعُ - پرڪاشُ - سجهندو - آجالو - آهاءُ - سهائيءَ - چمڪو - فجرُ - پره ڦُٽيءَ - ڀاڪَ. ڏيئو - بتيءَ. مشهوريءَ - پڌرائيءَ - ظاهِريءَ. ليکڻ جي مَسُ.

- روشَنُ ٿيڻُ: سوجهرو ڪرڻ - چمڪڻ - شعاع ڪرڻ - تجلو ڪرڻ - آجالو ڪرڻ - پرڪاش ڪرڻ - سجهندو ڪرڻ - چمڪو ڪرڻ. جلڻ - ٻرڻ - سڙڻ. کُلڻُ - ظاهر ٿيڻ - معلوم ٿيڻ - خبر پوڻ - ڄاڻ پوڻ. صاف ٿيڻ - چٽو ٿيڻ.

- روشَندانُ ۽ روشَندانَ: ذ. [ف. روشن + دان = رکڻ جي جاء] روشني اچڻ جي دريءَ - لوگهو - جارو - بادبانُ - روزن. جاء ۾ ڏنل رکڻ جو جارو. بتيءَ - فانوسُ - ڏيئو - مشعل.

- روشَنُ دِماغُ ۽ روشَنَ دِماغَ: ذ. صفت. [ف. روشن + دماغ = ذهن] اعليٰ دِماغ - هوشيارُ - ذهينُ - فهيمُ - سمجهو - کليل دِماغُ - ڏاهو - سياڻو - عاقلُ.

- روشَنُ ضَميرُ ۽ روشَن ضَميرَ: ذ. صفت. [ف. روشن + ع. ضمير = اندرُ] صاحب ڪشفُ - روشن دل - صاحب دل - صاحب ادراڪ - اهلِ دل. گياني - هوشيار - عاقل - داناءُ - ماهرُ.

- روشَنُ قياسُ: ذ. صفت. [ف. روشن + قياس = غور - خيال]. صاحب عقل - قياسوندُ - قياسمندُ.

- روشَنُ ڪتابُ: اسم خاص. (ف) پاڪ ڪتاب. قرآن مجيد.

- روشَنُ ڪَرَڻُ: چمڪائڻ - چلڪائڻ. صاف ڪرڻ - ظاهر ڪرڻ - پڌرو ڪرڻ. جلائڻ - ٻارڻ - ساڙڻ.

- روشنيءَ ۽ روشنيون: ث. روشنائيءَ - سوجهرو - آجالو - سهائو - سجهندو - سهائيءَ - چمڪو - جهلڪيءَ - تجليءَ - جوتَ - نورُ - شعاع - پرڪاشَ. بتيءَ - ڏيئو - شمعدانُ. فجرُ - پره ڦُٽيءَ - ڀاڪَ. پڌرائيءَ - ظاهرائيءَ - مشهورائيءَ. بينائيءَ - دِيدَ - اکين جي نظرَ.

- روشنيءَ ڪرڻُ: جوتَ جاڳائڻ - شعاع ڪرڻ - سجهندو ڪرڻ - آجالو ڪرڻ. بتيءَ ٻارڻ.

● روشنائيءَ: اسم خاص. تعلقي گُونيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- روشنائيءَ جاگيرَ: اسم خاص. تعلقي گُوڻيءَ ۾ هڪ ديهه.

● روضو ۽ روضا: ذ. (ع. روضة). (ڪنهن بزرگ جي) لوڙهو - قبر - مقبرو - تربت - قبو - درگاه - آستانو - مزارَ. (اسم خاص) آن حضرت صلعم جن جو مزار مبارڪ. باغ - باغيچو - چمنُ - گلستان - ڦُلواڙيءَ - ڦوليستانُ.

- روضہ خوانُ ۽ روضہ خوانَ: ذ. [ع. روضه + ف. خوان <خواندن = پڙهڻ] مرثيا پڙهندڙُ - مرثيہ خوان - ماتمي.

- روضہءِ رضوانُ: ذ. (ع) بهشت - سرڳُ - جنتَ - فردوسُ.

- روغَنُ ۽ روغَنَ: ذ. (ف). تيلُ - سٿيپُ - گيهہ - عرقُ - چيڪنائي. ڪاشيءَ - چمڪو - چمڪو ڏمڪو - ظاهريءَ پٽڪو - ملمعو - پاهرين تيپ تاپ. (اسم خاص) رياست لس ٻيلي ۾ هڪ مشهور شهر جو نالو. ٻيو نالو "روگهان".

- روغَنِ بلسان: (ف) سون ٻوٽيءَ جو تيلُ.

● روغَنِ تَلخ: [ف. روغن + تلخ = ڪڙو] جانبي جو تيلُ - ڪڙو تيلُ. ڪارو تيل.

- روغندار ۽ روغندار: ذ. صفت. (ف. روغن+دار>داشتن=رکڻ) روغني - تيلي - وارنشي - سٿيو - چيڪنائي وارو.
- روغنِ زرد: (ف. روغن+زرد=پيلو - هيڊو) مکڻ مان تيار ڪيل گيهه.
- روغن فروش ۽ روغن فروش: ذ. (ف. روغن+فروش>فروختن=وڪڻڻ) تيل جو واپاري - تيلي - تيلائي - تيل وارو.
- روغن قاز مکڻ: (ف) خوشامد ڪرڻ - زماني سازي ڪرڻ - يار بڻائڻ - دوست ڪرڻ - سنگتي ڪرڻ.
- روغني ۽ روغني: ذ. ث. (ف) تيل وارو - سٿيو - چيڪنو - سٿپ لڳل - وارنشي.
- ● روف ۽ روفون: ث. (انگ. Roof) ڇت.
- ● روف جو ڪارب: ذ. ڇت جي سيرن وجهڻ جو هڪ ڪاوب - سيرن وجهڻ جو سانچو.
- ● روڪ ۽ روڪ: ذ. صفت. (سن. روڪ) روڪڙا ٽڪا - نقد. ظرف. بروقت - آنهيءَ مهل - بنا دير - جهٽ پٽ - جلد.
- روڪ ٺوڪ: ث. روڪ - روڪڙ - روڪڙو - نقد - نقدي - ظرف. بروقت - ٺڏي تي - آنهيءَ مهل - هڪدم.
- روڪڙ ۽ روڪڙون: ث. نقدي - نقد - پئسا - حاضر پئسا - ڪلدار. پئسن جي حساب جو ڪتاب - وهي - ڪچو - ڪئيش بڪ.
- روڪڙو ۽ روڪڙا: ذ. صفت. نقد - روڪ - روڪڙ - ڪلدار - پئسا. ظرف. بروقت - آنهيءَ مهل - هڪدم - بنا دير - جهٽ پٽ. پئسن نه ڏيڻ جي حالت ۾ استعمال ٿيندڙ لفظ (روڪڙا ڏ نائينس = نه ڏ نائينس).
- روڪڙو جواب ۽ روڪڙا جواب: ذ. ر ڪو جواب - اِنڪار - ناڪار - نابري - نان. ترت جواب - يڪدم جواب.
- روڪڙو جواب ڏيڻ: ناڪار ڪرڻ - انڪار ڪرڻ - ر ڪو جواب ڏيڻ - نابري واري - نان ڪرڻ.
- روڪڙي ۽ روڪڙيون: ث. نقدي - روڪ - روڪڙ.
- ● روڪڻ: مصدر. اٽڪائڻ - ٻَڌڻ - رنڊڻ - رنڊائڻ - جهلڻ - بيهارڻ - ٺارڻ - ترسائڻ - اٽڪاءُ ڪرڻ - ٿمڻ - منڊڻ - سيڙائڻ - نيوارڻ - وارڻ - اورانڻ. واڙ ڏيڻ - اوٽ ڪرڻ - پردو ڪرڻ - اجهو ڪرڻ - بچاءُ ڪرڻ - بچائڻ - محفوظ رکڻ. منع ڪرڻ - باز رکڻ - جهلڻ.
- روڪ ۽ روڪون: ث. ٻَڌ - جهل - منع - نيورتي - پابندي - ضابطو - سيڙاهو - نظربندي - سنڪٽ - وکهن. رنڊڪ - اٽڪ - اٽڪاءُ - آڏ - رڪاوٽ - بندش - ممانعت - انسداد - احاطه بندي - ڪنج بخشي. چيڪ. گهٽ.
- روڪ ٿام: ث. بندش - ممانعت - جهل پل. رڪاوٽ - پابندي - احاطه بندي.
- روڪ ٽوڪ: ث. منع - آڏ - رنڊڪ - اٽڪ - جهل پل - ممانعت - انسداد - بندش.
- روڪي رکڻ: ترسائڻ - جهلي ڇڏڻ. پڪڙي بيهارڻ - بند ڪرڻ - بندي ڇڏڻ - بندش هيٺ رکڻ.
- روڪي روڪي: ظرف. ترسائي ترسائي - بيهاري بيهاري - جهلي جهلي - آهستي آهستي - ڏيري ڏيري - احتياط سان.
- ● روڳ ۽ روڳ: ذ. (سن. روگ = گندگي) روڳ - گندگي - پون - پس - گند. سڙيل رت - رت پون - قئ سان وهندڙ گند. بيماري - مرض. ڏوار - اگهائي - ناچڱائي - ڏوچ - ڏجهندو - لڳائي - ڪمهرائي - آزار - بي مزائي - رنجوري - ناچاقائي - پيڙا - تڪليف. باهه. ڏک. عشق - محبت.
- روڳائيتو ۽ روڳائيتا: ذ. صفت. اگهو - بيمار - ناچڱو - لڳو - ناچاق - مڪالو - روڳ وارو - روڳي - جيءَ جنڊو - ڏجهارو - مرضيل - مريض - ڪيرڪيٺو - رڳت - رڳ - رڳو - ڏاري. پون وارو - گند سان پريل. ڏکيو - تڪليف وارو.
- روڳ پوڻ: بيماري ٿهلجڻ - مرض پوڻ - اگهائي پوڻ.

- روڳُ لڳڻُ: بيماري ٿيڻ - بيماري ٿيڻ - مرض جو ٿيڻ - اڳهائي ٿيڻ. جهڳڙو ٿيڻ. عشق لڳڻ.
- روڳُ منجهہ رلڻُ: گناهن ۾ گرفتار هئڻ - ٻچڙن ڪمن ۾ ڦاسڻ - ڪُڌن ڪرتوتن ۾ ڦاسڻ. مرض ۾ مبتلا هجڻ - دائمُ المريض هجڻ - سدائين بيمار رهڻ.
- روڳِي ۽ روڳِي: ذ. صفت. (هہ. روگي = روڳِي < سن. روگي = روڳِي) بيمارُ - اڳهو - مرض وارو - مرضيل - اڻ سگهو - ناچڪو - لڱو - روڳائتو - ڏکالو - ڏُکاري - رڪت - جيءَ جنڊو - ڏُجهارو - دائمُ المريض. گند پيتَ سان ڀريل - رَتُ پُونءَ سان ڀريل - ڪينو - گندو - خراب - ٻڇڙو - گدلو. سُست - آرسي - ٽوٽي - ڪاهل - ڍاڪُن ڍِلو - عاري - ڪَمِ ڪوس - سليو ساٽ - آرسائتو - وِساڻو - ڍِرڪو - ڳَٽرُ. معذور - لاچار.
● روگهانُ: ذ. اسمِ خاص. رياست اس ٻيلي ۾ هڪ مشهور شهر جو نالو. ٻيو نالو "روغز".
● رُولُ ۽ رُولَ: ذ. (انگ) قاعدو - قانون - ٺهرايل حڪم - ضابطو - دستور - رواج - طريقو - سرشتو. ليڪُن ڪيڻ جو ڪاٺ جو گول اوزار - ليڪڻو - گول فتيل. لوهہ جو وزن دار ٻورو چَڪرو، رستن يا ميدان کي هموار ڪندڙ - لوهو سانئيرُ. (ت) هڪ قسم جو ڪورين جو اوزار، هڪ گول لٺ سُٽن کي ڳنڍيندڙ پٽن جي وچ ۾ ڦرندڙ. هڪ ڪپڙي جو قسم.
- رولُ پنسِلَ ۽ رولُ پنسِلُون: ث. (انگ) پينسل. سُرمي جو قلم. نقاشي جو قلم.
- رولَرُ ۽ رولَرَ: ذ. (انگ). لوهو سنهور، پٿرن کي پيڃڻ جو اوزار.
● رولڻُ: مصدر. رُلائڻ - رولو - دربدر ڪرڻ - رولو وجهڻ - اڏ ۾ ڇڏي ڏيڻ - ڦِٽائڻ - خراب ڪرڻ - ڦَڏو وجهڻ - ڦيٽاڙو وجهڻ - وگهَن وجهڻ - ڇيڙ ڪ وجهڻ - رنڊڪ وجهڻ - غفلت ڪرڻ - سستي ڪرڻ - ڳَٽرُ ڪرڻ - ڍِل ڪرڻ.

- رولُ ۽ رولَ: ذ. بي ٺڪاڻيڪو - بي ماڳو - بي هنڌو - آوارو - ٽلڪائتو - رولاڪ - رولُو - روهہ رُليو - ٽولاڪڙ - ڀنوار - ٽيرٽاٻڙيو - ڪالت - رولاڪڙ - ڏِڪا ڪائيندڙ - اجايو گهمندڙ - واهيات ڦيرلڊڙ. لانبڙ - لُنبُ - لُفنگ - منگتو - ٻِمُنُو - پينانگ - ٽُوهُو - پِنندڙ - بيڪاري - فقير - پيناڪ. سُست - ڪاهل - ٽوٽي - آرسي. مُلازمن جي نالي جي فهرست - حاضريءَ جو ڪتاب - داخلا جو ڪتاب.
- رولِڙوُ ۽ رولِڙا (ت): ذ. بي ٺاڻيڪائي - رولو - ڀنواري - بي ماڳائي - بي هنڌائي - دقت - تڪليف - هلاڪي - پريشاني - مصيبت - جاڪوڙو - ڪشالو - ڪَشٽُ - ڏُک - ڏُکُ - ڏُکيائي - ڏُکائي.
- رولُو ۽ رولا: ذ. سونجهارو - گڙٻڙ - لُٽ - گهمسانُ - ڀائيتالُ - ٻکيڙو - وڳوڙُ - جهيڙو - ڦڏو - دنگو - جهڙو - فساد. گهمگوڙ - گند گوڙ - جنجل. ڦيٽاڙو - خلل. دربدري - تڪليف - ڏُک - بي آرامي - بي قراري - حيراني - پريشاني. الله ڏنڌ - باد شاهہ گردي - بد انتظامي - ابتري. فڪر - ڳڻتي - انتظار - اوسيڙو. ڀولو - غلطي - چُڪ. وائڙائي.
- رولُو پوڻُ: حساب ڪتاب ۾ ڀُل پوڻ - چُڪ پوڻ - غلطي ٿيڻ.
- رولُو ڪرڻُ: فساد ڪرڻ - بکيڙو ڪرڻ - شورش مچائڻ - ڦَڏو ڪرڻ - دنگو ڪرڻ - بغاوت ڪرڻ.
- رولُو وِجهڻُ: سونجهارو پيدا ڪرڻ - گڙٻڙ پيدا ڪرڻ - بي انتظامي وجهڻ - ابتري پيدا ڪرڻ.
● رولُو ۽ رولُو: ذ. بيگانو - پنڌڪندڙ - پينانگ - رولاڪ - ٽلڪائو - روهہ رُليو - رولُ - ٽولاڪڙ - ٽڙٽاٻڙيو. بي ٺاڻيڪو. لُنب - لفنگ - لانبڙ - آوارو - ٽوهُو. اوپرو - ڌاريو - اوپڙو - اڻ واقف - اپُوپي - اڻ سونهون. مسافر - پرديسي. خانہ بدوش - هڪ هنڌان ٻئي هنڌ رهندڙ.
● رولِيا (ٿ): اسمِ خاص. ٿَر ۾ رهندڙ مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.

● روم: ذ. اسم خاص. اٽليءَ جي گاديءَ جو هنڌ. قرآن شريف جي هڪ سوره جو نالو.
- رومن ۽ رومن: ذ. روم ملڪ جو رهاڪو. انگريزي حرفن ۾ لکيل هي ٻولي.
- رومن ڪئٿلڪ: ذ. (انگ) عيسائين جو هڪ فرقو.
- رومن ڪئرئڪٽر: ذ. (انگ). انگريزي حرفن ۾ لکيل.
- رومي: ذ. روم ملڪ جو رهاڪو - ترڪ - ترڪي. هڪ مشهور بزرگ ۽ شاعر مولانا جلال الدين جو لقب.
● رُوم (ث): ذ. بُت جا وار - جسم تي وار - پُر.
- رُوماچ: ث. آيا وار - ڪَڙا ٿيل وار - ڪانڊاريل وار.
- رُوماچيت: ذ. بدن جا ڪَڙا وار - آيا ٿيل وار - ڪانڊاريل وار - رُوماچ. ظرف. گَدگَد - هرشت - نهال - راضي - خوش - پرسن - جوپ.
- رُوماولي ۽ رُوماوليون: ث. پيٽ تي وارن جي قطار.
- رُوم رُوم: ذ. وار وار - رَڳ رَڳ - عضوو عضوو - انگ انگ - ذرو ذرو - جسم جو هر هڪ عضوو.
- رُوم رُوم ڏڪڻ: سڄو بدن ڪالڊارجي وڃڻ - سڄو بدن ڏڪڻ - وار وار ڏڪڻ - جسم جو هر هڪ عضوو ٿرٿڪڻ. گهڻو هراسجڻ - خوف ۾ پئجي وڃڻ.
● رُومال ۽ رُومال: ذ. اسم. [ف. رو = منهن + مال > ماليدن = مهٽڻ) منهن وغيره صاف ڪرڻ لاءِ ننڍو ٽوال. هٿ ۾ کڻڻ جو ننڍڙو ڪپڙو. انگوڇو - پوتيڙو - ناپڪين - ميز پوش.
- رومال ۾ وڙهيل پادر هڻڻ: ڳجهي طرح سان بي عزتي ڪرڻ - ڳجهي طرح سان ڏک هڻڻ.
- روماليءَ ۽ روماليون: ث. (ف). عورتن جي مٿي جي ڍَڪڻ جو هڪ ڪپڙو - ٻرقعي جو اڳيون حصو.

● رُومڙ ۽ رُومڙون (ت): ث. ڪاهه - حملو - آلر - ڏوڪ - جُلهه - سَٽ. غلبو. لاڙو.
- رُومڙ ڪرڻ: ڪاهه ڪرڻ - آلر ڪرڻ - جُلهه ڪرڻ - حملو ڪرڻ - سَٽ ڏيڻ - ڏوڪي اچڻ. اوچتو سٽبت ڪرڻ.
- رُوميڙو ۽ رُومڙا (ت): ذ. بي خوف - بي ڊپو - دلير - بهادر - ويڙهو - سورمو.
● رومڻ: مصدر. (ت). ڪورين جو هڪ اصطلاح. سٽ ڪمي وري پنهنجي مرضيءَ موجب ويڙهڻ.
● رُون: آواز (سن. رو) هڪ آواز جو قسم - سنهو آواز - رڻڪار - رڻهاٽ - چيچاٽ - چيچٽ - رڻڪو - رُڻ جو سنهو آواز. سنها وار - رُوم - پُر (ت).
- رُون رُون: هڪ قسم جو سنهو آواز. نار جو رڻڪٽ. سرندي جو آواز. ڪپاه صاف ڪرڻ جو آواز - ڪنهن پار جي رُڻ جو آواز. چرخي جو آواز. ڀُون ڀُون - ڀُڻ ڀُڻ - جهونڪار - هُون هُون - رڻڪو - رڻڪاٽ - رڻڪيڙو.
● رونڀو ۽ رونڀا: ذ. ڪنهن ٻوٽي جي سلن کي هڪ هنڌان ڪڍي ٻئي هنڌ هڻڻ جو ڪم. روت - رُنڀ - رونڀ - ويڙهر - وهراج. (ث. رونڀي ۽ رونڀيون).
● رُونڀ ۽ رُونڀيون: ث. رُومڙ - جُلهه - ڪاهه - حملو - ڏوڪ - آلر.
● رُونٽ ۽ رُونٽون (ل): ث. اسم. ٿونٽ ڪان ڪمپيل پانهن.
- رُونٽو ۽ رُونٽا: ذ. ٿونٽ ڪان پانهن ڪمپيل ماڻهو - پانهن پيڳل. (اسم خاص) ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم.
● رُونجڻ جا ڪرڻا: ذ. انساني جسم ڪي چڪاسڻ جا ڪرڻا - ايڪس ري.
● رُونجهه: اسم خاص. (رياست) خيرپور ۾ رهندڙ ماڻهن جي هڪ ذات جو نالو.
● رُونجها: اسم خاص. سنڌي مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

● روُنجهائيءَ: اسم خاص. (رياست) خيرپور ۾ رهندڙ ماڻهن جي هڪ ذات جو نالو.

- روُنجهوُ ۽ روُنجها: ذ. اسم. پکين جي ڪُٽل وارن وارو- ڪُٽل پَنجرن ورو. چُنجهو- ننڍين اکين وارو- چِوچو. جهرو. (اسم خاص) تعلقي ڪيري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● روُنڊِڙوُ ۽ روُنڊِڙا (ڪ): ذ. رُهنڊو- جانيُونو- راليُونو- رُهنڊڙو.

● روُنڊوُ ۽ روُنڊا: ذ. صفت. هٿن يا پانهن کان بيڪار ماڻهو- رونتو- ٽُنڊو- جڏو- ٽُونو- ٽُوانو- ٽُوليهو- رُنڊو.

● رَوُنسيءَ وِجهڻُ (ڪَچ): ڪُهَڻُ.

● رَونشوُ ۽ رَونشا: ذ. کيل خوشي- مَزو- وندر- ويار- بازي- کَليوَل- کيل- چرچو- تماشو- راڳُ روُپُ- ٽِڪَت- مزيداري- ناٽڪ- رنگ- مسخري- مشڪري- سانگ. لطف- مزو- خوشي.

- رَوُنشائتوُن ۽ رَوُنشائتان: ذ. صفت. کيلارو- کيل جهڙو- کيلائيندڙ- مسخري جهڙو. عجيب. حيرت جهڙو.

- رَوُنشائيتوُ ۽ رَوُنشائيتا: ذ. ضمير. صفت. خوشيءَ جهڙو- مزي جهڙو- رونشائي- کيل جهڙو. رونشائتون. کيل مُنهون- کِلڻو- کيلائيندڙ- مسخرو.

- رَوُنشائيءَ ۽ رَوُنشائيءَ: ذ. خوش مزاج- خوشي ملهائيندڙ- رونشو ڪندڙ- چرچائي- خوش طبع- يوڳائي- وندرائيندڙ- رالديکر.

● رَوُنقَ ۽ رَوُنقُون: ث. اسم. چهرو- روُپ- رنگ- وَرَنُ- صُورت. سونهن- خوبي- حُسن- سوڀيا- خوبصورتي- زينت- زيب- سُهائي- سُندرتا- ليزاڪت. لُطف- مزو- راحت- عيش. وِندر- چهچٽو. تيجُ- جلوو- ڪراتي- جهاڪو- پَڙڪي- پَرتاب- دَمڪ- بيراج- تجلو- جوت- چمڪو- پڪو- تجمل- ٺٺ- ڊانڊ س. شان- جاه وجلال- شان شوڪت- وقار- دٻدٻو- رُعب- تاب- حشمت. تازگي- آبادي. بهار.

- رَوُنقَ آفرُوزُ: (ف. رونق + افروز > افروختن = وڌائڻ). رونق وڌائڻ وارو- جلوه گر- جلوه فرما- تشريف فرما- قدم رنج فرما.

- رَوُنقُ آفرُوزُ ٿيڻُ: جلوه افروز ٿيڻ- تشريف فرما ٿيڻ- براجمان ٿيڻ- اچڻ. ڪنهن جي لحاظ سان يا ڪنهن لحاظ ڪري عزت وارو ٿيڻ.

- رَوُنقَ آفزا: ذ. صفت. (ف. رونق + افزا > افزودن = وڌائڻ) رونق کي وڌائيندڙ- رونق وڌائڻ وارو- رونق افروز.

- رَوُنقُ آفزا ٿيڻُ: تشريف فرما ٿيڻ- جلوه فرما ٿيڻ- براجمان ٿيڻ.

- رَوُنقدارُ ۽ رَوُنقدارَ: ذ. (ف. رونق + دار > داشتن = رکڻ). رونق وارو- چمڪيدار- تجليدار- تيرڪيدار- ڀَڀڪيدار- شاندار- عاليشان. حَسين- سُهڻو- سوڀياوان- خوبصورت- پُرلُطف- پُر بَهار- مزيدار.

● رَوُنڪوُ ۽ رَوُنڪا: ذ. وَونڪو.

- روُنڪوُ ۽ روُنڪا (ل): ذ. رُنڻ جو نمونو- روجُ- روُن روُن- رينگٽ- رينگات.

● روُنگَ ۽ روُنگُون (ٿ): ث. مرضي- پسند- خواهش- اِڇا- سَڌَ. (راءِ).

● روُنگيڙوُ ۽ روُنگيڙا (ٿ): ذ. وَڻُ- درخت.

● روُنگَ ۽ روُنگُون: ث. وڏيڪ حاصل ڪرڻ جو مطالبو- رُنگ- ڪُرڪ. ٿوري وڌيڪ ڏري (ڪنهن شيءِ جي).

● روُنگاتُ ۽ روُنگاتَ (ت): ذ. روُن روُن- رينگٽ- نار جي هلڻ جو آواز. سُرنهي جي وڄڻ جو آواز. ڪوليءَ جو آواز. بيمار ماڻهوءَ جي چينگهه جو آواز- روُنگڙو- رينگڙو.

● روُنگاڻَ ۽ روُنگاڻُون (ک): ث. ٻنيءَ جي وات- گَس- ٻچرو.

● روُنگها: اسم خاص. سنڌ ۾ رهندڙ مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

● روُنگهاتُ ۽ روُنگهاتَ: ذ. روُن روُن- رينگاتُ- روُنگاتُ- رينگڙو.

● روُنڪَهڏيءُ: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● روُنوءُ: اسم خاص. حيدرآباد سنڌ ۾ رهندڙ ماڻهن جي هڪ ذات جو نالو.

● روُنهارو ج روُنهارا (ڪ): ذ. ڏينهن جي پکيءَ جو هڪ قسم.

● روُنهڙو ج روُنهاڙا (ت): ذ. روهارو.

● روُنهارو ج روُنهارا (ل): ذ. رونهارو.

● روُڻ ج روڻيون: ث. واهه مان ڪڍيل هڪ ننڍي شاخ. زمين ۾ پاڻيءَ جي گهاري مان نڪتل ننڍي ڪاڏ - سوراخ - ٽنگ - ٻيرڙو - ڏَرُ - ڏَرڙُ. ڪنهن واه وغيره مان ٿيل سيمَ. بنيءَ ۾ هَرُ ڪاهڻ کان اڳ ڏنل جام پاڻي - ريڃُ. سرنگهه - نڙو - بمبو.

● رَوَڻُ: مصدر. (ف. رفتن = هلڻ) خوشيءَ مان ڦيريون پائڻ - جهمريون هڻڻ - ٺينگ ٽپا ڏيڻ. خوش ٿيڻ - سرهو ٿيڻ - راضي ٿيڻ - نهال ٿيڻ - پرسن ٿيڻ. هلڻ.

● رُوڻُ: مصدر. رُئڻُ - روئڻُ.

● رُوڻِ ج رُوڻيون (ت): ث. ڳالهه - گفتگو - گفتار.

- رُوڻ پوڻِ (ت): ث. ڳالهه ٻولهه - گفتگو - ٻچار - گفتار - چوَ ٻولُ.

● رُوڻو: اسم خاص. تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- روڻي ج روڻيون: ث. آباديءَ کان اڳ ۾ زمين کي ڏنل ڀريون پاڻي - ريڃُ.

● رُوڏي: اسم خاص. تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● روهُ ج روهَ: ذ. (سن. روشڻ) جبَلُ - ٽڪرُ - چهرُ - ڪوهُ - پهاڙُ - ڏونگرُ - پربت - ٽوڙهو. مڪڙن جو جهنڊُ - روُٽُ - مڪڙن جو وَلَرُ - مڪڙنُ جي فوجَ - مڪڙن جو ڪٽڪُ. ڪاوڙُ - غصو - ڏمر - ڪرودُ - وڏوڻ - چڙ - ڪوپُ - غضبُ - تيجُ - قهرُ. (ڪ) سخت گرمي - ڪاڙهو - تپش - لُڪَ - رڃهه.

- روُهاڪي ج روهاڪيُ: صفت. هڪ پکيءَ جو قسم، جبلن ۾ رهندڙ - پربتي. ذ. صفت. جابلو - جابرو.

- روُهه ٻرڻُ (ڪ): تڪليف اچڻ - مصيبت ڪڙڪڻ - مشڪلات اچڻ.

- روُهه تي چڙهڻُ: جبلُ تي چڙهڻ. تڪليفون سهڻ - مشڪلاتون ڀوڳڻُ - مصيبت ڪڙڪڻ.

- روُهه رلا ( ج ): ذ. جبلنُ جو رولو - مصيبتون - مشڪلاتون - ڏک ئي ڏک.

- روُهه رلا متي ڪلا ( ج ): ذ. هميشه مصيبتون - سدائين مشڪلاتون - مسلسل ڏاڪڙا. سدائين مسافري.

- روُهه رليو ج روُهه رليا: ذ. رولاڪُ - پنڌوارُ - ٻهرُ ڀيرو - بي ماڳو - بي ٺائينڪو - بي هنڌو - آوارو - ٽلڪائو - رولو - ٽولاڪڙُ - ٿيڙ ٿاٻڙيو. ڦيٿهڙُ - لڦنگُ - لنڊُ - اوفرُ. سستُ ڪانڌُ - ٽوٽيُ - آرسيُ - ڪاهلُ.

- روُهه رليو هئڻُ: هميشه ڏڪڻُ ۾ هجڻ - سدائين ٽولاڪڻُ ۾ هجڻ. لوفر هجڻ - لڦنگُ هجڻ. سست هجڻ - ٽوٽي هجڻ.

- روُهڙ (ڪ): ث. ننڍڙيون پٿريون - ڪَڪريون - پهڻيون.

- روُهيڙو ج روُهيڙا (ت): ذ. پٿرائون هنڌ - جابلو هنڌ. ذ. صفت. جابلو - جابرو - ڪٽڪرائيتو - ڪاڪيرو.

- روُهيڙي ج روُهيڙيون: ث. ڪَڪري - پهڻي - پٿري - پٿرڙي. ڪوهه ۾ پاڻيءَ جي مٿان سخت پهڻ جو ڍڪُ.

- روهه لڳڻُ (ڪ): جبل جي ٿڌي هوا لڳڻ. آتر جي ٿڌي هوا لڳڻ. پارو پوڻُ - سيءُ پوڻ.

- روُهه ۾ رلائڻُ (ت): آڌ ۾ ڇڏي وڃڻ - مصيبتن ۾ وجهي وڃڻ - مشڪلاتن ۾ ڇڏي وڃڻ.

- روُهي ج روُهيون: ث. (سن. روشڻ) هڪ قسم جو جبل جو ڪارو پٿر. اوزارن کي تيکي ڪرڻ لاءِ استعمال ٿيندڙ. ڪرڙُ - ڪرلُ -

سيراڻ - توهيُ. (ت). سوئر جي واتُ ۾ مٿين ڄاڙي ۾ ڏندن تکي ڪرڻ جو هڪ عضوو. ٻار ڄڻ بعد عورت جي پيٽ تي رکڻ ۾ ايندڙ ٻرُ. رڻُ - سِڃ - بَرپَٽُ - ويُرانيُ - صَحرا. رڃ.

= روُهيُ تہي وَجائِڻُ (ت): کَرو ڪري وڃڻ - خاصو ڪري وڃڻ - سُتو ڪري وڃڻ - ٿاهي ٿوڪي وڃڻ - سوچيُ سمجهي وڃڻ - خيال سان وڃڻ.

= روُهيُ ڏِيَڻُ (ت): جِتيءِ جو تَرو ٿاهي سُٽُ يا ڏور سان بند ڪري روهيُ هيٺان رکڻ.

= روُهيلو ۽ روهيلا: ذ. صفت. ڪوهستانيُ - ڏوُنگريو - پَهاڙِيُ - ڇاپِروُ - ٽاڪِرُوُ. ذ. جابلو ماڻهو. هڪ پکيءِ جو قِسم - جَبلُ جو ڪانءُ - رواجي ڪانءُ کان ٿورو وڏو. هڪ ڳيڙي جو قِسم.

● روُهِڙَنَ ۽ روُهِڙنُون (ت): ث. ٻاجاريءِ جي ٻنهي پاسن جي وچ ۾ پڊل رَسيُ.

● روُهيڙو: ث. اسم خاص. تعلقي سانگهڙ ۽ تعلقي ديره محبت ۾ ديهن جو نالو.

● روُهڙِيُ ۽ روُهڙِيُونُ: ث. هڪ جبلن ۾ پيدا ٿيندڙ جهنگلي ڦَلُ جو قِسم - ڏٿُ. هڪ وَڻُ جو نالو. هڪ جبل جو نالو.

● روُهڙِيُ: اسم خاص. سکر ضلعي جي هڪ شهر جو نالو. تعلقي روُهڙِيُ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● روُهيلائيُ: اسم خاص. بُگٽيُ بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو.

● روُهيلڙِيُ: اسم خاص. تعلقي ميٺيُ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● روُهَڻُ: مصدر. (سن. روڌن) روڪَڻُ - رنڊڻ - رنڊي ڇڏڻ. سوڙهو ڪهُڻُ - بَنڌُ ڪرڻ - مُنُبڌَنُ. منع ڪرڻ - جهلڻ - روڪڻ. ڀوهَڻُ - ٽِڪڻُ - ويساه گهاتي ڪرڻ - ۴۲۰ ڪرڻ - ٺڳي ڪرڻ.

● روُهَو ۽ روُها: ذ. ڏُک - درد - تڪليف - روپو - روُلُو - ڏاکڙو - آهنج - ايذاءُ - مشڪلات - مصيبت - پريشانيُ - دَربدرِيُ - ٽولاڪو. سارُ - رَنُج - غصو - ڪاوَڙ.

= روُها پيتائِڻُ: تڪليفون ڏيڻ - مصيبتون ڏيڻ - ڏاکڙا ڪيائڻ - مشڪلاتون ڏيڻ - پريشان ڪرڻ - دربدر ڪرڻ.

= روُها پَسَڻُ: تڪليفون سَهَڻُ - مصيبتون سَهڻ - ڏاکڙا ڪيڻ - پريشاني ڏسڻ - دربدر ٿيڻ.

= روُها ڏيڻ: تڪليفون ڏيڻ - مُصيبتون ڏيڻ. ٺڳيون ڪرڻ - دغائون ڪرڻ. نقصان ڏيڻ - ٽوٽو وجهڻ - کوٽ ڪرڻ.

● روُهيڙو ۽ روُهيڙا (ت): ذ. ٿَرُ جو هڪ وَڻُ خصوصاً پاهَڙمير جو ڪَٺُن ٺاهڻ لاءِ ڪارائتو. لوهيڙو.

● روُهيڙِيُ ۽ روُهيڙِيُونُ (ت): ث. ٿَرُ ۾ ٿيندڙ - هڪ وڻُ جو گُلُ.

● روُهيلُ (ڪ): اسم خاص. هڪ لَڪُ جونالو.

● روُهيلا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● روُءِ: ذ. اسم. (ف. روُ = مُنهن) مُنهن - مُک - مُهڙ - مُهانڊو - چهرو - شڪل - صُورت - حُسن - سُونهن - رونق - سُهڻائي - سوڀيا - شوڀيا - خوبصورتي - متاڇرو - مَٿُ - سَهاتُ - تَرُ - سَطَح. ڏيکاءُ - لقاءُ - نظارو - ديدار. رُخ - طرف - پاسو. نمونو - طريقو. راهِ - مَتو - خيالُ - ويچار - سوچ. ميل - لاڙو - رَغبت. حالت - حال - دِرگتي. هَلي چَلي - مَرجاتا - رسم - رواج - طور - اطوار. ظرف. روبرو - مُنهن تي - آمهون سامهون - اڳيان - منهن ۾ - مُهڙ ۾.

= روُءِ رِعايَتَ ۽ روُءِ رِعايَتُون: ث. (ف) طرفداري - پاسخاطري - پاس - پاسخاطر.

= روُسُفيدُ: (ف). معزز - عزت وارو - مان وارو - ممتاز - سگورو - لائق - فائق - برتر - مُعززترين. دولتمند - شاهوڪار - غَنِي - امير.

= روُڪَش ۽ روُڪَش: ذ. (ف). شرمنده ڪندڙ. شرمائيندڙ - شرمسار ڪندڙ. مُقابل - لنظير.

= روُنائيُ ۽ روُنائِيُونُ: ث. مُنهن - مُک - مُهڙ - مُهانڊو - چهرو - شڪل - صورت. منهن جي رونق.

= رونائي ڦري وڃڻ (ت): شڪل مٽجي وڃڻ - مهانڊو تبديل ٿي وڃڻ - صورت ئي ڦري وڃڻ. منهن جي رونق لهي وڃڻ.

= روء بگڙيو ع روء بگڙيا (ت): ذ. صفت. بدصورت - شڪل بگڙيو - بدشڪل - منهن بگڙيو - ڪوجهو.

= روء بہ روء: ظرف. روبرو - منهن تي - سامهون - اڳيان - پيش - آمهون سامهون - مهڙ ۾ - منهن سامهون.

= روئت ع روئتون: ث. (ع. رويت: ڏسڻ) صورت - شڪل - روء - مهانڊو - چهرو. مهڙ - منهن - مک. ڏيک - ڏسڻي - نگاهہ - نظر - نيرت - بصارت - درشٽ - جوت - ديد. نظارو - نماءُ - درشن. لقاءُ - تماشو - ديدار - ڏيکاءُ. ملاقات - ڏيٺ - ڏيٺ ويٺ - ميل جول.

= روءپوش: ذ. ظرف. (ف. روء + پوش < پوشيدن = ڍڪڻ) ڳجهو - لڪل - ڇپيل - خفيہ - گمنام - عدم پيدا - گم - لاپتہ. پيگل - رفو چڪر.

= روء پوش ٿيڻ: ڇپجي وڃڻ - رفو چڪر ٿي وڃڻ - گم ٿي وڃڻ - لڪي وڃڻ - عدم پيدا ٿيڻ - لاپتہ ٿي وڃڻ - گمنام ٿيڻ.

= روء خندان: ذ. (ف. روء + خندان < خنديدن = کلڻ) کلندڙ منهن - کلمک - کلڻو - خوش گفتار - مرڪيڻو.

= روئداد ع روئدادون: ث. (ف). اکين ڏٺي حالت. حال - روئداد - روبڪار - احوال - خبر - سڌ - سماچار - چاڻ. ڪٿي - ڏشا. هلڻي چلڻي - راڄا ريت - رسم و رواج. اکہ پار. نمونو - قسم.

= روء زمين: سڄي زمين - ساري دنيا - سڄو جهان - ڪل ڪائنات. سڄي مخلوقات.

= روء سخن: (ف). ڳالهہ جو منهن - سخن جو خطاب. ڪنهن ڳالهہ جي ابتدا - شروعات - منڍ - مهڙ.

= روء سوء: ظرف. (ف. روء + سوء = طرف) پنهنجي سر - پاڻ مهاڙو - پنهنجي منهن - پاڻ مرادو - پنهنجي خيال - خود خيال - پاڻيهي.

= روء سوء ڪم ڪرڻ: پنهنجي مرضيءَ موجب ڪم ڪرڻ - پنهنجي منهن ڪم ڪرڻ - ڪنهن جي صلاح وٺڻ کان سواء ڪو ڪم ڪرڻ. پاڻيهي ڪم ڪرڻ - پاڻ مرادو ڪم ڪرڻ.

● روئڻ: مصدر. رئڻ - روڄ ڪرڻ - روڏن مچائڻ - راڙو ڪرڻ - رڙڻ - گريہ ڪرڻ - اکين مان ڳوڙها ڳاڙڻ - هنجون هارڻ. افسوس ڪرڻ - ارمان ڪرڻ - ڏک ڪرڻ - ماتم ڪرڻ - شوڪ ڪرڻ - غم ڪرڻ. رڀڻون ڪرڻ. رڙيون ڪرڻ - پاڪارڻ - واويلا ڪرڻ - دانهون ڪرڻ - هاء هاء ڪرڻ - ڪوڪڻ.

= روئيندا روئڻ: پٽڻا پٽڻ - ڏک ظاهر ڪرڻ - ظلم جي شڪايت ڪرڻ.

= روئڻو ع روئڻا: ذ. صفت. رئندڙ - روڏن مچائيندڙ - روڄ ڪندڙ - روئڻهارڪو. رنگڻو - ڪرڪريو - گهبير - ڪل ڪل ڪندڙ. گيدي - بزدل - ٻڇڙو.

= روئڻ هارڪو ع روئڻ هارڪا: ذ. صفت. رئڻ جهڙو - رئڻ ڏانهن مائل. غمگين - اداس - شرمسار - شرمنده.

= روئي پوڻ: رئڻ - اکين مان آب وهائڻ - ڳوڙها ڳاڙڻ - هنجون هارڻ - روڏن ڪرڻ - روڄ ڪرڻ - رئڻ هارڪو ٿيڻ. ناراض ٿيڻ - ڪاوڙجڻ. غمگين ٿيڻ - اداس ٿيڻ - ڏک ۾ پرجڻ.

= روئي ڏيڻ: رئڻ اکين مان آب وهائڻ - ڳوڙها ڳاڙڻ - هنجون هارڻ. عاجز ٿيڻ - تنگ ٿيڻ - ڪڪ ٿيڻ - بيزار ٿيڻ.

= روئي رت هارڻ: تمام گهڻو رئڻ - روڄ راڙو ڪرڻ - روئي نيڻ نپوڙڻ - اکين مان آب وهائڻ - هنجون هارڻ.

= روئي روئي آکيون سڄائڻ: تمام گهڻو رئڻ - روئي رت هارڻ.

- روُئي ُ روُئي ُ رَچ ُ پَرَڻُ: انجام تان ڦرَڻُ - ٻهانا ڪرڻ - عُذر ڪرڻ - نَٽ ُ نٽائُ ڪرڻ.
- روُئي ُ ڪِنُ ڪَرَڻُ: تمام گهڻو رُئڻ - رودَنُ سَچائڻ - واويلا ڪرڻ.
- روُئي ُ روُئي ُ گهَرُ پَرَڻُ: تمام گهڻو رُئڻ - روُئي ُ روُئي ُ گهَرُ مٿي تي کَڻَڻَ.
- روُئي ُ گُذارَڻُ: ڏُکيو ڪاٽَڻُ - مصيبت سان گذارڻ - تڪليف ۾ رَهڻ - تمام مشڪلات سان وقت گذارڻ.
- روُئي ُ وِهَڻُ: روئي ڏيڻ. مايوس ٿي وِهڻ - نااميد ٿيڻ - نِراس ٿيڻ - بي آسرو هجڻ.

● روُئو ُ ج روُئا (ل): ذ. سارين جي پوک جو هڪ مرض. انَ ڪي سارَي چڏيندڙ، سنگ کي ڪيرائي وجهندڙ - روُڙو ُ.

● رَوِي ُ ج رَوِي ُ: ذ. اسم خاص. سِجُ - سُورج - شمسُ.

● روُيا ج روُيائُون ُ: ث. (ع.) خواب - سپنو. عڪس - خيال - ويچارُ - نظر - بصارت - ڏِسٽي - نِرت - نيگاهہ. دَرشن - دِيدار - درشٽي - مشاهدو. جِنُ - ڀوت. آڀاس - ڇايا - پاڇو - سايو - پاڇولو.
- روُياءِ صادِقہ: (ع). سچو خواب - حقيقي سپنو.
- روُيَتَ ج روُيَتُون ُ: ث. (ع). ديدار - دَرشن - مُشاهدو - ڏسٽي.
- رُويَتَ هِلالُ: ذ. (ع). ٻهرين تاريخ چنڊ جو نظارو - چنڊ جو ديدار - ٻهرئين ڏينهن چنڊ جو مشاهدو.

● رِوِينيو: ذ. (انگ. Revenue) ڍل وصول ڪندڙ کاتو: ث. ڍَلَ.

● رَوِيو ج رَوِيا: ذ. تارن جو ميڙ. راس چڪرُ - منطقۃ البرُوج.

● رَوِيو ج رَوِيا: ذ. چال چلگت - هلٽي چلٽي - اٿي ُ ويٺي ُ - برتاءُ - چال چلت - نِشستِ وَ برخواست - دُنيا سازي ُ - رَوِش - طريقو - دستورُ - قاعدو - قانونُ - ريتِ - رَسَمَ - نمونو. ظابطو.

● رَهُ ج رَهُون ُ: ث. (ف). رَستو - راهَ - سڙڪَ - واٽَ - دَڳُ - گسُ - پيچرو - لنگهُ - گُذَرُ - گهاڙُو. مرتبو - دَفعو - وارو - گهمرو - ڦيرو. نمونو - طريقو - دستورُ. قانونُ - قاعدو. نغمو - آوازُ - سُرودُ - واڄو. (ت). اوزار جي ڌارَ - تيزائي ُ.
- رَهبَرُ ج رَهبَرَ: ذ. (ف. رَه + بر > بردن = نيڻ - وٺي وڃڻ) رستي سان وٺي هلندڙ - رستو ٻڌائيندڙ - رستو ڏيکاريندڙ - دڳ لائيندڙ - واٽ ڏيکاريندڙ. سونهون - ڀُومِيو - رَهنما - هدايت ڪندڙ - پيشوا - مهندارُ - سردارُ. مددگارُ - حامي ُ - حمايتي ُ - واهرُو ُ. ريبارو - قاصدُ - نياپو رسائيندڙُ. مرشد - هادي - گرو.
- رَهبَرُ ٿيڻُ: رستو ڏيکاريندڙ ٿيڻ - رهبر ٿيڻ - سونهون ٿيڻ - هادِي ُ ٿيڻ - رَهنمائي ڪرڻ.
- رهبَري ُ ج رَهبَريُون ُ: ث. (ف). رَهنمائي ُ - سونهپَ - اڳواڻي - پيشوائي ُ - هِدايتَ. مهندارِي ُ - سرداري ُ. آسانائي ُ - مشڪل ڪشائي ُ - حمايتَ - مَددَ - واهرُ - مددگاري ُ
- رَهبَرِي ُ ڪَرڻُ: رَستو ڏيکارڻ - واٽَ لائڻ - سونهپَ ڪرڻ - سونهون ڪرڻ - هدايت ڪرڻ. پيشوائي ُ ڪرڻ - اڳواڻي ڪرڻ. مهنداري ُ ڪرڻ - سرداري ُ ڪرڻ.
- رَهدارُ ج رَهدارَ: ذ. صفت. (ف) "مسافريءَ تي يا ڪنهن ڪمَ تي" سنڀريلُ - تيارُ ٿيل - روانو ٿيل - آسهيلُ.
- رهرُو ُ ج رَهرُو ُ: ذ. (ف. رَه + رو > رفتن = وَڃڻُ) واٽهڙو - واٽ ويندڙ - مُسافِرُ. پرديسي - بديشي - آيَومِيو.
- رَهرُوانُ ج رهرُوانَ (ت): ذ. (ف. ره + روان > رفتن = وڃڻ) مُسافِرُ - واٽَ ويندڙُ - پرديسي ُ - بديشي ُ - آيَومِيو - آڻ سُولهون. قافلي وارو - ڪاروانُ وارو.
- رَهزَنَ ج رَهزَنَ: ذ. (ف. ره + زن > زدن = هڻڻ). واٽ هڻندڙ کي ڦريندڙ - مسافرن کي

لُٽيندڙ- ڦورو- لوٽو- ڌاڪو- ڌاڙيل- لٽيرو- واٽمارو- رستي تان ڦُرڪندڙ- راه ويندي مسافرن کي ڦُريندڙ. بدمعاش- شاهي- لچو- چرلو. ٺڳ. بدچال. بي ايمان- خيانت وارو- دغاباز- ڪُهتيو- وِيساه گهاتي.

- رَهزني ع رَهزنيون: ث. (ف). واٽ ويندڙن سان ڦُر- ڦُرمار- هَٿ ڪَس- لُٽ- ڦُر- راهزني- ڌاڙو- قزاقي- ڌاڪو.

- رَهگذر ع رَهگذر: ذ. (ف. ره. گذر < گذشتن = لنگهڻ) عام رستو- شاهراه- سَڙڪ- شارع عام- لنگهه- گس- ڏَڳ- گهاڙو- واٽ- راه- سڙڪ. لانگهائو- واٽهڙو- واٽ ويندڙ- مسافر- پانڌيڙو.

- رَهگذر ٿيڻ: لانگهائو ٿيڻ- واٽهڙو ٿيڻ- وَٽان لنگهڻ- گذري وڃڻ- رستو وٺي وڃڻ- پانڌيڙو ٿيڻ. وانجهڻ- روانو ٿيڻ- موڪلائڻ- آسهڻ.

- رَهنما ع رَهنما: ذ. (ف. ره + نما < نمودن = ڏيکارڻ) واٽ ڏيکاريندڙ- رستو ٻڌائيندڙ. سونهون- رهبر- پيشوا- اڳرو- اڳئو- رَهنمائي ڪندڙ. هادي- هدايت ڪندڙ- وسيلو- مرشد. مهندار- سردار. حامي- حمايت ڪندڙ- حمايتي- مددگار- واهرو- پُٺڀرو.

- رَهنمائي ع رَهنمائيون: ث. (ف). سونهپ- هدايت- اڳوائي- پيشوائي- رهبري- اڳرائي. مهنداري- سرداري. حمايت- مدد- مددگاري- پُٺڀرائي- واهر.

- رَهوار: ث. گهوڙي جو هڪ پند.

- رَهوار ع رَهوار: ذ. (ف). قدم باز گهوڙو- تيز رفتار گهوڙو- تکو گهوڙو.

- رَهوَر ع رَهوَر: ذ. (ف). رهبر- رهنما.

● رَهِي ع رَهيون (جبل): ث. عادت- هيرَ- عِلت- پانڌاڻ.

- رَهِي ڪَٽڻ (ل): عادت پوڻ- هير ٿيڻ- عِلت پوڻ.

● رِها ع رِها: ظرف. (ف). آزاد- خلاص- ڇُٽل- ڇڏيل- نجات يافته- بَري- ڇُڙوا ڳ- آجو. ع رِهائون (ت): ث. ٻچڙ ڏاچي.

- رِها ڪرڻ: آزاد ڪرڻ- ڇڏي ڏيڻ- بَري ڪرڻ- نجات ڏيڻ- بند خلاص ڪرڻ. ڇُڙوا ڳ ڪرڻ.

- رِهائي ع رِهائيون: ث. (ف). ڇوٽڪارو- ڇوٽڪو- ادائي- آزادي- ڇُڙوا ڳي- نجات- بند خلاصي- خلاصي- آجائي- فراغت- بَريت- مُڪتي- موڪ. موڪل- رُخصت. معافي. آرام- فرحت- قرار. داد رسي. ٺاهر- مانٺ- سانت.

- رِهائي ڏيڻ: آزادي بخشڻ- ڇڏڻ- آزاد ڪرڻ- نجات ڏيڻ- ڇوٽڪارو ڪرڻ- مُڪتي ڏيڻ- ڇڙوا ڳ ڪرڻ- آجائي ڪرڻ- بند خلاص ڪرڻ.

● رُهاڙ ع رُهاڙون (ل): ث. برسات جو هڪ قسم. لَس- رُهي.

● رِهاسَت ع رِهاستون: ث. (هه). رهائش- سڪونت- قرار- ماڳ- ٽِڪاڻو- هنڌ- جاء- جڳهه- مڪان- آستانو.

● رَهاش ع رَهاشون: ث. رهاشت- رهائش- گهر- رهڻ جي جاء- ماڳ- مڪان- سڪونت- قيام- آستانو- ٽِڪاڻو.

- رَهاشت ع رَهاشتون: ث. رهاش- رهائش- گهر- رهڻ جي جاء- ماڳ- مڪان- قيام- آستانو- ٽِڪاڻو- هنڌ. مُلڪ- وطن- ديس.

- رَهاشو ع رَهاشو: ذ. رهاڪو- وسنيڪ- رهائشي- قيام پذير.

- رَهاڪو ع رَهاڪو: ذ. رهاشو- رهواسي- وسنيڪ- باشنده.

● رَهان (ت): اسم خاص. هڪ قسم جي خريف جي ٻوٽي.

● رَهانو ع رَهانا (ل): ذ. خيال- شوق- چاه- چاهت- موهه- پيار- محبت. لاڙو- رغبت.

● رِهاڻ ع رِهاڻيون: ث. (سن. رَڌ). رُن جهڻ- وڻندڙ ڳالهه ٻولهه- مزيدار- گفتگو-

ڪَپ شَپ - ڪچهري - ڪچهرو - خوشيءَ جي ڳالهه ٻولهه - مجلس - وندر - چهر ٻهر. ٻَڌاڪ سَڌاڪ - صحبت - ورونهه - لَنَڪو چَنَڪو. محبت - قرب - پيار. دوستي - سنگت - ياري - آشنائي - سڃاڻ سڃاڻ - واقفيت - سڃاڻ - ڏيٺ ويٺ - ملاقات - اثر رسوخ. پَنِ جو هڪ قسم، تَڏن ٺاهڻ جي ڪم ايندڙ.

- رِهاڻِي ع رِهاڻِيُ: ذ. ساڙڪي - مجلسي - ڪچهري ڪندڙ - همڪلام. صحبتي - محبي - دوست - يار - آشنا - پيارو.

● رَهاوَلزَئِي: اسم خاص. مري بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو.

● رَهاوِي: ذ. (ف). فارسي راڳ جي ٻارهن سُرن مان ڇهرئين سُر جو نالو.

● رَهائِڻُ: مصدر. ترسائڻ - ٽِڪائڻ. وفاداري ڏيکارڻ - دوستي وڌائڻ - محبت قائم ڪرڻ. رسائي ڪرڻ.

- رَهائِشَ ع رَهائِشُون: ث. (ف). سڪونت - مَسڪن - قيام - گهر - جاءِ - جڳهه - ماڳ - هند - ٺڪاڻو - ٽڪاڻو - آستانو.

- رَهائُو ع رَهائُو: ذ. وسندڙ - باشندو - رهاڪو - رهواسي - رهندڙ. رهاشُو. قيام پذير - ٽِڪيل.

● رِهائِڻُ: مصدر. (سن. آرَهَ). حقي هجڻ - جائز هجڻ - روا هجڻ. مُباح هجڻ. سُونهڻ - ٺهڻ - جڳائڻ - سِهائڻ. لائق هجڻ - واجب هجڻ. ڏُتارڻ - لالچائڻ - ريجهڻ - ٺڳڻ - ڦُسلائڻ.

● رُهبانُ راهب جو جمع: ذ. (ع). عيسائين جو زاهد - راهبُ - پادري.

- رُهبانِيَتُ ع رُهبانِيَتُون: ث. (ع). ترڪ دنيا واري حالت - بَنواسي ٿيڻ جو طريقو - بيراڳ پڻو - ويراڳ - لاطمعي. عبادت - بندگي - رياضت - پُوڄا.

● رَهبِيلِي ع رَهبِيلِيُون: ث. هڪ قسم جو گُلُ. "ٻاريءَ منجهه ٻَهُون هُيون رهبيليُون رنگدارُ".

● رَهبَتُ ع رَهبَتَ (ل): ذ. ڀَڙڙِي ڪَپَ - پَڙڙو گارو - راڙو - چِڪڻ - راڙ ٻو - رَپِڙو.

● رَهَتِ ع رَهَتِيُون: ث. باقِي - ٻاڇِي - بَچَتَ - رَهِيلُ - بَقايا - ڇَڏيَلُ. لَڇَڻ - لَلُ - ڪِرُ - عادت - افعال - چيهڙ - آتِي ويٺي - نشست برخواست - ادب اندازو - رَهڻي ڪهڻي - عِلتَ - خصلت - شيوو - رَوشَ - طريقو - نمونو - سڪوات - ڍَنگُ - سُڀاءُ - اخلاق. ٻهار - طرح - وجه - دستور - ڍار - ريت - قِسم - نمونو - ڪار - ڍَوُل - خُوءِ - وَتيرُ - ڍَبُ. واقفيت - ڄاڻ سڃاڻ - آشنائِي - ڏيٺ ويٺ. دوستِي - سنگت - ياري - سيڻپَ. رَد ٿيل - منسوخ ٿيل - ڪاٽيا - ختمُ - ڪٽيلُ هڪ چال جو قِسمُ - ٻوري ءِ سُوڌِي چال - سُٺي رفتارَ - خوش رفتارَ.

- رَهتِ ڪَرَڻُ: ڪُجهه ڇڏڻُ - بقايا رکائڻ - ڪُجهه بَچائڻ - ٻاڇِي ڪرڻ. ڪا شَئِي ڇڏي ڏيڻ - تياڳڻُ - ڦِٽو ڪرڻ - تَجَڻُ - اُڇلَڻُ. ٻاڙ رکڻ - ٻري ڪرڻ. نااميد ڪرڻ - بي آس ڪرڻ. ڪسڻُ - ڦُرڻُ.

- رَهتِوانُ ع رَهتِوانَ: ذ. صفت. سُلڇڻو - نيڪ عادت - نيڪ افعال - نيڪ شعُورُ - نيڪ خصلت - فضيلت وارو - سَڌا ڌورو - شائستو - فهميدو - سڌريل - ادب وارو - بااخلاقُ.

● رَهتِ: صفت. هيڻو - بي واهو - بي واهُ - لاچارُ - اپاڃو - ٺَڏ ٺِڪو - ڏُتيڙ يَلُ - ابتر حال - يتيِمُ. خالِي - سَکڻو - ٺَلهو - ڀالِهو - واندو. حرف جر. بِنا - بيءَرِي - ڪاالسواءِ - سِواءِ. ظرف. ٻَريان - ٻَرئين پاسي - هُنَ ٻَرِ - ٻَرپرو.

● رَهتِ ڪَرَڻُ: ٺَڏ ٺڪون ڪرڻ - بيگانو ڪرڻ. غضب ڪرڻ - ڦُرڻُ.

● رَهَتَ ع رهتُون (ل): ث. ٿورِي گاهه جي ساوَڪ - سائِي وِڙَڪَ.

● رَهتڻُ (ل): مصدر. رَهڙَڻُ - ڪَنَهڻُ - رَهتون ڏيڻ - ڪرڙڻ. ڪنهارَ ڪرڻ. ليڪا ڪَڍَڻُ. گهوٽڻُ - ڪُٽَڻُ - سَٽَڻُ. سارَڻُ - ڇانگورڻ - ڀِڇَڻُ.

- رَهَتَ ۽ رَهَتُون (ل): ث. ڪَرَڙو- رَهَتو- رَهَڙو. ڪنهارَ. جهڻڪَ- سخت ڪلامي- تنبيههَ- جُٺَ- ڦِٽ.
- رهت ڏيڻُ (ل): رَهَتڻُ- جهڻڪڻُ- تنبيهه ڪرڻ- جُٺ ڪرڻ. سخت ڪلامي ڪرڻ.
- رَهَتُو ۽ رَهَتا (ل): ذ. رَهَتَ- تنبيهه- جهڻڪَ. ٻُجو- ڀُونڊو.
- رَهَتُو ڪَيڻُ: رَهَتڻُ.
- ● رَهُپَهَ: ث. هڪ ٻَسارڪي وَکر جو نالو.
- ● رِهَچ ۽ رِهچُون (ت): ث. تَنبيههَ- جُٺَ- ڦِٽَ- مَلامتَ- جهڻڪَ- سخت ڪَلامي.
- ● رَهِراس ۽ رَهِراسيُون: ث. مسڪنُ جي شام جي بندگي- خالصن جي سانجهيءَ جي عبادت.
- ● رَهَه رِيت ۽ رَهَه رِيتيون: ث. راهه رِيتَ- رَسَمَ- رِيتَ- ٻَروِيَز- ٻَرَ- هَلِي چَلِي- مَرجاتا- وَتيرو- استعمال. عادَتَ- حالُ- چال- هِيڙَ- وِرُدُ- خُوءِ- ٻَرِ- غِذا- رَوِشَ- شيوو- خَصلتَ- عِلتَ- مارَ- حالتَ- دَشا- آوستا. لِباسُ- وِيسُ- ٻَهرَنِي- پوشاڪَ.
- ● رَهَڙُ ۽ رَهَڙَ (ل): ذ. آهَ جو آوازُ. ناخوشيءَ جو وقت- غَمي جو وقت- آفسوسُ جو موقعو.
- رَهَڙڪِي: اسم خاص. تعلقي آباوِڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- ● رَهِڙَڻُ: مصدر. رُهندا ٻائڻ- رُهِنبڏَڻُ- نُهِنبڏَڻُ- ڪَتِڙَڻ- رَهِڻڻُ- جانِيُوتا ٻائڻ. ڪنهڻ- ڪنهار ڪَرڻُ. تِڙو ڪم ڪرڻ- جلدائي ۾ ڪَمُ ڪرڻ- آٻهرو ٿيڻ- جلدبازُ ٿيڻ. لِيُنگها ڪيڻ- لِيڪا ڪيڻ. بودا ڪيڻ- ڪِنا اکر لِکڻُ. انڪل سان ٻني ماڻهو جو سامان هضم ڪرڻ- ڳڙڪائڻ- ڦَٻائڻ- ڊُوهڻُ. ڦُرَڻ کائڻ. روُڙَڻُ- ٻَتَڻُ- چِنڻُ- تُوڙَڻُ- جُدا ڪرڻ.
- رَهَڙَ ۽ رَهَڙُون: ث. لِينگهو- رُهِنبو- رَهَنبُ- رَهَتو- رَهَتَ. جسم سان ڪنهن شئي جي گَهڪِي آچڻ ڪري ٿيل نشانُ- زخمُ.

ڏُوڪَ ڏُوڪان- آٻَهرائي- جَلدائي- تڪڙِ- آتاوَلِي. چِيرِ چٻرِ- چِرڙاتَ- چيچاتَ (قلم جي). دَڙڪو- دَٻاءُ- چَمَتَ- رعب- دَهمانُ. مارَ- موچڙا- ڪُٽَ- سَٽَ- چاڳور- دَرِٻاڙَ- ٻيچَ. وَهندڙ وستو- گهاڙُو رَستو- سڙڪَ- دَڳُ. (اسم خاص) اتر سنڌ ۾ رهندڙ ماڻهن جي هڪ ذات جو نالو.
- رَهَڙَ ڏِيڻُ: چِيڙُ ڏيڻ- چيهه ڏيڻ- چهڪُ ڏيڻ. رُهندو ڀائڻ- رَهَتَ ڏيڻ- رَهَڙَڻ. دَٻاءُ رکڻ- چِمت رکڻ- دَٻائڻُ- رعب رَکڻُ.
- رَهَڙَ سَهَڙَ ۽ رَهَڙُون سَهَڙُون (ت): تمام تڪڙ- آٻهرائي- جَلدائي- سِيڱهه- آتاوِلائي- هنگَ تڪان.
- رَهَڙَ ڪَيڻُ: چِڙٻڻُ- چِيِنُهڻُ- سِڻُڻُ- جهِڻڪڻُ- چِنبَ ڪيڻ- ڊِيسبَ ڪَيڻُ- ڏَمڪائڻ- دَٻَ ڪيڻ- ڳالهائڻ- ڏَمڪِي چاڙهڻ- ڏَمال ڪيڻ.
- رَهَڙو ۽ رَهَڙا: ذ. رهڙَ- رُهِنبوُ- رَهَتو- رَهَنبَ- رَهِتَ. خارش- ڪنهار- آتشڪ. جلدائي جو ڪم- اٻهرائي جو ڪم. آٻهرائي- تَڪڙَ- جَلدائي- تعجيلَ- هَٿِيِر هَٿِيِر- تاهُوتُ- آترو ٻلا- وٺُ ٻَڪڙَ- سيڱهه- آتاوِلائي. ڪَهِتو- ڪِسڪو- ڪَهڪو. ٻَتاڪَ- ٻاڙَ- ڏَنو- لَپاڙَ. واتَ- ڪَسُ- رَستو- دَڳُ- سڙڪَ- گهڙُو. ماهه يا ڪُشتيءَ جي وِڙهڻ جي هڪ ڪيڏَ.
- رَهَڙو ڪَيڻُ (ت): چِيِنُهِڻُ- ڏمڪائڻ- چِنبَ ڪيڻ.
- ● رَهِڙُو ۽ رَهِڙُو: ذ. ڏوهائي- ڏوڪيبازُ- دَلبائي- حرِيفُ- ويساهه گهاتي ڪندڙ- ٺگُ- ڏَنائي- ڏَليبازُ- ڪشٽِي.
- ● رَهَڙِي (ڪ-ل): ث. هڪ ٻَرتُ جو قِسم.
- ● رُهُڙِي ۽ رُهُڙِيون: ث. لَسو ٻَٿَرُ- ٻهٽي- لَسو- ٻٿرُ- عينڪي ٻٿرُ. طاقُ هينڪُ.
- ● رَهَزُ ۽ رَهَزَ (ل): ذ. کهرُ ۾ ڳوٺَ جي ڏُڪَرُ ۾ سيبل ڪاهُ جي ٻَري، سُوانهن لاءِ رکيل.

● رَهَزادِيُ: ث. جُوئر جو هڪ قسم.
● رَهُزارِيُ ۽ رَهُزارِيُون (ت): ث. اسم خاص. ڳاڙهي انَ ۽ ٿُلهَ واري جُوئر جو هڪ قسم.
● رَهَسَڻُ: مصدر. (سن. رهسيم) خوش ٿيڻ - سَرهو ٿيڻ - سُهڇو ٿيڻ - بهار ٿيڻ - آنند ۾ اچڻ - پَرسن ٿيڻ - نِهال ٿيڻ - راضي ٿيڻ. سُکي ٿيڻ - آسودو ٿيڻ. بختاور ٿيڻ - ڀاڳ وارو ٿيڻ - بخت وارو ٿيڻ - سَدورو ٿيڻ - ڀاڳوان ٿيڻ - سدا ٿُورو ٿيڻ - خوش نصيب هجڻ - قسمت وارو ٿيڻ.
- رَهَسُ ۽ رَهَسَ: ذ. (سن. رهسيم) خوشي - لُطف - عيش - رهسو - ڀوڳ - حَظُ - مَزو - فرحت - لذت - آنند - پرسنتا - بَهاري - سُهڇائي. وند ر. بَختاوري - سَڀاڳائي - سَدورائي - ڀاڳوانِي - خوشنصيبي. رازُ - ڳُجهه - ڀيد. حِرص - طَمع - لالچ - موهُ - حَرَصُ.
- رَهَسائڻُ: خوش ڪرڻ - راضي ڪرڻ - نهال ڪرڻ - پَرسن ڪرڻ - سَرهو ڪرڻ. حِرصائڻ - لالچائڻ - طمع ڏيارڻ - موهُ پيدا ڪرڻ - هوس آڻارڻ.
- رَهُسو ۽ رَهُسا: ذ. ڪيلَ خوشي - مَزو - رَوُنشو - وند ر - لُطف - قرار - سرهائي - پرسنتا - راضپو. فرحت - آرام. حِرص - لالچ - طمع - هَوس.
● رَهَڪ ۽ رهَڪُون (ت): ث. وِهڻ جي جاءِ - رهڻ جي جاءِ - سڪونت - قيام گاهه - ماڳ - مڪان - ٽِڪاڻو - رهائش - جاءِ - جڳهه.
● رَهَلُ ۽ رَهَلَ: ث. ڪنهن مذهبي پاڪ ڪتاب رکي پڙهڻ جي لاءِ ٻن ڪاٺ جي تختين مان ٺهيل سَنجي.
● رَهُلو ۽ رَهُلا (ت - ل): ذ. سنگت - دوستي - ياري - صحبت - آشنائي. ميلاپ - گڏجاڻي - ملاقات. گهوڙي جي هند جو هڪ قسم - رَلو (ت).
● رَهُنُ: ذ. (ع. رهن. گروي رکڻ) گروي - ڪَفالت.
- رَهُن ارضِيُ: ث. (ع). زمين يا جائداد جي گِروي.
- رهُن انتِفاعِيُ: ث. (ع). فائدي ڏيڻ واري گِروي.
- رَهُن اِجتِماعِيُ: ث. (ع). مشترڪ گِروي.
- رَهُن دَرُ رَهُن: ذ. هڪ ماڻهوءَ وٽان گِروي ٿيل شيءِ ڇڏائي، ٻئي وٽ گِروي رکيل - گِروي جي مٿان گِروي.
- رَهُن مُطلَقُ: (ع). هٿو هٿ گِروي.
- رَهُن مُتَمادِيُ: (ع). ڪنهن مقرر مدت تائين گِروي.
- رَهُن نامو ۽ رَهُن ناما: ذ. (ع. ف). اهو دستاويز، جو گِروي رکڻ وقت لکي ڏجي - ڪفالت نامہ - گِروي نامہ.
- رَهَنتَ ۽ رَهَنتُون: ث. ماٺ - ٺَهرَ - آرام - شانتي - امن - سامت - قرار - سالت - ٺانُهر. ساهي - آسائش - چَئنُ - سُکُ - آسودگي - راحت - ڌيرج - جميعت. سهولت - سهنجائي - سولائي - آساني. لنبد - آرام.
- رِهَندو ۽ رِهَندا: ذ. صفت. باقاعدي - حقي - سَچو - جائيز - قانوناً وَ شرعاً جائز - حقائتو - برحق - حَق حَلالي - رَوا.
● رَهَندِ وَهِندِ ۽ رَهَندُون وَهَندُون (ڪ): ث. ٺُول واري رهاڻ - آوٺايون ڏُهرائي ڪيل مسخري - ٺُول - ٺوڪَ - ڏَنڪَ.
● رُهِندَڻُ (ت): مصدر ٺُنهن سان رَهڙون پائڻ - رانيُوٽا هڻڻ - رُهندا پائڻ - رَهڙڻ - رونبڙا پائڻ - رونڊڙا هڻڻ - جهانيُوٽا پائڻ - ڪُرڙڻ - ڪُرچڻ. چنبا هڻڻ.
- رُهندَ ۽ رُهَندُون: ث. رُهندو - رهڙ - رانيُوٽو - چنبو - رالبوڙو - رونبڙو - جهانيُوٽو. چيرَ - وَڍَ.
- رُهَندو ۽ رُهَندا: ذ. رُهَندَ.
- رُهِنڪارَ ۽ رُهَنڪارُون (ڪ): ڊِپَ يا مارَ سبب ڪيل دانهن - رَنيَ - وڏي دانهن - رَڙ - ٻاڪار - ٻِڪ - ٻوڪارَ.
- رُهُنڪو ۽ رُهُنڪا (ڪ): ذ. سنهڙو آواز - رُنڪو - ٽُنڪو - ٻُنڪو - ٻُڪاٽُ.
● رَهَڻُ: مصدر. ترسڻ - ٽِڪڻ - ٺهرڻ. ٿَمڻ - آٻهڻ - ٻيهڻ - ٻيهي وڃڻ. صبر ڪرڻ - ماٺ ڪرڻ -

چُپ ڪرڻ. بچڻ - بچي پوڻ - رهجي وڃڻ. قائم هجڻ. برقرار هجڻ. گذارڻ - جيئڻ - جيئرو هجڻ - گهارڻ - قيام ڪرڻ - ڪاٽڻ. ڪيڏڻ (راند). باز اچڻ - پاسو ڪرڻ - ڪناره ڪشي ڪرڻ - ڇڏڻ - ٽرڻ - ٽارو ڪرڻ (ڪنهن ڪم ڪان). بيت يا ڳجهارت جو نه پڄڻ. بند ٿيڻ.

- رَهُجِي وَڃَڻُ: پٺيان رهڻ - پوئتي رهڻ - پُٺتي رهڻ. ٽِڪي پوڻ - ترسي پوڻ - رَهڻ - ٽِڪڻ - قيام ڪرڻ. بچڻ - پاڇي پوڻ - باقي رهڻ - بقايا ٿيڻ. قائم رهڻ - موجود رهڻ. ڍلوٽي وڃڻ - ڍرو ٿي وڃڻ.

- رَهَڻُ ڏيَڻُ: پٺيان ڇڏڻ - بقايا ڪرڻ - پاڇي ڪرڻ - بچت ڪرڻ. هٿ نه لڳائڻ - خاموش ڪرڻ - ماٺ ڪرڻ - چُپ ڪرڻ - سانت ڪرڻ. قائم رکڻ. ڇڏي ڏيڻ.

- رَهُڻي ۽ رَهُڻيُون: ث. آٽ ويهه - نشست برخواست - آٿي ويٺي - شَعُور - ادب انداز و - هلت - چلت - مرجاتا. ڍَنگ - پَتُ - ڍَبُ - پارُ - طرح. لڇڻ - لَڇَڻُ - ڪِرُ - عادت - افعال - عمل - فعل - چيهڙ - ارڪان - ڪرتُوت. مهلي - روڪ - بندش - روڪ ٿام - ٺهر - ٿانهر - ٿَمُ - ترمٿي - ٽِڪٽي - موڙٽي - ٿمٿي. سهڻ شڪتي - آڌار - آسرو - ٽيڪ. حياتي - زندگي - عمر - جمار - چوٽا - آجيوڪا.

- رَهُڻِي ڪَهُڻِي ۽ رَهُڻِيُون ڪَهُڻِيُون: ث. آٿي ويٺي - هلت چلت - آٽ ويهه - رسم و رواج - افعال - ارڪان - ڪرتُوت - ڪم - لڇڻ.

● رَهِٽو (ڪ): اسم خاص. پارڻ لڳ هڪ جبل جو نالو.

● رَهُو ۽ رَها (ت): ذ. شورو - پوڙ جي لاس - گيريپي - رَسُ - شوربو - شُرو - لاڳُ.

- رَهُو ڪيَڻُ: تڪليف ڏيڻ - آزارڻ - ستائڻ - مصيبتون ڏيڻ. ڪِڪ ڪرڻ - بيزار ڪرڻ - پريشان ڪرڻ - سخت ڪم وٺڻ.

● رَهُو ۽ رَهُو: ذ. اسم. رَهواسي - رهاڪو - رَهندڙ - قيام پذير - باشندو.

- رَهَواسِي ۽ رَهَواسِي: ذ. رَهاڪو - رَهُو - رهندڙ - رهيل - ويٺل - باشندو - قيام پذير.

● رَهَوالُ ۽ رَهَوالَ (ت): ظرف. شروع ٿيل - شُروعاتَ ڪيل. ذ. صفت. هوشيار - داناءُ - ڏاهو - عاقِلُ - سياڻو - چالاڪُ.

- رَهَوالُ ڪَرَڻُ: شروع ڪرڻ - شروعات ڪرڻ. روالو ڪرڻ. آسهائڻ - موڪلڻ - پيڄڻُ.

● رَهُوائِي: اسم خاص. سنڌ ۾ مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

● رَهوائڻُ: (ت): مصدر. آبادي ڪرائڻ - پوڪائڻ - آباد ڪرائڻ - پوکَ ڪرائڻ.

● رُهِي ۽ رُهِيُون: ث. اِسم. کهيمَلُ هوا - مَرلو. ٿَڌُ - سِيءُ - سَردِي - ٺارُ - سياندڙو - سياٽو. سياري جي برسات - جهڙ - ڪَڪَرُ - مينگهُ - مَلهارُ - جهڙالو - ڪَڪرُ ڇانئو (ڪ). لرزش - ڏَڪٽي - خوف - ڊَپُ - ڊيڄو - ڊِڄُ - پَوُ. (ث). مُشڪلُ - ڏَهَرُ.

- رُهِي ٿيَڻُ (ث - ڪ): سياري جو مينهن پوَڻُ.

- رُهِي ڪَرَڻُ: آسمان جو سياري ۾ جهڙُ ڪرڻ - برسات وسڻ جي تياري ٿيڻ - برسات اچڻ - مينهن جو پَرجي اچڻ.

● رَهِيجِي: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● رَهِيڪُ ۽ رهيڪَ (ڪ): ذ. صفت. هيراڪُ - عادتي - عيلتي.

● رَهيلو ۽ رَهيلا (ت): ذ. صفت. وَهٽ جو سُڪيو پَنُڌُ - رَلو - رَهيلو.

● رَهِيُن: ذ. صفت. (ع. رهن = گروي). گروي ٿيل - گروي رکيل - گيروتَ. ظرف. تابع - ماتحت - زيردست - هَٿُ هيٺ.

- رَهِيُنُ ۽ رَهِيُنَ: ذ. تعلق - لاڳاپو - ڳانڍاپو.

- رَهِيُنِ مِنَّتَ ۽ رَهِيُنِ مِنَّتَ: (ع. رهن. منت = شڪرگذاري). اِحسانمَندُ - شُڪرگذارُ - مَمنُونُ.

● رَهيو ُ سَهيو ُ ۽ رَهيا سَهيا : ذ. صفت. باقي مانده – بَچيل – بَچت – پاچيي – بقايا – پوئتي رهيل – پٺيان ڇڏيل – اوگهه سوگهه – باقي.

– رَهيو ُ کُهيو ُ ۽ رَهيا کُهيا : ذ. صفت. بَچت سَچت – باقي – بقايا – رهيل کُهيل – آقي باقي – پاچيي – سڀ جيڪي بچيل. رَهيي کُهيي – باقي مانده. کُرڙ سُرڙ – اوبر سوبر – اوگهه سوگهه.

● رَءِ : ظرف. (ف. راست). حقي – سچو – صحيح – برصواب – پُورو يءِ طرح – ٺيڪ – پُورو – تحقيق – بلاشڪ – بيشڪ – برابر – پُورڻ – درست – واجب راس ُ – اصل – حق ڪري. ۽ رَئيُون : ث. ڪاتَ – تخفيف – ڪَٽَ ڪُوٽ َ – چانڊ. (ف. راءِ) نتيجو – راءِ – خيال – ويچار – قياس آرائيي.

– رَءُ ۽ رَئُون : ث. پُور ُ – رِ پُچڪ ُ – جهَجهڪيي ُ – بُڌ ُ بُڌو – بُڌڪيي ُ – بُود ڪيي ُ – لَهرو – ترنگ ُ – وَهم ُ – خيال – مَن ُ مَوج ُ – دَور ُ – لهَر. ڪَڏ ُ – شوق – دل – موه ُ – پيار ُ – آڪينجهر ُ – آڪَنڊ – پريت – پيار ُ – پاوَ – محبت – سَنيهُ – آرواح ُ. لاڙو – رغبت. حرص َ – لالچ َ – طمع َ. تلوار جو ڪنو – مُنهن ُ – ڌار َ. هٿيار ڪي ڌرنل پائيي ُ – تيکائيي ُ – تيزائيي ُ – چُوه َ – چُوهائيي ُ. لَت ُ – دَزَ – ميٽيي ُ – ريٽ ُ. لَت ُ – وَهڪري واري ميٽيي ُ – واري ريٽيي ُ – چالُو. ڪُوه ُ جي پاسي مان پاٿيءِ ڪان هيٺان آيل ُ واري ُ. آرڙ. گهوڙي جي تيز هلڻ جو هڪ نمونو.

– رَءُ ڪنهڻ ُ : وَڏَڻ نه ڏيڻ – روڪ ُ ٿام ُ ڪرڻ – بندش ڪرڻ.

– رَءُ ڪَڍَڻ ُ : سوئيڻ ُ – ڪَنڪ َ چُولِبڻ – سو ُئي صاف ُ ڪرڻ. ڪَڏَ ڪرڻ.

– رَءُ ۽ رَوَ : ذ. صفت. لاڏلو – چلولو – انکلي – چچلو – چنچل – چچ وچلو.

– رِءِ : حرف جر. ري ُ – رِي ُ – ڪالسواءِ – ڏاران – پاجهون ُ – سَواءِ – بي ُ – بَغير ُ – بِنا َ – بي ُ – بين ُ.

● رِءُ ۽ رَءِ (ت) : ذ. رِياءُ – پيطرفيي ُ. کُوڙي ُ چانديي ُ – مٽ ُ.

– رَءُ ۽ رَئيون ُ : ث. حالَت – آوستا – آوَستا – ڪَتيي ُ – دَشا – رُوئيداد ُ – رُئيداد ُ – صُورت َ حال ُ. دَرجو – شان ُ – مان ُ – رُتبو – عزت َ – مَرتبو – وَڏائيي ُ. حشمت – قلَڪ ُ – دَبدَبو – رُعب ُ – لَاٽ ُ. خوشيي ُ – مزو – فرحت – لذت – ذوق ُ – لُطف ُ – وندر َ – عيش ُ. موج َ – مَرضيي ُ – پَسَند يي ُ – خواهش – اِڇا – آرزو – چاهَه – سَنڪَلپ ُ – واسنا – اِرادو نيت َ. مُنهن – مُک ُ – مُهانڊو – چهرو – شڪل – صورت َ مُهرو ُ – پوٺ ُ – دُوناڙ ُ – مُهرو – مُونار ُ. رُوءِ – سَطح – سُبتو پاسو ۽ اختيار.

● رُئارَڻ ُ : مصدر. روڄ ُ ڪرائڻ – رودَن ُ ڪرائڻ – رَڙيون ُ ڪرائڻ – افسوس ۾ وجهڻ – گريہ ڪرائڻ. آزارڻ – ايذاءُ ڏيڻ – ڏُک ُ ڏيڻ – تڪليف ڏيڻ.

● رِئاءُ ۽ رِئاءَ : ذ. مهرباني – عطيہ – ڀلائيي ُ – نوازش َ – عنايت َ – اِڇيو – آنَ گرهہ – تُورو – احسان – چڱائيي ُ. پاسخاطري – رعايت َ – رِياءُ – وَتَپ ُ. دِتُيي ُ – پاڪَنڊ ُ. لحاظ – مروت. (ت) بي انصافي.

– رِئاڪار ُ ۽ رِئاڪار َ : ذ. صفت. (ف. رياءُ + ڪار > ڪردن = ڪرڻ) ٻَهه رُوپيي ُ – ڪپتيو – پاڪَنڊي ُ – مُنافق ُ – مَڪريلو.

– رِئائيي ُ ۽ رِئائيون ُ : ث. پاسخاطري – رعايت – رياءُ – وَتَپ ُ – هڪ طرفائي. مهرباني – عطيو – ڀلائيي ُ – تورو – لوازش – عنايت – اِڇيو – احسان ُ. ۽ رِئائيي ُ : ذ. صفت. رياءُ ڪندڙ – پاسو وٺندڙ – پاسخاطري ڪندڙ. (ت) بي انصاف.

– رَئيجَڻ ُ : مصدر. تَرجَڻ ُ – لَتيجَڻ ُ – رَءُ چڙهڻ – رِيٽيجڻ ُ – ميٽيءِ چڙهڻ ُ. پُورجڻ – دِ ڪيجَڻ ُ.

● رُئيداد ۽ رُئيداديون : ث. حالَت – رُوئيداد – حال َ – رُوبڪار َ – اوسٿا – ڪَتيي ُ – دَشا.

● رَئيڪيٽ َ ۽ رَئيڪيٽون ُ : ث. (انگ. Racket) ٽينس راند کيڏڻ جو هٿيو.

● رَئين َ ۽ رَئينون ُ : ث. اِسم (انگ. Reign = قبضو رکڻ). گهوڙي جي لغام َ جي.

● رَئُنَ ۽ رَئُنُون: ث. (انگ. Rouned = ڦيرو) چوڪيدارن يا سپاهين جو گشت - چونڪي - پهرو - شب گرد - چڪر - ڦيرو - گهمرو - وارو - گهميتاري - دَوُرو - ڦيري. ظرف. چوگرد - چوطرف.

● رُئَڻُ: مصدر. ڳوڙها ڳاڙڻ - روچ ڪرڻ - رودن ڪرڻ - آنسون وهائڻ - اشڪ باري ڪرڻ - لڙڪ وهائڻ - هنجون هارڻ - ٽيمڻ - افسوس ڪرڻ - رَڙڻ - دانهون ڪرڻ - ميڻ ڏيڻ - شوڪ ڪرڻ. ماتم ڪرڻ - گريه ڪرڻ - زاري ڪرڻ. شڪوه ڪرڻ - گلا ڪرڻ - هاءِ هاءِ ڪرڻ - آه ڪرڻ.

- رُئَڻُ اچڻُ: هنجهن هارڪو ٿيڻ - اکيون ڳوڙهن سان ڀرجي اچڻ - دل ڀرجي اچڻ - افسوس ٿيڻ - ڏک ٿيڻ.

- رُئَا رُئَڻُ: شڪايت ڪرڻ - فرياد ڪرڻ - ڪُرڪڻ - جهنجهڪڻ. ڏوراپا ڪيڻ - طعنا مهڻا ڏيڻ.

- رُئڻائي ۽ رُئڻائي: ذ. اسم. رُئڻو - رُئندڙ - هر ڳالهه تي رُئڻو. رُئڻهارڪو - ڏيان طلب.

- رُئَڻُ پيٽڻُ: روچ راڙو ڪرڻ - آه زاري ڪرڻ - دانهون ڪرڻ - هاءِ هاءِ ڪرڻ - گهوڙا گهوڙا ڪرڻ - ماتم ڪرڻ - شوڪ ڪرڻ - آهون دانهون ڪرڻ - حشر ڪرڻ - حشري مچائڻ - واويلا ڪرڻ - فرياد ڪرڻ - ڀٽڻ ڪوهڻ - رَلڻ - رَليون ڪرڻ - رانيات ڪرڻ - رانياڙ ڪرڻ - رڙڻ - رڙيون ڪرڻ - رودن ڪرڻ - شور ڪرڻ - گريه زاري ڪرڻ - آه پڪار ڪرڻ - آه و فغان ڪرڻ - نالا ڪرڻ. افسوس ڪرڻ.

- رُئَڻُ ڪاڻُ: ننڍو هئڻ - معصوم هئڻ - بي سمجهه هئڻ - ٻالڪ هئڻ - صغير هئڻ.

- رُئَڻَ ۾ چٽڪڻُ: رُئڻ شروع ڪرڻ - گهڻو رُئڻ - رودن مچائڻ - رُئڻ ۾ پوڻ - روچ مچائڻ - ڳوڙها ڳاڙڻ - هنجون هارڻ.

- رُئنئو ۽ رُئڻا: ذ. صفت. رُئندڙ - ذري ذري رودن مچائيندڙ - ٿوري ڳهٽي تي روچ ڪندڙ - جهٽ پٽ رُئندڙ. مرچوٽ - شوم - ڪنجوس - چمچوس - چيچي مار - بخيل - ڊڄڻو - گيدي - بزدل - ڊرپوڪ - ڊڄندڙ - ذ. شڪايت - گلا.

- رُئڻهارڪو ۽ رُئڻهارڪا: ذ. صفت. رُئڻ تي مائل - رُئڻهاب - رُئڻ وارو - آب ديده. غمگين - ڏکارو - ڏکويل.

● رَئو ۽ رَئا: ذ. عورت جو مٿي تي پائڻ جو ڪپڙو - پوتي - گندي - سِري - آبيڇني - مٿاڙي - چُني - ٻالدئي - دُپٽو. اوڇڻ - پوتڙو - چادر (ل). اجرڪ. (ڪ). ٻوڙ جو شوروو. گهر جي اولي ۾ گڏ ٿيل ٻُهَر جو ڍڳ.

● رَئُوفُ ۽ رَئُوفَ: ذ. (ع). تمام مهربان. اسم پاڪ. الله تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

● رَئِي ۽ رَئِيُون - رَيُون: ث. اسم. (پرا. رَئبي. سن. رُهِي). گهوڙي جي يا ڪنهن وهٽ جي ڊوڙڻ سان آڏامندڙ ڌُڌُڙ - دز - لٽ - غبار - ميٽيءَ جا ڪڪر - ڊسو - مٽس - بُسڙ - ڌوڙيو - ڌوڙ - ڪس - سنهي خاڪ - چمڪو - چمڪاٽ - تجلو - تجلي - جهلڪو - چمتڪار (تلوار يا ڪنهن ٻي هٿيار جو). ڏڏر ڪيل چانور - چانورن جي ڀور. ظرف. (سن. رَيتَ) چٽ - خلاص - پورو - ختم - تمام - آخر - پُڄاڻي - چيهه - چيڙو. (ڪ). روالو - راهي.

- رَئِي آسمان هڪ ڪرڻ: تکڙو ڊوڙڻ - تيز وڃڻ - تکو ڀڄڻ - ڇوهوٽي وڃڻ - ڇوٽ وڃڻ.

- رَئِي ٿيڻُ: چٽ ٿيڻ - ناس ٿيڻ - فنا ٿيڻ - تباهه ٿيڻ - برباد ٿيڻ - ويران ٿيڻ - اجاڙ ٿيڻ. کپي وڃڻ - ختم ٿيڻ - پورو ٿي وڃڻ - خلاص ٿيڻ - تمام ٿيڻ - پڄاڻي ڪرڻ - چيهه ڪرڻ - چيڙو ڪرڻ. دز ٿيڻ - ڌوڙ ٿيڻ.

- رَئِي هَئِي رات: ث. اونداهي رات - ڪاري رات - ٻاڏ اونداهه - ڀينڀ اونداهه.

- رَئِي ڏِيَڻ: وڏي زور سان دانهون ڪرڻ - واءِ ويلا مچائڻ - گهوڙا گهوڙا ڪرڻ - حشر مچائڻ - حشري ڪرڻ.

- رَئيي رَئيي: ظرف. تمام گهڻي تڪليف سان- وڏي مشڪلات سان- ڏاڍن ڏکن سان- ڏاڪڙن سان- لاچار- ڏکيو- آهنجو- مشڪل.

- رَئيي رئيي سوپ پائڻ: وڏي تڪليف سان سوپ پائڻ- مشڪلاتن سان فتح حاصل ڪرڻ- ڏاڪڙن سان جيتڻ.

- رَئيي ڪرڻ: دز ڪرڻ- ڌوڙ ڪرڻ- لٽ ڪرڻ- مٽيءَ جو غبار ڪرڻ- چٽ ڪرڻ- خلاص ڪرڻ- ختم ڪرڻ- کپائڻ- پورو ڪرڻ. تباه ڪرڻ- برباد ڪرڻ- سڄ ڪرڻ- اجاڙ ڪرڻ- ويراني ڪرڻ.

- رئيي يا رئيون؛ ث. ڌنڌ- لڙات- چات- لڙ- ڪوهيڙو- ڌونڌ- غبار- ماڪ- دونهون- رهيي. منجهارو- پريشاني. پچيل ڪپهه.

● رَئيسزائيي: اسم خاص. بگٽي بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو.

● رئيس: اسم خاص. سنڌي مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو. تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● رَئيس يا رَئيس؛ ذ. (ع). معزز ماڻهو- امير- وڏو- سردار- پرڌان- ڏيڍار- اڳوان- اڳواڻ- اڳرو- مهندار- ڏرو- سرور. هادي- رهبر- پيشوا- رهنما. چوڌري- نواب- راڄ- وڏيرو- پڳدار. فرمانروا- حاڪم. ڳوٺ جو مالڪ- چڱو مڙس- پڳ مالڪ- پٽيل- وڏو ماڻهو- پوتار- صدر- خاص. (ث. رئيساڻي يا رئيساڻيون).

- رَئيس عضوا: بدن جا مکيه عضوا "جهڙوڪ جگر، دل، ڦڦڙ، مغز وغيره.

● رئيس واهه؛ اسم خاص. تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- ري: حرف جر. بنا- ڌاران- سواءِ- پاڃهون- ڪانسواءِ- جي سواءِ- بي- بغير- بيڪر- بيلا- بن- حرف ندا. سڏ ڪرڻ وقت ڪم ايندڙ لفظ- اڙي- او- اي.

- ري پڪيي پاڃهه ٿيڻ: دوا ڪان سواءِ چڱو ڀلو ٿيڻ- بنا مزدوري جي پئسا هٿ اچڻ- بنا تڪليف جي اجورو ملڻ.

- ري تعميل؛ ظرف. بنا ڪنهن سرانجامي جي- بنا بجا آوريءَ جي- بنا ڪارروائي جي- بنا ڪنهن ڪار سڌي جي. بنا تعميل جي- بنا پهچ جي.

- ري پاڙو يا ري پاڙا (ت): ذ. صفت. بي بنياد. رولو- واهيات- بيڪالو- اوچو. (ت).

- ري پاڻ يا ري پاڻيون: ث. بي ڌياني- ڪن لاڻار- بي پرواهي- غفلت- لاڻار.

- ري پاڻ يا ري پاڻ- ذ. صفت. پاڻ مختيار- آڻ پاليو- پاڻ هرتو- رُوءِ سوءِ- آڻ جهليو- خود مختيار.

- ري پاڻيو يا ري پاڻيا؛ ذ. صفت. بنا پاڻي- سڪل- سڪو- خشڪ- ڏوٺ. آساڻيل. سڪٺو- رڪو- ڪورو- آيو ڳو- ليسو- ڳسو- ڪجسو.

- ري پيرو يا ري پيرا: ذ. صفت. آڻ پيرو- آڻ لتاڙ پيل- آڻ چپيل.

- ري چيو يا ري چيا؛ ذ. صفت. ري ڪوٺيو- آڻ لينڊو- آڻ سڏيو- بي دعوتيو. اجهل- بيلغامو- بي مهار- آراونڌو. بي فرمان- بي چيو- بي ادب- نافرمان. سرڪش- فسادي- منهن سر- منهن زور- لچس- هوڏي- ڪپاتر- عاق. ضدي- هٺيلو- مغرور.

- ري حڪم: ذ. صفت. ري موڪل- بنا اختياريءَ- بنا اجازت- بنا پروائي- بنا پڇي- ازخود- پاڻمرادو- پنهنجي مرضيءَ- پاڻ سر.

- ري ڏاڙهيو يا ري ڏاڙهيا؛ ذ. صفت. بنا ڏاڙهيءَ. ڪسيرو. لاسيار- لسات- لاسڙات- لسڙو- ڪپيرو- ڏاڙهي ڪوڙ. زنانو- عورتن جهڙو. ذ. کدڙو- هيجڙو- مخنث.

- ري ڪمو يا ري ڪما؛ ذ. صفت. نڪمو- ناڪار- لڪار- نڪارو- بي روزگار- اڪارو-

ليڪارو - بي روزگار - نڪمو - ري ڌنڌي. بيڪارو - بيڪار - ٺـٺو آجايو - فضول - آڪيارٿـو - ورٿو - رائيگان - ورتو - فاليتو - خالي. ويٺل - بالهو - فارغ - والدو. آجايو. مفت - ناحق - خالي پيلي - بي فائدو - جاڙ. رولُٽو - آوارو.

= رِي ڪيٽائيتو ٤ رِي ڪيٽائيتا: ذ. صفت. بي قاعدي - بي قانون - ڏوهه جهڙو.

= رِي گناه: ظرف. بي ڏوهه - بي قصور - بي خطا - ناحق - هروڀرو - راه گناهه - بي گناهه - بي سبب - بنا ڪارڻ - مفت - خالي پيلي - اجايو - بنا ڇوڪ جي - سواءِ الزام جي.

= رِي مُلهو ٤ رِي مُلها: ذ. صفت. مُفت - آهنئين - بنا پئسي - بنا آجوري - قيمت کان سواءِ - اڻ مُلهو - ري قيمت - بنا قيمت - بنا ڪنهن عيوضي. املهه - بي بها - قيمتي.

= رِي واٽو ٤ رِي واٽا: ذ. صفت. اڻ واٽو - بي واٽو - بي گس - ڀُليل - مُنجهيل - گمراهه - اڻ سُونهون - ناواقف - اڻ ڄاڻ.

= ريِ هٿيارو ٤ ريِ هٿيارا: ذ. صفت. بي هٿيار - هٿين خالي - ڇڙو - سکڻو - ڪُليءَ ڪمر - شستر هيڻ.

= ريِ هٿيو ٤ ريِ هٿيا: ذ. صفت. بي هٿيار - هٿين خالي - سکڻو.

● رِيِ (ت): حرف اضافت. جيي - سنڌي. "هيءَ توپي هُن رِي آهي". ٤ رِيُون (ڪ): ث. عادت - علت.

● رِيءَ ٤ رِيءَ: ذ. اسم. درياءَ جو ڇنڊيل ريٽ - رڳ.

● رِيا ٤ رِيا: ذ. (ع. رياء) طلسم - ٺڳي - گيگ - مڪر - فريب - دوکو - ڌوکو - ڪپٽ - ڀيائي. ڏيکاءُ - ڀچاڙي - دل ۾ هڪ ٻاهر ٻي - ظاهرداري - زمانه سازي. ٻيچ واري ڳالهه.

= رِياڪار ٤ رِياڪار: ذ. ٻهه روٻي - ڊنبي - بگلو ڀڳت - منافق - اندر ٻهريون - مڪار - زمانه ساز - فريبي - ڀيائي ڪندڙ - ڪپٽيو - دغاباز - دوکيباز - پاکنڊي - ڪپٽي.

= رِياڪاري ٤ رِياڪاريُون: ث. مڪاري - فريب - نفاق - ڀيائي - مڪر - پاکنڊ - دوکو - ٺڳي - ڪپٽ - کوٽ - دغا. پاسخاطر - رايو - رعايت - پاسو - طرفداري. لحاظ - مُروت.

= رِياءُ ٤ رِياءَ: ذ. (ع). مڪر - پاکنڊ - مڪر - ڍونگ - ٻاهريون ڏيک - گيگ. پاسخاطري - طرفداري - پاسداري - رعايت - پاسو. بي انصافي. ڪُوڙ. ڏيک - ظاهري نماءُ - ٻاهريون ڏيک. لحاظ - مروت. بدلو - بدر.

= رِياءُ رکڻ: پاسو وٺڻ - طرفداري ڪرڻ - رعايت ڪرڻ - پاسداري ڪرڻ - رايو رکڻ. بدلو وٺڻ. لحاظ ڪرڻ - مروت ڪرڻ.

= رِياءَڪاري ٤ رِياءَڪاريُون: ث. رِياڪاري - رِياءُ.

= رِيائي ٤ رِيائي: ذ. (ع). رِياڪار - فريبي - ٻهروپي - مڪار - رِياءُ ڪندڙ - طرفداري ڪندڙ - پاسو وٺندڙ - پاسداري ڪندڙ. بدلو ڪندڙ. ڏيک ڪندڙ - ظاهري نماءُ ڪندڙ - ٻاهريون ڏيک ڪندڙ.

● رِياڙِي: ذ. اسم خاص. بُگٽي بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو - شهباڻي.

● رِياز ٤ رِياز (ت): ذ. محبت - پيار - قرب. لاڙو. چاهه. خوشي - مرضي - ارادو - ليت.

● رِياسَت ٤ رِياستون: ث. ڏيهي راڄ - ڏيهي سرڪار - ڪنهن وڏي حڪومت جي ماتحت ننڍي حڪومت. حڪومت - حڪمراني. عملداري - سرداري - آفيسري - إمارت. اعليٰ حوصلو - اعليٰ همت.

= رِياسَت جمهُوريه: ث. ماڻهن جي زير اختيار حڪومت - رعيتي راڄ - خودمختيار راڄ.

● رِياض ٤ رِياض: ذ. (ع). محنت - مشقت - جفاڪشي - ڪشالو - ڏاکڙو. علم هندسه - حساب جو علم - علم عدد. اسم خاص. سعودي حڪومت جي گاديءَ جو هنڌ.

= رِياضَت ٤ رِياضتُون: ث. (ع). محنت - مَشقت - سختي - جفاڪشي - ڏاکڙو - ڪشالو -

جاڪوڙو. پَرهيزُ - آلپَ آهار - ڪِرِيُ - پاسو - رَڪَ. تَپسيا - جَپُ تَپُ - بندگي - عبادت - زُهدُ - نفس ڪَشِيُ - جوڳُ. لَهرائِپي - سادگِيُ - پورڙائِيُ - موڳائِيُ. ڪسرتَ - ورزش. مزدورِيُ - پورهيو - ڏنڌو - مَزورِيُ.

- رِياضَتَ ڪَرَڻُ: محنت ڪرڻ - مشقت ڪرڻ - جفاڪشِيُ ڪرڻ - ڪشالا ڪيڻ. مزدورِيُ ڪرڻ - پورهيو ڪرڻ - مزوري ڪرڻ. پرهيز ڪرڻ - ڪرِيُ رَڪڻ - رَڪَ ڪرڻ. تَپسيا ڪرڻ - عبادت ڪرڻ - بندگي ڪرڻ - جَپُ تَپُ ڪرڻ.

- رِياضَتَ ڪَشُ ۽ رِياضَتَ ڪَشَ: ذ. (ع. رياضت + ف. ڪَش > ڪَشيدن = ڇِڪَڻُ). محنتي - سخت تڪليف وٺندڙ - جَفاڪَشِيُ. پورهيتُ - مزدور - مزورُ. پرهيزگارُ - عابِدُ - عبادتِيُ.

- رِياضَتِيُ ۽ رِياضَتِيُ: ذ. (ع) پرهيزگارُ - عبادتِيُ - عابِدُ - عبادت ڳُذارُ - بندگي ڪندڙ - نيڪُ ٻانهون - تَپَسيائِيُ - جَپُ تپُ ڪندڙ - ويراڳِيُ - بيراڳِيُ - جوڳِيُ - سنياسِيُ - رِشِيُ - مُنِيُ. جَفاڪَشُ - جَفاڪَشِيُ - محنتي - تَنَ کي تَسيو ڏيندڙ - ڪَشالا ڪيندڙ. پورهيتُ - مزدور.

● رِياضِيُ: ث. اِسم. حڪمت جي ٽِن علمن مان اڪن، عددن، نجوم، موسيقي، مناظره، جبري، مقابلي، جرثقيل وغيره وارو علم، وجود خارجي ۾ مادي جو محتاج - حسابن جو علم - ڳڻِت وِديا.

- رِياضِيدانُ ۽ رِياضِيدانَ: ذ. صفت. علم رياضي جو ماهِرُ - حِسابن جي علم جو ڄاڻو - ڳڻِتَ ڪِيالِيُ - حِسابَن جو ڄاڻو.

● رِيالَ ۽ رِيالوُنُ: ث. (سن. رالَ) ڏُوُپَ - رالَ - لوبانُ - واسُ.

● رِيالُ ۽ رِيالَ: ذ. ذ. (ع). هڪ عربِيُ سِڪو - تقريباً ٽن پاڪستاني رپين جي قيمت وارو - عربي ڊالر. آجرڪ جي چَرَ جو دِٻلِيُ وارو ڳَلُ - دَٻلِيُ وارو ڇِٽُ.

- رِيالَ وَٽَڻُ: پَيسا گَڏُ ڪرڻ - لوٽُ وَٽَڻُ - پيسا ميڙڻُ.

● ريالِي ۽ ريالِيُ (ل): ذ. ڪُوڙو - جُونو. جهڙو تهڙو - سادو.

● رِيبَڻُ: مصدر. ڏُتارَڻُ - لالچائڻ - ڏاڏرائڻ - ڀَرمائڻ - دَلبو ڏيڻ - ريجهائڻ - برغلائڻ - وَرغلائڻ. حِرصائڻ - لَبَڻُ - دِل سُرڪائڻ - لوڀائڻ - لوڀَڻُ - هِرڪائڻ - چَٽ ٻَڌَڻُ - تاڻِرائڻ - ڀِرِپائڻ - ڦُسلائڻ. آتارَڻُ - چِترائڻ - چاڙه ڏيڻ - شاهو ڏيڻ - رِيهَڻُ - ڳِلتو ٻڌڻ - چِڙهو ٻڌڻ - رِيڇَڻ. ٺڳَڻ - فريب ڪرڻ - ٺڳارڻ - دَلبو ڏيڻ - ڦَنڊ ڪرڻ. موهَڻُ - مسحور ڪرڻ.

- رِيبُ ۽ رِيبَ: ذ. (ع. شڪ) جَڙَهو - ڀِرُ لوڀَڻُ - لَبُ - لالچ - چَٽَ - رِيڇُ - ڏُتارَ - ڀِرُ لوڀُ - ڏُتَ - فريب - ڏاڏر - موهُ - هِرڪَ - لوڀُ - آتارُ - ڦُسلاءُ - دَلبو. دولاب - ٺڳي - ويساه گهاتي - دوکو - ڪُپَتَ - دغا. شَڪُ - وَهم - گُمانُ - ڀَرمُ - شُبهو - سَنسو - انديشو.

- رِيبائِيتو ۽ رِيبائِيتا: ذ. صفت. ظرف. ڏُتاريندڙ - ڏُتيرُ - رِيبِيُ - موهيندڙُ - هِرڪائيندڙ - ڀِرلوڀِيُ - لالچائيندڙ - برغلائيندڙ - ورغلائيندڙ - ڦُسلائيندڙُ - ڳِلتائِيُ - ڏاڏرائيندڙُ - ٺڳيندڙُ. چِتَرُ. موهيندڙ - مسحور ڪندڙ.

- رِيبِيُ ۽ رِيبِيُ: ذ. صفت. ڏُتاريندڙ - ڏُتيرُ - برغلائيندڙُ - لالچائيندڙُ - ڦُسلائيندڙ - ورغلائيندڙ - هِرڪائيندڙُ - دلبائِيُ - مَڪارُ - فِريبِيُ - خراب ڪندڙُ. زناڪارُ - لانگ ڇوٽو - ڇَڪلائِيُ. (ڪب): ذ. هڪ رَڃُ جو قِسمُ.

● ريڀارا: اسم خاص. اوٺين جي هڪ ذات جو نالو.

● رِيڀارو ۽ رِيڀارا: ذ. قاصِدُ - پاراڀِيُ - پيغام پُهچائيندڙ - نِياپو پُهچائيندڙُ - ايلچِيُ - ٽِپالِيُ - خطُ رَسانُ. وڪيلُ - عيوضي - نائب - خاص - پاران. (ث. رِيڀارِيُ ۽ رِيڀارِيُون).

● رِيڀارِيُ ۽ رِيڀارِيُ: ذ. جهنگلِي - وَحشِيُ - ٻُوزانُ - ٻُوشُ. (اسم خاص) هڪ ذات جو نالو.

● ريپڙو ۽ ريپڙا (ت): ذ. پترو پيٽ - ڇڏا رڌل ڇانور.

● ريپاڻ جاگير: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ريپڙ ۽ ريپڙ (ت): ذ. بي سُنڌائتو پيدا ٿيل گِدرو - وانڻن جي فصل ۾ پيدا ٿيل گدرو. هڪ وڏي چيڙ جو قسم.

- ريپڙي ۽ ريپڙيون: ث. خريف جي موسم ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ گدري جو قسم - ڪنڊوتري.

● ريپٽ: اسم خاص. تعلقي ڪيهري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ريت: اسم خاص. سنڌي مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

● ريت: ذ. ث. (ف. ريگ=واري). واري - ريگ - ريٽي.

- ريت اچڻ: پيشاب ۾ ڪڪري اچڻ - پٿري جي بيماري هئڻ.

- ريتي: ث. جبل جي سنهي ميٽي - رائو - سُوهڻ - ريت - واري - ريگ. هڪ قسم جو وارياسو پٽ. درياءَ جي ڪناري واري وارياسي زمين. (ٿ). هيٺاهون رستو - ترائي. هڪ لوهارڪو اوزار - رَواتي - سُوهڻ - ٽڪوري. (اسم خاص). تعلقي جيڪب آباد ۽ آباوڙه ۾ ديهن جو نالو.

- ريتيدان ۽ ريتيدان: ذ. واريءَ رکڻ جو ٿانءُ. واريءَ جي ماپ جي پيتي. واريءَ جو کھڙيال.

- ريتيلو ۽ ريتيلا: ذ. صفت. وارياسو - واريءَ وارو. ريگستاني - صحرائي.

- ريتيلي ۽ ريتيليون: ث. صفت. وارياسي رٺيءَ واري - ڪڪر يلي - ريگستاني - صحرائي.

- ريتيلي زمين: ث. وارياسي زمين - ريتيءَ واري زمين.

● ريٽ ۽ ريٽون (ت): ث. مٽيون پاسو کسائي وڏو ٽنگ ڪيل ڪوڏي - تيلاهين ڪوڏي.

● ريت ۽ ريتيون (ت): ث. (س. ريتي) رسم - راه ريت - پروهز - پٽ - هلي چلي - مرجاتا - وَرتيرو - وَرتاءُ - وَرتارو - هلت - رواج - دستور - سرشتو - ليڪو - ڍنگ - پيٽ - ڍب - پار - طرح - وجهه - ڍار - نمونو - قسم - پرڪار - ڍول - طريقو - قاعدو - قانون - برتاءُ - چال - چلت - اٽڪل - تجويز - وضع - طور طريق - تدبير - ترڪيب. عادت - علت.

- ريتائتو ۽ ريتائتا: ذ. صفت. ظرف. رواجي - معمولي - دستوري - استعمالي - هميشه موجب - هميشه وانگي - عام طرح. ريت وارو - ڍنگ وارو - طريقي وارو - رسم و رواج وارو. قاعدي موجب - قانون موجب - باقاعدي.

- ريتائتي طرح: ظرف. چڱي نموني ۾ - سهڻي طريقي سان - ڍنگ سان - وضع سان - طور طريقي سان. قاعدي موجب - قانوناً - باقاعدي.

- ريت رسم ۽ ريتون رسمون: ث. رسم و رواج - هلي چلي. شاديءَ ۾ عورتن جا سوڻ - پنڌڻ. قاعده قانون.

- ريت کان ٻاهر: ظرف. خلاف قاعده - قانون کان ٻاهر. دستور جي خلاف - رسم ورواج کان آبتڙ - بي نياتي - طور طريقي کان ٻاهر.

- ريتي ۽ ريتي: ذ. ث. ريت وارو - ريتائتو - ڍنگائتو - رسم وارو - دستوري - نياتي - رسم و رواج تي هلندڙ.

● ريٽ: ذ. رڇ جا وڏا وار. اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ريٽ ۽ ريٽ: ذ. ڪنارو - ڪپ - پٽ - ڪنڌي - ڪپر - لس - ورڪر. ڪچي جي زمين - درياءَ جو ڇڏيل لٽ - درياءَ جي ڇڏيل زمين - درياءَ جي ڇڏيل رڳ. (ت). اڇي وارياسي زمين. (ڪ). سنهي پٽ جو قسم. (انگ. Rate). اگهه - ٻها - نرخ - قيمت - مُلهه - ناڻو. ذ. صفت. پڪو - پڪل.

● ريٽڪو ۽ ريٽڪا (ٿ): ذ. رؤنشو - مزو - ونڊر.

● رِيٽَڻُ: مصدر. چشم پوشي ڪرڻ - نظر انداز ڪرڻ - ڍِلڻ - خيال ۾ نه آڻڻ - نه ليکڻ - حساب ۾ نه آڻڻ - وساري ڇڏڻ - ريٽي ڇڏڻ - آخر ۾ نه آڻڻ - رد ڪرڻ - منظور نه ڪرڻ - نه قبولڻ - انڪار ڪرڻ - نه مڃڻ - جهلڻ - بند ڪرڻ - روڪڻ - منع ڪرڻ - پَلَٽڻ - بندش ڪرڻ - رُڪاوٽ ڪرڻ. ميسارڻ - ڍاهڻ - ڦٽائڻ. موٽائڻ - واپس ڪرڻ.

● رِيتو ۽ رِيتا: ذ. کهوٽ ڪي شاديءَ جي موقعي تي ڪُلهي تي رکڻ جو ڳاڙهو بوڇڻ - رَتولُ - حلوائڻ جو ڪپڙو - ڳاڙهو ڪپڙو. (ت). تمام ڳاڙهي رنگ وارو ڏاندُ. (ت). گُلن سان هڪ پوتيءَ جو قسم. ذ. صفت. ڳاڙهو - لالُ.

- رِيتو ٿيڻُ: ڳاڙهو ٿيڻ - لالُ ٿيڻ - رَچڻ - پچڻ. اِلاهي عشق ۾ رنگجي وڃڻ.

● رِيپَ ۽ رِيپُون (ڪ): ث. ڪَپَ - ڪارو - رهٽيتو - رَپڙو - ڪچلاڻ - راپڙو - پُسيلُ - ميٽيي.

● رِيپُ ۽ رِيپَ (ڪ): ذ. ڪاريءَ جي پيڙيءَ جو مُهري وارو سڙهُ.

● رِيپبلڪ (انگ. Re-public): ذ. جَمهوري - رَعيتيي - ماڻهن جيي پنهنجيي - عواميي.

● رِيجڻُ: مصدر. زمين کي کيڙڻ کان اڳ پاڻي ڏيڻ. کير سان ٿڻن کي پُسائي پوءِ ڏُهڻُ.

- رِيجُ ۽ رِيجَ: ذ. (هه. رُجُ) آباديءَ کان اڳ ۾ زمين کي ڏنل پاڻي. پوسَلَ - آلاڻِ - آلائيي - کهيم. دَرياءُ جي ريتيي - پاڻيءَ جي وارِي - ريٽُ - رَءُ. پاڻيءَ جي پيچَ - پيچو. مالُ جي بيماريءَ جو هڪ قسم.

- رِيجاڻو ۽ رِيجاڻا: ذ. صفت. رِيجُ ڏِنل - وَتَ ڏِنل - رِيجاڻيتو: ذ. زمين کي آباديءَ کان اڳ ۾ ڏنل پاڻي. رِيجُ وارو گاهُ. اسم خاص. هڪ مَڪانُ جو نالو.

- رِيجاڻيتو ۽ رِيجاڻيتا: ذ. صفت. رِيجاڻو - پاڻيءَ ڏِنلُ - وَتَ ڏِنلُ - رَچايلُ - رِيجُ ڪيلُ.

- رِيجڇڻُ: زمين کي پاڻي اچڻ. مال جو، مندس ٿڻن جي کير سان پُسڻَ بعد ڏُهڻ.

- رِيجُ ڏِيڻُ: زمين کي آباديءَ لاءِ پاڻي ڏيڻ - زمين کي ماڻو ڪرڻ - پوک جي تياري ڪرڻ.

- رِيجُ ڪَرَڻُ: رِيجُ ڏيڻ.

● رِيجالو ۽ رِيجالا: ذ. صفت. زبان جو گندو - بد زبان - گاريالُ - غليظ زبان - خراب ڳالهائيندڙ. واهياتُ - بدافعالو - ڪينو - گندو - ڪميڻو - بي شرمو - ڪچو - بي فضيلتو - بيهودو - بي حيا. ٿرڙو - هلڪيءَ طبيعت وارو. بيوقوف - احمق - نادانُ - بي عقلُ - جاهِلُ - چٽُ.

● رِيجو: ذ. (ف. ريزه = ٽُڪرا) ننڍا سِڪا - ريزگاري - ريزگيي - چِٽَلُ پئسا - ڇوٽِڪو پئسا - ڪچرو - خُردو. پگهارڻ لاءِ ڌاتن جا گڏ ڪيل ٽُڪرا. ۽ رِيجا: ذ. سون چاندي رِجائڻ لاءِ لوهه جو اوزار - قالِبُ - ڪارَبُ.

● رِيجيمينٽ ۽ رِيجيمينٽون: ث. (انگ. Regiment) فوجَ جو دَستو - فوجَ ۾ سپاهين جو مقرر انداز. پلٽڻ - فوج.

● رِيجهَڻُ: مصدر. (س. رُڌ > هه. رِيجهنا) راضي ٿيڻ - خوش ٿيڻ - نيهال ٿيڻ - پَرسن ٿيڻ - خوشنود ٿيڻ - سَرهو ٿيڻ - گَدگَد ٿيڻ - هَرشيت - بهار ٿيڻ - آنند ۾ اچڻ - موج ۾ اچڻ - فرحت ۾ اچڻ - بود ۾ اچڻ. مَڃڻ - قبول ڪرڻ - اقرار ڪرڻ - رضامند ٿيڻ. پرچڻ - سرچڻ. مائل ٿيڻ - راغب ٿيڻ. نهي وڃڻ.

- رِيجهَ ۽ رِيجهون: ث. (هه. ريجهه = خوشي). خوشي - پاپوهه - محبت - پيار - قرب. لاڙو - ڪاڏو - رغبت - ميل - ميلاپ - ميل جول. چاه - چاهت - قربت - عشق - لَنئُ - دل جي چِڪ. لطف - مزو - موج - رس - فرحت - لذت - ذوق. پوڳ بِلاس - عيش - عيش پسندي - آنند - جشن - وِروُند - وِندر - وِرونهه. تيرپتي - خاطري - دلپسندي - راضپو - پسندي. منظوري - قبوليت - اِقرار - هائوڪار - مڃتا - مڃوتي. اختيار - مرضي - پريت - ناهه - رضامو. رهاڻ - ڪچهري - مجلس. عادت - عِلت - خُو - پرويز.

- رِيْجهائو ۽ رِيْجهائا: ذ. صفت. رِيڌو - رِيڌل - راضي - راضي ٿيل.

- رِيْجهائِڻُ: مصدر. (هہ. رِجهانا). راضي ڪرڻ - خوش ڪرڻ - مسرور ڪرڻ - نهال ڪرڻ - پَرسن ڪرڻ - گَد گَد ڪرڻ - ٻوڌُ ۾ آڻڻ - پِرِيائڻ. مَنائڻ - ٺُسائڻ - ٺارڻ - مڃائڻ - قبول ڪرائڻ - قائل ڪرڻ - ڳالهہ تي بيهارڻ. ضد تان لاهڻ. مائل ڪرڻ - راغب ڪرڻ - موهہ ۾ ڦاسائڻ. وندرائڻ - وِرونهڻ. لُڀائڻ - موهڻ - هيرڪائڻ - لالچائڻ. ڀرچائڻ - سرچائڻ - ڏاهڻ.

- رِيْجهہَ رَسُ: ذ محبت - قُرب - پيار - عشق - موهہ - سَنيهُ - چاهت. رَضا - خوشي - قبوليت - اقرار - هائوڪار - رضامندي - رضانامو - مڃتا - ٻجوتي.

- رِيْجهہَڪَ ۽ رِيْجهہَڪُونُ: ث. رغبت - لاڙو - ڪاڏو - دل جي ڇڪ - ميل - چاهہ. خوشي - سرهائي - آنند - بهار - پرسنتا - موج.

● رِيچُ ۽ رِيچَ (ت): ذ قُرب - محبت - پيار - عشق. فريب - دغا - ٺڳي - ويساهہ گهاتي - ڪُپت.

● رِيْچِڪُ ۽ رِيْچِڪَ: ذ. ڀُور - ٻُڌ ٻُڌ و - جهُنجهڪي - ٻُڌ ڪي - ٻُود ڪي - لَهرو - وَهم - ترنگ - خيال - دُور - من سوج - وَءُ - لَهَر - اوچتو خيال - اوچتو ارادو - اوچتو نيڪرو - اوچتو ڦيرو (ت). اجايو. ڪيتو - ٻِنا سبب جهڙو - اجائي ڪِتَ ڦِتَ. مزو. رؤنشو - وندر ۽ چُرانند - حرڪت - مَستي. ظرف. ري حساب - اُہ ڏيندي نہ وٺندي.

- رِيْچِڪُ اچَڻُ: اوچتو خيال اچڻ - اوچتي ٻُود ڪي اچڻ - لَهرو اچڻ - ڀُور ڀوڻ - اوچتو ارادو ٿيڻ - اوچتو ڦيرو اچڻ.

- رِيْچِڪُ ڪوڏائِڻُ (ت): حرڪت بازي ڪرڻ - مستي ڪرڻ - ۽ چرانہ ڪرڻ.

- رِيْچِڪَ ڪاڏو ۽ رِيْچِڪَ ڪاڏا: ذ. صفت. لَهري - ڀُورالو - خيالي - رِيچڪي - خُشڪي - بود ڪائي - سودائي - وَهمي.

- رِيْچِڪُ ڪاڏو هُئَڻُ: لَهري هجڻ - ڀُورالو هجڻ - سودائي هجڻ - رِيچڪي هجڻ.

- رِيْچِڪِي ۽ رِيْچِڪِيُ: ذ. صفت. ڀُورالو - لَهرِيُ - لَهرائيتو - مَوَمَنُ جيُ - خام خياليُ - رِيْچِڪُ ڪاڏو - خُشڪيُ - بود ڪيو - ترنگي. رَوئيتو - وَهميُ - سودائي.

● رِيچَڻُ: مصدر. فيريبُڻُ - ٺڳڻُ - دَابو ڏيڻ - ويساهہ گهاتي ڪرڻ - ٺڳي ڪرڻ. ٿرب ڪرڻ - پيار ڪرڻ - عشق ڪرڻ - محنت ڪرڻ - موهہ ڪرڻ.

● رِيْچَلَ: ث. اسم خاص. تعلقي هالا ۽ تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ ديهن جو ناالو.

● رِيچُو ۽ رِيچا (ت): ذ. ريزشَ - نَزِلو - نَڪُ مان وهندڙ پاڻي

● رِيْحَ: ث. (ع. ريح = هوا) پيٽُ مان نڪتل هوا - باديُ - مَعدي جي هَوا - ٽِيٽُ قوسُ. عام رواجي هَوا. واءُ - پَوَنُ - واهُوندو - واهُونديُ.

- رِيْحَ جاريُ ٿيڻ: پيٽ مان هَوا جاري ٿيڻ - ٽِٽُ قُوسَ آچَڻُ - پيٽُ مان باديءَ جو نڪرڻُ.

● رَيْحانُ: ذ. (ح) هڪ خوشبوءِ دار ٻُوٽو - نازبُوءِ. هڪ خوشبوءِ دارُ گاهُ. هڪ قسم جو عربي رسم الخطُ.

- رَيْحانيُ (پيلہ) اسم خاص. هڪ گُلُ جو قِسمُ. هڪ قسم جو عربي رسم الخطُ.

● رِيْخَ ۽ رِيْخُون (ت): ث. اسم. (سن. رِيکا). ليڪو - ليڪ - سِٽ - سِطر - خط - ريک - ريکا. مِسيءَ جي لڳائڻ سان ڏندن جي وچ ۾ پيدا ٿيل ڪارو ليڪو. ۽ جي لَڪير. بُنياد - پاڙَ - نَسل. (ف. ريختن = هارڻ مان) ٽوري - ذري - هَوَ - پيچَ - لونءَ - چِپِٽي.

● رِيختڻُ: مصدر. (ف. هارڻ) چِنتَڻ - چِتارڻ - وِڪيرڻ - پکيڙڻ - ڪِبِد يَرڻ - چِيڙُ وچِڙ ڪرڻ - ڪَٺو ڪَٺو ڪرڻ - چِتڪار ڪرڻ - چِاتار ڪرڻ - چاٽارڻ - چِٽڪارڻ - چِٽڪار ڪرڻ. هارَڻ - وِيڙَڻ. بچائڻ - اوٻر سوٻر ڪرڻ -

جُوٺ ڪَرڻ - بَچت ڪرڻ - اوبارو ڪرڻ - باچو ڪرڻ - باچيءُ ڪرڻ - بَقايا ڪرڻ.

- رِيختَ ۽ ريختُون: ث. چِتَ - هارَ - چاتارَ - وِکيڙَ - پَکيڙَ - کِنڊيرَ - چِتيڪارَ - چِٽيڪارَ - چِيڙُ وَ چِيڙائي. باقيات - جُوٺ - اوبر سوبر - اوبارو - جُوٺ آٺ - باچيءُ - بَقايا - رَهَت.

- رِيختَ ٿِيڻُ: جُدا جُدا ٿيڻ - چِيڙو چِيڙ ٿيڻ - پَکڙجيءُ وڃڻ. ڪٿو ڪٿو ٿي وَڃڻ - کِنڊرِيءُ وَڃڻ. لُٽجڻُ - برباد ٿيڻ - اَڏَ ٿُ - ناس ٿيڻ - کوهجڻ - اجايو وڃڻ. دَفُ ٿيڻ - خير چَجَڻُ - تَباه ٿيڻ - ختم ٿيءُ وَڃڻ - کَپيءُ وڃڻ.

● رِيختو ۽ رِيختا: ذ. صفت. (ف. ريخته) ڪَچو - خامُ - اَڻُ پَڪَلُ. آردو زبان جو هڪ قديم نالو. راڳ جي هڪ سُرُ جو نالو.

- رِيختَہ: صفت. (ف. ) ڪِريَلُ - بي‌ساختہ نِڪَتلُ. پُختَ - مَضبوطُ - ڏاڍو - سو گهو - قابُو - مُنتشَرُ - چِيڙوَ چِيڙ - جُدا جُدا - ڪٿو ڪٿو - ٻکڙيَلُ. پريشان - آبتر حال - حَيرانُ. مڪانُ بَنائڻ جو مَصالح. آردو ۾ اِبتدائي زماني جا نظم.

- رِيختِيءُ ۽ رِيختِيُون: ث. (ف. ) عورتن جي بوليءَ ۾ چَيلُ نَظمُ - زناني انُوع ۾ چَيلُ بيت.

● رِيڊُ ۽ رِيڊَ: ذ. صفت. هلڪو ڳاڙهو - ٿَڌو ڳاڙهو - ڳاڙهاڻ تي مائِلُ.

● رَيداسُ: اسم خاص. (هـ. ) چَمارَنُ جي فرقي جو موجدُ. هڪ مشهور گياني. ڀڳتُ.

- رَيداسِيءُ ۽ رَيداسِيءُ: ذ. (هـ. ) ريداس جي مڃڻ وارو فِرقو. ريداس کي مڃيندڙ.

● رِيڍ ڦِيڍ (ت) ظرف. زيانُ - نُقصانُ - بربادُ - چٽُ - تاباڻُ - اَجَڙُ - اَجاڙُ - ضايعُ - وِڃايلُ.

- رِيڍ ڦِيڍ ڪَرَڻُ (ت): اَجايو وِڃائڻ - تاباڻُ ڪرڻ - زِيانُ ڪرڻ - نقصان ڪرڻ - ضايع ڪرڻ - اَجاڙ ڪرڻ.

● رِيڍو ۽ رِيڍا (ڪ): ذ. لالچ - طمع - هَوَس - سَدَ - لُوڀُ. ڪاڏو - رِزقُ. رُشوتَ - لَبُ.

● رِيڍيءُ ۽ رِيڍِيُون (ڪ): ث. ٻَڪريءَ جو هڪ قِسم.

● رِيڏا (ت): ذ. وار - گيسُو.

- رِيڍ ڦِيڍ (ت): ظرف. زيان - نقصان - برباد - چٽ. گهٽيل. رسوا ڪيل. وِڃايَلُ - گُم - گُمُ ڪيلُ. ث. خرابي - خواري - ذلت - بدنامي.

● رِيڍو ۽ رِيڍا (ڪ): ذ. رُشوتَ - لَبَ - ناجائز رستي ورتل مالُ - وَڍِيءُ. ڀُنگ. حرام مال.

- رِيڍو کائِڻُ (ڪ): حرام کائڻ - لَبَ وَٺڻ - وَڍِيءُ وَٺڻ - ڀُنگ چَٽائڻ - ناجائز رستي مالُ، پئسا يا ڪاڏو وٺيءُ کائِڻ.

● رِيڏو ۽ رِيڏا: ذ. صفت. ڏِنگو - وِنگو - ٽِنگ وِنگو - ٽيڙهو - ڦِڏو. کوٽو - کُپتيو - ويساه گهاتيءُ - دغاباز - بي ويساهو - بي اعتبارو - بي ايمانُ. آرڏو - حَرڪِتيءُ - لُچو - زيانُ خورُ - آئُنيتيرو - ڪِچلو - مَستيخورُ. آنڪليءُ - چالاڪُ - حرفتيءُ - ڦَنڊيءُ - ڍَنگبازُ. ڍِنو - لِنڊُ - ڍَنڊُ. نادانُ - بي عَقلُ - اَڀوجهه - مُوڙهَلُ - وِسُوڙلُ - مَت مُوڙهو - چَرپَٽُ - چَسو. مَستُ. چَرِيو. نِڏڪو - بيگانو - بي واهو - يَتيمُ.

- رِيڏائيءُ ۽ رِيڏائِيُون: ث. اسم. (سن. امودُ = سخت). ڏِنگائيءُ - ٽيڙهائيءُ - وِنگ وِنگ. حَرڪَت - مَستيءُ - حرڪتبازِيءُ - چَتِرائيءُ - لُچائيءُ - ڪِچَلَ - آوُنتيرائيءُ - ڪَؤلسقِيائيءُ - آرڏائيءُ - شيطانيءُ. خرابيءُ - نقصان - خَلَلُ - زِيانُ - پائيماليءُ - روسَامو - رُساڻو - آنگلُ - آروءُ. مُناظرو - بَحثُ - رَدّ قَدُ.

● ريڊ: ذ. صفت. (انگ. Red = ڳاڙهو). ڳاڙهو - لالُ - سُرخُ - رَتو - آحمرين - رَتولُ.

- ريڊ ڪِراس: ذ. (انگ. Red = ڳاڙهو + Cross = منڌيڙو) ڳاڙهو منڌيڙو - صحت کاتي جي نشاني.

- ريڊُ ڪِراسُ سُوسائٽيءُ ۽ ريڊُ ڪِراسَ سُوسائٽيُون: ث. (انگ) زخميلن جي لڙائيءَ ۾ خدمت ڪندڙ جماعت - انجمن صليب آحمَرُ.

● ريڊارُ: اسم خاص. تعلقي ڊگهڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ريڊرُ ٿ ريڊرَ: ذ. (انگ. Reider) سامونڊي جهازن ۾ رکيل هڪ قسم جي دوربين.

● ريڊرُ ٿ ريڊرَ: ذ. (انگ. Reader < Read = پڙهڻ) درسي ڪتابُ پڙهندڙ- اپياس ڪندڙ. پروف ڏسندڙ- مواد تپاس ڪندڙ. نائب صوبيدار جي عهدي جو هڪ پوليس آفيسر، منشيگيريءَ جو ڪم ڪندڙ.

- ريڊو: ث. اسم خاص. تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ريڊيڪل: اسم خاص. (انگ. Redical) انگلنڊ جي مدبرن جو هڪ نهايت آزاد سياسي فرقو.

● ريڊيمُ: ذ. (انگ. Redium) دنيا ۾ سڀ کان زياده قيمتي ڌاتو.

● ريڊيو ٿ ريڊيا: ذ. (انگ. Redio) وائرليس جي هڪ مشهور ايجاد- دنيا جي خبرن وغيره رسائڻ لاءِ بنا تند تار جي هڪ اوزار.

● ريهڙارَ: اسم خاص. سنڌي مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

- ريڍارُ ٿ ريڍارَ: ذ. ريڍون چاريندڙ. ڌراڙُ- ڌنارُ- ڌنارُ- پاسبانُ. ذ. صفت. ڍڍُ- ٺنڀُ- منڊُ- پوئنڊو- بسمونُ- پوڪُ- چٽُ- جاهلُ- چسو- بيوقوف- موکو. اناڙي. راکو- واهيُ- سنڀالُ ڪندڙ- نگهبانُ- رکوالو- رکپالُ- پاسبانُ- محافظُ- وارثُ.

● ريڍو ٿ ريڍا (ت): ذ. صفت. ريڍن جو- ريڍ مان. ذ. صفت. ڪروڌيُ- ضديُ- هوڏيُ- هٺيلو- تڪبري.

- ريڍو ڪرڻُ (ت): ريڍ جو گوشت پائڻُ. ضد ڪرڻ- ڪروڌ مچائڻ- گهپي ڪرڻ.

- ريڍو مالُ: ريڍن جي ڀاڱيءَ وارو مال، ريڍون، گهٽا، دنبا وغيره.

- ريڍيُ ٿ ريڍيون: ث. سنهن ڳاڙهي ٻڪري. اسم خاص. تعلقي ڪنڪڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ريڌالو ٿ ريڌالا (ت): ذ. صفت. رذيلُ- ڪميڻو- بي حيا- بي شرمُ- ڪميڻو- ريجالو.

- ريڌالپُ ٿ ريڌاليون: ث. (ع. رذيل) ڪميڻپ- بي حيائي- بي شرمائي- رذالت- ريجالائي- ڪميڻائي- بدڪاري- بڇڙائي. بي همتي- بزدلي. سڌ- هوس- لالچ- هوس- خواهشُ- ارادو.

● ريڙ ٿ ريڙون: ث. ريڙهه- بحثُ- تڪرار- رد بدل- چتاپيٽي- رڳڙو- جهيڙو- ٽنٽو- ڪلهه- ڪرلهن- وروڌُ- معاملو- ڦڏو- فسادُ- گهپيُ- ڪروڌُ- ڪل ڪل- جهر جهر- ريڙه پيڙه- ڪر ڪر- پڻ پڻ- راڪٽ- راڪٽبازي. اکڙي- ٽڪڙي- چيٽت- چيڀاٽ- ڪناري- ليڙ- پٽي- اينگهه. "ڪپڙي جي" (ث). هڪدم ڪاهه- رمڙ- لوه- جلهه- ڌوڪ. پختائي- پڪائي- مضبوطائي- ڏاڍائي- برجستائي- سوگهائي- ناتائي. رنجش- ڪاوڙ- غصو- ناراضگي- چڙ.

- ريڙارو ٿ ريڙارا: ذ. صفت. ريڙه پيڙه ڪندڙ- رد بدلُ ڪندڙ- ڦڏائي- بحثي- تڪراري- معاملائي- رڳڙائي- جهيڙائي- ڪلهه- وروڌي- ٽنٽائي- فسادي- گهپيرُ- گهپيخورُ- ڪروڌي.

- ريڙائڻُ: مصدر. چيچلائڻ- چيچاڙڻ- چڪڻُ- چينڻُ- ڦاڙڻُ- گينداڙڻ- هلاڪ ڪرڻ- دقُ ڪرڻ- چنبڙڻُ- سرُ کائڻ- تپائڻ- ڪپائڻ- پائي ڪڻ- ڪٽي ڏيڻ- بيزارُ ڪرڻ- پريشان ڪرڻ- ڪلپائڻ- ڏهڻُ. چيڙائڻ- ڪاوڙائڻ- رنجائڻ- ناراض ڪرڻ- غصو ڏيارڻ- ڏمرائڻُ.

- ريڙ پيڙ ٿ ريڙون پيڙون: ث. ريڙه پيڙه- رد بدلُ- چڀرائي- بحثُ- تڪرارُ- معاملو- رڳڙو- جهيڙو- جهڳڙو- حجت- ٽنٽو- منهن زورائي- ڦڏو- فسادُ- ڪل ڪل- گهپي- ضد- ڪروڌ.

- ريڙ پيڙ ڪرڻ: چڪتاڻ ڪرڻ- ڪهل ڪرڻ- ضد ڪرڻ- تڪرارُ ڪرڻ- معاملو ڪرڻ-

ڦِڏو ڪرڻ - گَهپي ڪرڻ - مُقابلو ڪرڻ - جهيڙو ڪرڻ - جهڳڙو ڪرڻ - رَگڙو ڪرڻ - ريڙهه پيڙهه ڪرڻ - فَسادُ ڪرڻ - رڏو ڪرڻ - حُجتَ ڪرڻ.

- رِيڙهه پيڙهه ۽ رِيڙهه هُون: ث. ڏسو رِيڙَ پيڙَ.

- رِيڙهه پيڙهه ڪرڻُ: رِيڙ پيڙَ ڪرڻُ.

- ريڙَهه ڪرڻ: ريڙهه پيڙهه ڪرڻ - ڪُرڪڻ - جهُرڪڻ - ڪِنُجهڪَڻُ - چِنگهڻ.

● رِيڙِ ۽ رِيڙِيُون (ت): ث. ننڍي ٻارُ جو گهڻي وقت تائين روجُ.

● رِيڙِڪَرَڻُ (ت): ننڍي ٻارُ جو گهڻي وقت تائين رُئڻ.

● ريڙو ۽ ريڙا (ت): ذ. ننڍڙو ٻَچَڙُ - ٻَچِڙِي - ٻَچڙِي.

● ريڙَهڻُ: مصدر. رِڙهڪائڻ (ت) - اڳتي هلائڻ - چوُرَڻُ - سيُرَڻُ - سرڪائڻ - سورَڻُ - اڳتي ڪرڻ - ڪٿي وَڃڻ - ڪٿي چَڏڻ - ٻئي هنڌ نيڻ - هڪ هنڌ ڪرڻ - پاسي ڪرڻ - هڪ طرف ڪرڻ - هڪڙي پاسي ڪرڻ. گِسڪائڻ - لاهڻ - پَري ڪرڻ - دَفع ڪرڻ - ٽارڻُ.

- ريڙهَه ۽ رِيڙهَون: ث. سِرڪو - رِيڙهو - چورَ - سُورَ - ڏِڪو - ٿيلهو - ٿيلهو - کِسرُ. آهستي، هوريان، هَري، ڏِيري. جان ِواري حالت.

- ريڙهو ۽ ريڙها: ذ. سِرڪو - گِسرو - ريڙهو - ريڙهه - چورَ - سورَ - بانبڙو - ڏِڪو - ٿيلهو. پاڻيءَ جو وَهڪرو - ڌارَ - نهرَ.

- ريڙَهي ۽ ريڙَهيُون: ث. بانبڙو - سِرڪو - گِسرو "ننڍي ٻارُ جو" سيانڊڙِي - سَرٽو - هڪ بيماريءَ جو قسم.

● ريڙَهي پائڻُ: بانبڙا ڏيڻ - رِڙَهڻُ - سُرڻ - کسرڻُ - سرڪڻُ - هَري هَري چُرڻ - آهستي آهستي هلڻ - ٽُرڻُ.

● ريزَ ۽ ريزُون: ث. (ف)، نغمه سرائي - ڳائڻ بجائڻ - ڳائڻُ وَڄائڻ.

● ريزُ ۽ ريزَ: ذ. صفت. (ف. ريختن مان) اوتيندڙ - هاريندڙ. ڇٽيندڙ - ڇڻڪار ڪندڙ. وسائيندڙ. ڦهلائي وجهندڙ. مثلا "خون ريزُ = خون هاريندڙ - خوني وغيره".

- ريزَش ۽ ريزَشُون: ث. (ف) نَڪُ مان پاڻيءَ وَهڻ جي هڪ بيماري. زڪام - ليَسُ - نزلو - ڳاڙو.

● ريزالُ ۽ ريزال: ذ. صفت. (ف. رَذِيلُ = ڪميڻو). ڪمينو - رَذِيلُ - گهٽ دَرجي جو ماڻهو - ڪمينو - بي حَيا - بي شرم - بد ڪارُ - بَدچالُ - نرلڄو.

- ريزالو ۽ ريزالا: ذ. صفت. (ف. ع. رَذِيلُ = ڪميڻو). ڪميڻو - نيچُ - گهٽ طبعت وارو - ريزالُ - رَذِيلُ - بي حيا - نرلڄو - بي شَرمُ.

● ريزا ميخ ۽ ريزا ميخُون: ث. ننڍي ڪلي - ڪوڪو. گل ميخ. ڪچي سِلائي - ٽاڪو - ٽانڪو.

● ريزَرُ ۽ ريزَرَ: ذ. (انگ. Razor) پاڪي - اَسترو.

- ريزَرُ بليڊُ ۽ ريزَر بليڊَ: ذ. انگ. (Blade + Razor) سيفٽي ۾ استعمال ٿيندڙ وارن ڪوڙڻ جو ٻَتُ.

● ريزِ ڪي ۽ ريزِ ڪيُون: ظرف. پَرچُون - ٽُڪر ٽُڪر - ذرو ذرو - ٿورو ٿورو - پورو - ڳيو. وِڪري جو هڪ قسم - سَنهو وِڪرو - هرهڪ جنس مان ٿورو ٿورو وِڪرو - ڇوٽڪو وِڪرو - پَرچُوني.

- ريزِ ڪي وڪڻندڙ: پَرچُون واپاري - سَنهو واپاري - ڇوٽڪو دُڪاندار - هٽائي - ننڍو دُڪاندارُ - ٿوري ڏنڌي وارو

● ريزو ۽ ريزا: ذ. (ف) ننڍو سِڪو - ڪُليل پَئسا - ڪچرو - خوردو - ريزگاري - ريزگي - ريجو. ٽُڪر ٽُڪر - ٿورو - ذرو ذرو - پُورُ - پُورو - ڳيو. پَرچُون - پارچ - ٽُڪرو - پُرزو.

- ريزِ گاري ۽ ريزِ گاريُون: ث. ريزو - ريجو - خُرده - ننڍو سِڪو - ڇوٽڪو پَئسا - ڪچرو (ت).

- ريزگي ع ريزگيون: ث. ريزگاري - ريزو - ريجو.
- ريزو ريزو ع ريزا ريزا: ظرف. ف. ٽڪرا ٽڪرا.
- ريزه: ذ. (ف) ٽڪرو - حصو - پاڳو - پُرزو - قطعو - ذرو - ٽورو - ٻٽيي. ريزگاري - ريزو - ريجو. صندوق - پيٽي - بڪس - باڪس.
● ريزوليوشن ع ريزوليوشن: ذ. (انگ. Resolution). تجويز - منشا - ارادو - نيت - خيال - ويچار - قياس آرائي. قاعدو - قانون.
● ريزيڊنٽ ع ريزيڊنٽ: ذ. (انگ. Resident). رهندڙ - مقيم - وينل - رهاڪو - رهواسي - باشنده - ساڪن - ٻيٺڪي. غير رياست جي دربار ۾ رهندڙ شاهي وڪيل يا عوضي - سياسي نمائيندو.
- ريزيڊنسي ع ريزيڊنسيون: ث. (انگ. Residency). مقام - گهر - جاءِ - رهڻ جو هنڌ - آستانو. ريزيڊنٽ جي رهڻ جي جاءِ - سياسي نمايندي جي جاءِ.
● ريسال ع ريسالون (ل): ث. زمين جي اندرين وٽ - ريج.
● ريسٽ: ذ. (انگ. Rest) آرام - سڪون - چين - فرحت - قرار. ننڊ - خواب.
- ريسٽ هائوس ع ريسٽ هائوس: ذ. (انگ. Rest House). آرام جي جاءِ. آفيسرن وغيره جي رهڻ لاءِ سرڪاري جاءِ - قيام گاهه.
● ريسر: اسم خاص. حيدرآباد ۽ خيرپور ۾ رهندڙ ماڻهن جي هڪ ذات جو نالو.
● ريسمان: (ف). رسي - نوڙي - ڏوري - نوڙهو - واڄهه - ڪاپار - رسو - نوڙ - ڏورو.
● ريسڻ (ڪ. ل): مصدر. ريهڻ - ريجڻ - ڏڪارڻ - ڏڪڻ - لالچائڻ - هيرڪائڻ.

"سو ريسي ريب رڙ ڪري،
مولڪان تن وني وڻيسن تيئن"
(راجن شاهه).

● ريسڻ: مصدر. چٽاڀيٽي ڪرڻ - چڙهت ڪرڻ - برابري ڪرڻ - همسري ڪرڻ. اغيار ڪرڻ. حسد ڪرڻ - ساڙو ڪرڻ - ايرڪا وجهڻ.
- ريس ع ريسون: ث. (سن. ايرشيا>هه. ايرڪا) چٽاڀيٽي - اغياري - چڙهت - ڪسب - ويڙهه - ڀيڄڀڄو - همسري - برابري. حسد - ساڙو - ايرڪا - رشڪ - رقابت - ڪام - جلڻ - ساڙ - جر - جيرو - بغض - پيادي - ڪينو. حرص - هوس - لالچ - سڌ - هيرڪ.
- ريسارو ع ريسارا: ذ. صفت. (سن. ايرشا + آلو). ريس ڪندڙ - چڙهت ڪندڙ - مقابلو ڪندڙ - برابري ڪندڙ - رنيب - همسري ڪندڙ. حاسدي - ڏائڻ - رقيب - آغياري - ساڙيلو - حسد ڪندڙ - ساڙ وارو - ڪام ڪاڏو - ارڪائو - ساڙي ڪاڏو.
- ريسامڻ: ريسجڻ - ريسارو ٿيڻ - ريس ڪرڻ. حاسد ٿيڻ - سڌون ڪرڻ - سڙڻ - پچڻ - پچرڻ - ڪامڻ - جلڻ - ارڪائو ٿيڻ.
- ريسائو ع ريسائا: ذ. ريسارو - حاسد - ارڪائو (ث - ڪ). رٺل - ڪاوڙيل - ناراض.
- ريسائتو ع ريسائتا: ذ. صفت. ريسارو - سڌڙيو. مخالف. حاسدي - حاسد - ساڙي - ساڙيلو - آغيار.
- ريسائڻ: مصدر. ريس ڏيارڻ - هيرڪائڻ. چڙهت ڪرڻ - ڪلهو هڻڻ - برابري ڪرڻ - پڄڻ - مقابلو ڪرڻ - سينو ساهڻ. ريس ڪرڻ. ساڙ ڏيارڻ - جلائڻ - حسد ڏيکارڻ - ڪامائڻ.
- ريسجڻ: مصدر. حسد ڪرڻ - ريس ڪرڻ - ساڙ ڪرڻ - حاسد ٿيڻ - ريسارو ٿيڻ - ارڪائو ٿيڻ - ڪام ڪاڏو ٿيڻ - ريسر ٿيڻ. سڌون ڪرڻ - سڌڙيو ٿيڻ. هوسڻ - نه سهڻ.
- ريسر ع ريسر: ذ. ريسارو - ريسائتو - ارڪائو - حاسد - رقيب - مخالف - ڪسب ويڙهي - ساڙي ڪاڏو.
- ريس ڪرڻ: حرص ڪرڻ - برابري جي دعوا ڪرڻ - ديکا ديکي ڪرڻ - همسري ڪرڻ.

● رِيسو ڳ رِيسا (ث): ذ. ٽري پَرتَ جو هڪ نمونو.

● رِيشُ ڳ رِيشَ (ت): ذ. صفت. زخمُ ـ ڦَٽُ ـ ڦوڙو. زخم مان نڪرندڙ گندُ. رَتُ پونء وغيره.

ـ رِيشو ڳ رِيشا: ذ. پُونُ ـ گندُ ـ ڪِنُ ـ پاڻيُ ـ رَتُ پُونُ ڪنهن ڦَٽُ مان نڪرندڙ گند. رَسُ. "ڪنهن ميوي جو". ننو ـ رڳَ ـ نَسَ ـ تَنتَ. تَندَ ـ تاندوُرو ـ ڌاڳو.

● رِيش: ث. (ف). ڏاڙهيُ ـ مونهارِيُ.

ـ رِيشَائيلُ ڳ رِيشَائِينَ: ذ. صفت. وڏيء ڏاڙهيء وارو.

● رِيشَلَ: اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ريشَمُ ڳ ريشَمَ: ذ. پٽ ڪينئين جي وات مان نڪتل رَسُ جا تاندورا ـ ابريشم ـ پَٽُ ـ سلڪ ـ حرير.

ـ ريشَمُ فَروشُ ڳ ريشَمَ فَروشَ: ذ. (ف). پَٽُ وِڪڻندڙ ـ پانوليُ.

ـ ريشَمِيُ ڳ رِيشمِيُ: ذ. صفت. پَٽُ جو ـ پَٽُ جهڙو ـ حَرِيرِيُ. مَخملي ـ بَخمليُ ـ اطلسيُ ـ سلڪيُ ـ لَسو.

● رِيعَ: ث. (ع.) ڀل جي شرح ـ نرخ ـ بَها ـ اُگهُ.

ـ رَيعَ بَندِيُ ڳ رِيعَ بَنديُون: ث. (ع). لابيُ جي شرح جو نقشو.

● رَيعان: ث. (ع). آغاز جوانيُ ـ جوڀَنُ ـ ڦوهه جواني. ڪنهن شي جو بهتر حصو ـ سٺي ۾ سٺو ٽُڪرو.

● رِيفريشمينٽَ ڳ رِيفريشمينٽُون: ث. (انگ). تفريح طبع لاء کاڌي پيتيُ ۾ ڪم ايندڙ ٿوري شي ـ هلڪو کاڌو. فرحت ـ آسايش.

ـ رِيفريشمينٽَ رُومُ: ث. (انگ). تفريح طبع لاء هلڪي کاڌي پيتي جي جاء ـ هوٽل ـ قهوو خانو. ريلوي اسٽيشن تي نهيل تفريح طبع جي جاء.

● رِيڪ ڳ رِيڪُون (ت): ث. خطَ پَٽَ ـ چنيون چپانيون ـ ٽپالَ.

ـ رِيڪو ڳ رِيڪا (ت): ذ. قاصِدُ ـ سنيهو پهچائيندڙ ـ ٽپاليُ ـ پيغاميُ.

● رِيڪَ ڳ رِيڪُونُ (ٿ): ث. ٻَڪِرِيُ ميڻيُ ـ راپڙو ـ رَپڙيُ.

● رِيڪڙو ڳ رِيڪڙا (ڪڇُ): ذ. بيلُ گاڏِيُ ـ ڏِڳي گاڏيُ ـ چڪڙو.

● رِيکَ ڳ رِيکُونُ: ث. (سن. ريکا=ليڪَ). نشان ـ چِٽو ـ داغ ـ آهڃاڻُ ـ آهڃَ. ريکا ـ سَنڌو ـ ليڪَ ـ لَڪير ـ ليڪو. هٿ جي لڪير. قسمت ـ ڀاڳُ ـ نصيبُ ـ لِکيو ـ لِکيتَ ـ تَقديرَ ـ ٽيڻي هو وٺارُ ـ انڪَ ـ مُقَدرُ. موتُ ـ ڪالُ ـ آجَلُ ـ قضيو ـ مَرتيوُ ـ مَرڻو. تَندَ ـ تارَ ـ ڌاڳو ـ ڏورَ ـ سڳو ـ ڏورو. سُونهن جي ڪري ڏند کي سونيُ ويڙهيل تارَ. (ڪ). ڪُجهُ حصو ـ هَوَ ـ ذرِڙو ـ لِکَ ـ ڪَڻو ـ ٿورو ـ ڀاڱو ـ پَتِيُ ـ ٽُڪرو ـ ٽُڪَرُ ـ ڳَپو (ٿ). ڪنهن ڏٺل ماڻهوء جهڙي تصوير يا آهڃاڻُ ـ پارُ ـ مُنهانڊو ـ حُليہ ـ شَڪَلُ ـ تصويرَ.

ـ رِيکا ڳ رِيکائُونُ: ث. (سن. ريکا=ليڪَ). ليڪَ ـ ليڪو ـ خطُ ـ رِيکَ ـ سَطارُ ـ سِٽَ ـ سَنڌو. ڌاڳو ـ نوڙِيُ ـ رَسيُ ـ ڏورَ. حَدُ ـ چَرُن ـ شَرن ـ پيرُ. ظرف. ڏِسَ ـ پاسو ـ ڏِسا ـ دِشا ـ پَهلُو. چِنيُ ـ خَطُ ـ لِکيل نياپو. قطارَ ـ ٽُڪَ ـ سلسلو ـ مِصرع ـ تارَ ـ لائنَ ـ صفَ ـ پَهلو. حَدَ ـ عَلائقو ـ سُوتُ. وَرُ ـ ڦيرو ـ چڪرُ ـ گهُمرو ـ گهمتاڙِيُ ـ وَلو. سمڪَ ـ خبر ـ جاڻ ـ سُڌَ ـ پَرُوڙَ ـ اِطلاع ـ پَتو ـ سارُ. ٿورڙو ـ ذَرڙو ـ ذرو ـ ٿورو ـ هَوَ ـ لِکَ ـ ڪڻو.

ـ رِيکا گڻيتِ: ث. (سن. ريکا گڻيتِ) علم جوتش جو هڪ حصو ـ جاميٽرِيُ.

ـ رِيکيارو ڳ رِيکيارا: ذ. صفت. (سن. ريکَ) ريکَ وارو.

● رَيڪانُ: اسم خاص. تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● رينڪٽ ج رينڪٽيون (ٽ): ث. گهٽتائي — خرابي — بگڙائي — بدي.

● رينڪڻ: ذ. مصدر (ٽ). جهڳڙو ڪرڻ — جهيڙو ڪرڻ. ڦڏو ڪرڻ — فساد ڪرڻ — ٽنٽو ڪرڻ — رڳڙو ڪرڻ.

● رينگ ج رينگون: ث. (ف). واري — ريتي — ميٽي. رائو. ديس (ڏس). سراب.

— ريگِ روان: (ف. ريگ + روان > رفتن = وڃڻ). اڏامندڙ واري.

— ريگيڙ يارو ج ريگيڙ يارا: ذ. صفت. (ف). واريءَ سان پريل پيٽوت. چينل گودڙين وارو. سونن ڏندن وارو. جوڳي — سنياسي — ساڌو — ٻائو.

— رينگ زار ج رينگ زار (ف): ذ. واريءَ وارو ملڪ — واريا سو پٽ — ريگستان — رڻ پٽ — صحرا. پٽ — ڊِبَ.

— ريگستان ج ريگستان: ذ. (ف. ريگ + ستان = جاءِ). واريءَ وارو ملڪ — واريا سو پٽ — رڻ — رڻ پٽ — صحرا — بيابان — ريگ زار — بر پٽ — ويراني — سڃ — ٿر — بر.

— ريگمال ج ريگمال: ذ. (ف. ريگ + مال > ماليدن = مهٽڻ). ڪاٺ کي صاف ڪرڻ لاءِ هڪ قسم جو ريتيءَ لڳل پنو — ريغمال.

— ريگمالي ج ريگمالي: ذ. صفت. (ف). ڪاٺ کي پالش ڪندڙ، لسو ڪندڙ، گهنڊ ڙ، صاف ڪندڙ.

— ريگماهي ج ريگماهيون: ث. (ف. ريگ = واري + ماهي = مڇي) واريءَ ۾ رهندڙ هڪ قسم جو جانور. گلوئي — سقنقور.

● ريگارو ج ريگارا (ٽ): ذ. پاڻيءَ جو ليڪو.

● ريگاڙي ج ريگاڙيون (ٽ): ث. عرق يا رت جو قطرو، ڦڙو — ٽيپو. ٿورو وهندڙ پاڻي — لار — ڌار.

● ريگستان ڪر ٿار: اسم خاص. تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ريگستان ساميرو: اسم خاص. تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ريگي ج ريگيون (ٽ): ث. لرزانق بازُ جي ماڌري — تنبڻ.

● ريگيوليشن: ذ. (انگ. Regulation) قاعده — قانون — ضابطه.

● ريگاڙ ج ريگاڙ (ل — ڪ): ذ. ڪنهن زخم مان وهندڙ گندو يا ڪن — ڳاڙو — روڳ — پون — ست.

● ريگاڙو ج ريگاڙا (ٽ): ذ. ڦڙو — ٽيپو — قطرو. ٿميل پاڻي — ڳاڙو — ڳاڙ. داغ — نشان — چٽو — ڌٻو.

— ريگڙو ج ريگڙا (ل): ذ. تمام ٿورو پاڻي — چڪو.

● ريگڙ يارو ج ريگڙ يارا: ذ. صفت. (ف. ريگ = واري) واريءَ سان پريل — پيٽوت. چنلن گودڙين وارو — فقير — هيڻو — گدا — گداگر.

● ريگيڙ يون پٽڻ: ڀلائڻ — منجهائڻ — گمراهه ڪرڻ.

● رينگهي ج رينگهيون: ث. ڳلڻو — چڙهو — ڏاڏر — چٽ — گير گهلي — ٽنل — لالچ — لب — ريٻ — لوڀ. آٽڪل بازي — حرفت — چالاڪي. هوشياري — سياڻپ — ڏاهپ.

— رينگهڙي ج رينگهڙيون: ث. ڳلڻو — چڙهو — ڏاڏر — چٽ — گيرگهلي — ٽنل — لالچ — لب — ريٻ. آٽڪل بازي — حرفت — چالاڪي — هوشياري — سياڻپ — ڏاهپ — دانشمندي.

— ريگهڙي پٽڻ: چٽ ڏيڻ — ڏاڏر پٽڻ — ڳلڻا پٽڻ — چڙهو ڏيڻ. ڏٺارڻ — لالچائڻ — ريٻڻ — لٻڻ.

● رينگيٽو ج رينگيٽا (ڪڇ): ذ. واڄٽ — هڪ پاڄيءَ جو قسم.

● ريل ج ريلون: اسم. (انگ. Rail لوهه جو پٽو). لوهه جو پٽو — لوهه جو رستو "آگگاڏي جي هلڻ لاءِ". ريلوي لائين — پٽڙي — آگ گاڏي — ريل گاڏي.

- رِباوي ۽ رِيلوي ذ. (انگ. Railway) ريل گاڏيءَ جو رَستو - پٽڙي. ريل جو محڪمو - ريلوي کاتو.

● رَيل: ث. اسم خاص. تعلقي آباوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ريل ۽ ريل: ذ. پانڌيٽي - چڪر - قيري - ولو - گهميتاڙي. خالي نڙو - پُوپُو - گيت - اوبيرو "ڏاڪي ويڙهڻ لاءِ". سُٽ جو ڏيرو.

● ريلترائي: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ريل سولچند: اسم خاص. تعلقي ميرپور بٺوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● رِيلڻ: مصدر. اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ريلڻ: مصدر. اٿلڻ - ستان وهڻ - اٿلي پوڻ - پلٽڻ - پلٽو کائڻ - وافر ٿيڻ - پلٽي پوڻ. اپامڻ - اٿيرڪڻ. فضل پلٽو ٿيڻ. چشم پوشي ڪرڻ - لئه ميٺي ڪرڻ - رياءُ ڪرڻ.

- ريل ۽ ريلون: ث. (پرا. ريل = آٿل) پوڏ - آٿل - برهرو - پوڙ پوڙان - ليٽ - سيلاب - پلٽو - وافرائي. گاهه وارو ميدان - ويءُ - چراگاهه - سائي جوءِ - ملپير - آباد زمين - سرسبز زمين. هيٺاهين ۽ پاڻياڻي زمين - سيلابي زمين - پوسل واري زمين. ٽڪر - ڪپو - ٽل - گوڏڙ - ويڙهُ - وليهار. (پيل) لاڙو - ڪاڏو - ميل - رغبت - چڪ - چاهه. (ث). چوسول - چڙوانو - چونڪ.

- ريلا ڏيڻ: پلٽا ڏيڻ - ليٽ ٿيڻ - وافر ٿيڻ "پاڻيءَ جو". سڪ پيدا ٿيڻ - تانگهائڻ - تاٿڻ - لاڙو ٿيڻ.

- ريل چيل: ظرف. ميٺو - جهجهو - جام - گهڻو - بي اندازو - وافر - بي حد - بي آلت - بهون - سهڻو - عام جام - ڏٺين ڏيڻ.

- ريل چيل آچڻ: عام جام آچڻ - تمام گهڻي انداز ۾ آچڻ - ڳاڻاڻي کان ٻاهر آچڻ - بي اندازو آچڻ - بي حد جهجهو آچڻ.

- ريل چيل هئڻ: جهجهو هئڻ - عام جام هئڻ - گهڻو هئڻ.

- ريلو ۽ ريلا: ذ. اسم. (پرا. ريل) وهه - وهڪرو - گيت - ندي - ڌارا - نهر - ڌار - وهڪ - لٽ - اوت - سير - رواني - نئن. مُت - پيشاب - ناڙا چوڙ. گهڻو خيال - لاڙو - محبت - عشق - پيار - خواهش - مرضي - شوق - قرب - رغبت - چاهت - ڪشش - دل جو ميل.

- ريلاپي پوڻ: ذ. صفت. (ريلو + پوڻ) زمين تان ريلا ڪري وهيل "مينهن".

● رِيلڻ: مصدر. ڳولڻ - نيهارڻ - ڍونڍڻ - جستجو ڪرڻ.

● ريلو: اسم خاص. تعلقي گهوڙاباريءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● رِيم ۽ رِيم: ذ. (انگ. Reem). ڪاغذ جي ويهن دستن جو بنڊل.

● رِيماواشي (ت): ظرف. رضا خوشي - مرضيءَ سان. سچ پچ - سچ ۾ - حقيقت ۾ - واقعي.

● رِيمارڪ ۽ ريمارڪ: (انگ. Remark). راءِ - خيال - قياس آرائي - ويچار - رايو.

● رِيمانڊ: ذ. (انگ. Remand). مقدمي جي مهلت - ڪجهه عرصي جي مهلت.

● رِيمائينڊر ۽ رِيمائينڊر: ذ. (انگ. Reminder). تاڪيدي چٺو - يادگيري ڏياريندڙ خط.

● رَيڻ ۽ رَيڻون: ث. اسم. (سن. رجني). رات - ليل - رجني - توهياري - شب. انڌيرو - اونداهي - ڪاراڻ - انڌڪار - اونده. سنهي کجور جو هڪ قسم. بدين طرف سنڌو ندي جي هڪ قديم شاخ جو نالو - ريڻ. (انگ). گهوڙي جي واڳ.

- رَيڻَ ٻَسيرو ج رَيڻَ ٻَسيرا: ذ. (ھ. ) رات گذارو–شَبُ باشي.
- رَيڻَ ڪجُورُ: ث. نيمُوري جي قَدُ ڪان ٿورو وڏي قد واري ھڪ ڪجور جو قسم.
- رَيڻَ گَنوائڻُ: راتُ گُذارڻ–رات وِڃائڻ–راتِ وِھائڻُ.

● رِينڊِ ج رِينڊِيُون (ڪ): ث. قطارَ–سلسلو.

● رِيڻ رِيڻ: ذ. "پارُ" جي رُوڻ جو آواز–نارُ يا ھَرلي جو رينگاٽُ–چيچاٽُ–رُون رُون–سارنگيءَ وَڄڻُ جو آوازُ–رُونگاٽُ.
- رِيڻ رِيڻ ڪَرَڻُ: رَڙيون ڪرڻ–دانھون ڪرڻ–واڪا ڪرڻ–روڄُ ڪرڻ–رودنُ ڪرڻ–رُئڻ–رِينگو ڪرڻ–رِينگاٽُ ڪرڻ–رُونُ رُونُ ڪرڻ.

● رِينگَ ج رِينگُون: ث. رِينگاٽُ–رِينگَٽُ–رِينُ رِيڻ–رِينگو–رُونُ رُونُ–چيچاٽُ–چِينُ چِينُ–چِرڙاٽ.
- رِينگَٽُ ج رِينگَٽَ: ذ. رِينگاٽُ–رِينگَ–رِينگو–رِينُ رِينُ–رُونُ رُونُ.
- رِينگو ج رِينگا: ذ. رِينگاٽُ–رِينگَ–رِينُ رِينُ–رُونُ رُونُ–رِينگَٽُ–رَڙَ–جُھڻ جُھڻ–ڪِرڪو–ڪُنجھڪو–مُسلسل روڄُ–رودَنُ. گَھپي–ڪِلڪِل–ڪِيٽو.
- رِينگو ھَلڻُ: روڄُ جاري رَھڻُ–رودَنَ نہ بيھڻُ. گَھپي ھُجڻ–ڪِلڪِل نہ وڃڻ.

● رِينگيِٽي ج رِينگيٽِيُون (ٿ): ث. ٿَرُ ملڪ ۾ پيدا ٿيندڙ ھڪ گاھ جو قسم.

● رِينگَھہ ج رِينگَھُون (ل–ڪ): ث. سَنھو خراب ڪپڙو–رُوڙُ. رِينگَٽُ–چيچاٽُ–رَڙ.

● رِيڻ ج رِيڻيُون (ٿ): ث. مينھن جي پاڻيءَ مان پَرِيلُ ڪَڏَ. ذ. صفت. تمام ٿُلھو–موٽو–ڦوڦانگُ–مُٽڪو–دَوُنسو. چالاڪ–چُستُ–عَيارُ.

● ريٺوڪا: اسم خاص. سنبالُوءَ جو پيچُ.

● رِيٺي ج رِيٺِيُون: ث. ٻوڏَ–اُٿلَ–ٻَرھرو–ٻوڙ ٻوڙان–ليٽَ–ڀَلاٽَ–سيلابُ. اسم خاص. تعلقي آباوڙي ۾ ھڪ ديھہ جو نالو.

● رِيٽِي ج رِيٽِيُون: ث. سِرَ–چَڪِي–لُسرِي–ڏَنگِي "سون يا چانديءَ جي".

● رِيو ج رِيا (ت): ذ. ڪُوڙي چانديِ–مَٽُ–گِليٽُ. رِيائُ–پاسو–طرفداري.

● رِيوالوَرُ ج رِيوالوَرِ: ذ. (انگ Revolver) گھڻا فائر ڪندڙ پستول–طَپاچو–طلمَنچو–تَمانچو.

● رِيوِڙِي ج رِيوِڙِيُون: ث. تِرن مان ٺھيل ھڪ مِٺائيءَ جو قِسم.

● رِيوَلچِيني: ث. ھڪ ٻَسارڪو وکر دوائن ۾ ڪم ايندڙ–رِيوَند چيني.

● رِيوَلَرَسُ: ث. ھڪ وڻُ جي رَسُ. دوائن طور ڪم ايندڙ–ھڪ ٻَسارڪو وکر–رِيوَند عَصاره–شيره ريوند.

● رَيُونُ (ج): ث. (سن. رَتِيڪا). چانورن جي ڪَترَ يا ڀورَ–آدڙ چانورن جا–چانورن جو ڏارو–چانورن جي سنھي ڪَڻِ. ڀُرزا ڀُرزا–ذرا ذرا–رَتِي رَتِي–ھَنوَ–لِيڪَ–ٻِڃَ. مَٽِي–خاڪَ–ڌُوڙ–ڇائِي.

● رِيوَند: اسم خاص. (ف). چين مُلڪ ۾ پيدا ٿيندڙ ھڪ ٻُوٽو ۽ اُن مان ٺھندڙ ھڪ دوا جو نالو.
- رِيوَند چِيني: ث (ف). ريوند ٻُوٽي مان ٺھندڙ دوا جو نالو–ھڪ ٻَسارڪو وکر.

● رِيوِيُو: ذ. (انگ. Review). تقريظ–تبصره–تَنقيدَ–ڪنھن ڪِتاب وغيره تي راءِ.

● رِيھَ ج رِيھُون: ث. ڪنھن ڇوڪرَ جي ڏاڙھيءَ جا نرم وارُ–پھرين آيل ڏاڙھي يا مُڇن جا وارُ–ٿوري ڏاڙھي–لَنوارَ–مُڇن يا ڏاڙھيءَ جي ساوَڪ.
- رِيھَ ڀَري اَچڻُ: ڏاڙھيءَ جي شروعات ٿيڻ.
- رِيھَ لَھَڻُ: ڏاڙھي اَچڻُ.

● رِڻهه ۽ رِڻهڻون: ث. (سن. رِڻشا). وَڙ - کُنوڪ - دانهن - کيڪَ - کيڪڙاٽ - ڀُوڪَ - ڪِڻهه - رِڻهار - ٻُرڪارَ - چِيٽَ - راڙو - آه - فغان - واڪو. وائي - باديءَ - ٽِيٽ - ڦُوس - پيٽ مان نڪتل هوا. هڪ بيماريءَ جو قسم جنهن ۾ باديءَ گهڻي ٿيئي - باد گولو.

- رِڻهاٽ ۽ رِڻهاٽَ (ب - ث): ذ. وَڙَ - وڏي دانهن - ڪُوڪَ - رِڻهه - ٻاڪارَ - ڪيڪڙاٽ.

- رِڻهڻون ڪَرَڻ: دانهون ڪرڻ - ڪُوڪُون ڪرڻ - واڪا ڪرڻ - رڙيون ڪرڻ - رانيهاٽ ڪرڻ - رَنيُون ڪرڻ.

- رِڻهڻون ڪَري آچي چنبڙڻ: ڏاڍي پريشاني جي حالت ۾ آچي پيش پوڻ - رڙيون ڪري آچي قدمن تي ڪرڻ - ڏاڍي ڏک ۽ درد و چاڻ پنهنجي حالت بيان ڪرڻ.

● ريهائڻ: جائز هُجڻ - روا هُجڻ - حلال هُجڻ - حقيءَ هُجڻ - مُباح هُجڻ - رائج هُجڻ.

- رِيهندو ۽ رِيهندا: ذ. صفت. حقيءَ - جائز - رَوا - حقانيتو - حلال - رِهندو - حق حلال جو - قانونيءَ - شرعي - باقاعدي - مُباح.

● ريهڻ: مصدر. ريهه ڏيڻ - ٿانڪڻ - ڳنيڻ - ڳنڍڻ - ملائڻ - جوڙڻ - ميڙڻ - ڳنڍائڻ. پڳهارڻ - رِجائڻ - پتڙو ڪرڻ - پاڏيائو ڪرڻ. ريٻڻ - رِيجهائڻ - ڏنارڻ - ٺڳڻ - لاليچائڻ - راضي ڪرڻ.

- رِيهه ۽ ريهه: ٿانڪو - ٻَنو - ڳنڍيو - ٽوپو - جوڙ - ميلاپ - دَرز - ڏَڏڙا - ڪَريو.

- ريهان ڪيهان (ت): پَرتل - راضيءَ - خوش باش - سرچيل.

- ريهه ٻڌڻ (ت): چَٽَ لائڻ - رِيجهائڻ - ڏناڻ - خوشامد ڪرڻ.

- ريهه پوڻ: عادت پوڻ - ڍنگ پوڻ - عِلتَ پَوَڻ - عِلتيءَ ٿيڻ - ٻانڌائيءَ ٿيڻ.

- ريهه جڻ: ڳنڍجڻ - ٿانڪجڻ - ڳنڍجڻ - جُڙڻ - ملڻ - رِيهه آچڻ.

- رِيهه ڏيڻ: ريهڻ.

- ريهڻ ريٻڻ: ڏنارڻ - لالچائڻ - هرڪائڻ - ريٻڻ.

- ريهو ۽ رِيها (ت): ذ. آرام - فرحت - قرار - چئين - راحتَ - سُک - آسودگيءَ. ٻيُوَند - ڳنڍ - جوڙ - مَيل - ميلاپ - ٿانڪو - ٽوپو. ليباسيءَ - وات ميٽڙو. وٽندڙ - ريجهائيندڙ. ديگڙي يا ڪُني جي تَرُ کي ڏنل مٽيءَ جو ليُپو - تهه - ليهو.

● ريهو ٽيهوٽا: اسم خاص. تعلقي موري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ريءَ ۽ رِيئُون: ث. (سن. رَيَ). پاڻيءَ جي تيکَ - و هَه - وَهڪَ - وَهڪرو - ڌارَ - سيُرَ. (سن. رمس > ف. ريگ) واريءَ.

● رِيءُ ۽ رِيءَ: ذ. اِسم. غَمُ - شوڪُ - ڏک - گُوندر - ڏَنجُ - سوس - افسوس - ارمان - درد - سوز. سُور - ڪليش - ويدن - ڏک - پيڙا - آزار - تڪليفَ. ماتم - رودَن - روج - راڙو - رودَن - راڙِ هُو. ريا - پاسخاطر - لحاظ - مَروتَ - رايو - طرفداريءَ.

# ڙ

ڙ: اسم مونث - هندي جو پندرهون ۽ سنڌي جو ڇهون اکر آهي، ڳري هجڻ ڪري ڪنهن به لفظ جي شروع ۾ نه ايندو آهي، باقي وچ ۽ پڇاڙيءَ ۾ ايندو آهي.

# ز

**زَ:** ث. (ع.ف) سنڌي الف ب جو (٢٧) ستاويهون اکر، فارسي الف ب ۾ تيرهون اکر ۽ عربيءَ الف ب ۾ يارهون اکر. ابجد موجب سندس عدد (٧) ست. علم نجوم موجب ڇنڇر ڏينهن لاءِ ڪم ايندڙ اکر ۽ ستارن مان وري ٻئونءَ لاءِ ڪم اچي.

● **زا:** ذ. صفت. [ف. زاد جو مخفف] پيدا ٿيل- ڄاول. جيئن "ميرزا، وغيره".

● **زابِرُ ۽ زابَرَ:** ذ. صفت. [ع. جابر: جَبَرَ = جَبَرَ وارو- جابر. زورآور- زبردست. ڏاڍو. سگهو- بهادر- پهلوان. ظالم.

● **زابِلِسْتان:** اسم خاص. (ف) هڪ علائقي جو نالو. ڪابل- غزني.

● **زاپَڻُ ۽ زاپِڻُون** (ڪ). ث. سنهي ڏگهي ڪاٺي- لڪڙي.

● **زادَ:** اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● **زادُ ۽ زادَ:** ظرف. (ف) پيدا ٿيل- ڄاوَلُ- ڄڻيل- ڄيڻو- ڄائو. جيئن، "شهر زاد، بهزاد، وغيره". (ذ) کاڌو- سيڌو- سامان- توشو- شَهَرُ. بلو- بندوبست- پورت- انتظام- آٿت. جيئن، "زاد راه وغيره".

- **زادِ بُومِ:** ذ. ڄمڻ جو هنڌ- جنم جو هنڌ- جنم ڀُون.

- **زادِ راهِ:** ث. مسافريءَ جو توشو- سفر جو سامان (کاڌو پيتو، خرچ ڪاپارو وغيره).

- **زادو ۽ زادا:** ذ. صفت. ڄڻيل- ڄاول- ڄميل- پيدا ٿيل. "جيئن، اميرزادو، شهزادو، خانزادو وغيره".

- **زادِ بُودُ:** ذ. سامان سڙو- مال متاع- ملڪي- وسلا واڙي.

- **زادِيُ ۽ زادِيُون:** ث. صفت. زاد جو موئث. جيئن "شهزادي، اميرزادي وغيره".

● **زار:** ث. (ف) وارو هنڌ- جاءِ- وارو آستان. جاءِ- جڳهه- مڪان- مقام- هنڌ- آستان. جيئن: "مرغزار، گلزار، بازار وغيره". گهڻائي ڏيکاريندڙ لفظ- ميڙ- ڀيڙ- ميڙاڪو- ڪثرت- جهجهائي.

- **زارُ زارُ:** صفت. تمام گهڻو- جهجهو- جَالُ- سَرسُ- گهڻو- گهڻاڪاندو- زياده- وڌيڪ- بي اندازه- ڏاڍو. زاروَنُ زار.

- **زارُ زار رُئَڻُ:** تمام گهڻو رُئڻ- سخت رُئڻ. چڱيءَ طرح ڏجهڻ- ماتم ڪرڻ.

- **زارَوُن زارُ:** صفت. زار زار.

● **زارُ:** صفت. (ف) ضعيف- ڪمزور- ناتوان- اڀرو. مسڪين- ويچارو- مفلس- غريب. عاجز- بي ٻهچ. جيئن "عاشق زار وغيره".

- **زارَوُنزارُ:** صفت. تمام گهڻو ضعيف- بلڪل ڪمزور.

- **زارِيُ ۽ زارِيُون:** ث. ضعيفائي- ناتواني. مسڪيني- مفلسي. عاجزي- نيازي- نيزاري. منٿ- آزي- وينتي- سوال- التجا- عرض. روڄ- رودَنُ- دانهون- آهُون- ورلاپ.

- **زارِيُ هَڻُڻُ:** مجال هئڻ- پيٽي نه هئڻ- هٺ جوڙ جي وات هئڻ.

"آهي تيڏڙي نالي سهٽا،
ساڏِيُ زارِيُ زارِيُ".
(سچل).

● **زاغُ ۽ زاغَ:** (ف). ڪانءُ- ڪانگ- ڪانو.

● زافُ ۽ زافَ: ذ. صفت. نابود ـ فانيُ ـ فنا ـ بيخود ـ ضعيف. ڦيڻلُ ـ پائمال ـ تباهه ـ ڊُٻل ـ ڏُبرو. ڏڪاٽل ـ ابتر ـ خان سان ڇڏيل. آفت ماريل. جيئن:

"هيءَ تنين حال. زلف جي زاف ڪيون"

(شاهه).

ـ زافُ ڪرڻ: ضعيف ڪرڻ.

● زالَ ۽ زالُون: [ف. زلُ = پوڙهي عورت] عورت ـ استري ـ سُهري ـ نار ـ ناري ـ زائفان. گهرواري ـ اهليه ـ زوجه ـ بيگم ـ ڀائي ـ جوءِ ـ ٻيبي ـ ٽهلي ـ داسي ـ نوڪرياڻي ـ نفرياڻي.

ـ زالاڻو ۽ زالاڻا: ذ. صفت. زالڪو ـ زال لائق ـ زال جهڙو ـ زنانو. مونث ـ مادي ـ نامرد. نازڪ ـ بي همت. ماهواري حيضُ ـ ڪپڙا (ت) ڇڪيءَ جي بيماري (ڪ).

ـ زالاڻا اچڻُ (ت): ڪپڙا اچڻ ـ حيض اچڻ ـ ماهواري اچڻ.

ـ زالاڻو ڳالهائڻ: سنهو ڳالهائڻ.

ـ زالاڻيُ ۽ زالاڻيون: ث. حيضُ ـ ڪپڙا ـ رُتُ ـ ماهواري ـ ارڪلي ـ ڦُلُ.

ـ زالپڻُو ۽ زالپڻا: ذ. زالپڻ ـ استري پڻو. استريءَ جي بلوغت. زناني شڪل ـ زنانو ـ عورتن جهڙو.

ـ زال ڏُورِ پيٽي هئڻُ: حامله زالَ هئڻ ـ زال کي پيٽ هئڻ.

ـ زالِڪو ۽ زالِڪا: ذ. صفت. زالاڻو ـ زنانو ـ عورتن جهڙو.

ـ زالُون زالن جو ڪاچ هئڻُ: زالن جو هڪ ٻئي کان ڳُجهه نه رکڻُ. زالن جو هڪ ٻئي کي ريبي ڪنهن ڳالهه تي ٻيهارڻ.

ـ زالِ لَڪڙيُ: اسم خاص. ڪاڇي وارن جبلن ۾ هڪ لڪَ جو نالو (جنهن تي اهو نالو هڪڙيءَ زال تان پيو آهي. جا پنهنجي مڙس کي دغا ڏيئي، انهيءَ ئيڏڙي لڪ منجهان هڪڙي سوداگر سان ڀڄي ويئي هئي). (ڪتاب ڏاڙهيالي جبل جو سير).

ـ زالين مڙسين: ظرف. سيئي ـ هڙيئي ـ مرد توڙي عورتون.

● زالُ: صفت. (ف) پوڙهو ماڻهو ـ پيرسن ـ ٻڍو. (اسم خاص) رستم پهلوان جي پيءُ جو نالو.

● زامُرُ (ڪ): ث. وڻ جو هڪ قسم.

● زانُوُ ۽ زانُو: ذ. (ف) گوڏو ـ مونو. ستر ـ ران.

ـ زانُوُ پيڻڻُ: گوڏا پيڻڻُ ـ سٿرن تي ڏڪ هڻي ماتم ڪرڻ.

● زانُور: ڏڪر جي وڻ ويڙهي.

● زانيُ ۽ زانيُ: ذ. صفت. زنا ڪندڙ ـ زناڪار ـ زناخور ـ حرام ڪار ـ حرام ڪندڙ ـ رنڊيباز ـ وڀچاري ـ حرامي. فاسق ـ فاجر.

● زاوِرِياڻيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● زاوِيَهُ ۽ زاوِيُهُون: ث. (ع) ڪنڊَ.

● زاهِدُ ۽ زاهِدَ: ذ. صفت. (ع) دنيا سان رغبت نه رکي فقط خدا تعاليٰ سان لنءُ لڳائيندڙ ـ پرهيزگار ـ متقي ـ لوڪ تياڳي ـ رشي ـ سنياسي. خدا پرست ـ عابد ـ عبادت ڪندڙ ـ عبادتي. بزرگ ـ درويش.

ـ زاهِدِ خشڪ: ذ. صفت. ملا طبع ـ ڪٽر ملا.

ـ زاهِدِيُ ۽ زاهِدِيُ ذ. صفت. زاهد.

● زائِچو ۽ زائِچا: ث. (ف) نجومين جو ٻار ڄمڻ وقت ٻار جي احوال جو ڪاغذ ـ ڄڻني ـ جنم پتري. تارن جي علم جي جدول يا جنتري.

ـ زائِچو ڪاڍڻُ: جنم پتري ڪاڍڻ.

● زائِدُ: ظرف. (ع) زياده ـ وڌيڪ ـ واڌو ـ وڌيل. گهڻو وڌيل ـ فضول ـ اجايو. فاضل ـ بچت ـ فالتو ـ باچي.

ـ زائِدُ التوَصُّف: ظرف. تعريف کان ٻاهر.

● زائِرُ ۽ زائِرَ ذ. صفت. (ع). زيارت ڪندڙ. زيارت لاءِ ويندڙ ـ جاتري ـ زيارتي.

● زائِفانُ ۽ زائِفائُون: ث. [ع. ضَعيفه = هيڻي] عورت ـ ناري ـ زال ـ مائي.

● زائيلُ ۽ زائيلَ: ظرف. ذ. صفت. (ع). ضايع ٿيندڙ- گهٽجندڙ- گهٽ- اڻپورو. زيان- ضايع- اجايو. فاني- بي بقا.

● زائڻُ: مصدر. ڄائڻ- سمجهڻ.

● زائيدَهَ: صفت. (ف). ڄڻيل- ڄاول- ڄاپيل. مرڪبات ۾ ڪم ايندڙ، جيئن: "نو زائيده" وغيره.

● زُبانَ ۽ زُبانُون: ث. (ف). ڄڀ- لِسان. ٻولي- ڀاشا- ڀاکا- لغت. وائي- ڪَٿي- چَوڻي- سخن- ڪلام- ڳالهه ٻولهه- گفتگو- اقرار- وعدو- انجام- وچن- قول. سِتار جي هڪ تار جو نالو.

- زُبانُ آوَرُ ۽ زُبانُ آوَرَ: ذ. صفت. [ف. زبان + آور > آورون = آڻڻ] خوش بيان- شيرين زبان- خوش ڪلام- فصيح زبان. شاعر.

- زُبانُ آئِڻُ: ڳالهائڻ جهڙو ٿيڻ. ڳالهه ٻولهه ڪرڻ- ڳالهائڻ.

- زُبانُ بِگَڙڻُ: ٻولي گندي ٿيڻ. زبان خراب ٿيڻ. گارگند جي عادت ٿيڻ.

- زُبانَ بَنْدُ ٿيڻُ: ڳالهائڻ جي قوت ختم ٿيڻ- زبان رڪجي وڃڻ. ڪنهن جي سامهون رعب سبب ڳالهه ڪري نه سگهڻ. مرڻ وقت ڳالهائڻ جي طاقت بند ٿيڻ.

- زُبانُ بَنْدُ رَکَڻُ: خاموش ڪرائڻ- ڳالهائڻ نه ڏيڻ- ماٺ رهڻ- ڪجهه به نه ڪڇڻ.

- زُبانُ بَنْدُ ڪَرَڻُ: ڳالهائڻ کان روڪڻ- ماٺ ڪرائڻ خاموش رهڻ- چُپ رهڻ.

- زُبانُ ڀڃڻُ: انجام نه پاڙڻ- انجام ٽوڙڻ- وعدو ڀڃڻ- قول نه پاڙڻ- اقرار پورو نه ڪرڻ- وچن نه پاڙڻ.

- زُبانُ تارُونُ ۾ بَنْدُ رَهَڻُ: ڪُڇڻ جي طاقت ڪانه رهڻ- بالڪل ڳالهائي نه سگهڻ- زبان تي مهر لڳي وڃڻ.

- زُبانُ تي آڻڻُ: بيان ڪرڻ- ظاهر ڪرڻ.

- زَبانَ تي چڙهَڻُ: ياد اچڻ. ڪا به ڳالهه يڪدم چئي وڃڻ يا چئي ڇڏڻ.

- زُبانُ تي مُهُرَ هَڻَڻُ: رواجي ڳالهه کان وڌيڪ نه ڳالهائڻ. زبان بند ڪري ڇڏڻ- ڳالهائڻ بند ڪري ڇڏڻ. دٻائي ڇڏڻ- هيسائي ڇڏڻ.

- زُبانَ تي مُهُرَ هُجَڻُ: گهڻو نه ڳالهائڻ.

- زَبانَ تي مُهُرَ هَڻَڻُ: مجبوري کان حق جو ڪلمو چئي نه سگهڻ.

- زُبانَ جا ڏَڪَ هَڻَڻُ: مهڻا ڏيڻ- ڏِڪ ڏوراپا ڏيڻ. گلا ڪرڻ- شڪايت ڪرڻ. گهٽ وڌ ڳالهائڻ.

- زُبانَ جو چَسڪو: ذ. زبان جو مزو. وات جي لذّت.

- زُبانَ جو مِٺو: ذ. صفت. ڳالهائڻ جو مٺو- مٺ ڳالهائو- شيرين زبان. خوشامندڙيو- چاپلوس. مروت ۽ لحاظ سان هلڻ وارو.

- زُبانَ جو مَزو: وات جي لذت- وات جو سواد.

- زُبانَ جي مٺائي ڪارائڻُ: رڳو مٺيون ڳالهيون ڪرڻ.

- زُبانَ جهلَڻُ: ڳالهه بند ڪرڻ.

- زُبانَ چِٽُ: ذ. گهوڙن جو اصطلاح زبان چٽيندڙ (گهوڙو). نياڳو (گهوڙو).

- زُبانَ چورڻُ: بيان ڏيڻ ڳالهائڻ.

- زُبانَ نَقارَهُ خَلْقَ خُدا هُئَڻُ: جيڪي عام طرح ماڻهو چوندا رهن؛ آهو ٿيي پوڻ.

- زَبانْدانُ ۽ زَبانْدانَ: ذ. صفت. [ف. زبان + دان> دانستن = ڄاڻڻ] زبان وارو. ڪنهن ٻوليءَ جو ڄاڻو- عالم- فاضل گهڻيون ٻوليون ڄاڻندڙ.

- زبانُ داني ۽ زَباندانيون: ث. زبان جي بخوبي واقفيت- علم زبان.

- زبان دَٻائڻُ: ڳالهائڻ کان زبان کي روڪڻ.

- زُبانُ دَرازُ ۽ زبانُ دَرازَ: ذ. صفت. [ف. زبان + دراز = ڊگهو] گهڻو ڳالهائيندڙ- اجايو ڳالهائيندڙ- زياده گو- بڪواسي- ٻڙ ٻڙيو- ڪينو ڳالهائيندڙ- وات جو ڪينو- بي ادب- گستاخ.

- زُبانُ دَرازُ ڪرڻ: طول ڪلامي ڪرڻ- ڳالهه وڌائي بيان ڪرڻ.

- زُبانُ دَراز هُئڻ: گهڻو ڳالهائڻ هُئڻ - بڪواڪي هُئڻ - گستاخ هُئڻ.
- زُبانُ دَرازِيُ ۽ زُبان دَرازِيُون: ث. گهڻ وڌ ڳالهائڻ جي حالت - واهيات گفتگو - بيهوده گوئي - فحش زباني - بد زباني - گار گند - بيهودگي. بي آدبي - گستاخي.
- زُبانُ دَرازِيُ ڪرڻ: گستاخي ڪرڻ. بيهودو بڪڻ - گار گند ڪرڻ - فاحش بڪ ڪرڻ.
- زِبان ڏِيَڻُ: انجام ڏيڻ - اقرار ڪرڻ - وعده ڪرڻ - وچن ڏيڻ - عهد ڪرڻ - قول ڪرڻ. پرن ڪرڻ - ٻول ڏيڻ - سخن ڏيڻ. دلاسو ڏيڻ.
- زبان روڪَڻُ: خراب گفتگو کان منع ڪرڻ - بد گوئيءَ کان باز رکڻ. ڳالهائيندي ڳالهائيندي رڪجي وڃڻ.
- زُبان زَدُ ٿِيَڻُ: [ف. زبان + زد < زدن = هڻڻ] مشهور معروف ٿيڻ. عام جي زبان تي چڙهڻ.
- زبان سِبَڻُ: خاموش ڪرڻ - ڳالهائڻ بند ڪرڻ.
- زُبان سِبِيُ ڇڏڻُ: ڳالهائڻ بند ڪري ڇڏڻ - چَپُ نه چورڻ - زبان نه هلائڻ - آواز نه ڪرڻ - نه ڳالهائڻ.
- زُبانُ سَنڀالَڻُ: سنڀالي گفتگو ڪرڻ - سنڀالي ڳالهائڻ - سوچي سمجهي ڳالهائڻ - سهڻو يا سنو ڳالهائڻ. خاموش رهڻ. زبان کي وس ۾ رکڻ.
- زُبانُ ڦيرائِڻُ: ڪَيَل ڳالهه تان ڦري وڃڻ - ڪيل انجام تان ڦري وڃڻ - ڳالهايل لفظن کان انڪار ڪرڻ - وعده ڦيرائڻ - جيڪي چوڻ انهيءَ موجب نه هلڻ - وعده خلافي ڪرڻ - انجام ٽوڙڻ - زبان تان ڦري وڃڻ - ڇٽي نه ڪرڻ - انجام کي پاڙي نه ڏيڻ.
- زَبان قابُو ۾ رَکَڻُ: سَمُجهيُ ٻُوجهي ڳالهائڻ.
- زَبانَ ڪَٽِيُ ڇڏڻ: سخت سزا ڏيڻ.
- زُبانَ ڪَرَڻُ: انجام ڪَرَڻ - قول ڪرڻ - وعدو ڪرڻ.
- زُبانَ ڪُوڙيُ ڪَرَڻُ: انجام نه پاڙڻ.
- زبانَ کُلڻُ: پار جو ڳالهائڻ شروع ڪرڻ. ڳاريون ڏيڻ شروع ڪرڻ.

- زَبان کولَڻُ: ڳالهائڻ - گفتگو ڪرڻ آواز ڪَيڻُ - ڳالهه چورڻ - زبان هلائڻ.
- زَبانَ کي پاڙيُ ڏِيَڻُ: انجام پورو ڪرڻ - قول پاڙڻ - واعده وفا ڪرڻ.
- زبان کيُ چَپَن تي ڦيرائِڻُ: مزو وٺڻ. چَپَ چٽڻ.
- زبانَ کيُ لَگامُ ڏِيَڻُ: سوچي سمجهي ڳالهائڻ.
- زَبانَ ڪِينچَڻُ: زبان ڪاٽڻ جي سزا ڏيڻ.
- زَبانَ لالُ ڪرڻُ: تمام گهڻو ڪاوڙجڻ - ڪاوڙ منجهان ڳالهائڻ. مهڻا ڏيڻ - شڪايت ڪرڻ.
- زَبانَ ۾ ڇالا پَوَڻُ: ڳالهائي نه سگهڻ - بيان ڪرڻ جي همت نه رهڻ. درد ڀريو داستان هُئڻ جپَ کي ڳنڍيون اچڻ.
- زَبان مان ڪيڍڻ: نورا لفظ ڳالهائڻ. سرسري طور ڪا ڳالهه چوڻ.
- زبان مانُ نِڪِرَڻُ: زبان مان اوچتو اڪري وڃڻ - تڪڙ ۾ چئي وڃڻ ڪي ڪجهه ڳالهائڻ.
- زبانَ مِچڪائِڻُ: زبان کي وات ۾ ڦيرائڻ.
- زبانَ مِرُڪائِڻُ: زبان مچڪائڻ.
- زَبان نَہ گسَڻ: ڪابه تڪليف نه ٿيڻ.
- زبانَ وَٺَڻُ: وعدو وٺڻ - انجام وٺڻ - وچن وٺڻ.
- زَبانَ هارائِڻُ: وعدو گسائڻ - انجام شڪني ڪرڻ - قول کي پاڙي نه ڏيڻ.
- زَبان هڪڙي هُئڻ: زبان جو وعده هميشه هڪ ۽ پڪو هُئڻ.
- زبانُ هَلائِڻُ: ڳالهائڻ. زبان درازي ڪرڻ - گهڻو ڳالهائڻ. سوال ڪرڻ - گهرڻ.
- زبانُ هَڻَڻُ: گهڻو ڳالهائڻ - بڪ وات ڪرڻ.
- زَبانِيُ ۽ زَبانِيُون: ث. بيان - اظهار - سماعي - ڪيفيت - شاهدي - گواهي.
- زَبانِيُ ۽ زَبانِيُ: صفت. برزبان - واتي ويٺي - تقريري - لفظي.
- زَبانِيُ اِمتِحانُ: ذ. زباني طرح پڇاڳاڇا واروامتحان - تقريري امتحان - واتي ويٺي امتحان.

- زباني پَڙهَڻُ: ياد پڙهڻ - بنا ڏسي پڙهڻ - ازبر پڙهڻ - حفظ پڙهڻ.

- زباني جَمعُ خَرچُ ڪَرَڻُ: فقط زباني انجام ڪرڻ ۽ لـ پاڙڻ. خيالي پـلاءُ پچائڻ. صرف ڳالهيون ڏاهڻ - فقط ڳالهيون ڪرڻ.

- زباني حِسابُ ۽ زباني حِسابَ: ذ. يادگيري ءَ سان بنا لکڻ جي پچڻ وارا حساب - ذهني حساب - تقريري حساب.

- زباني ڏَتِ ڏَتِ ڪَرَڻُ (ت): اجائي خوشامد ڪرڻ.

● زَبالو ۽ زَبالا: ذ. [ف] زبان] ڪَشو (چهڙي جو) پَٽو بَڪَلُ. سُئيءَ سان چلو. هڪ قسم جو واڍڪو اوزاو - لنيڙي ڪارائي. هَني جي دوالن کي ڳنڍڻ لاءِ لوهه جو لنيڙو ٽڪر (ت).

● زَبتي (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● زُبدَهُ: ذ. [ع]. مکڻ - مکڻ جي ڦيڻ - ڪَجِي - ڦيڻ (کير جي). جوهر - نچوڙ - عرق - ميک. (صفت) منتخب - چونڊيل.

● زَبَرَ ۽ زَبَرون: ث. [ف. آزَبَرُ جو مخفف] آچار جو هڪ قسم - ڪنهن اکر جي مٿ جي لشاني - حرکت - اعرابَ. علم نحو جي اصطلاح موجب الف منجهان پيدا ٿيل آواز. جيئن "ڪَتَ - لَتَ - مَتَرَ وغيره". (ع. ضَرْبَ) ڌڪُ - چوٽ - ضرب - گهاءُ. جيئن:

"هِئي تو حاڪمن کي زور پريون زبرون".

● زَبَرُ ۽ زَبَرَ: ذ. صفت. [ف. آزَبَرُ جو مخفف] وڏو - مٿاهون - اعظم - عالي - ڪَبيرُ - شاهي. بلندُ - اوچو. بزرگ. مٿي - مٿان مٿاهون - وڏيڪ. ڳرو - ڀاري - وزني. (ع. جَبَرُ) ظلم - ڏاڍ - انڌير - آنڌرتُ. وڏو - اعلي. مٿاهون - اوچو - وڏيڪ. زور وارو - طاقتور - ٻلوان - غالب - حشمت وارو - پچنديءَ وارو. وس ڪان ٻاهر - ڏاڍو. زبرو.

● زَبَرْدَسْتُ ۽ زَبَرْدَسْتَ: ذ. صفت. [ف. زبر + دست = هٿ] زور پريو - طاقتور - سگهائتو - سگهارو - ٻلوان - سگهو - زوردار - ٻليُ. مٿانهون - بالا - وڏو ظلم جهڙو - قهر جهڙو - سِتمي - ستمگر. بلڪل سخت - ڳرو.

- زَبَرْدَسْتيُ ۽ زَبَرْدَسْتيون: ث. زور - ٻَلُ - طاقت - ڏاڍائي - ڏاڍُ - مضبوطي. قهر - غضب - انڌير - ظلم - آنڌرتُ. آرهه زورائي - ڏاڍ مڙسي - بالادستي - زور آوري.

- زَبَرْدَستيُ ڪَرَڻُ: زوري ڪرڻ - حملو ڪرڻ - ظلم ڪرڻ - سختي ڪرڻ - لاچار ڪرڻ - ڏاڍائي ڪرڻ - آرَهه زوري ڪرڻ - ڏاڍ مڙسي ڪرڻ.

- زَبَرْزَنگ ۽ زَبَرْزَنگَ (ت): ذ. صفت. ڏاڍو جوان - زوراور - ٻلوان. اڙٻنگ. پهلوان - سورهيه - سورمو.

- زَبِرو ۽ زَبَرا: ذ. صفت. زبر - زبردست - جبرو.

● زَبْرائيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. درڪاڻي بلوچن جو هڪ قبيلو (تاريخ بلوچستان ص ٢٨).

● زَبَرْجَدُ ۽ زَبَرْجَدَ: ذ. [ع. ف. زبرجد = قيمتي پٿر يا هيرو] هيري جو هڪ قسم - زُمرد.

● زَبُورُ: ذ. (ع). نوشتہ - ڪتاب. (اسم خاص) حضرت دائود عليہ السلام جي مٿان لٿل آسماني ڪتاب جو نالو. يهودين جو پاڪ الهامي ڪتاب.

● زبُونُ ۽ زَبُونَ: ذ. صفت. (ف). هيٺو - بي طاقت - ضعيف - عاجز - ڪمزور - نِستو - پوڙهو - بي قُوَتو - بي سگهو - نِٻل - زِچ - ٻل هيڻ - دُرٻَلُ. ناس - چٽ - تباهه - برباد - سُچ - ابتر - پِڪل - خستہ - جهونو - پراڻو. خوار - ذليل - رسوا. ڪميڻو - لُچ - دون - خسيس. گهٽ قسم جو - بڇڙو - ڪِنو - ڪرو - خراب - بد - زشت. مادو - جهڙو تهڙو - غريباڻو.

● زُبيدَهُ: اسم خاص. (ع). هارون رشيد جي زال جو نالو (جا بزرگ همت واري ۽ نيڪ هئي).

● زِتَمُ ۽ زِتَمَ (ک): ذ. [ف. ستم = ظلم] انڌير - ظلم - ستم. زور - طاقت - سگهہ.

● زَتَ ۽ زَتون (ت): ث. ٻَٽاڪ - ڊاڙ - ٻٽ - ڪپوڙو.

● زَٽُ ۽ زَٽَ: ذ. ٺٽاڪ- ڀاڙ- ڳپوڙو- ڳشو- لباڙ- ٻٽ. ڪوڙي ڳالھ- ڪوڙ. واهيات ڳالھ- ٻڪ ٻڪ- ٻڪواس.

- زَٽُ شَٽُ ۽ زَٽ شَٽَ: ذ. ٺٽاڪ سٽاڪ- ڪل ڀوڳ- چرچو مسخري- ڳالھ ٻولھ.

- زَٽُ مارَڻُ: ڳپوڙو هڻڻ- ڳالھ ڪي وڌائڻ. ڪوڙيون ڳالهيون ڪرڻ. ٺٽاڪون هڻڻ.

- زَٽَ هَڻَڻُ: ٺٽاڪون هڻڻ- لباڙون هڻڻ. ڪوڙ هڻڻ.

- زَٽو ۽ زَٽا: ذ. ٺٽاڪ- ڀاڙ- ڳشو- ٻٽو- زَٽُ- زٽاڪ- زٽل.

- زَٽي ۽ زَٽيُ: ذ. صفت. زٽلي- زٽائي- ٺٽاڪي- لباڙي- ڀاڙي- ڳشائي.

● زِٽُ ۽ زِٽَ (ڪ): ذ. صفت. ڪاوڙيل- ڦوڪيل- ڏمريل- زِڻ.

- زِٽُ ٿِيَڻُ: ڦوڪجڻ- ڪاوڙجڻ- ڀرجڻ- آڀامجڻ.

● زٽاڪُ ۽ زَٽاڪَ (ت): ذ. ٺٽاڪ- لباڙ- ڀاڙ- ٻٽ.

● زَٽاڪَ سَٽاڪَ: ذ. ٺٽاڪ سٽاڪ- ڪل چرچو- ڳالھ ٻولھ.

- زَٽاڪي ۽ زَٽاڪيُ: ذ. صفت. ٺٽاڪي- لباڙي- ڀاڙي. ڳشائي. ڪوڙو. زٽلي.

● زَٽَلُ ۽ زَٽَلَ: ذ. زَٽُ- زٽاڪُ.

- زَٽَلُ قافيو ۽ زَٽَلُ قافيا: ذ. ناموزون شعر- ڇڏو شعر. ڪپ شپ.

- زَٽَلُ قافيو هَڻَڻُ: خراب نموني تقرير يا وعظ ڪرڻ.

- زَٽَلِي ۽ زَٽَلِيُ: ذ. صفت. ٺٽاڪي- ڀاڙي- لباڙي- ڳشائي. ٻڪ ٻڪيو- زٽاڪي.

● زِٽَڻُ (ڪ): مصدر. ڪنهن کي ڏڙڻ- سڙڻ- ٻڇڻ.

● زِٽو ۽ زِٽا (ت): بندرو ۽ ٿلهو (قد جو)- گهٽڪي- ٺِٺي- ڌِمي.

● زَپُ ۽ زَپَ: ذ. (آواز) ڦهه- ڦهڪو- سٽ- ڌِبَ. (ظرف) سڌو- سنئون- ڌوءُ- چَپُ.

- زَپَڙاتُ ۽ زَپَڙاتَ: ذ. اوچتو ڪنهن شيءِ جي ڪرڻ جو آواز- ڦهڪو- ڌڪاءُ- ڌٻڪو.

- زَپُ زَپُ ڪَرَڻُ: زور سان ڌڪ هڻڻ. ڦهڪو ڪرڻ- ڦهه ڦهه ڪرڻ.

- زَپڪارُ ۽ زَپڪارَ: ذ. ڌڪ. ھڻان ڪرڻ جو آواز- ڦهه- ڌِبُ.

- زَپڪو ۽ زَپڪو: ذ. ڌڪن جو آواز- ڦهه- سٽ. ڪنهن شيءِ جي ڪرڻ جو آواز.

- زِپڪو لائِڻُ: زور سان لاڳيتو ڌڪ هڻڻ- ڦهه ڦهه ڪرڻ- سٽڪو لائڻ.

- زِپٽيِنگُ ۽ زِپٽيِنگَ: ذ. ڦهڪو- سٽڪو- ڌَٻڪو.

● زِچ: صفت. عاجز- تنگ- ڪَڪ- هلاڪ. مجبور- بيوس.

- زِچ ڪَرَڻُ (ت): ڪڪ ڪرڻ- هلاڪ ڪرڻ- تنگ ڪرڻ.

* زَچہ: ث. (ف). تازي ويائل عورت.

- زَچہ خانَہ: ذ. ويم گهر.

● زُحَلُ: ذ. (ع). هڪ گرهه جو نالو- ڇنڇر- شني- ڪيوان (گرهه). ستون تارو (گرهن مان). علم نجوم موجب زحل ستين آسمان تي آهي ۽ بلڪل نحس گرهه سمجهيو ويندر آهي.

● زَحمَتَ ۽ زَحمَتُون: ث. (ع). تڪليف- هلاڪي- پريشاني- دُک- ڏُکُ- اهنج- ايذاءُ- ڏنج- ڏنجهو- محنت- ڪشالو- دقت- دردسري- آزار- مصيبت- جنجال- وڳوڙ- ڪڙهڻ- خرابي- بيماري- روڳ- مرض- ڏوار- اڪهائي- لاچڱائي- ڏجهندو- لڳائي- ناچاڪائي. (صفت). زور ڪندڙ- تقاضائي- ليلائيندڙ- چنبڙ- ڳِڪ- ڀنڊ- جيجا- اڪڙي.

- زَحمَتَ ڪَڍَڻُ: تڪليف برداشت ڪرڻ- ڏک ڀوڳڻ- مصيبت سهڻ.

● زَخّار: ذ. صفت. (ع). پاڻيءَ سان تمام ڀريل- تمتار- لهريون لهندڙ- ڇوليون هڻندڙ (درياءَ وغيره).

● زَخْرَفُ: ذ. (ع). سون.
● زَخِمَڻُ: مصدر. (ف). ڦٽجڻُ- گهائڻ- زخمي ڪرڻ- زخم رسائڻ- واڍوڙڻ- چيرڻ. رنجائڻ- ڏکوئڻ.
- زخمُ ۽ زَخْمَ: ذ. ڦَٽُ- گهاءُ- واڍوڙو- وَڍُ- چير- چاڪ- ٽپُ. ضرر- رنج- داغ (دل جو). فراق- ڦوڙائو. نقصان.
- زَخْمُ ڀَرجڻُ: ڦَٽَ جو چُٽڻ.
- زَخَمُ تازو ٿيڻ: گذريل صدمو ياد پوڻ.
- زَخْمَنِ تي لُوڻُ ٻُرڪڻُ: ستل سور جا ڄاڳائڻ.
- زَخْمِجَڻُ: مصدر. ڦٽجڻ- گهائجڻ- واڍوڙجڻ- زخمجي پوڻ. وَڍجڻ- چيرجڻ- ڦاٽڻ- داغجڻ.
- زَخْمَ ڏِيَڻُ: زخمي ڪرڻ- مجروح ڪرڻ.
- زَخْمِ ڪارِيُ: ذ. گَهرو گهاءُ- اونهو زخم- اوڙهو گهاءُ.
- زَخْمِيُ ۽ زَخْمِيُ: ذ. صفت. ڦٽيل- وڍيل- گهايل- واڍوڙيل- زخميل- زخم رسيل- مجروح. چيريل- ڦاٽل.
● زَدَ ۽ زَدُون: ث. [ف] مارَ- ڦيٽهه- ڌينب- پيچَ. نشان- ضرب- چوٽ. صدمو. نقصان. خساره.
- زَدُ ڪُوبُ: ث. مارَ ڪُٽَ- سٽَ ڪٽ.
● زَدو ۽ زدا: ذ. صفت. [ف. زَدِهُ=لڳل] زدهه- وارو- هڻيل- (جو) ماريل- ضربيل- (عشق جو) ماريل. پيڙيل- ڏکويل- رلجايل- ستايل- ضربيل. مرڪبات جي آخر ۾ ايندڙ. جيئن "آفت زدو، مصيبت زدو وغيره". شرمندو- لڄي- ڦِڪو- ڪِيڪو وِ ڪو- شرمسار- هيڻو ٿڪو- پشيمان.
● زَدَهُ: صفت. [ف] لڳل- ٽَڪريل. وارو- هڻيل- (جو) ماريل. مرڪبات ۾ ڪم "جيئن مصيبت زدهُ، آفت زَدَهُ وغيره".
- زدَهُ حال: صفت. خَسْتَه حال- تباه حال. پريشان حال. غمگين- سوگوار.
● زَرُ: ذ. ث. [ف] سون- طِلاَ- ڪَنْچَنُ. ڌن- مايا- دولت- دنيا- ملڪيت- خزانو- ناڻو- پيسا- ڏوڪڙُ- جميعت. سمپت. سون جي تار.

- زرِ پيشگيِ: ث. [ف. زر+ پيشگي= اڳواٽ ڏنل] ڪنهن سوديِ وغيره لاءِ اڳواٽ ڏنل رقم- سوٿي.
- زرِ خَرِيدُ: ذ. صفت. [ف. زر+ خريد = وٺڻ] پئسا ڏيئي خريد ڪيل.
- زَرِ خريدُو ۽ زرِ خَرِيدَا: ذ. صفت. پنهنجن پيسن سان ورتل- زر خريد.
- زرِ خَرِيدُو هُئڻُ: پنهنجن پيسن سان ورتل هئڻ- ذاتي شي هئڻ.
- زَرِ دارُ ۽ زرِدارَ: ذ. صفت. [ف. زر+ دار > داشتن = رکڻ]. زَرَ وارو- شاهوڪارُ- دولتمندُ- دنيا وارو- مالدار- ٽولڳرُ- جوپُ- ونهيون- هَرُيو- سائو- ڀاڳيو- ڏاتار- لکا پتي- امير.
- زَرِدوزُ ۽ زَرِدوزَ: ذ. [ف. زر+ دوز< دوختن=سبڻ] ڪپڙي تي زريءَ جي پرت پرڻ وارو- چمڪدوزي ڪندڙ- چمڪدوز- زرِ بازُ- ڪارچوبي.
- زرِدوزِيُ ۽ زرِدوزِيُون: ث. زريءَ جو پَرُت- زريءَ جو ڪم- ڪامداني- زريافي- چمڪدوزي- ڪارچوبي.
- زردوسُت ۽ زرِدوسْتَ: ذ. صفت. [ف. زر+ دوست = يار] دولت سان پيار ڪندڙ. لالچي- لوڀي.
- زَرِسُرْخُ: ذ. [ف. زر+ سرخ = ڳاڙهو] سون- طلا.
- زر سُفِيدْ: [ف. زر+ سفيد=اڇو] چاندي- نَقرهَ.
- زرِ گَرُ ۽ زَرِ گَرَ: ف. صفت. [ف. زر+ گر=ٺاهيندڙ] سونارو. مائيءَ ٻُوٽو.
- زَرِ گرِيُ: ث. سوناريِ جو ڌنڌو.
- زَرِ مالگُذارِيُ ۽ زَرِ مالگذارِيُون: ث. ڍَلَ وارِيُ رقمَ- زرِ لگان.
- زرلگارُ ۽ زَرِ نگارَ: ذ. صفت. [ف. زر+ نگار= چٽسالي] اهڙا شي جنهن تي سون جا نقش ٺهيل هجن- منقش. سونهري ڪم وارو- سونهري.

- زَرِين: صفت. سُونُو - سونَ جو. سون جي رنگ جهڙو - سونهري.

● زِرهُ ۽ زِرهَ: ذ. صفت. تيز ڪاوڙ يل - غصي - بيرُ (ل). تيز - تيکو. ڏاڍو مهانگو (ت).

- زِرهُ ٿيءُ وڃڻُ: تپي وڃڻ - ڪاوڙجي وڃڻ.

- زِرِ چڙهڻُ: ڏاڍو مهانگو ٿيڻ.

● زراعتَ ۽ زَراعتون: ث. [ع. ف] ٻني ٻارو. پوک واري زمين - آبادي ڪيل زمين. آبادي - پوک - ڪاشت - کيتي - کشت ڪاريُ - ڪاشتڪاري.

- زَراعتِ پيشه: ذ. صفت. ٻني ٻارو ڪندڙ - پوکيندڙ - هاري - ڪُڙمي - ڪسان - ڪاشتڪار - ڪاشتڪار.

- زَراعتَ ڪَرَڻُ: کيتي ڪرڻ - ڪاشتڪاري ڪرڻ - پوکڻ.

● زرافُ ۽ زَرافَ: ذ. [ف] جانور جو هڪ قسم (جو آفريڪا جي جهنگلن ۾ ٿيندو آهي). سيتُر گاؤ.

● زَرُ بانو (ڪ): ذ. جابلو راڳ جو هڪ نالو.

● زَرِ بَفتُ ۽ زَر بَفتَ: ذ. [ف] سونيءَ زريءَ لڳل ڪپڙو. سون جهڙو ڪپڙو. ريشمي ڪپڙي جو هڪ قسم - ڏماچ - ڪيمخاب.

● زَرُ تارَ ۽ زَر تارون: ث. [ف] زريءَ جي تارن لڳل ڪپڙو - ڪيمخواب.

● زَرتَشتَ: اسم خاص [ف] آتش پرستن جي رهبر جو نالو - زردشت.

● زَرِخيز: ذ. صفته [ف. زر + خيز < برخواستن = اٿڻ] زَرِ پيدا ڪندڙ (زمين). گهڻي پيدا واري زمين - شاداب. آپتائتو - نفعائتو - مثمرِ اپت وارو.

● زَرْدُ ۽ زَرْدَ: ذ. (ف) رنگ جو هڪ قسم - پيلو - هئڊو - زرِدو - ڦِڪو - پشرو - بسنتيُ - هئڊائون - ڪنئسريُ - گل جو هڪ قسم (لس).

● زَر داليو: ميوي جو قسم [انگ. Apaicot].

- زَرداڻِ: ث. پيلائي - پيلاڻ - هئيڊاڻِ - هئڊائي - ڦڪاڻ - ڦڪائي - بيماريءَ جو هڪ قسم - يرقان - زرقان - سائي.

- زَرْدائِڻُ: مصدر. ڪجهه قدر پيلاڻ تي ڏيکارجڻ - هيڊائڻ.

- زَرِدائيُ ۽ زَرِدائيون: ث. پيلاڻ - هيڊاڻ - ڦڪاڻ - ڦڪائي.

- زَرْدُ ٿيڻُ: بيماريءَ سبب پيلو ٿيڻ.

- زردُرو: ذ. صفت. [ف. زرد + رو = منهن] زرد چهري وارو - ڦڪي منهن وارو. شرمنده - خجلُ - شرمسار - لڄي. خوفزده.

- زَرْدُرُو ٿيڻُ: شرمنده ٿيڻ - لڄي ٿيڻ. خوفزده ٿيڻ.

- زرْد روئيءُ ۽ زَرْد رُوئيون: ث. شرمساري. ڪمزوري.

- زَرْدوُ ۽ زَرِدا: ذ. پيلو - پڙرو. هئڊو - بسنتي - ڪئسري - ڦڪو - جهڪو - اوڏو. زعفران چهريل. پلاءَ جو هڪ قسم - زرد رنگ جا مٺا چانور.

- زَرْدِيُ ۽ زَرْديون: ث. زرداڻ - زردائي - هئداڻ - ساواڻ - پيلاڻ - ڦڪاڻ - ڦڪائي. بيضي جي اندرين هئداڻ. يرقان - سائي - ڪامڻُ - ڦونري (پرمانند). ڪڄيءَ جو هڪ قسم (جنهنجو ڏونڪو زردو ٿئي).

- زَرْديُ پيوڙِيُ: ث. هنديءَ جي ڪم ۾ ڪم ايندڙ هڪ رنگ.

- زرْديپرِڙو ۽ زَرْديپرڙا: ذ. صفت. پيلاڻ جهڙو - هيڊائتو.

- زرْديروُ ۽ زَرْديرا: ذ. صفت. پيلانجهو - پيلانجهڙو - هئڊ ميرو - بادامي.

- زَرْدِيون: ث. گهوڙي جي ڏندن ۾ ڪارا داغ (جن مان عمر معلوم ڪجي).

● زَرْدارِيُ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● زَرْدالُو ۽ زردالو: ذ. (ف) ميوي جو هڪ قسم. ننڍو بادام.

● زَرْدَشُت: ذ. (ف) آتش پرستن جو رهبر - (هي شخص منوچهر بادشاهه جي نسل مان هو ۽ فيثا غورث حڪيم جو شاگرد هو، هن گشتاسپ بادشاهه جي زماني ۾ نبوت جي دعويٰ ڪئي ۽ آتش پرستيءَ جو دين برپا ڪيو) - زرتشت.

● زَرِڙاٽ ٿ زرڙاٽَ: ذ. (آواز) زور سان وڄڻ جو آواز- شرڙاٽ- شوشات.
● زرشڪ ٿ زرِشڪَ: ذ. ٻسارڪي وکر جو هڪ قسم- نيپال ۾ ٿيندڙ ٻيرن جو هڪ قسم.
● زَرع: ذ. [ف. ع] ٻوڪ- کيتي- ٻني.
- زرَعِي ٿ زرَعِي: صفت. ٻوڪ لائق- آبادي لائيق- کيتيءَ لائق- زراعت جهڙي.
● زَرق و بَرق: ذ. [ع] شان و شوڪت.
● زَرڪان (ت): ث. جگر جي بيماريءَ جو هڪ قسم- يرقان.
● زَرَڪ زَئيِ: اسم خاص. [ف. زِيرڪ = دانا + زئيدن = ڄمڻ] زرڪ خان (زيرڪ خان) جو اولاد- براهوئي بلوچن جو هڪ قبيلو.
● زَرمَت: اسم خاص. افغانستان جو هڪ علائقو.
● زَرناز: اسم خاص. [ف. زر ينه) هڪ عورت جو نالو.
● زَرَنٻ: ذ. هڪ مشهور برهمڻي درخت ٻوٽي جو نالو.
● زَرنٻاد: ذ. (ف). ٻسارڪي وکر جو هڪ قسم گول پاڙ وارو ڪچور- جدوار.
● زَرنِي ٿ زَرنِيهون: ث. (ف). سونهري رنگ تي هڪ زهر جو قسم- هڙتال.
● زِرڻ: (ڪ). مصدر. ڪِرڻ. وَهڻ- وهي وڃڻ (واريءَ يا سنهي شيءِ جو)- ذرو ذرو ٿيندڙ.
- زِرَنو ٿ زِرَنا: ذ. صفت. هيٺ وَهي ڪِرندڙ- ذرو ذرو ٿيندڙ [ث. زرڻي ٿ زرڻيون].
جيئن:
"ڦڪي فقيري علم ري، جيئن واري منجهه پروڻ، جي ٿي ڏجيس ڏوڻ، ته هُوءَ اکيئي زرڻي" (براد).
- زِرِي هوڻ (ڪ): پُري هوڻ- ذرا ذرا ٿيڻ.
● زَرنَ پَٽ: اسم خاص. هڪ جبل جو نالو.

● زُرو ٿ زُرا: ذ. [ع. ف. جَرّه] پکيءَ جو هڪ قسم- پهرين اکين ۽ چوٽين ٻرن وارو مشهور شڪاري پکي- "باز" جو نر- جِرو.
● زِرَهه ٿ زِرَهون: ث. لوهي پوشاڪ (جا لڙائيءَ ۾ ڪم اچي) پاکر- سلاح.
- زِرَهه پوش ٿ زِرَهه پوشَ: ذ. صفت. [ع. زره + ف. پوش از پوشيدن = ڍڪڻ] زره پهريل ماڻهو- زره پائيندڙ- سلاح پاتل. جنگي جوڌو.
● زَرِي: ث. (ف). سون جي تار- سولوڏا گو- سونهري تار (جا ڀرت جي ڪم اچي). ڪلابتو. مقيش- بادلو.
- زَرِي باز ٿ زَرِي بازَ: ذ. صفت. [ف. زر + باز > بافتن = ڪيڏڻ] زريءَ جو ڪم ڪندڙ- مقيشي ڪلابتو پريندڙ.
- زَرِي باف ٿ زَرِي بافَ: ذ. صفت. [ف. زر + باف > بافتن = اُڻڻ] زري دوز- زري ڀرڻ جو ڪم ڪندڙ.
● زِشت ٿ زِشتَ: ذ. صفت. (ف). بدشڪل- بُڇڙو- خراب- بُرو- بَد.
- زِشت خو: ذ. صفت. [ف. زشت + خو = مزاج] چيڙ- بدمزاج- ايوڙو.
- زِشت رو: ذ. صفت. [ف. زشت + رُو = منهن] بدشڪل- بدصورت- بدزيبو- روپ هيڻ- ڪجت- ڪروپ- بُري صورت وارو
● زعفران ٿ زعفرانَ: ث. خوشبوءِ دار گل جو ٻوٽو; جو دوا طور ڪم اچي- ڪيسر- ڪنسر- ڪيسر جو گل. [انگ. Saffron].
- زَعفَراني: صفت. زعفران جي رنگ وارو- ڪيسري. زرد- پيلو.
- زَعفَراني چادَرَ ڍَڪڻ: سج لهي وڃڻ- اونده ٿيڻ- رات ٿيڻ
● زَعم ٿ زَعمَ: ذ. (ع). گمان- خيال- ظن.
● زَعيم ٿ زعيمَ: ذ. (ع). سردار- ليڊر- رهنما.

● زُفتُ ۽ زُفتَ: ذ. [ف. جفت = جوڙو] جوڙو- ٻہ گڏ- جُٽُ. چولو ۽ ٻوتي، جي مڱ يا ڪنوار کي ڳنڍائجن.

● زَڪّ ۽ زَڪّون: ث. (ف). ذلت- شرمندگي- خفّت- مٺڪي- شڪست- هار. نقصان- ٽوٽو- خسارو.

● زِڪّ ۽ زِڪّون (ڪ): ث. [ف]. گهه وجهڻ لاءِ ٻڪريءَ جي کل جي سانداري-ايزڪ- سانداري- اوٺي- کلي.

● زِڪّ ۽ زِڪّ: ذ. صفت. ڀريل- ڀَر- ڀرپور- رتو- ڀرتو- چڪارُ. ٿلهو- متارو- سيرو- سپرو. تمام سخت- پختو- ڏاڍو.

● زُڪامُ ۽ زڪامَ: ذ. [ف] بيماريءَ جو هڪ قسم (جنهن ۾ ٿڌ يا گرميءَ لڳڻ سبب نڪ مان پاڻي وهي)- ليسُ- ريزش-سردي- ٿڌ- نزلو.

● زَڪَرِيّا: اسم خاص. (ع) پيغمبر جو نالو. هڪ ذات جو نالو (ڪ).

● زَڪُوات ۽ زَڪُواتُون: ث. شريعت محمدي مطابق مقرر ٿيل مال جي خيرات، چاليهون حصو. مڱ- دان- خيرات- صدقو.

● زَڪِيُ ۽ زَڪِيُ: ث. صفت. (ع) نجو- نج- صاف- شڌ- نبار- سٺو- آڇتو- نرمل. خالص- اصيل- چنبُ. کرو- تکو- سچو- چوکو- ٽڪسالي. پاڪ- پوِترُ- پاڪدامن. نسورو- صفا.

● زَڪِيڪ ۽ زِڪيڪُون: ث. ٻورن ڏينهن واري عورت- پرئي پيٽ عورت- حامل- گرڀوتي.

● زُگو ۽ زُگا (ت): ذ. ڀاڙ- ڀَاڪ- لباڙ- زٽ.

- زُگا هڻڻ: ڀَاڪون هڻڻ- ڀاڙون هڻڻ.

● زِلّ: (ڪ) صفت. سخت تتل- سخت گرم.

- زِلّ ٻارڻُ: فساد وڌائڻ. ظلم ڪرڻ.

● زُلالُ ۽ زُلالَ: ذ. مٺو ۽ صاف پاڻي.

- زَلزَلو ۽ زَلزلا: ذ. [ع. زلزله] ڏوب- ڏوبو- لوڏو- ڏڪڻي- لرزش- ٿرٿلو- ابتري- فساد- جرجلو. اجاڙ- سيج- ويراني. آداسائي- هيڪل- وسوڙائي.

● زُلفُ ۽ زُلفَ: ذ. (ف) رات جو ٻهريون حصو. وار- ڪاڪلَ- گيسو. لونڊڙيءَ جا وار- ڪنن مٿان وارن جي چڳ. (وارن جي) گهنڊي- چڳ- ڪنڍڙو.

● زُلفِ بنگال: ذ. هڪ تيل جو قسم.

- زُلفِ تابدارَ: ذ. چمڪندڙ ڪارا وار ۽ پيچ در پيچ وارَ.

- زُلفِ پُرشِڪَنُ: ذ. [ف. زلف + پُر = ڀريل + شڪن = گهنج] پيچدار زلف- گهنڊيدار مهولا- لوٽي جا وار.

- زُلفِي ۽ زُلفُون: ث. وارن جي گهنڊيدار چڳ- ڪُنڍِيُ- ور- الگوڙو- چلڙو.

● زُليخا: اسم خاص. (ع) تمام حسين عورت جو نالو. مصر جي عزيز جي راڻي (جا حضرت يوسف تي عاشق ٿي هئي).

● زِمَ (ڪ): ث. زور- طاقت- ٻَلُ- سگهه- زوم.

● زِمامُ ۽ زِمامَ: ذ. (ع) واڳ.

● زَمانُ ۽ زَمانَ: ذ. (ع) وقت- عرصو- ساعت- عهد. فرصت- ڪال. گرامر ۾ وقت لاءِ ٺهرايل لفظ.

- زمانُ حالُ: ذ. هلندڙ وقت. گرامر ۾ هلندڙ وقت جي معنيٰ ڏيکاريندڙ فعل.

- زَمانُ حالُ اِستِمراري: ذ. گرامر موجب هلندڙ وقت ۾ ڪم جاريءَ کي ظاهر ڪندڙ فعل.

- زَمانُ حالُ مُشتَڪي: ذ. گرامر موجب هلندڙ وقت ۾ ڪنهن ڪم بابت شڪ ظاهر ڪندڙ فعل.

- زمانُ حالُ مُدامي: ذ. گرامر ۾ هي زمان گذريل ۽ هلندڙ وقت گڏي ٿو ڏيکاري ۽ ائين ٿو ڏيکاري ۽ ڄاڻائي ته ڪو ڪم گذريل وقت کان وٺي جاري ٿيو آهي ۽ اڃا پيو ٿئي يا هميشه ٿيندو آهي.

● زمانُ سازُ ۽ زَمانُ سازَ: ذ. صفت. [ف. زمان+ ساز > ساختن = ٺاهڻ] وقت موجب ٺهي هلندڙ (ماڻهو)- وقت گذاريندڙ. مطلبي يار يا دوست- هان ۾ هان ملائيندڙ.

- زَمانِ سازِي ۽ زَمانِ سازِيُون: ث. دنيا داري - جهانداري - دنيا سازي - لوڪاچار. دنيوي معاملو - سنساري. جهڳڙو - لوڪ. دنيا جا ماڻهو. هان ۾ هان ملائڻ جي حالت - مطلب واري دوستي.
- زَمانُ ماضِي: ذ. گذريل وقت (گرامر ۾). گذريل وقت جي معنيٰ ڏيکاريندڙ فعل.
- زمانُ ماضِي اِسْتِمْرارِي: ذ. گرامر ۾ هي زمان چاڻائي ٿو ته گذريل وقت وارو ڪم پورو ٿي اُ چڪو هو؛ پر گذريل وقت ۾ هليو پئي يا جاري هو.
- زَمانُ ماضِي بَعِيدُ: ذ. گرامر ۾ هي زمان ڏيکاري ٿو ته فعل وارو ڪم ڪجھ وقت اڳي يا گذريل وقت جي ڪنهن ڪم کان اڳي ٿيو هو.
- زَمانُ ماضِي شَرْطِيَہ: ذ. گرامر موجب هي زمانُ صيغي شرطي ۾ ڪم ايندو آهي ۽ هميشه ان ۾ هڪ نہ ٻيو شرط وجهي ڳالهہ ڪبي آهي.
- زَمانُ ماضِي قَرِيبُ: گرامر ۾ گذريل وقت جي ڪم جي، ويجهڙائي ۾ پورائي ڏيکاريندڙ زمان.
- زَمان ماضِي مُتَشَڪِّي: گذريل وقت جي ڪم بابت شڪ ڏيکاريندڙ زمان.
- زَمانُ ماضِي مُدامِي: ذ. گذريل وقت جي عادت يا رواج يا ٻيو ڪو ماندہ يا وري وري ٿيندڙ ڪم ڏيکاريندڙ زمان.
- زَمانُ ماضِي مُطْلَق: ذ. هي زمان اهو وقت ٿو ڏيکاري جنهن گذري ويو هجي ۽ جنهن ۾ ڪو ڪم ٿي چڪو هجي.
- زَمانُ مُسْتَقبِل: ذ. گرامر موجب ايندڙ وقت جي معنيٰ ڏيکاريندڙ زمان.
- زمان مُسْتَقبِل اِسْتِمْرارِي: ذ. ايندڙ وقت ۾ جاري رهندڙ ڪم ڏيکاريندڙ زمان.

● زَمانو ۽ زمانا: ذ. وقت - ٽائو - ويلو - سمون - ويرمُ - ايام - وير - نوبت - صاحبي - وارو - ايامڪاري - عَمَلُ. ڏينهن - موقعو - وجهہ - اوڪاس. رت - موسم - فصل - مندُ - سَهَلَ. فرجو - مهلت. فرصت. مدو - ميعاد. پرُڪو - پيرو - گهمرو - وار - دفعو - ليڪو - پرڪ. ڏاهيُ - ڏانهين. عمر - چمار - ارجا - اوستا. جُڳ - قرن. دنيا - جهان - جَڳُ - جَڳتَ - سنسار - لوڪ - وِيسُ - عالم - ڪائنات. زمين - پرٿوي - خلقت. مخلوقات.
- زمانو بَدلِجي وڃَڻُ: خلق جو ڪردار بدلجڻ. وقت جو بدلجڻ.
- زَمانُو ڏِسَڻُ: تجربو حاصل ڪرڻ - آزمودگار ٿيڻ - دنيا ڪي ڏسڻ.
- زَمانُو ڦِرِي وَڃَڻُ: زمانو بدلجي وڃڻ. ماڻهن جو ڪنهن جي خلاف ۽ دشمن ٿي وڃڻ.
- زَمانِي جِي زدَ ۾ اچَڻُ: تڪليف ۾ اچڻ - وقت جي ڦيري ۾ اچڻ.
- زَمانِي سازُ ۽ زمانِي سازَ: ذ. صفت. مطلب جو يار - هان ۾ هان ملائيندڙ - خود غرض. دُنيوي - وهنواري - لوڪا چاري - دنيا ساز - دنيادار.
- زمانِي سازِي ۽ زمانِي سازِيُون: ث. خوشامد. ظاهرداري - بناوت. دنيا داري. حيلو - وسيلو. حالو چالو - جُڙيءَ ڪي جَسُ.
- زمانِي سازِي ڪَرَڻُ: دنيا داريءَ وارو ورتاءُ ڪرڻ. خوشامد ڪرڻ. مڪاري ۽ بناوٽي ڳالهيون ڪرڻ.
- زَمانِي کِي مُنْهَن ڏِيَڻُ: دستور ۽ عام قاعدي موجب هلَڻُ.

۽ زُمَرِ: ث. [ع] قرآن پاڪ جي هڪ سورة جو نالو. جماعت.

● زَمُرُدُ ۽ زُمُردَ: ذ. (ف) هيري جو هڪ قسم. سائي رنگ جو هيرو - پنو.
- زُمُرّدِين: صفت. زمرد جهڙو سائو - سبز.

● زَمُرَڪُ ۽ زمُرَڪَ (ت): ذ. ڏڪُ - سزا - سيکت. مالي نقصان پهچڻ خواهہ جسماني نقصان پهچڻ، چوٽَ. ڀَرو اچڻ.
- زَمُرَڪ ڏِيَڻُ: سخت سزا ڏيڻ - مار ڏيڻ. هيسائڻ - ڊپائڻ.
- زمِرَڪُ ڪَڍَڻُ: ڏڪ ڀڃائڻ.

● زُمُرو ۽ زُمُرا: ذ. [ع. زُمُرَہ] ٽولي- جماعت- گروھ- ميڙ- هجوم- سڳڙ- ساٿاري- ساٿ. سنگ- صحبت. ڪٺڙ- جانگ- ولر. لشڪر- سپاھ- فوج- ٽُمَن. رسالو- دستو.

● زَمزَم: اسم خاص. (ع). مڪ شريف ۾ هڪ کوھ جو نالو (جو حضرت اسماعيل بن حضرت ابراهيم جي ڇڙين هڻڻ جي ڪري معجزو ٿيو ۽ هي کوھ بنجي پيو).

- زمزمي: ث. آب زمزم رکڻ لاءِ لوھ جي ننڍڙي دلي.

● زَمِستان: ذ. (ف). سرديءَ جي موسم- سيارو.

● زَمهَرير: ث. (ع). سخت ٿڌ- سيارو. سرديءَ جي عذاب واري دوزخ جي هڪ طبقي جو نالو.

● زَمين ۽ زَمينون: ث. (ف). ارض- پوم- ڌرتي- پرٿوي- ڀرٿي- پونءِ- پٽ- تَرَ- ميدان. ملڪ. ديس- ڏيھ- ديش- خاڪ- مٽي. کيتي- آراضي- پني. دنيا- جهان- عالم- جڳت- سنسار. بنياد- جڙ- پاڙ- هيٺيون حصو.

- زَمين آسمان جو فَرق هُئڻ: ظرف. تمام گهڻو فرق هئڻ- اختلاف عظيم هئڻ.

- زَمين آسمان هڪ ڪري ڇڏڻ: ڪنهن ماڻهوءَ جي تلاش ۾ ڪا جاءِ نہ ڇڏڻ- تمام گهڻي تلاش ڪرڻ. تمام گهڻو هُل ۽ دهشت هئڻ. حد ڪان وڌيڪ پاڻ پتوڙڻ.

- زَمين اٿلي پوڻ: ڪجھ بہ ٿي پوڻ.

- زَمينات: ث. جمع زمين جو- زمينون.

- زَمين بوس ٿيڻ: [ف. زمين + بوس > بوسيدن = چمڻ] زمين چمڻ. خدمت ۾ حاضر ٿيڻ. ملازمت ۾ حاضر ٿي ادب بجا آڻڻ.

- زَمين تي پير نہ رکڻ: هٺ ڪرڻ- وڏائي ڪرڻ. هميشہ سواريءَ تي گهمڻ ڦرڻ. نازنخري سان هلڻ.

- زَمين پيرن هيٺان نڪرڻ: بد حواس ٿيڻ- بدحواسيءَ سبب پيرن جو ڏڪڻ ۽ ڦيري اچڻ.

- زَمين جو گز بڻجڻ: هردم گهمند وڦرندو رهڻ. زمين ڪڇيندو رهڻ.

- زَمين داخل ٿيڻ: خاڪ ۾ ملي وڃڻ. نيست و نابود ٿيڻ. مرڻ.

- زَميندار ۽ زَميندار: ذ. صفت. [ف. زمين + دار > داشتن = رکڻ] زمين وارو- زمين رکندڙ- زمين سنڀاليندڙ- زمين جو مالڪ.

- زَميندارِي ۽ زَميندارِيون: ث. زمين جي هجڻ جي حالت. زمين جي مالڪي. زمين جي سنڀال.

- زَمين دوز: ذ. [ف. زمين + دوز > دوختن = سبڻ] زمين ۾ پوريل- زمين اندر- زمين جي هيٺ.

- زَمين دوز ٿيڻ: ڪري پوڻ- ڍهي پٽ ٿيڻ.

- زَمين کائي وڃڻ: گم ٿيڻ. ڪجھ بہ نہ لڀڻ.

- زَمين ڪوتائڻ: (ت). لاجواب ڪرڻ. شرمندو ڪرڻ.

- زَمين ۾ سمائجڻ: شرم يا غيرت جي سبب زمين ۾ داخل ٿيڻ جو خيال ڪرڻ. شرمندو ٿيڻ.

- زَمين ۾ گهڙي وڃڻ: انتهائي شرمندو ٿيڻ- لڄي ٿيڻ.

- زَمين وهڻ: زمين جو هيٺ وڃڻ.

- زَمين و زمان: ذ. سڄو زمانو- سڄي دنيا- ڪائنات.

● زَن: ث. (ف). عورت- استري- زال- نار- مهري- ناري. گهر واري- جوءِ- پتني- اهليہ- بيوي- زوجہ. ٽهلي- داسي- نوڪرياڻي- نفرياڻي- پانهي. ونِي- ڪنوار.

- زَنانخانو ۽ زَنانخانا: ذ. خاص زالن جي رهڻ جي جاءِ- حويلي- ڏيڍي- حَرَم- حرمسراءِ.

- زَنانو ۽ زنانا: ذ. صفت. زال جو- زالڪو- زالاڻو- رَن ذاتيو- رَن ذاتيرو. ماديءَ مُنهون- نازڪ- نامرد. عياشي.

- زَنانو مُنُهَن هَڄَڻُ: ڪنهن بہ ڪم جي لائق نہ ٿيڻ.

- زَنانيءَ دِل ڪَرَڻُ: ڪنجوسائي ڪرڻ. بزدلي ڪرڻ. زال جي چئي تي هلڻ.

- زَنُ مُرِيدُ ج زَنُ مُرِيدَ: ذ. صفت. زال جي چئي تي هلندڙ - جوءِ جو مڇو - استري جيت - زال جو غلام.

- زَنُ مُرِيدُ هُئَڻُ: زال جي هٿ وس هئڻ.

- زَنِ مَنڪُوحَہ: ث. [ف. زن+منڪوحہ = نڪاح ۾ آيل] نڪاح ۾ آندل عورت - نڪاح ٻڌي زال.

● زِنا ج زِنا: ذ. [ع] غير عورت سان مباشرت - ڌاري زال سان همبستري - حَرامُ - بَدِڪاريءَ - حَرامڪاريءَ.

- زِنا بالجَبرُ: ذ. [ف. زنا+با=سان+جبر= ڏاڍائي] زوري حَرامڪاريءَ - زوري زِنا.

- زِناڪارُ ج زناڪارَ: ذ. صفت. [ف. زنا+ ڪار< ڪردن=ڪرڻ] زنا ڪندڙ - زناهي - زاني - فاجر - بدڪار - ويڀچاري.

- زِناڪاريءَ ج زِناڪاريُون: ث. زنا - زِناهَ - حرامڪاري - بدڪاري.

- زناهَ ج زِناهَ: ذ. ناجائز طور تي ٿيل همبستري - زنا - ويڀچار.

- زناهِيءَ ج زناهي: ذ. صفت. زناڪار - ويڀچاري.

● زَناخَ ج زَناخُون: ث. [ف] ڪڪڙ يا ڪبوتر وغيره جي سيني واري هڏي - سيني جي ٿاڪي. هڏو - چڙهہ. جناخ - جناڪَ.

● زُنّارُ ج زنّارَ: ذ. [ف] اهو ڌاڳو جو هندو ماڻهو مذهبي رسم موجب ڳچيءَ ۾ پائيندا آهن. جڻيو. قيدخانو - بنديخانو.

● زناوَرُ ج زناوَرَ: ذ. [ف. جناوَر: جان+ وَرُ] ساهوارو. جانور - جناوَر.

● زَنبُ ج زَنبَ (ت. ڪ): ذ. وڏو گِرهہ (ٻَتَ جو) - وڏو لوالو - ڳڀو - لقمو.

● زَنبَڪُ ج زَنبَڪَ: ذ. ٻَتَ جو وڏو گِرهُ - زَنبُ.

● زِنبَ ج زِنبُون: ث سيرَ جو ٽُڪَرُ - جِنبَ.

ج زنبَق: ذ. [ع] ٻساريءَ وکر جو هڪ قسم، سفيد گل جو هڪ قسم - گل سوسن - چنبيلي - موتيو - جاءِ جو گل. [انگ. Inis].

● زَنبَڪو ج زَنبَڪا (ڪ): ذ. (آواز) آواز جو هڪ قسم - سَنڪو - ٺهڪو. جيئن "هوا جو سوسات، پاڻي جو ڳِنڪو، مال جو رنيڪو".

● زَنبُورُ ج زَنبُورَ: ذ. (ف) ماکيءَ جي مَک.

● زِنبِيلُ ج زَنبِيلَ: ذ. [ع] فقيرَن جو ڪچڪول. پِنڻَ جو ٿانءُ - ڪسِتو - جنبيل. جهوليءَ - ٿيهيءَ. فقيرَن جي وڏي گودڙي.

● زِنجِيرَ ج زَنجيرُون: ث. [ف] لوهہ جي ڪَڙين جي ڳنڍيل قطار - سَنڪِليءَ - چين Chain - سَنگر - نيٽَرُ - واگهہ. ٻيڙي - اٽڪول. ڏاوڻ. ڪڙي - قطار. ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهہ. (صفت) پڪو - پختو - ڏاڍو - مضبوط - قابو - سو گهو - اَچل - برقرار.

- زَنجِيرِيءَ ج زَنجِيرِيُون: ث. زَنجير. پرت جو هڪ قسم.

● زَنجِيلُ ج زَنجِيلَ: ث. [ف] ٻارجات. ٻڻ جو ٿانءُ - جنبيلُ - ڪسِتو - ڪاسو.

● زَنجِيرُو ج زَنجِيرا: ذ. [ع. جزيره] ٻيٽ - جزيرو.

● زِندانُ ج زِندان: ذ. [ف] قيدخانو - بنديخانو - جيل - محبس. تڪليف. ڏک. بيماري.

- زِندانَ ۾ پَوَڻُ: تڪليف ۾ پَوَڻُ.

- زِندانِيءَ ج زِندانيءَ: ذ. صفت. قيديءَ - اَسير.

● زَند آوَستا: اسم خاص. [ف. زَند=شرح+ آوَستا=متن] پارسين جو پاڪ ڪتاب.

● زِندَپُور: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (اڪثر حيدرآباد ضلع ۾).

● زندگانيءَ ج زِندگانيُون: ث. [ف]. زندگي - جياپو - زيست - حياتي - جند. عمر - اوستا - چوڏاٺ - ٻساهہ - ارجا. جيوتي - گذران.

● زِندگيءَ بِستري ڪَرَڻُ: عمر گُذارَڻُ- جيئڻُ- عمر ڪاٽڻ.

- زِندگيءَ تلخ ٿيڻ: حياتي وبال ٿيڻ.

- زِندگيءَ پَر: ظرف. تمام عمر- سڄي عمر.

- زِندگيءَ ڪَڙِي ٿيڻ: دنيا جي ڏکن کان بيزار ٿيڻ. تمام گهڻين مصيبتن ۾ اچي ڦاسڻ. حياتيءَ کان هٿ کڻڻ. دنيا کان دل کڻي ٿيڻ.

- زِندگيءَ تنگ ٿيڻ: زندگيءَ کان عاجز ٿيڻ- حياتيءَ کان ڪڪ ٿيڻ.

- زِندگيءَ کان هَٿ ڌوئڻ: جيئڻ جو آسرو نه رکڻ- حياتيءَ تان آسرو لاهڻ.

● زِنده: صفت. (ف). ذي روح- ذي حيات- حيات- جيئرو. خوش. تازه.

- زِنده باش: ندا. جيئرو ره- سلامت رهه. شاباس- مرحبا.

- زنده رَهڻ: جيئرو رهڻ. تازو رهڻ.

- زِنده دَرگور هُجڻ: جيئري قبر ۾ هجڻ. تمام تنگ گذارڻ.

- زِنده دِل: صفت. خوش طبع- خوش مزاج- ظريف- مسخرو- چرچائي.

- زِنده دِلي: ث. خوش طبعي- ظَرافَت. چرچو- مسخري.

- زِنده ڪَرَڻُ: جيئرو ڪرڻ- ساهه وجهڻ. حياتي بخشڻ. جان وجهڻ.

- زِندو ۽ زندا: ذ. صفت. جيئَرو- حيات- زِنده- جاڳندو. خوش. چڱو ڀلو.

● زِندِيقُ ۽ زِنديق: ذ. صفت. (ع). بي دين- ڪافر- بي ايمان- مشرڪ- ملحد.

● زَنگُ ۽ زَنگ: ذ. [ف] گهنب- گهنبڙي. (ڪنهن ڌاتوءَ جو) ڪَٽُ- ڪَسُ- مَٽُ- مرچو- موورياڻ- زنگار. بدخواهي- عداوت- ضد- دشمني- وير- ايرکا- عڪس- خصومت- ڪينو- خار- چاوت- بغض- ڪُونس- حسد.

- زَنگ آلُوده: صفت. ڪَٽِ چڙهيل- زنگ خورده- ڪٽيل.

- زَنگارُ ۽ زَنگار: ذ. ٽامي جي ڪَٽِ- ڪَسُ زنگال- زنگ. (هي ڪاٽين سان هٿ ايندو رهي، بعضي هن ريت ٺاهيندا آهن، ديگڙيءَ ٽامي جيءَ ۾ سرڪو تڪو وجهي بند ڪري باهه تي چاڙهي، سرڪو سڪائي، ديگڙي مان ڪرڙي لاهي هٿ ڪندا آهن).

- زَنگالُ ۽ زَنگال: ذ. زنگ- ڪٽ- ڪس- زنگارُ.

- زَنگالِجَڻ: زنگجڻ- ڪٽجڻ- ڪٽ چڙهڻ- ڪسجڻ.

- زَنگجَڻُ: زنگ لڳڻ- ڪٽجڻ- ڪٽ چڙهڻ- ڪسجڻ. ڪاٽجڻ. سڙڻ.

- زَنگ لڳَڻُ: ڪٽ چڙهڻ.

- زَنگ وِجهَڻُ: عداوت وجهڻ- دشمني وجهڻ.

● زَنگبار: اسم خاص. شيدين جو ملڪ. آفريڪا جي هڪ علائقي جو نالو.

● زَنگ: (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● زَنگي ۽ زَنگي: ذ. گل جو هڪ قسم. زنگ ملڪ جو وينل- حبشي- شيدي. (اسم خاص) هڪ ذات جو نالو (انگ. Oleander).

● زنگيا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● زَنگياڻي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● زَنگيپوٽا: (ت). اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● زَنگيپور: اسم خاص. تعلقي ٺل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● زَنگيجا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي رتي ديري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● زَنگيزا: (ت) اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● زَنهار: ظرف. (ف). پناهه- هرگز- ڪڏهن نه.

● زَنئور: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● زَوارُ ۽ زَوار: ذ. (ع). زيارت ڪندڙ- زيارتي. ڪربلا معليٰ جو زيارتي. (اسم خاص) هڪ ذات جو نالو (ت).

● زَوالُ ۽ زَوال: ذ. (ع). ڪِرڻ جي حالت- لاڙو- لاٿ- تنزل. سج لٿڻ جو وقت- لاڙو سج جو.

اڳين ۾ جو وقت. پڇاڙي - پڇاڙي. زبون - چٽ - ڪريل. گم - ناس. ضائع. ڪمي - گھٽتائي پستي (ضد. ڪمال).

- زَوالَ جو وَقتُ: ذ. ٽيون پَهَرُ - ٻنپهرن کان پوءِ جو وقت.

- زَوالِيٽَ ۽ زَوالِيٽُون: ث. گھٽائي - لاڙو. موت - پوپان پير - پڄاڻي - زوال. ابتري. ساڙو - ڳارو - موءُ - ساڙ - ڳار. بربادي - تباهي - اجاڙ - خانه خرابي - ستياناس - خانوخراب.

- زَوالِيُ ڏِيَڻُ: (ت) موت پهچائڻ.

- زَوْجُ: ذ. (ع). جوڙو. زال مڙس.

- زَوْجَهُ ۽ زَوْجَهُون: ث. زال - گهر واري - بيبي - استري. عورت.

- زَوْجَہ مَنڪُوحَہ: ث. نڪاح پڌي زال.

- زَوْجِيٽُ: ث. نڪاح - عقد. وهانءُ.

- زَوْجِيٽُ ۾ آڻَڻُ: نڪاح ۾ آڻڻ - زال بنائڻ.

● زوُدُ: صفت. ظرف. (ف). جلد - تڪڙو - ترت - ته ۽ ته - جهٽ پٽ - فوراً - شتاب - تِکو - اماڪ - يڪدم. هڪدم - ته ۽ ته طالبو - اوچتو.

- زوُدُ رَسُ: ذ. صفت. [ف. زود + رس > رسيدن = پهچڻ) تمام ذهين - تيز فهم.

- زوُدُ رَنْجُ ۽ زوُدُ رَنْجَ: ذ. صفت. [ف. زود + رنج = ڏُکُ] جلدي چڙندو. چيڙاڪ - تپڙو - ڀوسرندڙ. خار باز - تيز مزاج.

- زوُدُ رَنْجُ هُئَڻُ: جلدي ڪاوڙجندڙ هئڻ - ڪاوڙيل هئڻ - چيڙاڪ هئڻ.

- زوُدُ فَهَمُ: ذ. صفت. [ف. زود + فهم = عقل] تمام ذهين - تيز فهم.

- زوُد نَوِيسُ ۽ زوُد نَوِيسَ: ذ. صفت. [ف. زود + نويس > نوشتن = لکڻ] تڪڙو لکندڙ - جلدي لکندڙ.

- زوُد نَوِيسِيُ: تڪڙي لکڻ جي طاقت.

● زوْرُ ۽ زوْرَ: ذ. (ف). ٻل - طاقت - قوت - توانائي - سگهه - همت - جرئت - شڪتي - تيج - ستَ - ڏاڍائي - مضبوطي - توفيق - سگهت - سامرٿي. غلبو - زيادتي - ڪثرت - افراط - ازحد - نهايت. ظلم - ستم - سختي - غضب - زبردستي. اختيار - حڪم - حڪومت. ڪوشش.

- زورآزِمائِيڻُ: طاقت آزمائڻ - طاقت ڏيکارڻ - زر ڏيکارڻ. زور جي آزمائش وٺڻ.

- زور آزِمائِيُ ۽ زورآزمائِيُون: ث. طاقت آزمائي.

- زورآوَرُ ۽ زورآوَرَ: ذ. صفت. [ف. زور + آور > آوردن = آڻڻ] ٻلوان - طاقت ور - طاقت مند - جرئت وارو.

- زورآوِرَيُ ۽ زورآوِرِيُون: ث. طاقت - ٻَلُ - توانائي. زبردستي.

- زورارُ ۽ زورارَ: ذ. صفت. زور وارو - زور ڀريو - زوراٺو - مضبوط - جاڏو - جبرو - ٻليار - ٻلي - ڀرٻل - ڪراڙو - ڪڙاڪڙي - سگهو - سگهارو - سگهاٺو - سپرُ - سگهتو - قوَتي - ستاٺو - قرارو - توانو - ستاٺو. زبردست - ڀيچ وارو - پچٽيات - شهزور.

- زوراڪُ ٿِيَڻُ: (ت) ڪنهن جانور جو زور وٺڻ قابو ۾ نہ اچڻ.

- زورانُ دَستِيِ ۽ زورانُ دَستيُونُ: ث. [ف. زور + دست = هٿ] ڏاڍ مڙسي - طاقت - زوران زوري - ملهان ملهي.

- زورانُ زورِيُ: ظرف. زبردستي - زوري - جبراً - سختيءَ سان - زور سان - قهراً.

- زورانُ زورِيُ ڪَرَڻُ: زبردستيءَ ڪرڻ.

- زوراٺو ۽ زوراٺا: ذ. صفت. سگهارو - سگهاٺو - زور ڀريو. زوردار - قرارو - زبردست - پهلوان - پراڪرمي - جبرو - جاٺو - قوي. جنگ - جوڌو - هيڪل - بهادر - ٻلي - ٻلوان - زور آور. (ذ). شوڪ - غم - ڏک - گوندر - ڏنج - افسوس - ارمان - سور - ڪليش - ويڌن - ڏک. ماتم - رودن.

- زوْراوَرُ ۽ زوراوَرَ: ذ. صفت. زور وارو - زبردست - دست دراز - جبراٺو - غضبناڪ. ڏاڍو سخت - بلڪل - مهاوت. ظالم - قهري - ڌوڏي - الڏيري - ستمگر - شوخ - گبر.

- زوْراوري ۽ زوراورِيُون: ت. زور- ڏاڍ- سِيرائي- زوري- جَبرُ- ڏاڍائي- دست درازي- ظلم. شوخي. گهڻي ٻوساٽ- ڌڪ دڙُنس- غَضَبُ- زور زبر. ٻل- طاقت- قوت. زورُ- چوهه.

- زوْرائِتو ۽ زوْرائِتا: ذ. صفت. مضبوط- جاڏو- جبرو- ٻليار- ٻَلي- ڀرپل- ڪراڙو- ڪڙاڪڙي- سگهو- سگهارو- سگهائتو- سِپرُ- زور ڀريو- قوتي- ستائتو- قرارو- توانو- سٺاڻو- ٻلوان- پراڪرمِي- پڇٽيات- پهُچ وارو- شهزور.

- زوْرِ ڀلوُ ۽ زورِ ڀلا: ذ. صفت. ڀلو- سٺو- چڱو.

- زوْرَ ڀَرِيو ۽ زور ڀَرِيا: ذ. صفت. طاقتمندُ- مضبوط- طاقتور- جبرو- ٻليار. ٻَلِي- ڀرٻَلُ- ڪراڙو- ڪڙاڪڙي- سگهو- سترو- سگهرو- سگهائتو- قوي- سپر- زورائتو- زور ڀريو- قوتي- ستائتو- قرارو- توانو- سٺاڻو- جانٺو- سَتَرُ وَتر. ڏڙنسو- متارو- ڏمتار.

- زوْرَ تي چَڙَهڻُ: طاقت وٺڻ- زور وٺڻ.

- زوْرُ جَتائِڻُ: طاقت ظاهر ڪرڻ.

- زوْرَ جيِ مِينڌِيْ هڻَڻُ: مرضيءَ جي خلاف ڪم ڪرڻ.

- زوْرَ جيِ مينڌِيْ نَہ لَڳَڻُ: رضامنديءَ کان سواءِ ڪم سرانجام نہ ٿيڻ.

- زوْرُدارُ ۽ زوْرُدارَ: ذ. صفت. [ف. زور + دار < داشتن = رکڻ] زوروارو- زورائتو- قوي- پهلوان- توانا- طاقتور.

- زوْرُ ڏيکارَڻُ: طاقت ظاهر ڪرڻ- ٻَلُ ڏيکارڻ. دٻاءُ وجهڻ.

- زوْرَ ڏِيَڻُ: ڀيڙون ڏيڻ- مَنَڻُ- چاهڻ- مناڙڻ- مڪڙيون هڻڻ. طاقت ڏيکارڻ- زور آزمائڻ. بهادري ڏيکارڻ. شدمد سان چوڻ. جهلي بيهڻ. ٽيڻ. ڀنيرائي ڪرڻ- مدد ڪرڻ. تاڪيد ڪرڻ. مجبور ڪرڻ. قوت ڏيڻ. سخت ڪرڻ. ڪو لفظ زور سان ڳالهائڻ.

- زوْرُ ڏيئيِ بيهَڻُ: تمام گهڻي ڪوشش ڪرڻ.

- زوْرُ شُورُ ۽ زوْرَ شُورَ: ذ. تيزي- شدت- سختي- تيڪ- تاءُ.

- زوْرُ ڪَيڏَڻُ: زور گهٽائڻ- سگهہ ڪيڻ. ڪمزور ڪرڻ.

- زور ڪَرَڻُ: زور لڳائڻ- ڪوشش ڪرڻ- طاقت آزمائڻ. زوري ڪرڻ- لاچار ڪرڻ- مجبور ڪرڻ- دٻائڻ. منٿ ڪرڻ- آزي ڪرڻ.

- زوْرَ لائي بيِهَڻُ: سڀ حيلا وسيلا هلائي بيهڻ.

- زورُ لَڳائِڻُ: طاقت لڳائڻ- زور ڪرڻ. همت ڪرڻ. ڪوشش ڪرڻ. مدد ڪرڻ- ڌڪو ڏيڻ. مجامعت ڪرڻ.

- زورَ مارِيو ۽ زورَ مارِيا: ذ. صفت. زبردستيءَ سان نڪتل- زور سان ڌڪيل. زبردستي- مجبوري- زوري- ڏاڍائي- لاچار. مرضيءَ کانسواءِ- بي خواهشو.

- زورِ مَسُ: ظرف. زبردستيِ- زور- زور زبَرُ- ڏاڍ ئي- زوريءَ.

- زورمَنْدُ ۽ زورمند: ذ. صفت. ٻلوان- طاقتور- زوراور.

- زورَ ۾ وَڃَڻُ (ڪ): ملاحن جي اصطلاح ۾ ٻيڙيءَ جو- واءُ کان ٻاهرو وڃڻ.

- زوْروُ ۽ زوْرا: ذ. زور- ٻل- طاقت- قوت- سگهہ. زورُ- چوهہ. ڏاڍَ- ڏاڍائي- سيرائي- زبردستي- زور واري- جبر- دست درازي. گهڻي ٻوساٽ- ڌڪ دڙنس- غضب- زور زبر. (ذ. صفت) زبردست- ظالم. ڏاڍو- بهادر- طاقتورَ- سگهارو.

- زورُ وَنائِڻُ: همٿائڻ- قوت ڏيڻ. جوش ڏيارڻ- ترغيب ڏيڻ. آٿارڻ.

- زوْر وِجهَڻُ: دٻائڻ- مجبور ڪرڻ- دٻاءُ وجهڻ. طاقت ڏيکارڻ. مدد ڪرڻ.

- زورُ هَلائڻُ: طاقت هلائڻ. وَسُ هلائڻ. حڪومت هلائڻ. زبردستي يا رعب سان ڪم وٺڻ.

- زورُ هلَڻُ: وس هلڻ- پڄت هلڻ- حڪم هلڻ.

= زورُ هڻڻُ: مٿو هڻڻ. محنت ڪرڻ - زور لڳائڻ - مٿا مونا هڻڻ - ڪوشش ڪرڻ - جتن ڪرڻ.
= زورُ هڻڻُ: طاقتمند هئڻ - ڏاڍو هئڻ - مضبوط هئڻ - طاقتور هئڻ - زورائتو هئڻ. هلنديءَ وارو هئڻ - رهائيءَ وارو هئڻ. خوش هئڻ.
= زوريءَ ۽ زوريئون: ث. زبردستي - ڏاڍائي - زورو. (ظرف) ڏاڍ سان - جبراً - غضب سان - زور سان.
= زوريءَ زنا: ث. زبردستي زنا - زوري همبستري.
● زُورُ ۽ زُورَ: ذ. (ع) دغا - فريب - ڪوڙ - دروغ - ڪذب.
● زَوْرَقَ ۽ زَوْرَقُون: ث. (ع) ٻيڙيءَ جو هڪ قسم - ننڍي ٻيڙي.
● زورَ ڪِرُهه: اسم خاص. تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● زُوزاتُ ۽ زُوزاتَ: ذ. (آواز) زور سان وڄڻ يا ڦرڻ جو آواز (چرخي يا لاٽونءَ جو) زوڪاٽ.
● زُوفا: ذ. (ع) دوا طور ڪم ايندڙ هڪ پسارڪو وکر (خوشبودار پنن سان گاهه جو هڪ قسم، جنهن جي شاخن ۾ ڳنڍيون ۽ گُل زردو ٿئي).
● زُوڪاٽُ ۽ زُوڪاٽ: ذ. (آواز) هوا جي زور سان لڳڻ جو آواز - زوزاتُ - سوساٽ - زوڪٽ.
= زُوڪَٽُ ۽ زوڪَٽ: ذ. زوڪاٽُ - زوزاتُ.
● زُوڪو ۽ زُوڪا (ت): ذ. صفت. ٿلهو - متارو - پهلوان.
● زُوْرُ ۽ زُورَ (ل. ڪ): ذ. زور - ٻَل - طاقت - قوت. ڏاڍ - ڏاڍائي. سيرائي - زوراوري - دست درازي - گهٽي پوساٽ - زبردستي - غضب - زور زَبَر. طاقت - سمرٿي. جاهه - چوهه - هلان - آلَر. توفيق. وسعت. (ظرف) تڪو - زور سان - ڏاڍ ي.
= زُورَ مان: ظرف. زور سان. طاقت سان.
= زُومي ۽ زُوميُ: ذ. صفت. ظالم - قهار - ستمگر - ڏوڏي. پرجا پيڙڪ - راڄ پيڙڪ - مَرُدَمُ آزارُ.

= زُونُ (ت): ذ. (آوز) زور - وڏائي - تيشَنَ - اڪڙ. (ظرف) تڪو - تيز.
= زُونُ تيسَنُ: وڏائي ۾ پرجي وڃڻ. ڪاوڙجڻ.
= زُونُ سَڏائُ: هوشيار سڏائڻ. بهادر سڏائڻ.
= زُونُ ءِ ۾ هُجَنُ: وڏائيءَ ۾ هجڻ - تڪبر ۾ هجڻ.
● زَوْنٿو ۽ زَوْنٿا (ل): ذ. هِمَتُ پريسو - ٿلهو متارو - مضبوط - ڏاڍو.
● زونَرُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● زَوْنرُ: هڪ ول جو نالو (نهايت زهريلي) - هڪ قسم جي زنگي گل جو ٻوٽو.
● زَوْنرَقَ ۽ زَوْنرقون: ث. (ع). ٻيڙيءَ جو هڪ قسم - زورق.
● زِهَ ۽ زِهُون: ث. يا زِهُ ۽ زِهَ: ذ. (ف). ڪنهن به شيءِ جو ڪنارو - وَٽ. جيئن "زِهَ گريبان، زِهِ دن" وغيره. ڪمان جي ڏور - وَتَرُ. ڏوري - تند - تار - نار - رودو. جانور جي آنڊي سان وٽيل ڏور (جا ڪمان ۾ ڪم اچي). جاميٽريءَ موجب اها سنئين ليڪ، جا گهيري جي هڪ پاسي کان هلي، گهيري جي ٻئي پاسي پهچي؛ مرڪز سان نه لنگهي.
= زِهِبَندُ ۽ زِهبَندَ: ذ. [زهر + ف. بند < بستن = ٻڌڻ] ڪاٺ جي ٽٽي؛ جا رازا جاءِ ٺاهڻ مهل ڪم آڻيندا آهن (ليپي جي سنوت لاءِ).
- زِهُونُ ڏِيَڻُ: مغزي هڻڻ - ڪپڙي کي ڪناري هڻڻ.
● زُهْدُ ۽ زُهدَ: ذ. (ع). پرهيزگاري - پارسائي. پاڪائي. خدا پرستي. پرهيز - ڪيري.
● زَهَرُ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● زَهَرُ ۽ زَهرَ: ذ. (ف). وِهه - وِڪَ - سنکيو. بغض - ڪينو - ساڙ. حسد - جلن - ٻيائي - دغا. دشمني - ويرُ. (صفت) ڪارو - ڪئوڙو - تيز. بي لُطف - بد ذائقو.
= زَهَرُ آبُ: ذ. صفت. زهر گڏيل پاڻي - زهر آلوده پاڻي.
= زَهرآلودَهُ: ذ. صفت. [ف. زهر + آلوده = گڏيل] زهر سان ڀريل - زهريلو.

- زَهرباد: ذ. باد زهر - بادخاهہ - خناق. گهوڙي جي بيماريءَ جو هڪ قسم.
- زَهرُ تيريءَ تي رَکيُ نہ کائڻُ: بڇڙي صحبت يا سنگت ۾ رهي؛ بڇڙو ڪم نہ ڪرڻ.
- زَهرُ ٿيُ پوَڻُ: وِهہ ٿي لڳڻ. تلخ ٿيڻ. نہ وڻڻ - ناگوار لڳڻ. بڇڙي معلوم ٿيڻ.
- زَهرُ ٿيڻُ: خراب ٿيڻ. تڪليف جو باعث ٿيڻ. تلخ هجڻ.
- زهرَ جو ڍُڪُ پيئڻُ: صبر ڪرڻ - غم کائي وڃڻ. نہ برداشت ڪري سگهڻ جي ڳالهہ برداشت ڪرڻ.
- زَهرَ جيُ چُرِيُ هئڻُ: تمام خوفناڪ ماڻهو هئڻ.
- زَهرُدارُ: ذ. صفت. زهر سان ڀريل - زهرياو - زهر وارو - زهري. وهہ ڀريو.
- زَهرُ ڏيڻُ: زهر ڏارڻ - زهر ڏيئي مارڻ - زهر سان مارڻ.
- زَهرُ قاتِلُ: ذ. صفت. مهلڪ زهر - مارڻ وارو زهر.
- زهرُ ڪُچلوُ: ذ. ڀسارڪي وکر جو هڪ قسم.
- زَهرُ ڪَرَڻُ: تلخ ڪرڻ - ڪڙو ڪرڻ - وِهہ ڪرڻ - وِکُ ڪرڻ.
- زَهرُ ڪري ڏيڻُ: تلخ ڪري ڏيڻ - ناگوار ڪري ڏيڻ - بدمزه ڪري ڏيڻ.
- زهرُ ڪُوچِلوُ ۽ زَهرُ ڪُچِلا: ذ. زهر ڪچلو.
- زَهرُڪوُ ڪلوُ ۽ زَهرُڪوُ ڪيلا (ٿ). ذ. گاهہ جو هڪ قسم - زهر ڪچلو.
- زَهرُ کائڻُ: ڪا ماريندڙ شيءِ کائڻ. جان ڏيڻ. مرڻ.
- زَهرُ لڳڻُ: ازحد ناگوار لڳڻ. خراب لڳڻ ڪڙو لڳڻ.
- زَهرُ مهروُ ۽ زَهرُ مُهرا: ذ. زهر ڪسي ڪيندڙ پٿر جو هڪ قسم (جو دوا طور ڪم اچي).
- زَهرناڪُ: ذ. صفت. زهر وارو - زهر سان ڀريل - زهريلو.
- زَهرُ واتُ پَريوُ هئڻُ: ڪنهن عزيز جي موت هئڻ ڪري سُوڳ ۾ هجڻ.
- زَهرَ هارَڻُ: اندر جو غصو يا رنج ٻئي جي مٿان هارڻ.
- زَهرِيُ ۽ زَهرِيُ: ذ. صفت. زهر وارو - وِکرُ - وِهہ وارو - زهر وارو - اثرائتو - زهريلو - وِک ڀريو. ڪڙو - تلخ.
- زَهرِيلو ۽ زَهرِيلا: ذ. صفت. زهر وارو - زهر دار - زهري.
● زَهرا: ٿ. (ع.) خاتون جنت حضرت بيبي فاطمہ رضہ (جو لقب).
● زُهرائيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. درڪاڻي بلوچن جو هڪ قبيلو.
● زَهرهُ: ذ. (ع.) هڪ گرهہ جو نالو - شڪر گره - زهرو.
- زُهرَهُ جبينُ: صفت. [ع. زهره + ف. جبين = پيشاني.) خوبصورت - ماهہ پيڪر.
- زُهرو ۽ زُهرا: ذ. زُهرَهُ.
● زَهرِيُ: اسم خاص. بروهي بلوچن جو هڪ قبيلو. بلوچستان جي جهلاوان علائقي ۾ هڪ ضلعي جو نالو (تاريخ بلوچستان).
● زَهمرُ ۽ زهمرَ: (ڪ) ذ. هڪ وَلِ جو نالو - وڻ ويڙهيءَ جو هڪ قسم - ٻي ٻاڙي.
● زَهيُ: (ڪ) ٿ. زعم. زور. ڪاوڙ. ڪست. (پيلاين جا ٻول).
- زِهيُ: ندا (ف.) وه واهہ - شاباس.
- زِهيُ قِسمَت! ندا. واهہ - خوش نصيبيُ.
- زِهيُ نَصيبُ! ندا. واهہ خوش نصيبيُ!
● زَهيرُ ۽ زهيرَ: ذ. صفت. (ف). هيٺو - ڪمزور - ڏٻرو - اڀرو.
● زئنرَ: (ت) اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● زَئيُ ۽ زَئيُونُ: (ت) ٿ. (ف.) رَت - مائٽي - عزازت.
- زئيرَ ۽ زَئيرونُ: (ک) ٿ. آکيرَ - سيڪَ.
● زيادَتُ ۽ زِيادَتون: ٿ. (ع) گهڻ - واڌ - واڌارو - افراط. گهڻائي.

- زِيادَتيءُ ع زِيادَتيءُ نُ: ث. ڪثرت - افراط - جوڙ - واڌ - واڌارو. وَراڻ - چاڙهو - سرسي. زوراوَري - ظلم - جبر - زبردستي. فالتو. فاضلي.

● زِيادَه: ذ. صفت. (ع.) گهڻو - جهجهو - ڀَڙوڻ. گهڻ - جال - سرس - وڌيڪ - مٿو - گهڻو - بيحد - سبيل. گهڻي قدر - نهايت - تمام - بلڪل - ڏاڍو. فالتو - پيو ٻه.

- زِيادَهٔ تَر: صفت. وڌيڪ - گهڻو - قدري گهڻو - بلڪل زياده.

- زِيادَهٔ حَد اَدَب: جملو. ختم ڪرڻ جي دعا.

- زِيادَهٔ خَيرِيَت: (جملو) حال احوال ختم ڪرڻ وقت استعمال ٿيندڙ ڪلمو. باقي خيريت - وڌيڪ خيريت.

- زِيادَهٔ ڪَرَڻُ: وڌائڻ - واڌارو ڪرڻ. گهڻو ڪرڻ.

- زِيادَهٔ گُو ع زِيادَهٔ گُو: ذ. صفت. [ف. زياد + گو > گفتن = ڳالهائڻ] ڳالهه وڌائيندڙ. ڪوڙو - فضول گو - دروغگو.

- زِيادَهٔ گوئيءُ ڪَرَڻُ: وڌائي ڳالهه ڪرڻ - فضول بڪڻ.

● زِيارَتَ ع زِيارَتُونُ: ث. [ع. زارَ = ملاقات ڪئي] ڪنهن مقدس جاءِ جو ديدار - جاترا - ياترا - تيرٿ. حجُ. درشن - ديدار. ملاقات - گڏجاڻي.

- زِيارَتَ ڪَرَڻُ: ڪنهن مقدس جاءِ يا بزرگ جو ديدار ڪرڻ.

- زِيارَتَ گاهَ ع زِيارَت گاهَون: ث. [ع. زيارت + ف. گاهه = جڳهه] زيارت ڪرڻ جي جاءِ - مقدس جڳهه - درگاهه - آستانو.

- زِيارَتيءُ ع زِيارَتيءُ: ذ. صفت. تيرٿ واسي - جاتري - ياتري - رَمتو - مسافر - پانڌيڙو - ملاقاتي - ديداري - درشني.

● زِيانُ ع زِيانَ: ذ. (ف). نقصان - هرج - ٽوٽو - هاڃو - گهاٽو - خسارو - ضرر - وڃاءُ - ڇيهو - تاوڻ - تاوانُ. ڇوٽَ - ڇٽي - اپوچي - ڪاس. بربادي. تباهي.

- زِيانُ خورُ ع زِيانُ خورَ: ذ. صفت. [ف. زيان + خور > خوردن = واپرائڻ] نقصانڪار. لاس ڪندڙ - تباهه ڪن - نقصان پهچائيندڙ - ضررناڪ - جهوراڻو. حرڪتي - لُچو - ائيٽرو - هاڃو.

- زِيانِ ڪارُ ع زِيانِ ڪارَ: ذ. صفت. [ف. زيان + ڪار > ڪردن = ڪرڻ] نقصانڪار - نقصان پهچائيندڙ - زيان خور.

- زِيانيءُ ع زِيانيءُ: صفت. نقصانڪار - نقصان پهچائيندڙ - زيان خور.

● زِيبُ ع زِيبَ: ذ. (ف). سونهن - حُسن - سوڀيا - خُوبي - خوبصورتي - براج. آرائش - زيبائش - سينگار - ٺٺُ - ڀاڻيس - خوشنمائي - رونق - تيج - جلوو - ڪيرائتي - جهلڪو - پڙڪي - پرتاب - ڏما. تجمل - آب - چمڪ.

- زِيبا: صفت. خوشنما - سهڻو - سندر - خوبصورت. سٺو. مناسب. آراسته - سينگاريل.

- زِيبائِتو ع زِيبائِتا: ذ. صفت. زيب وارو - زيبو - سوڊو - سندر - ڦاڪو - سهڻو. عمدو - ڀلو پلوڙ - سٺو - وڻندڙ - ديداري - ڏسڻ جهڙو - لطيف - نازڪ - سنگين - مهين. سنهو - نفيس - چوکو.

- زِيبائِشَ ع زِيبائِشُون: ث. سجاوت - بناوت - سينگار - آرائش. سوڀيا - زينت - سولهن.

- زِيبُ تَنُ ڪَرَڻُ: پائڻ - پهرڻ. ڪنهن چيز کي جسم تي سينگارڻ.

- زِيبُ ڏِيَڻُ: سوڀيا ڏيڻ - خوشنما لڳڻ - سٺو لڳڻ.

- زِيبُ زِينُ: ذ. زيب زين - سولهن - سينگار.

- زِيبَ وارو ع زِيب وارا: ذ. صفت. زيبائتو - عمدو - سهڻو - نزاڪت وارو - ڦاڪو - زينت وارو.

- زِيبُ و زِينَتُ ع زِيبُ و زِينَتُون: سجاوت - آراستگي - ٺاٺُ - بناءُ سينگار - زيبائش.

● زِيبرا ع زِيبرا: ذ. (انگ). آفريڪا ۾ گڏهه جو هڪ قسم - پٽاهتي گڏهه جو هڪ قسم.

● زِيٽو زِيٽَ: (ڪ) ث. (آواز) زِها زِپُ - ٺَهه ٺَهه - سَٽ سَٽ - زپ زپ.

● زيتون ۽ زَيتون: ذ. (ف) ميوي ۽ وڻ جو هڪ قسم - ڄام ڦل - آمروت - امرود. (ٻي قسم جبلي، ٻري - باغي).

● زيتَ ۽ زيتون: (ت) ث. (ف). ٺڪواس - ٻڪ ٻڪ. ٻَٽاڪ - لباڙ. آڪڙ - وڏائي.

- زيتَ هڻڻ: ٻَٽاڪ هڻڻ - لباڙ هڻڻ.

● زيپَ ۽ زيپون (ت): ث. ڊاڙ - ٻَٽاڪ - لباڙ - ٺڪواس - ٻڪ ٻڪ.

- زيپر ۽ زيپرَ: ذ. صفت. ٺڪواسي - لباڙي - ڊاڙي - ٻَٽاڪي.

- زيپَ مارڻ: ڊاڙ هڻڻ - ٻَٽاڪ هڻڻ.

- زيپَ ميلائڻ: ڊاڙون هڻڻ - ٻَٽاڪون هڻڻ.

● زيپٽ ۽ زيپٽَ (ت): ذ. (آواز) ٺڪاءُ - ٺهڪو - وسڪارو، جيئن "موچڙي جو زيپٽ ٿيو ٿوي."

● زير: ظرف. (ف). هيٺ - هيٺان - هيٺوٽو - هيٺاهون - هيٺ پرو - تحت. (صفت). درجي ۾ گهٽ - ڪمتر - نيچ - هلڪو - سادو. تابع ۾ - هٿ هيٺ - وس - زيردست - ماتحت. ڪمزور - ڪم طاقت.

- زير آبَ: ذ. صفت. [ف. زير + آب = پاڻي] پاڻيءَ جي اندر - پاڻي جي هيٺ. ٻوڏ هيٺ. اٿل هيٺ - ٻڏل - سيلاب هيٺ.

- زير آبي ۽ زير آبيون: ث پاڻي هيٺ هلندڙ جهاز - ٻڏو ٻو جهاز.

- زير بار ۽ زير بارَ: صفت. [ف. زير + بار = بوجهه] بار هيٺ آيل. بار وڌل. قرضدار. آڏار هيٺ - لاچار - تنگ - قرضي - قرضدار.

- زير بار ٿيڻ: گهڻي بار هيٺ اچڻ. لاچار ٿيڻ. گهڻي خرچ ۾ پوڻ. قرض ۾ هئڻ.

- زير باري ۽ زير باريون: ث. بار هيٺ اچڻ جي حالت - بار - بوجو - اٽڪ. قرض - قرضداري.

- زير بند ۽ زير بند: ذ. [ف. زير + بند < بستن = ٻڌڻ] گهوڙي جي سنجن جو هڪ قسم - لَوَنڊ. تنگ. اڳٽ - ناڙو.

- زير تجويز: ظرف. [ف. زير + ع. تجويز] ويچار هيٺ - خيال هيٺ - رٿ ۾.

- زير تعليم: ظرف. تعليم ۾ (صفت). تعليم حاصل ڪندڙ - متعلم.

- زير حراست: ظرف. حوالات ۾ - حراست ۾ - چوڪي ۾ - ٻهري ۾.

- زيردست ۽ زيردستَ: ذ. صفت. هٿ هيٺ - تابع - تابعدار - ماتحت. ٻَجهگير - ٻاجگير - زير حڪم - حڪم هيٺ. غريب - ڪمزور - اڏيڻو - ڪم طاقت.

- زير دستي ۽ زير دستيون: ماتحتي - تابعداري. ٻاجگيري - ٻجگيري. هيٺانئي - پابندي - غلامي.

- زير زمين: ظرف. زمين هيٺ - زمين ۾ - زمين اندر.

- زير سايہ: ظرف. پناهه هيٺ - آجهي ۾. حمايت ۾. قريب - ويجهو. هيٺان.

- زير صدارت: ظرف. صدارت هيٺ - اڳواڻيءَ هيٺ.

- زير علاج ۽ زير علاجَ: ذ. صفت. علاج هيٺ - علاج ۾. دوا ڪرائيندڙ - بيمار.

- زير ڪرڻ: تابع ڪرڻ - مطيع ڪرڻ - مغلوب ڪرڻ - هيٺان ڪرڻ. ماري ميڄائڻ - دٻائڻ - قابوءَ ۾ آڻڻ. فتح ڪرڻ.

- زير گادي ۽ زير گاديون: ث. آٽ جي سنجن مان هڪ سنج جو نالو. وهاڻي جي نموني تي جا آٽ جي پٺيءَ تي بچاءُ لاءِ پاڪڙي هيٺان ڏجي.

- زير و بالا: ظرف. هيٺ مٿي - اٻتو سبتو - الٽ پلٽ - درهم برهم - زير و زبر.

- زير و زبر: ظرف. هيٺ مٿي - درهم برهم - اٻتو سبتو - ته بالا - الٽ پلٽ. ستر پر - زير و بالا.

- زير و زبر ٿيڻ: هيٺ مٿي ٿيڻ - الٽ پلٽ ٿيڻ. اونڌو ٿي پوڻ. پريشان ٿيڻ. ڪٽي وڃڻ. برباد ٿي وڃڻ - نابود ٿي وڃڻ - اجڙي وڃڻ.

- زير و زبر ڪرڻ: هيٺ مٿي ڪرڻ - الٽ پلٽ ڪرڻ. تباهه و برباد ڪرڻ.

- زير وچار ۽ زير وچارَ: ذ. صفت. ويچار هيٺ - ڌيان هيٺ - غور هيٺ. خيال ۾ - سوچ ۾.

- زِيرِ وِيچارُ هئڻُ: سوچ يا خيال ۾ هئڻ. ڪا ڳالهه فيصل نه هئڻ.
- زِيرِ ين: صفت. ظرف. هيٺين - هيٺاهون. گهٽ.
● زِيرَ ۽ زِيرونَ - زِيرِ يون: ث. (ف). آچار جي هڪ اشاني ( ِ ). اکر جي آواز کي هيٺ ڪندڙ هڪ حرڪت. زنجير - جنجير - ڪڙي. قيد. زير ڪڙي (جا قيدين کي وجهجي). جيئن:
"ڳچيءَ ڳانا لوهه جا، زيريون ۽ زنجير".
- زيٽرپيٽر: اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● زِيرَڪُ ۽ زِيرَڪ: ذ. صفت. (ف). تيز فهم - ذهين - ذڪي - سمجهو - فهيم - عقلمند - دانا - دانشمند - هوشيار - سگهڙ - سيانو - عقلي سڄاڻ - ڏکي نظر رکندڙ - ڳاڻو - مٿمان - دير گهه درش - دور انديش. هنري - چتر - چالاڪ - ڪاريگر.
- زِيرَڪِي ۽ زِيرَڪِيون: ث. تيز فهمي - ذهانت - ذڪاوت - دانائي - دانشمندي - چترائي - هوشياري - حڪمت - سياڻپ.
● زِيرو ۽ زِيرا: ذ. [ف. زِيرَه] مصالح طور ڪم ايندڙ هڪ ٻسارڪو خوشبودار ٻوٽو - جيرو. (ث. زيري ۽ زيريون) ٻچڻ بعد زمين تي ڪريل ٻاڙا (ڪ).
● زِيري ۽ زِيرِيون: ث. زنجير - سنڪلي - جنجيري. ڪڙي - ٻيڙي. قطار. اسم خاص. هڪ جبل جو نالو.
● زِيستُ: ث. (ف). زندگي - حياتي - عمر - اوسٿا - هستي.
● زِيڪَ ۽ زِيڪَ: ذ. (ع. ضِيقَ) بيماريءَ جو هڪ قسم. ساهه کڻڻ ۾ تڪليف - ساهه جي مونجهه. دم. سهڪڙو - ضِيقُ النَّفَسُ.
● زِيلَ ۽ زِيلُون: ث. (ع). ڦوڪارو - ڦونڪارو. شوڪارو - ڦوڪ. [ف. زير = هيٺ] دهل جو مادي پاسو - تالي - شڪاري پکيءَ کي ٻڌل گهنگهرو (ت).
- زِيلَ هڻڻُ: ڦوڪارڻ - ڦوڪارو هڻڻ - شوڪارو هڻڻ - ڦونڪارو هڻڻ - هيڪ هڻڻ.
- زِيلَ ۽ بَمُ: ذ. هيٺ ۽ مٿي - زيرو بم. ساز جو آواز - دهل جا ٻئي پاسا.
● زِيلا ۽ زِيلا (ڪ): ذ. اُٺ جي سنجن مان هڪ سنج جو نالو. (پيلاين جا پول ١٣١).
● زِيمڪائي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● زِينَ ۽ زِينُون: ث. [ف. سن. جِينَ] گهوڙي جي سنجن مان هڪ سنج جو نالو - هَني جو هڪ قسم - چمڙي جو هنو. ڪپڙي جو هڪ قسم.
- زِين پوش: ذ. [ف. زين + پوش < پوشيدن = ڍڪڻ] زِينَ جي مٿان وجهڻ جو ڪپڙو - غاشو - گاشو.
- زِينَ ڪَشَڻُ: [ف. زين + ڪَش < ڪشيدن ڇڪڻ] گهوڙو سنجڻ. گهوڙي تي چڙهي روانو ٿيڻ.
● زِينَتُ ۽ زِينَتُون: ث. سينگار - سونهن - زيبائش - آرائش - ٺاهه ٺوهه - ٺهوڙ - سوڀيا. سهڻائي - سندرتا - حسن - سونهن - نزاڪت - لطف - براج - رونق.
- زِينَتُ بَخشَڻُ: رونق ڏيڻ - سينگارڻ. سوڀيا ڏيڻ - سونهن ڏيڻ.
- زِينَتُ پَرِيو ۽ زِينَتُ پَرِيا: ذ. صفت. آراسته - سينگاريل. سوڊو - سهڻو - ڀَلُ ڀَلوڙو - روڙو - سٺو - عمدو - سندر - ٺاهوڪو - زيبائتو - ديداري - ڏسڻ جهڙو. نازڪ - لطيف - سنگين - مهين. چوکو - تکو - ڪندن - ڪڙو.
- زِينَتَ دارُ ۽ زِينَتَ دارَ: ذ. صفت. سينگاريل. ٺاهه ٺوهه وارو - زيب وارو - ڀڪندڙ - زينت پريو.
● زِينداڻي: (ت). اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (سندراڻي پاڙو).
● زِينو ۽ زِينا: ذ. [ف. زِينَه] ڏاڪڻ جو ڏاڪو.

- زيڻُ: اسم خاص. هڪ جبل جو نالو.
● زيوَرُ ۽ زيوَرَ: ذ. (ف) گهڻو - گهه - مڻيو (سون يا چانديءَ جو) چلو مندي. رتنُ - جواهرُ. زيبُ - زينتَ - زيبائش - آرائش - سينگار.

- زِينهَ ۽ زِينهونُ: (ڪ) ث. ٻنيءَ جو وِچُ - ڪرَنگهو.
● زيہاداڻيءُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. درڪاڻي بلوچن جو هڪ قبيلو.

جيتوڻيڪ سنڌي لغات لکڻ جو سلسلو هڪ سو سال اڳ، ۱۸ صديءَ جي وچ ڌاري شروع ٿيو، تنهن هوندي به باوجود ڪيترين ئي مخلصاڻه ڪوشش جي، سواءِ ڪن خاص لفظن تي مخصوص لغتن جي، سنڌي ٻوليءَ جي سنڌي لغات، جنهن ۾ مجموعي طور رائج ٻوليءَ جا مڪيه لفظ ڏاڍل هجن ۽ معنائون پڻ سنڌيءَ ۾ لکيل هجن، هن کان اڳ لکجي شايع ٿي نه سگهي آهي. اِن ڏس ۾ هيءَ پهرين جامع سنڌي لغات آهي، جا سنڌي ادبي بورڊ طرفان هينئر پيش ٿي رهي آهي.

هن لغات جي لفظن جو ذخيرو هيٺين سرچشمن مان گڏ ڪيو ويو آهي:

(الف) ڇپيل ڪتاب،

(ب) اهي جملي ڇپيل لغاتون، جن جو سنڌي لفظن جي معنيٰ سان واسطو آهي،

(ج) ادب ۽ لغت جي اڻڇپيل قلمي ڪتابن جو ذخيرو، ۽

(د) اڻلکيل عوامي ادب ۽ عام رائج سنڌي ٻوليءَ جا اکر ۽ زنده جاويد ذخيرا، جنهن لاءِ سڄيءَ سنڌ جي هر ضلعي جي مکيه پاڳن ۾ مڪاني ماڻهو مقرر ڪيا ويا، انهيءَ لاءِ ته پنهنجي تَرَ جي ٻوليءَ جا الفاظ ۽ اصطلاح هٿ ڪري ڏين.

مٿئين سلسلي ۾ هيءُ خاص احتياط پڻ رکيو ويو آهي ته جيئن سنڌي ٻولي جي مڙني مکيه محاورن يعني ته لاڙ، سري، ٿر، ڪاڇي، ڪاري، ڪڇ ۽ لسٻيلي جي مخصوص ٻولين جا انوکا عام لفظ ۽ اصطلاح، هن لغات ۾ شامل ڪري سگهجن.

نج سنڌي لفظن کان سواءِ عربي ۽ فارسي لفظن جو پڻ ڪافي وڏو ذخيرو سنڌي ٻوليءَ ۾ شامل ٿي چڪو آهي، آن ڪي پڻ هن لغات ۾ ڪماحقه داخل ڪيو ويو آهي، انهيءَ لاءِ ته هيءَ لغات سڀني طبقن لاءِ ڪارآمد ٿي سگهي.

مطلب ته هيءَ پنهنجي نوع جي پهرين سنڌي لغات آهي، جنهن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي لفظن جي هڪ ججهي ذخيري کي شامل ڪيو ويو آهي ۽ هر لفظ جي عام توڙي اصطلاحي معنيٰ کي، شاهدن ۽ مثالن ساڻ کولي ورجايو ويو آهي.

A COMPREHENSIVE

# SINDHI DICTIONARY

OF CLASSICAL & CURRENT SINDHI

## VOI. III (ج-ز)

*COMPILED*

*UNDER THE SINDHI ADABI BOARD's DICTIONARY PROJECT*


*DIRECTED BY*

N. A. BALOCH

-

*REVISED BY*

GHULAM MUSTAFA QASMI


-




SINDHI ADABI BOARD

HYDERABAD / JAM SHORO

SIND

PAKISTAN

1984

# پَڙهندڙ نَسُل . پ ن

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، پاڙي، ڪاٺُو، پاڇوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جھڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اُهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي

سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيَن. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَڙِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَمَلَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَ کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پڄاندڙ وڌ کان وَڌ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سڀني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪَلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيٽُ اَٽي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيٽُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڃي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.
پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.
**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ياکي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)